# گلزار ابرار

(سنڌي ترجمو)

مصنف:

**محمد غوثي شطاري مانڊوي**

مترجم:

**مخدوم عبدالجبار صديقي**

مقدمو/تعليقات

**مخدوم سليم الله صديقي**

**سنڌي ادبي بورڊ**

ڄام شورو، سنڌ

2009ع

ڇاپو پهريون    جولاءِ 2009ع    تعداد هڪ هزار



قيمت: پنج سؤ اسي رپيا

(Price: 580-00)

خريداري لاءِ رابطو:

سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر

تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ

(Ph: 022-2633679, Fax: 022-2771602)

Email: sindhiab@yahoo.com

www. Sindhiadabiboard.org

---

هيءُ ڪتاب پروفيسر سيد زوار حسين شاه نقوي سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچيءَ وٽان ڇپائي پڌرو ڪيو.

## ڇپائيندڙ پاران

تذڪره نويسيءَ کي ”تاريخ جي علم“ واري هڪ شاخ طور سمجهيو ۽ ڄاتو وڃي ٿو. عمومي تاريخ عمومي واقعن جي عڪاس هوندي آهي. جڏهن ته تذڪرو ڪنهن سڪ يا ان کان وڌيڪ شخصن جي احوال کي محفوظ ڪرڻ جو نالو آهي. تذڪره نويسي جي حق کي يقيناً اهل تصوف بهتر انداز ۾ دنيا آڏو پيش ڪندا رهيا آهن.

ڏهين ۽ يارهين صديءَ جي تذڪره نويس محمد غوثي شطاري نه رڳو هند پر سنڌ جي به ڪيترن ئي اوليائن جو ذڪر ڪري پڙهندڙن جي وسيع حلقي کي پاڻ ڏانهن متوجه ڪيو. سنڌ جي اڪثر بزرگن جو ذڪر يقيناً غوثيءَ کي مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ سنڌي ۽ سندس ساٿين کان حاصل ٿيو.

سنڌي ادبي بورڊ کي هڪ اهڙي اڻلڀ ڪتاب ”گلزار ابرار“ کي هتان جي محققن آڏو پيش ڪندي انهيءَ ڪري به خوشي محسوس ٿي رهي آهي جو هو ان ڪتاب مان لاڀ پرائيندي پنهنجي تحقيق جي دائري کي اڃا به بهتر انداز ۾ سنواري سگهندا.

سنڌ جي ممتاز ديني عالم مخدوم عبدالجبار صديقي ان دقيق ڪتاب جي اردو ۽ فارسي نسخن کي سامهون رکي ڪري سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪيو آهي، بلڪ تصوف جي پُر معنيٰ لفظن کي پڻ عام فهم بنائڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪئي آهي.

ان ريت ڪتاب ۾ ڪجھ وڌيڪ وضاحت طلب ڳالهين ۽ انهن کي جامع ڪرڻ جي ضرورت پڻ محسوس ٿي، اهو ڪم مخدوم سليم الله صديقي کي ڏنو ويو، جنهن مقدمي ۽ تعليقات ۾ ان کي احسن طريقي سان نڀايو.

سنڌي ادبي بورڊ جي مانواري چيئرمن پير مظهرالحق صاحب جن جي هدايتن ۽ دلچسپي سبب ڪتابن جي ڇپائي جو ڪم تيز ڪندي ۽ هن ڪتاب جي عام مقبوليت ۽ طلب پٽاندر ان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ اشاعت يقيناً هڪ ادبي اضافي طور ثابت ٿيندي.

ڄام شورو، سنڌ **(سيد زوار حسين شاھ نقوي)**

17- جولاءِ 2009ع سيڪريٽري

بمطابق 23 رجب المرجب 1430ھ سنڌي ادبي بورڊ

# فهرست

## ب

## ح

## ش

## ص

## غ



## ف

## ن

## مقدمو

قديم مذهبي ڪتابن ۾ جزوي طور انساني تذڪره موجود آهن. پر مقصد مختلف هئڻ سبب انهن کي محض تذڪره جو نالو نہ ٿو ڏئي سگهجي. سينہ بہ سينہ روايتون، اسرائيليات. جنهن کان هڪ وک اڳتي اسماء الرجال "تذڪره" جون ارتقائي منزلون چئي سگهجن ٿيون.

اسلام کان اڳ جي مذهبي ڪتابن کي ڇڏي جيڪڏهن عربن جي تحريرن کي ڏسجي تہ هنن جو وڏو ڪارنامو آهي- انساب جي علم کي مستقل ۽ الڳ صنف طور دنيا سامهون سجاڳ ڏيڻ. عربن ۾ ان فن جا وڏا ڄاڻو ٿي گذريا آهن. جن کي پيڙهين جون پيڙهيون ياد هونديون هيون. انهن شجرن ئي وڏين شخصيتن ۽ مشاهيرن جا اهم واقعا ياد رکڻ لاءِ رستو کوليو. جن کي وقت گذرڻ سان اهميت پٽاندر تحرير ڪيو ويو.

انساني تاريخ قومن جي پاڻ ۾ ڇڪتاڻ، تاجپوشيءَ، شاهي فرمان ۽ اقتدار جي جنگ سان رنگي پئي آهي. ان جي برعڪس عوام جي تاريخ ۽ عام انسانن جي رهڻي ڪهڻي متعلق مواد ڳوليون ٿا تہ اسلام کان اڳ جي دور ۾ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ وڏي جاکوڙ ڪرڻي پوي ٿي. پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي سوانح ۽ سيرت ، اصحابن جا معاملات، ۽ صوفياء ڪرام جي اٿڻي ويهڻي کي اسين بادشاهن جي تاريخ نہ ٿا چئي سگهون. اسلامي انقلاب ڪانپوءِ "اسماء الرجال" جي فن دنيا کي هزارين انسانن جي سوانح محفوظ ڪرڻ سيکاريو. جنهن اڳتي هلي ملفوظات ۽ تذڪرن کي پڻ بنياد فراهم ڪيو.

حضرت امير معاويہ رضي الله عنه جي همعصر مصنف بادشاهن جا حالات ڪتاب "اخبار الملوڪ والماضئين" ۾ تحرير ڪيا. جنهن بعد ابوعبيده، هشام، ڪلبي، قاضي ابوالبختريؒ، ابن هشام وغيره جا نالا ملن ٿا. انهن ڪتابن کي عام طرح تاريخ جا ماخذ ۽ تاريخ تي لکيل ڪتاب سمجهيو ويو، ان جي باوجود جو منجهس بادشاهن ڪانسواءِ مشاهيرن جا تذڪره بہ شامل هئا، ان کان هڪ وک اڳتي وڌي مسلمانن پنهنجي مشاهيرن جا الڳ ڪتاب ترتيب ڏيڻ شروع ڪيا.

ان کان صديون پوءِ حاجي خليفہ ؒ ان سلسلي کي ارتقا جي هڪ

منزل اڳتي ڏکيو ۽ "ڪشف الظنون" تحرير ڪيو. جنهن ۾ هن اسماء الرجال سان گڏ ڪتابن جا نالا ۽ سن پڻ محفوظ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ دوران مختلف تاريخون تحرير ٿيون، جن ۾حوالن طور مشاهيرن جو ذڪر ٿيندو رهيو. پر ابوعبدالرحمان محمد بن الحسين نيشاپوري 413 هه جي طبقات الصوفيہ، ابونعيم احمد بن عبدالله اصفهاني 430 جي حلية الاولياء، ابوالقاسم عبدالڪريم بن هوازن القشيري نيشاپوري المتوفي 465هه جو رسالہ قشيريہ - تذڪرن جي ابتدائي پر بهتر صورت وٺي سامهون آيا. رسالہ قشيريہ جي شروع ۾ صوفين جا عقيدا بيان ڪيا ويا آهن. جڏهن تہ آخر ۾ 83 مشاهيرن جا حالات قلمبند ٿيل آهن.

تذڪره گهڻو ڪري مشاهيرن، بزرگن، اولياء الله ولي ڪاملن ۽ عالمن سڳورن جي احوال سان مزين ٿين ٿا. جڏهن تہ ملفوظات ڪنهن بزرگ جي روحاني رمزن، بلند ڪرداريءَ جي مثالن، گفتن ڪرامتن، مڪاشفن، نصيحت ڀريل نڪتن تي مشتمل اهي تحريرون ٿين ٿيون، جيڪي ڪو مريد يا معتقد پنهنجي رهبر متعلق سڌو سنئون يا هِتان هُتان ٻڌي گڏ ڪري ٿو. ڪي اهڙيون تحريرون بہ آهن جيڪي تذڪري سان گڏ ملفوظات جو مقصد بہ پورو ڪن ٿيون. انهن ڪي محض تذڪره يا ملفوظات جو نالو نٿو ڏئي سگهجي، ڇو جو هو اهي ٻئي مقصد سامهون رکي تحرير ٿيل آهن.

ننڍي کنڊ ۾ حضرت ابوالحسن علي بن عثمان بن علي الهجويري المعروف "داتا گنج بخش" المتوفي 470 هه ڪشف المحجوب تحرير ڪيو. هن ۾ صوفين جي عقيدن سان گڏ سندن احوال پڻ تحرير ڪيو ويو آهي.

انهن ڪان هڪ قدم اڳتي ستين صدي هجريءَ جي تذڪرة الاولياء مؤلف حضرت فريد الدين عطار نيشاپوري وڏي شهرت ورتي. جنهن ۾ 97 صوفين جو ذڪر آهي. جنهن ڪانپوءِ 881 هه جي تاليف نفحات الانس اهم تذڪرو نظر اچي ٿو. جنهن ۾ مولانا جامي 614 بزرگن جو ذڪر ڪيو آهي.

ستين ۽ اٺين صدي هجريءَ ۾ هند سنڌ ۾ خانقاهي نظام جي مقبوليت سبب تذڪره "ملفوظات" جي هڪ الڳ صورت ۾ سامهون آيا. بلڪ

سندس نالو صوفين سان منسلڪ ٿي ويو. سنڌ جي پهرئين ڇاٽل خانقاه شيخ الشيوخ نوح بکري جي "سهروديہ" سلسلي جي هئي. هي بزرگ سڏوسنئون شيخ شهاب الدين السهروردي جو خليفو ۽ ڪن روايتن مطابق عزيز هو. انهيءَ دور سان تعلق رکندڙ سنڌ جي هڪ تذڪره جا پيرا ملن ٿا. جنهن جو نالو "تذڪره سيد محمد مڪي" آهي. هي اهم قلمي نسخو پروفيسر اياز حسين قادريءَ جي ذاتي ڪتب خاني ۾ ورهين کان موجود هو، تنهن جو ذڪر ذاتي ڊائريءَ جي حوالي سان مقالات قاسمي ۾ پڻ موجود آهي. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي ذاتي دلچسپي ڪري مرحوم اياز قادري اهو نسخو سنڌي ادبي بورڊ کي ڇپائڻ لاءِ ڏنو. افسوس آهي جو هن وقت ان قلمي نسخي جو سنڌي ادبي بورڊ جي لائبريري ۾ ڪو نشان ڪونهي. وفات کان ڪجهه وقت اڳ جڏهن قاسمي صاحب کان ان بابت پڇيو ويو ته غالباً عمر جي تقاضا ۽ ياداشت جي ڪمزوري سبب ان جو صحيح ڏس نہ ڏئي سگهيا. قاسمي صاحب جن ان جو پاڻ مطالعو ڪيو هو ۽ ان جو تت مقالات قاسمي ۾ شايع ٿي چڪو آهي. جيڪو هي آهي:

(1) سيد محمد مڪي ولد سيد محمد شجاع جي سنڌ ۾ تشريف آوري ۽ بکر ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ.

(2)شيخ شهاب الدين السهروردي جي بغداد ۾ متن مائٽن بابت سوال جي جواب جي حقيقت. امير جو مدينہ منوره ڏانهن روانو ٿيڻ ۽ صحيح جواب هٿ ڪرڻ (سيد محمد مڪيءَ کي جيئن تہ شيخ الشيوخ شهاب الدين السهروردي بغداديءَ جي نائي هئڻ جو اعزاز حاصل هو. ان ڪري هو غالباً بغداد ۾ پنهنجي ناناڻن متعلق معلومات حاصل ڪندو رهيو.)

(3) سيد احمد ولد سيد محمد شجاع جي گهران رشتو ڪرڻ.

(4) سيد صدر الدين جو سنڌ ۾ سيد علي لڪعلويءَ گهران بيو رشتو، حقيقت هن بيان ۾ تہ قلعي بکر جو اهو نالو بکر ڇو رکيو ويو؟

حقيقت سيد مڪيءَ جي 691ھ ۾ رحلت ڪرڻ بابت.

(5) سيد صاحب جا ساٿي ۽ ٻيا جن سندن هٿ تي اسلام آندو تن هن قلعي بکر جي اتر ۾ شڪر نالي شهر آباد ڪيو هو ان جو بيان.

(6) عليواهڻ جو اهو نالو ڇو پيو؟

(7) سلطان علاؤ الدين خلجيءَ جو بادشاهه ٿيڻ ۽ انهن ڏينهن ۾ سلطان العارفين سيد صدر الدين محمد حال حيات هئا.

(8) سلطان علاؤ الدين 717هه فوت ٿيو ۽ انهن ڏينهن ۾ سيد تاج الدين محمد جيئرا هئا.

(9) حقيقت هن باري ۾ ته نصرت خان سندس نياڻي جو نڪاح مخدوم بدر الدين محمد سان ڪري ڏنو.

(10) قلعي بکر جي ٺهرائڻ جي حقيقت سومرن انهيءَ سن ۾ قلعي ڪي درست ڪيو.

(11) سيد بدر الدين محمد جو ناراض ٿيڻ ۽ ملتان ڏانهن منهن ڪرڻ عليواهڻ مان ڊل وصول ڪرڻ ڪري.

(12) سيد جلال جي بکر ۾ پهچڻ جي حقيقت.

قاسمي صاحب سنڌ ۾ لکيل هن اهم اوائلي تذڪره جو سن تاليف يا ڪتابت نه لکيو آهي. پر اندازو آهي ته قريبي زماني جي تحرير آهي.

سنڌ ۾ مشاهيرن جي تذڪره ۾ ڪافي ڪتاب تحرير ڪيا ويا آهن. انهن مان ڪجهه معلوم شده تذڪرن جو تعارف وقائتو ٿيندو:

(1) تذڪره اولياءُ. قاضي محمود ٺٽوي تاليف 980هه

(2) حديقة الاولياء عبدالقادر ٺٽوي تاليف 1016هه

(3) تحفة الڪرام. مير علي شير قانع ٺٽوي تاليف 1181هه

(4) تذڪر غياثيه مولانا غياث الدين سنڌي

(5) طومار سلاسل مير علي شير قانع

(4) معيار سالڪان طريقت

(7) شجره اطهر اهلبيت

(8) گلشن اوليا. خليفو محمود نظاماڻي 1258هه

(9) سراج العاشقين: خليفو محمد ملوڪ

(10) تذڪره المراد: شيخ حسين صفائي ٺٽوي

(11) معارف الانوار: محمد صالح بن ملا زڪريا ٺٽوي

(12) تحفته الطاهرين: شيخ محمد اعظم ٺٽوي تاليف 1190هه

(13) مناقب مخدومين معظمين: ميان محمد امين چنيڙائي

(14) تڪملہ مقالات الشعراء:مخدوم محمد ابراهيم خليل ٺٽوي

(15) تذڪره اولياء سيوستان: (المڪتوب الحبيب ۾ هن جو ذڪر موجود آهي)

(16) حالات بزرگان سيوستان

(17) قلندر نامہ: مخدوم عبدالواحد نعمان ثاني (ناياب)

(18) انساب مشائخ سيوستان: مخدوم حسن الله شاه الصديقي پاٽائي.

(19) سڪينتہ اولياء: دارا شڪوه تاليف 1052هه هن ۾ ميان مير بالا پير سيوستانيءَ ثم لاهوريءَ جو ذڪر آهي.

(20) مڪتوبات واحدي: مرتب ميان فضل الله.

(21) المڪتوب الحبيب: از قلم غازياڻي پٽي.

(22) يمن البرڪت: مولچند 1072 قلندر لعل شهباز متعلق قصا

(23) لطيفتہ التحقيق 1120هہ جو تزڪرو مؤلف سيد رفيق علي حسيني پشنگي

(24) فردوس العارفين مير بلوچ خان 1201هه ۾ تاليف ڪيو.

(25) مرغوب الاحباب: نظر علي خان ٽالپر تاليف 1273هه

(26) الجواهر البدايع: ميان بلال تاليف 1221هه

(27) رسالہ مخدوم گرهوڙي: مرغوب الاحباب ۾ هن جو حوالو آهي.

(28) صقال الضمائر: خواجہ محمد سعيد تاليف 1303هه

(29) رسالہ بهاءِ الدين دلق پوش: مؤلف مخدوم نوح رحمة الله جو مريد هو. جنهن هن رسالي ۾ سوانح ۽ قول گڏ ڪيا آهن.

(30) رسالہ فتحيہ: هي مخدوم نوح جي پوٽي مخدوم فتح محمد تحرير ڪيو.

(31) دليل الذاڪرين: حاجي پنهور تاليف 1106 هه

(32) قوس فخريہ هي دليل الذاڪرين جو ضميمو سمجهڻ گهرجي.

(33) ارشاد الطالبين: غلام رسول قريشي هالائي - هن ۾ مخدوم نوح ۽ ٻين بزرگن جو احوال موجود آهي.

(34) سراج العارفين: غلام رسول صديقي هالائي تاليف 1215ھ مخدوم نوح ۽ سنڌ جي ڪجھ ٻين بزرگن جو احوال موجود اٿس.

(35) گنجينہ اوليا: آخوند محمد صالح تاليف 1341ھ

(36) صحيح السبطين: گل محمد 1318ھ

(37) انساب سادات گيلاني: تيرهين صديءَ جي تاليف.

(38) تذڪره مخاديم کهڙا: مخدوم الھ بخش بن مخدوم محمد عاقل کهڙو. هن ۾ کهڙن کان علاوه ڪجھ ٻين بزرگن جا احوال پڻ موجود آهن.

(39) بيان العارفين: هي ڪتاب فارسيءَ ۾ محمد رضا بن عبدالواسع عرف مير دريائي بن داروغہ ڪيھر 1038ھ ۾ تحرير ڪيو، جنهن جو سهڻي سنڌيءَ ۾ محترمي ڊاڪٽر عبدالغفار سومري ترجمو ڪيو آهي.

(40) مناقب غوثيہ: مشتاق متعلوي

(41) مناقب السادات: قاضي هدايت الله بن ميان محمود بن ميان سعيد متعلوي. تاليف 1315 ھ

(42) ڪواڪب السعادات:مشتاق متعلوي

(43) لطائف لطيفي: مير عبدالحسين سانگي 1305ھ شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي فارسيءَ ۾ سوانح مرتب ڪئي.

(44) انيس المريدين: ازخواجہ حسن جان سرهندي

(45) انساب الانجاب از خواجہ حسن جان

(46) مونس المخلصين: خواجہ شاہ آغا

(47) انوار قلندري: موئلف ندارد - 1283 ڪانپوءِ جي تحرير

(48) منبع الانساب: تاليف مير معين الحق جهونسوي هي سيد محمد مڪي ۽ سندس اولاد جي احوال ۾ تحرير ٿيل آهي.

(49) شجره سادات: سيد قمبر علي رضوي جي تاليف آهن.هن اهو 1261 ڌاري لکيو ۽ منجهس سيد محمد مڪيءَ ۽ سندس اولاد جو احوال ڏنل

آهي.

(50) تجليات اسرار معاني: ولي محمد سيوستاني.

(52) الناطق بالحق: هي مخدوم محمد عارف صديقي سيوهاڻي المتوفي 1258هہ جي فرمائش تي لکيو ويو.

(53) تذڪره مشاهير سند

## ملفوظات:

ملفوظات تذڪره جي هڪ مخصوص ۽ الڳ محسوس ٿيندڙ شڪل آهي. جنهن ۾ ڪنهن بزرگ يا عالم کان توحيد ۽ تصوف علم ۽ حڪمت، هدايت ۽ نصيحت متعلق ٻڌل ڳالهيون، سلوڪ جي راهہ جون سمجهاڻيون ۽ روحانيت جي رستي جون هدايتون تحرير ٿيل هونديون آهن. اسلامي دنيا ۾ ملفوظات گهڻو ڪري اهل تصوف سان ئي منسلڪ رهيا آهن. جن جي چڱني مشهور تصوف جي سلسلن ادب جي انهيءَ صنف کي واڌڪو ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

## چشتي بزرگن جون ملفوظات:

1) انيس الارواح: خواجہ عثمان هاروني جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس مريد خواجہ معين الدين چشتي اجميري (1234/631) ۾ مرتب ڪئي. ان کان هڪ صدي پوءِ چشتي بزرگن بابت امير سيد خورد ڪرماني "سيرالاوليا" 770هہ /1370ع ۾ تحرير ڪيو. جنهن کي ملفوظات کان وڌيڪ تذڪرو چئجي تہ بهتر ٿيندو.

2) دليل العارفين: خواجہ معين الدين اجميري جي ملفوظات آهي جيڪا سندس مريد خواجہ قطب الدين بختيار ڪاڪي مرتب ڪئي.

3) فوائد السالڪين: خواجہ قطب الدين بختيار ڪاڪي جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس مريد خواجہ فريد الدين گنج شڪر جي قلمبند ڪيل آهي.

4) راحت القلوب: خواجہ فريد الدين گنج شڪر جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس مريد خواجہ نظام الدين دهلوي (1324/724) ۾ مرتب ڪئي.

5) اسرار الاولياء: هيءَ بہ خواجہ فريد الدين گنج شڪر جي ملفوظات

آهي جيڪا سندس هڪ مريد بدر الدين اسحاق مرتب ڪئي.

6) هي خواجہ نظام الدين جي ملفوظات آهي جيڪا سندس مريد امير خسرو جي تحرير ڪيل آهي.

7) راحت المجين: هيءَ بہ خواجہ نظام الدين جي ملفوظات آهي جيڪا خواجہ حسنِ دهلويءَ جي مرتب ڪيل آهي.

8) فوائدالفوائد: هي بہ خواجہ نظام الدين جي ملفوظات آهي. جيڪا خواجہ حسن جي تحرير ڪيل آهي. هن ملفوظات تمام گهڻي شهرت ماڻي.

9) مفتاح العاشقين: خواجہ نصير الدين دهلويءَ چراغ دهلويءَ جي ملفوظات آهي. جيڪا محب الله مرتب ڪئي.

10) خير المجالس: هي بہ خواجہ نصير الدين جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس مريد حميد شاعر تحرير ڪئي.

11) مونس الارواح: هي خواجہ نصير الدين جي ملفوظات آهي. جنهن جي مرتب شهزادي جهان آرا هئي.

12) جوامع الكلم: خواجہ نصير الدين جي مريد سيد محمد الحسيني المعروف گيسو دراز جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس فرزند سيد حسين المعروف بہ سيد محمد اڪرم حسيني مرتب ڪئي.

## نقشبندي بزرگن جون ملفوظات:

(1) ملفوظات مجدد الف ثاني:

امام رباني جي مڪتوبات کان علاوه ملفوظات بہ آهن. مڪتوبات ۽ ملفوظات ۾ فرق ڪٿي ائين ڪجي، جو ڪنهن بزرگ جي علمي مقام جو مطالعو ڪرڻو هجي تہ سندس مڪتوبات جو مطالعو ڪجي پر جيڪڏهن ڪنهن جي وعظ ونصيحت انداز بيان ۽ اعلاءِ ڪلمة الحق جو اندازو ڪرڻو هجي تہ پوءِ سندس ملفوظات پڙهجن.

(2) ملفوظات خواجہ محمد باقي بالله: هي خواجہ صاحب جي هڪ مريد مرتب ڪيا.

(3) عمدة المقامات: از فضل الله سرهندي 1238هہ.

(4) زبدة المقامات: خواجہ محمد هاشم.

(5) ملفوظات مرزا مظهر جا نجانان: شهادت 1780ع جون ملفوظات سندس مريد مرتب ڪيون.

(6) ملفوظات شاهہ غلام علي: شاهہ غلام علي جون ملفوظات پڻ موجود آهن. هي بزرگ مرزا مظهر جانجانان جو مريد هو.

## سهروردي بزرگن جون ملفوظات:

1- بهاء الدين زڪريا ملتاني:شيخ بهاءُ الدين زڪريا جا ڪجهہ قول شيخ حامد بن فضل الله المعروف بہ درويش جمالي جي تذڪره سير العارفين جيڪو هن 941هہ / 1535ع ڌاري تحرير ڪيو ۾ ڏنا. ان ڪان علاوه خواجہ نظام الدين اولياء جي ملفوظات فوائد الفواد ۽ شيخ عبدالحق محدث دهلوي جي ڪتاب اخبار الاخيار وغيره ۾ پڻ سندس ذڪر موجود آهي.

2- ملفوظات شيخ صدر الدين: شيخ بهاءُ الدين زڪريا جو فرزند شيخ صدر الدين عارف جي ملفوظات"ڪنزالفوائد" سندس مريد خواجہ ضياء الدين تحرير ڪيا.

3- ملفوظات شيخ رڪن الدين: مجمع الاخبار ۾ سندس ملفوظات ڏنل آهن.

4- ملفوظات مخدوم جهانيان جهان گشت: سندس ملفوظات "جامع العلوم" جي نالي سان مرتب ڪيل آهن.

## متفرقہ بزرگان جون ملفوظات:

1- ملفوظات مولانا روم: مولانا جلال الدين رومي جي ملفوظات "فيہ مافيہ" جي نالي سان سندس فرزند سلطان بهاءُ الدين تحرير ڪيا.

2- ملفوظات شيخ شرف الدين يحييٰ منيري: هي بزرگ فردوسيہ سلسلي جي خواجہ نجيب الدين فردوسي دهلوي جو مريد هو. سندس ملفوظات لکيون ويون.

3- رفيق العارفين: شيخ حسام الدين مانڪپوري جون ملفوظات آهن.

4- تبريز: هي ملفوظات يارهين صدي هجري جي بزرگن سيد عبدالعزيز دباغ جي آهي. جيڪا سندس مريد احمد بن مبارڪ جي مرتب ڪيل آهي.

5- ملفوظات سيد اشرف سماني: هي ملفوظات سيد اشرف سماني جي مريد مرتب ڪيا.

6- ملفوظات شاه عبدالعزيز: هي شاه ولي الله جي فرزند شاه عبدالعزيز جي ملفوظات آهي.

7- ملفوظات احمد رضا خان: بريلوي مڪتبہ فڪر جي وڏي عالم احمد رضا خان جي ملفوظات پڻ موجود آهي.

8 - ملفوظات مولانا عبيدالله سنڌي: هي ملفوظات اردو ٻوليءَ ۾ محمد سرور مرتب ڪيا.

9- مئڪده مصطفائي: هي حيدرآباد شهر ۾ ڪجھ عرصو رهندڙ پير ايراني سيد صبغت الله شاه جا ملفوظات آهن.

## سنڌي بزرگن جون ملفوظات:

1- ڪشف الحقائق: يارهين صديءَ ۾ شيخ اسماعيل فرحي سنڌي حضرت مسيح الاوليا شيخ عيسىٰ جندالله پاٽائي ثم برهانپوريءَ جا ملفوظات مرتب ڪيا.

ملفوظات نوح: مخدوم نوح جا ڪجھ ملفوظات سندس مريد بهاءُ الدين گودڙيئي جي لکيل "رسالہ بهاءُ الدين گودڙيو" ۾ آيل آهن. جنهن تان حاجي پنهور پنهنجي ڪتاب دليل الذاڪرين (1106هہ) ۾ نقل ڪيا ان ڪان سواءِ مخدوم صاحب جا قول سندس پوٽي مخدوم فتح محمد جي ڪتاب"رسالہ فتحيہ" ۾ بہ ملن ٿا.

3- ملفوظات خواجہ محمد زمان لنواريءَ وارو:

خواجہ صاحب جا ملفوظات مير بلوچ خان ولد مڪرم خان ٽالپر جي ڪتاب "فردوس العارفين" ۾ موجود آهن.

4- فتح الفضل: هن ۾ شيخ عبدالرحيم گرهوڙي پنهنجي مرشد جا قول عربيءَ ۾ تحرير ڪيا آهن. جنهن جو ترجمو ۽ شرح خواجہ محمد زمان جي فرزند خواجہ گل محمد "ورد المحمديہ" جي نالي سان فارسيءَ ۾ لکي آهي.

5- مقولات تصوف: خواجہ صاحب جي هن ملفوظات جو مرتب خواجہ محمد ابراهيم آهي.

6- ملفوظات مخدوم محمد اسماعيل پريالوءِ: موئلف جو نالو ندارد - البت 106 صفحن جي هن ڪتاب ۾ مخدوم صاحب جا حالات موجود آهن.

7- ملفوظات خواجہ عبدالحق درازي:هن ملفوظات جي مرتب فقير محمد صالح لاڑڪاڻوي جي خاندان مان پروفيسر اياز قادري جي چواڻي تہ اهي ملفوظات هاڻي ناياب آهن.

8-مجمع الفيوضات هي پير محمد راشد روضي ڌڻي: وفات 1233هہ جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس خليفي محمود فقير ڪڙيہ واري مرتب ڪئي.

9 - المحبوبية المحمودية :هيءَ بہ پير روضي ڌڻيءَ جي ملفوظات آهي. جيڪا محمود فقير ڪڙيہ واري جي گڏ ڪيل آهي.

10 - ملفوظات: هيءَ بہ پير روضي ڌڻيءَ جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس مريد خليفي محمد حسين مهيسر جي مرتب ڪيل آهي.

11 - سراج العاشقين: هي فقير ڪڙيہ واري جي ملفوظات آهي جيڪا سندس خليفي محمد ملوڪ چانديي 1244هہ ۾ مرتب ڪئي.

12- ڪنز المعرفت: هي بہ خليفي محمد فقير ڪڙيہ واري جي ملفوظات آهي جيڪا خليفي گل محمد گل هالائي جي مرتب ڪيل آهي.

13- خزانة المعروفت: هي پير محمد صبغت الله شاهہ وفات 1246 هہ جي ملفوظات آهي. جيڪا سندس فرزند پير علي گوهر شاهہ اصغر مرتب ڪئي.

14- نڪتہ تصوف: هي سچل سرمست جي ملفوظات آهي هن جو اردو ترجمو قاضي علي اڪبر درازي ڇپرايو آهي.

15- ملفوظات حافظ محمد پرچوندي: پرچوندي ضلع سکر جي بزرگ حافظ محمد جي ملفوظات بہ ملي ٿي. جيڪو پير روضي ڌڻيءَ جو مريد هو.

16 - تحفہ المحبين: پير رشيد الدين جهنڊي واري جي ملفوظات آهي. جيڪا قاضي فتح محمد نظاماڻي مرتب ڪئي.

17 - تنوير القلوب في الخيرات المطلوب: پير رشد الله شاهہ جهنڊي واري جي ملفوظات آهي جيڪا سندس فرزند پير ضياء الدين شاهہ مرتب ڪئي.

## گلزار ابرار:

غوثي حسن مانڊوي 1022هـ ڌاري مڪمل ڪيو. سندس فارسي ٻولي صوفياڻين نڪتن سان ڀريل آهي. مصنف پنهنجو مختصر احوال پڻ ڪتاب ۾ بيان ڪيو آهي. هن جو اردو ترجمو اذڪار ابرار جي نالي سان 1326 هـ ۾ شايع ٿيو. اصل فارسي متن ڇاپي هيٺ ڪونه آيو آهي. فارسيءَ جا قلمي نسخا ايشيا ٽڪ سوسائٽي ڪلڪته، آصفيه حيدرآباد دڪن، بانڪي پوره، لينڊسينا، برٽش ميوزم جي ڪتب خانن ۾ موجود آهن.

## گلزار ابرار ۾ سنڌي بزرگن جو احوال:

ايرچ پور ۽ برهانپور ۾ سنڌ جي عالمن ۽ صوفين سان مصنف جي ملاقات سبب ڪيس هتان جي مشاهيرن جو تعارف ٿيو. سندس معلومات جو گهڻي ڀاڱي ذريعو برهانپور ۾ لڏي آيل حضرت مسيح الاولياءُ شيخ عيسيٰ جي خاندان جا فرد ۽ متعلقين معلوم ٿين ٿا حالانڪ بالمشافه ملاقاتن جي باوجود غوثي کان ڪجهه مغالطه ۽ غلط فهميون پڻ ٿيون آهن. ويسر سبب ڪجهه احوال غير مڪمل ۽ خلط ملط ٿيل پڻ محسوس ٿئي ٿو.اهڙي علمي ڪاوش جنهن ۾ سوانح حيات جيڪا ڪنهن هڪ بزرگ جي نه بلڪ سوين بزرگن جي هجي تنهن کي غلطين کان بلڪل پاڪ رکجي سو ڪنهن طرح ممڪن نه آهي. اهڙا ڪتاب چند نشستن ۾ ويهي مڪمل نه ٿا ڪري سگهجن. مهينن بلڪ سالن جا وقفا ذهن ۾ وينل تاثر، سن ۽ ٻڌسڌ سبب احوال گڏ ڪرڻ ۾ خامين جو قوي امڪان رهي ٿو. جن کي اسان تعليقات ۾ درست ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. بيان ڪيل معمولي خامين جي باوجود هن ڪيترن ئي بزرگن جي نالن ۽ سوانح حيات جي مختلف پهلوئن کي محفوظ ڪرڻ جو شرف حاصل ڪيو آهي. سندس ان ڪاوش جي قبوليت جو اندازو صديون گذرڻ بعد به ڪتاب جي اهميت مان لڳائي سگهجي ٿو.

گلزار ابرار ۾ جن سنڌي بزرگن جي سوانح حيات يا نالا ملن ٿا. سي هي آهن:

(1) شيخ ابراهيم بن عمر سنڌي (2) شيخ ابراهيم ڪلهوڙو (3) شيخ ابراهيم قادري شطاري سنڌي (4) مولانا اسماعيل سومرو (5) سيد

ابراهيم بکري (6) شيخ اسحاق قلندر سنڌي (7) شيخ بنان برهانپوري (8) قطب عالم سيد برهان الدين (9) مخدوم بايزيد لاکو (10) مخدوم بلال سنڌي (11) شيخ بابو سنڌي (12) شيخ تاج العاشقين بن عبدالله سنڌي (13) مخدوم جهانيان بخاري (14) مخدوم جعفر بوبکائي (15) سيد حيدر سنائي (16) مولانا حافظ سنڌي (17) شيخ ذيان سنڌي (18) شيخ طاهر محدث پاٽائي سنڌي (19) شيخ طيب پاٽائي سنڌي (20) شيخ عالم گجراتي (21) شيخ عربي ذياڻو (22) مخدوم عباس ابن جلال سنڌي پاٽائي (23) حکيم عثمان بوبکائي (24) شيخ عبدالله ۽ شيخ رحمت الله سنڌي (25) مسيح الاوليا شيخ عيسيٰ سنڌي پاٽائي ثم برهانپوري(26) شيخ عبدالستار پاٽائي ثم برهانپوري بن شيخ عيسيٰ سنڌي (27) قاضي قاضن (28) شيخ قاسم بن شيخ يوسف سنڌي پاٽائي (29) شيخ عيسيٰ لاکو (30) شيخ لشکر محمد عارف جي ذکر ۾ سيد عبدالغفور سنڌي ۽ مولانا صالح سنڌي جو ذکر (31) شيخ لاڏ جيو سنڌي (32) شيخ موسيٰ ٺٽوي (33) شيخ مبارک سنڌي (34) شيخ عثمان ۽ شيخ معروف پاٽائي ثم سيتپوري(35) مخدوم نوح هالائي (36) شيخ نظام مريد سيد ابراهيم بکري (37) ميان وجيهه سنڌي (38) مولانا موسيٰ بوبکائي (39) شيخ طيب بن مخدوم هارون سنڌي (40) مولانا يونس سنڌي (41) ياٿي اسحاق حصور ابن حافظ اسماعيل سنڌي.

## سيوهڻ جي ڪتب خاني ۾ گلزار ابرار جا ٻه اوائلي ڇاپي نسخا:

عزيزم حڪيم مخدوم محمد حسن صديقي سيوهاڻي هڪ علم دوست شخصيت آهي. سندس علم پروري پڻ قابل تقليد آهي. حڪيم صاحب کي نه رڳو پنهنجي بزرگن جو قائم ڪيل دواخانو ورثي ۾ مليو. پر ان سان گڏ اسلاف جو گڏ ڪيل قلمي ۽ ڇاپي ڪتب خانو پڻ سندس ذميداري بڻيو. هي سڀ ڪجهه حضرت عثمان مرندي المعروف لعل شهباز جي مزار سان متصل آهي. پاڻ جڏهن قديم حڪمت خاني جي عمارت کي ٻيهر تعمير ڪرڻ جو ارادو ڪيو ته ان جي مٿان لائبريريءَ جي ناهڻ جو پڻ ارادو ٿيو. جنهن ۾ ناياب قلمي ۽ ڇاپي ڪتابن جي حفاظت جو جوڳو بندوبست ڪيو ويو. الحمد الله اڄ ان "دارالشفا مفيد عام دواخانه" جي مٿان هڪ "دارالحڪمه مفيد عام ڪتب

خانہ" جي عظيم عمارت مڪمل ٿي چڪي آهي. اها پري ڪان ائين محسوس ڪرائي رهي آهي. ڇڻ جاهلانہ رسمن جي وهڪري ۾ ڪو علمي ٻيڙو ڪَرَ ڪنيو بيٺو آهي. ياءُ محمد حسن پنهنجي ڪمال محبت سان گلزار ابرار جا ٻہ اوائلي ڇاپي نسخا منهنجي حوالي ڪيا. جيڪي ماشاءَ الله سوني تي سهاڳ ثابت ٿيا. انهن جي ورق گرداني موجوده سنڌي ترجمي ڪي سنڌ جي پس منظر ۾ مڪمل ڪرڻ لاءِ مددگار ثابت ٿي. مٿس لکيل حواشيہ ۽ ابتدائي خالي صفحن تي هٿ سان تحرير ڪيل معلومات سڀي جي سڀي محفوظ ڪرڻ جهڙي آهي.

(1) پهريون ڇپيل نسخو: هن جي تقطيع 23- 29 آهي هر صفحي تي تقريبن 23 سٽون آهن. 1326هہ بمطابق 1908هہ ۾ مطبع مفيد عام اگرهہ مان شايع ٿيو. مترجم فضل احمد جيوري رحمة الله عليہ ترجمي جو نالو اذڪار ابرار پسند ڪيو. ان جي اردو ترجمي متعلق مترجم فضل احمد ڄاڻايو آهي تہ اُجين جي ٻن دولتمند علم دوست پائرن منشي محمد الله يار خان ۽ منشي خدا يار خان ڪي جڏهن ٻہ سوَ سال ڪن پراڻو قلمي فارسي نسخو هٿ آيو تہ انهن جي ذاتي دلچسپي ۽ زور پرڻ تي هن ان جو ترجمو ڪيو.

ان ساڳئي مفيد عام آگره واري ڇاپي جو اسلامڪ بڪ فائونڊيشن سمن آباد لاهور 1975ع ۾ عڪس شايع ڪيو.

ڪتب خانہ سيوهڻ جي قديم ڇاپي نسخي جي شروعاتي صفحيَ تي ڪلڪ ۽ ڪاري مس سان فارسيءَ ۾ هيٺيان هٿ اکر لکيل آهن:

"همين ڪتاب از ملڪ گجرات شهر اجين مالوه بر قيمت روپيہ پانزده آنہ طلبا نيده شد در حق و ملڪ ميان محڪم الدين سيوستاني ابن حاجي فتح الله ابن مخدوم عبدالواسع قادري ابن مخدوم محمد حسن قادري برادر حضرت نعمان ثاني عبدالواحد صاحب البياض سيوستاني قدس اسرارهم ابن مفتي الاسلام نديم نيڪ فهم مخدوم دين محمد سيوستاني نواسہ ميان عبدالملڪ عباسي الهاشمي المشهور مخاديم دڪائي عليهم الرحمة ابن مفتي الاسلام مخدوم شيخ عبدالواحد پاتري ابن مولانا عبدالرحمن قاري ابن مولانا محمود پاتري ابن عيسيٰ ابن حضرت مخدوم حسن قاري قدس سره ابن شهر الله رمضان برادر شاه عبدالستار و برادر حضرت بابا شاه مخدوم فتح محمد محدث

صاحب مفتاح الصلواة ابنان حضرت مسيح الاولياءَ شاه جدالله دستگير عشقيہ الشطاريہ شيخ عيسيٰ قاسم سندي پاتري برهانپوري شهابي سهروردي قدس سره."

ترجمو: هي كتاب ملڪ گجرات شهر اجين مالوه مان هڪ رپئي پندرهن آنا قيمت تي گهرايو ويو. مالڪ: ميان محڪم الدين سيوستاني ابن حاجي فتح الله. ابن مخدوم عبدالواسع قادري- ابن مخدوم محمد حسن قادري برادر حضرت نعمان ثاني عبدالواحد سيوستاني بياض واحدي جو مصنف قدس اسرارهم ابن مفتي الاسلام نديم نيڪ فهم مخدوم دين محمد سيوستاني، ڏوهٽو ميان عبدالملڪ عباسي الهاشمي المشهور مخاديم دڪائي علهيم الرحمة ابن مفتي الاسلام مخدوم شيخ عبدالواحد پاٽائي ابن مولانا عبدالرحمن قاري ابن مولانا محمود پاٽائي، ابن عيسيٰ ابن حضرت مخدوم حسن قاري قدس سره ابن شهرالله رمضان ياءُ شاه عبدالستار ۽ ياءُ حضرت بابا فتح شاه مخدوم فتح محمد محدث صاحب مفتاح الصلواة جيڪي ٻئي حضرت مسيح الاوليا شاه جندالله دستگير عشقيہ الشطاريہ شيخ عيسيٰ قاسم سنڌي پاٽائي برهانپوري (صديقي) شهابي سهروردي قدس سره جا پٽ آهن."

ساڳئي نسخي جي آخري 36 خالي ورقن تي جيڪي بعد ۾ متان ڪيل پڪي جلد ۾ لڳايل آهن. ان جي بہ عنوان، "فهرست"، شرح تحرير ڪيل آهي. جنهن کي هيٺ پيش ڪجي ٿو اها شرح مخدوم حبيب الله سيوهاڻي جي تحرير ڪيل آهي. سندس وفات جو سن معلوم نہ ٿي سگهيو آهي. پر زمانہ حيات جو اندازو سندس ڇم جي تاريخ 1264هہ مان لڳائي سگهجي ٿو. ان ڪان علاوه هو مخدوم محمد مجذوب سيوهاڻي (المتوفي 1316هہ) جو ناني ۽ ويجهو عزيز پڻ ٿئي.

## فهرست

خاص اهل سنڌ جي مشائخن جو مفصل حقيقتن سان بيان ڪتاب اذڪار ابرار ترجمہ گلزار ابرار ۽ اڪثر ٻين ڪتابن مان چونڊي هي "فهرست" لکي. اذڪار ابرار گجرات اجين مالوه مان قيمت 0. 15 - 1 ۾ گهريو هو.

| نمبر | نالا ولين اهل سنڌ جيجا لقب سجاڳپ جي سان | صفحو كتاب | شرح |
|---|---|---|---|
| 1 | سنڌ جي اوليائن مان خاص لقب سجاڳپ جا نالي مبارڪ حضرت شيخ عيسيٰ قاسم سنڌي برهانپوري قدس سره جا اذڪار ابرار ۾ بين ڪتابن مان چونڊيل | | مسيح الاوليا - مسيح العاشقين، مسيح القلوب مسيح الزمان، حبيب الله حافظ - حافظ لقب 989 هہ ڪان تصنيف تيل ڪتاب عين المعاني اوليا. شيخ عيسيٰ قدس سره جي ۾ ظاهر آهي. جنهن حضرت سن تصنيف ڪتاب متئين جو حافظ لقب مان ڪيو آهي.<br>ح ا ف ظ<br>9 ا 80 900<br>۽ پنهنجو شجرو آبائي متئين سن ڪان ڏيڪاريو اٿن. عيسيٰ پٽ قاسم پٽ يوسف پٽ رڪن الدين پٽ معروف پٽ شهاب الدين شهابي سهروردي جو اهو شهاب الدين ثاني سنڌ ڏيهہ ۾ پڌرو حضرت صديق اڪبر رضي الله عنه جي اولاد مان هر ڪنهن ڪتاب لکيو آهي.<br>مشهور شهابي سهروردي نسب سان جيئن عمر بن عبدالعزيز فاروقي فاروق ثاني مشهور هو. تيئن اهو شهاب الدين بہ ثاني |

| | | | |
|---|---|---|---|
| شهاب الدين سهروردي قدس اسرارهم سنڌ ڏيهہ ۾ پڌرو هو ۽ پاتر (پاٽ) پراڻيءَ ۾ حاڪمن جي ارادت موجب ساڪن هو. سندس قابليت بلاغت ۽ معافي زمينات ۽ مريدي خادمي ڪان پاتر (پاٽ) پراڻي آباد ٿي هئي.<br>سندس پوٽن مان حضرت شيخ عيسيٰ سنڌي برهانپوري هو جنهن جا متئين لقبن ڪانسواءِ ٻئا لقب بہ ڪتابن ۾ عام لکندا تا اچن. عين العرفا، جندالله، قطب الاقطاب، پير دستگير، امام المحدثين، زبدة الشطار، قبلہ وقت، حضرت صاحب، شيخ زمان قدوة الابرار - ڏسو تحفة اذڪيا رسالي مان- | | | |
| اصل سنڌي - مدفون برهانپور - عمر سنڌيءَ جو پٽ هو. | 236 | شيخ ابراهيم | 2 |
| سکر جي پرسان جا ڪلهوڙا- قبر سندس برهانپور ۾ | 272 | شيخ ابراهيم | 3 |
| ڳوٺ پاٽ ۾ ڄائو ۽ قبر سندس برهانپور ۾ آهي. سندس ڏاڏنگ ۽ مسيح الاولياءُ جو ڏاڏنگ شهر پاٽ جي بنياد ۽ | 315 | شيخ مبارڪ | 4 |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | آبادي لاءِ متفق هئا - شيخ مبارڪ جو والد ماجد پاڻائي هو پوءِ وجين سيوهڻ شهر ۾ وطن ڪري ويٺو هو . سندس نالو شيخ خضر هو. مبارڪ خضري ڪري ڪتابن ۾ لکندا آهن. انهيءَ شيخ خضر جو خادميءَ جو رستو هو. حضرت شيخ يوسف سنڌي ڏاڏي سڳي مسيح الاولياءُ جي سان.<br>شيخ مبارڪ کي ٻه پٽ علامہ الدهر هئا. هڪڙو شيخ ابوالفضل اڪبري ۽ ٻيو شيخ فيضي - جيڪي هند ۾ مشهور معروف هئا .<br>هند ۾ شيخ ابوالفضل کي ڪنهن طعن نسب جو ڪيو مبارڪ پڻس جي نالي سان تہ مبارڪ شيدي غلام يا ڪنهن ڇٽ جو نالو چوندا آهن. ان جي جواب ۾ شيخ ابوالفضل اڪبريءَ معقول جواب ڏنو پنهنجي نسب آبائي جي نسبت ۾ |
| 5 | مخدوم عباس | 306 | وڏو علامہ ۽ محدث سنڌ ۾ مشهور معروف هو. پاٽ ڳوٺ ۾ ڄاوا هئا- پوءِ وڃين ويٺا |

| | | | |
|---|---|---|---|
| هنگورجن ۾ سندس والد امجد يوسف جمال ۽ جلال علي نالي سان پڌروهو. مخدوم عباس محدث شيخ طاهر محدث ۽ شيخ قاسم محدث ۽ شيخ طيب محدث پاٽائي جو ياءُ هو - سندس ذكر تاريخ معصوميءَ ۾ شايع آهي. مخدوم عباس عليه الرحمه جي مسجد شريف ۽ مدرسه علوم پاٽ جي ۾ بـ سبب حقداري حضرت مسيح القلوب قبضي دار هو پاٽ ۾- مخدوم صاحبؒ محدث جي مائٽي حضرت سرور پير هالكندي سان لڳي تمسك ڏهين صديءَ جي اوائل سن لكيل ڏيكاري تي اها مائٽي. مخدوم محدث جو اولاد مخدوم جنيد الله اصل هنگورجن مان هالائي شهر ۾ وطن اختيار كيو. پڻ سندس مخدوم اسماعيل مشهور طاعي هو سندس زيارت گاه هالائين ۾ آهي. پڻ سندس مخدوم عثمان پڻ سندس "مخدوم داؤد عليه الرحمهم | | | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | هو. جنهن جو وڏو ميلو لڳندو آهي. انهن جي اولاد مان مخدوم نور محمد پڊرو هو - جنهن جو اولاد ٽريچاڻي ڳوٺ تعلقہ روهڙي جي ۾ ساڪن آهي ۽ اتي اولاد گهڻو اٿن. |
| 6 | قاضي قاضن | 275 | سنڌي مشهور هو: |
| 7 | شيخ معروف ۽ شيخ عثمان | 340 | ٻئي سڳا ڀائر فرزند حضرت شيخ عيسيٰ ڪبير سخي لقب واري جا هئا. پاٽ ڳوٺ ۾ رهاوا هئا. عيسيٰ ڪبير مٿيون چاچو هو شيخ طاهر محدث سنڌي پاٽائي گجراتي برهانپوري جو- مٿيان ٻئي حضرات ڀائر ارادتمند جي دعوت ڪري پاٽ مان هجرت ڪري شهر سيت پور تحصيل علي پور ضلعو مظفر ڳڙهہ ملڪ پنجاب ۾ وطن ڪري ويٺا. خاص عام سندن ڏاڍي مريديءَ جي ۾ پوتل آهن. وڏي فيض وارا مرشد ان جهان تي گذريا هئا. سندن درگاهہ زيارت گاهہ عام خاص جي انهيءَ ملڪ ۾ آهي. حضرت شيخ طاهر محدث مٿين جا ڀائٽيا هئا. اهو طاهر سڳورو چاچو هو مسيح |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | الاوليا جو ۽ هو ٻئي بزرگوار متيان حضرت مسيح العاشقين جي بيبي ماءُ سگوريءَ جا چاچا سڳا سنگتَ ۾ لڳن ٿا. |
| 8 | شيخ يونس | 274 | سنڌي پاٿائي استاد خاندان مسيح الاوليا |
| 9 | وهبان | 307 | - |
| 10 | مخدوم بايزيد | 375 | ذات جو لاڪو هو |
| 11 | مخدوم بلال | 375 | اصل سمون - زيارت گاهه باغبان ۾ |
| 12 | مخدوم جعفر | 274 | ڇمڻ جي جاءِ شهر بوبڪ - قبر به بوبڪن ۾ اٿس. مسيح الاولياءُ جي روايت ڪري صاحب گلزار ابرار اڪثر پنهنجي تصنيف ۾ اهل سنڌ جو بيان آندو آهي. |
| 13 | شيخ ابراهيم | 359 | مشرباً شطاري عشقي قبر سنديس برهانپور ۾ |
| 14 | شيخ طيب | 377 | اصل ٺٽئي - مدفون برهانپور ۾- سندس مذاق ٺٽي شهر جي بازار ۾ بموجب خوش طبعي مسيح الاولياءُ سان هئي. |
| 15 | عربي ديانه (ڏنو) | 378 | - |
| 16 | شيخ ڪتين | 379 | - |
| 17 | ميان وجيه | 386 | ٺٽي جو هو. |
| 18 | مولانا اسماعيل | 389 | - |
| 19 | سيد ابراهيم | 392 | قبر سندس برهانپور ۾ |
| 20 | مخدوم نوح | 395 | هالڪنڊي ۾ سندس زيارتگاهه |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | آهي شيخ يوسف سنڌي ڏاڏو حقيقي مسيح الاولياءَ جو ۽ پيءُ شيخ طاهر محدث جو مخدوم صاحب جو همدرس هو ۽ مخدوم سرور پير قدس سره جي قرابت شيخ يوسف سنڌيءَ جي پاٽ ڳوٺ ۾ هئي.<br>سرور پير جو قبلو سابقين پاٽ ڳوٺ ۾ مقيم هو- پوءِ بوبڪن جي شهر ۾- سيوهڻ ۽ لڪعلوي ڪان پاٽوٽ- پاٽوٽ ڪان آخر هالڪنڊي ۾ سرور پير جو پيءُ جهان ۾ پڌرو ٿيو.<br>مخدوم نوح پٽ مخدوم نعمت الله پٽ اسحاق پاٽوٽي پٽ شهاب الدين پاٽائي پٽ فخر الدين پاٽائي سيوهاڻي لڪعلوي - هن کي صغير ڪري به لکن. |
| 21 | شيخ قاسم | 387 | ڳوٺ پاٽ ۾ ڄائو هو. حضرت طاهر محدث، مخدوم عباس پاٽائي هنگورجائي محدث جو سڳو ڀاءُ هو ۽ حضرت مسيح الاولياءَ شيخ عيسيٰ جو والد امجد هو-<br>درالدارين في مناقب غوث الثقلين ۾ لکن ٿا ته شيخ قاسم کي رئيس المحدثين جو لقب |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | حضرت سردار عالم صلي الله عليه وسلم جي حضور مقدس مان حاصل ٿيو. |
| 22 | شيخ طاهر محدث | 426 | وڏو عالم بي عديل ولي اڪمل هو پاٽ ۾ ڄائو هو - اها پاتر پراٽي (پاٽ پراٽي) ڪري سڏبي آهي.<br>هاڻوڪي پاٽ انهيءَ ڳوٺ جي نالي سان 1198 هه ۾ زميندارن ٻڌي هئي.<br>(واضح رهي تہ پاٽ پراٽي يا نئين ڪا مختلف هنڌن تي واقع نہ آهي بلڪ سنڌو درياهہ جي ڪپ تي دڙي تي ٻڌل ڳوٺ جڏهن درياهي رستي جي اهميت ختم ٿيڻ سبب ويران ٿيڻ لڳو تہ ماڻهن اولهہ طرف زمينن ۾ گهر ناهڻ شروع ڪيا - ان نئين پاڙي کي نئين پاٽ چوڻ لڳا - حالانڪ ٻنهي پراٽي ۽ نئين پاٽ ۾ ڪو مفاصلي جو خاص فرق نہ آهي.)<br>حضرت طاهر محدث جي والد امجد جو نالو شيخ يوسف سنڌي هو ڪيس جمال يوسف ۽ جلال علي بہ ڪري چوندا هئا. اڪثر لکن ٿا تہ مدفن سندس شهر برهانپور ۾ آهي. |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ترجمہ گلزار ابرار ۾ نسب آبائي شيخ محدث قدس سره جو هن طرح لکن ٿا: شيخ طاهر پٽ يوسف پٽ رکن الدين پٽ معروف پٽ شهاب الدين: مٿيون نسب ڏيکاريل ساڳيو مسيح الاولياءُ جو عين المعاني ۾ موجود آهي. شيخ طاهر عليه الرحمه سڳو ڀاءُ هو شيخ طيب پاٽائي شيخ قاسم پاٽائي برهانپوري ۽ مخدوم عباس بن جلال علي جمال يوسف پاٽري هگورجائي جو مٿي نسب ۾ جو رکن الدين ڏيکاريل آهي. اُنجو پٽ هو شيخ عيسيٰ سخي ڪبير پاٽائي مٿئين جو جنهن جو ڀائٽيو هو شيخ طاهر ابن يوسف سنڌي پاٽائي محدث گجراتي<br>شيخ محدث جا آباؤ ڪرام پاٽ قصبہ جي بنياد آباد لاءِ ناليدار هئا. | | | |
| اذکار ابرار ۽ صاحب تذکرة الانساب انهيءَ طاهر محدث جو نسب پنهنجي تصنيف ۾ آندو آهي.<br>طاهر پٽني ابن محمد جمال بن شيخ احمد بن صدر الدين بن | 483 | شيخ طاهر محدث پٽني | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| محمد شريف بن شيخ محمد يعقوب صديقي ۽ سجاد نشين درگاهہ طاهر نهرواله جي موڪليل نسب طاهر جيمان ڏسجي ٿو تہ شيخ طاهر بن علم الدين اهڙي سموري شجره ۾ نالا واسطن آباءِ شيخ طاهر نهرواله جي جا برخلاف نقل ڪيل صاحب تذڪره الانساب جي. جئنہ تہ نهرواله سجاده نشين جي تحرير ۾ بئا بئا والله اعلم بالصواب<br>صاحب غوثي مصنف گلزار ابرار جي عبارت آندل مان صفا پيو ڏسجي تہ اُهو صاحب شيخ طاهر نهرواله جو همدرس همقرن هو اهڙي طرح شيخ طاهر محدث بن يوسف سنڌي جي ملاقات ۾ بہ مشرف هو.<br>سو صاحب همقرن لکي ٿو تہ طاهر محدث ابن علم الدين جي وفات سنہ 984 ۾ واقع ٿي، جيڪا حادثي قوم بوهرن جيم ڏيکاري ٿو تہ جنگ بوهرن جي شيخ طاهر محدث نهرواله سان نہ ٿي هئي. برخلاف متاخرين لکندڙن تاريخ جي جيڪي | | | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| لکندا اچن تہ جنگ بوهرن جي طاهر سان ٿي هئي.<br>صاحب گلزار همقرن طاهر نهرواله جي جو لکي ٿو تہ شيخ محمد بن شيخ طاهر محدث نهرواله سان بوهرن جنگ ڪئي هئي، ۽ اُجين سارنگپور وٽ شهيد ڪري ڇڏيو هو.<br>سيڪنهن ناظرين عبارت تواريخ جيڪان مخفي نہ هوندو تہ متاخر اهل هند جا نقل تي نقل وٺندي ۽ لکندي ڪتابن جا اوراق ڪارا ڪري ويا آهن، بلڪ هن تازي زماني ۾ بہ اجان پئا نقل ڪيو ڪتاب شايع ڪن پر اصل ماهيت ڪان واقف نہ آهن.<br>مجمع البحار جيڪو متاخرن جي نقلن مان پيو ڏسجي تہ اهو ڪتاب شيخ طاهر محدث پٽني يعني نهرواله جو تصنيف ڪيل آهي، سو بہ صاحب "گلزار ابرار" غوثي همقرن همديس نهرواله محدث ۽ پٽس شيخ محمد جي جو لکي ٿو، اهو ڪتاب مجمع البحار بہ درست ڪيل شيخ محمد پٽ شيخ | | | |

طاهر نهروالہ جو آهي، اهو خاص مجمع البحار نالي سان مشهور آهي. انهي ترڪيب علم جي صورت ۾ لکن ٿا. ۽ قوم بوهرن جي مان وڏا علامہ ٿي گذريا آهن. جهڙوڪ نورمحمد بوهره مشهور هو.
پر جيڪو مجمع البحار ٻئي شيخ طاهر محدث ابن يوسف سنڌي جي جو عالم ۾ پڌرو آهي. ان کي مجمع البحار طاهري ڪري لکن ٿا. ان جو شعور بدستور تفسير جي آهي ۽ ترڪيب سندس ٻي صورت ۾ آهي، پر جيڪو هاڻي مجمع البحار ڇاپ ۾ پڌرو آهي. اهو علمائن کان مخفي نہ آهي پر ڏسڻ واجب آهي، اهو ڇاپيل تفسير مجمع البحار هوندو تہ اهو خاص شيخ طاهر محدث پٽ يوسف سنڌي جو درست ٿيل آهي پر جيڪڏهن انهيءَ ۾ مصنف جو نالو طاهر پٽني لکيل هوندو تہ اهو صحيح نہ چئبو. اصل ۾ طاهر پٽني (پاٽائي) لکيل هو جنهن مان معرب پٽني متاخرن کان آهي.

| | | | |
|---|---|---|---|
| بصورت واحد پٽئي ۽ پٽني جي ۽ شيخين هم نام ظاهرين محدثين هم اضلاع ۽ همعصر جيڪر متاخرن ڪان ۽ ڇاپ ۾ غلطي نہ هوندي تہ ڪهڙو شڪ هڪ ٻين جي حال ۾ مٽ سٽ ۽ مخلوط عبارت ۾ غلطي حادث نہ هوندي تہ ڪو عجب نہ آهي. اهڙن اختلافن ڪان ڪو ورق خالي ڪنهن ڪتاب ۾ نٿو ڏسجي، ۽ جيڪي دشمنن بوهرن جا ناگوار حال ۽ ٺاهہ طاهر محدث جي نالي ۾ تا ڏسجن سي سڀ انهيءَ طاهر محدث اصل گجراتي پٽني نهروالہ جي شان ۾ آهن. ڇو تہ بوهرن جي جنگ بہ انهن سان پيدا هئي ۽ نہ شيخ طاهر محدث ابن يوسف پاتائي سنڌي ثم هندي براري گجراتي سان فافهم عليٰ ذالڪ ۽ سن 1004 ۾ برهانپور ۾ وفات ڪيائين. | | | |
| پڇاڙي عمر تائين شيخ طاهر ابن يوسف سنڌيءَ جي صحبت ۾ ٻڌل هو شهر برهانپور ۾ سن 1003هہ تائين.<br>گلزار ابرار جي ترجمہ مان ظاهر | 425 | شيخ اسحاق قلندر | 23 |

| | | | |
|---|---|---|---|
| تو تئي تہ مصنف گلزار محمد حسن غوثي ۽ اسحاق قلندر ٻئي شهر برهانپور ۾ حضرت شيخ طاهر محدث ابن شيخ يوسف سنڌي کان فيض گير هئا. ڪتاب جي عبارت مان ظاهر آهي تہ مصنف هم صحبت شيخ طاهر سنڌي گجراتيءَ جي هو، جو ڪيترين اکين ڏٺيون ڳالهيون تو ڪتاب ۾ آڻي. | | | |
| بوبڪن جي شهر ۾ ڄائو هو ۽ پٽ شيخ عيسيٰ پٽ ابراهيم صديقي بوبڪائي جو هو ۽ حدود خانديس جي زمين ۾ اوچتو قبيلہ سوڏو چورن شهيد ڪيو هو. | 445 | حڪيم عثمان بوبڪائي | 24 |
| | 443 | لاڏجيو | 25 |
| مدفن لاهور | 465 | تاج العاشقين | 26 |
| ٻئي حضرات سڳا ڀائر سيوهڻ شهر ۾ ڄاوا هئا، حضرت طاهر يوسف محدث جا فرزند هئا، ٻنهين ڀائرن جو خطاب عربستان ۾ شيخين هو. ٻئي منور بہ انوار الهي عزوجل هئا. | 504 | شيخ عبدالله ۽ شيخ رحمة الله | 27 |
| يعني مسيح الاولياءَ سن 962هہ ۾ ڄاوا، ڪتاب ڪشف العقائد جيڪو هن وقت سيد امام | 508 | شيخ عيسيٰ بن قاسم صديقي | 28 |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | مسجد جامع برهانپور وٽ موجود آهي. ان ۾ لکيل آهي ته ترجمه گلزار ابرار، اذکار ابرار مان معلوم ٿو ٿئي ته مسيح الاولياء جو والد امجد شاهه قاسم ۽ چاچس شيخ طاهر محدث پرگڻه پاٽ مان هجرت ڪري بلادالله عزوجل جي سياحت ۾ گجرات جي ملڪ ۾ جڏهن وارد ٿيا هئا. تڏهن مسيح الاولياء تولد ٿيا هئا.<br>(نوٽ: گلزار ابرار ۾ شيخ يوسف، شيخ طاهر ۽ شيخ طيب جا نالا هجرت وقت 950هه ڌاري ضرور ڏنل آهن، پر شيخ قاسم جو نالو ڪونهي ڏنل، تنهن مان لڳي ٿو ته شيخ قاسم ان وقت هندستان ڏي هجرت ئي نه ڪئي آهي، البت بعد ۾ هو ضرور هندستان ڏي ايندو ويندو رهيو آهي.)<br>بعض لکن ٿا ته جڏهن هند جي سفر ۾ مسيح الاولياء جي والد امجد برهانپور شهر ۾ وفات ڪئي هئي تڏهانکر مسيح الاوليا وطن پدري جدي پرڳڻه پاٽ ۾ اچي مقيم ٿيا هئا. سنڌ |

ڏيهہ ۾ مشهور معروف عام خاص ۾ هوندا هئا. جڏهن حضرت صاحب پاڻ مان هجرت ڪري قبلہ گاهہ جي درگاهہ جا اچي زائر ٿيا هئا، ۽ شهر برهانپور ۾ وطن ڪري وينا هئا تڏهن کان مسيح الاولياء سنڌي، پاڻائي برهانپور سڏجن ٿا.

برهانپور جي سنڌي پوره ۾ سندن درگاهہ عاليجاه جاءِ زيارت عام خاص جي معمور مشهور آهي. سنڌي پوره بہ سندن سنڌ ملڪ جي نسبت ڪري برهانپور شهر ۾ پڌرو آهي. وڏو محلو آباد هر شيءِ انهي پوره مان ملي سگهي ٿي ۽ سندس عرس يعني ميلو مبارڪ هر سال جي مهيني شوال ۾ 12، 13 ۽ 14 مقرر ٿيندو آهي. سيڪنهن وريد ۾ مسيح الاولياء جي خاندان جا جملہ ويہ پيرا هر ڪنهن جي لاءِ مقرر تاريخ تي ٿيندو ايندو آهي.

مٿي لکيو ويو آهي تہ مسيح الاولياء سنڌ ڏيهہ ۾ وڏا علامہ

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | مثل آفتاب جي عالم تاب هئا، مصباح النجاة في شرح مفتاح الصلواة وارو صاحب لکي ٿو شيخ عيسيٰ يعني مسيح الاولياءَ جي نسبت ۾ سندن وطن پاٽ پر اکثر ٻين ڪتابن ۾ سندن نسبت سنڌ ملڪ جي شايع آهي، جهڙو زبدة المقامات، خمسه جواهر عين المعاني ۽ صاحب تحفة الڪرام تاريخ سنڌ ۾ لکي ٿو ته سنڌ جي مشائخن مان شيخ عيسيٰ هجرت ڪري ويا اهڙي طرح ٻين اهل سنڌ جي اوليائن جي هجرت جو بہ حال لکيو اٿس، شرح ديوان حافظ جي حڪايت صفحہ 7 مطبوعہ لکنو ۾ سندن سنڌ وطن جي نسبت لکيل آهي، ڪتاب درالدارين في مناقب غوث الثقلين ۾ آٿين ٿا تہ حضرت مسيح الاولياءَ کي خطاب امام المحدثين جو حضرت سردار عالم صلي الله عليه وآله وسلم جي حضور مان حاصل هو، ڪتاب ڪنزالوحدة تصنيف غوث الاولياءَ جنهن ۾ توحيد |

كشفي ۽ ايمان حقيقي جو
بيان آهي، ان جي بيان جي آخر
۾ صاحب گلزار تو آڻي تہ
انهيءَ توحيد كشفي جا جامع
مقام جو هڪ صاحب انهيءَ
صفت جو هر كنهن صديءَ ۾
پيدا ٿيندڙ آهي. جيئن تہ روءِ
زمين تي اهڙي صفت جو
صاحب هكڙوئي ڏٺي تعاليٰ
مبعوث تو كري. هن قرن ۾
روءِ زمين تي عين المعاني
مسيح العاشقين الشيخ عيسيٰ
ابن قاسم امدالله ظلال ارشاده
علي روس المشتاقين الي جمال
هذه الولاية مذكورة والي
صاحبها عليه التحية والسلام
وتابعيہ بالكشف في ادراك
عالم الجمع والفرق علي حكم
الفرقان المجيد المحفوظ
المحيط بماله وعليه هو.
حضرت مجدد الف ثاني جو
كتاب تصنيف ٿيل معارف
الدنيہ آهي، انهيءَ كتاب جي
عبارت ۾ مقامات حقيقت جي
جا. وڏا بيان ترجمہ گلزار ابرار
۾ لكن تا پر پڇاڙي ۾ آڻين تا
تہ جيكڏهن كنهن طالب جي

دل ۾ انهيءَ مقام جي تحقيق
جو درد هوندو هجي تہ انهيءَ
طالب کي مسيح الاولياء جي
خدمت ۾ رهڻ گهرجي ۽ سندس
ارشاد سان علاج انهيءَ عقده
مقام جو ڳولڻ گهرجي ٿو.
حضرت مسيح الاولياء جي
تصنيف ٿيل ڪتاب عين
المعاني جي عبارتن جي تشريح
جيڪا اذڪار ابرار ۾ آهي،
ڏسڻ سان عروج مقامات قرب
الهي عزوجل جيجو طالبن کي
حاصل ٿي وڃي ٿو. انهيءَ
ماهيت ۽ ملفوظات عبدالقدوس
نقشبندي مجددي ۾ اڪثر
مسيح الاولياءَ جي بيان هيٺ
لکن ٿا تہ حضرت مجدد امجد
هر اذڪار ۾ حضرت شيخ
عيسيٰ سنڌي جي نسبت ۾ لقب
"مسيح الاولياء" جيسان ڪيس
ياد ڪندا هئا، جيڪو منظور
صحبت مسيح الاولياء هوندو
هو سوئي حضرت مجدد قدس
سره جي پيش منظور هو. خزينه
الاصفياء مان نقل ۽ عين
المعانيءَ ۾ سندن نسب آبائي
هن طرح لکيل آهي. عيسيٰ پٽ

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | قاسم پٽ يوسف پٽ رڪن الدين پٽ معروف پٽ شهاب الدين المعروف شهابي سهروردي (ثاني) السنڌي. وفات مسيح الاولياء جي 1031هه ۾ ٿي. مسيح الاولياء جي اولاد مان وڏو پٽ صاحب سجاده حضرت عبدالستار پاٽائي برهانپوري هو. اولاد سندس پنج پير پاڳيا فيض سان خلائق هند دکن گجرات گذر ڪري ويا. پوئين پڳدار شاهه عطا علي بي بي پيڻ پنهنجي قبائل صديقين ۾ ڏني. جنهن جي اولاد مان سادات پرڙيا انهن جي اولاد مان سيد عزيز الدين درگاهه مسيح الاولياء جو سجاده نشين تاحال حيات آهي. شاهه عطا علي پٽ شيخ محمد مراد پٽ شيخ محمد نظام الدين پٽ محمد مراد عرف مرادالله شاهه پٽ شيخ ابوالقاسم سرمست پٽ شيخ عبدالستار پٽ حضرت مسيح الاولياء جو هو. بيو پٽ مسيح الاولياء جو شيخ عبدالستار قدس سره مٿئين کان ننڍو شيخ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| شهرالله عرف رمضان پاٽائي وطن پدري جدي ۾ معمور هو. اولاد سندس پرڳڻه پاٽ پراٽي ۽ جديد ۾ تاحال قائم البنياد آباد آهي. انهيءَ اساس مان مخدوم صاحب سيوهاٽي مشتهر آهن. جيئن تہ شيخ رمضان ابن مسيح الاولياء جهنجو پٽ حضرت مخدوم محمد حسن قاري قدس سره ان جو پٽ شيخ عيسيٰ ثالث ان جو پٽ مولانا محمود ان جو پٽ مولانا عبدالرحمان پٽس مخدوم مفتي الاسلام شيخ عبدالواحد پاٽائي هو. هن صاحب کي سلطان اورنگزيب غازي دهلي کان جاگيرات زمينات لائق خاص بطفيل اولياءِ مسيح العاشقين پاٽائي برهانپوري جي معاف هئس. پٽ سندس مخدوم مفتي الاسلام دين محمد سيوهاٽي پٽس حضرت نعمان ثاني صاحب البياض مخدوم عبدالواحد ثاني سيوهاٽي قدس اسرارهم هو جيڪو عالم ۾ فيض مبعوث هو. | | | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٽيون پٽ مسيح الاولياء جو حضرت بابا شاھ مخدوم عبدالرحمان گنج بخش فتح محمد محدث انهيءَ حضرت جي تصنيفات مان ڪتاب مفتاح الصلواة سنڌ جي علمائن ڪرامن ۾ پڙرو آهي. درالدارين في مناقب غوث الثقلين ۾ لکن ٿا ته بابا شاھ جو خطاب مستطاب ڪيس حضور سرور ڪائنات صلي الله عليه وآله وسلم کان حاصل هو. سندن اولاد مان فرزند شيخ شهاب الدين برهانپوري مان حال حيات شيخ رڪن الدين سابق قلعه دار ۽ پٽس غلام قادر سجاده نشين درگاھ ڏهٽو سيد صلاح الدين جو فيضر سان خلائق معمور مسرور آهن. حضرت محمد مسيح الدين خان نواب جاه حيدرآباد دکن ۾ ابن شيخ فخرالدين بہ متئين شهاب الدين جي اساس مان مشهور معروف آهي، پيو اولاد بابا شاھ جو اطراف اکناف حيدرآباد دکن ۽ هند گجرات ۾ گهڻو آهي. | | | |
| شيخ عبدالستار وڏو پٽ مسيح | 560 | شيخ عبدالستار | 29 |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | الاولياء جو هو. تنهن کان ننڍو شيخ رمضان ۽ تنهن کان ننڍو بابا شاهه جيڪو برهانپور ۾ بي بي خديجه خاتون مان ڄائو هو. ذڪر سندس متي ٿي گذريو. پر قليل ذڪر صفحه 560 ۾ به آندو اٿن. شيخ عبدالستار جي ذڪر ۾ ٻئي هنڌ لکن ٿا ته اڃان طريقه نقشبنديه جو هنڌ ملڪ ۾ انتشار نه هو، جيئن ته حضرت طوطي هند جي منقار شڪر خوار کان هند ڏيهه ۾ اڃان طريقه نقشبنديه رائج نه هو ته حضرت مجدد قدس سره پنهنجي والد امجد مخدوم عبدالاحد جي احوالات جا نقل فرمائيندا هوندا هوا. خواه سيد محمد هاشم مصنف ڪتاب "زبدة المقامات ان جي صفحه 117 ۾ ٿو آڻي. ته مون سان حضرت مجدد عليه الرحمة بيان ٿي ڪيو ته منهنجو والد امجد طريقه نقشبنديه جي واکاڻ ڪري فرمايو ته انهي راهه جي فوقيت ٻين طريقن کان زياده ۽ خلاصي آهي ۽ هميشه انهيءَ واٽ جي خاصيت بيان ڪندا ٿي آيا ۽ انهيءَ راهه جي خلاصي |

بابت ڪتاب ڻاهيندا پيا اچن، هڪ ڏينهن مون پنهنجي مرشد خواجه عبدالباقي قدس سره سان پنهنجي قبلہ گاهہ جي حالات جي ڳالهہ بيان ڪندي پيش ڪيو هو تہ منهنجو والد امجد طريقہ نقشبنديہ جي فوقيت پين راهن کان وڌ تا چاڙن ۾ رسالا تصنيف ڪن، جڏهن پير سان اها ڳالهہ ڪيم تہ اشتياق مند ٿي منهنجي والد امجد جي ملاقات لاءِ مون سان گڏ سرهند ۾ آيا هئا. غرض تہ ڪتابن جي عبارت مان ظاهر ٿو ٿئي تہ جن ڏينهن ۾ حضرت مجدد اجان مصاحب مرشد پنهنجي جا هئا. تن ڏينهن ۾ نقشبنديہ راهہ جي فوقيت پنهنجي پيءُ ڪان ٻڌندا هئا. لڪن تا تہ جيسين حضرت مجدد جو والد امجد حيات هو تيسين حضرت مجدد پنهنجي پيءُ جي صحبت ۾ ڪڏهن نہ شهر سرهند کان ٻاهر قدم رکيو. تن ڏينهن ۾ حضرت مسيح الاولياء نقشبندي راه جو ماهر هو. انهيءَ واٽ جو خلق کي رشد ڪندا هئا. جڏهن حضرت مجدد طرق

نقشبندي جي پکيڙ ۾ خلافت
گزين ٿيا هئا ۽ پهريائين خواجہ
سيد نعمان خليفو اکبر پنهنجي
راه نقشبندي فيض گير لاءِ
برهانپور شهر ۾ موڪليو
هئائون، تن ڏينهن ۾ حضرت
مسيح الاولياء جا ڏينهن قريب
وصال جا هئا ۽ سندن طرق
قادريہ ۽ عشقيہ شطاريہ جو
ايتريقدر زور ۽ شغل هو. جو ٻہ
گهمرا خواجہ سيد نعمان موٽي
ويا آهن، حضرت مجدد جي
خدمت ۾ تہ راه نقشبندي جي
ترويج برهانپور ۾ نٿي ٿئي.
غرض خواجہ سيد محمد هاشم
نقشبندي خليفہ حضرت سيد
نعمان قدس اسرارهم ٿو چوي تہ
اوائل ۾ جڏهن مون حضرت
مجدد الف ثاني کان نقشبند راهہ
جي فوقيت ٻڌي هئي تڏهانکر
پيو چوندو هو تہ انهيءَ راهہ جي
فوقيت بابت کو ٻيو مشائخ
ٻئي طريق جو بہ بيان ڪري ٿو
يا فقط حضرت مخدوم
عبدالاحد والد حضرت مجدد
قدس سره جو انهيءَ سبب جي
خيالات ۾ سفر ڪندي جڏهن

| | | | |
|---|---|---|---|
| شهر برهانپور ۾ وارد ٿيس تہ اُتي جي خانقاهن مان خانقاهہ شيخ عيسيٰ سنڌي جي مشهور فيض ۾ ٻڌيم پر آءٌ پهتس برهانپور ۾ 1032ھ تہ مون کان هڪ سال اڳ شيخ عيسيٰ قدس سره وفات ڪئي هئي، يعني 1031ھ ۾. پوءِ سندس پٽ سجاده نشين شيخ عبدالستار وٽ وڃين مقرب ٿيس، بعد ملاقات جي راهہ نقشبنديہ بابت مقال پيش ڪيم تہ جواب ۾ چيائون تہ هائو منهنجو مرشد ۽ والد امجد فرمائيندا هئا تہ طريقو نقشبنديہ ٻين واٽن کان فوقيت ۾ مخصوص آهي ۽ اسين بہ طريقہ نقشبنديہ جا مائل آهيون. خواجہ سيد محمد هاشم ٿو فرمائي تہ مون جڏهن اها بشارت ٻڌي تڏهن شڪرانا پروردگار جا بجاء ڪيم ۽ چيم تہ هن مدعاتي بہ شاهد عادل مبعوث آهن. يعني هڪ خواجہ عبدالاحد والد امجد حضرت مجدد جو جيڪو حضرت عبدالاحد فاروقي خواجہ امير ڪابل فرخ شاهہ جي | | | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | اولاد مان هو، فرخ شاه جو نالو اصل ۾ شهاب الدين هو پر پنهنجي چمنار ۾ پنهنجو اصلوکو نالو شهاب الدين نه چوائيندو هو صرف پنهنجي مرشد جي نالي شهاب الدين (السهروردي) جي سبب کري جيکو عمدة الکاملين عمر بن محمد شهاب الدين سهروردي قدس سره مشهور معروف هو. فرخ شاه پٽ هو شيخ نصيرالدين پٽ شيخ سليمان پٽ شيخ مسعود پٽ عبدالله پٽ ابوالفتح پٽ سلطان ابراهيم پٽ شيخ سليمان پٽ ناصر پٽ عبدالله پٽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه ۽ ٻيو شاهد عادل فوقيت نقشبندي جو حضرت مسيح الاولياء صديقي شهابي سهروردي قدس اسرارهم ۽ مسيح الاولياء ستون ڏاڏو هو. حضرت نعمان ثاني صاحب البياض سيوهاڻي مخدوم عبدالواحد صغير قادري قلندري، آخراً نقشبندي قدس سره جنهن جو شجره آبائي مٿي ذڪر ۾ مسيح الاولياء جي شايع آهي. |

| 30 | شيخ بابو | 592 | اهل سنڌ |
|---|---|---|---|
| 31 | ڀائي اسحاق حصور | 485 | اسماعيل حافظ سنڌي جو پٽ هو. |
| 32 | مولانا موسيٰ | 369 | ذڪر هن جو قاضي محمود موريي جي ياد ۾ موجود تہ اصل سنڌ ۾ بوبڪن جي ڳوٺ جو هو. |
| 33 | شيخ موسيٰ | 63 | اصل ڳوٺ سندس ٺٽو |

## 2. اذڪار ابرار جو هڪ ٻيو ڇاپي نسخو:

ذڪر ڪيل پهرئين ڇاپي نسخي وانگر هڪ ٻيو نسخو پڻ سيوهڻ جي هن ڪتبخاني ۾ موجود آهي جنهن تي پڻ مخدوم حبيب الله سيوهاڻي پڪو جلد ٻڌرايو ۽ منجهس اول آخر ڪي خالي صفحا ڇڏيا جنهن تي پڻ گلزار ابرار ۾ ذڪرڪيل ڪن بزرگن جي احوال ۾ اضافو ڪيو اٿس. انهن چند اوراقن ڪي جيڪي هينئر تاريخ جو نہ صرف اهم حصو آهن پر تحقيق ڪندڙن لاءِ مواد مهيا ڪرڻ جو سبب آهن تن ڪي محفوظ ڪرڻ جي خيال کان هتي اصل فارسي متن ڪي ان جي سنڌي ترجمي سان ڏجي ٿو.

ان مان هيٺين معلومات حاصل ٿئي ٿي:

(الف) مسيح الاولياء ۽ سندس اسلاف متعلق ڪي حقيقتون

(ب) پاٽ شهر جي درياهي ڪناري ڪان ڦٽڻ ۽ زرخيز زمين طرف ان شهر جي واڌ يا نئين پاٽ جي آباد ٿيڻ متعلق ڪجھ اهم حقائق.

# خلاصہ

اسمائیکہ از آبائی و اولاد حضرت مسیح العاشقین درین کتاب داخل و موجود اند۔ درینجا بہ مختصر شرح دیگر بطرز شجر مع فہرست صفحہ کتاب واضح نمودہ شد کہ درشناخت قرابت یکدیگر بہ فہم نیک درآید۔

قبائل پاتر حضرت شیخ شہاب الدین صغیر صدیقی سہروردی سندھی قدس سرہ بہ ارادت حکام اسلام در دار الاسلام ملتان رسید واز انجا بر زمین پاتر رونق افزائی گردیدہ و پاتر را معمور ساخت۔ شجرہ آبائی آنجناب و شیخ الشیوخ ابوحفص عمر شہاب الدین صدیقی سہروردی قدس اللہ سرہ العزیز متفق است۔ حضرت مسیح الاولیاء شجرہ آبائی خود را در دیباچہ کتاب عین المعانی درین شیخ شہاب الدین صحیح نمودہ۔ چون آنحضرت در ہر اکابر قریب بعید از اولاد حضرت سہروردی کبیر مشاہر العصر بودہ واین را صدیقی سہروردی می شمرو حضرت مسیح الاولیاء علیہ الرحمۃ در ۹۸۹ ہجری آنحضرت را نسباً شہابی سہروردی نوشتہ۔ پاتر در عہد حکام دہلی مضاف بصوبہ ملتان بود و اخراجات داد وسندھ اہل پاتر از خزانہ سرکار بھکر واز سرکار سیوستان بودہ واز اسلاف پاتر بہ لقب قبۃ الاسلام ملقوب کہ شہری عظیم بہ این لقب منسوب اکثر در کتب اسلاف مورخہ ۹۷۲ دیدہ می شود چند مدارس علوم مساجد متبرکہ در آنجا معمور بودند۔ سواد پاتر سفینۃ الاولیاء ہر اکابر فضلائے شمالی قدم خیز در آنجا داشت بنائے شہر بر کنارہ دریا مہران معمور بہ زراعات وحدیقہ جات پر میوجات بود و اکثر باغات انار بہ اکثار اشجار ملذہ از پرگنہ او بودی۔ چہ از فرمان سلاطین دہلی در معافی محصول راہداری بہ حضرت مفتی الاسلام مخدوم عبدالواحد پاتری بن مولانا عبدالرحمٰن بن مولانا محمود معلوم می شود کہ دانہ انارو پوست از پاتر در تہتہ وجنس دیگر از تہتہ بہ پاتر آمد رفت دارد محصول راہ معاف است ۔۔۔۔

از سرکارات دہلی بشرط منصب افتاء انعام جاگیرات در پرگنہ پاتر و پرگنہ باغبان وسیوستان حاصل داشت لیکن در بعضی اوقات جاگیر زراعت در پاتر بلا شرط خاص بشرافت اولادی مسیح الاولیاء

شیخ عیسیٰ بن قاسم بن یوسف پاتری قدس اسرارہم در قبضہ دست خود داشتہ۔ بالجملہ شہر پاتر امکن امراء و حکام اسلام بود۔ مرزا شاہ حسن حاکم سندھ از سائر بلدہ سندھ حسن آبادی پاتر افزون تر تصور یدہ تخت گاہ پدرش مرزا شاہ بیگ درنصرپور وتختگاہ مرزا شاہ حسن درامکن پاتر شہر۔ چہ نکاح دختر خود در پاتر بہ مرزا کامران کردو مرزا ہمایون شاہ باری دویم خطبہ شاہی خود را در پاتر خواند واز فضلائی آن زمان دعا خیر خواست۔ رسد دانہ علجات بہ عساکر مغول از پرگنہ پاتر دستیاب میگر دید اکثر ذکر او درمعصومی وآئین اکبری ظاہر است مرزا کامران بوقت فراری در پاتر پناہ یافت۔

الحال اوشہر پاتر دیرین ویران جای ءدرندہ وگزندہ است دور آن زمین تودہ خاص خاشاک بجز نشان مساجدین کہ یکی ازان مسجد مسیح الالیاء کہ بنام نبیرہ اش حضرت مخدوم حسن قاری قدس سرہ کہ مشہور معروف درفضلائی اہل سندھ بودی وقبہ مخدوم اسمٰعیل اولیاء پنہور قدس سرہ دیگر ہیچ نیست و وقوعات وحدوثات بر بلدان سندھ خصوص بر پاتر ازمر غارت عسکر مغل ومردم قلائی از قدیم دوران نزول میگردیدہ امادرسنہ ہجری استیصال بنائی این پاتر مسلوفہ گشت۔

مردمان خاص عام اہل پاتر چون جہاز شکستہ بر تختئہ خدا امان غوطہ اندوہ خوردہ اینجا وآنجا شدہ اندوحسن سیماب تعظیم ہرکس از تابش حُزن پریدہ ودیرہ فیض محمد وریاض محمد کہ از اولاد ودیرہ ابہورہ کلان قوم میمن در دیار مابذ کہ نزد غلام علی نوطقانی بذریعہ ملازمت مقرب گردیدہ از آنجا بتوفیق رفیق زرباز برخوشبوئی اشجار پائز برزمین پاتر دیرین رسیدہ بہ اتفاق چند مشخص زمینداران کہ نشستگاہ وی ہمقرین پاتر بود بجملہ از امینداران جونیجہ وانصاریہ وقاضیان اولاد مفتی محمود بن مخدوم عبدالواحد پاتری برزمین باغ مفتی کبیر ہمنام پاتر قصبہ دیگر پاتر درسنہ معمور ساخت دور آنجا بموجب استحقاق برمنصب قضا واجرای ءراہ اسلام اولاد مفتیان مذکورین حاکم آن وقت کلہورہ مقرر نمود وسند قضا براجرای ءامر شرعی حاکم میاں سرفراز خان نوشتہ۔

راہ حادثہ عداوت بر پاتر علی الرسم براین پاتر جدید نیز جریان چہ در زیر حکام از شورس مردم قوم چانڈیہ براین پاتر جدید نزول آتش عظیم گشت درسنہ واثاث البیت وکتب قاسمی ویوسفی ومسیح

الاولیائی وفرمان عالیشان بہ ایمائی عبارات کرامت نشان ہمگی سوختہ خاکتر شد۔

ودراصل حقوق زمینات مردم فراری وبقیہ باشندگان جدید پاتر بدست قوم چانڈیہ بہ غصب رفتہ وبعضی ملکیت در تصحیک دیگرافتاد۔ بدین شیون ناہنجار ہرتن درجان بیقرار چہ نہ درقرار حکام ونہ درقرار رعایا۔ چون عہد حضرت نعمان ثانی صاحب البیاض سیوستانی قدس سرہ پدید آمدہ وشعاع برکات ویمنات وی بعالم افتاد اہل پاتر ازاولاد مفتی محمود بن مفتی کبیر واقوام جونیجہ وغیرہ بہ یمن دامن آنجناب بہ لب نان رسیدہ وحقوق ضائع ازظلم حکام بدست وی درآمدہ چند مکتوبات براین حالت درانشا واحدی مخزن الکرامت موجود۔

آنچہ خصوصیت وعداوت ونقصان زمین زراعت درمین باشندگان جدید پاتر پدید آمدہ از حال دی درینجا نیاوردہ۔ چون خردمندان گفتہ

اگر گیتی سراسر باد گیرد　　چراغِ مقبلان ہرگز نمیرد

چراغ برکات ویمنات ازفیوضات الٰہی عزوجل دراسلاف خاندان آبائی کرام حضرت مسیح الاولیاء ودرنسل آل آنجناب چہ درسندھ وپنجاب وہندوگجرات ودیارکہن وعرب روشن است واز بادتند حوادثاتِ دوران سراج اولاد مسیح الاولیاء اہل سندھ پاتر وسیوستانی نمود وشعاع چراغ او بہ آخر فروغ بعینہ ہمان راہ صاحبدلان اہل پاتر جدید بہ فضل اللہ تعالیٰ عزاسمہ دررسانیدن فیض بہ مریدان طالبان جاری است بعینہ ہمان مراقبہ وہمان درگاہ وہمان مجموعہ از درگاہ فضل الٰہی نظام گرفت چہ بصلح وصلاح صالحی سجادہ گیر فضل الٰہی بدل طالبان ومحبان صلاحیت مؤثر ماند الحمدللہ علیٰ ذالک۔ ذالک فضل اللہ یؤتیہ من یشاء۔ آنچہ طالبان دور درحضور۔ وآنچہ مجاور درگاہ ازکشش شرارنفس دورکہ ازحضور ذالک فضل اللہ سیراب نہ شد۔ حسن زبصر بلال ازحبش سہیل ازشام۔ زخاک مکہ ابوجہل این چہ بوالعجی است۔

سبحان اللہ کہ زمین غریب پاتر دیرینہ دراصل ومعمور از آبائی کرام حضرت صاحب عین الاعیان الحاج مخدوم فضل اللہ الواسع قدس سرہما ازکتب ملک اغیار یافتہ می شود چون طبقہ اولیٰ

مردمان آنوقت وسواد پاتر گزشت طبقہ ثانی باب پاتر جدید کشاد واین پاتر از سبب سخاوت اولا دو دیرہ ابہورہ بہتی میمن نامی ودیرہ محبّ النبی بنام دی اشتہار یافتہ ودیرہ صاحب مہمان نواز نزد ہر صادر ووارد مردم مہمان خوان نعمت می نہاد۔

پاٹ کھڑی محبّ النبی میمن واری

این چنین شہرت پاتر بگوش خود شنیدہ اوزمان درآغاز معموری پاتر جدید بود۔

چون اعلم فیوضات وکرامت ذالک **فضل اللہ** الواسع در پاتر جدید نصب درمیدان اوگردیدہ پرتو شعاع آنحضر درقریب وبعید افتاد وبازگشت مریدان از جابجابہ سوئی فضل الٰہی شد پاتر جدید بمکان مشرف مشاہیر العصر گردیدہ الحمدللہ علی ذالک فضل اللہ الواسع رحمہ اللہ تعالیٰ عنہ۔ یعنی آن عین الایمان مخدوم حاجی فضل اللہ قلندری نقشبندی ابن مخدوم عبدالواسع سیوستانی قادری خلافت گزین ابن مخدوم محمد حسن قادری حضرت مخدوم نعمان ثانی صاحب البیاض سیوستانی قدس اسرارہم ابن مخدوم مفتی دین محمد سیوستانی ابن مخدوم مفتی الاسلام عبدالواحد کبیر پاتری ابن مولانا عبدالرحمٰن قاری ابن مولانا محمود ابن مخدوم عیسیٰ ثالث ابن مخدوم حضرت حسن قاری پاتری قدس اسرارہم ابن مولانا شہراللہ رمضان ابن حضرت مخدوم جند اللہ مسیح الاولیاء شیخ عیسیٰ ثانی سندھی پاتری برہانپوری قدس اللہ تعالیٰ سرہ الاقدس ابن شیخ قاسم پاتری برہانپوری ابن شیخ الاسلام یوسف سندھی پاتری ابن شیخ رکن الدین پاتری ابن شیخ معروف پاتری ابن شیخ شہاب الدین ثانی سہروردی ابن نورالدین قدس اسرارہم کہ در بالا آوردہ شد وآنانکہ اسماء ازین کتاب اہل گجرات دیدہ می شوند بطرز شجرا اینجا می نویسد۔

شیخ شہاب الدین صدیقی موصوف کہ در بالا گفتہ شد وبہ تشریح نوشتہ مطابق شجرہ حضرت مسیح الاولیاء شہاب الدین مذکور در شجرہ حضرت شیخ طاہر محدث عم مکرم مسیح الاولیاء درین کتاب اہل گجرات داخل صفحہ ۴۲۶ پسر ارشدش شیخ معروف پاتری مندرجہ کتاب ہٰذا۔ پسر مبارک او شیخ رکن الدین پاتر رابہ زیب وزینت قائم البنیاد آباد کرو۔

ص ۳۷۷ مذاق شیخ طیب ٹھٹھی در بازار با مسیح الاولیاء و حافظ سندھی برہانپوری نیز اسم مبارک شیخ عیسیٰ بن قاسم پاتری برہانپوری ست چہ در عین المعانی ظاہر است کہ ۹۹۸ تالیف کتاب از اسم ح اف ظ استخراج فرمودہ۔ مسیح القلوب الزمان و شیخ حبیب اللہ القاب آنحضرت

است و در بعضی اوراق مسیح العاشقین ہم وارد است بعد وفات پدر بزرگوار باز در وطن پاتر راجع۔ اکثر علماء سندھ آنجناب را از زاد بوم پاتر درین می نویسند۔ زیادہ معلوم نمی شود کہ در مصباح النجاۃ فی شرح مفتاح الصلوٰۃ بنام حضرت نوشتہ اند کہ شیخ عیسیٰ اصلاً پاتری آخر أبرہانپوری این اشارہ از زاد بومی آنحضرت است یا در وطن پدری کہ پاتر مشہور است در آنجا چند عمر عزیز گذرا نیدہ اند۔ صاحب مصباح النجاۃ اصلاً پاتری مرقوم کرد۔ اصل وطن با پنجم واسطہ وطن پاتر از آنجناب کما مرواز فرزندان ارجمندان آن مسیح العاشقین شیخ عبدالستار پاتری برہانپوری وسجادہ نشین متولی درگاہ مولانا رمضان شہر اللہ ازبطن مادر واحد در پاترایلاد یافتہ وفرزند سیومی حضرت باباشاہ فتح محمد صاحب مفتاح الصلوٰۃ در برہانپور تولد گردیدہ۔

## اولاد حضرت مسیح العاشقین (صفحہ ۵٦۰)

### (۱) حضرت مخدوم صاجزادہ عبدالستار قدس سرہ

اولاد حضرت پنج دستاری در ملک ہندو گجرات ودکھن صاحب دستار پنجم شاہ عطاعلی صاحب کہ درعقب او اولاد نیست، ہمشیرہ بی بی محسنہ بیگم بنت مراد اللہ شاہ بہ میان محمد انور صاحب در نکاح داد۔ لکھتے ہیں کتاب تحفۃ الاذکیاء فی بیان مسیح الاولیاء میں کہ حضرت عطاعلی صدیقی از دستار پنجبین بوجہ شرافت ونجابت ہم کفو ہونے کے مراد اللہ شاہ نے دختر اپنی نکاح میں دی ہے، محمد انور بن محمد رفیع بن محمد شفیع بن لشکر محمد آخر کو۔ یہی نسب حضرت صدیق اکبرؓ کے ساتھ متفق ہوتے ہیں اس بی بی محسنہ بیگم محمد منور کو فرزند محمد غفنفر تولد ہوئے۔ شاہ عطاعلی نے تولیت وسجادہ درگاہ بہ ہمشیر زادہ محمد غفنفر تمسک کردہ بخشیدہ و دستار خلافت برسروی نہاد ورسم عرائس مسیح الاولیاء بمع خاندانہ حضرت ایشان کہ در ہر سال جملہ ہزدہ عرائس بجامی آرند وتفصیل اسماء در تمسک مورخہ پنجم ماہ ذی حجہ ۱۲۲۹ھ بمہر عطا علی قادری مسیح الاولیائی قدس سرہ محمد غفنفر ممدوح دختر داشت او در نکاح بہ محمد معزالدین نواسہ خود سپردہ وتولیت درگاہ مسیح الاولیائی وسجادگی باوتفویض نمود بموجب تمسک مؤرخہ دریکم ماہ صفر المظفر ۱۲۷۰ھ بمہر محمد غفنفر ومحمد معزالدین ممدوح علیہ الرحمۃ بہ ہمشیرہ زادہ خود خرقہ خلافت وسجادہ نشینی روضہ منورہ و خانقاہ مطہرہ حضرت مسیح الاولیاء بجناب سید عزیز الدین صاحب ولد سید رحیم الدین برہانپوری عطا نمود (نقل من تحفۃ الاذکیاء مطبوعہ حیدرآباد دکن)

## (۲) مولانا شہراللہ عرف رمضان قدس سرہ

تفصیل او در شجرہ حضرت مخدوم حسن قاری مشہر و معروف در پاتر ابن رمضان ابن مسیح الاولیاء وہم در شجرہ مفتی الاسلام مخدوم عبدالواحد پاتری کہ بہ عند ملاقات علماء برہانپور بہ مخدوم صاحب نوشتہ تفویض نمودند نقل او بمہر مفتی الاسلام حضرت عارف باللہ علیہ الرحمۃ سیوستانی چہ شیخ رمضان در دیار ہند از فرزندان مسیح الاولیاء مشتہر کما روی مسیح الاولیاء حضرت غلام جیلانی سجادہ نشین اورنگ آبادی مخدوم عبدالواحد مفتی پاتر از اولاد مسیح الاولیاء مشاہر العصر کما فی الفرمان عالیشان سلطان اورنگ زیب علیہ الرحمۃ واولاد مفتی کبیر مذکور

سیوستان

مفتی مخدوم دین محمد

اولاد او حضرت نعمان ثانی مخدوم عبدالواحد صغیر سیوستانی قدس اللہ سرہ الاقدس صاحب البیاض

پاتر

مفتی محمود

اولاد او زمینداران قاضی پاتر جدید

خلاصہ ذکر در حال طاہرین کہ در بالا گفتہ ام کہ مختصر در اوراق آخرین نوشتہ ام او حال ہمیں است

لیس الخبر بغائب کالمعائنہ۔ شنیدہ کے بود مانند دیدہ

بالا آوردم کہ با حضرت طاہر محدث ابن یوسف سندھی گجراتی صاحب مصنف این کتاب اذکار الابرار یعنی گلزار ابرار واذکار ابرار ترجمہ اوست چنانچہ او حضرت حاضر ناظر بود و گواہی او از چشم دید اوست و مجمع البحار طاہری در علم دیگر و مجمع الجاد دیگر از تصنیف طاہر دیگر محدث نمی فرماید او تصنیف شیخ محمد ابن طاہر نہروالا گجراتی می نویسد

و جنگ بوہرہ اہل تشعیئہ نیز بہ اسم شیخ محمد ابن طاہر نہروالہ محدث منسوب غزوہ چہ نہ با طاہر ابن یوسف محدث و نہ با طاہر محدث نہروالہ احوال در صفحہ ۳۲۲ طاہر است

و این خبر صحیح از مصنف حاضر زمان طاہرین است

## (۳) باباشاہ فتح محمد قدس سرہ

از حضرت سرور عالم صلعم لقب باباشاہ یافت نقل از در الدارین اولاد او مشہور در ہند و گجرات ود کہن مختصر المشہور حضرت غلام جیلانی صاحب ابن شیخ رکن الدین سابق قلعہ دار دولت آباد و حضرت نواب مسیح الدین خان بہادر حیدرآباد دکہن از سبب مادر شریفہ سیدہ خلائق آن دیار حضرت ایشان را بہ لقب ''سید'' می خوانند در حقیقت صدیقی سہروردی مسیح الاولیائی مشاہیر العصر اند باقی تذکرہ در کتاب دیگر۔

**فافہم علی ذلک**۔ ناقلان متاخر لامحالہ از نقل یکدیگر بغیر شناس وبغیر وقوف صرف محاکات سماعی صحیح غیر صحیح در تصنیف خود داخل فرمودہ زیب و زینت تصنیف گزاشتہ اند۔ در حقیقت صحت سخن قابل اعتبار بہ گواہی چشما نقوی تر است در بعضی جا دیدہ کہ یک مشہور بہ نسب فاروقی وغیرہ است کہ در شجرہ سادات وبعضی سادات در نسب دیگر واغیار مخلوط مبدل کردہ اند واین صورت کمی وبیشی در حالات طاہرین نیست بل اکثر در ہر جا دیدہ شد۔ صاحب اخبار الاخیار در ذکر طاہر نہر والہ کہ حالش نوشتہ او ہم مطابق چشم دید معتبر نیست وآنچہ در کتاب سبحۃ المرجان فی آثار ہندستان در عبارت عربی است وو در حال طاہر نوشتہ است ہمگی بموجب ہمعصر و ہم اوطان صاحب گلزار ابرار مختلف است او بیان ہمگی در حال محمد بن طاہر نہر والہ است کہ بالا نوشتہ ام وو شجرہ شیخ طاہر محدث نہر والہ صاحب کتاب تذکرۃ الانساب تصنیف سید امام الدین گلشن آبادی محلہ درگاہ شریف شہر ناسک مطبوعہ نعل بہ نعل تا بہ حضرت صدیق اکبر می نویسد وسجادہ درگاہ پیران پٹن نہر والہ چادر نسب خود را فرستادہ نزد راقم واو شجرہ خود را بہ حضرت یار غار می رساند ودر مقابلہ ہر دو در رقم تفاوت بسیار نظر است واللہ اعلم۔

اہل عرب کہ در حق شیخ عبدالقادر ثانی مفتی مکہ مکرمہ فرمودہ ست **قد کان جدا بیک بل ضریحہ من اوحد العلماء والفضلاء اعنی محمد طاہر من منجی صدیق حقہ** بغیر مردا۔ معلوم نیست کہ بہ کلام طاہر ملحق است اگر چہ شیخ عبدالقادر مفتی مکہ از اولاد شیخ طاہر محدث نہر والہ است اما در نسب اولاد صدیق اکبری وشہابی السہر وردی طاہر ابن یوسف محدث مشتہر العصر بودی۔

البتہ پر انش شیخ عبداللہ وشیخ رحمۃ اللہ کہ زاد بود وی در پاتریا در سیوستان در اہل عرب بہ لقب شیخین بودند واین ہر دو برادر بودند نہ در قرابت عزیزی پدر شان بیشک عبداللہ طاہر بن یوسف پاتری کہ من مضافات سیوستان است انجا مشہور بودہ اکثر حوالہ اوشان در چند جائی درست دیدہ شد۔

# خلاصو

**سنڌي ترجمو:**

جيڪي نالا حضرت مسيح العاشقين جي ابن ڏاڏن ۽ اولاد جا هن ڪتاب ۾ داخل آهن، ان جي مختصر شرح بطور شجره فهرست سان گڏ واضح ڪئي وئي، تہ جيئن ٻنهي جي پاڻ ۾ قرابت سمجهہ ۾ اچي.

حضرت شيخ شهاب الدين صغير صديقي سهروردي سنڌي پاڻائي قدس سره، وار الاسلام ملتان جي حڪمرانن جي ارادت سان پاڻ پهتا ۽ اتي رهي پيا ۽ شهر کي رونق ڏنائون.سندس ابن ڏاڏن جو شجرو ۽ شيخ الشيوخ ابوحفص عمر شهاب الدين صديقي سهروردي قدس الله سره جو شجرو هڪ ٻئي سان متفق (ساڳيو) آهي. حضرت مسيح الاولياء پنهنجي آبائي شجري ۾ "عين المعاني" ڪتاب جي ديباچي ۾ ذڪر ڪندي شيخ شهاب الدين جي نسب کي صحيح قرار ڏنو آهي. جيئن تہ حضرت موصوف شيخ سهروردي ڪبير جي قريب ۽ بعيد اولاد ۾ جڳ مشهور بزرگ گذريا آهن ان ڪري ان کي صديقي سهروردي لکيو آهي. دهليءَ جي بادشاهن جي زماني ۾ پاڻ صوبہ ملتان سان وابستہ هو ۽ دادو سنڌ کان علاوه پاڻ وارن جا بجٽ بکر سرڪار ۽ پڻ سيوستان سرڪار طرفان ادا ڪيا ويندا هئا. شروع کان ئي مشائخ ۽ بزرگ پاڻ کي "قبة الاسلام" چون ٿا. چاڪاڻ تہ سن 972هہ ذاران بزرگن جي ڪتابن ۾انهيءَ نالي سان هڪ عظيم شهر جو تذڪرو ملي ٿو، جتي گهڻيون ديني درسگاهون ۽ مسجدون موجود آهن. پاڻ جي شهرت بحيثيت "سفينة الاولياء" جي هئي جنهن جي ڪري خاص ڪري شمالي علائقي جي اوليائن اڪابرن ان طرف لڏپلاڻ شروع ڪئي. درياءِ سنڌ جي ڪناري تي هئڻ سبب هي شهرن، باغن، ميويدار وڻن جو شهر سڏبو هو. دهليءَ جي بادشاهن پنهنجي فرمانن ذريعي راهداريءَ جو محصول حضرت مفتي الاسلام مخدوم عبدالواحد پاڻائي بن مولانا عبدالرحمان بن مولانا محمود کي ڏنو هو، انهن سرڪاري فرمانن ۾ لکيل آهي تہ ڏاڙهون وغيره اناج جيڪو پاڻ کان نئي ۽ نئي کان جيڪي ٻيون جنسون پاڻ اچن تيون ان تي چنگي معاف آهي.

هن خاندان جي اڪابرن کي هندستان جي حڪومت پاران مفتيءَ جي

منصب جي شرط سان انعام طور پرڳڻي پاٽ، پرڳڻي باغبان ۽ سيوستان ۾ انعام طور جاگيرون ملنديون رهيون آهن. پر بعض اوقات پاٽ جي زرعي زمينون بغير ڪنهن خاص شرط جي جناب مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ بن قاسم بن يوسف پاتري (پاٽائي) قدس اسراره جي اولاد جي ملڪيت رهنديون آيون آهن. مجموعي لحاظ سان شهر پاٽ مسلمان اميرن ۽ حاڪمن جو مرڪز رهيو آهي. سنڌ جي حاڪم مرزا شاهه حسن سنڌ جي ٻين شهرن جي پيٽ ۾ پاٽ جي آباديءَ کي وڌ کان وڌ وڌايو ۽ ويجهايو. سندس پٽ مرزا شاهه بيگ جو گاديءَ جو هنڌ نصرپور پر خود مرزا شاهه حسن جو پنهنجو گاديءَ جو هنڌ شهر پاٽ هو، ڇاڪاڻ ته پنهنجي ڏيءُ جو سڱ پاٽ ۾ مرزا ڪامران کي ڏنو هئائين. مرزا همايون شاهه ٻاري ٻيو پنهنجو سرڪاري خطبو پاٽ ۾ پڙهندو هو ۽ اتان جي عالمن فاضلن کان دعاءِ خير جو طالب رهندو هو. مغل لشڪرن کي اناج جي رسد پاٽ پرڳڻي جي ڳوٺن جي زمينن مان ٿيندي هئي، تاريخ معصومي ۽ آئيني اڪبريءَ ۾ ان جو گهڻو ذڪر آهي. پڇڻ وقت مرزا ڪامران پاٽ ۾ پناهه ورتي هئي.

پر هينئر پراڻي پاٽ جي حالت اها آهي ته ان سرزمين تي آباد گهر ڪندرات جي نشانن ڪانسواءِ ڪجهه نظر نٿو اچي سواءِ ٻن مسجدن جي، جن مان هڪ "مسجد مسيح الاولياء" آهي. جيڪا سندس پوٽي حضرت مخدوم حسن قاري قدس سره جي نالي هئي، جيڪو سنڌ جي مشهور معروف بزرگن مان هو. ٻيو مخدوم اسماعيل اولياء پنهور قدس سره جو قبو آهي. ٻي ڪا شيءِ باقي نه بچي آهي. سنڌ جي شهرن خصوصاً پاٽ تي ڏکي زماني کان مغل بادشاهن جي لشڪرن ۽ قلاتي قبيلي جي ڪاهن ۽ حملن سبب مصيبتون نازل ٿينديون رهيون آهن، تان جو پاٽ مڪمل ويران ٿي ويو.

پاٽ جا عام خاص رهاڪو ٽنل ٻيڙيءَ جي تختن تي سوارن وانگر هيڏانهن هوڏانهن امن جي تلاش ۾ پکڙي ويا. سهڻي اتفاق جي ڳالهه آهي جو انهيءَ رنج ۽ غم ۽ مصيبت جي فضا مان وڏيرو فيض محمد ۽ وڏيرو رياض محمد نالي ٻه زميندار ڏاڍا مشهور ٿيا. جيڪي ميمڻ برادريءَ جي وڏيري اپوري جي اولاد مان آهن اهي غلام علي نوطقاني جي ويجهو "حابذڪ" نالي

شهر ۾ وڏي ملازمت جي منصب تي هئا. اتان الله تعاليٰ جي توفيق سان پاٽ وڏي جي ويران وٽن تي بهار جي خوشبو جا جهوتا لڳڻ لڳا. پرپاسي ۾ رهندڙ ڪن زميندارن ۽ جوٽيجن ۽ انصارين جي زميندارن کان سواءِ مفتي محمود بن مخدوم مفتي عبدالواحد پاٽائي جي اولاد جي سهڪار سان مفتيءِ ڪبير جي باغ جي سرزمين تي سن (؟) ۾ پاٽ نئون اڏيو، جيڪو الله جي فضل سان ترقي ڪرڻ لڳو، جتي ڪلهوڙن جي دور حڪومت ۾ اسلامي احڪام ۽ قانون جاري ڪرڻ لاءِ صديقي خاندان جي استحقاق مطابق ڪين مفتي ۽ قاضيءَ جو منصب عطا ڪيو ويو. اهو آرڊر حاڪم ميان سرفراز خان لکيو هو.

دستور مطابق انهيءَ نئين پاٽ تي بي سبب مصيبتون ۽ جنگيون مسلط ٿينديون رهيون. چاڪاڻ تہ چانديي قبيلي ان تي حملا شروع ڪيا. گهريلو سامان اسباب سان گڏوگڏ قاسمي، يوسفي ۽ مسيح الاوليائي ڪتب خانن کي بہ ساڙي رک ڪري ڇڏيائون.

دراصل فراري قبيلي ۽ نئين پاٽ جي ٻين رهاڪن جي زمينن تي چاندين قبضا ڪيا. ان کان سواءِ انهن ٻيون ملڪيتون بہ ڦٻايون هيون، جنهن جي ڪري هر شخص حڪمران هجي يا رعيت مان، بيزار ۽ بيقرار هو. حالانڪ حضرت نعمان ثاني صاحب بياض واحدي سيوستاني قدس سره جي زماني ۾ برڪتن ۽ فيوض جون شعاعون هر هنڌ چانيل هيون. ڪجھ زماني تائين پاٽ ۾ رهندڙ مفتي محمود بن مفتي ڪبير (عبدالواحد صديقي) جو اولاد، جوٽيجا ۽ ٻيون قومون سُک ۽ آرام سان زندگي گذاريندا هئا. مخدوم صاحب جي دامن ۾ ماٺهن کي حڪمرانن جي ظلم کان امن امان نصيب هو، جيئن"انشاء واحدي" ۽ "مخزن الڪرامت" جي خطن مان معلوم ٿئي ٿو.

بهرحال زمينن ۽ ملڪيتن جي جهيڙن جهڳڙن سبب نئين پاٽ تي جيڪا بربادي نازل ٿي، ان جو ذڪر هتي ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي. عقلمندن چيوآهي تہ (شعر)

جيڪڏهن هر هنڌ طوفاني هوا هلي تڏهن بہ الله جي مقبول ٻانهن جوٻاريل ڏيئو نہ وسائبوآهي.

مسيح الاولياء جي خاندان جي بزرگن جي برڪتن ۽ فيوضات الهي جا

چراغ سنڌ کان علاوه پنجاب، هندوستان، گجرات، حيدرآباد دکن، عرب ملڪن ۾ بہ روشن رهيا آهن. پاٽ شهر جي بربادي‌ءَ کان پوءِ هن شهر جا مشائخ مختلف هنڌن ڏانهن منتقل ٿي ويا ۽ ماڻهن کي پنهنجي فيض ۽ هدايت جي نور کان فيضياب ڪندا رهيا. اهڙا ئي مراقبا، اهڙي ئي درگاهہ ۽ وظائف جو اهڙو ئي مجموعو "درگاهہ فضل الـهي" تي بہ جاري آهي، جيڪا سجاده نشين فضل الاهي جي زير نگراني طالبن ۽ محبن جي اصلاح، صلاح ۽ هدايت لاءِ موٴثر خدمت انجام ڏئي رهي آهي. الحمد الله عليٰ ذلک فضل الله يوٴتيه من يشاءُ ڪنهن شاعر ڪهڙا نہ چڱا بيت چيا آهن: (ترجمو) جيڪي طالب دور آهن پر دل حضوري رکن ٿا انهن کي فيض حاصل ٿئي ٿو، پر درگاهہ جو مجاور نفس جي شرارتن سبب ويجهو هئڻ جي باوجود هدايت کان دور آهي. اهو الله جو فضل آهي ان وقت تائين ڪو ان مان فيضياب نٿو ٿي سگهي، جيستائين الله نہ گهري. ڪيڏي نہ عجب جهڙي ڳالهہ آهي تہ حضرت حسن بصري، بصري مان، بلال حبشي حبش مان، سهيل شام مان دربار نبوت ۾ اچي فيضياب ٿين ٿا پر مڪي جي سرزمين مان ابوجهلَ پيدا ٿين ٿا!

سبحان الله پاٽ شهر جي غريب سرزمين صاحب عين الاعيان الحاج مخدوم فضل الله قدس الله اسرار هما جي فيض ۽ هدايت کان فيضياب ٿيندي رهي آهي. جيئن ڏارين ملڪن جي ڪتابن مان بہ معلوم ٿئي ٿو. الغرض جڏهن مشائخ ڪرام جو پهريون طبقو گذاري ويو تہ پوءِ ٻين بزرگن نئون پاٽ اڏيو.[1] جتي وڏيري محب النبي گهڻو نالو ڪديو، جيڪو وڏيرو اپورو پٽي ميمڻ جي اولاد مان هو ۽ سخاوت ۽ مهمان نوازي‌ءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. هر شخص سندس سخاوت ۽ نعمت جي دسترخوان تان فائدو ۽ فيض وٺندو هو تان جو هر هنڌ اهو چوڻ هو تہ

پاٽ ڪهڙي؟ محب النبي ميمڻ واري

پاٽ جي اها شهرت مون پنهنجي ڪنن سان ٻڌي ۽ اهو پاٽ جديد جي

---

[1] پراڻي پاٽ يا نئين پاٽ ڪي الڳ الڳ دور دراز مفاصلن تي شهر نہ آهن. بلڪ پاٽ پراڻي درياه جي ڪپ تي هئي. جيڪا ڪن سبب ڪري بعد جي زماني ۾ زرخيز زمين ۾ ڦهلجڻ لڳي ۽ نئين پاٽ جي نالي سان مشهور ٿي ۽ قديم پاڙو ويران ٿيندو ويو.

ترقيءَ جو شروعاتي دور هو. جيئن تہ فيض، ڪرامت، علم الله جي ڏاٽ آهي جنهن جي ڀالوٽ الله تعاليٰ نئين پاٽ وارن تي بہ ڪئي هئي ۽ جنهن جون شعاعون ويجهو ۽ پري هر هنڌ پکڙجي ويون. ان جي نتيجي ۾ جتان ڪٿان مريد ۽ محب پاٽ جديد ڏانهن ڇڪجي اچڻ لڳا، جتي عين الاعيان مخدوم حاجي فضل الله قلندري نقشبندي ابن مخدوم عبدالواسع سيوستاني قادري جي خلافت آهي، جنهن جو شجره نسب هن طرح آهي: ابن مخدوم محمد حسن قادري برادر حضرت نعمان ثاني صاحب البياض سيوستاني قدس اسرارهم، ابن مخدوم مفتي دين محمد سيوستاني، ابن مخدوم الاسلام عبدالواحد ڪبير پاٽائي، ابن مولانا عبدالرحمان قاري، ابن مولانا محمود، ابن مخدوم عيسيٰ ثالث، ابن مخدوم حضرت حسن قاري پاٽائي قدس اسرارهم، ابن مولانا شهر الله رمضان ابن شيخ عيسيٰ جندالله برهانپوري قدس الله تعاليٰ سره الاقدس، ابن شيخ قاسم پاٽائي برهانپوري، ابن شيخ الاسلام يوسف سنڌي پاٽائي، ابن شيخ رڪن الدين پاٽائي، ابن شيخ معروف پاٽائي، ابن شيخ شهاب الدين ثاني صديقي سهروردي، ابن نور الدين قدس اسرارهم. گجرات وارن جي ڪتاب ۾ ان ڏس ۾ جيڪي نالا نظر آيا آهن انهن کي شجره طور لکيو ويو آهي.

شيخ شهاب الدين صديقي جنهن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو،اهو حضرت مسيح الاولياء شهاب الدين جي شجري جي تشريح مطابق حضرت شيخ طاهر محدث جي شجري ۾ شامل آهي ۽ شيخ طاهر حضرت مسيح الاولياء جو چاچو آهي، جنهن شيخ شهاب الدين سهروردي ثاني جي باري ۾ گجرات وارن جي ڪتاب صفحي 426 ۾ ڇاڻايو ويو آهي تہ سندس نيڪ سيرت پٽ شيخ معروف پاٽائي آهي ۽ ان جو پٽ مبارڪ شيخ رڪن الدين آهي، جنهن پاٽ آباد ڪيو.

اولاد جناب شيخ رڪن الدين
شيخ الاسلام محمد يوسف جمال جلال الله سنڌي پاٽائي صفحہ 397
پاڻ سنڌ ۾ حضرت مخدوم نوح هالڪنڊي قدس سره جو همدرس ۽ هم ڪلاس آهي. مخدوم صاحب جي ڏاڏي سان قرابت جو هيو احوال هٺي هنڌ ڏنل آهي.
مخدوم عيسيٰ ڪبير علامہ پاٽائي صفحہ 509
مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ جندالله‌قدس سره جو سندس باري ۾ قول آهي تہ شيخ عيسيٰ هنهي جهانن جي فضيلتن ۽ ڪمالن جو مجموعو آهي. قرآن جو حافظ هجڻ سان گڏوگڏ سخاوت ۽ مروت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي.
مولانا شيخ قاسم پاٽائي برهانپوري
محي الدين شيخ طاهر محدث سنڌي پاٽائي گجراتي هندي
مخدوم شيخ طيب پاٽائي
مخدوم عباس محدث پاٽائي
حضرت محمد معروف صغير پاتري پاٽائي ثم سيت پور
حضرت عثمان پاٽائي ثم سيت پور
حضرت جندالله شيخ عيسيٰ مسيح الاولياء سنڌي برهانپوري
ص 426 - 315 (377) 358 - 397 - 374- 400 - 425 - 465 - 446 حضرت طاهر محدث سنڌي پاٽائي، هندي، گجراتي برهانپوري
يوسف سنڌي جو جيڪو ذڪر هن ڪتاب مان معلوم ٿئي ٿو. ان ۾ ڪتاب جي مصنف جي چشم ديد گواهي آهي جيڪا ص 425 جي حوالي سان مٿي لکي اٿم. ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ هن وقت تائين قلندر اسحاق سنڌي جو جيڪو تذڪرو هلي رهيو آهي اهو بہ طاهري فيوض جي منصب تي فائز آهي. انهيءَ ڪتاب جي مصنف پڻ هنهي حضرات کان فيض حاصل ڪيو آهي. بعد ۾ ان واقعي کي نقل ڪندڙ حضرات حضرت طاهر محدث سنڌي جي سڃاڻ ڪري نہ سگهيا. ڇاڪاڻ تہ طاهر ابن يوسف عم مسيح الاولياءُ هيو آهي ۽ هي محمد بن طاهر هيو آهي جيڪو "طاهر نهروالا" جي نالي سان مشهور آهي.

صفحو 377 تي مذاق شيخ طيب نٽئي ۾ "مسيح الاولياء" و "حافظ سنڌي برهانپوري" جي مشهور آهي، ان جو نالو مبارڪ شيخ عيسيٰ بن قاسم پاٽائي برهانپوري آهي. ڇاڪاڻ تہ "عين المعاني" ۾ ڇاٽايل آهي تہ ڪتاب جي تاليف جو سن 998هہ آهي جنهن مان ح ا ف ظ جو نالو ڪڍيو اٿس. سندس لقب "مسيح القلوب" - "مسيح الزمان" - "شيخ حبيب الله" آهن، ڪن ڪتابن ۾ "مسيح العاشقين" بہ لکيل آهي. پنهنجي والد ماجد جي وفات ڪان بعد وطن پاٽ موٽيو. سنڌ جا اڪثر علماءِ پاٽ پراٽي سان سندس تعلق ڏيکارين ٿا. وڌيڪ معلوم نٿو ٿئي. حضرت صاحب جي نالي لکيل ڪتاب "مصباح النجاة شرح مفتاح الصلواة" ۾ آهي تہ شيخ عيسيٰ اصل پاٽائي ۽ پوءِ برهانپوري آهي. ان ۾ سندس وطن جي باري ۾ اشارو موجود آهي. يا هي مطلب آهي تہ سندس وڏن جو وطن پاٽ آهي جتي پنهنجي عمر عزيز جو ڪجهہ حصو گذاريو اٿن. "مفتاح النجاة" جي مصنف ڪيس پاٽائي لکيو آهي. پاٽ ۾ سندس پنجين پيڙهہ آهي جيئن مٿي بيان ٿيو. سندن فرزندن ارجمندن مان مسيح العاشقين شيخ عبدالستار پاٽائي برهانپوري سجاده نشين متولي درگاهہ مولانا رمضان شهر الله هڪ ماءُ جا پٽ آهن، جيڪي پاٽ ۾ ڇاوا. سندن ٽيون فرزند حضرت بابا شاهہ فتح محمد مفتاح الصلواة جو مصنف برهانپور ۾ پيدا ٿيو.

اولاد حضرت مسيح العاشقين (ص 560)

| مخدوم صاحبزاده عبدالستار رح | مولانا شهر الله عرف رمضان رح | بابا شاهہ فتح محمد رح |
|---|---|---|
| حضرت پنج دستاري جي هندوستان، گجرات، حيدرآباد دکن مان اولاد "صاحب دستار پنجم شاه عطا علي" آهي. جنهن جو ڪو اولاد نہ آهي. پنهنجي پيڻ بيبي محسنہ بيگم بنت مراد | سندن تفصيل حضرت مخدوم حسن قاري جي شجري ۾ آهي، جيڪو پاٽ ۾ "ابن رمضان ابن مسيح الاولياء" جي نالي سان مشهور آهي. پڻ مفتي الاسلام مخدوم عبدالواحد پاٽائي جي | حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم جي طرفان ڪيس "بابا شاهہ" جو لقب مليو. جيئن "درالدارين" نالي ڪتاب ۾ نقل آهي. سندس اولاد هندوستان، گجرات، ۽ دکن ۾ مشهور آهي. |

| الله شاهہ ميان محمد انور جي نڪاح ۾ ڏني. "حفة الله الاذڪياء في بيان مسيح الاولياء" ۾ آهي تہ حضرت عطاء علي | شجري ۾ بہ سندس تفصيل آهي، اهو شجرو ملاقات وقت برهانپوري عالمن لکي ڪين ڏنو ۽ ان تي | حضرت غلام جيلاني صاحب، ابن شيخ رڪن الدين اڳوڻو قلعدار دولت آباد ۽ حضرت نواب مسيح الدين خان بهادر حيدرآباد |
| --- | --- | --- |
| صديقي پنجين دستار جي صاحب مراد الله شاهہ جي ڌيءُ جو سڱ شرافت ۽ نسب ۾ هم ڪفو هئڻ سبب محمد انور بن محمد رفيع بن محمد شفيع بن لشڪر محمدآخريءَ کي ڏنو. ان نسب جي واسطي سان ٻئي حضرات ابوبڪر صديق رضي الله عنہ سان ملن ٿا. بيبي محسنہ بيگم محمد منور کي محمد غضنفر علي سجاده نشينيءَ جو منصب پنهنجي پيءُ جي پٽ محمد غضنفر کي بخشيو ۽ خلافت جي | مفتي الاسلام حضرت عارف بالله عليہ الرحمة سيوستاني جي مهر لڳل آهي، شيخ رمضان هندستاني سرزمين ۾ حضرت مسيح الاولياءَ جي اولاد ۾ مشهور آهي، جيئن حضرت غلام جيلاني سجاده نشين اورنگ آبادي روايت ڪئي آهي. مخدوم عبدالواحد پاٽائي مسيح الاولياء جي اولاد مان جڳ مشهور فقيہ آهي جيئن سلطان اورنگزيب عالمگير عليہ الرحمة جي فرمانن مان معلوم ٿئي ٿو ۽ سندس اولاد مٿي بيان ڪيل مفتي ڪبير آهي. | دکن ماءُ جي طرفان سندس ياءُ آهن. جنهن جي ڪري سندس ماءُ کي ان علائقي ۾ "سيدياڻي" سڏين ٿا، اهي حقيقت ۾ صديقي، سهروردي، مسيح الاوليائي زماني جا بزرگ آهن. وڌيڪ ذڪر ٻئي ڪتاب ۾ ايندو. |

| | | |
|---|---|---|
| دستار سندس متي تي رکيائين. هر سال مسيح الاولياءُ جا ارڙنهن عرس ٿيندا هئا. مؤرخه پنج ذوالحج سن 1229هه تي انهن جي تفصيل ۾ نالا لکي، ان تي مهر هڻي، پنهنجي پيڻ جي ٻئي پٽ (يعني متي ڄاڻايل محمد غضنفر جي ننڍي ڀاءُ نالي) محمد معز الدين جي نڪاح جي موقع تي عطا ڪيائين. ٻهرين صفر سن 1270هه تي محمد غضنفر محمد معز الدين ممدوح عليه الرحمة خلافت ۽ سجادگي پنهنجي پيڻ جي پٽ نالي سيد عزيز الدين ولد سيد رحيم الدين برهانپوريءَ ڏانهن منتقل ڪئي. (تحفة الاذکياء مطبوعه حيدرآباد دکن) | سيوستان<br>مفتي مخدوم دين محمد ان جو اولاد حضرت نعمان ثاني مخدوم عبدالواحد صغير سيوستاني قدس سره الله بياض واحديءَ جو مصنف آهي.<br>پاٽ<br>مفتي محمود ان جو اولاد پاٽ جديد جا زميندار آهن.<br>طاهرين جو جيڪو اڳ ۾ ۽ آخر ۾ ٻـ ڪجهه ذڪر ايندو، ان جو مختصر احوال اهو آهي. غائب شيءِ جي باري ۾ ڄاڻڻ ان شخص جي ڄاڻ وانگر ٿي نٿي سگهي جيڪو پنهنجين اکين سان ڏسي. | |

|  |  |  |
|---|---|---|
|  | متي بيان ڪري آيو آهيان تہ حضرت طاهر محدث ابن يوسف سنڌي گجراتي جيڪو "اذڪار الابرار" جي مصنف جي وقت حيات ۾ موجوده هو انهيءَ ڪري سندس شاهدي چشم ديد آهي. واضح هجي تہ اصل ڪتاب "گلزار ابرار" آهي، "اذڪار ابرار ان جو ترجمو آهي پڻ ڄاڻڻ گهرجي تہ ڪتاب مجمع البحار طاهري" ٻئي موضوع تي آهي ۽ "مجمع البحار" ٻئي موضوع تي آهي. اهو ڪتاب شيخ محمد ابن طاهر نهروالا گجراتيءَ جو لکيل آهي. اهو بہ ڄاڻڻ گهرجي تہ "جنگ بوهره" وقت شيعن جو هڪ اڳواڻ شيخ محمد ابن طاهر نهروالہ" نروار ٿيو. جنهن جو متي بيان ڪيل ٻنهي طاهرن سان ڪو واسطو نہ آهي. اها |  |

| | | |
|---|---|---|
| . | تفصيل كتاب جي ص 323 تي بيان ٿيل آهي ۽ اها خبر مصنف طرفان جيڪو ان زماني ۾ موجود هو درست قرار ڏنو آهي. | |

ٻين معاملن ڪي بہ ان تي قياس ڪريو بعد ۾ ايندڙ واقعات نقل ڪندڙ صحيح معلومات ۽ صحيح ۽ غلط ۾ فرق ڪرڻ کان سواءِ ڪتاب ڀريندا ويا حالانڪ ڪنهن ڳالهہ جي صحيح هئڻ لاءِ ضروري آهي تہ ان جي باري ۾ چشم ديد گواهي موجود هجي ڪن هنڌن تي ڏنو ويو آهي تہ فاروقي النسب مشهور آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪن ماڻهن سادات جي شجري ۾ تبديليون آنديون آهن. صرف طاهري خاندان جي باري ۾ ئي اها حالت نہ آهي بلڪ اڪثر هر هنڌ اهو حال آهي. "اخبار الاخيار" جي مصنف جو "طاهرنهروالا" جي باري ۾ بيان، جنهن جو بيان مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون، پڻ چشم ديد ۽ ويساهہ جوڳو نہ آهي. "سبحة المرجان في آثار هتدستان" ۾ ان ڏس ۾ جيڪا عربي عبارت آهي ۽ طاهر جو جيڪو حال لکيو ويو آهي، اهو بہ ويساهہ جوڳو ۽ چشم ديد بيان نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ مٿيون مصنف بہ گلزارِابرار جي مصنف جو هم وطن آهي. ان جو بيان بہ محمد بن طاهر نهرواله جي باري ۾ آهي، جنهن ڏانهن مٿي اشارو ڪري آيا آهيون. ڪتاب "تذڪرة الانساب" مصنف سيد امام الدين گلشن آبادي محله درگاه شريف شهر ناسڪ مطبوعہ "نقل بہ نقل تابہ صديق اڪبر" شيخ طاهر محمد نهرواله جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ درگاه پير پٽن نهرواله جا سجاده نشين پنهنجو نسب حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه سان ملائن ٿا. حالانڪ ٻنهي شجرن ۾ وڏو فرق آهي، والله اعلم بالصواب

عرب جا علماء نسب شيخ عبدالقادر ثاني مفتي مڪہ مڪرمہ جي باري ۾ لکن ٿا تہ سندن جد امجد محمد طاهر آهي جنهن جو نسب صحيح نموني صديق اڪبر سان ملي ٿو. معلوم نہ آهي تہ سندس بيان ڪهڙي طاهر سان واسطو رکي ٿو. جيتوڻيڪ شيخ عبدالقادر مفتي مڪہ شيخ طاهر محدث نهرواله جي اولاد آهي، پر حضرت صديق

اڪبر رضي الله عنه جي شهابي سهروردي اولاد جي نسب ۾ طاهر ابن يوسف محدث مشهور آهي. البته شيخ عبدالله ۽ شيخ رحمة الله جنهن جو وطن پاٽ يا سيوستان هو عربن ۾ انهن جو لقب "شيخين" مشهور هو. اهي ٻئي پاڻ ۾ ڀاءُ هئا. سندن پيءُ جو نالو عبدالله طاهر بن يوسف پاٽائي هو جيڪو پوءِ سيوستان جي مضافات ۾ رهندو هو اتي مشهور هو. ان جو اڪثر احوال ڪن هنڌن تي درست ڏنو ويو آهي.

## گلزار ابرار جو سنڌي ترجمو:

گلزار ابرار جو سنڌي ترجمو سائين ميان مولانا عبدالجبار صديقي صاحب جن ڪيو. دقيق اردو ٻوليءَ جا اهي لفظ جيڪي خود اردو ڳالهائيندڙ جي استعمال ۾ بہ هاڻي نہ رهيا آهن يقينن هڪ مشڪل جو سبب بڻيل هئا. جنهن ڪي بفضل تعالیٰ مترجم سهڻي نموني نڀائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مترجم مخدوم ميان علي گوهر صديقي پاٽائي جا فرزند آهن. ڪين مخدوميءَ ۽ خليفي ارشد هجڻ جو خرقو مصطفائي سلسلي جي باني حضرت پير ايراني سيد صبغت الله شاه رحمة عليه کان مليل آهي، جنهن جي اشاري تي ئي پاڻ پنهنجو ڳوٺ پاٽ ڇڏي ڪافي عرصو مصطفائي تحريڪ لاءِ سرگرم رهيا. پير صاحب ايراني جي فيض صحبت ۾ رهڻ جي دوران ٻنهين جهانن جي سردار حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن جي خواب ۾ مليل اشاري تي جهرڪ سائيڊ جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ درگاهہ مصطفائيہ جي زير اهتمام مسجد، مدرسي ۽ ڪتب خاني ڪي هلائڻ سان گڏ تصنيف ۽ تاليف جو ڪم جاري رکيو اچن. سندن ڪتابن ۾:

(1) قصيده برده جو سنڌي نثر ۾ ترجمو

(2) الله ماسوئ الله ۽ انسان

(3) ڪتاب الحڪم جو سنڌي ترجمو

(4) مينائي مصطفائي، جو سنڌي ترجمو

(5) تشبيهات روميءَ جو سنڌي ترجمو

۽ موجوده گلزار ابرار جو سنڌي ترجمو ڪري پاڻ پنهنجي اسلاف جي تبليغ جي روايت ڪي قائم رکيو اٿن.

سليم الله

پاٽ هائوس حيدرآباد

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

وَاِنۡ مِّنۡ شَيۡءٍ اِلَّا يُسَبِّحُ بِحَمۡدِهٖ جي تسبيح خاني ۾ سڀ ڪائنات ۽ موجودات جا فرد علم جي پردي (عدم) کان عين بزم (وجود) ۾ اچي ڪي قال ۽ ڪي حال جي زبان سان تسبيح ڪري رهيا آهن ته جيئن هر هڪ فرد جنهن حرف کي سڀ کان وڏيڪ وڏي مرتبي وارو سمجهي ان کي پنهنجي لاءِ تجويز ڪندي الله تبارڪ و تعاليٰ جي بندگي ۽ شڪر گذاريءَ جي لائق قرار ڏئي. جيتوڻيڪ اهڙن حرفن سان ڪائنات جي خالق جي تعريف جو ڪمال ته ظاهر ڪونه ٿو ٿئي ۽ نه وري لَآ اُحۡصِيۡ ثَنَآءَ عَلَيۡكَ جي آواز کان سواءِ ڪا ڳالهه ٻڌڻ ۾ اچي ٿي. ان جي باوجود جنهن به اڪر جي آواز ۾ درستي هوندي آهي قبوليت جو درجو حاصل ڪندو آهي. ۽ ان ڪي وحدت جي صاف ۽ عاليشان سحل ۾ انهي نوازش جو شرف حاصل ٿيندو آهي ۽ جيڪو قول سچائي ۽ صفائي جي نغمي کان خالي هوندو آهي اُهو انهيءَ هيناهينءَ جي حالت ۾ رهجي ويندو آهي ۽ ان کي رحماني سرود خاني ۾ طريقت جي قانون تي جاءِ نه ملندي آهي.

جهڙيءَ طرح حمد جي تسبيح خاني ۾ تسبيح ۽ تقديس جو دور جاري آهي. ساڳي طرح اِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوۡنَ عَلَي النَّبِيِّ جي خانقاه ۾ سيني فرمانبرداريءَ سان سر جهڪايا آهن. ڪي الفاظن جي ذريعي ۽ ڪي معنيٰ سان درود شريف جي پڙهڻ ۾ مشغول آهن ته جيئن هر هڪ انهيءَ درود شريف پڙهڻ واري پڙدي ۾ پنهنجي دعا ۽ ستائش جو اظهار ڪري. درود جي دونت شريعت ۽ طريقت جي باني پيغمبر عليه السلام جي آڱر مبارڪ جي منڊي يا ڇلو ڪري مڃجي. چاهي منڊي هجي يا ڇلو ڪوبه اهڙي قابليت نه ٿو رکي ته نبي ڪريم صلعم جن جي آڱر مبارڪ يا هٿ لاءِ موزون هجي. پر جيڪو اخلاص جي منڊي ڪٽي ايندو اُهو ضرور قبوليت جي آڱر ۾ جڳهه حاصل ڪندو ۽ جنهن ڇلي ۾ خود غرضيءَ ۽ ميراڻ هوندي آهي اُهو اڇلائي ڇڏيو ويندو آهي ۽ پوءِ لوه جي ڪڙن وانگر نامقبول دروازن تي لٽڪايو ويندو آهي.

ساڳي طرح اِنَّ فِي خَلقِ السَّمٰوٰتِ وَالارَضِ وَ اخْتِلَافِ الَّيْلِ وَ النَّهَارِ
جي هنگامي ۾ هر نوع ۽ هر قسم جا ظاهري ۽ باطني جوهر ۽ مظاهرا الله
تعاليٰ جي نالن جي ڪمالات ۽ حڪم سان وجود ۾ آيا آهن. جن سان ڪن
هدايت جو طريقو اختيار ڪيو آهي ۽ ڪي گمراهيءَ جي ڪڏ ۾ اونڌا ٿي ڪري
پيا آهن. مگر ترڪيب جي بنياد تي يا ڪشادگي جي بنياد تي سيني اصل
هستيءَ جي دورنگي قبا ڪي الٽو بدن تي پائي ڇڏيو آهي ته جيئن هر هڪ فرد
الڳ الڳ مظهر جي پيروي ۽ پرستش اختيار ڪري عنصري ۽ فلڪي نمائش
گاه جو اصل مقصد سمجهي ۽ علمي ۽ نظر ايندڙ حقيقتن جو مقصد معلوم
ڪري ۽ ڪائنات جي نظام ڪي ان جي قدرتي رفتار موجب قائم رکي. ان جي
باوجود جو نفس الامري جي حقيقت ۽ اصل ڪيفيت لڪل ئي رهي ٿي ليڪن
جنهن خذمت جو سبب خدا طلبي هوندو آهي انهيءَ خذمت ڪي سرانجام ڏيڻ
وارو آخرڪار انهيءَ خدائي اسم تائين پهچي ويندو آهي. جنهن اسم جي صفت
جي ذريعي وجود متعلق اُن فرمانبردار جي حقيقت ۾ قيد ٿيو آهي. ۽ پوءِ هو
اِنَّ لِلّٰهِ جَنَّتً (بيشڪ جنت الله جي ئي آهي) جي وسيع ۽ پُر فضا آباديءَ ۾
خوش باش ڦرندو وتندو آهي. ۽ جنهن بندگيءَ جو سبب دنياوي نالو ۽ نمائش
هوندو آهي. انجي ڪرڻ واري ڪي سڄاڳيءَ جي حالت ۾ هن جي خواهشن جي
شڪلين ۾ ڪجھ خواب نظر ايندا آهن ۽ هو پنهنجي تنگ نظريءَ جي ڪري
جلدي فائدي تي راضي ٿي مَالَهُ فِي الاٰخِرَةِ مِنْ خَلَاقٍ (اهو آخرت ۾ بي
نصيب آهي) جي ريگستان ۾ سرگردان ۽ پريشان رهجي ٿو وڃي.

اَيُّهَا الْعَاشِقُوْنَ (اي عاشقو) الاهي صفتن جي باهمي رنگا رنگ،
صلح ۽ جنگ جو رنگين قصو هڪ عظيم الشان داستان آهي ۽ الله تبارڪ و
تعاليٰ جي مبارڪ نالن جون شاخون ۽ ڏاليون ۽ انهن جو گڏجڻ هڪ عجيب باغ
آهي. ڪائنات جي خالق جا شان ۽ قابليتون هڪ تمام وڏو معرڪو آهي ۽ خدا
جي تجلين کان دل کي صحيح ۽ سالم بچائي وڃڻ هڪ هميشه رهڻ وارو
بهشت آهي شيءَ گفتگو عجيب، دل کي ڇڪيندڙ گفتگو آهي. هن جو مختصر
بيان هن طرح آهي. يعني باطن جو انديشو ته ڪُنْتُ ڪَنْزًا (سان هڪ لڪل
خزانو آهيان) جي بَي بَها جواهرن کي ظاهر جو هٿ به نه لڳي ۽ ظاهر جو هي
فڪر ته اِنْ مِّنْ شَيْءٍ اِلَّا عِنْدَنَا خَزَآئِنُهٗ (۽ جيڪي شيون آهن اسان وٽ سيني

جا خزانا پريا پيا آهن) جا نفيس خزانہ باطن جي تهخاني ۾ لڪل نہ رهن. ۽ اهڙيءَ طرح القابض ۽ الباسط. الاول ۽ الآخر هي سڀ ۽ بيا اسماءُ الحسنىٰ جيڪي پاڻ ۾ هڪٻئي سان متقابل آهن. طلبگار ٿيا ۽ هر ڪنهن پنهنجي ذاتي خصوصيات تي ناز ڪري خلافت ۽ سلطنت جو طبگار ٿيو. پوءِ لاچار ٿي سيني پنهنجي مقصد ڪي مالڪ جي بارگاه ۾ رجوع ڪيو. اڇڻ وارن ڪي ملڪ جي تختگاهہ جي ،و،رو حاضر ڪيو ويو. اُتي سلطان الاسماء مخالفت ڪندڙن ڪي پنهنجي نوازش ۽ خاص توجہ سان خوش ڪري پهريائين جمال ۽ جلال جي دولت خاني ۾ ترسايو ۽ بعد ۾ ستاريت جي پردي ۾ فرمان ڏيڻ جو واعدو هرهڪ سان الڳ الڳ اهڙيءَ طرح ڪيو جو هڪڙي جي عهد جي ٻئي ڪي خبر بہ نہ پئي. ان جو آخرين نتيجو اهو ٿيو جو سيني جي دماغن ۾ انهيءَ واعدي جي مطابق هڪ جوش پيدا ٿيو. جڏهن اهڙيءَ طرح جنگ ڏي آمادگي تي جهنڊا ڪلي ويا تہ "خبير" (خبر ڏيندڙ) جاسوس شهنشاه ذات جي حضور ۾ نالن ۽ صفتن جي وچ ۾ جنگ ۽ جدال جو حال هن طرح ظاهر ڪيو تہ نالن- صفتن ۽ افعالن جي لشڪرن ۾ ڪمال ۽ ڪشمڪش ۽ لڙائي پيدا ٿي پئي آهي. ان وقت سلطان احديت جو حڪم صادر ٿيو جنهن جي مطابق "قهار" نقيب سيني جا هٿ ٻڌي ذات جي حضور ۾ حاضر ڪيو. حضور "نور" وزيرن ڪي حڪم ڏنو تہ صلح ڪرائي جڏ اهڙيءَ طرح جو واعدي جي پجڪڙي نہ ٿئي ۽ هر ڪنهن جي خواهش پوري ٿي وڃي. "نور" مختار پيشڪار جي مشوري سان "حڪيم" ۽ "عدل" ڪي منتخب ڪيو ۽ چيو تہ هيءَ نالن جي شورش اهڙي تدبير سان ٿڌي ٿيڻ گهرجي جو سلطان الاسماء جي قرارداد ۾ ڪابہ تبديلي نہ اچي ۽ اهڙيءَ طرح سيني جي خواهش بہ پوري ٿي وڃي. هنن ٻنهين برگزيده اصحابن هڪ ٻئي سان صلح جو ڪم "عليم" ۽"خالق" جي سپرد ڪيو ۽ هنن ٻنهين عقل ۽ فهم جي صاحبن داعي ۽ مدعيءَ جي اتفاق سان ظاهر جا ڪيترائي قسم هر هڪ اسم جي مناسبت سان علم جي وحدت خاني ۽ عين بزم گاه ۾ ترتيب ڏنا. انهيءَ تجويز سان ظاهر ۽ باطن جو شور و غَلُ هڪ پيرو سڪون ۾ تبديل ٿي ويو ۽جيتري قدر تقاضا ٿي سڀ جا سڀ ڪنهن جاءِ تي آمر ۽ڪنهن جاءِ تي مامور ٿي پنهنجي پنهنجي ملڪ جي حصي ۾ حڪمران ٿي ويا.

مطلب تہ هڪ ڏينهن "جامع" ٻي ڪشادي گهر ۾ صفتن جا گهڻا گروه گڏ

ٿيا ۽ انهيءَ ڳالهہ جي شڪراني ۾ تہ جهڳڙو ٽٽو ٿي ويو جشن جي نالي سان هڪڙي جماعت منعقد ٿي ۽ ان ۾ باهمي استحڪام سان واعدو ڪيائون تہ اسين هن صلح ڪل جي بهشت نما گهر مان هرگز جنبش نہ ڪنداسين. "جامع" هي حال ذات مقدس جي حضور ۾ پيش ڪيو. حضور ذات قبول فرمائي تخت تي اجلاس فرمايو ۽ عام حڪم ڏنو اُن وقت هڪدم **اِنّيْ جَاعِلٌ فِي الْاَرْضِ خَلِيْفَۃً** (مان زمين تي هڪ پنهنجو نائب مقرر ڪرڻ وارو آهيان) جو پَڙهو ڏنو ويو ۽ آدم خاڪيءَ جو قالب ناهيو ويو.

هي حال ڏسي صلح ڪرائڻ وارن ۽ صلح ڪرڻ وارن مطلب تہ سيني هن مقام تي هڪ پُر ترنم مجلس ترتيب ڏني ۽ ان ۾ الفت ۽ محبت جو دور هليو ۽ مدهوشيءَ جي عالم ۾ هڪ ٻئي سان اتفاق ڪري راحت حاصل ڪيائون ۽ ذات اقدس جي حمد ۽ ثنا ڪري پنهنجو اعتبار پيدا ڪيائون. مطلب تہ جمال ۽ جلال جي صاحبن جڏهن "جامع" نالي قابليتن جي مجموعي جو تماش خانو چڱي طرح ڏسي ورتو تہ پوءِ هر هڪ جي دل ۾ هوس ۽ گذريل واعدي جي خيال سان هي جوش پيدا ٿيو تہ اهڙي آباد اقليم جي تاج جو صاحب مان اڪيلو ٿيان ان ڪري آدم جي نسل مان بيشمار انساني مظاهر پيدا ڪيا ويا ۽ ڇهرن جو ٺاهيندڙ "مصور" انهن جي فهرست جي ورقن کي "محصيٰ" جي حوالي ڪيو. ۽ بفرمان **اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ** ۽ اُنجي جواب **قَالُوْ بَلٰي** هر هڪ انساني مظهر کي سيني نالن مان هڪ نالي جي تحت لکي انساني مظهر کي انهيءَ نالي جي حڪومت جو هلائڻ وارو قرار ڏنو. ليڪن جيڪي صوبي جا هلائڻ وارا قائم ٿي چڪا هئا اُهي گذريل واعدي جي ڪري جامع ۽ احديت جي دارالسلطنت کان پنهنجي پنهنجي ملڪ جو حصو دارالملڪ شهود ۾ مليو هو. ڪوچ ڪري نہ پيا سگهن. لهاذا لاچار پنهنجا آثار ۽ احڪام يعني گماشتن کي مقرر ڪيائون تہ جيئن هر هڪ پنهنجي مالڪاڻي حيثيت سان پنهنجي مقام جو سلوڪ ڪري. "حڪيم" ۽ "عدل" جيڪو حڪمت ۽ عدالت کي امين الملڪيءَ جو عهدو عطا فرمائي مٿي ذڪر ڪيل حاڪمن جي گماشتن کي عقب ۾ روانو ڪيو. جيئن تہ سلطان وجود جي قرب ۽ قهر جي ڪري نالن جي شهر ۾ آثار هڪٻئي جي سامهون مٿوڪٽي نہ پيا سگهن، انڪري صوبي جي حاڪمن "ستار" ۽ "غفار" کي وچ ۾ آڻي حضرت سلطان الاسماء کان اهڙيءَ طرح خفيہ اجازت حاصل

ڪئي، جو عدل کي خبر ئي نہ پئي. جيڪو گروه پاڻ ۾ مقابلو ۽ هڪ ٻئي جو ضد هئا هاڻي انهن اختلاف خاندانن يعني جسمن جي عالم ۾ مقرر ڪيا. آثار ۽احڪام يعني صوبي جي حڪمرانن جا گماشتہ بہ انهيءَ مقابلي کي پنهنجي حاڪمن ۾ لڪل سمجهندا هئا. ان ڪري انهن اچڻ وارن کي هٿن تي کڻي پنهنجي دارالخلافت ۾ هر هڪ جي واسطي جيڪو گهر مناسب سمجهو نالي ڪري ڇڏيو. انهيءَ دوران فوراً شهنشاه احديت جي بارگاه کان دوري پيدا ٿي وئي ۽ عقل ۽ نفس جي باري ۾ ۽ اهو تہ جوهر ۽ عرض الڳ صورت ۾ ڪهڙي مقصد لاءِ پيدا ڪيا ويا آهن. انهيءَ سلسلي ۾ جيڪي اختلاف ظاهر ٿيا اُهي الڳ رهيا پوءِ جيتري قدر خرابي ملڪ ۾ پيدا ٿيندي وئي اوتري قدر سٺيون صفتون هتان عالم ملڪوت ڏي هجرت ڪنديون ويون. بدڪارين جا ساز و سامان فراهم ٿي ويا ملڪ جي ڪاروائي نفس جي هٿ ۾ آئي. روح جنهن کي مطلق رب جو نائب چوڻ گهرجي ان جي رونق هلندي وئي ۽ نفس جي خاندان جي آبادي شروع ٿي وئي. امين الملڪ کي هٿائي قيد ڪيو ويو. انهيءَ سبب جي ڪري شهر ويران ۽ انسان تباهہ ٿي ويا. مگر جيڪي ماٺهو ڪوشش ڪري اخلاص جي بنياد تي امن جي جاءِ ۾ پهچي ويا ۽ امين جو حڪم ٻڌي قبول ڪري پنهنجي دل جي دامن کي آهستي آهستي نفس جي ڪارڪنن کان ڇڪي ورتائون ۽ جهڙي طرح امين رستو ٻڌايو اهڙيءَ طرح منزل در منزل هدايت جي قافلي يعني امين "هاديءَ" جي بارگاه ۾ حاضر ڪري ڇڏيو. انهيءَ حقيقي رهنما يعني "هاديءَ" حقيقت حال جو ترجمو پنهنجي زبان ۾ حضور اقدس ۾ عرض ڪري التماس ڪيو تہ نفس جي ظالم هٿن کان ڇوٽڪارو ڏنو وڃي. حڪم ٿيو تہ جيڪي ماڻهو بارگاهہ وحدت ۾ حاضر ٿيا آهن اهي سڀ "حفيظ" ۽ "مغيث" جي حمايت ۾ سپرد ڪيا وڃن تہ جيئن آئينده وري انهيءَ نالائق نفس جي بد انديشيءَ کان هنن کي تڪليف نہ پهچي. ۽ جيڪو شيوو "صلح ڪل" جي نالن ۽ صفتن جي لشڪرن ۾ "حڪيم" ۽ "عدل" جي تدبير سان قائم ٿي ويو آهي، اُهوئي صلح جو طريقو هتي امين الملڪ جي فرمان سان جاري ڪيو وڃي. هنن ٻنهين صاحبن پاڻ ۾ موافقت ۽ مصالحت ڪرڻ واسطي حڪم صادر فرمائي جيڪي مظلوم هئا انهن کي ڪمال جي سرفرازي عطا ڪئي. انهيءَ حال جي جڏهن عالم ناسوت جي فسادين کي خبر پئي تڏهن پوئين پير وٺي

پڳا ۽ اسفل سافلين ۾ اچي ساه کنيائون ۽ انساني دربار ۾ هر جاءِ تي ڳالهيون کيائون ان کان پوءِ وري ملڪوت اعليٰ جي قافلي وارن جي اچ وڃ جو سلسلو هن عالم ۾ شروع ٿيو ۽ عالم جبروت جي سوداگرن جو ڏيڻ وٺڻ عالم شهود جي باشندن سان نئين سري کان شروع ٿيو. مطلب تہ وجوب جي جهان امڪان جي رڻ پٽ سان ميلاپ پيدا ڪيو. حاصل مقصد تہ جيڪي فرد بارگاه الاهيءَ ۾ ويا هئا انهن مان ڪي فرد نبوت ۽ رسالت جي معزز تخت تي رونق افروز ڪيا ويا ۽ ڪن ڪي وري ولايت ۽ امامت جا مرتبا عطا ٿيا. ۽ انهيءَ طريقي سان سيني رهنمائي اختيار ڪري خودشناسيءَ جي مٿهن ڪي خدا جي عنايت جي رنگ سان رونق ڏني. ۽ سيني ڪارفرمانِ بارگاه الوهيت ڪنهن نہ ڪنهن سان گڏ هر ڪنهن نسبت پيدا ڪري پيدائش جي صوبي ۾ پنهنجي پنهنجي واري سان داخل ٿيا. ۽ تذڪره لکندڙن جو گروه جيڪو پويان آيو انهن پنهنجي قلم کي انهن اصحابن جي حالات لکڻ ۾ صرف ڪيو جيڪي **بَاطِنُہٗ فِيْہِ الرَّحْمَۃُ وَ ظَاهِرُہٗ مِنْ قِبَلِہِ الْعَذَابُ** (جيڪو دروازي جي اندرئين پاسي آهي (جا ڏي مسلمان آهن) ان تي خدا جي رحمت هوندي ۽ ان جي ٻاهرئين پاسي (جا ڏي منافق آهن) عذاب الاهي هوندو) جي سنسان جهنگل ۾ وينا پنهنجي دلين ۽ قلبن جي صفائيءَ ۾ مصروف آهن. ۽ لکيل ورقن کي بصيرت جي صاحبن جي لاءِ عبرت نامون بنايو. هي مختصر حالات جيڪي گذارش ڪيا ويا ازل کان ابد تائين گذريل معاملي جو هڪ نمونو آهن. ڇو تہ حال جيڪو گذري رهيو آهي، اُهو هڪ ئي طريقي سان گذري رهيو آهي. ماضي ۽ مستقبل زماني جا صرف اعتباري نالا آهن. درويشن جي معلومات جنهن بہ صيغي ۾ تعبير جي قلم سان ادا ٿيندي ان ڪي تبديلي نہ آهي. معنيٰ بس مصدر سان حاصل آهي ان کان علاوه ڪجھ بہ ڪونهي.

أما بعد حيران انجمن دانش و بينش- سرگردان باديہ عجزو ناداني نو آموز دبستان عقل ۽ نقل هيچمدان صوم ڪشف و تحقيق **محمد غوثي ابن حسن ابن موسيٰ شطاري جَعَلَہُ اللّٰہُ مِمَّنْ اَحَبَّهُمْ** عرض ٿو ڪري تہ دل ۾ خيال پيدا ٿيو تہ مشائخ ڪرام قدس الله اسرارهم جا حالات ترتيب ڏيڻ گهرجن. هيءَ آرزو منهنجي دل ۾ هجري سن نو سؤ اٺانوي جي شروع ۾ ايندي ۽ ويندي هئي. جڏهن هجري سن هڪ هزار اٺ شروع ٿيو ۽ اولياءَ الله هند جا

ڪجھ حالات اڪبر نامي ۾ نظر مان اچي گذريا تہ متين آرزو دل ۾ وري پيدا ٿي ليڪن دل جي اڪيلائيءَ ڪان نڪري عبارت جي ميدان ۾ نہ ايندي هئي ايتري قدر جو هجري سن هڪ هزار ڏهہ اچي ويو ۽ ڪشور ڪشا شهنشاه اڪبر بادشاه دڪن ۽ خانديس فتح ڪرڻ جي ارادي سان ڪوچ ڪري دارالاسلام برهانپور ۾ قيام ڪيو. هتي لشڪر سان گڏ امير ۽ فاضل بہ هئا جن مان ڪن کي پوين ۽ هم عصر بزرگن جي احوال جي مطالعي جو شوق هو ۽ منهنجي ارادي کان بہ واقف هئا. هڪ ڏينهن انهن اصحابن جي جلسي ۾ مون کان پڇيو ويو تہ جيڪي خيالات تنهنجي ضمير ۾ آهن انهن کي قلم جي ذريعي عبارت جي ميدان ۾ چو نہ پيش ڪيو ويو. ان جي جواب ۾ مون کي حيرت ٿي جيڪڏهن ائين ٿي چوان تہ زماني جي رفتار ۽ ناموافقت ۽ منهنجي غفلت ۽ گهٽ استعداد مونکي باز رکيو تہ اهو جواب معمولي ۽ عادت جي مطابق عام ظاهر بين ماڻهن جو آهي. ۽ جيڪڏهن اهو ٿو چوان تہ الاهي ڪارخاني ۾ حڪم جي مطابق **لَايُسْئَلَ عَمَّا يَفْعَلُ** ڳالهائڻ ۽ ٻڌڻ جي گنجائش ڪانهي تہ اها گفتگو انهن اڪيلن ماڻهن جي آهي جن وحدت جي ڪنڌ اختيار ڪري ڇڏي آهي. جيئن تہ ڪابہ طرز جواب واسطي موزون معلوم نہ ٿي. لهذا خاموشي اختيار ڪيم. انهيءَ بنياد تي سواءِ بي توجهيءَ جي ڪوبہ منع ڪندڙ نہ سمجهيو ويو. ۽ هوڏانهن سوال ڪندڙن جي خواهش ۽ آرزو حد کان وڌيل هئي. پوءِ جيترو ٿي سگهيو وڏي ڪوشش ۽ ترغيب ڪم ۾ آندم ۽ خط و ڪتابت ذريعي گذريل ڳالهين جي تجديد ڪيم. الله تعاليٰ کي منظور هو تہ جيڪا ڳالهہ خيال ۾ هئي اُها ظاهر ٿي پئي ۽ قلم لکڻ شروع ڪيو. خدا شناسن جا برگزيده احوال ۽ اوصاف هجري ستين سن جي شروعات کان وٺي هڪ هزار کان ڪجھ وڌيڪ تائين فراهم ڪيا ويا ۽ ياداشتن جي نو بهار کان زماني جي ماڻهن جي دلين ۾ بي حد شگفتگي پيدا ڪئي وئي. خدا ڪري دوستن جو معرفت پذير دماغ يقين ۽ عبرت جي خوشبو سان معطر ٿئي.

تمام وڏي تعجب جي اها ڳالهہ آهي تہ سخن جي تصوير خاني جا نقش نگارن کي سينگارڻ وارو جنهن کي علم وارا نفس ناطق چوندا آهن پيدائش جي پهرئين ڏينهن کان هن وقت تائين پنهنجي فصاحت ۽ بلاغت جي قلم سان گذريل تصوير خانن ۾ يعني معرفت ۽ ڪرامت جي تصنيفن ۽ تاليفن ۾

گوناگون رنگ آميزي ۽ تصويرن ڏيکارڻ جي ڪم ۾ آٽي چڪو آهي. ۽ افسانہ نگاريءَ ۾ ڪمال جي صفائي پيدا ڪئي آهي تہ جيئن الفاظن جي ڪنوار جو هار سينگار ۽ معنيٰ ۽ شاهد جو حُسن وڌيڪ ٿئي. پوءِ اهڙيءَ طرح هُن هِنَ رسالي جي طرف بہ توجہ فرمايو جنهن ۾ باڪمال مشائخن جون تصويرون ڏيکاريون ويون آهن. عبارت جي قالب کي يوسفي حُسن سان آرائش ڏني ۽ اشارات جي بدن ۽ عيسوي تنافس ڦوڪي جان وجهي ڇڏي. ۽ انهيءَ وقت اوچتو اهو خيال بہ پيدا ٿيو تہ هنن چند ياداشتن کي مون جهڙي شخص جي قلم ترتيب ڏنو آهي. جيڪو زماني جي نزديڪ اڻ ڄاڻ آهي. لهذا هي رسالو انهيءَ قابل نہ آهي جو هن جو ديباچو زماني جي شهنشاهہ جي نالي منسوب ڪرڻ جي دليري ڪئي وڃي. پوءِ بهتر اهوئي آهي تہ بارگاہ خلافت ۾ جيڪي صاحب ظاهري ۽ باطني دولت جي لحاظ سان برگزيده آهن. انهن مان ڪنهن اهڙي متاهين درجي جي صاحب کي پنهنجي امتيازي نظر سان چونديان جيڪو هر هڪ گفتار ۽ ڪلام جي رنگ ۽ روشن ڪان واقفيت رکندو هجي ۽ پوءِ ان جي بزم نشاط ۾ درويشي باغيچي جي هن گلدستي کي هديہ طور پيش ڪيان. هن ارادي سان جن متاهين مرتبي جي اصحابن جون ذاتي ۽ صفاتي خوبيون مونکي عقل ۽ نقل جي ذريعي معلوم ٿيون هيون. انهن جون تعريفون ۽ خوبيون خصوصيت سان ذهن ۾ گڏ ڪيم ۽ خيال جي چمن ۾ سيني کي دعوت ڏئي هڪ محفل ترتيب ڏنم ۽ گهڻي غور ۽ فڪر کي ڪم ۾ آندم تہ جيئن هن حور جهڙي ڪنوار جو خطبو ڪنهن جي نالي منسوب ڪيان. غور ڪان پوءِ اهو مناسب معلوم ٿيو تہ جيئن هيءَ حَسين ۽ جميل نياڻي عقل جي نسل مان آهي ان ڪري خيالي انجمن ۾ جيڪي صاحب تشريف فرما آهن ان مان عقل ئي جنهن کي منتخب ڪري ان جي نالي هيءَ نياڻي نالي ڪئي وڃي. مگر انهيءَ فيصلي تي انصاف جي خصلت دل جي گوشي ڪان ۽ دوربينيءَ جي قوت باطن جي ڪناري ڪان گهبرائجي پريشان ٿي بئي اُٿي بيٺيون ۽ چوڻ لڳيون تہ هن خير جي ڪم جو اختيار صرف عقل جو نہ ٿو ٿي سگهي، بلڪ اهو مناسب ٿو لڳي تہ هن باري ۾ انهن اصحابن ڪان مشورو ورتو وڃي جيڪي هن ڪاغذي خانقاہ ۾ موجود آهن ۽ جڏهن انهن جي طرفان اجازت ملي وڃي تڏهن دل جي مدعا کي ظاهر ڪجي. هن قرارداد تي دل چند سالن تائين انتظار ڪندي رهي،

ليڪن جيڪي اصحاب عالم خاڪيءَ مان رخصت ٿي ويا آهن انهن جي طرف
ڪان ڪا راءِ نہ ملي. هڪ دفعي رات جو ذڪر آهي تہ دل ملول هئي ۽ غم جي
حالت ۾ گوڏن تي ڪنڌ رکيو ويٺو هئس. هر قسم جي خيالات ستائي رهيا هئا
انهيءَ حالت ۾ غنودگي جيڪا مدهوشيءَ جي شروعات آهي پيدا ٿي. حواس
جيڪي نااميديءَ جي غم ۾ اڌ جي قريب هليا ويا هئا. رهيل ۽ بچيل ڪمالات
بہ باطل ٿي ويا ۽ روح جيڪو لفظ اَنَا (مان) جو قائل ۽ هن ويراني ۾ اُجالو
آهي. **بِحُڪمِ اَللّٰهُ يَتَوَفّي الاَنفُسَ حِيْنَ مَوْتِهَا وَالَّتِي لَم تَمُتْ فِيْ مَنَامِهَا فَيُمْسِڪُ الَّتِي قَضيٰ عَلَيْهَا الْمَوْتَ وَيُرْسِلُ اَلاُخْرِيٰ** (ماڻهن جي مرڻ مهل الله انهن جي روحن کي (پاڻ وٽ) سڏيندو آهي
۽ جيڪي ماڻهو مئا نہ آهن (انهن جا روح بہ) انهن جي سمهڻ مهل (خدا وٽ
سڏيا ٿا وڃن) تہ پوءِ جن جي لاءِ خدا موت جو حڪم ڏئي چڪو آهي انهن کي
(پاڻ وٽ) روڪي ٿو ڇڏي. باقي (سمهڻ وارن) کي (ٻيهر دنيا ۾) موڪلي ٿو
ڇڏي). عالم مثال ۾ وڃي پهتو جڏهن رستي ۾ هڪ ڇانو واري وڻ جي ويجهو
پهتو تہ اتي وڻ جي هيٺان هڪ نوراني شڪل پير کي ڏٺائين جيڪو هڪ
سينگاريل تخت تي ويٺل هو. تخت واري صاحب جي ڪمال هيبت ۽ حسن جي
مشاهدي مونکي اڳتي وڌڻ کان روڪيو. لاچار اميدوار ٿي ادب سان هٿ ٻڌي
ڇانو جي هڪ ڪنڊ ۾ بيهي رهيس. ڇا ٿو ڏسان تہ هڪ پکي جيڪو طوطي
وانگر سائي رنگ جو هو هڪ وڻ جي ٽاريءَ تي ويٺو هو پنهنجو مٿو مٿي ڪري
هڪ ويڙهيل ڪاغذ پنهنجي چنهب مان تخت تي ڇڏيو ان وقت روحاني شڪل
تخت نشين پيار ۽ محبت سان مون کي سڏ ڪيو جڏهن مان بہ ٿي قدم اڳتي
وڌيس تہ دل ۾ خيال آيو تہ هن وقت ڳالهائڻ جو موقعو نہ آهي. ليڪن پڇڻ لاءِ
زبان ڪتان آٽيان چو تہ تخت نشين جو رعب ايترو تہ غالب ٿي ويو هو جو ڏسڻ
جي اک ۾ ۽ نالي پڇڻ جي زبان ۾ بلڪ جان ۾ بہ طاقت نہ رهي هئي. تخت
واري صاحب منهنجي هيءَ ڪيفيت ۽ موجوده حالت معلوم ڪري ورتي ۽
فرمايائون تہ منهنجو نالو عبدالله آهي ۽ خط آٽيندڙ پکي تنهنجي مثالي صورت
آهي. هي ارشاد ٻڌڻ شرط مونکي يقين ٿي ويو تہ هي شاه عبدالله شطاري آهن
قدس الله باسراره المقدسہ ان کان پوءِ اهو ويڙهيل ڪاغذ مون کي ڏنائون ۽
فرمايائون تہ پڙهو. هن ڪاغذ تي هي مضمون هئو جيڪو سراسر بشارت هو تہ

مالڪ ڪتاب جيڪو الفاظ ۽ عبارت آهن. جيڪڏهن ان تي توڪي اعتماد نہ آهي تہ ڪا ڳالهہ نہ آهي، ليڪن ڪتاب جي ملڪوت تي جيڪي احوال مشائخ جو بيان آهن پروسو ڪري شهنشاهہ زمانہ جي عظيم الشان نالي ڪتاب کي منسوب ڪرڻ گهرجي ۽ تواضع کي جنهن جو نتيجو هن خاص جڳهہ تي محرومي آهي. ڪنهن بئي مقام تي ڪم آڻجان جتي تواضع جو نتيجو سٺو هجي. مطلب تہ هي جامع ڪلام ٻڌي فوراً هيءَ ڳالهہ ذهن ۾ آئي تہ درحقيقت الفاظ تہ لفافا آهن نفيس معنيٰ جا ۽ عبارت دٻو آهي مفهوم جي جوهر جو ۽ ڪاغذي نقش عزيمت آهي معشوقن جي تسخير جي- نظر ۽ فڪر کي صرف لفافي- دٻي ۽ نقشن تائين قاصر ۽ نفسن- جواهر ۽ جمال جي نظاري کان محروم رکڻ ڇڻ تہ ائين ئي آهي جيئن دقيقہ شناسيءَ کي معطل ڪري ظاهر بينيءَ کي نظر ۾ رکجي. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ جڏهن خيال جي تائيد غيبي خوشخبريءَ سان ٿي تہ پوءِ مون بہ قلم کي دليريءَ سان جنبش ڏني ۽ ديرينہ مطلوب جنهن جي منهن کي سندس ڪمالات ۽ استغنا منهنجي تواضع ۽ عجز جي برقعي ۾ اهل ڪتاب جي نظرن کان لڪائي ڇڏيو هو. ان تي عرصي کان پوءِ ڪامياب ٿيس ۽ هنن الفاظن ۾ جناب باري عزاسمہ جو شڪريو ادا ڪيم.

**اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْٓ اَنْزَلَ عَلٰي عَبْدِهِ الْكِتَابَ ؕ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْٓ اَذْهَبَ عَنَّا الْحَزَنَ. اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْٓ اَعْطٰي كُلَّ شَيْءٍ خَلْقَهٗ ثُمَّ هَدٰي.** (هر طرح جي تعريف خدا پاڪ کي ئي جڳائي، جنهن پنهنجي ٻانهي (محمد ﷺ تي قرآن نازل فرمايو). خدا جو شڪر آهي جنهن هر قسم جو رنج ۽ غم اسان کان دور ڪيو آهي. هر قسم جي تعريف خدا کي ئي جڳائي جنهن هر مخلوق کي ان جي خاص طرح جي بناوت عطا فرمائي پوءِ ان کي انهن خاص مقصدن کي پوري ڪرڻ جو رستو ڏيکاريائين جن لاءِ هو پيدا ڪيو ويو آهي). ۽جيڪي دوست هن لکت جي ختم ٿيڻ جو انتظار فرمائي رهيا هئا. انهن کي هي غيبي خوشخبري ٻڌائي خوش ڪيو. بي اختيار عقل ۽ فهم جا مالڪ ڪشف ۽ يقين جا صاحب، جذبي ۽ بي خوديءَ جي اصحابن کي جيڪا حضور ﷺ **وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَمَا كُنْتُمْ** (۽ توهان جتي بہ هجو، هُو توهان سان گڏ آهي) جي شاهي محل ۾ ۽ **لِيْ مَعَ اللّٰهِ وَقْتٌ** (مون کي الله سان هڪ خاص وقت هوندو آهي) جي خلوت گاه ۾ حضوريءَ جو شرف رکندا هئا. تشريف آوريءَ جي

تڪليف ڏني. تان تہ تفڪرئي برقعي ۾ تشريف فرمائي ۽ ڳالهائڻ ۽ ٻڌڻ جي ذريعي پنهنجي تعبيري وجود سان فيض بخشي فرمائن جهڙي طرح ان وقت پنهنجي نمود ۽ نمائش سان محسوس ڪندڙ حسن ڪي فيضياب نور فرمائيندا هئا. جڏهن عنصري ترڪيب جو لباس بدن تي پاتل هئن ۽ عبارت جي آب حيات سان جنهن ڪي روح القدس جي رشحات چوڻ بہ ريبا آهي. ۽ لفظن جي مسيحائيءَ سان جيڪا رحماني نفس ڪان ٿڏي هوا آهي هميشہ واري زندگي حاصل ڪن. ۽ هن گلزارابرار جي فضا ۾ پنهنجي قيام لاءِ انجمن بنائن، جيئن راقم جي مراد سهٽي طريقي سان حاصل ٿئي جيئن تہ غيبي حڪم سان هن معنوي مجلس جي ترتيب ڏيڻ ئي انهيءَ غرض سان تہ وارث يڪتائي فرمان با استحقاق واحد خليفي ۽ بي انتها خوبين جي مالڪ ابوالمظفر نورالدين محمد جهانگير غازي ابن ابوفتح جلال الدين محمد اڪبر بادشاه هن جو مشاهدو ۽ مطالعو فرمائين. **خَلَّدَ اللّٰهُ مُلْكَہٗ وَسُلْطَانَہٗ وَاَفَاضَ عَلَي العَالَمِيْن بِرَّہٗ وَاِحْسَانَہٗ اَبَدًا** (آمين) (الله تعاليٰ هن بادشاه جي ملڪ ۽ حڪومت کي هميشہ رکي ۽ وڌيڪ اهو تہ هن بادشاه جون ڀلايون ۽ احسان سڄي مخلوق کي هميشہ پهچائي. آمين يا الله تون ائين ئي ڪرڻ فرماءِ).

خدا تبارڪ و تعاليٰ جو ڪمال احسان ۽ شڪر آهي جو هن شهنشاه جهانگير خلد ملڪہ و مدظله جي زماني ۾ هن جي حڪمت - انصاف پسندي- مبارڪ صورت- نيڪ عادت- بهترين فڪر ۽ سليم راءِ جي ڪري سڀ نا پسنديده وصفون ۽ ڪم، حالتون ۽ معاملا ۽ تڪليف پهچائيندڙ واقعات سيني انسانن مان فوراً نڪري ويا ۽اهڙي مقام تي پهتا آهن جتي هر خوبي ۽ عمدگيءَ جي نظر سان ڏنا ٿا وڃن. هن مختصر گذارش جو تفصيل تہ تمام گهڻو آهي. مگر **ما لا يُدْرَكُ كُلُّہٗ لا يُتْرَكُ كُلُّہٗ** (يعني جا شيءِ مڪمل طرح ادراڪ ۾ نہ ٿي اچي سگهي. اُها سڀ جا سڀ ڇڏي بہ نہ ٿي سگهجي).

ان مان ڪجهہ نموني طور ارباب اعتبار ۽ اصحاب قياس جي خدمت ۾ عرض ٿو ڪريان تہ:

(1) پريشاني زلف ۾ ۽ نسل ۾

(2) ٽيڏاڻ ڀرن ۽ نئين چنڊ ۾

(3) ماه وشن جي ڪاڏي ۽ غنچه ۾
(4) چڙواڳي چيلھ ۾ ۽ وارن ۾
(5) گھٽتائي بدڪرداريءَ ۾ ۽ عمر دشمن ۾
(6) پرڻ ۾ ڪاراڻ (8) مينھن ۾ روئڻ (9) روشنيءَ ۾ تيزي ۽ دشمن جي ناءَ ۾ (10) قلم ۾ جھڪاءُ (11) تحرير ۾ پيچيدگي (12) شڪستگي لڪت ۾ (13) ڪشاڪش ڪمان ۾ (14) نفرت تير ۾ (15) تيزي تلوار ۾ (16) ضد ۽ جھيڙي ۾ ماري وجھڻ (17) ٻن ھم جنس جي جدائي ميلاپ ۾ (18) عاملن جو جھيڙو نحو ۾ (19) منع و معارضہ آداب بحث ۾ (20) فقہ جي روايتن ۾ اختلاف (21) وڏاءُ تاريخ جي افسانن ۾ ۽ شعرن جي مضمون ۾ (22) فريب جادو جي افسانن ۾ ۽ دلبر جي واعدن ۾ (23) تلخي ناصح جي پندنامن ۾ ۽ اطباءَ جي دوائن ۾ (24) وڏي انگ جي صفن ۾ پچڻ ۽ ماڻھن جي آميزش سان صالحن ۾(15) سرگرداني آسمان ۾ چڪي ۾ ۽ چرخي ۾ (26) سڙڻ اگر ۾، ڪانين ۾ ۽ چورن ۾، (27) جوش ڪائڻ قواره ۾، ديگ ۾ ۽ پاڻيءَ جي چشمي ۾ (28) نيستي افلاس ۾ سبب محنت ۾ (29) نايابي ستم ۾ زبان ۾ ۽ شڪايت ۾ (30) سوال قبر ۾ ۽ قيامت ۾ (31) عذاب طبقات دوزخ ۾ (32) بيڪاري حالت خواب ۾ (33) گراني طلب ۾ ۽ التماس ۾ (34) واڌارو عطا ۾ ۽ انعام ۾ (35) زنجير ھاٿيءَ جي پير ۾ ۽ چائنٽ ۾ (36) بيماري نرگس ۾ ۽ مخالف راءِ ٻن بادشاھن ۾ ۽ تياري جنگ ۾ (37) خانو خالي شطرنج ۾ نہ روئي زمين ۾ (38) شمار ڪرڻ نقش ڪعبتين ۾ نہ ڪي ماڻھن جي نقد ۽ حال ۾ (39) خواھش دولت سلطاني جي دوام ۾ نہ ڪي ٻين شين ۾ (40) آرزو اھا تہ شھنشاھ جي عمر جاوداني ھجي نہ ڪي ٻين معاملن ۾.

مطلب تہ عيني ۽ علمي، خارجي ۽ ذھني سڀ موجودات پوءِ جوھر ھجي يا عرض ڪجھ مناسب ۽ ڪجھ غير مناسب حالتون ھيون پر ھن شاھي عھد ۾ اھي سڀ خوبيءَ جي لباس سان آراستہ ٿي ويا آھن. ۽ ھاٿي مخلوق جي آسائش ۽ آرام جو باعث آھن لھذا بھتر اھو آھي تہ ھاڻي قلم جي برق رفتار گھوڙي کي لکڻ جي نموني ۾ تيز رفتار ۽ لاھن چاڙھن کان بچايان. بلڪ قلم جي لغام کي ڇڪي ٻئي رستي تي لڳايان.

جيڪي ضمير قُدسي انوارن سان روشن ۽ رسمي قيدن کان آزاد آهن. اُهي سمجهن ٿا تہ الفاظ "رضي الله عنہ" ۽ "قدس الله سرهُ" ۽ ٻيا تبرڪ جا ڪلمات جيڪي هن ڪتاب ۾ انهن مبارڪ صاحب جي نالن سان گڏ نہ لکيا ويا آهن. جن هن ڪتاب جي عبارتي حجرن ۾ گوشي نشين ٿي سعادت جو شرف بخشو آهي. هي گذارش وڏائي جي ڪري نہ آهي بلڪ جهڙي طرح عرب ۽ عجم جا برگزيده عليهم السلام جن مضمون **لَا اُحْصِيْ ثَنَاءً عَلَيْكَ** (جيڪا تعريف توهان لاءِ جڳائي اِن جو احاطو مان نہ ٿو ڪري سگهان) پنهنجي طرفان ذات باري تعاليٰ جَلَّتْ صِفَاتُہٗ جي ثنا کان عاجز تصور ڪندي ان جي صفت جو حوالو بقول **اَنْتَ كَمَا اَثْنَيْتَ عَلٰي نَفْسِكَ** (تون اهڙو آهين جهڙي تو پنهنجي ثنا پاڻ ڪئي آهي) انهيءَ پاڪ ذات تي رکيو هو. اهڙي طرح راقم بہ انهيءَ ادب سيکاريندڙ ڪلام مان عاجزي ۽ تواضع جي تعليم حاصل ڪري. انهيءَ تصور ۾ تہ فرد پنهنجي طرفان انهن نامورن جي دعا ۽ ثنا کان جن جي نالن جو تقدس هر هڪ جي ياد ۾ ذڪر ڪيل آهي. هي چئي قاصر سمجهو تہ فرد ۽ مٿي ذڪر ڪيل مقدس ڪلمات ڪي ڪتاب جي سٽن ۾ داخل نہ ڪيو. هن ۾ شڪ نہ آهي تہ آنحضرت عليہ الصلواة السلام جن جي ثناءِ ايزديءَ جي طريقي ڪي نظر ۾ رکي سواءِ گذريل صورتن (يعني بزرگان دين جي نسبت ثنائيہ ۽ دعائيہ الفاظ ترڪ ڪرڻ) جي اتباعي دعويٰ صحيح نہ آهي. تہ اها ڪا ادب جي ڳالهہ آهي ۽ نہ اهڙو اتباعِ امت جي طاقت آهي. ٻيو تہ جيڪي طبيعتون رعونت، غرور ۽ خشونت جي غبار کان پاڪ ۽ صاف آهن. اُهي چڱي طرح ڄاڻن ٿيون تہ ولايت ۽ فضيلت جا قطب (اوليا الله) جن جا حالات هن گلزار جي هر چمن ۽ هر انجمن ۾ گذارش ڪيا ويا آهن. انهن کي واحد جي صيغي ۾ جيڪو ياد ڪيو ويو آهي ان مان مراد نہ آهي تہ تعظيم ۾ ڪجهہ گهٽتائي ڪئي وڃي بلڪ تحريري حالات هن بلند مرتبي گروه جي يڪتائي ايتري قدر دل ۾ داخل ٿي وئي جو لفظ واحد ۽ مفرد کان سواءِ عقل زبان کي ۽ زبان قلم کي ڪوبہ لفظ حوالي نہ ڪيو ۽ اهڙي شخص جو اهڙي طرح مفرد طريقي ياد ڪرڻ جو واقعي ۾ بہ ائين ئي آهي. انهيءَ فرد جي تعظيم جو نقصان دور ڪري وحدت جي ڪمال تي دلالت ٿو ڪري ۽ ڪتابت جي اختصار سان لکندڙ ۽ لکائيندڙ جي حال تي بہ هڪ قسم

جي مهرباني نڪري ٿي اچي. تہ پوءِ اهڙي طريقي کي اختيار ڪرڻ سان ڪيئن اعتراض لازم ٿي ٿو سگهي. ۽ جيڪڏهن ڪير چئي تہ ڪتابت جو اختصار ۽ اختصار جي ڪري لکندڙ ۽ لکائيندڙ جي حال تي مهرباني تعظيم جي ترڪ ڪرڻ جي بنسبت آسان آهي. ۽ اصل مطلب بہ اهو نہ آهي تہ پوءِ مان جواب ڏيندس تہ انهيءَ طرز تحرير ۾ جيڪو نقصان سمجهو ٿو وڃي. اهو پهرئين سبب جي ڪري دور ٿي ويو آهي. جنهن سان هر هڪ جي هڪجهڙائي (وحدت) جو ثبوت ٿو ملي ۽ ان سان گڏ جيڪڏهن اختصار ڪتابت ۽ مهربانيءَ جي رعايت بہ پهرئين سبب کان علاوه پيدا ٿي وڃي تہ بيان جي عذر ۾ هڪ قسم جي قوت ئي حاصل ٿي ويندي. بيو اهو تہ آسان سمجهڻ طاقتور جوانن جو خيال آهي ۽ مهرباني عمر رسيده ۽ ڪمزورن سان تعلق رکندي آهي. ببشڪ جنهن جي پيرن ۾ ڊوڙڻ ۽ ڊڪڻ جي قوت هوندي آهي. اُهو وڏن وڏن جبلن تي بہ هموار زمين وانگر هلندو آهي ۽ جنهن جي پيرن ۾ زخم هجي اُهو هموار زمين تي بہ هڪ قدم کڻي هلڻ هڪ گهاٽ کي طئي ڪرڻ سمجهندو آهي. هاڻي ناظرين جي لطف ۽ اخلاق جي عمدگيءَ سان گذارش آهي تہ جڏهن هن ڪتاب ۾ لکيل ڪنهن بہ عبارت جو مطالعو ڪن تہ مٿي ذڪر ڪيل ڪلمات رضي الله عنہ ۽ قدس الله سرہُ کي ۽ تعظيمي ڪلمات جمع ۾ لکيل تصور ڪن ۽ پنهنجي نہ لکيل زبان کي اهڙي عبارتن سان منو ڪن جنهن کي مناسب ڄاڻن ۽ هن ادب جي گداگر جي قلم کي مٿيون عبارتون نہ لکڻ جي الزام کان بري تصور ڪن. ۽ جيڪڏهن ازراهِ عنايت انصاف جي اکين سان ڏسندا تہ ذڪر جو ميدان تقرير جي بيابان جي بنسبت گهڻو تنگ معلوم ٿيندو. مطلب تہ جن دوستن کي هي عذر ۽ معاملي جي اصليت پسند نہ اچي انهن جي لاءِ انهيءَ کان سواءِ بيو ڪو علاج ڪونهي تہ هن ڪتاب جي گريبان ۾ جيڪو چاڪ ٿيڻ (ڦاٽڻ) جو عيب اچي ويو آهي ان کي مهرباني فرمائي سبي ڇڏن. ائين ئي نہ ڪن تہ مٿي لکيل ڪلمات زبان مان ڪڍي انهيءَ ڦاٽل حصي کي وڏيڪ نقصان پهچائن هو پاڻ راقم سان گڏجي هن عيب ۽ عار ۾ شريڪ نہ ٿين. مان نہ ٿو سمجهان تہ هن کان سواءِ بيو ڇا چوان ۽ ڇا لکان. جنهن سان نڪتا پڪڙڻ وارن ماڻهن کي چپ ۽ سڪون اچي. لکندڙ جي فراست ۽ حال جي حقيقت جي موافق ڪوشش جيڪا آهي بس ايتري قدر آهي. ۽ عذر خواهيءَ جي باري ۾ جيڪا ڳالهہ وڌيڪ پسند

تي سگهي ٿي اها لائق اعتراض ڪندڙجي ويجهو هوندي. اميد اٿم تہ جنهن فڪر سان اعتراضات ڳولڻ ۾ ڪم ورتي ٿو سگهجي ان فڪر ڪان انهيءَ جي بجاءِ اعتراضات جي تحسين ۽ آفرين جا سبب پيدا ڪرڻ جو ڪم ورتو وڃي وَالسَّلَامُ عَلىٰ مَنِ اتَّبَعَ الْهُدىٰ (جنهن شخص هدايت جي رستي جي پيروي ڪئي اُن جي سلامتي آهي).

هي بلڪل سچ آهي تہ جيڪڏهن تعينات جوپردو جيڪو حقيقي وجود جي منهن تي پاتل آهي، ڪٽي ڇڏجي تہ عيب ۽ هنر سڀ هڪ ئي درجي ۾ ٿي پون. ۽ امڪاني نسبتون ۽ امڪاني اعتبارات، واجب الوجود جي خاص فعلن جي طرف منسوب ٿي وڃن. ڀلائي ۽ برائيءَ سان شين جي تميز ان وقت تائين آهي، جيستائين اُهي شيون جمال ۽ جلال جي پردي ۾ لڪل آهن بيشڪ ڀيائي ۽ ٻين کي ڏسڻ سان دل تي آخرين نتيجو ظاهر ٿيندو آهي ۽ ڪنهن غير جي طرف کان ڀلائي ۽ برائي ڏسي آرام ۽ نفرت ٿيڻ، شرمندگي پيدا ڪندو آهي. لهذا بهتر اهو آهي تہ مان اڄ خيالات ۽ وهمن جي شڪنجي ڪان آزادي حاصل ڪري نہ عيب ڪڍڻ واري ڪان انصاف جي خواهش ڪيان ۽ نہ هنربين ڪان آفرين جي اميد رکان بلڪ پنهنجي ذات کي هِي ۽ هُوءَ جو آئينو سمجهي باصفا هڪ رنگ وارو ٿي وڃان.

ڪا فڪر جي ڳالهہ نہ آهي حريف بيگاني جي من ۾ جيڪي ڪجهہ هوندو آهي اُهو ظاهر ٿي پوندو آهي ڇو تہ اُها ڳالهہ هن جي باطن جي ناهيل هوندي آهي، نہ چوڻ واري جي مافي الضمير ۽ نہ لکڻ واري جي قلم جي تحرير.

هڪ ڏينهن، مون پنهنجي ساٿين سان گڏ يڪجهتيءَ جي انجمن منعقد ڪئي هئي، جنهن ۾ هن ڪتاب جا مٿيان حالات بيان ٿي رهيا هئا. مون عرض ڪيو تہ اهو مناسب ٿو معلوم ٿئي تہ اڄ جي رات سامعين کي عالم مثال ۾ جيڪو نالو ظاهر ٿئي يا قلب ۾ القاءَ جي ذريعي الهام ٿئي اُهو ئي نالو هنن چند گڏ ڪيل ياداشتن جو رکي ڇڏجي. ان جي ٻئي ڏينهن سيني سامعين جي روبرو شيخ قطب عالم پنواريءَ جن بيان ڪيو تہ گذريل رات مون شيخ قطب عالم ابن سيد جيءَ کي جيڪو سيد علاؤالدين راڻيءَ جي ساٿين مان آهي خواب ۾ ڏٺو تہ حجاز جي سفر ڪان واپس تشريف فرما ٿيا آهن ۽ راقم جي گهر ۾ اچي لٿا آهن. جڏهن مان سندن خدمت ۾ حاضر ٿيس تہ شيخ گهر جي مالڪ جا

حالات پڇيا. مون جواب ڏنو تہ غوثي حسن اچ ڪلهہ مشائخ قدس الله باسرارهم جا ڪجهہ معرفت جا حالات لکي رهيا آهن ۽ نالي جي تلاش اٿن. حڪم فرمايائون تہ منهنجا سلام چئجوس ۽ مصرع پڙهجان "نهادم نام اين گلزار ابرار"- اميد تہ هن نالي مبارڪ جي خوشخبري ٻڌي جهان جا ناميارا جلد ان کي شايع ۽ عالمگير ڪري ڇڏيندا.

واضح هجي تہ وجود جي مرتبن ۾ ڪوبہ مرتبو اهڙو نہ آهي جتي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ خاص نالو يا رسم مقرر نہ هجي. ان ڪري نالن ۽ صفتن جا آثار ۽ احڪام جيڪي ڪائنات جا اصول آهن. مناسب طريقي سان هر هڪ عالم ۾ جلوه گر آهن. پوءِ سڀ معنائون ٽن قسمن کان ٻاهر نہ آهن. عام مشترڪ ۽ خاص. عام جي واسطي سيني عالمن ۾ ۽ مشترڪ جي واسطي اشتراڪ جي مقام ۾ خاص صورتون ۽ رسمون مقرر آهن. ليڪن جهڙيءَ طرح هر هڪ عالم جون مناسبتون مختلف آهن. اهڙيءَ طرح مٿي ذڪر ڪيل رسمون ۽ صورتون بہ مختلف آهن. رهيو خاص تہ ان جو حال ۽ شان انهيءَ عالم جي طريقي تي آهي جنهن جو هي خاص آهي. اهڙو قرار ڏنو ويو آهي، جو ان جي ماهيت جيڪڏهن ڪشف ۽ مشاهدي جي صاحب هجي، تہ پوءِ رسم ۽ عبارت جو تہ ذڪر ئي ڇا ڪجي. اشارات جي ذريعي سان بہ ٻئي عالم ۾ ظاهر ڪرڻ چاهي تہ نہ ڪري سگهي مگر تشبيهہ ۽ مثال سان جنهن جو نالو بين لفظن ۾ اصطلاح آهي.

محققن جو اصطلاح بلڪل هن طرح آهي. جيئن ڪو شخص بيابان ۾ پيدا ٿيو اُتي ئي هن پرورش حاصل ڪئي ۽ اُتي ئي وڏو ٿيو، پوءِ هو ڪنهن آباد شهر ۾ ويو ۽ ڪجهہ ڏينهن اتي رهي مختلف رنگن ۽ قسمن جي ڪاڌن، عمدن لباسن ۽ سٺين هوادار عمارتن مان مستفيد ٿيو. ان کان پوءِ وري جڏهن پنهنجي جاءِ تي بيابان ۾ ويندو تہ بيابان وارا انهن شين جو حال هن کان معلوم ڪندا. جيڪي صرف شهرن لاءِ مخصوص هجن بياباني نہ هجن ۽ نہ وري بيابان وارن جي زبان ۾ انهن شين جي مقابلي جو ڪو لفظ موضوع هجي تہ اهڙي صورتحال ۾هو بيابان وارو شهر جي هنن عجيب و غريب شين جي خصوصيتن جو بيان ڪهڙي طرح ڪري سگهندو؟ سواءِ انهيءَ جي جو انهيءَ ئي بيابان مان تلاش ڪري اهڙيون چند شيون ٻڌائي سگهندو جيڪي شهر جي موجوده شين جي

مشابهہ هونديون ۽ انهن مشابهت رکندڙ منتخب شين جي نالن جي ذريعي شهر جي عجائبات کي جواب ۾ بيان ڪندو، هي طريقو بيان ڪرڻ جو شهر وڃڻ وارن لاءِ بيابان ۾ واپس اچڻ تي شهر جون خصوصيتون بيان ڪرڻ واسطي ۽ پيا بيابان جا رهواسي جيڪي شهر ايندا ويندا آهن انهن کي شين جي ماهيت سمجهڻ واسطي دستور العمل ٿي ويندو. بس انهيءَ طرح آهي هر هڪ فن جي اصطلاحات جو طريقو.

واضح هجي تہ هر هڪ فن جو استاد انهيءَ فن جي جزويات کي چڱي طرح سڃاڻندو آهي. ان ڪري جيڪو شخص ڪنهن فن جو طلبگار هجي ان لاءِ فن جي استاد جي تعليم گاہ ۾ حاضري ڏيڻ ضروري ڳالهہ آهي. انهيءَ ڪري چوڻي آهي تہ نئون ايندڙ جيستائين فن جي راز ڄاڻندڙن جي تعليمي مدرسي ۾ هڪ عرصي تائين حاضر رهي باقاعده علم حاصل نہ ٿو ڪري ان وقت تائين الفاظن کان اڳتي وڌي اصل اصطلاحن جي معنيٰ تي عبور نہ ٿو حاصل ڪري سگهي. پلي لغت ۽ الفاظن جي بندش پنهنجي جاءِ تي مقامات جي اعتبار کان ڪيتري بہ چست ۽ درست هجي، ليڪن اصل مقصد جو گوهر هٿ نہ ٿو اچي. انهيءَ شخص کي هوشيار سمجهڻ گهرجي، جيڪو هي خيال نہ ڪري تہ مون جيڪي ڪجهہ حاصل ڪيو اهو ئي قوم جو مقصد آهي. خاص ڪري صوفين جي اصطلاحن ۾ پنهنجي لغت دانيءَ تي هرگز خوش نہ ٿيڻ گهرجي ڇو تہ لفظي مفهوم ۽ اصطلاحي معنيٰ ۾ بي حد فرق هوندو آهي. اهو بلڪل صحيح آهي تہ تصوف جا ڪتاب پڙهڻ وارا اهي اهل ڪشف آهن. نہ اهل اڪتساب، ۽ نہ اُهي ماڻهو جن صرف ظاهري علم حاصل ڪيا آهن. پوءِ جيڪو شخص وَعَلَّمْنَاهُ مِنْ لَدُنَّا عِلْمًا. نئون ايندڙ طالب العلم آهي ان لاءِ مناسب اهو آهي تہ پاڻ تي گهمنڊ نہ ڪري ۽ جيڪڏهن الفاظن جي ذريعي قوم جي مراد معلوم نہ ڪري سگهي يا پنهنجي رفتار سان ڪنهن بہ طرح رستو نہ ڪڍي سگهي تہ نفس کي پنهنجو پيشوا نہ بنائي. جيڪو غيرت ڏيارڻ وارو آهي. بلڪ ادب ۽ نياز سان خاڪسارانِ طريقت جي پيرن تي جُهڪي ڇو تہ هي عرش جا شهباز آهن. پهريائين انهن کان همت ۽ توجهہ جي درخواست ڪرڻ گهرجي ۽ انهن اهل حقيقت خدائي گروه جي هدايت ۽ تلقين سان سلوڪ ۽ طريقت جو فائدو وٺڻ گهرجي پوءِ ان ڪانپوءِ گهرجي تہ همت جو سندرو ٻڌي توفيق الاهيءَ جي مدد سان هن رستي ۾ قدم رکي. ۽ حاصل نہ ٿيڻ سان دل ۾ تنگي پيدا نہ ڪري بلڪ صبر ۽سڪون سان توجہ ۽ ڪوشش ڪري.

هاڻي هي بندو غوثي حسن خدا شال هن کي بہ ڪجهہ قدر ابدي معرفت نصيب ڪري جڏهن قلم ۽ زبان سان هن پُر بهار ۽ سرسبز گلزار جي آرائش ۽ باغباني ڪئي تہ پهرئين مسودي ۾ تفصيل سان پنجن قسمن جي دوستن جي ياداشتن جا ٻوٽا لڳايا هئا. هڪڙا اُهي جن ظاهري ۽ باطني صفائي حاصل ڪئي آهي. ۽ جن کي اڳئين زماني جا تاريخ لکڻ وارا تحقيق جا اصحاب ۽ ٻنهين عالمن جا مالڪ چوندا آهن. ٻيا اُهي ماڻهو جيڪي علم جا صاحب آهن. ۽ اُهي پراڻي تاريخ ۾دانشمند اصحاب جي نالي سان ياد ڪيا ويا آهن. ٽيان اُهي جيڪي پاسي ۾ لڪل دشمن (نفس) جي مقابلي ۾ فوج آرائي ڪري رهيا آهن. ۽ جن کي اڳيان لکڻ وارا سالوڪ جي لفظ سان ياد ڪن ٿا. چوٿين اها قوم آهي جيڪا شريعت ۽ سنت جي سڌي رستي تي گامزن آهي. ۽ جن کي قديم زبان ۾ زهاد چوندا آهن. پنجين اُها جماعت جن جوُ اندر آباد ۽ ظاهر ويران آهي. ۽ جن جو نالو اهل اصطلاح جي نزديڪ مجازيب آهي. مگر احتياط ۽ اهتمام سان صحيح ڪرڻ وقتِ زائد شاخن کي ڪاٽي يا ڇانگهي ٻيو نسخو ۽ ٻئي نسخي مان ٽيون نسخو مرتب ڪيو. ۽ هن ٽئين قسم جي نسخي جي پاڪ زمين ۾ پنجن ئي قسم جي سرسبز ٻوٽن کي ڇئن باغن ۾ تقسيم ڪيم ۽ هر هڪ چمن ۾ شائستہ انجمنون قائم ڪيم.

مٿين صورت سان ترتيب ۽ تقسيم انهيءَ غرض سان ڪئي وئي آهي تہ جيئن انهيءَ دل کي موهيندڙ چمن ۽ انجمن جا ڏسندڙ پنهنجي عبرت حاصل ڪندڙ دلين کي ۽ ڏسڻ جي نور سان ٿيڏين اکين کي سرمي سان روشن ڪن ۽ پنهنجو اندر ۽ ٻاهر يعني جسم ۽ جان هڪ ئي خيال ۾ مصروف ڪري حُسن، اخلاق ۽ مبارڪ عادتن کي اختيار ڪن. جنهن جو نتيجو هي ٿيندو جو عالم عقبيٰ ۾ اخلاق ۽ عادتون ڪنوار واري صورت قبول ڪري بهشت جي زينت جو سرمايو ۽ الاهي صفتن جا مظهر ٿي ويندا.

پراڻن ڪشف ۽ ڪرامتن سان ڀريل تاريخي حقائق نامن جي جن صاحبن ورق گرداني ڪئي آهي. اُهي چڱي طرح ڄاڻن ٿا تہ بهشت ۽ جيڪي ڪجهہ بهشت ۾ آهي. دلدارن جو ڏسڻ، دل کي آرام ڏيندڙن جو ديدار، دل کي وڻندڙ گهر سهڻيون دريون، ڇاريون، تخت، فرش، دل کي پسند ايندڙ طعام، دلفريب لباس، غلمان، نغمہ، وڻ، ميوا ۽ چشما وغيره. هي سڀ جا سڀ آدم جي اولاد جا افعال ۽ اخلاقن جون صورتون آهن. جيڪي مجرد نفس ۽ عقل جي بيابان ۾ مرڪب جسمن جي

ذريعي ظاهر ٿيون آهن. ساڳي طرح دوزخ ۽ ان ۾ عذاب جا سامان هي بہ صورتون
ئي آهن جن انساني افعال جي طلسم ۾ حلول ڪيو آهي. دوستن ڪي واضح هجي تہ
قديم محققن جي هيءَ دريافت ۽ ڪشف هڪ آئيني وانگر آهي. جيڪو هر انسان
جي هٿ ۾ آهي تہ جيئن هو پنهنجي ٻئي عالم جي حالت ڪي پنهنجي اڳواٽ ڏسڻ
واري اک سان ڏسي سگهي پوءِ جنهن شخص جو وجود ظاهر ظهور معنوي فردوس ۾
سمجهي خدا پاڪ جو شڪر بجا آڻي ۽ جنهن جي صورت علميہ خارج ۾ جلالي
اسمن جي مظهر قرار ڏني وئي آهي ان ڪي پنهنجو پاڻ ڪي حُڪمي دوزخ ۾ شمار
ڪري الله جلشانه ڪان پناه گهرڻ گهرجي ۽ پوءِ هر ڪنهن ڪي انهيءَ نفس الامري
معرفت جي مدد سان گهرجي تہ خدا شناسيءَ جي بلند مرتبي تي پهچي هيءَ ڳالهہ
دريافت ڪري وني تہ مطلق خلافت هم شڪل سمجهڻ جو ذريعو ۽ هم سريءَ جو
نمونو آهي. ۽ هن معمي ڪي هن طرح حَلُ ڪرڻ گهرجي تہ ناسوتي عالم صورت،
خداوند تعاليٰ جي ازلي صفتن جا علم ۽ آثار آهن. ۽ قدسي جهان انسان جي احوال
۽ افعال جي تصوير آهي. ڇو تہ مُلڪ ۽ ملڪوت جي پيدائش واجب الوجود جي
نالن ۽ صفتن سان ۽ بهشت ۽ دوزخ جي پيدائش انسان جي عملن ۽ اخلاقن سان
آهي. ليڪن جيستائين انسان جي اکين ڪي قبر جي مٽيءَ جو سرمو، ناسوتي رمد
ڪان ڇوٽڪارو ۽ اُخروي زندگيءَ جوڪحل الجواهر، لطافت بين روشني نہ ٿو بخشي.
تيستائين اُهي اکيون بيدارن وانگر هميشہ رهڻ وارن باغن ۾ آتشڪدن جو تماشو نہ
ٿيون ڏسي سگهن. جهڙي طرح صفات وجوبيہ قديميہ جي اقتضا جيستائين وجود
مطلق ڪي تعينات جي امداد ۽ اعيانِ ثابتہ جي اجازت سان امڪاني صورتن جو
لباس نہ ٿو پارائي تيستائين وجود مطلقِ ڪي بيچوني و بيچگوني آسمان ڪان ملڪ
۽ ملڪوت جي ميدان ۾ (جنهن ۾ چون ۽ چند جي گنجائش ٿي سگهي ٿي) نزول نہ
ٿو ڪري سگهي. انهيءَ قسم جي موحدانہ ڪلام ۽ حرف ۽ آواز ڪان بيگاني
مفهوم جي تمهيد ۽ تفصيل هن ڪتاب جي ديباچي ۾ تاويل سان ڪيئن ٿي اچي
سگهي. جيڪو ڪلام جي ڪوتاهيءَ سان نامزد آهي. لهذا بهتر هي آهي تہ نا
تمام فهرست جيتري قدر ڪلام ڪان انجام ڪي پهچي وڃي. بس ان تي ئي اڪتفا
ڪيان. ۽ زبان ۽ ڪلام ڪي بزرگارنِ دين ۽ يقين جي ياد نگاريءَ ۾ بند ڪري
ڇڏيان. باصفا گروه جي دوستيءَ جي بدولت پنهنجي اعمال نامي سان گناهن جي
ڪاراڻ ڌوئي. ان جي جاءِ تي التماس جي قلم سان هي عقيدو لکي ڇڏيان:-

بدان رابہ نيڪان ببخشد ڪريم

يعني: بـُرن کي نيڪن سان گڏ بخش فرماءِ اي ڪريم ( آمين) ۽ انتهائي ادب سان هي فرياد:

الشفاعـة الشفاعـة اي بزرگان عاصيم

يعني: شفاعت ڪيو شفاعت ڪيو اي بزرگو! مان گنهگار آهيان.

معنويٰ قيامت ۾ بلند ڪيان: تہ عبارت پنهنجـي احـوال ۽ افعـال جـي محاسبي مان آهي.

**اَللّٰهُمَّ ارْزُقْنَا مَا اَعْطَيْتَ فِيْ عِلْمِكَ بِلَا عَمَلٍ مِّنَّا حَتّٰي لَعَلَّمَ حَقِيْقَـةَ قَوْلِنَا بِاَمْرِكَ قُلْ لَّنْ يُّصِيْبَنَا اِلَّا مَاكَتَبَ اللّٰهُ لَنَا.**

خدا ڪري- دانش آباد دل جي عمارت- جهالت جي خرابيءَ سان، ۽ آزاد خاطر جي بي تعلقيءَ جي نـَوبهار، علائق جي خزان کان محفوظ رهي (آمين) هي چند ڳالهيون جن کي منهنجو قلم تاليف ڪري رهيو آهي. انهيءَ بـاري ۾ آهـن تـہ هـن ڪتاب جي مطالعي جي وقت جنهن شخص جي دل زود فهميءَ ۽ سرعت انتقال جي مشتاق هجي اُن کي ڪنهن لقب ۽ خطاب کي معلوم ڪرڻ ۾ هي رڪاوٽ يا فڪر پيدا نہ ٿئي تہ فلاڻو لقب يا خطاب ڪنهن جو آهي. ۽ ان جو مرجع ڪهڙو بزرگ آهي ان ڪري هڪ خاص صفحي ۾ وضاحت جي قلم سان لکان ٿو تہ (1) معين الاولياءَ مان مطلب سلطان ڪشور ڪشاءِ ولايت ۽ ڪرامت خواجہ معين الدين حسن سنجري چشتي آهن. جن جي آرامگاهہ اجمير ۾ آهي. (2) قطب المشائخ يا قطب الاولياءَ مـان مطلب خداوند خلافت عظميٰ خواجہ قطب الدين بختيار اوشي جن جي بـابرڪت ذات آهي (3) نظام العرفايا نظام الاوليا سلطان مشائخ عارف اطوار ڪاشف اسرار شيخ نظام الاولياءَ جن جو مبارڪ لقب آهي. هي ٻئي بزرگ خاندان چشت جا چراغ آهن، سندن آخري آرامگاهہ دهليءَ ۾ آهي. (4) بهار الاسلام يا بهار الاولياءَ مان مقصد قافلہءِ سالار طريقت راهنماءِ سالڪان شـاهراهہ حقيقـت مخـدوم شـيخ بهـاءُ الديـن زڪـريـا ملتاني آهن. (5) غوث الرحمـن يا غوث الاولياءَ، شاهنشاہ اقليم جامعيت ابوالمؤيد حميدالدين شيخ محمد غوث جن جو پاڪ خطاب آهي، جن جو مزار مبارڪ گواليار ۾ آهي. (6) لفظ وجيہ الملتہ مان مراد دانش آموز صوري ۽ معنوي- بينش اندوز حقيقي ۽ مجازي اِستادي شيخ وجيہ الدين احمد ابـن نصرالله علوي احمد آبـادي آهن. (7) ۽ ڪلمات مسيح القلوب يا مسيح الاولياءَ مان مراد، حافظ الاوقات رافع الدرجات شيخ عيسيٰ ابن قاسم سنڌي (پاٽائي ثم برهانپوري) جي ذات فيض آيات آهي. مدظلہُ.

## بسم الله الرحمن الرحيم

## ڦهريون چمن

هن چمن ۾ ستين صديءَ جي صوفين، علم وارن، پرهيزگارن، خدا پرستن ۽ مجذوبن جي احوال ۽ افعال جو بيان آهي. اي عقل اٿي ويهه، ۽ ڪجهه شونق ڪان ڪم وٺ ڏس هن چمن جي هر هڪ ياد ڪي طوبيٰ چئي ٿو سگهجي، جنهن ۾ هر قسم جا دل ڪي وٽندڙ ميوا موجود آهن. هنن ميون مان هر ناڪام ۽ ڪامياب ٻنهين ڪي انهيءَ خداوند تعاليٰ جلشانه جي شڪر جو موقعو حاصل ٿئي ٿو. جنهن انسان جي عجيب ۽ غريب ٻوٽي ڪي ڦهريائين علم ۽ بعد ۾ عين جي باغ ۾ لڳايو، ۽ جيستائين قيامت جي خزان نه ايندي تيستائين هو هُن جي نوعي ٽُڙ مان فردن ۽ احوالن جون گهاٽيون شاخون ۽ پن اهڙي طرح پيدا ڪندو رهندو ته جيئن اگين شاخ يا پن ٽُٽي ٻه پون ته ان جي جاءِ تي فوراً ٻي شاخ يا پن قائم ٿي وڃي ۽ انهيءَ مان مطلب هي آهي ته حقيقي وجود جي وڻ جي مشابهت هن ۾ نمايان هجي. جنهن جو عظيم الشان ٿُڙ ذاتي وحدت، ٿاريون صفتون، ۽ پن تجليات آهن. هيڏي اچو هيڏي:

بوستان از دوستان سازيم و مستي هاڪنيم

(دوستن سان باغيچي ڪي ٺاهيو اٿم ۽ ان مان مَستي حاصل ڪئي اٿم)

# شاه يوسف ملتاني رحمة الله جي ياد ۾

پيدائش تہ ڪابل جي علائقي ڪرويز ۾ ٿي هئن. مگر پاڻ هجري سن پنج سَوُ پنجاهہ ۾ ملتان ۾ اچي قيام فرمايائون. سندن زندگيءَ جي زماني جا واقعات عجيب و غريب ۽ بي شمار آهن. جيڪي سڀ جا سڀ تہ بيان ۾ نہ ٿا اچي سگهن. رحلت فرمائڻ کان پوءِ بہ ڪيتريون ڪرامتون ڪانئن ظاهر ٿيون. سيني کان وڏيڪ عجيب هيءَ ڳالهہ آهي تہ جڏهن ڪو شخص بيعت جي ارادي سان سندن قبر مبارڪ تي ويندو هو تہ پاڻ قبر تي پيل پڙ اندران هٿ ٻاهر ڪيندا هئا ۽ مريد جي هٿ تي رکي يَدُ اللهِ فَوۡقَ اَيۡدِيۡهِمۡ (الله جو هٿ انهن جي هٿن جي مٿان آهي) جي آثار جو ثبوت ڏيڻ فرمائيندا هئا. شيخ صدرالدين ابن شيخ بهاءُ الدين ذڪريا قدس سرهما جي مبارڪ زماني تائين هي سلسلو جاري رهيو. جيئن تہ صدرالملتہ جي ڪوشش هن باري ۾ گهٽي اها رهندي هئي تہ آنجهاني معاملات لڪل رهن، ان ڪري سندن اها روش صدر الملتہ جي طبيعت جي خلاف هئي، هڪ ڏينهن صدر الملتہ شاه يوسف جي قبر تي پهتا ۽ فرمايائون تہ يوسف! هٿ اندر ڪر ۽ هٿ ڏِکهي ڪرڻ ڪي ڇڏي ڏي. ان جي جواب ۾ قبر مان آواز آيو تہ صدر! اڄ درويش جو هٿ تو پوئتي ڪيو آهي تہ تنهنجو نالو بہ درويش زماني جي لوح (فرهيءَ) تان مِٽائي ڇڏيو. اهوئي سبب آهي تہ شيخ بهاءُ الدين کان پوءِ شيخ رڪن الدين جو نالو ماڻهن جي زبان تي جاري آهي ۽ صدرالاسلام جو نالو وچ ۾ نہ ٿو اچي ان جي باوجود جو صدر الاسلام- رڪن الاولياءَ جا والد بزرگوار آهن قدس سرهم- شاه يوسف رحمة الله جن جو پير شاه قسور جنيدي علوي ڪرويزي آهي ۽ هي اويسي هئا.

اويس صوفين جي اصطلاح ۾ ان شخص کي چوندا آهن جنهن ظاهري طرح پير جي هدايت کان سواءِ ئي خاص مبدءُ الهيتہ کان ولايت جو فيض پهچي ۽ بس- ڪن جي راءِ هيءَ آهي تہ جيڪو شخص قول ۽ فعل ۾ ۽ اعتقاد ۾ سنتِ رسول صلى الله عليه وسلم جو اتباع ڪري ۽ ان تي هلي ۽ اهڙيءَ طرح جناب خاتم النبوت والشريعة عليہ السلام جن جي پاڪ باطن کان فيض حاصل ڪري اُهو اويسي هوندو آهي. ڪي وري اهو چوندا آهن تہ حضرت خضر عليہ السلام کان جنهن کي فيض پهچي اُهو اويسي آهي. ڪن جو اهو خيال آهي تہ جيڪي صاحب

ولايت جامع محمديہ جا سجاده نشين آهن عليٰ صاحبها افضل الصلواة انهن جي باطن کان جنهن شخص کي فيض حاصل ٿئي ان کان سواءِ جو هو ظاهر ۾ خدمت کري، اُهو اويسي هوندو آهي ۽ کن جو عقيدو هي آهي تہ جنهن شخص کي اولياءِ امت مان کنهن جي بہ باطن کان بغير رسمي بيعت جي هدايت حاصل ٿئي ان کي اويسي چوندا آهن.

هي مرتبو گهڻن دوستن کي گذريل زماني ۾ حاصل هو ۽ هاڻي بہ حاصل آهي. (1) بابا حاجي روزبہ- هي گذريل زماني جي دهليءَ جي اوليائن مان آهن. مشهور هي آهي تہ راجا پٿور جي زماني ۾ قلعي جي مورچي ۾ گوشي نشين هئا ۽ سندن برکت سان هزارين ماڻهو مسلمان ٿيا. (2) پير علي هجويري رحمة الله جن جي آرام گاه لاهور ۾ آهي. (3) شيخ جلال الدين پوراني رحمة الله جن جو حال مولانا جامي رحہ قدس الله سرهُ جن بہ کتاب نفحات الانس ۾ لکيو آهي. (4) شيخ حسين زنجاني (5) سيد ابراهيم اويسي رحمة الله (6) شيخ موسيٰ آهنگر لاهوري (7) شيخ محمد نو مسلم بنگشي رحمة الله افغانن جو پير (شيخ احمد متوکل اجيني رحمة الله ۽ انهن کان علاوه بہ کيترائي بزرگ اويسي ٿيا آهن قدس اسرارهم- چنانچہ هر کنهن جي ياد ۾ ذکر کيو ويو آهي.

## شيخ ابوالحسن علي رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ ابو علي عثمان هجويري رحمة الله جلابي غزنوي رحمة الله جا فرزند آهن. آخري آرامگاه لاهور ۾ آهي. عارف- عالم- موحد- محقق- اهل تصنيفات ۽ شاعر هئا. کشف المحجوب ۾ لکيل آهي تہ مون هڪ ديوان لکيو جن جي غزلن جي مقطع ۾ تخلص نہ رکيو هوم. هڪ چوريءَ کرڻ واري چا کيو جو انهن غزلن مان اول کان آخر تائين پنهنجو تخلص داخل کري ڇڏيائين. لهذا مان انهيءَ خوف کان هن رسالي جي اندر هر هڪ مقام تي تقريب کڍي پنهنجو نالو وضاحت ۽ صراحت سان لکان ٿو. گهڻن جو اهو خيال آهي تہ شيخ سلوڪ جي آغاز ۾ اويسيہ هئا. ليکن شيخ پاڻ لکيو آهي تہ طريقت ۾ منهنجو پير شيخ ابوالفضل محمد ابن حسن جيلاني رحمة الله آهن. جيکي حضرت شيخ ابوالحسين خضرمي رحمة الله جا وڏا خليفا آهن ۽ ابوالحسين ابوبکر شبلي جا شاگرد آهن

قدسناالله باسرارهم.

تواريخ مشائخ جي اڳين مصنفن جو خيال آهي تہ ڪشف المحجوب جا مصنف اُهي بزرگ آهن جن جي مزار مبارڪ لاهور ۾ آهي ۽ ڪي چون ٿا تہ ڪشف جي مصنف جي خوابگاه غزنين ۾ آهي پر پهريون بيان هئي بيان جي بنسبت صحت جي لحاظ کان درست آهي.

## شيخ فخرالدين حسين زنجاني رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾- خوابگاه لاهور

سندن مواحدانہ قولن مان آهي تہ **اَلْفَقِيْرُ عِنْدِيْ مَنْ لاَ قَلْبَ لَهٗ وَلاَرَبَّ لَهٗ** (منهنجي نزديڪ فقير اُهو آهي جنهن جو قلب نہ هجي ۽ نہ ان جو ڪو رب هجي) توحيد ذاتيءَ جي تجليات جا جتي ٻيا ڪشف آهن. انهن مان هڪ هيءُ ڪشف بہ آهي ۽ گهڻو بلند مرتبي جو ڪشف آهي. ان جي مٿاهين مقام تي هرڪو سالڪ نہ ٿو پهچي سگهي. شيخ جمالي دهلوي رحہ جن سيرالعارفين ۾ لکيو آهي تہ شيخ سعدالدين حموي رحمۃ اللہ علیہ اگرچہ شيخ نجم الدين ڪبريٰ رحمۃ اللہ علیہ جا مريد آهن ليڪن سلوڪ ۽ توحيد جا مزاج پير زنجاني رحمۃ اللہ علیہ جي هدايت سان طئي ڪري ڪمال حاصل ڪيو هئن. ۽ جڏهن خواجہ معين الاولياءَ چشتي اجميري هندستان ۾ تشريف فرما ٿيا تہ ان وقت چند ڏينهن پير زنجاني رحمۃ اللہ علیہ جن وٽ لاهور ۾ سندن صحبت ۾ قيام فرمايو هئائون. گڏ ويهي رازداري ۽ خدا شناسيءَ جون ڳالهيون ڪندا هئا قدسنا الله باسرارهم.

## بابا حاجي رتن ابن نصر هندي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن ڪنيت ابوالرضا آهي. ڪي چون ٿا تہ پاڻ اولياءِ امت مان آهن. ڪي چون ٿا تہ پاڻ اصحابن سڳورن مان آهن. هڪ بزرگ شيخ رضي الدين علي ابن سعيد لالا ابن عبدالجليل غزنوي رحمۃ اللہ علیہ هئا جيڪي حڪيم سنائي رحہ جن جا سوٽ هئا ۽ حڪيم سنائي رحہ شيخ نجم الدين ڪبريٰ جن جا مريد هئا. ۽

هڪ سؤ چويهہ مردانِ خدا جا خليفا هئا. هي بزرگ لکي ٿو تہ مان هجري سن ڇهہ سؤ ويهہ ۾ هندستان آيس ۽ بابا رحہ سان مليو هئس ان وقت بابا رحہ حضرت خاتم النبياءَ عليہ السلام جن جو خاص ڦڻي مبارڪ جيڪو منهنجي نالي ٿيل هو مونکي عطا فرمايو هو ۽ اهو تہ سرور انبياءِ عليہ السلام جن جي جلسي جون چند ڳالهيون فرمايون هئائون.

شيخ علاؤالدين سمنائي رحہ جن هڪ ڪتاب لکيو آهي "فصل الخطاب"۔ جنهن ۾ پاڻ احاديث رتنيہ جي تصديق ڪئي اٿن. ۽ ان ۾ خواجہ محمد پارسا بخاري رحہ نقشبندي جي بہ روايت لکي اٿن، انهيءَ ڪتاب ۾ لکيو اٿن تہ مان شيخ علي لالا رحہ جن جي خذمت ۾ پهتس ۽ بابا رحہ جي هٿان ڦڻي ملڻ جو معاملو مون ٻڌو. ۽ اُهوئي ڦڻي مبارڪ اڄ مونکي پهتو آهي. ليڪن محدثن جي جماعت انهن تي طعن ٿي ڪري.

چون ٿا تہ سبڪتگين جو پٽ سلطان محمود. حديث نبوي ﷺ اهڙي شخص کان ٻڌڻ گهرندو هو جنهن بغير واسطي جي خاص رسول الله ﷺ جن کان حديث ٻڌي هجي. انهيءَ وقت خبر پئي تہ هندستان ۾ هڪ وڏي عمر جو شخص موجود آهي جيڪو پاڻ کي صحابہ ڪرام ۾ شامل ٿو ڪري. سلطان تمام وڏي عزت ۽ التجا سان کين غزنين ۾ اچڻ جي تڪليف ڏيڻ گهري. مگر پاڻ قبول نہ ڪيائون. جيستائين گهڻو مال متاع سندن وٽ نہ پهتو. جڏهن پاڻ وڏي عمر جا هئا، دارالخلافہ ۾ پهتا تہ سلطان سندن استقبال ڪيو، رقم ۽ گُلَ سندن مٿان نڇاور ڪيائين. پاڻ پنهنجي هٿن سان انهن پڪڙيل سنگ ريزن کي فراهم ڪيائون، هي حال ڏسي سلطان ۽ سڀ امير سخت تعجب ۾ اچي ويا ۽ دريافت ڪيائون تہ پهريائين هيترا عالم ۽ مشائخ توهان کي وٺڻ لاءِ ويا مگر توهان قبول نہ ڪيو جيستائين اسان مال نہ موڪليو ۽ هتي بہ توهان کي حجريات کي گڏ ڪندي ڏٺو ويو. هي فنا جي صاحبن جو تہ ڪم نہ آهي. پاڻ جواب ۾ ٻہ حديثون روايت ڪيائون.

(1) **اَلْاِنْسَانُ عَبِيْدُ الْاِحْسَانِ** (انسان احسان جو غلام آهي).
(2) **يَشِيْبُ ابْنُ اٰدَمَ وَيَشِبُّ فِيْهِ خَصْلَتَانِ الْحِرْصُ وَطُوْلُ الْاَمَلِ** (آدم جو اولاد پوڙهو ٿي ويندو آهي مگر هن ۾ بہ عادتون جوان ٿي وينديون آهن هڪ حرص بيو طول امل). هي بہ حديثون ٻڌائي پاڻ سلطان ۽ سيني اڪابرن جي ديرينہ آرزو پوري ڪئي. راقم جي خيال ۾ هيءَ ڳالهہ ٿي اچي تہ جڏهن سوال هن

قسم جو هو تہ هي فعل درويشي منصب جي مناسب نہ آهي تہ جواب ڏيڻ واري جواب جي جاءِ تي بہ حديثون ٻڌائي ٿي ڪم ڪيا پهريون سلطان جي آرزو پوري ڪئي جيڪو اصحابي ﷺ جي زباني حديث ٻڌڻ جو خواهشمند هو ٻيو ڪسر نفسيءَ ڪان ڪم وٺندي پاڻ کي عوام ۾ شمار ڪيائون ۽ ٻنهين حديثن کي بظاهر متئين سوال جو جواب بنايائون. ٽيون اشاري سان ٻڌايائون تہ هٽ ميرا ڪرڻ حرص ۽ احتياج سان نہ آهن بلڪ روايت حديثن جي تقريب سان آهي.

شيخ ابن حجر عسقلاني رحمۃ اللہ جن ڪتاب "الاصابتہ في تعريف الصحابتہ" ۾ بابا رحمۃ اللہ جو ذڪر لکيو آهي ۽ سندن حالات جي متعلق ڪيتريون ئي ڳالهيون لکيون اٿن. تہ بابا رحمۃ اللہ جن جي نفس قدسيءَ جاهليت جي زماني ۾ عنصري لباس پاتو هو. هڪ ڳوٺ متعلق دهلي يا لاهور ۾ ۽ هوش سنڀالڻ شرط پاڻ هڪ قافلي سان گڏ عربستان جو سفر ڪيائون. عربستان جو سير ڪري واپس هندستان آيا تہ خبر پين تہ پيغمبر آخرالزمان عليہ السلام جن جي بعثت ٿي آهي. چنانچہ ٻيهر سمنڊ جي رستي مڪي معظمہ ڏي ڪوچ ڪيائون ۽ صحبت جي سعادت حاصل ڪيائون. ڪجهہ ڏينهن خذمت ۾ قيام ڪري وري هندستان واپس آيا ۽ پنهنجي مڪار نفس سان گهٽيون لڙايون وڙهي آخر فتح حاصل ڪيائون ۽ سڄي دنيا کي مشرق ڪان مغرب تائين ماپي ورتائون (سير ڪيائون) عجيب عجيب خوفناڪ جاين تي چلي ڪشيون ڪيائون. ۽ جهوپڙيون ٺاهيائون. ڇهين صديءَ ۾ جيڪي سعادتمند هئا اُهي هن بابا جي ڪري تابعين رضوان الله عليهم اجمعين جي شرف سان مشرف ٿيا ۽ بابا رحہ ستين صديءَ ۾ رحلت فرمائي. هوشيار سياح چئي ٿو تہ سرانديپ ۾ صفي الله علیٰ نبينا و عليہ السلام جي قدمگاه جي ويجهو سندن قبر آهي.

## خواجہ معين الدين حسن حسيني سنجري قدس الله سرهُ رحمۃ اللہ جي ياد ۾

هجري سن پنج سوٴ ستٽيهہ ۾ سندن علمي صورت عنصري خلعت پائي ڳوٺ سنجر ۾ جيڪو علائقي سجستان ۾ آهي غيب جي پردي ڪان شهود جي عالم ۾ ورود فرمايو. ليڪن سندن پرورش خراسان جي صوبي ۾ ٿي. سندن

والد بزرگوار غياث الدين حسن کين يارهن سالن جي عمر ۾ يتيم ڇڏيو. انهيءَ دوران هڪ ڏينهن ابراهيم نالي هڪڙي مجذوب الاهيءَ جو سندن باغ ۾ گذر ٿيو. پاڻ هڪ انگور جو ڇڳو انتهائي ادب ۽ انڪساريءَ سان انهيءَ مجذوب جي اڳيان پيش ڪيو. مجذوب جي هٿ ۾ ترن جي کڙ جو هڪ ٽڪرو هو جنهن کي پنهنجي ڏندن سان چٻاڙي سندن وات ۾ وڌائون. جڏهن اُهو پيٽ ۾ پهتو تہ اندر ۾ اهڙي ڪيفيت پيدا ٿي جو سڀ تعلقات هڪدم نيست و نابود ٿي ويا لهــذا انهن کي دل مان ڪڍي حقيقي رهنما جي ڳولا ۾ نڪتا. سڀ کان پهريائين نيشاپور ۾ قدوة الاولياءَ حضرت خواجہ عثمان هاروني قدس الله سرهُ جي خدمت ۾ پهتا ۽ بيعت ٿيڻ کان پوءِ اڍائي سال پنهنجي پاسي ۾ لڪل دشمن نفس جي اصلاح لاءِ ڪوشش ڪندا رهيا ۽ آخرڪار ڪامياب ٿيا. جڏهن هتان خلافت جو خرقو عطا ٿين ۽ سند ملي وين تہ پوءِ ٻين خدا جي شناسائن جي ملاقات جي ارادي سان دنيا جو سير شروع ڪيائون ۽ مشائخن قدس سرهم جي خدمت ۽ صحبت سان گهڻو فيض حاصل ڪيائون. اولاً ڪوهہ جوديءَ جي دامن ۾ جيڪو بغداد کان ستن منزلن جيترو پري آهي. اسوة العرفاء حضرت شيخ محي الدين سيد عبدالقادر جيلاني قدس الله سرهُ جن جي حضور ۾ پهتا ۽ جيڪو ازلي حصو نصيب ۾ لکيل هئن اهو حاصل ڪيائون. اهڙيءَ طرح سنجار ۾ نجم الاوليا شيخ نجم الدين ڪبريٰ رحہ سان، بغداد ۾ شيخ ضياءُ الدين ابوالنجيب سهروردي رحہ، همدان ۾ شيخ يوسف همداني رحہ سان، تبريز ۾ شيخ ابو سعيد رحہ ۽ شيخ جلال الدين تبريزي المعروف مولانا رومي رحہ سان، استر آباد ۾ شيخ ناصرالدين رحہ، غزنين ۾ شمس العارفين عبدالواحد پير شيخ نظام الدين ابوالمومد رحہ ۽ لاهور ۾ شيخ حسين زنجاني رحہ مرشد شيخ سعد الدين حمويہ رحہ شيخ اوحدالدين ڪرماني رحہ ۽ شيخ الشيوخ حضرت شهاب الدين عمر سهرودي رحہ سان جن سان ملاقاتيون ڪيون ۽ هنن باخبر مقبولان بارگاه ايزدي مان هر هڪ جي خدمت ۾ ڪجهہ ڏينهن حاضر رهي خدمت ڪئي. رازداريءَ جون ڳالهيون ٿينديون رهيون ۽ گهڻو ڪجهہ معرفت الاهيءَ جو سرمايو هٿ آين. گويا خدائي معرفتن جو پاڻ خزانو بنجي پيا هئا.

سندن حالات جو مختصر بيان هي آهي تہ ماڻهن سان تمام گهٽ ملندا هئا. جبلن ۽ ريگستانن ۾ اڪثر گذاريندا هئا. هميشہ تيرڪمان ساڻ رکندا هئا

۽ پنهنجي غذا شڪار ڪري پوري ڪندا هئا. پراڻا ڪپڙا چتيون هڻي پائيندا هئا. گهٽ ڪائڻ جي عادت هئن. صبح جي وضوءَ سان سومهڻيءَ جي نماز ۽ هڪ ڏينهن ۾ ٻه دفعا قرآن پاڪ ختم ڪندا هئا.

هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته پاڻ سبزوار ۾ ظالم شخص جي باغ ۾ داخل ٿيا. مالهيءَ حاضر ٿي باغ جي مالڪ جي ناقابليت جون ڪجهه ڳالهيون گذارش ڪيون. مگر پاڻ ان تي ڪوبه خيال نه ڏنائون ۽ باغ کان ٻاهر نه نڪتا. ايتري ۾ باغ جو مالڪ پنهنجي تونگراڻي انداز سان باغ ۾ داخل ٿيو جڏهن خواجه معين الاولياءَ وٽ پهتو ته هن جي جسم تي ڏڪڻي تاري ٿي وئي ۽ منهن جو رنگ ڦري ويس لاچار ٿي تونگراڻي مستي ڇڏي خادمن وانگر هٿ ٻڌي بيهي رهيو. خواجه هڪ بي پرواهيءَ جي نگاه سان هن ڏي نهاريو ته هن جو هوش اڏامي ويو. جڏهن مالهيءَ خواجه ؒ جي حڪم سان هن جي منهن تي پاڻي ڇڙڪايو تڏهن هو هوش ۾ آيو ۽ نياز منديءَ سان سامهون زمين تي ڪري پيو. حڪم ڪيائونس ته نالائق حرڪتن کان باز اچ. توبهه ڪري بيعت ڪيائين ۽ هن جي سيني همراهن به فرمانبرداري قبول ڪئي.

چون ٿا ته جنهن سال معزالدين سام دهلي فتح ڪري قطب الدين ايبڪ جي سپرد ڪئي ۽ غريبن کان واپسي دوران فوت ٿيو. انهيءَ ئي سال خواجه رحه جي مبارڪ قدمن دهليءَ جي خاڪ کي شرف بخشو هو. جيئن هتي ماڻهن جي آمدورفت گهڻي ٿي ۽ اهو هجوم ڪين پسند نه آيو لهذا پاڻ اجمير جي طرف رُخ ڪيائون. وقت جي حاڪم سيد حسين مشهديءَ کي اجمير جو فوجدار مقرر ڪري خواجه رحه جن سان گڏ روانو ڪيو. فوجدار دل آوري ۽ شجاعت جو ڪمال ڏيکاريو جنهن جي ڪري ڪيترا ماڻهو مسلمان ٿيا ۽ ڪي اسلام جا مطيع ٿيا. آخرڪار فوجدار شهادت جو شربت پيتو ۽ اُتي ئي هڪ جبل تي هميشه لاءِ آرامي ٿيو.

چون ٿا ته خواجه رحه ٻه دفعا سلطان شمس الدين التمش جي زماني ۾ خواجه قطب الدين قدس الله سرهُ جي ديدار لاءِ دهليءَ ۾ آيا هئا ۽ جنهن گهر ۾ هاڻي شيخ رشيد مڪي ؒ جي خوابگاه آهي اتي اچي لهندا هئا. پهريون دفعو جيڪو دهليءَ کان اجمير ويا هئا ته سيد حسين مشهدي فوجدار جي ڏاڏي بزرگوار سيد وجيه الدين حسينيءَ جي نياڻيءَ سان نڪاح ڪري ساڻ وني ويا هئا. ستاويهه سال انهيءَ پرده نشين ۽ باعصمت بي بيءَ سان خوش و خورم زندگي گذاريائون ۽

پٽن جو اولاد بہ ٿيو. پاڻ 97 سال عمر تي پهچڻ بعد 6 رجب هجري 633 آخرت ڏي روانہ ٿيا ۽ اجمير ۾ آرامگاه تيار ٿي. اڄ اُها عمارت نهايت عاليشان آهي ۽ هر سال ماڻهو هر ملڪ مان ٽولن جا ٽولا عرس جي موقعي تي اچي جمع ٿيندا آهن ۽ جيڪي بہ چشتي سلسلي جا مشائخ هندستان ۾ دفن آهن سڀ پنهنجي خلافت جي سلسلي کي حضرت خواجہ رحہ تائين پورو ڪندا هئا قدس الله اسرارهم. سواءِ هڪ سلسلي شيخ عزيز الله مندو (ماندو) واري جي اُهو شيخ رڪن الدين نهر والا سان ملي ٿو ۽ شيخ رڪن الدين پاڻ ڇهن واسطن سان خواجہ مودود چشتيءَ تائين پهچي ٿو. انشاء الله العزيز هي حال انهن جي ياد ۾ لکيو ويندو.

# انجمن

هيءَ انجمن انهن خدابين صاحبان بصيرت جي بافروغ حالات جي بيان ۾ آهي. جن پنهنجي نسبت جي هٿ سان معين الاولياءَ قدس الله سرهُ جي بيعت جو دامن پڪڙيو ۽ سندن رهنمائيءَ سان خدا طلبيءَ جي رستي ۾ قدم رکيو اتن ڪن خلافت جو خرقو حاصل ڪري زنده دلي حاصل ڪئي ۽ انهيءَ سلسلي ۾ عقلمندن جا گروه درگروه وجي مليا ۽ ڪن وري هن طريقي تي هلڻ جي آرزو ئي نہ ڪئي ۽ هميشہ پنهنجي حجري وحدت ۾ تنها نشين رهيا. قصو ڪوتاهہ جن معنائن جو منهن واضع جي رنگ آميز قلم سان لفظن جي صفحي تي کوليو ئي نہ آهي، انهيءَ معنيٰ جو رستو انديشو ۽ خيال سواءِ تمثيل جي پيرن جي ڪيئن تا هلي سگهن. انهيءَ ڪري هن ذي معرفت گروه جي پُر حقيقت حالات جي تعريف پوري طرح نہ لکي سگهيس ۽ جيئن تہ تشبيهہ کان دل ناخوش هئي لهذا تشبيهات کان ڪم نہ ورتم. لاچار هر هڪ جي نسب و حسب، وطن ۽ مرقد ۽ بيعت ۽ سلسلي جي متعلق چند ڳالهيون اهڙي قلم سان لکيون اتم جيڪي بلڪل ساديون آهن تہ جيئن پڙهڻ وارن کي معلومات ٿئي.

ان جي باوجود جو اصل تمثيل جي منهن تي هڪ پردو هوندو آهي تڏهن بہ تمثيل پنهنجي چمڪ ڏمڪ ڏيکارڻ سان روحاني چهري کي آئيني وانگر جسماني عڪس جي مثل ڪري ڇڏيندي آهي. تمثيل پريَ وينل گوشي نشين کي ائين ئي جلوي گري ڪندي آهي جيئن ويجهن کي نظر ايندو آهي. تمثيل معنيٰ جي پردي

۾ لڪل ڪنوار جي صورت شاهدن جي طور تي ڏيکاريندي آهي ۽ اهو تہ خوبصورت چهرن تي سج وانگر نظر دشواري سان پئجي سگهندي آهي مگر تمثيل انهن چهرن کي آسانيءَ سان نظر اچڻ وارن چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر ظاهر ڪندي آهي. ليڪن اگرچہ نُڪتي ڪي سڃاڻڻ واري طبيعت ڪشف جي شهر جي رهواسين کي تشبيهہ ۽ تمثيل جي مدد سان محسوسات جي آباديءَ ۾ پهچائيندي آهي ۽ انهن کي ڪشف جي گهر مان ٻاهر ڪڍي خيال جي مسند تي اهڙي طرح آڻي ٿي وهاري جو جيڪي ڪجهہ ٻڌو وڃي فهم جي قريب هجي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڏسڻ وارا غور سان ڏسندا تہ غيب جي عالم ۾ لڪلن جو حال نيڪ طرح سان ائين معلوم نہ ڪري سگهندا جهڙي طرح انهن ماڻهن جو حال معلوم ڪري سگهندا جيڪي حواسن ۽ عقل جي ميخاني ۾ مست لڳا پيا آهن. هي ائين ئي آهي جيئن غائب جو قياس شاهد (ظاهر) تي هوندو آهي. ڇو تہ هر عالم ادراڪ لاءِ الڳ الڳ رسم مقرر ڪئي وئي آهي. هڪڙي عالم جي شين جو ٻئي عالم جي رسمن جي ذريعي ادراڪ صرف انهن شين تائين پهچي ٿو سگهي، جيڪي ٻنهين عالمن ۾ مشترڪ آهن. ان کان اڳتي خصوصيات تائين نہ ٿو پهچي. انهيءَ ئي اختلاف جي ڪري جيڪو عالم ڪثرت جي زيبائش جو سبب آهي معرفت جي سامهون ظاهر نہ ٿو ٿي سگهي هر موجود ۽ هر مظهر جنهن کي نالن (اَسمَاءَ) جا ڪمالات ۽ تفصيلي حُسن حاصل آهن ان جي ماهيت جي شناخت هٿ نہ ٿي اچي. ڪائنات جا ذرا هڪ ٻئي کان ممتاز ۽ جدا نہ ٿا ٿي سگهن ۽ رستي هلڻ وارو اهڙيءَ طرح جي رفتار سان تحقيق جي منزل تي نہ ٿو پهچي سگهي. پوءِ اهڙي مقام تي چپ رهڻ- ڳالهائڻ جي مغز کي کَلَ کان جدا نہ ڪرڻ ۽ سچائيءَ کان ڪم نہ وٺڻ دورنگيءَ جي نشاني آهي.

ٻُڌو! تہ اُهو شخص داناءُ آهي جيڪو هستيءَ جي تعريف ڪي جنهن کي ظاهر وارن پراڻي حڪمت ۽ فلسفي جي ڪتابن ۾ مڪڙيءَ جي ڄار وانگر اُڻيو آهي. ان کي چند هيٺاهين آوازن وارن جي ڄار سمجهي ۽ مڪڙيءَ وانگر پنهنجي همت جي پنجي کي اُن ۾ نہ ڦاسائي ۽ ننڍڙي ٻار وانگر رنگين ڳالهين جي فريب ۾ نہ اچي. پنهنجي طرف کان انهيءَ ٿورڙي ملمع شناسيءَ تي شين جي حقيقت کي ڄاڻڻ وارو تصور نہ ڪري. وهم ۾ وجهڻ وارن ڪاغذي نقشن کي مُنديءَ وانگر دل جي صفحي ۾ جڳهہ نہ ڏئي. جن نقشن جاءِ پڪڙي ورتي آهي انهن کي مٽجي

وجڻ وارو سمجهي وسارڻ جي مدد سان سادو بنائڻ جي ڪوشش ڪري ۽ انهيءَ بلند مرتبي واري گروه جي پيرويءَ سان عرفان جو رستو اختيار ڪري قلب جي صفائي سان وَالَّذِينَ جَاهَدُوْا فِيْنَا لَنَهْدِيَنَّهُمْ سُبُلَنَا (۽ جن ماڻهن اسان جي دين جي ڪم ۾ ڪوششون ڪيون. اَسين بہ انهن کي ضرور پنهنجو رستو ڏيکاريندا سين) هن طرح رياضت سان حاصل ڪري ڪشف جي اکين سان خلوت ۽ جلوت وارن پنهين جو تماشو ڏسي، انڌ ڄاڻائي ۽ وهم پرستيءَ مان نڪري وڃي ۽ باطني ادراڪ جي روشنيءَ ۾ حقيقت جي باغن جو سير ڪري جامعيت جي تخت تي خليفي جي حيثيت ۾ ويهي تہ جيئن هن جي مضبوط ادراڪ جي سامهون پين ضعيف ادراڪ وارن جون اجايون اصطلاحون، عمده حيثيت ۾ وڪرو ٿيڻ نہ گهرجن ۽ سيني جي استعداد جو ذاتي جوهر جنهن بہ قدر ۽ قيمت جو هجي انهيءَ اصل قدر ۽ قيمت کي خريد ڪيو وڃي. ان وقت مضمون لَوْ كُشِفَ الْغِطَاءُ مَا ازْدَدْتُ يَقِيْنًا (جيڪڏهن پردو کلي پوي تہ مان يقين جي اعتبار کان ڪجهہ وڌيڪ نہ ٿي پوندس) جو نقد ان کي حاصل ٿي ويندو ۽ ان جو يقين ايترو تہ بلند درجي تي پهچي ويندو جتي ڪنهن بہ قسم جي گهٽ وڌائيءَ جي ڪابہ گنجائش نہ هوندي. هاڻي مان انهن چند دوستن جو حال لکان ٿو جيڪي انهيءَ خوبيءَ ۽ حسن شمائل سان موصوف آهن.

## ياد ارجمند فرزندان معين الاولياءَ قدس الله اسرارهم رحمة الله عليه جي ياد ۾

ڪي چون ٿا تہ ڪين فرزند ڪونہ هو. ۽ ڪي چون ٿا تہ سندن بہ گهر واريون هيون. هڪڙي سيد وجيہ الدين مشهديءَ جي نياڻي ۽ ٻي هڪڙي راجا جي ڌيءَ هئي جيڪا خواجہ رحمة الله عليه جي هڪ مريد ملڪ خطاب جي قيد ۾ اچي وئي هئي. ان کي ذڪر ڪيل مريد پير جي خدمت ۾ موڪلي ڇڏيو هو. اهڙيءَ طرح سلطان التارڪين ناگوريءَ جو بيان بہ خواجہ کي عيالدار هجڻ تي دلالت ڪري ٿو جنهن کي هن جي فرزند شيخ فريد ڪتاب "سرورالصدرو" ۾ لکيو آهي. اُهو اِهو آهي تہ هڪ ڏينهن خواجہ معين الاولياءَ رحہ عيالدار ۽ اولادي هئڻ کان پوءِ

مونکي چيو تہ حميد! جوانيءَ ۾ تجرد (غير شادي شده) جي زماني ۾ جيڪا ڳالهہ دل ۾ ايندي هئي طلب سان يا بنا طلب جي ظاهر ٿي پوندي هئي ۽ هاڻي هن زماني ۾ جو ڪراڙپ ۽ عيالداري ٻئي حالتون ٿي پيون آهن تہ دل ۾ ڪابہ آيل ڳالهہ علم ڪان عين ۾ نہ ٿي اچي. مون جواب عرض ڪيو تہ حضرت عيسيٰ عليٰ نبينا و عليہ السلام جي ولادت کان پھريائين حضرت مريم عليہ السلام جو حال هي هو **كُلَّمَا دَخَلَ عَلَيْهَا زَكَرِيَّا الْمِحْرَابَ وَجَدَ عِنْدَهَا رِزْقاً** (جڏهن زڪريا مريم ڪي ڏسڻ سندن حجري ۾ ويندا هئا تہ مريم وٽ ميون جي قسمن مان ڪجھ نہ ڪجھ ڪائڻ جون شيون موجود ڏسندا هئا) ۽ ولادت کان پوءِ هي حال هو **هُزِّيْ اِلَيْكِ بِجِذْعِ النَّخْلَةِ** (ڪجيءَ جي پاڙ کي وٺي پاڻ ڏي لوڏ) پاڻ هي جواب ٻڌي تمام گھڻو خوش ٿيا.

حاصل ڪلام تہ ڪي صاحب خواجہ معين الدين چشتيؒ جن کي بغير اولاد جي سمجھندا هئا ليڪن اهو مٿي بيان ڪيل بيانن جي مطابق صرف خيال ئي خيال آهي. بي بي حافظ جمال- خاص خواجہ رح جن جي نياڻي آهي ۽ مشهور آهي تہ شيخ رضيءَ جي نڪاح ۾ هئي جنھن جي قبر مندلا جي حوض جي ڪناري تي آهي جيڪو ناگور جي پسگردائيءَ ۾ آهي ۽ بي بي دُر جي قبر حضرت خواجہ رحہ جن جي قدمن ۾ آهي. سيد محمد گيسو دراز رحہ جن ٻين پٽن کي بي بي عصمت مان سمجھندا هئا ۽ خواجہ شمس الدين طاهر کي ڪنيز مان چوندا آهن.

چند ماڻھن جو خيال آهي تہ ڪين اولاد تہ ٿيو هو مگر ٻاراڻپ کان ڪير بہ اڳتي نہ بچو. سيئي ننڍ پڻ ۾ ئي عالم قدس ڏي ڪوچ ڪري ويا. ڪن هي بہ لکيو آهي تہ سندن فرزندن مان ڪجھہ وڏين عمرين تي پھچي رهنمائيءَ جي درجي تي پھتا هئا ۽ هيءَ ڳالهہ گھڻو صحيح آهي تہ سندن ٽي فرزند هدايت يافتہ هئا ۽ مرشد بہ هئا. سيني ۾ وڏا خواجہ فخرالدين محمد اجميري آهن ٻنهين علمن جي ڪمالات جا صاحب هئا ۽ صاحبِ تصرف بہ هئا والد بزرگوار کان پوءِ شيخي ۽ هدايت جي گادي هنن جي ئي وجود سان سينگاريل هئي.

جڏهن خواجہ فخرالدين تاريخ پنجين شعبان هجري سن ڇھہ سؤ ايڪھٺ ۾ دنيا مان رخصت ٿيا تہ سندن ننڍو ڀاءُ خواجہ ضياءُ الدين ابوالخير جن جانشين ٿيا. ڪن جي نزديڪ سندن ڪنيت ابو سعيد آهي. وڏا ڪمال جا ۽ حال جا

صاحب هئا. هي ٻہ هجري سن ڇهہ سؤ پنجانوي ۾ عالمِ صورت مان رحلت فرمائي ويا.

ٽيون پاءُ شيخ حسام الدين متي ذڪر ڪيل ٻنهين پائرن کان ننڍو هو. هي ماڻهن جي نظرن کان غائب ٿي ابدال ۽ رجال الغيب جي گروه سان وڃي مليا هئا ان ڪري سجاده نشيني پوٽن ۽ ڏوهٽن ڏي منتقل ٿي وئي. سلسلي ۽ خانوادگيءَ جي اجرا خود مشرب چشت جي مالڪ خواجہ معين الاوليا خواجہ قطب الاوليا جي سپرد فرمائي ڇڏي هئي.

شيخ رفيع الدين بايزيد ۽ شيخ نورالدين محمد اجميري خواجہ معين الاوليا جي پوٽن مان آهن. هي ٻئي بزرگوار تصوف ۽ سلوڪ جي طريقي ۾ ظاهر ۽ باطن ۾ آراستہ هئا. ڪيترن سالن تائين پنهنجي وڏن جي سجاده تي طالبن جي رهنمائي ڪندا رهيا.

شيخ حسام الدين سوختہ خواجہ فخرالدين اجميريءَ جا فرزند آهن. سندن سينو محبت جي سوز ۾ داغدار هو ۽ اکيون طلب جي درد ۾ ڳوڙهن سان ڀريل رهنديون هيون. سلطان نظام الاولياءَ جي صحبت ۾ وڃي پهتا هئا. سندن قبر سانڀر نالي ڳوٺ ۾ مشرق جي طرف اجمير جي رستي ۾ آهي. سندن والد بزرگوار پنهنجي گم ٿيل پاءُ جي يادگيريءَ ۾ انهن جو نالو سندن متان رکيو هو. ڪين ٻہ پٽ هئا.

هڪڙو خواجہ معين الدين خرد- پاڻ شيخ نصير الدين چراغ دهلويءَ جا مريد ۽ خليفا آهن. بيعت ٿيڻ کان اڳ ئي نفس نافرمان کي لڙائيءَ ۾ زير ڪري ڇڏيو هئائون ۽ خواجہ معين الاولياءَ جي باطن کان ڪين فيض حاصل هو.

ٻيو شيخ قيام الدين بابر بال- پاڻ خوبصورت، دلاور ۽ دلير ۽ بزرگ صفت هئا. هنن ٻنهين متين ذڪر ڪيل فرزندان شيخ حسام الدين جا ٻہ فرزندان نامور آهن.

شيخ قطب الدين- پاڻ خواجہ معين الدين خرد جا پٽ آهن. اجمير مان هوش سنڀالڻ بعد مندو (ماندو) جي طرف هليا آيا هئا. سلطان محمود خلجيءَ عين جوانيءَ ۾ ئي ڪين چشت خاني جو خطاب ڏئي ٻارهن هزار سوارن جو آفيسر مقرر ڪري ڇڏيو هو. جڏهن هڪ عرصي کان پوءِ اجمير ۾ سلطاني طاقت سان اسلام تازو ٿيو تہ سلطان اجمير چشت خان کي ڏيڻ چاهيو ليڪن

چشت خان جي دلچسپي مندو (ماندو) جي علائقي سان ٿي وئي هئي ان ڪري قبول نہ ڪيائون.

شيخ قيام الدين جو پٽ شيخ بايزيد بزرگ آهن. پاڻ علم جا صاحب هئا خواجہ معين الاولياءَ جي روضي ۾ سالن تائين درس تدريس جاري رکيائون. شيخ احمد مجد ۽ ٻيا بزرگ سندس شاگرد آهن. جڏهن دهليءَ جي حڪومت ۾ هل چل پيدا ٿي تہ پيڪر پرستن جو غلبو ٿيو. ان وقت شيخ بايزيد بغداد جي طرف ڪوچ ڪري ويا ۽ عمر جو هڪ وڏو حصو اُتي ئي گذاريائون وري جڏهن خبر ملين تہ اجمير ۾ اسلام جي رونق ٿي آهي تہ پوءِ پاڻ اتان مندو (ماندو) ۾ آيا. سلطان پنهنجي حسن عقيدت جي ڪري شيخ بايزيد جن کي چشت خان جو شريڪ ڪري ڇڏيو ليڪن چشت خان کي اها شرڪت ناگوار گذري. ڪنهن اهم ڪم جي بهاني سان هو شيخ بايزيد کي پري ڪرڻ پيو چاهي. ۽ سلطان جي خذمت ۾ عرض ڪيائين تہ منهنجو ڀاءُ شيخ بايزيد هن کان اڳ اجمير ۾ مدرس هئا اتي اسلام ۾ سستي اچڻ سبب هو گهمڻ ڦرڻ هليا ويا هئا ۽ هاڻي جيئن تہ هن شاهي عهد ۾ اجمير جي مقام تي اسلام جو بنياد ٻيهر قائم ٿي ويو آهي لهذا ائين ئي سمجهہ ۾ ٿو اچي تہ جيڪڏهن ڪين اجمير موڪليو وڃي تہ جديد بنياد تي استحڪام جي صورت پيدا ٿي ويندي. چشت خان جي انهيءَ گفتگوءَ تي شيخ بايزيد جن کي اجمير ۾ رهڻ جي اجازت ملي وئي. انهيءَ زماني ۾ ڪن ماڻهن سلطان وٽ عرض ڪيو تہ شيخ بايزيد معينيہ خاندان مان نہ آهن. ان تي سلطان سيني پراڻن ۽ حال جي واقف عالمن، درويشن ۽ بزرگن کي گهرائي معلومات ڪئي. مخدوم حسين ناگوري ۽ مولانا رستم جيڪي اجمير جي عالمن ۽ مشائخن ۾ اڪيلا هئا ۽ ان کان علاوه ڪيترن ٻين الله وارن بہ شيخ بايزيد جي صحيح نسب هجڻ تي گواهي ڏني.

## چند خلفاءِ معين الاولياءَ رحمة الله عليه جي ياد ۾

مولانا ضياءُ الدين حامد: پاڻ حڪيم، رياضي ۽ طبعي علمن جا صاحب هئا. ان کان علاوه بہ گهڻن فنن کي ڄاڻندا هئا. ليڪن مشائخن جي انڪار سان سندن دل ڪاري هئي. جڏهن صفائيءَ جو وقت آيو تہ خواجہ رحمة الله عليه جي خذمت سان

اعتقاد جي چراغ سندن دل کي روشن ڪري ڇڏيو.

هڪڙو امير ظالم هو ان کي خواجه رحه جي ديدار سان سچي توبه نصيب ٿي ۽ جڏهن هو تصوف جي رستي تي هلي پيو ته ان کي ولايت جي دسترخوان جي چاشني نصيب ٿي ۽ هن پنهنجي وطن بلخ کي ڇڏي پير جي همراه رهڻ اختيار ڪيو جڏهن حصار ۾ پهتو ته اجل جي لشڪر هن جي عمر جي حصار کي ٽوڙي تباهه ڪري ڇڏيو انهيءَ جاءِ تي هن جي قبر آهي.

اجمير جي ڪوهستان ۾ هڪ شخص جوڳين جي لباس ۾ هو سندس نالو اجيپال هو ۽ رياضت جي ڪري استدراج جو به صاحب هو طلسمي علمن جي نمائش ۽ نمود کان گهڻو واقف هو. ۽ سندس ڪيترائي مريد خدمت لاءِ حاضر رهندا هئا. انهن مان گهڻن مريدن کي اجيپال نانگ بنائي خواجه رحه جي آرام واري جاءِ تي مقرر ڪيو هو. حضرت خواجه رحه موسوي معجزي کان ڪم ورتو ۽ ڪجهه نانگن کي عصا سان ماري ڇڏيو ۽ ڪن جي منهن کي پڪڙي زمين ۾ دفن ڪري ڇڏيو. چون ٿا ته انهيءَ جاءِ تي هڪ قسم جو گاه نڪرندو آهي جنهن کي ماڻهو چتراول چوندا آهن. هيءَ هڪ ڪانيءَ وانگر آهي ٻاهران ڪارو ۽ اندران اڇو هوندو آهي. اجمير وارا هن مان تسبيون ٺاهيندا آهن. مشهور آهي ته هيءَ تسبيح جنهن وٽ هوندي آهي اُهو نانگن جي آزار کان محفوظ رهندو آهي.

**سيد حسين مشهدي**: پاڻ هميشه خدمت ڪندي عمر بسر ڪئي. ٻنهين جهانن جي راز جا محرم هئا. اجمير ۾ قبر اٿن.

**خواجه قطب الدين بختيار** ڪاڪي اوشي رحمة الله: سندن ظهور سج جي روشنيءَ جي مثل آهي. بيان جا محتاج نه آهن.

**سلطان التارڪين شيخ حميد الدين** صوفي سعدي سوالي رحمة الله: پاڻ خواجه رحه جن جي وڏن خليفن مان آهن. عارفانا شعر چوڻ جو شوق هئن.

**شيخ نظام ناگوري** رحمة الله: پاڻ ڪلمي سن غَاب خَابَ جا عامل هئا. هميشه پنهنجي پير جي آستاني تي معتڪف رهندا هئا. بس انهيءَ طرح سندن گذران هو ۽ جدائي جو هڪ لحظو به برداشت نه ڪري سگهندا هئا.

**شيخ مجدالدين سنجري** رحمة الله: پاڻ خواجه رحه جن جي سفر ۽ حضر ۾ رفيق ۽ همنشين هئا. خواجه رحه جن جي خدمت سندن خاص حميده عادت هئي. پنهنجي مراد کي پهچي ويا.

غوثي فيض ثمر هوندو آهي. عقيدت، رغبت ۽ صدق جي قلدار وڻن جو، جنهن زماني ۾ اسين عدم کان وجود ۾ آياسين انهيءَ زماني ۾ انهن قلدار وڻن کي ماڻهن جي بدنصيبيءَ سان پاڻي نہ مليو. جنهن ڪري هي سڀ وڻ سُڪي ٻارڻ بنجي ويا. شيخ عزيز فريد ابن شيخ عزيز سعيد ابن سلطان التارڪين شيخ حميد الدين صوفي سوالي ناگوريءَ هڪ ڪتاب "سرورالصدور" تصنيف ڪيو آهي جنهن ۾ متئين مضمون کي هن طرح لکيو اٿس تہ "هڪ ڏينهن والد بزرگوار زبان حقائق بيان ڪندڙ سان هن طرح جي افسوس ناڪ گفتگو فرمائي رهيا هئا تہ:

مون کي هي ايزدي فرمان اهل زمان کي واعظ ۽ نصيحت ڪندي تقريباً ٽي قرن گذري ويا. هر هڪ قرن ۾ ماڻهن جي حالات ۾ جداگانہ ڪيفيت ڏسڻ ۾ آئي. اول قرن ۾ ائين ئي ڏٺو ويو تہ جنهن وقت مان ممبر تي چڙهي بي مثل ۽ بي مانند الله تعاليٰ جل شانہُ جي مقدس نالي جي متعلق حڪمت ۽ بيان جو آغاز ڪندو هئس تہ ممبر جي ٻنهين پاسي مجلس ۾ حاضرين روئڻ شروع ڪندا هئا. وري ٻئي قرن ۾ اها حالت ڏٺي وئي تہ انهيءَ اندرين باھ مان شعلا پڙڪڻ جي ڪيفيت تہ هلي وئي. مگر ايتري گرميءَ جو اثر ضرور باقي هئو جو ان جي حرارت واعظ جي قلب مان ٿيندي ٻڌندڙ جي بي رغبتيءَ جي سرديءَ کي دور ڪري ڇڏيندي هئي ۽ ٽئين قرن ۾ هيءَ ڪيفيت ٿي آهي تہ سڀ حاضرين جن جون طبيعتون چنگاريءَ وانگر گرم هيون ڪوئلي وانگر ٻاهران ڪاريون ۽ اندران مايوس ٿي ويون ايتري قدر جو عادت جي جذب کان سواءِ مسجد ۾ اچڻ جو ڪوبہ سبب باقي نہ رهيو ۽ هاڻي زماني وارن جي دلين ۾ رغبت جي بجاءِ مان سراسر نفرت ۽ ڪراهت ٿو ڏسان.

۽ اهو بہ والد بزرگوار جن فرمايو تہ جهڙي طرح خاتم النبوت عليہ الصلواة السلام جن جي مبارڪ دور ۾ پٿرن مان بہ خوشبو ايندي هئي. اهڙي طرح هاڻي اهڙو زمانو آيو آهي جو دلين مان پٿر جي خوشبو ٿي اچي. لهـذا هن زماني ۾ جنهن شخص جي ملاقات سان اهل دل هجڻ جي خوشبو توکي محسوس ٿئي. ان کي اهڙي طرح غنيمت سمجهو جيئن قيمتي سامان بغير تڪليف ۽ محنت جي ملي وڃي ۽ مال غنيمت وانگر مفت سمجهي نعمت تصور ڪر. ڇو تہ هن زماني جي دل جو جوهر، مٽيءَ ۾ پيل هڪ پائيءَ جي برابر ٿو لڳي.

## حڪيم ضياء الدين حامد بلخي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ بي انتها علم ۽ حڪمت سان پريل هئا. ڇا الاهيات ۽ ڇا طبعيات. ليڪن باطن جي ڪارڻ سبب تصوف جي اصطلاحات کي تباهي جون ڳالهيون سمجهي پري رهندا هئا. هڪ ڏينهن تقدير سان سندن گذر هڪ بيابان مان ٿيو جتي خواجه معين الاوليا پنهنجي هڪ رفيق سان گڏ شڪار ڪري ڪباب سيڪي رهيا هئا. قصو ڪوتاه حڪيم صاحب کي بک ايترو تہ مجبور ڪيو جو مجبوراً هنن ۾ بزرگن وٽ ويو ۽ جڏهن انهيءَ شڪار ڪيل پڪل ڪباب جو گره نڙيءَ مان هيٺ لٿس تہ سڀ فلسفي جا حروف وسري ويس ۽ انهن جو آواز يادگيريءَ مان هليو ويس. ۽ انڪار جو سرمايو نقد اعتقاد جي عيوض وڪرو ڪري ڇڏيائين ۽ اهڙي طرح پاڻ پنهنجي شاگردن سميت اچي بيعت ٿيو ۽ پوءِ ولايت جي درجي تي بہ پهتو. مصرع

ولايت باسعادت هم قرين شد

## شيخ حميد الدين دهلوي رحمة الله عليه جي ياد ۾

جنهن سال ۽ مهيني ۾ سلطان شهاب الدين محمد سام غوريءَ جي هيبت سان راجا پٿورا مري ويو ۽دهليءَ جو دارالسلطنت فتح ٿيو. انهن ئي ڏينهن ۾ خواجه معين الاولياءَ غزنين کان لاهور ۾ آيا ۽ لاهور کان دهليءَ ۾. رستي ۾ هڪ ڏينهن هڪ بتخاني جي اڳيان ستن ماڻهن کي ڏٺائون جيڪي سيني آستانن ۽ آرام کي ڇڏي ڪجهہ هٿ جي گهڙيل پٿر جي بتن جي پوڄا ۾ مصروف آهن. جيڪو شخص سيني ۾ وڏو هو. ان سان خواجه صاحب جن اهڙيءَ تہ رهنمائيءَ جي انداز جي گفتگو ڪئي ۽ اهڙو نصيحت سان پريل ڪلام فرمايائون جو هو اسلام جو عاشق ٿي پيو ۽ انهيءَ نصيحت جي ڪري سڀ جا سڀ صورت پرستيءَ جي قيد مان نڪري صورتن کي ناهيندڙ خدا جي پرستش ڪرڻ لڳا. خواجه رحمة الله عليه سيني کان وڏي شخص جو نالو حميدالدين رکي ٻين جا نالا رکڻ جو ارادو ڪيو ئي هو تہ سيني عرض ڪيو تہ اسان جهڙي طرح ڪفر ۾ ۽ پوءِ وري اسلام قبول ڪرڻ ۾ هڪ ٻئي جو ساٿ نہ ڇڏيو ساڳي طرح بهتر آهي تہ نالي ۾ بہ سڀ شريڪ هجون انهيءَ ڪري ستئي شخص انهيءَ ئي نالي سان نامزد رهيا.

## شيخ مجد الدين سنجري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ پير جي سير و سياحت جي زماني ۾ سندس همراهي ۽ كمان برداري كنهن بہ وقت نہ ڇڏي. انهيءَ كري سندن رسائي جو تير پير جي خدمت سبب مراد جي نشاني تي وڃي لڳو.

## شيخ نظام ناگوري قدس سرهُ رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ پنهنجي گوشي نشيني جي واسطي پنهنجي پير جي عاليشان آستاني تي هڪ گوشو اختيار كري ڇڏيو. درگاه جي خاڪ تان كڏهن بہ متو نہ كنيائون. ۽ پير جي خدمت كان هڪ لحظي جي جدائي بہ وڏي نقصان جو سبب سمجهندا هئا ۽ اكثر پير جي زبان مبارڪ تي هي الفاظ اچي ويندا هئا تہ اسان جو فخر فخرالدين سان گڏ ۽ اسان جو نظام نظام الدين سان گڏ آهي.

ناوڪ اهل وفا بادا هميشہ بر هدف

## شيخ فخرالدين احمد اجميري رحمة الله عليه جي ياد ۾

كين پير جي خدمت ۽ پرستاريءَ ۾ غلاميءَ جو درجو حاصل هو ۽ پير جي كلام كي قلم سان لكندا هئا. پنهنجي سڄي زندگي عبادت ۽ رياضت ۾ وقف كري ڇڏي هئائون.

## شيخ عبدالله رازي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شروع ۾ آتش پرست هئا. خواجہ عثمان هاروني قدس الله سرهُ جن كان مثل خليل الله كرامت ڏسي اسلام قبول كيو هئائون. سڄي خاندان سميت اسلام قبول كرڻ جو قصو ڊگهو آهي. اڳين تاريخي كتابن ۾ لكيل آهي- ڏسي تو سگهجي. آخركار خواجہ معين الاولياء جي نظر معرفت سان ولايت ۽ كمالات حاصل كري حق شناسيءَ جي درجي تي سرفراز ٿيا.

# شيخ صفي الدين ابراهيم پور عبدالله رازي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ اُهي ئي ٻار آهن جنهن کي ڪنڌ تي وهاري خواجہ عثمان هاروني قدس الله سرهٗ جن پڙڪنڌڙ باھ ۾ گهڙي پيا هئا ۽ نمرودي باھ وارو ابراهيمي جلوو ڏيکاري صحيح ۽ سالم نڪري آيا. چون ٿا تہ پاڻ پيـر جـي ڳـولا ۾ هندستان آيا هئا. جڏهن اجمير پهتا تہ خواجہ معين الاوليا جي خدمت جو شرف حاصل ڪيائون ۽ خواجہ جي خدمت جي واسطي سندرو ٻڌي بيهي رهيا ۽ آخرڪار همٿ جي هٿ سان ولايت ۽ سعادت جو دامن پڪڙي ورتائون ۽ رحلت کان پوءِ سندن روضي جي ديوار جي هيٺان قبر جي جاءِ ملي.

# خواجہ قطب الدين بختيار ڪاڪي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ ڪمال الدين احمد موسيٰ اوشيءَ جا فرزند آهن. اوش ماوراءُالنهر هڪ ڳوٺ آهي. چون ٿا تہ اڍائي سال عمر هئن جو پاڻ يتيم ٿي ويا ۽ جڏهن پنجن سالن جا ٿيا تہ سندس ماءُ کيس هڪ مهربان پاڙيسريءَ جي حوالي ڪيو تہ جيئن کين ڪنهن عالم جي مڪتب ۾ وهاري اچي. رستي ۾ هڪ نوراني شڪل بزرگ بہ ملي وين. هنن ٻنهين بزرگن اتفاق ڪيو تہ کين مولانا حفص جي حوالي ڪيو وڃي ۽ انهيءَ خضر صورت بزرگ استاد کي سفارش ڪئي تہ هي ڇوڪرو اولياء الله مان ٿيندو ان ڪري هن جي تعليم ۾ ڪوتاهي نہ ڪئي وڃي. غالباً نوراني شخص حضرت خضر عليہ السلام هو. پاڻ هوش سنڀالڻ کان پوءِ طريقت پير جي تلاش ۾ رهيا. سوچيائون تہ شيخ محمود جا مريد ٿي وڃن تہ انهن کي ڏينهن ۾ حضرت خواجہ معين الاولياء اوش ۾ تشريف فرما ٿيا. پاڻ پهرين ملاقات ۾ ئي سندن بيعت ڪيائون ۽ ٿوري ئي وقت ۾ خلافت جو جبو پائي سرفرازي حاصل ڪيائون. ويهن سالن جي عمر ۾ هدايت ڏيڻ جو ڪم شروع ڪيائون ۽ ڪيترن ئي سعادت مندن کي ٻنهين جهانن جي ڪمالات تي پهچايائون.

انهيءَ زماني ۾ سندن وظيفو رات ڏينهن ۾ اهو هو تہ ادائي سؤ رڪعتون نماز ۽ ٽي هزار دفعا درود شريف- سندن والده ماجده ڪجهہ پابنديون وڌيون ان ڪري ٽن ڏينهن تائين وظيفي جي ادائگي نہ ٿي سگهي. ٽئين ڏينهن رئيس احمد ڪي جيڪو سندن خاص مريدن مان هو. خاتم الانبياءَ عليہ الصلواة والسلام جن جي خواب ۾ زيارت نصيب ٿي ۽ فرمايائون تہ احمد اسان جا سلام قطب الدين کي پهچاءِ ۽ چوءُ تہ ٽي راتيون ٿيون آهن سندن تحفو اسان وٽ نہ ٿو اچي. جڏهن هي پيغام خواجہ ٻڌو تہ پاڻ هڪدم تعلقات ڇڏي پير بزرگوار جي ڳولا ۾ نڪري پيا ۽ بغداد جو رستو ورتائون. جڏهن بغداد پهتا تہ شيخ الشيوخ العرفا شهاب سهروردي ۽ شيخ اوحدالدين ڪرماني ۽ ٻين مشائخن قدس الله سرهم جي خدمت ۾ رهي استفادو ڪيائون. هڪ ڏينهن خبر پين تہ شيخ خواجہ معين الاوليا دهلي شهر ۾ آهن جيڪو هندستان جو تخت گاه آهي. لهذا اتان شيخ جلال الدين تبريزيؒ جن سان گڏ هندستان ڏي روانہ ٿيا. جڏهن ملتان پهتا تہ شيخ بهاءُالدين زڪريا جي محبت جي ڪري هتي ڪجهہ ڏينهن ترسيا. انهيءَ زماني ۾ ترڪن جي لشڪر ملتان جي قلعي جو گهيرو ڪيو هو. قباچہ بيگ اتان جو حاڪم هو. انهيءَ رعايا جي لاءِ استدعا ڪئي تہ دشمن جي آفت ۽ ايذاءُ دور ٿئي. خواجہؒ جن هڪ تير عنايت فرمائيندي چيو تہ رات جي وقت بُرج مان ترڪن جي لشڪر جي طرف اڇلائجان. چنانچہ جيئن حڪم هو تعميل ڪيائين. خدا ڪريم جي حڪم سان صبح تائين دشمن جي لشڪر مان قلعي جي چوڌاري هڪ بہ جيئرو باقي نہ بچو.

اهڙيءَ طرح خواجہؒ دهليءَ پهچي ڪيلو کهريءَ جي مقام تي قيام فرمايائون دهليءَ جو شيخ جمال الدين محمد بسطامي ۽ قاضي حميد الدين ناگوري جن جو نالو محمد بن عطا آهي. هنن صاحبن جي آمدورفت هميشہ سندن صحبت ۾ رهندي هئي. ليڪن فاصلو گهڻو هئڻ سبب دير دير سان ايندا هئا ۽ انهيءَ ڪري دل تنگ رهندا هئا. لهذا سلطان شمس الدين التمش جي خدمت ۾ عرض ڪري خواجہؒ کي شهر ۾ وٺي آيا ۽ ملڪ اعزالدين جي مسجد سان لڳ هڪ گهر ۾ سندن رهڻ جو انتظام ڪيو ويو. خواجہؒ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ خواجہ معين الاوليا جي خدمت ۾ درخواست موڪلي حاضر ٿيڻ لاءِ اجازت گهري. جواب پهتو تہ المرءُ مع من احب (ماڻهو جنهن سان محبت

کندو آهي ان سان ئي گڏ هوندو آهي). اُتي ئي ترس پو ته ملاقات جو وقت دهليءَ ۾ قائم ٿي چڪو آهي درويش به انشاءَ الله اتي ئي ايندو. لاچار قيام تي راضي ٿيڻو پيو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ پير بزرگوار دهليءَ ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ سندن ملاقات سان خواجه دل جي مراد حاصل ڪئي.

ڪي چون ٿا ته جڏهن قطب الاولياءپنهنجي سيني دوستن ۽ متعلقين سميت اجمير ڏي روانه ٿيا ته سلطان اقليم شمس الدين التمش پنهنجي سيني اميرن وزيرن سميت پهچي عاجزيءَ سان منت ميڙ ڪئي ته واپس هلو ته ان وقت خواجه معين الاوليا جن به فرمايو ته قطب الدين سڄي شهر جي دل شڪني ڪرڻ درست نه آهي. اسان جو فيض قرب مڪان تي منحصر نه آهي. واپس وڃ ۽ خوش رهه. مان توسان هميشه گڏ آهيان. ۽ انهيءَ جاءِ تي فرمايائون ته المرءُ مع من احب- نه خط ۾.

هڪ ڏينهن قاضي حميد الدين ناگوري، خواجه محمود پوستين دوز، شيخ بدرالدين غزنوي ۽ شيخ تاج الدين منور اوشي سندن خذمت ۾ حوض شمسيءَ جي ڪناري تي هڪ مسجد جي دالان ۾ جمع هئا ۽ هڪ ٻئي سان حقائق تي گفتگو ٿي رهي هئي ته اوچتو هڪ اُٺ تي سوار جيڪو ڪمبل پوش هو انهيءَ حوض جي ڪناري کان غسل ڪري نڪتو ۽ شيخ تاج الدين منور کي چيائين ته ابو سعيد دمشقي جيڪو پراڻن نياز مندن مان آهي ان جا سلام خواجه صاحب جن جي خذمت ۾ عرض ڪيو. جڏهن شيخ تاج الدين ابو سعيد جو نالو ٻڌو ته فوراً اُتي بيٺو جيستائين شيخ تاج الدين هن ڪناري تي پهتو تيستائين هو نظر کان غائب ٿي ويو.

خواجه رحمة الله عليه جن جون ڪجهه خارق عادات ڪرامتون لڪان ٿو. شيخ نظام الاولياء چون ٿا ته هڪ ڏينهن رستي ويندي جنهن جاءِ تي سندن خوابگاه آهي. ڪافي دير تائين بيٺا رهيا ۽ رئندا رهيا ۽ فرمايائون ته هن زمين مان گهوٽ جي خوشبو پئي اچي. ان جي مالڪ کي سڏائي ڪجهه رقم ڏئي مٿين زمين خريد ڪيائون.

وڏيڪ شيخ نظام الدين اولياءَ رحمة الله عليه چون ٿا ته جيئن ته خواجه رحمة الله عليه ڪنهن جي ڏنل رقم کي هٿ نه لڳائيندا هئا لاچار متعلقين روزمره جي خرچ لاءِ قرض وٺڻو پوندو هو. هڪ ڏينهن قرض ڏيندڙ پنهنجو قرض گهرندي سندس ماٿهن تي

وڏائي ڏيکاري **لصاحب الحق مقال** (صاحب حق کي حق گفتار حاصل آهي). ان تي هنن تنگ دل ٿي وعدو ڪيو ته قرض نه وٺنداسين چاهي بکيا مري وڃون. ڪين انهيءَ حالت جو اطلاع ٿيو ته سيٺي ماڻهن کي جيڪي گهر ۾ رهندڙ هئا. فرمايائون ته هن طاق تان هر هڪ ڪاڪ (اوڦراٿو) گرم روزانو ڪڍندو ڪري چنانچ ڪڍندا رهيا. انهيءَ سبب جي ڪري ڪين ڪاڪي به سڏيندا هئا.

وڏيڪ شيخ نظام الاولياءَ چون ٿا ته هڪ ڏينهن مان الاوليہ رحہ جي مزار مبارڪ جي زيارت ڪري رهيو هئس ته ان وقت هڪدم منهنجي دل ۾ خيال آيو ته ڇا قبر واري کي زيارت ڪرڻ واري جي اچڻ وڃڻ جي خبر پوي ٿي. اوچتو غيب جي زبان سان هي آواز منهنجي ڪنن ۾ آيو.

مــــرا زنـــده پنـــدار چـــون خويشـــتن
مــن آيــم بجــان گــر تــو آئــي بــه تــن

چون ٿا ته شيخ علي سجستانيءَ جي خانقاه ۾ هجري سنہ ڇهہ سؤ ٽيٽيهہ هو (۽ مشائخ چشت جي ڪن تذڪرن ۾ پنجٽيهہ لکيل آهي ۽ اهوئي بيان صحيح ۽ درست آهي) ته هڪ قوال آيو ۽ هي بيت ڳايائين.

ڪشتگانِ خنجر تسليم را — هر زمان از غيب جاني ديگر است.

ته خواجہ قطب رحمة الله عليه تي بيهوشي طاري ٿي وئي ۽ ٽن ڏينهن تائين اهائي حالت رهي. جڏهن هوش آيو ته حال دگرگون ڏسڻ ۾ آيو ته قاضي حميد الدين جانشين جي لاءِ عرض ڪيو. فرمايائون ته پير بزرگوار جن جو خرقو خاص مع مصلي- عصا ۽ نعلين جي شيخ فريدالدين مسعود کي پهچائي ڇڏڻ گهرجي ڇو ته چشت جي خانوانده جو چراغ انهيءَ سان ئي روشن رهندو ان کان پوءِ چوڏهين ربيع الاول تي پاڻ واصل محبوب حقيقي ٿيا، خواب گاه دهليءَ ۾ آهي.

## انجمن فرزندان و خلفاءِ ڪامگار خواجہ قطب الدين بختيار اوشي ڪاڪي رحمة الله عليه

انسان جي خصوصيتن ۽ وصفن جي دائري جو مرڪز- سخن داني ۽

معرفت رباني آهي- ۽ انهن ٻنهين اعليٰ قدر جوهرن جي ڪاڻ- فيض حاصل ڪيل عالمن ۽ ارشاد جي صاحب خداشناس انسانن جي مجلس عليهم رحمة الرحمــن فعلنک بدوام للملازمة.

چون ٿا تہ سندن ٻہ فرزند هئا هڪ خواجہ محمد هي ننڍپڻ ۾ ئي دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا ۽ ٻيو خواجہ تتماجي، هن ڪي رحماني جذبات ۽ سڪر ۽ صحو جون حالتون گهڻو رهنديون هيون. سندن خوابگاه سندن والد بزرگوار جي مرقد جي برابر ۾ آهي.

حضرت قطب الاولياء جن جا خلفاء ڪرام گهڻا آهن جن مان ڪن جي ذڪر تي اڪتفاءتو ڪيان.

(1) شرف الخلفا شيخ الاسلام مخدوم شيخ فريدالدين مسعود گنج شڪر قدس سرہُ آهن. سندن حالات شهرت ۾ سج وانگر آهن. هي چند فقرا سندن دل پذير ڪلام مان آهن: يعني فنا.

(الف) مرتبہ ممڪنات ۽ عبارت انهيءَ سان آهي تہ سالڪ پنهنجي حول ۽ قوة کان باز اچي.

(ب) صفات جي تحقيق جي مقام ۾ عبارت انهيءَ سان آهي تہ سالڪ سيني ڪمن جي نسبتن ڪي پنهنجي طرفان ساقط ڪري ڇڏي. ۽

(ج) مقام شهود ذات ۾ عبارت آهي انهيءَ سان تہ پنهنجي هستيءَ کان فراموش ۽ غائب ٿي وڃي.

۽ بقا-

(الف) اولين فنا جي درجي ۾ عبارت انهيءَ سان آهي تہ انسان سڀي موجودات ممڪنہ ۾ تصرف ڪري حق سبحانہُ جي حول ۽ قوت سان.

(ب) ٻيو فنا جي درجي ۾ عبارت آهي انهيءَ سان تہ انسان ڪامل پنهنجو پاڻ ڪي الاهي اخلاقن سان متصف ڪري. ۽

(ج) ٽئين فنا جي درجي ۾ عبارت انهيءَ سان آهي تہ انسان ڪامل پنهنجو پاڻ تي ذات باري تعاليٰ ڪي محيط ڪري ڇڏي. جيڪو صوفي باقي بعد الفنا هوندو آهي. اُهو هميشہ ظاهر ۾ شريعت جي لباس سان آراستہ- عالم صفات ۾ طريقت جون رسمون ادا ڪرڻ وارو ۽ هنگام تجلي ذات- حقيقت قائم ڪرڻ سان متصف هوندو آهي.

(2) شيخ محمود نهرواله ؒ- پاڻ پنهنجي پير جي جمال باڪمال تي عاشق هئا. مرشد جي ديدار ۽ خدمت و حضوريءَ کان ڪڏهن بہ پري رهڻ پسند نہ ڪيائون. برخلاف شيخ گنج شڪر ؒ جي اُهي دوريءَ کي نزديڪيءَ جي مقابلي ۾ پسند ڪندا هئا ۽ انهيءَ باب ۾ باشعور صوفين جا ٻہ مشرب آهن. ڪن جو اهو خيال آهي تہ مبادا پير جي حضوريءَ ۾ بشري تقاضا جي مطابق خادم کان ڪو اهڙو ڪم ٿي وڃي جيڪو بي ادبيءَ ۾ شمار ٿئي تہ اهو مخدوم جي لاءِ تڪليف جو سبب ٿئي لهذا پري رهڻ ۽ پير جي عادتن جو تصور ڪري پاڻ کي ان ۾ فاني ڪرڻ بهتر آهي ۽ ڪن وري حضوريءَ ۾ نزديڪ رهڻ کي اوليٰ سمجهيو آهي. ۽ دوريءَ کان ويجهڙائيءَ جي فضيلت جي باري ۾ گهڻا دليل بيان ڪيا آهن ۽ دوريءَ کي پسند ڪرڻ وارن جي دليل کي رد ڪيو آهي، ۽ چيو اٿن تہ ٿورڙي نقصان جي خدشي جي ڪري گهڻن فائدن کي ڇڏي ڏيڻ عقلاً ۽ نقلاً بهتر نہ آهي. وَلِلنَّاسِ فِيمَا يَعْشِقُونَ مَذَاهِبُ (جنهن سان ماڻهو عشق رکندا آهن. ان جي باري ۾ انهن جا جداگانہ طريقا هوندا آهن).

(3) شيخ معزالدين دهلي ؒ- پاڻ پهريائين دهليءَ جي تخت جي سلطانن جا نائب هئا مگر بعد ۾ قطب الاولياء ؒ جن جي فقر ۽ ڪرامتن ڪين درويشيءَ جي طرف ڇڪي ورتو. لهذا تونگري لباس کي فقيري خرقي ۾ بدلائي ڇڏيائون. پير جي خدمت ۾ حاضر ٿي بيعت ڪيائون ۽ معنوي ڪاميابي حاصل ڪيائون.

(4) شيخ حامدالدين نهرواله ؒ - پاڻ گجرات جي نامور عالمن مان هئا. خدا شناسيءَ جو شوق هئن جڏهن قطب الاولياءَ جن جي رهنمائيءَ جي شهرت ٻڌائون تہ دهليءَ اچي سندن خدمت جو شرف حاصل ڪيائون. مريد ٿيا بيعت کان پوءِ خلافت حاصل ڪري مراد ۾ ڪامياب ٿيا.

(5 ۽ 6)- قاضي سعد ؒ ۽ قاضي عماد ؒ- هنن ٻنهين صاحبن جو تعصب بدعت جي بنيادن کي اکيڙڻ ۾ حد کان وڌيڪ وڌيل هو. هڪ ڏينهن سماع کي روڪڻ جي ارادي سان قطب الاولياءَ رحہ جي خانقاه ۾ پهتا. روح الله رُوحہ جيئن تہ صوفين جي سماع ۾ حقاني نشر ۽ بي اختياري نشان هو. ان ڪري اچڻ وارا جيڪي منع ڪرڻ جي لاءِ آيا هئا رقص ۽ هٿن لوڏڻ ۾ شامل ٿي ويا ۽ پوءِ مريد بہ ٿيا.

## شيخ محمود نهرواله رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ قطب الاولياءَ رحمة الله عليه جا مريد آهن. هميشه پير کان هڪ گهڙي به جدائي پسند نه ڪيائون. هن ۾ شڪ ناهي ته خداوندانِ ارادت يعني مريدن جو دستور ۽ طريقن سان هوندو آهي. ڪي مريد هميشه مرشد جي ديدار تي ڇڻ ته اکيون سبي ڇڏيندا آهن انهيءَ خيال سان ته حقيقي جمال جو مشاهدو انهيءَ خدا نما آئيني ۾ ٿيندو آهي ۽ انهيءَ ذريعي سان سڀ ظلماني ۽ نوراني حجاب جيڪي هستي موهوم (بندي) ۽ وجود حق جي درميان هوندا آهن ڪنيا ويندا آهن ۽ جدائيءَ جي نالي ڪي طريقت ۾ ناجائز سمجهندا آهن ۽ ڪي مريد وري پير سان يڪجهتي ۽ محبت ڪي مستحڪم ڪري هميشه دوريءَ ۾ پير جو حُليو مبارڪ نظر جي سامهون رکندا آهن ۽ انهن ڪي جيڪو عشق هوندو آهي غائبانه هوندو آهي. خدمت ۽ پير جي صحبت کان تنهائيءَ جي ڪنڊ ڏي ڀڄندا آهن. خوف اهو هوندو اٿن ته مبادا بشري لحاظ کان ڪا ادب جي خلاف ڳالهه نه ٿي وڃي. چون ٿا ته فريد الحق گنج شڪر رحمة الله عليه اهوئي خيال ڪري هڪ مدت کان پوءِ پير جي خدمت ۾ حاضر ٿيندا هئا ۽ مجلس مان جلد ئي اُٿي پنهنجي هجري ۾ هليا ويندا هئا. ليڪن محمود نهرواله رحمة الله عليه جن اها رفتار پسند نه ڪئي ۽ هميشه پير جي خدمت ۾ حاضر رهندا هئا ڪڏهن به دور نه ٿيا. ۽ پير جي اجازت سان پير جي رحلت کان پوءِ گجرات هليا ويا. نهرواله ۾ قيام ڪيائون ۽ اُتي ئي خوابگاه به اختيار ڪيائون.

## حاجي مجدالدين جاجرمي دهلوي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ ظاهري علمن جا عالم هئا مگر سلوڪ جو قدم ظاهري علم جي محدود ۽ تنگ گهٽيءَ کان ٻاهر ڪڏي شوق ۽ عشق جي ميدان ۾ ڪڏهن به نه رکيو هئائون. هميشه سماع ٻڌندڙ صوفين جي مخالفت ڪندا هئا خاص ڪري قطب الاولياءَ ۽ قاضي حميد الدين جي سماع جي مجلسن جي انڪار تي ته سندن زندگي صرف ٿي. آخرڪار جڏهن وقت آيو ته سندن قابليت صوفين جي عالي مرتبت گروه ڏي اعتقاد پيدا ڪيو. واقفڪار رستي جي هلندڙن، قياس

جي صاحب درويشن ۽ ڪامياب عارفن جي مدد سان رقص ۽ سرور جي محفل تي قربان ٿيڻ لڳا. سندن هيءَ هڪ دلچسپ ڳالهه آهي تہ محبت جا ست لک مقام آهن انهن مان پهريون اهو آهي تہ محبوب سان موافقت هجي ۽ انهيءَ مقام جو ننڍي ۾ ننڍو درجو اهو آهي تہ محبوب جي حڪم تي سرجهڪائي ڇڏجي. جيستائين ڪنهن کي مقام حاصل نہ ٿو ٿئي اڳتي قدم ڪڻڻ ڏکيو هوندو آهي. ليڪن جڏهن محبت ۾ جوش ايندو آهي تہ پوءِ صبر- آرام- ننڊ- کائڻ- هوش ۽ عقل. هي سڀ جا سڀ لڏي ويندا آهن. ۽ آهہ- زاري- فرياد- بيخودي- بيدلي- گريو قرباني- اهي سڀ صورتون پيدا ٿي ويندين آهن انوقت ۾ جيڪڏهن حڪم برداريءَ جي دائري مان فرمانبرداريءَ جو قدم ڪنهن شخص جو ٻاهر نڪري وڃي تہ اهو سماع ۾ دست افشاني ڪري تہ معذور هوندو. چون ٿا تہ قاضي سعد ۽ قاضي عماد سماع جي انڪار ۾ قاضي جاجريءَ جا شريڪ غالب هئا. هڪ ڏينهن قطب الاولياءَ جي مجلس سماع گرم هئي ۽ صوفين جي جماعت آهہ، زاري ڪري رهي هئي. هن مجلس کي درهم برهم ڪرڻ جي ارادي سان ٻئي قاضي مجلس جي عين گرما گرميءَ جي وقت اچي ويا. مگر هتي پهچڻ کان پوءِ شريعت جي پابندي هڪدم هلي وئي ۽ صوفين وانگر دست افشاني ڪرڻ (نچڻ) لڳا. تہ هن عجيب ۽ غريب حرڪت تي سخت تعجب لڳن ۽ آخرڪار قضا جو منصب ڇڏي صوفين جي حجري ۾ اچي ويٺا ۽ زماني جا ڪامل ٿي شهادت جو درجو حاصل ڪيائون.

## شيخ وجيهہ الدين يحيٰي دهلوي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

صفائي- پرهيزگاري- رياضت جو فروغ- ۽ آشنائيءَ جو شعاع هي صفتون سندن قول ۽ فعل ۾ موجود هيون. هميشہ اکين ۾ ڳوڙها- اندر ۾ شوق- ڇپن تي آهہ ۽ ولولو ۽ دل ۾ غم ۽ بي آرامي رهندي هين. زماني جي پرستار ماڻهن سان ملڻ کان ڪناره ڪشي ۽ سچي زندگي خاموشيءَ سان بسر ڪرڻ سندن عادت هئي. رحلت کان پوءِ سندن خوابگاه دهليءَ ۾ ٿاهي وئي.

## شيخ فخرالدين زاهدي رحمه الله جي ياد ۾

جمڻ جي جاءِ ۽ آخري آرام گاه ٻئي ميرٺ ۾ آهن. اسڪندر فيلقوس جي خاندان مان حضرت خواجه قطب الدين بختيار اوشي رحمه الله جن جا هم عصر آهن. چون ٿا تہ هڪ سال مال متاع سان ڀريل هڪ ٻيڙي جمنا درياه ۾ ٻڏي وئي. جن مال وارن کي نقصان پهتو هو. انهن پنهنجي درد جو حال خواجه رحمه الله جي خدمت ۾ عرض ڪيو. خواجه رحہ فرمايو تہ درياه جو هي ڪنارو هن درويش جي سپرد آهي ۽ هو ڪنارو برادر فخرالدين سان تعلق ٿو رکي. جيئن ٻيڙي هن ڪناري تي ٻڏي هئي لهذا آفت زده ماڻهو شيخ فخرالدين جي آستاني تي حاضر ٿي رئڻ لڳا. شيخ انهيءَ واقعي کي خط جي صورت ۾ لکي درياه ۾ وڌو تہ ٻيڙيءَ کي صحيح ۽ سالم ڪناري تي پهچايو. خط هيٺ درياه ۾ ويو ۽ ٻيڙي مال متاع سوڌي پاڻيءَ جي مٿان اچي وئي چون ٿا تہ هڪ ڏينهن چاليهہ ماڻهن مان هڪڙو نڪري سندن وٽ آيو جنهن جي پيشانيءَ تي ڪلمو طيب لکيل هو. انهيءَ چيو تہ آسماني آفتٍ هن ملڪ لاءِ موڪلي وئي آهي ليڪن هي شهر هن زاهد جي حمايت جي پاڇي ۾ آهي. لهــذا خرابيءَ کان محفوظ رهندو. انهيءَ ڪري سندن سلسلو زاهديءَ جي نالي سان مشهور ٿيو.

قبول بندگي مخصوص اوباد

## شيخ شهاب الدين حق‌گو رحمه الله جي ياد ۾

پاڻ شيخ فخرالدين زاهدي رحمه الله جن جا فرزند آهن ۽ پنهنجي والد بزرگوار جا ئي مريد بہ آهن. ملڪ ۾ سير سياحت جو خيال پيدا ٿيو تہ پنهنجي والد بزرگوار کان اجازت گهريائون. مگر اُها قبول نہ ٿي. جيئن تہ پيءُ جي ناخوشيءَ سان بہ سندن ارادو تبديل نہ ٿيو. ان تي پيءُ دعا ڏنن تہ جنهن کي تون مٿاهون ڪرين خدا ڪري اُهو بہ توسان اهڙو برتاءُ ڪري جهڙو تون مون سان ٿو ڪرين. ڳالهہ ختم ٿي وئي. جڏهن پاڻ دهليءَ ۾ پهتا تہ شروع شروع ۾ ڪنهن بہ قبول

ڪري سندن عزت ڪانہ ڪئي. پاڻ ڪاوڙ ۾ اچي فرمايائون تہ مان هن اقليم جي سلطنت کي وڪڻان ٿو خريدار جي ڳولا آهي. محمد شاهہ رستي ۾ وڃي رهيو هو جيڪو تغلق شاهہ جو پٽ ۽ شيخ نظام الاولياءَ جو مريد هو. ان جي ڪَنَ ۾ هي آواز پيو. نياز منديءَ سان آواز ڏيڻ واري جي پرسان اچي ويٺو ۽ عاجزي ۽ نرميءَ سان عرض ڪيائين تہ هن متاع جو خريدار مون کي سمجهو. پاڻ فرمايائون تہ تنهنجي انڪساريءَ سان گذارش جي ڪري توکي مفت ڏئي ڇڏيم. تغلق شاهہ کي هي واقعو ناگوار لڳو پر جڏهن معلوم ٿيس تہ سودو سندس پٽ سان ئي ٿيو آهي تہ خدا پاڪ جو شڪر بجا آندائين. جڏهن سودي جي تڪميل قبضي سان ٿي وئي تہ هن جي حڪمرانيءَ جي نشي ۾ بدمستي پيدا ٿي. ايتري قدر جو انهيءَ زماني جي عالمن کي پنهنجي درگاهہ ۾ گهرائي نالائقيءَ جا لفظ زبان تي آندائين تہ ولايت جي خاتمي وانگر نبوت جي خاتمي کي عقل تسليم نہ ٿو ڪري. انهيءَ بيهودي ڳالهہ جي جواب ۾ عالم انديشي ۾ پئجي ويا ۽ آخر عرض ڪيائون تہ شيخ شهاب الدين زاهدي اسان سيني کان وڏيڪ بزرگ ۽ دنيا ۽ آخرت ٻنهين کان بهرور آهي. هن معرڪي ۾ انهيءَ جو هجڻ ضروري آهي تہ جيئن انهيءَ جي اتفاق سان هن باري ۾ گفتگو ڪئي وڃي. جڏهن شيخ شهاب الدين هن پريشان ميڙ ۾ پهتو ۽ حڪمران جي ماليخوليا بيان ڪئي وئي تہ شيخ کي ڪاوڙ اچي وئي. جيئن تہ ڪو هٿيار ان وقت نہ مليو لاچار پنهنجي پير مان جُوتو لاهي حڪمران جي منهن تي وهائي ڪڍيائين تہ جيئن خواريءَ سان قتل نہ ڪيو وڃي بلڪ شهادت ۾ اڳهاڙين پيرن وڃڻ نصيب ٿئي. محمد شاهہ هن حالت تي سخت برهم ٿيو ۽ حڪم ڏنائين تہ هن کي قلعي مٿان هيٺ خندق ۾ اڇلايو. ٻہ دفعا ايترو مٿان اڇلائڻ جي باوجود ڪا تڪليف نہ پهتن. مگر ٽيون دفعو ڪرڻ جي حالت ۾ پنهنجي والد بزرگوار جي مثالي صورت نظر آين ۽ کين هدايت ڪيائون تہ خودداريءَ کان پرهيز ڪري نيستيءَ جي سراءِ کان هستيءَ جي ملڪ ڏي هليو وڃ. لهاذا پاڻ کي ايزدي مشيئت جي حوالي ڪري ولايت سان شهادت کي شامل ڪري ڇڏيائون ۽ حُسيني درجو ماڻيائون. پراڻي دهليءَ ۾ سندن قبر ٺاهي وئي. ان وقت کان پاڻ حق گو جي لفظ سان ياد ڪيا ويندا آهن.

# قاضي حميدالدين ناگوري رحمة الله جي ياد ۾

سندن نالو محمد آهي. پنهنجي پيءُ خواجہ عطاءُ الله سان گڏ سلطان معزالدين سام جي زماني ۾ دهليءَ آيا ڪين رسمي علمن ۾ اجتهاد جو درجو حاصل هو. پيءُ جي وفات ڪان پوءِ ناگور ڳوٺ جي قضا جو عهدو سندن نالي تي ٿيو. ڪمال جراٿ ڪان ڪم وٺندي منصب ڪي هلائيندا هئا. ٽئين سال خواب ۾ حضرت خاتم الانبياءَ عليہ الصلواۃ السلام جن ڪين پاڻ ڏي سڏيو. صبح ٿيندي قضا جو عهدو ڇڏي خشڪيءَ جي رستي حرمين شريفين ڏي روانہ ٿيا زادهما الله شرفا- بغداد ۾ شيخ شهاب الاولياءَ سهروردي رحمة الله جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا. اڪين ۽ دل نور محسوس ڪيو ۽ خذمت جي ذريعي ٿورن ئي ڏينهن ۾ خلافت جو خرقو حاصل ڪيائون. انهن ڏينهن ۾ خواجہ قطب الدين اوشي رحمة الله بہ بغداد ۾ هئا. ۽ هنن ٻنهين جي وچ ۾ دوستي ۽ رازداريءَ جا عهد ۽ پيمان استحڪام سان ٿيا. جڏهن قاضي صاحب انهيءَ ولايت جي شهر (بغداد) ڪان روانہ ٿي مڪي معظمہ ۾ پهتا تہ هڪ ڏينهن طواف ڪندي هڪ درويش جي پويان هلڻ لڳا. اڳيان هلندڙ درويش پوئتي منهن ڦيرائي ڏٺو ۽ فرمايو تہ پيروي ڪرڻ حقيقت ۾ سني ڳالهہ آهي. ليڪن جيستائين صورت ۽ معنيٰ هڪ رنگ نہ ٿين ڪجهہ فائدو نہ ٿو ٿئي. مان هر قدم ۾ ختم قرآن الحمد ڪان والناس تائين پورو ٿو ڪيان. تون تہ ائين ڪونہ ٿو ڪرين. طريقت ۾ اهڙو اتباع درست نہ آهي. هيءُ ٻڌي قاضي صاحب جو حال دگرگون ٿيو. هڪ سال تائين مديني منوره ۾ مجاور رهيا ان ڪان پوءِ دهليءَ اچي قطب الاولياءَ سان ملاقاتي ٿيا ٻنهين ڪي هڪ ٻئي جي ديدار سان خوشي ٿي. ساڳي پراڻي دوستي وڌڻ لڳي.

چون ٿا تہ انهن ڏينهن ۾ دهليءَ جي فتويٰ لکندڙ ۽ ڪاغذن تي لکيل علم جي عالمن راڳ جي حرمت ۽ ٻڌڻ وارن جي تعزير جي باري ۾ فتويٰ ڏني. ۽ هڪ ٻئي جي دستخطن سان ان ڪي سينگاريائون. ۽ قاضي حميدالدين جو هي حال هو جو سرود ۽ سماع تي عاشق هئا. جڏهن هي مضمون سندن ڪنن ۾ پهتو تہ شيخ جمال الدين داؤد ڪي فرمايائون (جيڪو سندن محرم دوستن مان هو ۽ مٿين فتويٰ تي ان جي بہ مُهر لڳل هئي) داؤد! جيڪي جماعت اجا تائين

طبيعت جي قيد کان آزاد نہ ٿي آهي. اُها جيڪڏهن اهڙي فتويٰ لکي تہ تعجب جي ڳالهہ ناهي؟ ليڪن تعجب تہ توتي آهي جو درويشن جي توجہ جي ڪري مردانِ خدا ۾ شامل ٿي ويو آهين ۽ اجا تائين ٻارن وانگر مٺيءَ سان ٿو راند ڪيڏين. شيخ جمال الدين داؤد پشيمان ٿي قاضي صاحب جي قدمن ۾ مٿو رکي ڇڏيو.

سخن داني ۽ سخنوريءَ ۾ ڪين گهٽ ڪمال هو. ۽ سندن تصنيفون سندن سخندانيءَ جون شاهد آهن جيئن لوائح- طوائع الشموس درشرح اسماءُ الحسنيٰ مشتمل بہ جلد- گهڻن حقيقتن ۽ معرفت جون ڳالهيون هنن ٻنهين ڪتابن ۾ پنهنجي قلم سان لکيون اٿن.

هڪ ڏينهن شيخ برهان الدين بلخي ۽ شيخ ڪبير خوارزمي عربي گهوڙن تي پاڻ ۽ هڪ ننڍي خچر تي سوار هئا. شيخ ڪبير فرمايو تہ حميد تنهنجو مرڪب صغير آهي. پاڻ جواب ڏنائون تہ بيشڪ ليڪن رفتار ۾ ڪبير کان وڌيڪ آهي.

چون ٿا تہ تاريخ اٺيهين رمضان المبارڪ هجري سن ڇهہ سؤ ستيتاليهہ ۾ ڪين بارگاه موليٰ جو اشتياق حد کان گهڻو ٿيو ۽ هن ناپائدار دنيا کان ملول ٿيا. تراويح ۽ وتر کان فارغ ٿي سجدي ۾ سر رکيائون ۽ واصل حق ٿيا. حالانڪ ڪنهن بہ قسم جي بيماري نہ هئن.

## شيخ فريد الدين گنج شڪر رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن نالو مسعود ابن سليمان ابن قاضي شعيب ابن احمد ابن يوسف ابن شهاب الدين ابن فرخ شاه ڪابلي آهي ۽ ڏهن واسطن سان نسب جو سلسلو حضرت فاروق اڪبر سان وڃي ملي ٿو. سندن ٽيون ڏاڏو چنگيزي عهد ۾ هندستان آيو هو. ۽ ڪوتوال نالي ڳوٺ ۾ قيام فرمايو هئائون ۽ انهيءَ ئي جاءِ تي سندن ولادت باسعادت ٿي هئي. جوانيءَ جي شروع ۾ رسمي علمن کي حاصل ڪندا رهيا پوءِ ملتان اچي هڪ مسجد ۾ گوشي نشيني اختيار ڪيائون. خواجہ قطب الدين بختيار اوشي رحمة الله عليه سمرقند کان سياحت ڪندا پنهنجي پير بزرگوار جي خدمت لاءِ دهليءَ جي طرف وڃي رهيا هئا ۽ رستي هلندي انهيءَ

مسجد وٽان بہ گذر ٿيو ۽ کين ملاقات فيض آثار نصيب ٿيا هڪ ڪتاب سامهون هئن. خواجہ ﷫ پُڇن تہ ڪهڙو ڪتاب آهي. جواب ڏنائون نافع- فرمايائون نافع آهين. عرض ڪيائون تہ درويش جو نفعو تہ خذمت ۾ هو. ڪي چون ٿا تہ خواجہ ﷫ انهيءَ ئي دفعي پاڻ سان دهليءَ وٺي وين ۽ ڪي چون ٿا تہ پاڻ رستي تي ئي تحصيل لاءِ قنذار ۽ سيستان وڃڻ جي اجازت گهري ۽ علم جي تحصيل ڪري پوءِ دهليءَ آيا ۽ خواجہ رحہ جا پوئلڳ ٿيا. جيئن تہ هن شهر ۾ ماڻهن جي هجوم سان تشويش پيدا ٿي ۽ عبادت ۾ يڪسوئي حاصل نہ ٿي. ان ڪري هانسيءَ جي طرف روانہ ٿي ويا. اتي بہ ائين ئي ماڻهن جو انبوه رهندو هو ۽ وقت ائين ئي ضايع ٿيندو هو لاچار اجوڌن (هاڻي پاڪ پٽن شريف جي نالي سڏبو آهي) ۾ اچي پهتا. جيئن تہ هن ڳوٺ جا ماڻهو ملنسار ۽ درويش دوست نہ هئا لهذا اتي ئي قيام فرمايائون. ۽ نفس جي لڙائيءَ ۾ ڪمال ڪوشش ڪيائون. چند سالن تائين جـَوَن جون ٽڪيون ناهي پيٽ سان ٻڌندا هئا ۽ پاسي ۾ لڪل دشمن (نفس) کي فريب ڏيندا هئا ۽ آخرڪار فتح مند ٿيا. هندستان جا سڀ مشائخ متفق اللفظ چوندا آهن تہ رياضت ۽ روح جي پرورش ۾ گنج شڪر جهڙو ڪوبہ درويش پيدا نہ ٿيو.

گنج شڪر جي خطاب جي سبب ۾ ڪيترائي قسم جا بيانات ڏسڻ ۾ آيا ليڪن گهڻو مشهور اهو آهي تہ بنجارن جو هڪ قافلو رستي ۾ مليـن. دريافت ڪيائون تہ توهان وٽ ڪهڙو سامان آهي هنن جواب ڏنو تہ لوڻ آهي. فرمايائون تہ ها لوڻ هوندو. سندن اهو فرمائڻ شرط کنڊ جون ڳوڻريون لوڻ جون ٿي پيون. قافلي وارا بنجارا پشيمان ٿيا ۽ اصل معاملو حاضر ٿي ظاهر ڪيائون. فرمايائون تہ غم نہ ڪيو جيڪڏهن کنڊ هئي تہ کنڊ ٿي ويندي. مطلب تہ سندن عجيب ۽ غريب ڳالهيون گذريل تاريخ جي ڪتابن ۾ گهڻيون لکيل آهن. هتي لکڻ جي ضرورت نہ آهي.

هڪ ڏينهن شيخ نظام الاولياء﷫ لوڻ قرض تي وٺي فقيرن جي ڪاڌي ۾ وجهي ڇڏيو جڏهن پاڻ ان مان گرهہ کنيائون تہ وزن معلوم ٿين فرمايائون تہ گرهہ جو وزني ٿيڻ جو ڇا سبب آهي. ڪيفيت حال عرض ڪئي وئي. فرمايائون تہ صوفيءَ کي قرض کڻڻ جائز نہ آهي. جيڪي ڪجهہ ملي ان تي قناعت ڪري ۽ فرمايائون تہ صوفي اُهو شخص آهي جيڪو موجود تي راضي رهي ۽ عدم

موجودگيءَ جي ڳولا ۾ ڪوشش نہ ڪري.

عوارف المعارف سهرورديہ تي سندن عمده عمده حاشيہ ۽ وڏيون ڳالهيون لکيل آهن. جيڪي مطالعي سان تعلق رکن ٿيون.

شيخ بدرالدين اسحاق کي رحلت واري رات ۾ فرمايائون تہ شخص نظام الاولياءؒ کي سلام کان پوءِ چئجانءِ تہ دوستن جي جدائيءَ جو رنج ۽ ملاقات جو شوق فريدؒ پاڻ سان کڻي ويو ۽ پير بزرگوار جو خرقو تو لاءِ موڪليو اٿس. مبارڪ هجي. تاريخ پنجين محرم هجري سن ڇهہ سؤ چوهٺ ۾ پنجانوي سالن جي عمر کان پوءِ ظاهري عالم کان قديمي وطن ڏي بازگشت فرمايائون جيڪا غيب الغيوب جي بارگاه آهي.

# انجمن فرزندان ۽ شيخ الاسلامي مخدوم شيخ فريدالدين گنج شڪر اجوڌني ڪابليؒ

چون ٿا تہ شيخ الاسلام جن کي پنج فرزند ۽ ٽي نياڻيون هيون. انهن ئي انن جا احوال اخلاق ۽ افعال انن ئي بهشتن لاءِ سرسبزيءَ جو سامان آهن. هنن انن ئي ميويدار ۽ ڇانو ڏيندڙ ٻوٽن جي برڪت سان دنيا جي ولايت واري باغ ۾ اهڙا تہ هدايت جا ميوا پيدا ٿيا جن جي شان ۾ لاَ مَقطُوعَـۃٌ وَلاَ مَرفُوعَـۃٌ آهي ۽ جن جي ذريعي زماني وارن کي ڪمال فيض ۽ فائدو پهتو آهي.

پهرئين فرزند جو نالو **شيخ نصيرالدين نصرالله** آهي. انهن جو بہ هڪ فرزند هو شيخ بايزيد، درويشن جا طور طريقا ۽ خوشبو ان ۾ موجود هئي. شيخ نظام الاولياءجو خليفو شيخ ڪمال مالوه. جن جو روضو ڳوٺ وهاڙ ۾ آهي. انهيءَ ئي شيخ بايزيد جا فرزند ارجمند آهن. هن زماني ۾ مالوه ۾ شيخ ڪمال جي نسل مان هڪ جماعت آهي. الله جل شانہٗ هن جماعت کي پنهنجي آباءِ ڪرام جون نيڪ عادتون عطا فرمائي.

ٻيو فرزند **شيخ شهاب الدين** هو. پاڻ درسي ۽ حقيقي علمن جا عالم ۽ تقويٰ جي شاهراه جا سالڪ هئا. ڪتاب عوارف المعارف جي درس ۾ شيخ نظام الاولياءَ جا هم سبق رهي چڪا آهن. شيخ نظام الاولياءَ جو بيان آهي تہ جيئن تہ گنج شڪر وارو نسخو باريڪ قلم سان لکيل ۽ ڪجهہ غير صحيح

هو. ان ڪري درس جي وقت لازمي دير ۽ رڪاوٽ ٿيندي هئي. هڪ ڏينهن عرض ڪيم تہ شيخ نجيب الله متوڪل وٽ جيڪو ڪتاب آهي ان جي عبارت بہ صحيح آهي ۽ سنو لکيل بہ آهي. هيءَ ڳالهہ طبع مبارڪ تي ناگوار گذري ۽ ٿوري دير غور ڪري پوءِ غصي ۾ اچي ڪيترا دفعا فرمايائون تہ شايد درويش کي غير صحيح ۽ تصحيح جي طاقت ڪانهي. فقير متو اُگهاڙو ڪري قدم مبارڪن تي رکي معافي گهري ليڪن قبول نہ پئي ان ڪري مان تنگدل ٿي جهنگ ڏي هليو ويس ۽ جان ۽ ايمان کسجڻ جو خوف هو. جنهن جي ڪري حيران ۽ بيقرار ڦرندو رهيس. ايتري ۾ شيخ شهاب الدين کي هن حال جي خبر پئي. پاڻ منهنجي غمگيني ۽ شرمندگي اهڙي تہ خوبيءَ سان پنهنجي والد بزرگوار جي حضور ۾ بيان ڪئي جو مقبول ٿي وئي. چنانچہ پير بزرگوار جن پنهنجي حضور ۾ مون کي طلب ڪري منهنجو قصور معاف فرمايو. خوف ۽ نااميديءَ جي ميراڻ دور ڪري پريشان دل کي اميدوار ڪري اطمينان ڏياريو. بئي ڏينهن خلافت جي خلعت عطا فرمائي سرفرازي بخشي.

ٽيون فرزند **شيخ بدرالدين سليمان** هو. جيئن تہ انوار الاهيءَ جي چمڪ ڏمڪ سندن سيرت ۽ صورت مان نمايان هئي. لهذا پاڻ پنهنجي والد بزرگوار جا جانشين ٿيا. ۽ گنجشڪري سجاده جو وڃائڻ ۽ شيخ الاسلامي رستي جو هلڻ کين نصيب ٿيو. چون ٿا تہ خواجہ زور ۽ خواجہ غوريہ بئي بزرگ چشت کان اجوڌن ۾ آيل هئا حضرت گنجشڪر جن سجاده نشين کي هنن ٻنهين بزرگن جو مريد ڪرائي خلافت جو ڪلاه ڏياريو هو. جڏهن سندن رهنمائيءَ جو وارو پورو ٿيو تہ پنهنجي والد جي حظيره منوره ۾ خوابگاه تجويز ڪري سمهي پيا.

چوٿون فرزند **خواجہ نظام الدين** هو. سندن مهربان والد کين پنهنجو يوسف سمجهي ساڻن يعقوبي برتاءُ ڪندا هئا. ۽ پاڻ پنهنجي حقيقت جو احوال سپاهياڻي شان ۾ لڪايو وتندا هئا. هڪ ڏينهن مشرڪن سان جنگ جو اتفاق ٿيو تہ اڪيلي سر چند مخالفن کي دوزخ ڏي روانو ڪري پاڻ شهادت جي ذريعي بهشت ڏي روانہ ٿيا. چون ٿا تہ سندن جسم مبارڪ لڙائيءَ واري جاءِ تي ڳولڻ جي باوجود نہ مليو. سندن هڪ فرزند هو ڪمالات جو صاحب خواجہ ابراهيم نالو هئس ۽ خواجہ ابراهيم جو بہ هڪ پٽ هو خواجہ عزيزالدين نالو هئس جن کي شيخ نظام الاولياءَ جي خدمت سان ظاهري ۽ باطني فضيلت ۽

ولايت حاصل هئي. ۽ روضي نظاميہ ۾ ئي سندن قبر آهي.

پنجون فرزند **شيخ يعقوب** هو. پاڻ سيني ۾ ننڍا هئا. سيد امير خرد ڪرماڻي پنهنجي والد ماجد جي زبان سان روايت ٿا ڪن تہ هو فرمائيندا هئا تہ مان شيخ يعقوب جي خدمت ۾ ڪمال درجي جي دلبستگي رکندو هئس. پاڻ ملامت ۽ خرابات نشينيءَ کي پنهنجي درويشاڻي مراتب جو برقعو بنائي رکيو هو. چنانچہ هڪ دفعي رات جو ذڪر آهي، جنهن شهر ۾ پاڻ رهندا هئا. اتان جي حاڪم جي پيٽ ۾ اهڙو تہ سور پيو جو ڇڻ تہ مرڻ جي ويجهو اچي ويو. حاڪم جا ملازم شيخ يعقوب جي ڳولا ۾ ڦرڻ لڳا شايد سندن دعا جي برڪت سان هي ملڪ آباد رهي. گهڻي ڳولا کان پوءِ مٿو اُگهاڙو ۽ وار اُلجهيل انهيءَ حيثيت سان ميخاني ۾ مليا. حاڪم جي درد جي ڪيفيت عرض ڪئي وئي. فرمايائون- اسان جو روز جو خرچ ختم ٿي ويو هو اُتان اُٿيا ۽ حاڪم جي گهر پهتا ۽ پنهنجي هٿ سان حاڪم جي پيٽ کي مهٽيائون. اُنهيءَ وقت فوراً صحتيابي ٿي وئي. حاڪم گهڻو ڪجهہ جنس ۽ نقد نذر ڪيو. چون ٿا تہ صبح تائين سڀ خيرات ڪري ڇڏيائون سچ نڪرندي هڪ ڪوڙي بہ باقي نہ رهي. ڪين ڳوٺ امروهہ جي حدن ۾ رجال الغيب پاڻ سان ڪٺي ويا ۽ ماڻهن جي نظرن کان لڪائي ڇڏيائون. پاڻ بہ فرزند ڇڏيائون جن جون عادتون ۽ طور طريقا بزرگان سلف جي مثل هئا ۽ ظاهري ۽ باطني فضيلتون بہ رکندا هئا. هڪڙو خواجہ معزالدين جن کي مقام ديوگير ۾ شهادت نصيب ٿي. ديوگير کي هن زماني ۾ دولت آباد چوندا آهن. ۽ ٻيو خواجہ قاضي رحمة الله هنن بہ دهليءَ ۾ رحلت فرمائي.

پنجن ئي فرزندن جو تہ بيان ٿي چڪو. هاڻي ٽڏو نياڻين جو حال هن طرح آهي تہ وڏي نياڻي جو نالو بي بي مستوره هو. جن پنهنجي سڄي عمر عصمت ۽ عفت سان گذاري.

ٻي بي بي شريفہ جيڪا زهد ۽ عبادت ۾ پنهنجي زماني جي رابعہ هئي ۽ حضرت گنجشڪر رحمة الله سندس باري ۾ اڪثر فرمائيندا هئا تہ جيڪڏهن عورتن کي خليفو ڪرڻ جائز هجي ها تہ مان شريفہ کي پنهنجو خليفو ۽ سجاده نشين ڪري ڇڏيان ها.

ٽين بي بي فاطمہ جيڪا مولانا بدرالدين اسحاق جي نڪاح ۾ اچي خانواده مشيخت جي ڪنوار ٿي.

ڀھرين نياڻي مستوره کي هڪ فرزند هو. خواجہ عزيز صوفي نالو هئن. حضرت آدم صفي الله جي خلافت جا سڀ طور طريقا انهن ۾ موجود هئا. پنهنجي قلم سان مختلف طرح جا خط نهايت خوبصورتيءَ سان لکندا هئا. تحفۃ الابرار في ڪرامت الاخيار. شيخ نظام الاولياءجي مناقب ۾ ۽ وڌيڪ سندن عمده عمده ڳالهين جي بيان ۾ سندن تصنيفات آهي. کين هڪ فرزند هو خواجہ قطب الدين حسن ان کي خلافت جي خلعت چراغ دهلوي شيخ نصيرالدين محمود جي خذمت مان حاصل ٿي هئي.

ٽين نياڻي بي بي فاطمہ جو مڙس بدر اسحاق جڏهن عالم بقا ڏي راهي ٿيو تہ نظام الاوليا کين دهليءَ ۾ سڏايو ۽ ڪمال درجي جي خذمت ڪئي سندن ٻہ فرزند يادگار رهيا خواجہ محمد ۽ خواجہ موسيٰ- خواجہ احمد نيشاپوري شيخ الاسلام جا خاص مريد هئا جنهن با اتفاق راءِ شيخ نظام الاوليا هنن ٻنهين عالي قدر گوهرن جي پرورش فرمائي ۽ انساني ڪمالات تي پهچايو جنهن جي معنيٰ اها آهي تہ "بازگشت ڪرڻ هن عالم خاڪ مان عنصري لباس ۾ وحدت جي پاڪ جهان ڏي"- جڏهن عنصري علائقن کان الڳ ٿي ڪوچ ڪرڻ جو وقت آيو تہ روضي نظاميہ ۾ خوابگاه ٿهي.

## شماره برگزيده خلفاءِ گنجشڪري رحمۃ الله

**شيخ جمال الدين احمد هانسوي** رحمۃ الله— جيئن تہ طريقت ۽ حقيقت جو جمال ۽ جمال جي چمڪ ڏمڪ سندن حالات کان ظاهر هئي لهذا پير جي قلبي ۽ نظري توجہ جي اثر سان سندن صدق ۽ صفا ڪمال جي حد تائين پهچي ويو هو.

**مولانا برهان الدين ابن شيخ جمال هانسوي** رحمۃ الله— چون ٿا تہ شيخ جمال جو روح بدن جي لباس کان مجرد ٿي رحلت ڪري ويو تہ خلافت جو خرقو ۽ عصا جيڪا شيخ جمال وٽ هئي. پير جي اشاري سان سيني فرزندن مان صرف برهان الاولياءَ کي عنايت ٿي.

**شيخ علي صابر** رحمۃ الله— جڏهن سندن خلافت جي سند جمال الخلفاء ڦاڙي ڇڏي تہ سندن ماءُ جيڪا حضرت گنجشڪر رحمۃ الله جن جي همشيره هئي. اها حالت

ياءُ کي ٻڌائي. انهن فرمايو تہ جمال جي قاڙيل کي فريد نہ ٿو سبي سگھي جڏهن صابر رحہ جن جواب جو مضمون ٻڌو تہ پنهنجي اسم ۽ رسم جي مطابق پنهنجي ماءُ کي بہ صبر جي تلقين ڪيائون ۽ چيائون تہ ڪوبہ غم نہ ڪر جيڪڏهن جمال جي مضطرب هٿ صابر جي خلافت جي سند ڦاڙي ڇڏي تہ صابر جي صبر جي هٿ بہ جمال جي سند جو ورق ڦاڙي ڇڏيو. هاڻي ڪوبہ بزرگ جمال جي رهنمائيءَ سان حضرت گنجشڪر رحہ جن جي سلسلي کي نہ پهچي سگھندو. چون ٿا تہ شيخ جمال جي خلافت شيخ جمال تي ئي ختم ٿي وئي ۽ ڪوبہ شخص سندن ذريعي سان سلسلہ داريءَ جي درجي کي نہ پهتو.

**شيخ علاؤالدين محمد ابن شيخ الاسلامي** رحمۃ اللہ — پنهنجي والد ڪان پوءِ ٻن نسلن تائين پاڻ موروثي سجاده تي سلسلہ داري ڪيائون. ۽ شڪر جو سجدو ادا ڪندا رهيا. جڏهن آخرين سفر پيش آيو تہ پنهنجي جدامجد جي مقبري جي زمين ۾ خوابگاه اختيار ڪيائون. سلطان محمد تغلق هڪ وڏي ڪرسيءَ جو گنبذ سندن قبر تي تعمير ڪرايو ۽ سندن فرزند شيخ معزالملڪ جو خطاب ڏئي گجرات جي صوبي جو گورنر (صوبہ دار) مقرر ڪيائون. شيخ معزالدين گجرات ۾ ئي رحلت فرمائي. شيخ علاؤالدين جي ٻئي پٽ شيخ علم الحق و الدين هئا. هي شيخ الاسلاميءَ جي منصب تي سرفراز ٿي ويا

**شيخ محمد تاج** رحمۃ اللہ — ولد خواجہ تاج الدين محمد— سندن حالات ۾ هڪ وڏو شان پيدا ٿيندو هو. پاڻ سلطان مظفر گجراتيءَ جي عهد ۾ تاج العلماءَ جو خطاب حاصل ڪيو.

**شيخ نورالدين احمد** رحمۃ اللہ منڊو (مانڊوءَ) وارو— پاڻ بہ حضرت گنجشڪر جي پاڪ نسل مان آهن. هميشہ سڪر جي حالت ۾ رهندا هئا.

شيخ فخرالدين گنج اسرار رحہ جونپوري— سندن صاف دل انوار ۽ اسرار جو خزانو هئي. فرمائيندا هئا تہ درويشيءَ جي ڪمال منهنجي باطن ۾ بغير ڪنهن انسان جي ذريعي جي ازخود رب جي طرف ظهور ڪيو آهي ۽ شيخ نظامي گنجوي رحمۃ اللہ جا بيت پنهنجي پنهنجي حال سان ملائي پڙهندا هئا. هي بيت الڳ سندن بيان ۾ لکيا ويندا. سندن مريد گهٽا آهن. خواب گاه جونپور.

**شيخ علاءُالدين عرف فيل مست رحہ**— پاڻ لفظ فيل مست سان ياد

ڪيا ويندا هئا.

**شيخ نورالدين** رحمة الله عليه — پاڻ حضرت گنج شڪر رحہ جن جي اولاد مان آهن. پنهنجي ڏاڏي شيخ تاج الدين ابن شيخ عبدالصمد ابن شيخ منو اجوڌني جا مريد آهن جن کي ماڻهو فريد ثاني ۽ پنهنجي وقت جو گنجشڪر چوندا هئا. تاريخ پندرهين ربيع الثاني هجري سن نو سؤ ستيتاليهہ ۾ هن فاني عالم مان لاڏاڻو ڪري ويا. دهليءَ جي قلعي جي ميدان ۾ سندن قبر آهي. مطلب تہ هند ۽ سنڌ جا سڀ شهر ۽ طرف شيخ الاسلام جي اولاد جي مسڪن ۽ قدمن جي برڪت سان دارالولايت ٿيا پيا آهن. الله جل شانہٗ پنهنجي عنايت سان هن فروغ کي افزوني ۽ استمرار عطا فرمائي. الا يوم التناد- آمين.

## شيخ جمال الدين احمد خطيب هانسوي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ حنفي نسل جا آهن. حضرت گنجشڪر رحہ کين گهڻو دوست رکندا هئا ايتري قدر جو سندن محبت ۾ ٻارهن سال ڪامل هانسيءَ ۾ قيام فرمايائون. ۽ هيءَ ڳالهہ فيصلو ٿي هئي تہ منهنجي خليفن مان جنهن کي منهنجو جمال مناسب سمجهي ان جي خلافت مون کي تسليم آهي. شيخ جلال الدين جنهن جو اجازت نامون ڦاڙي ڇڏيندا هئا تہ ان جي باري ۾ حضرت گنجشڪر رح فرمائيندا هئا تہ جمال جي ڦاڙيل کي فريد سبي نہ ٿو سگهي. هي شيخ جمال جي سراپا نصيحت جي ڪلمات مان آهن. ”گفتار بغير ڪردار جي زيب نہ ٿي ڏئي، جنهن جي رفتار توهان نہ هلي سگهو ان جي گفتار ڇڏي ڏيو چو تہ اهڙي گفتار بلڪل غير مؤثر هوندي آهي“. جڏهن سندن ملاقات شيخ بهاءُ الدين زڪريا رحہ جن سان ٿي تہ شيخ زڪريا کين پنهنجي سيني خليفن تي ترجيح ڏني هئي ۽جيڪا دعويٰ محبت جي لحاظ سان حضرت گنجشڪر رحہ جي خدمت ۾ حاصل هئي ان بنياد تي لکي موڪليو هئائون تہ ”مان پنهنجي سيني مريدن ۽ خليفن کي اڪيلي جمال الدين جي بدلي ۾ توهان جي روبرو پيش ٿو ڪيان. مروت جي ڳالهہ اها آهي تہ سودو درهم برهم نہ ڪيو وڃي“. حضرت گنجشڪر رحہ جن جواب ۾ لکيو تہ ”جمال منهنجو جمال آهي. معاوضو مال ۾ ٿي ٿو سگهي جمال ۾ نہ“. شيخ جمال جو هڪ نظم آهي جنهن ۾ اولياءَ

الله جي مرتبن ۽ رجال الله جا حالات نظم ڪيا ويا آهن. هن نظم جي پڙهڻ سان سندن عمدگي ۽ عرفان جي ڪيفيت ڪنهن حد تائين ظاهر ٿئي ٿي.

## شيخ عارف ملتاني رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ ملتان جي حاڪم وٽ پيش امام هئو. چون ٿا تہ ملتان جي حاڪم هڪ دفعي ڪجھہ نقد سندن هٿان حضرت گنجشڪر رحہ جن جي خدمت ۾ موڪليو پاڻ حرص ۽ طمع ۾ اچي اڌو اڌ ڪري هڪ حصو نذرانو پيش ڪيو. حضرت گنجشڪر رحہ جن فرمايو تہ تو اڌ حصو ڪنبو چڱو ڪيئي. پاڻ هي ٻڌي حيران ٿي ويو ۽ جيڪي ڪجھہ بچايو هئائين سامهون آڻي رکيائين ۽ نوڪريءَ کي الوداع چئي حضرت گنجشڪر رحہ جي خدمت اختيار ڪيائين. ڪجھہ ڏينهن کان پوءِ سندن ڪم ۾ شائستگي پيدا ٿي لهـذا حضرت گنجشڪر رحہ جن خلافت جو خرقو ۽ اجازت نامو ڏئي قنڌار ۽ سيستان وڃڻ جو حڪم صادر فرمايو تہ جيئن اتان جي ماڻهن جي رهنمائي ڪري. پاڻ اجازت نامي ڪي چمي ڏئي خدمت ۾ رکيائون ۽ عرض ڪيائون تہ رهنمائي تمام وڏو ڪم آهي مون جهڙي شخص کان خوبي ۽ شائستگيءَ سان سرانجام نہ ٿي سگهندي. بهتر اهو آهي تہ حجاز جي سفر جي مون کي اجازت ڏني وڃي تہ جيئن باقي بچل زندگي انهيءَ ئي ابراهيمي مقام ۾ بسر ڪيان آخرڪار ٻنهين طرفن کان آخري ڳالهہ تي قرارداد تي عمل ٿيو.

## شمس الدين داؤد پالهي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پالهي— رودليءَ جي ڀرسان هڪ ڳوٺ آهي. پاڻ حضرت گنجشڪر رحہ جا خاص مريد ۽ شيخ نظام الاولياءجا همراز ۽ هم سفر هئا. چون ٿا تہ هر روز صبح جو گهر کان نڪري جنگل ڏي هليا ويندا هئا. جنگل جا سڀ جانور سندن چوڌاري جمع ٿي ويندا هئا. ۽ ڪنهن بہ جانور يا پکيءَ ۾ ڪنهن بہ قسم جي تڪليف پهچائڻ يا خوف باقي نہ رهندو هو. انتظار سان سندن جمال کي ڏسندا رهندا هئا ۽ پاڻ مراقبي جي حالت ۾ مستغرق رهندا هئا. ۽ جڏهن رات ٿيندي هئي تہ گهر واپس ايندا هئا. انهيءَ ئي حالت ۾ زندگي گذاري ڇڏيائون.

## مولانا احمد حافظ دهلوي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ رسمي ۽ حقيقي علمن جا خزانا ۽ پرهيزگاري ۽ معرفت جي کاڻ هئا شيخ نظام الاولياءکان روايت آهي فرمائن ٿا تہ مان هڪ دفعي حضرت گنج شڪر رحہ جن جي مقدس روضي جي آستاني بوسيءَ لاءِ وڃي رهيو هئس. سرسي نالي ڳوٺ ۾ ساڻن ملاقات ٿي، جڏهن معلوم ٿين تہ مان ڪاڏي وڃي رهيو آهيان تہ پيغام ڏنائون تہ اميد تہ تون جلد پهچندين روضي مقدس تي منهنجا سلام عرض ڪري التماس ڪجان تہ دنيا جا طالب- آخرت جا طالب ۽ ٻنهين جا طالب سڄي روءِ زمين تي گهڻا آهن ليڪن هن نيازمند جي آرزو انهيءَ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي تہ هن جي دعا **تَوَفَّنِي مُسْلِماً وَّ الْحِقْنِي بِالصّٰلِحِيْنَ** (تون مون کي فرمانبرداريءَ جي حالت ۾ دنيا مان گهراءِ ۽ مونکي پنهنجي نيڪ ٻندن ۾ داخل فرماءِ) قبول ٿي وڃي. (آمين).

## شيخ بهاءُ الدين محمد سيڪري وال رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ الاسلام گنجشڪر رحہ جي پاڪ نسل مان آهن. نافرمان نفس جي جنگ ۾- فقر ۽ تنگ دستيءَ جي قبول ڪرڻ ۾ ۽ مال متاع ڇڏي ڏيڻ ۾ پنهنجي بزرگوار پيءُ ڏاڏن جي مثل هئا ۽ گهڻا ئي شائستگيءَ جا آثار سندن پيشانيءَ مان ظاهر هئا.

## شيخ بهاءُ الدين زڪريا پور مولانا وجيہ الدين ابن علي شاهہ قرشي خوارزمي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن والده ماجده مولانا حسام الدين جي ڌيءُ آهي. سندن ولادت ڪوٽ ڪروڙ ۾ ٿي جيڪي قلعا سبڪتگين جي پٽ هندستان ۾ فتح ڪيا هئا انهن ۾ هي پهريون قلعو هو ۽ سندن خوابگاهہ ملتان ۾ آهي. ٻارهن سالن جي عمر ۾ قرآن حفظ ڪيائون ۽ قراءة بہ حاصل ڪئي هئائون. والد هڪ هيري وانگر کين يتيم ڇڏيو. خراسان ۾ وڃي ڪتابي علم سکيائون. ۽ بخارا ۾ پهچي اجتهاد

جي درجي ۾ قدم رکيائون. اخلاق ۾ اهڙي تہ شائستگي هئڻ جو زماني وارا کين بهاءُ الدين فرشتو چوندا هئا. پوءِ حرمين شريفين جي خاڪ چمڻ لاءِ بخارا کان جنبش فرمايائون زَادَهُمَا اللّٰه شَرَفاً - پنج سال مديني منوره ۾ قيام فرمايائون. انهيءَ زماني ۾ شيخ كمال الدين محمد يمني موجود هو جيڪو عرب جي محدثين مان هو انهن کان احاديث جي تصحيح ڪري سند حاصل ڪيائون ۽ هر سال انهن سان گڏ حج لاءِ ايندا هئا پوءِ بغداد ۾ شيخ الشيوخ شهاب الدين عمر سهروردي ؒ جن جي خذمت ۾ پهچي حقيقتاً بيعت تي پيا. ۽ سترهن ڏينهن جي اندر خلافت جو خرقو خاتم الانبياءَ عليہ السلام جن جي حڪم سان حاصل ڪري واپس ملتان جي اجازت ورتائون. جيڪي صوفي اڳ کان خذمت ۾ حاضر هئا انهن انهيءَ حال تي رشڪ ڪيو ۽ شيخ ڪي ڪشف جي ذريعي معلوم ٿي ويو. فرمايائون تہ توهان جي ڪاٺين ۾ امڪان جي آلاڻ اجا باقي آهي ان ڪري باھ جلد اثر نہ ٿي ڪري ۽ بهاءُ الدين جون ڪاٺيون خشڪ ٿي ويون آهن ان ڪري انهن جلدي شعلي کي پڪڙي ورتو. حضرت گنجشڪر رحہ جن فرمائن ٿا تہ هڪ ڏينهن مان شيخ بهاءُ الدين جي نالي خط لکڻ گهريو پئي ليڪن اهو سوچي رهيو هئس تہ ڪهڙي لقب جي عنوان سان خط لکان ايتري ۾ منهنجي نظر لوح محفوظ تي پئجي وئي اُتي سندن لقب شيخ الاسلام لکيل ڏٺم لهذا اِهوئي لقب لکيم. چون ٿا تہ ٻنهين جهانن جو ڪمال کين حاصل هو ۽ ڪرامتون بہ هر قسم جون ڪائنڻ صادر ٿيون ستين صفر هجري سن ڇهہ سؤ پنجهٺ هڪ روشن ضمير مرد آيو ۽ سندن فرزند شيخ صدرالدين عارف کي هڪ بند ٿيل خط ڏنو ۽ چيو تہ هن کي پنهنجي والد بزرگوار تائين پهچايو. چنانچہ پهچايو ويو. محبوب جي خط پڙهڻ شرط عمر گراميءَ جو زمانو پورو ٿيو. شيخ صدرالدين ٻاهران وَصَلَ الْحَبِيْبُ اِلَى الْحَبِيْب (دوست دوست سان ملي ويو) جو آواز ٻڌو. جڏهن اندر پهتو تہ والد کي وَاصلَ بحق ڏٺائين. ۽ چوڻ وارو ڪير بہ موجود نہ هو- اِنَّا لِلّٰه وَاِنَّا اِلَيْہِ رَاجِعُوْنَ. جهڙي طرح وَلَقَدْ زَيَّنَا السَّمَاءَ الدُّنْيَا بِمَصَابِيْحَ (دنيا جي آسمان کي ستارن جي چراغن سان آرائش آهي). اهڙيءَ طرح سندن نسل جي آسمان کي ستن پٽن سان آرائش حاصل ٿي هئي.

(1) شيخ ڪمال الدين (2) شيخ صدرالدين عارف (3) شيخ شمس الدين محمد (4) شيخ علاؤالدين يحيٰ (5) شيخ محبوب مجذوب (6) شيخ برهان (7) شيخ ضياءُ الدين حامد قدس الله اسرارهم.

هڪ ڏينهن ڪجھ صوفي سندن روبرو تونگريءَ جي مذمت ڪري رهيا هئا. پاڻ فرمايائون تہ دنيا ٿورڙي شيءِ آهي جيڪا سيني دنيا وارن ۾ تقسيم آهي. پوءِ هڪ ٿورڙي حصي جو مقدار ڪيترو هوندو. ۽ فرمائيندا هئا تہ مال معنوي نانگ آهي جيڪو شخص نانگ جو منتر ڄاڻندو هجي ان کي نانگ جو قرب نقصان نہ پهچائيندو آهي ۽ ڪڏهن اهو بہ فرمائيندا هئا تہ دنياداريءَ کي درويش جي ڳَـلَ تي نيل جو نشان سمجھڻ گهرجي.

## شيخ فخر الدين ثانيؒ جي ياد ۾

پاڻ شيخ شهاب الدين حق گو جا فرزند- خليفا ۽ جانشين آهن. چون ٿا تہ فيروز شاهہ جي عهد ۾ سيد جلال مخدوم جهانيان سندن ملاقات لاءِ اوچ کان دهليءَ آيا. سلطان فيروز استقبال ڪيو. جڏهن مخدوم جو ديدار ڪيائين تہ سلطان کي سعادت نصيب ٿي ۽ اعتقاد وڌيڪ زياده ٿيو. بيعت ڪيائين. ٻئي ڏينهن مخدوم جهانيان سندن خانقاہ ۾ آيا. سندن عادت هئي تہ هميشہ بغير لکيل چند ڪاغذ سامهون رکندا هئا ۽ هر هڪ ڪم جي شروعات ۾ انهن کي کولي ڏسندا هئا. جيڪڏهن لفظ افعِـل (ڪر) نڪرندو هو تہ اهو ڪم ڪندا هئا ۽ جيڪڏهن لاتفعل (نہ ڪر) نڪرندو هو تہ انهيءَ ڪم کان باز ايندا هئا. انهيءَ ترازي سان الله پاڪ جي رضا منديءَ جو اندازو ڪندا هئا. جڏهن پاڻ مخدوم جي ملاقات لاءِ ورق اٿلايائون تہ هر دفعي لاتفعل نڪتو. لهذا مجبور ٿي عذر ڪيائون ۽ چيائون تہ اڄ ملاقات لاءِ خدا جو حڪم ناهي. انشاءالله وري ڪنهن ٻئي ڏينهن پنهنجي اک ۽ دل توهان جي ديدار سان منور ڪندس. ڪيترا دفعا ٻاهران دروازي تي زنجير لوڏيندا هئا ليڪن اندران منع جي زنجير نہ کُـلي. لاچار مخدوم ترسي پيو. جيئن تہ شيخ کي بہ شوق هو تہ ملاقات ٿئي. ان ڪري پنجين دفعي وري فال کُـلي. هن دفعي حڪم جو صيغو نڪري آيو. فوراً پنهنجي جاءِ تان اُٿي بيٺا. مخدوم کي بہ خبر پئي تہ شيخ اندران پنڌ اچي

رهيا آهن. ترسيا ۽ پالڪيءَ تان لهي آيا ۽ شيخ جي رفتار ڏي حيرت سان ڏنائون ۽ چيائون درست - درست- درويش ڪي ائين ئي ڪرڻ گهرجي تہ بغير حڪم خدا جي هڪ قدم بہ نہ کڻي. جڏهن پاڻ ۾ هٿ ملايائون تہ مخدوم گلي ملڻ جو ارادو ڪيو. شيخ ڪي مخدوم جي لڪل ڪاروائي معلوم هئي تہ جنهن سان بہ گلي ملندا آهن تہ جيڪي ڪجهہ ان وٽ معرفت جو قسم هوندو آهي سڀ سلب ڪري وٺندا آهن. ان ڪري شيخ گلي ملڻ کان معذرت ڪندي چيو تہ منهنجا پٽ گهٽا آهن ۽ نعمت گهٽ آهي ۽ هيءَ آيت پڙهيائون. **هٰذَآ اَخِيْ لَهٗ تِسْعٌ وَّتِسْعُوْنَ نَعْجَةً وَّلِيَ نَعْجَةٌ وَّاحِدَةٌ فَقَالَ اَكْفِلْنِيْهَا.** (منهنجو ڀاءُ آهي ان وٽ نوانوي رڍون آهن ۽ مون وٽ صرف هڪ رڍ آهي. هو چئي ٿو تہ پنهنجي رڍ مون کي ڏي). مخدوم چپن ئي چپن ۾ مسڪرايو ۽ پنهنجي نعمتن سان شيخ جي فرزندن کي ڪامياب ڪيائين ۽ هر هڪ کي هڪ خاص رخ ڏي روانو ڪندي فرمايائين تہ شيخ بهاءُ الدين گنج روان کي سرڪار ڪالپي عطا ڪيم شيخ صدر کي صوبو جونپور ڏنم ۽ شيخ بدر جو تقرر سرڪار بهار ۾ ڪيم ۽ چيائون تہ انهن صاحبن جو رتبو ايترو تہ بلند آهي جو بيان ۾ نہ ٿو اچي. باد لطف خدا قرين همہ.

## سيد جلال سرخ بخاري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ بهاءُ الدين زڪريا جا مريد ۽ مخدوم جهانيان جا ڏاڏا آهن. قدس سرهم. چون ٿا تہ تقدير الاهي ڪين بخارا کان بکر ۾ ڇڪي آندو. ان کان چند ڏينهن پوءِ پاڻ غيبي اشاري تي سيد بدرالدين بکريءَ جي نياڻيءَ سان نڪاح ڪرڻ جو ارادو ڪيائون. سيد بدرالدين الهامي اجازت جو انتظار ڪيو ۽ انهيءَ ڪري جواب ڏيڻ ۾ ڪجهہ دير ڪيائون. جڏهن سيد بدرالدين جي بہ باطن ۾ اهوئي الهام ٿيو تہ نڪاح ڪري ڇڏيائون. خانہ ۽ خاندان بئي هڪ ٿي ويا. مگر آخرڪار آسماني گردش سان ياٿرن جي دلين ۾ بہ حسد ۽ ڪينو پيدا ٿيو. انهيءَ سبب سيد جلال الدين سڪونت ترڪ ڪري اوچ ۾ اچي گوشي نشين ٿيو. گهڻي مدت تائين خدا پرستيءَ ۾ مشغول رهيا ۽ رحلت کان پوءِ بہ اهوئي شهر سندن خوابگاه بنيو.

## شيخ حسين ڪاهہ بُـر رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن خوابگاه ملتان ۾ آهي. قدوة الاوليا شيخ بهاءُالدين زڪريا رحہ جن جا هم عصر آهن. هوش سنڀالڻ کان پوءِ گاه ڪري ان مان معاش پورو ڪندا هئا. جڏهن جذب جي حالت پيدا ٿي تہ خرابات ۾ وڃي وينا. هڪ ڏينهن جوانيءَ ۾ شيخ زڪريا خرابات نشين شيخ وٽ وڃي نڪتا. شيخ حسين هٿ تي پيالو رکي سامهون ڪيو. شيخ زڪريا ادب سان وٺي گريبان تي هاري ڇڏيائون. جڏهن گهر آيا تہ پيراهڻ پنهنجي پراڻي دائيءَ جي سپرد ڪيائون جيئن تہ پيرهڻ جو داغ ڌئڻ سان نہ لٿو تہ دائيءَ انهيءَ جاءِ کي وات ۾ رکي چوسيو. پوءِ پهچي وئي جتي پهچڻو هئس. چون ٿا تہ دائي زماني جي عارف بنجي وئي ۽ اڪثر ان جون ڳالهيون تقدير جو پيغام هونديون هيون.

## شيخ يمرد ملتاني رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ بهائيہ نسل مان آهن. اڪيلائي ۽ آزاديءَ جا تہ ڄڻ درياه هئا. قرآن مجيد- شيخ محمد مغربيءَ جو ديوان ۽ چتين لڳل خرقو. انهن شين کان سواءِ ڪابہ شيءِ پاڻ وٽ نہ رکندا هئا. ملتان کان نڪري ڪيترا سال گجرات جي جنگلن ۾ بسر ڪيائون. آخرالامر ڪره ۾ اچي ڪنڌ اختيار ڪيائون. جڏهن آخري سفر جو وقت اچي پهتو تہ خواجہ ڪرڪ جي قبر جي برابر سمهي رهيا.

## رڪن الدين ابوالفتح رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ صدرالدين جا پٽ ۽ شيخ صدرالدين، شيخ بهاءُ الدين زڪريا جا فرزند هئا. قدس اسرارهم. خلافت جو خرقو پنهنجي ڏاڏي بزرگوار کان مليل هئن. چون ٿا تہ سلطان قطب الدين ابن علاؤالدين جي دل ۾ ان جي نالائقيءَ سبب شيخ نظام الاوليا قدس سرهُ جي طرف کان غبار پيدا ٿيو. لهذا سلطان انتهائي منٿ ميڙ سان شيخ رڪن الدين کي ملتان کان دهليءَ گهرايو انهيءَ ارادي سان تہ شيخ رڪن الدين جي درويشيءَ ڪري شيخ نظام الدين جي

خانقاه جي رونق هلي ويندي. جڏهن شيخ رڪن الدين جي تشريف آوريءَ جي خبر پئي تہ سلطان المشائخ علائي حوض تائين استقبال لاءِ ويا. ۽ ٻئي بندگانِ خدا هڪ ٻئي جي ديدار سان خوش ٿي الله عزاسمہ جو شڪر بجا آندائون ۽ جڏهن علحيدگيءَ ۾ ويٺا تہ معرفت تي ڳالهيون ڪيائون شيخ نظام الاولياء جي گهر ۾ هڪ انجمن منعقد ٿي. سڀ ظاهر ۽ باطن وارا صاحب حاضر هئا. انهن مان مولانا عمادالدين اسماعيل ملتان کان دهلي اچڻ جو سبب هن طرح پردي ۾ پڇو تہ مڪي معظمہ کان مديني منوره خاتم الانبياءَ عليہ السلام جن جي هجرت جو سبب ڇا هو. شيخ رڪن الدين جواب ڏنو تہ خاتِميت جي متعلق ڪجھ ڪمالات جو ۽ نبوت جي متعلق ڪن مرتبن جو حاصل ٿيڻ مديني منوره جي زمين سان وابستہ هو. شيخ نظام الدين جن فرمايو تہ- سبب اهو آهي تہ گهڻا مقامي ناتوان (ڪمزور) ماڻهن کي مڪي معظمہ وڃڻ ميسر نہ ٿيندو هو. انهن جي تڪميل لاءِ آنحضرت جن مديني منوره ۾ نزول فرمايو. اهڙي قسم جي دلچسپ ۽ لطيف ڳالهين سان ٻنهين هڪ ٻئي جي تواضع جو اظهار ڪيو. ٻئي ڏينهن سلطان قطب الدين رڪن الملتہ جي خذمت ۾ حاضر ٿيو ۽ معلومات ڪيائين تہ شهر وارن مان سيني کان اڳتي وڌندڙ سعيد ڪير آهي. شيخ رڪن الملتہ جن فرمايو تہ اهو شخص آهي جيڪو هن دارالامان مان بهترين خلائق آهي. ۽ انهيءَ قسم جي اشارن جي ذريعي سان چاهيائين تہ جيڪي وسوسا سلطان جي خيال ۾ جمع ٿيا آهن انهن کي دور ڪجي ۽ جيڪا بيهوده خواهش منهنجي متعلق سلطان رکي ٿو ان باري ۾ بہ پنهنجي طرف کان نااميدي ڏيارينس. مگر سلطان جي دل تي بدباطنيءَ سبب ڪو اثر نہ ٿيو. ان کان پوءِ هڪ ڏينهن سلطان قطب الدين جو لنگهہ نظاميہ خانقاه جي پرسان ٿيو. ان وقت مخلوق جو هجوم حد کان گهڻو هو. معلوم ڪيائون تہ اڄ ڪهڙي بزرگ جو عرس آهي. بد باطن وزير اهڙي طرز سان جواب ڏنو جو پڇڻ واري جي دل ۾ بيهر ڪيف ۽ غيرت جو غبار پيدا ٿيو. جڏهن سلطان پنهنجي دولت خاني تي واپس آيو تہ لکي موڪليائين تہ خانقاه جو صاحب هتان پنهنجو سامان کڻي هليو وڃي. رقعو حجري ۾ پهتو. آستاني ۾ کوليو ويو ۽ اگڻ ۾ پڙهيو ويو. رات جي وقت فرمان روا جي پيٽ ۾ سور پيدا ٿيو ۽ طبيبن جيتري دوا ڪئي اوترو ئي سور ۾ اضافو ايندو ويو. ان وقت سمجهائين تہ هي انهيءَ گستاخيءَ

جي چماڻ آهي. پوءِ سلطان عالمن ۽ عارفن کي سفارشي بنائي شيخ نظام الاولياءجي خذمت ۾ موڪليو ۽ عذر خواهي ڪئي. معافي ۽ صحت لاءِ دعا لاءِ عرض ڪيو. فرمايائون تہ نظام کي خدائي ڪارخاني ۾ ڪهڙو دخل آهي. دوا ۽ درد ٻئي تقدير جا حرف آهن. جيئن تہ صرف سفارش ڪندڙ جي آمدورفت ۽ علاج جي باوجود ڪو نتيجو نہ پيدا ٿيو تہ بيمار جي ماءُ حضور ۾ حاضر ٿي انتهائي ادب احترام ۽ درد آميز لهجي ۾ روح راڙو شروع ڪيو. شيخ الاسلام فرمايو تہ ان شرط تي علاج ڪندس، جو سلطنت دهلي جو ڪاغذ- خاص مُهر ۽ منصب وارن جي مهرن لڳائڻ ڪان پوءِ پيشاب جي قاروره (ٿانوَ) سان گڏ موڪليو تہ جيئن نسخو تجويز ڪجي. هي شرط قبول ڪري جلدئي ٻئي شيون پيش ڪيون ويون. شيخ نظام الاولياءَ انهيءَ ئي وقت سلطنت جي ڪاغذ کي ويڙهي پيشاب جي ٿانو ۾ وجهي فرمايائون تہ دهليءَ جي سلطنت درويش جي نزديڪ بيمار جي پيشاب جي برابر آهي. آخرڪار دعا ڪندي ئي فوراً صحت حاصل ٿي وئي ۽ هر ڪو پنهنجي جاءِ تي موٽي ويو. سلطان غياث الدين تغلق شاه سلطان قطب الدين مبارڪ شاهہ خلجيءَ ڪانپوءِ دهليءَ جو فرمانروا ٿيو ۽ هجري سن ست سؤ پنجويهہ ۾ بنگال ڪان دهليءَ ۾ هڪ عاليشان محل ۾ لٿو جيڪو ان جي نالي سان تعمير ڪيو ويو تہ شيخ رڪن الدين ۽ ٻيا زماني جا رئيس اتي مسند تي ويٺا هئا. شيخ اُتان جلد اٿڻ واسطي بار بار چيو مگر ڪارگر نہ ٿيو. جڏهن دسترخوان وڇايو ويو ۽ انهيءَ ڪان اڳ جو دسترخوان زياده ڪيو وڃي- اٿي ٻاهر هليا ويا. ٻيا صاحبان بہ سندن پويان اٿي ٻاهر هليا آيا. اتفاق سان هٿ ذوئي رهيا هئا تہ عمارت ڪري پئيءِ سلطان پنهنجي چند مقربن سميت دٻجي مري ويو.

ڏسو تقريب جي تحريڪ- هيءَ تحريڪ ڪيئن دل ۾ لڪل واقعن کي ظاهر ڪرڻ واري زبان جي حوالي ڪري واقعہ نگار قلم جي ذريعي ڪتابت ۾ آڻي ٿي. هجري سنہ هڪ هزار سورهن ربيع الاول جي مهيني ۾ مرزا ابراهيم ابن مرزا سليمان حاڪم بدخشان جي پٽ مرزا شاهہ رخ جيڪو اڪبر شاه جي زماني مالوه صوبي جو حاڪم هو. اُجين ۾ عالم علويءَ مان ڪوچ ڪيو هئائين. راقم تعزيت جي لاءِ مرحوم جي فرزند مرزا فتح پوريءَ وٽ جن جو مبارڪ نالو بديع الزمان مرزا آهي. پنهنجي ڳوٺ منڊو (مانڊو) ويو هو. وڏا

وڏا امير ۽ سردار مرزا شاهه رخ جي زماني ۾ بديع الزمان جي برتاءَ کان ناخوش هئا. خراب فڪر ۽ نالائق انديشـــ جـو هـن وقـت بدلـو وٺـڻ واسـطي مـوزون سمجهي. مشوري جي پـردي ۾ دورنگيءَ ڪـي ڪـم ۾ آنـدائـون. ۽ عبـدالله خـان جي نزديڪ جيڪو جهانگير شاهه جو نوازش يافته هو. هر هڪ مڪر ۽ زور سان پريل خط لکي موڪليا تہ اسانجي پٽ جي دماغ ۾ خودسريءَ جي هوا پريل آهي ۽ شهنشاهيءَ جي آداب جو انديشـو هـن جي دل ۾ قطعـي آهي ئـي ڪـونـہ. هـي لکل فتنو ظاهر ٿيڻ کان اڳ ئي ان جون ٻانهون ٻـڌي درٻار ۾ موڪليـو وڃي. فقير کي هن ڪم جي اصليت کـان پـوري آگـاهي آهـي تـہ هـيءَ آفـت سـان پريـل گفتار مرزا جي باري ۾ صرف تهمت ۽ محض بهتان آهي. آخرڪار زمـاني جي پريشـانيءَ تـي نظر ڪـندي مـان مـرزا کـان رخصـت ٿيـس. ۽ گذريـل دلبسـتگي جيڪا ناهر خان جي جمال ۽ ڪمال سان هئي. ڳوٺ محمدپور ويس. هـي ڳـوٺ ناهرخان جي جاگير ۾ آهي. پنهنجي گهر کي ڇڏڻ جو ارادو هو مگر هن شـورش جي ختم ٿيڻ جو انتظار ڪري رهيو هئس. مطلب تہ مڪتـوب اليـہ عبـدالله خـان هڪ عرصي تائين تہ پنهنجي نيـڪ عـادت ۽ ملڪوتـي صفـات سـان هنـن خطـن کي تامل ۾ رکيو. مگر جيئن تہ هن طرف کـان اصـرار حد کـان وڌي ويـو هـو ان ڪري لاچار هن طرف روانو ٿيڻو پيـو ۽ صوبـي جي جـاگيردارن جي نـالي ڪيـس سڏائڻ جي غرض سان پروانہ موڪليم. تہ هر طرف کان سپاهه فراهم ٿي حاضر ٿئي. آخر عبدالله خـان وسـط جمـادي الاول ۾ اجيـن اچـي پهتـو. صـاف دل جـوان (بديع الزمان) سياه باطن اچن ڏاڙهين وارنجي فريب وارين ڳـالهين تـي پروسـو ڪـري اچڻ واري جـي اسـتقبال لاءِ ٻاهر نڪتـو. عبـدالله خـان مـرزا کـي پنهنجـي خيمہ گاه (ڪيمپ) ۾ وٺي ويو ۽ پَـهري وارن جي حوالـي ڪيـو. انهـيءَ ڏينهـن حڪم جي تعميل ۾ ناهر خان اجين ۾ پهچي عبـدالله خـان جي لشـڪر ۾ وڃي مليو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ راقم بہ اجين ۾ آيـو ۽ نـاهر خـان جي دولـت خـاني جي برابر پنهنجو خيمو نصب ڪيو. عبدالله خان حڪم ڪيو سرداران سپاهه جي چوڌاري قلعو تيار ڪن. انهيءَ ڪري ناهر خـان بـہ پنهنجـي سـپاهه جي چـوڌاري ديوار ٺهرائي ۽ حويلي بنائي پٽن کي بہ سڏايائين چو تہ نزديڪ هئا.

هڪ ڏينهن حويليءَ جي ديوار جي ڇانو ۾ ناهر خان ڪجهه درويشـن سـان ويٺو هو. جيئن تہ مٽيءَ جي ديوار نـاهڻ وارن ديـوار نـاهڻ جـو ڪـم مضبـوط نـہ

ڪيو هو ان ڪري ديوار جُهڪي پئي هئي ۽ انهيءَ ڪري ان جي ڪرڻ جو خيال راقم جي دل ۾ پيدا ٿيو ۽ انهيءَ خيال کي صراحت سان بيان ڪرڻ جي باوجود سائين توجه نه ڏنو ايتري ۾ کائڻ لاءِ دسترخوان وڇايو ويو ۽ کائڻ کان فارغ ٿي راقم هٿ ڌئڻ کان سواءِ اتان اٿي ويو. اجان پنهنجي خيمي ۾ به نه پهتس ته ديوار جي ڪرڻ جو آواز آيو. ناهر خان ڪنهن طريقي سان نڪري آيو ۽ هٿ وڌائي شيخ عبداللطيف کي جيڪو هڪ آزاد شخص آهي. مصيبت مان ڪڍيو. پنهنجي پنجن سالن جي پٽ جو ڪو خيال نه ڪيائين جنهن جو نالو دلاور خان هو ۽ سامهون ڪيڏي رهيو هو. اهو مٽي ۽ پٿرن ۾ پيو هو ٿوري دير کان پوءِ ان کي به هيٺان ڪڍيو ويو. نيڪ ڪرداري ۽ درويش دوستيءَ ڪري حي لايموت پٽ کي ٻيهر زندگي بخشي.

## شيخ عماد الدين اسماعيل ملتاني رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ رڪن الدين ابوالفتح جا ننڍا ڀاءُ آهن. ليڪن ان جي ماءُ مان نه آهن. ڪين دين ۽ دنيا يعني ٻنهين جهانن جي سعادتمندي حاصل هئي. بزرگوار ڏاڏو ولايت جو صاحب پيءُ ۽ بابرڪت ڀاءُ کان گهڻو ڪجهه فيض ۽ فائدو حاصل ڪيو هئائون. فقه جي علم ۾ ايتري قدر تحقيق کي وڌايو هئائون جو اجتهاد جو درجو حاصل ٿي ويو هئن. جنهن مسئلي ۾ ملتان جا سڀ فقهي ۽ مفتي عاجز ٿي ويندا هئا اهو مسئلو سندن توجه سان حل ٿي ويندو هو. آخرڪار درسي علمن کي الوداع چئي پنهنجي وڏي ڀاءُ جي خذمت ۾ داخل ٿي ويا ۽ ان جي خدمت جي طفيل جڏهن پر ۾ موجود دشمن (نفس) سان لڙائي شروع ڪئي ته فتح حاصل ڪيائون جڏهن رڪن الاولياءَ جو آخرين وقت آيو ۽ انهن جو ڪو فرزند نه هو ۽ پيءُ به چئي ڇڏيو هو ته ننڍو ڀاءُ وڏي پٽ کان بهتر هوندو آهي. لهذا رڪن الاوليا پنهنجي سجاده ننڍي ڀاءُ جي سپرد ڪري ان کي زماني جو رهنما بنايائين. ان کان پوءِ شيخ صدرالدين حليم ابن شيخ عمادالدين مسند تي ويٺو. شيخ صدرالدين حليم کان پوءِ شيخ صدرالدين شهرالله ابن حليم قائم مقام ٿيو. هلُم جراً سجاده نشيني عماديه نسل ۾ رهي.

مصرع: عمادالدين عماد قصر دين بود.

## شيخ علم الهديٰ رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ رڪن الدين ابوالفتح جا سوٽ آهن. پَرَ ڏاڏي جي زندگي ۾ ئي سيرو سياحت جي هوا مٿي ۾ پرجي وئي هئي. ماوراءُالنهر خراسان ۽ پارس ۾ وڃي نقلي علم ۽ عقلي فن حاصل ڪيائون. ۽ ڪمال درجي جا تجربا ڪري هجري سنہ ست سؤ چاليھ ۾ جڏهن سلطان محمد تغلق شاھ جو دور هو. دهليءَ ۾ آيا. پنهنجي وڏي سوٽ جي خذمت ۾ اچي مناظرو ڪرڻ لڳا. ليڪن رڪن الاولياء جي ظاهري علم ڪي قطب جي روشنيءَ جي قوت جو استحڪام حاصل هو. علم الهديٰ جي وڏائي مناظري ۾ ڪم نہ آئي بلڪ شرمندگيءَ جو سبب بني.

واضح هجي تہ عالم صورت جو پهلوان. عالم معنيٰ جي پهلوان سان مقابلو نہ ٿو ڪري سگهي بلڪ ادب جي ڪناري تي بيهي انهيءَ خيال ۾ ٻڏي ٿو وڃي تہ ڏسڻ ۾ اچڻ واري موجودات حقيقت الحقائق جو عڪس آهي. ۽ عڪس معنيٰ ڪان خالي بس هڪ صورت هوندي آهي. ۽ اصل عالم ظاهر ۾ هڪ ملڪ هوندو آهي جيڪو ملڪوت يعني عالم ارواح جي برابر هوندو آهي. **سبحٰن الذي بيده ملكوت كل شيءٍ و اليه ترجعون.** (پاڪ آهي اُها ذات جنهن جي هٿ ۾ هر شيءِ جو ڪامل اختيار آهي ۽ توهان سڀ ان ڏانهن موٽايا ويندؤ.)

## شيخ الهداد احمد آبادي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سهروردي سلسلہ مان آهن. پنهنجي وقت جا پرهيزگار ۽ خدا پرست هئا. حقيقي ۽ درسي علم بہ ڄاڻندا هئا. ڪائڻ جون سڀ شيون ڇڏي ڏنيون هئائون. صرف هڪڙي پيالي کير سان بک جو علاج ڪندا هئا. چاهي ڪٿان بہ ميسر اچي. معرفت دانيءَ ۾ ٻين معرفت جي سمجهدارن تي سبقت رکندا هئا. جيڪي عمده مضمون ۽ ان جا نوان نوان حل خاص سندن طبيعت ۽ فهم ۾ ايندا هئا ان جو فيضان درس ڏيڻ مهل ٻڌڻ وارن کي پهچائيندا هئا. شريعت جي رعايت ڪندي سرور ۽ سماع جي مجلس ۾ نہ ويندا هئا. شيخ زين الدين خوانيءَ جي سلسلي سان ڪمال درجي جي وابستگي هئن.

## شيخ موسيٰ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

آشڪارا ڪرامتون گهڻيون ظاهر ٿيون اٿن. موسوي صاحب ولايت هئا. چون ٿا تہ نئي ڪان قدوة الاوليا شيخ بهاءُ الدين زڪريا جي ملاقات لاءِ ملتان ايندا هئا. جڏهن راوي درياه تي پهتا تہ ملاح ٻيڙي لڳائڻ ۾ دير ڪئي. پاڻ انهيءَ درياه جوپاڻي هڪ ابريق ۾ ڪٽي شيخ جي خدمت ۾ ڪٽي ويا. شيخ فرمايو تہ هن پاڻيءَ مان ماڻهن کي فائدو ٿو پهچي بدستور واپس ڇڏي اچ. پاڻ چيائون تہ هي پاڻي آستانہ بوسيءَ جي مشتاقن کي روڪي ٿو ۽ هن جي رڪاوٽ سان انهن کي نقصان ٿو پهچي. هاڻي انهيءَ شرط تي ڇڏيو ويندو تہ شهر جي ڪناري ڪان گهڻو پري وهڻ لڳي. ان ڏينهن ڪان راوي درياه ملتان ڪان پري وهندو آهي. هنن ٻنهين صاحبن جي ڪري چند ڏينهن حقيقت جي انجمن بياني اهڙي عمده طريقي ٿيندي رهي جو انجي خوبي بيان ۾ نہ ٿي اچي سگهي.

## شيخ حميد الدين صوفي سعيدي ناگوري سوالي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن لقب سلطان التارڪين آهي، خواجہ معين الدين چشتي اجميري رحہ جن جا مريد ۽ خليفہ آهن قدس سرهما- ڪي چون ٿا تہ پاڻ سوال نالي ڳوٺ جا باشنده آهن جيڪو اجمير جي ڳوٺن مان آهي. ۽ ڪن جو خيال آهي تہ جيئن تہ تصوف جي مشڪلات جي باري ۾ پاڻ سوال ۽ جواب گهڻو ڪندا هئا. ان ڪري سوالي لفظ سان مشهور ٿي ويا. چون ٿا تہ سلطان شمس الدين التمش جي زماني ۾ جڏهن دهليءَ جي شيخ الاسلام شيخ نجم الدين صغريءَ شيخ جلال الدين تبريزيءَ جي نالي هڪ بهتان لڳايو تہ سلطان تهمت جي حقيقت معلوم ڪرڻ جي واسطي وقت جي بزرگان کي هر هڪ شهر مان سڏائي هڪ جاءِ تي گڏ ڪيو هئائين. انهيءَ ۾ شيخ حميدالدين اعتراض جي طور تي شيخ بهاءُ الدين زڪريا ڪان سوال ڪيو تہ مال سان نانگ جي ڪهڙي مناسبت آهي. فرمايائون

تہ بئي مهلڪ آهن ۽ تعلق جو سبب بنهين ۾ تباهہ ڪرڻ ۾ هڪجهڙو آهي. انهيءَ سان گڏ اهو بہ چيائون تہ اُهو شخص عقلمند آهي جيڪو تباهہ ڪندڙ شيءِ کان پري رهي. نہ ان جي دوستيءَ جي طرف مائل ٿئي ۽ نہ ان جي نزديڪيءَ کان خوش ٿئي. بهاءُ الاولياءِ رحہ جواب ڏنو تہ جيڪو منتر ڄاڻندو هجي ان کي نانگ جي زهر ۽ مال جي مستيءَ مان نقصان نہ ٿو پهچي. ان تي حميد العرفاءَ چيو تہ نانگ جي منتر ڄاڻڻ جي باوجود ان کي ويجهو رکڻ سٺي ڳالهہ نہ آهي. بهاءُ الحق انهيءَ جي جواب ۾ دير ڪئي تہ فوراً پنهنجي پير شيخ الشيوخ کي ڏٺائون تہ هو فرمائن پيا تہ بهاءُ الحق هينئن چو نہ ٿو چوين تہ دنيا اهل ڪمال جي ڳل تي نيل جو داغ آهي. جهڙي طرح صورت جي حسينائن کي پرن تي ڪجل ۽ ڳلن تي نيل بدنظر کان بچائيندو ۽ زيبائش کي وڌائيندو آهي. اهڙي طرح معنوي محبوبن کي دنياوي نيلي رنگ جو ڪم ڪري خود بينيءَ جي نظر کان محفوظ رکندو آهي. ۽ هن جي اندر اهو حسن بہ موجود آهي تہ ٻين سان احسان ڪرڻ جو موقعو ملندو آهي. لکيل آهي تہ حميد العرفا هڪ خط بهاءُ الاوليا رحہ جي خذمت ۾ موڪليو هو جنهن ۾ لکيو هئائين تہ گهٽيون قرآني آيتون- خبرون ۽ آثار انهيءَ مضمون جي شهادت ٿا ڏين تہ دنيا کي دوست رکڻ وارا ۽ انهن جا دوست خدا کي نہ ٿا پهچن. ۽ واقعي حال اهو آهي تہ ڪيترائي دولت مند قطبيت ۽ غوثيت جي وڏن درجن تي پهچي چڪا آهن. **حَسْبَۃً لِلّٰہِ ۽ رَحْمَۃً عَلَي الْفَقِيْر** (الله جي واسطي ۽ فقير تي مهرباني ڪري) هن مشڪل کي حل فرمايو تہ جيئن توهان جي رنگين خط کي پنهنجو امام بنائي اطمينان حاصل ڪيان ۽ انهيءَ حقيقت جي معجون سان باطني علاج عمل ۾ آڻيان ۽ هڪ ڳالهہ اها بہ آهي تہ دنيا هٿ ۾ هجي تہ دوا آهي ۽ دل ۾ هجي تہ درد آهي. انهيءَ بنياد تي انهيءَ شخص کي تہ فائدو آهي جنهن جي لاءِ دنيا دوا آهي ۽ انهيءَ شخص لاءِ نقصان آهي جنهن جي واسطي دنيا درد آهي ۽ سلطان سهروردي جو جيڪو اهو فقرو آهي تہ "ميخ اسپ درگل زده ام نہ در دل" (يعني گهوڙن کي ٻڌڻ جي سون جي ميخ زمين ۾ هنئين اٿم دل ۾ نہ هنئين اٿم) هن فقري سان تسلي نہ ٿي ٿئي چو تہ مذمت جو بنياد ظاهر دنيا تي آهي نہ نيت تي جيڪا لڪل آهي. بهاءُ الاولياءرحہ خط جي جواب ڏيڻ کي الهام تي

ڇڏي ٻن سالن تائين خاموش رهيا ۽ حميد العرفاءجواب جي انتظار ۾ دعا
ڪري قبوليت جا اميدوار رهيا. انهيءَ ڪشمڪش ۾ هئا تہ هڪ ڏينهن هڪ
ورق ويڙهيل عالم غيب کان مصلي جي هيٺان نڪتو ان تي جيڪي ڪجهہ
لکيل هو ان جو مقصد هي آهي تہ حق جي راه تي هلڻ وارا ٽن گروهن ۾ تقسيم
ٿيل آهن. هڪ گروه بلڪل مجرد آهي جنهن کي استغراق جي ڪري صفتن مان
امڪاني رسمن کي حد درجي گهٽ ڪرڻ جي ڪري ڪونين جي بلڪل خبر
ناهي. ٻيو گروه انهيءَ جماعت کي سمجهڻ گهرجي. جيڪي ظاهر کي جيڪو
محض ممڪن آهي امڪاني لوازمات سان مخصوص ٿا ڪن. ۽ باطن کي
جيڪو عين واجب آهي خاص ايزدي تجلين جي مشاهدي ۾ مشغول رکندا آهن.
۽ ٽيون گروه اُهو آهي جيڪو دنيا و مافيها کي ترڪ بهشت ۽ آنجهاني درجن
جي واسطي محنت ڪندو آهي. ۽ هي سڀ موجوده معاني ۽ آئين ٽنهين گروهن
۾ عملي صورتن جي تقاضا آهي جيڪو واجب الموجود جو خاص فعل آهي.
نالن ۽ صفتن جي تقاضا جي لحاظ سان **لَا يُسْئَلُ عَمَّا يَفْعَلُ** (جيڪي
ڪجهہ هو ڪري ٿو ان جي پڇا ان کان نہ ٿي ڪري سگهجي). سلوڪ ۽ تصوف
جي علم ۾ گهڻا رسالا سندن تصنيف ڪيل آهن. شعرن ۽ ٻين نظمن کي
فصاحت ۽ مقبوليت جي ڪرسيءَ تي سوز و گداز جي رنگ ۾ پهچايو هئائون.
ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ پاڻ شيخ احمد تارڪ لاهوريءَ جا پٽ آهن. شيخ
احمد تارڪ ابراهيم جو- ابراهيم محمد جو ۽ محمد سعيد فاروقيءَ جا پٽ
هئا. جيڪي فاروق اعظم جي نسل مان آهن رضي الله عنهم. انهيءَ بنياد تي
ڪين سعيدي چوندا آهن. تاريخ اُٺيهہ ربيع الاخر هجري سن ڇهہ سوءُ ٺيهتر تي ۽
ڪن جي نزديڪ هجري سن اٺهٺ ۾ واصل بحق ٿيا. قبر ناگور ۾ اٿن.

## اولاد سلطان تارڪين قدس اسرارهم جي ياد ۾

سندن ٻہ فرزند هئا شيخ عزيز ۽ شيخ مجيب. وڏي جا ٽي پٽ هئا. شيخ
وحيد الدين احمد- شيخ فريدالدين محمود ۽ شيخ نجيب الدين قاسم- شيخ
حسين ابن خالد- ٽن واسطن سان شيخ وحيد کي پهچن ٿا.

# مختصر حالات شيخ فريد

پاڻ پنهنجي ڏاڏي بزرگ جا مريد خليفا ۽ جانشين هئا. ڪي چون ٿا تہ ڪتاب سرورالصدور سندن ئي ترتيب ڏنل آهي. سلطان محمد تغلق جي عهد ۾ ناگورڪان دهليءَ آيا هئا ۽ مشرق جي طرف جيمنڊل ۾ جيڪو قديمي شهر آهي سڪونت اختيار ڪيائون ۽ رحلت ڪان پوءِ اُنهيءَ ئي ڪوچي ۾ خوابگاه بہ ٺهي، مقام قطب الاوليا جي رستي ۾ قدس سرهُ. شيخ فريد ڪي ست پٽ هئا. انهن مان هڪڙو شيخ عزيز بہ هو. ڪن جي نزديڪ سرورالصدور ۽ نورالبدور سندن ئي تصنيفون آهن ۽ ڪي شيخ اوحد جي تاليف مان سمجهن ٿا. جيڪو شخص عزيز ڪان وڏو هو. ڪي شيخ عزيز جي تاليف مان سمجهن ٿا. جيڪو شيخ عزيز جو ننڍو ڀاءُ هو. بهر تقدير ذڪر ڪيل ڪتاب لکيل شيخ فريدالدين جا يا انهن جي فرزندن مان ڪنهن حوي آهي. گهڻا خاص خاص فائدا ۽ لطيفا جيڪي پنهنجي والد ڪان ستاويهن سالن ۾ ٻڌا هئم هن ڪتاب ۾ چاڙايل آهن. ۽ اهو بہ لکيل آهي تہ مون ننڍپڻ ۾ جداعليٰ سلطان التارڪين جي خدمت ڪئي آهي. انهيءَ بنياد تي سندن عمر قريب هڪ سوٗ سالن جي ٿيندي. ان ڪان پوءِ لکن ٿا. تاريخ ٻي ربيع الاول هجري سنہ ست سوٗ پنجويهہ والد صاحب جن حديث ۽ دعوت جو اجازت نامون عطا فرمايو. جداعليٰ جو خرقو پارايو ۽ پنهنجو خاص ڪلاه منهنجي مٿي تي رکيو ۽ سنيون سنيون دعائون ڏئي سرفراز ڪيو، اولاد ۾ حميد و صاف حميد بودند.

# شيخ جلال الدين تبريزي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ ابو سعيد تبريزيءَ جا مريد آهن ۽ ڄمڻ جي جاءِ تبريز آهي. ديو محل بندر ۾ جيڪو دارالملڪ بنگال ۾ آهي سندن خواب گاه آهي. جڏهن سندن پير دنيا جي تنگ ۽ تاريڪ ڪوچہ ڪان فردوس برينءَ جي سيروسياحت لاءِ تشريف وٺي ويا تہ پاڻ شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين سهروردي رحمة الله عليه جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ پنهنجي شائستہ خدمت سان دل ۾ جاءِ پيدا ڪري فائدو حاصل ڪيائون. ملتان ۾ شيخ بهاءُ الدين زڪريا سان گهاٽي دوستي ۽ يڪجهتي تي

وئي هئن. خواجہ قطب الدين اوشي رحہ جي ملاقات لاءِ دهليءَ آيا. مشائخ چشت جي تذڪرن سان ڪجهہ سندن معرفت جا حالات معلوم ٿي ٿا سگهن. شيخ نجم الدين صغريٰ (جن جي مزار دهليءَ ۾ مولانا برهان الدين بلخيءَ جي خوابگاه جي برابر آهي) سياه دلي ۽ فاسد خيال سان ڪين هڪ عورت سان دلبستگيءَ ۾ ناشائستہ حرڪت سان متهمر ڪيو هو. ۽ اهڙو شور مچايو ويو ڪين دهليءَ جهڙي ولايت جي شهر مان بنگالِ جي طرف سفر ڪرڻو پيو. هڪ ڏينهن پاڻ هڪ درياه جي ڪناري هلندي خُود بخود چوڻ لڳا تہ شيخ الاسلام اگرچہ درويشن کي پنهنجي شهر مان ڪڍي ڇڏيو. مگر درويشن جي خدا اڄ شيخ الاسلام کي جهان مان ڪڍي ڇڏيو ۽ جنازي جي نماز بہ پڙهجي وئي. خبر اچڻ تي تحقيق ڪئي تہ شيخ الاسلام جي رحلت جو اُهو ئي ڏينهن هو. چون ٿا تہ ديو محل ۾ آباديءَ ڪان پري هڪ جنگل هو اُتي پاڻ جاءِ پسند ڪيائون. سوچيائون تہ هن زمين کي خريد ڪيو وڃي ڇو تہ جنگل هو ۽ ان جو ڪو مالڪ بہ نہ هو. لهذا شهر جي باشندن خوش طبعيءَ ۾ قيمت ايتري تہ گهٽي گهري جو اهو مقدار سواءِ شاهي خزاني جي ٻئي هنڌان گمان ۾ بہ نہ ٿي اچي سگهيو. پاڻ قبول ڪيائون. ۽ مريدن کي حڪم ڪيائون تہ فلاڻي جاءِ تي غلاظتن ۽ گوبر جوڍير آهي ان ۾ باهہ لڳائي ڇڏيو. ائين ئي ڪيو ويو. خاص سون بنجي ويو ۽ اُهو زمين جي قيمت ۾ ڏئي ڇڏيائون. هي عظيم الشان ڪرامت ڏسي اتان جا ماڻهو گهڻا اسلام جي احاطي ۾ ۽ سندن بيعت جي سلسلي ۾ داخل ٿيا ۽ ٻنهين جهانن جي ڪاميابي حاصل ڪيائون.

## شيخ صوفي بدهني رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

شيخ نظام الاولياءقدس سرهٗ جن ڪان روايت آهي- فرمائيندا هئا تہ هڪ وڏي عمر جو شخص موضع ڪيٿل ۾ رهندو هو. جن جو باطن تجريد ۽ تفريق جي زيور سان آراستہ هو. اتان جا باشندا ڪين شيخ بُدني چوندا هئا. گهڻن ماڻهن جي زبانن تي اهو قصو هن طرح سان روان آهي تہ ستين صديءَ جي آغاز ۾ جڏهن سپاه مغل هندستان تي قابض ٿيا. مال اسباب سڀ لٽجي ويو ۽ ننڍا وڏا سڀ قيد ٿي ويا تہ انهيءَ عام بلوي ۾ خواجہ قطب الدين ۽ شيخ صوفي بہ

گرفتار ٿي ويا. ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ گرفتار ٿيلن کي ٻک ۽ اُڃَ سخت محسوس ٿي. لاچار خواجہ هڪ ڪاڪ (مکيل ماني - اوقراٽو) خرقي جي اندران ڪڍي هر هڪ شخص کي ڏيندا هئا ۽ صوفي بدني مان (هڪ مٺيءَ جي ٽانو جو نالو آهي) سيني کي پاڻي پياري ڏهُ ڪرائيندا هئا. چون ٿا تہ خواجہ صاحب جو نالو ڪاڪي ۽ صوفيءَ جو لقب بدني جيڪو ٿيو، انهيءَ ڪري آهي. شيخ عثمان ابن لادن بہ اهائي حڪايت ڪيترا دفعا بيان ڪري چڪو آهي. ۽ چوندا هئا تہ هي حال مون پنهنجي پير شيخ فضل الله ابن شيخ حسين چشتيءَ کان ٻڌو آهي. مطلب تہ سواءِ هن بيان جي جيڪو مٿي لکجي ويو ڪنهن بہ ڪاغذ تي ڪابہ ڳالھ سندن متعلق ڏسڻ ۾ نہ آئي نہ زماني وارن ڪان ڪو اڪر سندن رهڻ ڪرڻ متعلق ٻڌڻ ۾ آيو آهي ۽ اهڙو شخص جنهن جي سيني ۾ سندن حالات مخفي هجن هاڻي بهشت کان سواءِ ڪٿي بہ نہ ٿو پهچي سگهي.

## شيخ نورالدين دهلوي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

درسي علمن ۾ سندن دل تونگر هئي. ۽ مسائل بيان ڪرڻ ۾ زبان طاقتور هئي. پاڻ سلطان ناصرالدين ابن سلطان شمس الدين التمش جي عهد ۾ عالمن مان هئا. ڪتاب جامع الحڪايات سندن ئي تصنيف آهي سنو ڪتاب آهي. هن ۾ هر قسم جو نمونو ۽ هر طرح جي نمائش موجود آهي. زماني جي اولياء ۽ مشائخ جي سندن مٿان نظر هئي. صوفي گروه سان ڪمال عاجزي ۽ انڪساريءَ سان پيش ايندا هئا.

مطلب تہ انهيءَ عمدي زماني ۾ هر هڪ فن جا استاد ۽ هر هڪ قسم جا بزرگ موجود هئا. جن جو وجود زماني جي زيبائش جو باعث هو.

(1) **سيد تاج الدين ابن سيد جلال الدين بدايوني**- ڪين علم، تقويٰ، وجدان، انتقال ذهن خوشخوئي، خوش باشي ۽ رياضت ۾ وڏو مرتبو حاصل هو.

(2 ۽ 3) **سيد مغيث الدين مفتي ۽ سيد منتجب** ٻئي ياٺر هئا. چون ٿا تہ دانش، ديانت، امانت، دهش، مهرباني، خوش خلقي ۽ گوشي نشيني. هي سڀ حميده صفتون انهن ٻنهين ياٺرن جي سرشت ۾ گويا خمير هيون. ليڪن

ڪنهن شخص کان ڪنهن قسم جو نذر وغيره نہ وٺندا هئا.

(4 ۽ 5) **سيد علاؤالدين ۽ سيد قطب الدين-** هي ٻئي پائر بہ ترڪ ۽ تجريد ۽ تصوف ۾ زماني ۾ اڪيلا هئا. چون ٿا تہ شيخ نظام الاولياءَ حضرت خاتم النبوة عليہ السلام کي سيد علاؤالدين جي شڪل ۾ خواب ۾ ڏسندا هئا.

(7، 8، 9، 10، 11) مولانا عماد الدين حسام واعظ مولانا جمال الدين شاطبي قاري مولانا ڪبير الدين عراقي مؤرخ تاريخ جهانگيري جيڪا سلطان علاؤالدين جي نالي ترتيب ڏني وئي آهي. مولانا بدرالدين دمشقي طبيب ۽ مولانا حميد الدين بنباني منجم- هي سڀ سادات ۽ علماءَ سلطان غياث الدين بلبن- سلطان جلال الدين خلجي ۽ سلطان علاؤالدين خلجيءَ جي زماني ۾ دهلي ۽ پرگنات دهليءَ ۾ ملڪ جي زيب ۽ زينت هئا. ڪي حضرت گنجشڪر جي خذمت ۾ ۽ ڪي حضرت گنجشڪر رحہ جي خليفن جي خذمت ۾ بيعت هئا.

غوثي رحمة الله - تون جڏهن زماني جا حالات ۽ مشائخ جا واقعات لکڻ چاهين تہ ڏس هوش مان لکجانءِ جو تہ آسودگانِ جهان جا حالات خاص ڪري بزرگن جا سر تاپا معرفت سان پريل حالات اهڙيءَ عجيب و غريب سيرگاه جو نہ تہ جهنگلن جا جهنگل ڦرڻ سان پيرن ۾ ٿَڪُ تو معلوم ٿئي ۽ نہ وطن جي جدائيءَ سان دل ۾ڪو تڪدر تو پيدا ٿئي. انهيءَ بنياد تي مناسب آهي سفر در وطن جي فقري جي توجہ خوش طبعيءَ سان ۽ آيت قُل سِيرُو فِي الأرضِ جو سبب عارفاڻو بيان ڪيو وڃي. عبرت جو چراغ سيني جي ورانڊي ۾ ٻاريو وڃي. ۽ هدايت جو قلم دل جي ميدان ۾ نصب ڪيو وڃي. جو تہ جهان ڪي ماپڻ وارن ماڻهن جي دلين ۾ بس انهيءَ ڪانسواءِ ڪو خيال ۽ ڪا آرزو ڪانهي.

## شيخ محمد ترڪ نارنولي رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ مجرد ۽ متوڪل هئا. ترڪستان کان هندستان آيا ۽ نارنول ۾حوض جي ڪناري ڪنڌ اختيار ڪيائون. اهو حوض هاڻي مٽيءَ سان پرجي ۽ آباديءَ ۾ اچي ويو آهي. پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪنهن کي بہ مريد ڪونہ ڪيائون. چون ٿا تہ ان زماني ۾ غير مسلمن جو گروه خدا پرستن تي غالب هو. جمع جي ڏينهن مسلمان ماڻهو جامع مسجد ۾ گڏ ٿيا هئا. موقعو ڏسي ڪافرن جي جماعت

اُگهاڙيون تلوارون کڻي اچي پهتي ۽ گهڻن ماڻهن کي شهيد ڪيائون. انهيءَ عام بلوي ۾ شيخ محمد ترڪ بہ غازي ۽ شهيد جا ٻئي درجا حاصل ڪيا. انهيءَ ئي جهوپڙيءَ ۾ قبر ٺاهي وئي جنهن ۾ پاڻ رهندا هئا. انهن ماڻهن ۾ جيڪي شهيد ٿيا ہ صاحب ٻيا بہ آهن. دڙي تي مٿي جيڪو صاحب دفن آهي ان کي مٿي وارو شهيد چوندا آهن ۽دڙي کان هيٺ جيڪو صاحب مدفون آهي ان کي هيٺان وارو شهيد چوندا آهن. ۽ اهو بہ چون ٿا تہ ٻئي حافظ هئا، ۽ هاڻي بہ انهن جي قبر مان تلاوت جو آواز ايندو آهي. روايت آهي تہ شيخ نصيرالدين چراغ دهليءَ تي بادشاهہ ناراض ٿي ٺٽي جي طرف وڃڻ جو حڪم ڏنو هو. جڏهن پاڻ نارنول جي حدن ۾ پهتا تہ سواريءَ تان لهي پيا ۽ پيادل شيخ محمد ترڪ جي قبر تي آيا. پهريائين هڪ پٿر کي جيڪو اُتي پيو هو دير تائين توجہ سان ڏسندا رهيا. ان جو سبب اهو هو تہ حضرت پيغمبر عليہ السلام جي مقدس روح کي انهيءَ پٿر جي مٿان ڏٺو هئائون. بعد ۾ شيخ محمد جي قبر ڏي منهن ڪري مراقبي ۾ مستغرق رهيا. جڏهن مٿو ڪيائون تہ فرمايائون جنهن کي بہ دشواري پيش اچي ان کي گهرجي تہ اهو پنهنجي نياز جي پيشاني هن حضرت جي خاڪ تي رڳڙي ۽ پنهنجي مشڪل جون ڪشائون گهري. هڪ ڪوتاهہ انديش چيو تہ هاڻي توهان کي مشڪل درپيش آهي فرمايائون انهيءَ باري ۾ عرض ڪري ڇڏيو آهي. چون ٿا تہ اجا ٽي ڏينهن ئي گذريا هئا تہ بادشاہ هڪ خطرناڪ واقعي ۾ مبتلا ٿيو چراغ دهليءَ واپس پنهنجي قدمن سان اچي دهليءَ کي مستفيض ڪيو. اهو پٿر اجا تائين شيخ محمد جي قبر جي برابر بدستور موجود آهي. اڃڻ وارا انهيءَ پٿر کي چمندا آهن. ان کان پوءِ مزار شيخ جي زيارت ڪندا آهن.

## مولانا معين الدين عمراني رحمة الله عليہ جي ياد ۾

پاڻ سلطان محمد ابن تغلق شاهہ جي دور ۾ عالم ۽ شهر جا استاد هئا. ڪنز- حسامي ۽ مصباح تي سندن حاشيہ لکيل آهن. وقت جي بادشاهن ڪين قاضي عضد کي آڻڻ لاءِ بي شمار مال ۽ خلعت ڏئي شيراز موڪليو هو. ڇو تہ اهو اهم ڪم هو ۽ اها آرزو ڪئي هئي تہ موافق جي متن جو حاشيو منهنجي

نالي لکيو وجي. باوجود ان جي تہ شهر شيراز علم جو گهر هو. مگر عمرانيءَ جو علم ۽ دانش هن دارالعلم ۾ بہ پنهنجو جلوو ڏيکارڻ کانسواءِ نہ رهيو. ۽ هتان جا ماڻهو بہ سندن فيض رسانيءَ سان سيراب ٿيا. مطلب تہ جڏهن شيراز جي بادشاهہ کي معلوم ٿيو تہ دهليءَ جي بادشاهہ مولوي عمرانيءَ کي قاضي صاحب جي طلب لاءِ موڪليو آهي ۽ قاضي صاحب بہ سفر جو سامان تيار ڪري رهيا آهن تہ قاضي صاحب جي خذمت ۾ پاڻ پهچي عرض ڪيائون تہ جيڪڏهن دنياوي طمع لاءِ وڃي رهيا آهيو تہ زال ۽ پٽن کانسواءِ تخت، ملڪ، مال، سپاهہ ۽ رعيت وغيره وغيره جيڪي ڪجهہ مون وٽ آهي هي سڀ مان اوهان جي سامهون پيش ڪري پاڻ تي حرام ڪري ٿو ڇڏيان. جڏهن قاضي صاحب پنهنجي بادشاهہ جي هن درجي جي جوانمردي ۽ گرم جوشي ڏٺي تہ هندستان اچڻ لاءِ ان جي مروت اجازت نہ ڏني.

## سيد معروف شهيد رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

چون ٿا تہ سيد حسين مشهديءَ جي يارن مان هئا جن جو لقب جنگ سوار آهي. ستين صديءَ ۾ دهليءَ جي شاهہ طرفان هڪ وڏو لشڪر هن ملڪ جي فتح جي لاءِ نامزد ٿيو هو. جتي سندن خوابگاه آهي. ڇو تہ هي ملڪ پيڪر پرست راجپوتن جي قبضي ۾ هو. لشڪر گهڻيون لڙايون وڙهيون ۽ الله جي خاطر گهڻيون جانيون نثار ڪري ملڪ کي پيڪر پرستن جي قبضي مان ڪڍيو. هن لڙائيءَ ۾ سيد معروف ۽ ساڻن گڏ ٻيا بہ ڪيترائي نيڪ انسان شهيد ٿيا. روايت آهي تہ سندن قبرن مان اهڙو تہ فيض جاري آهي جو خوش اعتقاديءَ جي ڪري نذر نياز وارن جون مرادون ۽ آرزو پوريون ٿين ٿيون. شيخ چندن چشتي دسور (مندسور) کان ڳوٺ مدهہ ۾ سندن قبر تي هميشہ ويندا هئا. ۽ قسم قسم جا ڪاڌا پچرائي درويشن ۽ بکين کي کارائيندا هئا ۽ پنهنجي خوش اعتقادي ۽ دوستيءَ جو اظهار انهيءَ طرح ڪندا هئا.

انهن ئي شهيدن مان هڪ توغان شهيد بہ آهي. سندس قبر ڳوٺ ٿودها (مند سور جي پسگردائيءَ) ۾ آهي. سڀ کان وڏيڪ تعجب خيز سندس اها ڪرامت آهي تہ جيڪو شخص درست نيت ۽ پليديءَ کان پاڪ هوندو اُهو مزار

جي قريب رات جي وقت رهي سگهندو آهي ۽ جنهن شخص جون عادتون خراب ۽ ظاهر ناپاڪ هوندو آهي. ان تي ايترا تہ پٿر وسندا آهن جو هو لاچار ٿي ڀڄي ويندو آهي.

## شيخ دوڏن شهيد رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

انهن شهيدن مان هڪ ٿمن شهيد آهي. جيڪو چانگليءَ جي ڳوٺ مدبہ جي نزديڪ ستل آهي. هن سرڪار جو جاگيردار سيد راجو آهي. سيد راجوءَ جي مائٽ سيد ابراهيم نا اميديءَ جي زماني ۾ دل ۾ پڪو وعدو ڪيو هو تہ جيڪڏهن مونکي پٽ پيدا ٿيو تہ هن شهيد مرد جي نالي هڪ نذر ڪندس. چون ٿا تہ جلد ئي اميد ٿي ۽ پٽ ڄائو.

انهن ئي شهيدن مان هڪ شيخ دُوڏن شهيد آهي. حدود دسور (مندسور) ۾ سندن قبر جو نشان باقي نہ رهيو هو. سيد راجوءَ جي زماني ۾ هڪ دولتمند گهريو تہ راند لاءِ ميدان صاف ڪرڻ گهرجي. پاڻ ان ڪي خواب ۾ اچي حقيقت حال کان آگاه ڪيو. هُنَ انهيءَ خواب جو ذڪر سيد سان ڪيو. سيد چيو تہ سندن قبر جي عمارت ٺاهي وجي. چنانچہ ٺاهي وئي ۽ شهيد جي فرمائڻ موجب گهوڙي جي بہ قبر ٺاهي وئي.

## شيخ احمد نهر والہ بدايوني رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

ڪن جي نزديڪ سندن لقب حامد الدين آهي. قاضي حميدالدين ناگوريءَ جا مريد آهن. خوابگاه بدايون. پيرانِ سهرورد جو مشرب هئن. روايت آهي تہ شيخ بهاءُ الدين زڪريا رحہ جن صوفين مان ڪنهن جي بہ تعريف اهڙي گهٽ ڪئي آهي. يعني سندن باري ۾ فرمايو اٿن تہ جيڪڏهن سندن معرفت حقيقت ۽ استعداد توريو وجي ۽ سندن افڪار- اشغال ۽ اذڪار تارازيءَ ۾ وزن ڪيا وڃن تہ ڏهن خدا شناس صوفين جي سرمائي تي بہ سندن سرمايو غالب ۽ وزني ايندو.

هن دلڪش تقرير ۾ هيٺ ذڪر ڪيل حديث نبوي عليہ السلام جي خوشبو ٿي اچي. هڪ ڏينهن امير المؤمنين عمر رضي الله عنہ جي ڪثرت حسنات جي باري ۾ حضور صلعم جن ارشاد فرمايو تہ عمر رضہ جي نيڪين سان آسمان ۽ زمين ڀرجي ويا آهن. حضرت عائشہ صديقہ رضي الله عنہ ان

وقت موجود هئيَ ۽ هي لطف ڀريل ڪلام ٻڌي فرمايائين تہ **مابقيت لابي بكر يا رسول الله** - (اي الله جا رسول ﷺ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي واسطي باقي ڇا رهيو) فرمايائون تہ عمرو حسناته حسنۃ من حسنات ابي بكر رضي الله عنہ (حضرت عمر رضہ ۽ ان جا سڀ حسنات ابوبڪر رضہ جي هڪ نيڪي آهي الله تعاليٰ ٻنهين سان راضي ٿئي).

جمع جي ڏينهن بحڪم **اِذا قضيتِ الصّلواۃُ فانْتشرُوْا** (يعني جڏهن نماز ٿي وڃي (تہ توهان کي اختيار آهي) تہ پنهنجو رستو وٺو) جڏهن ماٺهو هليا ويندا هئا تہ پاڻ پنهنجي مريدن ۽ دوستن کي همراه ڪري شام تائين شهر جي گهٽين ۽ بيابانن جي پاسن جو سير ڪندا رهندا هئا. انهن ڏينهن ۾ هڪ مجذوب هئو جيڪو جماعت سان ڪري گشت ڪرڻ تي سخت تعجب ڪندو هو. هڪ ڏينهن پاڻ ڏنائون تہ ڪجهہ طاقتور ظالمن هڪ نهايت ناتوان عاجز گروه تي مارڪُٽ ڪري مجبور ڪري رکيو آهي. پاڻ صوفين جي جماعت جي ذريعي مدد ڪري ناتوانن کي ظالمن جي پنجي مان آزاد ڪرايو. اتفاق سان تعجب ڪرڻ وارو مجذوب بہ هن معرڪي کي ڏسي رهيو هو. اهو سامهون اچي ويو. سيني يڪ آواز ٿي چيو تہ ها درست آهي. جماعت اهڙن ئي پوشيده ڪمن لاءِ آهي. ورنہ درويشن کي ڪنهن سان ڪهڙو مطلب.

## امام الدين ابدال دهلوي رحمۃ اللہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ ضياءُ الدين مرد غيب جا پاٽجا آهن. خرقہ خلافت تہ شيخ بدرالدين غزنويءَ جي خدمت مان مليو هئن. ليڪن گهڻو زمانو پاڻ حضرت خواجہ قطب الاوليا اوشي قدس سرہٗ جي غلاميءَ ۾ بسر ڪيو هئائون. انهيءَ عرصي ۾ نفس سان لڙائيون رهيون. ۽ آخر فتح حاصل ٿين. ۽ انهيءَ ڳالهہ تي ڏاڍو خوش ٿيا تہ مرشد سندن عمل کي پذيرائي جي نگاه سان ڏٺو. جڏهن کان پاڻ سلوڪ جي رستي ۾ قدم رکيائون تڏهن کان جيستائين زنده رهيا ان وقت تائين گوشي نشينيءَ جي ذريعي سان خواهش کي قيدي بنائي رکيائون. شيخ نظام الاوليا قدس سرہٗ قواليءَ جي مجلس ڪانئن سواءِ گهڻو گهٽ ڪندا هئا. وڏي عمر هئن ۽ همت بلند هئن هجري سنہ ست سؤ اَسيءَ ۾ عالم قدس ڏي ڪوچ ڪري ويا.

# سيد مولہ عرب زاد دهلي آبادؒ جي ياد ۾

پاڻ جيترو بلند مرتبي جا هئا. اوتري ئي هر روز وڌندڙ سندن رياضت بہ هئي. ڪٽڪ جي ماني ۽ گوشت کي هٿ بہ نہ لائيندا هئا ان جي باوجود جو هر روز خانقاه ۾ رهڻ وارن ۽ ٻين ماڻهن لاءِ شاهاڻو کاڌو پچرائيندا هئا. پاڻ چانورن جي اٽي جو خشڪ چلو ماکيءَ سان کائيندا هئا. هيءَ سندن غذا هئي. انهيءَ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ کائيندا هئا. نذر و نياز نقد يا جنس ڪنهن کان بہ نہ وٺندا هئا. سلطان جلال الدين خلجيءَ جي پهرئين زماني ۾ سندن شيخيءَ کي رونق اچي وئي هئي. ۽ سلطان جو پٽ خانخانا بہ مريد ٿي ويو هو. انهيءَ ڪري ماڻهن جي دل بستگي ۽ قرباني وڌي وئي. آخرڪار ماڻهن جي متوجہ هئڻ سان سندن دماغ ۾ دهليءَ جي سلطنت سمائجي وئي ۽ڪي ماڻهو متفق ٿي ڪم ناهڻ جي فڪر ۾ روانہ بہ ٿي ويا. ايتري ۾ هيءَ خفيہ سازش سلطان جي ڪَنَ ۾ پهتي. غصي ۽ غضب ۾ پرجي ويو ۽ فرمايائين تہ پاڻ ۽ سندس دوست ۽ يار سڀ باهہ ۾ گهڙن. شايد انوقت هر ڪنهن جي نيڪي ۽ بدي معلوم ٿي وجي. جيستائين درويش ۽ ٻيا دانشمند تاخير ۽ بهاني سان فرمان روا جي غضب جي باهہ کي ٿڌو ڪن تيستائين دشمن مزاج ۽ خراب باطن ماڻهن جلدي ڪري پاڻ سيد کي ٿڌو ڪري ڇڏيائون يعني مست هاٿيءَ جي پيرن ۾ وجهي ڇڏيائونس. ضيا برني لکي ٿو تہ سندن قتل سلطان کي سازگار نہ ٿيو ۽ گهٽيون خراب ڳالهيون انهيءَ زماني ۾ پيدا ٿيون. هتان معلوم ٿو ٿئي تہ مٿيون بهتان هن شهيد تي ناحق مڙهيو ويو هو.

# چمن اول جي پڄاڻي

عنوان جي حرفن کي ڳُلَ سمجهڻ گهرجن جيڪي نڪتي پروريءَ جي چمن ۾ عقل جي وڻ تي ٽڙيل آهن. ۽ معنائون جن جو هي عنوان آهي انهن کي بلبليون تصور ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪي سخنوريءَ جي باغيچي ۾ همٿ ۽ فطرت جي آڪيري مان پرواز ڪري رهيون آهن. مطلب تہ رنگين گل پنهنجي سهٽي خوشبوءِ برگزيده دماغن ۾ پهچائن ۽ بلبليون پنهنجو تفصيلي ترانو جيڪو

گلشن جي رنگينيءَ جي نسبت آهي حڪمت جي ڪنن ڪي ٻڌائين ۽ رمز جي زبان سان هي نغمو ڳائن تہ هر هڪ خط بجاءِ خود نقش ۽ نگار جو هڪ محل آهي. عقل جي بهشت نما محلن مان جن جو مستحڪم بنياد خداءِ پاڪ وٽ ۽ محمد ﷺ جي طفيل آهي. ۽ جن جو دل وٽندڙ ڪمرو اهڙي فن جي مقصد جو بنياد آهي جيڪو عمارت جي صاحب جي ضمير ۾ پرده نشين آهي. ۽ هن دنيا جي تعمير مان مطلب اهو آهي تہ بانيءَ جي معنيٰ جسم جي لاءِ هڪ عمده آرامگاه تعمير ڪيو وڃي تہ جيئن جڏهن دانش و بنيش جا تماشائي هن محل ۾ اچن. جيڪڏهن انهن مان ڪنهن جي دل ۾ اهڙي گروه سان جيڪي عنصري گهر مان رخصت ٿي ويا هجن، روحاني راز ۽ نياز جي ڳالهين ڪرڻ جي آرزو پيدا ٿئي تہ انهن فطرت جي گهرن ۾ (جن ڪي ٻين لفظن ۾ نگارين نامہ چئي ٿو سگهجي) جنهن بہ دروازي کان گهڙي اِقْرَءْ بِاسْمِ رَبِّكَ الَّذِي خَلَقَ (اي پيغمبر ﷺ قرآن جيڪو وقت بہ وقت توتي نازل ٿيندو. ان ڪي پروردگار جو نالو وٺي پڙهندا هلو جنهن مخلوقات ڪي پيدا ڪيو.) جي ڪنجيءَ سان کولي اندر اچي ۽ پنهنجي ادراڪ ڪي انهيءَ ميزبان جي مهمان خاني ۾ شيرين ڪم ڪري جنهن وٽ غذا هر وقت تيار رهندي آهي. ۽ معلوم ڪري تہ هن ڪتابي عمارت جو هر هڪ ٽڪرو جداگانہ حيثيت سان شهرن جي گهرن ۽ عمارتن جي طريقي تي آهي اهڙي طرح جيئن شهرن جا گهر ۽ عمارتون ظاهر ظهور ٺاهڻ واري جي دنياوي استطاعت ظاهر ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح هيءَ ڪتابي عمارت سنجيده عبارت سان گڏ خداوندي عمارت جي عقل ۽ دانش جو رتبو ماڻهن ڪي ذهن نشين ٿي ڪري. تمام سٺو آهي. اُهو توفيق جو صاحب زنده دل جيڪو حمد ۽ نعت جي سرخيءَ سان فطرت جو خاڪو ڏيکارڻ واري منظر جو بنياد وجهي ۽ ان جي تمهيدن ۽ مسئلن جي (جن ڪي علمي عمارت جو طاق ۽ ورانڊو سمجهڻ گهرجي) ترتيب ڏيڻ ايزدي تقدير ياوري ڏئي ۽ هي منظر طبع آزمائي ڪرڻ وارن جي واسطي امتحان جو ذريعو ۽ حقيقت جي تلاش وارن جي واسطي آسائش جو وسيلو هجي. الله جلشانہ جيڪو ڪُن فيڪون جو ايجاد ڪرڻ وارو آهي. ان جي خزاني مان گهڻي اميد آهي تہ سخن آفرينيءَ جو دسترخوان وڇائڻ جو جن دوستن بنياد وڌو آهي. انهن جي طفيل ۾ هو غوثي حسن جي هن خانقاه ڪي مهربانيءَ جي ذريعي پوري ٿيڻ جي زيور سان زيب ۽ زينت بخشي.

هي چمن انهن دوستن جي حالتن ۽ معارف جي بيان ۾ آهي جيڪي هجري اٺين صديءَ ۾ عربي ۽ فارسي رسمي ڪتابن جا پڙهڻ وارا هئا. نفيس ۽ آفاق يعني عالم ارواح ۽ عالم اجسام جي رمزن کان آگاه هئا. خدائي پرستش ۽ معرفت ۾ هر وقت مصروف هئا ۽ الاهي جذبات ۽ مشاهدي تجليات ۾ بلڪل مستغرق هئا. هاڻي اي دل هوشيار ٿي وڃ هڪ دماغ درڪار آهي. ڏس هر فرد جو ذڪر ڇڻ تہ اهڙي گلشن جي نسيم آهي جنهن جي هر وڻ مان نسيم ۽ هر قسم جي نموني جا دل فريب گل ڪلاٽي هر هڪ سنگهڻ واري جي دماغ ۾ انهيءَ خالق جي ڪمال جي خوشبو پهچائي ٿي جيڪو عجيب و غريب نيون نيون شيون ظاهر ٿو فرمائي ۽ جنهن **اِنَّ اللّٰهَ خَلَقَ آدَمَ عَلٰي صُوْرَتِه** (بيشڪ الله تعاليٰ آدم کي پنهنجي صورت تي پيدا ڪيو آهي) جي طريقي سان ماڻهو کي بصورت بج ۽ جهان کي وڻ جي شڪل ۾ پيدا ڪيو تہ جيئن جهان بتقاضا **سَنُرِيْهِمْ اٰيٰتِنَا فِي الْاٰفَاقِ وَفِيْ اَنْفُسِهِمْ** (جلد ئي اسين انهن ماڻهن کي پنهنجي قدرت جون نشانيون (دنيا جي) طرفن ۾ ڏيکارينداسين ۽ انهن جي پنهنجي اندر ۾ بہ) پنهنجي اجمال جي اعتبار سان ۽ ماڻهوءَ کي **لَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ فِيْ اَحْسَنِ تَقْوِيْم** (اسان انسان کي بهترين ساخت جو پيدا ڪيو) پنهنجي جمال احسن تقويم سان عالم واحديت جو نمونو هجي ڇو تہ حق ڏيکاريندڙ گلزار ماڻهوءَ جي طلسمي غنچي ۾ عين جي اعتبار سان اجمالي طور تي لڪل آهي. ۽ ڪوني و مڪاني وڻ جو منهن پنهنجي جملي جزن سوڌو حضرت حق ۾ علم جي اعتبار سان لڪل آهي.

مصرع: شاخ گلي بصورت انسان برآمده

## شاه مدار رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن لقب بديع الدين آهي ۽ سرڪار قنوج ۾ هڪ مقام آهي مڪن پور، اتي سندن خوابگاه آهي. سندن حالات تذڪره نويسن عقلي امڪان تي ٻڌل لکيا آهن. مگر راقم انهن ڏي جيڪي ڳالهيون عادت جي لحاظ کان ممڪن نہ هيون ۽ جن کان عقل گريز ڪري رهيو هو نہ لکيون آهن. جيئن تہ پاڻ حضرت

عيسيٰ عليہ السلام جي صحبت ۾ رهيا هئا. هميشہ زنده رهڻ جو کين اختيار هو. پيغمبر آخرالزمان عليہ السلام جن جي خدمت جو کين شرف حاصل هو. ۽ مسيحات ع جا سلام حضور نبويءَ ۾ پهچايا هئن. سندن خلافت جو سلسلو (1) شيخ طيفور شامي (2) شيخ يمين الدين شامي (3) امام عبدالله علم دار (4) ۽ حضرت صديق اکبر رضي الله عنهم. هنن چئن واسطن سان آنحضرت عليہ الصلواة والسلام تائين پهچي ٿو. پهرين ٽن صاحبن جي عمر ٻہ سؤ سالن کان وڌيک بيان ڪئي ٿي وڃي. چون ٿا تہ ڪشف اسرار- دلين جي حالتن کان واقفيت ۽ معنيٰ جي ادراڪ ۾ کين مرتبو عالي حاصل هو. ۽ سندن جمال ۾ نور الاهيءَ جي جهلڪ نظر ايندي هئي جنهن جي ڪري ڏسڻ وارو بغير ارادي جي جهڪي پوندو هو انهيءَ ڪري پاڻ هميشہ منهن کي ڍڪي رکندا هئا. مگر عام دربار واري ڏينهن مخلوق جي فائدي پهچائڻ جي غرض سان منهن تان پردو هٽائي ڇڏيندا هئا ۽ زماني وارن مان جنهن کي بہ ڪنهن علم ۾ دشواري يا اُلجهن پيش ايندي هئي. اُهو انهيءَ عام دربار واري ڏينهن خدمت ۾ حاضر ٿيندو هو. اُن وقت پاڻ بغير پڇڻ جي هر قسم جون ڳالهيون ٻڌائيندا هئا. ان وقت حاضرين دربار پنهنجي مطلب جي موافق جواب حاصل ڪري ۽ پنهنجو مشڪل حل ڪري واپس هليا ويندا هئا. هي ڪم سندن ڪرامتن مان آهن. (1) مُئل کي زنده ڪيائون (2) مدتن تائين ورهن جا ورهہ ڪجهہ نہ کاڌائون (3) سندن ڪپڙا بغير ڌئڻ جي سفيد رهندا هئا دير سان بدلائڻ ڪري ميرا نہ ٿيندا هئا (4) هڪ ڏينهن حضرت خضر عليہ السلام کين چيو تہ مون ٻڌو آهي تہ توهان کي حاڪم حي و محييءَ مختار ڪري ڇڏيو آهي تہ جيسين توهان پاڻ نہ چاهيو موت جو حڪم اوهان تي نہ هلندو ۽ هيءَ خلعت خاص منهنجي آهي، بهتر آهي تہ ان کي توهان عام نہ ڪيو ۽ پاڻ کي مون سان شريڪ نہ بنايو. جيئن تہ سندن طبيعت خواهش پذير واقع ٿي هئي. لهذا هن عرض کي قبول ڪيائون ۽ انهيءَ ئي سال ظاهري عالم مان سفر ڪري ويا هجري سن اٺ سؤ هو.

مصرع: ظاهرش پاک بود و باطن صاف.

# انجمن

هيءَ انجمن انهن پاڪ دوستن جي باري ۾ آهي جيڪي سلسلي مداريہ طيفوريہ جي رستي تي گامزن آهن ۽ هن انجمن ۾ انهيءَ جماعت جي حالات جي بہ تحقيق آهي جيڪا مداريہ مشرب جا تقليد ڪندڙ احتياج ۽ انتظار آمرزش رکي ٿي. چون ٿا تہ هن سلسلہ جي حلقي جو وڏو امام عبدالله علم دار آهي ۽ ڪن دوستن جي روايت سان سندن سلسلو حضرت خاتم النبوة عليہ السلام تائين حضرت صديق اڪبر رضي الله عنہ جي واسطي سان ۽ ڪن جي روايت سان شاه مردان شير يزدان حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي توسط سان پهچي ٿو. ليڪن ٻنهين روايتن ۾ زياده صحيح پهرين روايت آهي. شيخ بديع الدين مدار- شيخ محمد طيفور شاميءَ جا مريد ۽ شيخ محمد طيفور شيخ يمين الدين شاميءَ جا مريد آهن جيڪو امام علم دار جو خاص خليفو هو. هن سلسلي ۾ وسيلا ٿورا آهن لهذا هي سلسلو سيني سلسلن ۾ قريب آهي ۽ هن خاندان وارن جا ماڻهو ڪشفي توحيد جي بيان ۾ غلو (حد کان وڌيڪ مبالغو) رکن ٿا ۽ وحدت الوجود جو اعتقاد بلند آواز سان بيان ٿا ڪن. ۽ ظاهر شريعت جي امتناعي حڪم کان انهن کي خوف ناهي. مطلب تہ بلڪل اُگهاڙپ ۽ بي حجابي هن گروه جي مشرب ۾ ڏهين صديءَ جي آخري اڌ حصي کان جوش سان پيدا ٿي وئي. حالانڪ بديع الدين شاه مراد جي پُر معرفت زماني ۾ وحدت جو راز ظاهر ڪرڻ کان نهايت روڪ ٽوڪ هئي. ۽ ظاهر شريعت جي مخالفت کان حد کان وڌيڪ خوف دلين ۾ سمايل هو ۽ طريقت ۾ اڳين با ادب سالڪن سان موافقت رکندا هئا.

هاڻي ابتدا هن تازي بدعت جي ٻڌو. هن سلسلہ ۾ ظاهر ڇڙهو رهڻ (تجريد) مقبوليت جو شرط ۽ اجازت جو جز قرار ڏني وئي هئي. هن خاندان جا گهڻا خلافت حاصل ڪيل بزرگ پنهنجي لاءِ اوگهڙ ڍڪڻ ۽ صرف ايترو ڪاڏو جيڪو انهيءَ ئي ڏينهن ڪائي ڇڏجي. باقي سڀ پوشاڪ جا نمونا ۽ سڀ قسم جي خوراڪ کان پري رهندا هئا. زندگي کي رازق جي ياد ۾ بسر ڪندا هئا توڪل جو ڪلمون. **يوم جديد ورزق جديد** (نئون ڏينهن نئون رزق) ۽

ترڪ جو ڪلمو، اَلدُّنيَا يَومٌ وَّلَنَا فِيهِمَا صَومٌ (دنيا ڇڻ هڪ ڏينهن آهي ۽ ان ۾ اسان جو روزو آهي) ڪي پنهنجي ڪمن تي لکي ڇڏيائون. ۽ مٿئين معاملي ڪان سواءِ جيڪڏهن ڪجهه هٿ اچي ويندو هئن ته انوقت ئي پنهنجي دل ۽ هٿ مان ڪڍي ڇڏيندا هئا. سواءِ انهيءَ مقدار جي جيڪو درويش جي ضرورت پوري ڪرڻ جي لاءِ ڪافي هجي. جڏهن اڪيلائي (تجريد) جي حالت انهيءَ حد تائين وڌيل هئي ته هتان ڪجهه ارادتمند مقلدن ظاهري تجريد ڪي بہ پنهنجي پيشوائن جي اصل طريقت ۽ پسند سمجهي انهيءَ شيوي ۾ لڳاءُ ۽ استغراق ڪي بي حد پسند ڪيو ۽ جيڪا تجريد صوفين جي مختار آهي ان جي حدن ڪان بہ ہ تي قدم اڳتي وڌي ڇٽن هٿن جي لنگوٽيءَ ۾ بدلائي ڇڏيو جنهن سان مشڪل سان صرف اوگهڙ ڍڪجي سگهي. ۽ رات جي وقت جبل وانگر باهه ٻاري، جنهن مان سرديءَ جي لحاف جو ڪم ورتو. ۽ صبح جو لباس جي جاءِ تي بدن تي خاڪ مَلي. هي طريقو اختيار ڪري ادب جي دائري ڪان وَمَنْ يَتَعَدَّ حُدُودَ اللهِ فَقَدْ ظَلَمَ نَفْسَهٗ (۽ جيڪو شخص الله تعالىٰ جي مقرر ڪيل حدن ڪان اڳتي وڌي انهيءَ پنهنجي نفس تي ظلم ڪيو). وانگر ٻاهر نڪري ويا.

خداوند تعالىٰ جيڪو بخشائش جو مالڪ آهي. مغفرت ڪري ۽ حضرت شاهه مراد جي نامدار خليفن ۽ سلسلي وارن ڪي جيڪي مشهور آهن ۽ جن جا حالات هيٺ ڏجن ٿا. الله تعالىٰ جي خوشنودي نصيب ٿئي.

پهريون ۽ خلافت جي مسند نشين ۾ اڪمل سيد جمن بهاريؒ آهن جيڪي تجريد- تفريد ۽ توحيد جا معلم هئا. سواءِ هڪ چادر جي جيڪا اوگهڙ ڍڪڻ جو ڪم ڏيندي هئي. ٻيو ڪنهن بہ قسم جو ڪپڙو اختيار نہ ڪيائون. سندن بابرڪت ذات ڪان اڪثر مڪاشفات ۽ ڪرامتون ظاهر ٿيون آهن. وند بهار جي علائقي ۾ هڪ ڳوٺ ۾ سندن قبر آهي

ٻيو قاضي محمودؒ - پاڻ پنهنجي زماني جا سيني عالمن ڪان زياده فاضل- ڪامل- عالم ۽ عارف هئا. سندن قبر ڪنتور ۾ جيڪا لکنو جي علائقي ۾ آهي. اهل زمانہ جي زيارت گاهه آهي.

ٽيون قاضي شهاب الدين رحہ- پاڻ پرڪالہ آتش جي نالي سان سڏبا هئا. جذب ايترو تہ قوي هو جو عقل جا پر سڙندا هئا ۽ وڏا جلال جا صاحب هئا.

سندن قبر هڪ ڳوٺ جي اندر سرڪار لکنو ۾ آهي.

چوٿون قاضي مطهر رحه- ڪين ولايت جي بيابان ۾ ببر شينهن ۽ توحيد جي شڪار گاه ۾ مفتوح العين بَازُ چوڻ زيبا آهي. هڪ جاءِ ماذر ڪالپيءَ جي پسگردائيءَ ۾ آهي. اُتي سندن قبر آهي.

پنجون قاضي عبدالملڪ رحه بڙائچي- سندن زماني جا سڀ دولتمند بادشاه کان وٺي سپاهيءَ تائين دولت جي دوام ۽ سلطنت جي قيام جي باري ۾ سندن مراد بخشيندڙ دعا جا نياز مند هئا. ۽ سندن فاتحه کي خاتمه بخير سان بلڪل ڳنڍ لهندا هئا. سندن تربت بڙائچ ۾ آهي.

ڇهون سيد خاصه رحه- حضرت شاه مدار هميشه ڪين چوندا هئا "دردن خاصه بردن خاصه" چون ٿا ته ڪين شاهه صاحب جي خذمت ۾ گهڻي خصوصيت هئي جاءِ راقم کي معلوم نه ٿي.

ستون سيد راجي دهلوي رحه - پاڻ درويش جي عمده وصفن ۽ صوفين جي سنجيده اخلاقن سان موصوف هئا جنهن ڪري وڏا درجا حاصل ڪيا هئائون. زماني جي بزرگن جي رجوعات سندن طرف گهڻي هئي. سندن بافيض قبر دهليءَ ۾ آهي.

اٺون شيخ پيڪا مجذوب رحه ۽ نائون شيخ ڀيڪا ثاني رحه- هي ٻئي شخص- نالي مقصد- جذبي ۽ عشق ۾ هڪ مثل بلڪ باهم عين هئا. هميشه بي هوشيءَ جي حالت ۾ رهندا هئا. هنن ٻنهين صاحبن جون ڪرامتون ۽ انهن جا داستان ماڻهن جي زبانن تي گهڻا آهن. پهرئين شيخ جي قبر قنوج جي قلعي ۾ آهي.

ڏهون شيخ الا رحه- هن سلسلي جا ڪي فصيح اللسان ماڻهو ڪين شيخ اعليٰ به چوندا آهن. ليڪن عوام جي نزديڪ پاڻ شيخ الا جي نالي سان ئي سڏبا آهن. پاڻ به انهن ئي مجذوبن مان هئا جيڪي زماني ۾ مشهور آهن. ڪين الاهي جذبي ۽ حقيقي جنون جي لهرن تي لهرون اينديون هيون. سندن قبر گور ۾ آهي.

يارهون شيخ محمد جهنده رحه - سندن پيدائش بدايون جي آهي. عجيب و غريب اسرار الاهي ۽ غيبي امور ڪائنٽ ظاهر ٿيندا هئا. سندن قبر زاد بوم ۾ ئي آهي.

ٻارهون شيخ محمد ٻائين پانو رحه- هن خطاب جو سبب ماڻهو اهو ٿا بيان

ڪن تہ پاڻ ڏينهن رات برابر ڪبي پير تي بيهي ٻارهن سال گذاري ڇڏيائون ۽ انهيءَ عرصي ۾ ساڄو پير قطعي زمين تي نہ رکيائون. هن قسم جي رياضت ۾ پاڻ عجيب و غريب ڳالهہ پيدا ڪئي هئائون. سندن پُر انوار مزار کهريسہ جي حدن ۾ آهي.

متي ذڪر ڪيل بزرگن کان سواءِ هنن مان هر هڪ جا جانشين بہ هر هڪ عهد ۾ ٿيا آهن. جيڪي هميشہ پنهنجي پيشوائن جي افعال ۽ احوال سان متصف هئا. ۽ ڪارگذاري ۽ رسم سلسلہ داري ادا ڪندا هئا. اميد آهي تہ ڪو بيو شوقين مزاج صاحب انهن دوستن جو ذڪر (جن جي حالات ڪان راقم ڪي علم حاصل ناهي) لکي پنهنجي اخروي زندگيءَ جي نجات واسطي سعادت نامہ مزين بہ مهر ڪندا.

## شيخ يحيٰ ابن شيخ اسرائيل منيري رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

خدائي معرفت ۾ سندن مرتبو نهايت بلندو هو. پاڻ چشتي سلسلي جي سرڪرده ۽ فردوسي خانواده جا سر دفتر هئا، حضرت فريد الدين گنجشڪر رحمۃ اللہ عليہ جي خذمت ۾ بہ ڪين هڪ حق حاصل هو. مير سيد علي همداني رحہ جڏهن سياحت ڪندي هندستان مان گذريا تہ هڪ ٻئي جو ديدار ڪري باهم فيض شناسيءَ سان ڪامياب ٿيا هئا. سندن خط جن ڪي اهل طريقت ۽ اهل سلوڪ جو دستور العمل چئي ٿو سگهجي. اڪثر قاضي شمس الدين سونتپتيءَ رحہ جي نالي آهن جيڪي زماني جي اڪابرن مان هئا. هي بزرگ پرهيزگار ۽ سندن معتقد هئا. ائين صديءَ جي آغاز ۾ دنيا ڪان ڪوچ فرمائي بمقام منير پنهنجي والد بزرگوار جي مقبري ۾ خوابگاه قبول ڪيائون.

## سيد محمد ڪرماني رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ هڪ وڏي عرصي تائين حضرت گنجشڪر رحہ جن جي خذمت ۾ رهيا. انهيءَ دوران شيخ نظام الدين اولياءَ جي بہ فرمانبرداري ڪندا هئا. ۽ انهيءَ ذريعي سان دل ۾ دوستي ۽ برادريءَ جو ربط وڌندو رهندو هو. اتفاقاً

زماني جي ڪج رفتاريءَ سبب هنن ٻنهين بزرگن جي دلين ۾ هڪ ٻئي جي طرف غبار پيدا ٿيو ۽ هڪ عرصو انهيءَ ئي حالت ۾ گذري ويو. هڪ ڏينهن رات جي وقت خواب ۾ حضرت خاتم الانبيا عليہ السلام جن شيخ نظام کي فرمايو تہ سيد محمد اسان جو خاص فرزند آهي. ان جي دوستيءَ کي ناخوشيءَ سان بدلڻ نہ گهرجي. صبح سان ئي شيخ - سيد ڏي ويو ۽ عذر معذرت ڪري صلح ڪرڻ گهريائين. سيد مسڪرايو ۽ چيو تہ ڇو جيستائين موڪليو نہ وئين. نہ آئين. هي ڇئي ڪمال خوشي ۽ صفائيءَ جو اظهار ڪيائون ۽ وري دوستي زندگي ڀر قائم رهي. هجري سن ست سؤ هڪ ۾ عالم ملڪوت ڏي رخصت ٿيا.

## مولانا سراج منهاج رحمة الله عليه جي ياد ۾

هجري سن ڇهہ سؤ هڪ کان وٺي ڇهہ سؤ پنجاسيءَ تائين يعني سلطان شمس الدين التمش جي زماني کان سلطان ناصرالدين محمود جي زماني تائين وعظ- صدر- قاضي ۽ محتسب جي عهدن تي پاڻ معمور رهيا. ان کان پوءِ سلطان غياث الدين بلبلن جي عهد ۾ صدر جهان جو لقب ملين. طبقات ناصري سندن ئي تصنيف آهي. شمسيہ نسل کان وٺي ناصريہ نسل تائين سيني فرمان روائن جي تعريف- ظاهري ۽ باطني ڪمالات سان پاڻ لکي اٿن. هيءَ زياده تعجب جي ڳالهہ آهي تہ زماني جي مشائخ کي ياد نہ ڪيائون. لهذا هيءَ ڳالهہ مشائخ جي گروه جي نزديڪ ڪٿڪي تہ هيءَ صورت عدم محبت جي ڪري پيدا ٿي آهي. خدا دشمنيءَ کان محفوظ رکي.

خدا شناسن ۽ هن جي ماجرا ڄاڻڻ وارن کي راقم جو عرض آهي تہ دعا سان امداد ڪري سندن مغفرت گهرن ۽ قيامت جي ڏينهن بہ اهائي درخواست ڪن. اگرچہ هي خيال ٿي ٿو سگهي تہ درويش جا حالات معرفت نہ لکڻ جو ڪو ٻيو ئي سبب هوندو. جيئن تہ هن ڪتاب ۾ بادشاهہ جي حالات جو بيان هو. درويش جي حالات کي هيٺان لکڻ تہ مناسب معلوم نہ ٿيو. ۽ صدر ۾ انهن دوستن جي ملاحضي اجازت نہ ڏني. جن جا حالات ذڪر ڪيل ڪتاب ۾ لکيا ويا آهن. ٻيو اهو تہ سندن ڪتاب تاريخ جي وضع تي بہ نہ آهي جنهن ڪري پڙهندڙن دل خراش گمان جي خلش پيدا ٿي.

# شيخ صدرالدين عارف رحمة الله عليه ابن شيخ بهاءُالدين زڪريا قدس سرهُ

سندن پيدائش جي جاءِ ملتان آهي. ڪتابي ۽ ڪشفي ٻنهين قسمن جي علمن کي ڄاڻندا هئا. سنيون سنيون ڪرامتون جيڪي عادت جي خلاف آهن. ڪانئن اڪثر ظاهر ٿينديون هيون. هڪ ڏينهن ننڍپڻ ۾ سندن فرزند ارجمند شيخ رڪن الدين ابوالفتح جي دل ريگستاني هرڻ جي ٻچي ڏي مائل ٿي. ٻارن وانگر رئڻ لڳا. صدر الاولياءَ گريبان جي طرف سر جهڪايو ۽ مراقبي ۾ مستغرق ٿيا. سندن قوت ڪشش سان هڪ هرڻي پنهنجي ٻچي سميت خانقاه ۾ ڇڪجي آئي. آخرڪار اُهو هرڻيءَ جو ٻچو رڪن الاولياءسان ايترو تہ مانوس ٿيو جو گڏ گڏ گهمندو رهندو هو. چون ٿا تہ عجب آزاد دليءَ سان زندگي بسر ڪندا هئا. ڪنهن بہ شيءِ سان دلبستگي نہ هئن. والد بزرگوار جي ملڪيت مان ستر لک جي ماليت ملي هئن. انهيءَ ئي ڏينهن درويشن ۽ محتاجن کي اذن عام ڏنائون. ۽ فرمايائون تہ غالب حريف اها قوت رکي ٿو تہ پنهنجي دشمن کي بغير طوق ۽ زنجير جي حراست ۾ رکي. ليڪن جيڪو مغلوب هوندو آهي. ان کي اهوئي بهتر آهي تہ دشمن قيد خاني ۾ رهي. سندن فرزند شيخ بدرالدين- مولانا جمال الدين احمد اندجانيءَ جي نياڻيءَ مان آهن ۽ شيخ عماد الدين اسماعيل ترڪي ڪنيز مان آهن. ننڍپڻ ۾ شيخ اسماعيل جي سفارش پاڻ رڪن الاولياءکي ڪري فرمايو هو تہ ننڍو ڀاءُ وڏي پٽ کان وڌيڪ ٿيندو آهي ۽ اهو بہ فرمايائون تہ تنهنجي خاندان جو چراغ انهيءَ سان ئي روشن رهندو. آخرڪار جيئن تہ رڪن الاولياءکي ڪو پٽ ڪونہ هو ان ڪري جاءِ نشينيءَ جي نوبت شيخ عماد الدين اسماعيل کي پهتي. هجري سنہ ست سؤ سندن رحلت جو سال آهي ۽ حيثيت ۾ صدر دين عارف ان جي برابر آهن.

## شيخ نور الدين ملڪ يار پران رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن پيدائش لار ۾ ٿي ۽ پاڻ مريد آهن شيخ دانيال جنجيءَ جا. شيخ دانيال مريد آهن شيخ علي خضرميءَ جا ۽ شيخ علي خضرمي مريد آهن.شيخ

ابواسحاق گارزونيءَ جا رحمهم الله پاڻ پير جي اجازت سان لار کان دهليءَ آيا ۽ بابا ابوبکر طوسي حيدريءَ جو زمانو هو. جيئن تہ سندن خدمت ۾ ماڻهن جي آمدورفت گهڻي ٿي تہ سندن مٿان حيدري قلندر رشک ڪرڻ لڳا ۽ ٻاهر ڪڍڻ تي ڪمر ٻڌي بيهي رهيا. هر طرح عاجزي انکساريءَ سان جواب ڏنائون پر هڪ نہ ٻڌائون. جڏهن چيائون تہ منهنجي پير هتي موڪليو آهي تہ پير جي سند گهريائون. انهيءَ جي باوجود جو دهليءَ کان لار گهڻو پري آهي مگر پاڻ ايترن ٿورن ڏينهن ۾ سند آڻي ڏني جو ايترن ڏينهن ۾ عام ماڻهو ايترو پري وڃي واپس نہ ٿو اچي سگهي. حيدري قلندرن ان کي بدباطنيءَ سان قبول نہ ڪيو ۽ بهانو پيش ڪيائون تہ ملک تہ سلطان جو آهي لهذا سلطان جي سند گهرجي. چون ٿا تہ سلطان انهن ڏينهن ۾ پنهنجي لشکر نئي ۽ بکر جي طرف ويو هو جيڪو دهليءَ کان هڪ سؤ ٽيهہ ڪوهہ پري آهي. ليکن پاڻ دهليءَ کان ايترو تہ جلدي وڃي سلطاني طغرو وٺي آيا جو عقل ۾ نہ ٿو اچي سگهي. اها اندروني قوت ڏسي ڪين ملک يار پران چوندا آهن. شيخ نظام الاوليا فرمائن ٿا تہ هڪ ڏينهن جمع جي نماز تي وڃي رهيو هوس. پيادل هلڻ سان تڪليف ٿي. دل ۾ خيال آيو تہ ڪيترو نہ سٺو ٿئي ها جيڪڏهن سواري هجي ها ۽ پوءِ اهو خيال فوراً رفع ٿي ويو. هڪ ڏينهن ملک يار پران جو جانشين مون وٽ گهوڙي ڪاهي آيو ۽ چيائين تہ ٽن راتين کان متواتر منهنجو پير هن جانور کي پيش ڪرڻ واسطي فرمائي رهيو هو. شيخ نظام الاولياءفرمائن ٿا تہ مون قبول نہ ڪيو. ۽ چيم تہ جيسين منهنجي پير جو اشارو نہ ٿيندو مان نہ قبول ڪندس مجبوراً جانشين هليو ويو ۽ ٻئي ڏينهن وري آندائين، مون سوچيو تہ نہ وٺڻ سان رنج ٿيندو. لاچار مون قبول ڪري سندس دل خوش ڪئي. فرمايائون تہ آئنده درويش جو گهر بغير گهوڙي جي نہ رهندو. سندن خوابگاه درياه جمنا جي ڪناري شيخ طوسيءَ جي خانقاه جي برابر آهي. قدس سرهُ.

## شيخ برهان الدين محمود ابن ابي الخير بلخي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سلطان غياث الدين بلبلن جي زماني ۾ جيڪي علم ۽ معرفت وارا صاحب هئا. انهن مان هڪ پاڻ بہ هئا. ٻنهين جهانن جي علمن ۽ حقائق کان

کين واقفيت هئي طبيعت بہ صوفياٽي ۽ مناسب هئن. صوفياڻا فارسي اشعار چوندا هئا. مشارق حديث جي سند اصل مصنف کان حاصل ڪئي هئائون. چون ٿا تہ پاڻ فرمائيندا هئا تہ اجا مان ننڍو ٻار هئس ۽ هڪ ڏينهن پنهنجي والد سان گڏ رستي تي وڃي رهيو هئس تہ مولانا برهان الدين مرغينائي مصنف هدايہ فقہ جي آمد ٻڌڻ ۾ آئي. والد بزرگوار جلديءَ سان هڪ ٻي گهٽيءَ ۾ گهڙي پيا ۽ مون کي ان رستي تي ئي ڇڏيائون جڏهن مولانا اچي پهتو تہ مون اڳتي وڌي سلام ڪيو. فرمايائون تہ مان بحڪم ازلي ٿو چوان تہ هي ڇوڪرو عالم- عامل ۽ عارف ڪامل ٿيندو. ايتري قدر جو ڪشوربهيءَ جا سلطان بہ هن جي آستاني تي نياز مندي ۽ آستاني بوسيءَ لاءِ ايندا. پيو پاڻ هميشہ اهو فرمائيندا هئا تہ مان ڪنهن بہ ڪبيري گناه ۾ ڪونہ پڪڙبس. البتہ هڪ ڪبيري جي عيوض ۾ جو اُهو چنگ ۽ بين ٻڌڻ آهي ۽ اهي مان ٻڌندو ۽ ٻڌڻ جو شوق رکندو آهيان. واه عجيب دلبستگي هئي. سندن قبر حوض شمسيءَ جي قريب آهي جيڪا تختہ نور جي نالي آهي. اتان جا باشندا علم ۽ فهم زياده ٿيڻ جي اميد تي سندن قبر جي مٽي ننڍن ننڍن نادان ٻارن کي کارائيندا آهن. ڪيترا دفعا سندن قبر جي پاسن کي تعمير ڪيو ويو آهي.

## ياد سلطان المشائخ نظام الدين اوليا قدس سرهٗ

سندن نالو محمد ابن احمد ابن علي بخاري آهي ۽ پاڻ شيخ فريدالدين گنجشڪرؒ جا مريد آهن. قدس سرهم سندن ڏاڏو ۽ سندن والده جو پيءُ خواجہ عرب ٻئي بخارا کان آيا هئا. پهريائين لاهور ۾ چند ڏينهن رهيا پوءِ اتان ايزدي مشيئت تحت ڳوٺ بدايون ۾ آيا ۽ هتي گوشي نشيني اختيار ڪيائون. هتي هجري سنہ ڇهہ سؤ ٻٽيهہ ۾ عنصري جسم سان گڏ سندن روح مبارڪ گڏجي عيب جي صحرا کان عالم شهود ۾ ظاهر ٿيو. فوراً والد بزرگوار کي الله جو سڏ آيو. انڪري سندن پرورش مادر مهربان ڪئي. ڇئن سالن جي عمر ۾ پاڻ مڪتب ۾ داخل ٿيا.

پاڻ فرمائيندا هئا تہ هڪ ڏينهن استاد ابوبڪر وٽ ملتان جو هڪ قوال آيو هو. انهيءَ شيخ بهاءُالدين زڪريا قدس سرهٗ جي سماع جي رونق ۽ ان جي

ڪيفيت نهايت تعريف سان بيان ڪئي ليڪن ڪا ڳالهہ دل ۾ نہ ويٺي. وري انهيءَ بيان ڪيو تہ مان اجوڌن ۾ شيخ فريد گنجشڪرؒ جي خدمت ۾ بہ حاضر ٿيو هئس ۽ سرود و سماع جي مجلس منعقد ٿي هئي عجيب سوز ۽ وجد هو جنهن جي رقت سان در ۽ ديوارون بہ رقص ڪرڻ لڳا. هيءَ خرد سوز حقيقت ٻڌندي ئي دل ۾ هڪ باهہ جهڙي ٻري وئي ۽ ڪنهن بہ طرح ان جي گرمائش ٿڌي نہ پئي ٿئي. جيترو هلندو ڦرندو هئس اوترو گرمائش زياده وڌندي هئي. مطلب تہ سلطان غياث الدين بلبلن جي زماني ۾ رسمي علمن جي تحصيل ڪرڻ لاءِ دهليءَ آيس ۽ مولانا علاؤالدين اصوليءَ جي شاگرديءَ مان فيض حاصل ڪيم. پراڻي خلش دل ۾ بدستور هئي ۽ هاڻي ضبط جي طاقت نہ رهي هئي لاچار اجوڌن ڏي هلي پيس. تقدير مدد ڪئي ۽ حضرت گنجشڪر رحہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيس انوقت عمر ويهہ سال هئي. حضرت گنجشڪر رحہ پنهنجي التفات ۽ انتظار ظاهر ڪرڻ واسطي زبان مبارڪ مان بيت فرمايو.

اي آتش فراقت دلها ڪباب ڪرده — سيلاب اشتياقت جانها خراب ڪرده

حضرت گنجشڪر رحہ جن جو هن طرح التفات فرمائڻ ۽بيت ۾ لفظ دلها ۽ جانها جمع جي صيغي سان ارشاد فرمايو ان ۾ هڪ ماجرا جي طرف اشارو آهي جيڪو هيٺ بيان ايندو. چون ٿا تہ پاڻ هتي از سرنو تجويد قرآن ڪيائون. ۽ عوارف المعارف جا چند باب ۽ عين القضاة جا ڪجهہ فصل بہ مطالعو ڪيائون. هن عرصي ۾ پير جي باطن جي صفائيءَ جو اثر ٿيو جو بزرگيءَ جي صدر ۾ پاڻ مسند نشين ٿي ويا. خلافت جو خرقو مليو. ۽ ٻين جي رهنمائي جي اجازت بہ حاصل ٿي ۽ پوءِ دهليءَ آيا.

هاڻي مان هتي تفصيل سان انهن حالتن کي بيان تہ ڪيان جيڪي اجمالي عنوان جي اندر پيچ در پيچ آهن. تمام ٿوري عرصي ۾ سندن درويشي ۽ مريد پروري- رهنمائي و رهبري جي شهرت سڄي دنيا جي آباديءَ جي هر گوشيءَ هر هڪ ڪَنَ تائين پهچي وئي. ۽ ناقص جي تڪميل ۽ ڪاملن جي تائيد جي واسطي هر هڪ طرف هر هڪ صوبي ۾ سندن هادي ۽ ولي خليفن مان هڪ خليفو پهچي ويو جنهن جو حل هن تذڪري ۾ مناسب مقام تي گذارش ڪيو ويندو. شيخ نصيرالدين چراغ دهليؒ جن جي ملفوظات ۾ لکيل آهي تہ خطاب آيو- اَي فضيل عياض! شيخ محمد جن جو لقب نظام الدين اوليا هوندو. اسان

جي درگاه جي خاصن مانِ آهن. انهيءَ کي اسان توهان جي پيروانِ طريقت مان ڪيو آهي. رهنمائي جي معاملي کي هي اهڙيءَ طرح ڪرسي نشين ٿيندا جو هن جي فيض صحبت سان ڪئي هزار ڪامل خدا شناس ٿيندا. خواجہ فضيل هي الهامي آواز ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ واپسيءَ واري ساهہ تائين انتظار ڪندو رهيو. آخر پنهنجي خليفي کي وصيت ڪيائون تہ تنهنجي بيعت جي دام ۾ ڪو اهڙو مبارڪ پکي ڦاسي وڃي تہ منهنجا سلام پهچائي دعا جو عرض ڪجانس. مطلب تہ هيءَ وصيت درجہ بدرجہ شيخ فريد گنجشڪر رحہ تائين پهتي ۽ جڏهن سلطان المشائخ شيخ گنجشڪر رحہ جي حضور ۾ حاضر ٿيا تہ حضرت گنجشڪر رحہ نور باطن سان معلوم ڪري خوقو پهرايو ۽ شروعات پنهنجي ذات کان ڪري ترتيب سان صاحب الهام تائين سيني جي منتظر رهڻ جي ماجرا بيان ڪئي. هر هڪ جا سلام ۽ قبول سلطان المشائخ کي پهچائي هر هڪ جي نالي سان جدا جدا دعا ۽ ثنا گهري. حياءَ جي درياه ۾ غرق سلطان الاولياءَ فرمان تي سرِجهڪائي ادب ۽ نياز جون رسمون ادا ڪيون.

چون ٿا تہ سلطان علاؤالدين جي دل ۾ هميشہ اها خلش رهندي هئي تہ شيخ نظام الاوليا سلطنت ۽ حڪمرانيءَ جو خيال پنهنجي دل ۾ رکي ٿو. ۽ فرصت ۽ موقعي جي انتظار ۾ آهن ان ڪري سلطنت هلائڻ جي امتحان لاءِ ملڪي معاملات جي متعلق چند دقيق ڳالهيون لکي سندن خذمت ۾ موڪليون. ۽ عرض ڪيو تہ هنن مشڪلاتن جي حل جو جواب فرمايو تہ جيئن انهن تي عمل ڪري هنن مشڪلاتن جي تنگي دور ٿئي. ۽ مراد جو حاصل ٿيڻ نصيب ٿئي جڏهن هي امتحاني پرچو سندن روبرو پڙهيو ويو تہ فرمايائون تہ ٻورين تي ويهندڙ درويشن جو تخت جي زيب ۽ زينت ڏيڻ وارن بادشاهن جي ڪاروبار جي ڪهڙي خبر بهتر آهي تہ هن قسم جي مقدمات جي متعلق پڇا ڳاڇا ڪري هنن ويچارن جو وقت ضايع نہ ڪيو ۽ فقيرن جي ضمير جو امتحان نہ وٺو. مطلب تہ جڏهن سلطان جو اندروني زخم هن حقيقت سان پريل جواب جي مرهم سان صحيح ٿيو تہ آستانہ بوسيءَ لاءِ التماس ڪيائين. شيخ نظام الدين جن قبول نہ ڪيو. ۽ فرمايائون تہ درويش جي اُنس کي هڪ پکي سمجهڻ گهرجي جنهن جي لاءِ وحشت پيدا ڪندڙ سلطاني ڪروفر شڪاري باز آهي. لهذا اهوئي بهتر

آهي تہ صرف دعا ۽ سلام سان جيڪا پيغام جي ذريعي هجي. هڪ ٻئي سان آشنا رهجي.
شيخ نظام الاولياءجو بيان آهي تہ جڏهن حضرت گنجشڪر ؒ جي خدمت حاصل ٿي ۽ مريد ٿي سرفراز ٿيس تہ مون عرض ڪيو تہ فقير ڪي علم حاصل ڪرڻ لاءِ دل گهري ٿي. جيڪڏهن علم جي شغل ۽ پوري ڪرڻ ۾ ناخوشي هجي تہ هي شغل ترڪ ڪري جنهن بہ شغل ذڪر- خدمت- يا ڪم جي واسطي ارشاد فرمايو وڃي، مشغول ٿي وڃان. فرمايائون تہ علم حاصل ڪرڻ کان باز رکڻ هن درويش جو شيوو ناهي ڇو تہ سالڪانِ طريقت کي ظاهري علم کان چارو نہ آهي. ليڪن منهنجي نصيحت توکي اها آهي تہ هن کان پوءِ جيڪا صورت غالب اچي ان جو ٿي وڃجانءِ. آخرڪار نہ ڪنهن کي غالب ڏٺم ۽ نہ مغلوب. ائين ئي ڪمال جي درجي تي پهچي ويس ۽ ظاهري و باطني ٻنهين قسمن جا علم حاصل ٿي ويا.
مٿي ذڪر ڪيل ٻئي مقولا ۽ ٻيا عرفاني واقعات ماڻهن جي زبانن تي آهن ۽ ورقن تي بہ پريل آهن. خدا ڪري صاحبان ذوق جي ڪنن ۾ پهچن ۽ انهن جي نظرن کان گذرن. تاريخ ارڙهين ربيع الثاني هجري سنہ ست سؤ پنجويهہ تي سندن روح جو بيش بها جوهر **وَمَا جَعَلْنٰهُمْ جَسَدًا لَّا يَاْكُلُوْنَ الطَّعَامَ وَمَا كَانُوْا خٰلِدِيْنَ** (۽ اسان انهن لاءِ اهڙا جسم نہ ٺاهيا هئا جيڪي کاڌو نہ کائيندا هجن ۽ نہ اهي ماڻهو دنيا ۾هميشہ رهڻ وارا ئي هئا) جي عنصري خزاني مان نڪري **وَاِنْ مِّنْ شَيْءٍ اِلَّا عِنْدَنَا خَزَائِنُهٗ** (۽ جيتريون شيون آهن اسان وٽ خزانن جا خزانا پريا پيا آهن) جي صدر خزاني ۾ داخل ٿي ويو جيڪو ايزدي عبارت اسماءَ ۽ صفات جي مخزن مان آهي.

## انجمن

هن انجمن ۾ انهن اصحابن جا حالات ڏيکاريا ويا آهن جيڪي تن گدازي ۽ جان نوازيءَ جي جنگل ۾ گرم رفتار آهن. خودشناسيءَ جي درياه ۾ خدادانيءَ جي عميق پاڻيءَ ۾ ٻڏا پياآهن. ۽ سلطان المشائخ نظام الاولياءَ قدس سرہٗ جي

رهنمائيءَ جي امداد سان طريقت جي شاهراه تي هلي رهيا آهن. جن سندن تلقين سان ديدار جي سعادت ۽ تحقيق جو شرف حاصل كيو ۽ سندن كمال هدايت جي كري پنهنجي استعداد سان عارف تي ويا ۽ كن اكسير واري صورت اختيار كري گهٽ ماڻهن كي كندن بنائي ڇڏيائون. چون ٿا تہ انهن ڏينهن ۾ هندستان جي زمين جو عجيب زمانو هو. ڇو تہ سندن بارگاه خلافت كان وقتاً فوقتاً جيكي نوان نوان خليفا روانہ ٿيندا هئا. سندن فيض پاسيءَ سان هندستان جو هر گهر هر زمين جو ٽكرو آباد هو. هك روايت آهي تہ پاڻ وڏن شهرن ۾ وڏن وڏن مرتبن ۽ وڏين كرامتن وارا ست سوءُ خليفا اهڙا روانہ كيا هئا جو هر شخص جي سيني مان گويا عرفان جو آفتاب طلوع كرڻو هو ۽ انهن سينن مان بزرگوار پير جا اسرار ظاهر ٿيندا هئا.

هي بلكل سچ آهي تہ جڏهن كنهن شخص كي كنهن بزرگ جي خدمت سان معرفت جو سرمايو هٿ اچي ويندو آهي ۽ هك منزل كان ٻي منزل ڏي ۽ هك حالت كان ٻي حالت جي طرف منتقل ٿي ويندو آهي ۽ فنا جي درجن كان عبور كري اصلي بقا جي مقام تي پهچندو آهي تہ ان وقت نالي ۽ آواز جي فرق كانسواءِ كنهن بہ قسم جي دوئيءَ جي شكل هنن ٻنهين شخصيتن ۾ قائم نہ رهندي آهي.

جهڙي طرح كو ٻار تقدير ۽ تدبير جي پرورش سان بلوغت جي درجي تي پهچندو آهي ۽ پيءُ جا سڀ حالات ان تي منكشف ٿي ويندا آهن. ۽ جيكڏهن نسبت باهم ملحوظ نہ ركي وڃي تہ ٻيون معنوي مابہ الامتياز سڀ وچ مان كڍي ويندا آهن ۽ مرد جي جيكا هيءَ تعريف آهي تہ، **ذكر من بني آدم جاوز صد الصغر-** هن تعريف ۾ ٻئي داخل هوندا آهن ۽ جڏهن الله تعاليٰ ان كي بہ كو پٽ عطا كندو آهي تہ اهو ابوۃ جي وصف سان بہ متصف ٿي سيني مرتبن ۾ پنهنجي پيءُ جي برابر ٿي ويندو آهي

۽ اُها دوئي جيكا اعتباري اختلاف جي سبب سان غيريت ۽ اٿنينيت جي اشتباه جو باعث هوندي هئي. هاڻي يك رنگي ۽ يك روئي پيدا ٿيڻ سبب بلكل دور ٿي ويندي آهي. بس جڏهن تعينات جو حجاب وچ مان كنيو وڃي تہ ممكنات جي وحدت الوجود جو حال بہ اهڙيءَ طرح نظر ايندو. هاڻي ڏسو هر طرح سان هيٺ عرض كيل حرف وحدت وجود جو ثبوت- محسوس ٿيندڙ

موجودات سان ڏئي رهيا آهن.

اسرار حقيقت جي واقعن جي باخبر ۽ توحيد جي نور سان منور ضمير تي چٽي طرح روشن آهي ته سڀ ثوابت ۽ سيارا آسماني طبقات جي اندر نوراني چمڪ ڏمڪ ۾ آفتاب جي شرڪت جو دم ڀرن ٿا. ليڪن جڏهن سج ايرندو آهي، ته هو پنهنجي آثار ۽ انوار سان جيڪي شرڪت جو ذريعو آهن، بلڪل لڪي ٿا وڃن. ۽ ڪائنات جا ٻيا اجرام، ذرا ۽ جبل وغيره جن ڪي خاص مرتبي ۾ سج جي برابريءَ جي ڪادعويٰ ناهي. انهن جا احڪام ۽ آثار قوي ٿي ويندا آهن. اهڙيءَ طرح جڏهن حقيقي وجود جو جهان افروز سج جيڪو هميشه ڪمال ارتفاع ۾ آهي جمالي ۽ جلالي صفتن جي آسمان تي ايرندو آهي ته حقيقتن مان جن شين جي الوهيت جي دعويٰ جو شائبو آهي. اُهي امتناع ۽ عدم مطلق ۾ لڪي ونديون آهن ۽ جيڪي شيون اهل شهود جي نظر ۾ انهيءَ مرتبي جون نه هونديون آهن. اهي انهيءَ ئي خورشيد وجود جي چمڪ ڏمڪ ۽ ان جي ڪون و مڪان ۾ جاري و ساري هجڻ جي ڪري تعين ۽ تشخيص سان امتيازي ۽ عددي شڪل سان پنهنجي حال تي بدستور قائم رهنديون آهن. پوءِ شين جي فراوانيءَ سان مطلق هستيءَ جي وحدت ۾ منافات لازم نه ايندي آهي. جيئن بسائط محسوسه ۽ مرڪبات عنصريءَ جي ظهور سان آفتاب جي يڪتائيءَ ۾ ان جو طلوع ٿيڻ تي ڪو نقصان نه ايندو آهي ڇو ته طلوع ٿيڻ وارن ۾ اهڙو ڪو موجود نه آهي جيڪو خورشيد جي وحدت ڪي ٽوڙي ان جي چمڪ ڏمڪ ۾ شرڪت پيدا ڪري. حاصل ڪلام هي آهي ته انهيءَ جي باوجود جو موجودات جي بي انتها ڪثرت ۽ مخلوقات ۾ نه ڪٿڻ وارا قسم ملن ٿا مگر ڪنهن جي خصوصيات ۾ شرڪت- مساوات- مماثلت ۽ مشاڪلت جو دم ڀري سگهي جنهن سان وحدت جي ڪمال ۾ ڪو نقصان پيدا ٿئي. جڏهن انهيءَ تمثيل جي بيان ڪرڻ سان هر هڪ عقل واري سمجهي ورتو ته اهڙو موجود امڪان جي عالم ۾ نمايان بساط تي ظاهر ناهي لهذا انهيءَ معنيٰ ۾ وجود ڪي يقيناً واحد تسليم ڪرڻ گهرجي. **وَالّا لايَعلَمُ تَوحِيدَهُ الحَقِيقِي اِلّا هُوَ وَالرّاسِخُونَ فِي المَعرِفَةِ يَقُولُونَ امنّا بِوَحدَتِهِ سُبحَانَهُ** (ورنه ان جي حقيقي توحيد سواءِ انجي ڪوبه نٿو ڄاڻي ۽ جيڪي ماڻهو معرفت ۾ راسخ آهن اُهي چون ٿا ته اسان ته خداءِ سبحانهُ جي وحدت تي ايمان آندو آهي.)

## خلفاء شيخ نظام الاولياءقدس سرهم جي ياد ۾-

### مولانا علاءالدين نيسلي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ پنهنجي وقت جي زبردست عالمن مان هئا،ان جي باوجود پير بزرگوار جي اجازت هئي. بلڪ تاڪيد هو. مگر پاڻ ڪسرنفسيءَ جي ڪري پاڻ کي شيخيءَ جي مسند ۽ مريد ڪرڻ کي دور رکندا هئا. آخر ۾ تہ ايتري قدر جو ڪتابن جو ڏسڻ بلڪ ڪاغذ کي هٿ لڳائڻ بہ ڇڏي ڏنوهئائون. صرف فوائدالفواد جي مطالعي ۾ مشغول رهندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ معنيٰ ۽ معاملو جيڪو سڀ جاءِ تي آهي. هن جاءِ تي بہ آهي ۽ جيڪي هن جاءِ تي آهي اُهو ڪنهن ورق ۽ ڪنهن سٽ ۾ ڪونهي.

رحلت ڪان پوءِ پير جي روضي ۾ قبر بنائي وئي.

### خواجہ ابوبڪر رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سلطان نظام الاولياءجا دوست، همدم همنشين هئا. هي عهد ڪيو هئائون تہ جڏهن سندن ذات شريف ۾ ابوبڪر رحہ جي اعتقاد سان ڪامل انسان جا آثار ظاهر ٿيندا تہ ابوبڪر رحہ بيعت ٿي ويندو. آخرڪار جڏهن سلطان الاولياءَ حضرت گنجشڪر رحہ جن جي خذمت مان رخصت ٿي دهليءَ واپس آيا ۽ بزرگيءَ جا آثار عام ۽ خاص ماڻهن سندن پيشانيءَ ۾ پنهجي نظر سان ڏٺا تہ ان وقت خواجہ پنهنجو واعدو وفا ڪيو. مات في دهلي و دفن في حظيرة شيخہ.

### مولانا وجيہ الدين پائلي رحمة الله عليه جي ياد ۾

جيئن تہ فقہ دانيءَ ۾ دخل گهڻو هئن ان ڪري ماڻهو ڪين ابوحنيفہ ثاني چوندا رهيا. پنهنجي وطن ڪان پاڻ اجوڌن وجي حضرت گنجشڪر رحہ جي روضي جي زيارت ڪيائون. ۽ انهيءَ زيارت جي طفيل ۾ حضرت خضر عليہ السلام جو ديدار فيض آثار بہ حاصل ٿيو جنهن سان چشم بصيرت جي روشني وڌي وئي. ۽ حضرت خضر جي فرمان مطابق پاڻ دهليءَ ۾ اچي شيخ الاسلام نظام الاولياءَ جا مريد ٿيا. جيئن تہ پاڻ دنياوي ڪاروبار ۾ ڪمال بي نياز ۽

بي پرواھ هئا ان ڪري ماڻهو کين ديوانو چوندا هئا. هي بلڪل سچ آهي تہ **لاَيڪمل ايمان المؤحتيٰ يقال انہُ مجنون** (انسان جو ايمان ان وقت تائين ڪامل نہ ٿيندو آهي جيسين اهو نہ چيو وڃي تہ هي مجنون آهي) جڏهن پاڻ زندگيءَ جو سامان ٻڌي عالمِ علويءَ ڏي هليا ويا تہ سندن قبر حوض شمسيءَ جي هڪ طرف ٺاهي وئي.

## مولانا جمال الملة والدين دهلوي رحمة الله عليه جي ياد ۾

ڪين ڪمال درجي جو استغراق رهندو هو ۽ پاڻ گويا پنهنجو پاڻ کي بلڪل هلاڪ ڪري ڇڏيائون. سلطان نظام الاوليا رحہ اڪثر سندن باري ۾ چوندا هئا تہ اسان جي جمال کي ڪو وقت اهڙو پيش ايندو آهي جو حق کان سواءِ ڪاشي نہ هن جي ظاهري ۽ باطني نظر ۾ ايندي آهي ۽ نہ دل جي ڪنهن ڪنڊ ۾ رهندي آهي.

## مولانا جلال الدين اوڌي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن فقر- سندن همت ۽ سندن گزشتگي- سندن وارستگي حد کان وڌيڪ وڌيل هئي. پاڻ سيني گرفتارين کان آزاد ٿي پنهنجو پاڻ کي پير بزرگوار جي خدمت لاءِ قيدي بنائي ڇڏيو هو.

## شيخ مبارڪ گوپاموي رحمة الله عليه جي ياد ۾

شروعاتي زماني ۾ پاڻ سلطان علاؤالدين جا مير عدل هئا. مير خورد جامع سيرالاوليا- ڪرماني بيان تا ڪن تہ ڪين مون سان ۽ مون کي ساڻن خاص خصوصيت هئي. گهڻو ڪري سندن زبان مان هي ڳالهيون نڪرنديون هيون تہ مبارڪ تنهنجي والد بزرگوار جو مسلمان هليو ويو آهي. اهڙي طرح مان درويشن جي احوال جو منڪر هئس. هڪ ڏينهن سندن والد بزرگوار مونکي سلطان نظام الاولياءجي خدمت ۾ وٺي ويا ۽ انڪار جي چنبي مان آزادي ڏياري منهنجو اعتقاد ۽ اخلاص درست ڪرايو. ۽ سندن باعظمت خدمت سان دنياوي سامان جي ترڪ ڪرڻ جو استعداد منهنجي قلب ۾ پيدا ٿيو.

## خواجہ مويد الدين ڪرئي رحمۃ اللہ جي ياد ۾

پاڻ سلطنت جي تخت تي وهڻ کان اڳ سلطان علاؤالدين جا همراز ۽ هم نشين هئا. جڏهن ازلي عنايت سان شيخ جي خدمت ۾ پهچڻ نصيب ٿين تہ درويشي اوصاف جو زيور پائي سهڻا ٿي پيا ۽ دولت حاصل ڪرڻ جي رستي ۾ پيڻ ڊڪڻ کان فارغ ٿيا. جڏهن سلطان سلطنت جي تخت تي ويٺا تہ ڪين ياد ڪيائون. هڪ مقرب سلطان الاولياء جي خدمت ۾ موڪليائون تہ خواجہ مويد کي اجازت ڏيو. سلطنت جي ڪم ۾ مشغول آهيان. فرمايائون تہ مويد کي هڪ ٻيو ڪم درپيش اچي ويو آهي. بادشاهہ جو موڪليل ماڻهو انهيءَ جواب سان ناخوش ٿيو ۽ جراٴت سان عرض ڪيائين تہ مخدوم ڇا توهان سيني کي پاڻ جهڙو بنائڻ ٿا چاهيو. جواب ڏنائون تہ پاڻ جهڙو بنائڻ تہ بلڪل آسان آهي- نہ- پاڻ کان بهتر بنائڻ ٿو گهران. جيڪڏهن هي مون سان سازگاري رکي تہ جرثقيل جا سپ سلطاني عمل ڪين فقيريءَ جي جهوپڙيءَ کان دنياداري ۽ حڪومت جي عشرت گاہ ڏي ڇڪي نہ ٿا سگهن.

## خواجہ ڪريم الدين سمرقندي رحمۃ اللہ جي ياد ۾

پاڻ پنهنجي ملڪ ۾ بادشاهن جا وزير رهي چڪا آهن. جڏهن ازلي سعادت زنجير لوڏي تہ پاڻ سيني شين کي ڇڏي ڏنائون ۽ پنهنجي ملڪ کان هندوستان اچي شيخ گنجشڪر رحہ جي خدمت کي ٻنهين جهانن جي ڪمن تي ترجيح ڏئي اختيار ڪيائون. ۽ نسبت صهارت (سهرو ۽ نانئي ٿيڻ) ڪين نصيب ٿيو. اتان جڏهن دهليءَ آيا تہ خلافت جي خلعت سلطان نظام الاولياءکان مليـن. امير خسرو ۽ خواجہ حسن هميشہ سندن فيض پهچائيندڙ صحبت کان خوش ٿيندا هئا ۽ مولانا ضياءُ الدين برني بہ پنهنجي تاليف کي اصلاح جي غرض سان سندن روبرو پيش ڪندا هئا. سلطان نظام الاولياء جي رحلت کان پوءِ سلطان محمد تغلق ڪين دهليءَ جو شيخ الاسلام ڪري ڇڏيو ۽ انوارالملڪ جو خطاب عطا فرمايو هو. سندن بہ فرزند ارجمند هئا شيخ احمد ۽ خواجہ نظام الدين- هر هڪ پنهنجي حسب ۽ نسب سان صحيح پنهنجي وقت جا امام هئا.

# خواجہ شيخ علي شاه ابن شيخ محمود جاندار ؒ جي ياد ۾

پاڻ سلطان نظام الاولياءِجي پراڻن مريدن مان آهن. هميشہ حلقي وانگر درگاه جا ملازم رهندا هئا. نظاميہ ارشادات ۽ سيني پنهنجي مسموعات کي هڪ رسالي جي اندر فراهم ڪري دُر نظامي نالو رکيائونس. تصوف جا گهڻا حقائق ۽ اسرار انهن ورقن ۾ تحرير آهن. انهيءَ ئي رسالي ۾ لکيل آهي تہ سلطان ابو سعيد ابو الخير- خيرات ڪرڻ ۾ حد کان وڌيڪ مبالغو ۽ ڪوشش ڪندا هئا. هڪ صاحب گفتگوءَ جي دوران چيو لا خير في الاسراف- پاڻ فوراً جواب ڏنائون تہ الاسراف في الخير- ٻڌڻ وارو حيران ٿي ويو. انهيءَ ئي دُر نظاميءَ ۾ لکيل آهي تہ صوفين جي نزديڪ بدترين گفتار اها آهي تہ سالڪ اهڙي مقام ۽ اهڙي حال جي خبر ڏئي جيڪا هن کي حاصل نہ آهي.

وڌيڪ انهيءَ رسالي ۾ لکيل آهي تہ هڪ مريد بيعت ٿيڻ وقت پنهنجي پير کان نصيحت جي لاءِ عرض ڪيو. فرمايائون تہ خدائيءَ جي دعويٰ ۽ پيغمبريءَ جي دعويٰ کان توکي بچڻ گهرجي. مريد کي حيرت ٿي- گهبرايو- هي ڪهڙي نصيحت آهي ڪيئن صحيح ٿي سگهي ٿي ۽ ان ۾ ڪهڙو راز آهي. عرض ڪيائين تہ کولي ارشاد فرمايو. فرمايائون تہ خدائيءَ جي دعويٰ تہ اها آهي تہ تون سياڻي ڪمن جو ٿيڻ پنهنجي مرضيءَ موافق چاهين. ۽ پيغمبريءَ جي دعويٰ اها آهي تہ تون چاهين تہ سيني گروهن جا ماڻهو تنهنجا چاهڻ وارا ۽ دوست هجن ۽ جيڪي ائين نہ هجن. اُهي تنهنجا گرويده نہ هجن

## مولانا فصيح الدين ؒ جي ياد ۾

پاڻ اصول فقہ جي علم ۾ عضد الملتہ قاضي عضد جو رتبو رکندا هئا. پاڻ مولانا محي الدين قاضيءَ ڪاشانيءَ سان گڏجي سلطان نظام الاولياءِ جي خذمت ۾ حاضر ٿي بيعت جي لاءِ التماس ڪيو. سلطان نظام الدين مولانا محي الدين کي تہ مريديءَ جو ڪلاه پارايو. مگر مولانا فصيح الدين جو مريد

ڪرڻ- استخاره ۽ پير گنجشڪر رحہ جي اجازت تي موقوف رکيائون. انهيءَ ڪري ڪين حد ڪان وڌيڪ نا اميدي تي ۽ نهايت حزين ۽ ملول رهڻ لڳا. جڏهن پيهر قدم بوسيءَ لاءِ حاضر ٿيا تہ فرمايائون تہ تنهنجي نسبت بہ پيرانِ چشت جي باطن ڪان قبول بيعت جي اجازت آهي. اڄ مايوسيءَ کي ختم ڪر ۽ بيعت جو هٿ آستين ڪان ڪڍي درويش جي هٿ جي هيٺان رک تان تہ **يَدُ اللهِ فَوْقَ اَيْدِيهِمْ** (الله جل شانہٗ جو هٿ انهن جي هٿن جي مٿان آهي) جو مضمون صادق ٿئي. پوءِ پاڻ ڪمال خوشي ۽ خوشحاليءَ سان بيعت جا مدارج طئي ڪيائون. ۽ سلطان نظام الاوليا ڪان چند سال اڳ ملڪ تقدس ڏي روانہ ٿيا. خوابگاه دهلي-

قاضي ڪاشانيءَ کي سلطان نظام الاوليا گهڻو دوست رکندا هئا. جنهن مجلس ۾ قاضي جي هوندا هئا معرفت ۽ مشائخ طريقت جون گهڻيون ڳالهيون سلطان نظام الاوليا جي زبان مبارڪ مان بيان ٿينديون هيون. سندن حالات تفصيل سان اڳين تذڪرن ۾ لکيل آهن. خدا ڪري شوقين حضرات ان جو مطالعو ڪن.

## مولانا فخرالدين المروزي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سلوڪ جي شروعات ڪان ئي انجام حالت تائين وقتاً فوقتاً درجہ پرهيزگاريءَ ۾ ترقي فرمائيندا رهيا. رجال الغيب مصاحب هئا. جيڪا سندن خواهش هوندي هئي. مهيا ڪري ڏيندا هئا. ليڪن پاڻ ان کي تصرف ۾ نہ آڻيندا هئا. پير بزرگوار جي روضي ۾ سندن قبر آهي.

## شيخ برهان الدين غريب رحمة الله عليه جي ياد ۾

صدري ۽ درسي ڪمالات- عشق ۽ شوق جي مقامات ۽ وجد جا حالات هي سڀ سندن ذات ۾ جمع هئا. خلافت جي خلعت زيب بدن ڪرڻ ڪان پوءِ قلعو ديوگير دڪن ۾ رهڻ جي اجازت ملي هئن جيڪا اڄ دولت آباد جي نالي سان آهي. هڪ عرصي تائين پاڻ ان سرزمين تي رهي معرفت ۽ خدا شناسيءَ جي ذريعي دلين کي سرسبز ۽ شاداب ڪيائون. جڏهن سندن عنصري باغ جي بهار ۾ رحلت جي خزان

تبديلي پيدا ڪئي، تہ قلعي کان ٻہ ميل پري هڪ پُر فيض بيابان آهي. انهيءَ بيابان کي پنهنجي روضي پاڪ لاءِ پسند فرمايائون. واقعي عجب راحت افزا ۽ روح بخش جاءِ آهي. راقم هجري سن هڪ هزار هڪ ۾ انهيءَ مقام جي زيارت ڪئي هئي. دل ۾ صفائي حاصل ٿي. سندن عرس جي ڏينهن هر هڪ ملڪ کان ماڻهو اتي اچي جمع ٿيندا آهن. ۽ شهر جا باشندا مجاور چند ڏينهن اڳ کان اُتي پنهنجي لاءِ گهر ٺاهيندا آهن. اهڙيءَ طرح مسافر ۽ مجاور انهيءَ بانظام مقام تان غيبي فيض حاصل ڪري خوش ٿيندا آهن. خان ديس جو تخت گاه جنهن جو برهان پورنالو آهي. سندن ئي نالي تي رکيل آهي. چون ٿا تہ شيخ برهان الدين پنهنجي پير کان اجازت وٺي ديوگير وجي رهيا هئا تہ هڪ ڏينهن رات انهيءَ مقام تي لٿا جتي هاڻي برهانپور آباد آهي. انهيءَ زماني ۾ واليانِ خانديس جي ڏاڏنگ مان هڪ شخص ان ڳوٺ ۾ هو انهيءَ حد کان وڌيڪ خدمت گذاري ۽ درويش پرستيءَ ۾ ڪوتاهي نہ ڪئي. جڏهن صبح جو روانہ ٿيڻ وقت حاضر ٿي فاتحہ جي درخواست ڪيائين. تہ فرمايائون تہ ازلي حڪم موجب هن جاءِ تي هڪ شهر آباد ٿيندو ۽ تنهنجو اولاد انجو حڪمران هوندو. مناسب اهو آهي تہ انهيءَ نوآباد شهر جو نالو هن درويش جي نالي رکيو وڃي انهيءَ بشارت جي بنياد تي برهانپور نالو رکيو ويو. ڪجهہ وظيفو روضي جي لاءِ مقرر ڪيائون جيڪو اڄ سنہ هڪ هزار ويهہ آهي ليڪن مٿيان وظيفا بدستور جاري آهن.

## شيخ ڪمال الدين يعقوب نهروالہ رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

ڪين عالي مقامات ۽ نقلي ولُدني ڪمالات حاصل هئا. پير جي حڪم سان ذي استعداد گجرات وارن جي رهنمائيءَ واسطي مامور ٿيا هئا. گهڻا ئي ماڻهو سندن تلقين سان صراط المستقيم تي هلي پنهنجي مقصد کي پهچي ويا. حصار نهروالا جي ٻاهران سهسلنگ تلاءَ جي ڪناري سندن خوابگاه آهي.

## مولانا شهاب الدين رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ سلطان الاولياءِ جا امام هئا. رباني ڪلام معنيٰ ۽ مطلب سان ياد هئن ۽ اهڙيءَ تہ عمدي طرز سان تلاوت فرمائيندا هئا جو ٻڌڻ وارن کي چڻ بزم

ڪليم الاهيءَ ۾ حاضر ٿيڻ جو مزو اچي ويندو هو. امير خسرو کي ساڻن گهڻي وابستگي ۽ عقيدت هئي. پاڻ پنهنجي خمسه ۾ سندن گهڻي تعريف لکي آهي. سندن قبر دهليءَ ۾ آهي.

## امير خسرو رحمۃ اللہ جي ياد ۾

سندن لقب يمين الدين- ڪنيت ابوالحسن ۽ پير جي طرف ڪان خطاب ترڪ الله آهي. سندن والد بزرگوار جو نالو سيف الدين هو. سخن سنج- سخن پرور ۽ سخن آفرين نامورن ۾ پاڻ سرفهرست هئا. سندن ڪمالات ۽ حالات جي شرح ڪهڙي ڪئي وڃي. پاڻ ڇڻ تہ ستائش جي آسمان جا قطب آهن. يعني جيڪا مدح (چاهي اُها ڪنهن بہ قسم جي هجي) نفس جي ناطقہ عبارت جي حوالي ڪندو آهي. ۽ پاڻ ازروءِ مشاطگي انهيءَ مفهوم کي بدائع ۽ معاني جي انواع ۽ اقسام جي زيور سان آراستہ ڪري نو عروسيءَ جي لباس ۾ ڏيکارين تا. تہ اُها آراستگي انهيءَ مفهوم جي بلڪل برابر ۽ ان جي اردگرد چڪر ڪاٽيندي نظر ايندي آهي. لهذا بهتر اهو آهي تہ هن سلسلي کي حقيقت شناس دانشمندن جي حوالي ڪري سندن نمايان واقعات مان ڪجهہ منتخب ڳالهيون قلم جي حوالي ڪجن.

جڏهن پتيالي نالي ڳوٺ ۾ جيڪو گنگا درياه جي ڪناري آباد آهي. سندن مبارڪ صورت جو نقشو خدائي علم جي تصوير خاني مان تقدير جي مصور ڪٽي عين امڪانيءَ جي ورق تي آڻي ڇمايو تہ سندن والد بزرگوار، دائيءَ جي ڏٺڻ ۽ پاڪ و صاف ڪرڻ ڪان پوءِ کين ڪپڙن ۾ ويڙهي هڪ مجذوب جي نزديڪ کڻي ويو جيڪو پاڙي ۾ رهندو هو. مجذوب فرمايو تہ هي ڇوڪرو اهڙو تہ فصيح البيان ٿيندو جو استاد خاقانيءَ ڪان بہ ٻہ قدم اڳتي ئي رهندو. چون ٿا تہ ٻن قدمن مان مطلب مثنوي ۽ غزل آهي. ڪانئن عمر ۾ ۽ سيني ڳالهين ۾ وڏا سندن ٻہ ڀائر ٻيا بہ هئا. هڪ جو نالو اعزالدين شاه ۽ ٻئي جو نالو حسام الدين احمد هو. جڏهن سندن عمر اٺن سالن جي ٿي ۽ فارسيءَ ۾ ڪجهہ شُدبد ٿي تہ سندن والد بزرگوار پنهنجي ٽنهين پٽن کي سلطان نظام الاولياء جي غلاميءَ ۾ وٺي ويو ۽ بيعت ڪرائي ڇڏيائين. هڪ سال ڪان پوءِ سيف الدين

شهيد ٿي ويو. هاڻي سندن پرورش جي نوبت عمادالملڪ سندن ناني کي پهتي جيڪو وقت جي بادشاهه جو مير عرض هو. انهن سندن اصلاح ۾ گهڻي ڪوشش فرمائي انهيءَ مربيءَ جي تعريف لکي شڪرگذاريءَ جو حق ادا ڪيو اٿن.

چون ٿا تہ جڏهن پاڻ نظم ڪلام شروع ڪيائون تہ پاڻ ڪلام ناصحانہ طريقي تي لکندا هئا. مگر پير بزرگوار جي حڪم سان غزل گوئيءَ ۾ عاشقانہ وضع اختيار ڪري آخرڪار مضامين نياز جي طرف رجوع ڪيو ۽ غزل جو پايو اهڙي تہ وڏي مقام تي پهچايو جو ڪنهن غزل گو اهل سخن جو نغمو اوستائين نہ پهچي سگهيو.

جوانيءَ جي آغاز ۾ بظاهر واليان ملڪ ۽ دنيا جي دولتمندن جي ملازمت جي طرف ميلان هئن. ليڪن باطن ۾ هميشہ درويشن جي خدمت ۽ صحبت رهندي هئي. خاص ڪري پنهنجي پير دستگير سان حسن عقيدت ۾ ڪمال رسوخ هئن. ان جي متعلق ٿورڙو نموني خاطر لکجي ٿو. جڏهن سلطان علاءالدين جي دل صاف ٿي تہ بادشاهہ جي دل ۾ حضرت سلطان نظام الاولياءِ جي باڪرامت خدمت ۾ حاضر ٿيڻ جي خواهش پيدا ٿي ۽ اها آرزو پوري ڪرڻ لاءِ گهڻو التماس چاپلوسي ۽ مبالغي جي صورت اختيار ڪئي، پر سلطان نظام الاولياء جي حضور مان قبوليت جي بُو بہ نہ پئي آئي. بلڪ ممانعت ۽ گريز جا آثار پيدا ٿيندا هئا. انهيءَ ڪري بادشاهه پنهنجي دل ۾ پڪو ارادو ڪيو تہ ڪنهن ڏينهن لڪ چپ ۾ حضور جي خدمت ۾ گهڙي پوندس هي راز هڪ ڏينهن بادشاهه امير خسرو رحہ کي چئي پنهنجو رازدار بنايو ۽ امير خسرو انهيءَ مشوري جي ڪيفيت پنهنجي پير جي خدمت ۾ عرض ڪئي. سلطان نظام الاولياءِ هيءَ ٻڌندي ئي حضرت گنجشڪر رحہ جن جي زيارت جي ارادي سان اجوڌن جي طرف هليا ويا. بادشاهہ امير خسرو سان ناراض ٿيو ۽ روبرو گفت و شنيد ۾ سخت غصي جو اظهار ڪيائين. امير عرض ڪيو تہ سلطاني رنجش سان مونکي صرف جان جو خطرو آهي ۽ پير جي ناخوشيءَ ۾ جان جي آفت ۽ ايمان جي ڪسجڻ جو انديشو آهي. ان وقت بادشاهہ امير خسرو جي حسن عقيدت ۽ دوراند يشيءَ تي آگاه ٿي امير خسرو کي خاص عنايت سان سرفراز ڪيائين ۽ انصاف ڪندي خوش ٿيو. رحم الله من انصف (جنهن انصاف ڪيو الله تعاليٰ ان تي رحم ڪري).

چون ٿا تہ جيڪي بہ نقد يا جنس بدلي يا انعام ۾ ملندو هئن ان کي سندن

همٿ جو هٿ متاهين هٿ کان وٺي هيٺائين هٿن ۾ ڇاٽيءَ وانگر پهچائي ڇڏيندو هو. يعني جيڪي اصحاب فقر جي ڪندن ۾ ويٺا هوندا هئا انهن جون خواهشون ۽ حاجتون پوريون ڪرڻ ۾ صرف ڪندا هئا. هڪ ڏينهن پير دولتمندن جي مصاحب ڇڏڻ واسطي سندن نالي نصيحت نامون موڪليو. هن خط ڪي پڙهڻ سان معلوم ٿين ته درجي ۾ ترقي ٿي آهي ۽ پوءِ ظاهر ڪي باطن سا هم رنگ بنائي پنهنجي طرفان درويشيءَ جي ڪوچي ۾ داخل ڪري ڇڏيائون.

چون ٿا ته جن ڏينهن ۾ سلطان نظام الاولياءِ رحه جن فرق جي وحشت انگيز گهر کان جمع جي مانوس ۽ عاليشان محل جي طرف ڪوچ ڪيو. انهن ڏينهن ۾ امير خسرو بنگال جي طرف سفر تي ويل هئا. جڏهن دهليءَ ۾ واپس آيا ته شيخ ڪي زنده نه ڏسي. سخت بي تاب ٿيا ۽ بي صبريءَ سان پاڻ ڪي زمين تي ڪيرائي ڇڏيائون. ناله و فرياد ڪيائون ۽ هي ته پهريائين چوندا هئا ته خسرو جي زندگي نظام جي حياتيءَ سان وابسته آهي. هيءَ ڳالهه ياد ڪري هميشه خواهش ڪندا هئا ته هن پيشن گوئيءَ جو وقوع جلد ٿئي. آخرڪار رمضان المبارڪ جي مهيني ۾ هجري سنه ست سؤ پنجويهه هو. **نحن بکم لاحقون** (اسين توسان ملڻ وارا آهيون) جو آواز بلند ٿيو ۽ پنهنجي پير جي قريب سمهي پيا.

## امير حسن علا سنجري رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن والد بزرگوار سجستان جا آهن. جيڪو خواجه معين الاولياءَ جي ولادت جو مقام آهي. علم 'عرفان' 'فضل' 'يقين' فصاحت ۽ بلاغت حسن جي نازڪي ۽ ڪلام جي رنگيني هي سڀ وصفون سندن طبيعت جا لوازم ۽ سندن حصو هئا. شروع ۾ حاڪمن ۽ وقت جي سلطانن ڪي سندن صحبت جي آرزو هئي. ۽ پاڻ به اهل عشرت سان محبت وارو ميل جول رکندا هئا. عمر جو وڏو حصو اهڙيءَ طرح گذري ويو. هڪ ڏينهن سلطان نظام الاولياءِ جو گذر انهيءَ گهر ۾ ٿيو جتي پاڻ چند ظريفن سان مصروف هئا. جڏهن شيخ جي باڪمال جمال تي سندن نظر پئي ته هي ڪجهه شعر پڙهيائون.

سالهائي شد ڪه ماهم صحبتيم- اين ڪه صحبت را اثر باشد ڪجاست

زهـد تـان فسق ازدل ماکم نہ کرد- فسق مامحکـم تـراز زهد شماست
سلطان نظام العرفا فرمايو تہ صحبت ان وقت تاثير رکي ٿي جڏهن حسن نيت بہ هجي. جيئنَ تہ عملن جي اصلاح جو وقت اچي ويو هو توبہ جي توفيق نصيب ٿي ۽ هميشہ شيخ جي خدمت ۾ رهڻ پاڻ تي فرض ڪري ڇڏيائون. جيڪي ڪجهہ پيربزرگوار زبان کان وقتاً فوقتاً ٻڌائون. اڪثر فائدن کي بغير تبديلي ۽ تغير جي لکندا ويا. ۽ چند ڏينهن ۾ هڪ ڪتاب تيار ٿي ويو جنهن ۾ مختلف قسمن جا حقائق- سلوڪ جون ڳالهيون- نصيحتون ۽ مسئلا درج هئا. "فوائد الفواد" نالو رکيو ويو جيئن تہ هن ڪتاب ۾ اڪثر عبارت شيخ جي ئي زبان مان نڪتل آهي لهذا هن کي ملفوظات شيخ نظام بہ چوندا آهن. عجب مقبول مجموعو آهي. امير خسرو رحہ آرزو ۽ حسرت سان هميشہ چوندا هئا تہ ڪاش! خسرو جا سڀ تصنيف ۽ تاليف ڪيل ڪتاب برادر حسن جا هجن ها ۽ اڪيلو هن نسخي جي شهرت منهنجي نالي هجي ها تہ پوءِ بس دنيا ۽ آخرت جي بهبود جو سرمايو اهوئي ڪافي هو.

روايت آهي تہ جنهن ڏينهن شيخ برهان الدين غريب کي پير جي طرفان خلافت جي خلعت عطا ٿي ۽ ديوگير ۾ رهڻ جي اجازت ڏئي رخصت ڪيو ويو تہ شيخ برهان الدين قدم بوسيءَ وقت حسرت سان آهہ ڪنئي ۽ عرض ڪيائين تہ حضور جي خدمت کان پري رهڻ جو درد اهڙو آهي جنهن جو علاج ممڪن نہ آهي. فرمايائون تہ هن مجلس ۾ امير خسرو کان سواءِ جيڪي بہ حاضر آهن اُهي تنهنجا رفيق راه ٿي ٿا سگهن. ۽ سلوڪ جي آداب جي رعايت جهڙي طرح هن درويش سان رکن ٿا. ساڳي طرح توسان بہ رکي ٿا سگهن جيئن تہ ان وقت حضور ۾ حاضر امير حسن هو انهيءَ ڪري ديوگير ڏي برهان الاوليا جي رفاقت ۾ پاڻ بہ روانہ ٿيا. جڏهن عمر جا ڏينهن پورا ٿيا تہ انهيءَ ئي جاءِ تي روضہ برهانيہ ۾ ٻن ٽن هٿن جي فاصلي تي سندن قبر ٺاهي وئي.

"فوائد الفوائد" ۾ لکيل آهي تہ هڪ ڏينهن سلطان نظام الاولياء جن فرمايو تہ توبهہ ڪندڙ متقيءَ جي برابر هوندو آهي. متقي اُهو آهي جنهن پنهنجي سڄي عمر ۾ گناه ۽ غير شرعي ڳالهہ نہ ڪئي هجي. ۽ توبهہ ڪندڙ اهو آهي جنهن کان گناهہ تہ ٿيا آهن مگر انهن کان بازگشت ڪئي هجي. پوءِ هن حديث جي موجب **اَلتَّـائِـبُ مِـنَ الذَّنْب كَـمَـنْ لَاذَنْب لَـهٗ** (گناه کان توبہ

ڪندڙ شخص انهيءَ شخص جي مثل آهي جنهن جو ڪو گناه نہ آهي) ٻئي برابر ٿي ٿا وڃن شيخ مبارڪ خير جونپوريءَ جي مڪتوبات ۾ لکيل آهي تہ اي عزيز- متقي اهو آهي جيڪو شر جي ٿيڻ ۾ پنهنجي نفس جي محافظت ڪري يعني خداوند اڪبر جي سامهون پنهنجي نفس کي مثل ڍال جي ڪري تہ جيئن جيڪو مذمت جو تير نقصان جي ڪمال مان ڇُٽي نفس تي پهچي ۽ جيڪي ڪم خير ۽ ڪمال ۾ داخل آهن، انهن جي نسبت حق سبحانہُ جي طرف ڪري. پنهنجي طرف نہ ڪري. **يٰاَيُّهَا النَّاسُ اتَّقُوْا رَبَّكُمْ** (اي انسانو الله کان ڊڄو) **اي كونو او قاية في المذام واجعلوه تعاليٰ وقايتكم في المحامد تكونو ادباۓ عالمين** (بُراين ۾ توهان هن جي ڍال ٿي وڃو ۽ نيڪين ۾ پروردگار کي پنهنجي ڍال بنايو- ائين ٿي ڪندؤ تہ توهان عالم ۾ باادب سمجهيا ويندؤ) اگرچ توحيد جي تقاضا اها آهي تہ انسان خوب ۽ زشت، خير ۽ شر، نفع ۽ ضرر وغيره سيني افعالن کي حق تعاليٰ جي طرف منسوب ڪري پنهنجو قدم وچ ۾ نہ ڦاسائي. ليڪن ادب جي ڳالهہ اها آهي تہ بديءَ جي نسبت پاڻ ڏي ڪجي ۽ نيڪين جي نسبت باري تعاليٰ عزاسمہُ جي طرف ڪري تان تہ انهن اديبن مان شمار ڪيو وڃي جيڪي انبياءَ ۽ مرسلين جي اخلاق سان تهذيب يافتہ آهن ۽ تہ جيئن **اِنَّ اَكْرَمَكُمْ عِنْدَاللّٰهِ اَتْقٰكُمْ** جي شرف سان خصوصيت حاصل ڪري ٻنهين جهانن ۾ سربلند ٿين. راقم جي خيال ۾ غيب کان اها ڳالهہ آئي آهي تہ سيني پرهيزگارن ۾ زياده پرهيزگار اُهو شخص آهي جنهن جي حقيقت بين اک ۽ دل ۾ ڪابہ شيءِ شر ۽ ڪوبہ فعل خراب معلوم نہ ٿئي ۽ جيڪي ڪجهہ ظهور ۾ اچي ان کي محض خير سمجهي ۽ انهيءَ ڪري سيني افعالن ۽ احوالن جي مصدر الهي اسماءَ ۽ صفات کي تصور ڪري.

## شيخ نظام الدين ابوالموئد نبيره شمس العارفين رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ پنهنجي بزرگوار والد ۽ مامي جي خدمت سان ڪتابي علم حاصل ڪيو هئائون. ۽ طريقت جي تعليم پڻ حاصل ڪري ورتائون ۽ شيخ شهاب الدين احمد غزنوي رحہ جن جي خدمت ۾ جيڪي سيد نورالدين مبارڪ جا پير

آهن، پهچي گهڻو ڪجهہ فائدو حاصل ڪيو هئائون. خواجہ قطب الدين اوشي رحہ ۽ سلطان نظام الاولياءَ بدايوني رحہ سندن ديدار کي خدائي جمال جو آئينو سمجهندي، هميشہ سندن صحبت جي خواهش ڪندا هئا چون ٿا تہ هڪ سال تائين دهلي ۽ ان جي آسپاس آسمان زمين تي ۽ زمين وارن جي حال تي رحم ڪائي ڦوڙها نہ وهايا (مينهن نہ وسيو) اناج گهٽجي ويو، ۽ ماڻهن سندن خدمت ۾ اچي گريو ۽ زاري ڪئي ۽ بارش جي درخواست ڪئي. پاڻ قبول فرمائي منبر تي ويهي پنهنجي آستين جي اندران هڪ جامو ڪڍيائون ۽ چيائين تہ اي خداوند هن خلعت جي پاڪدامنيءَ جي طفيل ۾ ۽ انهيءَ محبت ۽ انهيءَ راز جي استحقاق جي عيوض ۾ جيڪا هن خلعت جو مالڪ توسان رکندو هو ازراه بخشش مينهن وساءِ تہ مان جنگل جو رستو اختيار ڪندس ۽ وري آباديءَ ۾ نہ ايندس. انهيءَ وقت هڪ ڪارو ڪڪر آيو ۽ سخت بارش پئي ايتري قدر جو هر طرف نالن ۾ ٻوڏ اچي وئي. دانشور روزگار مولانا وجيهہ الدين يحيٰ قدس سرهٗ جن لکيو آهي تہ اُهو جامو سندن والده بي بي سارا جو پيرهڻ هو.

## شيخ قطب الدين منور ابن شيخ برهان الدين ابن شيخ جمال هانسوي رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ اڪيلائيءَ جا عاشق ۽ گوشي نشينيءَ جي عشق ۾ غرق هئا. ٻنهين جهانن جي ڪمالن جا آثار دنيا وارن جي سامهون پنهنجن اقوالن ۽ افعالن جي ذريعي سان ظاهر ڪندا هئا. روايت آهي تہ سلطان محمد تغلق قاضي ڪمال الدين صدر جهان جي هٿان چندويہ جو فرمان سندن نالي ڪري نيازمندي سان خدمت ۾ موڪليو هو. پاڻ آٽڻ واري کي چيائون تہ مون ٻڌو آهي تہ سلطان نصير الدين جنهن سال اُچ ۽ ملتان ڏي ويو هو تہ ان بہ هن مضمون جو طغرو امير غياث الدين سپہ سالار جي هٿان حضرت گنجشڪر رحہ جي خدمت ۾ اجوڌن موڪليو هو. جڏهن اُهو طغرو سندن نظر مان گذريو تہ پاڻ سپہ سالار کي فرمايائون تہ اسان جي بزرگن بادشاهن کان هن طرح ڪجهہ قبول نہ ڪيو هو ۽ هن درويش کي بہ پنهنجي پيرن کان ٻيو رستو ڪونهي لهذا جيڪڏهن عذر ڪجي تہ گنجائش آهي. ۽ انهيءَ ڳالهہ جا خواهشمند بي شمار آهن. بهتر آهي

تہ ھي انھن کي پھچايو وڃي. ھيءَ حقيقت ٻڌي فرمان آڻڻ وارو لاچار فرمان کي واپس کڻي ويو. مطلب تہ شيخ قطب الدين سڄي عمر متوڪلاڻي ۽ بلند ھمتيءَ سان بسر ڪئي. سندن قبر شھر ھانسيءَ جي ميدان ۾ ھڪ گنبذ جي اندر آھي، جنھن کي ھاڻي اقطاب اربعہ جو مقام چوندا آھن چو تہ شيخ جمال- شيخ برھان الدين- شيخ قطب الدين منور ۽ سندن فرزند شيخ نوراني انھيءَ ۾ ستل آھن. قدس اسرارھم.

## شيخ بدرالدين سمرقندي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ سيف الدين جا خليفہ آھن جيڪو شيخ نجم الدين ڪبريٰ جو وڏو خليفو ھو. الاھي معرفتن جي آسمان جو ڪين بدر بلڪ آفتاب چوڻ ناموزون نہ آھي. بخارا کان ھند ۾ آيا ۽ دھليءَ ۾ سلطان المشائخ نظام الاولياء جي صحبت جي واسطي قيام فرمايائون. ڪتاب دُر نظاميءَ ۾ لکيل آھي تہ ھڪ ڏينھن سلطان نظام الاولياء ۽ بدر الدجيٰ ٻئي امير خورد جي ملاقات جي واسطي ويا ھئا. امير ان وقت ھڪ عظيم مراقبي ۾ ھئا، ۽ ڪمال درجي جو استغراق ھو. بدرالملۃ ھڪ تقريب کي عرض ڪيو تہ مون فلاڻي شھر ۾ فلاڻو بزرگ ڏٺو ۽ اھڙي طرح ھر ھڪ بزرگ کي مقام ۾ جتي جتي ڏٺم ڳڻڻ شروع ڪيائين. جڏھن بدرالملۃ جي گفتگو وڌي وئي تہ سلطان الاولياءَ جن فرمايو تہ ادا ھاڻي سخن ڪوتاھ ڪر- شايد ھن بزرگ جي زبان مان اھڙي ڳالھہ ٻڌڻ ۾ اچي جنھن جي لاءِ ڪَنَ پيدا ڪيا ويا آھن. ان تي بہ بدرالملۃ پنھنجي گفتگوءَ کان باز نہ آيو. امير گوڏن تان متو کڻندي چيو. بدرالدين! جيترن بزرگن کي تو ڏٺو بيان ڪيئي ھي ٻڌاءِ تہ انھن مان توکي بہ ڪنھن ڏٺو. شيخ بدرالدين جي قبر دھليءَ ۾ مشھور ۽ ھميشہ بزرگانِ مقيم ۽ مسافرن جي زيارت گاھ آھي رحمۃ اللہ عليھم اجمين.

## شيخ رڪن الدين فردوسي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ حقائق ۽ معارف جا عالم ھئا. ايزدي جھلڪ ۽ خدائي صفت سندن ظاھر ۽ باطن مان جوش ڪندي ھئي. شيخ عمادالدين طوسي رحہ سندن ئي

مريد ۽ خليفا آهن. دهليءَ ۾ جمنا درياه جي ڪناري شيخ محمود مجذوب بهاري رحه جي مزار آهي جن کي خواجه معين الاولياء چشتي اجميري رحه کان فيض مليو هو. انهيءَ ئي مزار جي برابر ۾ سندن بہ قبر آهي. قدس سرهم.

## شيخ نجيب الدّين فردوسي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ بدرالدين سمرقنديءَ جا مريد آهن. قدس سرهما- ڪمالات ۽ حالات جي گويا پاڻ ڪاڻ هئا. پنهنجي صورت ۽ سيرت سان دوستن کي بهشت ياد ڏياريندا هئا. سندن خوبين جو بيان گهڻو طويل آهي. اڳين تذڪرن ۾ لکيل آهي لهذا بهتر آهي تہ هتي بيهر نہ لکجي. حوض شمسيءَ جي ڪناري سندن قبر مشهور آهي ۽ ان جي زيارت بہ ٿيندي آهي.

## شيخ شرف رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ يحيٰ ابن اسرائيل منيريءَ جا فرزند آهن جيڪو شيخ نجيب فردوسيءَ جو مريد هو. سلوڪ جي شروعات ۾ نفس جي اصلاح لاءِ هڪ جبل جي پاسي ۾ وڃي رهيا هئا. اُتي سندن والده بزرگوار فتوحا نالي هڪ غلام جي هٿان ماني موڪليندي هئي. هڪ ڏينهن پڇائين تہ فتوحا تون جيڪو ڪاڌو رکي ايندو آهين ان مان شرف ڪائيندو بہ آهي؟ هن چيو تہ مونکي معلوم ناهي مان تہ ڪاڌو ان جاءِ تي رکي ايندو آهيان جتي چيو اٿن- خير- انهيءَ ڏينهن ڪجھہ چوهارا کير ۾ پچائي کنڊ وجهي موڪليائين ۽ چيائين تہ منهنجي پٽ کي چئجانءِ تہ تنهنجي ماءُ قسم کڻي چيو آهي تہ جيڪڏهن هن ڪاڌي مان نہ کائيندو تہ مان ناراض ٿيندس. لاچار شيخ شرف لقمو کنيو ۽ نڙيءَ کان اجا لٿو ئي نہ هو تہ بيهوشي طاري ٿي وئي ۽ ڪيلين جو هجوم شروع ٿي ويو ۽ انهيءَ لقمي کي سندس نڙيءَ مان ذرو ذرو ڪري ڪڍي ڇڏيائون تڏهن هوش آين. فتوحا واپس اچي هي سچي حقيقت انهيءَ باعصمت بي بي کي ٻڌائي. انهيءَ هڪ نعرو هنيو ۽ چيائين تہ سچ آهي تہ جيڪو شخص **ابيت عند ربي وهو يطعمني ويسقيني** (مان پنهنجي رب جي نزديڪ رات جو هوندو آهيان ۽ اُهو مونکي ڪاڌو ڪارائيندو آهي ۽ پاڻي پياريندو آهي) جي دسترخوان تان روزي

ڪائيندو اُهو هن دنيا جي خوراڪ سان پنهنجو هٿ چو ملوث ڪندو. ان ڪانپوءِ پاڻ ۽ سندس پاءُ شيخ جلال الدين محمد پنهنجي وطن ڪان جيڪو هند ستان جي حدن تي آهي شيخ نظام الاوليا سان بيعت ٿيڻ جي ارادي سان دهليءَ روانہ ٿيا. هڪ روايت آهي تہ هنن ٻنهين مشتاقن جي پهچڻ کان اڳ سلطان نظام الاولياء رحلت فرمائي ويا هئا. ۽ ٻي روايت هيءَ آهي تہ ملاقات ٿي. ليڪن نظام الاولياء شيخ نجيب الدين فردوسي رحہ جي خذمت ۾ حاضر ٿيڻ جو ارشاد فرمايو. بهرحال جڏهن شيخ نجيب الدين جي خذمت ۾ حاضر ٿيا تہ فرمايائون تہ شرف تون ڏاڍو سنو آهين. گهڻن سالن کان هي درويش تنهنجي امانت توکي ڏيڻ لاءِ تنهنجو منتظر هو. انهيءَ وقت بيعت ٿيا ۽ ٿوري عرصي ۾ خلافت جو خرقو ملين ۽ وندبهار جي باشندن جي رهنمائيءَ واسطي اجازت ملين. چون ٿا تہ سندن پيرن ۾ ڪجهہ لنگراهٽ هئي' ان جو سبب معلوم ڪيو ويو تہ جواب ڏنائون تہ مون ازل ۾ اوليا جي صفن کان اڳتي وڌي انبياءَ جي صفن ۾ قدم رکيو هو. دنيا جي لنگراهٽ ان جي سزا آهي. مطلب تہ سندن همٿ کي وڏو درجو حاصل هو.

هڪ دفعي پاڻ اڪسير جو هڪ دبو پير جي خذمت ۾ پيش ڪيائون. پير پاڻيءَ ۾ وهائي ڇڏيو. پاڻ ڪِليا ۽ چيائون تہ هن خاڪ سان احتياج وارن کي فائدو پهچندو هو ليڪن ان جي حفاظت سان دل تي بار رهندو هو ۽ اهو دوريءَ جو بہ سبب هو. الله عزاسمہُ جو شڪر آهي تہ انهيءَ استغنا جي ڪري آرزوءَ جي قيد کان مونکي ڇوٽڪارو مليو. پير اها ڳالهہ ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ڪجهہ اکر لکي کين ڏنائين. جڏهن پاڻ ان کي مٿي تي رکيائون تہ زمين جي اندر جون سڀ مخفي شيون ظاهر ظهور نظر اچي ويون. وري ان کي ڇمي زمين تي رکيائين ۽ چيائين تہ هي شيون دل جي پريشانيءَ جو سامان آهن. ٻئي شخص کي ڏنيون وڃن جيڪو انهن جو طلبگار هجي هي ٻڌي پير کين مقبول ۽ مؤثر دعائون ڏنيون ۽ سندن همٿ تي آفرين چيائين.

سندن عمده تصنيفون گهڻيون آهن سيني ۾ بهترين معدن المعاني ۽ مڪتوبات آهن. جيڪو ڏسندو ان جي اکين تي ڳوريون نہ لڳنديون. سندن قبر بهار سرحد بنگال ۾ آهي.

# شيخ بدرالدين غزنوي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

هڪ رات خواب ۾ ڏٺائون تہ منهنجي بيعت خواجہ قطب الدين بختيار اوشيءَ قبول فرمائيندي سلسلي کي مضبوط ڪري ڇڏيو اٿن. گهبرائجي خواب مان اٿي وينا. چند ڏينهن کان پوءِ شوق جو اهڙو تہ سيلاب آيو جو صبر هليو ويو لاچار پاڻ خواجہ صاحب جن جي مثالي صورت ڏسڻ واسطي حيران ۽ پريشان مسافري لاءِ نڪري پيا. رستي ۾ ڪيترن بافيض اصحابن سان ملاقات ٿي. جن جي خدمت سان معرفت جي سرمائي ۾ ڪجھ نہ ڪجھ اضافو ئي ٿيو. ليڪن انهيءَ نوراني شڪل جي ڏسڻ جي آرزو اجا وڌيڪ وڌي وئي جنهن کي خواب ۾ ڏٺو هئائون. لاهور جي رستي کان دهليءَ پهتا تہ خواجہ قدس سرہٗ جي خدمت ۾ حاضر ٿيا. جڏهن پاڻ پنهنجو سر مبارڪ پيرن مبارڪن تي رکيائون تہ خواجہ فرمايو **هٰذَا تَاْوِيْلُ رُؤْيَايَ مِنْ قَبْلُ** (هي منهنجي پهرئين خواب جو تعبير آهي) فوراً بيعت جون رسمون پوريون ڪيائون. سلطان نظام الاوليا فرمائيندا هئا تہ اسان جي يارن ۾ بدرالدين سرود ۽ سماع جو گهڻو عاشق هو. ڪراڙپ جي ڪري. پاڻ بغير لٺ جي نہ اُٿي سگهندا هئا. مگر جڏهن راڳ جو آواز ڪن ۾ پوندو هئن تہ مستانا نعرا هڻندا هئا ۽ جوانن وانگر رقص ڪرڻ لڳندا هئا. جيڪڏهن چيو ويندو هو تہ پوڙهو ماڻهو اهڙي ڪمزوريءَ هوندي سماع ۾ ڪهڙي طرح جوانن وانگر رقص ٿو ڪري تہ جواب ڏيندا هئا تہ ضعيفي مانع نہ آهي. عشق ۽ شوق جي طاقت سان ڪري ٿو سگهي.

سندن خدمت ۾ قاضي حميدالدين ناگوري- شيخ فريد گنجشڪر- سيد مبارڪ غزنوي- مولانا مجدالدين جرجاني- شيخ ضياءُالدين دهلوي وغيره گهڻن ئي بزرگانِ وقت جي سمجھ جو هنگامون گرم ٿيندو هو ۽ خدائي عرفان جي انجمن فراهم ٿي ويندي هئي. هر جمع جي ڏينهن مجلس وعظ ٿيندي هئي. حقائق ۽ معارف جي باري ۾ گفتگو ايتري قدر ڪندا هئا جو ڪشف جي عالي مرتبي تائين پهچائي ڇڏيندا هئا. انفس و آفاق (عالم ارواح ۽ عالم اجسام) جو معمو عمدي وضاحت سان حل فرمائيندا هئا. سخن کي شوق ۽ محبت ۾ قبوليت جو رنگ ڏيندا هئا. حضرت گنجشڪر رحہ ۽ بيا بندگانِ خدا سندن ذڪر ڪرڻ وقت ڏاڍو خوش ٿيندا هئا. هڪ روايت آهي تہ حضرت خضر عليہ السلام جو بہ هن مجمعي ۾ گذر ٿيندو هو.

## مولانا ڪمال الدين زاهد رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ پنهنجي وقت جي متقين ۾ سربر آورده هئا. چون ٿا تہ سلطان نظام الاولياء مشارق حديث ڪي سندن سامهون پڙهيو هو. ۽ پاڻ مولانا برهان الدين بلخيءَ کان سند حاصل ڪئي هئائون. جيڪي پاڻ مصنف جا شاگرد هئا ۽ اجازت نامي جو نسخو جيڪو ڪتاب جي آخر ۾ سلطان نظام الاولياء پنهنجي دستخط سان لکيو آهي. سير الاولياء ۾ تحرير ٿيل آهي. چون ٿا تہ سلطان غياث الدين بلبلن سندن خدمت ۾ التماس ڪيو هو، انهيءَ اميد سان تہ منهنجي نماز درست ۽ قبول ٿئي. ڪمال اشتياق سان منهنجي هيءَ آرزو آهي تہ هميشہ توهان امام ٿيندا ڪيو. فرمايائون تہ دنيا جي تمتعات ثلثہ (هن مان مطلب حديث جو مضمون آهي تہ آنحضرت ﷺ جن فرمايو آهي تہ **حُبِّبَ اِلَيَّ مِنْ دُنْيَاكُمْ ثَلٰثَۃٌ اَلطِّيْبُ وَالنِّسَآءُ وَقُرَّةُ عَيْنِيْ فِي الصَّلٰوةِ**) مان فقير ڪي اها هڪ نماز ئي تہ ڏني وئي آهي ان ڪي بہ توهان وٺڻ ٿا چاهيو. جيئن تہ جواب مان ناخوشيءَ جي صورت محسوس ٿي. سلطان عذر ۽ معذرت ڪئي. ۽ پوءِ وري بيهر آرزوءَ جو اظهار نہ ڪيائين.

## شيخ شرف پاڻي پتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

ابوعلي قلندر سندن ڪنيت آهي. ٻئي جهان ۽ ٻنهين جهانن جا ٻئي علم کين حاصل هئا. ڪي چون ٿا تہ پاڻ سلطان الدين اولياءَ جا مريد هئا. هڪ ٻي روايت هيءَ آهي تہ پاڻ شيخ شرف طعمہ جا مريد ۽ شاگرد هئا. جيڪو سندن وقت ۾ وڏن عالمن ۽ اوليائن مان هو. ليڪن صحيح طور معلوم نہ ٿيو تہ واقعي ڪنهن جا مريد هئا. امير خسرو رحہ ۽ خواجہ حسن رحہ سندن خدمت ۾ حاضر ٿي پنهنجا شعر پڙهندا هئا جنهن جي ڪري اُهي مقبول ٿيا آهن. سندن تصنيفن ۾ هڪ ڪتاب حڪمت نامو بہ آهي. ان ۾ پاڻ پنهنجو ٿورو احوال لکيو اٿن. ان جو مضمون هي آهي.

"چاليهن سالن جي عمر ۾ پنهنجي وطن کان هلي دارالمصلحت دهليءَ پهتس ۽ اتي خواجہ قطب الدين اوشي رحہ جي روضي جو طواف ڪيم **من لدن حڪيم عليم** جي مدرسي مان ڪتابي ۽ قلبي علم ٿيو. وقت جي سيني

عالمن خاص ڪري مولانا وجيه الدين پائلي- مولانا صدرالدين- مولانا فخرالدين نافلہ- مولانا ناصرالدين- مولانا معين الدين دولت آبادي- مولانا نجيب الدين سمرقندي- مولانا قطب الدين مڪي ۽ مولانا احمد بخاريءَ جن پوري پوري ڪوشش ڪري مونکي دهليءَ جي درس ۽ فتويٰ لکڻ جو منصب سپرد ڪيو. چنانچ ويهہ سالن تائين دهليءَ ۾ مفت جو مفتي ۽ هر هڪ قسم جي علمن جو مدرس رهيس. جڏهن جذبي جوش ڪيو تہ درس ۽ فتويٰ جو ڪاروبار درهم برهم ڪري اتان هلي پيس. اهڙيءَ طرح جو ڪنهن کي خبر نہ پئي. سفر ۾ شيخ شمس الدين تبريزي ۽ مولانا جلال الدين روميءَ جي خدمت حاصل ٿي. هنن صاحبن پنهنجي دستار ۽ جبو مون کي عنايت فرمايو. جڏهن وري هندستان آيس تہ جذبو اجا وڌيڪ قوي ٿي ويو هو. شيخيءَ جي دوڪان جي جيڪا پونجي هئي سڀ جمنا جي پاڻيءَ ۾ وهائي ڇڏيم ۽ قلندرائي حيثيت سان پنهنجي اصلي وطن پهتس. اشرف موجودات عليہ الصلواة والسلام جن سنت ۽ الله تعاليٰ عزا سمہ فرض مونکي معاف ڪري حڪم فرمايو تہ شرف تون عين اسين آهيون يعني تنهنجي ذات عين اسان جي ذات آهي. مولانا سراج الدين ۽ سيد امير علي وغيرهم وقت جي عالمن اعتراض ڪرڻ شروع ڪيا. مون چيو تہ توهان ڪتابي علمن ۾ گرفتار آهيو. خاموش رهو. توهان جي استادن کي بہ ڳالهائڻ ۽ سرزش فرمائڻ جو منصب نہ آهي. اسي 80 ورهہ خرقہ پوش رهيس ۽ بي شمار مريد ڪيم. سلطان جلال الدين خلجي- سلطان علاؤالدين خلجي پنهنجي پٽن ۽ سپاه سميت ۽ ٻيا هندوستان جا سلطان منهنجا مريد هئا. ڪنهن کان ڪجهہ بہ مون نہ ورتو. ۽ **اِنْ مِنْ شَيْءٍ اِلَّا عِنْدَنَا خَزَآئِنُهٗ** (جيتريون شيون آهن انهن جا اسان وٽ خزانا پريا پيا آهن) جي خزاني مان هر روز هزارن محتاجن کي ادنيٰ بخشش سان تونگر ڪري ڇڏيندو هئس. ۽ منهنجي مريدن مان ڪن باهہ جي وچ ۾ ۽ ڪن پاڻيءَ تي مصلا وڇائي نماز پڙهي آهي. هڪ مدت تائين هوا ۾ مڪان ۽ زمان طئي ڪرڻ يعني اڏامڻ جي مونکي طاقت هئي. هڪ ڏينهن هڪ سنو ڳائيندڙ جوان مون وٽ آيو ۽ انهيءَ هڪ غزل ڳايو ان کي ٻڌڻ سان شورش ۽ مستي پيدا ٿي جيڪو ڪجهہ طمطراق مون وٽ هو سڀ مون ڇڏي ڏنو ۽ انهيءَ قوال جي مدعا کي هڪ دعا ڏئي پورو ڪيم.

جيڪو شخص درويشن جي اسرار تي درست اعتقاد رکي ٿو. اهو ٻنهين جهانن ۾ پنهنجون مرادون حاصل ٿو ڪري. مصرع:

اعتقاد تو بهار- گلستان سعي تست

## شيخ نظام الدين شيرازي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ حرمين شريفين، بطحا ۽ يثرت زادهما الله شرفاً جي طواف سان ٻنهين جهانن جي سعادت حاصل ڪئي هئي ۽ سندن دل ۾ سماع ۽ سرور جي فريفتگي ۽ شيفتگي بي انتها هئي خدا بينيءَ جو تہ فروغ حاصل هو ئي- شريعت و طريقت جي اصولن تي بہ اندروني علائق ۽ بيروني آلايش جي شست و شو ڪمال جي هئي. جسم جي باطني ڪنن ۾ ۽ دل ۾ حق ڳالهيون ٻڌڻ جو استعداد گهڻو موجود هو. سلطان نظام الاولياء جي خدمت ۾ دوستي رکندا هئا. ان ڪري رازداريءَ جي بزم ۾ سندن آمدورفت رهندي هئي. قبر سلطان علاؤالدين جي دهليءَ ۾ سندن گهر جي ويجهو ناهي وئي.

## شيخ وجيہ الدين يوسف چنديري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سلطان نظام الاولياء جا وڏا خليفا آهن. قدس سرهما- درد ۽ سوز گهڻو هئن. پنهنجي پير کان خلافت جو خرقو حاصل ڪيو هئائون. چون ٿا تہ جڏهن پنهنجي وطن کان پير جي خدمت ۾ ويندا هئا تہ ڪيترن ڪيترن منزلن کي هڪ هڪ منزل ڪندا هئا. هڪ ڏينهن ماڻهن کين چيو تہ توهان پيرن سان نہ ٿا هلو بلڪ پکيءَ وانگر اڏامو ٿا. جواب ڏنائون تہ هي مرتبو پيرن سان هلڻ ۽ پرن سان اڏامڻ سان نہ ملندو آهي بلڪ منهنجو شوق مڪان کي طئہ ڪرڻ جو ذريعو آهي. ۽ هڪ ڳالهہ بيان ڪيائون تہ گذريل زماني ۾ هڪ شخص قنوج جو حاڪم ٿي ويو جنهن حوض ڪتيل جي پاڻيءَ سان پرورش حاصل ڪئي هئي ۽ انهيءَ پاڻيءَ کان سواءِ ٻيو پاڻي هن جي مزاج جي موافق نہ ايندو هو. لاچار هڪ اُٺ سوار جي هر روز انهيءَ ڪم تي نوڪري رهندي هئي. ان جي باوجود جو پنجن منزلن جو فاصلو هو مگر اُٺَ وارو هڪ ڏينهن ۽ رات ۾ پاڻي قنوج ۾ پهچائيندو هو. هڪ ٻيو جوان هو جنهن جي قنوج ۾ هڪ خوبصورت معشوقہ

سان دلبستگي هئي. هڪ ڏينهن هي جوان عاشق حوض ڪتيل جي ڪناري اُٺَ سوار سان ملاقاتي ٿيو جيئن تہ هو واقف نڪري آيو ان ڪري هاٿي هن پيغام موڪلڻ شروع ڪيا ۽ عاشقيءَ جي ڳالهين ۾ ايترو تہ محو ٿيو جو اُٺَ سان گڏ قدم بہ قدم هلندي هلندي گهڻو پري نڪري ويو. اوچتو هن کي پنهنجي پري اچڻ جو خيال اچي ويو تہ موڪلائڻ لڳو اُٺ واري چيس تہ اي سودائي مزاج عاشق هاٿي تہ قنوج جي حدن ۾ تون اچي ويو آهين. پنهنجي محبوب کي ڏسڻ کان سواءِ چو تو واپس وڃين. مطلب تہ چند قدم هلڻ کان پوءِ شهر ۾ اچي ويو. ۽ دلدار جي ديدار سان اکين ۽ دل ۾ ڪشادگي حاصل ٿيس. دوستو! محبت جي شيوي جا انهيءَ قسم جا عجائبات ايترا زياده آهن جو لکڻ سان پورا نہ ٿا ٿي سگهن. سندن خوابگاه چنديريءَ ۾ آهي.

## خواجہ موئدالملۃ والدين رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ سلطان نظام الدين جي مريدن ۽ نياز مندن مان آهن. الاهي تائيد جي ڪري ٻنهين جهانن جي سعادت سان پاڻ ڪامياب هئا. سرود ۽ سماع جو ذوق گويا سندن خمير ۾ هو. ليڪن پٽ جي لاءِ گهڻو بيقرار رهندا هئا. آخرڪار پير جي بشارت سان پٽ نصيب ٿين. نورالدين محمد انصاري نالو رکيائونس ۽ هن پيءُ جي پرورش ۾ گهڻا ڪمالات ۽ فضيلتون حاصل ڪيون هيون. موئد جي ابدي خوابگاه مقدس حظيره نظاميہ ۾ آهي.

## مولانا حسام الدين ملتاني رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ سلطان المشائخ الاولياءَ جي بزرگ خلفا مان آهن. القا- پرستش ۽ عرفان ۾ ڪين ڪمال حاصل هو. جڏهن پاڻ حجاز جي سفر کان واپس اچي سلطان نظام الاولياءِ جي خذمت ۾ پهتا تہ سلطان الاولياءِ فرمايو حسام الدين مدينہ منوره جي زيارت علي صاحبها افضل الصلواة حج جي طفيل ۾ ڪجهانءِ انهيءَ بنياد تي پاڻ مديني منوره جي زيارت جو عزم ڪري ٻيهر اٿيا ۽ واپسيءَ کان پوءِ پير جي اجازت سان پٽن گجرات ۾ گوشي گزين ٿي ويا. چون ٿا تہ پاڻ پنهنجي درويشي حالات کي لڪائڻ ۾ گهڻي ڪوشش ڪندا هئا ۽ هر روز ٿاٿ

وڪٽي روز مره جي ضرورتون پوريون ڪندا هئا، ۽ جيڪي ڪجهه حاصل ٿيندو هئن ان مان به اڌو اڌ ڪنهن شخص کي ڏئي ڇڏيندا هئا. جيڪو مستحق هوندو هو، ۽ رسمي علمن جي درس ۾ مشغول رهندا هئا. رحلت جي وقت تائين اها ئي روش ۽ رفتار ۽ ڪاروبار رهيو.

هن بزرگ جي ڪيفيت ظاهر ٿيڻ جو سبب ماڻهو هن طرح بيان ڪندا هئا ته هجري سنه ست سؤ ستٽيهه هو. هڪ شخص انهيءَ سال جي ڪنهن مهيني ۾ سلطان نظام الاولياءِ جي خدمت ۾ دهليءَ ۾ عرض ڪيو ته منهنجو گهر شهر نهروالا (گجرات) ۾ آهي ۽ نياڻيءَ جي شادي ايترو ته نزديڪ اچي وئي آهي جو مدت معلوم ايتري مسافت طي ڪرڻ لاءِ ڪافي ناهي. سلطان نظام الاولياءِ فرمايو ته شيخ حسام الدين به نهروالا جو رهڻ وارو آهي هر روز صبح جو نماز جي لاءِ اسان جي مسجد ۾ ايندو آهي ۽ پوءِ چاشت جي وقت تائين پنهنجي گهر پهچي ويندو آهي. اسين توکي ان سان گڏ ڪري ڇڏيون ته جيئن تون به جلد ئي پنهنجي گهر پهچي وڃين. ٻئي ڏينهن واعدو پورو ٿيو ۽ هيءَ ڳالهه ڪرامات حساميه جي ظهور جو باعث ٿي. پوءِ پاڻ ماڻهن جي رهنمائي ڪرڻ اختيار ڪئي هئائون. ننيا وڏا سڀ سندس طرف متوجه ٿي ويا. چون ٿا ته هن خرق عادت کان پوءِ سندن زندگي هڪ دور کان اڳتي نه وڌي. خوابگاه نهرواله آهي.

## مولانا حسام الدين نهرواله قدس سرهٗ

سندن سينو دانش جو درياه هو. ۽ دانش جوهر بينش سان آراسته هئي پرهيزگاري عادت ۾ داخل هئي. خوف الاهي جملي ڪاروبار جو مدار هو. مغربي مشائخ بيعت جي سلسلي ۾ هئا، ۽ ڪمال درجي جي دلبستگي رکندا هئا. طريقت جي رفتار پيران خانواده مذڪور جي روش تي هئي. خواب گاه نهرواله اٿس. مصرع: خاندان مغربيه مشرق ديدار اوست

## شيخ سراج الدين عثمان نامور باخي سراج رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن پيدائش جي جاءِ بنگال آهي. هوش شروع ٿيڻ جو زمانو آيو ته سلطان نظام الاوليه جي خدمت ۾ پهچي بيعت ٿيا. حسن خدمت ۽ حسن

سعادت جي ڪري مريدي منصب برادري نسب سان بدلجي ويو. ڇون ته ڪين جوانيءَ جي شروعات ۾ ظاهري علم سان ڪا نسبت نہ هئي. مولانا فخر الدين زرآوي رحمتہ اللہ عليہ هڪ ڏينهن پير جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ اهڙو شائستہ زيرڪ طبيعت جو جوان علم کان بغير آهي. هي سڻو نہ ٿو لڳي. جيڪڏهن هي جوان ڇهن مهينن لاءِ منهنجي حوالي ڪيو وڃي تہ هن جو سينو اهڙن علمن سان ڀري ڇڏيان جن جو گهر دقيقہ شناس عالمن جو ئي ضمير ٿي ٿو سگهي. چنانچہ تمام ٿوري ڪوشش سان پاڻ علم حاصل ڪري ورتائون. ۽ هندوستان جي آئيني جو لقب حاصل ٿين. ڇون تا تہ انهيءَ خدمت گذاريءَ جي زماني ۾ چند دفعا پير جي اجازت حاصل ڪري پنهنجي مهربان ماءُ جي ديدار لاءِ بنگالہ ويا ۽ واپس آيا هئا. جڏهن ٻنهين جهانن جي سعادت حاصل ڪيائون تہ پير خلافت جو خرقو ڏئي پنهنجي پيدائش واري جاءِ تي رهڻ جي اجازت ڏني. هتي ٿورڙي وقت ۾ ننڍن وڏن جا پيشوا ٿي ويا ۽ رحلت کان پوءِ اتي ئي آرام ٻہ ڪيائون.

## شيخ عمر اسعد لاهوري رحمتہ اللہ جي ياد ۾

علاؤالحق مخدوم العالم علاءُالحق بنگالي سندن القاب آهن. پاڻ درسي ۽ لُدني ٻنهين علمن جا عالم هئا. شيخ اخي سراج جا مريد آهن. جيڪو سلطان نظام الاوليا چشتيءَ جا بزرگ خليفا هئا. آخر ۾ نياڻا ٻہ ٿي پيا. ۽ ملڪ بنگال بهار ۾ سيني رهروان حقيقت جا پيشوا ٿيا. سندن قبر پنڊ واہ ۾ آهي.

## شيخ نور قطب عالم رحمتہ اللہ جي ياد ۾

سندن نالو احمد ۽ لقب نورالدين ۽ نورالحق آهي. شيخ علاؤالدين والحق جا پٽ ۽ خليفا آهن. جيڪو شيخ اخي سراج جي بزرگ خلفاءُ مان آهي. خوابگاہ پنڊوہ آهي جيڪو صوبي بنگال ۾ آهي. درود نياز ۽ سوز و گداز ڪين گهٽو هو. والد جي خانقاہ ۾ جيترا ٻہ درويش رهندا هئا انهن جون سڀ خدمتون جيئن ڪپڙا ڌوئڻ- پاڻي گرم ڪري ڏيڻ- ڪاٺيون آڻي ڏيڻ- ٻهاري ڏيڻ پاڻ سرانجام ڏيندا هئا. هڪ ڏينهن والد بزرگوار فرمايو تہ نور ڏس فلاڻيءَ جاءِ تي

جنهن کوهہ مان شهر جون عورتون پاڻي ڪڍن ٿيون ان جي آس پاس چڪڻ آهي ويچارين عورتن جا پير ترڪن ٿا. انهيءَ جاءِ تي صبح جو چاشت تائين ۽ ٽئين پَهَرَ کان شام تائين بيهندو ڪر ۽ ٿانو پنهنجي مٿي تي کڻي انهيءَ چڪڻ مان ڪڍي جنهن جا هجن انهن کي ڏيندو ڪر. چئن سالن تائين پاڻ اها فرمانبرداري ڪندا رهيا. سندن مڪتوبات بہ آهن. جن ۾ سلوڪ ۽ طريقت کي شيرين عبارت سان بيان ڪيو ويو آهي. ۽ درد ۽ نيازمنديءَ جي اسرارن کي مؤثر ۽ شوق افزا لفظن ۾ لکيو آهي. هيٺيان ڪجهہ فقرا انهن مڪتوبات مان آهن. "نورا مسڪين عمر ضايع ڪري ڇڏي ۽ مقصد حاصل ٿيڻ کي ان جي هوا بہ نہ لڳي. حيرت ۽ حسرت جي جنگل ۾ بال وانگر سرگردان ۽ پريشان ڦرندو رهيس. عمر سٺ کان گذري وئي تير ڪمان مان نڪري ويو ۽ نفس اماري جي بديءَ کان ڇوٽڪارو نہ مليو. هٿ ۾ هوا- جگر ۾ باهہ- اکين ۾ پاڻي- مٿي ۾ مٽي ۽ دل ۾ زخم- انهن شين کان سواءِ ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيو ۽ هميشہ ندامت ۽ پشيمانيءَ کان سواءِ ڪجهہ هٿ نہ آيو."

## شيخ جلال الدين جد شيخ حسام الدين مانڪپوري رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ عالم- عابد- عارف- عزيز صابر ۽ متقي هئا. هميشہ سومهڻيءَ نماز کان پوءِ ايڪيتاليهہ دفعا سورة يٰسين شريف ختم فرمائيندا هئا. سلطان نظام الاولياءجي خليفي شيخ محمد سان بيعت هئا. جيئن تہ شيخ محمد دولتمند سپاهين ۽ ڪامياب تونگرن جي لباس ۾ رهي پنهنجي حالت کي لڪائي رکندا هئا. ۽ سلطان ۽ صاحبانِ منصب وٽ بہ ايندا ويندا رهندا هئا. هڪ ڏينهن مانڪپور جي قاضي ۽ ان جي پٽ امتحان وٺڻ لاءِ سندن وٽ اچڻ جو ارادو ڪيو ۽ هي سوچي آيا تہ جيڪڏهن پاڻ اسان کي قند ڏيندا تہ اسين سندن ولايت کي تسليم ڪنداسين. پاڻ پنهنجي باطني قوت سان اچڻ وارن جو پهچڻ کان اڳ مقصد معلوم ڪري ورتو فرمايائون تہ حسام الدين هاڻي ٿوري دير ۾ چند سادا قسم جا ماڻهو هن درويش جو امتحان ڪرڻ لاءِ اچي رهيا آهن ۽ انهن جي دل ۾ قند (کنڊ) جي خواهش آهي. ٿوري کنڊ وٺي اچ تہ جيئن دل سان گڏ

سندن وات بہ منو کرائجي، ۽ هن امت جي درويشن ڏي سندن اعتقاد پيدا ٿئي. جڏهن قاضي صاحب سندن خدمت ۾ پهتو تہ اتي قند رکيل ڏسي مسڪرائي شرم کان ڪنڌ هيٺ ڪيو. موڪلائڻ وقت مهمانيءَ لاءِ عرض ڪيائين. فرمايائون تہ چاليهہ سالن کان ڪجهہ عرصو زياده ٿيو آهي تہ مون قضا جي مقلدن جي دسترخوان تان کاڌو نہ کاڌو آهي. قرآن پاڪ جي ڪتابن جي اجرت سان لقمو کائيندو آهيان، ۽ ڪڏهن بہ بغير وضو قلم کي مَسُ مان ٻوڙي ڪاغذ تي نہ هلايو اٿم.

## مولانا خواجہ رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ جلال الدين جا پٽ ۽ مولانا حسام الدين مانڪپوريءَ جا پيءُ آهن. عالم- فقيہ منش- درويش خو ۽ فاقہ ڪش هئا. هڪ ڏينهن ٽن ڏينهن جي فاقي کان پوءِ هڪ شخص فتويٰ لکڻ لاءِ ڪجهہ نقد ڪٽي آيو. پاڻ قبول نہ فرمايائون. گهر وارن گهڻ وڏ ڳالهيو. پاڻ ڪوبہ جواب نہ ڏنائون. ايتري قدر جو شام ٿيڻ لڳي. هڪ امير ماڻهو مانڪپور ۾ لٿل هو. اُهو هڪ دعا پڙهندو هو جنهن ۾ هڪ لفظ تي هن جي دل ۾ الجهن پيدا ٿي. شهر وارن کا دريافت ڪيائين تہ هتي ڪو عالم آهي جنهن جي خدمت ۾ وڃي علمي مشڪلات پيش ڪجن. ماڻهن چيو تہ مولانا خواجہ آهي. امير ڪمال عزت ۽ احترام سان ڪين گهرائي جيڪو مشڪل هو سندن خدمت ۾ ظاهر ڪيو پاڻ فوراً حل ڪيائون. جيتري رقم منجهند جي وقت نہ ورتي هئائون اوتري نقد هڪ ڪپڙن جو جوڙو ۽ کاڌو پيش ڪري گهر روانو ڪيائون. ان وقت گهڻ وڏ ڳالهائڻ وارن کي مذاق ۾ چيائون ۽ تنبيهہ ڪيائون تہ جيڪو مون وانگر همت کان ڪم وٺي ناجائز شيءِ نہ ٿو وٺي جيئن مون کي اڄ مشڪوڪ شيءِ جي بدلي ۾ ان جي وٺڻ ڪري حلال ۽ پاڪ مال عطا ٿيو آهي. اهڙيءَ طرح ان کي بہ عطا ٿيندو آهي. هن تقرير جو خلاصو اهو آهي تہ جيڪڏهن انسان دنيا مان گذري وڃي تہ آخرت ان کي ملندي آهي ۽ جيڪڏهن آخرت کي بہ پنهنجي طرفان ڇڏي (يعني انجي خواهش نہ ڪري) تہ پوءِ ان جي عيوض حق سبحانہٗ ملندو آهي. ڏسو گذشتگيءَ جو شيوو توهان جو حصول جو درجو ڪٿان کان ڪٿي ٿو پهچائي.

# مولانا حسام الدين مانڪپوري ﷬ جي ياد ۾

پاڻ دنيا ۽ آخرت ۾ مقبول هئا. شيخ نور قطب عالم کان خلافت جو خرقو مليل هئن. شيخ شهاب الدين مانڪپوري رحہ سندن بزرگ خليفن مان آهن. انهن پنهنجي پير جي سيني مکتوبات کي فراهم ڪري هڪ جلد تيار ڪيو هو. جيڪي پير پنهنجي فرزندن ۽ خليفن ڏي لکيا هئا. مکتوبات جو تعداد هڪ سؤ ايڪيهہ آهي. هنن مکتوبات ۾ گهڻو حصو انهن مکتوبات جو آهي جيڪي مولانا پنهنجي وڏي ۽ عزيز ترين فرزند شيخ فضل الله جي نالي لکيا هئا. شيخ فضل الله قاضي شاهہ جي نالي سان مشهور هئا. ڪجهہ خط پنهنجي ٻئي پٽ شيخ احمد جي نالي موڪليا هئائون. شيخ احمد کي پاڻ شيخ بڍا- نور ديده ۽ ديده نور ڪري چوندا هئا. ڪي خط شيخ نعمت الله جي نالي آهن. شيخ نعمت الله ماڻهن ۾ شيخ نٿوءَ جي نالي سان مشهور آهن. ۽ ڪجهہ خطن جو حصو اهڙو آهي جيڪو شيخ زاهد- شيخ اڪمل- شيخ راجا ۽ شيخ خواند عالم مشهور بہ عاشق جي نالي بہ لکيا ويا هئا. هي سڀ شيخ نور قطب عالم جا ڏوهٽا آهن. هنن سيني کي خطن ۽ پيغامن جي ذريعي تلقين فرمائي سلوڪ طريقت ۾ عالي مقامات تي پهچايو. خلافت جي خلعت پارايائون. هدايتيابي ۽ هدايت ڏيڻ جو مرتبو عطا ڪيو. ليڪن سجاده نشيني وڏي پٽ شيخ فيض الله کي ئي عطا فرمائي اهڙيءَ طرح اڄ تائين شيخ فضل الله جا فرزند درجي بدرجي پنهنجي ڏاڏي جي جاءِ تي سجاده نشين ٿيندا آيا آهن. سڀ بنگال وارا اتفاق سان چون ٿا تہ مخدوم حسام جا هڪ سؤ ويهہ خليفا هئا جيڪي ڪمال جا صاحب هئا. انهن مان (1) سيد مسعود ابن سيد ظهير الدين فتحپوري جيڪو شيخ سيدن جي نالي سان مشهور آهي. (2) سيد حامد شاهہ ابن سيد راجا شاهہ مانڪ پوري (3) سيد محمد امير بڌا جن جو لقب سيد صوفي آهي (4) مولانا ڪمال الدين عزا الله (5) مولانا شهر الله ابوالقاسم ملتاني لکنوي (6) شيخ نصيرالدين محمود ابن شهر الله لکنو ي (7) مولانا فريد الدين سالار عراقي (8) شيخ احمد قنوجي (9) معين الاسلام اوڏي (10) مولانا منهاج الدين بهاري (11) مولانا جمال الدين حسن - فخر (12) شيخ ضياءُالدين يوسف ابن داؤد ڪردي (13) مولانا سونڌو ڪردي (14) مولانا محمد علا ڪردي (15) شيخ تاج شهاب مانڪ پوري جن جو لقب ازراني شاهہ

آهي. هي سڀ ذڪر ڪيل صاحبان اڪابرين زماني جا پيشوا هئا. ڪي اهل باطن هئا ۽ ڪي اهل ظاهر ۽ اهل بيان هئا. قدس الله اسرارهم. هڪ رسالو رفيق العالمين نالي سان آهي جنهن ۾ هڪ مريد سندن دلچسپ ڳالهيون فراهم ڪيون آهن. انهن ڳالهين مان هڪ فقرو اهو به آهي ته مريد جي نسبت پير سان بلڪل اهڙي آهي جهڙي چتيءَ جي نسبت قميص سان هوندي آهي. جيڪڏهن چتي سفيد آهي ته جڏهن قميص ڌوئبي ته چتي به سفيد ٿي ويندي ۽ جيڪڏهن چتي ڪاري آهي ته ان جي ڪاراڻ گهڻجي چتيءَ جي مائل ٿي ويندي. هي به انهن ڳالهين مان آهي ته جيڪڏهن مريد نيڪ آهن ته پير نيڪي ڪي انهن جي سمجهندو ۽ جيڪڏهن بُرا آهن ته انهن جون برايون معاف ڪري ڇڏيندو. بهرحال بيعت بي فيض نه رهندي آهي.

## شيخ ڪالو رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن نالو ڪمال آهي ۽ شيخ حسام الدين مانڪپوريءَ جا مريد ۽ خليفا آهن. سندن رياضت عمدي هئي. ڪره ۾ قبر اٿن. بس انهن ڳالهين ڪانسواءِ سندن ڪنهن به حال جي خبر پئجي نه سگهي جيڪي قلم جي حوالي ڪجن.

## شيخ شمس الدين محمد رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ نهايت پوڙها انسان هئا. بيعت ته هئا شيخ نور قطب عالم بنگاليءَ سان- مگر خلافت جو خرقو شيخ بايزيد ڪان مليو هئن ۽ سندن قيام اجمير ۾ هو. شيخ جمال الدين دهلويءَ جي پير شيخ سماءُالدين جو دوستي ۽ ياريءَ جو رابطو ساڻن گهڻو هو. شيخ سماءُالدين چوندا هئا ته سندن زبان مان بار بار ٻڌو اٿم ته مرشد خواجه معين الدين الاولياءِ جي نسل مان آهن. قدس اسرارهم.

## مولانا شيخن نانڪپوري رحمة الله عليه جي ياد ۾

ڪين رباني ڪلام حفظ هو. گوشي نشيني ۽ اڪيلائي سان خوش رهندا هئا. ان جي باوجود زماني وارا سندن ئي آستاني جي طرف متوجه هئا. ڪاڏو

ڪائڻ ڪان بلڪل هٽ چڪي ورتو هئائون ليڪن اگر اچي ويندو هو تہ هڪ لقمي ڪان وڌيڪ نہ ڪٽندا هئا. جيڪو بہ سندن خدمت ۾ ويندو هو گفتگو ان جي حال مطابق ڪندا هئا يعني جيڪڏهن ٻهراڙيءَ جو ڳوناٽو هوندو هو تہ ان ڪان پڇندا هئا تہ تنهنجا ڏاند متارا آهن. ٻني سرسبز اتئي علائقي جو حاڪم انصاف ڪندڙ آهي يا ظالم آهي. جڏهن ڪير چوندو هو تہ هن قسم جو ڳالهيون ڪرڻ درويش جي مناسب حال نہ آهي تہ جواب ڏيندا هئا تہ حقائق ۽ معرفت جون ڳالهيون ڪيئن دريافت ڪيان جن ڪي هي ماڻهو سمجهي ئي نہ تا سگهن ۽ جيڪڏهن خاموش وينو رهان تہ اچڻ واري ڪي وحشت ٿيندي آهي. لاچار ڪلام ڪَلِّمُوْ النَّاسَ عَلٰي قَدَرِ عُقُوْلِهِمْ (توهان ماڻهن سان انهن جي عقل جي موافق ڳالهيون ڪندا ڪيو) جي ڪرڻو پوندو آهي. تہ جيئن جدا ٿيون تہ خوشيءَ سان جدا ٿيون ۽ جڏهن هي شخص پنهنجي گهر وارن جي سامهون فخر سان چوندو تہ اڄ شيخ مون ڪي هي چيو ۽ هي پڇو.

مناسبتن ڪي سمجهڻ وارا اهل سخن چڱي طرح ڄاڻن تا تہ هم جنس گفتگوءَ جي تقريب سان بر محل اڪثر ڳالهيون ياد اچي وينديون آهن. چنانچہ هن مقام تي هڪ ڳالهہ ياد آئي آهي. ڏهين صديءَ جي آخر ۾ چوٿين حصي جي شروعات هئي. ان وقت جو ذڪر آهي شهر بروده ۾ عمادالملڪ روميءَ جو پٽ چنگيز خان نالي گجرات جي وڏن اميرن مان هو. جڏهن هو ڪنهن سان ڳالهائيندو هو تہ پنج سوءُ درهم چاندي ان ڪي ڏيندو هو. ۽ چوندو هو تہ هن قاعدي جي پابندي ان ڪري آهي تہ جڏهن هي شخص پنهنجي گهر پهچندو تہ پنهنجي اهل و عيال ڪي چوندو تہ اڄ چنگيز خان مون سان همڪلام ٿيو آهي. مطلب تہ شيخ ۾ گهڻا تصرف ۽ خوبيون هيون جن جو قياس انهيءَ نموني تي ڪجي.

## مولانا برهان الدين صوفي پورجمال الاولياءَ هانسوي قدس سرهما

پاڻ صاحب حال و قال هئا. علم حجت ۽ دليل بہ ڄاڻندا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا تہ جڏهن والد بزرگوار ڪي ناسوتي جهان مان ڪوچ ڪرڻ جو وقت آيو تہ سندن ڪنيز جيڪا پنهنجي وقت جي عارفہ ۽ عابده هئي. ۽ جنهن ڪي

حضرت گنج شڪر رحہ مادر مؤمنان فرمائيندا هئا. جيڪو خرقو ۽ عصا والد بزرگوار جن کي حضرت گنجشڪر رحہ جن عطا فرمايو هو سامهون کڻي آئي. حڪم ٿيو تہ برهان الدين کي ڏئي ڇڏيم. جواب ۾ عرض ڪيو ويو تہ اجا ٻار آهي. حڪم ٿيو تہ ڪو حرج نہ آهي. ماه نو آهي جلد بدر ٿي ويندو ۽ فرمايائون تہ جڏهن هن جي هوش جو زمانو اچي تہ کيس گهرجي تہ سلطان نظام الاولياءَ جي خدمت ۾ ڪوشش ڪري تہ سندن خدمت سان پنهنجي جهانن جا ڪمالات حاصل ٿي ويندا.

## مولانا شمس الدين يحيٰ رحمة الله عليه جي ياد ۾

گهڻا علمي ڪتاب سندن مطالعو ٿيل هئا. خاص ڪري اصول فقہ جا ڪتاب چون ٿا تہ هڪ ڏينهن پاڻ پنهنجي ياءُ مولانا صدرالدين جي جيڪو سندن هم سبق هو. مولانا ظهير الدين جي خدمت مان اُٿي سلطان نظام الاولياء جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. سلطان الاولياءسبق مان سوال ڪيو. جواب ڏنائين تہ ڪشف عنقريب ختم ٿيڻ وارو آهي ۽ ادب سان هڪ مشڪل جيڪا انهيءَ ڏينهن سبق ۾ هئي. فرمايائون تہ سلطان الاولياء معمولي توجهہ سان اُها دشواري توهان جي روبرو حل ڪري ڇڏي جيڪا ڪيترن ئي لم والا نسلم سان بہ مدرسي ۾ حل نہ ٿي هئي. پاڻ اُتان عبرت حاصل ڪري استاد جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ گذريل حقيقت حال ظاهر ڪئي. ۽ وري ٻئي ڏينهن استاد جي همراه خانقاه نظاميہ ۾ اچي بيعت ٿيا. ۽ خلافت جو خرقو ۽ اجازت نامو حاصل ڪيو. هڪ عرس جو هنگامو هو قوالي ٿي رهي هئي. هڪ غزل ٻڌي سندن حال دگرگون ٿيو. آهہ و زاري ڪندي سندن نفس ناطقہ روح رحمانيءَ سان وجي مليو.

## مولانا فخر الدين زرادي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سنجيده عالمن ۾ نامور استادن مان آهن. چون ٿا تہ هڪ ڏينهن سلطان نظام الاولياءِ جي نظر هنن تي پئجي وئي تہ رسمي علوم جو خزانو ۽ درسي قيل و قال جو شان و شوڪت سڀ تباهہ ٿي ويو. لاچار مريد ٿي ويا. سڄو ڪتب خانو مدرسي وارن کي تقسيم ڪري ڇڏيائون ۽ وحدت جي مسئلي

کي پنهنجي نماز ۽ نياز جو قبلو بڻايائون. مطلب ته پير جي اجازت سان حجاز جي سفر تي ويا جڏهن واپس اچي رهيا هئا ته ٻيڙي ٻڏي پئي درياه ۾ ٻڏي ويا. غيب کان کنهن شخص آواز ڏنو هذا بهر عميق غريق في البحر- شيخ نجم الدين ابوالبرکات مالکي عربستان کان دهليءَ ۾ آيا هئا. بيان کيائون ته مون هڪ سهڻي شکل واري جوان کي انوار الاهيءَ پريل طبق هٿ ۾ ڏنو. پڇومانس ته تون کير آهين. کاڏي تو وجين ۽ ڇا کنيو تو وجين. جواب ڏنائين ته مان فرشتو آهيان. لدني علم زراديءَ جي پٽ جي واسطي کنيو تو وڃان جنهن گذريل رات اکتسابي علم خدا جي محبت ۾ ڇڏي ڏنا آهن.

## شيخ شمس اوتاولہ ﷫ جي ياد ۾

اوتاولہ هندي زبان ۾ جلد باز کي چوندا آهن. هدايت ڏيڻ ۾ سندن شعاع پنهنجي نالي وانگر مثل آفتاب ۽ فائدي رسانيءَ ۾سندن رفتار پنهنجي لقب وانگر چنڊ مثل هئي. چون ٿا ته پاڻ سلطان نظام الاوليا جي حضور ۾ هن قسم جون ڳالهيون گهڻيون کندا هئا ته هئڙي صورت جي آرائش ۽ طنيت (عادت) جي زيبائي اندورني افسردگيءَ جو نشان دلبستگيءَ جو گواه آهي، کيئن درويش لاءِ موزون ٿي سگهي ٿي. سلطان نظام الاولياءجواب نہ ڏيندا هئا. انهن ئي ڏينهن ۾ هڪ رات خواب ۾ ڏٺائون ته سلطان نظام الاولياءپنهنجو مٿو پيغمبر عليہ السلام جن جي مبارڪ ران تي رکي ستا پيا آهن. ان وقت کان طعني جي زبان کاٽي اچلائي ڇڏيائون ۽ پوءِ هميشہ ادب ۽ اعتقاد ملحوظ رکيائون. سلطان الاوليا بہ فرمائيندا هئا ته جنهن کي پنهنجي مراد جلد حاصل ڪرڻي هجي پوءِ پلي اُها هن جهان ۾ هجي يا هن جهان ۾ اُهو اسان جي شمس جي خذمت ڪري. انهيءَ بنياد تي کين اوتاولہ چوندا آهن. خواب گاه دهلي.

## شيخ حيدر ﷫ جي ياد ۾

پاڻ خاموشيءَ کي پنهنجي حُسن حال جو نقاب بنائي رکيو هئائون ۽ هميشہ جهان وارن سان مليل جُليل رهندا هئا. پاڻ سلطان المشائخ نظام الاولياءجي خليفن مان آهن. خوابگاه لادو جي سراءِ ۾ آهي.

## خواجہ تقي الدين نوح ﷫ جي ياد ۾

پاڻ خواجہ هارون جا ياءُ آهن. درويشن جهڙيون عادتون- عالمن جهڙي طبيعت ۽ عابدن جهڙي روش هئن. بي انتها عبادت ۽ رياضت ڪرڻ سان ڏينهن ۽ رات ۾ ڪين ڪائڻ ۽ پيئڻ جي بہ فرصت نہ هوندي هئي. هڪ ڏينهن سلطان نظام الاولياءَ پڇين تہ ايتري قدر عبادت ڪرڻ سان تنهنجي آرزو ڇا آهي. جواب ڏنائون. پير بزرگوار جي عمر جي درازي (وڏي). سلطان نظام الاولياءَ گهڻو خوش ٿيا چون ٿا تہ آخرڪار پنهنجي صحت- بيماري دق جي هٿن ۾ وڪڻي شيخ کان اڳ ئي ڪوچ ڪري ويا.

## خواجہ ابوبڪر مصليٰ بردار ﷫ جي ياد ۾

پاڻ گويا عزت ۽ ڪرم جا خزانا ۽ ذوق و شوق جي ڪاڻ هئا. سندن سماع جي وقت خانقاه جا در دروازا جنبش ۾ اچي ويندا هئا. ۽ حاضرين مجلس ۾ ايترو تہ جوش هوندو هو جو فرياد آسمان تائين ويندي هئي. توڪل ۽ استغنا جي دائري کان پير ڪڏهن بہ ٻاهر نہ ڪڍيائون. اهل دولت جي آستاني تي ڪڏهن بہ احتياج ڪٿي نہ ويا ان جي باوجود سيني ڪان سٺا ڏينهن گذاريائون.

## خواجہ رفيع الدين هارون ﷫ جي ياد ۾

پاڻ سلطان نظام الاولياءجا مريد ۽ ڀاڻجا هئا. پير جي جي نظر ۾ سيني عزيزن ۽ مريدن ڪان زياده عزيز هئا. پير ڪانئن بغير ڪاڏو بہ نہ ڪائيندا هئا. ڪلام رباني حفظ هئن. تيراندازيءَ ۾ هٿ هلڪو ۽ نشانو درست هئن. سلطان الاولياءڪين زندگيءَ ۾ ئي پنهنجي اوقاف جو متولي ڪري ڇڏيو هو.

## شيخ بابو چشتي ﷫ جي ياد ۾

سندن خوابگاه ڪنبايت ۾ آهي جيڪو هڪ بندر آهي. احمدآباد ڪان ٻہ منزلون پري. شيخ شيدا سندن مريد هئا. پير مريد (شيخ شيدا) ڪان سواءِ ڪاڏو نہ ڪائيندا هئا. هڪ ڏينهن هڪ خادم ڪميٽي پن ۽ گهٽي بڪ لڳڻ ڪري ڇيو

ته هڪ جولاهو ڪيئن انهيءَ قابل ٿي ٿو سگهي ته ان جو انتظار ڪيو پيو وڃي. پير فرمايو ڪاڏو آڻيو. جڏهن ديڳ تان ڍڪڻ هٽايائون ته اُن ۾ ڪيڙا چڙهڻ لڳا. فرمايائون پوءِ ڍڪي ڇڏ ۽ ڍڪيل رکو. جيستائين شيدا نه اچي. جڏهن شيدا آيو ۽ ڪاڏو ڪڍيو ويو ته بلڪل صاف هو. غوثي- طلسمي عالم ڪي هڪ هنگامو سمجهڻ گهرجي جنهن جو عرض ۽ جوهر هر هڪ شخص جي نظر ۾ ان جي انديشي ۽ خيال جي تابع هوندو آهي. ليڪن تغير اڪثر معنيٰ ۾ هوندو آهي ۽ ان کي ظاهر شريعت ۾ به جائز سمجهندا آهن. ۽ صورت جي تبديلي هڪ قسم جي ڪرامت آهي. اولياءَ الله ڪرامات جي ذريعي ان کي به ممڪنات مان سمجهندا آهن. ۽ شين جي باطن تي جيڪو حڪم آهي اُهو جمال ۽ جلال جو ٿي آهي. جيڪو گوناگون اسماءَ ۽ صفات جي پردي ۾ ظاهر ٿي رهيو آهي. جيئن متئين خادم جي نظر ۾ ڪاڏو ڪيڙا ٿي ويو. جنهن جي دل جلالي تجليءَ ۽ حقيقت پوشيءَ جي نالي ٿيل هئي. ۽ شيدا جي نظر ۾ عقيدت جي صفت سان آراسته هئي. حديث لَهَا صَدَقَةٌ وَّلَنَا هَدِيَةٌ (جيڪو انهن جو صدقو آهي. اهو اسان جي لاءِ هديو آهي) انهيءَ ئي مقام جو بيان آهي.

## خواجه شمس الدين دهلوي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ امير خسرو رحه جي ڀيڻ جاپٽ آهن. قافيه جو علم- نظم جو ذوق- ۽ طبيعت جي موزونيت جون صفتون سندن ذات ۾ ڪمال درجي جون موجود هيون. سلطان نظام الاوليا جي جمال باڪمال تي عاشق هئا. ايتري قدر جو نماز پڙهڻ وقت جيستائين سلطان الاوليا جي منور چهري تي نظر نه وجهندا هئا تڪبير تحريمه نه چوندا هئا. فرمانبرداران نظاميه مان ڪن جو قول آهي ته عشق جي ئي بيماريءَ ۾ جان ڏنائون. انهيءَ بيماريءَ کان سواءِ ٻي ڪابه علت سندن مزاج ۾ آخر دم تائين ڪانه هئي. ۽ جيڪا قبر بزرگوار مامي جي مزار کان هيٺائينءَ تي آهي چون ٿا ته اُها سندن ئي قبر آهي. شايد هوندي.

## خواجه عزيزالدين ابن خواجه ابوبڪر رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شريعت جي گهر جا ٿنڀا ۽ طريقت جي دربار جا وزير هئا. چون ٿا ته

جوانيءَ جي شروعات کان زندگيءَ جي خاتمي تائين ڪڏهن بہ تڪبير اوليٰ هٿان وڃڻ نہ ڏنائون. مقدس روضي نظاميہ ۾ گهٽو ڪري نماز جي امامت پاڻ ڪرائيندا هئا. ۽ اتان ٻاهر نہ ويندا هئا. هر جمع جي رات ختم قرآن ڪرڻ سندن وظيفو هو.

## مولانا مغيث الدين دهلوي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ سلطان نظام الاولياءِ جي مقبول ۽ بزرگ خليفن مان آهن. هجري سن ست سؤ ويهہ ۾ پير بزرگوار جي اجازت سان مالوه جي طرف آيا. ۽ شهر اُجين ۾ شپرا درياه جي ڪناري گوشي نشين ٿي ويا. جڏهن علوي عالم ڏي ڪوچ فرمايائون تہ انهيءَ ئي جاءِ تي قبر بنائي وئي جتي گوشي نشين هئا. عجيب جاءِ آهي. هوا ۽ فضا جي اعتبار کان بهشت جو نمونو آهي هر جمعي جي رات گهڻا ماڻهو نذر ۽ نياز مند مزار وٽ درويشن ۾ تقسيم ڪندا آهن. سرود و سماع جي مجلس ٿيندي آهي.

## سيد شمس الدين خاموش رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ سيد محمد ڪرمانيءَ جا فرزند آهن. سندن مُنهن حَسين هو ۽ عادتون دلڪش هيون. اڪثر نظاميہ خلفاءِ سرود و سماع جي مجلس سندن گهر ۾ ڪندا هئا. چون ٿا تہ هڪ گهٽ عقل وارو ماڻهو هو انهيءَ سندن سيادت ۽ ولايت تي اعتراض ڪيو هو. انهيءَ وقت ڏنائين تہ ڪاوڙ ۾ پريل هڪ جماعت انهيءَ شخص جا هٿ ٻڌي ڦاهيءَ جي تختي جي هيٺان وٺي وئي. هيءَ حالت ڏسي اُهو شخص دل ۾ پنهنجي خيال کان باز آيو. پوءِ خوف ڏيارڻ واري صورت مع پنهنجي اثرات جي نظر کان غائب ٿي وئي. اعتراض ڪرڻ واري هي عجائبات ڏسي سندن قدمن ۾ سر رکيو. عذر ۽ معذرت سان پيش آيو ۽ جيڪي ڪجهہ هن تي واقعو گذريو هو. بيان ڪيائين. چون ٿا تہ پاڻ هجري سن ست سؤ ويهہ ۾ هن فاني جهان کي ڇڏيو. مصرع:

داشت رويش در دل و درديده حكم آفتاب

# مخدوم جهانيان قدس سرهُ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن نالو سيد جلال هو. پاڻ بخارا جي سادات عظام مان آهن. ظاهري علم ۽ باطني معلومات سڀ ڪجهه کين حاصل هئي. عالم غيب کان عالم دنيا ۾ اچڻ جي تاريخ پندرهين شعبان جي رات آهي. ۽ هجري سن ست سؤ ست هئا ۽ امڪاني سراءِ کان وجوب جي محل ڏي باز گشت جو سال ۽ مهينو قربانيءَ جي عيد جو ڏينهن ۽ هجري سن ست سؤ پنجاسي ماڻهو بيان تا ڪن. پاڻ شيخ رڪن الدين ابوالفتح قرشيءَ جا مريد ۽ نصير الاولياءچراغ دهليءَ جا خليفا آهن. ڪجهه ڏينهن کين امام عبدالله يافعي صاحب تاريخ سان بہ صحبت جو اتفاق رهيو آهي. هڪ ڪتاب جلالي خزانو سندن ملفوظات مان آهي. ان ۾ پاڻ گهڻيون فائديمند ڳالهيون امام کان لکيون اٿن. ۽ سندن هڪ مريد هو جنهن جو نالو شيخ جمال هو. پنهنجي وقت جو عالم هو. انهيءَ جيڪي سندس پُراثر ڳالهيون سڌي يا اڻسڌي طرح ٻڌيون آهن انهن سيني کي پنهنجي قلم سان لکيو آهي. جيڪو وڏو ڪتاب ٿي ويو آهي. جامع العلوم جلالي ان جو نالو ٻڌائن ٿا. سندن دلچسپ ڪلمات مان هيءَ ڳالهه بہ آهي تہ پاڻ فرمايو اٿن تہ شريعت بدن جي عضون کي پاڪ ڪرڻ جو نالو آهي حڪمن جي تعميل ۽ منع ڪيل ڪمن کان پري رهڻ جي ذريعي. طريقت دل کي منور ڪرڻ آهي تهذيب اخلاق جي مدد سان ۽ حقيقت نفس ناطقہ کي پاڪ ۽ صاف ڪرڻ آهي. روح جي آئيني سان ماسوائي (دوئيءَ) جو زنگ دور ڪري. انهيءَ بنياد تي شريعت جي جبلن مان هڪ ذرو بہ طريقت ۽ حقيقت جي آفتاب جي شعائن کان بهتر ۽ بزرگ تر هوندو آهي. حالانڪ شريعت سان مخلوقات جي صرف جسم جي ظاهري افعال ۽ اقوال جي آراستگي ٿيندي آهي. ۽ طريقت و حقيقت جو تعلق اندروني آزاديءَ سان هوندو آهي ۽ طريقت ۽ حقيقت الله عزاسمہُ جون نظرگاه آهن. ڇو تہ شريعت سان گڏ گنهگاري- اجايا سجايا خيالات- اندروني ڪفر ۽ لڪل شرڪ هي سڀ شيون هڪ شخص جي اندر جمع ٿي ٿيون سگهن، بر خلاف طريقت ۽ حقيقت جي، جو هي ٻئي شيون روح جي روشن ضميريءَ تي ٻڌل آهن ۽ روشن ضميريءَ جو پيدا ٿيڻ راستي- درستي- يگانگي- يڪرنگي- گزشتگي- پرهيزگاري- هڪ کي ڏسڻ ۽ هڪ ئي سوچڻ.

انهن صفات سان متصف ٿيڻ کان سواءِ ممڪن نہ آهي تہ متيون ڳالهيون ۽ طريقن جو نالو اصطلاح تصوف ۾ تزڪيو. تصفيو ۽ تجليہ آهي. هنن طريقن جو تفصيل ۽ صحيح بيان گهڻن تصوف جي ڪتابن ۾ لکيل آهي. جيڪو ڏسڻ جي قابل آهي.

عيد قربان جي ڏينهن ملڪ الموت مخدوم وٽ آيو امانت جي واپسيءَ جو پيغام آندائون. فرمايائون تہ واپس هليو وڃ ۽ ٽيهريءَ تائين صبر ڪر تہ جيئن جلال جي پٽن کي خوشيءَ جو صبح ماتم جي شام نہ ٿي وڃي. جڏهن ماٺهو عيد جي ڇهل پهل کان فارغ ٿيا تہ پاڻ معنوي سفر ڪيائون.

سيد شرف الدين مشهديءَ پنهنجي رسالي ۾ لکيو آهي تہ مخدوم کي چار سؤ چاليهن کان ڪجهہ وڌيڪ بزرگن کان خلافت مليل هئي. انهن مان جيڪي شجري ۾ لکيل ۽ ياداشت ۾ لکياويا:

فهرست خلافت مخدوم قدس سرهُ جيڪا صحيح بيانن مان معلوم ٿي آهي.

| | |
|---|---|
| پهريائين والد بزرگوار سيد ڪبير بخاريءَ کان خلافت هئي | هي سلسلو آبا و اجداد جي ذريعي حضرت اميرالمؤمنين علي ڪرم الله وجهه تائين پهچي ٿو. |
| ٻي - پنهنجي ڏاڏي سيد محمد بخاري کان هئي. | هي ٻئي خانواده شيخ بهاءُالدين زڪريا رحہ تي منتهي ٿا ٿين. |
| ٽين- شيخ رڪن الدين ابوالفتح کان هئي. | |
| چوٿين- شيخ الاسلام محمود شاه زاد بوم تستر مسڪن سورڪاه علاقہ فارس کان. | مخدوم هجري سنہ ست سؤ انيتاليهہ ۾ جڏهن محمود شاه جي عمر هڪ سؤ ٻٽيهہ سال هئي. خذمت ۾ پهچي خلافت جو خرقو حاصل ڪيو هو. ۽ ڪتاب عوارف المعارف خطبي کان آخر تائين پير وٽ ان جي مصنف جي خذمت ۾ پڙهيو هو.<br>ٻيو ٽيون ۽ چوٿون انهن ٽنهين خانوادن جو سلسلو شيخ عمر بن محمد شهاب الدين سهرورديءَ تائين پهچي ٿو. |

| سلسلو | تفصيل |
| --- | --- |
| پنجين- امام عبدالله يافعيءَ کان خلافت هئي. | هي شجرو ابومدين مغربيءَ تائين پهچي ٿو. |
| ڇهين- شيخ ابو عبيد عينيءَ کان... | هي ٻئي سندون محي الدين عبدالقادر جيلانيءَ سان وڃي ملن ٿيون. |
| ستين-شيخ نورالدين علي ابن عبيدالله طرابلس کان | |
| اٺين- شيخ فريدالدين گنج شڪر رحہ کان عالم روحاني ۾ | هنن ڇئني ٻاغن ۾ شگفتگي خواجہ معين الاولياءَ چشتي اجميريءَ جي نوبهار هدايت کان آهي. |
| نائين- شيخ قطب الدين منور کان. | |
| ڏهين- مولانا شمس الدين يحيٰ اوڌيءَ کان | |
| يارهين- نصيرالاوليا چراغ دهليءَ کان. | |
| ٻارهين- شيخ رڪن الدين منجيءَ کان. | هي سلسلو شيخ ابوعبدالله خفيف شيرازيءَ جي وسيلي سان سلطان ابراهيم اُڌهم تائين پهچي خواجہ اُويس قرني ؒ تائين منتهي ٿئي ٿو. |
| تيرهين- سيد جلال اوچويءَ کان... | هي هدايت جو خاندان شيخ نجم الدين ڪبريٰ سان وڃي ملي ٿو. |
| چوڏهين- سيد حميدالدين محمود چشتي سمرقندي کان. | هي خانوادو خواجہ مودود چشتيءَ تائين پهچي ٿو. |
| پندرهين- شيخ نجم الدين اصفهانيءَ کان | هي خاندان شيخ ابوبڪر نساج تي پورو ٿو ٿئي. قدس سرهٔ الله اسرارهم اجمعين. |

هنن کان علاوه ٻيون خلافتون جيڪي صحت جي درجي کي نہ ٿيون پهچن. گهٽيون آهن. هڪ بيان آهي تہ سَوَ کان ٻہ وڌيڪ آهن. هاڻي مٿي بيان ٿي چڪو آهي تہ سيد شرف الدين مشهدي رحہ جن پنهنجي تذڪري ۾ لکيو تہ ڪجهہ چار سؤ چاليهہ کان ٻہ مٿي خدا شناس رهنمائي ۽ عالمن کان مخدوم

صاحب خذمت ڪري خلعت خلافت ۽ فيض حاصل ڪيو هو. جيتري قدر ڪوشش جي ذريعي سان تحقيق ٿيو آهي. لکيو ويو. اگرچہ ٻيا رسالا اهڙا موجود آهن جن ۾ مخدوم رحہ جن جي خلافتن جو سلسلو ڪن ۾ مٿي ذڪر ڪيل آهي پر لکيل حال ڪيستائين اطمينان جي قابل آهي العلم عندالله.

## امير سيد احمد بن سيد محمد ڪرماني رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن ڪرامتون زبردست هيون ۽ حالات قوي هئا. سلطان محمد تغلق شاه بادشاهيءَ جي زور ۾ اچي سندن پيرن ۾ لوهہ جون ٻيڙيون وجهرايون هيون. پر اهي هٿ لڳائڻ کان سواءِ کُلي پيون. جڏهن هي ماجرا سلطان ٻڌي تہ سندس دل ۾ محبت پيدا ٿي ۽ استحڪام سان پيدا ٿي ۽ ازسر نو سلسلو قائم ٿي ويو. علمي ڪمالات سلطان نظام الاولياءکان حاصل ٿيا هئن. خلافت جو خرقو بہ سلطان الاولياء کان ئي هئن. سلطان الاولياء جي خليفن جا اجازت نامہ پاڻ لکندا هئا. ايڪيهين شعبان هجري سنہ ست سؤ ٻاونجاهہ تي پاڻ پنهنجي زندگيءَ جو پير تعينات جي زنجير مان ڪڍي ورتو.

گر نيارد بست پائي هوشمند- حلقہ حلقہ بگسل آن زنجيررا

## شيخ نصير الدين محمود اوڌي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

گنج معاني ۽ چراغ دهلي سندن لقب آهي. نفس جيڪو بظاهر دوست ۽ عادتاً دشمن آهي. ان جي لڙائيءَ ۾ ڪين فتح منديءَ سان گڏ ڪاميابي بہ حاصل ٿي هئي. وجدان- ڪشف ۽ اشراف هي مدارج بہ ڪين حاصل هئا. شيخ جمال دهلويءَ سير العارفين ۾ لکيو آهي تہ سلطان نظام الاولياء جي زندگي نوي ۽ چار چورانوي ڪي پهتي تہ ارڙهين ربيع الثاني هجري سنہ ست سؤ پنجويهہ تي خليفن جي انجمن سڏائي ۽ هر هڪ کي خلافت جو خرقو عطا فرمائي جدا جدا طرفن ڏي موڪليو آخر ۾ چراغ دهلوي رهجي ويو ڪين پنهنجي پير جو خرقو عطا فرمائي مصلو- تسبيح ۽ ڪِستو عنايت فرمائي پنهنجو جانشين ڪيو. ۽ دهليءَ وارن جي رهنمائي سندن سپرد ڪري وصيت فرمائي تہ غيرن جي آزار ۽ تڪليف تي صبر ڪرڻ پنهنجي عادت رکجانءِ. انهيءَ ڏينهن

پوئين وقت اکيون بند ڪري عالم قدس ڏي روانہ ٿي ويا. بعد ۾ سيني خليفن بہ سندن جانشنيءَ تي خوشي سان رضامندي ظاهر ڪئي.

چون ٿا تہ سلطان محمد تغلق شاہ جو مزاج صحيح نہ هو. بغير وقت جي خواهشون ۽ ڪم پيش ڪري ڪين ناحق تڪليف پهچائيندو هو. رازدارن چراغ دهليءَ جي خذمت ۾ عرض ڪيو تہ جنهن دعا سان ڪيفر ڪردار ملي اهڙي دعا سان بدڪردار کي گوشمالي ڇو نہ ٿي ڪئي وڃي. فرمايائون تہ نصير جو معاملو پنهنجي عليم ۽ بصير سان اهڙو آهي جو هو بغير لغزش جي اهڙي آزمائش تي گوشمالي نہ ڪندو آهي. انهيءَ بنياد تي سلطان سان دل ۾ ڪدورت پيدا ڪرڻ درويش جي واسطي زيبا ناهي. بلڪ احسان مند هجڻ مناسب آهي. مطلب تہ سندن ارشاد جي دامن مان گهڻن خدا شناس ماڻهن کي ولايت حاصل ٿي ۽ اهي قطب بہ ٿيا. ڪن جا صحيح حالات انهن جي حالات جي ياداشت سان ظاهر ٿيندا آهن. جيڪي ساڻن بيعت آهن ۽ جن خلافت جو خرقو حاصل ڪيو آهي. پاڻ پير ڪان پوءِ ڇٽيهہ سال تائين ماڻهن جي هدايت ڪئي پوءِ سفر آخرت ڏي واپس ٿيا.

بيت

چـــراغ دهلي از بهر مسيحا آسماني شـد
کہ تا خورشيد رابـا خويشتن همسايہ گرداند

## شيخ ابراهيم رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ نصيرالدين چراغ دهليءَ جا امام هئا. چون ٿا تہ نماز شروع ڪرڻ وقت تڪبير اوليٰ ۾ سندن نظر ڪعبتہ اللہ شريف جي جمال تي پوندي هئي. انڪري لاچار پاڻ "منهنجو منهن ڪعبتہ اللہ شريف ڏي" چوڻ جي بجاءِ چوندا هئا تہ "منهنجون اکيون ڪعبتہ اللہ شريف ڏي" سندن قبر ڪالپيءَ هڪ قبر جي اندر آهي جيڪو مولانا خواجگي قدس سرہٗ جن جي گنبذ جي برابر آهي.

مولانا خواجگيءَ جا ٽي پائر بيا بہ هئا. مولانا مغيث الدين ۽ مولانا وجيہ الدين هي ٻئي هڪ ئي جاءِ تي اُجين ۾ پاٽيءَ جي ڪناري تي آرامي آهن. اڪثر ماڻهو جمع جي رات نذر ڪٽي ويندا آهن. ۽ مولانا غياث الدين ڳوٺ دهاڙ جي حدن ۾ آرام ڪيو آسي. ۽ هي ٻئي شهر ملڪ مالوہ ۾ آهن.

## سيد حسين نهرواله رحمة الله عليه

## خليفه نظام الاولياء رحمة الله عليه جي ياد ۾

خرق عادات جو لباس ۽ عبادت جي خلعت جيڪي معرفت ۽ حقيقت سان آراسته هئا. پاڻ بدن تي پائي ڇڏيا هئائون. هجري سنه ڇهه سؤ انهٺ ۾ عالم غيب جي خلوت خاني کان عالم ظهور ۾ تشريف فرما ٿيا. ۽ سترهن سالن جي عمر کان پوءِ خدا طلبيءَ جي رستي ۾ قدم رکيائون. هڪ سؤ تيره سال طريقت جو سير فرمائي هجري سنه ست سؤ اٺانوي ۾ عالم صورت کان معنيٰ جي ملڪ ڏي ڪوچ فرمائي ويا. سندن قبر نهرواله شهر جي تلاءَ سهسلنگ جي ڪناري آهي.

چون ٿا ته حُسن ۽ تجمل جي آغاز ۾ هڪ ڏينهن پاڻ رستي هلندي بهلول مجنون وٽ وڃي پهتا. بهلول جي خدابين اک سندن جمال ۽ حال تي پئي. اهڙا ته عاشق ٿي پيا جو خود ساڻس هلي پيا. ڪجهه بين پرستارن ٽورو هلي موڪلايو. مگر هو ته دلداده هئا. ٽورو پري هلڻ ڪارگر نه ٿيو انکري حُسن جي صاحب تنگ ٿي بهلول جي پنيءَ تي هڪ ڇهبڪ وهائي ڪڍيو. بهلول نعرو هنيو ۽ رقص ڪرڻ لڳو ڇهبڪ هڻڻ وارو نعري جو آواز ٻڌي بيهوش بلڪ ديوانو ٿي پيو. ٻارهن سال برابر هڪ وڻ هيٺان گذاري ڇڏيائين ۽ جيڪي وڻ جا پن ڪرندا هئا اُهي کائيندا هئا. اوچتو هڪ رات خواب ۾ حضور خاتم الانبياء عليه السلام جن کين **اِنَّ الَّذِيْنَ يُبَايِعُوْنَكَ اِنَّمَا يُبَايِعُوْنَ اللّٰهَ** (اي پيغمبر جيڪي ماڻهو تو سان بيعت ڪن ٿا اُهي ماڻهو بيشڪ الله سان بيعت ڪندا آهن) جي حلقي ۾ وٺي پنهنجي خاص ٽوپيءَ سان سرفرازي بخشي ۽ فرمايو ته هر دور ۾ هڪ شخص اولياءُ الله جو مدار هوندو آهي. هن زماني ۾ سلطان نظام الدين اولياءُ الله جو مدار آهن. انهن جي خدمت ۾ فوراً وَڃُ. اسين به سفارش ٿا ڪيون. حڪم جي تعميل ڪئي وئي. جڏهن پاڻ خانقاه جي دهليز تي پهتا ته سلطان نظام الاولياء باطني طريقي سان سندس اچڻ کان آگاه ٿيا. هڪ خادم کي حڪم فرمايائون ته سيد حسين کي اندر سڏيو جڏهن خادم ٻاهر آيو ته انهيءَ نالي سان گهڻن ماڻهن کي بيٺل ڏٺائون. واپس هليو ويو. حڪم ٿيو ته سيد حسين دهلويءَ کي سڏ ڪر. دهلوي نالي سان به چند ڄڻا موجود هئا. وري واپس آيو. ۽ وڃي خاموش ٿي بيهي رهيو.

حڪم ٿيو تہ دهلوي غياث پوريءَ ڪي اسين سڏي رهيا آهيون. هن ڪان پوءِ سجاٽپ ٿي ۽ پاڻ اندر آيا. سلطان نظام الاولياء انهيءَ وقت ئي پنهنجي مٿي تان ٽوپي لاهي کين ڏني. پاڻ فرمايائون تہ فقير خواب ۾ فاتحہ وحدت ۽ خاتم النبيين عليہ السلام جن سان بيعت ٿي چڪو آهي. جواب ڏنائون تہ هيءَ محبت جي ٽوپي آهي بيعت جي نہ. ان ڳالهہ تي پاڻ انتهائي عاجزي ۽ انڪساريءَ سان ٽوپي قبول ڪيائون. ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ درسي علمن جي حاصل ڪرڻ جي اجازت ملي ۽ ٿوري عرصي ۾ علم جا دروازا سندن روبرو کلي ويا حالانڪ هدايہ فقهہ تي مشڪل ڪشا حاشيو پاڻ لکيو اٿن.

خلاصو ڪلام هي تہ جڏهن ٻنهين جهانن جي ڪمالات سان پاڻ ڪامل ۽ مڪمل ٿي ويا تہ کين خلافت جو خرقو عطا فرمائي گجراتين جي هدايت لاءِ رخصت ڪيو ويو. جڏهن پاڻ پير جي حڪم جي مطابق پنهنجي همشيره بي بي آرام نالي سان گڏ گجرات آيا تہ هڪ ڳوٺ آهي ڪدوري نالي سان اتي پاڻ هڪ عرصي تائين خدا پرستي ڪندا رهيا ۽ پوءِ اتان نهروالا ۾ وڃي حجرو ٺاهيائون. ٻئي ڀيڻ ڀاءُ جي پيٽ مان پيدا ٿيا هئا تيئن خاڪ جي پيٽ ۾ وڃي آرام ڪيائون. هڪ دفعي ٻہ مرد سپاهي صورت ۾ سندن وٽ آيا. پاڻ فرمايائون تہ دوستيءَ جو شوق دل مان جوش ٿو ڪري. انهن ٻنهين شخصن پنهنجي تلوار گروي رکي قوال جو ۽ ڪچڙيءَ جو خرچ ڪيو ۽ پوءِ سندن خذمت ۾ آيا. پاڻ سماع ٻڌي خوش ٿيا ۽ ٻنهين کي خير جي دعا سان ٻنهين جهانن جون نعمتون ڏئي مالا مال ڪيائون.

چون ٿا تہ وقت جو بادشاهہ رعايا سان ظلم ڪندو هو. پاڻ گهڻي ئي پند و نصيحت فرمائي. بادشاه جا ڪَنَ خوشامد ٻڌڻ جا عادي هئا. لهذا اها ڳالهہ ان کي پسند نہ آئي. پاڻ جلال ۾ اچي وري پيغام موڪليائون تہ تون ڪجهہ بہ نہ آهين. عزل ۽ نصب اسان جي اختيار ۾ آهي. ظلم ڪرڻ ڪان باز اچ يا واپس سفر جي واسطي تيار ٿي وڃ. هُـن بدمستيءَ سان هن تنبيهہ کي بہ بس هوا سمجهو. انهيءَ ئي ڏينهن نانگن ۽ وِڇُـن جا لشڪر چئني طرفن ڪان ايندي نظر آيس. جڏهن سلطان هيءَ صورت ڏٺي تہ ظلم ڪان باز اچي توبهہ ڪيائين. ۽ ڪجهہ رقم سيد جي خرچ لاءِ مقرر ڪري مريدن واري سلوڪ سان پيش آيو.

## بي بي آرام حصور رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ سيد حسين نهرواله رحه جي ڀيڻ آهي. شريعت ۽ طريقت جو رستو هلڻ ۾ پنهنجي عارف ڀاءُ جي برابر هئي. جڏهن ڀنهين کي بزرگوار پير سلطان المشائخ نظام الاوليا جي خذمت مان گجرات وڃڻ ۽ رهڻ جي اجازت ملي ته الاهي توفيق کي رفيق بنائي ڀئي انهيءَ ملڪ ۾ وڃي پهتا. ڳوٺ ڪدوري علائقي ديوهيءَ ۾ عبادت ۽ قيام لاءِ ڪنڊ اختيار ڪيائون. ۽ خداءِ تعالٰي عزاسمہ جي عبادت ۾ زندگانيءَ جو ماحصل يعني بي بها انفاس صرف ڪري دربار الاهيءَ ڪان سعادت قبول حاصل ڪئي. هڪ شخص محض بيهودو ۽ بي عقل هو. اتفاقاً اتي اچي نڪتو ۽ اهڙي طريقي سان سوال ڪيائين، جيڪو ادب جي بلڪل خلاف هو. يعني توهان ڀنهين جي وچ ۾ ڪهڙو تعلق آهي. جواب مليو ته پاڻ ۾ ڀاءُ ڀيڻ آهيون. هن انهيءَ جواب کي ڪوڙو سمجهيو ۽ اهڙي نامناسب گفتگو سان پيش آيو جنهن سان آزار پهتو ۽ سيد جي پنيءَ تي گستاخيءَ سان لڪڻ هنيائين. روايت آهي ته انهيءَ لڪڻ جو نشان انهيءَ ظالم جي پنيءَ تي لڳو. چون ٿا ته هن وقت تائين انهيءَ ڳوٺ ۾ انهيءَ شخص جي نسل مان جيڪو ٻار پيدا ٿيندو آهي ان جي پنيءَ تي اُهو نشان ضرور هوندو آهي. ان ڪان پوءِ ڪجهه ڏينهن بعد پير بزرگوار جي اجازت سان پنهنجي ڀاءُ سان گڏ شهر نهرواله ۾ وڃي جهوپڙي ناهيائون، ۽ هجري سن ست سؤ نوي ۾ ڪوچ ڪيائون. خوابگاه تلاءَ سهسلنگ جي ڪناري تي آهي. جنهن جي پاڻيءَ سان نهرواله جا ماڻهو سيراب ٿيندا آهن.

## سيد نورالدين مبارڪ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ سيد محمد ڪرمانيءَ جا وڏا فرزند آهن. حضرت گنجشڪر رحه جي طرف ڪان ڪنيت ابوالقاسم ملي هئن، ۽ گهڻيون عنايتون ڏنائون. خلافت جو خرقو خواجه قطب الدين ابو محمد چشتيءَ ڪان حاصل ڪيائون. جيڪي پنهنجي وڏي ڏاڏي خواجه مودود چشتيءَ جا سجاده نشين هئا. قدس سرهم فرمائيندا هئا ته جنهن زماني ۾ خواجه ابو محمد جي والد بزرگوار رحلت فرمائي هئي. ان زماني ۾ خواجه محمد گهٽ عمر جا هئا. ان ڪري سوٽن سجاده نشينيءَ جي

قابل نہ سمجهي توقف ڪيو. شيخ نظام الدين علي چشتي خواجہ ابو محمد جا چاچا هئا. سلطان غياث الدين بلبلن جي عهد ۾ خراسان کان اچي دهليءَ ۾ اقامت فرمائي هئائون. شهر جي معززن خواجہ زور ۽ خواجہ غور ڪي شيخ نظام الدين علي چشتيءَ جي خذمت ۾ موڪليو. ۽ سجاده نشينيءَ جي تجويز انهن جي راءِ تي منحصر رکي. شيخ نظام الدين علي چشتيءَ جن جواب ۾ لکي موڪليو تہ سجاده نشينيءَ جي خلعت خواجہ محمد کي ئي ملڻ گهرجي. جيئن تہ هن قرارداد ۾ لغزش جي صورت پيدا ٿي لهذا واليءَ خراسان ملڪ شمس الدين موڏوديہ خرقو ۽ عصا هڪ گهر ۾ تالا لڳائي بند ڪيائين ۽ منصب جي دعويدارن کي الڳ الڳ موڪليائين ۽ چيائين تہ گهر جو دروازو بغير چابيءَ جنهن جي لاءِ کلي ويندو اُهو ئي سجاده نشين سمجهيو ويندو. آخرڪار خواجہ ابو محمد جي واسطي دروازو کلي ويو. پوءِ پاڻ صاحب سجاده ٿي يوسفي ولايت حاصل ڪئي.

## شيخ محمد نهروالہ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ اُتي پسگردائيءَ ۾ شيخ حاجيءَ جي نالي سان مشهور آهن. جوانيءَ جي دور ۾ پاڻ روم جي هڪ حصي زمين ۾ خطبہ ۽ سڪي جا صاحب هئا. ازلي جذبي کين ظاهري سلطنت کان ڪڍي معنوي سرداريءَ جي باغ جي هوا مٿي ۾ پري. پاڻ قطب يزداني سيد احمد ڪبير رفاعيءَ جي خذمت ۾ ويا ۽ بيعت ٿي ويا. ڪنهن خاص خذمت جي واسطي عرض ڪيائون تہ خاص طعام پچائڻ جو منصب عطا ٿين ۽ مرشد جي توجہ سان سندن ظاهري ۽ باطني پرورش ٿي. حالات ۾ ترقي ٿيڻ شروع ٿي ايتري قدر جو پنهنجي ڪمال ۾ ڪامياب ٿيا. هڪ ڏينهن بورچي خاني مان ڪفگير غائب ٿي ويو ۽ ڪاڏي ڪڍڻ جو وقت اچي ويو. تلاش جي گنجائش نہ رهي پاڻ **قُلْنَا يَا نَارُ كُونِيْ بَرْداً وَسَلاَماً عَلىٰ اِبْرَاهِيْمَ** (اسان حڪم ڏنو تہ اي باهہ ابراهيم عہ جي لاءِ ٿڌي ۽ سلامتيءَ واري ٿيءُ) پڙهي. هٿ کان ڪفگير جو ڪم وٺي گرم ڪاڏو ڪڍيائون، ۽ پير بزرگوار جي سامهون ڪڻي ويا. جيئن تہ پير

کي ماجرا معلوم هئي. فرمايائون تہ شيخ محمد هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ تنهنجي ابراهيمي ولايت جي برڪت سان ماڻهو فيض حاصل ڪن. ۽ هدايت سان سڌي رستي تي اچن پوءِ خلافت جي خلعت عطا فرمائي انتخاب ڪيل صوفين جي هڪ جماعت ساڻ ڪري ۽ هندوستان جي سفر جي اجازت فرمائي. ٻہ خرمانين جون ڪڪڙيون رخصت جي وقت سندن حوالي ڪيون ۽ فرمايو تہ هر هڪ منزل تي شام جي وقت هنن ڪڪڙين کي مٽيءَ ۾ پوکي ڇڏجانءِ جتي هي ٻہ ڪڪڙيون صبح تائين ڄمي پون تہ انهيءَ جاءِ کي پنهنجي حياتي ۽ موت جي جاءِ سمجهڻ گهرجي. مطلب تہ مرشد جي شهر کان گجرات تائين انهن ڪڪڙين کي ڄمڻ جي اجازت نہ ٿي. جڏهن نهرواله شهر ۾ پهتا ۽ ڪڪڙيون پوکيائون تہ اتي ڄمي پيون اُتي هڪ پرستش گاه هو جنهن ۾ شهر جا ماڻهو ننڍا وڏا سڀ مورتين کي پوڄڻ لاءِ صبح ۽ شام ايندا هئا ۽ گجرات جو حاڪم بہ مورتين جو پرستار هو. نهرواله ۾ ان جي گاديءَ جو هنڌ هو. انهيءَ پرستش جي جاءِ تي صوفين جي جماعت سان درويش جي اچي ويهڻ جي خبر حاڪم کي پئي. حڪم ڏنائين تہ هڪ وڏي جماعت وڃي ۽ اچڻ وارن کي بت خاني (مندر) جي ويجهڙائيءَ مان زوريءَ پري ڪري. انهيءَ حڪم جي تعميل ۾ ماڻهو لشڪرن جي صورت ۾ ڪي سوار ڪي پيادا چئني طرفن کان مندر جي طرف روانہ ٿيا. صوفين فوج جي اچڻ جي ڪيفيت شيخ جي خذمت ۾ عرض ڪئي. فرمايائون تہ استقامت ۽ صبر سان پاڻ کي خدا جي حوالي ڪيو. انهيءَ حقيقي حفيظ جي نگهبانيءَ جو ثمر ازخد ظاهر ٿيندو. ڇو تہ آسمان ۽ زمين جي اندر جيڪي ڪجهہ آهي انهن ٻنهين جي وچ ۾ اهو سڀ نبوت جي زماني کان اصالتہً عليهم السلام جي تسخير ۾ هو. ۽ خاتمہ نبوت کان پوءِ **عُلَمَاءُ اُمَّتِيْ كَاَنْبِيَاءِ بَنِيْ اِسْرَائِيْلَ** (منهنجي امت جا علماءَ بني اسرائيل جي نبين وانگر هوندا) جي حڪم تحت اُهائي تسخير اتباع ۽ وراثت جي لحاظ سان اولياءِ امت محمديہ ﷺ جي حوالي تي آهي. **عَلَيْهِ التَّحِيَّۃُ وَالصَّلٰوةُ**- ٿوري دير ڪنڌ جهڪائي ويٺا ۽ پوءِ هڪ خادم کي حڪم ڏنائون تہ اچڻ واري لشڪر جي طرف ڪجهہ قدم وَڃُ جڏهن لشڪر نظر اچي ان وقت زمين کي حڪم ڪر تہ ماڻهن جا پير ۽ گهوڙن جا سنب اهڙي طرح پڪڙي ڇڏي جو هڪ قدم بہ اڳتي نہ وڌن. خادم حڪم جي مطابق عمل ڪيو ۽ زمين

حڪم ڪي قبول ڪيو. لشڪر وارن جيتري بہ نڪرڻ جي ڪوشش ڪئي زمين ۾ ڏنسبا ويا آخرڪار مجبور ٿي انتهائي عاجزي ۽ انڪساريءَ سان پيش آيا ۽ عهد ڪيائون تہ جيڪڏهن زمين اسان کي ڇڏيندي تہ واپس هليا ويندا سين. خادم جي چوڻ تي زمين کين ڇڏيو انهن راجہ وٽ وڃي سڄي حقيقت بيان ڪئي. راجہ تعجب ۽ حيرانيءَ ۾ سڄي رات نگرانيءَ ۾ گذاري. صبح سان ڪجهہ ماڻهو ساڻ وٺي شيخ جي خدمت ۾ آيو ۽ هڪ نظر ڏسندي ئي عاشق ٿي پيو. فرمايائون تہ درويش جي ملاقات ڪي بتن جي پرستش جو حصو نہ بڻاءِ. جڏهن راجہ واپس پنهنجي گهر موٽي ويو ۽ خدمت جو عزم ڪري حضوريءَ جي سعادت حاصل ڪيائين تہ پاڻ فرمايائون تہ راجہ! جيڪي پنهنجون ناهيل شيون هجن انهن کي معبود قرار ڏيڻ عقل وارن کي نہ ٿو نهي. هاڻي انصاف سان ٻڌاءِ تہ تعصب کي ڇڏي تہ ڇا هي پٿر جون مورتون ڪم پوڻ تي دعا قبول ڪرڻ جي طاقت رکن ٿيون. فَبُهِتَ الَّذِيْ كَفَرَ (پوءِ ڪافر حيران ٿي ويو) راجہ کوبہ جواب نہ ڏنو. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن هي تنهنجا ڪوڙا معبود خداءِ برحق جي حڪم سان منهنجي اطاعت ڪن تہ ڇا تون اسلام قبول ڪندين. هن جواب ڏنو تہ مان اڪيلو نہ پر سڄو خاندان ايمان آڻيندا سين. پاڻ وڏي بت کي حڪم ڏنائون تہ اُٿي هن لوٽي کي حوض جي پاڻيءَ سان ڀري اچ. بت فوراً چستي ۽ چالاڪيءَ سان اٿيو ۽ لوٽي ۾ سڄي حوض جو پاڻي ڀري آيو ٿوري دير کان پوءِ پکي پکڻ حيوان ۽ انسان مطلب تہ سڀ جاندار پاڻي نہ هئڻ ڪري شور ۽ دانهون ڪرڻ لڳا. شيخ فرمايو تہ اي بت هاڻي سڀ پاڻي تلاءَ ۾ وجهي اچ ۽ لوٽي جي مقدار جيترو هن ۾ رهڻ ڏي. بت حڪم جي مطابق تعميل ڪئي. هي حال ڏسي راجہ- سپاهہ ۽ سڄي رعيت اسلام قبول ڪري ابدي دولت سان سرفراز ٿي. چون ٿا تہ انهيءَ ڏينهن کان وري نئين سر نهرواله ۾ اسلام ۽ مسلمانيءَ جو بنياد پيو. عام هندو ۽ خاص ڪري برهمڻ جي تاريخ ۾ هيءَ ڪرامت لکيل آهي. محرم کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي نہ ٻڌائيندا آهن. آخرڪار جڏهن اُخروي سفر پيش آيو تہ جيڪا جاءِ سندن عبادت جي هئي، انهيءَ ئي جاءِ تي سندن ابدي آرامگاه بنايو ويو.

آگاهہ دل ۽ مبصر ناظرين کي خيال ايندو تہ انهيءَ قسم جي ڪرامت جي هڪ ڳالهہ بت جي اطاعت ۽ شهر وارن جي متعلق حضرت معين الدين چشتي

اجميريؒ جي نالي بہ لکيل آهي. ۽ اُها زماني ۾ زبان زد آهي ۽ تاريخ فيروز شاهيءَ ۾ بہ لکيل آهي. ليڪن نهرواله جا عالم ۽ پراڻا ماڻهو شيخ حاجيءَ ڏي منسوب ٿا ڪن. مطابقت جو سبب ڪو ڏکيو معلوم نہ ٿو ٿئي ڇو تہ عمل جو ٻنهين کان ٿيڻ ممڪن ۽ اتفاقي ڳالھ آهي. شايد ٻنهين بزرگن کان هڪ جھڙو عمل صادر ٿيو هجي. اصل حقيقت ڪي تہ الله تعاليٰ ئي خوب ڄاڻي ٿو.

## خواجہ يعقوب ابن خواجہ ابنِ خواجگيؒ جي ياد ۾

پاڻ خراسان جي بادشاهن جي نسل مان هئا. پاڻ تصوف ۽ تحقيق جي بزم جا صدر نشين هئا. سندن ذات ۾ احمدي معشوقيءَ جي جھلڪ نمايان هئي. ۽ ڪين حُسن جي آسمان جو سج چوڻ غلط نہ آهي. حسبي ڪمالات- نسبي خوبيون- عملي سعادتون ۽ علمي مرتبا هي سڀ وصفون ڪين حاصل هيون. اوچتو خدا طلبيءَ جي خواهش سندن دل ۾ پيدا ٿي. جيڪي شاخون سندن هستيءَ جي باغيچي ۾ هيون. انهن سيني ۾ الاهي جذبات جي تاثير سان ميوا لڳي ويا. هن وقت جذب جي قوت گريبان کان پڪڙي ڪين فقر جي بارگاه ۾ ڇڪي آندو آهي. ايتري قدر جو پاڻ پنهنجو مسڪن ڇڏي سياحيءَ لاءِ نڪري پيا ۽ مسافرت جو رستو اختيار ڪيائون. آخرڪار تقديري ڪرشمي ڪين نهرواله شهر ۾ قيام پذير ڪيو جيڪو پٽن جي نالي سان مشهور آهي. سندن بلند وصفن ۽ اعليٰ حالتن جي ڪا انتهيٰ نہ آهي جڏهن بہ راقم جي قلم سندن صفتن لکڻ جي همٿ ٻڌي تہ بيان ۽ عبارت همراهي ۽ زبان ۽ قلم مَسُ کان ٻري رهيا. چون ٿا تہ فصوص الحکم جي درس جي وقت سندن مبارڪ جسم ڪائين وانگر ٻري خاڪ ٿي ويو هو ۽ واقعو هن طرح آهي تہ قاضي ڪمال الدين خواجہ جي خذمت ۾ فصوص الحکم جي درس جي درخواست ڪئي هئي. فرمايائون تہ هن درس جي واسطي لازم آهي تہ درس ڏيندڙ، خواننده ۽ والي ملڪ انهن ٽنهين شخصن مان هڪ شخص پاڻ کي فدا ڪرڻ گھرجي. جيئن تہ تنهنجي واسطي پڙهڻ جو باعث پنهنجي برخورداري ۽ ٻين کي تعليم ڏيڻ آهي. ۽ والي ملڪ جي عالي ذات سان ناطق ۽ غير ناطق گھڻن جاندارن جي حياتي

وابستہ آهي. انکري توهان ۾نهين جي سلامتي ضرور درڪار آهي. پوءِ لازم آيو تہ خود مدرس پاڻ کي هن قربانيءَ لاءِ وقف ڪري. چـون ٿا تـہ جڏهن تاريخ تيرهين جمادي الآخر هجري سنہ ست سؤ اٺانوي تي فصوص الحکم پورو ٿيو تہ پاڻ ڪشاده پيشانيءَ سان خدائي درگاه ڏي ڪوچ فرمايائون. واپسـيءَ واري سفر ڪان پوءِ سندن باري ۾ ننڍي ڪان وڏي تائين نهرواله جا ماڻهو هي ترانو ڳائيندا آهن تہ وَلَاتَقُولُوا لِمَنْ يُّقْتَلُ فِي سَبِيلِ اللهِ اَمْوَاتٌ (جيڪي ماڻهو الله جي رستي ۾ ماريا وڃن انهن کي مئل نہ چئو) ۽ اهو بہ چوندا آهن تہ سندن روحي تصرف رحلت ڪان پوءِ بہ ظاهري زندگيءَ جي مثل آهي. جنهن جي دل ۾ سندن تلقين ۽ بيعت جو ارادو پڪو هوندو آهي. اُهو سندن قبر تي وڃي پنهنجو اندروني خيال ظاهر ڪندو آهي ۽ پاڻ ظاهر ظهور موجود ٿي هدايت جون رسمون بجا آڻيندا آهن. جيئن تہ سندن وفات ڪان پوءِ جي مريدن ۾ شيخ داؤد- شاه محمد ۽ سليمان نـي شخص تہ اهي ۽ ٻيا انهن ڪان سواءِ اصحاب بہ هن تذڪري جي تصنيف واري سال ۾ حيات آهن. شيخ يعقوب صديقي احمد آبادي- غوث الرحمن جي بزرگ خليفن مان هئا. بيان ٿا ڪن تہ هڪ سال ۾ احمد آباد ڪان شيخ عبدالله صوفيءَ جي فيض بخش خدمت جو پڪو ارادو ڪري آڳري ويو هو. واپسيءَ جي وقت پَٽَنَ ڪان ٿيندا آيا. حوض سهسلنگ جي ڪناري سيد خدا بخش جي متبرڪ روضي ۾ ترسيو ضروري آرام ڪان پوءِ ڪمال شوق جي بي انتها عشق سان خواجہ يعقوب جي زيارت جي واسطي هليو. جن جي مرقد منور هن حوض ڪان ٻن تيرن جي فاصلي تي آهي. جڏهن سندن مسجد شريف ۾ پهتو تہ سڀ شوق ۽ وجد جي باهہ ٿڌي ٿي وئي. پڪاريائين تہ ترقيءَ جي اميدوار کي لٿي وڻ ڪيئن مناسب آهي. ايتري ۾ هڪ بيت هندي زبان ۾ مسجد جي ديوار تي لکيل ڏٺائين پڙهڻ سان معرفت ۽ وجد جون لهرون اچڻ لڳيون. ۽ انهيءَ وقت اهو بيت بہ ديوار تان ۽ خيال مان گم ٿـي ويـو. بس اهـو معلوم ٿيو تـہ هـي بيت يَمْحُوااللهُ مَايَشَاءُ وَيُثْبِتُ وَعِنْدَهٗ اُمُّ الْكِتَابِ (خدا جنهن کي چاهي منسوخ ڪري ڇڏي ۽ جنهن کي چاهي قائم رکندو آهي. ۽ ان وٽ اصل ڪتاب (يعني لوح محفوظ) موجود آهي) جي قلم سان لکيو ويو جيڪو خواجہ جي تصرف جي هٿ ۾ ڏنو ويو آهي.

## قاضي علم الدين رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن مٿان علمن جي حقائق جو منهن ۽ دقيق اسرارن جو پردو رکيل هو. وقت جي مشائخن جا قطب- زماني وارن جا شيخ ۽ خدا شناسن جا پيشوا هئا. قاضي عين الدين ابن نجم الدين صديقي جا پٽ هئا. سلطان السادات صدرالدين سيد راجوءَ جا خليفا هئا جيڪو مخدوم جهانيان جو ڀاءُ هو. صورت ۽ معنيٰ ٻنهين طرح سان خواجه مودود شڪر جا مصاحب هئا. جيڪو شيخ عزيزالله متوڪل مندويءَ جو پير آهي. قراءة جو علم سندن موروثي هو. ٻين علمن کي زياده ۽ بهتر ڄاڻندا هئا. سندن علمي باغيچي کي افعال جي چشمي کان گهڻي سيرابي هئي. ۽ بي حساب فيض سان کين ايتري ته ڪاميابي حاصل ٿي هئي جو عقيدت مند سندن خذمت جي باغ مان معرفتن جا بي شمار ميوا صرف هڪ دفعو ڏسڻ ۽ وڃڻ سان حاصل ڪندا هئا. مطلب ته سندن بزرگيءَ جي شرح عبارت ۾ آڻڻ جي طاقت کان ٻاهر آهي. عمر اناسي سال هئن پاڻ هي سڄو زمانو هن هوش سنڀالڻ کان وٺي ان وقت تائين جو روح بدن مان جدا ٿيو خدا طلبيءَ جي رستي ۾ صرف ڪيائون ۽ عرفان جو گهر خريد ڪيو هئائون. تاريخ ويهين رمضان المبارڪ هجري سن ست سؤ سٺ تي اعليٰ دارالحڪومت جي طرف روانا ٿيا.

ڪانئن پوءِ سندن فرزند شاهه مودود جانشين ٿيو ۽ پنهنجي والد بزرگوار جي خانقاه کي ٻيهر رونق بخشي. ڇا تصوف جي رستي ۾ ۽ ڇا مشيخيت جي طريقي ۾- ڇا قراءت جي علم ۾ ۽ ڇا ٻين علمن ۾ ڪمال حاصل هئن. هميشه طالبن جي درس ۽ تلقين ۾ مشغول رهندا هئا. سندن دور ۾ ڪوبه ماڻهو سندن جامعيت جي برابري نه ڪري سگهندو هو. پنجاسي سال جي عمر هئن. هيءَ سڄي عمر انهي صفات ۽ الاهي اخلاق سان گذارڻ جي ڪوشش ۾ پوري ڪيائون. آخرڪار ستين رجب هجري سن اٺ سؤ تيرهن ۾ دائمي عالم ڏي روانا ٿيا ۽ قدسي گهر اختيار فرمايائون. خوابگاه نهرواله ۾ اٿن جيڪو هن زماني ۾ پَٽَنِ نالي سان گجرات صوبي ۾ مشهور آهي.

## شيخ برهان الدين نهروالہ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ قاضن جا خليفا هئا. ڪشف ۽ ڪرامتن جي خزاني ۽ عقلي و نقلي علمن جا مالڪ هئا. طبيعت جو ميدان مناسب ۽ موزون ڪلام جي طرف سيني ڳالهين کان وڌيڪ هو. فارسي غزل ۽ عربي قصيدو عاشقانہ ۽ شاعرانہ چوندا هئا. چون ٿا تہ هڪ ڏينهن پير بزرگوار جي خدمت ۾ عرض ڪيائون تہ شيخ سعدي رحہ شيرازي کي خواجہ خضر عليٰ نبينا و عليہ السلام وٽان مناڻ مليو هو. انڪري سندن ڪلام اهڙو تہ منو ۽ نمڪين ٿيو ۽ اهڙيءَ طرح امير خسرو رحہ دهلويءَ کي بہ مالڪ ولايت سلطان المشائخ حضرت نظام الاوليا جي عنايت سان پنهنجي نثر ۽ نظم جو رنگ اعليٰ درجي جي پختگيءَ کي پهچائي سڄي جهان جي اهل سخن کي بي انتها لذت بخشي هئي. اهڙي طرح هاڻي هي مريد بہ پنهنجي پير کان اميدوار آهي. فرمايائون تہ رباني ڪلام جي خزاني مان ڪجهہ نقد تنهنجي اعتقاد جي موافق توکي بہ ڏنو ويو. انهيءَ ڏينهن کان سندن ڪلام ۾ ۽ سندن گفتار ۾ هڪ نئي رنگ پيدا ٿي ويو هو. اَسي جلد ڪتابن جا تصنيف ۽ تاليف ڪيائون. ۽ هر هڪ علم ۾ باريڪ باريڪ اعتراض ۽ عمده عمده بحث لکيا اٿن. جيڪي ذوق جي مطابق سجاٽپ ۾ اچن ٿا. انهن جو اصلي بيان جيئن سندن خيال ۾ هو قلم جي زبان سان ادا نہ ٿو ٿي سگهي. جيئن تہ هن ڪتاب جا ورق نظم سان گهٽ تعلق ٿا رکن لهـذا سندن ڪلام جو ڪوبہ حصو سندن ذڪر جي باب ۾ نہ لکيو ويو.

## شيخ شهاب الدين عاشق رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن پيدائش ۽ قبر ٻئي دهليءَ ۾ آهن. حقيقي عشق ۽ مجازي محبت ٻئي گڏوگڏ رکندا هئا. شيخ بدرالدين غزنويءَ جي خدمت مان گهڻو فيض حاصل ڪيائون. هميشہ ڪنهن نہ ڪنهن مظهر جي جمال سان وابستگي پيدا ڪري ان کي حقيقي حالت جو پردو بنائي رکندا هئا. ۽ ظاهري ۽ معنوي ٻئي خوبيون ملائي مُشَاهَدَةُ الْكُلِّ فِي الْكُلِّ جي استغراقي ڪيفيت پهچائيندا هئا. پاڻ شيخ امام الدين ابدال جا مريد ۽ خليفا آهن.

## شيخ عماد الدين دهلوي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ خانواده چشتيہ جي بزرگن مان آهن. گھڻن صوفي مشائخن جي خدمت مان فائدو حاصل ڪيائون. خلافت جو خرقو شيخ شهاب الدين عاشق ڪان مليل هئن. ڪي چون ٿا تہ پاڻ شيخ امام الدين ابدال جا مريد آهن ۽ شيخ تاج الدين امام سندن خاص مريدن مان آهن. قدس سرہُ.

## شيخ جلال الدين مجرد رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ ترڪستاني هئا. مگر پيدائش بنگالہ جي اٿن. سلطان سيد احمد جا خليفا آهن. چون ٿا تہ هڪ ڏينهن روشن ضمير پير جي خدمت ۾ عرض ڪيائون تہ منهنجي آرزو آهي تہ جهڙي طرح حضور جي رهنمائيءَ جي بدولت جهاد اڪبر ۾ ڪنهن حد تائين فتح مندي حاصل ٿي آهي. اهڙي طرح حضور جي عطا ڪيل همٿ جي طفيل جهاد اصغر سان بہ دل جي تمنا پوري ڪيان، ۽ جيڪو دارالحرب هجي ان جي فتح ڪرڻ ۾ ڪوشش ڪري غازي يا شهيد بنجان. پير بزرگوار سندن عرض قبول فرمائي پنهنجي بزرگ خليفن مان ست سؤ ماڻهو ساڻن همراه ڪيا العزة الله- جتي بہ مخالفن سان لڙائي ٿي فتح حاصل ڪيائون گھڻي تعجب جي ڳالهہ اِها آهي تہ هن گھڻو ڀري پيچ ڍُڪَ ۾ روزيءَ جو دارومدار صرف غنيمت جي مال تي هو. ۽ تونگرانہ زندگي رکي. جيڪي بہ گھاٽيون ۽ مال مويشي فتح ٿيندا هئا. ساٿين مان ڪنهن هڪ کي ڏئي اتي اسلام جي اشاعت ۽ رهنمائي ان جي سپرد ڪري ڇڏيندا هئا. صوبي بنگال جي پرڳڻن ۾ هڪ ڳوٺ آهي سريهت- انهيءَ ڳوٺ وٽ جڏهن پهتا تہ ٽي سؤ تيرهن ماڻهو همراهيءَ ۾ باقي رهيا. هڪ لک پيادا ۽ ڪئي هزار سوارن جو مالڪ راجہ گرڙ گوند متئين ڳوٺ جو حاڪم هو ۽اهو هن گھڻ تعداد جي گروه جي مقابلي ۾ گھڻو وڌيڪ هو. جو تہ هي گروه انهيءَ بي انتها لشڪر جي مقابلي ۾ اها نسبت بہ نہ پيو رکي جيڪا لوڻ کي ڪاڌي سان هوندي آهي ليڪن جڏهن لڙائي شروع ٿي تہ تقدير جي پردي کان **كَمْ مِّنْ فِئَةٍ قَلِيلَةٍ غَلَبَتْ فِئَةً كَثِيرَةً بِإِذْنِ اللهِ** جي ڪرامت ظاهر ٿي ۽ اُهو پيڪر پرست پچي ملڪ عدم ڏي سواءِ اڪيلي جان جي ڪجهہ بہ نہ ڪٽي وجي سگھيو. ۽ سي زمين

غازين جي هٿ آئي. شيخ مجرد سچي فتح ٽيل زمين جا حصا ڪري پنهنجي ساٿين کي ڏئي ڇڏي. هن تقسيم مان هڪ ڳوٺ شيخ نورالهديٰ ابوالڪرامات سعيدي حسنيءَ جي حصي ۾ بہ آيو اُتي عيال دار ٿيا ۽ فرزند بہ ٿين. شيخ علي شير انهن جي ئي نسلن مان آهي. شيخ علي شير هي بيان مشرح نزهتہ الارواح جي مقدمي ۾ لکيو آهي. هي حال ڪجھہ قدر شيخ علي شير جي ذڪر ۾ لکيو ويندو.

## شيخ سيد معين الدين ايرجي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

ڇون ٿا تہ پاڻ دهليءَ وڃي سلطان نظام الاوليا جي خدمت ڪئي. سلطان الاولياءپهرين ملاقات ۾ پڇو تہ سيد کي ڪهڙي سلسلي ۾ بيعت حاصل آهي. پاڻ عرض ڪيائون تہ پنهنجي ڏاڏي خاتم الانبياءَ عليہ السلام جو مريد آهيان. سلطان الاوليا کي سندن هن جواب سان حيرت ٿي رات جو خواب ۾ رسول خدا عليہ السلام کي ڏنائون تہ پاڻ ﷺ هڪ ٽوپي سلطان الاولياءکي ڏنائون ۽ سيد جي نالي ڪيائون پاڻ بہ خواب ۾ اهوئي واقعو ڏٺائون. صبح جو جڏهن پاڻ ۾ ملاقات ٿي حڪم جي تعميل عمل ۾ آئي. انهيءَ بنياد تي ماٺهو سيد کي سلطان الاولياء جو خليفو سمجهندا آهن. سندن قبر ايرج ۾ آهي.

## سيد احسن رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ سيد معين الدين ايرجيءَ جي پوٽن مان آهن. ڪين شريعت جو ڪمال ۽ تقويٰ جو جمال حاصل هو. چون ٿا تہ سياحيءَ جي دوران اهل ولايت بديع الدين شاهہ مدار جو گذر ڪالپيءَ ۾ ٿيو جيڪو ايرج کان ويهن ڪوهن جي فاصلي تي آهي. انهيءَ خيال سان تہ شاهہ مدار جو گذر هن ڳوٺ ۾ نہ ٿئي. ايرج جي اڪابرن اهو فيصلو ڪيو تہ سيد ڪالپيءَ وڃي ۽ شاهہ سان پهرين ملاقات ۾ ئي اهڙو نقشو وهاري جو ايرج اچڻ جو خيال ئي شاهہ جي ذهن ۾ نہ اچي. سيد ڪالپيءَ ۾ آيو تہ اتفاق سان شاه مدار جي دروازي تي سيد ۽ علي خان لوڌي هڪ ئي وقت پهتا. شاهہ خان کي اندر سڏايو ۽ سيد ٻاهر رهجي ويو. اهو بلڪل صحيح آهي تہ هي عمل ٻنهين جي اندروني خيالات جو ظهور هو.

**لِاَنَّـهُمُ جواسيس قلوب** (ڇو تہ هي ماڻهو دلين جا جاسوس آهن) شاھ کي سيد جي ڳالھ خيال ۾ اچي وئي هئي. فرمايائون تہ سيد کي ڪاوڙ ۾ جوش اچي رهيو آهي. جلدي عزت سان اندر وٺي اچوس. جڏهن سيد اندر آيو تہ شاھ جو هٿ پڪڙي پاڻ ڏي ڇڪي آغوش ۾ دٻايائين ۽ پنهنجو حسب نسب بيان ڪري چيائين تہ جيڪو اهڙي شخص سان ياڪر پائي اُهو ٻئي جهان جي تڪليفن کان آجو ٿي ويندو. ٻي اها ڳالھ چئي تہ ملاقات جو مطلب هڪ ٻئي سان سڃاڻپ ٿيڻ آهي. ۽ ٻنهين جي منهن جو حسن ۽ قبح ظاهر ٿي پوندو آهي ۽ منهن تي برقعو رکڻ سان اِها حالت نہ ٿيندي آهي. شاھ فرمايو تہ درويشن جي ديدار لاءِ خدابين اک گهرجي جيڪا تاب سهي سگهي ۽ اهو چئي برقعو ڪٽي ورتو. سيد جو بيان آهي تہ نظر جي سامهون بجليءَ جهڙي چمڪ ٿي ۽ شعاع گهڻا ٿيڻ سان اکيون منهن جي ڪيفيت نہ معلوم ڪري سگهيون. ان کان پوءِ سيد موڪلائڻ وقت سلام عرض ڪري ايرچ روانو ٿيو. قاضي شهاب الدين جيڪو پرڪالہ آتش مشهور آهي. پير کان پڇائين تہ شخص جيڪو ايتري دليري ڪري سلامت رهيو. ڪير هو. شاھ ٻڌايو تہ فلاڻو سيد آهي ۽ منهنجي ٻہ دل ۾ آيو تہ هن کي تير جو نشان بنايان ليڪن شريعت جي هٿيارن هن جي جسم کي پيرن کان مٿي تائين اهڙيءَ طرح محفوظ ڪري رکيو هو جو ڪنهن جو تير ڪارگر نہ ٿي ٿي سگهيو ۽ حضور خاتم النبين عليہ السلام جو مقدس روح منهنجي اکين جي سامهون اچي ويو ۽ فرمايو تہ هي منهنجو حقيقي فرزند آهي. ڪاٿي ائين نہ ٿئي تہ درويش جي غضب سان جنهن کي حقيقي قهر جو شعلو چوڻ گهرجي. ڪو نقصان پهچي وڃي. انهيءَ سبب هن جا سڀ ناز ڪٽندو ويس ۽ مان پنهنجو غصو پي ويس سندن قبر ايرچ ۾ آهي.

## مخدوم قاضي برهان الدين رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

ڪين سيادت- ولايت- فضيلت ۽ مقبوليت ۾ مٿاهين نسب ۽ حسب جو درجو حاصل هو. جڏهن فيروز شاھ دهلويءَ جي وفات کان پوءِ طوائف الملوڪي ٿي. تہ دلاور خان جي پٽ هوشنگ جنهن جو نالو خاني خطاب ملڻ کان پهريائين امين شاھ هو. شاهان غور جي نسل مان هو. صوبي مالوه ۾ خطبو ۽ سڪو پنهنجي نالي جو جاري ڪري ڇڏيائين. انهيءَ جي ئي عهد ۾

مخدوم مشرقي ملڪ کان اچي منڊو (ماندو) ۾ آباد ٿيو هو ۽ سلطان هوشنگ سندن مريد ٿي ويو هو. چون ٿا تہ گونڊوانا جي قريب هڪ قلعو آهي. جاج ننگر- ۽ اهو قلعو دکن جي سرحد بہ آهي. هڪ سال سلطان انهيءَ قلعي تي لشڪر ڪشي ڪئي. مقصد اهو هو تہ اهو قلعو فتح ڪيو وڃي ۽ گونڊوانہ کان هاٿي پهچايا وڃن اتي هڪ رات خواب ۾ ڏنائون تہ ممبر جو هڪ پايو ڪري پيو آهي ان جو تعبير مليو تہ پير يا مريد جي ٻنهين مان هڪ جي رحلت قريب آهي. جڏهن سلطان منڊو (مانڊو) واپس آيو تہ خبر مليس تہ پير دنيا مان رحلت فرمائي ويو. پڇائين تہ قبر ڪاٿي آهي. جواب ڏنو ويو تہ انهيءَ زمين ۾ جيڪا اوهان خريد ڪئي هئي. سلطان چيو تہ وفات کان پوءِ پنهنجي پير بزرگوار جي دوري پسند نہ ٿو ڪيان. بهتر اهو آهي تہ مخدوم جو لاشو انهيءَ قبر مان ڪڍي سلطاني مقبري ۾ دفن ڪيو وڃي تہ جيئن سندن ويجهڙائيءَ جي ڪري اڳئين جهان جي ڪجهہ خوشبو هوشنگ جي قبر ۾ بہ ايندي رهي. محدوم جي خادمن گهڻو ئي عذر ڪيو ليڪن قبول نہ پيو مجبوراً قبر کولي وئي مگر قبر ۾ اندر ڪفن کان سواءِ بدن جو ڪو پتو نہ پيو. سلطان هيءَ ڪرامت ڏسي حيران ٿيو. قبر واپس بند ڪرائي ڇڏيائين ۽ سلطاني حڪم موجب اتي ئي سندن قبر تي قُبو بنايو ويو. روايت آهي تہ مخدوم مريد جي خواب ۾ اچي فرمايو تہ درويش جي راز جو تو پردو کنيو تہ تنهنجي سلطنت جو بنياد بہ قدرت اکيڙي ڇڏيو يعني توکان پوءِ حڪومت تنهنجي فرزند کي نہ ملندي. آخر ائين ئي ٿيو ۽ مالوه جي سلطنت خلج جي سلطانن جي قبضي ۾ هلي وئي. غورين جي نسل مان کنهن کي بہ تخت ۽ تاج ميسر نہ ٿيو. هن واقعي جي ڪيفيت مورخين مالوه جي سلطانن جي تاريخن ۾ عمدي تفصيل سان لکي آهي. جيڪو شخص هن معاملي کي ڏسڻ چاهي ان کي تاريخ جي ورقن تي نظر وجهڻ گهرجي.

## مخدوم قاضي اسحاق رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ رباني حقائق جا عالم ۽ پراڻي زماني جي پيرن جو يادگار هئا. سندن تصوف جي خرقي ۾ خلافت ۽ بيعت چشتيہ سلسلي مان هئي. شاهہ مالوه

سلطان علاءالدين محمود مندوي سندن مريد هو. هڪ ڏينهن پير جي حضور ۾ حاضر ٿيو. هڪ تقريب ۾ پير جي زبان مان اها ڳالهه نڪتي ته خدا جا دوست حنيقي حيات سان زندگي حاصل ڪيو وينا آهن. انهن کي موت سان ڪنهن به قسم جو نقصان نه ٿو پهچي ۽ جڏهن جسم جي صورت محسوس ڪرڻ ۽ حرڪت ڪان بيڪار ٿي ويندي آهي ته اهو ڇڻ هڪ گهر مان ٻئي گهر ۾ منتقل ٿيڻ آهي. تڏهن به جيئرن وانگر زنده رهندا آهن. مريد اهو بيان ٻڌي سخت تعجب ۾ پيو. اتفاق سان ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ پير جو انتقال ٿي ويو. سلطان تدفين ڪان پوءِ حاضر ٿيو. ان ڪري جنازي نماز ۾ شرڪت جو موقعو نه مليس. فرمايائين ته قبر کي کوليو ته جيئن مان پنهنجي پير بزرگوار جو آخري ديدار ڪري سگهان. ماڻهن انهيءَ ڳالهه ڏانهن توجه نه ڏنو ليڪن سلطان جو شوق وڌندو ويو ان ڪري ماڻهن کي قبول ڪرڻو پيو مجبوراً قبر کولي وئي. جيئن ته رات هئي. بتي ٻاري وئي ۽ بتيءَ جو شيشو پڇي پيو ۽ ڪفن جي مٿان ڪرڻ وارو هو ته ايتري ۾ هڪ هٿ نڪتو ۽ شيشي کي پاڻ ڪان پري اڇلائي ڇڏيائين. هي واقعو ڏسي سلطان کي اڳين راز واري ڳالهه ياد آئي. افسوس سان پاڻ تي رُنو ته مون کي ڪجهه به نه مليو ۽ پير جي جنهن بيان تي تعجب هئس اُهو حاضرين کي ٻڌائي عبرت ڏياريائين. سندن قبر مندو (ماندو) ۾ آهي.

## خواجه مويد مهنه رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سلطان ابو سعيد ابوالخير رحه جن جي نسل مان آهن. ڪرامتن جا صاحب ۽ پسنديده صفتن وارا هئا. درسي علم ۾ به وقت جا استاد هئا. زماني جا زاهد- رياضت ۽ نفس جي پاڪيزگيءَ ۾ حد درجي تائين پهتل هئا. رهنمائي ۽ مشڪل ڪشائيءَ ۾ سيني جا پيشوا ۽ مجلس جي گرمي ۽ سخت شيرنيءَ ۾ نشانِ عصر هئا.

## مولانا محمد امين رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن دل حقيقت ۾ بيدار ۽ طريقت ۾ هوشيار هئي. شيخ زين الدين خوانيءَ جا مريد آهن. جن مشڪواة حديث مولانا جلال الدين قاآني جي درس ۾

پڙهي هئي. ۽ مولانا جلال الدين رحہ هن ڪتاب ڪي خواب ۾ شاهہ مردان شير يزدان اميرالمؤمنين علي ابن ابي طالب ڪرم الله وجہہ کان صحيح ڪيو هو. ۽ هن ڪتاب ۾ هڪ جاءِ تي اصلاح لاءِ نشان بہ لڳايو هو. چون ٿا تہ مولانا جلال الدين هر روز انهيءَ ورق ۽ انهيءَ سٽ تي خاص نشان لڳل ڏسندا هئا. ڪي چون ٿا تہ شيخ زين الدين اُهو نسخو مولانا محمد امين جن کي عنايت فرمايو هو. ڪجھہ ڏينهن هنن وٽ رهيو بعد ۾ چوري ٿي ويو. هن عظيم نقصان سان پاڻ غمگين رهڻ لڳا. امير مروان ملڪ روم مان هڪ شخص کي خواب ۾ فرمايو تہ محمد امين وٽان مشڪواة جو ڪتاب گم ٿي ويو آهي تون پنهنجي مشڪواة موڪلي سندن غم کي دور ڪر ۽ انهيءَ شخص بنا دير جي خواب جو واقعو لکي ڪتاب سميت موڪلي ڏنو. جڏهن اهو ڏنائون تہ خوش ٿيا.

## شيخ محمد رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ ابراهيم ملتانيءَ جا پٽ آهن. جيڪو شيخ بهاءُ الدين ملتانيءَ جا مريد ۽ خليفا هئا. شيخ بهاءُالدين جو سلسلو خلافت اسوة العرفاءُ سيد محي الدين جيلاني قدس سرهُ جن سان وڃي ملي ٿو. شيخ ابراهيم پنهنجي وقت جا وڏا بزرگ هئا. سندن خدا پرستي ۽ ڪرامتون گهڻن ماڻهن جي زبانن تي آهن. غياث الدين خلجي جو عهد هو جو ابراهيم منڊو (مانڊو) ۾ آيو هو هتي ڪيترن سالن تائين خدا طلبي- حق پرستي- فيض رسائي ۽ رهنمائيءَ ۾ پاڻ عمر گذاريائون. پوءِ هتان زماني جي گردش ڪين جنبش ڏئي بيدر شهر پهچايو اُتي پاڻ بيشمار ماڻهن کي گمراهيءَ کان ڪڍي طريقت جي سڌي رستي تي آندائون. جڏهن شيخ ابراهيم دنيا مان لاڏاڻو فرمايو تہ سندن بجاءِ سندن قبرن مان دولت آباد دکن جي معتقدن کي فيض پهچڻ لڳو تہ منڊو (مانڊو) ۾ شيخ محمد سندن جانشين ٿيا. خدا جي رضا منڊو (مانڊو) مان شيخ محمد بہ بيدر شهر ۾ ڇڪجي ويو. هن علائقي ۾ شيخ محمد جي بزرگي ۽ خداشناسيءَ جي شهرت مشرق- خراسان- ۽ قنڌار تائين پهتي. اتان جا باشندا سندن احوال ٻڌي شوق سان شيخ محمد جي آستاني تي هجوم ڪري آيا ۽ صحبت جي فيض سان تحقيق جي بلند مرتبي تي پهتا.

چون تہ جڏهن پاڻ ماءُ جي پيٽ ۾ هئا تہ هڪ جهيڙيڪار عورت سندن والده سان وڙهي ۽ سندس پيٽ تي ٺڪڙ هڻيائين تہ فوراً انهيءَ عورت جي هٿ ۾ اهڙو تہ سور پيدا ٿيو جو صبر ۽ برداشت کان ٻاهر هو ۽ مرڻ جي نوبت کي پهچي وئي. سندن والد بزرگوار کي انهيءَ بذات جو علم ٿيو. فرمايائين تہ هن پيٽ ۾ زماني جو قطب آهي هي ان جو عمل آهي. هن درد جو علاج انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪونهي تہ حامل عورت جي پيٽ کي ڌوئي اهو پاڻي پئي. ۽ هٿ تي بہ لڳائي. حڪم جي تعميل ڪئي وئي. فوراً نجات مليس.

ماڻهو اهو بہ بيان ٿا ڪن تہ صوبي جو حاڪم ظالم ۽ ناخدا ترس هو. هن جي رعيت جو هن جي ظلم کان تنگ اچي اهو حال هو جو هميشہ دعا لاءِ هٿ کڻندا هئا. ۽ اکين مان ڳوڙها وهندا هئن. صبح شام آهون ڪندا هئا رعايا مجبور ٿي ظالم جي شڪايت سندن والد بزرگوار وٽ کڻي وئي. فرمايائون تہ هن نئين چاول ٻار جي سامهون عرض ڪيو هنن چيو تہ **كَيْفَ تُكَلِّمُ مَنْ كَانَ فِى الْمَهْدِ صَبِيًّا.** (اسين هنج واري ٻار سان ڪيئن ڳالهايون) پاڻ گود مان فصيح البيانيءَ سان جواب ڏنائون تہ جلدئي ظالم کي اُهي ڏينهن پيش ايندا جيڪي اڄ ستم رسيده رعايا کي پيش آهن. ۽ ٽن ڏينهن کان پوءِ هڪ عورت ان کي نهايت ذلت سان عدم ڏي روانو ڪندي. چنانچہ جيئن چيائون ائين ئي ٿيو. عيسوي ڪرامت پاڻ ظاهر ڪيائون ۽ پيءُ بہ يوسفي ولايت جي نور سان روشني حاصل ڪئي.

## شيخ سالار رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ عالي مقامات ۾سيني جا پيشوا ۽ عجيب و غريب ڪرامتن جا مجموعا هئا. سندن والد بزرگوار جو نالو نٿو آهي جيڪي شيخ بهاءُالدين ذڪريا جا خليفا هئا. سندن پيدائش جي جاءِ ۽ قبر سرڪار ڪالپيءَ جي هڪ ڳوٺ ۾ آهي. شيخ مبارڪ جن جي پيدائش جي جاءِ ۽ مرقد سنديلو آهي. ۽ سيد عبدالغني جن جي حيات ۽ ممات جو مقام فتح پور هنسوه آهي شيخ سالار جا خليفا آهن. شيخ سالار ٻنهين جهانن جي علم جي رمز کان آگاه هئا. سيد صفي- شيخ بدرالدين سرهندي ۽ شيخ اوهن بلگرامي- شيخ مبارڪ سنديلا واري جا خليفا

آهن. تمام سنو حال ۽ شان هئن. زماني وارا ديني ۽ خداشناسي جي ڪمن ۾ هميشہ انهن بزرگن جي آستاني تي توجہ ۽ نياز سان حاضر ٿيندا هئا ۽ هنن بزرگن جي پُر اسرار گفتگوءَ سان پنهين جهانن جي مشڪلات حل ڪندا هئا.

## مولانا علم الدين شرف جهان رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

ڪين رسمي علمن ۾ ڪمال حاصل هو. يقين سان دل کي صاف ڪري حرمين شريفين جي زيارت جو ارادو ڪيائون. ۽ چند سال انهيءَ ئي سرزمين ۾ قيام فرمائي حديث جي مشائخن کان وڏيون سندون حاصل ڪيائون. سلطان غياث الدين ابن محمود خلجيءَ جي زماني ۾ مندو (ماندو) ۾ اچي درس جو بنياد رکيائون. هتان جي بزرگن کي سندن خدمت سان سيني فنون جون مشڪلاتون آسان ٿي ويون. سيد بهاءُالدين دکني جي خدمت سان پاڻ طريقت جي تلقين حاصل ڪيائون. معرفت ۽ حقائق ۾ مرشد ڪامل جي درجي تي پهچي ويا هئا. ڪيميا ۽ (طلسمي علم) سيميا ۽ دعوات جا قواعد عمده ۽ صحيح اختيار ڪيا هئائون. تصوف دانيءَ ۾ تحقيق جي درجي تي پهچي فصوص الحڪم تي محققانہ تعليقون لڳايون هئائون ۽ ڇهل جو خلاصو فصوص جي ڪناري تي چاڙهيو هئائون. پاڻ سيد ابراهيم ايرجي قادريءَ جا استاد هئا.

## شيخ بنان رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ لال جا مريد آهن. سندن طرز زندگي بلڪل قلندرانڻي هئي. برهانپور خانديس جي بازار ۾ حجرو بنايو هئائون. ممڪنات جي منديءَ ۽ تعينات جي رستي جو سير ڪندا هئا. زندگيءَ ۾ جنهن کي گودڙي ۽ حجرو چوندا هئا رحلت کان پوءِ اُهو ئي ڪفن ۽ قبر بنايا ويا. بيعت مرزا اسد بيگ سان هئن. جيڪي شيخ ابوالفضل مبارڪ جا خادم هئا. جيتري درستي- موزوني ۽ نازڪي سندن طبيعت ۾ هئي بين ماڻهن جي طبيعت ۾ گهٽ ٿي ملي.

## شيخ شهرالله رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ عزيز الله المتوڪل جا پنجون نمبر پٽ هئا. ۽ والد بزرگوار جا

ئي مريد ۽ جانشين بہ آهن. سندن پوٽو شيخ نعمت الله بيان ٿو ڪري تہ سڪندر خان نالي هڪ مريد هو اُهو شيخ ڪي ڪمال عاجزي ۽ انڪساريءَ سان پنهنجي جاگير ۾ وٺي ويو هو. هڪ ڳوٺ ۾ ترسڻ ٿيو جنهن جا باشندا اڳتي ڪنهن ٻئي شخص شهر الله نالي واري سان دشمني رکندا هئا. جڏهن ڳوٺ وارن شهر الله جي اچڻ جي خبر ٻڌي تہ موقعي جي تلاش ۾ رهيا جڏهن ڪين اڪيلو نماز ۾ ڏٺائون تہ اگهاڙيون تلوارون ڪٽي اچي ڪڙڪيا ۽ ڪين شهيد ڪري ڇڏيائون. سندن جنازو اتان ماڻهو ڪڻي آيا ۽ مندو (ماندو) ۾ والد بزرگوار جي مقبري ۾ دفن ڪيائون. انهيءَ زماني ۾ ماڻهو قرآن پڙهڻ جو آواز اندران ۽ ٻاهران ٻڌندا هئا. ڪانئن بعد سندن فرزند شيخ احمد عطاءُ الله جي مٿي تي رهنمائيءَ جي پڳ ٻڌي وئي. جڏهن شيخ عطاءُالله جو وارو بہ پورو ٿيو تہ سندن فرزند شيخ نورالله خانقاه کي رونق ڏني. جڏهن انهن بہ رحلت فرمائي تہ سندن پٽ شيخ نعمت الله پنهنجي پيءُ ڏاڏي جي وطن ۾ صبر ۽ سڪون اختيار ڪري هدايت جي لاءِ اُتي ويٺا. شيخ نعمت الله کي عمر جو حصو فرزندن- زالن ۽ ٻين عزيزن کان گهٽو مليو آهي. ايتري قدر جو اڪيلا رهجي ويا آهن ۽ هن نوراني شڪل جي پير جي غمگساريءَ جي نوبت راقم تائين بہ پهتي آهي. اميد آهي تہ پاڻ عمدي شغل جي ذريعي راقم کي بہ سعادت جي توفيق بخشيندا.

## شيخ جلال الدين ابن شيخ عبدالله رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ عالم ۽ شيخ يوسف انصاريءَ جا ننڍا ڀاءُ آهن. درس ڏيڻ مهل پنهنجي زبردست ڳالهين سان ٿوري سمجهہ وارن طالبن جو استعداد وڌائيندا هئا. هميشہ شريعت جي رعايت ڪري سلوڪ طريقت ۾ هلندا هئا. پنجٽيهہ سالن جي عمر ۾ دنيا مان عالم قدس ڏي رحلت فرمايائون.

## شيخ عبدالملڪ قاري رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ ڪلام ربانيءَ کي ستن قرائتن ۽ چوڏهن روايتن سان پڙهندا هئا ۽ هميشہ سيني کي چاهي درويش هجي يا تونگر خدا واسطي قرآن ۽ قرائت سيکاريندا هئا.

انھيءَ ئي پسنديده طريقي سان عمر گذاري ڇڏيائون ۽ آگري ۾ خوابگاه اختيار ڪيائون. ڪانئن بعد سندن فرزندن شيخ محمد قرآن جي شوقينن سان پيءُ وارو طريقو اختيار ڪري جانشين ٿيو. ان ڪي به پوري معرفت حاصل هئي.

## ٻئي چمن جو اختتام

اهو شخص تمام سٺو سعادتمند آهي.جنهن پنهنجي هستيءَ جي شهر ڪي هوا ۾ هَوَسَ جي تصرف کان ڪڍي ورتو ۽ جنهن باطل خيالات جي گهرن ۾ محلاتن جو بنياد ڪوٽي ڪڍي ڇڏيا ۽ بلڪل صفائي ڪري ڇڏي ۽ جنهن حيواني تمنائن ڪي ۽ جسماني لذتن جي شهوتن ڪي جيڪي متي ذڪر ڪيل گهرن ۽ محلاتن ۾ پرورش حاصل ڪري پاڻ ڪي انهن جو مالڪ سمجهي رهيون هيون ذلت ۽ خواريءَ سان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ جن جهاد اڪبر جو ميدان فتح ڪيو آهي ۽ جن سڀ کان وڏي دشمن جي لڙائيءَ جو معرڪو ڪٽيو آهي انهن جو رستو ۽ روشن گفتگو جنهن جي ياد ڪري مدد حاصل ڪئي ۽ انهيءَ جنگ وانگر- طريقو- بند ۽ قابوءَ جا موقعا معلوم ڪيا ۽ انهن متي ذڪر ڪيل بزرگن جا نيڪ عمل ۽ ڪامل اعتقادات جا هٿيار پنهنجي بدن تي ٻڌا ۽ لا اله جي تلوار الا الله شناسيءَ جي هٿ سان ڪٽي نفس جي سپاه- وسوسن جي لشڪر ۽ شيطاني خطرن جي فوج ڪي جيڪي انساني مُلڪ ڪي پنهنجي جاگير تا سمجهن، ذڪر ڪيل مُلڪ کان ڀڄائي ڇڏيو جنهن جي ڪري دل جو تخت جنهن تي نفس اماري قبضو ڪيو هو وري قدسي روح جي قبضي ۾ اچي ويو جيڪو نائب مطلق آهي.

اَلحَمدُ لله والمَنّة اولاً واٰخراً جو عالم تجريد ۽ تفريد جا آزاد شخص ۽ تحقيق ۽ توحيد جي رستي تي هلڻ وارن بزرگن جي ذڪر خير جي بدولت- مختلف قسمن ۽ نمونن جون معرفتون- راقم ڪي نصيب ٿيون- ۽ انهن ڪي راقم بحڪم اَمّا بِنِعمَتِ رَبِّکَ فَحَدِّث (پنهنجي پروردگار جي احسانن جو تذڪرو ڪندا رهو) تحرير به ڪيم. ڪجهه قدر انهن معرفتن جو جيڪي مون شين جي پردي ۾ الاهي نالن جا آثار ۽ آثارن جي قوت ۽ فعل ڪي ڏسي تحقيق جي رستي سان بيان ٿو ڪيان.

ازلي حڪمت ۽ رحمت جي سبقت هن طرح مصروف آهي تہ سڀ اسماءَ الاهي ۽ صفاتِ الاهيءَ جا آثار ۽ احڪام نهايت مناسبت ۽ مطابقت ڏسي جداگانہ منافعي سان خصوصيت ڏين ٿا ۽ انهيءَ خاص منافعي ڪي انسان جي عنصري جسم تي فائز ٿي انهيءَ بنياد تي ازلي حڪمت گهٽن الاهي نالن جي آثار، انواع ۽ قسمن جي موجودات ۾ اندروني طور تي امانت رکيا آهن تہ جيئن اُها موجودات درجي بدرجي پنهنجي پنهنجي تعين ڪيل مصرف تي پهچي خاص انساني تصرف جي لائق بنجن. ۽ جيئن اُهي موجودات هر طرح سان ۽ پنهنجي مختلف تصرفات سان انسان جي عنصري جسم کي انهيءَ اسم ۽ صفت جو مظهر (ظاهر ڪرڻ وارو) قرار ڏين تہ جيڪو نالو ۽ صفت انساني استعداد جي پردي ۾ لڪل آهي، مثلاً ڏسڻ جي وصف کي اسم "البصير" سرمي، سرمي جي پٿر ۽ ڪهل الجواهر ۾ اهڙي طرح قائم ڪيو آهي جو ان جو اثر ماڻهن جي اکين ۾ لڳائڻ کان سواءِ محسوس نہ ٿو ٿئي. پوءِ حاصل ڪلام هي آهي تہ سڀ ممڪنات ۽ سڄي ڪائنات- خدائي نالن جي آثارن ۽ احڪامن جي اچڻ ۽ ٿيڻ جي لاءِ رستو بنيو آهي. تڏهن وجي انهن آثارن امڪاني رنگ کي استحڪام ڏنو. ۽ انهيءَ غرض سان تہ تعين جامع (يعني حضرت انسان جي ذات) جي لاءِ فيض پهچائڻ جي مناسبت پيدا ٿئي، استعداد پهچائي ان ڪري هر هڪ شيءِ هن ڳالهہ جي آرزو مند آهي تہ اُها بني آدم جي تصرف ۾ اچي جيڪي آثار ان ۾ مخفي آهن اُهي انساني جسم ۾ ظاهر ڪري ۽ پنهنجي طرفان **اَلاِنسَان مُطِيئَتِي وَكُلّ الاَكوَان مَطِيَّةٌ** (انسان منهنجو مرڪب آهي ۽ سڄي ڪائنات انسان جو مرڪب آهي) جي معراج تي پهچائي ان کان پوءِ حقيقي نجات سان فيض ياب ٿئي. ڇو تہ انهن جو ڪمال "فنا في الانسان" ۾ آهي انسان جو ڪمال "فنا في الله" جي مرتبي ۾ آهي.

مطلب تہ واضح رهي تہ صفي الاصفيات جي جامعيت ۽ خاتم الانبياءَ عليہ وعليهم السلام اجمعين جي خاتميت جي مقام تي آخرڪار طبقات- ان مان صعودي نزول انهيءَ باصفا گروه کي نصيب ٿيندو آهي جيڪو سنت نبويءَ تي هلڻ جو قدم- رياءَ يعني ڏيکاءَ ۽ نالي نمود جي گرد ۽ آلائش سان خشوع ۽ خضوع جا ڳوڙها ۽ رياضت جي خون جگر سان ڇڳي طرح ڌوئي سڌي رستي تي سلوڪ اختيار ٿو ڪري ۽ اهوگروه طريقت جي رستي تي هلڻ وارا پير هدايت

يافتہ مرشدن جي پيرويءَ ۾ غبار آلود ۽ فرسوده ڪري "سائرين الي الله" (الله تعاليٰ جي طرف سير ڪرڻ وارن) جون منزلون طئہ تہ ڪري ۽ اهو ئي گروه ان ڪان پوءِ پنهنجي ظاهري ۽ معنوي ڪمالات جي سچي سرمائي ڪي "فنافي الله" (الله تعاليٰ ۾ فنا ٿيڻ) جي ٻيڙيءَ ۾ پري تہ چڙهي ۽ اهوئي گروه امڪان ۽ وجوب جي ٻنهين درياهن جي موجن مان سلامت رهي "بقا بالله" (الله تعاليٰ سان باقي) جي ڪناري تي ذڪر ڪيل سرمايو پهچائي تہ چڙهي ۽ اهو گروه اسماءَ ۽ صفات جي تجليات جي مقام تي پهچي. رسمن ۽ تعينات جو لباس جيترو بہ انهيءَ اڪيلائيءَ ۾ جسم تي باقي رهجي تہ وجي. ان ڪان بہ حقيقي وجود ڪي پاڪ صاف ڪري تہ ۽ پوءِ اهو ئي گروه توحيد جو احرام ٻڌي "سير في الله" جي ڪعبي ڪي طواف تہ ڪري ۽ اهوئي گروه يڪجهتي ۽ بيخوديءَ جي حقيقي ارڪانن ڪي ادا ڪري حقيقي نجات ۽ دائمي آزاديءَ جو حج ادا تہ ڪري.

مٿي ذڪر ڪيل گروه ڪان علاوه عام ماڻهن جا بہ طبقا آهن. هڪ فريق-اُهو آهي جن جو رستو ايجاديءَ جو سلوڪ ايجابيءَ سان متحد هجي ۽ اهو فريق ٻن قسمن ۾ ورهايل آهي.

هڪ قسم اهو آهي جو دوزخ جي باهہ جو عذاب نہ ڏسندو. ۽ جيئن تہ الاهي بخشش ان ڏي سبقت ڪندي ان ڪري هو فردوس جي گلزار ۾ خوش خوش گهمندو. ان جي وصف اها آهي. **فِيهَا مَا تَشْتَهِيهِ الْأَنفُسُ وَتَلَذُّ الْأَعْيُنُ** (جنهن شيءِ ڪي انهن جو جيءُ گهري ۽ جيڪي انهن جي نظرن ۾ سٺي معلوم ٿئي بهشت ۾ موجود هوندي).

ٻيو قسم- اهو آهي جو مغفرت نہ هئڻ سبب اُهو چند ڏينهن عذاب نار (جهنم جي عذاب) ۾ گرفتار رهندو انهيءَ قصور جي سزا ۾ تہ افعالن جي صورتن مان گذري افعالن جي معنيٰ جي منزلن ۾ ان جو گذر نہ ٿيو.

۽ ٻيو فريق اهو آهي جيڪو فطرت جي رهنما **وَمَا مِن دَابَّةٍ إِلَّا هُوَ آخِذٌ بِنَاصِيَتِهَا** (جيترا جانور آهن سڀني جي چوٽي ان جي ئي تہ هٿ ۾ آهي) جي پويان سڌي رستي تي جانورن وانگر هلي تہ ۽ هڪ قدم بہ توحيد جي شاهراه تي (جيڪو ايجابي سڌي رستي جو پهريون قدم آهي) نہ تہ رکي. هي گروه اهلِ بعدُ ۽ ارباب فرق آهن ۽ هنن جو مادو دوزخ جي طبقن ۾ هوندو. اعوذبک منک.

هن چمن ۾ نائين دور (نائين صدي) جا هيٺ ڏنل تفصيل مطابق حالات ذڪر ٿيل آهن.

پهريون- اهل حقيقت ۽ ذي معرفت درويشن جا حالات.

ٻيو- عقلي ۽ نقلي علمن جي عالمن جا حالات.

ٽيون- سلوڪ ۽ رياضت جو رستو هلڻ وارن صاحبن جا حالات.

چوٿون- جيڪي ماڻهو خوديءَ کان ۽ خرد کان آزاد آهن انهن جا حالات.

اي حوصلا هيڏي اچ ۽ غور سان ڏس. هر هڪ حڪايت بجاءِ خود گلزار معرفت جي هڪ هزار داستان بلبل آهي جيڪا عام ماڻهن کي چاهي اُهي ٻوڙا هجن يا صحيح ڪنن وارا هجن. انهيءَ جهانن کي ٺاهيندڙ لاشريڪ لہ جي تسبيح ۽ رضا جوئيءَ جو ترانو ٻڌائي ٿي. جنهن **عَلَّمَ اٰدَمَ الْاَسْمَآءَ كُلَّهَا** (آدم کي سيني شين جا نالا ٻڌائي ڇڏيا). جو سرود حضرت صفي الله کي تعليم فرمايو هو تہ جيئن حضرت صفي الله جي تراني جي سرزنش ڪرڻ وارن جي منهن تي شرمندگيءَ جو پردو پوي. جيئن حضرت صفي الله پنهنجي همہ دانيءَ جو ترانو، عيب ڪڍڻ واري هنر فروش جماعت کي ٻڌائن. جنهن کي ٻڌي ذڪر ڪيل جماعت پاڻ پڏائڻ جي بلند پروازيءَ کان نادانيءَ جي پستيءَ ۾ اونڌي اچي ڪري ۽ حضرت صفي الله علمي استعداد جي ڪري خالق بي مثل ۽ سلطان لامڪان جا خليفا ۽ جانشين بنجن. هي بلڪل سچ آهي.

## بابا اسحاق مغربي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ حاجي محمد ڪيمي مغربيءَ جا مريد آهن. جن جي عمر هڪ سؤ ويهہ سال هئي ۽ چاليهہ حج ڪيا هئائون. چون ٿا تہ سندن پير سندن سچائي ۽ سعادت جي حالات ۽ آثار ڏسي بيعت جي ڏينهن ئي خلافت جو خرقو بخشي ڇڏيو هئن ۽ سيني خليفن ۽ مريدن کي فرمايو هئائون تہ اسحاق اسان جو وڏو خليفو آهي. هن جي تعظيم گهڻي ڪندا رهجو. اهڙيءَ طرح پير جي خدمت ۾ رهي چند سالن تائين پاڻ فائدو حاصل ڪيائون. ان کان پوءِ اجازت وٺي دهليءَ آيا. سلطان محمد تغلق شاهہ سندن تعظيم ۽ خدمت ۾ گهڻي ڪوشش ورتي.

مگر پاڻ ماڻهن جي هجوم کان تنگ دل ٿي اجمير جي ڪوهستان ۾ هليا آيا.
هڪ رات جو ذڪر آهي تہ پاڻ عالم مثال ۾ خواجہ معين الدين چشتي رحہ اجميريءَ جي خدمت ۾ پهتا اتان اجازت ملڻ کان پوءِ ڳوٺ کهٽو (اجمير شريف کان تقريباً ٽيهہ ڪوهہ پري ناگور ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ آهي) پهچي اتي ئي پنهنجو گهر تجويز ڪيائون. سندن خليفي شيخ احمد کهٽوءَ واري جو بيان آهي تہ هڪ سال مان پنهنجي گهر کان هلي بابا جيءَ جي خدمت ۾ دهليءَ پهتس. بابا مونکي پنهنجا اڳيان گهر ڏيکاريا. ۽ فرمايو تہ ٻارهن سالن جي عمر هئي ان وقت مان والدين جي خدمت ۾ پير طريقت جي جستجوءَ ۾ حيران ۽ پريشان نڪتس. مختلف طبقن جي چوئيتاليهہ پيرن جي مون خدمت ڪئي. جنهن ڪي جتي ٻڌم پهتس ۽ انهن جي ديدار سان اکين کي ٿڌو ڪيم ۽ هر هڪ پير جي فرمانبرداري ۽ پيروي ڪري دل ۽ عادتن جي اصلاح جو عمل ڪيم، ۽ خلافت نامہ ورتم. انهيءَ ِيچ ڍُڪَ ۾ مان هڪ شهر ۾ پهتس جتان جو حاڪم منهنجو معتقد ٿي پيو. مگر اتان جا قلندر مون تي رشڪ ڪرڻ لڳا، هڪ وڏي باهہ ٻاريائون ۽ ڪوئلن جو ڍير فراهم ڪيائون. مون کي دعوت ڏنائون تہ اسان حلوو پچايو آهي. مون کي انهن جي قاعدي ۽ قانون جي خبر ڪانہ هئي، لهذا مون قبول ڪيو. ايتري ۾ مونکي باهہ جي وچهو وٺي ويا مون هڪ دفعو الله وحدہٗ لاشريڪ لہٗ جو نالو وٺي انهن جي ٻاريل باهہ کي پيرن سان رڳڙي ڇڏيو. ابراهيمي همٿ ولايت جو اظهار ڪري باهہ ۾ گلن جي خاصيت پيدا ڪئي.

## مولانا سيد احمد بن محمد ٿانسيري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ ظاهري علمن ۾ ڪامل هئا. سلطان بهلول جي دور ۾ پنهنجي وطن کان دهليءَ اچي گهر ناهيو هئائون. شيخ نصير الدين چراغ دهلي جا مريد ۽ مولانا خواجگي نحويءَ جا ياءُ هئا. چون ٿا تہ جڏهن ياءُ جو خواب مولانا ٻڌو جنهن جو تعبير دهليءَ جي بربادي هو تہ پاڻ فرمايائون تہ هي خواب ۽ خيال عبرت ۽ اعتبار جي قابل نہ آهن. ۽ انهيءَ بنياد تي اُتان لڏڻ جو خيال دل ۾ نہ آندائون. سندن ياءُ ئي ڏينهن ۾ رهائش جو سامان ڪٽي ڪالپيءَ هليو ويو چند ڏينهن کان پوءِ صاحب قرآن امير تيمور دهلي فتح ڪئي ۽ شهر جي ٻين باشندن

وانگر مولانا بہ گرفتار ٿيو مگر اهڙي شخص جي حراست ۾ آيا جيڪو طالب العلميءَ جو شوق رکندو هو. هڪ ڏينهن اُهو شخص پنهنجي ساٿين سان گڏ مطول معانيءَ تي بحث ڪري رهيو هو تہ مولانا سندن غلط پڙهڻ بدي قيدين جي وچ مان مٿو مٿي ڪيو ۽ چيو تہ انهيءَ عبارت لاءِ اها معنيٰ درست نہ آهي. انهيءَ شخص حيرت ۾ اچي مولانا سان معذرت ڪئي ۽ سندن حال جي ڪيفيت صاحب قرآن جي روبرو بيان ڪئي. ان ڪان پوءِ مولانا نهايت تعظيم سان سلطاني بارگاه ۾ وني ويا ۽ متاهين مقام تي وهاريائون. صاحب قرآن بہ معذرت ڪندي چيو تہ دهليءَ تي چڙهائي نفساني خواهش سان نہ بلڪ بخاراجي عالمن جي فتويٰ سان ڪئي وئي آهي. "فتويٰ ڪٿي اچو تہ جيئن مان ڏسان"، مولانا فرمايو. هاڻي فتويٰ جو ڏسڻ ۽ ڏيکارڻ ڪا مفيد ڳالهہ ناهي. ڪاش! هن چڙهائيءَ کان اڳ مان ڏسان ها تہ علمي معاملي تي بحث مباحثو ڪيو وڃي ها. ۽ جائز ۽ ناجائز جي تميز ڪجي ها. انهيءَ دوران مولانا برهان الدين ملتاني مرغيناني صاحب هدايہ فقہ جو پوٽو اچي ويو. ۽ مولانا احمد کان بہ متاهون ٿي ويٺو. پڇو ويو تہ هي ڪير آهي. ماڻهن ٻڌايو تہ فلاڻي جو پوٽو آهي. پاڻ ڪلندي فرمايائون تہ جنهن جي ڏاڏي فقہ ۾ چوڏهن جاين تي غلطي ڪئي آهي ممڪن آهي تہ ان جو پوٽو ادب جي باري ۾ هڪ جاءِ تي غلط هجي. هي ٻڌي هو برهم ٿيو ۽ مولانا جي دامن کي پڪڙيائين. ۽ چيائين تہ انهيءَ ڳالهہ جو تفصيل ڪرڻ گهرجي. مولانا فرمايو تہ اُهي خاص خاص مقام هن وقت تہ منهنجي ذهن ۾ نہ ٿا اچن منهن جو پُٽ جُمَو ڄاڻندو آهي. صاحب قرآن جي حڪم سان شيخ جُمَي کي لشڪرن مان ڳولي آندو ويو. ٻئي ڏينهن لشڪر ۽ شهر جي عالمن جي مجلس منعقد ڪئي وئي ۽ علمي گفتگو پيش ڪئي وئي. ۽ اهڙي طرح شيخ جُمي پيءَ جي فرمان مطابق هدايہ جي اُهي چوڏهن مقام جن تي اعتراض ٿيل آهي ڳڻايا- ۽ مناظري سان ثابت ڪيائين. ان تي چئني طرفن کان آفرين آفرين جا آواز اچڻ لڳا. صاحب قرآن فرمايو تہ هن شهر ۾ درس حاصل ڪرڻ وارن لاءِ رهائش گاهہ ۽ خانقاه ناهي وڃي ۽ مولانا جي لاءِ محل تعمير ڪيو وڃي. مولانا چيو تہ مولانا خواجگي ۽ ٻيا ولايت جا صاحب جيڪي منهنجا هم نشين هئا هتان ڪالپيءَ هليا ويا آهن. ۽ اتي رهائش اختيار ڪئي اٿن لهذا هاڻي اهوئي بهتر ٿو معلوم ٿئي تہ مان بہ انهن سان گڏ رهان ۽انهن وٽ مران چو تہ هاڻي عمر جو سج پيلو ٿي ويو آهي.

آخرڪار پاڻ ڪالپي قلعي ۾ اچي ويا ۽ باقي عمر درس ڏيندا رهيا. عربي زبان ۾ هڪ قصيدو سندن نعت ۾ لکيل آهي جنهن کي قصيده برده جي برابر چئي ٿو سگهجي. مولانا عبدالحق دهلويءَ پنهنجي تذڪري ۾ ان جا ڪيترا شعر لکيا آهن.

## خواجہ ضياءُ الدين برني رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ نالي وارا اهل سخن ۽ مصنفن مان هئا. گهڻيون ئي تصنيفون ۽ تاليفون سندن يادگار آهن. جيئن ثناءِ محمد صلعم- عنايت نامہ الاهي- ماثر السادات- تاريخ فيروز شاهي- وغيره وغيره. پاڻ پنهنجي سخن آرائيءَ سان مجلس جو حُسن عجيب عجيب مضمونن محفل جي نشاط ۽ شيرين بيانن سان دوستن ۽ ساٿين جي خوشي وڌائيندا هئا. سلطان نظام الاولياءَ جا مريد- امير خسرو ۽ خواجہ حسن سنجري جا باالخلاص دوست ۽ سلطان محمد تغلق جا خاص نديم هئا. سلطان ڪين وڏي عزت سان ساڻ رکندو هو. جڏهن سلطنت جي نوبت فيروز شاهہ کي پهتي تہ پاڻ بہ پير کي گوشي نشينيءَ جي درخواست ڪيائون جيڪا قبول ٿي. اڪثر ڪتاب انهيءَ فرصت ۾ تصنيف فرمايائون. چون ٿا تہ آخري زندگيءَ ۾ دنيوي سامان جيڪي ڪجهہ بہ هو پير بزرگوار کي نذر ڪري درويشن کي ڏئي ڇڏيائون ۽ جڏهن سندن زندگيءَ جو وقت پورو ٿيو تہ سندن حجري مان چادر ۽ بوريءَ ڪان سواءِ ڪجهہ بہ نہ مليو. ڪي چون ٿا سلطان نظام الاوليا جي زماني ۾ ٽي شخص ضيا نالي وارا هئا. (1) برني (2) نخشي ۽ (3) سنامي. پهريون مريد ڪامياب آخرين منڪر ناڪام ۽ وچون ٻنهين کان الڳ. انهيءَ حالت ۾ ٽئي زندگي گذاريندا هئا.

۽ ڪي وري چون ٿا تہ صرف برن ڳوٺ کان ٽي ماڻهو ضيا نالي جا آيا هئا. ٽئي اهل علم- اهل سخن- مشائخ دوست- مريد ۽ ٻنهين جهانن ۾ مستفيد هئا. رحمهم الله.

## شيخ رڪن الدين مودود ڪان شڪر نهروالہ رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ نسب جي لحاظ کان خواجہ علم الدين محمد جا پٽ آهن جيڪو خواجہ علاؤالدين يوسف جو پٽ هو ۽ اُهي خواجہ بدرالدين سليمان جا پٽ هئا.

۽ خواجہ بدرالدين سليمان اسوة الاولياءَ ڪرام مخدوم شيخ فريد الدين مسعود گنج شڪر رحہ جا فرزند آهن. قدس ارواحهم. ۽ بيعت و خلافت جي اعتبار ڪان پاڻ شيخ محمد زاهد جا خليفا آهن. شيخ محمد زاهد، يوسف جو پٽ۔ يوسف، احمد جو، احمد، محمد جو، محمد، خواجہ عليءَ جو، خواجہ علي، ابي احمد جو ۽ ابي احمد قطب المشائخ عظام خواجہ مودود چشتيءَ جا فرزند آهن نور مرقدهم. ۽ پاڻ وري شيخ عزيز الله المتوڪل علي الله مندوي رحہ جا پير و مرشد آهن. نزد سرہُ تجريد ۽ تفريد جي رياضت هن حد تائين پهتل هئن جو گهڻو ڪري راتين ۾ هڪ وضوءَ جو پاڻي بہ باقي نہ رڪندا هئا. فرمائيندا هئا تہ تهجد جي وقت غيب ڪان پاڻي اسانَ ڪي ملي ويندو. سندن قبر پٽن گجرات ۾ آهي جنهن جو نالو پراڻن ڪتابن ۾ نهروالہ آهي. چون ٿا تہ هڪ ڏينهن سلطان عشاق يگانہ آفاق سيد محمد گيسودراز سندن ملاقات لاءِ آيو پاڻ ۾ معرفت جي گفتگو ٿي. انهيءَ دوران سيد دريافت ڪيو تہ ڪشف ۽ ڪرامات ۽ فتوحات سلطان العارفين بايزيد بسطامي رحہ ۽ سيد طائفہ جنيد بغداديءَ قدس سرهما- ڪي ٿينديون هيون اُهي هن زماني ۾ نہ ٿيون ٿين ان جو ڇا سبب آهي؟ فرمايائون تہ انهيءَ زماني ۾ چيلهہ ۾ همياني (بٽون) نہ ٻڌندا هئا. چون ٿا تہ سيد جي چيلهہ ۾ همياني ٻڌل هئي. انهيءَ ئي وقت ڪولي ڇڏيائين. هجري سن ست سوءِ پنج ۾ پاڻ عالم ارواح ڪان اجسام ۾ آيا هئا. جڏهن پنجويهہ سال عمر ٿين تہ خداشناسيءَ ۾ قدم رکيائون ۽ ٻاويهين شوال هجري سن اٺ سوءِ يارهن تي عالم قدس جي تياري فرمائي عالم اجسام جي ڇوڏيواريءَ ڪان رخصت ڪيائون.

## سيد محمد گيسودراز رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ نصير الدين چراغ دهلي رحہ جن جا خليفا آهن. قبر گلبرگہ ڳوٺ ۾ اٿن جيڪو گول ڪنده صوبي دڪن جي سرڪار ۾ واقع آهي. جڏهن پاڻ دهليءَ ڪان پير بزرگوار جي اجازت سان دڪن جي طرف روانہ ٿيا تہ رستي گواليار ڪان بہ گذر ٿين. انهن ڏينهن ۾ شيخ علاءُالدين ڪالپيءَ جو جاگيردار هو. انهيءَ سيني عالمن ۽ دانشورن سان گڏجي اڳتي وڌي سندن استقبال ڪيو ۽ ڪمال عزت ۽ اڪرام سان ڪين شهر ۾ آندائون. ان جا چار پٽ هئا. ۽ هر

هڪ گويا علم جو هڪ رُڪُــنُ هـو انهـن ۾ شيخ ابوالفضل- ابـو سـعيد ۽ ابوالبرڪات ڪي سيد جو مريد ڪرايو ۽ سفر جي تياري ضرورت ڪان وڏيڪ ڪري رخصت ڪيو. پاڻ جڏهن دڪن ۾ پهتا تـه ان وقت سلطان احمد بهمـن شاهيءَ جو زمانو هو. جڏهن سلطان گهڻي تعظيم ڪري سلطنت جي تخت تـي وهاريو- تاج- چتر ۽ عَلَـم پيش ڪيا ۽ ڪيترائي ڳوٺ ۽ باغ خانقاه جي نالي وقف ڪيا چنانچہ مسافر ۽ مقيم امير وغريب سڏائي هڪ هزار ماڻهو صبح ۽ شام سندن دسترخوان تان ڪاڌو کائيندا هئا. چراغ دهليءَ جي سلسلي ڪي سج وانگر فروغ سندن ذات سان آهي. سندن عمده عمده تصنيفون گهڻيون آهن. هڪ ڪتاب ثمر نالي سلوڪ ۽ تصوف ۾ تحرير ڪيو اٿن. هن ڪتاب جي عبارت تمام ۽ ڪمال ۽ تاويل جي طور تي واقع آهي. ٻي معدن المعاني ۽ ٽين شرح سوانح امام احمد غزالي رحہ لکي اٿن. سوانح جي باري ۾ پاڻ فرمائيندا هئا تہ هيءَ هڪ ڪنوار وانگر آهي جنهن ڪي اجا تائين اهل سخن جو هٿ بہ نہ لڳو آهي. لفظن جو نقاب هن جي منهن تي اجا تـائين پيل آهي. چون ٿا تہ شرح لکڻ کان پوءِ پيٽ مان رت اچڻ شروع ٿيو هجري سنہ اٺ سوَ پنجويهن ۾ عالم قدس ڏي ڪوچ فرمايائون. اڄڪلهہ سندن فرزندن انهيءَ ئي ڳوٺ ۾ انهيءَ ئي سلطنت جي صورت ۾ سلسلي ڪي جاري رکيو ٿا اچن.

## سيد محمود رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ سيد سماءُ خورد جا پٽ آهن. سيد سما بزرگ ناصر مصريءَ جا فرزنـد هئا. سندن پيدائش جي جاءِ ۽ خوابگاه ٻئي مندو (ماندو) ۾ آهن. سيد محمد جن جو لقب جوانيءَ ۾ سيد خان هو. جنهن دولت ۽ سپاهگيري ڇڏي سڄي عمر درويشي ۽ رياضت ۾ گذاري ڇڏي. سندن بيان آهي تہ سيد نـاصر مصريءَ وٽ پنهنجي شهر ۾ هزار ماڻهو هنر وارا ۽ پيشي وارا ملازم هئا. پيشي وارن جي محنت جي حصي مان جيڪي ڪجهہ هر روز هٿ لڳندو هئن اُهو سڀ سيد ناصر خانقاه جي صوفين مهمانن جي سراءِ ۾ ايندڙن تي خرچ ڪري ڇڏيندا هئا. هڪ ڏينهن هڪ غلام پنهنجي همرازن ڪي چئي رهيو هو تہ اسان جو سيد پنهنجي غلامن جي ڪم جي آمدنيءَ تي خانقاه داري ٿا ڪن. ۽ اسين سڀ عيالدار ٿي

ويا آهيون ۽ اجرت جي آمدنيءَ جو اهو حال آهي جو ٻارن ٻچن جي روزاني خرچ خوراڪ لاءِ بہ ڪافي نہ ٿو ٿئي. هن غلام جي هيءَ شڪايت هڪدم خواجہ جي دل ۾ ڇيجي وئي. سيد ناصر مصريءَ اهڙي تہ قلندرانہ صورت بنائي جو ڪير بہ سڃاڻي نہ سگهين ۽ هندوستان ڏي هليا آيا. سير ڪنانِ حصار فيروزه ۾ پهتا. اُتي هڪ درويش سان ملاقات ٿين جيڪو ڪيميا جو علم ۽ عمل ڄاڻندو هو ناصر مصريءَ درويشن جي صحبت اختيار ڪئي. آخرڪار مقيم درويش کي اچڻ واري جي حالت جي خبر پئي جيئن تہ مقيم نئين آيل انسان کي سنجيده ڏٺو ان ڪري پنهنجو ناٺي بناياائينس ۽ اڪسير جو علم سيڪاريائينس ۽ فرمايائين تہ پنهنجي وطن وڃ سيني غلامن کي آزاد ڪر هن عمل جي ذريعي عمدي طريقي سان خانقاه کي رونق ڏي. مطلب تہ سيد ناصر مصري استاد جي حڪم جي تعميل ڪئي ۽ چند سالن کان پوءِ پنهنجي پٽ سيد سماءُ کي ڪيميا سيکاري هندوستان ڏي روانو ڪيو ۽ فرمايو تہ حصار ۾ وڃي بزرگ استاد جو حال معلوم ڪجانءِ. سيد سماءُ جڏهن حصار ۾ پهتو تہ اتي مهربان استاد زنده نہ هو. ۽ آخرڪار ڪيميا جي ذريعي هڪ جماعت کي ساڻ ڪنيائين جيڪي سپاهين جي صورت ۾ درويشاڻي سيرت رکندا هئا. ۽ هنن سيني سان گڏجي مندو (ماندو) ۾ آيا. ان زماني ۾ رام ويراي انهيءَ صوبي جو حاڪم هو. اُهو خدا جي مشيئت تحت مقابلو نہ ڪري سگهيو. مندو (ماندو) جو قلعو خالي ڇڏي هڪ طرف هليو ويو. ۽ هي علائقو اهلِ اسلام جي هٿ آيو. ۽ ان وقت کان پوءِ وري اسلام جا بنياد قائم ٿيا. ان کان پوءِ سلطان هوشنگ ولد دلاور خان غوريءَ نائين صديءَ جي آغاز ۾ وڏيڪ آباد ڪيو، ۽ دين محمديءَ کي گهڻي قوت حاصل ٿي. سيد محمود جي درويشيءَ جي رونق ڪمال تي پهتي ۽ پاڻ فضليت ۽ ڪرامت جا صاحب بہ ٿيا.

## يوسف بدها ايرجي رحمة الله عليه جي ياد ۾

مقتول العشق سندن خطاب آهي. اتفاق سان سندن بزرگن کي خوارزم کان هند ۾ آڻي ڳوٺ ايرج ۾ آباد ڪيو هو. جڏهن سندن هوش جو زمانو آيو تہ خواجہ اختيار الدين عمر جي خدمت مان پاڻ ڪتابي علم ۽ قلبي ڪمالات جي

تڪميل ڪري خلافت جو خرقو حاصل ڪيو. پوءِ سيد جلال الدين بخاري ۽ شيخ راجو قتال جي خذمت ۾ پهچي اتان بہ گهڻو فائدو حاصل ڪيائون. امام غزاليءَ جي منهاج العابدين جو ترجمو سندن ئي تاليف مان آهي. فارسي شعر جو بہ ذوق هئن. تاريخ محمديءَ جو مصنف جيڪو سندن مريد هو. لکيو آهي تہ سندن خانقاه ۾ قواليءَ جي مجلس هجري سنہ اٺ سوءِ چوڏهن ۾ ٿي هئي. صوفين جي جماعت تي حال طاري هو. پاڻ بہ شورش ڪري رهيا هئا. اوچتو سندن روح بدن کان عالم لاهوت ڏي پرواز ڪري ويو. سندن قبر اُتي ئي خانقاه جي اڳڻ ۾ آهي. ۽ سلطان علاؤالدين محمد ولد خان جهان خلجي منڊويءَ سندن قبر تي هڪ عاليشان گنبذ تعمير ڪرايو.

## شيخ علي پُرو رحمة الله عليه جي ياد ۾

پُروَ هڪ ڳوٺ جو نالو آهي. مهائم جي ويجهو جيڪو گجرات جي هيٺاهين حصي ۾ هڪ بندر آهي. سندس والد بزرگوار جو نالو احمد مهائمي آهي. ٻنهين جهانن جي حقائق ۽ اسرارن جا پاڻ عارف هئا. صوفين جي اصطلاحات ۾ پاڻ شيخ محي الدين عربي ۽ شيخ صدرالدين قونوي جا پيرو آهن. انهن ٻنهين بزرگن جي تصنيفات تي پاڻ عمده شرحون لکيون اتن ۽ سنجيده حاشيہ لڳايا آهن. زوارف شرح عوارف سندن ئي آهي. ۽ تفسير تبصره رحمانيءَ ۾ جنهن ۾ عبارت ترجمي سان قرآني ترتيب کي ملايو آهي ۽ آيتن کي تڪرار کان الڳ ڪيو آهي. هي پسنديده طريقو سڀ سندن ڪوشش آهي.

هڪ رسالي ۾ لکيل آهي تہ امام جمال الدين محمد نالي يمن ۾ هڪ عالم هو. انهن جو خط هڪ خادم مون وٽ کڻي آيو ۽ انهيءَ هي بيان ڪيو تہ شرف الدين معلم قرآن يمني جي فهم ۽ بصيرت ايتري قدر تہ ڪانهي جنهن جا شعاع شيخ محي الدين عربيءَ جي ڪلام تي پئجي سگهن ان ڪري هن کي شيخ کان انڪار آهي. حالانڪ انڪار جو سبب هن جي ڪوتاهي ۽ نارسائي آهي ۽ شيخ جي ۽ شيخ جي پيرن جي تڪفير ٿو ڪري. هي بيان ٻڌي خيال پيدا ٿيو تہ حق ڳالهہ ضرور ظاهر ڪرڻ گهرجي پوءِ انهيءَ خيال کان مون کي گهر ۾ ويهڻ نہ ڏنو. لاچار سفر جي لاءِ سندرو ٻڌي يمن ڏي هلي پيس. ۽ اتي

پهچي الزامي حجتون ۽ قطعي دليل پيش ڪيم. آخرڪار مون شبهات جي گندگي ۽ طعن و تشنيع جو گرد و غبار معلم جي عقيدن تان دور ڪيو. ڇو تہ صوفين جو گروه جن ماسواءِ طريقت کي ترڪ ڪري حقيقت ۽ شريعت ۾ تطبيق ڏني آهي ۽ پنهنجي طرفان نيست شمار ڪري وڃ ۾ نہ ٿا آڻن. ان جي امداد سيني خدا شناس عالمن تي لازم آهي. پاڻ شيخ صدرالدين قونوي جي فصوص جي شرح لکڻ کان پوءِ ڏهن سالن کان ڪجھ گهٽ امڪاني لباس ۾ زنده رهيا ۽ ذڪر ڪيل شرح جي تاليف اٺ سوءَ ٻيھ ۾ ٿي آهي ڪن جي نزديڪ سندن رحلت جو سال ۽ مهينو جمادي الاخر هجري سن اٺ سوءَ پنجٽيھ آهي خوابگاه مهائم.

## مولانا نظام الدين خاموش رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ ڇڻ تہ وجوب ۽ امڪان جي ٻن درياهن جي وچ ۾ برزخ هئا. جمالي ۽ جلالي نمائشون سندن ذات ۾ نمايان هيون. حقائق جي اصول جي مسند تي ڪين زينت هئي. ۽ طريقت جي فروع ۾ روايتن جا پاڻ ماخذ هئا. تصوف جي ميخاني ۾ سندن بيان جي برابر جيڪو سراپا جوهر آهي. ڪو ڪيف ناهي. سماع جي محفل ۾ ڪين جوش ۽ خروش نہ ٿيندو هو. هميشہ پنهنجي باطن کي ڏسڻ لاءِ ظاهر کي ڏسڻ وارين اکين کي ٻاهر جي طرف کان بند ڪري اندروني ۽ باطني آرائش جي سامان ۾ رهندا هئا. جنهن زماني ۾ بخارا جي مدرسي ۾ پاڻ علم حاصل ڪري رهيا هئا. انهيءَ زماني ۾ خواجہ بزرگ جي خدمت جي توفيق ٿين ۽ انهيءَ خانواده جي محبت جو نقش سندن دل تي ويهي رهيو هو. انهيءَ ڏينهن کان پاڻ نفس جي مجاهدي ۽ اصلاح جي سلسلي ۾ ڪوشش ڪري رهيا هئا. ايتريقدر جو خواجہ علاؤالدين عطار جي خدمت ۾ پهچي ڪين روشن ضميريءَ جي قوت حاصل ٿي وئي ۽ ٻيائيءَ واري خشڪ زهد کان نجات حاصل ڪري يڪتائيءَ سان ڀريل توحيد جو ڍُڪ پي مست ٿي ويا. قدس الله اسرارهم.

## خواجہ عبدالله امامي اصفهاني رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ معرفت ۽ ڪمالات جا درياه توحيد جي کاڻ ۽ خواجہ علاؤالدين عطار جي مريدن ۽ دوستن جي گروه مان هئا. پاڻ خواجہ علاؤالدين عطار جي دلچسپ

بيانات ۽ ڪرامتن کي لکي زماني وارن لاءِ فائدي جو سامان مهيا ڪيو آهي.
ان ۾ پاڻ لکن ٿا تہ معرفت جي تلقين جي شروعات ۾ اسان جي خواجہ جو اهو
طريقو هو جو طالبن کي اها تعليم هوندي هئي تہ پنهنجو عنصري خزانو ۽ قوي
ادراڪن جا سڀ ڪمال ۽ جوهر، عنصري مرشد جي هٿ تي وڪٽي ڇڏڻ
گهرجن. جيڪو الاهي هستيءَ جي آمدورفت جي دري آهي. تصوف جي زبان ۾
هدايت جي انهيءَ شڪ کي فنا في الشيخ چوندا آهن تہ جيئن جيڪو شخص
هستيءَ کي وڪٽي- ان جي عيوض نيستيءَ جو خريدار ٿئي. ان شخص کي
جيڪڏهن لوڪ جي گهاٽين ۾ قبض پيدا ٿئي تہ انهيءَ خدائي آئيني (مرشد)
جي تصور سان مقصد جو رستو ملي وڃي. چون ٿا تہ پهرئين ملاقات ۾ پيرهي
زمزمہ ڪين ٻڌائي سندن هوش ۽ حواس گم ڪيا هئا.

## مخدوم شيخ جمال الدين کٽو احمد آبادي رحمة الله عليه جي ياد ۾

کٽو هڪ ڳوٺ جو نالو آهي جيڪو ناگور ۽ اجمير جي ڪوهستان ۾
آهي. هتي پاڻ رهندا هئا. ليڪن سندن وڏا دهلوي هئا. سندن پيدائش بہ دهليءَ
جي آهي عقل ۽ فهم جا صاحب هئا. هجري سن ست سؤ اٺيهہ ۾ پاڻ پنهنجي
وجود سان خاڪ جي عالم کي شرف بخشائون. چون ٿا تہ هڪ ڏينهن دهليءَ ۾
اهڙي تہ سخت آنڌي آئي هئي جو وزني شيون بہ اڏامي ڪيترين پري وڃي
ڪريون هيون. ان زماني ۾ پاڻ ننڍڙو هئو. ملڪ نصير الدين سندن نالو هو.
گهٽيءَ ۾ پنهنجي هم عمر سان کيڏي رهيو هو آنڌي کين پتنگ وانگر اڏائي
دهليءَ کان ڪئي ڪوهہ پري ڳوٺ کٽوءَ آڻي ڇڏيو. ان زماني ۾ بابا اسحاق
مغربيءَ انهيءَ ڳوٺ ۾ عبادت لاءِ حجرو ناهيو هو. بابا اسحاق حاجي محمد
ڪيميءَ جا خليفا آهن. جن چاليهہ حج ڪيا هئا. حاجي صاحب اسوة العرفا
مغربيءَ جي سلسلي جا هئا قدس سرهم ۽ اسوة العرفا ابومدين مغربي- سيد
عبدالقادر جيلاني رحہ جن جا هم عصر هئا. بهرحال ازلي سعادت هن ٻار جي
پرورش جو حڪم باباجَي نالي جاري ڪيو ۽ بابا سندن نالو جمال الدين رکيو.
پاڻ جڏهن وڏا ٿيا تہ حقيقي بيعت جي رسم ادا ٿي. ۽ ٿوري ئي خدمت ۾

رياضت سان عالم ارواح ۽ عالم اجسام جي ڪمالي مرتبي تي فائز ٿيا. انين صديءَ جي آخر ۾ سلطان احمد بن مظفر جو دور هو جو پاڻ پير جي حڪم سان گجرات هليا ويا ۽ ساميرمتيءَ جي ڪناري جيڪو هاڻي احمد آباد قلعي جي هيٺان روان آهي گوشي نشين ٿي ويا. وقت جي سلطان بہ سندن محبت ۽ اتفاق جي ڪري انهيءَ جاءِ تي هڪ وڏي شهر جو بنياد رکي احمد نالو رکيو. خاص نديمن ڪي هن بنياد جي تاريخ "ڪلمہ بخير" ملي ان ڪري سلطان جانپانير شهر ڪي جيڪو اڳين حڪمرانن جو دارالسلطنت هو. ڇڏي هن نو آباد شهر ڪي پنهنجو تخت گاه بنايو. هي شهر سندن قدمن جي برڪت سان اهڙو تہ اسلامي شهر ٿيو جو سڄي هندوستان ۾ هن جو مثال نہ ٿو ملي.

لکيو اٿن تہ زماني جي مشائخن جي خذمت جي آرزو ڪين گهٽي رهندي هئي ۽ ان ڪري هميشہ سفر ۾ رهندا هئا. پاڻ هڪ خط ۾ جيڪو شيخ ڪمال الدين احمد آباديءَ جي نالي سمرقند کان موڪليو ويو هو. لکيو اٿن تہ مون سنہ ست سؤ ٽياسيءَ ۾ بحراعظم جو سفر اختيار ڪيو هو. عدن جي جزيره ۾ پهچي شيخ عبدالله يافعيءَ جي خليفي شيخ عبداللطيف يمنيءَ سان ملاقات ڪئي. ان کان پوءِ مڪي معظمہ جي زيارت سان مشرف ٿي حج ۽ عمرو ادا ڪيو ۽ مڪي جي بزرگن جي ملاقات مان فائدو حاصل ڪيائون. پوءِ صاحب مدينہ عليہ افضل التحيات جي زيارت سان شرف حاصل ڪري پنهنجي خاڪي منهن ڪي سندن آستاني جي خاڪ سان منور ڪيو. ان کان پوءِ هجري سنہ اٺ سؤ ۾ هريءِ ويا. ان وقت شيخ شهاب الدين خياباني خراسان جا شيخ هئا. اتي انهن سان ملاقات ڪيائون پوءِ سمرقند ۾ پهچي اتان جي مشائخن جي خذمت حاصل ڪئي. چون ٿا تہ گجرات ۾ واپس اچي جلد ئي سفر پورو ٿيو ۽ هن بيمثال شهر ۾ ڪجهہ سال هدايت جي طالبن ڪي فيض پهچايو. جڏهن چوڏهين شوال جي مهيني هجري سنہ اٺ سؤ اٺونجاهہ تي طلب جو فرمان پهتو تہ خوشيءَ سان هن ظلماني عالم کان نوراني عالم ڏي رحلت فرمايائون سندن قبر سير گنج ۾ آهي جيڪا ان شهر جي بازار آهي. سندن قبر تي هڪ عاليشان گمنبد ۽ بلند عمارت ٺهيل آهي. ڪي چون ٿا تہ آنڌيءَ جي حادثي کان پوءِ پاڻ خواجہ نجيب نساج جي هٿ لڳا هئا ۽ اتان پوءِ بابا جي هٿ آيا. اهڙي طرح جو مولانا صدرالدين حافد مولانا شهاب الدين عالم همداني ڊيدواني ويندا هئا جيڪو

دهليءَ جو پرڳڻو آهي، ان ڪري بابا اسحاق وٽ موڪلائڻ ويا تہ بابا فرمايو تہ جيڪڏهن ڪو سمجهدار ڇوڪرو هٿ اچي تہ منهنجي لاءِ آڻجان. جڏهن مولانا صدرالدين ديدوانہ ۾ پهتا تہ خبر پين تہ هڪ ڇوڪرو نساج ڪي مليو آهي مولانا ڪي بابا جو پيغام ياد آيو. ڇوڪري ڪي ڏسڻ ويا ۽ نساج کان گهري بابا جي لاءِ آندائون.

## قاضي شهاب الدين عمر رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ زابلي- دولت آبادي ۽ جونپوري آهن. زماني جي سيني عالمن کان گهڻو علم رکندا هئا. ۽ سيني فنن ۾ استاد هئا. نظم جو شوق هئن. فارسي زبان ۾ شعر چوندا هئا. سندن وڏن کي شيخ الشيوخ عمر بن محمد شهاب الدين سهرورديءَ سان بيعت ۽ عقيدت هئي. ان ڪري کين پير سهرورد جو رسمي مريد ڪرايو ويو. پاڻ هر علم ۾ برجستہ متن- شرح ۽ حاشيا لکيا آهن. ان سان گڏ سندن هڪ تفسير بهر مواج بہ آهي. جيئن تہ هي فارسي زبان ۾ آهي. لهذا درسي ڪتابن ۾ ان جو شمار نہ ٿي سگهيو. اهائي معنيٰ جيڪڏهن عربي عبارت ۾ هجي ها تہ عالم جي نزديڪ هي ڪتاب ڪشاف جي هم پهلو هجي ها.

چون ٿا تہ انهيءَ زماني ۾ هڪ سيد هو اجمل نالو هئس. جنهن جو نسب جو جمال- حسب جي زيور سان آراستہ نہ هو. سيد جي مٿي ۾ اها هوا ڀري تہ محفل ۾ قاضي صاحب کان مٿاهين جاءِ تي وهڻ گهرجي. قاضي صاحب هڪ رسالو لکيو هو جنهن ۾ غير سيد عالم کي بي علم سيد تي فوقيت ڏني هئائون. پوءِ انهن ٻنهين جي برابر درجي هئڻ جو اقرار ڪري هڪ ٻيو رسالو مرتب ڪيائون. ۽ ان ۾ واضح ڪيائون تہ منهنجي عالميت درست آهي ۽ تنهنجي علويت مخفي آهي. لهذا مٿي وهڻ جو حق مون کي حاصل آهي. جڏهن هي مناظرو مولانا خواجگيءَ جي سامهون پيش ٿيو تہ مولانا شاگرد تي ڪاوڙيو. ۽ سخت ناراضگي ظاهر ڪيائين. جنهن سان کين شرمندگي ٿي. مجبوراً سادات جي تعريف ۾ ٻيو رسالو لکيائون ۽ ان جو نالو مناقب السادات رکيائين. هن رسالي تي سندن سيني تصنيفن جو خاتمو ٿي ويو. ڪي چون ٿا تہ مٿئين مناظري کان پوءِ خاتم النبوة عليہ السلام جن خواب ۾ قاضي صاحب

کي فرمايو تہ وَجُ جيترو بہ ممڪن ٿئي سيد اجمل کي خوش ڪر ان ڪري پاڻ سيد جي خدمت ۾ اچي معافي گهري ۽ هي رسالو لکيو. هجري سنہ اٺ سؤ انيتاليهہ ۾ وجود جي محفل مان عدم جي خلوت ڏي تشريف وٺي ويا.

## مير سيد اشرف جهانگير رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن پيدائش سمنان جي ۽ قبر ڪڇوڇہ ۾ آهي. ڪڇوڇہ جونپور جي علائقي جو هڪ ڳوٺ آهي. ڪشف- ڪرامتون ۽ منزلن و مقامات جا پاڻ مالڪ هئا. سندن بيان سان عرفان جو آب حيات وَهندو هو. ۽ سندن دل مان شوق ۽ محبت جي باهہ جا شعلا نڪرندا هئا. سياحت ۾ مير سيد علي همدانيءَ جا رفيق هئا. قدس سرهما. اتفاق سان سندن گذر هندستان ۾ بہ ٿيو هتي اچي پاڻ شيخ علاءُالحق بنگاليءَ جا مريد ٿيا. اگرچہ طريقت جا سڀ مرحلا پاڻ بيعت کان اڳ ئي طئي ڪري چڪا هئا. سندن مڪتوبات بہ آهن. جن ۾ درويشي مسلڪ جون حقيقتون پريل آهن. عرفان جي کهڙي گفتگو آهي ۽ ولولو پيدا ڪندڙ کهڙي اها ڳالهہ آهي جيڪا هر هڪ مڪتوب جي هر هڪ سٽ ۾ نہ هجي. خدا ڪري جو هي مڪتوبات دوستن جي نظرن مان گذرن. سندن ڪلام جو گهڻو حصو سندن فرزند گڏ ڪري هڪ وڏو ڪتاب ٺاهيو آهي. ان ۾ لکن ٿا تہ هڪ قلندر هو، ڳائڻ وارا سڀ هن جي خدمت ۾ حاضر رهندا هئا. هو هر ڪنهن کي چوندو هو تہ اشرف پنهنجو پاڻ کي جهانگير چوي ٿو. ۽ صوفين جي اصطلاح ۾ هي لقب خاص قطب جو آهي. ۽ قطب جي نشاني هيءَ آهي تہ هن جي جسم جا سڀ عضوا هڪ ٻئي جو ڪم ڪن. هڪ ڏينهن هڪ محفل ڪئي وئي ۽ اها جاءِ امتحان لاءِ مقرر ڪري سيد کي مهمان ڪيو ويو. ڪاڏو ڪائڻ شروع ٿيو ۽پاڻ صرف هٿ کان وات- ڏندن ۽ نڙيءَ جو ڪم ورتو. هي ڏسي امتحان ڪرڻ واري کي سخت حيرت ٿي. پاڻ حاجي قاضي شهاب الدين عمر دولت آباديءَ جا هم عصر آهن. پاڻ قاضي صاحب جي خط جي جواب ۾ هڪ عجيب خط لکيو اٿن جنهن ۾ مبحث فرعون کي حل ڪيو آهي جيڪو فصوص الحڪم ۾ آهي. جيئن تہ ڪتاب کي بزرگن جي احوال کان سواءِ ٻين بيانن سان گهٽ تعلق آهي. لهذا وڏن ماڻهن جي اعليٰ مضمونن کان هي ڪتاب خالي آهي.

## مولانا رڪن الدين خواني رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شريعت دوست- روشن ضمير- ڳولڻ سان ڪامياب ۽ عالم باعمل هئا. هڪ سال پاڻ پوک ڪرايائون. جڏهن تيار ٿي ديري ۾ آئي ته ان مان هاريءَ هڪ ٽويو سندن اجازت کانسواءِ هڪ واقفڪار کي ڏنو ۽ باقي لاءِ مولانا کي عرض ڪيو ته ڪٽائي وجي. پاڻ فرمايائون ته فصل اجا مڪمل نه آهي جڏهن تيار ٿي ويندي ته ڪٽائي ويندي. اهڙيءَ طرح مولانا جي ۽ هاريءَ جي وچ ۾ هي قصو هلندو رهيو. ايتري قدر جو فصل جو ڪوبه ڪم باقي نه رهيو. هاريءَ گهڻو غور و فڪر ڪيو ليڪن سواءِ انهيءَ هڪ ٽوئي ڏيڻ جي ڪوبه سبب معلوم نه ٿيس. مجبور ٿي اُتي ڏنل ٽوپو واپس آڻي ديري ۾ رکيل فصل ۾ شامل ڪري ڇڏيائين. ان وقت اجازت ملي ته فصل ڪٽو ۽ واپس آندل ٽويو ان شخص کي پهچايو جنهن کان واپس آندو ويو آهي ۽ فرمايائون ته جيئن ته خيانت ۾ برڪت بئي هڪ جاءِ تي گڏ نه ٿيون ٿي سگهن ۽ هن معاملي ۾ خيانت معلوم ٿي ان ڪري ايتري اهتمام جي ضرورت ٿي.

## شيخ سراج سوخته رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن قبر ڪالپيءَ ۾ آهي. ڪلام رباني حفظ هئن. مخدوم جهانيان سيد جلال بخاريءَ جي امامت ڪندا هئا. سيد صاحب کان گهڻو فيض ملندو هئن ۽ پنهنجي ڪرامتن جي قابليت کي لڪائي رکندا هئا. سمنڊ وانگر- محبت جي باهه سندن راحت جو سبب هئي. ۽ ذري وانگر احديث جي آفتاب جي سامهون سرگشته رهندا هئا. دنيا جي زندگيءَ کي هڪ ڏينهن جي برابر سمجهي سڄو سال روزي سان گذاريندا هئا. ۽ ٽئين ڏينهن شام جو پراٽي سرڪي سان افطار ڪندا هئا. هميشه اهڙي طرح ناهموار نفس سان لڙائي رهندي هئي. پاڻ رسمي علمن جي حاصل ڪرڻ ۾ مولانا خواجگي نحويءَ جا شاگرد آهن. هڪ ڏينهن پڙهڻ لاءِ حاضر ٿيا ته مولانا کي ڪن ۾ سور سبب فرمايو ته جيڪڏهن سور رفع ٿي وجي ته پوءِ تون سبق پڙهي سگهندين. پاڻ چيائون ته بهتر مولانا جي ڪن کي ويجهو ٿي چيائون ته اي ڪَنَ جا سور هليو وڃ ليڪن ڪَنَ جو سور نه ويو. ٻئي دفعي چيائون ته اي ڪَنَ جا سور توکي سراج سوخته تو چئي

تہ هليو وڃ. اهو چوندي ئي انهيءَ وقت فوراً سور لهي ويو، ۽ صحت درست ٿي وئي ۽ معمول جي مطابق درس شروع ٿي ويو.

## قطب عالم بٽوه رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن نالو برهان الدين آهي. پاڻ مخدوم جهانيان سيد جلال بخاريءَ جا پوٽا آهن. هجري سن ست سؤ نوي ۾ چوڏهين رجب جي صبح جو علم جي وحدت خاني مان وجود جي محفل ۾ پاڻ تشريف فرما ٿيا سلطان محمد ابن احمد ابن محمد ابن مظفر جو دور هو تہ پاڻ اُڄَ کان ننڍپڻ ۾ ڏاڏي بزرگوار جي حڪم سان گجرات ۾ آيا. ۽ بٽوه احمد آباد جي هڪ گهٽي آهي ان ۾ قيام ڪيائون. هڪ مدت تائين سر ڪش نفس سان مخالفت ڪيائون ۽ هن لڙائيءَ ۾ ان تي فتح حاصل ڪيائون پاڻ ماڻهن جي گروهن جا پشت پناه بنيا. ۽ سندن مسيحائي دم سان ظاهري ۽ باطني بيمار شفا حاصل ڪرڻ لڳا. چون ٿا تہ جيڪي ڪجهہ سندن زبان مان نڪري ويندو هو. جيئن تہ سندن باطني ارادو راستيءَ سان هوندو هو، اُهو ئي ٿي پوندو هو. هڪ ڏينهن صبح جو گهر کان نڪتا تہ سندن پير ۾ هڪ پٿر لڳو. فوراً بي اختيار سندن زبان مان نڪتو تہ ڪاني آهي. پٿر آهي يا لوه آهي. روشني ٿيڻ کان پوءِ جو ڏٺائون تہ انهيءَ شيءِ ۾ ٽنهين طرح جا حصا ۽ رنگ نظر آيا. هجري سنہ هڪ هزار ٽي تائين جڏهن راقم گلزار خانديس کان گجرات ويندو هو تہ مٿي ذڪر ڪيل پٿر انهيءَ جاءِ تي موجود هو ۽ ماڻهو ان کي ڏسڻ واسطي پري پري کان ايندا هئا. پاڻ پنهنجي والد بزرگوار جا مريد آهن ۽ قطب الاوليا شيخ احمد کهٽوءَ کان بہ خلافت جو خرقو مليل هئن ۽ شيخ احمد جي گهڻي پرورش جي نظر سندن مٿان هئي. سندن يارهن پٽ هئا. سيني ۾ وڏو نيڪ ۽ پسنديده اخلاقي وارو سيد محمد آهي جيڪو شاهہ عالم جي نالي سان مشهور آهي. سيد محمد جا حالات الڳ لکيا ويندا. ٻيو پٽ سيد داؤد هو جيڪو سلطان بهادر ابن سلطان مظفر گجراتيءَ جو وزير اعظم هئو ۽ اختيار خان جي نالي سان مشهور هو. هنن ٻنهين کان سواءِ ٻيا جيڪي پٽ هئا اُهي دين جي باري ۾ پهرين پٽ کان ۽ دنياوي مرتبي ۾ ٻئي پٽ کان گهٽ هئا.

# سيد تاج الدين سوهي نهرواله رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ مشائخ شيخ حسام ملتاني نهرواله جي روضي ۾ مدرس هئا. ڪسبي ۽ لُدني علم ڪين حاصل هو. رهنمائيءَ جو خرقو سيد برهان الدين جي عنايت سان حاصل ٿيو هئن. جن جو خاص لقب قطب عالم بخاري گجراتي آهي. ۽ مخدوم بدها کان بہ خلافت جو خرقو مليل هئن جن جو نالو مولانا يوسف احمد سوهي آهي. مولانا يوسف، شيخ سوهيءَ جا خليفا هئا ۽ سوهيءَ ڪي پنهنجي والد بزرگوار مولانا شمس الدين پير مَڪ کان خلافت ملي هئي.

# خواجہ علاؤالدين غجدواني رحمة الله عليه جي ياد ۾

هنن وٽ هميشہ جاوداني بزم ٿيندي هئي. ان ڪري چڻ تہ پاڻ هن بزم جا ميزبان هئا ۽ ايزدي تجليات ۾ مدهوش رهندا هئا. خواجہ بزرگ جا برگزيده يار هئا. الاهي اسرارن جي آگاهي ۽ خدائي اطوارن جي بيان ڪرڻ ۾ پاڻ پنهنجي وقت ۾ اڪيلا ۽ صحيح البيان هئا. چون ٿا تہ جڏهن معرفتن جي بيان جو جلسو گرميءَ تي ايندو هو تہ بيخودي سندن مٿان طاري ٿيندي هئي ۽ ان ڪري سندن رسمي شعور ۽ مجازي ادراڪ بلڪل غارت ٿي ويندو هو. ليڪن گفتگوءَ جي تار شروع کان آخر تائين رهندي هئي. غالباً ظاهري عقل جي رخصت ٿيڻ سان معنوي هوش جو منهن ظاهر ٿي ويندو هو. محققن جو قول آهي تہ هن قسم جو نشو طريقت جي سلسلي ۾ هلندي هلندي ان وقت ڪيف آٽيندو آهي. جڏهن تعينات جا لوازم ۽ وجود جا مراتب جيڪي ذاتي مطلق صفتن سان بدل آهن، تبديل ٿي ويندا آهن. پاڻ خواجہ بزرگ جي اجازت سان خواجہ پارسا جي خذمت اختيار ڪئي هئائون. پوءِ پارساءِ اولياءَ جو ربط ساڻن اهڙو تہ وڌيو جو خواجہ پارسا کي ساڻن ملڻ ۽ همراز ٿيڻ کان سواءِ صبر نہ ايندو هو. لهذا خواجہ پارسا پاڻ ۾هڪ لمحي جي دوريءَ جي طاقت نہ سمجهي واپس سفر تائين ڪانئن جدائي پسند نہ ڪئي ۽ هميشہ فرمائيندا هئا تہ توهان جي ديدار سان خواجہ بزرگ جي نسبت هميشہ دل ۾ تازي ٿي آهي. قدس الله اسرارهم.

## سيد علاؤالدين رانيؒ جي ياد ۾

پاڻ سيد معين الدين ايرجيءَ جا پائيٽا ۽ نياٽا هئا. سندن ذات ۾ سڀ حقيقي ڪمالات جمع هئا. ۽ الاهي تجليات سندن مٿان وارد ٿينديون هيون. پاڻ ڪيترا دفعا شب قدر ڏٺي هئائون. سندن خانقاه ۾ هڪ وڻ هو. هڪ ڏينهن صبح جو اوچتو شهر وارن وڻ جي سڀ ڪان مٿاهين چوٽيءَ تي هڪ رومال ٻڌل ڏٺو. تعجب ۾پئجي اصل ڪيفيت ڪانئن پڇائون. فرمايائون تہ گذريل رات شب قدر هئي جنهن وقت اهو وڻ سجدي ۾ جهڪيو ان وقت مان اهو رومال انهيءَ شاخ ۾ ٻڌي ڇڏيو هو. مطلب تہ سڄي سال جي راتين ۾ شب قدر جي ٿيڻ جو مسئلو مختلف فيہ آهي. اسان جي زماني جي عالمن ڪي شب قدر قائلن ڏي مائل ٿيڻ گهرجي. سندن ابدي آرامگاه رانہ آهي ۽ رانہ هڪ ڳوٺ آهي ڪالپي سرڪار جو.

## شيخ الاسلامؒ جي ياد ۾

سندن پيدائش جي جاءِ اُچ آهي ۽ خوابگاه منڊو (مانڊو) آهي سندن نالو چايلده- ۽ شاه آهي- راجو قتال جا خليفا آهن. جن سان سهروردي خاندان جو چراغ روشن آهي. ۽ مخدوم جهانيان تائين سلسلو بغير واسطي جي پهچي ٿو. چون ٿا تہ عمارت ۽ آباديءَ ۾ گهٽ وهندا هئا. ويراني ۽ جهنگل ۾ رهندا هئا. ڏينهن جي اول حصي ۾ چار گهڙي ڏينهن چڙهڻ تائين جانور ۽ حشرات الارض سلام لاءِ حاضر ٿيندا هئا. هجري سنہ اٺ سوء ڏهہ ۾ سلطان هوشنگ پٽ دلاور خان غوريءَ جو عهد هو ان زماني ۾ سفر حجازتي ويندي منڊو (مانڊو) وٽان بہ گذريا. محمود خان بن خان جهان خلجي. جنهن جي مٿي ۾ بادشاه ٿيڻ جي هوا پريل هئي سندن خذمت ۾ حاضر ٿيو. ڪاڏو سامهون رکيو ويو تہ پاڻ مسلسل چار گره محمود خان جي وات ۾ وڌائون ۽ فرمايائون تہ مالوه صوبي جي شهنشاهي تو وٽ تنهنجي ۽ ٻين ٽن پٽن تائين رهندي. محمود خان شڪريو ادا ڪندي عرض ڪيو تہ هيءَ آرزو آهي تہ واپسي هن ئي رستي ڪان ٿئي. پاڻ قبول ڪري فرمايائون تہ هن رستي ڪان واپسي جيڪڏهن خدا چاهيو تہ ٿيندي ۽ رخصت ٿي ويا. جنهن وقت محمود خان جي فرمانروائيءَ ڪي عين شباب ۾ خط

استوا جي سج وانگر عين ڪمال فروغ حاصل هو ان وقت وري شيخ جي تشريف آوريءَ جي خبر ملي. استقبال ڪري ڪمال تعظيم سان آندا ويا ۽ جشن- شادي ڪري پنهنجو نياڻو بنايائين ۽ عبادت جي سهولت لاءِ آرام ۽ آسائش جو بهشت نما گهر تيار ڪرائي دنياوي اسبابن سان جيترو ٿي سگهيو جهيز جي صورت ۾ پيش ڪيائين. پاڻ پيش ٿيل هديو سائين ڪي جيڪي صاحب احتياج هئا ۽ ٻين شهر جي باشندن کي عام طور تي تقسيم ڪري ڇڏيو ۽ باقي عمر ظاهري باطن جو درس ڏيندا رهيا. گهڻا طالب ڪامياب ٿيا. هڪ ڏينهن سلطان عرض ڪيو تہ جهڙي طرح زندگيءَ ۾ هميشہ خدمت ميسر آئي آهي جيڪڏهن رحلت کان پوءِ بہ هڪ ئي جاءِ تي قبر ٿاهي وڃي تہ ٻنهين جهانن جو ڪم ٿهي پوي. جڏهن پاڻ ڪوچ فرمايائون تہ قرارداد موجب کين سلطاني مقبري ۾ دفن ڪيو ويو. ۽ ڏينهن کان پوءِ سلطان کي بہ واپسيءَ جو سفر درپيش آيو. ملڪ جي سردارن اتفاق سان شيخ جي قبر کان متاهين جاءِ تي سلطان جي قبر جو تعويذ ٺاهيو. سلطان مرحوم پنهنجي پٽ سلطان غياث الدين کي خواب ۾ هدايت ڪئي تہ محمود جو جسم زمين مان ڪڍي شيخ جي تربت کان هيٺائين جاءِ تي دفن ڪرڻ گهرجي. عاقلن غور ۽ فڪر ڪري چيو تہ بهتر اهو آهي تہ شيخ جي قبر سلطان جي قبر جي برابر ۾ بنائي وڃي. ان وقت شيخ الاسلام جو فرزند شيخ بدها جيڪو سجاده نشين هو. بيان ڪيو تہ اڄ رات جي مهلت ڏني وڃي سڀاڻي جيئن مصلحت معلوم ٿي عمل ڪجي. چنانچہ انهيءَ ڏينهن ڪم بند رهيو. رات جو شيخ جي قبر متاهينءَ تي هلي وئي. اڌ رات جي وقت قبر جي سرڪڻ جو آواز مقبري جي مجاورن ۽ ٻين ماڻهن ٻڌو. صبح جو جڏهن هيءَ ڪرامت ڏٺي وئي تہ سلطان غياث الدين کي ۽ شهر جي سيني ننڍن وڏن کي سخت حيرت ٿي ۽ عقيدت بہ وڌي.

## شيخ محمد پور عيسيٰ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

کين محمدي ولايت جا ڪمالات حاصل هئا. زياده عمر جي ڪري نوح عہ جا شريڪ هئا ۽ جن وانس جي بيعت ۽ تلقين ۾ پير هئڻ جو مرتبو حاصل هئن. ظاهري علم ۽ اندروني بصيرت جو سرمايو کين شيخ فتح الله اوڌيءَ جي تعليم ۽

رهنمائي مان مليو هو جن کي ڪي ماڻهو بدايوني بہ چوندا آهن. هميشہ گوڏن تي
مٿو رکي مراقبي ڪرڻ سبب ڪمان وانگر سندن چيلهہ جهڪي پئي هئي. سڄي
زندگيءَ جو زمانو اڪيلائي ۽ تجريد ۾ گذاريائون. انهيءَ خوف کان تہ نظر عورت
تي نہ پئي آسمان ۽ زمين ڏي ڪڏهن بہ گهوري نہ ڏٺائون. هجري سنہ اٺ سؤ ستر
تاريخ چوويهين ربيع الاول امڪان جي طلسمي ڪارخاني (دنيا مان) وجوب جي
حقيقي فضا (عالم ارواح) ڏي ڪوچ فرمايائون. سندن مريدن ۽ خليفن ۾ اٺويهہ
شخص وڏا بزرگ آهن. انهن مان هڪ شيخ بدها حقاني هو. جن جي رهنمائيءَ جي
شهرت سلطان حسين شرقيءَ جي زماني ۾ عام هئي ۽ ٻيو بهاءالدين نٿو- ٽيون
شيخ سونڌو بنارسي ۽ چوٿون شيخ احمد عيسيٰ بہ هو. جيڪو ظاهر وانگر معنيٰ
۾ بہ ساڻن نسبت برداري رکندڙ هو.

## مولانا نظام الدين نهر والا قدس سرهٗ رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ رسمي علم جا عالم ۽ مستجاب الدعوات هئا. گهڻو ڪري سندن
دعائن جو تير نشاني تي لڳندو هو. جيئن تہ پاڻ هميشہ شاهہ احمد آباد کان
ايتريقدر معاش جي ذريعي جي درخواست ڪندا هئا جيڪا زندگيءَ جي ضرورت
لاءِ ڪافي هجي. ليڪن قبوليت جو جواب ٻڌڻ ۾ نہ ايندو هو ان ڪري شڪستہ
دل رهندا هئا. هڪ ڏينهن شاهہ احمد آباد ايترو تہ سخت پيٽ جي سور ۾ مبتلا
ٿيو جو ڪنهن بہ درويش جي دعا ۽ ڪنهن بہ طبيب جي دوا ڪارگر نہ ٿي. شاهہ
جا خير طلب ماڻهو شيخ احمد ڪهٽو قدس سرهٗ جي خدمت ۾ ويا ۽ احتياج پيش
ڪيائون. فرمايائون تہ هن بيماريءَ جو سبب برادرم نظام الدين جي ناخوشي
آهي. ان جي دعا کان علاوه ڪوبہ علاج ڪونهي. لاچار مولانا جي نزديڪ حاضر
ٿي گذريل حقيقت نيازمنديءَ سان عرض ڪيائون. فرمايائون تہ مان انهيءَ شرط
سان دعا ڪندس تہ بيمار سيني عالمن ۽ محتاجن جا حقوق شريعت جي فرمان
جي مطابق هر سال بيت المال مان ڪيندو رهي. جواب ۾ عرض ڪيو ويو تہ
مستحقن کي انهن جي حقن کان زياده پهچائيندا سين. فرمايائون تہ اسان جي
عادت توهان جي عادت وانگر نہ آهي. اسين حق واجب کان وڌيڪ نہ چونداسين.
مطلب تہ شرط قبول ڪري حڪم جي تعميل عمل ۾ آئي هيڏانهن فوراً شاهہ جو

درد دور ٿي صحت حاصل ٿيس. چون ٿا تہ ان کان پوءِ بيت المال مان جيڪي ڪجهہ ڪين پهچندو هو ان مان جنهن سال ۾ خرچ کان وڌيڪ جيڪو بچي پوندو هو اهو خزاني جي داروغي کي پاڻ واپس ڏئي ايندا هئا. خدا ڪري تہ هيءَ نصيحت پريل ذڪر واليانِ ملڪ جي لاءِ جيڪي مستحق درويشن جا حقوق پهچائڻ ۾ ڪوتاهي ڪندا آهن. عبرت جو باعث بنجي.

## ملڪ شرف الدين شاهہ شهباز ؒ جي ياد ۾

پاڻ احمد آباد گجرات جا آهن. جڏهن سندن عمر پنج سال هئي تہ سندن والد بزرگوار ملڪ عبدالقدوس ناراض ٿي سپهہ داريءَ جو عهدو ڇڏي سڪونت ترڪ ڪري خانديس هليا ويا هن صوبي جي حاڪم بہ احمد آباد جي واليءَ وانگر سندن والد جو اعزاز ڪيو پاڻ ان وقت مڪتب ۾ پڙهندا هئا. ليڪن جيتري عمر ۽ عقل وڌندا ٿي ويا اوتري رسمي علمن سان دلچسپي بہ زياده ٿيندي پئي وئي. جڏهن والد بزرگوار هن جهان مان رخصت ٿيا تہ حاڪم ڪين والد جي منصب تي سڏايو مگر پاڻ قبول نہ ڪيائون ۽ عقلي علمن حاصل ڪرڻ ۾ ڪوشش شروع ڪيائون. هڪ دفعي خدا طلبي ۽ خدا شناسيءَ جو درد ۽ شوق دل ۾ پيدا ٿيو. هاڻي همت جي پيرن سان پير طريقت جي تلاش شروع ڪيائون. انهن ڏينهن ۾ مخدوم شيخ احمد کهٽو ۽ قطب زمان شاه علي خطيب قدس سرهما احمد آباد ۾ هئا. ۽ درست اعتقاد وارن طالبن جي رهنمائيءَ ۾ ڪامل طور مشهور هئا. پاڻ گهريائون تہ سندن درد جي دوا انهن ٻنهين صاحبن مان ڪنهن جي خدمت ۾ حاضر ٿي طلب ڪن. انهيءَ ڪشمڪش ۾ هئا تہ هڪ رات خواب ۾ ڏٺائون تہ شاهہ علي خطيب پنهنجو مريد تلقين جي چاشنيءَ سان شيرين ڪم ڪيو آهي ۽ خلافت جو خرقو پارائي فرمايائون تہ جيڪو خرقو بغير صحبت جي هوندو آهي اهو بغير ميوي جو وڻ هوندو آهي. صبح ٿيندي جيڪي ڪجهہ نقد ۽ جنس هئن سڀ محتاجن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيائون ۽ هٿين خالي احمد آباد جو رستو ورتائون. جڏهن پير ڪين پري کان ڏٺو تہ مسڪرايو. عالم مثال جو ملاقاتي اچي ويو. چند سالن کان پوءِ جڏهن خدمت جي ڪري معرفت جا عالي مرتبا حاصل ٿين تہ رخصت

ملي مگر ٽن شرطن تي پهريون وطن ڏي وڃجانءِ ٻيو خدا جو ٿي رهجانءِ ٽيون ماڻهن جي رهنمائي ڪجانءِ. مجبوراً پاڻ خانديس آيا ليڪن هڪ جبل جي دامن ۾ رهائش اختيار ڪيائون. ۽ مڪار نفس جي جنگ ۾ هر طرح جون رياضتون ڪري خدا پرستيءَ جو معرڪو ڪٽي ورتائون. انهيءَ عرصي ۾ پير جي باطن ڪان خواب ۾ اشارو مليَن تہ حضور حقيقت ڪان ماڻهن جي رهنمائيءَ واسطي شهر ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ جو حڪم تنهنجي نالي صادر هو. تون انجي برخلاف صحرا نشين ٿي ويو آهين. پاڻ هن کي خيالي خواب سمجهي وري پير جي خدمت ۾ روانہ ٿيا. خدمت ۾ پهتا تہ اتي بہ عالم مثال جو اشارو مليَن ۽ پهرين ئي رات خواب ۾ ڏٺائون تہ قيامت جو شور برپا آهي ۽ ماڻهو هر طرف پريشان ڊوڙندا ٿا وتن. سندن پير حضور خاتم النبين عليہ السلام جن جي چيلهہ مبارڪ ۾ هٿ وجهيو بيٺا آهن ۽ پاڻ پنهنجي پير جي چيلهہ ۾ مضبوط هٿ وجهيو بيٺا آهن ۽ اهڙيءَ ئي شڪل سان هڪ جبل تي چڙهي رهيا آهن ۽ اهڙي ئي طريقي سان سندن پٺيان بي شمار جماعت هڪ ٻئي جي چيلهہ ۾ هٿ وجهيو سندن ويجهو اچي رهيا آهن. پير هي خواب ٻڌي فرمايو تہ اها جماعت سڀ تنهنجي پيروي ۽ رهنمائيءَ سان ڪرامت ۽ ولايت جي درجي تي پهچندي. لهذا آئنده ماڻهن سان ملڻ ڪان ڪناري ڪشي نہ ڪندا ڪيو. وڏيڪ پير ٻن پٽن جي بہ خوشخبري ٻڌائي ۽ فرمايو تہ اهي ٻئي پٽ عالم دنيا ۽ عالم غيب ۾ مشهور ٿيندا ۽ نفس ۽ شيطان رجيم تي فتح حاصل ڪندا. هڪ جو نالو عبدالرحيم ۽ ٻئي جو نالو عبدالڪريم هوندو. لاچار پاڻ برهانپور ۾ اچي شادي ڪيائون ۽ پوءِ ٿوري عرصي ڪان پوءِ پير جي فرمان مطابق زندگانيءَ ۾ ميوو آيو. چاهٺ سال هدايت جي مسند تي ويهي رهنمائي ڪندا رهيا. ۽ انهن ٻنهين پٽن بہ عالم غيب ڪان اچي دنيا ۾ سلف الصالحين جي رفتار رکي. انهن پٽن ڪان علاوه ٻيا گهڻا ماڻهو سندن خدمت سان انهيءَ درجي تي پهتا جو پاڻ بہ خليفا ٿيا ۽ ٻين کي بہ پنهنجو خليفو بڻايائون. انهن مان ڪن جا احوال جدا لکيا ويندا جن جي خدمت راقم کي بہ حاصل ٿي آهي يا جن جا حالات ماڻهن جي زباني ٻڌڻ ۾ آيا آهن.

مسند نشينيءَ کانپوءِ سندن طريقو بيان ٿو ڪجي (1) دنيادارن جي دروازي تي ڪڏهن بہ نہ ويا ۽ ڪنهن جي ڪاڌي مان لقمو نہ ڪنيائون. (2)

جڏهن بہ ڪو مشڪل پيش ايندو هو تہ جنگل ڏي هليا ويندا هئا ۽ ٻہ رڪعتون نفل پڙهي مراقبي ۾ ويهي رهندا هئا ان وقت حضرت غوث الثقلين سيد محي الدين جيلاني قدس سرهٗ مشڪي گهوڙي تي سوار ڪين نظر ايندا هئا ۽ نهايت آسان شڪل سان مشڪل کي حل فرمائيندا هئا. (3) هڪ ڏينهن ظهر نماز جو وقت هو پاڻي ڳولياڻون تہ نہ مليو. انهيءَ خوف کان تہ نماز نہ نڪري وڃي. هڪ ديڳ باهہ تي رکيل هئي جنهن ۾ پاڻي ٿهڪي رهيو هو ان مان پاڻي ڪڍي وضو ڪيائون ۽ ماڻهن کي ابراهيمي معجزو ڏيکاريائون. (4) شب قدر کي ڏٺو هئائون. (5) خواجہ خضر جي ملاقات ڪئي هئائون. (6) پنهنجي آخرين سفر جو اطلاع ماڻهن کي نــوَ ڏينهن اڳواٽ ڏئي ڇڏيو هئائون ۽ انهيءَ عرصي ۾ سيني کي رخصت ڪري ڇڏيو هئائون فرمايو هئائون تہ مون وٽان گهڻا ماڻهو پنهنجا مقصد حاصل ڪندا هئا هاڻي بہ جيڪو شخص يڪسو ٿي منهنجي قبر جي طرف متوجہ ٿيندو تہ جيڪو مشڪل ان جو هوندو اُهو الله تعاليٰ پنهنجي ڪرم سان پورو ڪندو. اڄ تائين سندن فرمان بااثر آهي جڏهن نائين ڏينهن شام ۽ شام کان پوءِ رات ٿي تہ پاڻ اڌ رات جي وقت هڪ خادم کان پڇائون تہ ڪيتري رات گذري وئي آهي. غلطيءَ سان هن جي زبان مان نڪتو تہ اشراق جو وقت آهي. پاڻ مسڪرائيندي فرمايائون تہ ها درست آهي ۽ انهيءَ ئي وقت سندن روح حق سان واصل ٿيو. انهيءَ وقت شيخ پيرو نالي هڪ شخص ٻاهر نماز پڙهي رهيو هو انهيءَ نور جي هڪ مشعل کي ڏٺو تہ حجري جي ڇت ٿوڙي ٻاهر نڪري وئي اهڙي تہ چمڪ ڏمڪ هئي جو هن کي سج ايرڻ جو شڪ ٿيو ۽ بي اختيار سبحان ربي الاعليٰ چئي زمين تي سر رکيائين.

## شيخ حسن محمد اساولي ؒ جي ياد ۾

سندن اصلي نالو اڌن آهي ۽ اساول احمد آباد ۾ هڪ شاهراه آهي. پاڻ عالم ارواح ۽ عالم اجسام ٻنهين جي رمزن کان آگاه ۽ عقلي نقلي ڪتابن جا عالم هئا. تجريد ۽ تفريد سان ڪين دلبستگي هئي. هجري سنہ اٺ سوٴ چوڏهن ۾ سندن مثالي صورت عنصري لباس پائي عالم اجسام ۾ جلوه گر ٿي. هجري سنہ اٺ سوٴ سترهن تاريخ تيرهين شوال تي اصل وطن جي طرف جيڪو الاهي

آهي، خاڪي مڪان ڪي ڇڏي ويا. گهڻن مشائخن سان ملاقات ڪيائون ۽ فائدو حاصل ڪيائون ليڪن خلافت ٻن جاين ڪان مليل اٿن. پهريون خرقو رهنمائي سيد برهان الدين قطب عالم بخاري گجراتيءَ ڪان مليل ان ڪان پوءِ اجازت جي دستار شيخ نصير جمال نوساريءَ مٿي تي رکين. خوابگاه اساول.

## شيخ نجم الدين منڊوي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ هميشہ خوش دل ۽ بلند همت رکندڙ هئا. سيد نظا الدين ابن سيد مبارڪ غزنوي جا پٽ آهن. جوانيءَ جي شروعات ۾ ئي خداشناسيءَ جي هوا مٿي ۾ پرين. لهذا پهريائين نظام العرفاءَ جي خذمت ۾ مريد ٿيا ۽ ڪافي عمر تائين اميدوار رهيا تہ معنوي ڪشف ۽ معرفت حاصل ٿئي ليڪن انهيءَ آرزو جو قفل نظام العرفا جي ڪنجيءَ سان نہ ڪليو. لاچار پير جي احازت سان روم جو سفر اختيار ڪيائون. ان ملڪ جي دارالسلطنت ۾ پهتا ۽ اتي شيخ خضر روميءَ جي خذمت حاصل ڪيائون، جيڪو قطب الاولياءڪاڪي رحہ جي خرقي پوشن مان آهي. فرمائن ٿا تہ الاهي معرفت جي باري ۾ نجم الدين جو ادراڪ بلڪل افسرده هو. مگر ايزدي مشيئت ۽ پيربزرگوار جي بشارت جي بدولت شيخ خضر روميءَ جي عيسوي ديدار پهرين نوبت ۾ ئي نجم الدين جي آرزوءَ ۾ طراوت حيات پيدا ڪئي. آخرڪار پاڻ قلندرن جي حلقي ۾ شامل ٿيا ۽ هڪ عرصي تائين ان ملڪ جو سير ۽ سياحت ڪندا رهيا. پوءِ الاهي تقدير کين ملڪ هندستان ۾ ڇڪي آندو. جڏهن پاڻ مندو (ماندو) ۾ آيا تہ هتان جي آب و هوا پيرن جي زنجير بنجي سفر ڪان مانع ٿي. هر هڪ گروه جا بزرگ ساڻن محبت ڪرڻ لڳا جنهن جي ڪري مسافرت جو خيال دل مان نڪري وين. منصف بادشاه جي درويش پرستي ۽ نيازمندي بہ سندن دلچسپيءَ جو باعث ٿي. ۽ جيڪي صاحب مڪمل اڪيلائيءَ ۾ گوشي نشين هئا انهن جي صحبت کجهہ اهڙي تہ پسند آين جنهن جي چاشنيءَ جي مقابلي ۾ سياحت جي حلاوت کين ڪوڙي محسوس ٿيڻ لڳي. مطلب تہ جن نمونن ۽ قسمن جي رعنائي ۽ دل ربائي هن اسلامي شهر ۾ سيني طرفن ڪان انهيءَ زماني ۾ هئيءَاها سندن طبيعت ۽ لقب لاءِ اطمينان بخش بڻي. ۽ اهڙي طرح پاڻ قلعي جي دامن ۾

ڳوٺ نعلچہ جي ڪناري چندلاو تلاءَ جي ڪناري جي لڳ **جَنّٰتٌ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهَارُ** (اهڙا باغ آهن جن جي هيٺان نهرون وهي رهيون آهن) گوشي نشين ٿي ويا. تقريباً ٻہ سوٴ سالن جي عمر هئڻ هجري سنہ اٺ سوٴ ٻاونجاھ ۾ روحاني عالم ڏانهن عزم فرمايائون. هي اُهي ڏينهن هئا جو سلطان هوشنگ غوري ابن دلاور خان جي عروجي زماني جي لاءِ مالوه ۾ ٻنپهرن جو وقت ٿي ويو هو.

سندن وڏيون وڏيون ڪرامتون ماڻهن جي زبانن تي آهن ڇون ٿا تہ هڪ رات چراغ (ڏئي) ۾ تيل ڪونہ هو. خادم تيل جي جاءِ تي ٿورو پاڻي وجهي جلايو. تيل وانگر ٻرندو رهيو. بعد ۾ هڪ عرصي تائين تيل جي جاءِ تي پاڻي ٻرندو رهيو. جيئن تہ خادم جو حوصلو هن راز جي حفاظت نہ ڪري سگهيو ۽ اهو راز هن جي وات مان نڪري ڪنن تائين پهتو تہ پاڻيءَ تيل جو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو. هي بلڪل سچ آهي تہ اوليا ۽ اتقيا جا اڪثر تصرفات ظاهر ۽ ثابت ٿيڻ لاءِ لازمي شرط هي آهي تہ تصرفات جو بيان نہ ڪيو وڃي ۽ اُهي ڪنن تائين نہ پهچن. پوءِ جڏهن اهل ڪرامت شرطن جي ادا ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪندا آهن تہ الله پاڪ بہ ڪرامت جو شرف انهن کان واپس ٿو وٺي. **اِنَّ اللّٰهَ لَا يُغَيِّرُ مَا بِقَوْمٍ حَتّٰى يُغَيِّرُوْا مَا بِاَنْفُسِهِمْ** (جيستائين ڪا قوم پنهنجي ذاتي صلاحيت ڪي نہ بدلائي خدا ان ۾ ڪنهن بہ قسم جي تبديلي نہ ٿو ڪري) انهيءَ ڳالهہ جي دليل آهي.

واضح هجي تہ جيڪا جزا تڪليف ۽ عذاب ڪي- ۽ جيڪا پاداش محنت ۽ مشقت سان شامل هوندي آهي اهو ٻانهن (بندن) جي ناهموار افعالن جو عڪس آهي. جيڪو آفريدگار عالم جي عدالت ۽ حڪمت جي آئيني سان منعڪس هوندو آهي. **فَلَا وُجُوْدَ لِلْعَكْسِ دُوْنَ الْاَصْلِ** -

شاھ قطب الدين بصير جونپوري جن ڪي طريقت ۾ اعليٰ مرتبو ۽ حقيقت ۾ قطبي درجو حاصل هو. نجم السادات مندويءَ کان بصيرت جو فيض حاصل ڪيو ۽ سندن بدولت شاھ قطب الدين جو سلوڪ ڪمال جي حد تي پهتو هو. شاه قطب الدين جن جي خوابگاه جونپور ۾ آهي.

ٻيو شاھ نصيرالدين جونپوري هئا. جيڪي جونپور جي پسگردائيءَ ۾ نالي وارن مشائخن ۾ شمار ٿيندا هئا. شاھ قطب الدين بصير جا مريد آهن.

سلوڪ جي آغاز ۾ پنهنجي پيرن جي پيروي ڪري قلندراڻي لباس ۾ رهندا هئا. مگر آخر ۾ اهو لباس موقوف ڪري ڇڏيائون. ۽ صوفين جو خرقو پاتائون. تقويٰ جي حد کان ڪڏهن بہ ذرو بہ نہ هٽيا. ليڪن شاهہ نصير الدين جا مريد اڪثر قلندري لباس ۾ رهندا آهن. مريدن ۾ هڪ سيد عالم جونپوري آهي. جيڪو ڪجهہ عرصي تائين عالم ڪون و فساد ۾ قطب هو. هميشہ پنهنجي گدائيءَ ۾ مليل ٻين حاجتمندن تي خرچ ڪندا هئا. چون ٿا تہ شيخ امان پاڻي پٽ وارو شروعات طلب ۾ سيد عالم جونپوريءَ سان ئي بيعت هئا. جيئن تہ سيد عالم جي هدايت سان شيخ امان جو ڪمال نوشتہ تقدير نہ هو. ان ڪري ڪو مقصد حاصل نہ ٿيو لاچار ٻي جاءِ تي ويا ۽ شيخ مودود لاريءَ جي خدمت سان ڪامياب ٿيا هيءَ سرگشت تفصيل سان ذڪر امانيءَ ۾ لکي ويندي. **بعونِ اللهِ وَتوفِيقہ.**

جڏهن پاڻ رحلت فرمايائون تہ چند سالن کان پوءِ سلطان غياث الدين احمد خلجيءَ سندن قبر تي انهيءَ ئي تلاءَ جي ڪناري تي هڪ گنبذ تعمير ڪرايو هو. اڄ ڏينهن تائين هجري سنہ هڪ هزار ايڪيهہ آهي عمارت ۾ رونق ۽ تازگي موجود آهي. زمين ۽ آسمان جو خالق ان کي آفتن کان محفوظ رکي.

## سيد احمد حامد رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ محمود جا پٽ ۽ پنهنجي چاچي بزرگوار سيد حسين نهرواله جا مريد ۽ خليفا آهن. تحرير ۽ تفريد ۽ تحقيق و توحيد جو رستو هلڻ وارن جا پيشوا- عشق ۽ شيفتگيءَ جي درياه ۾ غرق- ۽ شوق و آرام جي باهہ ۾ ٻريل هئا. نهرواله جي صحيح بيان ڪندڙ راوين جي مڪتوبات مان نقل آهي تہ جڏهن سندن دل کي ڪمالات سان تونگري جو سرمايو حاصل ٿيو تہ سندن ڏاڏي بزرگوار جسماني عالم کان دارالقرب روحانيءَ ڏي انتقال ڪرڻ وقت کين جانشين ڪيو. خلافت جو خرقو ۽ اجازت جي سند سندن سپرد ڪري. رهنمائيءَ جي دستار سندن مٿي تي رکي فرمايو تہ احمد درويش جي واسطي بهتر هي آهي تہ پنهنجي حجري کان هر هڪ ضرورت لاءِ ٻاهر نہ نڪري ۽ پنهنجو پير ڪنهن شخص جي گهر جي آمدورفت ۾ رستي کان آشنا نہ ڪري. مگر ڪڏهن

ڪڏهن ڪنهن خاص ضرورت سان بيابان ڏي پنهنجو وڃڻ جائز سمجهي مرشد جي نصيحت جي برڪت سان گهمڻ ڦرڻ جي خواهش ڪڏهن بہ سندن خاطر ۾ نہ آئي. ۽ صرف حجري جي چوديواري- يار دوست جي صفائيءَ سان سندن تماشا گاه بني رهي.

اتفاق سان انهن ڏينهن ۾ المتوڪل علي الله شيخ عزيز الله متوڪل مندوي- شهر نهرواله ۾ رهيل هو ۽ پنهنجي پير خواجه رڪن الدين ڪان شڪر جي خدمت ۾ الاهي معرفت جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهيو هو. هڪ ڏينهن خواجه رڪن الدين پير جي اجازت سان شيخ عزيزالله حضرت فريد الحق گنجشڪر رحہ جي عرس جو ارادو ڪيو ۽ انهيءَ لاءِ شهر جي بزرگن جي خدمت ۾ دعوت نامہ موڪليا. سڀني اڪابرن قبول ڪيا مگر پاڻ قبول نہ ڪيائون. قبول نہ ڪرڻ جو سبب پنهنجي چاچي جي وصيت جو عذر ڪيائون. ڪان شڪر فرمايو تہ: "عزيزالله مجلس ڪنهن فرحت بخش بيابان ۾ ڪرڻ گهرجي تہ جيئن توهان کي عذر جي گنجائش باقي نہ رهي. ۽ وصيت جي خلاف ورزي بہ نہ ٿيڻ گهرجي." پاڻ هن قرارداد تي دعوت قبول ڪيائون، ۽ جڏهن عرس جي مجلس ۾ وڃڻ جو ارادو ڪيائون تہ سجادگي پنهنجي نندي ڀاءُ سيد يعقوب جي حوالي فرمايائون. جيڪو ظاهري ۽ باطني ڪمالات وارو هو. هن سلسلي ۾ قرب وارن بہ فرمايو تہ اسان جي واپس سفر جو وقت قريب اچي ويو آهي. جڏهن پاڻ عرس جي مقام تي پهتا ۽ هر طرح جي معرفت جون ڳالهيون دل کي الجهائڻ لڳن تہ پاڻ حاضرين کي فرمايائون تہ عشق ۽ محبت جي ڪا ڳالهہ اگر ياد هجي تہ بيان ڪيو. ڇو تہ درويش جا ڪن دوستيءَ جو قصو ٻڌڻ جا مشتاق آهن. ادب جي لحاظ کان هر ڪنهن عذر ڪيو. پاڻ فرمايائون، "نوع ادب ۾ فرد ڪامل حڪم جي تعميل آهي." مجبوراً هڪ شخص قصو شروع ڪيو:

"هڪ ڪنير کي پنهنجي محبوبہ سان ڪمال درجي جي محبت ۽ عشق هو. جيئن تہ هوءَ بي اولاد هئي. ان ڪري هڪ ڏينهن پنهنجي مڙس کي چيائين تہ جيڪڏهن تون ڪنهن ٻي عورت سان نڪاح ڪرين تہ ناموزون ناهي. ڇو تہ تنهنجو ڪو جانشين نہ آهي. شايد ٻي عورت مان توکي ڪو پٽ پيدا ٿي پوي ۽ منهنجي ڪري تنهنجو نسل ضايع نہ ٿي پوي. مڙس چيو تہ محبت جي غيرت مونکي اجازت نہ ٿي ڏئي تہ تنهنجي موجود هوندي ڪنهن ٻيءَ سان نڪاح

ڪيان. عورت جواب ڏنو تہ جڏهن محبت ڪمال جي حد تائين ويندي آهي تہ ان ۾ رشڪ ۽ نقصان جو ڪوبہ خوف باقي نہ رهندو آهي. خدا جو شڪر ۽ احسان آهي تہ منهنجي ۽ تنهنجي محبت ڪمال درجي کي پهتل آهي ۽ هن عمدي ڪم جي اجازت مان پنهنجي خوشيءَ سان ڏيان ٿي. يقين ڪر تہ محبت جي بنياد مان هڪ سرَ جو بہ نقصان نہ ٿيندو. جڏهن عورت جو اصرار حد کان وڌي ويو تہ مرد مجبور ٿي هڪ ٻي عورت سان شادي ڪئي. جيڪا حسن ۽ جوانيءَ ۾ خوب هئي. مطلب تہ هن دلربائيءَ جي ڪري هن نئينءَ جي ربط ۽ رسم هُنَ پراڻيءَ جي ياد آهستي آهستي دل کان وسارائي ڇڏي. ۽ هن جي ملڻ کان پوءِ هن جي خيال جو نقش ئي مرد جي ذهن مان ڌوپي ويو. ايتريقدر جو ڪيترائي ڏينهن گذرڻ کان پوءِ بہ هن پراڻيءَ جو نالو مڙس جي زبان تي نہ ايندو هو ۽ هوءَ ويچاري مجبوريءَ سان صبر اختيار ڪري جنهن جاءِ تي سواري جو جانور ٻڌندا هئا اُتي گوشي نشين ٿي وئي ۽ فراق جو زمانو دوست جي ياد ۾ گذاريندي هئي. هڪ رات اهڙو اتفاق ٿيو جو انهيءَ گهر ۾ باهہ لڳي. مرد کي بہ خبر پئي تہ گهر ۾ باهہ لڳي آهي. نوڪرن کي سڏ ڪري چيائين تہ جلدي ڊوڙو ۽ جيڪو بہ سامان هن گهر ۾ هجي ڪڍو. ۽ انهيءَ عورت جو نالو وٺي چيائين تہ هُن کي بہ انهيءَ اوچتي آفت کان بچايو. جڏهن هن ناامید هيءَ خوشخبري ٻڌي تہ هن تقريب جي ڪري منهنجو نالو مڙس جي زبان تي آيو آهي تہ پنهنجي دل ۾ خيال ڪيائين تہ منهنجو نالو سالن کان پوءِ باهہ لڳڻ ڪري دوست جي زبان تي آيو آهي. ان ڪري مناسب ناهي جو مان هن باهہ کان جدائي اختيار ڪيان. بلڪل بهتر هي آهي تہ مان پاڻ کي پرواني وانگر جلائي ڇڏيان. هر طرح چئني طرفن کان ڪوشش ڪئي وئي پر هوءَ فراق جي باهہ جي سڙيل هئي ۽ هن ٻرندڙ باهہ کان ٻاهر قدم نہ ڪڍيو ۽ پاڻ کي خدا جي سپرد ڪري ڇڏيائين.

جڏهن هيءَ حڪايت ختم ٿي تہ جوش و خروش شروع ٿيو پاڻ قوالن کي فرمايائون تہ اُهو غزل ڳايو جنهن کي ٻڌي قطب الاوليا خواجہ قطب الدين بختيار اوشي رحہ هن عالم آب و گل کان جان ۽ دل جي معراج ڏي ڪوچ فرمائي ويا هئا. چنانچہ اُهو غزل ڳايو ويو. سيد جي اشتياق جو شعلو ڀڙڪيو ۽ طلب باهہ گهڻو مشتعل ٿي. انهيءَ حالت ۾ مؤذن تڪبير چئي پاڻ پوري توجہ سان نماز ۾ متوجہ ٿي ويا ۽ آخري سجدي ۾ جان سپرد جانان ڪري ابدي وصال حاصل ڪيائون.

## مولانا فتح اللهؒ جي ياد ۾

پاڻ حقائق پناهي مولانا عبدالرحمن جامي رحہ جا همعصر هئا. طريقت ۽ حقيقت ۾ سندن قدم استحڪام سان ڇميل هو. مولاناغياث الدين احمد جي خدمت ۾ هميشہ دوستي ۽ رازداريءَ جي رستي سان اچڻ وڃڻ رهندو هو. هڪ ڏينهن اظهار خيال جي سلسلي ۾ پاڻ بيان فرمايائون تہ ظاهري علمن جي حاصل ڪرڻ تي دل ڪي قناعت ناهي. جيڪڏهن اجازت هجي تہ هي ڪتابي سلسلو ترڪ ڪري پنهنجي عمر ياد الاهيءَ ۾ گذاريان ۽ درويشياڻي چند ڦوڪ سان دل جو ويران گهر پاڪ ۽ صاف ڪري عرفاني شمع ان ۾ روشن ڪيان. فرمايائون هي مبارڪ خيال مولانا جاميءَ جي حضور ۾عرض ڪرڻ گهرجي. چنانچہ تعميل ڪئي وئي. جواب مليو تہ جيڪو ڪتاب تون پڙهي رهيو آهين، جيئن بہ ٿي سگهي پورو ڪري فقہ ۾ ضرورت مطابق ياد ڪر. ان ڪان پوءِ خدا جو ٿي وڃ ۽ خوديءَ جي پاڙ ڪدي اجلائي ڇڏ. چنانچہ ائين ئي ٿيو.ٿورو وقت بہ نہ گذريو تہ پاڻ پنهنجي وقت جي صاحبان طريقت جا گروه جا پيشوا ٿيا.

## شيخ عزيزاللهؒ جي ياد ۾

پاڻ شيخ يحيٰ ابن شيخ لطيف الدين جا پٽ ۽ فاروقي نسل آهن. فرخ شاه ڪابليءَ سان سلسلو وڃي ٿو ملين. خواجہ رڪن الدين چشتيءَ جا مريد ۽ خليفا آهن. جن جي قبر نهروالہ ۾ آهي. چون ٿا تہ پاڻ ۽ سندن ڀاءُ شيخ احمد ٻئي ننڍا هئا تہ پيءُ جو سايو هٽي ويو. ماءُ جي همٿ ۽ اجازت سان نهروالہ ۾ خواجہ رڪن الدين چشتيءَ وٽ آيا. ماءُ پنهنجي مٿي جي چادر پٽن کي ڏئي ڇڏي هئي تہ منهنجي نشاني ساڻ ڪٽي وڃو. جڏهن ٻئي ڀائر خواجہ جي آستاني تي پهتا تہ خواجہ جي ضمير ۾ عڪس پيو تہ شيخ يحيٰ دهلويءَ جا ٻہ پٽ دروازي تي بيٺا آهن. خواجہ خادم کي فرمايو تہ اجازت ڏين تہ اندر اچن. هو ٻئي نوجوان هٿ تي چادر رکي اندر آيا. خواجہ بي انتها نوازش ۽ مهرباني فرمائي. ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ شيخ احمد کي رستي جو انتظام ڪري واپس دهلي موڪليو ۽ فرمايو تہ شيخ احمد جون ظاهري ۽ باطني فتوحات ماءُ جي خدمت ۽ فرمانبرداريءَ ۾ آهن ۽ شيخ عزيزالله جي ڪشودڪار نهروالہ ۽رويش

جي نالي سان لکيل آهي. چنانچہ عزيزالله کي پاڻ وٽ رکي پان جي خدمت سپرد ڪئي. کين بہ انهيءَ خدمت ۾ دلچسپي ٿي وئي. هڪ رات پان ختم ٿي ويا ۽ رات اڌ کان بہ وڌي وئي هئي. قلعي جو دروازو بہ بند ٿي ويو هو. انهيءَ خوف کان تہ خواجہ پان گهرندا ۽ نہ ملندن تہ خدمت جي خلاف ٿيندو موريءَ جي رستي کان ٻاهر ويا ۽ پان واري جي گهر پهچي پان وٺي آيا. جڏهن ضرورت وقت پان ملي ويو ۽ خواجہ کي اها بہ خبر هئي تہ پان ڪونہ آهن ۽ هن طريقي سان آندا ويا آهن تہ ڪمال عنايت سان فرمايائون تہ الاهي فيض مان جيڪي ڪجھ اڄ رات رڪن الدين کي ملندو، اُهو تنهنجي حوالي ڪيو ويندو. سندن ئي حوالي سان ماڻهو بيان ٿا ڪن تہ انهيءَ رات ۾ صفاتي ۽ افعالي توحيد جو وجدان ٿيو ۽ دل ۾ ايترو تہ فروغ حاصل ٿيو جو خود بينيءَ کان نجات ملي وئي. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ پاڻ پير جي اجازت سان احمد آباد ۾ آيا. هتي شيخ احمد کهوٽہ سان ملاقات ٿين. هڪ ڏينهن پاڻ شيخ احمد کان پڇائون تہ هن صوبي جو پير ڪير آهي. شيخ احمد چيو تہ جيڪو جسم جي باري ۾ جلد سبڪدوش ٿي وڃي. انهن ئي ڏينهن ۾ شيخ احمد بيمار ٿيو انهن هڪ درويش کي بہ ڪپڙي جا ٽڪرا ۽ هڪ گلاب جو شيشو ڏئي هنن ڏي موڪليو. پاڻ قبول نہ فرمايائون. ۽ چيائون تہ درويشن کي دعا ئي ڪافي آهي. درويش جيڪي کڻي آيو هو وري واپس کڻي ويو. شيخ فرمايو تہ توهان هن پردي ۾ ائين ئي ٿا چئو تہ احمد جو ڪفن هن ڪپڙي مان ظاهر ٿيندو. چڱو هن کي حفاظت سان رک. ايتري تائين جو نتيجو ظاهر ٿئي. حاصل ڪلام تہ جڏهن خيال جي مطابق ظهور ٿيو تہ پاڻ شيخ احمد کي قبر ۾ دفن ڪري دولت آباد دکن جو رستو ورتو. جيئن تہ اتي بت پرستيءَ جو رواج هو ۽ ماڻهن جو ڪاروبار برهمڻن جي هٿن ۾ نظر آيو لهذا پاڻ وري مالوه جو ارادو ڪيائون. جڏهن پاڻ نربدا درياهہ وٽ پهتا تہ اتان سلطان محمود ابن خان جهان وٽ اهو پيغام موڪليائون تہ مان انهيءَ شرط سان شهر ۾ ايندس تہ سلطان استقبال نہ ڪري ۽ مون سان ملڻ لاءِ نہ اچي ۽ نہ ڪجھ هديو موڪلي. سلطان اهو حڪم ٻڌي اکين تي رکيو ۽ سندن قدمن سان شهر ۾ رونق ٿي. چند ڏينهن کان پوءِ محمود پنهنجي بيتابي ۽ محروميءَ جي گلا- شيخ جي محرمن سان ڪرڻ شروع ڪئي. پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن صرف هڪ دفعي جي ڏسڻ تي سلطان راضي هجي تہ حرج ناهي ۽

قسم جو ڪفارو آسان آهي. ان ڪان پوءِ پٽن ڪي گجرات موڪلي ڇڏيائون ۽ پاڻ منڊو (مانڊوءَ) گوشي نشين ٿي ويا. شيخ صالح ابن رفيع الملڪ پنهنجي پيءُ ۽ ڏاڏن ڪان بيان ڪيو آهي تہ هڪ رات شيخ عزيزالله جي طبيعت ۾ انقباض پيدا ٿيو. حجري ڪان گهر ۾ آيا ۽ اندر وارن ڪان پڇيائون تہ ڇا توهان وٽ دنيا جي شين مان ڪجهہ آهي. دائيءَ جواب ڏنو تہ اڄڪلهہ بيبي دُرملڪ جو ڪير ڇڏايو ويو آهي ان ڪري ان لاءِ مانيءَ جو ٽڪرو پوري ڪير ۾ پچائي رکيو اٿئون. فرمايائون تہ ٻاهر ڪٽي وڃ. جيڪڏهن ڪو درويش نہ ملي تہ ڪنهن جانورڪي ڏئي ڇڏ. اهو چئي پوءِ پاڻ حجري ۾ هليا آيا. جڏهن ڪير پياڪ ٻارڙي ٻڪ ڪان رئڻ شروع ڪيو تہ ان ڪي سندن وٽ وني آئي ۽ مصلي جي پيرن وٽ ليٽائي ڇڏيائين. پاڻ پنهنجي پير جو آڱوٺو ننڍڙيءَ جي وات جي طرف وڌايو. ٻارڙي آڱوٺو چوسڻ لڳي ۽ رئڻ ڪان چپ ڪيائين. انهيءَ رات خدا جي حڪم سان ستره دفعا عزيز الله المتوڪل علي الله جو غيبي آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ان وقت ڪان ماڻهن بہ ڪين انهيءَ خطاب سان سڏڻ شروع ڪيو.

## شاهہ عالم گجراتي رحمۃ الله عليہ جي ياد ۾

سندن نالو سيد محمد آهي ۽ پاڻ قطب عالم جا پٽ آهن. جيئن تہ وچان پٽ آهن، ان ڪري ڪين "منجهلو" ڪري بہ سڏيندا هئا. جنهن جي معنيٰ آهي "وچون". پاڻ تصوف جي سيني مقامات ۽ طريقت جي منزل تي پهتل هئا. سندن استاد شيخ سراج الدين چشتي احمد آبادي ڪان ماڻهو روايت ٿا ڪن تہ فرمائيندا هئا تہ عنصري جسم ۾ نفس ناطقہ جو نزول تاريخ نائين ذي القعد هجري سنہ اٺ سؤ سترهن جي رات ۾ ٿيو ۽ هوش سنڀالڻ واري دور ڪان اميرن ۽ سردارن جي ميل جول ڪان پري ۽ دانش و بينش جي حاصل ڪرڻ ۾ مصروف هئا. عهد ڪري ڇڏيو هئائون تہ نوڪري نہ ڪندس چاهي بادشاهہ پنهنجي بادشاهيءَ جي وجہ معاش ۾ مقرر ڪري. جيئن تہ پاڻ هن ميدان ۾ قدم استحڪام سان ڄمايو هئائون لهذا چند ڏينهن ڪان پوءِ انهيءَ زمين جي سيني اميرن ۽ سلطانن سندن آستاني ڪي ڇمڻ پشت پناهيءَ جو سبب سمجهڻ لڳا ۽ پنهنجي گهرن ۾ سندن اچڻ ڪي فخر جو باعث سمجهندا هئا. لڪيل آهي تہ جڏهن سچن ۽ بااعتقاد مريدن جي نظر سندن نوراني چهري تي پوندي

هئي تہ اُهي بلڪل بي قابو ٿي سجدي ۾ ڪري پوندا هئا. جڏهن اها ڳالهہ گهڻن ماڻهن ڪان ٻڌڻ ۾ آئي تہ مولانا سراج الدين ملتاني عالم نهروالہ جن جو عمل سندن علم جي مطابق هو. شاهہ جي خذمت ۾ آيا تہ جيئن سجدو ڪرائڻ ڪان روڪين. ڇو تہ شريعت ۾ اهو عمل بلڪل ناجائز آهي. ۽ وڏي تعجب جي ڳالهہ اها آهي تہ جڏهن مولانا سراج الدين جي نظر شاهہ جمال تي پئي تہ بي اختيار مٿو زمين تي رکي سجدو ڪيائون. شاهہ فرمايو تہ مخلوق جي سامهون سجدو ڪرڻ درست ناهي. مولانا جواب ڏنو تہ بيشڪ ائين ئي آهي ليڪن مان ڇا ڪيان مون ۾ ضبط جي طاقت نہ رهي. ان ڪان پوءِ حقائق بيانيءَ جو سلسلو شروع ٿيو ۽ گهڻا اسرار جا معما حل ڪيا ويا. ٽيهٺ سال جي عمر هئن ۽ ويهين جمادي الثاني هجري سنہ اٺ سوء اسيءَ تي روحاني عالم جي طرف ڪوچ فرمائي ويا سندن قبر رسول آباد ۾ آهي جيڪو احمد آباد گجرات جو هڪ محلو آهي.

## قاضي عطاءُ الله چشتي قدس سرہُ جي ياد ۾

ڪن روايتن ۾ آهي تہ سندن ولادت دهليءَ ۾ ٿي. بيعت ۽ طريقت جو پير ڪير هئن اهو حال ڪتي بہ لکيل نہ ڏنو ويو. پاڻ پنهنجي زماني جي عالمن ۽ ڪامياب صاحبان سعادت جا مرجع هئا. چون ٿا تہ جڏهن پاڻ حجاز جي سفر ڪان هندوستان واپس آيا تہ جيڪا مومن زال سندن نڪاح ۾ هئي اُها نياڻيءَ ڪي ڇڏي هن جهان ما ڪوچ ڪري وئي. جڏهن اُها ڇوڪري پيءُ جي پرورش سان وڏي ٿي ۽ هن جي عمر ڏهن سالن ڪان مٿي ٿي تہ حضور خاتم النبيين عليہ السلام جن خواب ۾ ارشاد فرمايو تہ عطاءُ الله تنهنجي نياڻي شيخ بهاءُالدين صديقيءَ جي نالي روز اول ڪان نالي ٿي چڪي آهي. جيڪو مندو (ماندو) ۾ گوشي نشين آهي. لهذا مندوءَ وڃ ۽ تعميل ڪر. لاچار پاڻ گجرات ڪان مندوءَ ۾ آيا ۽ شيخ بهاءُ الدين ڪي تلاش ڪيائون. جڏهن خبر پين تہ حڪم مطابق مٿيون عمل ڪيو ويو ۽ پاڻ بہ انهيءَ ئي شهر جي آخرين سرحد جي ڪنڌ تي هڪ ڪنارو اختيار ڪيائون. ۽ اتي ئي رهيا. ايتريقدر جو آخري سفر عمل ۾ آيو. سندن قبر تي خليج سلطانن هڪ گنبذ تعمير ڪرايو آهي. شيخ نجم الدين ابن بهاءُالدين جيڪو شاهہ ميانجي چشتي مندوي جو پيءُ آهي. سندن ئي نياڻيءَ مان هو.

## مولانا سعدالدين ڪاشغري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ فنا في الله جي جنگل جون گهاٽيون طئہ ڪري چڪا هئا. ۽ بقابالله جي درياه ۾ تري رهيا هئا. حقائق جي آگاه مولانا عبدالرحمان جاميءَ لکيو آهي تہ سندن جذبات ۽ حالات جو ايترو تہ جوش هو جو جن ڏينهن ۾ سندن توجہ عالم اسرار جي طرف ٿي هئي. انهن ڏينهن ۾ بي خوديءَ ۽ بي هوشيءَ ڪين غنودگيءَ جي طور تي ٿيندي هئي. هڪ ڏينهن مون نا واقفيت سان عرض ڪيو تہ جيڪڏهن توهان ڪجھہ دير لاءِ وهاڻي تي مٿو رکي آرام ڪيو تہ بي وقتو نہ ٿيندو فرمايائون تہ جامي اهو گمان نہ ڪجان تہ هن گروه کي خواب شيرين ڪانسواءِ ٻيو نشو بہ سرور پيدا ڪري ٿو سگهي. اهو ارشاد ٻڌي مان پاڻي پاڻي ٿي ويس.

غوثي- انهيءَ شڪ ۾ ناهي تہ سڀ ماڻهو صورت ۽ شڪل ۾ هڪجهڙا آهن مگر انهيءَ اشتراڪ مان اهو نتيجو نہ ڪڍڻ گهرجي تہ معنيٰ ۾ بہ پاڻ ۾ مثل آهن. بلڪ اهڙو حال آهي تہ هڪ شخص تہ اکيون بند ڪري الاهي باغ جو سير ٿو ڪري ۽ انهيءَ جهڙو ٻيو ماڻهو انهن غافلن مان هوندو آهي جيڪو بيهوشيءَ جي بساط تي وينل ڊڪر ڪائيندو آهي.

## شاهہ عبدالله شطاري رحمة الله عليه جي ياد ۾

حضرت اعليٰ سندن لقب هو. پاڻ حسام الدين جا پٽ هئا. جن جو سلسلو هن طرح آهي. حسام الدين ابن رشيدالدين ابن ضياءُ الدين ابن نجم الدين ابن جمال الدين ابن شيخ الشيوخ شهاب الدين عمر سهروردي ۽ شيخ محمد عارف جا خليفا آهن جن کي شيخ محمد عاشق کان خلافت هئي. ان کي پنهنجي پيءُ شيخ خداقلي ماوراءُالنهريءَ کان ۽ ان کي شيخ ابوالحسن عشقيءَ کان- ان کي مولانا ابولامظفر ترڪ کان- ان کي شيخ ابو يزيد اعرابيءَ کان- ان کي شيخ محمد مغربيءَ کان ۽ ان کي سلطان العرفاءشيخ ابو يزيد بسطاميءَ کان هئي قدس الله اسرارهم. انهيءَ ڪري هن سلسلي کي ايران ۽ توران ۾ عشقيہ ۽ دارالملڪ روم ۾ بسطاميہ چوندا آهن. لکيو اٿن تہ دعوت جو علم- ذڪرن جو طريقو ۽ شغلن جي روش انهيءَ ئي مشهور سلسلن ۾ سلوڪ ۽ هدايت جو دارومدار آهي. هي سڀ ڪجھہ پاڻ عمل ۾ آندائون ۽ طريقت جي بزرگن کان

حاصل ڪيائون.

هڪ رسالو لطائف غيبيہ سندن تصنيف آهي. سلطان غياث الدين خلجي شاهہ مالوه جي نالي ترتيب ڏنو هئائون. هن رسالي ۾ پاڻ لکن ٿا- توحيد جا اسرار- وجد جا اطوار- الاهي حقائق ۽ طريقت و حقيقت جا دقيقا جيڪي خيالات جي لوح تي محفوظ هئا. هي يا تہ **وَ عَلَّمْنَاهُ مِن لَّدُنَّا عِلْمًا** (۽ اسان پنهنجي طرف کان هن کي هڪ خاص علم سيکاريو هو) جي رهنمائيءَ جي بدولت مبدء فياض کان بغير واسطي جي پهتا هئا **يا فسئلو اهل الذكر ان كنتم لاتعلمون** (جيڪڏهن توهان کي معلوم نہ آهي تہ اهل ذکر کان پڇندا ڪيو) جي حڪم موجب طريقت جي مشائخ کان بالواسطہ معلوم ٿيا هئا. هنن سيني ڳالهين کي قلم جي ذريعي ورقن ۾ لکيو ويو آهي تہ جيئن اهل ظاهر ۽ اهل باطن ٻنهين کي فيض پهچي. ۽ رحمتہ للعالمين هئڻ جو اطلاق خلافتہ منهنجي مٿان بہ صحيح اچي.

وڌيڪ لکيو اٿن تہ ذکر نفي اثبات جي تلقين گهڻن هادين ۽ مقبول ٻانهن کان مونکي پهتي آهي. مان جنهن وقت بخارا ۾ هئس ان وقت مون ٻڌو هو تہ شيخ مظفر ڪتابي خلوتي. جيڪو نيشاپور ۾ آهي. صوفيءَ کي تن ڏينهن جي خلوت ۾ خدا تائين پهچائي ٿو ڇڏي. فوراً مان شيخ مظفر جي خدمت ۾ ڊوڙندو ويس. جيڪي ڪجهہ ڪنن سان ٻڌو هئم ان کان هڪ هزار دفعا وڌيڪ اکين سان ڏٺم. هڪ عرصي تائين شيخ مظفر جي خدمت ۾ رهي نفي اثبات جو ذکر ۽ ان جو تصور ياد ڪيم. هي طريقو شيخ ابراهيم عشق آباديءَ کان انهن کي سيد نظام الدين حسين کان انهن کي شيخ محمد خلوتيءَ کان ۽ انهن کي شيخ نجم الدين ڪبريٰ کان حاصل ٿيو هو. انهيءَ سلسلي ۾ خراسان ۽ عراق کان سياحي ڪندو آزربائيجان جي ملڪ ۾ پهتس هتي سيد علي موحد جي خدمت حاصل ٿي. سيد علي موحد کي شريعت- طريقت ۽ حقيقت ۾ ڪمالات جي زيور سان آراستہ ڏٺم. ۽ انهن جي صحبت سان مون کي گهڻو ڪجهہ فائدو پهتو سيد علي موحد کي شيخ زين الدين خوانيءَ کان اجازت مليل هئي جيڪي ڇئن واسطن سان شيخ الشيوخ عمر بن محمد شهاب الدين سهرورديءَ کي پهچن ٿا.

پاڻ هجري سنہ اٺ سؤ نوي ۾ ترڪ تعين ڪري خلوتخاني الاتعين جي

طرف ڪوچ فرمائي ويا. سندن خوابگاه مندو (مانـدو) ۾ آهي سلاطين خلجيءَ جي مقبري جي ڏکڻ طرف آهي.

شاه جي جسم تي سلطاني لباس ۽ همراه صوفين جي جسم تي فوجي وردي هوندي هئي. انهيءَ شان سان جهنـڊو کڻندا هئا. ۽ نغارو وڄائيندا هئا. اهڙي طمطراق سان سياحي ڪندا هئا ۽ اهل جهان کي فيض پهچائيندا هئا. ۽ فائدو حاصل ڪندا هئا. رستي ۾ جنهن زمين يا جاءِ تي پهچندا هئا انهيءَ سر زمين جي مشائخن کي پيغام موڪليندا هئا تہ هڪ درويش انهيءَ خيال سان سياحي اختيار ڪئي آهي تہ جيڪڏهن توحيد جي ڪلمي جي معنيٰ ڪو شخص ان کان بهتر ڄاڻندو هجي تہ اهو مسافر کي تعليم ڏئي ۽ جيڪڏهن ائين نہ هجي تہ پوءِ مقيم ماڻهن جو بغير مشقت جي فائدو انهيءَ ۾ آهي تہ هو گنج توحيد مسافر کان حاصل ڪن. ڇو تہ اهڙي فرصت جنهن ۾ سعادت جا اسباب پهچن دشواريءَ سان هٿ ايندي آهي. مطلب تہ جڏهن پاڻ بنگالہ ۾ پهتا تہ معمول مطابق اهوئي پيغام شيخ محمد عـُلا ڏي بہ موڪليائون. جيڪو اڄ شيخ قاضن شطاريءَ جي نالي سان مشهور آهي. شيخ محمد عـُلا جواب ڏنو تہ اهڙيون فضول ڳالهيون ڪندڙ شخص خراسان ۽ پارس کان گهڻا ايندا آهن. پيغام ڏيڻ واري جو شاه صاحب جواب ٻڌي فرمايو تہ شيخ محمد عـُلا جي ڪمالات جو ظهور مون فضول گو جي تلقين تي منحصر آهي. انهن ڏينهن ۾ سلطان غياث الدين خلجيءَ چتور جي قلعي جو محاصرو ڪيو هو. پاڻ بنگالہ ڏي رُخ ڪيائون تہ انهيءَ راه تي اچي قلعي مذڪور جي هينان ترسيا. سلطان حاضر ٿي آستانہ بوسي ڪئي. انهيءَ مورچي مان جيڪو سندن خيمي گاه جي برابر هو. سندن توجہ سان ايترن ٿورن ڏينهن ۾ قلعو فتح ٿي ويو جو گمان ۾ بہ نہ ٿو اچي سگهي. سلطان نهايت تعظيم ۽ اعزاز سان کين پنهنجي روانگيءَ کان اڳ دارالاسلام مندو (ماندو) ۾ روانو ڪيو. چون ٿا تہ ان جي قريب شيخ محمد عـُلا چلو ڪيو هو. هڪ ڏينهن شيخ محمد عـُلا جي والد بزرگوار خواب ۾ فرمايس تہ- عـُلا- تنهنجي گره ڪشائي هن قسم جي رياضت سان تعلق نہ ٿي رکي بلڪ انهيءَ خراساني فضول گو جي حوالي آهي، جنهن کان توکي انڪار آهي. مجبوراً دشواريءَ سان ۽ تن تنها وطن کان سفر ڪرڻو پيس ۽ مندوءَ ۾ حاضر ٿيا. شاه جي دروازي تي ٽن ڏينهن تائين بيٺا رهيا ۽ انتظار

ڪيائون. چوٿين ڏينهن صبح جو شاه صاحب ٻاهر آيا. امتحان ورتائون ۽ گهڻي سرزش ڪيائون. ۽ اثرائتيون نصيحتون ڪري معلومات پهچايائونس چند ڏينهن کان پوءِ خلافت جي خلعت سان سرفراز ڪري وطن ڏي روانو ڪيائونس.

هن سلسلي جي پيرن کي شطاري ان ڪري چوندا آهن جو شطاري مشائخ شاهراه طريقت جي سلوڪ ۾ ٻين خانوادن جي مشائخن کان زياده تيز ۽ تيز رفتار هوندا آهن. چون ٿا ته جيڪو هنن جو اول قدم هوندو آهي اُهو ٻين درويشن جو آخر قدم هوندو آهي. هڪ مدت تائين هن معمي کي حل ڪرڻ ۾ ڪوشش ڪندو رهيس ۽ پريشان رهيس. جڏهن هن سلسلي جي اشغال ۽ اذڪار جي خبر پئي ۽ ٻين ڪيترن گروهن جي صوفين جو سلوڪ هنن جي مقابلي ۾ ڏٺم ته سواءِ هن جي ڪو تفاوت نظر نه آيو ته شطاري مشرب ۾ صوفي عين ذات کان ڏاڪي به ڏاڪي عالم تعينات ۾ خاڪ جي مرڪز تائين نزول ٿو ڪري ۽ ان کان پوءِ جيئن نزول ڪيو هئائين تيئن عروج ۽ هر منزل جي آئين کي ڇڏيندو وري عالم الله کي پهچي ٿو وڃي ۽ جمهور مشائخ جي طريقي ۾ هيءَ ڳالهه آهي ته طالب پهريائين درجي بدرجي عالم ناسوت کان صعودي سير ٿو ڪري. وحدت الوجود جي مرتبي تائين ترقي ڪندو آهي ۽ پوءِ انهيءَ مقام کان تعينات کي قبول ڪندو آهي. ۽ هر هڪ تعين ۾ ان جو رنگ وٺندو آهي. عالم شهادت جي طرف هليو ايندو آهي. هنن ٻن طريقن جي مقابلي سان اها ڳالهه سمجهه ۾ آئي ته اول قدم کان عبارت اهوئي سلوڪ جو آغاز آهي انهيءَ مرتبي احديت ڏي- ۽ ان کان سواءِ ٻي معنيٰ جنهن ۾ شڪل خوبي پيدا ٿيندي هجي. غالباً هرگز مراد نه هوندي.

## جواهرن جو گوشوارو

جيڪي اصحاب تحقيق جي اسرار خاني جا پرده دار آهن ۽ جيڪي توحيد جي پردي جا محرم آهن انهن جو دستور آهي ته آواز ۽ لفظن جي ذريعي سان پنهنجي واردات جو اظهار اصطلاحات ۾ ڪندا آهن. انهن جا اصول ۽ وضع تي نظر ۽ قياس ڪري احرار جي لقب جي وجه تسميه هن طرح بيان ٿي سگهي ٿي ته سلوڪ ۾ هڪ مقام هوندو آهي. حفظ العهد جو جنهن مان مطلب صوفين جي اصطلاح ۾ هي آهي ته **هُوَ الْوُقُوْفُ عِنْدَ مَاحَدّهُ اللّٰهُ تَعالیٰ لِعِبَادِهٖ** (انهيءَ

مقام تي بيهڻ جنهن کي الله جل شانهٗ پنهنجي بندن لاءِ محدود کيو آهي) ۽ حفظ جا ٻہ قسم آهن (1) حفظُ عَهدِ الرَبُوبيَہ (2) حفظ عَهدِ العَبُوديۃ - حفظ عهد الربوبيت هي آهي تہ سيني ڪمالات جي نسبت رب جي طرف وڃي ۽ حفظ عهد العبوديہ هي آهي تہ سيني نقصانات کي ٻانهي جي طرف منسوب ڪيو وڃي. عَلىٰ مَانطقَ بِهِ القُرآنُ وَمَا اَصَابَکَ مِنْ حَسَنَۃٍ فَمِنَ اللّٰهِ وَمَا اَصَابَکَ مِنْ سَيِّئَۃٍ فَمِن نَفسِکَ (جيئن قرآن پاڪ تعليم ٿو فرمائي تہ اي ٻانها جيڪڏهن توکي ڪو فائدو پهچي تہ الله جي طرفان سمجھہ ۽ جيڪڏهن ڪو نقصان پهچي تہ تنهنجي نفس جي طرفان آهي) پوءِ جڏهن موحد ۽ باصفا صوفيءَ کي اذڪار ۽ اشغال جي بدولت رعايت حفظ العهد جو حوصلو پيدا ٿي وڃي ۽ انهيءَ حفظ جا آثار صوفي مذڪور جي سيني وقتن ۽ حالتن کي پڪڙي وٺن تہ انوقت حڪمت اجماليءَ جو جمال هن جي بصيرت جي اک کي نظر اچڻ لڳندو آهي ۽ اجمالي حڪمت مان مراد هي آهي. هي **العلم بحقائق الاشياء واوصافها واحكامها علىٰ ماهي عليہ وارتباط الاسباب بالمسبب واسرار انضباط نظام الموجودات والعمل بمقتضاه.** (اجمالي حڪمت جي مفهوم ۾ هيٺيان امور داخل آهن (1) شين جي حقيقت ۽ ان جون وصفون ۽ حڪم جيئن ۽ جيڪي آهن. انهن جو علم هئڻ (2) اسبابن جو ربط مسبب سان جيڪي ڪجھہ آهي ان جو علم حاصل هجڻ (3) موجودات جو نظام ڪهڙي طرح منضبط آهي هن جي اسرار جو علم حاصل ڪرڻ (4) علم جي موجب عمل ڪرڻ) ۽ بحڪم **مَنْ يُّؤتَى الحِكمَۃَ فَقَدْ اُوتِيَ خَيْراً كَثِيراً** (جنهن شخص کي ڳالھہ جي سمجھہ ڏني وئي انهيءَ بيشڪ وڏي دولت حاصل ڪئي). ذڪر ڪيل حڪمت جو تفصيل چئن قسمن سان صوفيءَ کي معلوم ڪرايو ويندو آهي. هي چارئي قسم ترتيب وار خير ڪثير ۾ داخل آهن.

(1) جنهن جي حڪمت جي متعلق ڪلام ڪري ٿو سگھجي اُهي شريعت ۽ طريقت جا علم آهن.

(2) جنهن حڪمت جي نسبت ڪلام کان خاموشي بهتر آهي اُهي اسرار حقيقت آهن.

(3) جيئن روايت ڪئي وئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن مديني منوره جي هڪ رستي کان وڃي رهيا هئا ۽ ساڻن گڏ سندن کي اصحاب

سڳورا رضوان الله تعاليٰ اجمعيــن بــ ساڻ هئا. ڪيـن هـڪ عـورت قسـم ڏنـو تـ منهنجي گهر ۾ توهان سيئي هلو. چنانچ هو ويا. اُتي وجي ڏنائون تہ هڪ باهہ ٻري رهي آهي ۽ ان عورت جو اولاد انهيءَ باهہ جي چوگرد ويٺا آهن. عـورت عرض ڪيو تہ يا رسول الله صلي الله عليہ وسلم الله جـل شانہٗ پنهنجي بنـدن تـي وڏيڪ رحم ڪرڻ وارو يا مان پنهنجي اولاد تي. پاڻ سڳورن فرمايو تـ الله ئي وڏيڪ رحم ڪرڻ وارو آهي ڇو تہ هو ارحم الراحمين آهي. پوءِ هن عورت عرض ڪيو تہ يا رسول الله صلي الله عليہ وسلم ڇا توهان اهو ڇئي سگهندا تہ مـان پنهنجي ڪنهن ٻار کي باهہ ۾ وجهڻ گوارا ڪندس (جيڪڏهن مان گوارا نـہ ڪنديس) تہ پوءِ الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجـي بنـدن کي ڪيئن باهہ ۾ وجهندو جيئن تہ هو ارحم الراحمين آهي. راوي ڇئي ٿو تہ اهو ٻڌي رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن رُنَا ۽ فرمايائون تہ مون وٽ بہ انهيءَ قسم جو وحي آيو آهي.

حڪمت مجهولہ اُها حڪمت آهي جنهن جو سبب اسان ماڻهن کان لِڪَـلُ آهي. جيئن ڪن ماڻهن جون تڪليفون- ٻارن جو موت- ۽ دوزخ ۾ هميشہ رهڻ- انهيءَ حڪمت تي ايمان آڻـڻ هن جي ٿيـڻ تـي راضـي ۽ انهـيءَ کي عـدل ۽ حق ڪري مڃڻ ۽ عقيدو رکڻ واجب آهي.

(4) حڪمت جامعہ ۾ هي ڳالهيون داخل آهن. (1) حق جي معرفت ۽ ان تـي عمـل ڪـرڻ (2) بـاطل جي سڃاڻپ ۽ ان کـان پاسو ڪـرڻ جيئـن رسـول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ "اي منهنجا الله مون کي حق ڏيکار ۽ اُن جو اتبـاع ڪـرڻ نصيب فرماءِ ۽ مونکي بـاطل جو علم ڏي ۽ ان کـان اجتنـاب ڪرڻ جي توفيق ڏي. بيشڪ تون دعائن کي قبول فرمائڻ وارو آهين".

هاڻي ٻڌو تہ اصل مطلب هن تمهيد جو اِهو آهي هر ٻن مرتبن جو مَـلڪو ۽ چارئي حڪمتون حاصل ٿيڻ جي بدولت ذڪر ڪيل صوفي حجتہ الحق علي الخلق (خلقت تي حق جي محبت) تـي ويندو آهي. جيڪـا ڪـامل انسـان جي عبارت آهي ۽ خلافت جي مرتبي تي پهچي حريت جو جبو پـائيندو آهي. حريت صوفين جي اصطلاح ۾ آهي تہ هِيَ الانطلاق عن رق الاغيار (غيرن جي غلامـيءَ کان آزاد ٿيڻ آهي) ۽ اها ٻن قسم جي آهي (1) عام حريت- هي آزادي حـاصل ڪرڻ آهي شهوت جي قيد کان (2) خاص حريت- هي ارادن جي قيـد کـان آزاد ٿيڻ آهي بفناءِ ارادة العبد في ارادة الحق (ٻانهي جو ارادو حق جي ارادي ۾ فنا

ٽيڻ سان (3) خاص الخاص حريت- سالڪ کي نورالانوار جي تجليءَ پنهنجو پاڻ کي هلاڪ ڪرڻ جي آرزو- ۽ آرزن کي رسمن ۽ آثارن سان دلبستگي رهندي آهي، انهيءَ دلبستگيءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ- اهو حريت جو ٽيون قسم آهي ان کان پوءِ جنهن شخص کي هي مرتبا حاصل آهن انهيءَ شخص کي جڏهن انهن حالتن ۾ هميشگي ۽ قيام نصيب ٿئي ته ان کي "احرار" چوندا آهن.

هاڻي صوفين جي اصطلاح ۾ اها ڳالهه آهي ته جيڪا شيءِ محض الله تعاليٰ جي بغير عمل ۽ ڪوشش جي قلب تي وارد ٿئي ٿي جيئن غلامي- آزادي- غم- خوشي- بسط ۽ قبض ۽ اُها شيءِ نفساني صفتن جي ظاهر ٿيڻ سان زائل ٿي وڃي ٿي ڇاهي ان جي عقب ۾ ميلان هجي يا نه، اها شيءِ جيڪا دوام سان قائم رهي ته ان کي "مقام" چوندا آهن. هتان معلوم ٿي ٿو سگهي ته صاحبانِ ولايت جا لَقَبَ انهن جي مقامات جي اعتبار سان ٿيندا آهن. ڇو ته تعين لقبن جي سببن مان آهي. گذريل بيان به هڪ سبب آهي.

## برهان المحققين خواجه ناصرالدين عبيدالله رحمۃ اللہ جي ياد ۾

پاڻ لفظ "خواجه احرار" سان مشهور آهن. خواجه شهاب الدين شاشيءَ جا فرزند آهن ۽ خواجه شهاب الدين خواجه محمد ناميءَ جا پوٽا آهن جيڪو عالم متبحر ابوبڪر محمد ابن اسماعيل قفال شافعيءَ جي بزرگ دوستن مان هئا. شيخ ابوبڪر ڪشفي ۽ ڪسبي علم ۾ پنهنجو مثل نه رکندا هئا. احرار الاولياء جن جي والده ماجده خواجه داؤد ابن خواجه خاوند ظهور ابن شيخ عمر باغتانيءَ جي ڌيءُ آهي. جن جو سلسلو سورهن واسطن سان امام عبدالله ابن حضرت عمر بن خطاب تائين پهچي ٿو سندن پير ارادت مخدوم العرفا حضرت يعقوب چرخي رحه سرزي هئا. جيڪي حضرت خواجه بزرگ خواجه بهاءُ الحق والدين نقشبند جا وڏا خليفا هئا.

اي ٻڌڻ وارؤ! سندن حالات جي بيان مان گهڻا باب آهن. ڪتاب رشحات ۾ سندن ڪجهه حالات لکيا ويا هئا ته هن ڪتاب جا سڀ صفحا سندن ئي

حالات سان پرجي ويا. پوءِ انهيءَ صورت ۾ هي ڪتاب جيڪو محض نموني جي طور تي اختصار تي ٻڌل آهي سواءِ مختصر ٻه يا ٽي حرف ۽ عنوان جا ڪجهه لفظن کان وڌيڪ ڪاتي ٿو گنجائش رکي سگهي. لهذا هر هڪ باب جو هڪ نڪتو قلم جي حوالي ڪيان ٿو.

سندن ولادت رمضان المبارڪ جي مهيني ۾ سنه اٺ سوءِ ڇهه ۾ ٿي. ۽ پاڻ اَسي يا اٺاسي سال جا هئا. چوٿين سال جي شروعات ۾ تعليم جو تعلق قدس الاهيءَ جي حضور ۾ هو. پاڻ فرمائيندا هئا ته ٻارهن سالن جي عمر پنهنجي حالت تي قياس ڪري مان اهو عقيدو رکندو هئس ته الله جل شانهُ ڪنهن به انسان کي هن طرح پيدا نه ڪيو آهي جو هو پنهنجي پيدا ڪرڻ واري کان غافل ٿي سگهي. آخرڪار معلوم ٿيو ته منهنجو اهو عقيدو ازلي عنايت هئي. وڌيڪ پاڻ فرمائيندا هئا ته جڏهن مان مرزا شاه رخ جي زماني ۾ هري ۾ هئس ته مونکي هڪ ڪوڏيءَ جي به خرچ ڪرڻ جي استطاعت نه هئي. هڪ ڏينهن بزار ۾ هڪ گداگر گدائيءَ جي طريقي تي سوال ڪيو ان وقت مون وٽ هڪ پراڻو پٽڪو هو اُهو مون هڪ ٽانون واري کي ڏنو ۽ چيم ته هي پاڪ آهي ۽ ديڳ ڍڪڻ واسطي مناسب آهي. ٽانون واري (طباخ) گداگر کي پيٽ ڀري کاڌو کارايو ۽ پٽڪو مون کي واپس ڪيو ليڪن مون واپس نه ورتو ۽ رستو وٺي هليو ويس.

چون ٿا ته سندن طبيعت حمام ۽ غسل ڪرڻ کان بيزار هئي. سبب پڇو ويو ته جواب ڏنائون ته سلوڪ جي آغاز ۾ عوام جي خدمت ڪندو هئس. حمام ۾ هر روز پندرهن يا سورهن ماڻهن کي مالش ڪندو هئس. هڪ ڏينهن حمام جي حرارت سان طبيعت بيمار ٿي پئي هئي. انهيءَ ڪري دل حمام کان پاسو ڪندي آهي. هڪ دفعي پاڻ فرمايائون ته خواجگان قدس الله سرهم جي طريقي ۾ همت ۽ خاطر وقت جي تقاضا تابع ۽ ان ۾ ئي مصروف هوندي آهي. پوءِ جيڪڏهن ڪنهن خدمت جي ذريعي ڪنهن مسلمان ڀاءُ کي راحت پهچائڻي ممڪن هجي ته ان وقت ذڪر ۽ مراقبي کي ڪنهن ٻئي وقت ڪجي ڇو ته خدمت جو قلب دلين ۾ مقبوليت پيدا ٿيڻ آهي. ۽ اِها مقبوليت ذڪر ۽ مراقبي جي نتيجي کان مٿاهين آهي. ۽ اهو جيڪو ڪن صاحبن نفل عبادتن کي اخوانن جي خدمت کان بهتر سمجهو آهي اهو محض گمان ئي گمان آهي. مٿي ذڪر ڪيل تفاوت جي نسبت

پاڻ فرمائيندا هئا تہ مون هن طريقي کي تلقين يا تحرير مان حاصل نہ ڪيو آهي بلڪ خدمت جي آثارن مان تعليم حاصل ڪئي اٿم تہ خدمت جي خاصيت ڇا آهي. هر هڪ شخص جو قرب جي بارگاہ ۾ الڳ الڳ دروازو آهي جنهن مان داخل ٿو ٿئي ۽ مونکي هن بارگاہ ۾ پهچڻ نصيب ٿيو آهي تہ خدمت جي دروازي کان ٿيو آهي. ان ڪري محبوب جي خدمت مونکي محبوب آهي.

رشحات جي مصنف لکيو آهي تہ سندن مال- متاع- ڳوٺ- زرعي زمين- مال مويشي ۽ گهوڙا ۽ ٻي ملڪيت شمار ڪرڻ جي اندازي کان ٻاهر هئا. چنانچہ هڪ ڏينهن پاڻ خود پنهنجي سچائي بيان ڪندڙ زبان سان فرمايائون تہ سمرقند جي خاص هارين جي پيداوار مان سمرقندي سير جي حساب سان اَسي هزار مڻ ڪڻڪ منهنجي حصي جو عُشر (ڏهون حصو) سلطان احمد مرزا جي ڪچهريءَ ۾ منهنجا ڪمدار ۽ ڪاراوا جمع ڪرائيندا آهن. وڌيڪ فرمائيندا هئا تہ الله تعالىٰ جلشانہ پنهنجي ازلي عنايت سان منهنجي نقد ۽ جنس ۾ سٺي برڪت ۽ فراواني (ڪشائش) عطا فرمائي آهي. ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي جو خرچ ڪڻڪ جي ڪيل تور کان وڌيڪ هوندو آهي. ۽ ڪڻڪ جي گدامن ۾ گهٽي ڪڻڪ اهڙي بہ آهي جو تارازوءَ جو پُڙ ان تائين پهتو ئي ڪونهي.

وڌيڪ فرمائيندا هئا تہ مان هڪ زماني ۾ هريٰ شهر ۾ هئس. هڪ ڏينهن شيخ بهاءُ الدين عمر جي گهر ويس. پاڻ معمول جي مطابق پڇائون تہ شهر جي ڪهڙي خبر آهي؟ مون چيو تہ ٻہ خبرون آهن. شيخ زين الدين ۽ ان جا دوست چون ٿا تہ همہ ازاوست (وحدت الشهود جو نظريو) ۽ سيد قاسم ۽ ان جا پيروڪار چون ٿا تہ همہ اوست (وحدت الوجود جو نظريو). فرمايائون تہ پهرين ڳالھ سچائيءَ جي ڪسوٽيءَ تي چڙهيل آهي. ٿوري دير کان پوءِ ڪجھہ دليل انهيءَ سچائيءَ جي تائيد ۾ هن طرح بيان فرمايائون جو جيڪڏهن سندن مقدمات ۾ غور و فڪر کان ڪم ورتو وڃي تہ هر هڪ قول مان ٻئي نظرئي (يعني وحدت الوجود) جي مدعا جو ثبوت پيدا ٿئي. پاڻ مضمونن جي دليلن جي حقيقت بہ ظاهر فرمائي تہ هن طرح آهي. وري ٻيا ڪجھہ دليل بيان ڪيائون انهن جو بہ اهوئي حال هو. هي سڀ ڳالهيون ٻڌي فوراً اها ڳالھہ ذهن ۾ آئي تہ پهرئين قول (وحدت الشهود) جو اقرار ۽ ٻئي قول (وحدت الوجود) جو حقيقتاً اعتقاد بهتر آهي.

وڏيڪ فرمائيندا هئا تہ جڏهن مولانا يعقوب رحہ جي ديدار سان منهنجون اکيون ٺڏيون ۽ نوراني ٿيون تہ مولانا جي سلوڪ سان مونکي پنهنجي نسبت اهڙو کو خاص توجہ معلوم نہ ٿيو جنهن جي ڪري دل ۾ ڪشائش ۽ راحت پيدا ٿئي. بلڪ مولانا بي رُخيءَ سان پيش آيا. ۽ پنهنجو هٿ نہ وڌايائون. فرمايائون تہ مون سان بيعت نہ ڪر. ايتري ۾ مولانا جي پيشانيءَ تي منهنجي نظر پئجي وئي تہ هڪ سفيد داغ نظر آيو جنهن سان طبيعت کي فطرتاً ڪوفت يا نفرت وانگر ٿيندي آهي. اهو ڏسي مان بيعت ڪرڻ ۾ ٿورو پوئتي ٿيس ۽ مولانا کي جڏهن منهنجي ارادي جي خبر پئي تہ مان بيعت ڪرڻ کان ٿورو پوئتي ٿيو آهيان تہ فوراً هڪ خوبصورت صورت ۾ اچي ويا يا پاڻ کي ظاهر ڪيائون جنهن کي ڏسڻ سان بي قابو ٿي ويس ۽ پنهنجو هٿ آستين کان ٻاهر ڪڍي فوراً بيعت ڪيم.

قرآن پاڪ جو هڪ تفسير آهي (رشحات) ان جي هڪ رشحي ۾ لکيل آهي تہ هڪ ڏينهن آيت ڪريمہ **قُلِ اللّٰهُ ثُمَّ ذَرْهُمْ** (اي پيغمبر صہ چئي ڇڏيو تہ (اهو ڪتاب الله (ئي نازل فرمايو آهي) پوءِ انهن کي جهڳ مارڻ ڏيو.) جي تاويل ۾ پاڻ (خواجہ ڪان) فرمايائون تہ مطلب هي آهي تہ صوفي هميشہ مطلق ذات کي واحد تصور ڪندو رهي ۽ صفتن ۽ صورتن جي جيڪا ڪثرت ڏسجي ٿي. انهن کان گذري وڃي.

حاصل ڪلام تہ لفظ ثُمَّ هن آيت ۾ ڏسي هن ڪتاب جي لکندڙ جي ذهن ۾ اها ڳالهہ آئي تہ صوفي تخلق ۽ تبديليءَ کان پوءِ هڪ مدت بعد هن توحيد جي مرتبي کي پهچندو آهي اهڙي ئي طريقي سان توحيد جي مرتبي کي پهچندو آهي. اهو محقق سالڪن جو طريقو آهي ۽ بغير دير جي فوراً توحيد جي مرتبي تي پهچڻ جذب جي نشاني آهي ۽ مجذوبن جي عادت آهي. **لَايَعْلَمُ تَاوِيْلَہ اِلَّا اللّٰهُ** (الله کانسواءِ ان جو اصل مطلب ڪنهن کي بہ معلوم ڪونهي).

احرار الاولياءجي بيماريءَ جي شروعات پهرين محرم هجري سنہ اٺ سؤ پنجانوي تي ٿي. ۽ سندن رحلت انهيءَ سال جي پهرين ربيع الاول تي ٿي. هي عجيب لطيفو ۽ لطيف نڪتو آهي تہ جيترا سندن زندگيءَ جا سال هئا يعني اَسي ۽ اُٺاسي. ڳڻڻ ۾ اوترائي ڏينهن سندن بيماريءَ ۾ آيا. جيڪا حديث آهي **حُمّيٰ يَوْمٍ كَفَّارَةُ سَنَةٍ** (هڪ ڏينهن جو بخار هڪ سال جو ڪفارو ٿيندو

آهي) انهيءَ سعادت جو ڪين شرف حاصل ٿيو. پاڻ ٻه خليفا پنهنجي جاءِ تي ڇڏيائون. جيڪي سلف صالحين جي آثارن سان آراستہ- خلافت ۽ هدايت لاءِ شائستہ- اجازت ۽ خدائي قرب جي لائق هئا. سڀ کان وڏو خواجہ محمد عبدالله هو. جيڪو خواجہ ڪلان ۽ خواجگانِ خواجہ جي نالي سان مشهور هو. ٻيو خواجہ محمد يحييٰ آهي. پاڻ پنهنجي والد بزرگوار جا جانشين هئا. حضرت حقائق پناهي مولويءَ کان نقل ٿيل آهي تہ جيڪو وڏو هو اُهو علم ۽ فضيلت ۾ گهٽو وڌو هو ۽ جيڪو جانشين هو اُهو جذبہ ءِ حال ۽ ولايت جي جلال ۾ سيني کان اڳتي آهي.

رشحات جو مصنف لکي ٿو تہ جنهن زماني ۾ خواجہ محمد يحييٰ هريءَ ۾ تشريف فرما ٿيا هئا. ان زماني جو ذڪر آهي تہ هڪ ڏينهن خواجہ اتفاق سان حضرت حقائق پناهي مولانا محمد روحيءَ جي ملاقات لاءِ ويا هئا. مان بہ گڏ هئس. گهر جي مالڪ (مولانا محمد روحي) مهمان سان نهايت ادب جو برتاءُ ڪيو ۽ تواضع و تعظيم ۾ گهڻي گرما گرمي ظاهر فرمائي ليڪن همنشينيءَ جو سڄو وقت طرفين جي خاموشيءَ ۾ گذريو مان ٻئي ڏينهن اڪيلو مولانا جي خذمت ۾ ويس تہ ظاهر ۽ باطن جي آراستگيءَ جي متعلق حضرت خواجہ جي خذمت ۾ آيس تہ ٻڌل ڳالهيون سڀ مون گڏيل طريقي سان ظاهر ڪيون. خواجہ فرمايو تہ ڪالهوڪي ڏينهن مان سندن صحبت ۾ پنهنجي فنا ۽ مولانا جي اثبات ۾ مشغول هئس. منهنجي جيڪا بہ تعريف مولانا ڪئي آهي اُها هنن پنهنجي ئي تعريف ڪئي آهي. ڇو تہ ان وقت مون ۾ مولانا جي ئي حقيقت جلوه گر هئي.

سجاده نشين احراريہ جا سڀ واقعات ۽ حالات ڪتاب "رشحات" ۾ مصنف ڪي جيئن جيئن موقعو ۽ وقت مليو آهي تفصيل سان لکيا اٿس. هتي مان صرف سندن شهادت جي متعلق مختصراً لکان ٿو. احرار الاوليا گهڻو ڪري اڪيلائيءَ جي محفلن ۽ خواجہ محمد يحيٰ سان امير المؤمنين ابي عبدالله الحسين رضي الله عنہ جي واقعن جو ذڪر ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ تنهنجي روح کي شهيد ڪربلا جي ولايت ۽ شهادت سان ڪامل نسبت آهي. چون ٿا تہ جڏهن سندن والد بزرگوار حقيقي محبوب جي باغ ڏي هليا ويا تہ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ شاهہ بيگ خان سمر قند جو پرڳڻو ضبط ڪري ورتو ۽

هجري سنه نَوَ سوَ چهه جي محرم جي پهرئين ڏهاڪي ۾ جمعي جي ڏينهن حضرت خواجه محمد يحييٰ کان مواخذو ۽ مطالبو ڪري جيڪي ڪجهه نقد يا جنس مڪانات وغيره هئا سڀ سرڪار ضبط ڪيا ۽ ڳوٺ- زمين ۽ سڀ هاري سرڪاري ملازمن جي سپرد ڪيا ويا ۽ انهن جو قبضو ٿي ويو. خواجه ڪي انتظار هو ته شايد عاشوري جي ڏينهن شهادت جو واقعو واقع ٿئي ۽ دائمي آرام ملي وڃي. مگر ائين نه ٿيو. انهيءَ وچ ۾ خان حڪم ڏنو ته توهان بمع پٽن مريدن ۽ تعلق رکڻ وارن سميت خراسان هليا وڃو. مطلب ته پاڻ جڏهن خراسان ڏي روانه ٿيا ۽ تاشقند کان نڪري ويا ۽ محرم جي تاريخ ٻه ڏهينءَ کان اڳتي وڌي وئي ته خواجه ڪي حيرت ٿي ۽ انقباض طبيعت ۾ پيدا ٿيو ته حضرت والد ماجد جو سچو ڪلام ته يحييٰ جي شهادت تي دلالت ڪندو هو. ليڪن خبر نه آهي ته انهيءَ ۾ ڪهڙي حڪمت آهي الله جلشانه ئي بهتر ڄاڻندڙ آهي. اهو خيال ڪندي تاشقند کان ٻه يا ٽي منزلون ئي اڳتي ويا ته اوچتو بيابان برپٽ ۾ ازبڪ جي هڪ فوج اچي ظلم ۽ زيادتي شروع ڪئي چئني طرفن کان تلوارن جا وسڪارا شروع ٿي ويا. آخرڪار فوج خواجه محمد يحييٰ ڪي ۽ سندن ٻن پٽن خواجه محمد ذڪريا ۽ خواجه عبدالباقيءَ کي انهيءَ برپٽ ۾ شهادت ۽ مظلوميءَ جي درجي تي پهچايو. ٽنهين نسبتي ۽ حسبي بزرگن جا لاش خواجه ڪفشير جي محلي ۾ آٽي ملايون جي احاطه جي اندر احرار الاوليا جي قريب دفن ڪيا ويا ۽ قبرون ناهيون ويون. خواجه شهيد جو صرف هڪ پٽ رهجي ويو. خواجه محمد امين نالو اٿن. خدا ڪري بزرگ جو اولاد جهان ۾ گهڻو ٿئي.

## انجمن خلفاءِ ڪامگار احراريه قدست اسرارهم

**مولانا سيد حسن-** پاڻ احراريه خليفن ۾ سيني کان وڏيڪ نيڪ سيني کان وڏيڪ عالم ۽ سيني کان وڏيڪ اڳتي وڌندڙ آهن. چون ٿا ته ننڍائپ ۾ هڪ ڏينهن سندن والد بزرگوار کين قدم بوسيءَ لاءِ خواجه احرار الاولياءَ جي خدمت ۾ وٺي ويو هو. اتفاق سان مجلس ۾ ماڪيءَ جو پيالو رکيو هو ۽ مولانا دلچسپيءَ سان ماڪيءَ ڏسندا رهيا. انهيءَ دوران ۾ حضرت خواجه پڇيو ته صاحبزادا! تنهنجو نالو ڇا آهي. جواب ڏنائون ته ماڪي- خواجه جن

مسڪرائيندي فرمايو تہ ننڍڙي ۾ ڪامل قابليت ۽ صحيح قبوليت عطا ڪئي وئي آهي. صرف ايتري ڳالهہ تي جو هن جي ذهن ماڪيءَ جو مزو حاصل ڪيو آهي ايترو تہ ماڪيءَ جي خيال ۾ مشغول آهي جو پنهنجو نالو ماڪيءَ ۾ گم ڪري ماڪيءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪو نالو زبان تي نہ ٿو آڻي. پر جيڪڏهن هن جي جان ۾ ماڪيءَ ڪان وڌيڪ مٺي شيءِ پهچي وڃي تہ ضرور هن جو توجهہ ۽ استغراقي ڪيفيت ان ۾ گهٽي هوندي. ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي. خواجہ احرار الاولياءِانهيءَ ئي وقت کين سندن والد بزرگوار کان وٺي پنهنجي تربيت ۽ همت سان فيض پهچايو ۽ درسي علوم معنوي نور جي حاصل ڪرڻ جو سبب ٿيا. رشحات جو مصنف لکي ٿو تہ خواجہ احرار الاولياءِزماني جي سلطانن سان ميل ميلاپ رکندا هئا انهيءَ ڪري درويش سندن صحبت جي فيض کان محروم رهندا هئا. هڪ ڏينهن انهيءَ سلسلي ۾ هڪ درويش جي دل تي بار ٿيو ۽ انهن ئي ڏينهن ۾ مولانا جي خذمت ۾ بہ وڃڻ جو اتفاق ٿيس، پاڻ چند بزرگن سان گڏ ويٺا هئا. احياءُ العلوم جي تصحيح ڪري رهيا هئا ان ڪي ڇڏي درويش ڏي متوجہ ٿيا ۽ قرب پيدا ڪري فرمايائون تہ "هڪ ڏينهن هڪ عالم خواجہ احرار الاولياءجي حضور ۾ حاضر هو ۽ خواجہ ان جو اندروني خدشو معلوم ڪري پڇو تہ بادشاهن ۽ حاڪمن سان جنهن شخص جي ملڻ ڪري گهڻن بيڪس غريبن جون ضرورتون پوريون ٿين ۽ گهڻائي گرفتار مظلوم آزادي حاصل ڪن، ان شخص جو ڪنهن جبل جي ڪنڊ ۾ گوشي نشين ٿي ويهڻ ۽ عبادت ۾ ۽ طالبن جي تربيت ۾ مشغول ٿيڻ ڪيئن آهي ۽ ان جي حقيقت ۽ حالات جي اعتبار سان مٿين ٻنهين طريقن مان ڪهڙو اختيار ڪرڻ مناسب ۽ اهم آهي. جواب ڏنائين تہ سلطانن سان ملڻ ۽ عاجزن ۽ غريبن جي مدد ڪرڻ- ان تي خواجہ مسڪرائيندي فرمايو تہ جيڪڏهن ظاهر ۾ اهڙي فتوي ٿو ڏين تہ پوءِ باطن ۾ ان تي اعتراض ڪرڻ گهرجي".

مولانا رحہ جن بہ انهيءَ درويش جي خيال کان آگاهہ ٿي مٿيون قصو بيان فرمايو ۽ دل تي پيدا ٿيل بار هٽايو.

**مولانا قاسم** : کين احرار الاولياءَ جو پاڇو ڪري سڏيندا هئا. جيئن تہ پير جي پيرويءَ ۾ ۽ فنا في الشيخ هئڻ ۾ پاڻ گهڻي ڪوشش ڪئي هئائون. ان ڪري سندن ذات ۾ خودداريءَ جي پاڇي جو مثال ئي نہ هو، سلوڪ جي

مقابلي ۾ سندن توحيدي استغراق غالب هو. جناب حقائق پناهي، خواجه احرار الاوليا جي سيني سائين مان مولانا قاسم جي برابر ڪنهن جا به معتقد نه هئا ۽ سندن تعريف به حد کان وڌيڪ ڪندا هئا. تاريخ ڇهين ذي الحج هجري سنه اٺ سؤ ايڪانوي تي سج لهڻ مهل سندن عنصري برج جو سج وصال جي افق ۾ لهي ويو لفظ "فياض" رحلت جي تاريخ آهي.

**مير عبدالاول:** پاڻ نيشاپور کان اچي ماورالنهر ۾ خواجه احرار الاولياء جي خذمت سان مشرف ٿيا هئا. ۽ خواجه جي خذمت ۾ رهي رابطو ۽ طريقت انهن ٻنهين کان سکيا هئائون. مولانا حسين واعظ ڪاشفي جن ڏينهن ۾ درسي فنون نيشاپور ۾ حاصل ڪري رهيا هئا، ان وقت مير رحه جن سان هم سبق ۽ هم حجره هئا. مولانا حسين جو پٽ مولانا فخرالدين علي صفي لکي ٿو ته پاڻ گذريل وقت جي والد جي دوستيءَ جو خيال ڪندي ڪمال توجه سان پيش ايندا هئا. ۽ مولانا فخرالدين مير رحه جن کان نقل ٿا ڪن ته فرمائيندا هئا ته جڏهن مان حضرت خواجه جي خذمت سان سرفراز ٿيس ته مون ست سال ڪامل رياضت ۾ صرف ڪيا. انهيءَ عرصي ۾ خواجه ظاهري طور تي مطلق منهنجي حال تي متوجه نه ٿيا. بلڪ ڏک سور جيڪي سچن درد وارن جو حصو آهن مان برداشت ڪندو هئس. ۽ صبر تحمل ۽ توڪل اختيار ڪري عقيدت سان پنهنجو اعتقاد درست رکندو هئس. جڏهن برداشت جي طاقت نه رهي ته هڪڙي ڏينهن پير ڏگها ڪري وجي حجري ۾ سمهي پيس. مٿو ۽ منهن چادر ۾ لڪائي ڇڏيم ۽ پنهنجو پاڻ تي لعنت ملامت ڪندو رهيس ۽ نصيحت طور پاڻ کي تسلي ڏئي چيم ته عبدالاول هن دنيا ۾ گهڻا ماڻهو اهڙا آهن جيڪي ولايت جي قرب جي دولت کان واقف ٿي ناهن ۽ تون به انهن ۾ ئي شامل ٿي وڃ. محنت ۽ ڪوشش جي برداشت ڪرڻ ۾ جيتري انساني طاقت هئي اُها تون ڪم آڻي چڪين مگر ڪنهن ڪم جي ڪانه ٿي. انهيءَ قسم جي پشيمانيءَ جون ڳالهيون ڪندي حجري ۾ پيرن جي هلڻ جو آواز معلوم ٿيو جيئن ته مان غم جي درياهه ۾ ٻڏل هئس انهيءَ آواز ڏي ڪوبه توجه نه ڏئي دستور مطابق ليٽيو رهيس ته ايتري ۾ پير بزرگوار جو آواز آيو ته عبدالاول آرام سان ستو پيو رهه تنهنجا سڀ ڪم ڪامل طريقي سان درست ٿي ويا آهن. اهو ٻڌي مان بي چينيءَ سان اُٿي ويٺس ۽ ڇا ٿو ڏسان ته حضرت خواجه حجري کان ٻاهر تشريف وٺي هليا ويا ۽ هي

محروم عاشقن وانگر بيتاب ٿيڻ لڳو ان کان پوءِ مونکي طلب جي راھ ۾ بيھر استقامت ۽ حد کان وڌيڪ رسوخ نصيب ٿيو. ايتري قدر جو ذي الحج جو مهينو هجري سن نو سوءُ پنج اچي ويو. انهيءَ ئي مهيني ۾ پاڻ عالم شهادت مان کوچ فرمايو اٿن. عالم شهادت کان کوچ ڪرڻ (لڏڻ) وجود جي سفر جي آخرين منزل ۽ وحدت جي لامڪان جو پھريون مقام آهي ۽ اهوئي اصل وطن آهي. انهيءَ طرف ئي وڃڻو پوندو آهي.

**مولانا جعفر:** پاڻ عالم- عامل- عارف- عاشق ۽ ڪامل هئا. بيخودي ۽ محويت- افاقي ۽ هوش تي ۽ خاموشي ڳالهائڻ تي غالب هئن. هڪ ڏينهن پاڻ چون پيا تہ شروع شروع ۾ رسمي علمن جي حاصل ڪرڻ کان طبيعت پري رهندي هئي ۽ فقيرن جي طريقي ڏي طبيعت جي ڪشش هئي. هڪ رات خواب ۾ خواجہ احرار الاوليا جي خدمت حاصل ٿي مون دريافت ڪيو تہ بندو ڪڏهن خدا کي پهچندو آهي. فرمايائون تہ جڏهن پاڻ کي فنا ڪري ڇڏي. جڏهن خواب مان سجاڳ ٿيس تہ دل تي گهرو اثر هو. صبح ئي سان حجري مان نڪري سندن خدمت جي ارادي سان روانو ٿيس. جڏهن قدم بوسي حاصل ڪيم تہ فرمايائون تہ مولانا جعفر بندو خدا کي ڪڏهن پهچندو آهي. جڏهن هو بندگيءَ ۾ پاڻ کي فنا ڪري ڇڏي ۽ پاڻ مولوي معنوي (مولانا رومي رحہ) جو اهو بيت پڙهيائون جنهن جو مطلب آهي تہ جيستائين پاڻ کي ڏسندو رهندين خدا کان پري رهندين پر جڏهن پاڻ کي ڏسڻ ڇڏي صرف خدا ڏي متوجہ رهندين تہ واصل ٿي ويندين[1]

مطلب تہ- سندن آخري سفر سن اٺ سوءُ ٿيانوي جي ڪنهن مهيني ۾ ٿيو آهي. ان وقت تائين طريقت جي سلوڪ ۾ پاڻ کو مشڪل حل ڪرڻ کانسواءِ نہ ڇڏيائون. آخرڪار فقر ۽ فنا جي عنصري خرقي کي خلد ۽ بقا جي خلعت سان تبديل ڪري عالم علويءَ ڏي رحلت فرمائي ويا.

**مولانا برهان الدين ختلاني:** پاڻ علم جا بحر هئا. جوانيءَ جي شروعات ۾ مخلتف علمن ۾ ڪمال حاصل ڪيائون. ماٺهو سمرقند ۾ ٻن ماٺهن کي مادرزاد عالم چوندا هئا هڪڙو مولانا زاده مولانا عثمان ۽ ٻيو

[1] (حديث پاڪ ۾ بہ آهي تہ مَن ڪان الله ڪان الله لہٗ يعني جيڪو خدا جو ٿي وڃي تہ خدا بہ ان جو ٿي ويندو).

برهان الفضل ختلاني چوندا آهن. پاڻ مسلسل چاليهن سالن تائين خواجہ احرار الاولياءجي خذمت سان خدا شناسي حاصل ڪندا رهيا ۽ڪين هڪ منٽ لاءِ بہ جدائيءَ جي طاقت نہ هئي. هجري سنہ اٺ سوٴ ٽيانوي ۾ مولانا جعفر جي رحلت ڪان اٺ ڏينهن اڳ سندن آخري سفر جو سامان تي ويو هو.

**مولانا لطف الله ختلاني**: پاڻ مولانا برهان الملتہ ختلانيءَ جا پاٽج آهن. عام شريعت ۽ طريقت جا ڄڻ تہ پاڻ ماهر هئا ۽ بسط و ڪشائش وبشاشت جون اعليٰ درجي جون صفتون سندن ذات ۾ موجود هيون. سندن ڪلام لازمي طور تي مسڪراهٽ ڏياريندڙ نڪرندو هو پاڻ فرمائيندا هئا تہ خواجہ احرار الاولياءجي خذمت ۾ منهنجي بيعت ٿيڻ جو قوي ترين سبب هي آهي تہ مون پنهنجي وطن ۾هڪ رات رسالت پناه ﷺ جن ڪي هڪ دلربا صورت ۾ عالم مثال ۾ مشاهدو ڪيو هو. فوراً دل و جان سان انهيءَ نوراني شڪل جي جمال تي فدا ٿيس. ڪجھ ڏينهن ڪان پوءِ جڏهن ايزدي مشيئت جي موجب حضرت خواجہ جي خذمت ۾ حاضر ٿيس تہ هڪ ڏينهن پاڻ فرمايائون تہ جيڪي سعادتمند ماڻهو آهن اُهي حضرت سيد المرسلين عليہ السلام جن ڪي خواب ۾ مختلف لطيف لطيف صورتن سان ڏسندا آهن ۽ ڪلام جي دوران نگاه ڪٽي مون ڏي ڏنائون تہ جناب سرور عالم عليہ السلام جن جو اُهو ئي مثالي جلوه مبارڪ منهنجي نظر ۾ اچي ويو جيڪو مون خواب ۾ ڏٺو هو ۽ اهو واقعو منهنجي گرفتار ٿيڻ جي زنجير بنيو ۽ حضرت خواجہ جن جي هميشہ حضوريءَ جي بدولت علمي صورتن جي ڪمال کي پهتس.

**مولانا شيخ**: تزڪيو- تهذيب- تصفيو ۽ ترتيب هي سڀ صفتون سندن ذات ۾ موجود هيون. پير بزرگ جي سرڪار ۾ ملڪي ۽ مالي ڪمن جي انتظام جو گهڻو تعلق سندن راءِ تي منحصر هو. هڪ ڏينهن احراريہ سلسلي جا گهڻا مريد خواجہ ڪفشير جي محلي ۾ جمع هئا ۽ پاڻ ۾ راز ۽ نياز جون ڳالهيون ڪري رهيا هئا. هلندي هلندي ڪلام جو سلسلو خواجہ احرار الاولياء جي عجيب ۽ غريب تصرفات ۽ ڪرامتن جي بيان تي وڃي پهتو ۽ هر هڪ مريد انهيءَ باري ۾ ڪو نقل يا روايت پيش ڪري رهيو هو. مولانا شيخ انوقت خاموش سيني جون ڳالهيون ٻڌي رهيو هو جڏهن حاضرين جي دل ۾ مولانا جي ڪلام ٻڌڻ جي بي انتها آرزو پيدا ٿي تہ پاڻ فرمايائون تہ توهان ماڻهو! خواجہ

جا عالم اجسام جا تصرفات بيان ڪيو تا ليڪن عالم ارواح جي تصرفات مان هڪ لفظ بہ زبان تي نہ آندو اٿو. سيني حاضرين چيو تہ اسين اهڙي قسم جو ڪلام مولانا جي فصيح البيان زبان سان ٻڌڻ ٿا چاهيون مولانا فرمايو تہ جڏهن شروع شروع ۾ گهڻي ڪوشش ڪان پوءِ مون تي ڪجهہ ڪوشش جا اثرات ظاهر ٿيڻ لڳا ۽ خواجہ جي پرورش سان روز بروز خير ۽ خوبي پنهنجو رنگ جمائڻ لڳي تہ خواجہ مونکي زراعت جي ڪمن جي نگرانيءَ واسطي مقرر فرمايو ۽ هي ظاهري ڪمن جي مصروفيت باطني عمل ۾ فتور جو سبب ٿي. ان ڪري مون موقعو تلاش ڪري. اڪيلائيءَ ۾ حضوريءَ جو شرف حاصل ڪيو ۽ اجا خيال ڪيم تہ پنهنجي وقت جي پريشانيءَ جو حال ڪجهہ عرض ڪيان تہ حضور جن منهنجي باطن کان واقف ٿي ارشاد فرمايائون تہ هن سلسلي جو بنياد ۽ اصل "خلوت در انجمن" آهي ۽ غيرن کان طريقي کي مخفي رکڻو آهي ڇو تہ غيرت وارو محب پنهنجي محبوب جو حجاب پسندو ڪندو آهي ۽ ظاهر ڪمن ۾ مشغول ٿيڻ کان سواءِ طريقي کي لڪائڻ لاءِ ٻيو ڪو برقعو ڪونهي. وري مون سوچيو تہ عرض ڪيان تہ هنن ٻنهين عظيم الشان ڳالهين کي جمع ڪرڻ جو مون ۾ حوصلو ڪونهي. تہ فرمايائون مردن وانگر قدم رک الله تعالیٰ اميدن کي پوري ڪرڻ وارو آهي. ان وقت حضور جن منهنجي ڪمزوري ۽ نايابيءَ تي عنايت جي نظر فرمائي ۽ اهڙو تہ توجہ ڪيو جو جيڪا شيءِ عمل ۽ تڪلف سان ڪنهن ڪنهن وقت ميسر ٿيندي هئي اُها باطن تي حملو ڪري آئي ۽ هميشہ لاءِ رهي ۽ ان کان پوءِ اُها شيءِ ڪنهن امڪاني ضروري حالت ۾ بہ دل مان زائل نہ ٿي.

**مولانا ابو سعيد اوبي** رحمۃ اللہ علیہ: پاڻ اولياءالله وانگر علم جي ڪنوار سان عمل جي گهوٽ جو نڪاح ڪيو هئائون. ۽ انهيءَ سبب جي ڪري پاڻ گهڻن ثوابن جا اميدوار هئا. پنجٽيهن سالن جي عمر ۾ خواجہ احرار الاوليا جي حضور ۾ اچڻ شروع ڪيو هئائون. چوندا هئا تہ حضور جن جي عظمت واري خدمت ۾ تعلق پيدا ٿيڻ جو سبب اهو هو جو مان مرزا الخ بيگ مدرسي ۾ درسي علمن کي ڪمال ڪوشش سان حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هئس. اوچتو بغير سبب جي ظاهري رسمي علمن جي طرف کان منهنجي دل ۾ ڪدورت پيدا ٿي ۽ مون بي اختيار ٿي مدرسو ڇڏڻ جو پڪو ارادو ڪيو. ايتري ۾ هڪ

سجاڻو مليو مون پڇومانس تہ ڪٿان اچي رهيو آهين. جواب ڏنائين تہ شيخ الياس عشقيءَ جي خذمت مان اچي رهيو آهيان جيڪو ڪوه نور ۾ رهندو آهي مان انهيءَ ئي وقت سڌو ڪوه نور جي طرف هلڻ لڳس. رستي ۾ خواجہ احرار الاوليا جي مدرسي وٽان گذر ٿيو. هي اُهو وقت هو جو حضور جن سواريءَ تان لهي پنهنجي مدرسي جي دروازي تي بيٺا هئا. منهنجي دل ۾ آيو تہ هن بزرگ سان ملي پوءِ ڪوه نور هلڻ گهرجي. جڏهن مان خذمت ۾ حاضر ٿيس تہ پاڻ هڪ بيت پڙهيائون. بيت جو مضمون ٻڌي مون کي بيحد حيرت ٿي. دل ۾ چيم تہ جيڪڏهن هن بيت ۾ خواجہ منهنجو حال بيان فرمايو آهي تہ پوءِ ضرور خواجہ ٻيهر بہ اهوئي شعر پڙهندا. اجا اها ڳالهہ خيال ۾ آئي تہ خواجہ جي زبان مبارڪ تي پنهنجو نالو آيو. حالانڪ خواجہ کي اڳ معلوم نہ هو. ۽ فرمايائون تہ هي شعر تو جيڪو ٻڌو شيخ ڪمال جي شعرن مان آهي ۽ وري ٻيهر پڙهيائون پوءِ اها ڪرامت منهنجي گرفتاريءَ جو سبب بني.

**مولانا سلطان:** پاڻ خواجہ احرار الاولياءجا خاص خليفا آهن ۽ وڏا عالم هئا. اهل ظاهر جي علمن ۽ اهل باطن جي بصيرت تي ڪين ڪمال جو عبور حاصل هو. خواجہ احرار الاولياءجي اجازت سان حجاز جو سفر اختيار ڪيائون ۽ حرمين الشريفين زادهما الله تڪريماً جي طواف سان مشرف ٿي پوءِ پنهنجي مرشد جي خذمت ۾ موٽي آيا ۽ فيض حاصل ڪيائون. پاڻ چوندا هئا تہ هڪ ڏينهن پير جي خذمت ۾ حاضر ٿيڻ جو ارادو ڪري رهيو هئس انڪري مون سوچيو تہ توجہ يا مراقبي جي ذريعي خيالات ۾ جمعيت حاصل ڪري پير جي خذمت ۾ حاضر ٿيان مگر جميعت حاصل نہ ٿي. آخرڪار ذڪر نفي اثبات جي ذريعي ڪجهہ حضوري حاصل ٿي ان کي محفوظ ڪري خذمت ۾ حاضر ٿيس. ٿوري دير ڪان پوءِ حضرت جن فرمايو تہ سلطان ڪڏهن نفي اثبات جو طريقو بہ عمل ۾ آڻيندو آهين مون عرض ڪيو تہ جي ها. فرمايائون تہ اگرچ حضور مع الله هڪ ئي شيءِ آهي ليڪن جيڪي نسبتون توجہ يا مراقبي يا نفي اثبات جي ذريعي پيدا ٿيون ٿين انهن جو هرهڪ جدا جدا رنگ هوندو آهي البتہ انهيءَ فرق کي سمجهڻ انهن بزرگن جو ڪم آهي جيڪي لدني علم جا عالم هوندا آهن.

**مولانا محمد قاضي قدس روحہ:** پاڻ شرعي علمن جا عالم ۽ سلوڪ طريقت جا واقف هئا. جيئن تہ سندن طبيعت بلند- فهم مہ ؒ اهون- عقيدت دل

پسند هئن ان کري معرفت ۽ حقيقت بيان ڪرڻ جي وقت خواجہ احرار الاولياء جا مخاطب پاڻ ئي هوندا هئا. حالانڪ وڏن عالمن جون جماعتون انهيءَ محفل ۾ حاضر ٿينديون هيون. پاڻ هڪ ڪتاب سلسلہ العارفين نالي سان تاليف فرمايو اٿن. جنهن ۾ خواجہ احرار جا اوصاف حميده- عادات پسنديده- فضيلتون ۽ خصوصيتون جمع ڪيون اٿن ۽ خواجہ احرار الاوليا جي چار (عقيدت ۽ محبت جي چار) ۾ پاڻ ڪيئن ڦاٿا اهو احوال بہ تفصيل سان انهيءَ ڪتاب ۾ لکيو اٿن ۽ رشحات جي مصنف بہ هتان ئي پنهنجي ڪتاب ۾ نقل ڪيو آهي. هاڻي انهيءَ بيان جي ٻيهر لکڻ جي ضرورت معلوم نہ ٿي ٿئي. احراريہ سلسلي جي ڪن حقيقتن جي صاحبن کان نقل ٿيل آهي تہ ڪمان گرون جي ڳوٺ ۾ جنهن ڏينهن خواجہ احرار الاولياءجن آخري سفر فرمايو آهي انهيءَ ڏينهن ۽ خاص ڪري فرزندن جي ٻين ماڻهن جون جماعتون مٿن ڪان موجود هيون. ان وقت خواجہ ارشاد فرمايو تہ حاضرين مان جنهن شخص کي مزاج جي مناسبت سان فقر يا غنا جيڪي گهرجي اڄ مون کان گهري وٺو. سيني حاضرين ۾ سيني کان اڳ قاضي محمد کان پڇائون تہ توکي ڇا پسند آهي. عرض ڪيائين تہ جيڪي ڪجھ حضور جن کي پسند آهي. جواب مليو تہ منهنجي پسند تہ فقر آهي. مولانا چيو **بشريٰ لنا**- ان کان پوءِ خواجہ هڪ ڪم واري کي حڪم ڏنو تہ چار هزار سڪا زرشا هرخيءَ جا مولانا محمد قاضيءَ کي ڏي. جنهن فقر اختيار ڪيو آهي تہ جيئن مولانا انهيءَ رقم مان انهن درويشن جي معاش جو انتظام ڪري جيڪي هنن وٽ رهندا آهن. مولانا حڪم جي تعميل ڪندي انهيءَ نقد کي وٺي پنهنجي ساٿين جي معاش جو انتظا ڪيو.

**مولانا خواجہ علي تاشقندي:** پاڻ درگاه احراريہ جي پراڻن خادمن ۽ ڪم وارن مان آهن. جڏهن سلوڪ جو آغاز ٿيو تہ قبول ۽ اقبال جو جبو تاشقند ۾ ملين. پاڻ فرمائن ٿا تہ جڏهن پير بزرگوار جن خراسان کان اچي پنهنجي وطن ۾ زراعت جو ڪم شروع ڪيو هو ان وقت منهنجي عمر ويهن سالن جي هئي جو مان خذمت ۾ حاضر ٿيس. خواجہ احرار الاولياءمنهنجي حال تي گهڻي ڪجھ عنايت ۽ التفات فرمائيندا هئا. انهيءَ زماني ۾ علم جي طالبن جيڪي هوس ۾ ٻڌل هئا اهو ڇئي مونکي فريفتہ ڪيو هو تہ علم حاصل ڪرڻ جا سي سبب مهيا آهن لهذا علم حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ انهن جي ترغيب سان مان

سمرقند روانو ٿي ويس. مگر جيئن تہ پير جي آستاني تان مڪمل اجازت وٺي روانو ٿيو هئس. پھرين ئي منزل تي اهڙو تہ مرض پيش آيو جو سفر نہ ڪري سگهيس. هڪ قدم بہ اڳتي هلڻ جي طاقت مون ۾ نہ رهي آخرڪار واپس ٿيڻ جي نيت ڪيم ۽ واپسيءَ نيت سان گڏ عافيت بہ واپس اچڻ لڳي. مان تاشقند کي جيترو ويجهو ٿيندو ٿي ويس اوترو ڪمزوري مون کان پري پڄندي پئي وڃي ۽ جڏهن حجري ۾ پهتس تہ صحت بلڪل مڪمل ٿي وئي. نهايت ادب سان قدم بوسي ڪيم تہ پير پھريائين تہ ڪاوڙ جي هليو وڃڻ ۽ واپس اچڻ جا سڀ واقعات منهنجي سامهون بيان فرمايا ۽ عتاب ڪيائون مگر آخرڪار رحمت ۽ عاطفت جي ڇانوَ ۾ بنهين جهانن جي رنج ۽ غم کان مونکي نجات بخشائون.

**شيخ حبيب تاجر تاشقندي:** معرفت ۽ حقيقت سندن شعار هئي. پاڻ سراسر مهذب خدمت ۽ پسنديده ڪم ڪندڙ هئا. **رجال تلهيهم تجارة ولا بيع عن ذكر الله** (اهي ماڻهو جن کي سوداگري ۽ خريد و فروخت خدا جي ذڪر کان غافل نہ ٿي ٿيڻ ڏئي) جي گروه سان ڪين نسبت هئي. تاشقند شهر جي لنگر جو ڪاڏو ۽ هتان جي مخلصن ۽ متعلقن جي دسترخوان جي ترتيب ۽ انهن خدمتن جو ڪم سندن سپرد هو. سندن ڪوشش ۽ تجربي سان هي سڀ ڪم ٿيندا هئا. آخرين ساه تائين خواجہ احرار الاولياءجي فيض مان معرفت ۽ قرب جو وظيفو جاري رهيو.

**مولانا نورالدين تاشقندي:** پاڻ ننڍپڻ کان ئي خواجہ احرار الاولياءجي محبت جو تصور پنهنجي دل ۾ رکندا هئا. وبا جي پھرئين سال ۾ هجري سنہ اٺ سوٴ چاليهہ هو نيري رنگ جو داڻو جيڪو طاعون جي نشاني هو. خواجہ احرار الاوليا جي ڪبي پاسي نڪري آيو. مولانا نورالدين انهيءَ داڻي کي پنهنجي لاءِ قبول ڪيو ۽ پاڻ کي خواجہ تان قربان ڪيائين انهيءَ وقت اهو داڻو مولانا جي پاسي ۾ منتقل ٿي ويو ۽ خواجہ جي صحت درست ٿي وئي ۽ ٽن ڏينهن کانپوءِ مولانا ڪوچ فرمايو.

**مولانا زادو اتراري نامي:** سندن نالو محمد عبدالله آهي. پاڻ بيان ڪندا هئا تہ گهڻو وقت خدمت ڪرڻ کان پوءِ منهنجي دل ۾ اهو خيال آيو تہ خواجہ ٻين ماڻهن وانگر مون کي تلقين نہ ٿا فرمائن. منهنجي انهيءَ نيت جو

علم مولانا کي ڏي ويو تہ فرمايائون تہ ذکر جو سبق ڀين لاءِ مناسب آهي ۽ تنهنجو استعداد تہ لطافت جي ڪمال درجي تي نهايت بلند آهي. تون ذکر جي تعليم جو محتاج نہ آهين. مطلب تہ پاڻ خواجہ جي خدمت ۾ ظاهري ۽ باطني ڪمالات حاصل ڪري حجاز جي سفر جي اجازت گهري ۽ حرمين شريفين زادهما الله شرفاً جي زيارت ڪري ٻنهين جهانن جي سعادت حاصل ڪيائون. اتان پاڻ شام جي صوبي آيا ۽ انهن طرفن جو سير ڪري دمشق شهر ۾ اقامت فرمايائون. هن ملڪ ۾ طريقت ۽ سلوڪ جا سالڪ رجوع ٿيندا هئا ۽ پاڻ انهيءَ ئي شهر ۾ علوي عالم ڏي رخصت ٿيا.

**مولانا ناصرالدين اتراري:** پاڻ مولانا زادي جا ننڍا ڀاءُ هئا. احراريہ ولايت جو ستارو طلوع ٿيو ئي هو ۽ اجان هن ستاري جا عالمگير شعاع سمرقند وارن جي اکين ۾ پهتا نہ هئا تہ خواجہ جون عجيب و غريب خبرون ۽ ڪرامتون ٻڌي دل جي ڪمال اشتياق سان سندن ڏي متوجہ ٿيا. ان جي باوجود جو وطن ۾ هڪ حسين مظهر سان اکيون مليل هيون. دل ۾ عشق جو تعلق بہ هو مگر تاشقند روانہ ٿي ويا. انهن ڏينهن ۾ خواجہ احرار الاولياءِ باغستان ۾ هئا جيڪو تاشقند جو جبل آهي. ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ بهار جي موسم آئي جيڪا عشق ۽ محبت جي سلسلي جي ڪڙي هوندي آهي. هڪ پاسي جوانيءَ جي محبت جي شورش ۽ ٻئي پاسي جبل جي شادابي- انهن ڳالهين دل کي پريشان ڪري ڇڏيو. مون سوچيو تہ اجازت گهران. مگر موقعو نہ مليو. ڏاڍو تنگ دل ٿي پيس هڪ ڏينهن خواجہ سان گڏ ان جي باوجود جو دل مطمئن نہ هئي هڪ صحرا جي سير لاءِ هليو ويس اُتي هڪ ٻنيءَ ۾ پهتاسين جتي گل ڦل ٽڙيل هئا. حضرت جن هڪ شاخ مان گل ٽوڙي منهنجي هٿ ۾ ڏنو ۽ جيڪي ڳالهيون منهنجي دل ۾ لڪل هيون سڀ جون سڀ منهنجي سامهون ظاهر ڪيون. مان هي سڀ راز جون ڳالهيون ٻڌي شرم کان غرق ٿي ويس. انهيءَ وقت حضرت جن رحم جي نظر سان مون تي نوازش فرمائي ۽ ايتري ۾ مجازي عشق جي پير محبت ۾ تبديل ٿي ويو ۽ اطمينان سان خواجہ جي خدمت ۾ حاضر رهي دنيوي ۽ اخروي سعادت حاصل ڪيم.

غوثي! جڏهن خواجگانِ نقشبنديہ خاص ڪري احراريہ جي وجد- معرفت- مقامات ۽ ڪرامتن جا حالات قدس الله اسرارهم رشحات جو مصنف تفصيل

سان لکي چکو آهي تہ پوءِ مختصر قلم سان تنهنجو پيهر لکڻ بلکل بيکار آهي. جيئن تہ هن اعتراض جو رد کرڻ مون مختصر لکڻ واري جي طاقت کان ٻاهر آهي. لهذا عذر ۽ معذرت جي طور تي پنهنجي حقيقت حال جي ٻہ ٽي حرف سامعين جي خدمت ۾ عرض تو کيان. هن لکڻ سان مقصد انهن صاحبن جي ماجرا بيان کرڻ نہ آهي. بلڪ انهن جي ذکر شريف کي پنهنجي کتاب جي مقبوليت جو ذريعو سمجهي جرات کئي آهي. انهيءَ بنياد تي مون هنن حضرات جا نالا مبارڪ لکي هن کتاب جو عنوان ۽ پنهنجي تذکري جو نشان ۽ کتاب کي فهرست قرار ڏنو آهي تہ جيئن شوقين هن جماعت جا مبارڪ حالات رشحات کتاب مان جيکو تفصيل آهي ڏسي سيراب ٿين.

لله الحمد دائماً۔

## مولانا نورالدين عبدالرحمٰن جامي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ امام الوقت محمد ابن حسن جا فرزند آهن. جيکي هرمز شيبانيءَ جي نسل مان آهن. هرمز شيباني زماني جاهليت ۾ وقت جو بادشاهہ هو ۽ اميرالمومنين عمر بن الخطاب رضي الله عنه جي هٿ تي اسلام ۽ اعتقاد قبول کيو هئائون. بني شيبان عرب جي گهڻن قبيلن ۾ شرافت ۾ مشهور آهن. خاص کري مولانا جو ڏاڏو ۽ پڙ ڏاڏو جيکي متقي ۽ عالم بہ هئا. ازلي تقدير سندن ذاتي حقيقت کي هجري سنہ اٺ سوٴ ارڙهن ۾ علم جي پردي تان کڍي عنصري ترکيب ۾ ظاهر فرمايو ۽ حاضرين بزم ولادت کي خوشي ۽ شادماني سان سرمست کيو.

سندن حالات لکڻ وارا هن طرح بيان ٿا کن تہ هڪ ڏينهن سندن خدمت ۾ سندس استادن جي تحقيق جو ذکر هو تہ پاڻ فرمايائون "جيستائين مون کي عقل ۽ هوش نہ آيو هو تيستائين پنهنجي والد بزرگوار جي شاگرديءَ ۾ زبانداني‌ءَ جو قاعدو ۽ قانون سکندو رهيس. پوءِ چند ڏينهن بعد اتان جي ٺي ٻين استادن کان علم سکيم. جڏهن مون وطن ۾ کو اهڙو عالم نہ ڏٺو جنهن جي سامهون تعليم جي لاءِ کتاب کولي سگهان تڏهن هرات ۾ اچي نظاميہ مدرسي ۾ انهيءَ حجري ۾ رهيس جنهن ۾ مولانا زين الدين تائبادي ۽ مولانا

سعدالدين انصاري رهندا هئا. انهيءَ جي باوجود جو سڀ عقلي ۽ نقلي علوم ۽ يقيني ڪشفي معرفتون **وَعَلَّمْنٰهُ مِن لَّدُنَّا عِلْماً** (۽ اسان پنهنجي طرفان هن کي هڪ خاص علم سيکاريو هو) جي چشمي مان دل تي فائز ٿينديون هيون. تڏهن بہ عربي فنون جا ڪتاب ٿوري عرصي ۾ مولانا جنيد جي درس مان سکي ورتم جيڪو معنيٰ جي فن ۾ وقت جو استاد هو ۽ جامع العلوم مولانا خواجہ سمرقنديءَ جي درس مان چاليهن ڏينهن ۾ فارغ ٿي ان جا سڀ علمي جواهر حاصل ڪيم. ۽ مولانا محمد جاجرميءَ جي خذمت ۾ رهي مناظري جو علم آداب ۽ طريقو ياد ڪيم. ۽ سمر قند ۾ قاضي زادي روميءَ جي صحبت ۾ پهچي علم معقول حاصل ڪيم". مطلب تہ ٿورڙي مدت ۾ انهيءَ ملڪ جي سڀني عالمن ۽ سالڪن تي ڪين ۽ سندن علم کي وڏو درجو ۽ وڏو پايو حاصل ٿي ويو هو.

چون ٿا تہ انهيءَ زماني ۾ انهيءَ وقت شيخ بهاءُ الدين عمر- مولانا بايزيد پوراني- مولانا محمد اسد ۽ ٻين بزرگن جي جمع ٿيڻ سان ۽ انهن جي صحبت مان فقر - درويشي ۽ تلقين ۽ارشاد جي خوشبو طالبن جي دماغ ۾ پهچندي هئي. انهن بزرگن جي صحبت سان بہ ڪين فيض ۽ فائدو پهتو هو. ليڪن زبان دانيءَ جي شروع کان زندگيءَ جي انجام تائين نظم ۽ غزل گوئيءَ جو ذوق سندن فقر ۽ درويشيءَ جي منهن تي بدستور نقاب بنيو رهيو. جيئن عمر ۾ تفاوت ٿيندو ويو ۽ دلربا مظاهر جو جمال ڏسڻ سان نگاه جي گرميءَ ۾ فرق آيو ۽ حسينن جي صورت جي آئيني مان اسمائي ڪمالات نظر اچڻ ۾ بہ تفاوت ٿيندو ويو. تيئن نظم ۽ غزل گوئيءَ جي ذوق ۾ بہ تفاوت ضرور نمايان ٿيندو رهندو هو. يعني پاڻ شعر- علم- خوش باشي ۽ مردم آميزيءَ جي لباس ۾ حق شناسيءَ جي اسرارن کي پوشيده رکندا هئا. هڪ اهو تہ وهبيہ بهائيہ سلسلي ۾ تلقين بسم الله- لڪل طريقو آهي. ٻيو اهو تہ فيض جي مرڪز کان انوار قدسيءَ جو فيضان سلوڪ جي ابتدا ۾ سندن مٿان مجازي عشق جي صورت ۾ ٿيندو هو تہ جيئن هي ظاهري عشق سندن حقيقت جي مُنهن تي نقاب بنيو رهي ۽ غيرن جي اک سان سندن تصوف جي منهن کي نظر نہ لڳي. شايد علوي عالم کان سندن ڪاميابي انهيءَ شڪل ۾ مقرر ڪئي وئي هئي.

هن بيان سان انهيءَ مدعا جي تائيد ٿئي ٿي تہ هڪ ڏينهن مولانا فرمايو

تہ مان هڪ انساني مظهر جي جمال تي عاشق هئس. هڪ دفعي وضو ڪندي مون پنهنجي هٿ کي بنا ڪنهن تفاوت جي بلڪل محبوب جو هٿ سمجهيو. فوراً انهيءَ وقت اصلي حقيقت ڏي رجوع ڪيم ۽ دل ۾ خيال آيو تہ هيءَ حالت بلڪل حضرت خاتم النبوة عليہ السلام جهڙي آهي جوهڪ وقت پاڻ فرمايو هئائون تہ هـذه يدالله (هي الله جو هٿ آهي) ۽ اشارو سندن هٿ مبارڪ ڏي هو. هيءَ حالت هن پردي ۾ درويش تي ظاهر تي ٿئي. ۽ جيئن تہ ڪنهن باڪمال زنده دل سان بيعت جي رسم ادا ڪرڻ خدا شناسن جي عادت آهي. لهـذا باوجود مٿي ذڪر ڪيل ڪمالات جي بيعت جي مراسم ادا ڪرڻ ضروري سمجهي قطب طريقت ۽ غوث حقيقت مولانا سعد الدين ڪاشغريءَ جي خذمت ۾ دل جي خواهش سان حاضر ٿيو جيڪي نقشبندي سلسلي ۾ ان وقت هدايت جي مسند تي صدر نشين هئا انهن سان علي الاعلان بيعت جي رسم ادا ڪئي.

تڪملہ جو مصنف مولانا عبدالغفور سندن مريد ٿيڻ جو بنياد هن طرح لکن ٿا تہ هڪ رات مجازي معشوق جي جدائيءَ ۾ سندن مٿان رنج ۽ غم وڌي ويو. ايتري قدر جو هوش- خرد- صبر- آرام- معرفت- ادراڪ ۽ تميز بلڪ انساني سرڪار جا سڀ نفيس نفيس مڪانات تاراج ٿي ويا. غنودگيءَ جي صورت ۾ بيهوشي پيدا ٿي ۽ بيهوشيءَ دل ۽ دماغ تي قبضو ڪيو. عالم مثال ۾ ڇا ٿا ڏسن تہ مولانا سعد الملتہ و الدين جي جمال ۽ ڪمال سان اکيون روشن آهن ۽ مولانا پنهنجي حقائق بيان زبان سان نصيحت فرمائي تہ جامي پنهنجو رخ اهڙي يار ڏي ڪر جنهن جي توڪي لازمي ضرورت هجي. اهو بلڪل سچ آهي تہ جڏهن باري تعاليٰ جي پاڪ ذات چاهيندي آهي تہ ڪنهن مظهر کي ان جي مبدر جي طرف ڇڪي تہ صرف هڪڙي بهاني سان علائق ۽ موانع جا سڀ حجابات ان شخص تان ڪٽي وٺندي آهي ۽ جيڪو ڪمال هن جي حصي جو هوندو آهي. ان ڪمال تائين پهچائي ڇڏيندي آهي. جڏهن پاڻ سلوڪ اختيار ڪيائون ۽ ظاهري روش ڇڏيائون ۽ هڪ عرصو گوشي نشينيءَ ۾ بسر ڪيائون تہ ايتري درجي تي سندن حال پهچي ويو جو ڇا گفتار ڇا رفتار ۽ ڇا ڪردار اهي سڀ معاملا جيڪي طبيعت کي مانوس هئا هڪدم سندن عقل ۽ شعور مان پريشان ٿي نڪري ويا ۽ بيگانہ معلوم پئي ٿيا.

فرمائن ٿا تہ جڏهن سلوڪ جي شروعات ۾ انوار جو ظهور ٿيندو هو جنهن

سان هستيءَ جو ستارو لکي ويندو هو. ان وقت بار بار پير فرمائيندو هو تہ کشف ۽ ڪرامات تي ڪوبہ اعتماد نہ ڪرڻ گهرجي. انهيءَ کان بهتر ڪا ڪرامت ڪانهي تہ ڪنهن تاثير جي صاحب جي صحبت ۾ ڪنهن سعادتمند کي ڪو اثر حاصل ٿئي ۽ هو خوديءَ کان ٿوري دير لاءِ آزاد ٿي وڃي.

رباعي

ياري کہ بديدار وے از دست شوي-ان بہ کہ بزير پائي اولعهت شوي
گرمے نہ خوري ز جام و صلش يارے- از شيوه چشم مست او مست شوي

بيت

زياده هيچت اگر نيست اين نہ بس کہ ترا- ومے زوسوسہ عقل بي خبردارد

مرزا سلطان حسين وزير هو، مولانا جامي عشقيہ مثنوي يوسف زليخا سندس نالي ئي منسوب ڪئي. ان ۾ لکي ٿو:

"جهان چکسرچہ ارواح و چہ اجسام- بود شخص معين عالمش نام
بود انسان دران شخص معين- چو عين باصره بشناس روشن
دران عين آن کہ چون انسان عين ستہ جهان مرد مي سلطان حسين ست."

هن بينظير تعريف جي باري ۾ راقم جو خيال آهي تہ اڄ تاريخ سترهن رجب هجري سنہ هڪ هزار ايکيهہ آهي. ۽ اڪثر علم وارن پنهنجي پنهنجي فرمان روا جي مدح ۾ بهتر سخن چيا آهن. ليڪن اڄ تائين هن قسم جي رعنائي طرف ڪنهن شاعر طبع فاضل ۽ ڪنهن بافضيلت شاعر جو گذر نہ ٿيو آهي. امير علي شير نوائيءَ تخلص هڪ ترڪي رسالي ۾ مولانا جي حالات ۾ لکيو آهي تہ مولانا نفحات الانس- شواهد النبوة ۽ لمحات شيخ فخرالدين ابراهيم عراقيءَ جي شرح مخلص جي التماس تي تصنيف فرمايا آهن.

تڪملہ جي مصنف لکيو آهي تہ مولانا فرمائيندا هئا تہ اهو جيڪو ڪي اڪابر چوندا آهن تہ باطني شغل سان ڳالهائڻ جمع نہ ٿو ٿئي اِها ڳالهہ بلڪل بعيد معلوم ٿي ٿئي ڇو تہ نفحات جي تصنيف جي وقت مان ڪڏهن هڪ صفحو ڪڏهن وڏيڪ ٻن صفحن تائين لکي ويندو هئس ۽ دل کي ان جي لکڻ جي خبر بہ نہ پوندي هئي ۽ قلم جي عادت جي موافق بدستور جاري رهندو هو.

سندن تصنيفات جو شمار هن طرح آهي. نثر- فارسيءَ ۾ شواهد النبوة- نفحات الانس جيڪو مشائخ طبقات وغيره جو تذڪرو آهي. لوائح جيڪو مولانا جي ئي رباعيات جي شرح آهي. بهارستان جيڪو بلبل شيراز (سعديءَ) جي گلستان جي رنگ ۾ آهي. ٻيا سورهن رسالا جن مان ڪجهه رسالا ته آيات قرآنيءَ جي تفسير ۽ حديث نبوي عليہ السلام جي ترجمي ۾ آهن ۽ ڪي تصوف ۽ سلوڪ جي علم ۾ آهن ۽ ڪي معما- عروض- قافيا ۽ انشا جي علم ۾ آهن. تيرهن نسخا عربي ۽ فارسي جيڪي اڪابرن جي ڪتابن ۽ بيتن جي شرح ۾ آهن. نظم ۾ ست مثنويون آهن جن جو هفت اورنگ نالو آهي ۽ ٽي ديوان غزل ۽ قصيدا آهن ڪل ٽيتاليهه ڪتاب مشهور آهن. ان ڪان علاوه سندن قلم سان لکيل حاشيہ- تعليقات- رقعات ۽ ٻيا مختلف بيت هر فن ۾ موجود آهن.

چون ٿا ته تاريخ پندرهين محرم الحرام هجري سنہ اٺ سؤ اٺانوي تي جڏهن رات ۽ ڏينهن برابر هجڻ جي موسم هئي پاڻ وصال جي بزم ۾ پهچي ويا ۽ حقيقي محبوب جي جمال جو شربت نوش فرمايائون ۽ مٿان انالله وانااليہ راجعون جو نقل تناول ڪيائون. هي دردناڪ واقعو تجهيز و تڪفين نعش ۽ نماز جي ڪيفيت ۽ قبر جي عمارت جو حال تفصيل سان مولانا عبدالغفور جي تڪملہ ۾ ۽ امير علي شير جي رسالي تزڪيہ ۾ لکيل آهي. شوقين اصحاب چاهن ته ان ڪي مطالعو ڪري مٿي بيان ڪيل حالات ڪان مطلع ٿي ٿا سگهن.

تڪملہ وارو لکي ٿو ته آخر زماني ۾ جڏهن پاڻ يوسف زليخان جي نظم جو شغل جاري ڪيو هئائون ته فرمائيندا هئا ته دل جي گهٽي ڪشش اهڙي خيالي صورت جي طرف آهي جو خارج ۾ ان جي وجود جو گمان بہ نہ ٿو ٿئي ۽ تصنيف جي وقت باطني شورش ۽ حرارت جا آثار ڪائنئ ظاهر ٿيندا هئا. چنانچہ ڪيترا دفعا پاڻ سماع فرمائڻ لڳندا هئا ۽ ان ڪي ايترو ته طول ڏيندا هئا جو سازن وارا تڪجي پوندا هئا ليڪن پاڻ باز نہ ايندا هئا. آخرڪار جڏهن پيرن ۾ درد محسوس ٿيڻ لڳندو هئن ته ويهي رهندا هئا. حالانڪ ان ڪان اڳ سماع جي باري ۾ ڪين تردد هو ۽ فرمائيندا هئا ته جيستائين ڪو شخص پاڻ ڪي ڇڏي نہ ڏئي ۽ جيڪو حال ان ڪي حاصل آهي ان ڪان خالي نہ ٿئي تيستائين ڪيئن ٿو سماع ڪري سگهي. ۽ اهو بہ فرمائيندا هئا ته بيشڪ پهريائين چراغ

ٻارڻ کپي ان کان پوءِ مطالعو ڪرڻ گهرجي اهو اشارو انهيءَ طرف هو تہ انساني روح بني آدم جي عنصري محل جو چراغ آهي. انهيءَ چراغ کي نفساني پريشان خيالات ۽ خواهشن جي آنڌيءَ کان رياضت جي فانوس ۾ محفوظ رکڻ گهرجي تہ جيئن اهو چراغ شمع وانگر هدايت جي نور سان روشن رهي ۽ دلين جي اندر لڪل جن معنائن ۽ جن ڪمن جي منهن تي موجودات جي الفاظن جو ڪارو پردو پيل آهي اُهي معنائون ۽ معاملا اعتباري نظر ۾ ظاهر ٿي پون.

هيءَ گذارش بہ ان ڪري آهي جو مولانا عبدالغفور فرمائي ٿو تہ جڏهن مولانا جامي رحہ جي خيالات ۾ خلش پيدا ٿيندي هئي تہ گهربل معنيٰ کي ادا ڪرڻ کان عبارت قاصر آهي تہ لکڻ کان اڳ سندن لطيف طبيعت انهيءَ خلجان جو اثر قبول ڪندي هئي. ان جي منشا تي غور ڪندا هئا. مخاطب جي نور فراست کان بہ ڪجهہ مفهوم معلوم ڪندا هئا ۽ توجيهات جي ذريعي پنهنجي ذهن جو تردد دور فرمائيندا هئا. گهڻو ڪري سٺي ڪردار ۽ سٺي گفتار جي ماڻهن جي زباني ٻڌل آهي تہ محفل ۾ ويٺلن جي دلين جي ڳالهين جي کين خبر پئجي ويندي هئي. ۽ ڪيترائي تصوف جا ڪتاب جن جي معنيٰ ۽ مضمون علم وارن جي فهم ۽ فڪر ۾ نہ ايندا هئا انهن ڪتابن جي مقصدن کي پاڻ پنهنجي فارسي رسالن ۾ اهڙي طرح لکيو اٿن جو انهن ڪتابن جا سڀ مشڪلات حل ٿي ويا آهن. هاڻي سڀ ماڻهو انهن اڳين ڪتابن مان فائدو حاصل ڪري ٿا سگهن. مرزا شاهہ رخ جو وچولو زمانو هو جو پاڻ جسام کان آيا ۽ آخر زماني تائين هريٰ شهر ۾ مقيم رهيا. جڏهن زماني وارن دولت ۽ سلطنت جو پيمانو سلطان ابو سعيد مرزا جي هٿ ۾ ڏنو تہ پاڻ اتان خيابان جي زمين ڏي هليا آيا جتي سندن پير بزرگوار جي آرام گاهہ آهي ۽ اتي ئي قيام فرمايائون. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ اِتي سندن آستاني تي چئني طرفن کان فاضل- فقير- شاعر ۽ ظريف گروهن جا گروهہ جمع ٿيڻ لڳا ۽ قاضي- صدر- شاهہ ۽ وزير سڀ سندن خذمت ۾ حاضر ٿيڻ کي پنهنجي سعادت جو عمدو ذريعو سمجهندا هئا ۽ کين پنهنجي راز ۽ نياز جو قبلو بنائي ڇڏيو هئائون. امير علي شير سندن متعلق پنهنجي رسالي ۾ جيڪي ڪجهہ لکيو آهي گهڻو ڪجهہ آهي. پر جيئن تہ درويشن جي هن خلوت خاني (ڪتاب گلزار ابرار) ۾ ابوالهوسون جي هجوم

جي گنجائش ڪانهي. لهذا صرف نموني طور تي ڪجهہ عرض ڪري انهيءَ تي ئي اڪتفا تو ڪيان.

## مولانا جاميؒ جو حلاوت بخش احوال

حضرت جن جو روزانو رات جو سلوڪ هن طرح هو تہ جڏهن عشا نماز پڙهي وٺندا هئا تہ هڪ ڪلاڪ تائين مجلس ڏيندي هئي جنهن ۾ حقائق جو بيان ڏيندو هو. ان ڪان پوءِ اٿي وڃي اڪيلائيءَ ۾ هڪ ڪلاڪ مشائخن وانگر شغل ۾ مشغول رهندا هئا، ۽ فرمائيندا هئا تہ آرام ڪرڻ ڪان اڳ هن طريقي سان شغل (ذڪر اذڪار) ڪرڻ لازم ۽ اهم آهي تہ جيئن ان جو فيضان پوري رات پهچندو رهي. شروع زماني ۾ سندن آرام جو ٽائيم گهٽ هوندو هو ليڪن آخر ۾ رات جو صرف پويون ٽيون حصو بيداريءَ لاءِ خاص ڪيو هئائون ۽ اهو حصو نماز ۽ مراقبي ۾ گذرندو هو ۽ فرمائيندا هئا تہ پوئين رات جي شغل جي برڪت سڄو ڏينهن رهندي آهي. پوءِ فجر نماز لاءِ تازو وضو ڪندا هئا ۽ فرض پڙهڻ ڪان پوءِ مراقبي ۾ ويهي رهندا هئا. ايتري قدر جو سج اشراق جي درجي تي پهچندو هو ان وقت اشراق نماز ادا ڪري پوءِ تصنيف ۽ مطالعي ۾ مصروف ٿي ويندا هئا. انهيءَ دوران اٿين بہ ڏيندو هو تہ ايندڙن لاءِ ٿوري دير متوجہ ٿي ويندا هئا. وهڻ جو طريقو اهو هو تہ قبلي جي برابر تشهد جي حالت ۾ وهندا هئا. خالق ۽ مخلوق جي تعظيم لاءِ ۽ جيڪو جبو پائيندا هئا ان جو ٻانهون ڪليل هونديون هيون ۽ گهٽو ڪري زمين تي وهندا هئا. جڏهن جبو لاهي پيرن هيٺان رکندا هئا، ۽ مسڪرائيندي فرمائيندا هئا تہ فقيرن جو لباس وڃائڻ جو ٽاٽ بہ هوندو آهي ۽ ساڳيو ئي پائڻ جو لباس بہ هوندو آهي. لباس جي زيب ۽ زينت ڪان پري رهندا هئا. جيڪو ملي ويندو هو ان کي سٺو سمجهندا هئا. ڪڏهن قميص هوندي هئي ۽ ڪڏهن جبو هوندو هو مطلب تہ هن شريف ذات جو اٿڻ ويهڻ ڪمال درجي جو خوشنما ۽ پسنديده هو. ڳالهائڻ ۾ لطافت سندن فصيح البيان زبان جي خاصيت شورش انگيزي سندن سخن جو خمير ۽ شوق افزائي سندن بيان جو سرمايو هو. جيڪو بہ شخص شريف يا غير شريف سندن خذمت ۾ پهچندو هو پاڻ ان سان گهڻي مهربانيءَ سان پيش ايندا هئا. اچڻ واري کي جيڪو بہ غم وغيره هوندو هو ختم ٿي ويندو هو. ان جي بدلي ۾

فيض ۽ خوشي ساڻ ڪٽي ويندو هو ۽ گڏ وهڻ ۾ مروت جي لحاظ ڪان پاڻ تي ايترو تہ جبر گوارا ڪندا هئا جو جيستائين اچڻ وارو اٿي نہ ويندو هو پاڻ نہ اٿندا هئا. انهيءَ ڪري ڪين ڪي مرض بہ پيدا ٿي پيا هئا. مجلسن ۾ ان ڳالهہ جي تلاش رهندي هئي تہ هيٺ وهڻ جو موقعو ملي، ۽ گهٽ درجي جي ماڻهن سان ڪاڏو ڪائڻ ۾ هم پيالو هجڻ جي صورت پيش اچي. ڪائڻ جي شين ۾ نهايت بي تڪلف هئا ۽ دوريشاڻي ڪاڌن ڏي طبيعت جو ميلان گهڻو هوندو هو. سندن عملن ۾ ڪوبہ عمل اهڙو داخل نہ ٿيندو هو جنهن ۾ رياءَ جو ڪو شڪ پيدا ٿئي. جيڪڏهن ڪنهن شخص جي متعلق اهو معلوم ٿي ويندو هو تہ دنياوي مال جو حاجتمند آهي تہ لڪل طريقي تي ان کي پهچائيندا هئا. ماڻهن جي اعتقاد يا انڪار ڪان سندن طبيعت بلڪل فارغ هئي. دنياوي شيون اصل ضرورت ڪان پوءِ جيتريون بچي پونديون هيون. خير جي ڪمن ۽ خير جي جاءِ تي خرچ ڪندا هئا. هرات شهر ۾ مدرسو تعمير ڪرائي پورو ڪيائون. خيابان ۾ مدرسو ۽ خانقاه بئي شروع ڪيائون ۽ انهن کي مڪمل ڪيائون. جام شهر ۾ جامعہ مسجد جو بنياد وڌائون ۽ انکي مڪمل ڪيائون. گهڻي ملڪيت خيابان مدرسي جي نالي وقف ڪيائون جيڪو سندن درگاه جي پاسي ۾ آهي.

تڪلمہ جي مصنف سندن خط مبارڪ مان ڪجهہ سٽون ۽ سندن دلڪش ڳالهين مان ڪجهہ ڳالهيون نقل ڪيون آهن ۽ اُهي هي آهن:

”ڪوبہ شخص اهڙو نہ آهي جنهن جو خيال ڪڏهن حق سبحانہٗ ڏي متوجہ نہ ٿيندو هجي. حضور قلب حضرت باري تعاليٰ سان هجڻ، ذڪر جي حقيقت ۽ ان جو مغز آهي. جيڪڏهن ڪنهن دولت مند شخص کي اها سعادت حاصل هجي جو حضور قلب هميشہ رهي ۽ حضور قلب جو مَلڪو دل ۾ ويهي وجي تہ ان کي صوفين جي اصطلاح ۾ ”مشاهدو“ چوندا آهن. ۽ ماورالنهر جا خواجگان جي اصطلاح ۾ ان کي ”ياداشت“ جي نالي سان تعبير ڪندا آهن. ۽ ”ياد ڪيو“ جيڪو اسم مبارڪ يا ڪلمہ طيب جي ورد ڪرڻ سان آهي ۽ ”نگهداشت“ جيڪو مراقبي مان مراد آهي. (۽ اهو ان لاءِ آهي تہ خيالات ۾ خرابي نہ وڃي) هي سڀ ”ياداشت“ جي حصول جي لاءِ آهي. وفقنا الله بما يحب ويرضاه (الله تعاليٰ اسان کي انهيءَ شيءِ جي توفيق ڏي جيڪا ان کي محبوب هجي ۽ جنهن سان هو راضي هجي).

واضح هجي تہ سيني انسانن جي پيدائش اصل فطرت جي اعتبار کان
چئن مقدمات تي ٻڌل آهي.

پهريون:- هي تہ انسان جي حقيقت عدم کان وجود ۾ آئي آهي.

ٻيو:- هي تہ بقا جو وجود انسان جي قدرت ۽ اختيار ۾ نہ آهي ڇو تہ جيڪڏهن
ائين ئي هجي ها تہ انسان پاڻ کي باقي رکي سگهي ها ۽ فنا نہ ٿيڻ ڏئي ها.

ٽيون:- اهو تہ سيني ممکن موجودات جو اهوئي حال آهي.

چوٿون:- اهو تہ جيڪي ڪجهہ عدم کان وجود ۾ ايندو آهي ان لاءِ وجود
۾ آڻيندڙ جو هجڻ ضروري آهي.

هي چارئي مقدمات اهڙي ناهيندڙ (خالق) جي وجود جو اعتقاد پيدا ڪرڻ
جا بنياد آهن جيڪو بذاتِ خود موجود هجي ۽ انجي موجود هجڻ ۾ ڪنهن
غير جو دخل نہ هجي.

انهن مقدمات کان علاوه انسان ڇاٽي تو بلڪ مشاهدو تو ڪري تہ الله
پاڪ جي انعام سان ان کي عمديون عمديون نعمتون ملن ٿيون. جيئن خود
انسان جو وجود الله جي نعمتن مان آهي ۽ عقلي قوتون ۽ ظاهري ۽ باطني حسن
وغيره وغيره الله تعاليٰ جون نہ ڪٿڻ واريون نعمتون وجود جي نعمت جي تابع ۽
ان کان علاوه آهن. هن مرتبي ۾ انسان جو خيال انسان ڪي "الانسان
عبيدالاحسان" جي حڪم تحت پنهنجي اصل جي طرف طبعاً جذب تو ٿئي. ۽
اها جذب جي شروعات آهي ۽ ان کان پوءِ جيڪڏهن انسان خيال ڪري تہ نفعو
يا نقصان جيڪي ڪجهہ ٿئي تو **"لَا فَاعِلَ فِي الْوُجُودِ اِلَّا اللّٰه"** جي حڪم
تحت سڀ خالق جي طرف ئي منسوب تو ٿئي. الله تعاليٰ جلشانہ جي تعاليٰ
شانہ جي خيال ۾ رهي تہ ان جو جذب آهستي آهستي وڌندو ۽ مضبوط ٿيندو
ويندو ۽ ممڪنات سان ان جو جيتري قدر تعلق هوندو ان ۾ فتور ايندو ويندو
تان جو اهو ڪٽجي ويندو آهي.

هڪڙو سبب تہ خيال جي جذب ٿيڻ جو اهو ٿيو. ٻيو اهو تہ انسان جڏهن
خيال ڪندو آهي تہ اهو انسانيت ۽ آدميت جي اعتبار کان بغير لذت جي نہ تو
ٿي سگهي. ۽ لذت خيال جي تابع هوندي آهي ۽ خيال جنهن ڏي هجي اُهو
ڪامل ۽ باقي هئڻ گهرجي. ڇو تہ فاني ۽ ناقص جي طرف جيڪڏهن خيال
هوندو تہ جيئن تہ ان ۾ نقصان يا فنا جو عيب لڳل آهي لهذا ان ڏي خيال ڪرڻ

جو نتيجو غم هوندو. ۽ ٻئي طرف انسان اهو بہ خيال ڪري تہ ڪامل مطلق لم يزل ۽ لايزال ذوالجلال ولافضال جي ذات پاڪ آهي جو تہ حسن ۽ جمال ۽ احسان ۽ ڪمال جيڪي ڪجهہ آهي اهو سڀ حقيقت ۾ حق جي ڪري ئي ثابت آهي ۽ جيڪو بہ حسن ۽ جمال ۽ احسان ۽ ڪمال ممڪنات ۾ ملي ٿو اهو حقيقت ۾ حضرت ذوالجلال جي حسن ۽ جمال ۽ احسان ۽ ڪمال جو پاڇو آهي. جل و علا- ۽ ممڪنات وٽ اڌارو آهي. ڇو تہ ممڪن خود پنهنجي ذات ۾ معدوم (فنا ٿيڻ وارو) آهي ۽ معدوم شيءِ جي وصف ڪمال نہ ٿو ٿي سگهي. ممڪن ۾ جيڪي ڪجهہ نظر ٿو اچي اهو دائمي نہ آهي ان ڪري معرض فنا ۽ محل زوال ۾ آهي. جڏهن انسان جو علم انهن مقدمات تي حاوي ٿيندو تہ پوءِ ڪو شڪ ناهي تہ هن جو جذب هڪ خاص مرتبو ۽ طاقت پڪڙيندو. ڇو تہ محبت پيدا ٿيڻ جو سبب حسن هوندو آهي يا احسان ۽ هي ٻئي خوبيون الله جلشانہ کي ئي حاصل آهن. ۽ جڏهن انسان حق جي ڪمال ۽ بقا جو ۽ خلق جي نقصان ۽ فنا جو خيال هميشہ ڪندو رهندو ۽ ڪلمي طيب لا الہ الا الله جو (ترجمو مطلوبي ۽ محبوبيءَ جي لائق ڪير ناهي مگر الله جيڪو انهن ٻنهين خيالن کي لازم ٿو ڪري) ورد ڪندو تہ حق سبحانہٗ جي طرف هن جي ڪشش ۽ غير حق سان هن جي بي تعلقي ايتري درجي تي پهچندي جو هن جو ممڪنات سان تعلق ختم ٿي ويندو بلڪ جيڪي خدا کان سواءِ آهي سيني کي وساري ڇڏيندو.

جيڪڏهن ڪنهن جو هي حال نہ هجي تہ پوءِ هي سمجهڻ گهرجي تہ متين ٻنهين عقيدن مان ڪوبہ هن کي حاصل نہ آهي يا طبيعت جي خواهشات ۾ ايترو تہ قاسي ويو آهي جو ان ۾ متاثر ٿيڻ جي قابليت ئي نہ رهي آهي ۽ اهو شخص جانورن ۾ شامل ٿي ويو. **اُولٰئِكَ كَالْاَنْعَامِ بَلْ هُمْ اَضَلُّ** (هي ماڻهو حيوانن وانگر آهن بلڪ انهن کان بہ ڪريل آهن.) هي گروه انهيءَ جي باوجود جو اهل ايمان آهن. مگر انهن حيوانن جي صورتن ۾ جيڪي اخلاق جي اعتبار سان هن گروه وانگر آهن. جيئن حديث نبوي علي مصدره الصلواة والسلام انهيءَ باري ۾ ٻڌايو آهي. هڪ شخص مولانا جي مجلس ۾ عليہ الرحمتہ والرضوان آيو. ۽ چيائين تہ مان ذڪر تہ ڪيان ٿو ليڪن متاثر نہ ٿو ٿيان. فرمايائون تہ عقيدي کي درست ڪرڻ گهرجي. فرمائيندا هئا تہ ڪي مشائخ ذڪر ۾ صرف اسم مبارڪ تي اڪتفا تا ڪن. جيئن الله تعالیٰ جو قول

آهي **قُلِ اللّٰهُ ثُمَّ ذَرْهُمْ** (چون تا الله پوءِ انهن کي ڪيڏڻ ڏي) اگرچہ اسم مبارڪ حق سبحانہُ جي ڪمال تي ٻڌل آهي. ۽ انهيءَ ڪري هي حق سان تعلق ۽ خلق سان بي تعلقيءَ جو نتيجو پيدا ٿو ڪري. جيڪو اصل مقصود آهي ليڪن ڪلمي کي اختيار ڪيو آهي. ۽ نبي عليہ الصلواة والسلام جن جي نصيحت هن ذڪر جي افضليت ۾ شاهد موجود آهي. افضل الذڪر لا الہ الا اللّٰہ ٻيون وڏيڪ حديثون ان جي افضل ۽ متاهين هجڻ جي باري ۾ واقع آهن. ۽ مرتبي جي اعتبار کان ئي ان کي تحليل چوندا آهن. جو تہ تحليل جي معنيٰ آواز کي بلند ڪرڻ آهي. الله جلشانہ سان حضور قلب انهيءَ صفت سان ۽ انهيءَ طرح پيدا ڪرڻ جو جنهن صفت کان ۽ جنهن طرح انسان الله جلشانہ سان ايمان رکندو هجي انهيءَ مثل آهي جيئن انسان ذڪر جي حقيقت ۽ ان جي اصليت جو وجود ۾ آڻيندڙ ۽ ظاهر ڪندڙ آهي. ذڪر جي هڪ صورت آهي. هڪ معنيٰ آهي ۽ هڪ حقيقت آهي. ذڪر جي صورت تہ اِها آهي تہ ذڪر ڪندڙ خاص لفظ کي جيڪو حرفن جو مجموعو آهي ڳالهائڻ جي ذريعي آهستي يا بلند ادا ڪري، يا خيال جي ذريعي ذهن ۾ حاضر آڻي، ۽ ذڪر جي معنيٰ اِها آهي تہ ذڪر ڪندڙ ذڪر ڪيل لفظ جي معنيٰ ۽ مفهوم ۾ بہ فڪر ڪري. ۽ حقيقت ذڪر اِها آهي تہ ذڪر ڪندڙ صرف تصوري مفهوم کي شعور ۾ آڻي جيڪا ذڪر جي توجہ جو قبلو ۽ تير جو نشان آهي. آهستي طريقي سان تڪلم گهڻن مشائخن جو طريقو آهي. انهن ۾ شيخ ڪبير محي الدين عربي آهي قد الله سرہُ العزيز. ۽ ذڪر ڪرڻ ۾ گهڻن مشائخن جو طريقو تڪلم بالجهر (بلند آواز سان) آهي ۽ خيال سان ذڪر خفي آهي ۽ هي طريقو خواجگان جو آهي قدس الله اسرارهم.

**قَالَ اللّٰهُ تَبارڪ وَ تَعاليٰ اُدْعُوْا رَبَّكُمْ تَضَرُّعًا وَّخُفْيَةً** (الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ پنهنجي پروردگار کي گڙ گڙائي ۽ آهستي آهستي دعا ڪندا رهو).

## مولانا علاؤالدين محمد رحمۃ اللہ علیہ مڪتب دار جي ياد ۾

پاڻ انهيءَ نبيءَ جي علماءِ اُمت مان آهن جن انت منيءَ جي حڪم کي عام ڪري ڇڏيو آهي. مولانا سعد الدين ڪاشغريءَ جا مريد هئا ليڪن راهہ

سلوڪ ڪين ملي آهي شيخ عبدالڪبير يمنيءَ جي فيض خذمت مان جيڪو هڪ واسطي سان شيخ عبدالرحمان مصريءَ جو خليفو آهي ۽ شيخ عبدالڪبير جي فيض خذمت مان ئي سندن همٿ مٿائين مرتبي تي پهتي آهي. چون ٿا ته هڪ ڏينهن پاڻ فرمايائون ته شيخ يمنيءَ حديث قدسيءَ جي تعريف معلوم ڪئي. مون عرض ڪيو ته جيڪو ايزدي ڪلام بغير فرشتي جي وسيلي جي پيغمبر جي نفس ناطقه تي نزول فرمائي اُها حديث قدس آهي. شيخ فرمايو ته انهيءَ بنياد تي هن گروه جا دل آويز اقوال به حديث قدسي آهن. ان تي ٻڌندڙن مان هڪ شخص چيو ته جيڪڏهن توهان ائين ئي فرمائيندا ته پوءِ صوفين جي گروه جي نبين جي طبقي سان مساوات لازم ٿي ويندي. جواب ڏنائون ته مساوات انهيءَ سبب جي ڪري لازم نه ايندي ته مٿين نسبت انبياءَ ۾ بالاصالته ۽ اوليا ۾ بالاتباع آهي. راقم جي خيال ۾ هيءَ ڳالهه ٿي اچي ته جنهن حالت ۾ نفس الامر هڪ جنس مان هجي ۽ اهو مختلف الڪيفته افراد ڪان ظاهر ٿئي. اهڙي حالت ۾ ان کي هڪ ئي نالي سان سڏڻ دليريءَ جي ميدان ۾ قدم رکڻ ۽ ادب جي آباد شهر ڪان نڪري گستاخيءَ جي ويران بيابان ۾ وڃڻ آهي ۽ نالا رکڻا آهن. درجي جو لحاظ به ضروري ڳالهه آهي جيئن خرق عادت جي نمود و نمائش جو. اها جنهن شخص جي ذريعي ظاهر ٿيندي آهي ان جي اعتبار سان ان جو نالو به جدا هوندو آهي. نبيءَ ڪان معجزو- وليءَ ڪان ڪرامت- مومن ڪان معرفت ۽ غير مومن ڪان استدراج .

## مولانا عبدالله فرنحودي رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ عالم- عارف- ڪامل- عامل ۽ اندر ٻاهر ڪان هڪ جهڙا هئا. فرمائيندا هئا ته مولانا عبدالرحمان جامي رحه باطني محل جي ڪنگري تي چڙهڻ مهل پرن کي کولي ويندا ۽ ايندا آهن. ليڪن مولانا علاوالدين محمد مڪتب دار تي وڃڻ ۽ اچڻ ۾ پر کولن ئي نه ٿا. چون ٿا ته هن بيان مان مطلب اهو آهي ته مولانا عبدالرحمان سلوڪ طريقت ۾ اضطراب ۽ عجلت رکندا آهن ۽ مولانا علاؤالدين آرام ۽ آسائش سان هلندا آهن. راقم جي ذهن ۾ لکڻ مهل ائين ئي آيو ته پَرَ کولي پرواز ڪرڻ مان مطلب عروج کي ظاهر ڪرڻ آهي ۽

بغير پر ڪلڻ جي اڏامڻ مان مطلب عروج ڪي مخفي رکڻ آهي. بيشڪ جاميءَ جي آثارن جو ظاهر ٿيڻ ۽ مڪتب دار رحمتہ الله جي برڪتن جو مخفي رهڻ هن مثال جي صحيح ٿيڻ تي هڪ روشن دليل آهي.

## درويش منصور سبز واري رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ اندر ۽ ٻاهر ۾ ايترا تہ سنها هئا جو بيان ۾ نہ ٿو اچي سگهي. مولانا عبدالرحمان جامي رحہ جا هم عصر هئا. مير علي شير نوائي ساڻن ڪمال عقيدت رکندو هو ۽ ساڻن نهايت دلبستگي ۽ محبت هئن. گهڻو ڪري سندن عمر روزه وصال ۾ ئي گذري هئي.

## مولانا محمد روحي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن لقب شمس الدين ۽ ڪنيت ابوالمڪارم آهي. هرات جي پرڳڻن مان ڪنهن پرڳڻي جا رهڻ وارا آهن. استقامت ۽ ڪرامت ۾ ڪين ڪمال حاصل هو. مولانا سعد الدين ڪاشغريءَ جا مريد آهن. چون ٿا تہ سندن والده ماجده نهايت پرهيزگار ۽ صالحہ هئي. انڻ جو رتبو رياضت بلند همتيءَ ۾ گهڻو وڏو هو. اها فرمائي ٿي تہ مان اميد سان هئس (پيٽ سان هئس) تہ هڪ رات مون عالم مثال ۾ نبي مصطفيٰ عليہ السلام جي زبان مبارڪ مَايَنطِقُ عَنِ الهَوَىٰ (پنهنجي نفساني خواهش سان ڳالهيون نہ ٿا ڪن) ڪان پٽ جي خوشخبري ٻڌي ان ڪان پوءِ انهيءَ ئي حمل مان هي پٽ ڄائو. انهيءَ واقعي جي بنياد تي محمد نالو رکيو ويو. چون ٿا تہ شروع زماني ڪان آخر تائين سندن سلوڪ ۾ ڪنهن بہ قسم جي لغزش نہ آئي. پاڻ پنهنجي سڄي عمر اتباع شريعت ۾ گذاري ۽ ڪرامتن ۽ مقامات جا صاحب هئا.

## شيخ چجو اساولي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ نظام عمر اڪرم جا مريد آهن. جيڪو خلافت ۾ ٻارهن واسطن ڪان پوءِ سيد احمد ڪبير رفاعي قدس سرہُ ڪي پهچن ٿا. مستقيم الطريق ۽

مستوي الحال هئا. پنجويهين ذي القعد تي روحاني عالم ڏي ڪوچ فرمائي ويا. شيخ جمال نوساريءَ کي ذڪر جي سند- شغل جي تلقين- ارشاد جي اجازت ۽ خلافت جو خرقو اهي سڀ شيون سندن ئي خدمت سان مليون آهن.

## شيخ فخرالدين گنج اسرار جونپوري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ پير گنج شڪر جي نسل مان آهن قدس سرهما. ايزدي اسرار ۽ الاهي انوار جا پاڻ خزانہ هئا ۽ بزرگانِ زمانہ ڪي سندن مٿان فخر هو. سندن دلڪش قول آهي تہ جيڪو ڪمال مونکي حاصل ٿيو ان کي مون دور بين عقل جي بدولت سمجهو چو تہ ڪنهن شخص جي هدايت جو احسان ۽ احسان جو بار سلوڪ جي راهہ ۾ مون تي ڪونهي ۽ شيخ نظامي گنجوي قدس سرهٗ جا اشعار پڙهندا هئا. جن مان معلوم ٿو ٿئي تہ شعر لکڻ ۽ پڙهڻ وارا بہ ئي اويسيہ گروه مان آهن. ڪيترائي خدا شناس ماڻهو سندن سچا مريد هئا ۽ انهيءَ طرف جا اعليٰ حاڪم بہ نهايت نيازمندي ۽ اعتقاد سان سندس خدمت جي آرزو رکندا هئا. ۽ ادب ۽ اهتمام سان سندن آستاني تي حاضر ٿيندا هئا. سندن قبر جونپور ۾ زيارت گاه آهي ۽ گهڻي مشهور آهي.

## شيخ بهاءُ الدين گنج روان رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ پنهنجي والد بزرگوار شيخ فخرالدين ثاني جا خليفہ آهن. چون ٿا تہ قادر شاهي عهد هو. ڪالپي زمين جي هيٺائين ۾ هڪ خطرناڪ جهنگ هو. ان هيٺائين ۾ شيخ ۽ شيخ سان گڏ چند دهليءَ جا خدا پرست مخدوم جهانيان جي اجازت سان رهڻ لڳا هئا. ۽ الله جي عبادت ۾ سنو وقت پئي گذاريائون. خوراڪ جو طريقو اهو هئن جو ديڳن تي پاٽيءَ سان پري چلهي تي چاڙهي ڇڏيندا هئا. جيڪا ڪجهہ دير بعد گيهہ ۾ ٻڌل کچڙيءَ سان تيار ملندي هئي جيڪا کائڻ وارن لاءِ ڪافي هوندي هئي. ان عجيب ڳالهہ ڪري سندس نالو گنج روان پئجي ويو. هڪ دفعي حاڪم وقت شڪار ڪندي اچي اتان لنگهيو. اتي هڪ جابلو ٻڪر کي شينهن جي پنيان ڦرندي ڏٺائين. پوءِ تہ دل ۾ پڪو پهہ

ڪيائين تہ اتي هڪ قلعو ۽ شهر آباد ٿيڻ گهرجي. پر جڏهن قلعي جي ديوار اجان مڪمل ٿيڻ تي ايندي هئي تہ ڪالپ ﷺ ان کي ڊاهي ڇڏيندو هو. آخر ان ڪم لاءِ حاڪم شيخ جي ملاقات لاءِ آرزومند ٿيو. پاڻ اصل ڳالهہ سمجهي ويا ۽ هڪ سر ڪٽي ديوار ۾ لڳايائون ۽ محمد آباد نالو رکيائون. پر هندن وٽ اها ڳالهہ مشهور آهي تہ جيئن تہ ڪالپ جن جي رهڻ جي جڳهہ هئي انڪري ڪالپي مشهور ٿيو. چون ٿا تہ بادشاهہ وقت يا پيا صاحب استطاعت شيخ کي جيڪو ڪجهہ بہ پيش ڪندا هئا تہ قبول نہ ٿيندو هو. جنهن سان متعلقين کي تڪليف رسندي هئي. هڪ ڏينهن ڪين بي صبرو ڏسي چيائين تہ توهان جي خاطر جمنا ڪان ڪجهہ زمين ڪٽي وٺون ٿا. جيڪا ماڻهن جي احسان ڪانسواءِ خاص روزي رسان جي خزاني مان ملندي. آخر جمنا نديءَ کي هڪ دفعو وري هڪ دفعو چيائين تہ: "هن ڪناري ڪان ڪجهہ جريب زمين اسان جي فرمانبردارن لاءِ ڇڏي ڏي. ۽ پاڻيءَ جو رستو مٿان ڪان ڦيراءِ." ٻئي دفعي چوڻ باوجود حڪم جي تعميل نہ ٿي. ٽيون دفعو لڪڻ ڪٽي ڪاوڙ مان پاڻيءَ تي هنيائين. فوراً پاڻيءَ هتي موضع پيلا وٽان ڦير ڪائي وهڻ شروع ڪيو ۽ تقريبن ٽي سو جريب زمين پاڻيءَ مان نڪري آئي. چون ٿا تہ انهيءَ زمين ۾ شيخ جي، شيخ جي نسل وارن جي زمين، گهر باغ ۽ خوابگاهہ اڄ تائين آهي.

مصرع: بادا نثار دُر سلامت روي برو.

# شيخ ڪمال الدين حسين رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ خالد جا پٽ آهن. جيڪو اجميري ناگوري هو قدس سرهما. فهم ۽ فراست ۾ ڪمال حاصل هئن. پاڻ شيخ ابراهيم قدس سرہُ جي خذمت مان ظاهري ۽ باطني ڪمالات حاصل ڪري خلافت جو خرقو حاصل ڪيو هئائون. شيخ ابراهيم شيخ عبدالعزيز ناگوريءَ جا خليفا آهن ۽ شيخ عبدالعزيز شيخ فريدالدين ناگوريءَ جا خليفا آهن. ۽ شيخ فريدالدين ناگوري شيخ حميدالدين سواليءَ جا بزرگ اولاد ۽ خليفن مان آهن قدس الله اسرارهم. ڪن جو چوڻ هي آهي تہ خالد خواجہ بزرگ معين الدين جي نسل مان آهن. قدس سرہُ- تفسير نور النبي ﷺ جيڪو گهڻ نڪتن ۽ تفسيرن جي سبب جو جامع آهي ۽ اصول

انوار درباب تذڪره ابرار هي هئي ڪتاب سندن ئي تصنيف آهي. اصول انوار ۽ خوانده چشت جي مشائخن جا حالات ۽ نسبتن جو حال اصول جي طور تي لکيو ويو آهي، ليڪن پاڻ پنهنجي باري ۾ صرف ايترو لکيو اٿن ته خالد جو پٽ مريدانِ معينيه ۾ ڪمترين مريد آهي ۽ پنهنجي نسل جي متعلق قطعي ڪا ڳالهه نه لکي اٿن. مولانا عالم ڪابليءَ پنهنجي تذڪري ۾ لکيو آهي ته مون اجمير ۾ شيخ عبدالقادر بن شيخ ابوالفتح جي خدمت حاصل ڪئي هئي. جيڪي خواجه معروف بن شيخ حسين خالد جا پوٽا آهن. ۽ مون ڪانئن نسبت جي تحقيق به ڪئي هئي. فرمايائون ته اسان جو وڏو پيءُ (ڏاڏو) چئن واسطن سان شيخ حميد الدين سواليءَ کي پهچن ٿا قدس الله اسرارهم.

مصرع: يم نسب ويم حسب پر دو حجاب دل ست

## سيد حامد حسني چشتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سيد حسين نهرواله جا پائٽيا آهن. محبت- معرفت- عشق ۽ آگاهيءَ جا درياه هئا. نوجوان ڇوڪرا سندن خدمت ۾ رهندا هئا. ۽ انهن مان هڪ ڇوڪري ڏي طبيعت جو ميلان به هئن. پاڻ هڪ ڪبوتر انهيءَ ڇوڪري جي حوالي ڪري ڇڏيو هئائون ته هو هميشه ان کي هٿ ۾ رکي مطلب ته ان مان اِهو هو ته بظاهر ڪبوتر کي ڏسڻ، مطلوب جو جمال ڏسڻ لاءِ بهانو هجي. ۽ نظر بازيءَ کي علي الاعلان شهرت نه ٿئي. هڪ ڏينهن ڪنهن عرس ۾ پاڻ وجي رهيا هئا. منظور نظر کي چيائون ته جيڪڏهن مون تي بيهوشي طاري ٿئي جنهن سان نماز نڪري وڃڻ جو انديشو هجي ته آگاه ڪجانءِ. جڏهن سماع جي مجلس ۾ پهتا ته هڪ ڳاني واري کي فرمايائون ته ڪو عشق جو قصو بيان ڪر مجبوراً هن بيان ڪرڻ شروع ڪيو ته:

"اسان جي ڳوٺ ۾ هڪ ڪنير هو جنهن کي پنهنجي عورت سان عشق هو. ان ڪان سواءِ ڪنهن به وقت نه رهي سگهندو هو. ۽ نه ان ڪان سواءِ ڪاڏي ويندو هو. اتفاقاً اُها عورت اهڙي ته بيمار ٿي جو ڪيتري عرصي تائين بيمار رهي. انهيءَ عورت مهرباني ڪري هڪ ڏينهن پنهنجي مڙس کي چيو ته منهنجي خوشي ان ۾ آهي ته تون ٻيو

نڪاح ڪر. مرد انڪار ڪيو. اها ڳالهہ ايتري تہ وڌي جو آخرڪار مرد ٻيءَ عورت سان نڪاح ڪيو. ۽ شهوت پرستيءَ سان ان تي عاشق ٿي پيو. ۽ پوءِ ايتري تہ نوبت آئي جو پهرين عورت سان ڪڏهن بہ همبستري نہ ڪندو هو. انهيءَ دوران گهر ۾ باهہ لڳي. مرد پنهنجي نئين عورت جو هٿ پڪڙي ٻاهر نڪري آيو ۽ اڳين عورت ڪي دستور مطابق بيماريءَ جي حالت ۾ زمين تي پيل ڇڏي ڏنو ۽ زور سان چيائين تہ گڏهہ جيڪو گهر ۾ ٻڌل آهي ان جو رسو کولي ڇڏ ۽ ٻاهر هليو اچ. اُها عورت پنهنجي مڙس جي جفا جو بهانو تلاش ڪندي هئي. فوراً مڙس جو حڪم ٻڌي اٿي بيٺي ۽ هيٺ آيل گڏهہ وٽ وئي ۽ جيئن ان جي رسي کوليائين تہ باهہ وڪوڙي ويس ۽ جلائي رکَ ڪري ڇڏيائينس".

هي قصو ٻڌائڻ وارن کان ٻڌي سيد جي دل ۾ سخت شورش ۽ سوزش پيدا ٿي. فرمايائين تہ انسان کي فرمانبرداريءَ ۾ ڪنير جي زال کان گهٽ نہ هئڻ گهرجي. ان کان پوءِ بيت پڙهي وجد جي حالت طاري ٿي وين. ملڪ شير مشائخ جو بيان آهي تہ اندروني حرارت سان سيد جي بدن ۾ هڏيون پاٽي ٿي ويون. عصر نماز جو وقت ٿيو تہ انهيءَ منظور نظر عرض ڪيو تہ نماز جو وقت وڃي پيو. پاڻ هوش ۾ آيا ۽ جماعت سان نماز پڙهيائون ۽ سلام سان گڏ زندگيءَ جو سرمايو بہ الاهي وصال جي بارگاہ ۾ موڪليائون.

## شيخ نورالدين احمد مندوي رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ حضرت گنج شڪر رحہ جي پوٽن مان آهن قدس الله سرهما. سلاطين جي دور ۾ پٽن ملتان کان مولوہ جي طرف آيا هئا. شهر مندو (ماندو) جي ڪوهستان ۾ رياضت ۽ مجاهدي ۾ مشغول هئا. ۽ نفس سان لڙائي شروع ڪري فتح حاصل ڪيائون. ايتريقدر سندن استغراق وڌي ويو هو. جو سڪر جي حالت مان هوش جي حالت ۾ گهٽ ايندا هئا. وحشي جانور ۽ پکي هميشہ سندن چوگرد جمع رهندا هئا. ڪين انهن بياباني جانورن جي هئڻ يا نہ هئڻ جي قطعي خبر نہ پوندي هئي. ڇو تہ ايزدي نگهباني سندن محافظ هئي. ان ڪري ڪين

جانورن کان کو آزار نہ پهچندو هو. سندن هوش جي زماني جي ڳالهين مان هي ڳالهيون بہ آهن. جنهن کي حق سان آرام ملندو آهي. سڀ وحشي جانور ان جا تعبيدار ٿي ويندا آهن. سندن خوابگاه مندو (ماندو) ۾ آهي.

## شيخ داؤد اساولي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سيد برهان الدين قطب عالم بخاريءَ جا مريد آهن. الله جل شانہ جي هستي ۽ مخلوق جي نيستيءَ کان هميشہ باخبر هئا. چون ٿا تہ ذکر ڪرڻ مهل جڏهن پاڻ لا الہ چوندا هئا تہ ڏسڻ وارن کي جاسوسي نگاه ڪرڻ تي بہ سندن عنصري جسم مان سواءِ پهرياڻ جي ڪجهہ معلوم نہ ٿيندو هو. ۽ پوءِ جڏهن الا الله جو نعرو هڻندا هئا تہ گهر جو اندريون حصو سندن عنصري ڍانچي تي سوڙهو نظر ايندو هو. ائين ذي الحج تي دنيا مان ڪوچ ڪري حقيقي ديدار جو احرام ٻڌائون ۽ پنهنجي پير بزرگوار جي مزار جي برابر آرامي ٿيا.

## شاه ابدال رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ عرب ملڪ کان درياه اعظم جو سير ڪندا آچي بندر جي رستي کان ڪوربنگالہ صوبي ۾ آيا هئا. اتان جي حاڪم حسين شاه پنهنجي ڌيءُ سان سندن نڪاح ڪيو. ان عورت سان هڪ ٻانهي بہ هئي جنهن گهڻي خدمت جي ڪري سندن دل ۾ گهر ڪيو هو. راڻيءَ کي، ٻانهيءَ سان ايتري قدر قرب ٿيندي ڏسي هميشہ غيرت ڪندي هئي. ۽ موقعي جي ڳولا ۾ هئي. هڪ ڏينهن شاه ابدال تفريح جي غرض سان پنهنجي دوستن سان بيابان ڏي ويو راڻيءَ اهو موقعو غنيمت سمجهي ٻانهي کي ماري ڇڏيو ۽ ان جو لاش هڪ دلي ۾ وجهي درياه ۾ وهائي ڇڏيو. اتفاق سان سير ڪندي درياه جي ڪناري تي وڃي پهتا. اُتي سندن زبان تي اچي ويو تہ درياه مان منهنجي ريحانہ جي خوشبو ٿي اچي. چئني پاسي نگاه ڊوڙايائين. هڪ دلو نظر آيو. تارو وڃي اهو دلو ڪڍي آيا تہ ان ۾ سندس منظوره جو جسم هو. هي دل ڏڪائيندڙ واقعو ڏسي سندن دل ۾ گهڻو وجد ۽ شورش پيدا ٿي. لاچار مقتولا کي دفنايائون ۽ خدا جي گهر جو

پڪو ارادو ڪري بيابان جو رستو ورتائون. سرگردان ۽ پريشان رنت پنور جي زمين تي پهتا اُتي هڪ مضبوط قلعو ۽ بلند جبل آهي. دارالخلافہ آگري کان مالوه جي طرف پنجن منزلن جي مفاصلي تي واقع آهي. پاڻ جدائيءَ جو زمانو انهيءَ جاءِ تي بسر ڪيائون. جڏهن وصال جو حڪم مليو تہ اتي ئي خوابگاه اختيار ڪيائون.

## شاهہ نعمان رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن قبر آسير قلعي جي هيٺان آهي جيڪو خانديسي سلطانن جو تخت گاه آهي. پاڻ حافظ جو پٽ- حافظ، نورالدين جو پٽ ۽ نورالدين شرف الدين جو پٽ- ۽ شرف الدين شيخ محمد زاهد جو پٽ هو. جن جي قبر دهليءَ ۾ آهي ۽ سابق دشت قبچاق جي زماني ۾ هندوستان ۾ آيا هئا. شاهہ نعمان رحلت ربيع الاول ۾ فرمائي. لهذا پهرين تاريخ کان پنجين تاريخ تائين عرس ٿيندو آهي. ملڪ جي چئني طرفن کان ماڻهو پنهنجي ڪٽنبن ۽ قبيلن سميت عرس ۾ ايندا آهن. برهانپور هڪ وڏو شهر هتان کان پنج ڪوهہ پري آهي. برهانپور جا باشندا ننڍا وڏا عورت مرد نيڪ بد پوڙها جوان ۽ مومن ڪافر مطلب تہ سڀ پنهنجي گهرن جي دروازن کي تالا لڳائي ڇڏيندا آهن ۽ هتي پهچي پنج ڏينهن سير ۽ سرور ۾ گذاريندا آهن. مختلف قسمن جا نذر ۽ نياز چاڙهيا ويندا آهن ۽ هزارين عقيدتمند پنهجي مطلبن ۾ ڪامياب ٿيندا آهن. گهڻا آزاد مزاج عنبرين چار ۾ ڦاسندا آهن. ۽ گهڻا ماڻهو سامان جي خريد و فروخت ڪري اصل کان ڪيترا دفعا وڌيڪ فائدو ڪمائيندا آهن. راقم بہ دفعا هن تماشہ گاه ۾ وڃي هر قسم جي ماڻهن ۾ ملي جُلي مزو ورتو آهي. چون ٿا تہ شيخ نعمان شيخ محمد ضيا جا مريد آهن. ۽ شيخ محمد ضيا جا رهنما طريقت سيد نظام الدين آهن. جيڪي شيخ نظام الاوليا جا خليفا هئا ۽ سيد نظام الدين جي مزار مونڪي پٽن دکن ۾ آهي. هي هڪ شهر آهي بان گنگا جي ڪناري تي جتي مورتي پوڄڻ وارن جو وڏو پرستش گاه (مندر) آهي ۽ هتان جا ڪپڙا اُٽڻ وارا اڳ ايترا تہ عمدا ناهيندا آهن جو ٻين سڄڻ سڄڻ شهرن ۾ بہ هتان کان سواءِ ناياب آهن.

## شاهہ عبدالله رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شاهہ يوسف بهائي قريشيءَ جا پٽ هئا قدس سرهما. سلطان بهلول ۽ سلطان سڪندر جي ئي دور ۾ ملتان کان اچي دهليءَ ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئائون. سلطان بهلول کين پنهنجو نائي نايو. بزرگيءَ جا آثار ۽ والايت جون نشانيون گهڻو ڪري سندن افعالن ۽ پيشانيءَ مان ظاهر هيون. ٻاويهين صفر جي ڏينهن هن مجازي جهان کان رخصت ٿيا. سندن فرزند شيخ رڪن الدين سلطان جي ڏيءَ مان هو ۽ آخر ۾ دهليءَ جو شيخ الاسلام ٿي ويو هو. شيخ ابوالفتح جيڪو دهليءَ جي مقام ۾ ڏهين صديءَ جي آخر جي اڌ حصي ۾ ننڍن وڏن جي توجہ جو مرڪز بنيو هو. شيخ الاسلام ابن عبدالله جو پٽ هو.

## شاهہ نعمت الله چشتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سلطان سڪندر لوڌيءَ جي گهڻي فوج سندن معتقد هئي ۽ فوج جو سردار بہ ساڻن مريدن جهڙو سلوڪ ڪندو هو. مطلب تہ سندن پيري ۽ بزرگيءَ جي ايتري تہ شهرت ٿي هئي جو ٻڌندي ماڻهن جا ڪن پرجي ويا هئا. سندن قبر دارالسلطنت آگري ۾ آهي.

## شيخ تاج الدين محمد دهلوي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ حضرت گنج شڪر جي اولاد ڪبار مان آهن. باطن ۾ مخدوم- ظاهر ۾ خادم- دل کان آزاد ۽ جسم کان ٻانهو هجڻ سندن عادت هئي. شيخ نظام الدين (نظام الاولياءَ) جي روضي ۾ گهڻو خانقاه نشين رهندا هئا. ان جي خذمت ۽ ان جي ڪمن جي نگراني دهليءَ ۾ سندن آباء و اجداد جي حوالي هئي. اڄڪلهہ سندن فرزندن جي حوالي هنن خذمتن جو تعلق آهي. انهن جا نالا شيخ زڪريا ۽ شيخ علاءُالدين آهن.

## مير ابوالنجيب شاه طيب رحمة الله عليه جي ياد ۾

کين ظاهري ۽ باطني روشني و عرفان جي سعادت حاصل هئي ۽ هنن

معاملن ۾ پاڻ گهڻا ڪامياب هئا. هڪ هفتي کان پوءِ روزو افطار ڪندا هئا. دنيا گڏ ڪرڻ وارن جي سامهون احتياج نه ڪڻي ويندا هئا. سندن اقوال ۽ افعال مان عجيب عجيب شيون زماني وارا ڏسندا هئا. سندن معاشرت جي طرز مان ڪرامت جي خوشبو ماڻهن کي ايندي هئي. سندن فرزند سلطان موحد پنهنجي پيءُ بزرگوار جي راه روش ۾ پنهنجي پسنديده رفتار سان اجا وڌيڪ رونق ڏني هئي ۽ اهل طريقت جي شاهراه تي هلندا هئا. چون ٿا ته هڪ ڏينهن مولانا غياث الدين احمد سلطاني جي ملاقات لاءِ آيا. جڏهن سندن صحبت کان ٻاهر نڪتا ته فرمايائون ته ڏسو ته سهي. هن خدا شناس بظاهر دنيا ۾ معنيٰ جي لحاظ کان هُنَ عالم ۾ کهڙي نه تماشي جي بازار گرم ڪري رکي آهي.

## مولانا شمس الدين رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ پنهنجي وقت جي بزرگن مان هئا. بلوغت واري ڏينهن کان قبر واري ڏينهن تائين پنهنجي همٿ سان غير ڪارآمد وقت کي هٿ به نه لڳايائون ۽ افعال جي اعتبار سان بيهودگيءَ سان هڪ قدم به نه کنيائون. هڪ ڏينهن جو ذڪر آهي پاڻ هڪ مريد کي نصيحت جي طور تي فرمايو هئائون ته جيڪا دعوت ۽ جيڪا مجلس تو کان سواءِ ٿي سگهي ۽ شائستگيءَ سان پوري ٿي سگهي. اُتي تون نه وڃجانءِ جو ته اهڙي موقعي تي وڃڻ بيهودي ڳالهه ۽ ماڻهن جي واسطي جاءِ تنگ ڪرڻ آهي.

## مولانا زين الدين تائبادي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سلوڪ جا سبق سنت ۽ ڪتاب جي پيرويءَ سان حاصل ڪيائون. انهيءَ ئي طريقي سان طريقت جون گهاٽيون به طئي فرمايون هئائون. پاڻ وقت جي بزرگن جا سرگروه ۽ سالڪانِ حقيقت جا سردار هئا. ظاهري بيعت ۽ نسبت ڪنهن به سلسلي جي پيرن سان نه هئن. خواجه بزرگ جي روحاني فيض سان اويسي شان سندن حالات مان ظاهر هو. جڏهن پاڻ حجاز جو سفر اختيار ڪيائون ته پارسا اوليائن جو ساٿ ٿيو هئن. جڏهن تقليد پرستن کي نصيحت ڪرڻ منظور هوندي هئن ته اهڙي طرح رازدار بنايا ويندا هئا جو زبان حال سان بيان ڪيو وڃي. پاڻ خاموشيءَ جو فائدو ۽ زبان جو نقصان ٻڌائيندا هئا.

## حاجي شيخ سليمان بني اسرائيل رحمة الله عليه جي ياد ۾

کين حقيقت شناس درويش جا مقامات حاصل هئا. ۽ طريقت شناس سالڪن جي حالات کان پوري طرح واقفيت هئي. سندن زماني ۾ انهيءَ شهر ۾ ڪوبہ شخص سندن مقابلي جو نہ هو. سندن ولادت جي جاءِ لاهور آهي. ڪعبت الله شريف (خدا ڪري خداشناس دلين وانگر آباد رهي) جي طواف جو عزم ڪري ست دفعا لاهور کان ڪڏهن پيادل ۽ ڪڏهن سواريءَ تي روانہ ٿيا ۽ حج جا ارڪان بجا آندائون. ڪڪر گروه جنهن جا ماڻهو شمار جي لحاظ کان هڪ جهان جي برابر آهن. سندن عقيدت مند ۽ دوست هئا. ۽ پنهنجي مال مان هر سال هڪ حصو سندن نذر ڪندا هئا. ۽ اڄ تائين جو هجري سنہ هڪ هزار اٺ آهي. پنهنجي پير جي فرزندن کي اُهو حصو پهچائيندا آهن. کين خلافت جو خرقو شيخ صدرالدين حليم جي خدمت مان مليو هو. شيخ صدرالدين کي پنهنجي والد بزرگوار شيخ عمادالدين اسماعيل کان- شيخ عماد الدين اسماعيل کي پنهنجي والد ماجد شيخ رڪن الدين الشهيدبہ ڪلانور کان- شيخ رڪن الدين کي پنهنجي ڏاڏي مڪرم شيخ صدرالدين حاجيءَ کان- شيخ صدرالدين حاجيءَ کي پنهنجي ڏاڏي شيخ رڪن الدين ابوالفتح فيض الله کان- شيخ رڪن الدين ابوالفتح کي پنهنجي والد بزرگوار شيخ صدرالدين ابوالمعالم محمد کان ۽ شيخ صدرالدين ابوالمعلم کي پنهنجي والد عزيز شيخ بهاءُ الدين زڪريا کان مليل هو- قدس الله ارواحهم. مطلب تہ جڏهن پاڻ ظاهري زندگي ڇڏي ١ھ٥ ع ۾ ملڪ ڏي ڪوچ ڪيائون تہ سندن لائق فرزند شيخ عبدالشڪور سندن جاءِ تي مسند نشين ٿيا. شيخ عبدالشڪور خدا شناس جي متعدد نيڪ خصلتن سان آراستہ هئا. جڏهن شيخ عبدالشڪور بہ عالم خاڪ کان عالم پاڪ ڏي روانہ ٿيا تہ سندن فرزند ارجمند شيخ عبدالمجيد درويشيءَ جو جهنڊو کنيو ۽ ولايت جي سجاده کي وڇايو. شيخ منور عالم انهن جو ئي پٽ هو. سندن باقي حال جدا لکيو ويندو.

## آخرين ساغر دور نائون صداز روح مزاج- خاموشيءَ جا فائدا

ڳالهائڻ جي ڪنوار جيڪا انساني حقيقت سان گڏ آهي. مناسب ناهي تہ خاموشيءَ جي دريءَ جو تالو ٽوڙي نفس ناطقہ جي پردي کان ٻاهر اچي ۽ اجاين

خواهشن جي پوڄارين جي صبحت جو ارادو ڪري اجاين آوازن جي پيڻ بنجي. پوءِ سين ڪان بهتر اهو آهي تہ ڳالهائڻ جي پردہ نشين جميلہ- هميشہ لاءِ آفريدگار ذوالجلال ۽ حقيقي منعم جي ياد ۽ سپاس ۾ همدم ۽ محرم بنجي وڃي. جيڪڏهن ايتري قدر ان کي پردہ نشيني ۽ گوشي نشيني ميسر ٿي نہ سگهي تہ پوءِ ان وقت بهتر آهي تہ ولايت جي صاحبن ۽ هدايت وارن جي حالات ۽ وصفن جو لباس- عبرت جو زيور- ۽ حڪمت جا جواهرات پائي- معارف بيان ڪرڻ ۾ پنهنجي جمال باڪمال جي خوبصورتي ڏيکاري. هنن ٻن ڪمن کي چڱي هن جميلہ لاءِ ڪوبہ مهربان محرم ۽ حسن افزا خلعت ڪانهي.

اهو ٻانهو باڪمال ۽ سعادتمند آهي (1) جنهن جي زبان ۽ چپن کي ڪنهن مسخري جو پنجو ۽ ڪنهن بيهوده جو هٿ ڪو نقصان نہ پهچائي. (2) جيڪو پنهنجي قيمتي ساهن جي جواهرات جو خيال ڪندي. حق جي ذڪر ۾ ۽ اهل حق جي ياد ۾- زبان ۽ چپن کي مصروف رکي (3) جيڪو وهم ۽ خيال جي قوتن جي نگهباني عقلي ۽ نقلي دلين جي ذريعي هن طرح ڪري جو نجات حاصل ڪندڙ دين اسلام جي بزرگن تي ۽ انهن جي ڪنهن حال تي وسوسي ۽ انڪار جي لاءِ هنن ٻنهين محلن وهم ۽ خيال ۾ رستو نہ ملي (4) ۽ جيڪو اهل باطن جي معاملات جي ڪوٽ ڪوٺان ظاهر پرست عقل جي اوزارن سان نہ ڪري ڇو تہ هي مسلڪ عقلن ۽ نفسن جي درجن ڪان پري آهي.

صحيح بي لوث ڳالهہ اِها آهي تہ خدا ڪري جو ظاهر بيني ۽ نڪتہ چيني جو دسترخوان ئي تباہ ٿي وڃي جيڪو ڪوتاہ نظر عقل جو آباد ڪيل آهي. جيئن آئينده هر خرق عادت جي نقد کي پنهنجي عادتن جي ڪسوٽيءَ تي نہ پرکڻ گهرجي. ڇو تہ ڏکي ڏسڻ ۾ اچڻ واري ڪرامت جي صحت کي عقل جي تارازوءَ سان تورڻ، ائين ئي آهي جو ڪو جوانيءَ کي پهتل بالِغ جي حال جو قياس ڪو نابالغ ڇوڪرو پنهنجي حال تي ڪري. **هَلْ يَسْتَوِي الَّذِيْنَ يَعْلَمُوْنَ وَالَّذِيْنَ لَا يَعْلَمُوْنَ** (ڇا ڄاڻڻ وارا ۽ نہ ڄاڻڻ وارا برابر ٿي ٿا سگهن) ۽ خداوند تعاليٰ ائين ئي ڪري جو اعتقاد جو سازو و سامان ۽ تسليم جا محلات، خرابي ۽ تباهيءَ کان محفوظ رهن جيڪي ايمان باالغيب جا آباد ڪيل آهن. (1) جنهن سان حق شناسن جي عجيب و غريب ڳالهين کي تميز ڪرڻ ۾ ڪو شڪ بہ ويجهو نہ اچي تہ جيئن جيڪا شيءِ عقل ۽ قياس جي تارازيءَ ۾ ڪامل وزن

واري هجي ان کي اعتقاد ۽ تسليم- تصديق ڪري پنهنجي ڪيسي ۾ وجهي ڇڏيون (2) جنهن سان اولياءَ الله جون ڪرامتون ۽ انهن ڪي تشخيص ڪرڻ ۾ فڪر ويجهو بہ نہ اچي سگهي تہ جيئن جيڪا شيءِ سمجهہ جي قوت جي سانچي ۾ نہ ڍلجي سگهي ان شيءِ ڪان اعتقاد ۽ تسليم قطعي منڪر تي وڃن. **اَعُوْذُ بِا للّٰهِ مِنْ اَنْ اَكُوْنَ مِنَ الْجَاهِلِيْنَ** (مان انهيءَ ڳالهہ ڪان تنهنجي پناه گهران جو نادانن جهڙيون ڳالهيون ڪيان) بلڪ انهيءَ سعادتمند ٻانهي ڪي گهرجي تہ جيڪي صاحب هوشياريءَ سان توحيد جي باغ ۾ گشت ڪري رهيا آهن. جن جو قدم شريعت جي سڌي رستي تي مضبوطيءَ سان ڄميل آهي ۽ جيڪي ماڻهو هوس جي شڪنجي مان نڪري قلم جا صاحب ٿي ويا آهن. جن جي حالات جو صفحو شرعي تڪليفن جي لکڻ ڪان بلڪل سادو آهي. انهن ماڻهن ڪان جيڪا عجيب و غريب ڳالهہ ڏسي يا ٻڌي سڀ ڪي سچ سمجهي. قادر مطلق جي تارازوءَ ۾ وزن ڪري. **وَ اللّٰهُ غَالِبٌ عَلٰي اَمْرِهٖ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ** (۽ الله پنهنجي ارادي تي قادر آهي مگر گهڻا ماڻهو نہ ٿا ڄاڻن.) ڪي پنهنجي عقيدت جي منديءَ تي لڳائي ڇڏي. فالقليل الذين يعلمون ان الله عليٰ كل شيءٍ قدير يعترفون بانهُ قادر عليٰ خلق العجائب ائتي هي خلاف العادة الجارية ويسلمون مان اظهره علي ايدي عباده من الخوارق ويقولون انه الحق من ربك فلا تكونن من الممترين- (جيڪي ٿورا ماڻهو اهو ٿا ڄاڻن تہ الله هر شيءِ تي قادر آهي. اُهي اعتراف ٿا ڪن تہ الله انهن عجائبات جي پيدا ڪرڻ تي بہ قادر آهي. جيڪي جاري عادت جي خلاف آهن. ۽ اُهي ماڻهو اهو بہ تسليم ٿا ڪن تہ هن خرق عادت جي قوت پنهنجي بندن جي هٿن ۾ رکي آهي ۽ اهي ماڻهو اهو بہ ٿا چون تہ اي مخاطب هيءَ خرق عادت تنهنجي پروردگار جي طرف ڪان آهي. پوءِ تون شڪ ڪرڻ وارن مان نہ ٿجانءِ) .

الله جلشانہ جو شڪر ۽ احسان آهي تہ حالانڪ مان ڪو ڪم نہ ناهي سگهيس ۽ ڪنهن جاءِ تي نہ پهچي سگهيو آهيان. بلڪ وهم ايترو تہ وڏي ويو آهي جو پنهنجي پاڻ ڪي **اَلَّذِيْنَ ضَلَّ سَعْيُهُمْ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَهُمْ يَحْسَبُوْنَ اَنَّهُمْ يُحْسِنُوْنَ صُنْعًا**. (جن ماڻهن جي دنياوي زندگيءَ جي ڪوشش اجائي ٿي ۽ اُهي انهيءَ خيال ۾ آهن تہ هو سٺا ڪم ڪري رهيا آهن.) جي گروه ۾ شمار ٿو ڪيان. ليڪن منهنجي زندگي هن طرح گذري آهي تہ

پهريان پنج سال ناداني ۾ نڪري ويا. ان کان پوءِ ست ورهہ مڪتب ۾ قرآن خوانيءَ ۾ بسر ٿيا ۽ ان کان پوءِ ٽيهن سالن کان مٿي درسي علمن حاصل ڪرڻ ۾ ۽ شطاريہ مشرب جي همٿ وارن اصحابن جي خدمت مان فيض حاصل ڪرڻ ۾ صرف ٿيا قدسنا الله با سرارهم جڏهن دل ۾ مشائخ عليهم الرحمتہ جا اسرار- حقائق- اطوار ۽ حالات چڱي طرح پرجي ويا تہ زبان کي حشر جو ميدان بنائي جيڪي خيالات اندروني خانن ۾ ستل هئا سيني کي بيدار ڪيم ان وقت اٽڪل ست سال اهڙي طرح گذريا جو هر هڪ ملڪ جي مشائخن جا حالات- سفر ۽ سياحت جي ذريعي فراهم ڪيم ۽ اهل اسلام ديانتدار ماڻهن سان خط وڪتابت ڪري پهچايم. ٽي سال عبارت نگاري ۾ صرف ٿيا. ۽ انهيءَ ئي هڪ سال جي اندر ٻہ گوهر هيرن جهڙا عبدالاول ۽ محمد حسن جي مدد سان زادهما الله علماً وعمراً مٿيان حالات- صحت ۽ ترتيب سان مڪمل ٿي ويا. اميد آهي تہ الله تعاليٰ جي حضور مشائخ جي برڪتن سان جن فقيرن جي استدعا قبول ڪري قيل ۽ قال جي دسترخوان تي چئن صدين جي دائرن ۾ تشريف فرمائي آهي. انهن ٻنهين اميدوارن کي پنهنجي اسم الحفيظ جي عنايت جي سائي ۾ محفوظ رکي ٻنهين جهانن ۾ ڪامياب فرمائي. آمين- ۽ هن گمنام سرگردان جي عمر باقي مانده پنهنجي ياد ۾ گذاري.

بحرمت المذكورين في هذه النسخة المتر صدة للقبول.

هن چمن ۾ ڏهين صديءَ جي هيٺين دوستن جو طريقو رفتار ۾ انهن جي حالات جي ڪيفيت ذڪر ٿيل آهي جيڪي:

(1) وجود جي مرتبن جو رستو ۽ روش سجاڻڻ وارا-

(2) الله تعاليٰ جا احڪامات پڙهڻ وارا-

(3) رسمي علمن جا عالم-

(4) توحيد جي درياه ۾ غوطا هڻڻ وارا-

# شيخ محمد علا بنگالي رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ شيخ قاضن شطاريءَ جي نالي سان مشهور آهن. ۽ شاهه عبدالله شطاري رحه جن جا خليفا آهن. رياضت ۽ مجاهدي ۽ مراقبي ۽ مشاهدي ۾ ڪين ڪمال حاصل هو. انساني ڪمالات ۽ وجداني حالات سندن ذات ۾ ظاهر هئا. علماءِ باالله جا سربراه سالڪان سير في الله ۾ پاڻ سردار هئا. نائين صديءَ جي پهرين اڌ حصي ۾ جڏهن شاهه عبدالله شطاري رحه هند ستان ۾ آيا ته بنگال مان به گذر ٿين. ۽ بنگال ۾ مشائخن ڏي پاڻ چوائي موڪليائون ته ايران ۽ توران کان هڪ درويش آيو آهي. اُهو چوي ٿو ته اڪيلائيءَ ۾ يا مجلس ۾ جنهن کي به جيئن آسان معلوم ٿئي اچي ملاقات ڪري پوءِ اسين توحيد جي ڪلمي جي معلومات هڪ ٻئي جي روبرو بيان ڪيون. جنهن طرف به ڪمي هجي اُهو طرف گهٽائيءَ واري طرف کان فائدو حاصل ڪري ڪمال تي پهچي. شايد انهيءَ طريقي سان آهستي آهستي انهيءَ ڪمال جي ميدان ۾ پهچڻ نصيب ٿئي جيڪو انجي نالي سان آهي. جڏهن اِها خبر محمد علا کي پهتي ته اعتراض جو ڳو جواب ڏنائون ۽ خلوص سان پيش نه آيا. شاهه فرمايو ته آخرڪار شيخ محمد علا جي بازگشت هن فقير جي طرف ٿي ٿيندي. هي بيان ڪجهه قدر شطار الاولياءَ جي ذڪر جي سلسلي ۾ به لکجي چڪو آهي.

چون ٿا ته جڏهن شيخ ماندوءَ ۾ خذمت جي ارادي سان شاهه صاحب جن وٽ آيو ته شاهه صاحب جن توجه نه ڪيس. هڪ ته غريبي حال هئو ۽ هيءَ شڪسته دل اجا به ان تي وڏيڪ اثر ورتو. عرض ڪيائون ته جڏهن ڪراڙپ- ڪمزوري- خواهش ۽ غربت ايتريون ساريون شيون هڪ ٿي زبان حال سان رحمت ۽ نوازش جي لاءِ گدائي ڪن ته پوءِ عام عنايت ڪي اهو مناسب نه آهي جو سزا ڏني وڃي بلڪ بهتر اهو آهي ته منهنجي گناه کي درگذر جي سپرد ڪيو وڃي. هي شڪسته دليءَ جي تقرير ٻڌي شاهه صاحب جي دل مان مهرباني جوش ۾ آئي ۽ فرمايائون ته جيڪڏهن پنهنجي پيءُ ڏاڏي جي رسم- نالو ۽ سلسلو ڇڏي خانقاه کي درويش جي طريقي ۽ نالي سان پنهنجي طرفان هلايو ته پوءِ تنهنجي گذارش سان گڏ تلقين به عمل ۾ ايندي. آخرڪار شيخ سندن حڪم

قبول ڪيو ۽ تمام ٿوري عرصي ۾ خلافت جو خرقو پائي ڪمال ۽ تڪميل جي متاهين ڏاڪي تي پهچي ويا ۽ مرشد جي اجازت سان پنهنجي وطن ڏي واپس ٿيا.

## شيخ رحمت الله رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ عزيز الله متوڪل قدس سرهُ جا فرزند- مريد ۽ خليفا هئا. نهايت عالي مقام- پسنديده افعال- سنجيده اقوال- ضمير شناس ۽ باطن ڪان آگاه هئا. جڏهن والد بزرگوار ڪان گجرات لاءِ اجازت ملي ۽ احمد آباد ۾ وڃي اتي هڪ پاسي رهڻ شروع ڪيائون ته خدا دوست ۽ دانشمندن هر طرف ڪان پنهنجا وطن ڇڏي اچي سندن پاڙي ۾ حجرا ٺاهيا. ۽ صوفين سان خانقاه آباد ٿي ۽ انهيءَ ڪري اُهو محلو شيخ پور جي نالي سان مشهور ٿيو. چون ٿا ته جنهن زماني ۾ گجرات جي حڪومت سلطان محمد کي ملي ته خطبو ۽ سڪو ان جي نالي سان تازو جاري ٿيو ۽ هن پائرن جا نالا دفتر تان مٽائڻ شروع ڪيا. هڪ ڏينهن محمود ويچاري کي سيجوالي (شايد سيج گاڏي يا ڏولي) ۾ وهاري دربار ڪان ٻاهر ڪڍي ويا ٿي ته اهو وڃڻ جو رستو شيخ رحه جي گهٽيءَ مان هو. اوچتو شيخ جي نظر سيج گاڏيءَ تي پئي. ڪلي فرمايائون ته سج مٿيءَ سان ۽ آسمان ڪڪر سان لڪي نه ٿو سگهي. هي آواز جو هن جي ڪن تي پيو ته هو خوش ٿيو ۽ دل ۾ پڪو پَهه ڪيائين ته جيڪڏهن شهزادي کي شهنشاهي تاج ملي ويو ته هن بشارت ڏيڻ واري درويش جو مريد ڪندوسانس. آخرڪار سلطان محمد کي اجل جي سڏ سلطانيءَ جي مرتبي تان لاهي نيستيءَ جي غار ۾ اڇلايو ته ڏونڪو محمود جي نالي وڃڻ لڳو ۽ دل ۾ جيڪو ارادو ڪيو هئائين اُهو پورو ڪيائين ان ڪري شيخ جي خانقاه جي رونق ٽي ڀي ٿي وئي. ايتري قدر جو انهيءَ رونق تي پاءُ کي رشڪ اچڻ لڳو. پاڻ فرمايائون ته غيرت ڪر مان مزدور آهيان ۽ تون مزدوري وٺڻ وارو آهين. ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ پاڻ عنصري صورت ترڪ ڪري اصلي جهان کي سيرگاه بنايائون ۽ سندن ڪو فرزند نه هو ان ڪري ظاهري قبضو سندن پاءُ شيخ سعد الله ۽ ان جي اولاد کي مليو. ۽ انهيءَ عمل سندن سچي ڳالهه جي شاهدي ڏني.

مصرع: روح پاڪش غريق رحمت باد-

## فرزندانِ شيخ عزيز الله المتوڪل علي الله رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن پنج پٽ ۽ هڪ ڌيءُ هئي. شيخ سعدالله- شيخ رحمت الله- شيخ حسن سرمست- شيخ نصرالله- شيخ شهر الله- بي بي دُر ملڪ اولين- چار پٽ والد بزرگوار جي اجازت سان گجرات هليا ويا. ۽ پنجون پٽ سندن خدمت ۾ رهيو. پهرئين پٽ سعدالله جا طريقا اوليا الله جي مثل هئا. جڏهن پاڻ هن جهان مان رخصت ٿي احمد آباد جي شيخ واڙي ۾ هميشہ لاءِ آرام فرمايائون تہ سندن پٽ شيخ نعمت الله خلافت جو خرقو پاتو ۽ شيخ نعمت الله کان پوءِ سندن پٽ شيخ بديع الله سجاده نشين ٿيو. جڏهن شيخ بديع الله مٿاهين عالم ڏي ڪوچ ڪرڻ لڳا تہ پاڻ پنهنجي پٽ شيخ فريد کي پنهنجو جانشين بنايو. شيخ فريد تقدير ۾ لکيل مقدر جي موافق حالانڪ ظاهري دولت جي اعتبار سان رفيع الملڪ جي مرتبي تي پهتا ليڪن باطني تجريد ايتري تہ مٿاهين هئي جو دل ۾ دنياوي تعلقات ۾ قطعي راه نہ ملي ۽ اهڙيءَ طرح ٻنهين جهانن جي سعادت حاصل ڪيائون. جڏهن شيخ فريد جن گذاري ويا تہ اهڙو ڪو فرزند نہ هئن جيڪو وڏن جي ظاهري ۽ باطني پيروي ڪري ها. جيڪي بہ هئا سڀ دنياوي روش جي تلاش ۾ لڳي ويا. پوءِ درويشي رونقِ هلي هئي. ٻئي پٽ رحمت الله جو احوال الڳ لکيل آهي ۽ ٽيون پٽ شيخ حسن سرمست وحدت جي درياهہ ۾ ٻڏل مجذوب هو. صرف پنج وقت نماز جي ٽائيم تي هوش ۾ ايندو هو ۽ سلام ڦيرائڻ شرط اُهو وقتي هوش بہ دعا چئي هليو ويندو هو. سندن مزار مبارڪ ڀهڙوچ ۾ آهي جيڪو گجرات جو شهر درياه جي ڪناري تي واقع آهي. چوٿين پٽ شيخ نصرالله جي رهڻ جو سامان گجرات کان خانديس هليو ويو. جڏهن شيخ نصرالله کي آخري سفر درپيش آيو تہ آسير قلعي جي هيٺان سندن جسم مبارڪ کي خاڪ جي سپرد ڪيو ويو. آسير قلعو انهيءَ صوبي جي سلطانن جي دارالسلطنت آهي. شيخ نصرالله کان پوءِ سندن فرزند شيخ عزيز الله جيڪو پنهنجي ڏاڏي جو هم نالي هو خرقي جو بار پنهنجي ڪنڌ تي کنيو، ۽ وري جڏهن شيخ عزيزالله بہ رحلت فرمائي تہ سندن پٽ شيخ بديع الله ثاني دنيا جي طلسم ۾ مصروف ٿي ويو. ۽ انهيءَ ملڪ جو امير اعظم ٿيو. شيخ بديع الله ثانيءَ کان پوءِ شيخ ڪريم الله والد جي دولت کي قائم رکيو. شيخ ڪريم الله

کي ٻہ پٽ هئا شيخ رفيع ۽ شيخ خواجہ ٻئي پنهنجي جوان پيءُ جي زندگيءَ ۾ ئي ڪوچ ڪري ويا ۽ هجري سن نو سؤ ستانوي ۾ پيءُ بہ عالم بقا ڏي رحلت فرمائي ۽ پنهنجي سلسلي جي لاءِ آخري حلقو اهوئي ٿيو.

## مولانا محمد تابادڪاني رحمۃ اللہ جي ياد ۾

پاڻ دسترخوان اَدَّبني رَبِّي (منهنجي رب مون کي ادب سيکاريو) جا ڪٽندڙ هئا. ۽ **وَ عَلَّمْنَاهُ مِنْ لَّدُنَّا عِلْماً** (۽ اسان ان کي پنهنجي طرفان هڪ خاص علم سيکاريو) جي ميووي جا کائيندڙ هئا. شيخ زين الدين محمد خوانيءَ سان بيعت هئا. شيخ الاسلام زنده پير احمد ڄام جي قبر کان حقائق جو علم ڄاڻندڙ مولانا عبدالرحمٰن جامي رحہ جي خدمت مان ۽ ٻين سلسلن جي مشائخن کان نهايت ڪاميابي حاصل ڪئي هئائون. بزرگيءَ جا اسباب جيتري قدر باڪمال بزرگن سالڪن واسطي درڪار آهن. سڀ حاصل ڪيا هئائون. سندن ئي حوالي سان ماڻهو چون ٿا تہ پاڻ فرمائيندا هئا تہ پير جي نسبت ادب کي ملحوظ رکڻ ۾ مون کان ٻہ دفعا ڪوتاهي ٿي آهي. پهريون اهو تہ نماز پڙهڻ وقت امام جي پيرن هيٺان مصلو نہ هو ۽ منهنجي پيرن هيٺان هو. پير حڪم فرمايو تہ پنهنجي مصلي کي هٽائي ڇڏ ليڪن مون عرض ڪيو تہ منهنجي مذهب ۾ ڪو حرج نہ آهي مان شافعي مذهب وارو آهيان. ٻيو اهو تہ هڪ ڏينهن پير مونکي هڪ ڪم لاءِ حڪم فرمايو منهنجو وضو ٽورو باقي هو ان کي پورو ڪري پوءِ حڪم جي تعميل ۾ مشغول ٿيس. هاڻي انهيءَ شرمندگيءَ جو علاج مان نہ ٿو ڄاڻان تہ ڪهڙي دروازي تان تلاش ڪيان. ڪنهن کان پڇان ۽ ڪٿان ڳوليان. اهڙي قسم جون حيرت ڏياريندڙ ڳالهيون ڪري پريشاني ۽ سرگردانيءَ سان زندگي گذاريائون چون ٿا تہ هڪ دفعي حقائق ڄاڻندڙ (مولانا جامي رحہ) سندن ملاقات لاءِ ويا. حجري جي هڪ طاق تي ٻہ جلد رکيا هئا. مولانا پڇو تہ هي ڪهڙا ڪتاب آهن. فرمايائون تہ هڪڙو قرآن پاڪ آهي ۽ ٻيو منهنجو ديوان آهي جيڪو زماني وارن جي دست اندازي جي خوف کان پڇي وجي قرآن پاڪ جي پناهہ ۾ لڪو آهي. مولانا جي طبيعت هيءَ خوشي ڏياريندڙ ڳالهہ ٻڌي خوش ٿي.

# شيخ داؤد ابن فيض الله قدس سرهما جي ياد ۾

سندن پيدائش شير ڳڙهه جي آهي. شير ڳڙهه ان وقت جي لاهور صوبي جو هڪ قلعو آهي. پاڻ علمي ڪمالات سيد حامد ابن شيخ عبدالرزاق ابن شيخ عبدالقادر حسني جيلاني رحه کان حاصل ڪيائون. ڪي چون ٿا ته ظاهري بيعت کان اڳ عمر جو وڏو حصو رياضتن ۾ گذاريائون. جڏهن طريقت جي مشائخن جي پيروي پختي ٿي وئي ته غيبي الهام مطابق سيد حامد قادري رحه جن جا مريد ٿيا قدس سرهُ. جڏهن فضيلتون حاصل ٿين ته خلافت جو خرقو مليس. پاڻ قادري سلسلي جي بزرگ خليفن مان آهن. سندن دَمُ اثرائتو هو ۽ نفس ۾ به اخذ ڪرڻ جي قوت هئن. گهڻائي سخت قلب ۽ سياه باطن ماڻهو سندن رهنمائيءَ سبب نفسانيت جي انڌيري گهر مان نڪري روحاني ۽ نوراني آبادين ۾ پهچي ويا ۽ گهڻائي سعيد استعداد وارا سندن خدمت ۾ رهي هيٺائين مقامن تان مٿائين مقام تي ترقي ڪري ويا.

انهن ۾ هڪ سندن پائيتو شيخ ابوالمعالي محمد ابن شيخ رحمته الله به هئا جن جي دل صاف طبيعت موزون ۽ فهم وفراست واري هئي. شيخ ابوالمعاليءَ جن جا ڪيترائي قصيدا ۽ غزل سيد محي الدين عبدالقادر جيلاني قدس سرهُ جن جي تعريف ۾ آهن. رسالو محمديه قادريه به سندن ئي تصنيف ڪيل آهي. شمائل قادريه بهجته الاسرار- خلاصته المفاخر ۽ مفتاح الاخلاص گيلاني- انهن ڪتابن تان اقتباس ۽ انتخاب ڪري هي رسالو ترتيب ڏنو ويو آهي. ۽ انهيءَ ۾ پنهنجي سوز ۽ محبت جي چاشني پياري اٿن جنهن مان سلوڪ جي صحرا جا اڃايل سيراب ٿيندا آهن.

ٻيو شيخ سيف الدين عبدالوهاب رحه جن هئا سندن عادتون ۽ سڀ ڪم انتهائي صاف ۽ سلجهيل هئا. واجب ۽ ممڪن جو معاملو جيڪو وجود مطلق سان تعلق رکي ٿو. ان جي خيال کان بغير هڪ ساهه به نه کڻندا هئا. عدم ۽ وجود کان جنهن جو سلسلو نديءَ جي پاڻيءَ وانگر ممڪنات تي متواتر پهچي رهيو آهي. هڪ لمحو به غفلت نه ڪندا هئا. پاڻ **بل هم في لبس من خلق جديد** (بلڪ هي جديد پيدائش جي نئين لباس ۾ آهن) جي گروه مان نه هئا.

شيخ ابو داؤد هجري سنه نَوَ سؤ ٻياسيءَ ۾ عنصري خلعت کي پنهنجي

جسم تان لاهي هيڪڙائيءَ واري عالم ڏي ڪوچ فرمائي ويا. سندن مزار مبارڪ سندن ڄمڻ واري جاءِ تي آهي.

## شيخ بدهن شطاري جونپوري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ عبدالله شطاري رحہ جن جي نسل مان آهن. شيخ حافظ جونپوريءَ جي خدمت مان جيڪو شيخ عبدالله شطاريءَ جو خليفو هو ٻنهين عملن کي حاصل ڪيائون. ۽ ٻنهين جهانن جو سرمايو حاصل ڪري وڏا ڪمالات ظاهر ڪيائون. سلطان سڪندر لوڌي جي عهد جي راهنمائي- حقائق نمائي- ۽ خداشناسيءَ کي فروغ ڏنائون. گهڻن طالبن کي شطاريہ طريقي سان تعليم ڏنائون. شيخ عبدالحق محدث دهلويءَ جيڪي اخبار الاخيار جا مؤلف ۽ گلزار الابرار جي لکندڙ جا دوست آهن. انهن جي ڏاڏي مڪرم شيخ رزق الله ذڪر جي تلقين ڪانئن ئي حاصل ڪئي.

## مولانا عبدالرحمن ڪاردگر رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ ڪشف- معرفت ۽ ڪرامتن جا عالم هئا. تصوف جا نڪتا ۽ توحيد جي مدارج جي دقيقہ شناسيءَ کي رونق صوفين جي محفلن ۾ سندن ئي شموليت سان ٿيندي هئي. نيستيءَ جي ڄُريءَ سان پاڻ سيني تعلقات کي ڪاٽي حق سان ملي ويا هئا ۽ وقت جي مشائخن ۽ درويشن جي صحبت سان معرفت جا اسباب ۽ ڪمالات جو سرمايو گهڻو گڏ ڪري ورتائون.

## مولانامحمد حراني رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ هڪ لا اُبالي درويش ۽ سرمست فقير هئا. ازلي توفيق جي رهنمائيءَ سان پاڻ مولانا محمد تابادڪاني رحہ جن جي خدمت ۾ پهتا ۽ مولانا کي پنهنجي سلوڪ جو پير بنايائون. جيئن تلقين ٿين تيئن چند چِلا ڪڍي ڪاميابي حاصل ڪيائون. ۽ وطن کان حجاز تائين پيرين اُگهاڙا ۽ روزا رکندا وڃي حرمين محترمين جي طواف سان مشرف ٿيا.

# امير سيد علي قوام رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سوانہ جي ساداتن مان آهن. خدا طلبيءَ جي شورش هن طرح تي جو پاڻ گهربار کان آواره ٿي ويا جڏهن شهر جونپور پهتا تہ شيخ بهاءالدين جونپوري رحہ جن سان بيعت ٿيا ۽ اهڙيءَ طرح ظاهري ۽ باطني ڪمالات حاصل ڪيائون تہ سندس رستو جذبي ۽ سلوڪ جي وچ ۾ هو. ڪي لکن ٿا تہ پاڻ شطاريہ سلسلي جي شيخ قاضن شطاريءَ جا مريد هئا. ۽ ڪي وري چون ٿا تہ ڪين سيني مشهور خانقاهن سان صحيح نسبت آهي. ۽ سيني دروازن تان پنهنجي استعداد جي مطابق حاصل ڪندا رهيا. پاڻ ڪنهن بہ خاص لباس جا پابند نہ هئا. ڪڏهن خرقو پائيندا هئا ۽ ڪڏهن قبا پهريندا هئا. سندن جذب سلوڪ تي غالب هو. گهڻو وقت سُڪر جي حالت ۾ گذرندو هئن. ۽ گهٽ وقت ۾ هوشيار رهندا هئا. مگر هوشياريءَ واري حالت ۾ عجيب حال هوندو هئن. جڏهن پاڻ تجليءَ جو ديدار ڪري خوش ٿيندا هئا تہ وري ان حالت جي وڃڻ ڪان پوءِ ندامت ٿيندي هئن ۽ انهيءَ ندامت ۾ سندن حيرت آسمان تائين پهچندي هئي حتاڪِ رئڻ ۽سوز و گداز کان هڪ لمحو بہ رهائي نہ ملندي هئن. هجري سنہ نو سوءُ پنج ۾ سندن پاڪ روح جسماني غار مان نڪري اعلىٰ ارواح ڏي ڪوچ فرمائي ويو خوابگاه جونپور ۾ اٿن.

# شيخ سماءُ الدين دهلوي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ فخرالدين جا پٽ آهن. نهايت بلند همت هئا ۽ ايثار جو جذبو تہ ڏينهون ڏينهن وڌندو رهندو هئن. گهٽ کائڻ گهٽ ڳالهائڻ سان گڏو گڏ سمهڻ کي ترڪ ڪرڻ جي بہ ڪوشش ڪندا رهندا هئا. سندن والد بزرگوار کائن بيحد خوش هئا ۽ هر روز صبح ئي ساڻ سندن سعادتمنديءَ جي دعا بارگاهِ ايزديءَ ۾ ڪندا هئا ۽ انهن جي دعائن جي برڪت سان پاڻ سيد راجوءَ جي خدمت ۾ وڃي پهتا. ۽ سيد راجو رحہ جن جي پُر خلوص خدمت جي ڪري صاحبِ دل ٿي ويا. جڏهن ولايت جي ڪاملين جي ڪمالات کان پاڻ سرفراز ٿيا تہ خلافت جو خرقو شيخ ڪبيرالدين اسماعيل کان ملين. جڏهن حجاز جو سفر ڪيائون تہ احمد آباد ۾ شيخ احمد ڪٽو مغربيءَ رحہ جن جي خدمت مان بہ گهڻو فيض حاصل

ڪيائون. شيخ جمال دهلوي لکي ٿو تہ جنهن زماني ۾ شيخ، رنت پنور قلعي جي هيٺان گوشي نشيني اختيار ڪئي هئي تہ مان سندن خذمت ۾ سعادت حاصل ڪرڻ لاءِ ويندو هئس. هڪ ڏينهن پاڻ عين القضاة همداني قدس سرهُ جا ڪتاب پڙهي رهيا هئا تہ انهيءَ وچ ۾ فرمائڻ لڳا تہ عين القضاة رحہ جن هڪ دفعي انن جاين تي مدعو ٿيل هئا ۽ هڪ ئي وقت ۾ پاڻ انن ئي جاين تي پهچي ويا. ۽ پنهنجي خلوت خاني جي ماڻهن سان بہ ساڳي ٽائيم تي حاضر هيا. هن بيان کي مون دل ۾ عقل کان بعيد سمجهو. انهيءَ ئي ڏينهن جڏهن مان پنهنجي گهر پهتس تہ شيخ کي پنهنجي اڪين سان گهر جي هر هڪ ڪنڊ تي بيٺل ڏٺم. سمجهي ويس تہ هيءَ ڪرامت مٿئين شڪ کي دور ڪرڻ لاءِ ڏيکاري اٿن. ۽ فوراً پنهنجي خيال کان باز آيس. ۽ دل ۾ مضبوطيءَ سان يقين ڪيم تہ درويشن کي اها طاقت بہ آهي تہ هڪ ئي وقت ۾ هو مثالي جسمن سان مختلف مقامات تي نمايان ٿي ٿا سگهن. زماني جا عالم ڪين سيني علمن ۾ استاد تصور ڪندي ادب سان سندن سامهون وهندا هئا. ۽ وقت جا حڪمران جيئن بهلول لوڌي ۽ ٻيا امير وزير سڀ آستاني بوسيءَ لاءِ مريدن وانگر حاضر ٿيندا هئا جيڪو مال متاع نذر لاءِ ايندو هئو اُهو قبول نہ ڪندا هئا. اهڙي بي نيازيءَ سان سندن زندگي خدا پاڪ جي پرستش ۾ بسر ٿيندي هئي. هجري سنہ نو سؤ نوي ۾ ڪوچ فرمايائون. سندن مزار شريف دهليءَ ۾ آهي.

## شيخ جارالله مڪي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

شيخ قطب الدين پنواري رحہ (ڪالپي جو هڪ ڳوٺ) جن جو بيان آهي تہ سندن حليو مبارڪ هي هو تہ هڪ پير هو نوراني شڪل چيلهہ جهڪيل عمر اسي سالن کان بہ مٿي ۽ رياضت جي ڪري سخت ڪمزور ۽ ضعيف هئا. حنفي مذهبَ جا هئا ان ڪري اڪثر سندن درس ۾ حنفي فقهہ پڙهائي ويندي هئي. هڪ ڏينهن پاڻ عمري لاءِ پنڌ وڃي رهيا هئا ۽ مهينو رمضان شريف جو هو. مون ڪين رستي ۾ ڏٺو تہ چيم تہ اي شيخ! توهان پيادل ڇو ٿا وڃو. پاڻ جواب ڏنائون تہ ڇا توهان نہ ٻڌو آهي تہ توهان جو اجر تڪليف جي مقدار ملندو ۽ هليا ويا. سندن جاءِ پيدائش ۽ خوابگاه ٻئي مڪي معظمہ ۾ آهن.

# خواجہ مرتضيٰ تائبادي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ اهڙا تہ بلند همت ۽ عالي فطرت جا هئا جو نيستي ۽ بـَي نوائيءَ جي حالت ۾ بہ خوش دل رهندا هئا. مولانا زين الدين تائبادي رحہ جي خدمت ۾ ويجهڙائيءَ جو تعلق هئن. چون ٿا تہ هڪ سال جڏهن جو اچا سندن سلوڪ جي شروعات هئي. پاڻ عراق جي ملڪ مان چاليهہ غلام وٺي مسافرت شروع ڪئي هئي. سڀ غلام، عمر ۽ خوبصورتيءَ ۾ هڪ ٻئي جو عڪس هئا. جڏهن سندن همت اچان وڌي تہ سيني ڪي خدا جي راهہ ۾ آزاد فرمائي ڇڏيائون ۽ غلامن کان علاوه ٻيو بہ جيڪو مال هئن درويشن جي سامهون رکي لٽائي ڇڏيائون. پوءِ هڪ عرصي کان پوءِ جڏهن تنگي ۽ سختي اچي گهيرين تہ هڪ واقفڪار شخص چين تہ توهان جو فلاڻو غلام وڏو مالدار آهي تہ پوءِ هيءَ سختي ۽ تنگي ڇو آهي پاڻ جواب ڏنائون تہ همت جو هٿ قناعت جي دامن کان ڪڏهن بہ اڳتي نہ وڌايم ۽ لالچ جو هٿ ڪڏهن بہ ڪنهن دولت مند جي کيسي ۾ نہ وڌم.

# بابا حيدر ابدال رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ تجريد جي ميدان ۾ تيز رفتار ۽ تفريد جي ڪنڌ ۾ وزني هئا. هي چند ڪلمات سندن متقيانہ ۽ ناصحانہ بيانات مان آهن. هي ڪلمات مولانا محمود ڪمانگر سندن حوالي سان بيان ڪيا آهن- (1) پنهنجي ذائقي کي سئي ڪاڏن جو پابند ڪري ڇڏڻ سان خواري ۽ خواهش کي وڌائي ٿو. (2) دل کي دنيا جي محبت ۾ نہ ڦاسايو ڇو تہ هيءَ دنيا هڪ ڏسڻ ۾ ڪنوار وانگر پر حقيقت ۾ ڪراڙي آهي. (3) جن ضرورتن کان سواءِ ڪو چارو ناهي صرف انهن تي اڪتفا ڪيو ڇو تہ جيڪا شيءِ اهڙي آهي اُها دنيا نہ آهي. (4) فلڪ جي سائي ۾ نہ سمهو ڇو تہ اهڙي ننڊ دل ۾ سختي پيدا ڪندي آهي. (5) بيهودگيءَ کان زبان تي تالو لڳايو تہ جيئن حق جي ياد ۾ توهان ان کي گلستان بنائي سگهو. سندن گهڻو ڪري ڪلمات انهيءَ ئي قسم جا آهن. مير فروغي اشرف پنهنجي تذڪري جي مسودي ۾ اهي لکيا هئا. ليڪن جڏهن مير فروغيءَ کي هجري سنہ هڪ هزار ارڙهن ۽ عالم علويءَ مان طلب جو فرمان ٿيو تہ

حڪم جي تعميل ڪندي دنيا جي وحشت آباد مان وڏي اشتياق سان عالم جاويد ڏي ڪوچ ڪري ويا ان ڪري اهو مسودو بياض ۾ نہ اچي سگهيو. ليڪن مان انهيءَ مسودي جي ڳولا ۾ ڪوتاهي نہ ڪندس ۽ اميد اٿم تہ اصلاح ۽ درستي ڪان پوءِ پڙهڻ وارن لاءِ عبرت جو باعث ٿيندو.

## مولانا روح الله رحمة الله عليہ جي ياد ۾

پاڻ اهڙا تہ عشق جا شيفتہ ۽ سوختہ هئا جو عرفان ۽ سنجيده اعتقاد سندن خمير ۾ داخل هو. سندن پير جنهن جي هٿ تي بيعت ڪيائون يا شيخ ارشاد جو نالو ڪنهن بہ بيان ڪرڻ واري جي زبان مان يا ڪنهن لکڻ واري جي قلم جي ذريعي گلزار ابرار جي لکڻ واري کي نہ معلوم ٿيو آهي. ليڪن ان ۾ شڪ نہ آهي تہ سندن دور ۾ جيڪي بزرگ هئا پاڻ انهن جي وڏن دوستن مان هئا. جيئن مولانا زين الدين محمود ڪمانگر فرمايو آهي تہ هڪ ڏينهن مون سندن خدمت ۾ پنهنجي سياه باطن جو ذڪر ڪندي شڪايت ڪئي ۽ پاڻ منهنجي دلگيري لاءِ فرمايائون تہ محمود توکي هن آزاد گروه جي صحبت ۾ هڪ ذاڳي جي برابر بہ دلبستگي ٿئي ٿي يا نہ؟ مون عرض ڪيو تہ جيترو بہ عبارت ۾ اچي ٿو سگهي ان کان بہ گهڻو وڌيڪ آهي جواب ڏنائون تہ تنهنجي دائمي سعادتمنديءَ جو نشان بس اهوئي ڪافي آهي.

## مولانا معين الدين واعظ هروي رحمة الله عليہ جي ياد ۾

پاڻ تصوف ۽ توحيد ۾ شاهہ قاسم انوار رحہ جن جي قدم تي قدم رکندا هئا. سندن پاڪ طبيعت ۾ حقيقت جون آبدار ڳالهيون مليل هيون. سندن باطن معلومات جي تجلين سان منور هو. سندن نصيحت جي مجلس شريعت جي بيمارن لاءِ شفا خانو ۽ سندن موحدانہ تقرير طريقت جي مجروح باطن وارن لاءِ صحت جو باعث هئي. پهريائين پاڻ رسمي علوم ڪامل طريقي سان حاصل ڪيائون پوءِ گهڻي ڪجهہ تصنيف ۽ تاليف بہ ڪيائون. انهن ۾ هين ڪان علاوهسندن سيرالنبي صلى الله عليه وسلم تفسير ڪامل- ۽ حدائق الحقائق- سورة يوسف جو تفسير تاويلات جي رنگ ۾ زماني جي عالمن وٽ مشهور ۽ معتبر آهي. هر آيت جي بيان ۾ سبب ۽ تاويل جي طور تي رنگين ۽ خوبصورت لفظن جي

ذريعي گهڻيون عجيب ۽ غريب معنائون ادا ڪيون اٿن تہ جيئن جيڪي نظر وارا انسان اهل دل آهن انهن جي سمجهہ وڌي. لکن ٿا تہ جڏهن مان تفسير سير لکي رهيو هئس تہ بسم الله جي "ب" کان والناس جي "س" تائين نبي ڪريم ﷺ جن جو منهن مبارڪ هر طرف کان ظاهري نگاهہ کان پري نہ ٿيو. هن سلسلي جي ڪن عالمن جو چوڻ آهي تہ اهو لکڻ مان مطلب هي آهي تہ لکڻ واري سنت نبوي عليہ السلام جي پيروي ۽ ان کي قائم رکڻ ۾ انتهائي ڪمال سان مدنظر رکيو آهي. هن باري ۾ راقم جي خيال ۾ اهو آيو آهي تہ جنهن کي بہ هيءَ ڳالهہ (ايتري درجي جي اطاعت نبي ﷺ) حاصل ٿيندي ان جي اُها حالت ڇو نہ ٿيندي ڇو تہ ان جو قول اهو ٿي سگهي ٿو.

## شيخ بهاءُ الدين شاهہ باجن رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ ابن حاجي معز الدين ابن علاؤالدين ابن شهاب الدين ابن شيخ ملڪ ابن مولانا احمد خطابي مدني آهن. هبل ابن خطاب جي نسل مان جيڪو امير المؤمنين حضرت عمر بن الخطاب رضي الله تعاليٰ عنہ جو پاءُ هو. سندن جاءِ پيدائش احمد آباد گجرات ۽ آرام گاهہ برهانپور خانديس آهي. شيخ رحمت الله ابن شيخ عزيز الله مانڊوي رحہ جن جا مريد هئا. سندن ڇوٽون ڏاڏو حضرت احمد مدني رحہ جن جا حالات ماٺهو هيئن ٿا بيان ڪن تہ ابو مدين رحہ جن جي مريدن مان هئا. رسمي علمن ۾ ڪمال حاصل هئن. علم حديث جي اڪثر مشڪل معاملن ۾ صاحب حديث صلي الله عليہ وسلم جن کان حل ڪري وٺندا هئا. هميشہ اڌ رات جو جڏهن روضۂ منور تي آستانہ بوسيءَ لاءِ حاضر ٿيندا هئا تہ سندن لاءِ حرم پاڪ جا دروازا کلي پوندا هئا. هڪ دفعي اوچتو سير ۽ سياحت جي آرزو پيدا ٿين تہ پنهنجي پٽ شيخ ملڪ کي ساڻ ڪنيائون. ڪجهہ سفر جا دوست بہ ساڻ هئن ۽ نڪري پيا. عراق- خراسان- ماوراءالنهر ۽ سنڌ جو سير ڪندا دهليءَ پهتا. هتي ساٹن وڏا وڏا ماڻهو محبت ڪرڻ لڳا. اهڙي طرح تقدير جو لکيو ظاهر ٿيو ۽ ملڪ جي واليءَ انتهائي عاجزي ۽ دلداريءَ سان شاديءَ جو انتظام ڪري سندن فرزند شيخ ملڪ کي پنهنجو نياٹو بنايو. ڪجهہ ڏينهن انهيءَ شهر ۾ فيض حاصل ڪندڙن جو هجوم وڌندو رهيو. بعد ۾ پنهنجي

ساٿين جي عرض ڪرڻ تي پاڻ شيخ ملڪ کي هتي ڇڏي خود مديني منوره ڏي واپس وريا ۽ انهيءَ مقدس سر زمين جي خاڪ پاڪ ۾ وجي آرامي ٿيا.

هاڻي حاجي معزالدين جا ڪجهه حالات لکجن ٿا. شاه باجن جا والد بزرگوار حاجي معزالدين مخدوم جهانيان سيد جلال بخاري رحه جن جا برگزيده خليفا هئا. هڪ سؤ چاليهه سالن جي عمر هئڻ ست دفعا حرمين شريفين جي زيارت کان (زَادَهُمَا اللهُ شَرَفاً) مشرف ٿيا هئا. پيدائش جي جاءِ دهلي اٿن. چون ٿا ته ڪين پنهنجي بزرگن جو وطن ۽ ديدار ڪرڻ جي تمنا ۽ قوم سان ملڻ جو ڏاڍو شوق هو. جنهن حجاز جي سفر تي آماده ڪين. چنانچه سفر جو انتظام ڪري جيڪي ڳالهيون دل ۾ لڪل هئڻ اُهي ظاهر ڪري ڏيکاريائون. سير سفر جي ذريعي خوشي ۽ فرحت حاصل ڪري پوءِ واپس پنهنجي وطن ۾ آيا. جڏهن گجرات ۾ پهتا ته انهيءَ ملڪ جي مٽيءَ سندن پيرن ۾ ڏيڻ جو ڪم ڪيو وري ان سان گڏ عيالداري به ٿي ۽ هي ڪيچ ۾ ڦاٿل پيرن لاءِ زنجير بنجي پئي.

مطلب ته سنه ست سؤ نوي ۾ شاه باجن جو روح پاڪ عنصري مظهر جو چوغو پائي هن طلسم جي عالم ۾ سير لاءِ آيو. ۽ آهستي آهستي ٿورو ٿورو هوش وڌندو رهيو آخر ادراڪ ڪامل ٿيو. جڏهن سندن عمر ڇئن سالن جي ٿي ته سندن والد بزرگوار شهيد ٿي ويا ۽ جڏهن پاڻ چوڏهن سالن جي عمر کي پهتا ته عقل آيو ۽ ارادت جي هٿ شيخ رحمت الله رحه جن جو دامن پڪڙيو. ايڪيهن سالن تائين شيخ جي گرامي صحبت مان فيض حاصل ڪندا رهيا ۽ ولايت جي درجي تي پهتا ۽ پوءِ اجازت حاصل ڪري حجاز جي سفر تي خشڪيءَ جي رستي نڪري پيا جڏهن خراسان پهتا ته عالم مثال ۾ ڏٺائون ته حضور خاتم النبيين ﷺ سندن پير کي ارشاد فرمائي رهيا آهن ته پنهنجي مريد کي چئو ته حج جو جيڪو خيال ڪيئي اهو قبول ٿيو هاڻي واپس موٽي وڃ. ۽ برهانپور خانديس قيام ڪري اُتي طالبن جي رهنمائي ڪر. هن خواب جو تعبير به نفس الامر ۾ ائين ئي ٿي جو پير کي ڪو پٽ ڪونه هو. لهذا پير پنهنجي پائيٽي شيخ احمد عطاءُ الله ابن شهر الله کي جانشين ڪري هڪ خاص خرقو مبارڪ سپرد ڪيائون ۽ فرمايائون ته شيخ بهاءُ الدين باجن رحه کي پهچائجان جيڪو خراسان کان موٽي ايندو. جڏهن پاڻ ايڪيهن سالن جي سفر کان پوءِ واپس گجرات آيا ته حڪم جي تعميل ٿي. امانتي خرقو پاتائون ۽ ٻئي ڏينهن پير جي

مزار تي آستانہ بوسيءَ لاءِ ويا. سُـرَ سان ڳائڻ وارن کي فرمايائون تہ ڳايو ۽ گانا ٻڌي خوش ٿيا. خلافت جي مبارڪباد غيب جي طرف کان سندن ڪنن ۾ آئي. اطمينان ڏينهون ڏينهن وڌندو ويو. ڪجهہ سال شيخ احمد عطاءُ الله جي خذمت ۾ گذريا. پوءِ باطني اشاري موجب دکن روانو ٿيا. دولت آباد ۾ پهچي معرفت جي برهان سلطان برهان الدين غريب جي مرقد مبارڪ جو طواف ڪيائون ۽ بلند همٿيءَ جي درخواست ڪيائون. هتان بيدر شهر ۾ پهتا. بيدر ۾ شيخ منجلو رحہ هو جيڪو منصور زمان مسعود بڪ جو خليفو هو. ان جي خذمت ۾ پاڻ چلي ڪشي ڪيائون. اهڙي تہ مقبوليت حاصل ٿي جو مسعود بڪي خرقو عنايت ٿين. پوءِ پاڻ گجرات ڏي موٽيا ۽ هتي وري اٺن سالن تائين حجري ۾ اڪيلائي ۽ رياضت ۾ نفس سان لڙائي لڙندا رهيا. ان کان پوءِ اصل فرمان جي تعميل عمل ۾ آئي جيڪو برهانپوري ۾ رهڻ متعلق هو. ۽ هن وقت تي منحصر هو. خاناپور هڪ ڳوٺ سواد برهانپور ۾ آهي. انهيءَ ڳوٺ ۾ اچي هڪ مسجد ۾ ڪجهہ عرصو گذاريائون. صوبي جي حاڪم کي خبر پئي تہ نهايت عاجزي ۽ انڪساريءَ سان کين شهر ۾ وٺي آيو سندن لاءِ گهر- خانقاهہ- جامعہ مسجد ۽ آرام گاهہ تعمير ڪرايائين. هن ڪتاب جو لکندڙ انهيءَ عمارت ۾ ڪجهہ دفعا ويو آهي. عمارت جي صاحب جي مزار مبارڪ جو چڪر ڪٽيو آهي ۽ جمعہ جي نماز بہ پڙهي آهي. مطلب تہ شاه باجن رحہ جن انهيءَ عمارت ۾ رهي باقي عمر باطن جي تعمير ۾ گذاري. هجري سنہ نَـوَ سوءُ ٻارهن هو. هڪ رات پاڻ شيخ فصيح الدين کي جيڪو سندن دلي دوستن مان هو پنهنجي ڪوچ ڪرڻ جي خبر ڏنائون تہ صبح جو سوير ئي باجن جي غسل ۽ جنازي نماز لاءِ اچي ۽ اچڻ ۾ دير نہ ڪري. ۽ اهڙيءَ طرح پاڻ حڪم ايزديءَ مطابق صبح جي وقت ڪوچ فرمائي ويا ۽ وصيت تي بہ عمل ڪيو ويو. هڪ سوءُ ٻہ سال عمر هئن.

## مولانا نظام الدين حسين ﷬ جي ياد ۾

پاڻ مولانا علاؤالدين محمد مکتب دار جا پٽ آهن. جوانيءَ ۾ پوڙهن جهڙي معرفت ۽ ڪراڙپ ۾ جوانن جهڙي رياضت هئن. هوش سنڀالڻ کان وٺي آخر وقت تائين ڏينهون ڏينهن معرفت ۽ خدا شناسيءَ جي نشي ۾ مست رهيا. چون ٿا تہ جهان ۾ گهمڻ جو شوق سندن دل ۾ گهڻو هو. هڪ دفعي روم جي

رستي ۾ هڪ سيد وٽ مهمان ٿيا. ميزبان سيد جي نياڻي هميشه بيماريءَ جي تڪليف ۾ رهندي هئي مگر انهيءَ رات تڪليف جي بجاءِ آرام ۾ رهي. صبح سان جيئن مهمان سفر لاءِ هليو ته روزانو وانگر تڪليف شروع ٿي وئي. گهر جي مالڪ مسافر کي هڪ بهانو ڪري واپس گهرايو. ۽ اهڙي طرح ٻه ٽي دفعا موڪلائڻ ۽ وري واپسي ٿي. آخرڪار لڪل راز ڪليو ۽ معلوم ٿيو ته هن نياڻيءَ جي صحت هن نوجوان جي قدمن جي برڪت ۾ آهي. لهذا بغير علاج جي ائين ئي انهيءَ نياڻيءَ جو هن سان عقد ڪري ڇڏيائين. مير علائي آبيزي انهيءَ ئي زال جي پيٽ مان ٿيو.

## مولانا غياث الدين احمد رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سڄي عمر ظاهري اطاعت ۽ باطن جي صفائيءَ ۾ مصروف رهيا. مولانا محمد مڪتب دار جا فرزند ۽ مريد آهن. پنهنجي ڪلام ۾ پاڻ لکيو اٿن ته مون مولانا جامي رحه جن جي خدمت سان ڪجهه معرفتون ۽ ڪجهه الاهي حقيقتون حاصل ڪيون آهن. مولانا محمد روحي ساڻن محبت ڪندا هئا ۽ چاهيندا هئا ته مان پنهنجي طرفان سندن نالي اجازت نامو لکان. مگر پاڻ شرمندگيءَ سان چيائون ته مان پنهنجي والد بزرگوار جو خليفو آهيان ۽ مولانا محمد روحي جن جي خلافت نامي جي لائق پاڻ کي نه سمجهندي عذر سان پيش آيا. مولانا نور الله رحه فرمائيندا هئا ته مڪتب دار جو فرزند شيخ روحي رحه کان وڌيڪ چالاڪ ۽ اڳتي وڌندڙ آهن. بلڪ سلوڪ جي رستي ۾ سندن قدم پنهنجي پيءُ کان به وڌيڪ استحڪام سان وڌيل آهي.

## مير علائي آبيزي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ مولانا نظام الدين حسين رحه جن جا فرزند آهن جيڪو مڪتب دار جو پٽ هو. سندن دلپسند اقوال ۽ عجيب فعل رباني جلال ۽ جمال جو نسخو هئا. چون ٿا ته جنهن زماني ۾ ترڪمانن جو غلبو ٿي ويو هو ته قاضي محسن جي خدمت گذارن مان ٻه باطن جا ڪارا شخص مير رحه جو دروازو کولي اندر گهڙي آيا. انوقت مير رحه گهر ۾ موجود نه هو. مير رحه جا پٽ ڇوڪرا خوف وچان پريشان ٿي ڀڄي ويا. هي ٻئي ظالم لٽ مار ڪرڻ لڳا ۽ جيڪي ڪجهه

مليو لٽي واپس هليا ويا. جڏهن گهر ڏٽي آيو ۽ ننڍن ٻارن کي گهبرايل ڏٺائين تہ جنهن طرف هو ٻئي بدمعاش ويا هئا ان طرف جلال جي نظر ڪيائين. انهيءَ وقت جنهن دروازو کوليو هو ڪِري پيو ۽ هٿ پڇي پيس ۽ ان جا ڪيترا ئي ننڍا ننڍا ٽڪرا ٿي پيا ۽ ٻيو شخص پاڳل ٿي اهڙو تہ خوار ٿيو جو وري هوش آيس ئي نہ قاضي محسن جڏهن هيءَ عجيب ڪرامت ڏٺي تہ سخت تعجب ۾ پيو. ۽ ان وقت عذر خواهي ڪرڻ شرمندگيءَ سان مير رحہ جي گهر ڏي ڊوڙيو. گهر وارا وري ماڻهن جو هجوم ڏسي ڏڪڻ لڳا. مير رحہ فرمايو تہ ڊڄو نہ ۽ ڏکو بہ نہ هي ماڻهو توهان جي دل جوئي ۽ عذر خواهيءَ لاءِ آيا آهن.

## شيخ غياث الدين انڪور رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ ڪن روايتن مطابق هروي آهن. جذب ۽ سلوڪ ٻئي گڏوگڏ رکندا هئا. وقت جي بزرگن جي خدمت جي برڪت سان فيض جا آثار سندن حالتن ۾ ملن ٿا. مولانا نظام الدين حسين رحہ جي خدمت ۾ رازداريءَ جون ڳالهيون گرما گرميءَ سان ٿينديون هيون. پاسي ۾ لڪل دشمن (نفس) تي جيڪا ڪين فتح حاصل ٿي هئي تہ اها مولانا جي ئي امداد سان ٿي هئي. طريقت جي آرزو رکندڙن لاءِ پاڻ اهڙي تہ نصيحت ۽ تلقين فرمائيندا هئا جيڪا بلڪل شيشي وانگر صاف- روشن ۽ مڪمل فائديمند هوندي هئي. مغاڪ جي مسجد ۾ پاڻ جڏهن مثنوي پڙهندا هئا تہ پنهنجي زبان سان عمدا عمدا ۽ دلچسپ نڪتا ۽ توجيهات ماڻهن جي سامهون بيان ڪندا هئا. جن ڪي ڪي ماڻهو لکي بہ رکندا هئا. جڏهن جذب جو جوش مٿي ڪان بہ مٿي نڪري ويندو هو تہ هڪ شخص جيڪو سندن مريد هو حافظ اشتر ان جو نالو هو ان جي ڪلهن تي سوار ٿي چڪر لڳائيندا هئا. سندن دعا جو نتيجو قبوليت سان گڏوگڏ ساڻ رهندو هو. سندن پٽ مريد عبدالله هو. ان کي سالڪ جذبي وارو يا مجذوب سلوڪ وارو چوڻ گهرجي. دارالسلام بلخ ۾ فيض جي تلقين ڪندا هئا ۽ ماڻهن کي ماڻهن جي عادتن ۽ خدائي اخلاق سان متصف ٿيڻ جي تعليم ڏيندا هئا. جڏهن جذبات کي جوش هوندو هو ان وقت العياذ باالله جيڪڏهن ڪوشخص گستاخيءَ جو خيال بہ دل ۾ ڪندو هو تہ بنا دير جي اهڙي تہ رنج ۽ تڪليف ۾ گرفتار ٿي پوندو هو جو تہ ان تي جبل ڪري پيو هجي.

# مولانا محمود ڪمانگر بهدائي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن لقب زين الدين آهي. مولانا نظام الدين حسين ابن مڪتب دار جا فرزند آهن. پاڻ عالم- عامل- عارف- عاشق- بلند همٿ ۽ بلند فطرت وارا هئا. گهڻا سال خراسان ۾ گذاريائون. جڏهن بدعت جي اشاعت ۽ معاملات اسلام کان زائد ظاهر ٿيڻ لڳا ۽ ماڻهن ۾ برداشت جي طاقت نہ رهي تہ پاڻ ناخوش ٿي پيا. ۽ بي تاب ٿي قنڌار ڏي هليا آيا. چون ٿا تہ جوانيءَ ۾ ڪين رسمي علوم حاصل ڪرڻ جو خيال ٿيو. هڪ ڏينهن مولانا نورالله جي خدمت ۾ سبق جي اجازت گهريائون. مولانا فرمايو تہ ڇا تنهنجي اها آرزو آهي تہ صدر- مفتي- قاضي- محتسب- مدرس- خطيب- امام يا متولي ٿيان ۽ انهيءَ گروه وارن جا افعال- رفتار- احڪام، ۽ آثار جهڙا بہ آهن ڪنهن کان ڳجها نہ آهن. پوءِ بهتر آهي تہ انهن مٿاهن منصبن جا اسباب فراهم نہ ڪر. ۽ انهيءَ جماعت جي ڪارنامن مان عبرت حاصل ڪري خدا پاڪ جي ذڪر سان پنهنجي دل کي منور ڪر. مون عرض ڪيو تہ نہ بلڪ منهنجي اها آرزو آهي تہ صرف نحو- منطق ۽ معانيءَ جي ذريعي قرآن پاڪ جا لطيف ۽ عجيب و غريب راز ۽ رمزون ۽ حديث نبوي عليہ السلام جا عمدا عمدا نڪتا ۽ اشارا پنهنجي فطرت لاءِ معلوم ڪيان. ۽ پڇڻ وارن جي ادراڪ ۽ حال جي مطابق انهن جون معنائون جواب ۾ بيان ڪندو رهان. مولانا فرمايو تہ تون جيترو بہ زياده پڙهندين توکي مبارڪ هجي. مقصدن جي ادراڪ ۾ تنهنجو درجو بلند رهندو. مون عرض ڪيو تہ ڪنهن جي درس ۾ وڃي ڪتاب کوليان؟ فرمايائون تہ مولانا غياث الدين احمد جي خدمت ۾. چون ٿا تہ ٿوري ئي عرصي ۾ سڀني فنن جي سڀني ڪتابن ۾ دسترس پيدا ٿي وئن. پاڻ مقصد ۽ معنائن جي بيان ڪرڻ ۾ گويا وقت جي زبان بنجي ويا. سندن مجلس ۾ بزرگن جا فائديمند اقوال بيان ٿيندا هئا. جنهن ڪري سندن مجلس ڇا هئي هڪ عجيب نصيحت گاه هئي. ۽ جيڪو بہ شخص سندن حلقي ۾ داخل ٿي ويو اُهو مستفيض ٿي نڪتو. ما بعد جو فقرو سندن پسنديده اقوالن مان آهي، جنهن شخص جي مراد خدا کان سواءِ هوندي اُهو ڪڏهن بہ درويشن جي خدمت مان فائدو حاصل نہ ڪري سگهندو.

## مولانا نورالله رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ مولانا حسين واعظ رحہ جا فرزند ۽ مولانا سعدالدين ڪاشغري رح جن جا مريد آهن. سندن دل الله نورالسمٰوت والارض جي فروغ ڪان روشن ۽ **وان من شيءِ الا عندنا خزائنه** (۽ جيتريون شيون آهن اسان وٽ سيني جا خزانا پريل آهن) جي خزانن سان تونگر هئي. وهبي ۽ ڪسبي علمن ۾ ۽ الـهي ۽ دنياوي مرتبن جي سجاڻن ۾ پاڻ يڪتا هئا. وڏي تعجب جي ڳالهہ اها آهي تہ جڏهن پاڻ جوانيءَ جي شروعات ۾ درس ۾ داخل ٿيا تہ نحو جو اجان هڪ رسالو بہ نہ پڙهيو هئائون تہ خدا طلبيءَ جو شوق پيدا ٿين. جنهن ڪان پوءِ ڪتابي نقش جي حاصل ڪرڻ لاءِ دل ڪچي وئن. پاڻ لکيو اٿن تہ شيخ عبدالڪريم يمني منهنجي باري ۾ فرمائيندا هئا تہ تمام جلدي هن جوان جي علم ۽ تصوف جي شهرت سڄي جهان ۾ ٿيندي ۽ گھڻا عاقل جلدئي هن نوجوان جي پسنديده تقرير مان معلومات حاصل ڪري خوشيون ملهائيندا. آخرڪار جيئن شيخ فرمايو هو تيئن ٿيو ۽ مونکي ائين ئي معلوم ٿيندو هو تہ منهنجي متي تي چٽني پاسن ڪان علم جو مينهن پاٽيءَ وانگر وهي رهيو آهي ۽ مونکي اڌ قرآن پاڪ معنيٰ سان هڪ ئي رات ۾ ياد ٿي ويو هو. ان ڪان پوءِ علم ۽ حقائق شناسي جو استعداد هر گھڙيءَ ۾ ترقي ڪندو رهندو هو. اهو بلڪل سچ آهي تہ شيخ يمني رحہ جن جي دعا جيڪا نورالاهيءَ سان هم آغوش ٿي تہ انهيءَ ئي خير ۽ خوبيءَ سان معرفت الاهيءَ جو نتيجو ظاهر ٿيو.

## شيخ مير جان رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ علي صوفي رحہ جن جا مريد آهن. پاڻ دارالسلام بخارا ۾ واعظ باعرفان ۽ عارف با مواعظ هئا جڏهن واعظ ۽ نصيحت شروع فرمائيندا هئا تہ وقت جي تقاضا جي مطابق اهڙيون تہ ڳالهيون بيان فرمائيندا هئا جيڪي دلپسند ۽ عقل کي وڏائيندڙ هونديون هيون. فنا ۽ آزاديءَ جو نشو- شيخي ۽ بزرگيءَ جو شان ضرورت ڪان وڌيڪ هوندو هئن. ناموريءَ جي خوشيءَ ڪان بيزار ٿي هي شعر ترنم سان پڙهندا هئا.

نام مشهورم کہ بيزارم ازان
درميانِ خلق آمد مير جان.

## شيخ جلال متو رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾ (1)

پاڻ شاهہ شهباز رحہ جا خليفا آهن. ۽ آرامگاه برهانپور ۾ اٿن. تصوف ۽ تحقيق- تمڪين ۽ توحيد جي پاڻ تارازي هئا. گهڻا طريقت جا سالڪان سندن حذمت سان معرفت الاهي ۽ بيدار دليءَ جي اعليٰ درجي کي پهچي ويا. انهن مان سراپا محبت درد ۽ مجسم سوز و گذار سيد ابراهيم بکري رحہ بہ هئا. جن جي رفتار ۾ عرفاني جهلڪ نظر ايندي هئي ۽ قولن مان حقيقت جهلڪندي هئي. سندن رهنمائي سان گهڻائي ماڻهو سلوڪ جي رستي تي اچي اصل مقصد کي پهچي ويا.

پيو شيخ زين الدين شيشہ گر رحہ هو. عرفاني مقامات ۽ منزلن جي گلزار ۾ بهار ساڻن هئي. استغراق ۽ توحيد جي ڪيفيت بي انتها وڌيل هئن. عالم علوي ۽ بهشت جي گهر کي اکين سان ڏسندا هئا. صرف حقيقي جمال کي دل جو قبلو بنائي ڇڏيو هئائون. جڏهن بہ ڪين حق جي ياد ۾ گرمي اچي ويندي هئي تہ سندن زبان مبارڪ مان باهہ جا شعلا نڪرندا هئا. ايتري قدر جو پاڙي وارن کي خيال ايندو هو تہ شايد سندن گهر ۾ باهہ لڳي وئي آهي ۽ گهبرائجي وسائڻ لاءِ ڊوڙندا هئا. ليڪن هتي پهچڻ کان پوءِ باهہ جو ڪو نالو نشان بہ نہ ملندو هئن. ۽ اصل حقيقت جي بہ خبر نہ پوندي هئن. انهيءَ سبب ڪري حيران رهجي ويندا هئا.

ٽيون ميان پيارجي رحہ هو. پاڻ حقيقي وصال جي مجلس جا محرم ۽ شهود و ڪشف جي درياه جا تارا هئا. سندن رئڻ ۾ اهو اثر هو جو باغ ارم ۾ شگفتگي پيدا ٿيندي هئي. سڄي عمر درود ۽ سلام موڪلڻ ۾ گذاريائون. ۽ حضور اقدس سرور انبياء عليہ وعليهم السلام جن جو نوراني حليو مبارڪ پاڻ پنهنجي جسماني اکين سان مشاهدو ڪيو هئائون ۽ سلام و جواب سلام جي شرف سان بہ مشرف ٿيا هئا.

چشم او روشن ز نور احمدؐ مختارباد

## شيخ ڪبير رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شاهہ شهباز رحہ جن جا خليفا هئا. تحقيق- توحيد مشاهدي ۽ معائني ۾ ڪمال حاصل هئن. عرفان ۽ وجدان جو فروغ سندن پيشانيءَ مان ظاهر هو. مرشد جا سڀ اسرار ۽ حالات سندن علم ۾هئا. آرام گاه برهانپور ۾ اٿن.

# شاهہ ميان جي چشتي عليہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ نجم الدين ابن شيخ بهاءُ الدين صديقيءَ جا فرزند آهن. ولادت ۽ آخري آرامگاه بئي مندو (مادو) ۾ اٿن. پاڻ ننڍڙا ئي هئا تہ سندن والده سندن نڪاح ڪري ڇڏيو هو. جوانيءَ جي شروعات تائين پاڻ سالڪ رهيا. هڪ نياڻي بہ ڄائي مگر ڪير پياڪ ٿي هئي تہ فوت ٿي وئي. پوءِ الاهي جذب جون ڪيفيتون پيدا ٿين ۽ شرعي تڪليفون دور ٿي ويون. جيڪي ڪجهہ سندن زبان مان نڪري ويندو هو يا سندن دل ۾ ايندو هو اُهو ايزدي مشيئت جي موافق ٿي هوندو هو. هڪ ڏينهن جو ذڪر آهي هڪ ڏوئنڙو وڪڻڻ واري عورت سندن سامهون لنگهي. ڏوئنڙي جو دلو سندن مٿي تي هو. ان کي سڏ ڪري چيائون تہ پنهنجي دلي کي اونڌو ڪري جيڪي ڪجهہ ان ۾ آهي اُهو ڪيرائي ڇڏ. هن ائين ئي ڪيو تہ هڪ مئل نانگ ڏونئڙي مان نڪتو. سلطان غياث الدين ۽ ان جي پٽ نصيرالدين خلجيءَ جو زمانو هو. جو پاڻ عنصري جسم ۾ رهندي حاجتمندن کي ڪاميابيءَ جون خوش خبريون ٻڌائيندا هئا. سلطان محمود خرد جي عهد ۾ تيرهين ذوالحج ۽ هجري سنہ نو سوءُ ارڙهن هو جو پاڻ جسماني گهر کان موڪلائي عالم ربانيءَ ڏي ڪوچ فرمايائون.

سندن هڪ ياءُ هو شيخ جمن نالو هئس. حال ۽ مقام جو صاحب هو. اعتبار ۽ مقبوليت بہ سٺي هئس. شيخ جمن جي قبر سندن ياءُ جي پرسان آهي. شيخ جمن کي هڪ پٽ هو ان جو نالو شيخ نوراللہ هو. پنهنجي ڏاڏي مڪرم ۽ والد بزرگوار جي جاءِ تي سجاده نشين هو. هجري سنہ نو سوءُ ايڪيتاليهہ ۾ جسم جي جهان کان روحاني عالم ڏي ڪوچ فرمايائون. وارث سواءِ هڪ ڇئن مهينن جي نياڻيءَ جي ڪير بہ نہ ٿيو. نياڻيءَ جو نالو خديجہ بي بي هو. ۽ هن مائي خديجہ بي بيءَ جو حقيقت حال تمام وڏو آهي. مختصر اهو تہ هجري سنہ هڪ هزار ٻن ۾ خديجہ بي بيءَ فرزند شيخ قطب الدين عالم فنا کان گلزار بقا ڏي ڪوچ ڪيو تہ هيءَ زماني جي رابعہ پنهنجي پيءُ ڏاڏي جي ياد ۾ شهر مندو (ماندو) سندن روضي مبارڪ تي هلي آئي ۽ روضي مبارڪ جي نگراني استطاعت مطابق ڪندي رهي. پاڻ انهيءَ ڏينهن کان اڄ جي تاريخ جيڪا

هجري سنہ هڪ هزار ايڪيهہ آهي پنهنجي اقامت ۽ عبادت جي برڪتن سان راقم جي گهر کي سعادت دارين سان مشرف ڪري رکيو آهي. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ عارفات جي گروہ ۾ هر طرح ثابت قدمي جوانمردي- ايثار ۽ قناعت جي مثل خديجہ بي بيءَ جي ڏهين صديءَ ۾ ڪير بہ ڪونهي.

## شيخ ظهور حاجي حميد حصور گواليارى رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ مولانا ظهير غزنوي رحہ جن جا فرزند آهن. سندن عنصري جسم جي سلطنت جيڪا جسماني ۽ روحاني حصن ۾ شامل آهي شهنشاهت عشق جو تخت گاہ هو. ۽ سندن امڪاني بدن جيڪو ظاهري ۽ باطني جزن تي ٻڌل هو محمديہ صہ شريعت ۽ طريقت سان عليٰ صاحبها افضل الصلواة والسلام پُر رونق هئي. چون ٿا تہ سندن والد بزرگوار غزنين مان سوداگريءَ جي سلسلي ۾ هندوستان جي طرف ايندو ويندو رهندو هو. هجري سنہ اٺ سوءُ پنجٽيهہ ۾ پاڻ علم الاهيءَ جي باطني شهر مان عالم وجود جي بيابان ۾ نزول فرمايائون. هڪ سال کان پوءِ هن ننڍڙي ٻار جا ڪرشما اهڙا تہ دل ربا ٿي ويا جو سندن والده کي بہ ساڻ وٺي آيا اتفاق جي ڳالهہ آهي جو ان صالحہ عورت جي زندگيءَ جا ڏينهن پورا ٿيا ۽ مجبوريءَ سبب ڪير نہ ملڻ ڪري ٻار جا چپ خشڪ ٿي ويا ۽ هن جو ناز سان ڪلڻ هاڻي رئڻ جي تلخيءَ ۾ تبديل ٿي ويو. والد سندن پرورش لاءِ جلدي هڪ ڪير پيارڻ واري دائي مقرر ڪئي. والد ڪين هر هنڌ ۽ هر حال ۾ ڪٺي گهمندو رهيو ۽ هن جي جدائي ڪنهن بہ بهاني سان برداشت نہ ڪري سگهندو هو. انهيءَ دوران هڪ رات قافلي وارن تي ڌاڙيلن حملو ڪيو ۽ مولانا ظهير کي تلوار سان زخمي ڪري شهيد ڪيائون ۽ اهڙي طرح هي ٻار يتيم ٿي پيو. ائين ٿي سمجهڻ گهرجي تہ ماءُ جي وفات جو غم پيءُ جي شهيد ٿيڻ جي درد سان گڏ هو.

مطلب تہ جنهن ڳوٺ جي ويجهو قافلو لٽل هو. صبح ٿي سان انهيءَ ڳوٺ جو مقدم انهيءَ حادثي واري جاءِ تي پهتو تہ جيئن قافلي جي سالار جي حقيقت معلوم ڪري ۽ لٽيلن جي تفتيش ۽ تحقيق ڪري. اُتي وجي ڏٺائين تہ هڪڙو ٻار زمين تي پيو آهي ۽ روئي رهيو آهي. انتهائي مهربانيءَ سان هن کي ڪڇ ۾ ڪنيائين انهيءَ دوران هڪ گهاٽن وڻن جي ڪنهن ڪنڊ مان هڪ عورت

نڪتي. ان ڪان پڇيائين تہ تون ڪير آهين. هن جواب ڏنو تہ مان هن ٻار جي دائي آهيان. مقدم ڪي جيڪو دل ۾ فڪر ٿيو هو تہ هن ڪير پياڪ ٻار جي مان سنڀال ڪيئن ڪندس ان ڪان هن ڪي نجات ملي ۽ خوشيءَ سان ٻار ڪي دائيءَ جي حوالي ڪيائين ۽ ٻنهين ڪي پنهنجي گهر وٺي آيو. والد وانگر پرورش ۽ گهڻو پيار ڪرڻ لڳو.

هاڻي غوثي تفصيل جي بجاءِ مختصر احوال ٿو لکي تہ جڏهن انهيءَ ڪير پياڪ ٻار ڪي هوش اچڻ لڳو تہ رسمي علم حاصل ڪرڻ شروع ڪيائين. مقدم جي دل ۾ بہ سندن هي طريقو ويهي ويو ۽ علم حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري سامان ذميداري ۽ اهتمام سان پهچاياڻين. جڏهن علم حاصل ڪرڻ سان سندن دل ۾ پوري فراست پيدا ٿي ۽ پاڻ پنهنجي گذريل ماجرا ڪان بہ واقف ٿيا تہ ان ڳوٺ ڪي ڇڏي اچي گواليار ۾ قيام ڪيائون تہ جيئن جيڪي علم ۽ فن حاصل ڪيا اٿن اُهي ٻين تائين پهچائن. هي ڪم هلي رهيو هو تہ سندن دل ۾ خداشناسيءَ جو ولولو ۽ طلب جو شعلو پيدا ٿيو. ڳوليندي ڳوليندي ڪين شاهہ قاضن شطاري ؒ جن جي خدمت ۾ رستو مليو ۽ پاڻ هتي بيعت ڪيائون. ٿوري عرصي ۾ ڪامل مرشد جي بامعرفت تلقين سان ڪين مراد حاصل ڪري بيحد خوشي حاصل ٿي. جڏهن پير بزرگوار رحلت فرمائي تہ مخدوم زاده حقيقي شاهہ ابوالفتح هديہ سرمست جي خدمت ۾ رهي جيڪو فيض شاهہ قاضن رحہ جن جي خدمت ۾ رهجي ويو هو اُهو شاهہ سرمست جي خدمت جي ڪري حاصل ڪيائون. جڏهن سندن عمر مان چاليهن سالن جو چلو پورو ٿيو ۽ هوڏانهن توفيق جي شراب جو دور ختم ٿيو تہ پاڻ حجاز جي سفر جي اجازت گهريائون. شاهہ ابوالفتح نامدار خانوادن جي خلافت جو خرقو عطا فرمائي مبارڪ سفر جي اجازت ڏني. هي واقعو شاهہ ابوالفتح جي ذڪر ۾ ڪجهہ تفصيل سان لکيل آهي. جڏهن رخصت ملين ۽ ارادو بہ مضبوط ٿين تہ پاڻ سفر جي چادر ڪلهن تي رکي هر طرف ۽ هر شهر جي بزرگن ۽ عارفن ڪان تصوف جي راهہ ۾ معنوي سلوڪ ۽ منزل شناسيءَ جو توشو حاصل ڪيائون. هنن سيني ۾ سندن اعليٰ درجي جو ذخيرو اُهو آهي جيڪو اويسيہ سلسلي ۾ شيخ علي شيرازي رحہ جي خدمت مان مليو هئن. شيخ علي شيرازيءَ جو لقب علي ثاني رحہ آهي ۽ شيخ عزيزالدين عبدالله مصري رحہ جا خاص مريد آهن. جيڪي هڪ روايت مطابق

زمان ابوالوقت خواجہ اويس قرني يمنيءَ جا بغير واسطي مريد آهن. مختلف قسمن جون اثرائتون دعائون ۽ صوفين جي طريقن جا شغل امام زمان جي نسبت محڪوم جو حڪم رکنديون هيون. ۽ عليِ ثاني رحہ جن کي سلسلي جي طريقي مطابق ٿوري ٿوري ڪري عنايت ڪيون ويون هيون. هي سڀ علي ثاني رحہ جي حڪم جي برڪت سان حاجي حميد حضور کي بہ پهتيون.

ٻيو چشتيہ سلسلي ۾ شيخ محمد غياث چشتي رحہ جي خدمت مان سپردگي نامون ۽ اجازت جو خرقو حاصل ٿين. شيخ محمد غياث چشتي رحہ جن حضرت خواجہ معين الاسلام رحہ جن جا بزرگ خليفا آهن. ۽ خواجہ معين الدين الاسلام رحہ جن خواجہ شيخ حسام الدين مانڪپوري رحہ جا خليفا هئا.

هن سڄي گذارش جو مطلب اهو آهي تہ پاڻ حج ۽ عمري جا سڀ ارڪان ادا ڪري مدينہ منوره جي طواف جو عزم ڪيو ۽ اتي چاليهن سالن جو چلو نبي ڪريم ﷺ جن جي روضي اقدس تي بي انتها شوق سان ٻهارو ڏيندي پورو ڪيائون. جڏهن بدن جي عمارت ۾ پيريءَ جي سستي پيدا ٿي. هڪ ڏينهن ڪٿهري وٹ انتهائي ادب سان ٻيهي عرض ڪيائون تہ حاجي حميد حضور کي پيريءَ جي ناتوانيءَ اچي ورايو آهي ۽ ظاهري ڪو پٽ بہ ڪونهي پوءِ هي احميديہ ۽ احديہ اسرارن کي ڇا ڪري جيڪي هن وٹ محفوظ آهن ۽ جيڪي ڪجھ مڪاشفي ۾ حضور صہ جن جي امت جي بزرگن جي پيرويءَ سان حاصل ٿيو آهي. اهي جملي اسرار ڪنهن جي سپرد ڪيان. جيئن حڪم ٿئي تيئن تعميل ڪيان. چون ٿا تہ خواب ۾ ٻن ننڍڙن ٻارن جون ۽ خيالي صورتون کين ڏيکاريون ويون ۽ ارشاد ٿيو تہ باڪمال سعادتمندن جون بہ مثالي ۽ خيالي صورتون جن ٻارن جون آهن اُهي تنهنجي خزاني جا خزانچي ازل کان نالي ٿيل آهن ۽ انهن جو ديدار هندستان ۾ توکي تلاش ڪرڻ سان ٿيندو. هن حڪم جي مضمون مان پاڻ اهو سمجهائون تہ واپس هندوستان ڏي وڃڻ جو حڪم مليو آهي جڏهن سمند پار ڪري پنهنجي اصل گهر گواليار ۾ واپس آيا تہ چند ڏينهن کان پوءِ جيڪي حليہ مبارڪ خواب ۾ ڏيکاريا ويا هئا اُهي شيخ بهول رحہ ۽ شيخ محمد جي صورتن ۾ بيداريءَ جي حالت ۾ سامهون آيا. اهو ڏسي خدا پاڪ جو گهڻو شڪر ادا ڪيائون. ان وقت شيخ محمد جي عمر ست سال کان مٿي هئي ۽ خدا شناسيءَ جي ڪوچي ۾ اجان طفل هئا. پاڻ ٻنهين کي موثر

نفس جي مدد سان پاڻ ڏي ڇڪي خدمت ۾ متوجہ ڪيو. ۽ نامور سلسلن جي مشائخن جا ڪمالات ۽ حالات- انهن جا اطوار ۽ اسرار خاص ڪري شطاريہ مشرب جي رفتار- دعوت جو فن- انڪار جو طريقو ۽ اشغال ۽ تصورات جون سندون مطلب تہ سڀ شيون ٻن سالن اندر تعليم ۽ تلقين فرمائي ڇڏيون. شيخ بهلول رحہ کي ساڻ وٺي بهار جي صوبي جي طرف سير ڪرڻ هليا ويا ۽ شيخ محمد کي چنار جي ڪوهستان ۾ حجري ۾ رياضت جي اندر معرفت حاصل ڪرڻ لاءِ مشغول فرمايائون. پوءِ چند ڏينهن کان پوءِ شيخ بهول رحہ جي سفارش شيخ محمد کي ڪري فيض حاصل ڪرڻ لاءِ ان ڏي موڪليائون. شيخ محمد پاءُ جي گرهہ ڪشائي پير جي خدمت ۾ سمجهي واپس ڪري ڇڏيائين ۽ انهيءَ سلسلي ۾ سندن خدمت ۾ هڪ درخواست لکيائين- انشاءَ الله هيءَ سڄي ماجرا ٻنهين بزرگن جي ذڪر ۾ تفصيل سان لکبي.

چون ٿا تہ تيرهن سال ۽ ڪجهہ مهينن کان پوءِ مريد کي مراد سان ڪامياب ڏٺائين ۽ مريد جون مشتاق اکيون پنهنجي ديدار سان منور فرمايائين. مريد بہ رياضت جي ڏينهن ۾ هي ڪم ڪيو جو پنهنجي عملن کي پنجن طريقن سان ترتيب ڏئي هڪ ڪتاب تصنيف ڪيائين جنهن جو نالو "جواهر الخمسہ" رکيائين. هي ڪتاب شريعت ۽ سلوڪ جي اطوار ۽ طريقت ۽ تصوف جي اسرارن تي مشتمل آهي ۽ سيني خداشناسن سالڪن لاءِ دستورالعمل جو حڪم ٿو رکي. جڏهن ڪتاب مريد مرشد جي خدمت ۾ پيش ڪيو جيڪو عرفان جي حالات تي مشتمل هو ۽ ان جو نتيجو بہ عرفان آهي تہ پير خوش ٿي فرمايو تہ اسرارن ۽ اعمالن جا جواهرات جيڪي منهنجي تصرف ۽ قدرت ۾ هئا اهي اڳي ئي تنهنجي حوالي ڪري ڇڪو آهيان ۽ مون پاڻ وٽ نالي کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ رکيو آهي. هاڻي نالي کي بہ ڪتاب جي بدلي ۾ جيڪو معلم افعال آهي توتي تصدق ٿو ڪيان. ان کان پوءِ الله جلشانہ جو شڪر بجا آڻي فرمايائون تہ خدا جو احسان آهي جو هن سوڙهي گهٽيءَ (دنيا) ۾ اچڻ وقت جيڪو رنگ هو هتان وڃڻ مهل انهيءَ وقت جي هم رنگ آهيان. ان کان چند ڏينهن کان پوءِ فارغ البالي ۽ دل آسودگيءَ سان تاريخ ٻاويهين ذوالحج هجري سنہ نو سؤ ٽيهہ تي فرق جي تفرقي سراءِ (عالم دنيا) کان جمع الجمع جي جميعت آباد (عالم علوي) ڏي ڪوچ فرمايائون. سندن آرام گاه بهار ۽ سارن جي پاڪ زمين ۾ آهي جنهن جي زيارت ننڍا وڏا اڄ بہ ڪندا آهن.

## شيخ ابوالفتح هدية الله سرمست رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ قاضن شطاري رح جن جا فرزند آهن قدس الله سرهما- سندن كرامتون ظاهر ۽ مقامات متاهان هئا. زماني جي بزرگن جي محل تلقين ۾ دانش ۽ بينش جو ڏيو ٻاريو هئائون. جوانيءَ جي شروعات ۾ پاڻ والد بزرگوار جي تلقين كان رهجي ويا. شيخ ظهور حاجي حصور سندن والد جو خليفو آهي. انهيءَ سندن رهنمائي ۾ همت ۽ عزم كان كم وٺندي ٻنهين جهانن جي كمال كان مستفيض كيو، ۽ تصوف جون منزلون ۽ مقامات حل كرايا ايستائين جو پاڻ مسند تي رونق بخش ٿيا. آخركار جيكو خلافت جو خرقو سندن والد بزرگوار كان حاجي حصور كي مليو هو اُهو حاجي حصور كان كين مليو ۽ چيائون تہ هي خرقو توهان جي لاءِ شيخ قدس سرہُ جن منهنجي حوالي كيو هو. هاڻي توهان هن كي پايو ۽ طالبان خدا جي رهنمائي كيو. ان كان پوءِ چند ڏينهن حاجي حصور سندن خذمت ۾ كوشش كئي. خلافت جو خرقو كائڻ ورتو ۽ پنهنجي طرفان پاڻ كي شيخ ابوالفتح جي خلافت كي مشهور كيائون چون ٿا تہ هجري سن نو سوءِ ڇائيتاليهہ ۾ جنت آشياني نصيرالدين همايون شاهہ جڏهن بنگال جو صوبو فتح كيو تہ شاہ سندن خذمت ۾ حاضر ٿيو ۽ جڏهن دارالسلطنت آگري ڏي واپس اچڻ لڳو تہ نهايت ادب سان كين پاڻ سان گڏ آندائين. رستي ۾ شاهہ كي دشمنن جي نظر لڳي ۽ لشكر ۾ پراگندگي ۽ تشويش پيدا ٿي پئي. مجبوراً شيخ ابوالفتح حاجي پور ۾ قيام فرمايو ۽ آخر وقت تائين اتي رهيا. جڏهن زندگيءَ جو وقت پورو ٿيو تہ اتي ئي سندن آرام گاهہ بہ بنيو. سندن پٽ شيخ ركن الدين هو شكل و صورت ۽ سيرت- علم ۽ عمل- حال ۽ قال- ۾ والد بزرگوار جي مثل هو وليءَ جي جاءِ تي سجاده نشين ٿيو. شيخ كمال الدين سليمان قريشي جيكي راقم جا معلم آهن. شيخ ركن الدين جا وڏا خليفا آهن.

# مولانا شمس الدين محمد زيرڪ رحمة الله عليه جي ياد ۾

شيراز جي وڏن عالمن ۾ سندن شمار آهي. عبارت آرائي ۽ استعارات پيدا ڪرڻ ۾ ڪمال جو درجو حاصل هئن. سلطان محمود ڪلان جي عهد ۾ پاڻ وطن ترڪ ڪري پنهنجي مبارڪ قدمن سان گجرات جي صوبي کي رونق بخشي هئائون ۽ سندن التفات سان سلطان محمود العاقبت گهڻو فائدو حاصل ڪيو "ماثر محمود شاهي" سندن ئي تصنيف آهي. تشبيهه- توجيهه- تمثيل ۽ استعاره جي ذريعي حڪايت لکڻ ۾ شور انگيز شيريني عبارت ۾ گهڻي پيدا ڪئي اٿن. هن ڪتاب جا واقعات پڙهڻ سان تاريخ دانن جي دل خوش ۽ عبرت- تجربو- حيرت ۽ آگاهيءَ سان مالا مال ٿي ٿئي.

# شيخ بخشو رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ خدا دوست آهن. فرق من الله (ولادت) ۽ وصل الي الله (بعد وفات) سندن گهر دسور (مند سور) ۾ هو. ڪجيءَ جي وڻ مان ڪير نڪرندو آهي جنهن کي هندي زبان ۾ تاڙي چئبو آهي. گهڻا ماڻهو نشي ۽ ڪيف لاءِ پئندا آهن. جيئن ته سندن قدم شريعت جي رستي تي استوار هو ان ڪري پاڻ هڪ ڏينهن جاگيردار جي مدد سان تاڙيءَ جي مٽن کي ٽوڙي پيئڻ وارن کي روڪيو. انهيءَ دشمنيءَ سبب هي ماڻهو هڪ رات تيار ٿيا ته شيخ کي هستيءَ جي عالم کان نيستيءَ جي عالم ڏي روانو ڪري ڇڏجي. جڏهن گڏجي سندن حجري وٽ پهتا ته فوراً انڌا ٿي پيا هيءَ ڪرامت ڏسي لاچار ٿي سڀ ماڻهو معذرت ڪرڻ لاءِ روئندا پٽيندا سندن آستاني تي پهتا ۽ مٿان زمين تي رکي ڇڏيائون. پاڻ مهربانيءَ سان انڌن ڏي نگاه ڪيائون ته هو ٻيهر اکين وارا ٿي پيا. قصو ڪوتاه هجري سنه نَوَ سؤ سورهن ۾ پاڻ نيستيءَ جي گهر مان ڪوچ فرمايائون. ٽي پٽ ڇڏيائون جن جا نالا هي هئا. شيخ بڏن- شيخ حسن ۽ شيخ معين الدين. انهن ۾ پهريون صاحبزادو علمن سان آراسته ۽ سٺن افعالن وارو باطن ۾ فارغ ۽ ظاهر ۾ پاڪيزه هو.

## شيخ عطن رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ ترڪي نسل جا هئا. سنڌن رسمي ۽ لدني علم ڪمال درجي تي پهتل هئا. سلطان سڪندر لوڌيءَ جو زمانو هو جڏهن پاڻ ترڪستان کان هندستان آيا هئا. ۽ ناگور کي پنهنجو وطن ۽ ابدي آرامگاه قرار ڏنائون. هڪ سؤ ويهه سال زندگي ۽ زنده دليءَ سان گذاريائون. گهڻن ماڻهن سندن خدمت سان معرفت جو نور حاصل ڪيو خاص ڪري حقائق آگاه شيخ مبارڪ ابن جعفر رحہ جن سندن اثرائتي ۽ فيض بخشيندڙ ساهه مان تلقين حاصل ڪئي. ۽ هي حال ڪجهه ٿورو شيخ مبارڪ جي مبارڪ ياداشت ۾ بہ انشا الله لکيو ويندو.

## شيخ عبدالله بياباني رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ سماءُ الدين دهلوي رحہ جن جا فرزند آهن. علم ۽ معرفت ۾ ڪمال رکندا هئا. آباديءَ کان پڇي اڪثر بيابانن ۾ بسر ڪندا هئا. جڏهن بک جي باهه پڙڪندي هئي. تہ پاڻهين پيدا ٿيندڙ گاهہ کائي ڇڏيندا هئا. چارئي موسمون آسمان جي هيٺان گذاريندا هئا. قرآن پاڪ حفظ ٿيل هئن. هر روز هڪ ختم پورو ڪندا هئا. هر روز صبح جي وقت بيابان جا پکي ۽ جانور سندن ديدار لاءِ اچي چئني طرفن کان گڏ ٿيندا هئا. جڏهن پاڻ وڃڻ جو اشارو ڪندا هئا تہ سڀ پنهنجو پنهنجو رستو وٺندا هئا. فرمان روايان خلجيءَ جو زمان هو تہ ماندو ۾ آيا. قلعي کان هيٺ وارو جهنگل ڪين سنو لڳو. هڪ عرصو اُتي ئي گذاريائون. ماڻهن سان گهٽ ملندا هئا. جڏهن واپسيءَ جو فرمان پهتن تہ نهايت ڪشاده پيشانيءَ سان لبيڪ چئي روانہ ٿيا. آرامگاه ڇتري ڳوٺ ۾ اٿن، ماندوءَ جي قلعي کان ٽن ڪوهن جي فاصلي تي. ڪين کو اولاد ڪونہ هو. البتہ سونٽن مان هڪ ضعيف العمر شخص هو جنهن جو نالو شيخ حسين هو. گلزار الابرار جي لکندڙ سان سندس سٺا تعلقات هئا. شيخ جمال ڪنبو رحہ مصنف سير العارفين جا شعر جيڪي شيخ سماءُالدين جي مدح ۾ آهن. اُهي شيخ حسين کي ياد هئا. موقعي ۽ محل کي ڏسي پڙهندا هئا. هجري سن هڪ هزار ستن ۾ ڪوچ فرمايائون. هڪ نابينا پٽ ڇڏيائون جنهن جو نالو گهوڙن آهي. الله ان کي باطني نور عطا فرمائي.

## شيخ چندن قريشي رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

سندن آخري آرامگاه آگري ۾ آهي. ديني علوم- پرهيزگاري- بلند همتي- ايثار- توڪل- شانِ بزرگي- ۽ حال اهي سڀ پسنديده صفتون ڪين حاصل هيون. پاڻ زماني جا افضل شيخ ابوالفضل مبارڪ ابن خضر رحہ جن جا مادري ڏاڏا آهن. هڪ روايت موجب شيخ سماءُ الدين دهلويءَ رحہ جن جا مريد آهن جيڪو شيخ جمال دهلوي رحہ جن جو پير هو. پاڻ فرمائيندا هئا تہ مرد جي لاءِ الله تعاليٰ جي عنايت سان چار شيون ڪافي آهن. علم ۽ عمل- عمر ۽ عافيت ۽ اِهي چارئي شيون انساني خمير ۾ داخل آهن. انهن جي حاصل ڪرڻ لاءِ دعا جي ذريعي خواهش ڪرڻ گهرجي تہ پوءِ عبديت جو مرتبو ڪمال تي پهچندو.

## شيخ ابوبڪر قريشي رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ سلطان سڪندر لوڌيءَ جي زماني ۾ اصلي وطن ڪان اچي دارالسلطنت آگري ۾ اقامت اختيار ڪئي هئي. رسمي علمن ۾ ڪين ڪمال حاصل هو. پنهنجي وقت جا پرهيزگار هئا. "وصايائي امام محمد صلی اللہ علیہ وسلم رحمت الله" تي ۽ "اصول بزودي" تي هڪ شرح لکي اٿن. جيڪا مشڪلن کي حل ڪرڻ واري ۽ نڪتہ آرا آهي. چون ٿا تہ هڪ رات عالم مثال ۾ خاتم النبوت صلی اللہ علیہ وسلم جن جي زيارت نصيب ٿين. حضور پاڪ صلی اللہ علیہ وسلم جن حڪم ڪين تہ وڃ اُنهيءَ زمين تي جنهن ۾ لٺ ڪُتل آهي ان ۾ وڃي هڪ کوهہ کوٽاءِ. صبح ٿي سان وڃي ڏٺائون تہ هڪ ڪڏو ڏٺائون جيڪو لٺ جي نوڪ جي مقدار جو هو پاڻ حڪم جي تعميل نهايت ڪوشش سان ڪيائون. هاڻي ان جي جاءِ تي هڪ کوهہ آهي جيڪو هميشہ مني پاڻيءَ سان ڀريل رهندو آهي. آخرين سفر ڪانپوءِ جوڳي پور ۾ دفن ڪيا ويا جيڪو آگري جي ويجهو آهي.

## شيخ جلال محمد قادري رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

سندن پيدائش دهليءَ جي آهي. ظاهري علم حاصل ڪرڻ لاءِ گجرات ڏي هليا ويا. سڀ فن ۽ درسي علم حاصل ڪيائون. ان ڪان پوءِ خداشناسيءَ جو ولولو دل ۾ جوش مارڻ لڳو رهنما ۽ مرشد جي ڳولا ڪيائون. انهن ڏينهن ۾ شيخ بهاءُالدين انصاري ملتاني رحہ جن شهر مانڊو ۾ هئا. انهن جي فيض

بخشيءَ جي شهرت ٻڌائون. ڪَنَ ڪڙا ٿين. لاچار گجرات کان ماندو ۾ اچي ٻهائيه مريدن جي زمري ۾ داخل ٿيا. ڪجهه سال شيخ انصاري رحه جن جي خذمت ۾ رهي فيض حاصل ڪيائون. جڏهن سندن پير مالوه جي حاڪم کان رنج ٿيو ته پاڻ به پنهنجي پير سان گڏ دولت آباد دکن جو عزم ڪيائون. هتي نابڪار نفس جي لڙائيءَ ۾ ڪمال حاصل ڪري ڪاميابي حاصل ڪيائون. ان کان پوءِ ماڻهن جي هدايت ڪرڻ لاءِ برهانپور ۾ رهڻ جي اجازت گهريائون. اجازت ملين. جڏهن حجاز جو سفر ڪيائون ته دل ۾ پڪو پهه ڪيائون ته جنهن شهر ۾ رهڻ جو حڪم ٿيو آهي ان ۾ ئي قيام واسطي بسترو لڳائيندس. اتفاق سان رستي ۾ اسهالن جي بيماري ٿي پيئن جنهن ڪين ساٿين سان سفر ڪرڻ نه ڏنو. بغير علاج جي قافلي کان به الڳ ۽ آباديءَ کان به پري جهنگل بيابان ۾ رهجي ويا. ايتري ۾ ڏٺائون ته هڪ اُٺ سوار هڪ رستي کان اچي پهتو ۽ بيمار جو مقصد پڇڻ لڳو. ڪيفيت عرض ڪيائون. پوءِ پاڻ اُٺ سوار جي چوڻ تي اکيون بند ڪيون ته هُنَ پڪڙي ڪين اُٺ تي سوار ڪيو ۽ جلد ئي لاهي ڇڏيائين. جڏهن اک کوليائون ته پاڻ کي منيٰ جي بازار ۾ ڏٺائون. ڏاڍو خوش ٿيا ۽ عاجزي ۽ انکساري ۽ نياز جو اظهار ڪيائون. تورن ڏينهن کان پوءِ جيڪي جيڪي ماڻهو گڏ هئڻ اُهي به اچي پهتا ۽ سندن پهچڻ جي حقيقت ٻڌي ڏاڍو حيران ٿيا. اهڙيءَ طرح حج ۽ عمري جا ارڪان ادا ڪري هندستان ڏي واپس موٽيا. ۽ برهانپور ۾ اچي گهر به بنايائون ۽ خانقاهه به تعمير ڪيائون. گهڻن ئي ماڻهن کي هدايت جي ڪري معرفت الاهيءَ تائين پهچايائون.

چون ٿا ته هڪ رات پير خواب ۾ ٻڌاين ته شيخ محي الدين عبدالقادر جيلاني قدس سرهٗ جن جو جيڪو خرقو مبارڪ مون تائين پهتو هو هاڻي تو وٽ امانت آهي. انهيءَ خرقي کي بيدر ۾فلاڻي ڏينهن شيخ محمد ملتاني رحه کي پهچاءِ جيڪو اسان جو خاص خليفو آهي. جيئن ته ٽن ڏينهن ۽ راتين ۾ ٽي سوَ ڪوهه جي مسافت ڪرڻ جي گنجائش نه هئي لهذا پيرن جي بجاءِ همت جي ٻانهن کي پرواز ڪرايائون ۽ **غدوها شهر ورواحها شهر**. (ان جي صبح جي منزل هڪ مهيني جو رستو هئي ۽ اهڙيءَ طرح اُن جي شام جي منزل مهيني جو رستو هئي) جي طاقت ظاهر ٿي. پالڪيءَ واري ڪلهن تي پالڪي ته رکي

زمين تي پير نہ پيا لڳنس. سليماني تخت وانگر هوا ۾ نهايت تيز رفتاريءَ سان هلي رهي هئي. مقرر وقت کان اڳ جتي پهچڻو هو وڃي پهتا ۽ ٿوري ئي وقت ۾ برهانپور بہ موٽي آيا.

شاهہ شهباز جي خليفي شيخ جلال متوءَ کي هڪ رات ڏسڻ ۾ آيو تہ آسمان کان زمين تي جوق در جوق فرشتا اچي رهيا آهن. معلوم ڪيائون تہ ڪهڙي ڪم لاءِ معمور ٿيا آهيو. فرمايائون تہ شيخ جلال جي مقدس روح جي استقبال لاءِ موڪليا ويا آهيون. شيخ جلال مَتوءَ پاڻ ڏي اشارو سمجهي صبح ئي سان آخري سفر لاءِ تياري شروع ڪئي تہ ايتري ۾ هڪ دوست آيو ۽ بيان ڪيائين تہ اڄ رات عالم قدس جي باشندن مونکي شيخ جلال محمد قادري رحہ جن جي رحلت جو اطلاع ڏنو آهي. اجان اها گفتگو هلي رهي هئي تہ هڪ شخص مجلس ۾ آيو ۽ شيخ جلال محمد قادري رحہ جن جي وصال جي خبر بيان ڪيائين. تاريخ ٽيويهين ربيع الاول ۽ هجري سنہ نو سوٴ اٺاويهہ هو. سندن قبر برهانپور جي بازار ۾ مقدر هئي ۽ اُتي ٺاهي وئي.

## شيخ احمد نارنولي رحمۃ اللہ جي ياد ۾

پاڻ شاگرد ۽ وري مريد بہ شيخ ناگوري رحہ جن جا آهن ۽ فرزند قاضي مجدالدين جا آهن جيڪو قاضي شمس الدين جو پوٽو هو. نسل ۾ امام محمد شيباني رحہ سان ملن ٿا جيڪو امام اعظم ابي حنيفہ رحمۃ الله عليہ جو دوست هو. چون ٿا تہ شيخ احمد پاڻ ۾ ست پائر هئا. جيڪي سڀ عالم ۽ پرهيزگار هئا. ليڪن علم- عمل- عمر ۽ عبادت جي لحاظ کان پاڻ سيني ۾ وڏيڪ بزرگ هئا. سورهن ورهن جي سندن عمر هئي تہ پاڻ زماني جي سيني عالمن تي غالب هئا. ۽ وري دولت مندن جي محفل ۾ بہ بالانشين هئا. ارڙهين سال ۾ رسمي طور بيعت ڪري مجلسن ۾ وهڻ ۽ بحث مباحثا ڇڏي ڏنائون. ۽ گوشي نشينيءَ جي خيال سان اجمير شريف اچي پهتا. هر روز اڌ رات جو خواجہ معين الاولياءَ رحہ جن جي روضي مبارڪ تي ويندا هئا. يوسفي اعجاز جا دروازا کلي ويندا هئا. ان وقت کان وٺي چاشت جي نماز تائين سواءِ ورد- دعا- نماز نفل ۽ فرض نماز جي ڪوبہ بيو ڪم نہ ڪندا هئا. ۽ نہ وري ڪو حرف زبان مان

ڪيندا هئا. ان کان پوءِ سمهڻ جي وقت تائين درس- قيلولہ- فرض نماز ۽ مستحب- دعاخواني- وعظ گوئي ۽ تفسير ۾ مشغول رهي هڪ پلڪ جي فرصت بہ پاڻ تي جائز نہ سمجهندا هئا.

مطلب تہ اهڙي طرح ستر سال اُنهيءَ جاءِ تي گذاريائون هجري سنہ نو سوءَ ٻاويهن ۾ جڏهن سندن عمر نوي سال ٿي تہ خواجہ معين الاولياءَ رحہ جن جي طرف کان اطلاع مليو تہ هن شهر ۾ هڪ عظيم آفت اچڻ واري آهي. لهذا توهان پنهنجي مريدن جي گروه کي ساڻ وٺي رانا سانڪا جي حادثي کان ست ڏينهن اڳ نارنول هليا وڃو. ٽن سالن کان پوءِ الله دين مجذوب رستي ۾ ملين ۽ چيائين تہ احمد ڊوڙياءِ جلدئي طلب جو پيغام تو اچي. لاچار پاڻ سرگردان ۽ پريشان ناگور پهتا ٻئي سال پنجويهين صفر هجري سنہ نو سوءَ ستاويهن ۾ عالم علويءَ ڏي ڪوچ فرمايائون.

غوث الاولياءَ جي تصنيفات ۾ صاحب ممدوح لکن ٿا تہ جنهن زماني ۾ ڪوهستان چنار ۾ رهي نفس سان لڙائي ڪري رهيو هئس تہ ان زماني جو ذڪر آهي تہ مون خواب ۾ ڏٺو تہ شيخ شرف احمد- يحيٰ منيري- بهار ۽ بنگال جي مشائخن سان گروه جي صورت ۾ گنگا درياه جي ڪناري تي بيٺل آهن ۽ هن درويش کي بہ سڏن پيا. جڏهن خواب کان بيدار ٿيس تہ خذمت ۾ حاضر ٿيس. حڪم ڪيائون تہ ناگور تائين تون اسان سان گڏ هل. مون بهانو ڪيو تہ قبول نہ ٿيو. فرمايائون تہ اڄ قطب زمان شيخ احمد مجد خليفو شيخ حسين ناگوري رحہ جو عالم علويءَ ڏي ڪوچ ڪري ويو آهي ۽ حضرت خاتم النبيين ﷺ جنازي نماز جي واسطي تشريف فرما ٿيا آهن. مشائخن جي پهچڻ جو انتظار ٿي رهيو آهي. هي ٻڌي انڪار جي گنجائش نہ رهي. شرف الاوليا منهنجو هٿ پڪڙيو ۽ "هو" چيو تہ اسين فوراً دهليءَ پهچي وياسين ان صوبي جي مشائخ اُتي انتظار ۾ هئا. سيني گڏجي هُو چيو تہ پاڻ کي ناگور جي حدن ۾ ڏٺوسين. اوچتو برتلي حوض جي ڪناري هڪ تابوت نظر آيو جنهن جي ويجهو حضرت سردار انبياءَ عليہ السلام جن وينا هئا ۽ مشرق و مغرب جا بزرگان گروهن جي شڪل ۾ بيٺا هئا. هن درويش کي پهرين صف ۾ سڏيائون ۽ شيخ فريدالدين عطار رحہ ڏي اشارو ٿيو تہ پنهنجي فرزند کي چئو تہ امام بنجي. ڪمال ادب ۽ ڊپ کان بدن ۾ ڏڪٽي پيدا ٿي. عرض ڪيو ويو تہ هي ڊڄي ٿو ۽ هن کان

سواءِ ٻيو ڪوڏي جسم هن جاءِ تي ڪونهي. فرمايو تہ چؤس امامت ڪرائي. مون عرض ڪيو تہ نماز جنازي جي نيت ۽ دعا مونکي چڱي طرح ياد نہ آهي. هي نا واقفيت جو عذر بہ حضور ۾ پيش ڪيو ويو. فرمايائون تہ جنازي جي نماز ۾ خاص نيت ۽ دعا جو شرط ڪونهي. بس توجہ ۽ تڪبير ڪافي آهي. ان تي درويش ترڪيب جي تعليم جي لاءِ التماس ڪيو. فرمايائون تہ چؤ اَلصَّلوٰةُ لِلّٰهِ وَالثَّوَابُ لِلْمَيِّتِ اَللّٰهُ اَكْبَرُ (يعني نماز الله واسطي ۽ ثواب واسطي ميت جي الله اڪبر) ۽ هر دفعي اڪيون بندڪر ۽ ڪول ۽ الله اڪبر چؤ ايستائين جو چار تڪبيرون پوريون ٿي وڃن. مون اهڙي طرح حڪم جي تعميل ڪئي. جڏهن ڪين سپرد خاڪ ڪيو ويو تہ رسول خدا صلعم جن سلامن جو تحفو حاضر ۽ غائب درويشن کي پهچائي تشريف وٺي ويا. شرف الاولياءَ جن منهنجو هٿ پڪڙيو ۽ پاڻ سان ٺي آيا جڏهن اک کلي تہ مان هڪ معمولي جاءِ تي هئس.

مطلب تہ سندن بزرگيءَ ۾ ڪنهن بہ شخص کي ڪلام جي گنجائش نہ آهي. پاڻ پنهنجي پير وانگر خاندان نبوي عليہ السلام جي محبت ۾ گم هئا. ربيع الاول مهيني جي پهرين ٻارهن ڏينهن ۾ محرم جي پهرين ڏهن ڏينهن ۾ ماتمين وانگر نئون يا ڌوتل ڪپڙو نہ پائيندا هئا ۽ سوگوارن وانگر مٿو گوڏن تي ۽ هٿ مٿي تي رکي رئندا رهندا هئا. ڪاڌو يا شربت جيڪي ڪجهہ ٿي سگهندو هو درويشن ۽ يتيم ٻارن کي ڏيندا هئا. جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن سيد جي مقابلي ۾ شرعي دعويٰ ڪندو هو تہ پاڻ منٿ سماجت ڪري اهڙي صورت پيدا ڪندا هئا تہ جنهن سان سيد جي طرفداري ظاهر ٿيندي هئي. چوندا هئا تہ سيد سان مروت سان پيش اچڻ گهرجي نہ از راه شريعت- سندن آخري آرامگاه سلطان التارڪين حميد الاولياءَ جي روضي ۾ پنهنجي پير بزرگوار جي مزار جي هيٺان آهي.

## شيخ عبدالوهاب رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ ملتاني- بخاري ۽ سيد جلال سُرخ جي نسل مان آهن. جيڪو مخدوم جهانيان جن جو وڏو ڏاڏو هو. چون ٿا تہ سيد جلال بزرگ جا ٻہ پٽ هئا سيد احمد ۽ سيد محمود- مخدوم جهانيان سيد محمود جا فرزند آهن. ۽ پاڻ پهرين پٽ (سيد

احمد) جي پوٽن مان آهن. ڪين ٻه دفعا حجاز جي سفر جي ذريعي حج جا ارڪان ادا ڪرڻ جو شرف حاصل ٿيو هو. پهريون دفعو ملتان کان ۽ ٻيو دفعو دهليءَ کان. سلطان سڪندر لوڌيءَ جي زماني ۾ پنهنجي وطن کان اچي دهليءَ ۾ گهر بنايائون ۽ گهر واري ٻه ملين. ڪين هڪ پٽ هو. جنهن جو نالو ابوالغيث مجذوب هو. جيڪي ڪجهه ان جي زبان مان نڪرندو هو تقدير جا حڪم لکندڙ ان کي هٿڻ جي قالب ۾ آڻيندو هو. والد بزرگوار لوڌيءَ جي ترقي ۽ سلامتيءَ جي خواهش رکندو هو ۽ ان ۾ ڪوشش ڪندو هو. هڪ ڏينهن مجذوب پٽ پيءُ کي چيو تہ بابا بي فائدي ڪوشش ۽ نامشڪور سعي نہ ڪيو. ڇو تہ هن سال سلطان تہ ڇا توهان ۽ مان غرض ڪير بہ هن جاءِ تي نہ رهندو. چون ٿا تہ انهيءَ سال ئي ظهيرالدين بابر بادشاهہ دهليءَ جي طرف چڙهائي ڪئي. لوڌيءَ جي لشڪر جي چغتائي سپاهہ جي وچ ۾ وڏي لڙائي ٿي. ان ۾ سلطان سڪندر گهڻي فوج سان گڏ لڙائيءَ جي ميدان ۾ مارجي ويو. ۽ هي بہ ٿي بہ الله جي حڪم سان انهيءَ سال ۾ ئي حجري سنہ نو سوءِ ٽيهہ هو عالم صورت کان موڪلايائون ۽ اهڙي طرح مجذوب جو قول سچو ٿيو. خوابگاه شيخ عبدالله قريشيءَ جي مزار جي برابر ۾ اٿن جيڪا پراڻي دهليءَ جي حدن ۾ آهي.

## شيخ سالار ناگوري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ توفيق جي مدد سان تحقيق جي لاءِ جهان جو سير ڪيو ۽ انهيءَ جي ذريعي عبرت ۽ تجربو حاصل ڪيائون. ايران ۽ توران ۾ پهچي ڪتابي فنن ۽ ضروري علمن کي وقت جي بزرگن کان حاصل ڪيائون. ماڻهن کي بہ گهڻو فيض پهچايائون. خاص ڪري جواهر علوم ۽ اسرار شيخ مبارڪ خضر رحہ جن سندن خذمت مان معرفت الاهيءَ ۾ اعليٰ درجو حاصل ڪيو هو. شيخ مبارڪ پنهنجي ڪن تصنيفن ۾ سندن حالات هر موقعي تي لکيا آهن. انهن سيني حالات لاءِ هي مختصر رسالو گنجائش نہ ٿو رکي.

## شيخ جمال بتهري رحمة الله عليه جي ياد ۾

بتهري هڪ ڳوٺ آهي احمد ننگر دکن جو- پاڻ سيد حسيني قادري رحہ جن جا فرزند آهن. سندن وڏا بزرگ غوث العرفاءمحي الدين جيلاني قدس سرہُ تائين پهچن ٿا. سندن والد بزرگوار هرمز جي رستي کان دکن آيو هو. ۽ بتهريءَ

۾ پير بنجي قيام ڪيائون ۽ اتي ئي رحلت بہ فرمايائون. ان وقت شيخ جمال ننيڙو هو ۽ جيئن تہ هن ڳوٺ ۾ ئي پاڻ ننڍا تي وڏا ٿيا هئا ان ڪري ڳوٺ جي نالي سان ئي مشهور ٿيا. سلطان بهادر گجراتي جنهن سال دکن ۾ آيو هو. انهيءَ سال هن شيخ سان ملاقات جو بہ ارادو ڪيو هو. مگر اهو ٿي چاهيائين تہ شيخ مونکي تعظيم ڏي. شيخ جو اهو حال هو جو دنيا سان دلبستگي رکڻ وارن لاءِ تعظيم خاطر اٿندا نہ هئا لهذا پاڻ سلطان جي اچڻ تي بہ ائين ئي ڪيو. دستور مطابق وينا رهيا. جڏهن سلطان سندن خذمت مان واپس ٿيو تہ نديمن معلوم ڪيو تہ خيال تہ اهو هو تہ شيخ شهنشاهي تواضع لاءِ پنهنجي جڳهہ تان اٿندا تہ پوءِ انهيءَ اندروني خيال جو ظهور ڇو نہ ٿيو. سلطان جواب ڏنو تہ ساڄي ۽ کاٻي ٻنهي طرفن کان ٻہ شينهن مون تي حملو ڪرڻ لاءِ ڏسي رهيا هئا ۽ سندن ديدار جو شعلو بہ منهنجي ڪاوڙ کي پست پيو ڪري ان ڪري منهنجي دل تي اهڙي تہ هيبت ڇانئجي وئي جنهن جو بيان نہ ٿو ڪري سگهان. مطلب تہ سلطان واپسيءَ تي ڪين انتهائي عاجزي ۽ انڪساريءَ سان ساڻ گجرات وٺي آيو ۽ احمد آباد ۾ گهر ۽ خانقاه ٺهرائي ڏنائين. سندن پنج پٽ مشهور هئا. امين الله- يتيم الله- صوفي- حسين ۽ بدرالدين. يتيم الله کي سيد غياث الدين جي نياڻيءَ سان نڪاح ڪرايائون. يتيم الله هڪ عالم انسان هو. درس بہ ڏيندو هو ۽ پيءُ جو جانشين بہ ٿيو. راقم بہ هجري سنہ هڪ هزار ٽن ۾ احمد آباد جي مقام تي سندن خذمت ۾ حاضريءَ سان مشرف ٿيو هو. اٽڪل پنجن سالن کان پوءِ ٻڌڻ ۾ آيو تہ پاڻ عالم علويءَ ڏي ڪوچ فرمائي ويا.

## سيد حسيني رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ اصل عربي آهن. جنهن زماني ۾ رانا سانڪا چنديريءَ لٽ مار ڪئي هئي. انهيءَ زماني ۾ اهل اسلام کي آفت جو ڏينهن ڏسڻ ۽ تڪليفن جي زمين تي وهڻ نصيب ٿيو هو ۽ هر هڪ ملڪ ۾ دربدر ڦرندا رهيا. انهيءَ زماني ۾ پاڻ پنهنجي وطن کان گجرات آيا هئا. چنديريءَ جو حال ٻڌي شڪستہ دلين جي امداد لاءِ پاڻ چنديريءَ جي طرف روانہ ٿيا. جڏهن مندسور پهتا تہ هڪ جاءِ تي پاڻيءَ جي ڪناري هڪڙو راجپوت ڏنڊڻ ڏئي رهيو هو. انهيءَ حالت ۾ راجپوت

جي نظر درويش تي پئي. ساڻن گڏ ٻه ٻيا همراهه به هئا پاڻ راجپوت ڏي رخ نه ڪيائون. پيڪر پرست ڪاوڙ ۾ اچي اجايا لفظ بڪڻ لڳو. پاڻ ٻڌڻ جو تاب نه جهلي سگهيا. انهيءَ ئي راجپوت جي سامهون هڪ تلوار رکي هئي. فوراً پاڻ اُها تلوار کڻي ورتائون ۽ راجپوت جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيائون. جڏهن هيءَ ڪيفيت راءِ گنگوبڙ گوجر کي معلوم ٿي جيڪو رانا جو امير اعظم ۽ مندسور جو جاگيردار هو ته ڪاوڙ ۾ اچي ويو. ماڻهن کي گڏ ڪري ڪين ۽ سندن همراهن کي سنگسار ڪري شهيد ڪيائون. انهيءَ ئي رات متي ذڪر ڪيل گوجر سان اهو واقعو پيش آيو جو ڪيترا دفعا پنهنجي تخت تان زمين تي اونڌو ٿي ڪري پيو. جڏهن صبح ٿيو ته ڪجهه ماڻهو ان لاءِ روانه ڪيائين ته مسلمانن جي مذهبي طريقي موجب شهيدن کي دفن ڪن. انجي تعميل ٿي ۽ سندن آخري آرامگاه انهيءَ بهشت نما زمين ۾ آهي.

## شيخ علاؤالدين عيسيٰ دهلوي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ حضرت فريد گنجشڪر رحه جن جي پوٽن مان آهن قدس الله تعاليٰ سرهما- سيئي علم شيخ سماءُ الدين ڪنبوءَ جي مدرسي ۾ حاصل ڪيائون جيڪو وقت جي عالمن ۾ سيني ۾ وڏو عالم هو. ۽ باطني علمن جي تحصيل شيخ ابوالفتح هانسوي رحه جن جي خدمت ۾ بيعت سان ڪيائون. شيخ ابوالفتح هانسوي رحه شيخ جمال هانسوي رحه جن جي نسل مان مشهور آهن. جڏهن پاڻ بيان فرمائيندا هئا ته مختلف طريقن ۽ مختلف سببن سان قرآن پاڪ جو تفسير بيان فرمائيندا هئا. مطلب ته پاڻ ٻنهين جهانن جي ڪمالات جا حامل هئا. سندن فرزندن مان ٻه ڇٽا درويشيءَ ۾ مشهور آهن.

**پهريون شيخ ڪمال الدين عجائب:-** پاڻ علم جا ڪيترا عمده عمده تعارف ۽ رسالا قتلق خان جي خدمت ۾ رهي پڙهيائون. ۽ باطني علم مان به مستفيض هئا. شيخ ڪمال الدين جا به ٻه پٽ هئا شيخ رڪن الدين ۽ شيخ حاجي شطاري ٻئي خداشناس ۽ باطني طرح فارغ البال هئا. پنهنجي ڏاڏي مڪرم شيخ زڪريا سان گڏ شيخ ولي شطاري رحه جن جي خدمت ۾ رهي اخروي ڪمالات حاصل ڪيا هئائون.

**پيو شيخ بهاءُ الدين زڪريا رحہ:-** آهن- سلسلي شطاريہ جي نامور بزرگن مان آهن تحقيق جي راھ ۽ سلوڪ ۾ گهڻيون رياضتون ۽ مجاهدا ڪيا هئائون. شيخ عبدالقدوس حنفي چشتي رحہ جن جي صحبت سان پين وقت جي مشائخن جي صحبت سان فيض ۽ فائدو حاصل ڪيو هئائون. شيخ محمد مودودلاري جي درس ۽ تصوف جا ڪتاب ۽ حقائق جا مشهور رسالا پڙهڻ ۾ پاڻ شيخ امان الله پاڻي پتيءَ جا شريڪ هئا. هجري سنہ نو سؤ تيره ۾ فاني جهان مان رخصت ٿيا. پير محمد خان شيرواني ان زماني جو وڏو عالم هو. عرش آستاني اڪبر شاھ جي دربار ۾ بہ وڏن اميرن ۾ شمار ڪيو ويندو هو. ان جي باوجود جو مولوي شيرواني فقيرن ۽ درويشن جي گروه کي بيڪار سمجهندو هو. مگر زڪريا سان مخلصانہ عقيدت هئس ۽ سندن محفلون شيخ زڪريا جي تعريف ڪان خالي نہ هونديون هيون.

## شيخ محمد ابن خواجہ تاج الدين محمد قدس سرهما رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ عالمن ۽ زماني جي دانشورن ۾ مٿاهان هئا. طريقت جي سلوڪ ۾ بہ ايترو تہ مٿاهون مرتبو هئس جو پنهنجي ڏاڏي بزرگوار گنجشڪر رحہ جي زماني جا روح روان شمار ڪيا ويندا هئا. احمد آباد ۾ سلطان مظفر گجراتي سيني علمن ۾ ڪامل دخل رکندا هئا ان جا پاڻ مصاحب هئا ڪين تاج العلماءَ جو لقب مليل هو. هجري سنہ نو سؤ ايڪٽيھ ۾ عالم قدس ڏي ڪوچ فرمائون قبر احمد آباد ۾ اٿن.

## شيخ محمد مودود لاري رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ بابا نظام ابدال رحہ جن جا مريد هئا ۽ مولانا عبدالغفور لاري رحہ جا شاگرد آهن. سندن مزار مبارڪ پاڻي پت شهر ۾ شيخ امان جي قبر سان گڏ آهي. شيخ امان علم تصوف ۾ سندن شاگرد هو قدس الله اسرارهم. تجريد ۽ تفريد جي ميدان ۾ سندن پير استحڪام سان ڄميل هئا. وحدت ۽ توحيد جي سيني قسمن جي مڪمل واقفيت هئن. وجد ۽ وجد جي اسرارن جا صحيفا سندن مطالعي مان نڪتل هئا. چون ٿا تہ ڪين باطني پرورش مولانا عبدالرحمان

جامي رحہ جن کان ٿيل هئي. ظهير الدين بابر بادشاهہ جي زماني ۾ طاب ثراه پاڻ هندوستان ۾ آيا ۽ دارالسلطنت آگري ۾ گوشي نشيني اختيار ڪري خوشيءَ سان زندگي گذاريندا هئا. پوءِ هتان پاڻ پاني پت هليا ويا. انهيءَ جنبش جا بہ سبب هئا (هڪ) شيخ عبدالغفور پاڻي پتيءَ جي فرزندن جي خواهش (ٻيو) خاص ڪري شيخ امان جي قبر جي محبت- فصوص ۽ فتوحات جو درس گهڻو ڏنائون. ۽ انهن ڪتابن جا مشڪلات تعليقات ۽ حاشين جي ذريعي حل فرمايائون. مطلب تہ سڄي ڄمار ظاهري ۽ باطني علمن ۾ گذاري ڇڏيائون. هجري سنہ نو سؤ ستٽيهن ۾ رمضان المبارڪ جي مهيني ۾ عالم وحدت ڏي ڪوچ فرمايائون ۽ ڪثرت جي سراءِ مان خيمون اکيڙي ٻاهر وڃي لڳايائون.

## خواجہ خانون علا تاج ناگوري رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

سندن قبر گواليار ۾ آهي پاڻ ناگور مان نڪري هن شهر کي پنهنجو وطن بنايو هئائون. سندن مقدس روح عنصري جسم سان شامل ٿي هجري سن اٺ سؤ ٽيونجاهہ ۾ دنياوي عالم ۾ آيو هئو. اسي ۽ ست، ستاسي سال تقدير جي صورت خاني جو نظارو ڪيائون. مگر پابندي علائقي کان آزاد آهي ۽ هر هڪ حفظ مراتب ملحوظ رکندي، دل کي حقيقي مصور جي مشاهدي سان منور ڪيائون. هجري سنہ نو سؤ چاليهن ۾ هستيءَ جي نقش تان عنصرن جي چارديواري هٽائي قلب سليم سان حضور قدس ڏي روانا ٿيا. پاڻ شيخ اسماعيل جا خليفا آهن. جن طريقت جا سڀ مقامات ۽ سلوڪ جون سڀ منزلون طئہ ڪري پنهنجي پيءُ بزرگوار خواجہ حسن سرمست رحہ جن جي خلافت حاصل ڪئي هئي. خواجہ حسن سرمست توحيد ۽ تصوفِ جي مجلس ۾ پراڻا مئگسار هئا. اجازت ۽ رهنمائي پنهنجي والد ماجد شيخ سالار فاروقيءَ کان مليل هئن. شيخ سالار تحقيق جي ڪعبي جي مسافرن ۾ قافلي جا سالار هئا ڪين اجازت ۽ هدايت خواجہ اختيارالدين عمر کان ملي هئي. خواجہ اختيارالدين پنهنجي زماني جي گهڻن مشائخن ۾ برگزيده هئا. خلافت جو خرقو محمد سعدي رحہ جن کان مليو هئن ۽ خواجہ محمد سعدي رحہ جن شير نصيرالدين چراغ دهلويءَ جا وڏا خليفا ۽ وڏا نائب آهن قدس الله اسرارهم.

شيخ معروف دهاروال رحہ جن پنهنجي شجري ۾ لکيو آهي تہ خواجہ خانون رحہ جن کي خلافت جو خرقو شيخ حسين ناگوري رحہ جن کان بہ مليو هو. جيڪو ٽن واسطن سان سلطان التارڪين شيخ حميد الدين سوالي ناگوري رحہ جن کي پهچي ٿو.

چون ٿا تہ ضعيفي تمام گهڻي ٿي پئي هئن ان ڪري اچڻ وارن جي تعظيم لاءِ اٿندا نہ هئا. جڏهن سبب پڇو ويو تہ فرمايائون تہ ضعيفيءَ جي سُستي تعظيم کان باز ٿي رکي. ۽ تڪليف سان ڪن لاءِ تعظيم خاص ڪرڻ درويش جي مناسب حال نہ آهي.

## شيخ پول رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

سندن لقب فريدالدين احمد ۽ خطاب جهانگير آهي. غوث الاوليا جي وڏي پاءُ ۽ شيخ ظهور حاجي حميد حَضور جا خليفا آهن. ڪيترن ئي ماڻهن جون دليون سندن تصرف جي پنجي ۾ هيون. شاهہ کان درويش تائين ۽ وڏي کان ننڍي تائين هڪ زمانو سندن خذمت ۾ عقيدت منديءَ سان گوڏا جهڪائيندا هئا. دعوت جا گهڻا قسم ياد هئن. سندن ظاهري خواهشون ۽ باطني قوتون ٻيائيءَ جي سوراخ کان نڪتل هيون. وحدت جي ساوڪ تي خوش خوش ڦرنديون هيون. ٻنهين جهانن جا ڪمالات کين حاصل هئا. آخرت جا اعمال ۽ دنياوي مال هي ٻئي شيون سندن حصي ۾ آيون هيون. جنت آشياني همايون بادشاهہ سندن مريد هو. انهن ڏينهن ۾ مولانا جلال الدين تتوي رحہ وڏو عقل جو صاحب ۽ عالم هو. همايون بادشاهہ جو استاد هو ۽ همايوني سلطنت جو صدرالصدور هو ۽ کيس سهروردیہ سلسلہ مان بہ ڪافي حصو مليل هو ۽ انهن ڏينهن ۾ هڪ بزرگ مولانا محمد فرغلي هئا. نقشبندي سلسلي ۾ بيعت ۽ تلقين ڪندا هئا. هنن ٻنهين صاحبن همايون بادشاهہ جي اتباع ۾ ۽ جهانگيري اثر کي قبول ڪندي از سرنو ساڻن بيعت ڪئي هئي. انهيءَ زماني ۾ گهڻا ئي عالم ۽ فاضل سندن مريد ٿيا. هجري سن نو سؤ ستيتاليهن ۾ شير شاهہ سوريءَ فتح حاصل ڪئي ان وقت مٿي ذڪر ڪيل ٻئي بزرگ ۽ وقت جا استاد قنوج جي پسگردائيءَ ۾ گمنام ٿي ويا. پاڻ فرمائيندا هئا تہ شيخ فضل الله بنگالي

منهنجو ڀاءُ شيخ محمد ۽ هي فقير ٻهول اسين ٽئي چنار جي ڪوهستان ۾ رياضت جي ارادي سان آيا هئاسين. اتان جي باشندن بيان ڪيو تہ ٻہ سوءِ سال ٿيا تہ اسين پنهنجي بزرگن کان مسلسل ٻڌندا ٿا اچون تہ هن غار ۾ هڪ درويش لڪل آهي ۽ خدا سان مشغول آهي اسان مان ڪنهن کي بہ اندر وڃڻ جي طاقت ناهي. جيڪو ان جي هئڻ يا نہ هئڻ جي خبر آڻي. اُهو ٻڌي اسان ٽنهين ڄڻن انهيءَ غار ۾ قدم رکيو. جڏهن اسين ٻن منزلن جيترو هلياسين تہ اتي اسان هڪ پير کي مراقبي ۾ ڏٺو تہ هن پنهنجي نوراني پيشاني سجاده تي رکي ڇڏي آهي، اُهو پير اسان جي اُتي پهچڻ کان آگاه ٿيو. هو اُٿيو. نهايت رحم سان اڳتي وڌيو ۽ گهڻي مرحبا ۽ محبت سان پيش آيو ۽ هر هڪ کي جدا جدا خطاب سان مخاطب تي سرفراز فرمايائين. مونکي جهانگير، منهنجي ڀاءُ کي غوث ۽ فضل الله کي اهل الله چيائون. اسرار ۽ حقائق پنهنجي تقرير ۾ ظاهر فرمائي اچڻ وارن کي آگاه ڪيائون ۽ اصل حقيقت جو اطلاع ڏنائون ان کان پوءِ جلد ٽي اڪيلائيءَ ۾ هليا ويا. ٿوري دير کان پوءِ اسان واپس اچڻ جي اجازت گهري. جواب ڪٿان اچي، هو تہ واصل حق ٿي چڪو هو ۽ انهيءَ سفر جو سامان انهيءَ غار ۾ مهيا ڪري رکيو هو ۽ اسان انهيءَ سامان کي ڪم ۾ آڻيندي کين سپرد خاڪ ڪيوسين.

شيخ ٻهول رحہ جن جو آخري آرامگاه پيانہ قلعي جي حدن مان آهي هڪ مٿاهين جبل تي بس هڪ قبر آهي فرحت بخشيندڙ ۽ روح افزا.

## سيد معظم رحمة الله عليہ جي ياد ۾

پاڻ ترميذ جي سادات خاندان مان آهن. ۽ آخري آرامگاه ڪالپي اٿن. سلطان سڪندر لوڌيءَ جو زمانو هو جو سندن وڏا هندستان ۾ آيا ۽ ڪالپيءَ ۾ رهي پيا. سندن وقت ۾ ڪانئن ڪوبہ وڏو بزرگ شهر ۾ ڪونہ هو. هوش سنڀالڻ کان وٺي رسمي علمن سان ڪڏهن بہ دل نہ لڳن البتہ قرآن حڪيم جي تلاوت ڏاڍي شوق سان ڪندا هئا. سندن ظاهر پرهيزگاريءَ جو نمونو هو. ۽ باطن ايزدي تجلين سان منور هو. پاڻ ڪڏهن بہ روزيءَ جي تلاش ۾ نہ نڪتا ۽ درهم ڪڏهن بہ سندن هٿ جا ننهن بنجي نہ رهيا. جيڪڏهن ڪنهن وقت اچي ويندا

هئا تہ پاڻ ضرورتمندن جي حوالي ڪري ڇڏيندا هئا. دل توڪل سان ۽ تن تسليم جي حوالي ڪري جا ڪجهہ ضرورت پيش آئي تہ **وان من شيءِ الا عندنا خزائنه** (۽ جيتريون شيون بہ آهن اسان وٽ سيني جا خزانا پريل آهن) جي خزاني مان وٺندا هئا. جيڪي چوندا هئا سوچي چوندا هئا ۽ جيڪي ڪجهہ چيائون ان تي عمل ضرور ڪندا هئا. ايتري قدر بي سببيءَ جي باوجود دولتمندانہ خرچ ڪندا هئا. بہ فرزند ڇڏيائون سيد محمد ۽ سيد احمد. آخري جوانيءَ ۾ ڪوچ ڪري ويو ۽ اولين پيءَ جو جانشين ٿيو.

## شيخ ابراهيم ابن عمر سنڌي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ابدي آرامگاه برهانپور جي حدن ۾ ناهي وئي آهي. ماڻهن جو ميل ميلاپ ۽ دل بهلائڻ وارين شين کان بلڪل پري رهندا هئا. ڪي چون ٿا تہ قاضي قاضن سنڌيءَ جي هم نشينن مان آهن جن وحدت والوجود جي بيان سان قيمتي جواهر پنهجي زبان سان ڏاڪي ۾ پويا ۽ ان جا دليل بہ قائم ڪيا اٿن. ۽ ڪن جو هي قول آهي تہ سيد محمد جونپوريءَ جي معتقدين مان آهن قدس سرهُ. جن ڪي ان جا پوئلڳ مهدي ڪري ٿا مڃن. ۽ چون ٿا تہ ختم ولايت ۽ مهديت جي دعويٰ تي پير سيد محمد ڪافي دليل ٿا رکن. اهل شناخت کان اهڙي دعويٰ ۽ اهڙي تصديق سُڪر جي حالت کان سواءِ صادر ٿئي! اهڙي قسم جون ڳالهيون ڪافي حد تائين سيد محمد صاحب جي ياداشت ۾ لکيون ويون آهن ۽ جتي بہ ڪا محفل ٿي آهي اتي هر جاءِ تي ازروءِ عقل و نقل ان جي بريت ڏي اشارو ڪيو ويو آهي.

## شيخ مبارڪ بالادست رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت باسعادت ۽ آخري آرامگاه بئي جهنجانہ ۾ آهن. مير سيد علي قوام سوانہ جا مريد آهن جيڪو شيخ بهاءُالدين جونپوريءَ جو خليفو هو قدس الله اسرارهم. ظاهري ڪمالات ۽ معنوي فضيلت سندن استعداد کي لازم هئي سندن خدمت سان گهڻائي ماڻهو فيض ياب ٿيا. جيئن شاهہ الله بخش گڏهہ مڪتيسري جيڪو سندن وڏو خليفو هو. سندن ڪرامتن جي گرما گرميءَ جا بيان ماڻهو گهڻا ٻڌائن ٿا.

# قاضي محمود ابن چايلده رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن نالو شيخ حامد پيدائش احمد آباد گجرات آهي. وجد ۽ عشق سوز ۽ گداز جا پاڻ مالڪ هئا. سرود ۽ سماع گويا سندن زندگي هو. جنهن وقت اولياءَ الله جي نزديڪ ڪرامت جو ظاهر ڪرڻ مناسب ۽ ضروري هوندو آهي اهڙي وقت ۾ ڪيتريون ئي ڪرامتون سندن قول ۽ فعل سان ظاهر ٿينديون هيون. عشق جي غلبي جي سبب هميشه سندن اهو حال رهندو هو جو پنهنجي حال مطابق عاشقانه مضمون شروع ڪندا هئا. هندي عبارت ۾ ۽ هندي مقامات ۾ دلپسند طرز هوندي هئن. قوالن جي هڪ جماعت سندن روش ڪي ڪمانچي چوندي آهي. هي ماڻهو ڪمانچ جي نشانيءَ سان پنهنجي گاني جي خاص طرز سان هند جي سيني ارباب نشاط ۾ ممتاز آهن.

ڪجهه سندن حالات بيان ڪجن ٿا. ڪن جي نزديڪ پاڻ پنهنجي پيءُ جا مريد آهن ۽ سندن والد بزرگوار ڪي خلافت جو خرقو شاهه عالم بخاريءَ ڪان مليل هو. ڪي وري ڪين به شاهه عالم بخاريءَ جو ئي خليفو سمجهن ٿا. ۽ چون ٿا ته هوش سنڀالڻ وقت سندن قيام احمد آباد شهر ۾ هو. هجري سنه نو سوءِ ويهه ۾ ڳوٺ بيرپور ۾ آيا ۽ سڪونت اختيار ڪيائون هي ڳوٺ احمد آباد جي پسگردائيءَ ۾ آهي. مگر هتي ماڻهن جي رهائش گهٽ تعداد ۾ آهي. سندن عمر يارهن سال هئي ۽ الاهي طلب جو شوق دل ۾ پيدا ٿيو. پنهنجي والد ڪان خلوت نشينيءَ جي اجازت وني هڪ جهنگل ۾ عبادت ۽ رياضت جي واسطي حجرو ناهيائون ۽ هميشه ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ پيءُ جي خدمت ۾ حاضر ٿيندا رهندا هئا. ۽ پنهنجي والد جي صحبت مان فائدو حاصل ڪري وري پنهنجي مقرر حجري ڏي هليا ويندا هئا. اهڙي طرح ڇاونجاهه سال گذاري ڇڏيائون. جڏهن عمر ستهٺ سال جي ٿي ته تيرهن تاريخ ربيع الثاني هجري سنه نوي سالن ڪان ڪجهه مٿي جو هو جو عالم علويءَ جو عزم ڪيائون ۽ زندگانيءَ جو سامان هن فاني ملڪ مان ٻڌي هليا ويا.

روايت آهي ته سندن وڏي ڏاڏي جو نالو قاضي محمد هو. جڏهن قاضي صاحب ڪي لڳاتار ڇهه نياڻيون ٿيون ته قاضي صاحب ڪي پٽ جي خواهش ٿي. جيئن نسل محفوظ رهي. قاضي صاحب جي زال انهيءَ ڪان اڳ جو هيءَ ڳالهه

ٻئي جي زبان مان ٻڌي خود پنهنجي ئي دل جي خوشيءَ سان روبرو مڙس کي اجازت ڏني تہ ٻي عورت سان نڪاح ڪيو. ۽ هي بہ چيائين تہ ٻي عورت سان پٽ جي نيت سان نڪاح ڪرڻ توهان لاءِ ضروري آهي ۽ مان ان ۾ راضي آهيان. قاضي صاحب جواب ڏنو تہ اڄ رات مان انهيءَ ڳالهہ لاءِ استخار ڪري خاتم النبوة عليہ السلام جن جي حضور ۾ عرض ڪندس ۽ پوءِ جيئن حضور جن جو حڪم ٿيو ڪندس. آخرڪار حضور خاتم النبيين عليہ الصلواة والسلام جن خواب ۾ فرمايو تہ محمد توکي مبارڪ هجي هن پاڪدامن زال مان توکي هاڻي ٽي ڪمال جا صاحب پٽ ڄمندا ڪنهن ٻي عورت سان نڪاح جي ضرورت ڪانهي ۽ حرف (حا) عليحده عليحده ٽن جاين تي قاضي صاحب جي هٿ جي تريءَ تي لکيائون. انهيءَ بنياد تي پهرئين پٽ جو نالو حامد ٻئي جو حماد ۽ ٽئين جو حميد رکيائون ۽ پهريون حامد قاضي محمود جو پيءُ آهي. رحمهم الله.

## مولانا عبدالڪريم ابن عطاءُ الله نيم دهي رحمة الله عليہ جي ياد ۾

پاڻ شيراز جي ناميارن عالمن مان هئا. سلطان محمود بزرگ جي زماني ۾ پاڻ احمد آباد ۾ اچڻ سان شيراز جو ڍنگ پيدا ڪري ڇڏيو. طبقات محمود شاهي سندن ئي فراهم ڪيل آهي. گهڻن ئي عمدن عمدن تاريخن کي جيئن خلڪاني ۽ يافعي آهي نظر ۾ رکي طبقات کي لکيو اٿن. ڪتاب جي شروعات حضرت آدم عليہ السلام جن جي آفرينش ڪان ڪيو اٿن. ۽ سلطان محمود جي واپسي سفر تائين جيڪو هجري سنہ نو سوءِ پندرهن آهي. انبيا ڪرام- اولياءَ عظام- علماءَ- شعراءَ- سلاطين- وزراءَ ۽ امراءَ سيني جا حالات عمدي طريقي سان لکيا اٿن. اميد آهي تہ جيڪي صاحب عقل ۽ فهم سان تاريخي واقعات پڙهڻ جا شوقين آهن انهن لاءِ هيءُ ڪتاب عبرت پيدا ڪندو. کين هڪ فرزند جو ان جو عطاءُ الله نالو هو. گذريل سلف جي اتباع ۾ پنهنجي والد بزرگوار جو پوئلڳ هو

# سيد هبته الله رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شاهہ مير جي نالي سان مشهور آهن. انهن سادات بزرگن مان آهن جيڪي حسني ۽ حسيني آهن. پاڻ شيراز جي وڏن عالمن مان آهن. امير صدرالدين محمد شيرازي جا هم نشين ۽ هم درس هئا ۽ مولانا جلال الدين محمد دوانيءَ جا هم عصر هئا. سلطان محمود بزرگ جو زمانو جو شيراز کان گجرات صوبي ۾ آيا ۽ جانپانير ۾ جيڪو هتان جي سلطانن جو پراڻو دارالخلافہ آهي، قيام ڪيائون. پاڻ سيادت ۽ فضيلت جا پيڪر هئا. هن پيڪر اعظم جي اچڻ سان گجرات جي زمين شرف حاصل ڪيو، ۽ طالبن جي هٿن ۾ علم جون ڪنجون آيون. ڪين گهڻائي پٽ هئا جيڪي فاضل ۽ عمده وصفن جا مالڪ هئا. پاڻ علم هيئت ۾ فارسي زبان ۾ شرح پٽن لاءِ لکي هئي. ان کان علاوه سندن بيون بہ گهڻيون ئي تصنيفون آهن جيئن (2) اسني الڪواشف في شرح المواقف- (3) لوامع البرهان في قدم القرآن- (4) محاڪمہ شرح شمسيہ- علم حديث ۽ اصول حديث ۾ هڪ رسالو ڏاڍو عمدو لکيو اٿن جيڪو مشڪل ڪشا ۽ سيني قسم جي حديثن جو جامع آهي. سندن سيني تصنيفن کي زماني جي عالمن پسند ڪيو آهي. خدا ڪري سندن تاليفات جي صدقي هن "گلزار ابرار" کي بہ مقبوليت جي شادابي نصيب ٿئي. سندن سيئي فرزند سعادتمند هئا انهن سيني ۾ فرزند رشيد شاهہ ڪمال الدين محمد آهن. جن کي ٻنهين جهانن جا ڪمال حاصل هئا. انهن جا بہ فرزند ۽ پائٽيا هئا. سيني ۾ وڏو شاهہ ابوتراب آهي. شاهہ ابوتراب کي هجري سنہ نو سؤ پياسيءَ ۾ شهنشاهہ زمانہ اڪبر بادشاه مير حاجي شاه جي خلعت عطا فرمائي هئي ۽ گهڻو سامان خيرات ڏئي حرمين شريفين ڏي روانو ڪيو هئائين شاهہ ابوتراب انهيءَ اعليٰ سعادت سان مشرف ٿيا. زيارت حرمين کان واپس هندستان آيا. هجري سنہ هڪ هزار پنجن تائين زنده رهيا. خوابگاه احمد آباد ۾ اٿن. شاه ابوتراب جن جو بہ هڪ پٽ هو جنهن جو نالو شاهہ گدائي هو. سپاهين واري لباس ۾ سادات ۽ مشائخ جي طريقي جي رعايت هر ممڪن ڪندا هئا ۽ ان کي غنيمت سمجهندا هئا. ان جي باوجود هنن سيني سادات جي ابن ڏاڏن جي سيادت صحيح آهي ليڪن هي سڀ سادات سلسلهٔ مغربيہ سان تعلق بيعت جو

ضرور رکندا هئا. گجرات ۾ سلسلۂ مغربيه کي رونق ڏيڻ وارو مخدوم احمد کهٽو رحہ جن آهن. قدس سرهم.

## شيخ عبدالقدوس حنفي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ صفي الدين رحہ جن جي نياڻيءَ جي اولاد مان آهن، جيڪو سيني علمن جي اصول ۽ فروع جي وقت جو نشان هو. ڪن جي راءِ آهي تہ حضرت امام ابوحنيفہ ڪوفي صوفيءَ جي نسل مان آهن ۽ ڪن جو وري گمان اهو آهي تہ حنفي انهيءَ ڪري سڏبا هئا جو امام ابوحنيفہ رحمتہ الله عليہ جن جا پيروڪار هئا. شيخ محمد ابن شيخ عارف ابن شيخ عبدالحق جا مريد ۽ خليفا آهن. سندن تصنيفات مان هڪ ڪتاب "انوار العيون" آهي جنهن جي ترتيب جو بنياد ستن فنن تي رکيل آهي. هن ڪتاب جي اولين فن ۾ لکيو اٿن تہ ظاهري اميري بيعت شيخ مخدومي محمد سان آهي. ليڪن مون کي گهڻو فيض ۽ هدايت سندن ڏاڏي شيخ احمد قدس سرهٗ کان پهتي آهي ۽ سندن تعريف بہ هن فن ۾ تمام گهڻي ڪئي اٿن. شيخ عبدالقدوس حنفي رحہ جن کي درويش قاسم اوڌي رحہ جن کان بہ خلافت ۽ اجازت هئي. جيڪي چشتي ۽ سهروردي سلسلن ۾ بزرگ آهن. ماڻهن جي صحبت کان پنهنجو دامن ڇڏائي بيابانن ۾ اڪثر ڪري بسر ڪندا هئا. ۽ غنودگيءَ کي اکين ۾ اچڻ نہ ڏيندا هئا. ڪسبي علم ۽ فن جن جي تحصيل ڪتابي صورت ۾ آهي. مدرسي ۾ گهٽ پڙهيا هئا ليڪن علم لدنيءَ جا دروازا سندن مٿان کلي ويا هئا صوفين جي ڪتابن جيئن فصوص الحڪم- عوارف ۽ اصطلاحات ڪاشي آهن، اهي مطالعہ جي زور تي حل ڪري هر هڪ ڪتاب تي هڪ عمدي شرح لکي اٿن.

چون ٿا تہ هجري سنہ نو سوءِ چائيتاليهن ۾ سلطان نصيرالدين همايون شاهہ خراسان، هندستان جي عالمن ۽ عارفن جي هڪ جماعت وٽي استفاده جي ارادي سان سندن خدمت ۾ حاضر ٿيندو رهندو هو. هن جماعت ۾ مولانا محمد فرغلي ۽ مولانا جلال تتہ جهڙا باخدا بزرگ بہ هوندا هئا. ان وقت روحاني ۽ رباني انجمن گرم ٿيندي هئي ۽ جيڪي مشڪل ڪنهن هن فن ۾ پيش ايندا هئا يا سلطان کان سواءِ جنهن کي بہ تصوف جي حقائق ۽ طريقت جي سلوڪ ۾

دشواريون ٿينديون هيون اُهي سڀ سندن تقرير ۽ تلقين سان صاف ٿي وينديون هيون. انهيءَ دوران ڪيترين ڪرامتون بہ ظاهر ٿينديون هيون.

پاڻ هجري سنہ نو سؤ پنجاهہ ۾ عالم خاڪ کان عالم قدس ڏي ڪوچ فرمايو. آخري آرامگاه ڪنڪوہ ۾ آهي جيڪا دهليءَ جي سرڪار سان متعلق آهي. ٽي پٽ ڇڏيائون سڀ کان وڏو شيخ حميدالدين هو ۽ سيني کان ننڍو شيخ عبدالمجيد هو جيڪو عالم عارف ۽ سجاده نشين ۽ رهنما ٿيو ۽ وچون پٽ شيخ رڪن الدين محمد بہ وقت جي اڪابرن مان هو. ان جي باوجود جو عمر ضعيف ٿي وئي هئن مگر سماع کان سواءِ رهي نہ سگهندا هئا. مولانا عالم ڪابليءَ پنهنجي تذڪري ۾ لکيو آهي تہ مان سندن خدمت ۾ اهڙي وقت پهتس جو سماع جو هنگامون گرم هو جڏهن وجود جو اضطراب ٿورو گهٽ ٿيو تہ مون سماع جو روا يا ناروا هئڻ جي نسبت سوال ڪيو پاڻ هي بيت پڙهي جواب ڏنائون-

مـــن گم شـــده ام مـــرا مجوئيـــد
بـــا گم شـــدگان ســـخن مگوئيـــد.

سيني ٻڌڻ وارن ۾ خاص ڪري مون جهڙن نامڪملن ۾ بہ هڪ عظيم تغير پيدا ٿيو. سماع جي محفل ٻيهر گرم ٿي وئي. شيخ رڪن الدين رحہ جن هجري سنہ نو سؤ ٽياسيءَ ۾ جهان فانيءَ کي ترڪ ڪيو. سندن فرزند شيخ احمد هو- ايزد طلب- خداشناس ۽ رسمي علمن جو سٺو عالم. چون ٿا تہ سندن قول هو تہ اسان جي سلسلي جو پراڻو قاعدو آهي تہ پهريائين پٽن کي ظاهري ڪمالات سان آراستہ ڪندا آهن ان کان پوءِ مجاهدي ۽ رياضت جو ڪورس ڪرائي قطبيت ۽ غوثيت جي درجي تي پهچائيندا آهن. شيخ احمد رحہ جن هجري سن نو سؤ ٻاهتر ۾ رحلت فرمائي سندن پٽ شيخ عبدالنبي رحہ رسمي علمن سان آراستہ هو خاص ڪري حديث جي علم ۾ عرب جي استادن کان سند مليل هئن ۽ عرش آستاني اڪبر شاهہ جي سيني لکندڙن جا صدر صدور هئا. ٻيهر حجاز جي سفر تي ويا ۽ هن پوئين دفعي جيئن موٽيا تہ صدارت جي درجي تان لاٿا ويا ۽ شهنشاهي عتاب ٿين ان ڪري ڪجهہ ڏينهن تنگ گذرين آخرڪار اڱاري جي رات تاريخ تيرهين ربيع الاول حجري سنہ نو سؤ ايڪانوي ۾ حڪم جي تعميل ۾ رحلت فرمايائون.

## شيخ فضل الله گجراتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

گذريل زماني ۾ وطن ترڪ ڪري سفر ڪندا جڏهن رهتڪ ۾ سندن گذر ٿيو تہ هن مقام ڪان اڳتي نہ وڌي سگهيا. لاچار رهائش اختيار ڪيائون. رهتڪ هڪ ڳوٺ آهي شهر وانگر ۽ دهليءَ ڪان ويهہ ڪوهہ پري آهي. پاڻ عالم- متوڪل ۽ فاني في الله هئا. ڪنهن بہ ماڻهوءَ ڪان ڪجهہ بہ نہ وٺندا هئا. چون ٿا تہ هڪ سوداگر سندن خاص مريدن مان هو. هڪ ڏينهن انهيءَ سوداگر پنهنجو سڀ سرمايو آڻي نذر ۾ پيش ڪيو. پاڻ عذر فرمائي ان ڪي قبول ڪرڻ ڪان انڪار ڪيائون. ۽ آڻڻ واري ڪي دستور مطابق واپس ڪيائون. سندن رحلت ڏهين صديءَ جي اولين اڌ حصي ۾ ٿي آهي. رحلت ڪان پوءِ ڪجهہ ڏينهن تائين اڪابر جمع جي نماز ڪان پوءِ سندن مزار وٽ حاضر ٿي علمي مجلس ڪندا هئا. ۽ ڪيترا ئي مشڪل مسئلا سندن روحاني فيض جي برڪت سان حل ٿي ويندا هئا. اعتقاد صحيح- انهيءَ مشڪل نما مسئلہ ڪي حل ڪرڻ وارو آهي.

-خوابگاهش مخزن اسراردان-

## شيخ نصيرالدين تميمي انصاري رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن پيدائش جي جاءِ ملتان آهي. پاڻ سپاهي درويش يا درويش سپاهي هئا. جڏهن ان ملڪ ۾ شورش ٿي تہ اهل عيال سميت اچي آگري جي قلعي ۾ گهر ورتائون. گهڻي وقت تائين سپاهيانہ طور تي رهيا. ليڪن هميشہ رات جو غسل ڪري تهجد جي نماز پڙهندا هئا. گهڻي تعجب جي ڳالهہ اها آهي تہ ڪڏهن بہ ڪنهن وقت بہ ڪو دربان يا ڪوتوال سندن قلعي ڪان ٻاهر نڪرڻ يا واپس اندر اچڻ ڪان آگاه نہ ٿيو. انهيءَ دوران خدائي عنايت ڪين هم جنسن جي غلاميءَ ڪان ڪڍي خدا پرستيءَ جي شهرستان ۾ وني آئي. دنياوي دولتمندن جي هم نشينيءَ مان جيڪا خوشي ملندي هئي اُها ختم ٿي وئي. دلگير رهڻ لڳا. ۽ گوشي نشينيءَ جو تڪدر (پريشاني) سندن دل تي باغ و بهار ٿيڻ لڳو. ٻنهين جهانن جا ڪمالات حاصل ڪرڻ لاءِ فرصت حاصل ٿي. طلسمات ڏيڪارڻ واري نفس سان گهڻائي لڙائي جا وار ڪيائون ان ڪان پوءِ معنوي ملڪ ۾ اچڻ

وڃڻ لڳا. چون ٿا تہ هڪ ڏينهن مراقبي ۾ سر جهڪايو ويٺا هئا تہ هي آواز سندن ڪَنن ۾ آيو تہ پنهنجي منهن کي برقعي سان ڍڪيو. پاڻ جواب ۾ چيائون تہ زماني وارن جي تهمت ٻڌڻ جي مون ۾ طاقت ڪانهي. ٻيو دفعو وري آواز آيو تہ جيڪڏهن برقعو پائڻ منظور نہ اٿئي تہ پوءِ پنهنجي گردن جي ٽٽڻ جي تڪليف گوارا ڪر. ان تي عرض ڪيائون تہ مونکي پوئين ڳالهہ منظور آهي. انهيءَ ئي وقت گردن جي هڏي ٽٽي پنهنجي ترتيب کان هٽي اُبري آئي ۽ سِر سيني تي وڃي پين. جڏهن ڏسڻ جي ضرورت ٿيندي هئي تہ پاڻ ڪاڏيءَ جي هيٺان هٿ رکيو مٿو مٿي ڪڻندا هئا تڏهن ان شيءِ کي ڏسي سگهندا هئا. آخري دم تائين اهوئي حاصل رهين. جڏهن سندن زندگيءَ جو سامان اڳئين جهان ڏي روانو ٿي ويو تہ سندن پٽ شيخ يعقوب درويشيءَ جي منهن تي سپاهيانہ وضع جو پردو بدستور قائم رکيو ۽ انهيءَ ئي روشن نقاب ۾ طريقت جي سالڪان مرتبو اولياءَ الله جي عالي مرتبي جي برابر ڪري ڇڏيائين. شيخ يعقوب ڪان پوءِ سندن پٽ شيخ عبدالله جيڪو شيخ يوسف جو پيءُ ٿيو. نوڪريءَ جي دوران گهڻو علم حاصل ڪيو. چون ٿا تہ هميشہ بيان ڪندو رهندو هو. جيئن تہ سپاهگريءَ ۾ گوشي نشيني ممڪن ناهي. جهان جي سير سان تعلق ٿي رکي ان ڪري سندن استاد هڪ سؤ کان بہ وڌيڪ هئا. چون ٿا تہ جڏهن مان علم حاصل ڪرڻ ۾ استحڪام سان مشغول رهيس ۽ جوانيءَ جا ڏينهن گذري ويا تہ ماڻهن جي خدمت گذاري مونکي ڪوڙي لڳي. لاچار سپاهگيري ڇڏي وڃي ڪنڊ ۾ خاموش ويهي رهيس. آخر دم تائين ڪنهن غلام يا ڪنهن آقا جي سامهون آرزو پيش نہ ڪيائون. متعلقين جي ضروريات جو خرچ صرف ڪتابت جي مزدوريءَ مان پورو ڪندا هئا. تاريخ ڇهين شوال هجري سنہ نو سؤ ٽيتاليهہ ۾ وحدت جي صحرا ڏي هليا ويا. آرام گاه آگرو.

## ملڪ چاند والد ميان جموجي رحمۃ اللہ جي ياد ۾

سندن ولادت جي جاءِ احمد آباد آهي. تن شريعت جو مظهر- دل طريقت جو منبعِ- جان حقيقت جو آئينو ۽ سِرُ معرفت جو معدن هئن. پنهنجي وطن کان حجاز جي سفر لاءِ ڪوچ ڪيو هئائون. مڪي معظمہ جي خاڪ سندن دامنگير ٿي. جنهن رات پاڻ فاني جهان کان رخصت ٿيا انهيءَ رات احمد آباد ۾ هڪ

پيو شخص بہ مئو هو جيڪو ستم ۽ آزار رسانيءَ ۾ بدنام هو. ڪجهہ بزرگن ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ انهيءَ مردم آزار کي سٺي حال ۾ ۽ بخشش ٿيل وارن وانگر خواب ۾ ڏٺو. حيران ٿي سبب دريافت ڪيائين ۽ جواب ڏنائين تہ جنهن رات مان مئو هئس اتفاق سان اُهائي رات ملڪ چاند قدس سرہُ جن جي آخري سفر جي رات هئي. عالمن کي حڪم مليو تہ جنهن کي بہ اڄ رات واپسي سفر جو حڪم ملي اُهو چاهي فرمانبردار هجي يا نافرمان ان جي ناشائستہ افعال جي اعمال نامي تي هڪ مقبول بارگاه جي طفيل بخشش جو قلم ڦيري ڇڏيو. ان ۾ شڪ ناهي تہ انهيءَ تاريخ تي مرڻ وارن کي انهيءَ کان بهتر نجات جو ڪو ذريعو ان وقت ڪونہ هو.

مٿي ذڪر ڪيل واقعي جي سلسلي ۾ هڪ ٻيو گذريل واقعو بہ هتي لکجي ٿو هڪ ڏينهن سلطان محمود بزرگ گجراتيءَ بيان ڪيو تہ هڪ شخص اسان جي فوج ۾ هو هڪ لڙائي ۾ اُهو شهيد ٿي ويو. گهٽائي ماڻهو اهڙيءَ طرح دنيا مان هليا ويندا آهن ليڪن جهان وارن جو توجہ ۽ رجوع ڇئني طرفن کان جيترو هن شهيد جي مزار جي طرف آهي ايترو ڪنهن بہ شهيد جي مزار جي طرف ناهي. ان جو سبب سمجهہ ۾ نہ ايندو هو. آخرڪار سوچيندي سوچيندي اها ڳالهہ خيال ۾ آئي تہ جهڙي طرح مبارڪ گهڙيءَ ۾ پيدا ٿيڻ ٻار لاءِ ڏينهون ڏينهن سعادت جو سبب هوندو آهي ساڳي طرح سعيد ساعت ۾ مرڻ بہ آخرين سفر جي مسافر کي مفيد نتيجو ٿو بخشي.

هتي راقم جي خيال ۾ هيءَ ڳالهہ آئي تہ سعيد ساعت کي انهيءَ ڳالهہ تي منحصر نہ سمجهڻ گهرجي تہ زائچو ڪنهن بدڪردار جو سٺو هو. يا ڪواڪب ڪنهن مقام جا خوب هئا. ممڪن آهي تہ ڪنهن بزرگ جو اچڻ ڪنهن شخص جي وڃڻ سان گڏ يا ڪنهن سعادت مند جو وڃڻ ڪنهن شخص جي اچڻ سان موافق اچي نتيجو سعادت پيدا ڪري ۽ انهيءَ عالي مرتبت شخص جي برڪت سان طفيليءَ کي بہ اصل جي شائستگيءَ جو اثر پهچي.

## شيخ سليمان ابن عفان حاجي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولايت باسعادت جي جاءِ دهلي آهي. سندن ابن ڏاڏن جو شجرو

حضرت سلطان ابراهيم اُدم جن تائين پهچي ٿو قدس الله سرهم. پاڻ شيخ محمد عيسيٰ چشتي جونپوريءَ جن جا مريد آهن. ضلع لبس جي قوت کين خوب حاصل هئي. ظاهر ۽ باطن جا مالڪ هئا. نفل روح جو شغل ۽ ذڪر قربان چاڻندا هئا. پنجاهہ سال متواتر مسجد اقصيٰ ۽ بيت الحرم ۾ اعتڪاف ۾ گذاريائون. وڏن وڏن قارين کان علم تجويد- بلڪ معاملات ۾ حضرت خاتم النبيين عليہ السلام جن کان ۽ ولايت جي سرچشمہ حضرت علي ڪرم الله وجہ جن جي خذمت مان علم قرائت ياد ڪيو هئائون. سڀ مشائخ زماني جا جيئن شيخ عبدالقدوس حنفي رحہ ۽ شيخ جلال چشتي رحہ آهن، سندن تعليم سان قرائت صحيح ڪئي هئائون. پنهنجي صورت مطابق ظاهري علم بہ حاصل ڪيو هئائون. سيني مشهور سلسلن جي پيرن کان خلافت جا خرقا مليل هئن. پاڻ جناب خضر عليہ السلام جن جي خذمت ۾ بہ پهتا هئا. هر هڪ جي روش تي ايتري تہ ڪثرت سان رياضت ڪئي هئائون جو ولايت جي جهلڪ سندن افعالن مان ظاهر ٿيندي هئي. هڪ بزرگ جو بيان آهي تہ وڏن مشائخن مان هڪ صاحب فرمائي ٿو تہ مان هجري سنہ نو سؤ ڇٽيهہ ۾ خداوند تاج بدخشان ميرزا سليمان شاهہ ابن ميرزا خان سان گڏ شيخ سليمان جي خذمت ۾ پهتس اهڙيون تہ رازداريءَ جون ڳالهيون ٿيون جو ڪَنَ کان وٺي دل تائين بلڪ سڄي جسم ۾ معرفت جا جواهرات پرجي ويا. جڏهن ڪلام جي نوبت پنهنجي گذريل واقعات بيان ڪرڻ تي پهتي تہ فرمايائون:-

"هجري سنہ اٺ سؤ هڪ ۾ صاحب قرآني امير تيمور گورڪانيءَ دهلي فتح ڪئي هئي. ان وقت سڀ شهر جا باشندا هڪ طرف ڏي جلاوطن ٿيا. اسين مالوہ جي طرفان آياسين ۽ ماندو ۾ قيام ڪيوسين. ان ڪري ماڻهو اسان کي ماندو والا چوندا آهن. ماندوءَ مان زماني جي گردش سبب اسين وري گجرات جي طرف ڇڪجي آياسين. آخرڪار اتان تقدير جي فرمان سبب عرب ملڪ ڏي سفر جو اتفاق ٿيو. ۽ وري پنجاهہ سالن کان پوءِ عرب کان واپس هندستان ورياسين. آهستي آهستي پنهنجي ولايت واري جاءِ ڏي رخ ڪيوسين. مگر اڄ تائين هن گهر جي ڏيڻ ۾ آب داڻي پير ڦاسائي رکيا آهن".

هن بيان مان سمجهه ۾ آيو تہ سندن عمر ڏيڍ سؤ سالن کان بہ وڌيڪ هئي. ۽ ڪن ماڻهن جي مطابق سندن عمر چار سؤ سال هئي. ۽ ڪي ماڻهو انهيءَ بيان تي ڪين ابوالرضا حاجي رتن رحہ جن جي عمر جي مسند تي وينل تا سمجهن. چون ٿا تہ هجري سنہ نو سؤ پنجيتاليهہ ۾ جسم جي پراڻي مسافرخاني مان روح نشاط آباد ڏي ڪوچ فرمائي ويو. سندن مزار مبارڪ جتي قطب الاولياءقدس سرهُ جن جي مرقد مبارڪ آهي انهيءَ جي پرسان شمسي حوض جي آس پاس مسافر ۽ مقيم بزرگن جي زيارت گاه بڻيل آهي.

سندن ٻہ فرزند هئا. شيخ داؤد ۽ شيخ محمود- پهرئين فرزندن ڪي ظاهري علم ڪامل طرح حاصل هو. انهن جوانيءَ ۾ ئي دنيا کان سفر ڪيو. پويون صاحبزادو پيءُ جو سجاده نشين هو هاڻي انهن جو هڪ فرزند آهي شيخ ڪمال- جيڪو ظاهري ۽ باطني ڪمالات سان مالا مال آهي. جوانيءَ ۾ گوشي نشينيءَ جي عادت هئي ۽ چند ڏينهن کان سپاهيانہ طريقو اختيار ڪيو اٿن. ليڪن اندروني صفائي ۽ ايثار جي همت بدستور پنهنجي جاءِ تي قائم آهي. اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ مَا اَصَابَکَ مِنْ حَسَنَۃٍ فَمِنَ اللّٰهِ.

## شيخ احمد مدني رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

هڪ ڳوٺ نانوتہ آهي. ٻن نهرن جي وچ ۾. اُتي پاڻ گوشہ نشين هئا. شيخ سليمان ماندو والا جا خاص خليفا آهن. ڪين جذب ۽ سلوڪ ٻئي مرتبہ حاصل هئا. مشهور سلسلن جي طريقن تي استحڪام جو قدم ڄميل هئن. پنهنجي پير کي حضرت خضر عليہ السلام وانگر زنده سمجهندا هئا. هميشہ پنهنجي رازدارن کي چوندا هئا تہ اگرچہ اسان جي پير جو عنصري جسم خاڪ ۾ لڪايو ويو آهي ليڪن روح مثالي بدن ۾ انهيءَ ئي زندگيءَ وانگر طالبن جو رهنما آهي.

## شيخ نصير الدين هندوني رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن شهرت ڪيمياگريءَ سان آهي. شيخ سليمان ماندو واري جا خليفا آهن. ڪيمياگريءَ ۾ انهيءَ صنعت جي ڄاڻڻ وارن ۾ اڳتي هئا. گهڻن قسمن

جا اڪسير ٺاهڻ ڄاڻندا هئا. ۽ ٺاهيندا بہ هئا. جنت آشياني نصيرالدين همايون بادشاهہ انهيءَ فن ۾ پاڻ کي سندن شاگرد سمجهندو هو. شيخ فرمائيندو هو تہ هڪ ڏينهن پوڙهو بيمار هڪ بيابان ۾ مونکي مليو مان پنهنجي گهر وٺي آيوسانس ۽ سندس علاج ڪرائڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪيم. الله تعاليٰ ڪيس شفا بخشي ۽ هنر مون ان کان حاصل ڪيو آهي. ڪن جو چوڻ هي آهي تہ اُهو بيمار جناب خضر عليہ السلام جن هئا. چون ٿا تہ علم ڪيميا آسماني علم آهي. توريت ۾ هو ۽ جناب موسيٰ عليہ السلام جن بہ ڄاڻندا هئا. قارون بہ ڪانئن ئي سکي اڪسير جي علم ذريعي خزاني جا ڍير گڏ ڪيا هئا.

## شيخ امين الدين رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ وڏا پرهيزگار عالم هئا. سماع کان باز رکڻ ۽ بدعت کي ٽوڙڻ ۾ هزارها آدمين جي برابر طاقت رکندا هئا ۽ سماع و سرود جي ممانعت ۽ حرام هجڻ جي باري ۾ ڪيترين ئي روايتون گڏ ڪري رکيون هئائون. جن کي پاڻ بيان ڪندا هئا. جڏهن پاڻ سلطان سڪندر لوڌيءَ جي مجلس ۾ پهتا تہ سلطان کي انهيءَ ڳالهہ تي آماده ڪرڻ تي گهريائون تہ سرور ۽ سماع جي رسم کي دهليءَ مان قطعي ختم ڪجي. سلطان فرمايو تہ توهان هڪ دفعو شيخ سليمان مانڊو واري جي خدمت ۾ وڃي اِهي روايتون بيان ڪيو ۽ ڪين سماع کان توبہ ڪرايو پوءِ بنان ڪوشش جي شهر مان هي طريقو ختم ٿي ويندو. جڏهن پاڻ شيخ جي خدمت ۾ پهتا تہ سماع جي مجلس گرم هئي ۽ پاڻ درويشن جِي نعرن جي اثر سان بيهوش ٿي ويا ۽ هٿ هلائڻ لڳا. جڏهن هوش ۾ آيا تہ شيخ جا مريد ٿيا ۽ باطني حالات غالب اچي وئن تہ ظاهري آئين کان خودبخود دستبردار ٿي ويا. هڪ ڏينهن ارادو ڪيائون تہ ڪتب خاني ۾ باهہ لڳائي ڇڏجي ليڪن پير فرماين تہ الحق في الکتاب والاسلام في الدفاتر (حق ڪتابن ۾ آهي ۽ اسلام دفترن ۾) جيڪڏهن ورق نہ هوندا تہ نہ ولايت ظاهر ٿيندي ۽ نہ نبوت جو جلوو هوندو **نَعُوْذُ بِاللهِ مِنْ اَنْ نَكُوْنَ مِنَ الْجَاهِلِيْنَ** (اسين الله کان پناهہ ٿا گهرون انهيءَ جي جو نادانن واريون ڳالهيون ڪيون).

مصرع: دانش آمد مايہ بخش دين و دولت مردرا

# شيخ حسين رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ ملتان کان حضرت خواجہ معين الدين چشتي قدس سرهٗ جن جي زيارت لاءِ اجمير آيا هئا. هتي پاڻ صرف هڪ حجري ۾ پنهنجي جسم کي ڳارڻ ۽ جان جي پرورش ڪرڻ ۾ ٻارهن سال گذاريائون فرمانرواءِ مالوه خان جهان جي پٽ سلطان محمود کي سندن اجمير ۾ هئڻ جي خبر پئي تہ چشت خان کي موڪلي مانڊوءَ ۾ اچڻ لاءِ التماس ڪيائين. جڏهن پاڻ تشريف فرما ٿيا تہ محمود کي صرف هڪ دفعو ديدار ڪرڻ جو اتفاق ٿيو. ان کان پوءِ سندن عهدپورو هڪ سال بہ نہ رهيو جو هن جي پٽ غياث الدين جي نوبت آئي ۽ غياث الدين جي نالي سان سلطنت جو ڏونڪو وڄندو رهيو. سلطان غياث الدين هڪ ڏينهن چشت خان کان معلوم ڪيو تہ شيخ جي رهڻ ڪرڻ جي ڪهڙي ڪيفيت آهي ڪيئن تو وقت گذري. چشت خان جواب ۾ شڪر گذاري عرض ڪئي ۽ شيخ جي لاعلميءَ ۾ شيخ جي طرفان پٿر جي هڪ تسبيح سلطان جي روبرو پيش ڪئي. وقت جي سلطان ڪجهہ مال چشت خان جي هٿان موڪليو. پاڻ ان مال مان ڪجهہ آٽڻ واري کي ڏنائون ۽ باقي بچل حاجتمندن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيائون. ٻيهر وري سلطان وچ واري شخص (چشت خان) کان پڇو تہ سندن کائڻ پيئڻ جا اسباب ڪهڙا آهن ۽ ڪٿان آهن؟ عرض ڪيو ويو تہ روزي تہ آسماني آهي. ۽ اسبابن جي ڪابہ خبر ڪانهي. ڇو تہ سلطان محمود تہ بهشت ڏي جلد روانہ ٿي ويا ۽ وقت جي سلطان شيخ جي ڪمري ۾ قدم رکڻ نہ فرمايو آهي. جڏهن سلطان کي هي حال معلوم ٿيو تہ سندن زيارت لاءِ حاضر ٿيو. ديدار سان باطن جو نور حاصل ڪري ہہ آباد ڳوٺ سندن فرزندن جي نالي لکي سپرد ڪيائين.

چون ٿا تہ نصيرالدين جي پٽ شهاب الدين گهٽي فوج گڏ ڪري پنهنجي پيءُ سان لڙائي شروع ڪئي هئي. نصيرالدين پنهنجي فوج جي ڪمي ۽ پٽ جي مخالفت ڪري وڏي فڪر ۾ هو. ۽ هميشہ اهو راڳ ڳائيندو هو تہ گذريل زماني ۾ دل جي لڪل ڳالهہ سمجهڻ وارا درويش گهڻا هئا. جڏهن آسمان ڪنهن سان گهٽ وڌائي ڪندو هو تہ هو ويچارا درويشن جي خدمت ۾ وڃي پنهنجي نيڪ ۽ بد جي انجام جي خبر وٺندا هئا ليڪن اڄڪلهہ اهڙا روشن

ضمير بزرگ بلڪل ئي ناياب آهن. هي ٻڌي شمشير خان جيڪو شيخ جي عرفان ۽ وجدان کان باخبر هو. عرض ڪيائين تہ جيڪڏهن سلطان شيخ حسين جي گرامي صحبت ۾ پهچي تہ غالباً هي شڪايت جيڪا سلطان کي آهي شڪر گذاريءَ ۾ تبديل ٿي ويندي.

سلطان ڏونئري جو پيالو هٿ ۾ ڪٽي ٻهراڙي جي هڪ ماڻهوءَ جي صورت ۾ شيخ جي مجلس ۾ حاضر ٿيو. پاڻ اندروني راز سمجهي ويا ۽ آيت ڪريمہ **كَمْ مِّنْ فِئَةٍ قَلِيلَةٍ غَلَبَتْ فِئَةً كَثِيرَةً بِإِذْنِ اللّٰهِ.** (گهڻا الله جي حڪم سان ٿوري جماعت وارا وڏي جماعت تي غالب آيا) پڙهي فتحيابيءَ جي خوشخبري ٻڌائي چنانچہ انهيءَ آسماني خوشخبريءَ موجب ظاهر بہ ٿيو. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ نصيرالدين جهان فانيءَ مان رخصت ٿيو ۽ زماني هٿ پڪڙي محمود کي تخت تي ويهاريو. سلطان محمود بہ شيخ جي خدمت ۾ پيءُ وانگر بيٺو رهيو. ايستائين جو ان جو عهد پورو ٿيو. چون ٿا تہ سلطان بهادر مالوہ گجرات ڏي ڀڳو ۽ جنت آشياني همايون شاهہ پويان اچي پهتو.

جڏهن همايون بادشاهہ مانڊوءَ جو قلعو فتح ڪيو تہ شيخ جي ديدار لاءِ حاضر ٿيو. شيخ شاهي ڇاڳل جواهرات ۾ ويڙهيل ڏني تہ پاڻي پيارينڊڙ جي هٿ مان وٺي جواهرات کي الڳ ڪيائون ۽ فرمايائون تہ اهڙي متقي بادشاهہ واسطي پاڻي پيئڻ جو ٿانوُ مشروع (شريعت وارو) هئڻ گهرجي. ملاّ محمد فرغلي معافيءَ لاءِ اٿيو ۽ بادشاهي حڪم موجب جواهرات وارو ٿانوُ (ڇاگل) شيخ جي نذر ڪيو. شيخ آزاديءَ سان انجي نيلامي ڪري رقم حاجتمندن ۾ ورهائي ڇڏي. ٻئي ڏينهن صبح ئي سان جنت آشياني ۽ مير فرغلي امتحاني مضمون دل ۾ رکي شيخ جي ديدار لاءِ ويا. شيخ کي هر هڪ جي اندروني قرارداد جو علم ٿي ويو. اتفاق سان اڌ رات جي وقت شاهہ تاجو مجذوب پنهنجي پٽ قطب الدين ڀڪاريءَ جي هٿان ٻہ سيخ ڪباب شيخ جي واسطي موڪليا هئا. انهن ڪبابن مان ٻي ٻوٽيون ڪٽي مير فرغليءَ کي ڏنائون ۽ ڪائڻ لاءِ چيائون. چنانچہ واقعي جو ظهور دلي خيال مطابق ٿيو. ان کان پوءِ شيخ جنت آشيانيءَ کي فرمايو تہ درويشن کي بازيگرن جي مثل سمجهڻ دوستيءَ جي طريقي جي خلاف آهي. اگرچ انب جي موسم نہ آهي ان جي باوجود آٽي تو سگهجي ليڪن مزيدار نہ هوندو.

پاڻ ٻارهن ئي مهينا نماز طهارت ڪبريٰ (غسل) سان پڙهندا هئا. هڪ ڏينهن غسل جي ارادي سان ٻاهر ويا هئا. چورن جي هڪ ٽولي ملين. اها ٽولي ڪين مالدار سمجهي پنهنجي مخفي جاءِ تي وٺي وئي ۽ پيرن ۾ زنجير وجهي هڪ دروازي جي ڪنڊ ۾ وهاري ڇڏيو. پاڻ فرمايائون ته گرفتار دل وارن جي پابندي زنجير سان ٿيندي آهي. ليڪن جيڪي آزاد آهن انهن کي پابند صرف محبت ڪري ٿي سگهي. چورن هن ڳالهه کي هوائي ڳالهه ڪان وڌيڪ وقعت نه ڏني ۽ زنجير تي ڀروسو ڪري هرڪو وري پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويو. شيخ انهيءَ جاءِ تان اک ڇنڀ ۾ سليماني رفتار سان پنهنجي حجري ۾ اچي پهتا. چون ٿا ته شيخ جي عمر هڪ سؤ اٺويهه سال هئي. خوابگاه ماندو کان ٻارهن ڪوهن جي فاصلي تي آهي. حجري سنه نو سؤ پنجيتاليهن ۾ دنيا جي عدم آباد کان عقبيٰ جي شهر سنان ڏي رحلت فرمايائون.

## شيخ علاؤالدين دهلوي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ نورالدين المعروف فيل مست جا پٽ ۽ حضرت گنجشڪر جي نسل مان آهن قدس اسرارهم. پنهنجي ڏاڏي شيخ تاج الدين محمد ابن شيخ عبدالصمد ابن شيخ منور اجوڌني رحه جن جا مريد هئا. شيخ منور اجوڌني رحه جن کي زماني وارا گنجشڪر ۽ شيخ فريد ثاني رحه چوندا هئا. عقيدتمند مريدن کي خواب ۾ حضرت گنجشڪر- شيخ منور اجوڌني رحه جن جي شڪل ۾ نظر ايندا هئا. ڪشف جو صاحب عيسيٰ خان چئي ٿو ته جڏهن منهنجي سلوڪ جو آغاز هو ته مان انهيءَ ارادي سان ته مون کي ڪلاه خلافت خواجه قطب الاوليا کان ملي. خواجه قطب الاوليا رحه جن جي روضي مبارڪ تي اعتڪاف ڪيم. خواجه قطب الاوليا رحه جن مونکي شيخ علاؤالدين جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ جي هدايت فرمائي مون گستاخي ڪئي جو انهيءَ حڪم کي قبول نه ڪيم. اهڙيءَ طرح ڪجهه دفعا وري اعتڪاف ڪيم ۽ هر دفعي اهوئي حڪم مليو. آخرڪار منهنجي ڪَنَ ۾ آواز آيو ته "علاؤالدين قطب الدين آهي". لاچار مجبور ٿيس ۽ سندن خدمت ۾ حاضر ٿيس. مسڪرائيندي ڪلاه منهنجي مٿي تي رکيائون ۽ فرمايائون ته "هي ڪلاه قطب الاولياءَ جن جي طرف کان آهي". خوش رهو.

پنڌرهين ربيع الثاني هجري سنہ نو سؤ ستيتاليهہ ۾ وصال جو فرمان مليو خوابگاه دهليءَ ۾ اٿن.

## شيخ علاءُالدين ابن شيخ بدرالدين سليمان رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن والد بزرگوار حضرت گنجشڪر رحہ جن جا فرزند هئا قدس اسرارهم. چون ٿا تہ سندن نفس جو بدن سان ميلاپ هجري سنہ اٺ سؤ ٻاهتر ۾ ٿيو هو. ننڍ پڻ کان ئي ولي تيڻ جا آثار سندن پيشانيءَ مان ظاهر هئا. جڏهن سندن دل وحدت جي نور سان منور ٿي تہ ست سالن تائين پاڻ هدايت فرمايائون. جيئن تہ سندن ذات ۾ بخشش جي صفت ڪمال درجي تي هئي ان ڪري ماڻهو کين علاءُالدين جوانمرد چوندا هئا هجري سنہ نو سؤ اڻيتاليهہ ۾ هستيءَ جي دامن کي علائق جي گرد غبار کان ڇنڊي ڇڏيائون ۽ لاڏاڻو فرمائي ويا. اجوڌن ۾ پنهنجي ڏاڏي بزرگوار جي قريب دفن ڪيا ويا. سندن ٻہ پٽ هئا. جن کان چنڊ ۽ سج وانگر نسب ۽ حسب جي زمين ۽ آسمان منور هئا. ممڪن ۽ واجب ۾ انهن ٻنهين پٽن جي خاص روش جو انتظام هو. مطلب تہ سلطان محمد تغلق گهڻيون تدبيرون ڪري ٻنهين صاحبزادن کي پاڻ سان مانوس ڪيو. وڏو پٽ شيخ معزالدين کي معزالملڪيءَ جو خطاب ڏئي مُلڪي ۽ مالي ڪاروبار ان کان ڪرايائون ۽ آخرڪار کين گجرات صوبي جو حاڪم بنايائون. ان جي هستيءَ جي ڪشتي اتي ئي نيستيءَ جي درياهہ ۾ غرق ٿي. ٻيو شيخ علم الدين هو ان کي شيخ الاسلامي جو منصب ڏنائين. شيخ علم الدين دنيا ۽ آخرت ٻنهين جهانن جي ڪم کي بنائڻ ۾ مصروف رهندو هو. ۽ ڪائنن گهڻن ئي ماڻهن کي فيض پهتو. مصرع: ساغر اسرار اوپرانہ ے توحيد باد.

## شيخ عبدالرزاق جهنجهانوي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ قادري سلسلي جي سربرآورن مان آهن. پير مشائخ حضرت سيد محي الدين عبدالقادر جيلاني قدس سرہُ جن جي خدمت ڪئي هئائون ۽ خدمت مان

فائدو بہ حاصل ڪيو هئائون ليڪن هميشہ مشاهدي جي مقام تي شيخ شاهہ محمد حسن قادريءَ جي خدمت سان پهتا هئا . ۽ محمدي هدايت جي طريقي تي همت سان قدم رکي دانش و بينش حاصل ڪئي هئائون. شروع ڪان آخر تائين جسم کي گهٽائڻ ۽ روحاني جوهر کي وڌائڻ ۾ مصروف رهيا. آخر اهو نتيجو ٿيو جو عالم ارواح ۾ هلڻ گهمڻ وارن ۾ شامل ٿي ويا ۽ هميشہ نافرمان نفس سان لڙائي وڙهي آخر فتح حاصل ڪيائون. پاڻ هميشہ سوالين سان مروت سان پيش ايندا هئا ۽ ناتوانن جي خدمت ڪندا هئا. رسمي علم جي حاصل ڪرڻ کي ڪمال جي درجي تائين پهچاياٿون. ايتري قدر جو سخن گوئي جو ملڪو حاصل هئن. ڪلام پسنديده هوندو هئن. سيد محي الدين عبدالقادر جيلاني قدس سرہُ جي مڪتوبات تي هڪ عمدي شرح ۽ سنجيده ۽ مفيد حاشيہ لکيا اٿن. هجري سنہ نو سوٴ اٺونجاهہ ۾ دنيا جي عالم ڪان رحلت فرماياٿون. گهڻا ئي دهلي سرڪار جا وڏا وڏا ماڻهو ساڻن حسن عقيدت رکندا آهن. ان ڪان علاوه هي صاحب بہ آهن شيخ احمد مفتي سفيدوني- شيخ حسن پاڻي پتي- شيخ عمر مسواني- مير سيد علي لودياني ۽ ٻيا هي چار شخص شيخ احمد- شيخ معين الدين- شيخ طيب ۽ شيخ صابر ڳوٺ ميان دوآب جا باشندا آهن. شيخ يوسف دهلوي جن پنهنجي پير جي ڪلام کي گڏ ڪري هڪ مفيد جلد بنايو هو. شيخ حاجي جيڪي شيخ يوسف جا پيرزاده هئا ۽ شيخ چاند مجذوب جيڪو هفتي هفتي ۾ جا روزا رکندو هو. هي صاحب جيڪي شمار ڪيا ويا آهن سڀ جا سڀ طريقي ولايت جا رازدار- اسرار طريقت جا مشڪل ڪشا- خداشناسيءَ جي انجمن کي رونق ڏيڻ وارا ۽ هدايت جي طالبان جا رهنما هئا. قدس الله تعاليٰ اسرارهم- مصرع: رهنمايان جهان راسند عالي بود.

## شاهہ تاجو ابن شيخ ڪمال قدس سرہُ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ قريشي نسل جا هئا. سندن والدبزرگوار عرب ملڪ ڪان اچي هندستان جو سير ڪري عبرت حاصل ڪندو رهندو هو. اتفاق سان قلعي رنت ڀنور (آگره ۽ جيپور جي وچ ۾ هڪ قصبو آهي جنهن کي اڄڪلهہ ڀرت ڀور چوندا آهن) جي آسپاس رهي پيا ۽ هجري سنہ اٺ سوٴ پنجاسيءَ ۾ شاهہ تاجوءَ جي روحاني

صورت ماءُ جي پيٽ کان ٻاهر آئي. جڏهن سندن عمر پنج سال ٿي ته يتيم ٿي ويا ۽ سندن ماءُ کين مادرزاد ديوانو سمجهي خبرگيري ڪرڻ ڇڏي ڏني. سمهڻ جي جاءِ ۽ کائڻ پيئڻ جي انتظام ۾ ڪابي صورت پيدا ٿي وئي. پاڻ هڪدم شيشي فروشن جي همراهيءَ ۾ مانڊوءَ تن تنها هليا آيا ۽ هتي ڪجهه ڏينهن کان پوءِ **وَعَلَّمْنَاهُ مِن لَّدُنَّا عِلْماً** (۽ کيس باطني علم عطا ڪيوسين) جي مڪتب ۾ تقديري تختي ياد ڪئي. ۽ سندن سيني تي خدائي علم لکجي ويو. وقت جو سلطان ناصرالدين خلجي هو. ان سندن خذمت پنهنجي ذمي ورتي. هڪ ڏينهن اڪيلائيءَ جي شڪايت سندن زبان تي آئي ته وقت جي سلطان ناصرالدين ان جو انتظام هن طرح ڪيو جو هڪ ضعيف عورت هئي جيڪا سلطاني حرم ۾ پرده نشين ڪي شرعي تعليم ڏيندي هئي ان ضعيف عورت جي هڪ حسين جميل ڌيءَ هئي جنهن جو نالو راحته الحيات هو ان سان سندن نڪاح ڪرايائين. شاديءَ جي رسم ۽ سازو سامان جو ڪافي مقدار ۾ انتظام ڪيو ويو. انهيءَ دوران سلطان ناصرالدين خلجيءَ جي حياتيءَ جو وقت پورو ٿيو ۽ هاڻي حڪمرانيءَ جي نوبت سلطان ناصرالدين جي پٽ سلطان جي سپرد ٿي. بت پرستن جي هڪ جماعت هئي جن جو مذهب راجپوتن وانگر هو هي پوربيه نالي سان مشهور هئا. هن جماعت سلطان ڪي قيد ڪيو ۽ خلجي حرم شريف ۾ بچڙائي پيدا ٿيڻ شروع ٿي انهيءَ دوران جو ڏهين صديءَ جي شروعات هئي راحته الحيات جي پيٽ مان انهيءَ ازلي مجذوب جي گهر ۾ نئين مهمان جي آمد ٿي جنهن جو نالو قطب الدين ٻهڪاري رکيائون ۽ ان کان پوءِ راحته الحيات به موت جي مرض ۾ مبتلا ٿي پئي ۽ مري وئي ۽ پيءُ جيئن ته فنا في الله جي درياه ۾ غرق هو هوش ۾ اچي پٽ جي پرورش نه ٿي ڪري سگهيو. شهر جا دربان سندن پاڙيسري هئا قضا ۽ قدر جي ڪارڪنن قطب الدين ٻڪاريءَ جي تربيت ان محلي وارن تي لکي ڇڏي. جڏهن هوش جو زمانو آيو ته والد جي خذمت ۾ مشغول ٿيا. پيءُ جون ڪرامتون زماني وارن جي نزديڪ گهٽيون آهن. هجري سنه نو سؤ پنجاهه هو جو شاه تاجو پنهنجي عنصري لباس مان نڪري ويو جيڪو اڏارو ٻاتو هئائون. شيخ ٻڪاريءَ کي پنهنجو جانشين ڇڏي ويا.

شيخ ٻڪاري پنهنجي خذمتن ۽ پيءُ جي دعائن جي ڪري ولايت جا

صاحب ٿيا. سندن خليلي دسترخوان مهمانن جي اڳيان ڪنهن ڪنهن وقت ٻہ ٻہ ڏينهن ويڙهيو ئي نہ هو. تونگرن ۽ درويشن کي هڪ جهڙا طرح طرح جا ڪاڌا ڪارايا ويندا هئا. ان ۾ شاهہ ۽ گدا جو ڪو فرق نہ ڪيو ويندو هو. ڪي ماڻهو جيڪي اصل حقيقت کان واقف نہ آهن چوندا آهن تہ شاهہ تاجو قدس سرہٗ شيشہ فروشن جو پٽ هو. مجذوب هو ان جو ڪو پٽ ڪونہ هو. شيخ پڪاري دربان جو پٽ آهي جيڪو خوش قسمتيءَ سان اهڙي بزرگ جي خدمت ۾ پهچي وڏي مرتبي وارو ٿي ويو. اهي صرف گمان آهن جيڪي سچائي کان پري آهن.

شيخ پڪاريءَ پنج پٽ ڇڏيا سيني ۾ وڏو شيخ سعدي هو. جن جو ظاهر ۽ باطن سڌن ۽ سچن ماڻهن وانگر سنجيده افعالن وارو هو. پيءُ جي خلافت جو خرقو پاتائين ڪجهہ ڏينهن وڏن وارو طريقو ۽ سلسلو رکيائين بعد ۾ هجري سنہ نو سؤ ڇهاسيءَ ۾ معنوي ملڪ ڏي هليو ويو.

ٻيو شيخ ڪمال هو جنهن دل جي سلامتي شڪستگيءَ سان جمع ڪئي ۽ مولا جي ديدار جو شوق ڪمال درجي جو رکندو هو. ان بہ هجري سنہ هڪ هزار نو ۾ عارضي سراءِ کي ڇڏيو.

چوٿون پٽ شيخ جمال هو جيڪو حضور الاهيءَ جي صاحبن ۾ بارياب هو. هو ڪين قبوليت جي نظر سان ڏسندا هئا خاص ڪري شهسوار ميدان وحدت ۽ حقيقت شيخ ضياءُالدين ابن شيخ محمد غوث قدس سرهما کان پاڻ خلافت جو پيرهڻ هجري سنہ نو سؤ پنجاسيءَ ۾ پاتائون ۽ سالڪ شاهراہ تجريد و تفريد شيخ محمود ابن شيخ جلال شطاري عشقيءَ جي خدمت مان چند سال رهي فيض حاصل ڪري اجازت نامو ورتائون. راقم "گلزار الابرار" جو پراڻي دلي دوست- آزاد مزاج- ڪشادہ پيشاني- اڪيلائي پسند ۽ محبت سان ملڻ وارو سندن جهڙو ڪونہ هو. هجري سنہ هڪ هزار چوڏهن جي رمضان مهيني ۾ پاڻ رحلت فرمايائون هڪ پٽ شيخ شريف نالي ڇڏيائون. الله تعاليٰ ڪيس بہ ڪمالات جو شرف عطا فرمائي.

## شيخ سيد نظام ماندوي رحمۃ اللہ جي ياد ۾

پاڻ سيد شرف جا پٽ آهن. جيڪو سيد غياث جو پٽ هو. ۽ سيد غياث حضرت سيد محمد گيسودراز رحہ جن جي پوٽن مان آهن. پاڻ جسم کي ڳاريندا

۽ روح جي پرورش ڪندا هئا. نفس تي فتحياب هئا. چون ٿا تہ سندن والد بزرگوار سڪونت ترڪ ڪري گلبرگہ دڪن کان سلطان غياث الدين خلجيءَ جي دور ۾ مالوه جي طرف آيا هئا. پوءِ رهڻ لاءِ هيءَ جاءِ پسند ڪيائون. جڏهن سيد شرف عالم علويءَ ڏي ڪوچ فرمايو تہ ان وقت سيد نظام ننڍو هو. جڏهن سندن هوش جو زمانو آيو تہ شيخ برهان چشتيءَ جا مريد ٿيا. معاش جو ذريعو بيلداريءَ سان هئن. هڪ ڏينهن نقد رقم سان پريل هڪ ٽانوَ هڪ پٽ جي پاڙ مان نڪتو پاڻ ان کي مٽيءَ ۾ لڪائي گهر جي مالڪ کي سڏ ڪيائون ۽ چيائون تہ مال زمين ۾ پوريل آهي ڪڍي ڪٽي وڃ جيئن ڪوٺائيءَ جو ڪم جاري رکجي. گهر جي مالڪ جواب ڏنو تہ جيڪي ڪجھ بہ نڪتو آهي ان جو مالڪ ڪڍڻ وارو آهي. چو تہ ان جي تقدير سان ۽ انجي ٻانهن جي ڪوشش سان نڪتو آهي. هڪ ڪلاڪ تائين گفتگو ٿيندي رهي آخرڪار جڏهن سيد انهيءَ ڪشاڪش کان نجات حاصل ڪئي تہ انهيءَ خوف کان تہ مبادا ٻيهر وري ڪو اهڙو موقعو اچي ۽ حرص حرڪت ۾ اچي وڃي، ۽ دل ۾ ميلان پيدا ٿئي ۽ هٿ ان ڏي وڌي. انهيءَ پيشي کي ئي ڇڏي ڏنو ۽ ان کان پوءِ ڪاٺيون ۽ اٽو وڪڻي ان کي پنهنجو ذريعہ معاش بنايائون.

انهيءَ عرصي ۾ هڪ رهنما بزرگ سندن وٽ اچي پهتو. ڪيترا سير اٽو خريد ڪيائين ۽ انهيءَ ئي رکيل ڪاٺين سان جيڪي دوڪان ۾ رکيل هيون. ماني پچائي صرف پنهنجي چاشت جي خوراڪ ناهي. ڪين ذڪر قربان جو طريقو ياد ڪرايو ۽ فرمايو تہ خشڪ زاهدن واري رفتار ڇڏي ڏي ۽ عارف جي عاشقن جي دسترخوان جي چاشني چَکُ. چون ٿا تہ انهيءَ ذڪر جي مشق کي پاڻ ايترو تہ وڌايائون جو شغل ڪرڻ وقت بدن جا عضوا الڳ ٿي ويندا هئن، ۽ جڏهن پاڻ فارغ ٿيندا هئا تہ اُهي عضوا واپس ملي ويندا هئا.

سلطان بهادر گجراتيءَ جڏهن مانڊوءَ کي فتح ڪيو هو تہ سيد جي خدمت ۾ بہ ويو هو، ۽ نذر ۾ گهڻو ئي مال پيش ڪيو هئائين. پاڻ قبول فرمائي سڄو مال عمارت ۾ لڳائي ڇڏيائونِ ۽ هڪ وڏو گنبذ والدبزرگوار جي قبر تي بہ تعمير ڪرايائون. ۽ پوءِ جڏهن جنت آشيانيءَ جي آمد مانڊوءَ ۾ ٿي تہ انهن بہ ديدار جو عزم ڪيو. مجلس گرم ٿي ۽ رازداريءَ جون ڳالهيون ٿيڻ لڳيون ۽ گهڻيون ئي عمديون ۽ دلچسپ ڳالهيون ٿيون.

چون ٿا تہ سندن 24 پٽ هئا. انهن ۾ ست ڄڻ تہ بي بها موتي هئا. سيد داؤد- سيد حميد- سيد جمن- سيد برهان الدين- سيد ڪمال- سيد سالار ۽ سيد فريد ڪجھ فرزندن ڪي رسمي علم بہ حاصل هو. ۽ ڪي معرفت الاهيءَ جي عالي مرتبن ڪي پهچي گهڻن جا پيشوا ٿيا. نياڻن مان هي چار ممتاز هئا: پهريون سندن پير جو پوٽو شيخ نصيرالدين ابن شيخ جلال ابن شيخ برهان چشتي- ٻيو شيخ جمال ٽيون شيخ چاند چوٿون شيخ شرف الدين. انهن چئني مان هر هڪ اهل عرفان- اهل ذوق ۽ اهل وجد هئو.

سيد نظام تاريخ اٺويهين ذوالحج هجري سنہ نو سؤ پنجاھ ۾ حج لاءِ سفر ڪيو. آخري آرامگاه والد بزرگوار جي گمنبد ۾ اٿن، جيڪو ساگرتال جي ويجهو آهي.

مصرع: صفاد مروه اوڪوئي حق شناسي بود.

## سيد حسين رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ سيد محمد جا فرزند هئا جيڪو جلال ابن زهيد جو پٽ هو. پاڻ اصل ۾ ترميذ جي سادات مان آهن. سندن انون ڏاڏو سيد جلال الدين هندستان جي طرف ترميذ ڪان آيو هو. ان وقت انين صديءَ جي شروعات هئي. ۽ سارن نالي ڳوٺ جيڪو جونپور سرڪار جي پسگردائي ۾ آهي گوشي نشين ٿي ويا. انهن ڪي ٻہ پٽ هئا سيد علما ۽ سيد جلال- هي سيد حسين جيڪو آهي. ٻئي پٽ جي پوٽن مان آهي. سيد حسين جي ولادت باسعادت جي جاءِ گواليار آهي سندن والد ماجد سيد محمد سلطان ابراهيم لوڌيءَ جي عهد ۾ سارن ڳوٺ ڪان جيڪو سندن آبائي وطن آهي گواليار آيا هئا. انهن ڏينهن ۾ قلعي جو حاڪم نثار خان سارني هو. ان ڪمال محبت ۽ تعظيم سان سندن استقبال ڪيو ۽ فوراً ضروريات جو انتظام ڪيائين. انهيءَ عرصي ۾ ڪجھ ڏينهن ڪان پوءِ قطب الاولياءَ غوث العرفا شيخ محمد غوث قدس سرہُ بہ شرقي ملڪ ڪان جيڪو سندن قيام گاه هو گواليار ۾ آيا. جڏهن جنت آشياني همايون بادشاھ بنگال صوبي ڪي فتح ڪرڻ لاءِ ڪوچ فرمايو تہ دارالخلافہ آگرو مرزا هندال جي حوالي ڪيو. ناتجربيڪار خبر ڏيندڙن اها صدا مرزا ڪي ٻڌائي مرزا دوراندیش نہ هو ۽

حڪومت جي هوا هن جي ڪنن ۾ پرجي وئي. انهيءَ باري ۾ دولت جي دوستن ۽ نالائقن جي مشوري سان اها ڳالهه فيصلو ٿي ته شيخ بهول اسان جي بادشاهه جو پير آهي ۽ شيخ محمد غوث پير جو ڀاءُ آهي جيستائين اهي ٻئي بزرگ عالم ملڪوت ڏي روانا نه ڪيا ويندا. مرزا جي آرزو پوري نه ٿيندي. شيخ بهول دارالخلافه آگري ۾ موجود هئا. ڪين اتي ئي شهيد ڪيو ويو. شيخ غوث الزمان گواليار ۾ تشريف رکندا هئا. انڪري گواليار جي حوالدار سلطان ميرڪ جي نالي حڪم جاري ڪيو ويو ته جيئن به ٿئي هر ممڪن طريقو اختيار ڪري شيخ محمد غوث کي دارالخلافه ۾ روانو ڪيو. اتفاق سان شيخ محمد غوث کي انهي معاملي جي حقيقت معلوم ٿي وئي ان ڪري راتون رات ماڻهن کان لڪي اڪيلا گواليار کان نڪري ويا ۽ مشرق جي زمين تي وڃي پهتا جتي همايون جو لشڪر هو. ليڪن گهر ٻار سڀ ڪجهه لٽجي وين ۽ ٻارن ٻچن کي نهايت تنگيءَ جي نوبت پهتي. جڏهن همايون واپس ٿيو ۽ اُها شورش به ٺڏي ٿي ۽ شيخ محمد غوث به پنهنجي وطن ۾ اچي پهتا ته اها ڳالهه ذهن نشين ڪئي وئي ته جيڪا آفت ۽ مصيبت گهر ٻار ۽ ٻچن کي پهتي هئي. اهو سڀ سيد محمد سارنيءَ جي چوڻ سان ٿيو هو ۽ پوءِ جن افواهه ڦيلايو انهن ئي ماڻهن محض گمان ئي گمان تي سيد محمد جي گهر وارن سان مڪر ڪري هي ذهن نشين ڪرايو ويو ته توهان جي اولاد جي واسطي شيخ محمد غوث جلالي تعويذ ساڙي ٿو. اها وحشتناڪ خبر ٻڌي ماءُ ان کان سواءِ نجات جو ڪو رستو نه ڏٺو جو پنهنجي وڏي پٽ سيد حسين کي جنهن جي حسين صورت ڏسي يوسفي حُسن ياد ايندو هو، خدمت ۾ موڪلي ۽ توهمي تقصير جو عذر ۽ معذرت ڪري معافيءَ لاءِ عرض ڪري.

جڏهن هي نوجوان سعادتمند قدم بوس ٿيو ته شيخ محمد غوث مهربانيءَ جي نظر سان نهارين ۽ ڪين ڏاڍي خوشي حاصل ٿي ۽ اهڙي طرح ڏينهون ڏينهن گنجائش ۽ رسوخ جو درجو وڌندو ويو. جڏهن سترهن سال عمر ٿين ته مريد ٿيا ۽ سلوڪ جي طريقي تي مقامات طئہ ڪري خداشناسي- حق داني- ۽ حقيقت پرستيءَ سان ممتاز ٿيا. آخر ۾ وحدت الوجود جا آثار زور شور سان غالب آيا. ايتري قدر جو سلوڪ کان باز رکي ٽيهن سان جي عمر ۾ جذبي جي نوبت

پهتي. جنهن زماني ۾ قطب الاولياءغوث الزمان، شير خان سور جي شورش جي سبب گجرات ڏي هجرت فرمائي ان زماني ۾ پاڻ ساٿن گڏ هئا. هڪ ڏينهن هڪ جاءِ تي چند بوالهوسن (نفس پرستن) جي مجلس هلي رهي هئي، تہ هن مجذوب صاحب جو بہ اتان گذر ٿيو. مجلس ۾ اندر گهڙي ويا ۽ پاٽيءَ جو هڪ ٽانوَ ڪنيائون. مجلس وارن هن کي مجذوب نہ پر چور تصور ڪيو. سمجهہ کان ڪم نہ ورتائون. ڪاوڙ ۾ اچي ويا. انهيءَ دوران هڪ مجلس مان ناعاقبت انديش اٿيو ۽ تلوار ڪڍي کين شهيد ڪري ڇڏيائين. خوابگاه محمود آباد اٿن جيڪا احمد آباد کان ڏهن ڪوهن جي فاصلي تي آهي.

## سيد علاءالدين مجذوب المشهور بہ علاول بلاول رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن والد بزرگوار جو نالو سيد سليمان آهي. سندن وڏو ڏاڏو سيد حسن حسيني گذريل زماني ۾ رسول اڪرم ﷺ جن جي مديني منوره کان هندستان آيو هو. جڏهن هند جي شرقي زمين تي پهتو تہ ڳوٺ ردوليءَ ۾ مشيعت ايزديءَ مطابق سير جي مسافت بہ انجام کي پهتي ۽ انهيءَ ڳوٺ جي هڪ ڪنڊ ۾ قيام ڪيائين، ۽ رب سان لو لڳايائين. ڪجهہ وقت ۾ ڪيس گهر بہ مهيا ٿي ويو. خاندان- فرزند- تعلق رکڻ وارا ۽ درويش گهڻا ٿي ويا. جڏهن سيد سليمان جي زندگيءَ جو تخت برباد ٿيو تہ پاڻ پنهنجي ڪافي ملڪيت ڇڏيائون جنهن ۾ نقد رقم- ڪپڙا- ڳوٺ- ۽ زرعي زمين وغيره بہ هئي. انهيءَ ڪري پٽن ۾ جهيڙا فساد شروع ٿيا. شيخ علاول سڀني ۾ ننڍو هو، ۽ سڀني سان سٺو سلوڪ رکندو هو انڪري ڪجهہ ڀائرن کين ماري ڇڏڻ جو ارادو ڪري سندن واسطي يوسفي ولايت ثابت ڪئي. سندن ماءُ بہ کين گهڻو پيار ڪندي هئي. جڏهن ان کي هي حال معلوم ٿيو تہ هن حجاز جي سفر جو ارادو ڪري کين ساڻ وٺي ڳوٺ مان خاموشي سان نڪري آئي. ڏينهن جو بگهڙ صفت ڀائرن جي پويان اچڻ جي خوف کان لڪندا وتندا هئا ۽ رات جو جيترو هلي سگهندا هئا سفر ڪندا هئا. جيسين هن خوف کان امن حاصل نہ ٿين اهڙيءَ طرح جنگلن بيابانن ۾ هلندا رهندا هئا. ڇو تہ سچي نيت جو وڻ هميشہ مرادن جو ڦل ڏيندو

آهي. ان ڪري پاڻ ٻئي حرمين شريفين جي زيارت کان مشرف ٿيا. وري چند سالن کان پوءِ سندن والده ماجده پنهنجي زندگيءَ جي امانت تقدير جي لکڻ واري جي حوالي ڪئي. هڪ غريبي حال ان تي ماءُ جي فراق جو درد ويتر وڌي ويو. لاچار مشغوليت لاءِ انهيءَ علائقي ۾ هڪ عرصي تائين رسمي علم حاصل ڪندا رهيا. ۽ پوءِ دنيا جو گشت ڪيائون ۽ جيئن تہ سفر جي شروعات هند کان ٿي هئي ان ڪري آخر وري انهيءَ ئي نقطي تي اچي بيٺا. مدت تائين دهليءَ ۾ شيخ لادن مفتيءَ جي درس ۾ ويهي تفسيرن جو مطالعو ڪيائون ۽ انهيءَ دوران هميشہ خواجہ بختيار ڪاڪي رحہ جي مزار قطب المدار تي حاضر ٿي معنوي فروغ جي استدعا ڪندا رهندا هئا. جڏهن وقت اچي ويو تہ ڪين مطلق جذبي ڪٽي ورتو جيڪو حقيقي وحدت سان گهيريل هو، ۽ دارالخلافہ آگري ۾ قيام جو حڪم ٿيو. پاڻ انهيءَ شهر ۾ جمنا درياه جي ڪناري حجرو تيار ڪري ان ۾ قرآن شريف جي تلاوت ۽ تفسيرن جو مطالعو ڪري مشغول رهندا هئا. هنن ڏينهن ۾ فردوس مڪاني بابر بادشاه جي حڪومت جو زمانو هو.

سندن ڪشف ۽ ڪرامتن جي متعلق ڪجهہ حالات هي آهن- شيخ منور چشتي رحہ لکن ٿا تہ پاڻ مٽي ۽ گاري جي ڪم ۾ قاتل رهندا هئا. ۽ انڪري مونکي حيرت تي حيرت آهي تہ هڪ ڏينهن پاڻ فرمايائون تہ منور، علاؤالدين جو تہ گاري مٽيءَ جو شغل ٿورا ڏينهن آهي ان کان وڌيڪ نہ آهي. ليڪن تون هن ڪم ۾ آخردم تائين قاتل رهندين. آخرڪار جيئن پاڻ فرمايائون تيئن ٿيو. شيخ حاتم سنبلي رحہ جن ان زماني جي باعمل عالمن مان هئا. هڪ دفعي اهو ٻڌڻ ۾ آيو تہ هڪ درويش شرعي احڪامن جي دائري کان ٻاهر قدم رکي ڪرامتون ۽ مقامات جي دعويٰ ٿو ڪري. جڏهن مان آگري شهر ۾ سندن حضور ۾ ويس تہ سڀ شرعي حاڪمن جون ڀڃڪڙيون جيڪي مان پنهنجي خيال ۾ سوچيندو ويس، اُهي سڀ عقيدت ۽ اخلاص مان بدلجي ويا ۽ اعتراضي مسئلن کي مان عرض بہ نہ ڪري سگهيو هئس تہ پاڻ انهن جا اڳ ۾ ئي شافي جواب ڏنائون.

وقت جو داناءَ شيخ مبارڪ خضر رحہ فرمائن ٿا تہ جڏهن مان گجرات کان دارالخلافہ آگري آيس تہ ڦريائين سندن خدمت ۾ حاضر ٿي بشارت جو اميدوار ٿيس، تہ پاڻ اهڙي دلڪش تقرير سان مونکي خوشخبري ڏنائون تہ هن ئي سعيد شهر ۾ توکي قيام ڪرڻ گهرجي. تنهنجي خاندان ۾ عالي درجي فرزند- وافر

علم ۽ ڪثير دولت جون نعمتون جلد نصيب ٿيڻ واريون آهن. ليڪن ان سان گڏ اهو بہ آهي تہ تنهنجي سلسلي ۾ هڪ وڏي آفت ۽ مهلڪ فتنو بہ پيدا ٿيندو جيڪو تهمت ۽ بدناميءَ جو سبب ٿيڻ وارو آهي. پريشان نہ ٿجانءِ ڇو تہ مَا وَدَّعَكَ رَبُّكَ وَمَا قَلٰى - وَلَلْاٰخِرَةُ خَيْرٌ لَّكَ مِنَ الْاُوْلٰى نتيجو آخرڪار خير آهي. شيخ مبارڪ فرمائي ٿو تہ توهان جي دل خوش ڪندڙ فرمانن موجب آخرڪار اُهي سڀ آثار نظر اچڻ لڳا.

چون ٿا تہ شيخ نظام نارنولي رحہ پنهنجي وقت جا قطب هئا انهن سندن پيرهن مجذوب الاهيءَ جي خدمت ۾ موڪليو هو ۽ فرمايو هو تہ جتي رهڻ لاءِ پاڻ حڪم فرمائن ان کي ئي پنهنجو وطن سمجهڻ گهرجي. جڏهن نظام العالم سندن خدمت ۾ پهتا تہ پاڻ فرمايائون تہ اي ثاني نظام تنهنجي ظاهر ٿيڻ جي جاءِ نارنول ئي آهي. تنهنجي ڪم جي رونق- انجو اجر انهيءَ مقام سان وابستہ آهي جيڪو پنهنجي وقت تي ظاهر ٿيندو. آخرڪار وقوع ۾ بہ آيو. انهيءَ طرح آيو جيئن پاڻ فرمايائون.

شيخ عبدالله بخاري رحہ سندن هم عصر درويش هئا. جيئن تہ پاڻ وحدت جي درياہ ۾ گهڻو مستغرق رهندا هئا. موجن تي موجون اينديون هيون ۽ سڪر جي حالت بلڪل غالب رهندي هئي ان ڪري شيخ عبدالله بخاري سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو تہ جيئن ڪين انهن جذب جي حالتن کان هوش ۾ آڻي. انهيءَ دوران هڪ لوٽو سندن سامهون آيو پاڻ اهو بخاريءَ جي هٿ ۾ ڏنائون بخاريءَ ان کي بہ ٽڪر ڪري ڇيو تہ جيڪا لذت دوئيءَ ۾ آهي اُها وحدت ۾ ناهي. پاڻ جواب ۾ معرفت توحيد ۽ ذوق فنا جي متعلق ڪجهہ ڳالهيون پنهنجي زبان سان اهڙي طرح بيان ڪيون جو نصيحت ڪرڻ واري جي دل قابوءَ ۾ نہ رهي. ديوانگيءَ ۽ ربودگي بخاريءَ جي حالت ۾ وحدت جو اهڙو تہ مزو پيدا ڪيو جو سمجهي ويو جيڪي نہ چاٽندو هو.

هڪ شخص شيخ علاؤالدين دهلويءَ جي خليفي جو پٽ هو. هن کي هن جي پير دارالخلافہ آگري ۾ انهيءَ لاءِ موڪليو تہ اسانجو سلسلو جاري ڪري. ۽ اتان جي ماڻهن کي هدايت ڏي. جڏهن خليفي جو پٽ سيد علاؤالدين مجذوب جي خدمت ۾ آگري ۾ پهتو تہ پاڻ فرمايائون تہ تنهنجي پير توکي هن شهر جي

شيخيءَ لاءِ موڪليو آهي. هي امان جو گهر ۽ ماسيءَ جي گهڻي ناهي، هتي رهڻ جي معنيٰ شينهن سان پنجا ويڙهائڻ جي مثل آهي. تو جهڙي ٻڪريءَ ڪان اهو ڪم نہ ٿي سگهندو. چون ٿا تہ ٻہ ٽي ڏينهن گذريا تہ دستن جي بيماري اچي لڳس جيترو علاج پيو ڪري اوتري بيماري وڌي پئي آخرڪار علاج ڇڏي سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو. پاڻ فرمايائون تہ غم نہ ڪر صحت اچي ويندي ۽ تنهنجي ڪم جي جاءِ ڳوٺ امروهہ آهي. هڪ ڪمبل تي ويٺا هئا اُهو خليفي جي پٺ کي ڏنائون. خليفي جي پٺ پنهنجي مٿي تي ٻڌي امروهہ وڃڻ جي اجازت گهري. اتي ان کي رونق حاصل ٿي.

شيخ راجوءَ نالي هڪ جوان بني اسرائيل گروه مان هو ان سندن حاضري پاڻ تي لازم ڪري رکي هئي. آهستي آهستي اها نوبت آئي جو سندن حالات ۽ عادتن تي شيدا ٿي پيو. سندن هڪ منٽ جي جدائي بہ دشوار ٿي پئي. هڪ ڏينهن پاڻ هن تي مهربان ٿي پيا. هن لاءِ هڪ گرهہ زمين تي رکيائون هن ڪمال تواضع ۽ نهايت ادب سان چپن سان کنيو ۽ ڳهي ويو. بس جيڪا نعمت هو گهري پيو حاصل ٿي ويس پاڻ ان کي ڳوٺ آهار ۾ موڪليائون اتي هن جي شيخوخيت رونق حاصل ڪئي. انهيءَ جاءِ تي هڪ جادوگر جوڳي هو اُهو بحث ڪرڻ لڳو. شيخ راجوءَ موسوي ولايت جي ذريعي ان جي جادوءَ کي باطل ڪري پنهنجو عاشق بنائي ڇڏيو.

اهڙي قسم جون عمديون ڪرامتون ڪيتريون ئي بيان ٿيل آهن پر جيئن تہ هي مختصر ڪتاب آهي ۽ گهڻ گنجائش ٿو رکي. لهذا نہ لکيون ويون. سيد زين العابدين نالي هڪ عالم سندن معتقدن مان آهي انهيءَ هجري سنہ هڪ هزار نو ۾ هڪ رسالو لکيو آهي. جنهن ۾ سندن حالات تفصيل سان بيان ڪيا ويا آهن. خدا ڪري شائقين جي مطالعي ۾ اچي.

علاؤالدين مجذوب جي رحلت جي تاريخ سنہ 953 هہ آهي.

## شيخ ڪمال الدين قريشي رحمۃ اللہ جي ياد ۾

پاڻ شاهہ عبدالرزاق جهنجهانويءَ جا مريد آهن. گجرات جي وڏن بندرن مان هڪ بندر ۾ پاڻ پير جي حڪم سان قيام فرمايائون ۽ طريقت ۾ اهل

حقيقت جي مقامات تي پهچي سلسلو ۽ رهنمائي جاري ڪئي هئائون. گهڻن ئي ماڻهن سندن هدايت جي ڪري ڪمالات ۽ حالات جو مزو حاصل ڪيو آهي.

## شيخ احمد پور نعمت الله رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت باسعادت جي جاءِ چنديري آهي. قادر شاهه جي عهد ۾ مالوه جا شيخ الاسلام هئا. سندن چوٿون ڏاڏو شيخ علاؤالدين مقتول ملتان کان آيا هئا. ۽ ايزدي مشيئت سان گواليار ۾ قيام فرمايائون ليڪن پڻن کي هميشه اهو خوف ڏياريندا رهندا هئا تہ بت پرستن جو اوچتو غلبو ٿيڻ وارو آهي. مطلب تہ جڏهن ذڪر ڪيل فتني جي شروعات ٿي تہ گواليار جي باشندن تي آفت آئي. شيخ الاسلام جو ٽيون ڏاڏو شيخ اسماعيل هو. شيخ اسماعيل چڙهن جي جماعت ساڻ ڪري چنديريءَ ويا، ۽ اتي ئي گهر بہ ناهيائون. انهيءَ جاءِ تي شيخ نصيرالدين ابن شيخ اسماعيل ۽ شيخ نعمت الله ابن شيخ نصيرالدين جون علمي صورتون ظاهري وجود ۾ ظاهر ٿيون. انهيءَ ئي جاءِ تي استعداد جي ڪمال کي پهچي وجود کان عدم ڏي روانيون ٿي ويون. صوفين جي اصطلاح مطابق پهرين حالت جو نالو وجود ممڪن ۽ پوئين حالت جو نالو عدم اضافي آهي. انهن حالتن کي مبدء ۽ معاد بہ چوندا آهن. ان کان پوءِ شيخ الاسلام پنهنجي والد جا جانشين ٿيا. جڏهن راڻي چيتور چنديريءَ کي شڪست ڏني تہ پاڻ پڻن ۽ عزيزن کي ساڻ ڪري ٻين ماڻهن سان گڏ چيتور ۾ هليا آيا. چيتور هڪ ڳوٺ آهي ڪالپي سرڪار جو. هتان جو حاڪم اوحد خان فيروز نيڪ انسان هو. ان اچڻ وارن کي عزت ۽ تعظيم سان اچڻ ڏنو. ۽ حڪم ڏنو تہ هتان جي ماڻهن کي گهرجي تہ چنديريءَ جي آفت زده ماڻهن سان برادرانہ سلوڪ ڪن ۽ پنهنجو سامان ۽ سرمايو اڌو اڌ ڪري تقسيم ڪن تہ جيئن هنن ماڻهن جيڪا تڪليف ڏني آهي ان کي وساري ڇڏن. اهل اسلام جي خرابي جڏهن سلطان بهادر گجراتيءَ ٻڌي تہ ان کي غيرت آئي ۽ هو وڏو سپاهہ وٺي روانو ٿيو ۽ قلعي چيتور جو محاصرو ڪيائين جيڪو راڻي جو پراڻو وطن آهي ۽ تمام وڏي جنگ ٿي. جيئن تہ جنگ جي ذريعي قلعي جي فتح ڏکي معلوم ٿي. لهذا علماءَ جمع ٿيا ۽ فتوا ڏنائون تہ اسلام جو مان مٿانهون ڪرڻ لاءِ سپهہ سالار

ڪي عقلاً ۽ شرعاً جائز آهي تہ جيڪي اسلام جا مطيع ناهن انهن کي قسم ۽ صلح سان قبضي ۾ آڻي ماري ڇڏي ۽ فريب ۽ بهاني سان انهن تي فتحياب ٿئي. چنانچہ راڻي کي صلح جي بهاني سان پڪڙي تلوار سان ماري ڇڏيائون. ان کان پوءِ سلطان شڪار ڪيڏندي رايسين جي قلعي ۾ پهتو. جيڪي ماڻهو چنديريءَ کان جلا وطن ٿي چتور ۾ آيا هئا انهن کي سڏائڻ لاءِ حڪم جاري ڪيائين اُهي ماڻهو حڪم جي تعميل ۾ رايسين ۾ آيا. سلطان ان وقت چوگان بازيءَ ۾ مشغول هو. فرمايائين جلد پيش ڪيا وڃن ۽ جلد انهن جي اندرين زخمن جو علاج ڪيو وڃي. اهڙي طرح ڪجهہ ماڻهن کي تہ سندن وئل دنياوي مال جنهن جي مقدر ۾ جيترو هو مليو ۽ ڪجهہ ماڻهو جتي لٿل هئا اتي پيا رهيا ۽ قناعت تي رهيا. انهن ئي ڏينهن ۾ سلطان تہ گجرات روانو ٿي ويو ۽ ملوخان جيڪو قادر شاه جي نالي سان مشهور هو خبر پهتي شيخ احمد ۽ پيا ڪجهہ متوڪل اڪيلائي پسند ماڻهو رايسين ۾ آهن. جن جي روزي آسمان ۾ آهي. اهو بڌي اسلام جي محبت جوش ۾ آئي هڪ دلسوز دانشمند کي موڪليائين ۽ اهو انهن کي نهايت عزت سان اُجين ۾ وٺي آيو. پاڻ باقي عمر شيخ الاسلاميءَ جي مسند تي ويهي هدايت جاري رکي ۽ جيڪي سالڪ هئا انهن کي تيزروي سيڪاري ڏهين صديءَ جو آغاز هو جو قلعي اُجين ۾ ئي آرام گاهہ اختيار ڪيائون. ہ پٽ هئڻ شيخ جمال ۽ شيخ عبدالقادر.

## مخدوم اعظم مولانا خواجگي احمد رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ جلال الدين جا پٽ آهن. جيڪو دوست محمد ڪاشاني قليچيءَ جو پٽ هو ۽ دوست محمد ڪاشاني شيخ برهان الدين قليچ جي پوٽن مان آهي جيڪي صديقي نسَب ۽ حنفي مذهب هئا ۽ ڪاشان فرغانہ پيدائش جي جاءِ هئڻ. سندن تلقين سان عقل جي آئيني ۾ صفائي پيدا ٿيندي هئي. ۽ تلقين جي آئيني ۾ حقيقتون نظر ايندي‌ون هيون. مولانا محمد قاضيءَ جا مريد هئا. جيڪي خواجہ احرار خواجہ عبيدالله باغستانيءَ جي وڏن خليفن مان هئا. سندن وصال جي تاريخ جنهن کي عوام وفات چوندا آهن هجري سنہ نو سوءِ اٺونجاهہ هئي ۽ هجران جو زمانو جنهن کي ماڻهو زندگي چوندا آهن اٺهتر سال ٻڌائن ٿا.

جن ڏينهن ۾ والي ملڪ ظهيرالدين محمد بابر بادشاهه گرگاني تيموريءَ هندستان فتح ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو انهن ڏينهن ۾ سلطان ابراهيم لوڌي ملڪ دهليءَ جو بادشاهه هو ان سان تمام وڏي لڙائي لڳي. جيئن ته گرگاني فوج لڙائيءَ جي طاقت پاڻ نه ڏٺي ته سپهه سالار جو بيان آهي ته مون حليه احراريه جو تصور ڪيو. هڪ سوار نظر آيو جنهن جو گهوڙو ۽ لباس بئي سفيد هئا ۽ هن دشمنن جي فوج سان تلوار هلائي مار ڌاڙ شروع ڪئي. ٿوري عرصي ۾ اُها لڙائي فتح ٿي وئي ۽ لوڌيءَ جي فوج پڇڻ کي غنيمت بلڪ زندگانيءَ جو باعث سمجهو. سپهه سالار جو بيان آهي ته مون انهيءَ حليي کي عبارت ۾ لکي ڇڏيو. جڏهن لڙائيءَ جو شورۂ غوغلۂ ختم ٿيو ته مون هي واقعو دانشمندن جي روبرو بيان ڪيو جيڪي مون وٽ هئا. انهيءَ مجلس ۾ ان سلسلي جي بزرگن مان به هڪ صاحب هو. انهن فرمايو ته هي حليو مبارڪ مولانا خواجگي احمد جو آهي. مون انهيءَ ئي ڏينهن مير قوزيءَ کي جيڪو منهنجي وڏن اميرن مان هو، اُهو حليه وارو ورق ۽ ان سان گڏ گهڻائي تحفا ۽ هديا ڏئي سندن خدمت ۾ روانو ڪيو ۽ ڪجهه بيت نياز نامي ۾ لکي پنهنجو ضمير سندن روبرو ظاهر ڪيو.

گهڻا ئي بيدار مغز ماڻهو ساڻن بيعت هئا. ڪنهن حد تائين سندن معرفت ۽ حالات سندن بزرگوار خليفن ۽ فرزندن جي ياداشتن کان معلوم ٿيندا. انشاءَ الله العزيز- خدا ڪري ته اهي حالات شائقين حڪايات کان مخفي نه رهن.

جيئن ته راقم تعريف ۽ پسنديده عادتن جي لکڻ ۽ قلم جي واڳ کي ڇڪي رکيو آهي ڇو ته تحرير مان معلومات جون ضروري ڳالهيون فراهم ڪرڻ تائين محدود رکڻ اصل مقصد آهي حالانڪ حق ته اهو هئو ته هنن بزرگن جي تعريف ۽ نثر ۽ نظم ۾ لاتعداد گل نثار ڪجن ها.

## مولانا محمد مجد رحمة الله عليه جي ياد ۾

سيني علمن ۾ سندن طبيعت لڳندي هئي. سلطان محمود ابن مظفر ابن محمود جو زمانو هو جو پاڻ حجاز کان گجرات آيا هئا. سلطان سندن شاگرد ٿيو ۽ خدا جو شڪر ادا ڪيائين ۽ سندن رتبو بلند ڪرڻ ۾ حد درجي جي

ڪوشش ڪيائون. جملتہ الملڪي جو منصب ۽ خداوند خانيءَ جو لقب عطا فرمايائون. ساڳي طرح سلطان محمود جي پٽ سلطان بهادر بہ سندن تعظيم ۾ پيءُ کان ڪجهہ وڌيڪ ئي ڪيو. جن ڏينهن ۾ جنت آشياني نصيرالدين همايون بادشاهہ گجرات جو صوبو فتح ڪيو ۽ سلطان بهادر فوج کي ڇڏي دريا بار جي جزائر ۾ ڀڄي ويو تہ ان وقت پاڻ گجرات ۾ هئا. جنت آشيانيءَ سان ملاقات ڪيائون. تعظيم ۽ تڪريم جا مدارج ادا ٿيا. شاهي عنايت جي ڪشش ڪين لشڪر سان گڏ دهليءَ ۾ وٺي آئي ۽ هن دلڪش مقام سندن دل جي دامن کي پڪڙي ورتو. لاچار قيام ڪرڻو پيو. شير شاه سوريءَ جو زمانو هو جو پاڻ دارالسرور ڏي روانا ٿي ويا. پاڻ طبقہ مغربيہ احمديہ ۾ بيعت هئا ۽ انهيءَ ئي سلسلي جي پيرن جي روش تي طريقت جو سلوڪ بہ رکندا هئا.

## شيخ چندن دسوري (مند سوري رحمة الله عليه) جي ياد ۾

پاڻ شيخ بدها جا پٽ هئا. ۽ شيخ بدها جي پيءُ جو نالو شيخ ڇجو هو. شيخ صدرالدين خاموش چشتيءَ جا مريد هئا. سندن قيٽو ڇندو اثرائتو هو. ظاهر ۽ باطن جا ڪمالات بہ رکندا هئا. ايزدي جذبات ۽ سلوڪ جا مقامات بہ ڪين حاصل هئا. آسماني خزانن جا دروازا سندن هٿ تي ڪليل هئا. هميشہ نقد يا جنس احتياج ۽ خواهش مطابق ضرورتمندن کي بنا دير جي ڏئي ڇڏيندا هئا. هر هڪ فن جا ڪتاب فراهم ڪري مستحق عالمن ۽ طالبن کي پهچائيندا هئا. سواليءَ جو محروم رهڻ پاڻ تي حرام سمجهندا هئا. سلطان بهادر گجراتي سندن معتقد ۽ ارادتمند هو. هن سلطان جي زماني ۾ پوپت راءِ رايسينيءَ سان سندن عزيزن ۽ درويشن جي لڙائي جاري رهندي هئي. پاڻ ڪلمۂ حق کي بلند ڪرڻ لاءِ هنن ماڻهن جي مدد ۾ وڏي لڙائي ڪئي. سندن قبيلي جا گهڻا ماڻهو شهادت جي درجي تي پهتا.

چون ٿا تہ شيخ منجهو اجميري حجاز جي سفر کان واپس هند آيو تہ هڪ وزني زنجير پنهنجي پيرن ۾ انهيءَ شرط سان وڌي هئائين تہ مشائخ جي ديدار سان هيءَ وزني زنجير جنهن جي ڏسڻ سان پيرن مان کلي پوندي ان جي بيعت جو طوق پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهندس. اهڙي طريقي سان منزل در منزل هلندا

مندسور ۾ آيا. شيخ دان ۽ شيخ سلطان شيخ چندن جي وڏن خليفن مان هئا. پھريائين شيخ منجھو هنن بزرگن جي خدمت ۾ حاضري ڏني ۽ زنجير وجھڻ ۽ کولڻ جو شرط بہ بيان ڪيائين هنن بزرگن فرمايو تہ بيشڪ اسان جي پير بزرگوار جي مشڪل ڪشا جمال سان هي مسئلو حل ٿي ويندو. جڏهن وعدو پورو ٿيو ۽ جيئن چيو هئائين تيئن ٿيو تہ انهيءَ ئي وقت بيعت ڪيائين.

اهڙي قسم جون ڪرامتون ماٺهو گھڻيون بيان ڪن ٿا. ٽيويهين رمضان هجري سنہ نو سوٰ ٽيونجاھ ۾ پاڻ عالم علويءَ ڪان ڪوچ فرمايائون. خوابگاھ ٽوڊي (مندر سوٰ جي ڪناري هڪ ننڍي پھاڙيءَ تي) آهي.

چون ٿا تہ سندن جدامجد شيخ ڇجو راوٰڪي سڪندره ۾ رهندا هئا. تقدير سان وطن ترڪ ڪري سير جو ارادو ڪيو هئائون. ليڪن آخرڪار داٺي پاٺيءَ جي زنجير سندن سير ڪنڌڙ پيرن ۾ پئجي وئي ۽ مند سور جي ويجھو قيام فرمايائون. شيخ موسيٰ اُجيني- شيخ لال گجراتي ۽ شجاعت خان پيءُ باز بهادر خان افغان جيڪو ڪجھ سال مالوه جو حاڪم بہ رهيو هو. سندن مريدن مان هئا. رحمهم الله.

شيخ چندن جو پٽ شيخ محمد آهي. هجري سنہ هڪ هزار چوڏهن ۾ اسي ورهن جي عمر اٽن ۽ پاڻ ئي سجاده نشين آهن. صورت بلڪل درويشن جھڙي- تن صوفين جھڙو- دل سادي ۽ خدا دوست پير آهن الله تعاليٰ انجام بہ خير سان ڪري. مٿي جيڪي لکيو ويو آهي سڀ سندن بيان ڪيل لکيو ويو آهي.

## سيد زهيد رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شاھ بڌها جا پٽ آهن. شاھ بڌها جي والد جو نالو حمزه ابن قطب ابن عمر ابن جلال هو. قدس الله اسرارهم- سندن پيدائش جي جاءِ ۽ آخري آرامگاھ ٻئي سارن ڳوٺ ۾ آهن. شيخ محمد عيسيٰ جونپوريءَ جا خليفا آهن جيڪو ٻن واسطن سان نصيرالاوليا چراغ دهلويءَ کي پھچي ٿو. چون ٿا تہ سندن مٿو مراقبي لاءِ گوڏن کان سواءِ ڪجھ ڄاڻندو ئي نہ هو. ۽ سندن اکيون شوق جي گرٽي کان سواءِ ڪابہ ڳالھ پسند نہ ڪنديون هيون. سندن سيني ۾ عشق جي شورش کانسواءِ ڪنهن بہ قسم جو خيال نہ هو. ۽ سندن ضمير ۾ مولا جي ياد

کان سواءِ ڪابہ ڳالهہ نہ ايندي هئي. پاڻ زندگيءَ جو سڄو زمانو مراقبي ۽ انتظار ۾ ئي گذاري ڇڏيائون. شيخ قاضن شطاري جيڪو شاهہ عبدالله شطاري رحہ جنٰ جو وڏو خليفو هو. سندن نياٽو هو ۽ شاهہ ابوالفتح هديہ ولد شيخ قاضن شطاري ۽ پير حاجي حميدالدين حصور سندن نياٽيءَ مان آهي.

## مولانا قاضي خان رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ يوسف ناصحيءَ جا پٽ آهن. جلال الحق سندن لقب آهي. پيدائش جي جاءِ ظفر آباد جونپور آهي. بيعت جو شجرو ۽ خلافت جو خرقو شيخ حسن طاهر جي خدمت مان حاصل ڪيو هئائون. قدس سرهما. ڪشفي ۽ لدني علمن مان ڪافي حصو ڪين مليو هو. بلند فطرت وارا جيڪي دوئيءَ (ٻيائيءَ) کان بلڪل علحده آهن. انهن جا اصطلاحات سمجهڻ ۾ پاڻ زماني ۾ اڪيلا هئا. سندن پير پنهنجي حياتيءَ ۾ طريقت جي سالڪان کي سندن حوالي ڪري ڇڏيندو هو. بلڪ پنهنجي فرزند شيخ عبدالعزيز کي بہ سندن سپرد ڪري ڇڏيو هئائون. تہ جيئن پاڻ کين خداشناسي جي پسنديده افعالن جي تعليم ڏين. ايتري زيبائش جيڪا پيرزادي جي حالات ۾ ملي ٿي، سندن ئي تربيت جي ڪري آهي. سندن رحلت جو سال ڏهين صديءَ جو پيو اڌ آهي.

## شيخ محمد عيني رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن بزرگ اسوة الاولياءعين القضا همداني قدس سرہُ کي پهچن ٿا. همدان کان پاڻ هرمز کان ٿيندا گجرات ۾ آيا ۽ احمد شاهہ ۾ رهائش اختيار ڪيائون. هتي کين فرزند ٿيو. جيڪو عقلمند ۽ خداشناس هو. سيني ۾ وڏو شيخ شهاب الدين هو جيڪو ديناري- طلب علم ۽ تعليم ڏيڻ ۾ پوري دسترس رکندڙ هئو. ۽ اهوئي پيءُ کان پوءِ جانشين ٿيو ۽ شيخ شهاب الدين جا بہ ڪيترائي پٽ آهن. جن مان هڪ شيخ حسن کي سجاده نشين جو درجو مليو. ٻنهين جهانن جا ڪمالات سندن چوگرد گشت ڪندا رهندا هئا. ان کان پوءِ سندن پٽ شيخ خان خاندان جي رونق وڌائي. سندن جمال ۽ حال- صلاحيت ۽ پرهيزگاريءَ سان آراستہ هو. هنن ٽنهي چئني شخصن جي خوابگاه احمد آباد آهي.

# شاھ منصور رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شاھ بھڪاري رحہ جا مريد آھن. جن جي آرامگاھ برھانپور دارالخلافہ صوبہ خانديس ۾ آھي. الاھي جذب ۾ بيخود ھئا. ۽ توحيد جي درياھ ۾ ٻڏل ھئا. جوانيءَ جي علم ۾ سپاھيانہ رنگ اختيار ڪيو ھئائون. ۽ ذريعو معاش راھ زني ھئن. ھڪ ڏينھن پير جي خانقاھ ۾ عام دعوت ھئي پاڻ ڪلھي تي تلوار لڙڪائي پھتا ۽ زور سان ڪاڏو گھريائون. پير فرمايو تہ ڇا درويشن جي ڪاڏي کائڻ جي تو ۾ طاقت آھي. جواب ڏنائون تہ ھائو. اھو ٻڌي پير پنھنجي ھٿ سان ھڪ گرھ وات ۾ وڌس. گرھ اجان نڙيءَ کان پوري طرح لٿو بہ نہ ھو جو بيھوش ٿي ويا. ڪيتري دير تائين ائين ئي مٽيءَ ۾ پيا ھئا. ان کان پوءِ گھڻين ۽ بازارن ۾ اُگھاڙا گھمندا رھيا. جڏھن ڪجھ سڪون ملين تہ قلعي جي دربار جي سامھون ويھي رھيا. صبح کان شام تائين سندن گرد ماڻھن جو ھجوم رھندو ھو. پاڻ جو ڪجھ چئي ڇڏيندا ھئا آخرڪار اُھو ئي ٿيندو ھو. گجرات کان لنگھندي جنت آشياني ھمايون بادشاھ بہ سندن ديدار لاءِ حاضر ٿيو ھو ۽ سندن حڪم موجب خانديس صوبو سابق والي ۽ حاڪمن جي سپرد ڪري روانا ٿيا. شيخ عثمان ابن لادن جيڪو راقم جو پاڙيسري آھي انھيءَ ميڙ ۾ حاضر ھو. فرمائيندا ھئا، پھريائين پاڻ جنت آشيانيءَ جي تير ڪمان مان ھڪ تير ڪڍيائون. ۽ ان جا ٽي پَرَ اُکيڙي جڏھن ھڪڙو پر رھجي ويو تہ ان تير کي وري تير ڪمان ۾ رکيائون ۽ خاص ابريق کي آبدار جي ھٿ مان غصي سان ورتائون ۽ انجو پاڻي زمين تي ڪيرايائون. جڏھن ان ۾ ٿورو پاڻي بچو تہ ابريق کي وري آبدار جي حوالي ڪيائون. ان وقت ڪجھ رمز شناس بزرگ موجود ھئا. انھن فرمايو تہ تير جو ھڪ پَرُ باقي ڇڏي ڏيڻ انھيءَ ڳالھ جي نشاني آھي تہ بادشاھ جي پٽن مان ھڪ پٽ عالمگير ٿيندو. ۽ ابريق ۾ ٿورو پاڻي رکڻ جي خبر تو ڏئي تہ بادشاھ جي عمر ٿوري رھجي وئي آھي. آخرڪار جيڪو تعبير ڏنو ويو اھوئي تقدير جي موافق ٿيو.

ملڪ زين الدين بنباني فرمان رواءِ گجرات جو وزير ھو. ان جي علم جي کنوار عمل جي زيور سان آراستہ ھئي. بيان ڪندا ھئا تہ بابا منصور فرمائيندو ھو تہ جوانيءَ ۾ مون وٽ دنياوي زر ۽ زيور وغيره گھڻو ڪجھ ھو.

هڪ رات هڪ مجذوب جي نظر مون تي پئي جنهن اثر ڪيو. يعني انهيءَ نظر سان مٽي ۾ شورش پيدا ٿي. جڏهن گهر آيس ته پنهنجي رازدار زال کي چيم ته منهنجي دل دنيا جي خيالات کان تنڌي ٿي وئي آهي. مان چاهيان ٿو ته سياٽي جيڪي ڪجهه مون وٽ منهنجي گهر ۾ منهنجي ملڪيت آهي سڀ حاجتمندن ۽ فقير پاڙيسرين کي ڏئي ڇڏيان ۽ جيتري قدر خوراڪ ۽ لباس جي معاملي ۾ ڪفايت ڪري ٿي سگهجي صرف ان تي قناعت ڪيون. زال وڏي بلند همٿ ۽ وقت جي رابعه هئي. جواب ڏنائين ته اهڙي نيڪ خيال تي عمل ڪرڻ لاءِ صبح تائين دير ڪرڻ جوانمردي ۽ مروت جي ڳالهه نه آهي. هي پاڪ خيال جيڪو دل ۾ پيدا ٿيو آهي. ان تي هن وقت عمل ڪرڻ گهرجي ۽ بنا دير جي پنهنجا زيور بدن تان لاهي ۽ پٽر سان ٽڪرا ٽڪرا ڪري محتاج پاڙيسرين کي ڏنائين سواءِ انهيءَ لباس جي جيڪو جسم کي ڍڪي رهيو هو، گهر ۾ ڪجهه به نه رکيو ويو. آهستي آهستي منهنجي ديوانگي وڌندي رهي ۽ ايتري قدر جو گوڏ جي به خبر نه رهي.

ملڪ زين الدين اهو به فرمائيندا هئا ته هڪ ڏينهن چند بزرگانءِ دين نماز لاءِ تيار هئا. ايتري ۾ بابا منصور پري کان ايندو نظر آيو ۽ اچي امام جي جاءِ تي بيهي رهيو ۽ لفظ اِيَّاكَ نَعْبُدُ بار بار چوڻ لڳا منهنجي حالت عجيب ٿي وئي يعني الاحسان ان تعبد كانك تراه (يعني خوبيءَ جي ڳالهه اها آهي ته تون الله تعاليٰ جي عبادت اهڙيءَ طرح ڪرين جو ڄڻ ته تون هن کي ڏسين رهيو آهين). اهڙو ته اثر ٿيو جو دل جون اکيون روشن ٿي ويون. ايتري ۾ بابا منهن ڦيرائي مون ڏي ڏٺو ۽ فرمايو ته ائين ئي هئڻ گهرجي ۽ نهايت تيزيءَ سان صف مان نڪري هليا ويا. ان وقت ان گهڙيءَ جي ۽ هڪ رڪعت نماز لذت دل مان نه ٿي نڪري ۽ مون پنهنجي عبادت ۾ اهڙي ڪيفيت وري نه ڏٺي.

## شيخ عبدالملڪ قاري رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن والد شيخ عبدالله ابن شيخ صالح ابن محمود غزنوي خالدي هئا. هوش سنڀالڻ کان پوءِ علم حاصل ڪرڻ جو شوق ٿين. جنهن کين مسافر بنايو. پاڻ پنهنجي شهر کان هلي هريٰ پهتا. جتي هاڻي زيارت گاه آهي. اُتي رهڻ

اختيار ڪيائون. سڀ کان پهريائين اهو ڪم ڪيائون جو حافظ محمود تابادگانيءَ جي خدمت ۾ ڪلام رباني ياد ڪيائون. هڪ صاحب حافظ عثمان هردي ولايت جو صاحب هو ۽ سيني علمن جا جامع هئا. هميشہ فرمائيندا هئا تہ مون عالم مثال ۾ حضور خاتم النبيين عليه افضل التحيۃ جن جي تعليم سان ڪسبي ۽ وهبي علمن جا مشڪل حل ڪيا آهن ۽ چاليھ سال پورا خواجہ خضر عليہ السلام جي خدمت سان ڪمالات حاصل ڪيا آهن. پاڻ قرآن پاڪ حفظ ڪرڻ کان پوءِ انهيءَ ئي حافظ صاحب جي شاگرديءَ ۾ رهيا ۽ فضيلتن کان مشرف ٿيا. پاڻ شيخ زين الدين خوانيءَ جا مريد ۽ خليفا آهن. سندن هن قسم جا بزرگيءَ جا اسباب گهڻا آهن. جڏهن سلطان سڪندر لوڏيءَ متواتر درخواستون موڪليون ۽ انهن ۾ سندن تشريف آوريءَ جي خواهش ظاهر ڪئي تہ جيئن تہ التماس جو قبول نہ ڪرڻ مروت جي خلاف آهي لهٰذا پاڻ سلطاني التماس قبول ڪري دارالخلافہ آگري ۾ تشريف وٺي آيا ۽ هتي بي انتها ماڻهن سندن خدمت مان فيض حاصل ڪيو. هڪ سؤ ٽيھ سال سندن عمر ٿي. انهيءَ سڄي عمر ۾ آسماني روزي رهي. ڪنهن حاڪم يا ڪنهن فرمان روا کان ڪجھ بہ نہ ورتائون. رجب جي مهيني ۾ هجري سنہ نو سؤ ڇويھہ ۾ معنوي ملڪ ڏي رخصت ٿي ويا. خوابگاه آگرو.

## شيخ عبدالحڪيم ابن شاھ باجن رحمۃ الله عليه جي ياد ۾

پاڻ پنهنجي والد جا مريد بہ آهن ۽ خليفا بہ سندن خوابگاه بہ سندن روضي ۾ آهي قدس سرهما. شيخ احمد رئيس ۽ ملڪ شيرخلوتي ولد ملڪ مشائخ هي ٻئي شخص سندن وڏن خليفن مان آهن. هنن ٻنهين بزرگوارن جو بيان آهي تہ هڪ ڏينهن سندن خدمت ۾ اهڙي قسم جي ڳالھ نڪتي تہ باوجود ضعيفي- لاغري ۽ رياضت جي حد درجي جي وڌيل آهي ليڪن مخدوم ڪي جوش و خروش سماع وقت ايترو تہ ڏسڻ ۾ ٿو اچي جو ڪنهن ٻئي شخص ڪي جوانيءَ ۾ بہ ميسر نہ هوندو. فرمايائون اٽڪل ست سال عمر هئي جو ماتا جي مرض ۾ مبتلا ٿي پيو هئس ۽ انهيءَ بيماريءَ ۾ بدن مان ڄڻ تہ جان ئي نڪري وئي هئي. والد بزرگوار جي خدمت ۾ خبر پهتي تہ فرمايائون تہ جيترو جلد ٿي

سگهي هتي آٽيوس. جڏهن مون کي حاضر ڪيو ويو تہ پاڻ رحمت الاهي جي گودڙي ۾ مسعودي خرقي ۾ ويڙهي ڇڏيائون. ۽ هيءَ ڳالهہ زبان تي آندائون تہ هن بيماريءَ جو موت ۽ زندگي ٻئي مون هنن ٻنهين بزرگن جي باطن جي سپرد ڪري ڇڏيون آهن ۽ پاڻ بہ عاجزي ۽ نيازيءَ سان پنهنجو مٿو مراقبي ۾ جهڪائي ڇڏيائون. هڪ ڪلاڪ کان پوءِ منهنجي بدن ۾ جان آئي ۽ صحت و تندرستيءَ جو چشمو نڪتو. اڄ جيڪا طاقت توهان درويش جي سماع ۾ ڏسو ٿا ان کي بلڪل انجو پاڇو سمجهڻ گهرجي ورنہ مون کي عاجزي ۽ ڪمزوريءَ بلڪل ٽوڙي رکيو آهي.

پاڻ هي بہ فرمائيندا هئا تہ سندن والد ۽ مرشد شاهہ باجن رحہ رحلت واري ڏينهن مسعودي جبو درويش کي عنايت فرمايو هو ۽ ٽورو پرهيزي شوروو مون بہ پيتو هو ۽ مختلف قسمن جون مهربانيون فرمائي هيءَ خوشخبري ٻڌائي هئائون تہ جيترو فيض ۽ فضيلت بزرگان دين کان باجن کي مليا آهن اڄ عبدالحڪيم جي حوالي ڪيا ويا.

## شيخ حسن خطاط رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ محمود انصاري شيرازيءَ جا فرزند آهن. درسي ڪتابن جي تحصيل پاڻ پنهنجي ڳوٺ ۾ ڪري ڪاتب بنجڻ ۾ ناموري حاصل ڪئي هئائون. چون ٿا تہ جن ڏينهن ۾ فارس جو ملڪ- شاهہ طهماسپ ابن شاهہ اسماعيل صفوي شاه خراسان جي قلمرو ۾ شامل ٿيو تہ هُن شاعرن جي گروه جي ذريعي شيعہ مذهب تي ماڻهن کي ايارڻ لڳو. پاڻ سيني گهر جي ڀاتين کي ڇڏي والده کي ساڻ ڪري خشڪيءَ جي رستي کان حرمين شريفين جو قصد ڪيائون ۽ هنن ٻنهين مقدس بافيض مقامات ۾ هڪ عرصي تائين قيام ڪري حديث جي سند اُتان جي عالمن کان حاصل ڪيائون. ۽ پوءِ دريا پار جي رستي کان گجرات ۾ آيا. ان وقت سلطان مظفر گجراتيءَ جو دور هو. هتي ڪجهہ بزرگن جي صحبت ۾ رهي فيض حاصل ڪيائون جڏهن سلطان سڪندر لوڌيءَ جو زمانو شروع ٿيو تہ پاڻ گجرات کان آگري جي طرف روانہ ٿيا. لوڌيءَ سندن خذمت گذاري- دل جوئي ۽ تعظيم ڪئي ۽ آگري ۾ قيام لاءِ گذارش ڪيائين.

جيئن تہ ڪنهن جي گذارش ڪي قبول ڪرڻ عمده عادتن جي خاصيتن ۾ شامل آهي. لهذا پنهنجي ڪلهي تان ڪمبل لاهي گهر ڌاهڻ جي ارادي سان زمين تي وڇائي ڇڏيائون ۽ سلطان جي خواهش کي قبول فرمايائون، ان کان پوءِ پيو جيڪو بہ فرمان روا ٿيو. اُهو سندن خدمت ضرور ڪندو هو ۽ هميشہ سندن خلوت ۽ انجمن جي حاضريءَ جو طالب رهندو هو. روايت آهي تہ اڪثر گهر واريون خوش خطي- صحيفن جي سر ورق جي صفائي ۽ طلائي رنگ آميزيءَ جي ڪم ۾ ڪامل مهارت رکنديون هيون. ماڻهو هن پيشي جو هن درجي تي هجڻ سندن ڪرامت سمجهندا هئا. شيخ زين جيڪو جنت آشياني همايون شاهہ جو صدر هو. پنهنجي شعرن ۾ سندن تعريف فرمائي آهي. جامع المعقول ۽ المنقول مولانا حسن تاريخ چوٿين رجب هجري سنہ نو سؤ چاونجاهہ تي دنيا جي صفحي تي لکيل هستيءَ کي مٽائي قلم سان آخري خط لکڻ شروع ڪري لکڻ کي ختم ڪيائون.

## شيخ امان الله پاڻي پتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن نالو عبدالملڪ ابن عبدالغفور آهي قدس سرهما- شيخ محمد حسين قادريءَ سان پاڻ بيعت بہ آهن ۽ خلافت بہ مليل اٿن ۽ رسمي علم خاص ڪري علم تصوف جي تحصيل ۾ شيخ محمود مودود لاريءَ جا شاگرد آهن. جن جا ڪجهہ حالات لکيا ويا آهن. وحدت الوجود جي باري ۾ سندن تحقيقات مان شيخ محي الدين عربيءَ جو زمانو ياد ايندو هو. فصوص ۽ فتوحات وغيره صوفين جي ڪتابن جا سڀ مشڪل آسانيءَ سان بيان فرمائيندا هئا. هميشہ همرازن کي چوندا هئا تہ جيڪڏهن زماني وارا خودداريءَ جي عادت ڇڏي انصاف کان ڪم وٺن تہ وحدت الوجود جا مقدمات جيڪر- عقلي ۽ نقلي دليلن سان ادنيٰ واعليٰ جي ذهن نشين ڪرائي ڇڏجن، ۽ وڏيڪ فرمائيندا هئا تہ مون سلوڪ جي بدولت رسمي علم جي تنگ ۽ تاريڪ ڪوچي مان نڪري الاهي معرفت جي ميدان ۾ قدم رکيو آهي ۽ ڪشف و ڪرامات جي باري ۾ بہ ٿي ميدان سيني کان اڳتي ئي وڌي رهيو آهيان. وحدت الوجود جي مقام کي اهل تصوف عقل جي طاقت کان ٻاهر سمجهي ڪشف صحيح جي حوالي ڪري

ڇڏيندا آهن. پاڻ ايزدي عنايت جي مدد سان عقل کي انهيءَ مٿاهين مقام جي سرحد تائين پهچائي سورهن معقول دليل ان تي قائم ڪيا آهن. مولانا جامي قدس سرهُ جو ڪتاب لوائح تي هڪ شرح لکي آهي جيڪا تصوف جي علم جي سيني ضرورتن تي حاوي آهي ۽ مٿين سورهن معقول دليلن مان ڪي دليل انهيءَ شرح ۾ بہ لکيا اٿن. جيڪو شخص تلاش ڪندو اُهو انهن ڪليات تصوف جي مطالعي مان پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيندو. تاريخ ٻارهين ربيع الاخر هجري سنہ نو سوءِ ستونجاهہ ۾ عنصري عالم ڪان رخصت ٿي دائمي خوابگاهہ انهيءَ شهر ۾ ئي اختيار ڪيائون جنهن ۾ حياتيءَ جي زماني ۾ قيام هئن.

## قاضي مينا رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن والد بزرگوار جو نالو يوسف ابن حامد ابن ابوالمفاخر ابن يٰسين مانڊوءَ وارو هو. پاڻ نقلي ۽ عقلي ٻنهين علمن ۾ زماني ۾ اڪيلا هئا. سندن حالات ڪجهہ هن طرح آهن. الله تعاليٰ جي مشيئت سان پائرن جي مخالفت ڪين ننڍي عمر ۾ ئي وطن ڪان ڪڍي چنديريءَ جو مسافر بنايو. هيءَ سرگرداني ۽ پريشاني سندن ڪمال حاصل ڪرڻ جو سبب بني. هي بلڪل سچ آهي تہ جيڪي يوسف منش هوندا آهن اُهي ئي هنن حالتن مان گذري مصر جي حڪومت کي پهچندا آهن. جنهن سال چيتور جي راڻي فتح حاصل ڪري چنديريءَ کي شڪست ڏني تہ چنديريءَ جا باشندا دربدر ٿيا. پاڻ بہ انهيءَ حادثي ۾ ٻين بزرگن سان هجرت ڪري هڪ عرصي تائين جٽره ۾ گذاريائون. جڏهن پاڻ ملوخان جي درويش دوستي ۾ اچڻ وارن سان عزت ۽ حرمت سان پيش اچڻ جي شهرت ٻڌي تہ جٽره ڪان مانڊوءَ ۾ آيا. ملو خان جي وزير سيف خان وقت جي ضروريات ۾ سندن مدد ڪئي، پر سندن اچڻ جي ملوخان کي خبر نہ ڏنائين. انهيءَ سبب جي ڪري پاڻ گهڻو پريشان ۽ غمگين رهندا هئا. اتفاق سان ڪنهن موقعي تي هڪ ٻئي وزير ملوخان جي روبرو سندن اچڻ جي خبر ڏني ۽ عرض ڪيو تہ اهڙو عالم شخص جٽره ڪان آيو آهي ۽ سيف خان توهان ڪان لڪائي ان کي پنهنجي واسطي پسند ڪيو آهي. شاهہ اها خبر ٻڌي ٻنهين کي خاص مجلس ۾ سڏايو ۽ سندن صحبت سان ڏاڍو خوش ٿيو. سندن خاندان

۽ سندن بزرگن جا حالات معلوم ڪيائين. معلوم ٿيو ته سندن ٽيون ڏاڏو شيخ يٰسين سلطان محمود خلجيءَ جي زماني ۾ مانڊوءَ جو قاضي هو. اهو ٻڌي شاهه قضا جي منصب جي خلعت کين عطا ڪئي ۽ پنهنجو هم نشين بنايائين.

## شيخ چڪن ڪهندوتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن باطن اخلاص ۽ اخلاق سان آراسته هو ۽ سندن ظاهر زهد ۽ اصلاح سان سينگاريل هو. ڳوٺ ڪندوت جلال پور سرڪار ڪالپيءَ ۾ آهي. اهوئي سندن وطن- پيدائش جي جاءِ ۽ آخري آرامگاه آهي. پاڻ دولت مندن جي سامهون تونگرن وانگر پيش ايندا هئا. وقت جي حاڪمن جي سامهون پنهنجو احتياج ظاهر نه ڪندا هئا. يوسفي ولايت به هئن. اڇڻ وارا واقعا مثالي صورت ۾ سندن سامهون ظاهر ٿيندا هئا. جنهن سال جنت آشياني همايون بادشاهه شير خان سوري تي چڙهائي ڪئي هئي. جيئن ته ڪتابت جي ذريعي شيخ جي بادشاهه سان ملاقات هئي. ان ڪري خط لکيائين ته هنن ڏينهن ۾ درويش کي عالم مثال ۾ ظاهر ٿيو آهي ته هڪ پکيءَ جو ٻچو باز جي ٻانهن تي ويٺو آهي ۽ باز جي مٿي تي ٺونگا پيو هڻي. منهنجي نزديڪ اهو بهتر آهي ته لشڪر ڪشي ڪنهن ٻئي وقت تي رکي وڃي. هن پيغام کي قبوليت جو درجو نه مليو ۽ جيڪي نامناسب حالات آسماني ڪاغذ ۾ لکيل هئا اُهي ظاهر ٿيا. هجري سنه نو سوءِ ايڪهٺ ۾ عنصري جسم کي ڇڏي مثالي عالم ڏي روانه ٿيا.

## شيخ جلال رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ عبدالله جا پٽ ۽ شيخ يوسف جا پاءُ آهن قدس سرهم. عبارت آرائي معنيٰ جي ادائگي ۽ ڪاغذي حرفن کي سمجهڻ ۾ پنهنجي زماني ۾ منفرد هئا. پاڻ هجري سنه نو سوءِ ٽيويهه ۾ عالم غيب کان عالم دنيا ۾ ظاهر ٿيا. ستن ورهن جي عمر هئي جو ڪلام الاهي حفظ ڪري ورتائون. جڏهن ٻارهن سالن جا ٿيا ته ڪتابن جي علم جي تحصيل حاصل ڪري ويهين سال ۾ پيءُ جي مدرسي ۾ هڪ تازي رونق پيدا ڪيائون ۽ مختلف خطن ڪاتبن جي

گروه جا سربراه ٿيا. اٺيتاليهہ سالن جي زندگي هئڻ پوءِ هجري سنہ نو سؤ ايڪهٺ ۾ انهيءَ ئي عمده آراستگي ۽ پيراستگيءَ سان جيئن بيان ڪيو ويو آهي. الاهي ديدار جي جلوي گاه ڏي هليا ويا. هن حيرت انگيز واقعي جو بيان هن طرح تي آهي جو متي ذڪر ڪيل سال ۾ جڏهن سليم خان پٽ شير خان سوري آنجهاني ٿيو جيڪو وقت جو حاڪم هو، تہ چوڏهين تاريخ ذي القعد تي دولت خان ولد غازي خان دارالخلافہ آگري ۾ اچي پهتو. پندرهين تاريخ محلات جي سير لاءِ قلعي ۾ ويو. جن ڪوٺين جا دروازا بند هئا انهن کي خزاني جا گهر سمجهائون. تالا ٽوڙيا ويا. هي توپخانو جيڪو باروت سان ڀريل هئو- اتفاقاً يا توپچين مان ڪنهن توپچيءَ چنگاري ڪيرائي. جنهن جي ڪري فوراً بهشت نما عمارتون دوزخ وانگر ڀڙڪي اُٿيون. ايتري قدر جو مضبوط ديوارون هوائي پکين وانگر اڏامي ويون. انهن اڏامڻ وارين شين مان هڪ شي چٽي جي برابر آسمان مان اچي شيخ جلال جي متي ۾ لڳي. ان کان پوءِ هڪ رات ۽ هڪ ڏينهن زنده رهيا ليڪن ڳالهائي نہ پيا سگهن. آخرڪار سورهين تاريخ تي پوئين ڏينهن اعليٰ عليين ڏي هليا ويا.

## مبارڪ خان هروي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ هند مان هرات کان آيا هئا. ۽ مهويہ ڳوٺ ۾ جيڪو سرڪار ڪالپيءَ ۾ آهي حڪم الاهيءَ جي مطابق گوشي نشين ٿيا. گهر ناهيائون ۽ خانقاه بہ ناهيائون هميشہ حجري ۾ رهندا هئا ۽ قرآن پڙهندا رهندا هئا. ليڪن نماز جماعت سان نہ پڙهندا هئا ۽ ڪنهن بہ شخص جي اچڻ جي تعظيم لاءِ نہ اٿندا هئا. انهيءَ ڪري قاضي ابراهيم ابن محمد پنواري ڪين برائيءَ سان ياد ڪندو هو. هڪ بيو شخص هو. آزاد مزاج قاضي حسين نالو هئس. اتفاق سان ان سان گڏ قاضي ابراهيم مهويہ ۾ اچي نڪتو ۽ ساٿي هئڻ سبب مبارڪ خان وٽ بہ ويا. پاڻ فرمايائون تہ ڪي ماڻهو مون کي ٻن ڳالهين جي ڪري معيوب ٿا سمجهن ۽ جيئن تہ برائي انهن جي دل ۾ آهي ۽ انهيءَ سبب جي ڪري جواب پنهنجي دل ۾ سوچي مونکي معذور نہ ٿا سمجهن. وري فرمايائون تہ درويش کي ڏسڻ قبر جي زيارت جي مثل آهي ۽ خاڪ جي ڍير جي نہ اٿڻ سان ڪو

عيب نہ ٿو پيدا ٿئي ۽ جنهن شخص پنهنجو سڄو وقت قرآن پڙهڻ ۾ لڳائي ڇڏيا هجن. ان کي تلاوت جي درميان ڪنهن غير جي تعظيم ضروري نہ آهي ان کان پوءِ پاڻ فرمايائون تہ:

”مون ٻڌو آهي تہ عرفان ۽ وجدان جو صاحب شيخ شرف يحيٰ منيري رحہ جماعت سان نماز پڙهڻ نہ ايندا هئا. هڪ ڏينهن شهر قاضيءَ جي ڪوشش سان مسجد ۾ ويا. امام جي گهر جي اڳڻ ۾ هڪ کوه هو ۽ هڪ گهوڙيءَ جو ٻچو بہ پاليو هئائون جيڪو کليل رهندو هو. انهيءَ خوف کان تہ ڪاٿي کوه ۾ نہ ڪري پوي. نماز ۾ انهيءَ گهوڙيءَ جي ٻچڙي کي ٻڌڻ جي طرف خيال ويو. اها حالت ڏسي شرف اوليا نماز جي نيت ٽوڙي ۽ چيائين تہ امام تہ ٻچڙي جي انتظام لاءِ هليو ويو. مون ۾ ان جي همراهيءَ جي طاقت ڪانهي. سواءِ انهيءَ جي جيڪو غائب آهي اُهو پاڻ اقتدا جي لائق نہ آهي. لاچار نماز ٻيهر پڙهيائون. امام بہ سندن انهيءَ لڪل ڳالهہ جو اقرار ڪيو“.

وري فرمايائون تہ اگرچہ ڪنوار جو ناز ماءُ جي حسن تي زيب نہ ٿو ڏئي ليڪن وري بہ ان جي ئي ڏيءَ آهي ۽ اڪثر امام خانہ خدا (دل) کي تہ ڍڳيءَ ۽ گڏهہ جو چراگاه ٿا بنائن ۽ ظاهري منهن جو خانہ خليل (خانہ مڪہ) ڏي ٿا ڪن.

چون ٿا تہ هر روز سندن دروازي تي اعلان ۽ طلب جو نقارو وڄندو هو ۽ نقاري جو آواز ٻڌي غريب مسڪين ايندا هئا ۽ پاڻ هر ڪنهن کي هر روز خرچ جيتري نقد رقم ڏيندا هئا. اهڙي طرح جڏهن واپسي سفر جو وقت آيو يعني هجري سنہ نو سؤ ٽيهٹ تہ هر منٽ ۾ بيخود ٿي ويندا هئا ۽ نقاري وڄائڻ فقيرن جي گڏ ٿيڻ ۽ رقم تقسيم ڪرڻ جو حال دريافت ڪندا هئا. دريا نالي هڪ خادم هو اُهو جواب ڏيندو هو. جڏهن خادم چيو تہ اڄان مون ڪجهہ بہ نہ ڏنو آهي. تہ فرمايائون انهيءَ ٿانو مان ڏي جيڪو تخت جي هيٺان پيو آهي. جيئن تہ ٿانو ۾ پئسا گهٽ ۽ حاجتمند گهڻا هئا. تہ خادم حيران ٿيو تہ هاڻي ڇا ڪيان. وري پاڻ پڇائون تہ خادم عرض ڪيو تہ هر هڪ شخص کي ڪيترو ڏيان. فرمايائون پنج پنج سِڪَا ڏي خادم ڏنو تہ پئسا ايترا تہ گهٽ آهن جو

چئن ماڻهن ۾ به پورا نه ٿيندا. لهذا انهيءَ حڪم جي تعميل ۾ دير ڪيائين پوءِ پاڻ فرمايائون جلدي ڪيو ڏيو. خادم وري عرض ڪيو ڪيترو ڏيان. فرمايائون هر هڪ شخص کي مُٺ پري ڏي. اهو ٻڌي اجان به وڌيڪ حيران ٿيو. فرمايائون ته ٻڌ دريا ڏيڻ وارو معمار جي مثل هوندو آهي جيڪو ديوار ۾ سرن جي اوساري ڪندو آهي. معمار جيترو تيز رفتار هوندو عمارت جو صاحب اهتمام ۾ ايترو ئي گهڻو سرگرم هوندو ۽ مزدور به گارو ۽ سرون پهچائڻ ۾ اوتروئي چالاڪ هوندا. جڏهن خادم کي هي تازيانو لڳو ته دلير ٿيو ۽ پير جي اثرائتي ساھ جي برڪت سان سيني کي هڪ هڪ مُٺ پهچي وئي ۽ هيڏانهن تانوَ به خالي نه ٿيو. جڏهن ڪين معلوم ٿيو ته سيني کي ملي ويو آهي ته منهن تي چادر وڌائون ۽ متاهين عالم ڏي هليا ويا. ڪانئن پوءِ دريا جانشين ٿيو. ويھ ورھ هُنَ به پير جو طريقو قائم رکيو ۽ جڏهن وقت آيو ته پير جي خوابگاه جي هيٺان سمهي پيو.

## سيد محمد ابن سيد معظم رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ پنهنجي پيءُ جا مريد هئا ۽ قاضي محمد ابن ڪدن جا شاگرد هئا. خوابگاه ڪالپي اٿن. سندن عادت اهڙي سني هئي جهڙو سندن چهرو مبارڪ ۽ سندن طبيعت اهڙي عمدي هئي جهڙي سندن سني تقدير- خط عمدو لکندا هئا. فنا جي چادر ڪلهن تي هئن ۽ استاد سان اعتقاد سنو رکندا هئا. چوندا هئا ته جيڪڏهن فرض ڪيو ته قاضي پهرياڻ جي هيٺان مخفي طريقي سان زنار ٻڌي ته محمد ظاهر ظهور زنار ٻڌندو. زنار سان گڏ پيشانيءَ تي ٽڪو به لڳائيندو. برهمڻ وانگر ناقوس به ڦوڪيندو. پيءُ ۽ استاد جي طريقي جي پيرويءَ ۾ **ڪانه هُوَ** (بلڪل ان جهڙا) هئا.

## شيخ دانشمند رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن نالو بياره ۽ والد جو نالو ڪبير ابن محمود چشتي هو. شاه فخرالدين ابن حامد چشتيءَ جا مريد هئا. ڄمڻ جي جاءِ لکنو ۽ آخري آرام گاه ماندو اٿن. پاڻ رسمي علم جو خزانو ۽ سهڻي ڪردار جي کاڻ هئا. زماني جي ماڻهن کي سندن ذات سان رونق هئي. ست دفعا حجاز جي سفر سان مشرف ٿيا

هئا. ستين دفعي پنهنجي والده ماجده کي کلهن تي کڻي ويا هئا. پوءِ مکي معظمہ کان گجرات آيا. اگرچہ نهرواله ۾ جيکو اڄڪلهہ پٽڻ جي نالي سان آهي وطن بنائڻ جي پير کان اجازت ورتي هئائون. ليڪن مندو جي خاڪ دامنگير تي ۽ هتان جي ماڻهن جي محبت ۽ ربط ضبط بہ جنبش ڪرڻ نہ ڏني. لهذا اتي گهر ٺاهيائون. سلطان ناصرالدين خلجيءَ جي زماني کان سجاول خان افغان جي عهد تائين تقريباً پنجاهہ سال ماندو ۾ رهي هر قسم جا علم پڙهايائون. گهڻا ئي ماڻهو فيضياب ٿيا. هڪ سؤ ويهن سالن جي عمر هئن ۽ بنا لٺ جي رات جو بہ رستو هلي سگهندا هئا ساٿين ۾ ويهي چوندا هئا تہ جنهن چاليهن سالن کان پوءِ بہ لٺ نہ کنئي ڇڻ تہ ان گناهہ ڪيو. ۽ اهوبہ فرمائيندا هئا تہ چاليهن سالن کان پوءِ اڪثر ڪمزوري اچي ويندي آهي. يعني تجاوز کي ناتواني لازم آهي. ڪن کي ايزدي عنايت طاقتور رکندي آهي. جيڪڏهن عصا هٿ ۾ نہ کڻي تہ تعجب نہ ڪرڻ گهرجي. هجري سنہ نو سؤ ٽيهتر جي رمضان جي مهيني ۾ واپس دم آگاهيءَ سان عنصري چادر جيڪا جان جيٰ کلهن تي پئي هوندي هئن خاڪ تي رکي ڇڏيائون. سندن هڪ پٽ هو شيخ عثمان نالو هئس. ڪجهہ علم ۽ ڪمالات پنهنجي پيءُ کان حاصل ڪيا هئائون سندن رحلت کان پوءِ شيخ عثمان جانشين ٿيو. راقم گلزار جا دوست يڪ رنگ با اخلاص هئا. چوندا هئا تہ مون سيد محمد جونپوريءَ کي جيڪي ڪن جي خيال ۾ مهدي هئا. مانڊوءَ ۾ ڏٺو مهدويت جي باري ۾ پڇا ڪيم تہ سيد محمد جواب ڏنو هو تہ اها ڳالهہ مون کان نہ چئي آهي ۽ نہ مان چوان ٿو بلڪ هي جاهل معتقدين جو بهتان آهي.

## شيخ آدهو حصاري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سهروردي ۽ چشتي سلسلي جي پيرن سان وابستہ هجڻ جو دم ڀريندا هئا. ذڪر ۽ شغل- توڪل ۽ تسليم- همت ۽ ايثار هي سڀ صفتون سندن ذات ۾ موجود هيون. چون ٿا تہ دعوت ۽ تسخير سبب هڪ جِنُ سندن فرمانبرداري ۽ خدمت گذاريءَ ۾ رهندو هو. جڏهن پاڻ ڪنهن ڪم کي ناهڻ لاءِ ان کي سڏيندا هئا تہ ٻن ٽن شخصن جو ۽ ٻن ٽن ڏينهن جو ڪم اُهو جِنُ ٿوري دير ۾

پورو ڪري ڇڏيندو هو ماڻهو جِنَ جي محنت ڏسي تعجب ڪندا هئا. جِنَ ڪي ڏسي شيخ جي سليماني ولايت جا قائل ٿيندا هئا. سندن وصال ڏهين صديءَ جو آخري اڌ حصو آهي. خوابگاه قلعي فيروزه ۾ اٿن.

## شيخ ابراهيم ڪلهوڙو سنڌي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شاه منصور مجذوب جا هم عصر آهن. تصرفات ۽ ڪرامتون بہ ظاهر ٿينديون هئن. هر روز پنج سوء سڪ مظفري وفي السماءِ رزقڪم (تنهنجو رزق آسمان ۾ آهي) جي خزاني مان کين پهچندا هئا ۽ پاڻ انهن کي محتاجن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيندا هئا. هڪ ڏينهن وقت جي فرمان روا ميران شاه مبارڪ هڪ وڏو نذرانو ڪٺي آيو. پاڻ قبول نہ ڪيائون ۽ فرمايائون تہ هي مال مغلن جو آهي. اسان جي تقدير جو نہ آهي ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ جنت آشيانيءَ جي لشڪر گجرات کان خانديس جي طرف رخ ڪيو. چون ٿا تہ ان وقت جو ذڪر آهي. ڪجهہ ماڻهو اهل زمانہ جون شڪايتون ڪٺي آيا تہ اسان جي زماني کان اڳ ڪجهہ اهڙا بزرگ هئا جن جو چوڻ ڇڻ تہ تقدير الاهيءَ جو لڪيل هوندو هو. انهن جو چوڻ بنادير جي واقعات جي موافق ٿي پوندو هو. پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن گذريل زماني جا بزرگ هن پٽر ڪي چون ها تہ سون ٿي پوءِ تہ ڇا ان وقت هي پٽر سون ٿي پوي ها ڳالهہ اجان پوري ئي نہ ٿي هئي تہ پٽر سون جو رنگ پڪڙڻ لڳو. پاڻ مسڪرايائون ۽ چيائون تہ اي پٽر مان توکي سون ٿيڻ لاءِ ڪونہ ٿو چوان. مان تہ ڪل پوڳ ۾ هتي ويٺلن سان ڳالهہ ڪري رهيو آهيان.

## سيد ابوسعيد ابن سيد راجو رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ متوڪل- عالم- عارف- عاشق ۽ شاعر هئا. جڏهن رانا جو واقعو پيش آيو هو تہ ان وقت سندن والد بزرگوار چنديريءَ کان ڪالپيءَ ڏي هليا ويا. ۽ اتي ئي گهر بنايو هئائون. اڳين جي غزلن جا ديوان کين برزبان ياد هئا. ڪڏهن ڪڏهن قصيده بہ چوندا هئا. پاڻ آزاد هئا ليڪن گڏوگڏ عيالداريءَ جو بار بہ ڪنڌن تي رکيو هئائون. ليڪن ڪڏهن بہ تنگ دل نہ ٿيا. پنجاهہ سالن

تائين فرمان رواءِ وقت ڏي احتياج ڪٽي نہ ويا. جوانيءَ ۾ سيد جلال نامي هڪ يوسفي جمال رڪندڙ سان تعلق پيدا ٿين. مگر حقيقي محبوب جي غيرت انهيءَ عنصري آئيني کي ٽوڙي نيست و نابود ڪري ڇڏيو. هڪ ڏينهن غلام هٿ تي پاڻي وجهي رهيو هو تہ ان تي بجلي ڪري حالانڪ بجلي ڪرڻ جو ڪو سامان نہ هو. سيد بہ بجليءَ جي چمڪ سان ٿي ڏينهن بغير جان واري جسم وانگر پيو رهيو. بس هٿ جي هڪ آڱر ۾ ڪنهن حد تائين جنبش هئي. ان کان پوءِ زندگي ازسرنو ٿي. پوءِ پاڻ رسمي علم جو درس شروع ڪيائون. هجري سنہ نو سؤ ڇاهٺ ۾ حقيقي معشوق وٽ حاضر ٿيڻ لاءِ هليا ويا. سندن خوابگاه ۽ پيدائش جي جاءِ ٻئي ڪالپي آهن.

## خطيب ابوالفضل شيرازي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ معقولي ۽ منقولي علم گهڻي قدر ڄاڻندا هئا. فروع و اصول جا ڪيترائي ڪتاب پڙهيل هئن. سلطان محمود جي عهد ۾ شيراز کان گجرات ۾ آيا هئا. تفسير بيضاويءَ تي سندن هڪ حاشيو آهي. جنهن ۾ شان نزول جي متعلق مختلف قسمن جا لطيفا ۽ تفسير جي متعلق گهڻا دقيقا لکيل آهن. جيڪي علم وارا دقيقہ شناس آهن اُهي ان جي خوبيءَ کي سڃاڻن ٿا. جيستائين زنده رهيا تيستائين دولتمندن سان اهڙو سلوڪ ۽ برتاؤ رکيائون جو ٻين علمن وارن جي عظمت ۽ آبروءَ ۾ واڌارو ٿي ٿيندو رهيو.

## مولانا لطف الله رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ مولانا خواجگي ڪاشانيءَ جا مريد آهن. رياضت ۽ مجاهدي جون منزلون ۽ مراقبي جا مرحلا پاڻ طئہ ڪري چڪا هئا. مولانا محمد قاضيءَ جي تلقين ۽ خدمت سان گهڻو ڪجهہ ڪمال ۽ تڪميل جو حصو کين مليو هو. چون ٿا تہ جڏهن سعيد خان جو زمانو هو تہ دارالاسلام سمرقند ۾ سندن ۽ شيخ حسين خوارزميءَ جي وچ ۾ ڪجهہ عرصي تائين مناظرو جاري رهيو. هي مناظرو سلسلي جي حمايت ۾ هو. جيئن تہ مولانا نهايت شيرين زبان ۽ فصيح

البيان هئا. لهـذا مناظري ۾ ڪاميابي ڪين ٿي. مگر وقت جي حاڪم کي عقيدت شيخ خوارزميءَ سان هئي. ان ڪري غصي ۾ آيو. جنهن سان هن جون اکيون بند ٿي ويون. انڌيرو ڇانئجي ويو انهيءَ ڪاوڙ ۾ اچي مولانا جي زبان کي ڪاٽڻ جو حڪم ڏنو ويو. الله تعاليٰ انهن ماڻهن کي جيڪي بظاهر اسبابن ۾ ناتوان آهن. ناگهاني آفت سان ۽ انهن ماڻهن کي جيڪي توانا آهن. دنيا جي نشي کان محفوظ رکي.

## خواجہ بهاءُ الدين محمد رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ مولانا خواجگي ڪاشانيءَ جا پٽ آهن. جيئن تہ اولياءَ الله جي فهرست ۾ سندن نالو لکيل هو لهذا جڏهن ڪين هن عالم ۾ اچڻ جي اجازت ٿي ان وقت ان تحرير جي موجب فرمان تقدير- آفرينش جي قلم سان پيشانيءَ جي تختيءَ تي لکيو ويو. توحيد ۽ تحقيق جي مُهر سان مزين ڪيو ويو ۽ هي فرمان سندن سپرد ٿيو تہ جيئن هن فرمان جي مطابق عالم شهادت (دنيا) ۾ تقدير جو لکيل ڪرامتن جو نقد ۽ مقامات جي جنس سندن اقوال ۽ افعال جي ڪارخاني ۾ جيڪي ڪار پرداز آهن انهن کي سپرد ڪري ڇڏي. چون ٿا تہ پاڻ پنهنجي پيءُ بزرگوار جا مريد هئا ۽ هدايت بہ انهن کان ئي حاصل ڪئي هئائون. ۽ پنهنجي وڏي ياءُ خواجہ ڪلان کان بہ ڪجهہ ڪمالات جو حصو حاصل ڪيائون.

## مولانا ولي ميان ڪاپي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ مولانا خواجگي ڪاشانيءَ جا مريد آهن. بخارا ۾ هڪ مقام تي ڪنهن جاءِ تي زمين هيٺاهينءَ ۾ آهي ۽ اتي هڪ مسجد بہ آهي. جيڪا مسجد مغاڪ جي نالي سان مشهور آهي. ان مسجد جي هڪ ڪنڊ ۾ سندن قيام هو. پاس انفاس ضمائر ۾ پاڻ مستغرق رهندا هئا. جنهن وقت پاڻ ناطقہ نفس کي ڪم ۾ آڻيندا هئا ۽ ڪلام جو دروازو کوليندا هئا تہ ٻڌندڙن جو عقل ۽ هوش ۽ خودداري هوا ٿي ويندي هئي ۽ مولوي معنويءَ جي مثنويءَ ۾ عارفانا نڪتا بيان ڪندا هئا. ڪرامت ۽ تمڪين جو مقام ڪين حاصل هو.

## مولانا عماد طارمي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ منقولي علمن ۾ زماني وارن جا استاد ۽ زماني جي عالمن ۾ سڀ کان وڏيڪ عالم هئا. جڏهن سلطان محمود ۽ سلطان مظفر جو زمانو هو تہ گجرات ۾ سندن درس باڪمال ۽ بارونق هو. شيخ وجيہ الدين علوي ۽ قاضي علاؤالدين عيسيٰ احمد آبادي جهڙا باعمل شخصن بہ سندن سامهون ڪتاب کوليو هو. ۽ سندن درس مان استفادو ڪري مدرسي ۽ اعلم العلمائي جي درجي تي پهتا هئا قدس الله اسرارهم.

## مولانا يونس لاڪو رحمة الله عليه جي ياد ۾

لاڪا هڪ قبيلي جو نالو آهي. ڪين علم جي تعليم ڏيڻ ۽ بصيرت جي حاصل ڪرڻ ۾ شيخ وجيہ الدين علوي ۽ قاضي عيسيٰ احمد آباديءَ جهڙي مهارت هئي. قاضي عبدالغني- سيد ابراهيم بڪري- شيخ نظام الدين ابن ڪبير- ملا طيب سنڌي ۽ قاضي اسحاق آسيري جن جا ڪجهہ حالات هر هڪ جي ياداشت ۾ لکيا ويا آهن، سندن شاگرد هئا. رحمهم الله.

## قاضي قاضن سنڌي رحمة الله عليه جي ياد ۾ (2)

پاڻ رسمي علمن کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ دل برداشتہ ٿي پيا ۽ اخلاق جي تبديليءَ سان دنيا جو معمو حل ڪرڻ جي تلاش جو خيال ٿين. نفس جي لڙائيءَ جي ذريعي هن معمي کي حل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا ۽ شين جون حقيقتون سندن مشاهدي ۾ آيون. هي چند ڪلمات سندن ڳالهين جو نچوڙ آهن جن کي سنڌي زبان ۾ پاڻ پنهنجي ملڪ جي طرز تي نظم ڪيو اٿن. (1) پاڻ فرمايو اٿن تہ ڪنز ۽ قدوري پڙهڻ سان معرفت جي خوشبوءِ ذري جيتري بہ منهنجي دماغ ۾ نہ آئي. مطلب جيڪو حاصل ٿيو تہ هن عالم کان پري ٿيو. (2) سيني زبانن ۾ "لا" جي لفظ سان تنهنجي نفي ڪئي وئي آهي ۽ تون اجان پنهنجي اثبات جي پويان آهين (3) "لا" ڪنهن جي نفي ٿو ڪري جڏهن ماسويٰ حق هستي ئي نہ ٿو رکي. (4) اسين جنهن جا مشتاق آهيون. اگر غور سان ڏنو وڃي تہ اُهي

اسين ئي آهيون. انهيءَ قسم جون سندن ڳالهيون ان کان بہ زياده آهن، جو لکڻ سان ختم نہ ٿين ۽ هر ڳالهہ جي لطافت انهيءَ زبان جي طرز سان مخصوص هوندي آهي. جنهن زبان جي اُها ڳالهہ هوندي آهي. ترجمي جي قالب ۾ اُها لطافت قائم نہ ٿي رهي سگهي. شيخ ابراهيم ابن عمر سنڌي جنهن جو مقبرو برهانپور ۾ اتر طرف آهي، سندن عقيدتمند دوستن مان هئا.

## سيد عبدالاول دولت آباديؒ جي ياد ۾

پاڻ وڏا عالم ۽ وڏا صاحب دل هئا. سيني فنن ۾ سڀ کان وڏي عالم هئڻ جي دعويٰ هئن. شيخ محي الدين عربيءَ جي فتوحات ۾ خطبي کان وٺي خاتمي تائين جيڪي بہ دشواريون هيون انهن کي مطالعي جي زور سان حل کيو هئائون. ۽ حاشيہ وغيره لکي استعداد رکندڙن واسطي آسان ڪري ڇڏيو هئائون. صحيح بخاريءَ تي هڪ وڏي شرح لکي فيض الباري نالو رکيو اٿن. هي نالو ڄڻ تہ آسمان کان نازل ٿيو آهي. محقق تفتازانيءَ جي معنيٰ تي هڪ وڏو حاشيو لکيو اٿن. اهڙي طرح منطق ۽ حڪمت ڪلام جا گهڻا ڪتاب متداول تي مفيد حاشيہ لکيا اٿن. طريقت ۾ قادريہ ۽ مغربيہ سلسلي سا تعلق رکندا هئا. بلڪ مختلف ۽ گهڻن مشائخن جي تلقين سان مستفيد ۽ روشن ضمير هئا. هجري سنہ نو سوءُ ستيتاليهہ هو جو غوث الاولياءَ گواليار کان گجرات ڏي هجرت فرمائي هئي. انهن ڏينهن ۾ مير بہ گجرات ۾ ئي تشريف رکندو هو. غوث الاوليا ڪليد مخازن جيڪا انهن جي ئي تصنيف مان آهي مير جي خذمت ۾ اصلاح جي بهاني پيش ڪئي. شيخ صدرالدين ذاڪر فرمائيندا هئا تہ مير هڪ ڏينهن غوث الاولياءجي مجلس اقدس ۾ ذڪر ڪيو تہ حڪمت جا مشڪل مسئلا جيڪي سلف جي ڪيترن عالمن ۽ حڪيمن پنهنجي تقريرن ۽ ترجمي سان حل نہ ڪري ڪليد مخازن جي مطالعي مان انهن جي حل ڪرڻ واسطي هڪ ڪنجي هٿ اچي وئي. هڪ عجيب نامون آهي جنهن سان حقيقتون نظر ٿيون اچن. انهيءَ جو سمجهڻ خدا ڪري دوستن لاءِ آسان ٿئي. چون ٿا تہ ڪجهہ سالن کان پوءِ دکن جي طرف هليا ويا. خوابگاه دولت آباد دکن آهي. جنهن جو پراڻو نالو ديو گڙهہ هو.

## شيخ شاھ محمد رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ حسن طاھر قادريءَ جا پٽ آھن. جيڪو عالي سلسلي جي بزرگن مان ھو. ڪشف الھام جا صاحب ھئا ۽ سيني قسمن جا علم ۽ فن ڄاڻندا ھئا. سندن شعرن جو ھڪ ديوان بہ آھي. گھڻن سالن تائين حرمين شريفين ۾ مجاور رھيا ھئا. انھيءَ دوران ھڪ ڏينھن سيد عبدالوھاب بخاري جيڪو حضرت مخدوم جھانيان جي نسل مان آھي قدس سرھما. کين خوشخبري ٻڌائي تہ حضرت خاتم النبوة صلي الله عليہ وسلم جن مون کي فرمايو تہ ھن ھندي شيخ زادي مسافرت جي تڪليفن ۾ گھڻون صبر ڪيو آھي لھذا پاڻ سان گڏ ھن کي ھندستان وٺي وڃ. پاڻ جواب ڏنائون تہ جيستائين مان پنھنجي ڪنن سان اھو خاص پيغام حضور ﷺ جي زبان مبارڪ سان نہ ٻڌندس تيستائين ھندستان ڏي واپس نہ ويندس. جڏھن پاڻ پنھنجي آرزوءَ ۾ ڪامياب ٿيا تہ جيڪي ڪجھہ پاڻ فرمايائو تعميل ڪرڻي پئي ۽ ھندستان ۾ ئي آخري سفر بہ اختيار ڪيائون. چون ٿا تہ سندن پيءُ بزرگوار چشتيہ سلسلي ۾ مريد ھئا. جڏھن پاڻ قادريہ خوانوادي ۾ داخل ٿيا تہ امان الله ابن شيخ عبدالغفور پاڻي پتي ۽ ٻين انھيءَ صوبي جي مشائخن سندن پيروي ڪئي. شيخ امان الله ھندستان جي صوفي عالمن ۾ پيشوا آھن.

## پير باجر مندو والا مجذوب رحمة الله عليه جي ياد ۾

کين الاھي ڪشش پاڻ ڏي ڇڪي ورتو ھو. عمديون عمديون ڪرامتون ڪانئن ظاھر ٿينديون ھيون. گھڻو ڪري اگھاڙا گھمندا ھئا. ھڪ ڏينھن راقم گلزار الابرار جي مامي سان رستي ھلندي الجھي پيا تہ جيئن مامي ڪان ڪجھہ وٺن. مامي چيو تہ مون وٽ ڪجھ بہ ڪونھي. مجذوب مامي جي چيلھ ۾ ھٿ وڌو ۽ ھمياني ڪولي ان مان بہ مظفري سڪا ڪڍي ورتا پوءِ ھڪ ماما کي واپس ڪيائين تہ ھي ھميانيءَ ۾ واپس رک. مامي ٻڌايو تہ جڏھن مون اُھي ڳڻيا تہ پورا نڪتا.

ھڪ ٿانءِ وڪڻڻ وارو ھندو ھو. جيڪو ساڻن انس رکندو ھو. اُھو اھڙو تہ

بيمار ٿيو جو طبيبن کي علاج کان ۽ عزيزن کي زندگيءَ کان مايوسي ٿي پئي. لاچار مرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. باجر کي خبر پئي ته پاڻ رڙيون ڪندا اُنهي بيمار وٽ آيا جيڪو مرڻ لاءِ تيار هو ۽ چيائون ته تنهنجي پٽيءَ ۾ پنج پٽ آهن جيڪي سلامتيءَ سان پيدا ٿيندا. لهذا اجا مرڻ جو خيال نه ڪر چون ٿا ته انهيءَ وقت تندرستيءَ جي علامت شروع ٿي ۽ اهو شخص ڪونه مئو. جيستائين پنج پٽ نه ٿيس.

اهڙيءَ طرح هي واقعو به آهي ته باز بهادر ولد سجاول خان شير خان جي پٽ سليم خان جو سپهه سالار هو هجري سنه تقريباً نو سوءَ چاهٺ ۾ ان جي مٿي ۾ اِها مالي خوليا پيدا ٿي ته خطبو ۽ سڪو منهنجي نالي سان شروع ڪيو وڃي. انهيءَ خيال سان پير باجر وٽ آيو ۽ خوشخبري ٻڌڻ جو منتظر هو. پاڻ هٿ تي هٿ هنيائون ۽ چيائون ڏاڍو ٻنو ناهي هن کي هٿ نه لاءِ ٽٽي پوندو. چنانچه سندن فرمان موجب آسماني گردش ٿي.

اهڙي قسم جون عجيب عجيب ڳالهيون سندن گهڻن ماڻهن جي زبان تي آهن. هن مختصر رسالي ۾ ان جي گنجائش ناهي. مانڊوءَ جي شمالي دروازي وٽ سندن آرام گاه آهي. نعلچه جي رستي تي انهيءَ دالان سان مليل آهي جيڪو زندگيءَ جي دوران سندن رهڻ جي جاءِ هو. هن جاءِ تي هڪ ڪڏو ٽڏي پاڻيءَ جو ٻارهن مهينا پريل رهندو آهي. سندن قبر جو مجاور اچڻ وڃڻ وارن کي هن پاڻيءَ سان سيراب ڪندو آهي.

## شيخ حسن بدله مجذوب رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ دهليءَ جي بزرگ زادن مان آهن. ماءُ جي پيٽ مان ئي مجذوب پيدا ٿيا. جيڪڏهن ڪو شخص مجبور ڪري ڪپڙا ڏيندو هئن ته جلدي لاهي قوالن کي ڏئي ڇڏيندا هئا. حسن صورت تي ۽ سهڻي آواز تي عاشق هئا. ڪن ماڻهن کين خواب ۾ ڏٺو ته حضور خاتم پيغمبران عليه السلام جي خدمت ۾ پاڻ بينا هٿ مبارڪن تي پاڻي وجهي رهيا آهن. ڪجهه ماڻهن کين حرم ۾ طواف ڪندي ڏٺو. هڪ ڏينهن سليم خان سور کين پنهنجي اچڻ لاءِ عرض ڪيو. پر پاڻ سر هلايو ۽ چيائين ته جلدي تنهنجو تڏو ويڙهجي ويندو. چوندا

آهن تہ پاڻ جيڏانهن وڃڻ جو عزم ڪندا آهن تہ ان طرف وارن جو دماغ معطر ٿي ويندو آهي. انهيءَ خوشبو جي علامت سان سندس اچڻ جو اطلاع ملي ويندو آهي، هجري سن ۽ ان ڪان ڪجهہ مٿي نو سو سٺ هئو، جو پاڻ عنصري لباس لاهي مثالي خلعت پاتي، سندن خوابگاه دهلي جي بازار ۾ خواص خان جي قبر وٽ آهي. خواص خان شير خان سور جي پرستارن مان ان زماني جي عطيات وٺڻ وارن مان هئا. شير شاهہ جي پٽ سليم خان کيس هجري سن نو سو انونجاهہ ۾ شهيد ڪيو.

## شيخ جلال ابن طيب جانپانيري رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

سندن اتقا جو پلڙو سلوڪ ڪان وڏيڪ ڳرو هو. سندن دور ۾ خداشناسي جو پيمانو پريل هو. سندن روزي حرير فروشيءَ ۾ هئي. جنهن سال ۽ مهيني ۾ غوث اوليا گواليار ڪان گجرات هجرت ڪئي. انهن ئي ايامن ۾ اپڻ بنهنجي پٽ شيخ محمود ڪي آغاز هوش ۾ غوث الاليا جو مريد ڪرائي ڇڏيو هو. پاڻ بہ پيو خدمت ۾ حاضري ڏيندو هو ۽ گهڻو ڪجهہ سعادت ۽ عرفان مان حصو ورتائين، چون ٿا تہ هڪڙي ئي ڪپڙي ۾ ڪئي سال ائين گذاري ڇڏيائين جو جيڪڏهن آستين پاٽي پئي تہ نئين آستين ان ۾ ئي لڳائي ڇڏيائين. اگر پهراڻ سيني يا بغل وٽان بوسيده ٿي ويو تہ نئين ڪپڙي جي چتي لڳائي وئي. غرض جيڪو ٽڪر بيڪار ٿيو تہ اتي نئين چتي لڳائي وئي، پوءِ جيستائين هيات هئا، انهي ئي وڳي ۾ سير ڪيائون، ڪو نئون وڳو نہ سبايائون.

## شيخ محمود چشتي رنتپوري رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ مراتب وجود جا حافظ ۽ ڪشف و شهود جا مالڪ هئا، پنهنجي والد بزرگوار ۽ شيخ الله داد چشتي جا خليفہ هئا، شيخ الله داد ڪي خرقہ خلافت پنهنجي والد ماجد شيخ سدوهہ گنج روان ڪان مليو. شيخ سدوهہ معرفت ۽ خداشناسي جي جواهر تي ڪامل تصرف رکندڙ هئا. سندن سلسلو شيخ محمد سعدي تائين وڃي رسي ٿو. جيڪي چراغ دهلي جا وڏا خليفہ آهن. پاڻ

حڪومت قادر شاھ جي دور ۾ جنهن جو نالو ملو خان هئو. پنهنجي وطن کان دارالسلام مندو ۾ آيا هئا. نربدا درياھ جي ڪناري ڪجاون موضع ۾ قيام فرمايائون. موضع ڪجاون مندو کان ڏکڻ ۾ ٽن ڪوهن تي آهي. اُتي هڪ دڙي تي حجري ۾ ڪافي عرصو رهيا. جيڪو پاڻ خلوت ۽ رياضت واسطي تجويز ڪيو هئائون. هميشہ پنهنجي ناهنجار نفس سان وڙهندا رهيا. آخر فتحياب ٿيا. سالن تائين توڪل، گوشہ نشيني ۽ خاموشيءَ سان انهيءَ جهوپڙيءَ ۾ بسر ڪيائون. جيترو ٿي سگهندو هئن روزمره جي خرچ لاءِ روزگار ۽ اوقاف طور ڪجهہ قبول نہ ڪيائون. جڏهن عيال داري وڌين، تہ ان دؤر جي حاڪمن زمين جا ڪجهہ ٽڪر پيش ڪيا هئا. جنهن خدمت جي عيوض پنهنجي مٿان احسان مجيو هئائون. ان کان پوءِ ڪجاون ۾ گهر ٺاهيائون. مسجد بہ جوڙيائون. ۽ مرقد بہ ٺاهيائون. مسجد جي اڳڻ ۾ فقرا ۽ اچڻ وڃڻ وارن سان خدائي صحبت رکندا هئا. درويشاڻو دسترخوان وڇائي دعوت خليلي جون رسمون پوريون ڪندا هئا. مهمانن سان گڏ پاڻ بہ شامل ٿيندا هئا. جڏهن پاڻ هجري سن نو سوءَ ۽ سٺ کان پوءِ عالم دنيا مان روانا ٿيا تہ پنهنجي فرزند رشيد شيخ ميان کي پنهنجو جاءِ نشين ڇڏيائون. شيخ ميان بہ فقر جي طريقي ۾ درويشي رستي تي هلندا رهيا. پنهنجي والد ماجد جون رسمون جاري رکيائون. هجري سن نو سو پنجاسي ۾ عالم صورت کان معنوي جهان ڏي روانہ ٿيا. خوابگاھ ڪجاون ۾ والد جي تربت سان لڳ آهي. شيخ ميان ٽي فرزند ڇڏيا. هڪ شيخ ميران جي، ٻيو شيخ منجهن، ٽيون شيخ مبارڪ. وڏو پٽ پرڳڻي حاصل پور مندو ۾ وڃي رهيو. فقر فاقي جا عادي ۽ رب سان دل لڳل اٿن. ٻيا پٽ جي ”بي عبادتگاھ ۾ مشغول بحق آهن. الله ڪري عبادت جا ثمر ۽ معرفت سيني کي نصيب ٿئي آمين.

## امير سيد جلال رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ سيد صدرالدين حسني متوڪل جا فرزند آهن. ڪئي سال اسباب شڪيني ۽ حصول فقر جي مشق ڪري گهڻو ڪجهہ حاصل ڪيو هئائون. سندن وڏا ڪرمز مان هند آيا هئا. اوڏھ جي آب وهوا وڻي وئن ان ڪري ان کي پنهنجو وطن بڻايائون. سڪندر لوڌي جي دور ۾ پاڻ عالم غيب کان عالم شهادت ۾

نزول فرمايائون، جڏهن هوش جو زمانو آيو تہ الهي معرفت جي هوا لڳن. شيخ راجبي سيد نور جا مريد ٿيا، ان سان گڏ پيءُ وانگر سپاهيانہ زندگي بہ بسر ڪندا هئا، جڏهن سلطان ابراهيم لوڌي پاڻي پٽ ۾ بابر بادشاهہ جي جنگ ۾ ماريو ويو. انهيءَ جنگ ۾ سندن پيءُ بہ گذاري ويو، ڪيس بہ زخم آيا پر مرهم پٽي سان صحيح ٿي ويا. ان کان پوءِ جونپور جي علائقي سرهرپور ۾ اچي رهيو. اتي شيخ الله داد احمد شريف جونپوري المعروف شيخ وتين جي خدمت ۾ معرفت جي تحصيل ڪيائون. جيئن تہ سندن پار آگره ۾ هئا، انڪري ڪين مرشد اتي وڃن لاءِ چيو، درويشي ۽ بک تي رهڻ جي عادت هئڻ انڪري ڪين متوڪل جو خطاب مليو. هڪ دفعي خانقاهہ جي در تي بہ قلندر آيا ۽ خادم کي چيائون تہ اندر اطلاع ڪر، هن نالو پڇيو تہ ورائيائون ڪيس خبر آهي. خادم اندر اچي اطلاع ڏنو پاڻ سر جهڪائي تامل کان پوءِ فرمايائون وڃ ڪين جمال ۽ حسين چئي سڏي اچ، قلندر پنهنجا نالا ٻڌي حيران ٿيا. جڏهن حاضر ٿي هٿ چمي چڪا تہ بيعت جي واسطي عرض ڪيائون. پاڻ عرض قبوليندي فرمايائون، درويشن کي آزمائڻ جو ڪڏهن خيال بہ دل ۾ اچڻ نہ ڏجو. چو تہ هر وقت ساڳيو حال نہ ٿو رهي. هجري سن نو سو اٺهتر ربيع الاول ۾ وڏي پٽ سيد بدرالدين کي خلافت ڏنائون ۽ پين پٽن لاءِ فرمايائون تہ الله تعاليٰ ڪين عطا ڪندو، انهيءَ سال وصال ڪيائون، سندن تاريخ رحلت شيخ جهان ۾ آهي، خوابگاهہ آگرو اٿن.

## سيد شاهہ مير رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سيد شريف جرجاني جي نسل مان آهن، قدس سرهما طريقت مان حصو ڪين شيخ امان پاڻي پتي جي خدمت مان مليو، رسمي ۽ ذوقي علمن سان سينگاريل هئا، ڏهين صدي جي اواخر ۾ عارضي جهان ڇڏيائون، خوابگاهہ آگره ۾ اٿن.

## شيخ فخرالدين رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن والد بزرگوار شيخ داؤد ابن شيخ شاهہ صديقي آهن. آگري ۾ آخري آرام گاه اٿن. اگرچہ شيخ الهديٰ صالح سرهنديءَ جا مريد آهن ليڪن اڪثر

علوم حسام الاولياءشيخ حسام الدين متقيءَ جي درس مان تحصيل ڪيائون. چون ٿا تہ جنهن زماني ۾ پاڻ سپاهيانہ صورت ۾ رهندا هئا ان زماني جو ذڪر آهي تہ پاڻ هڪ ڏينهن ملڪ پورب ۾ هڪ حوض جي ڪناري تي وضو ڪري رهيا هئا تہ ايتري ۾ ڪارو نقاب منهن تي وڌل هڪ سوار ڊوڙندو آيو جنهن جو گهوڙو مشڪي هو ۽ سندن پٺيءَ تي هڪ تازيانو هنيائين ۽ سامهون اردليءَ وانگر رکيائين. چند قدم هليا تہ سوار تہ نظر کان غائب ٿي ويو ۽ کين اهڙو تہ جذبي جو سيلاب آيو جنهن ۾ هوش گم ٿي وين. اهڙي تہ حيرت پيدا ٿين جو زبان بند ٿي وئن. ايتري قدر جو پورا ٻارهن سال سندن زبان حرف بہ ڳالهائڻ تي قادر نہ ٿي. هڪ ڏينهن وري اهوئي سوار رستي ۾ ملين ۽ تازيانو ڏيکاري ڊيڄاريائين ۽ چيائين تہ ڳالهائيندا ڪيو. اهو ٻڌي انهيءَ وقت ڳالهائڻ جي طاقت ۽ خيال دل ۾ آين. ليڪن زبان ۾ ڪنهن حد تائين گرفت باقي هئن. ان کان پوءِ پاڻ ڳوٺ چند لوس ۾ جيڪو بهار ۾ آهي. شيخ الهداد ابن ضياءُ الدين جي خذمت ۾ ويا. هنن ٻنهين بزرگن جي صحبت گرم ٿيڻ لڳي. ڇو تہ ٻئي سهروردیہ سلسلي ۾ هئا. اٽڪل نو سال هڪ ٻئي جا رازدار رهيا ۽ پاڻ علمي درس بہ ڏيندا رهيا.

انهيءَ دوران سيد آدم ولد سيد جمن پنهنجي والد جي اجازت سان هيلسا کان فاتحہ لاءِ شيخ الله داد وٽ آيا. سيد آدم ڏاڙهي ڪوڙائيندو هو جنهن جي ڪري سندن ڳل صاف رهندا هئا. پاڻ سيد آدم کي فرمايائون تہ سيدن کي سنت ڇڏي ڏيڻ نهايت نامناسب آهي. سيد آدم کي جوانيءَ جو غرور هو. جنهن ڪري غصو آين ۽ هيلسا وڃي والد بزرگوار جي خذمت ۾ عرض ڪيائون تہ هڪ درويش شيخ الهداد سان گڏ هم راز آهي ۽ مون سان هن طرح سختيءَ سان پيش آيو ۽ مداريہ سلسلي جي معتقدن جي نسبت نامناسب انديشو ظاهر ڪيو. شيخ جمن فرمايو تہ انهيءَ درويش جو چوڻ صحيح ۽ سچي نصيحت آهي ۽ عمل ڪرڻ جي لائق آهي. نوجوان سيد آدم پيءُ جي تصديق کان پوءِ سندن هدايت جو گرويده ٿيو. ان کان پوءِ سيد جمن هڪ خادم کي ڪجهہ تحفا ڏئي سندن ڏي موڪليو ۽ ملاقات جي آرزو ڏيکاريندي معذرت ڪئي تہ مون کي اچڻ کان پيري رڪاوٽ آهي. خادم جڏهن پهتو تہ درس جاري هو تبرڪ ۽ پيغام ٻئي پيش ڪيائين تہ پاڻ فوراً اُٿي بيٺا جڏهن سيد جمن کي اطلاع مليو

تہ ڳوٺ جي ڪناري تي توهان پهچي ويا آهيو. تہ انهيءَ پنهنجي پٽ کي استقبال لاءِ موڪلي پنهنجي خدمت ۾ گهرايائين. پهريون ديدار جو تصرف اهو ٿيو تہ ڪاغذي نقش سندن خيالات مان بلڪل صاف ٿي ويا. پوءِ سيد جمن چيو تہ خانقاه جي اندر هڪ حجرو ڪين ڏنو وڃي چنانچہ ڏنو ويو. ڪجهہ ڏينهن پاڻ اُتي رهيا ۽ پوءِ التماس ڪيائين تہ مان چاهيان ٿو تہ باقاعدي عقيدتمند غلامن ۾ شامل ٿي وڃان سيد جمن فرمايو تہ فخرِعالم، جمن جاهل جو مريد ٿئي اها ڳالهہ زيب نہ ٿي ڏئي. جڏهن پاڻ بار بار التماس گهڻو عاجزيءَ سان ڪيو تہ سيد جمن پنهنجي وات مان پان ڪڍي ڪين ڏنو. علمي چراغ جيڪو اجهامي ويو هو پيهر روشن ٿيو. ان کان پوءِ فرمايائون بهار ۾ شيخ شرف الدين جي روضي تي ڪجهہ ڏينهن اعتڪاف ڪيو، ۽ انهن جي روح کان هدايت گهرو. چنانچہ حڪم جي تعميل ڪيائون. خواب ۾ روضي ڌڻيءَ کان ٻڌائون تہ تنهنجي هدايت سيد جمن جي رهنمائيءَ تي ٻڌل آهي. انهيءَ جي ئي خانقاه ڏي موٽي وڃ. چنانچہ پاڻ واپس سيد جمن وٽ آيا ۽ خواب جو احوال عرض ڪيو سيد جمن ٻڌل ڳالهہ تہ قبول ڪئي ليڪن سندن رخ آگري جي طرف موڙي ڇڏيائون. ان سان گڏ اها هدايت بہ ڪيائونس تہ چاهي ڪابہ ڳالهہ ٻڌڻ ۾ اچي رستي تان واپس نہ اچجانءِ ۽ جڏهن خوابگاه بديع الدين شاه مدار جي آستاني تي پهچين تہ آگري جي اجازت گهرجانءِ. سيد جمن هيءَ ڳالهہ چئي جونپور هليا ويا. شيخ فخرالدين کي خبر پئي تہ سيد صاحب دنيا جي تماش گاه کان رخصت ٿي ويا. جيئن تہ اڳ ئي ڪين نصيحت ٿي چڪي هئي ان ڪري واپسيءَ جو خيال ڪيائون.

جڏهن پاڻ ڳوٺ بانگر مئو ۾ حوض جي ڪناري پهتا ۽ رات رهيا تہ خواب ۾ مدارالاقطاب آگري ۾ رهڻ جي اجازت ڏني ۽ فرمايائون تہ ذريعہ معاش لاءِ ڪجهہ بہ نہ ونجانءِ ۽ جيڪو درويش ان جاءِ جو بزرگ هجي ان جي رضامنديءَ سان گهر ٺاهجان، اهڙي طرح پاڻ آگري ۾ آيا ۽ ان وقت ۾ شيخ جليل زماني جو زاهد هو ان جي ديدار لاءِ ويا. اُتي سندن دل نہ لڳي. ان کان پوءِ پاڻ شيخ علاؤالدين مجذوب جي خدمت ۾ ويا تہ ان فرمايو تہ تنهنجي جاءِ سرهند آهي. پاڻ ڪو جواب نہ ڏنائون. پوءِ شيخ مجذوب هڪ مانيءَ جو ٽڪرو ڪچڪول مان ڪڍي ڪين ڏنو ۽ فرمايو تہ پنجاب هليو وڃ. اُتي ڪٽڪ سستي آهي، هن دفعي بہ پاڻ خاموش رهيا. پوءِ شيخ مجذوب ٽئين دفعي فرمايو تہ

هڪ سير آهي اڌ تنهنجو اڌ منهنجو ليڪن پاڻ بلڪل خاموش رهيا. وري چوٿين دفعي شيخ مجذوب فرمايو تہ هن وقت تائين مان هتي هئس هاڻي تون هتي رهہ. پاڻ جواب ڏنائون تہ جيڪڏهن تنهنجي اها راءِ آهي تہ پوءِ توهان هيءَ جاءِ منهنجي لاءِ ڇڏي ڏيو. ۽ خود ڪنهن ٻي جاءِ تي هليا وڃو. شيخ مجذوب ائين ئي ڪيو. ۽ هاڻي جنهن جاءِ تي قبر آهي اُتي پنهنجو حجرو ٺاهيائون.

چون ٿا تہ شيخ فخرالدين کي جڏهن بيماري لڳندي هئي تہ سٺي آواز وارن قوالن کي گهرائي اها محفل ٻڌندا هئا. انهيءَ قواليءَ ۾ مزاج جي بدمزگي تندرستيءَ ۾ تبديل ٿي ويندي هئي. آخرڪار جمع جي ڏينهن تاريخ اٺويهہ جمادي الثاني هجري سن نو سؤ ستر 970 هہ تي هڪ سؤ پنجهتر سال زندهہ رهي هن فاني دنيا کي ڇڏيائون. قاسم هنديءَ سندن رحلت جي تاريخ جي الفاظن کي فخرالدين ۾ لڌائون.

## شيخ سعد ابن بڏن خيرآباديءَ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ دانشمند هئا. طريقت ۾ شيخ محمد قطب المعروف شيخ مينا لکنوي جي خذمت سان عقيدت ۽ خلافت حاصل ڪيائون. ۽ ظاهري علمن ۾ مولانا اعظم جا شاگرد هئا قدس سرهم چون ٿا تہ سندن پير ڪتاب عوارف سندن استاد کان پڙهندا هئا. هڪ ڏينهن پاڻ پير جي خذمت ۾ عرض ڪيائون تہ هن ڪتاب جي عبارت صحيح ڪرڻ واسطي تہ منهنجي طبيعت ڪافي آهي پر هن جي معنيٰ ۽ لطائف جو ادراڪ جناب مخدوم جي ضمير کان ممڪن آهي جيڪي ڪشف جا صاحب آهن. پوءِ خبر ناهي تہ ٻئي ڪنهن جي درس ۾ وڃڻ جو ٿو گواره ڪيو وڃي. پير فرمايو تہ سعد تو جيڪي ڪجهہ چيو سچ آهي ليڪن عالمن جي هوندي تعليم جي رستي ۾ پير ڇڪڻ ۽ پنهنجي ادراڪ ۽ عرفان تي ڀروسو ڪرڻ ارباب ديانت ۽ اصحابِ هوش جو شيوو نہ آهي.

## شيخ بدها رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن نالو عبدالوهاب هو. شيخ ابوالفتح مڪي جا وڏا فرزند آهن. عمده صورت ۽ سيرت سان گڏ دانش و بينش جا بہ صاحب هئا. درسي علمن جي تحصيل ڪمال درجي تي پهچائي هئائون. خاص ڪري حديث ۽ تفسير ڪامل ياد هئن.

واعظ ۽ تلقين کان گريز ڪندا هئا. ليڪن درس ۾ سندن مجلس ۾ خدا جي ياد ۽ بندگانِ خدا جي حالات کان سواءِ ٻيون ڳالهيون گهٽ ٿينديون هيون. علم، سير ۽ تاريخ جا گهڻا عبرت افزا واقعات ياد هئن. جوانمردي ۽ سخاوت سندن خمير ۾ داخل هئي. اگرچہ ڪجهہ ڪونہ هئن ۽ اهڙي وقت ۾ ڪو حاجتمند اچي ويندو هو تہ گهر جي سامان مان جيڪي هٿ لڳندو هئن گهر وارن کان لڪائي ان کي ڏيندا هئا. چون ٿا تہ هڪ سال سندن همٿ جو امتحان وٺڻ لاءِ شهر جي حاڪم ماڻهن کي روڪي ڇڏيو تہ هن درويش کي ڪير بہ قرض ۾ هڪ ڪوڏي بہ نہ ڏئي. ان جي باوجود سندن مهمان خاني جو دسترخوان هر روز وانگر بلڪ اڳي کان وڌيڪ ۽ بهتر وڇايو ويندو هو ۽ ڪوبہ سائل پنهنجي مطلب کان ناڪام سندن خدمت مان واپس نہ آيو. شاهہ محمد خياليءَ سندن دوستيءَ سبب ان محلي ۾ هڪ حجرو ٺاهي ڇڏيو هو. ۽ ان ۾ ئي آخر وقت تائين رهيا. هجري سن هڪ هزار سورهن تائين اُهو گهر قائم هو. شيخ عبدالوهاب کي ذڪر ۽ شغل جي تلقين ۽ حقائق ۽ تصوف جي تعليم انهيءَ شاهہ صاحب کان حاصل ٿي هئي. شعبان جي چند جي رات جو ڏينهن هجري سن نو سوءَ ستر هو جو پاڻ هن فاني دنيا کي ڇڏيائون. خوابگاه آگري ۾ اٿن.

# انجمن اصحاب شهود و ارباب حضور سلسلہ عشقيہ شطاريہ

تاريخ نگار پيرن ۽ معرفت جي صاحب هادين اهو لکيو آهي تہ هن خانواده جا سربراه راس الواصلين، رئيس المحققين، شيخ عهد، قطب عصر، مرشد زمان، عارف جهان، ابويزيد طيفور ابن عيسيٰ ابن آدم سروشان بسطامي آهن ۽ جيڪي اصحاب مشرب عشقيہ ٿا رکن، هي ٻين مشهور مشربن جي بنسبت فنا ۽ بقا جي درجات، صدق و صفا جون منزلون، مبدء ۽ معاد جي ابتدائي مقامات تي نظر ڪري السابقون السابقون اولـئڪ المقربون جي نعري ۾ داخل آهن. چنانچہ تلوين ۽ تمڪين، احتجاب ۽ انڪشاف، قبض ۽ بسط، منع و عطا، هست و نيست، اڪيلائي يا همراهي، ڪنج و ميدان، خاموشي يا گويائي، غرض تہ سيني معاملات، حالات ۽ اوصاف جيڪي پاڻ ۾ مدمقابل

آهن يا هڪ ٻئي جو ضد آهن. انهن ڪي پهچڻ اسماءَ جي ڪمال ۾ داخل آهي. جنهن ڪي ذاتي ڪمال چوڻ ناموزون نہ آهي. هي حالات ۽ وصفون هن گروه جي موحدانہ نظر ۾ هڪجهڙا معلوم ٿا ٿين ۽ هن طريقي جي سالڪ ۽ حلقي سان شمار ڪرڻ ڪان گهٽا ٿا معلوم ٿين. ڪجهہ بہ حال ۾ ۽ ڪنهن بہ مقام ۾ بہ گهڙيون بہ علي الاتصال پابند ٿي نہ ٿا رهن بلڪ هر لمحي ۽ هر دم جديد شان سان وقت جو زنده رکڻ ۽ ان سان زندگيءَ جي شهر ڪي آرائش ڏيڻ اهو خاص هن طريقي جي پيرن جو آهي. عراق، عرب، عجم، ايران ۽ توران ۾ جيڪو فروغ محمدي پهتو آهي اهو هن سلسلي جي مشائخ جي برڪتن سان پهتو آهي. خاص ڪري هجري سن نو سؤ ٽيهہ ۾ هن گروه جي سربرآورده محمد صادق شيخ ماوراءالنهر جي شهر ۾ هدايت جو جهنڊو نصب ڪيو هو. ان علائقي ۾ سڀ مشائخ ۽ فاضلن جا قبلہ گاه بڻجي ويا هئا. سڀ استعداد وارا معتقد انهن جي خدمت سان ولايت ۽ ڪمال حاصل ڪندا هئا. انهن بزرگن عزيزن مان جنهن شخص پنهنجي هدايت سان هندستان جي تاريڪ مڪان ڪي الله نُور السَموات والارض جو نورآباد بڻايو اهو شاه عبدالله شطاري ولد حسام الدين عبدالله ابن رشيد الدين ابن ضياءالدين ابن نجم الدين ابن جمال الدين حماد ابن عمر المعروف شيخ الشيوخ شهاب الحق والدين سهروردي جي ذات خورشيد صفات آهي جنهن نائين صديءَ جي آخر ۾ ايران ڪان هندستان جي ماڻهن جي رهنمائيءَ لاءِ نزول فرمايو ۽ عالم قدس ڏي روانہ ٿيڻ جي وقت تائين هر طرح جي اذڪار و اشغال، اعمال ابرار اخيار ۽ اورادعيہ ماثوره وغيره جي دعوت جي طريقي سان عموماً ۽ خصوصاً طالبن ۽ انهن جي استعداد جي موافق تلقين فرمائي.

شطار جي وجہ تسميہ جي متعلق ڪنهن قلم ڪا صريح حرف نہ لکيو آهي. ليڪن هڪ رسالي لطيفہ غيبيہ نالي جيڪو سندن قلم تصنيف جو نتيجو آهي. انهيءَ رسالي جي ٻئي فصل ۾ ڪنهن طرح تسميہ جي نسبت آگاهي ڏني وئي آهي. خلاصو ان جو اهو آهي تہ خداشناسِ امت محمدي ۽ پيروان مذهب احمدي عليٰ صاحبهامن الصلواة افضلها و من التحيات اڪملها- سلوڪ ۾ ٽن مشربن تي تقسيم آهن. (1) اخيار (2) ابرار (3) ۽ شطار، ۽ هنن ٽنهين گروهن مان هر هڪ گروه ورد، ذڪر، شغل، فڪر، ڪشف ۽ قرب جدا جدا ٿو رکي ۽ پنهنجي پنهنجي خاص طريقي موجب صاحب استعداد ڪامل آهي. لهٰذا

مناسب هي آهي تہ عُلَمَآءُ اُمَّتِيْ كَاَنْبِيَآءِ بَنِيْ اِسْرَآئِيْلَ جي مضمون تي نظر
ڪري فرق ۽ عدم فرق جي رعايت هن گروه جي باري ۾ بہ اهڙي موافق ڪئي
وڃي جيئن انبياءَ عليهم السلام جي باري ۾ فرق ۽ عدم فرق جي نسبت قرآن
حڪيم جي اندر ارشاد آهي تہ انهن جي نسبت اعتقاد ۽ ولايت جي اقرار ۾
تفاوت ۽ اختلاف کي دخل نہ ڏنو وڃي ۽ جيڪو حڪم رسولن جي ايمان جي
نسبت لانفرق بين احد من رسله آهي ان تي قياس ڪيو وڃي تہ جيئن شريعت
جو اهڙو ايمان حاصل ٿئي جيڪو طريقت جي وصف سان موصوف هجي. ۽
جهڙي طرح انبياءَ عليهم السلام جي زمره ۾ قرب، وحي، ڪتاب، معجزات
نسخ، عدم نسخ، الوالعزمي، امت جي ڪثرت ۽ قلت ۽ انهن معاملن کان سواءِ
ٻين معاملن ۾ فرق سمجهيو ٿو وڃي. اهڙي طرح هي گروه مشابهہ بانبياءِ بني
اسرائيل آهي لهٰذا انهيءَ طرح هن گروه جي اندر بہ افضليت، سرعت سير،
رياضت، عبادت جي اعتبار کان سلوڪ ۾ عالم آخرت جي طرف کان سمجهيو
وڃي ۽ احوال، درجات، مقامات، ۽ خطابات جي اعتبار سان اعيان ثابتہ (صور
علميہ) جي موجب منجانب مبداءُ سمجهيو وڃي. آيت ڪريمہ تِلْكَ الرُّسُلُ فَضَّلْنَا
بَعْضَهُمْ عَلٰى بَعْضٍ جي اشاري سان جيڪا معنيٰ ذهن ۾ اچي ٿي. انهيءَ موافق
انهيءَ مقام کان هيءَ ڳالهہ خيال ۾ اچي ٿي تہ هن لقب جي خصوصيت طريقت
جون منزلون طئہ ڪرڻ ۾ تيزيءَ جي اعتبار سان آهي. اَلْعِلْمُ عِنْدَاللهِ. ۽ هن
سلسلي جي ڪن اصحابن ۽ ٻين ماڻهن لغت جي وضع تي مذڪوره طريقي سان
انهيءَ لقب جو سبب پيدا ٿا ڪن. هي اقرب بہ صواب آهي. نيزهن مشرب جا
ڪي اڪابر هي بہ فرمائن ٿا تہ هي جيڪو اولياءَ الله جسم جي بار کان
سبڪدوش ٿي ويا آهن انهن جي ارواح کان هي گروه فيض حاصل ٿو ڪري ۽
پرورش ٿو حاصل ڪري بجاءِ ان جي جو جسماني ملازمت ۽ مصاحبت ڪري.
پوءِ جيئن تہ هي گروه عالم مرڪبات کي طئہ ڪري مجردات جي عالم ۾
معنوي سرعت سان ٿو وڃي. انهيءَ سبب جي ڪري هن گروه کي شطار لقب ڏنو
ويو آهي. اهو بہ هڪ سبب آهي. مطلب تہ سيني شطار مشائخن کي هند ۾
شاهہ عبدالله شطاريءَ جي خدمت سان هن مشرب جو حصو مليو آهي. انهن مان
هڪ شيخ حافظ جونپوري آهن. جيڪي سلوڪ ۽ تصوف جي مراتب طئہ ڪرڻ
۾ مثل قمر سريع السير هئا. ۽ سندن نامور خليفا بہ هر ملڪ ۾ آهن. جونپور

۾ شيخ بدهن آهن. انهن جي قبر پاڻي پت ۾ آهي. شيخ بدهن جا ٻه هڪ خليفا هئا قصبہ بدوليءَ ۾ شيخ ولي شطاري، ظاهري ۽ باطني سڀ فضيلتون، امڪاني ۽ الاهي جمل معرفتين سندن ذات ۾ جمع هيون. پاڻ هجري سن نو سؤ ڇاونجاهہ ۾ عالم بقا ڏي ڪوچ ڪيائون. پاڻ گهڻا خليفا دنيا ۾ ڇڏيائون. انهن مان هڪ شيخ فدن هو. وڏو پرهيزگار هو ۽ حقائق ۽ معارف بيان ڪندا هئا. پنهنجي زماني ۾ پنهنجو مثل نہ رکندا هئا. امير سيد علي قوام جا اهي ٺي پير آهن. شيخ ولي شطاريءَ جا ٻيا خليفا شيخ بهاؤالدين زڪريا هئا. جيڪي خواجہ گنجشڪر جي نسل مان آهن. ٽيون خليفو شيخ حاجي ابن شيخ علم الدين عجائب برادرزاد شيخ زڪريا هئا هي سلسلو شيخ حافظ تائين پورو ٿو ٿئي.

جڏهن شاهہ عبدالله شطاريءَ عالم قدس ڏي ڪوچ فرمايو تہ چند سالن ۽ چند واسطن ڪان پوءِ خرقو خلافت درجہ بدرجہ شيخ محمد غوث کي پهتو. اگرچہ واسطن جي ترتيب هن خانواده جي شجري ۾ تفصيل سان ذڪر ٿيل آهي ۽ شجره جو وصف خاص هي آهي تہ **اَصْلُهَا ثَابِتٌ وَّفَرْعُهَا فِي السَّمَآءِ** ليڪن مختصر طور تي هتي بہ تحرير ٿو ڪجي. يعني شاهہ عبدالله شطاري ڪان اول خلافت جو خرقو شيخ محمد علا کي عنايت ٿيو جيڪو شيخ قاضن جي نالي مشهور آهي. شيخ محمد علا ڪان سندن پٽ شيخ ابوالفتح هدايت الله سرمست کي پهتو. ۽ انهن ڪان شيخ ظهور حاجي حميد حصور جي خدمت ۾ منتقل ٿي آيو ۽ ان جي تفصيل هر هڪ صاحب جي ياداشت ۾ وقت جي تقاضا مطابق لکي وئي آهي. ۽ وڌيڪ لکي ويندي. حاجي حصور جي خدمت سان منصب هدايت و اجازت ۽ قطب الاقطابي وحدت مآب حضرت شيخ محمد غوث کي پهتي جن هن بهشت نما انجمن کي طرح طرح جون معرفتون ۽ حقيقتون بيان ڪري نئي وضع جي انجمن ٺاهيائون. شطاري ڪير پئنڌڙ ٻارن کي اُپاري مشائخ جي باطني پرورش جي ذريعي سان نوجوان ڪيو. توحيد و ايمان جي وڻ کي تقليد ۽ استدلال جي خزان ڪان بذريعہ نوبهار تحقيق رهائي ڏئي دائمي سرسبزي بخشي تہ جيئن ذڪر ڪيل وڻ انساني باغ ۾ ازلي توفيق جو پاڻي پي بارآور ٿئي. هن ۾ شڪ نہ آهي تہ جنهن سندن خدمت ۾ ڪجهہ ڏينهن منافقانہ عمر گذاري اهو بہ محبوب حقيقي جو جلوه گاه ۾ پهچي ويو تہ پوءِ مخلص جو تہ ذڪر ئي ڇا ڪجي. هيءَ مدعا هيٺ ذڪر ڪيل ڪرامت جي شهادت سان ثبوت کي پهچي ٿي.

جيئن تہ گجرات جا ڪم نظر ماڻهو پنهنجي اعتباري حسن تي عاشق هئا. ان ڪري حسد جي رستي سان غوث الاولياءسان دشمني ڪرڻ لڳا. انهن مان هڪ شيخ عبدالمقتدر بنبانيءَ پنهنجي ننڍي ڀاءُ ڪي غوثيہ خانقاہ ۾ معتقدانہ طور انهيءَ لاءِ موڪليو تہ هميشہ غوث الاولياءجي حاضر حضور رهي سندن اهڙا قول ۽ فعل اخذ ڪري جن تي اعتراض جي آڱر رکي سگهجي ۽ اهي معاملات پنهنجي بزرگن کي پهچائي تہ جيئن هن جماعت کي نڪتہ چينيءَ جو سرمايو فراهم ٿئي. چون ٿا تہ انهيءَ متجسس هڪ ڏينهن عرض ڪيو تہ هي ڪمترين مريد مدت کان تلقين جو اميدوار آهي. جواب مليو تہ مقصود سلوڪ جي ترقي آهي انشاءَ الله لنگر جو ڪاڏو جيڪو فقيرن جي لنگر مان کائين ٿو اهوئي تلقين جو اثر پيدا ڪندو. آخرڪار هن کي ڪجهہ ڏينهن بعد قوي جذب پيدا ٿيو ۽ هن جي اک حقيقت بين ٿي وئي. چنانچہ سيني حالات ۽ مقامات ۾ هيءَ ڳالهہ هن جي زبان تي ورد هئي تہ جڏهن منافق جو هي حال آهي تہ ان شخص جو ڇا چئجي جيڪو اخلاص سان مٿو هن ڪامل بزرگوار جي آستاني تي رکي.

پاڻ جنهن کي قبول ڪيائون ان جي مٽي جي ۽ دل جي اکين کي مشاهدي ۽ معائني جو نور حاصل ٿي ويو ۽ ان ۾ حقيقت بينيءَ جي قوت اچي وئي. ايتري قدر جو سندن بي انتها فيض پهتو. هند ۽ سنڌ ۾ سندن عارف ۽ ڪامل اولاد ۽ رهنما خليفا وڃي پهتا ۽ انهن جي قدمن جي برڪت سان خلا پُر ٿي ويا. جن جي فهرست هي آهي:-

**گواليار**: جتي سندن مرقد مبارڪ آهي. جانشين ۽ سجادگيءَ جا مراسم سندن مسند نشين پٽ شيخ عبدالله المعروف شيخ بدها عمده طريقي سان انجام ڏئي ٿو ۽ شيخ مبارڪ عالم جيڪو پڻ اتي موجود هو علمن جو جامع هو ۽ ظاهري باطني صفائي بہ رکي ٿو. تقريباً چاليهن سالن کان خانقاهہ جي اصحابن کي ڪتابي علم جو درس ڏنائين ۽ شيخ بديع الدين جيلاني سمرقندي غوث الاولياءَ جا وڏا خليفا آهن. اُهي بہ گواليار ۾ هئا. انهن ڪليد مخازن ۽ ڪنزالوحدت تي جيڪي غوث الرحمٰن جا تصنيف ڪيل ڪتاب آهن عمده حاشيہ لکيا آهن ۽ تعليقات لڳايون آهن.

دارالسلطنت آگري ۾ شيخ نورالدين ضياءُ الدين زنگي بخش پنهنجي بزرگوار جي رهڻ سهڻ جي جاءِ سنيالي هئي ۽ شيخ عبدالله صوفي مريد غوث

الاولياءَ بہ هتي ئي هئا. روشن ضمير پير کان ڪامل طرح عرفاني ۽ وجداني مقامات حاصل ڪيا اٿن.

**برهانپور**: خانديس ۾ شيخ اڪمل الدين برهان هو. ان جي والدبزرگوار جا ظاهري ۽ باطني فرزند بہ اُهي ئي هئا. ليڪن والدبزرگوار کان هدايت سان نور حاصل ڪرڻ ۾ هي معنوي فرزند سيني کان اڳتي هو. آخر عمر ۾ بلڪل استغراق ۾ ويو هئن. سندن زبان ۾ موحدانہ ڪلام ۽ تقرير کان سواءِ ڪجھ بہ نہ ڳالهائيندا هئا. شيخ لشڪر محمد بہ هتي برهانپور ۾ هدايت جو سلسلو جاري ڪيو هو. انهيءَ ئي شهر ۾ قاضي سراج محمد بنياني هو. معرفت جو چراغ ۽ علمي شمع انهن سان ئي روشن هئي. شيخ نظامي گنجوي جو هڪ ڪتاب مخزن الاسرار آهي ان جون مشڪل عبارتون ۽ مضمون پاڻ حل ڪري جهان وارن کي فيض پهچايو آهي.

**برودره** (بڙوده): گجرات ۾ شيخ صدرالدين محمد شمس ذاڪر هئا. تلقين جا سچ هئا ۽ شيخ حبيب شطاري بہ انهيءَ ئي شهر ۾ سلوڪ جي اندر پنهنجي مريدن کي تعليم ڏيندا هئا.

**احمدآباد**: گجرات ۾ سندن فرزندن مان شيخ اويس ۽ شيخ اسماعيل آهن مدظلهما. انهن جو نانو سلامي سادات مان هو ۽ ابوتراب جا ڏاڏا آهن. هنن ٻنهين قيمتي گوهرن مان پهريون شيخ اويس اوراد- دعوات- اذڪار- اشغال ۽ جواهر خمسہ جي رمزن جا عالم آهن. ٻيو نمبر بہ مشائخ طريقت جي عادتن ۾ صفتن سان ظاهر ۽ باطن ٻنهين ۾ ڪامل رهن ٿا. خدا ڪري حال ۾- ڪمال ۾ ۽ آل ۾ ڏينهون ڏينهن ترقي ٿئين. هتي احمدآباد ۾ سندن خليفن مان بہ صاحب آهن هڪڙو شيخ وجيھ الدين احمد علوي جن جي فيض سان علم ۽ عرفان جي طالبن جون دليون زنده ۽ زبانون ڳالهائڻ واريون ٿيون آهن. ٻيو شيخ علي شير بنگالي آهي انهن جواهر خمسہ جو انتخاب ڪيو ۽ عمل ۾ آندائون گهڻن علمن ۾ ماهر هئا. خاص ڪري علم هيئت- نجوم- حڪمت وغيره چڱي طرح ڄاڻندا هئا. علم جي مسئلن جي مغز کي پهتا هئا. پاڻ جام جهان نام جي هڪ شرح مفيد لکي ان کي معرفت جي شراب سان پريو اٿن. سوانح امام غزالي تي بہ غوث الاولياءجي حڪم سان هڪ محققانہ شرح لکي اٿن.

**سنڀل**: ۾ شيخ محمد عاشق حق جي طالبان جي رهنمائي ڪن ٿا.

**اجمير:** ۾ مولانا عبدالفتاح ناگوري، ماڻهن جا مشڪل حل ڪندا هئا.

**سرهند:** ۾ شيخ محمد جمال ارشاد جي مسند کي حسن بخشيو آهي.

**ڪالپيءَ:** ۾ شيخ جلال واصل، سلوڪ جي راه وارن کي منزل مقصود تي پهچائيندا هئا.

**بدولي:** شيخ جيو عبدالحي نالو هئن. هي هڪ عرصي تائين گواليار ۾ بہ خداپرستيءَ جو طريقو عمل آڻي چڪا آهن.

**بيجاپور:** دکن ۾ شيخ شمس الدين شيرازيءَ دانش منديءَ کي رونق بخشي.

**اجين مالوه:** ۾ شيخ احمد متوڪل ۽ شيخ عالم پنهنجو پاڻ کي خدا جي سپرد ڪري ڇڏيو آهي.

**سارنگپور مالوه** ۾ شيخ منجهن هو ڪتابي علم ۽ قلبي وجدان جو بنياد شهر وارن جي دل ۾ پهريائين انهن ئي رکيو هو بيو شيخ عمر آهي. علم- عرفان- توحيد ۽ طريقت جي جواهرن جي گويا ڪاڻ سمجهڻ گهرجي. پنهنجي وقت جا استاد ۽ مرشد هئا. سلمہ الله تعاليٰ.

## شيخ ابوالمؤيد محمد المقلب من عندا لله بالغوث رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ خطيرالدين جا فرزند هئا جيڪو شيخ فريدالدين نيشاپوريءَ جي نسل مان آهي. انهيءَ ترتيب سان خطير الدين ابن عبداللطيف ابن معين الدين قتال ابن خطيرالدين ابن بايزيد- ۽ بايزيد شيخ عطار جا وڏا پٽ آهن. قدسنالله بالاسرارهم. پاڻ ولايت محمديءَ جا جانشين آهن. انوار صمديءَ جو نزول ۽ اسرار ربانيءَ جو ظهور سندن بابرڪت ذات تي هو. بنهين قسمن جا يزداني ڪمال انهن ۾ ملن ٿا. ظاهري ۽ باطني بنهين سلسلن جي پيرن جي خلافت ۽ شهادت ۽ غيب، بنهين جهانن جي مشائخن جي اجازت نين حاصل هئي. هڪ رسالو جواهر خمسہ سندن تصنيف مان آهي. ان جي ديباچي ۾ پاڻ پنهنجا ڪجھ حالات ۽ گذريل واقعات هيٺ لکيا آهن:

"هوش جي زماني جي شروعات هئي ۽ مونکي خدا طلبيءَ جو درد پيدا ٿيو ۽ اهو منهنجي سڄي دل تي حاوي ٿي ويو. هن آيت كريمہ وَالَّذِيْنَ جَاهَدُوْا فِيْنَا لَنَهْدِيَنَّهُمْ سُبُلَنَا جي مفهوم سان اميد تي پوءِ مون رياضت شروع ڪئي. انهيءَ رياضت جي بدولت ڪائنات جي جواهرن جي ڇاڻ ٿي. مگر ايتري نہ ٿي جيتري خواهش هئي. ڪنهن جي بہ ڪوشش بيڪار نہ ويندي آهي. بحڪم آيت اِنَّ سَعْيَكُمْ سَوْفَ يُرَىٰ ڪيترا دفعا مونکي خواب جي حالت ۾ آگاه ڪيو ويو تہ توکي سلطان الموحدين شيخ ظهور حاجي حميد حضور جي ملازمت سان پنهنجي ڪاميابي گهرڻ گهرجي ڇو تہ تنهجي مقصدن جا تالا حاجي حميد جي تلقين سان ئي ڪلندا. هن غيبي خوشخبريءَ تي ڀروسو ڪري مون جسم ۽ جان حقيقي رهنما حاجيؒ حميد جي تلاش ۾ وقف ڪيا. الله جلشانہ جو شڪر ۽ احسان آهي جو مونکي نگرانيءَ جو رنج نہ ڪٽڻو پيو ۽ منهنجي ڪوشش جو وڻ وجدان جي ثمر سان بارآور ٿيو. ۽ حاجي حميد جي پاڇي ۾ نقصان جي اثرات کان آزادي ملي وئي. انهيءَ وقت خواجہ احمد جي خذمت ۾ جيڪو حاجي صاحب جو خاص محرم ۽ مخلص رفيق هو. حاجي صاحب فرمايو تہ هي شخص جيڪو هوشياريءَ جي باغ جو نئون سياحہ طلب جي باغيچي جو نونهال ۽ شوق جي جنگل جو نئون مسافر آهي. اُهو باڪمال نوجوان آهي جنهن جي نسبت حضرت خاتم النبوت عليہ الصلواة والسلام جن هن سلسلي جو فرزند بنائي احسان ڪيو آهي ۽ هن تقرير جي آخر ۾ اِنَّ الَّذِيْنَ يُبَايِعُوْنَكَ پڙهي پنهنجي بيعت ۽ عقيدت جي شرف سان مونکي سرفراز فرمايو ڪجھ ڏينهن کان پوءِ باطني علمن جا جواهر منهنجي دل ۾ لاهي ڇڏيا ۽ ظاهري عنايات جا موتي منهنجي حوصلي جي ڪاڻ تي ايثار ڪيا تيرهن سال ۽

چند مهينا ڪوهستان چنار ۾ گوشي نشيني ۽ چله ڪشي
ڪرڻ لاءِ اجازت ڏنائون. مون قبول ڪري ازلي توفيق جي
مدد سان مقرر مدت کي انهيءَ طريقي تي جيئن جواهر
پنجگانه ۾ مذڪور آهي عمل ڪري پورا ڪيم اڪثر
باطني اسرار ۽ ظاهري اطوارن کي تحرير ۾ آڻي ان جو نالو
جواهر خمسه رکي فهرست ۽ فوائد سان مرتب ۽ مڪمل
بنايم. ان وقت فقير جي عمر ٻاويهه سال هئي جو ظاهري
مرشد ۽ معنوي پيءُ جو پاڇو مون تي پيو. مون انهيءَ پنج
گوهرن جي ڪاغذي دٻي کي دست آويز بنائي پنهنجي خلوت
جي زماني جي ڪيفيت عرض ڪئي. پير حد کان وڏيڪ
عنايت ۽ التفات فرمائي پنهنجو خاص پيراهڻ کي درويش جي
خلافت جو خلعت بنايو ۽ بيان ڪيو. هي رسالو اهڙو خزانو آهي
جو جنهن ڏينهن لمن الملڪ اليوم جي ندا ٿيندي ان ڏينهن
تائين سيني اهل ولايت کي وجدان ۽ عرفان جو سرمايو حاصل
ڪرڻ لاءِ دستور العمل بنجي مددگار رهندو".

چون ٿا ته هجري سن نو سؤ ستيتاليهه ۾ افغانان سور جو غلبو ٿي ويو هو. جيڪي شير خان سور جي سردارن مان هئا. ۽ انهيءَ سبب ڪري نصيرالدين همايون شاهه تيموريءَ صوبي دهليءَ ۾ يڪسوئي اختيار ڪئي هئي. ان وقت غوث الاولياء بہ گجرات ڏي هجرت ڪري ويا هئا. هتي گهڻا استعداد جا صاحب سندن خذمت سان انساني ڪمالات تي پهچي ويا هئا. جيڪي فنا في الله ۽ بقا باالله آهن. وڏو گهر ۽ وڏي خانقاه تيار ٿي وئي. هي مقام اڄڪلهه دولت خانه جي نالي سان مشهور آهي.

شيخ محمود جلال فرمائيندا هئا ته جڏهن غوث الاولياءگجرات ۾ اچي پهتا ته بادشاه وقت جي طرف کان هي صحيفو پهتو:

"هئن چمڻ جي آداب کان پوءِ عرض هي آهي ته قديرلم يزل جي
عنايت سان تقديري مشڪلات کان حضور جن جي ۽ سيني
درويشن جي توجه ۽ دعا جي صدقي آسانيءَ سان ڪڍي ورتو ۽
فتني سان ڀريل زماني جي واقعات سان جيڪي ڪجهه پيش

آيو انهن مان ڪجهہ بہ آزار دل ۽ دماغ تي اثر نہ ڪيو. سواءِ توهانجي خذمت ۾ حاضر نہ ٿيڻ جي ۽ هر قدم تي انديشو هو تہ ڏسجي تہ اهي ديوزاد ماڻهو حضور جي ذات ملوڪ صفات سان ڪهڙو برتاءُ ٿا ڪن. جڏهن معلوم ٿيو تہ حضور بہ ملڪ گجرات کان هجرت فرمائي ويا تہ پوءِ انهيءَ فڪر کان بہ دل آزاد ٿي وئي ۽ هميشہ سچي اعتقاد سان اميدوار آهيان تہ جهڙي طرح الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان آفت جي مصيبت کان ڪدي آزاد ڪيو اهڙي طرح ظاهري تڪليف کان بہ ڇوٽڪارو بخشيندو.

**سبحان الله**- انهيءَ حقيقي رهنما جي دلنشين تلقين جو شڪر ڪهڙي طرح ادا ڪيان جو پريشانيءَ جي ڪثرت جنهن جسم کي ڇٽني پاسن کان جڪڙيو آهي ان جي باوجود قلب جي جميعت ۽ وحدت ۾ ذري جيترو بہ فتور پيدا نہ ٿيو آهي. دعاءِ خير جي قافلي جي آمدورفت ۽ رستو اچڻ وڃڻ جو هميشہ جاري رهڻ گهرجي".

جواب:

"سلطاني خط ۽ همايوني صحيفو پهتو. هتان جي مخلصن کي زندگانيءَ جي مبارڪباد ڏني. ۽ جيڪي اصحاب ملازم آهن انهن جي بہ خيروعافيت معلوم ٿي. جيڪي ڪجهہ اوهان لکيو آهي حقيقت ۾ ائين ئي آهي. ان ۾ ڪنهن قسم جو تڪلف ڪونهي. خلاصو ڪلام هي آهي تہ الله تعاليٰ غم جي واقعات وقت شال پريشان نہ ڪري. جڏهن الله تعاليٰ کي منظور هوندو آهي تہ ڪنهن پنهنجي سعادتمند بندي کي ڪمال جي درجي تي پهچائي تہ پوءِ جمالي ۽ جلالي ٻنهين قسمن جي نالن سان ان جي پرورش فرمائيندو آهي. هي جمالي دور گذري ويو هاڻي جلالي وجود جو وارو آهي. وري جلد جمال جي نوبت اچي ويندي. انشاءَ الله تعاليٰ عنقريب مراد جي صورت ظاهر ٿيندي. اول ۽ آخر الله تعاليٰ جو شڪر آهي".

هجري سن نو سؤ ڇويهہ هو. ڪجهہ سمجهدار خلفا ۽ مخلص اصحابن جواهر خمسہ (ڪ) جي انهن مقامات جي متعلق جيڪي تفصيل ۽ تفتيح جا محتاج هئا عرض ڪيا. جيڪڏهن هن عبارت ڪي تفصيل سان بيان ڪجي تہ استفاده ڪندڙ ڪي مراد حاصل ڪرڻ ۾ سهوليت ڏني ويندي. پاڻ عرض ڪرڻ وارن جي درخواست قبول فرمائي جهڙي طرح هو چاهن پيا ان ڪان وڌيڪ واضح ۽ روشن عبارت ترتيب ڏني:

**پهريون جوهر**- عبادتن جي قسم جي بيان ۾ آهي. نماز- روزو- دعائون ۽ ان ڪان سواءِ جو ڪجهہ هر مهيني ۽ هر ڇنڇر جي ڏينهن ۽ ان جي راتين سان تعلق تو رکي اهي سڀ هن جوهر ۾ ذڪر ٿيل آهن. انهن تي عمل ڪرڻ سيني طالبن کي اولياءِ ڪرام جي مرتبي تي پهچائي ظاهر ۾ صفائي تا بخشن ۽ باطن ڪي فيض طريقت جي واسطي مهيا تا ڪن. انهن شين جي عاملن کي ابرار چئبو آهي.

**ٻيو جوهر**- زهد ۽ پرهيزگاري جي طور طريقن جي بيان ۾ آهي. انهن تي عمل ڪرڻ سان عابد ڪامل کي پنجن ئي خطرن جي سڃاڻپ ۽ خطرن جي دور ٿيڻ جي چاڻ پيدا ٿي ويندي آهي. خطرن کي سڃاڻڻ مرشد جي ٻڌائڻ سان تعلق رکي ٿو. ۽ انهيءَ جوهر تي عمل ڪرڻ سان بہ خطران جي سڃاڻپ ٿي ويندي آهي. ليڪن خطرن جي رفع ٿيڻ جي علامت هيءَ آهي تہ خطرا جيڪڏهن شيطاني آهن تہ ڪلمي تمجيد ڪي ڪثرت سان پڙهڻ سان زائل ٿي تا وڃن ۽ جيڪڏهن خطرا نفساني آهن تہ گهڻو استغفار پڙهڻ سان دور ٿي تا وڃن ۽ جيڪڏهن ملڪي آهن تہ تسبيح سبحان ذي الملڪ والملڪوت آخر تائين يارهن دفعا مسلسل پڙهڻ سان دور ٿي وڃن تا. اگر روحي آهن تہ ڪلمہ طيب گهڻو پڙهڻ سان دور ٿي تا وڃن. اگر پوءِ بہ رفع نہ ٿين تہ سمجهڻ گهرجي تہ خطرا رحماني آهن تہ پوءِ خدا جو شڪر ڪثرت سان ڪرڻ گهرجي تہ جيئن خطرا مذڪور سالڪ جي دل ۾ ثابت ۽ قائم ٿي وڃن. انهن کي اخيار چوندا آهن.

**ٽيون جوهر**- هن ۾ اسماءِ اعظم- ادعيہ ماثوره ۽ احزاب شهوره جي دعوت جا اعمال ۽ ان جا شرط مذڪور آهن. جڏهن سالڪ پنهنجي افعال کي مذڪوره بالاجوهرن سان مزين تو ڪري تہ هي ٽيون جوهر بہ ان تي اضافو تو

ڪري تہ جيئن عالم الاهي جا ۽ پيا عظيم الشان حالات سالڪ تي منڪشف ٿين ۽ ان جي دل جي اک ۾ بصيرت جو نور پيدا ڪن تہ جيئن صوري ۽ معنوي تصرف جي قوت ۽ ظاهري و باطني دولت ان کي حاصل ٿئي. هي جوهر پندرهن فصلن تي ٻڌل آهي: (1) دعوت حروف تهجي (2) مقطعات (3) حرفي (4) لفظي (5) ڪليات جزئيات (6) سفير الادم (7) صراط المستقيم (8) حقي (9) اويسيہ (10) مجموعہ (11) خمسہ (12) ڪبيره (13) صغيره (14) دعوت سيفي- چوڏهين فصل ۾ رد دعوت ۽ دفع سحر جو بيان آهي ۽ پندرهين فصل ۾ چلہ ڪشيءَ جا طور طريقا بيان ڪيل آهن.

دنيا ۽ آخرت جي اعتبار سان انهن دعوتن جا فائدا ۽ ثمر هر هڪ فصل ۾ لکيل آهن. هن فن جو جيڪو طالب هجي اتان معلوم ڪري ٿو سگهي. مطلب تہ هي جوهر حقيقت جي طلبگار صوفيءَ جي حالت جي تڪميل واسطي گهٽي بي بهاشيءِ آهي. اڪثر الاهي حقائق جا اسرار هن جوهر ۾ اهڙي طرح لڪل آهن جيئن سج ڪڪرن ۾ لڪل هوندو آهي. يعني دعوت جو شغل ڪرڻ ڪثرت امڪاني جي بادل کي هواءِ نفسانيءَ جي گروهہ کان بلڪل پري ڪري ٿو ڇڏي ۽ وحدت الوجود جو علم اليقين عين اليقين جي درجي کي پهچائي ٿو ڇڏي.

**چوٿين جوهر**- ۾ مشرب شطار جو بيان آهي. جڏهن صوفي انهن مٿي ذڪر ڪيل ٽن جوهرن جُي عمل ۽ ڪسب تي قادر ٿو ٿي وڃي تہ پوءِ ان وقت ان ۾ شطاري مشرب جي چاشني چکڻ جي قابليت پيدا ٿي وڃي ٿي ۽ هن خاص سلسلي جي محرميت جي واسطي مهيا ٿي ٿو وڃي. ڇو تہ هي مشرب ٻين مشربن جي بنسبت ٻن ممتاز سببن جي ڪري اعلىٰ ۽ اخص آهي (اول) هي تہ هن طريقي وارن جي واسطي نہ فنا آهي نہ فناءُ الفنا. بلڪ هي ماڻهو هر هڪ مرتبي ۾ غير کان گم پنهنجي ذات سان مشهود ۽ بقاءُ البقا سان باقي هوندا آهن (ثانياً) هن مشرب جي تلقين اولاد نبي عليہ السلام والصلواة جي واسطي خاص آهي. جڏهن امام جعفر صادق رضي الله عنہ تائين نوبت پهتي تہ جيستائين پاڻ جسماني ترڪيب ۾ رهيا، تيستائين پنهنجي عاليشان فرزندن کان سواءِ ڪنهن کي بہ تلقين نہ فرمائيندا هئا ليڪن جڏهن پاڻ ناسوتي سراءِ مان انتقال فرمائي ويا تہ سلطان العارفين ابويزيد بسطامي سان روحاني فرزندي جي مناسبت هئي. ان ڪري پاڻ روحاني عالم ۾ هن مشرب شطاريءَ

جو اضافو سلطان العارفين کي فرمايو ان کان پوءِ پير بسطام جي هن مشرب جو ارشاد مشائخ طريقت جي سلسلي ۾ آيو.

واضع هجي تہ هن جوهر جو مقدمو اذکار آهن ۽ اذکار جون ٻہ جنسون اعليٰ آهن. جهر- خفي، پهرين جنس ذکر جهر جون ڇهہ نوعيتون آهن (1) نفي اثبات جو ذکر آهي ۽ نفي اثبات جا ڇوڏهن افراد آهن (2) صرف اثبات جو ذکر آهي. هن جا ڏهہ قسم آهن. (3) اسم ذات جو ذکر آهي. هن جا ڏهہ افراد آهن (4) اسم ”هو“ جو ذکر آهي هي ستن افراد ۾ منحصر آهي (5) ڪجهہ ذکر جن جا نالا مرشدن ان جا آثار ۽ مناسبت ڏسي رکيا آهن. جيئن ذکر لاهوتي- ذکر ملڪوتي- ذکر جبروتي- ذکر ناسوتي- جنهن جا ثمرات انهيءَ عالم جي حقائق جو ڪشف آهي اُهي ڇويهہ آهن ۽ هي چار ملي ٽيهہ فرد ٿي ٿا وڃن (6) اُهي ذکر آهن جن کي مشائخن ڪشف جي زور سان پکين جي آوازن مان معلوم ڪيو آهي. هي چار فرد آهن ۽ انهن جا نالا انهن پکين ڏي منسوب آهن جن جا اُهي آواز آهن. ذکر چغد- ذکر عنقا- ذکر فاختہ ۽ ذکر شکر خواره.

ٻي جنس ذکر خفيءَ جون ٽي نوعيتون آهن (1) پاس انفاس- هن جا ست قسم آهن (2) ذکر قلب هن جا ٽي افراد آهن (3) ذکر استيلا- هن جا ٻہ قسم آهن. جيڪڏهن هي ذکر ضرب سان آهي تہ ان کي استيلاءِ عشقيہ چوندا آهن ۽ جيڪڏهن بغير ضرب جي آهي تہ ان جو نالو استيلاءِ نقشبنديہ آهي.

ذکر جون ٻہ جنسون جيڪي مٿي ذکر ٿي چڪيون آهن. جلسہ- ضرب- ڪشش- ڪوب- تصور- الفاظ ۽ ثمرات جي اعتبار سان هنن جنسن جون نَوَ نوعيتون ۽ ستاسي فردين ٿين ٿا. انهن کي مشرب شطار جي جوهر سان مطالعو ڪري ياد ڪرڻ کپي. جي هڪ موزون ترتيب سان لکيل آهن. هن رسالي ۾ تہ صرف درويشن جي ظاهري حالت ۽ ماجرا جو بيان نموني جي طور تي لکيو ويو آهي. ٻين علمن ۽ فنن جي مقصدن ۽ مسئلن جو جتي ذکر اچي ٿو وڃي. اُتي صرف ضروري مقدار تي اکتفا ڪيو ٿو وڃي.

جڏهن ذکر جي تحصيل جي بدولت صوفيءَ جو قلب ڪمال درجي تي پهچي ٿو وڃي ۽ صوفي اشغال ۽ مراقبن جي رياضت ۾ ڪوشش ڪري ڪمالات اسمائيءَ جو مظهر ٿي ٿو وڃي ۽ سڀ ڪي پنهنجي ذات ۾ ۽ پنهنجي ذات کي سڀ ۾ مشاهدو ٿو فرمائي تہ پوءِ پنجين جوهر جو عمل شروع ٿو ٿئي.

پنجين جوهر ۾ اشغال ورثہ الحق جو بيان آهي. واضع ٿئي تہ سالڪ
کهڙي وقت ورثي کي پهچي ٿو ۽ اهي ڪهڙا سبب آهن جن جي بنياد تي
سالڪ وارث حق تي ٿو سگهي. **اُولٰٓئِكَ هُمُ الْوَارِثُوْنَ** جي خوشخبري
**وَبَشِّرِ الْمُؤْمِنِيْنَ** جي بشارت فرما زبان سان ان سالڪ جي باري ۾ خاص
سمجهي وڃي. هاڻي معلوم ڪرڻ گهرجي تہ وارث جون ٻہ نوعيتون آهن.
صوري ۽ معنوي- صوري وارث کي ورثي جو پهچڻ مورث جي موت سان
مشروط ۽ موقوف آهي ۽ معنوي ورثي ۾ هيءَ صورت محال آهي. پوءِ ٻنهين
قسمن جي ورثن ۾ جيڪا مناسبت آهي. اُها اِها آهي تہ بغير محنت ۽ ڪم جي
شيءِ جو حاصل ٿيڻ ۽ آثارن ۾ تصرف ڪرڻ- صوري ورثي جي لاءِ ظاهري
قبضو ۽ استفاده ٿيڻ لازم آهي ۽ معنوي ورثو باطني عطيات مان هڪ عطيو
آهي. جنهن جو ادراڪ سواءِ ارباب دانش ۽ عرفان جي ٻئي ڪنهن کي نہ ٿو ٿي
سگهي. **اَعْطِيْ كُلَّ ذِيْ حَقٍّ حَقَّهٗ ۽ اَلْوَلَدُسِرٌّ لِاَبِيْهِ** اهڙي ئي وقت ۾ ۽ اهڙي
ئي مقام تي ظاهر ٿا ٿين. اشغال ورثہ الحق جو شمار هن طرح آهي (1)
صورتِ بند جي بيان ۾ (2) مشاهدي جي بيان ۾ (3) دل جي تصور ڪرڻ جي
بيان ۾ (4) روحاني تصور ڪرڻ جي بيان ۾ (5) شين جي حقيقت جي معرفت
جي بيان ۾ (6) فنا ۽ شهود جي بيان ۾ (7) صفات سبعہ جي بيان ۾ (8)
وحدانيت ذات جي بيان ۾ (9) تصور عالم خفيءَ جي بيان ۾ (10) مبدءُ و
معاد جي بيان ۾ (11) حضرات خمس جي بيان ۾ - اشغال جو بيان ختم ڪرڻ
کان پوءِ توهان هن جوهر کي هڪ موحدانہ- عارفانہ- محققانہ ۽ عاشقانہ مناجات
تي ختم فرمايو آهي. ان جا چند فقرا نموني جي طور تي لکيا ٿا وڃن:

احدا توحيد صرف **وَمَا مِنْ اِلٰهٍ اِلَّا اللّٰهُ** جي توحيد کي ما
۽ من جي صورت ۾ اسان تي ظاهر نہ ڪر. ڇو جو هي
نشونما جيڪا بہ آهي تنهنجي صفتن جون تجليون آهن.

صمدا- غفلت جي سبب ڪري جيڪي ڪجهہ اسان جي
سرن تي گذري ويو. ان کي هوشياريءَ ۾ قرار ڏئي گرفت نہ
ڪر. خود ئي **فَهُمُ الْغَافِلُوْنَ** چئي قبول ڪر. ۽ **لَاتَكُنْ مِّنَ الْغَافِلِيْنَ** فرمائي اسانجي دستگيري ڪر

عَلِيْمًا- جڏهن اسين پلجي وڃون تہ بحڪم وَاذْكُرْ رَبَّكَ اِذَانَسِيْتَ هوشياريءَ ۾ اچڻ جي توفيق ڏي. ۽ انهيءَ هوشياريءَ کي نَسُوااللّٰهَ فَاَنْسٰهُمْ اَنْفُسَهُمْ فراموشيءَ ۾ تبديل ڪري اسان کي وساري نہ ڇڏ. قَدِيْما- تو جيڪا شيءِ اسان جي بناوت ۾ رکي ٿي نہ آهي ان شيءِ تائين اسان جي انديشي کي پهچڻ ٿي نہ ڏي ۽ جيڪا شيءِ اسان جي استعداد ۾ داخل آهي اها شيءِ اسان جي سامهون ڪر."

مطلب تہ جڏهن وڏن ماڻهن جي التماس سان هيو نسخو تيار ٿيو تہ پاڻ فرمايائون تہ پهريون نسخو جتي بہ هجي هن هئي نسخي سان تصحيح ڪري ان جي مطابق ڪيو وڃي. چون ٿا تہ ان کان پوءِ تقريباً ڇهہ سال گجرات ۾ قيام فرمايائون ۽ فيض جاري رکيائون. جڏهن هجري سن نو سؤ ٽيهٺ آيو ۽ همايون جا جهنڊا ملڪ هندستان ۾ وري اچي نصب ٿيا. همايون جي پٽ اڪبر بادشاهہ شاهي تاج پنهنجي مٿي تي رکيو تہ غوث الاولياءِ بہ الله جل شانہ جو شڪر بجا آندو ۽ گجرات کان گواليار ۽ گواليار کان دهليءَ ڏي تشريف فرما ٿيا. بادشاه گهڻيون ئي تعظيم جون رسمون ادا ڪري استقبال ڪيو. ان کان پوءِ پاڻ ست سال بيا بہ جسم سان تعلق رکيو. پوءِ هجري سن نو سؤ ستر ۾ زندگيءَ جي ٻيڙيءَ کي وحدت جي جزيري ۾ بيهاري ۽ هن قيد جي عالم جي سير و سياحت کان فارغ ٿي عالم اطلاق جي جنت ڏي روانو ٿيو.

اوراد غوث الاولياء ۾ لکيل آهي تہ جڏهن حضرت شيخ ظهور حاجي حصور جن تعليم ۽ تلقين واسطي هن درويش کي قبول فرمائي خلافت جي خلعت عطا فرمائي ۽ ڪوهستان چنار ۾ رهي چلہ ڪشي ڪرڻ جي اجازت ڏني تہ گنگا جي ڪناري تي مون هڪ سال چلي جي نيت ڪئي. جڏهن سال پورو ٿيڻ تي آيو تہ هڪ شخص مون وٽ آيو ۽ گهڻيون منٿون ڪيائين تہ مونکي پنهنجو مريد ڪر. مون گهڻو ئي منع ڪيو ليڪن هو مسلسل اصرار ڪندو رهيو مجبوراً مريد ڪيومانس ان جو نتيجو هي ٿيو تہ ٽن مهينن تائين مهلڪ بيماريءَ ۾ مبتلا رهيس. جنهنڪري گهڻا اعمال ۽ اشغال پورا نہ ڪري سگهيس. اهڙي طرح ٽي دفعا بلا ۾ گرفتار ٿيس. هي حال ڏسي يقين ٿيم تہ اجا مان خلافت

جي تخت تي وهڻ جي لائق نہ ٿيو آهيان. ان ڪري هاڻي ڪنهن کي مريد نہ ڪندس. مگر هيءَ خلش دل ۾ ضرور رهندي هئي تہ دنيا جي اندر بي شمار مشائخ سلسلہ بيعت جاري رکندا آهن مگر انهن کي ڪو آزار نہ پهچندو آهي ۽ توکي هي آزار بيعت جي سبب پهتو آهي ان جو سبب ڇا آهي. هڪ هاتف مون کي اطلاع ڏنو تہ تون رسمي پير نہ آهين. ڪجهہ ڏينهن انهيءَ عمل تي صبر ڪر تہ جيئن حقيقتاً پير طريقت ٿي وڃين. بيشڪ مان جڏهن سڀ قسم جون رياضتون ڪري چڪس ۽ باطني عالم ۽ مشائخ سلف جي ارواحن کان قدسنا الله باسرارهم بشير حقيقي ۽ نبي آخرزمان صلي الله عليہ وسلم جن جي اشاري سان خلافت جو خرقو پائي ورتم ۽ مريد ڪرڻ سان جيڪو آزار ۽ آفت ڏسندو هئس ان کان آزادي ملي وئي، تہ پوءِ هاڻي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ آئي تہ رسمي ۽ معمولي اصحابن کان علاوه جيڪي ماڻهو اهلِ حقيقت هوندا آهن. انهن کي جيستائين ظاهر ۽ باطن پيرن کان اجازت نہ ٿي ملي ان وقت تائين اهي حقيقي بيعت وٺڻ جي قابل نہ آهن. هن خلافت جي تفصيل شائقين انهن چند مڪاشفن مان معلوم ڪري ٿا سگهن جيڪي ذڪر ڪيل نسخي جي آخر ۾ لکيل آهن.

مٿي ذڪر ڪيل ٻن نسخن کان علاوه سندن حالات ۽ مقامات جي متعلق چند ٻيا ڪتاب بہ سندن قلم سان لکيل آهن جن جا نالا هي آهن:

(3) ڪليد مخازن: عجيب و غريب رسالو آهي. مبدء و معاد جي متعلق هن ۾ علوي ۽ سفلي شين جي متعلق حقيقتون توحيد صوفيہ جي مشرب ۽ ڪشفي تحقيق جي اصول تي ٻڌايون ويون آهن ۽ ارباب فنا ۽ بقا جي پسند مطابق- عيني ۽ علمي موجودات جي شناخت ڪشف ۽ معائنہ جي ذريعي ڪئي وئي آهي جون ٿا تہ احمد آباد گجرات ۾ هي ڪتاب مير عبدالاول جي هٿ اچي ويو هو. مير عبدالاول وڏو معرفت وارو عالم هو جڏهن مير هن رسالي کي پڙهيو ۽ رسالي جي مغز جو مزو ورتو تہ رسالي جي متعلق هن طرح غوث الاولياءجي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حڪمت ۽ هيئت جا چند مسئلا جيڪي دشواريءَ سبب حل نہ پيا ٿين اُهي هن مشڪل ڪشا رسالي جي ڪري آسان ٿي ويا.

(4 -5) ٻہ صحيفا ضمائر ۽ بصائر بہ سندن تحقيق جي قلم سان لکيل آهن هن ۾ تصوف جي علم جي موضوع- مبادي- مسائل ۽ مقصدن جو بيان آهي ۽ وڏيڪ هن علم جا حقائق ۽ معاملات ظاهر ڪيا ويا آهن.

(6) هڪ ڪتاب بحرالحيوة- جريده دستور العمل طائفہ و سنياسيءَ جو ترجمو- هن ۾ باطني اعمال- تصوري اشغال باس انفاس جو ذڪر ۽ انهن کان علاوه ٻين بہ ڪيترن قسمن جي رياضتن جو بيان ڪيل آهي. جن جي ڪري روح جي لشڪر کي جسم جي سپاهہ تي فتح ملي ٿي. جوڳين ۽ سنياسين جون بہ جماعتون رياضت مندون- گوشہ نشينون ۽ رهبانن جا سر گروه آهن ۽ انهن ئي شغلن ۽ ذڪر جي برڪتن سان استدراج ۽ خرق عادات جي درجي تي پهچي سوال ڪندڙن جي ضميرن جا اطلاعات ڏيندا آهن. پاڻ هنن سيني معنائن کي سنسڪرت عبارت سان اخذ ڪري فارسي لباس پارايو آهي. هن ڪتاب جي مضمونن مان زنار ٽوڙي ان کي توحيد ۽ اسلام جي تسبيح گردن ۾ وڌي آهي. ۽ حقيقي ايمان جي قوت سان انهن مفهومن کي تقليد جي قيد مان ڪڍي صاحب تحقيق صوفين جي اذڪار ۽ اشغال سان ملايو آهي. هي بلڪل سچ آهي تہ قيمتي جواهرات وڏن تاجن ۾ لڳل هئا جيڪي اولائڪ ڪالانعام بل هم اضل جي مثل هئا. اُهي جواهرات پارائي پاڻ اکيڙي انهن جو چڱو بنائي انهن باعزت تاجن ۾ لٽڪايا آهن جيڪي اِنَ الدين عندالله الاسلام ۾ داخل آهن. لله الحمد دائماً- اميد تہ هن ڪتاب جا حالات ٻڌڻ وارن کي جيڪو گمان ان جي وصف ٻڌڻ سان پيدا ٿيندو ان ڪري ڪشش سبب ڪتاب کي ڏسڻ ۽ غور ڪرڻ کان بعد ۾ ڪيس يقين جي درجي تي پهچائيندو.

(7) هڪ ڪتاب ڪنزالوحدت آهي ۽ هي ڪتاب غوث الاولياءجو آخري ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ توحيد ڪشفي ۽ حقيقي ايمان جو هي بيان آهي:

”چون تا تہ ايمان جا قسم اهل ذوق جي نزديڪ پنج آهن.

(1) ايمان تڪليفي آهي. جيڪو سيني کي عام هوندو آهي ۽ جيڪو بني نوع انسان جي سيني فردن ۾ شامل آهي خواه اُهي مومن هجن يا ڪافر.

(2) ايمان تقليدي عام آهي، جيڪو هر مومن کي آهي خواه اُهو مقلد هجي يا محقق.

(3) ايمان استدلالي خاص آهي جنهن سان علما ۽ مومن خصوصيت رکن ٿا.

(4) ايمان حقيقي آهي جنهن ۾ ٽئين قسم جي ايمان کان وڌيڪ خصوصيت آهي ۽ هن ايمان سان اوليا مومنين متصف آهن.

(5) ايمان عيني ذاتي آهي هن قسم جو صاحب ايمان ولايت محمديہ سان

خاص ۽ خلافت حقيقت جي تخت تي وينل هوندو آهي. بصيرت جي اک سان احديتہ مطلقہ کي ۽ سر جي اک سان وحدانيتہ خاص جو لحاظ رکي ڪري ڪثرت کي ڏسندو آهي.

واضع هجي تہ هي جامع مقام جنهن شخص کي حاصل هوندو آهي اهو شخص انهيءَ دور ۾ سڄي روءِ زمين تي هڪ ئي هوندو آهي. پوءِ جيڪي دور اسان کان اڳ گذري ويا انهن ۾ سلطان المحققين برهان العارفين شيخ محمد المخاطب الغوث هئا جيڪي عطاري نسب ۽ شطاري مشرب جا هئا. الله تعاليٰ سندن اسرارن ۾ تقدس عطا فرمائي. پوءِ ان کان پوءِ رئيس المحدثين شيخ محمد ابن ابي الحسن بڪري. شافعي مصري هئا.

الله تعاليٰ انهن ٻنهين پيءُ پٽن جي روحن کي مقدس فرمائي ۽ هنن ٻنهين اصحابن جي انفاس جي بڙڪتن کي اسان جي مٿان وهائي ڇڏي ۽ جنهن دور ۾ اسين آهيون ان ۾ **عين الزمان مسيح العاشقين شيخ عيسيٰ بن قاسم سنڌي** آهن. الله تعاليٰ جل شانہُ سندن هدايت جو پاڇو انهن اصحابن جي مٿان رکي جيڪي هن مٿي ذڪر ڪيل ولايت جامع (محمد مصطفيٰ صلعم) جي جمال جا مشتاق آهن. سندن مٿان ۽ انهن صاحبن جي مٿان درود ۽ سلام الاهي نازل ٿين. جن مع متعلقاتِ قرآن جي حڪم جي بموجب عالم جمع ۽ عالم فرق جي ادراڪ ۾ ڪشف جي ذريعي سان سندن تابعداري ڪئي آهي.

## شيخ عبدالمومن رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ محمد ابن شيخ جليل چشتيءَ جا فرزند آهن. ظاهري ۽ معنوي ٻنهين ملڪن جو پاڻ سير ڪيو هئائون. خليل عليه السلام جي گهر ۽ جليل جي گهرن جا پاڻ حاجي هئا. چون ٿا تہ سندن وڏي ڏاڏي شهر منڊو (مانڊوءَ) مان لڏي وڃي دهليءَ کي وطن اختيار ڪيو. شيخ عبدالمومن کي خلافت جو خرقو پنهنجي والد بزرگوار کان مليو هو. ڪين ٻارهن سالن جي عمر ۾ خداشناسي ۽ خدا پرستن جي ديدار جي آرزو گهر مان ڪڍي اجمير ڏي وٺي وئي هئي. هتان کان پاڻ بيت الله شريف جي طواف جو احرام ٻڌي حج تي هليا ويا. حج جا ارڪان ادا ڪرڻ کان پوءِ ٻارنهن سالن تائين مختلف ملڪن جو سير ۽

سياحت ڪري وري اجمير واپس آيا ۽ چند جا ڇهہ مهينا خواجہ معين الاولياءَ
جي روضي جي آستاني ۾ اعتڪاف جي طريقي تي گذاريائون ۽ پنهنجي آرزوءَ
۾ ڪامياب ٿيا هتان ڪان آگري ۾ رهڻ جي هدايت ملي چنانچہ انهيءَ بنياد تي
پاڻ انهيءَ ئي فرمايل جاءِ (آگري) ۾ قيام جو بنياد قائم ڪيائون. ان وقت
سلطان سڪندر لوڌيءَ جي سلطنت جو زمانو هو. سندن عمر نوي سال هئي.
انهيءَ نوي سالن ۾ جيڪو عمر جو باقي حصو رهيو هو اهو آگري ۾ رهي
درويشي ۽ خدائي پرستش ۾ گذاريائون. ٻي شوال هجري سنہ نو سوءِ ايڪهتر
تي عنصري ويران سراءِ کي ڇڏي نوراني آباد بستي ڏي ڪوچ فرمايائون.

## شيخ سراج رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ عبدالملڪ جا وڏا پٽ هئا. علم- عرفان ۽ معاني سندن ذات ۾
ڀريل هيون. جوانيءَ ۾ ئي وفات ڪيائون. جڏهن خاڪ جي سپرد ڪيا ويا تہ
سندن والد فرمايو تہ اڄ علم جو پيڪر خاڪ ۾ ملي ويو.

## قاضي قطب مجذوب رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ قاضي ڪدن ابن قاضي سعدالله شرف جهانيءَ جا قريشي نسل پٽ هئا.
سندس پيدائش جي جاءِ چنديري آهي. عيسوي ملڪ ۽ اويسي ولايت تي سندن
قبضو هو. جنهن سال چتور جي رانا چنديري فتح ڪئي هئي. انهيءَ ئي سال پاڻ
ڪالپيءَ ۾ اچي گهر-ناهيو هئائون. جوانيءَ ۾ سڄو وقت نماز ۾ مصروف
رهندا هئا. هميشہ نصيحت ڪرڻ ۽ حق چوڻ ۾ سخت ڪوڙي ڳالهہ چوندا هئا ۽
ان ڪي مجائڻ لاءِ پٿر ۽ لٺ ڪان ڪم وٺندا هئا. سندن انهيءَ قسم جي روش ۽
رفتار ڪري ماڻهن ۾ نفرت پيدا ٿي هئي. هڪ ڏينهن پاڻ حلوو ٻاهران گهر ڏي
موڪليائون جڏهن گهر وجي پنهنجو حصو گهريائون جواب مليو تہ اُهو تہ ڪاڄي
ويو. پاڻ فرمايائون تہ جنهن ڪاڌو آهي اُهو مري وڃي. ٽن ڏينهن جي اندر سڀ
گهر وارا مري ويا. آخر ۾ سندس اهو حال ٿي ويو جو هوش جذبي جي ۽ جواني
ڪراڙپ جي سپرد ڪري ڇڏيائون ۽ خاموشيءَ جي عيوض ڳالهائڻ وڪٽي
ڇڏيائون. ليڪن نماز پڙهڻ جي سندن عادت نہ وئي. حالانڪ وقت ۽ رڪعتن

جي خبر ۽ هوش نہ رهندو هئن هر روز صبوح جو گهر مان نڪري جهنگل ڏي هليا ويندا هئا ۽ پاڻي گرم ڪرڻ لاءِ ڪاٺيون ڪري ايندا هئا. هڪ ڏينهن صبح جو دربان جو تالو نہ کوليو تہ پاڻ قلعي جي ديوار تي چڙهي پاڻ کي هيٺ ڪيرايائون. دربان خيال ڪيو تہ هيڏو ڪمزور ڪراڙو هيڏي متاهين قلعي تان هڪ اونهيءَ کڏ ۾ ڪرڻ ڪان پوءِ ڪاٿي ٿو زنده رهي سگهي. خير متي چڙهي ڏٺائين تہ پاڻ اڳي ڪان وڌيڪ تيز هلي رهيا هئا. چون ٿا تہ هڪ دفعي گهڻي جستجوءَ ڪان پوءِ ٽن ڏينهن بعد جهنگل ۾ مليا. چا ڏٺائون تہ پاڻ هڪ پٿر تي نماز پڙهي رهيا هئا. دريافت ڪيو ويو تہ توهين ڪٿان ڪائيندا رهيا. جواب ڏنائون تہ اُهائي ٻانهي ڪاڌو ڏيندي هئي جيڪا هر روز ڏيندي هئي. هڪ ڏينهن ۾ جيڪڏهن ڪيترا دفعا بہ ڪاڌو ڏنو ويندو هو تہ ڪائي ڇڏيندا هئا. جيڪڏهن ڪيترا ڏينهن ڪاڌو نہ ملندو هئن تہ گهرندا نہ هئا. تجريد جي صاحب مبارڪ خان هروميءَ جا دوست هئا. هجري سن نو سؤ ستر ۾ ماڻهن جي نظرن ڪان خضر عہ وانگر مخفي ٿي رهيا. گهڻي ڳولا ڪئي وئي مگر ڪو پتو نہ پيو.

## قاضي قطب مجرد رحمة الله عليه جي ياد ۾

ڪين زمان ۽ مڪان طئ ڪرڻ جي قدرت حاصل هئي. مهوبہ قصبو سندن دائمي آرامگاه آهي. قاضي موسيٰ مجرد چشتيءَ جا مريد ۽ قاضي سعدالله شرف جهانيءَ جا پير آهن. هڪ ڏينهن قاضي قطب جي پير مريد کي گوڏ ٻڌندي پري ڪان ڏسي ورتو فرمايائون تہ تمام مضبوط ڪري ٻَڌَڻ گهرجي. پاڻ جواب ڏنائون تہ جيڪڏهن پير جو حڪم هجي تہ ٻنهين جهانن لاءِ ٻڌي ڇڏيان پير فرمايو تہ نہ صرف هن عالم ۾ جنهن ۾ تون ۽ مان هئي مجرد جي وصف ڪان مشهور آهيون. بهتر اهو آهي تہ تجرد جي چادر ڪي مجرد جي ڪنڌ تي ناز هجي ۽ احمدي ولايت جي منڊي ان جي آگر ۾ چمڪي. چون ٿا تہ گهڻن ماڻهن جي خواهش هئي تہ ساڻن گڏ نماز ادا ڪن. جڏهن پڇو ويندو هو تہ چوندا هئا تہ مون کي معاف ڪيو، جنهن مسجد ۾ گهڻي جماعت هوندي آهي اتي پهچي ويندو آهيان. مهوبہ ڳوٺ جي هڪ پوڙهي حج ڪرڻ وئي. مڪي مان قافلو

هليو آيو ۽ موسم گذري وئي ان ڪري مڪي ۾ رهجي وئي. هڪ ڏينهن گهڻو تنگ دل ٿي ۽ رڙيون ڪري پڪارڻ لڳي ته ڪيئن پنهنجي وطن پهچندس. هڪ بزرگ مهرباني ڪري کيس چيو ته غم نه ڪر قاضي قطب پنج ئي وقت حرم محترم ۾ ايندو آهي. توکي ٻڌائيندس. جڏهن پوڙهيءَ جي نظر قاضي صاحب تي پئي ته هن قاضي صاحب جو دامن پڪڙيو ۽ اکين مان آب هاري فرياد ڪرڻ شروع ڪيو. ايتريقدر جو قاضي صاحب کي انڪار ۽ بهاني جي گنجائش نه رهي. چيائون ته اک بند ڪر. بس اک بند ڪرڻ مڪي ۾ هئي ۽ کولڻ پنهنجي گهر ۾ اهڙيءَ طرح هيءَ گذريل ڪيفيت پوڙهي ضبط ڪري نه سگهي ۽ ماڻهن جي زبان تي اچي وئي.

هڪ بزرگ سيد مينا هو. فنا في الله جو مرتبو حاصل هئن، جڏهن پاڻ جسماني زندگيءَ کي ڇڏي ابدي زندگيءَ ڏي هليا ته عام ماڻهن جون زبانون گهڻ وڌ ٻڪڻ لڳيون ته هڙو بزرگ تي آخر وقت ۾ ڪلمو به نه پڙهيائين. سيد مينا جي پاءُ کي ماڻهن جي هيءَ ملامت سخت ناگوار گذري لهذا دل ۾ پڪو پهه ڪيائين ته اهڙي پاءُ کي جلائي ڇڏيندس. ماڻهن منع به ڪيس مگر انهن جو ڪو خيال نه ڪندي ساڙڻ جو سامان گڏ ڪيو ايتري ۾ سيد مينا ڪفن مان ڪنڌ ڪڍي بلند آواز سان ڪلمو پڙهيو. ملامت ڪرڻ وارا حيرت ۾ رهجي ويا. سيد مينا اهو به چيو ته بلوغت جي حد کان وٺي جنهن شخص عصر نماز جون سنتون هميشه پڙهيون هجن ان شخص کي مينا جي جنازي جي نماز پڙهڻ گهرجي. مجبوراً قاضي قطب ۽ هڪ ٻئي شخص نماز پڙهي. ان کان پوءِ قاضيءَ چيو ته هاڻي راز بازارن ۽ گهرن ۾ عام طور کلي پيو آهي ان ڪري ماڻهن جي نظرن کان لڪڻ ئي بهتر آهي. انهيءَ عرصي ۾ پاڻ هن خاڪي عالم کان دارالبقا ڏي روانه ٿيا.

## شيخ برهان انصاري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ ڪالپيءَ جا رهڻ وارا هئا. جوانيءَ جي شروعات ۾ شيخ عبدالملڪ جي شاگرديءَ ۾ حاضر رهندا هئا. انهيءَ غرض سان ته استاد ٻين جي نسبت کين زياده پسند ڪن. هڪ ڏينهن صبح جو اُٿي مدرسي ڏي وڃي رهيا هئا ته

رستي ۾ هڪ پير مرد سامهون ايندي ملين. چيائين تہ برهان ڪاڏي ٿو وڃين تنهنجو نہ اهو ڪم آهي ۽ نہ اهو رستو آهي. واپس ٿيءُ ۽ گوشي نشين ٿي وڃ ۽ گوڏن تي ڪنڌ رکي ڇڏ ڇو تہ جيڪي ماڻهو ڪشائش گهرندا آهن اُهي گريبان جي رستي کان ويندا آهن. پاڻ پير مرد جي ڳالهہ ڏي ڪو توجہ نہ ڏنائون ۽ هليا ويا. ٻيهر وري بہ ساڳي طرح پير مرد کين روڪيو ليڪن اهو بہ ڪارگر نہ ٿيو ٽئين دفعي جيئن تہ گهر کان قدم ٻاهر رکيائون تہ انهيءَ مرد سندن گريبان پڪڙي کيس زمين تي ڪٽي هنيو ان ڪري سندن پير پچي پيو ۽ چيائين تہ جيستائين هيئن نہ ڪبو تيستائين پير وڃڻ کان نہ رڪبا. ان کان پوءِ هوش پيدا ٿين ۽ اهڙي تہ تنگ حجري ۾ گهڙي ويهي رهيا جنهن ۾ پيرن کي ڦيلائڻ جي بہ گنجائش نہ هئي. نفس سان لڙڻ ۾ گهڻي ڪوشش ڪيائون. پڪل کاڌو بلڪل ترڪ ڪري ڇڏيائون. ڪجھ ڪير ۽ ڪجھہ ڊونري تي گذر ڪندا هئا. سندن بدن جون رڳون ۽ هڏيون هڪ هڪ صاف صاف نظر ايندڀون هيون. جيئن تہ سجدي ۾ گهڻو رهندا هئا انڪري سندن پيشانيءَ کي **سِيمَاهُمْ فِي وُجُوهِهِمْ مِنْ اَثَرِ السُّجُوْدِ**.(انهن جي سڃاڻپ هي آهي تہ سجدن جا نشان انهن جي پيشانين تي آهن) جو درجو حاصل هئن. رحلت کان پوءِ اهوئي ڪمرو سندن قبر ٿيو وڻندڙ تقرير جا دوست هئا ليڪن اڪثر شعر هندي زبان ۾ چوندا هئا. سندن فراق نامي ۾ هڪ هڪ اکر درد ۽ سوز سان ڀريل آهي. ڪي ماڻهو کين مهديہ ٿا چون ليڪن اها ڳالهہ تحقيق نہ ٿي سگهي.

## مخدوم عباس رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ جلال سنڌيءَ جا فرزند آهن. بلند همتيءَ جي طاقت سان بيخوديءَ جي شيوي کي ڪرسيءَ تي ۽ سازوسامان ۽ خواهشات کي مٽيءَ تي وهاريو هئائون. سندن ولادت ۽ پرورش ٻئي ڳوٺ پاتر (پاٽ) ۾ ٿيا. جڏهن زماني جي شورش جي پريشانيءَ کين اصل ڳوٺ کان ٻاهر ڪيو تہ تقدير جي فرمان موجب پاڻ ڳوٺ هنگورجہ ۾ سڪونت اختيار ڪيائون جيڪو بکر جي ويجهو آهي. ڪيترن ورهين تائين درس جو هنگامون گرم رکيائون ۽ سندن هدايت جي دسترخوان عام هو. قاضي عبدالسلام سنڌي دارالسلام برهانپور ۾ خانديس

جي فرمانروا علي عادل شاھ فاروقيءَ جي حڪم سان قضا جي عالي منصب تي سرفراز ٿيا. قاضي صاحب حڪيم عثمان بوبڪائيءَ جي شاگردن مان آهي. جڏهن قاضي صاحب سنڌ ۾ هئا تہ مخدوم صاحب جي خدمت ۾ رهي علم حاصل ڪندا هئا. قاضي صاحب جو بيان آهي تہ دين- ديانت- دانش- طبيعت جي نرمي وغيره جهڙا اوصاف يقيناً مخدوم صاحب جي خمير ۾ داخل هئا. هوش سنڀالڻ کان آخر دم تائين طلب لاءِ ڪنهن جي گهر يا ڪنهن ڏي اچڻ وڃڻ ۾ قدم نہ ڪنيائون. هاڻي جانشين جي حيثيت ۾ انهيءَ مسجد ۾ ۽ حال جي مدرسي ۾ مسيح القلوب شيخ حبيب الله آهن جيڪي ظاهري فضيلت ۾ سيني کان زياده ڪامياب ۽ سرسبز ۽ پرهيزگار آهن نہ رڳو ايترو پر اُتان جي سيني فاضلن کان وڌيڪ مشهور ۽ استحڪام وارا آهن.

## شيخ شاھ علي احمد آباديؒ جي ياد ۾

سندن زبان مان توحيد جي اکر کان سواءِ ۽ سندن قلم سان موحدانہ شعرن کان سواءِ ڪوبہ حرف نہ لکبو هو. سندن هڪ ديوان هندي زبان ۾ آهي. روش ۽ معنيٰ جي اعتبار سان شيخ محمد مغربيءَ جي ديوان جهڙو آهي. پاڻ سيدي احمد ڪبير رفاعيءَ جي نسل مان آهن قدس الله سرهما. ملڪ محمود بيارا جن جا عرفاني حالات سندن ياداشت ۾ لکيا ويا آهن. ۽ ملڪ الشرق گجراتي جن هن جهان جي دولت جي سرمائي کي پنهنجي جزوي عملن جي ٻنيءَ جو ٻج بنايو هو. هنن ٻنهين صاحبن سندن عالم علويءَ ڏي ڪوچ فرمائڻ کان پوءِ ڪيس قطب عالم تبوھ جي پيرن طرف مزار وٽ ڏنو آهي ۽ احمد آباد ۽ تبوھ جي ٻين بزرگن بہ هن خرق عادت جي متعلق گواهي ڏني آهي. هجري سنہ نو سؤ ستر ۾ روحاني گلشن جي سير جو عزم فرمائي جسماني مسڪن کي ڇڏيائون. سيد احمد ڪبير رفاعي پنهنجي وقت جا وڏا بزرگ ۽ شافعي مذهب هئا. هجري سنہ پنج سؤ اناسيءَ ۾ سندن وصال ٿيو ۽ خوابگاھ معبوديہ يمن ۾ اٿن. ڪين کو فرزند ڪونہ هو ۽ جيڪو فرزند سندن ڏي منسوب ڪيو ويو آهي اُهو سندن ڀاءُ جي اولاد مان آهي.

## شيخ شڪر رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن تعلق نائتہ قوم سان هو. ڄمڻ ۽ تدفين ٻئي ٻيمنديءَ ۾ اٿن دايول بندر جي طرف احمد نگر دکن کان ٽي منزلون پري جيڪو نظام الملڪ جو دارالسلطنت هو. چون ٿا تہ پاڻ گهڻن سالن تائين پين جي درس ۾ وينا ۽ فضائل جي تحصيل ڪيائون. اهڙي طرح ٻيا ماڻهو بہ سندن مدرسي ۾ آيا ۽ پاڻ تعليم ڏئي فيض پهچايائون. آخر ۾ قيل ۽ قال کي خدا طلبيءَ جي درد ۾ ڇڏي پير طريقت جي رهنمائيءَ جي بدولت سلوڪ ۾ آيا. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ وحدت الاهيءَ جي جذبي جي باهہ اهڙي تہ ڀڙڪي جنهن دوربين عقل جي خزاني کي جلائي رک ڪري ڇڏيو ۽ انهيءَ ئي سوختگي ۽ بيخوديءَ جي عالم ۾ هجري سنہ نو سؤ ستر کان ڪجهہ وڌيڪ هو جو هن نيستيءَ جي عالم کي خيرباد چيائون.

## شيخ وهبان سنڌي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ ابراهيم ڪلهوڙي جا مريد آهن. حقيقي وحدت ۽ ايزدي غيرت جو تمام وڏو جلوو ۽ تمام وڏو ظهور سندن ذات ۾ هو. هڪ ڏينهن هلندي هلندي رستي تي هڪ حور جهڙي خوبصورت جي منهن تي سندن نظر پئي فوراً دل مان ندا آين تہ اجا غير جي حسن تي نظر وجهڻ تي مائل آهي. انهيءَ وقت اکين مان بينائي ختم ٿي وئي. اهڙيءَ طرح پاڻ دل کي محنت ۽ سوز سان ۽ جان کي شوق ۽ غيرت سان مالا مال ڪري ڳائيندا ڦرندا هئا. هيءَ عادت آهي تہ هلڻ مهل هٿن کي بہ آمدورفت رهندي آهي. سندن هٿ گهڻو هلندو هو. فرمايائون تہ اي هٿ! تون اسان کان اڳ پهچڻ جو خيال نہ ڪر تہ تو ڪري سگهين. اهو چوندي ئي انهيءَ وقت هٿ سڪي پين ۽ جنبش بہ هلي وئي. سندن خوابگاه برهانپور ۾ آهي.

## شيخ ڪمال الدين رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سليمان قريشيءَ جا فرزند هئا. ۽ پيدائش جي جاءِ ڪالپي هئن تقويٰ- توڪل- تسليم ۽ رضا جو مقام سندن عمل هئا. پاڻ شاهہ ارغون ماريءَ جا

مريد آهن. ڪين اسماءَ الاهي ۾ ذڪر جي اجازت شيخ ابوالفتح هديته الله سرمست جي فرزند ۽ خليفي شيخ رڪن الدين شطاريءَ کان مليل هئي. باز بهادر افغان ولد سجاول خان جو زمانو هو. جڏهن پاڻ منڊو (مانڊوءَ) ۾ آيا هئا. ڪتاب جي مصنف جي والد بزرگوار سان دوستي ٿي وئن. پري رهيل هئا. پاڙي ۾ وٺي آين. پنجن سالن جي عمر هئي جو مصنف (غوث محمد شطاري) قرآن پاڪ جي تعليم لاءِ سندن سپرد ڪيو ويو. ٻن سالن جي عرصي ۾ سندن توجه سان قرآن پاڪ ختم ڪيائون. مطلب ته هڪ سؤ سال جي عمر توڪل ۾ گذاري ڇڏيائون ڪنهن به شخص جي سامهون پنهنجو راز ۽ نياز ظاهر نه ڪيائون. ڪنهن به پنهنجي يا پرائي جي سامهون حرص ۽ خواهش پيش نه ڪيائون. هجري سنه نو سؤ ٽيهتر ۾ آخرت جو سفر اختيار ڪيائون. آخري آرامگاه منڊو (مانڊوءَ) ۾ مصنف جي والد جي مزار جي قريب آهي. ٻنهين جهانن جا رفيق ملي ويا.

## شيخ فضل الله رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ شيخ حسين چشتي ملتانيءَ جا فرزند آهن. انجي باوجود جو تعلقات جا صاحب هئڻ سان گڏ آزاد دل به هئا. پنهنجي همٿ سان تونگريءَ ڪي درويشيءَ سان گڏ رکندا هئا. سڀ شيون وقتي ضرورت جي موافق به پنهنجي قبضي ۾ نه رکي محتاجن تي نثار ڪرڻ لاءِ پيش ڪندا هئا. ضرورت مطابق رسمي علم حاصل ڪري هوش جي ذريعي علم ارواح ۽ عالم اجسام جي وچ ۾ موافقت پيدا ڪئي هئائون. جڏهن سندن والد هجري سنه نو سؤ پنجيتاليهه ۾ آخري سفر اختيار ڪيو ته سن چاليهن ۾ ڪين حج جو شوق حجاز مقدس ڏي وٺي ويو. اتي حج اڪبر ڪري مدينته نبي ﷺ جو به ديدار ڪري انهيءَ شرف کان به مشرف ٿيا. وري مدينه منوره کان واپس خانه خليل جي خاڪ بوسي ڪري ان جي بدولت بيدار دل حاصل ڪيائون. هجري سنه نو سؤ پنجاهه هو جو هندستان واپسي تي ۽ پنهنجي گهر پهچي پنهنجي بزرگن جو طريقو اختيار ڪيائون. هجري سنه نو سؤ ٻاهتر ۾ الاهي وصال جو پيغام اچي پهتن. ظاهري دوريءَ کان نجات حاصل ڪري نعلجه ۾ جيڪو منڊو (مانڊو) جي قريب آهي خوابگاه قبول ڪيائون.

مصرع: فضل بيچون قرين جانش باد-

# شيخ علي شير بنگالي ﷫ جي ياد ۾

پاڻ سيني علمن مان مستفيد- ۽ سيني عقلي فنن جا ماهر هئا. نورالهديٰ ابوالڪرامات جي نسل مان آهن. جيڪو شيخ جلال الدين مجرد جو خليفو هو. ۽ شيخ جلال الدين مجرد اهو هو جنهن ملڪ فتح ڪرڻ لاءِ ترڪستان ڪان هندستان جو سفر ڪيو ۽ راجا گرندبِ ڪوندبِ کي مارڻ کان پوءِ بنگال صوبي جي هڪ ڳوٺ کي نورالهديٰ جي حوالي ڪيو هو. هي حالات شيخ مجرد جي ياداشت ۾ بہ لکيل آهن. هڪ ڪتاب شرح نزهتہ الارواح شيخ علي شير جي تصنيف آهي. مصنف شيخ علي شير جا گهڻا حالات انهيءَ ڪتاب جي خطبہ تان اخذ ڪري لکيا ويا آهن.

هي درويش جڏهن جوانيءَ کي پهتو تہ خدا طلبي- حق پرستي ۽ خداشناسيءَ جي درد، دل کي گريبان کان پڪڙي اهڙي داناءَ جي جستجوءَ ۾ وطن کان ٻاهر ڪڍي سفر تي مجبور ڪيو، جيڪو رهنمائيءَ جي ذريعہ علاج ڪري. اتفاق سان جنهن سان بہ اندر جي درد جو حال بيان ڪيائين ان جي تلقين دل جي درستي نہ ڪئي. هڪ رات ڳوٺ اوڏ ۾ انهيءَ ئي فڪر ۾ غنودگي پيدا ٿين ۽ انهيءَ حالت ۾ غوث الاوليا قدس سرهُ جي مثالي صورت جو مشاهدو ٿيو ۽ انهيءَ مشاهدي مونکي عاشق بنائي ڇڏيو. هاڻي آرزو ٿي تہ بيداريءَ ۾بہ خدمت ۾ حاضريءَ جي دولت حاصل ڪئي وڃي. انهيءَ دوران خبر ملي تہ غوث الاولياءَ دهليءَ آسودگانِ جي زيارت لاءِ تشريف فرما ٿيا آهن. مان بنا دير دهليءَ ڏي روانو ٿيس. جڏهن ڪيلو کهري ڳوٺ ۾ پهتس تہ هتي بيداريءَ جي عالم ۾ اُهائي صورت نظر آئي جيڪا مان مثال جي عالم ۾ ڏسي چڪو هئس جڏهن بيعت جو شرف حاصل ٿيو تہ ملي ويو جنهن جي ڳولا هئي. ۽ ڏسي ورتم جيڪو مليو نہ ٿي. ان کان پوءِ مون چند سال سندن خدمت ۾ بيهي گهڻو ڪجهہ حاصل ڪيو. ايتري ۾ پير بزرگوار ماڻهن جي بدباطني ڏسي گجرات جي طرف هجرت فرمائي. درويش بہ ساڻن گڏ پروچ تائين ويو هو. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ احمد آباد ۾ رهڻ جي اجازت ملين. چنانچہ مان انهيءَ اسلامي شهر ۾ پهتس ۽ ملڪ عمادالملڪ روميءَ جي مسجد ۾ هڪ

ڪنڊ ۾ گوشي نشين ٿي ويس. جيئن ته عالم باطن ڪان حجاز جي سفر جو اجازت نامو نه مليو. لهذا چند ڏينهن ڪان پوءِ پير بزرگوار بہ ڀروچ ڪان واپس ٿي احمد آباد ۾ تشريف فرما ٿيا. هتي ڪي گهڻ ذهن وارا عالم ۽ ننڍي نظر وارا خرقي پوش ساڻن دشمني جا بهانا ڳولڻ لڳا ۽ نه سمجهه ۾ ايندڙ ڳالهيون سندن نسبت چئي انهيءَ ذريعي سان سندن صاف ۽ شفاف دل کي اجا وڌيڪ روشن ڪيائون. ليڪن ان جاءِ تي رهڻ ڪين ناگوار گذريو هڪ دفعي آسمان مان خوشخبري آئي ته هجرت جو جيڪو سبب هو. اُهو پري ٿيو ۽ واپسي جو باعث ٿيو. اهو ٻڌي پاڻ گواليار ڏي ڪوچ فرمايائون مگر هن درويش کي اتي ئي ڇڏيائون. ۽ سندن حڪم موجب شرح نزهت جو خلاصو تصنيف ڪيو ويو.

چون ٿا ته هجري سنه نو سؤ ستر ڪان ڪجهه مٿي شيخ علي شير ناسوتي تنگ ۽ تاريڪ ڪوچي ڪان لاهوت ڏي روانه ٿيا. آرامگاه احمد آباد ٿين.

## شيخ حسين پورملڪ محمد رحمة الله عليه جي ياد ۾

جڏهن سندن سلوڪ جي شروعات هئي ته گهڻن سالن تائين بيخودي رهي ۽ پڪن وانگر رات ڏينهن هڪ وڻ تي چڙهيو وينا هوندا هئا. انهيءَ ئي جذبي جي حالت ۾ خشڪيءَ جي رستي سان حجاز مقدس ڏي ويا. هڪ رات جو ذڪر آهي ته حرم محترم ۾ خواب جي اندر حضرت خاتم النبيين صلي الله عليه وسلم جن هندستان ڏي وڃڻ جي اجازت ڏنن ۽ فرمايائون ته سرڪار قنوج ۾ سائي پور جي مقام تي وڃي شيخ زمان صفي الدين چشتيءَ سان بيعت ڪر. پاڻ چون ٿا ته جڏهن مان سائي پور پهتس ته منهنجي دل ۾ اها ڳالهه آئي ته جڏهن مان خانقاه ۾ پهچندس ته شيخ مونکي اڪيلائيءَ ۾ اندر سڏائيندو. ۽ جيڪا ڪلاه سندن مٿي تي هوندي بغير منهنجي التماس جي مون کي پارائيندا. ۽ منهنجي عبادت جي لاءِ حجرو عنايت فرمائيندا. مطلب ته جڏهن مان خانقاه جي دروازي تي آيس ته شيخ خادم کي چيو ته شيخ حسين جيڪو دروازي تي بيٺو آهي ان کي اندر اچڻ جي اجازت آهي. خادم سڏ ڪيو ته شيخ حسين ڪير آهي. اندر اچي. مون جيئن ته قلندرانه لباس پاتو هو ان ڪري چيم ته مان شيخ نه آهيان. ليڪن منهنجو نالو حسين ضرور آهي. خادم واپس ويو ۽

جيڪي ڪجهہ ڏنائين ۽ ٻڌائين وجي عرض ڪيائين. حڪم ٿيو تہ اهوئي شخص گهرجي. اندر اچي چنانچہ مان اندر هليو ويس ۽ جيڪي ڳالهيون منهنجي ضمير ۾ هيون اهي سڀ جون سڀ ظاهر ٿيون. مون انهيءَ خانقاھ ۾ ٻہ چلا ڪڍيا. ان ڪان پوءِ اجازت ملي تہ عمادالملڪ جو سڪندره دهليءَ ڪان هيتري فاصلي تي آهي. ان ۾ وجي رهڻ گهرجي ۽ خدا جي طالبان جي هدايت ڪرڻ گهرجي. چنانچہ حڪم جي تعميل ڪئي وئي.

چون ٿا تہ شيخ عبدالعزيز يحيٰ منديءَ جڏهن ظاهري عالم ڪان سفر ڪري آخرت جو رستو اختيار ڪيو تہ پاڻ شيخ عبدالعزيز جي فاتحہ لاءِ دهليءَ ويا ۽ شيخ عليہ الرحمتہ جي فرزندن جي طرف متوجہ ٿي تلقين فرمايائون تہ روح راڙو ڪرڻ درويشيءَ جي شان جي خلاف آهي. ان ڪري سندن ڪلام مان سواءِ تسليم ۽ سڪون جي ڪا ڳالھ نظر نہ آئي. جيڪي ماڻهو رسم جا گرفتار هئا اُهي وڏيون ڳالهيون ڪرڻ لڳا. پاڻ فرمايائون تہ رئڻ انهن لاءِ زيب تو ڏئي جيڪي پري آهن. ليڪن مونکي تہ تمام جلد شيخ عليہ الرحمتہ سان ملڻ جو موقعو درپيش آهي. ٻن ڏينهن جي اندر دهليءَ جي رهواسين جي زيارت ڪان فارغ ٿيا. ان ڪانپوءِ پاڻ سڪندره جو رستو اختيار ڪيائون. جڏهن سڪندره پهتا تہ پنهنجي مسجد جي اڱڻ ۾ هڪ جاءِ تجويز ڪري قبر کوٽڻ واري کي گهرائي چيائيون تہ تمام وڏي قبر کوٽ ۽ ان لاءِ جيتري ٻہ عمارت لازم هجي اُها بہ تيار ڪر. قبر کوٽڻ واري کي انهيءَ ڪم تي لڳائي پنهنجي دوستن ۽ عزيزن ڪان آخري الوداع ڪرڻ لڳا سيني کي حيرت لڳي جڏهن قبر تيار ٿي ۽ الوداع ڪرڻ ڪان فارغ ٿيا تہ خوشيءَ ۾ ڪليل پيشانيءَ سان هجري سنہ نو سوءِ چاهتر ۾ دوست جي وصال جو رستو ورتائون. هڪ شخص آزادون جو عاشق شيخ محمد يوسف ڪاتب ڪول جو باشندو آهي ۽ خداشناس بہ آهي. شيخ حسين جي خذمت ۾ پهچي چڪا آهن. انهن مٿين حقيقت مصنف ڏي لکي موڪلي.

## شيخ عبدالملڪ بنباني عباسي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن ولايت ۽ تدفين ٻئي احمد آباد ۾ آهن. پنهنجي وڏي ياءُ شيخ قطب الدين جا شاگرد آهن جنهن حديث ۾ سند شيخ سخاوي مصري جيڪو شاگرد هو شيخ ابن حجر عسقلانيءَ ڪان حاصل ڪئي هئي. علم تفسير ۽ علم حديث ۾ ترقي حاصل ڪري عام اهل زمانہ جا استاد ٿي ويا هئا. صحيح بخاري ۽ قرآن

مجيد لفظاً ۽ معنيٰ سان ياد هئن. هميشہ حجري ۽ مسجد ۾ اندر ورد ۽ نماز ۾ مشغول رهندا هئا. گهر ۾ گهٽ ويندا هئا. ضعيفيءَ جي ڪري اکين جي روشني هلي وئي هئن ۽ ان جي بجاءِ دل ۾ روشني وڌي وئي هئن. سيني علمن جو درس ياد ڏيندا هئا. توڪل ۽ تجريد ۾ سندن مثل ان زماني ۾ ڪير بہ نہ هو. مولانا ڪمال محمد عباسي گجراتي جيڪو مالوه جو مفتي هو حديث ۾ سندن شاگرد هو. هجري سنہ نو سؤ ستر کان ڪجهہ مٿي هو تہ پاڻ مقدس جهان ڏي ڪوچ فرمايائون.

## شيخ عبدالعزيز رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

سندن لقب عزيز الحق ۽ والد بزرگوار جو نالو شيخ ڪمال الحق ابن طاهر هو. پاڻ جونپوري آهن قدس سرهم. هجري سنہ اٺ سؤ ڇانوي جو آغاز هو، جو سندن قدسي نفس عنصري جسم سان وابستہ ٿي ظاهري عالم ۾ آيو. ٻن سالن کان پوءِ سندن والد بزرگوار پيدائش جي جاءِ کان سڪونت ترڪ ڪري دهليءَ روانہ ٿيا. اُهي چند ڏينهن زنده رهيا ان کان پوءِ آخري سفر پيش آيو. ان ڪري پاڻ پنهنجي پٽ کي پنهنجي مريد رشيد مولانا قاضي خان يوسف ناصحي ظفر آباديءَ جي سپرد ڪيو. ظاهري ۽ باطني پرورش جي ڪري اُهي ڪمالات پيدا ٿي وئن جيڪي سندن استعداد ۾ لڪل هئا. ستهتر سالن تائين پاڻ رهنمائيءَ جي ڪرسيءَ تي ويٺا رهيا. ذوق- وجد- اخلاق ۽ اشراف اهي صفتون سندن اندر موجود هيون. فصوص الحڪم ۽ ٻين ڪتابن جي حقيقت چڱي طرح ڄاڻندا هئا. ۽ عمدو درس ڏيندا هئا. هجري سنہ نو سؤ پنجهتر ۾ هڪبئي بيان جي مطابق ڇاهتر ۾ عالم قدس ڏي روانہ ٿيا. خوابگاه دهليءَ ۾ اٿن. خليفي شيخ محمود وحيديءَ پير جي رحلت جي تاريخ تي هڪ شعر لکيو جنهن مان سندن رحلت 975 هہ ٿي ملي. گهڻي تعجب جي ڳالهہ آهي تہ پاڻ خطن ۾ پنهنجو نالو ذره ناچيز عبدالعزيز لکندا هئا. تقدير الاهيءَ سان "ذره ناچيز" جا اعداد سندن وصال جي تاريخ جي برابر ٿيا. هڪ ڏينهن حسين ابن خانون دهلوي جن جي پيشانيءَ مان مقبوليت جا آثار نمايان هئا. بيان فرمايائون تہ:

"هڪ بزرگ عالم مثال ۾ شيخ نظام الدين اولياءَ قدس سرهٗ جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ عرس گاه ۾ جيڪو ڪثرت سان هجوم ٿو ٿئي ان سان مخدوم

کي کو حظ يا حضوري ناهي. جواب مليو البتہ جڏهن عرس ۾ عبدالعزيز ايندو آهي اسين بہ ايندا آهيون. ۽ ان جي صحبت سان خوش ٿيندا آهيون".

## مولانا پاينده قلتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پنهنجي ناپائندگيءَ کي حقيقي پائندگي سان هارائي اهڙا تہ زنده ٿيا جو پائنده رهيا. عقيدت ۾ نسبت مولانا خواجگيءَ جي خدمت ۾ رکندا هئا. نقشي ۽ نفسي سڀ علم سندن حالات مان ظاهر هئا. گهڻا فن فراهم ڪيا هئائون. ڪاغذي نقوش کي قدسي نفوس جي فيض جو پردو بنايو هئائون. ظاهري درس ڏيڻ جي شان ۾ پاڻ باطني معرفتون ماڻهن کي سيکاريندا هئا. ۽ درياءَ جي گرداب مان صحيح ۽ سالم نڪري سلوڪ جي آفتن سان آسوده زندگي بسر ڪندا هئا. انهيءَ طرح ماڻهن کي سندن فيض رساني عام ٿي وئي هئي. سخاوت ۽ ايثار جا پسنديده شيوا سندن خمير ۾ داخل هئا. چون ٿا تہ سندن روح ڪرامتن جي منزل کان نهايت آسانيءَ سان مٿي هلي وئي.

## شيخ اذن رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ جونپوريءَ جا پٽ هئا. "مِنَ اللّٰه" سندن خطاب هو. پاڻ پنهنجي پيءُ بزرگوار جا مريد ۽ تلقين يافتہ هئا. گهڻن ئي چشتي سهروردي- ۽ قادري مشائخن جي خدمت مان فائدو حاصل ڪيو هئائون. ۽ سندن دل کي مختلف قسمن جي رسمي علمن مان فروغ حاصل هو. هڪ دفعي الاهي محبت جا اهڙا تہ جذبات پيدا ٿين جو علمي گهر ٻار سڀ لٽجي وين. ۽ آخر ۾ نفساني خواهشن جي مخالفت ۽ نفس جي لڙائي جي سبب بصيرت جي حضور ۾ باريابي ٿين. گفتار جي قسم ۾ موليٰ جي ياد ڪانسواءِ ۽ خاموشيءَ جي قسم ۾ عالم اسرار جي اندر استغراق کان سواءِ ڪجهہ بہ باقي نہ رهين. ضعيفيءَ جي زماني ۾ سماع جو ولولو پيدا ٿي پيو هئن ان جي باوجود جو ظاهري طرح وڏي عمر ۾ ڪمزوري هئن مگر رقص طاقتور نوجوانن کان گهڻو وڌيڪ طاقت سان ڪندا هئا. گهڻن ماڻهن کي رئاري ڇڏيندا هئا. هجري سنہ نو سوءِ ڇاهتر ۾ عالم قدس ڏي ڪوچ فرمايائون. خوابگاه جونپور.

مصرع: سيمياي عشق پيران راجواني ميدهد-

# شيخ حسين بغداديؒ جي ياد ۾

پاڻ حضرت امام ابو حنيفہ ڪوفيءَ جي نسل مان آهن رحمهما الله گهڻن قسمن جي عقلي ۽ نقلي علمن ۾ اجتهاد ۽ ايجاد جو مرتبو حاصل هئن. نيڪ عادت منڪسرالمزاج- بردبار ۽ محبت ڪندڙ هئا. جڏهن علمن جي تحصيل حاصل ڪيائون تہ افضل روزگار مير غياث الدين منصور جي خذمت جو خيال پيدا ٿين. اهو خيال کين بغداد ڪان شيراز ڏي ڇڪي آيو. هڪ ڏينهن شيراز جي حاڪم ابراهيم خان مقيم ۽ مسافر سڀني عالمن کي سڏائي هڪ وڏي مجلس ڪئي. مير قويءَ کي تجريد جي شرح تي علت ۽ معلول جي بحث ۾ هڪ اعتراض هو. جنهن جي حل ڪرڻ ۾ سڀ اهل سخن عاجز هئا. انهيءَ سبب ڪري سڀني خاموشي اختيار ڪئي هئي. سواءِ شيخ حسين جي جيڪو نئون آيل هو. پاڻ فرمايائون تہ ٻن ڏينهن لاءِ شرح تجريد مون کي ڏني وڃي تہ جيئن ان بحث لاءِ تيار ٿيان. پوءِ جيڪي ڪجهہ خيال ۾ اچي گذارش ڪيان. خير- مطلب تہ پاڻ مختلف طريقن سان هن مسئلي جي الجهنن کي کوليائون. اعتراض ڪرڻ واري صاحب کي اها ڳالهہ ناگوار گذري انهيءَ سبب ڪري نئين آيل مشڪل ڪشا کي خارجيت سان منسوب ڪري حاڪم کي عرض ڪيو تہ اهڙي فتني پرور جو هن شهر ۾ رهڻ مناسب نہ آهي. حاڪم دل ۾ انصاف ڪري جواب ڏنو تہ جيڪو شخص سعادت حاصل ڪرڻ جي نيت سان اسان وٽ آيو هجي ان کي شهر مان نيڪالي ڏيڻ سنو نہ ٿو لڳي ۽ هن مشڪل کي حل ڪرڻ جي تعريف تہ مخدوم جي ئي آهي. اهڙي طرح حاڪم رنجش کي دور ڪيو. چند ڏينهن ڪان پوءِ ٻنهين بزرگن جي صحبت ۾ اهڙي تہ گرما گرمي پيدا ٿي جو بغداد جو سينو شيراز جي معلومات جي جواهر سان لبالب ٿي ويو. سيروسفر جون ڳالهيون ختم ٿيون. آخر ۾ کين حجاز جي سفر جو ارادو ٿيو ۽ انهيءَ شورش دوستي ۽ شيراز ۾ رهڻ جو تعلق ٽوڙي ڇڏيو. جڏهن حرمين شريفين جي طواف کان فراغت حاصل ٿي تہ پوءِ هندستان جي سياحت جو خيال آيو. جڏهن دهلي ۽ هندستان جي ٻين شهرن جو سير ڪندا پاڻ احمد آباد پهتا تہ اسان دل جي گهٽي محلي شاهہ ابوتراب سلاميءَ ۾ اچي ترسيا. هن شهر جي

محبت انگيز خاڪ دامن گير تي جنهن جي ڪري زمين جي پيمائش جي هوس دل مان نڪري وئي ۽ هتان جي بزرگن جي خواهش ڪين وڃڻ نہ ڏنو مجبوراً پاڻ اُتي رهي درس ڏيڻ لڳا. گهڻن طالبن جو سينو سندن دم قدم جي برڪت سان علم جو گهر بنيو. خاص ڪري حڪيم عثمان بوبڪائي سنڌي ۽ مولانا عبدالقادر بغداديءَ ڪي حڪمت ۽ رياضيءَ جي فنون ۾ سندن شاگرديءَ سان استاديءَ جي سند ملي. جڏهن عمر ڇاهتر سال جي وچ ۾ آئي تہ هجري سنہ نو سؤ ستهتر ۾ پاڻ دستن جي بيماريءَ جي ظاهري سبب ڪري دنياوي زندگيءَ جو اختتام ٿيو. رسول آباد ۾ دفن ڪيا ويا. تقدير جا ڪم ۽ قضا جون گلڪاريون عجيب آهن. پهريائين حجاز جو خيال پيدا ٿين پوءِ سياحت جي شورش دل ۾ وڌي وئي ان ڪان پوءِ آخري آرامگاه واري شهر ۾ پهچايا ويا تہ سياحت جي هوس دل مان دور ڪئي وئي. ايستائين جو ڪين موت پيش آيو.

## شيخ بهاءُ الدين مفتي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ شمس الدين محبوب ملتاني- قريشي- اسدي- هاشميءَ جا فرزند آهن. قدس سرہٗ. پاڻ رسمي علم سان ظاهري آراستگي ۽ حقيقي وجدان سان باطن جي فروغ ڪي وڌائيندا هئا. غوث العرفا شيخ بهاءُ الدين جي نسل مان آهن. سعادت- عقيدت ۽ خلافت پنهنجي والد بزرگوار ڪان حاصل ڪيائون ۽ سندن ئي جانشين هئا. پنهنجي بزرگيءَ جو لحاظ نظر انداز ڪري غريبن جا ڪم ڪرائڻ لاءِ اهل دنيا جي دولت خاني تي هليا ويندا هئا. جنهن زماني ۾ سلطان حسين بکر ڪان ملتان جي سرزمين ۾ اچي فتنو ۽ فساد برپا ڪيو تہ ان ملڪ جي وڏن وڏن ماڻهن ۾ وطن ڇڏڻ جو خيال پيدا ٿيو. پاڻ بہ پنهنجو وطن ڇڏي ڏنائون. اهو ظهير الدين بابر جو زمانو هو جو آگري شهر ۾ اچي بود و باش اختيار ڪيائون. ڪيترين ئي لڪل دل جون ڳالهيون سندن آئينہ نما دل تي ظاهر ٿي پونديون هيون.

چون ٿا تہ اسحاق نالي هڪ حافظ هو سندن سفارش نامون سليمان ڪررانيءَ جي نالي ڪٽي ويو جيڪو مشرقي ملڪ جو فرمانروا هو. هن ساده لوح جي زبان تي هيءَ ڳالهہ آئي تہ توراني ۽ ايراني قلمرو جي باشندن ڪي اسان جي

نالي خط لکڻ جو کو حق کونهي. حافظ جي دل هيءَ تقرير ٻڌي نااميد ٿي پئي. رات جي وقت سفارش لکڻ واري شيخ جيءَ مثالي صورت خواب ۾ نصيحت ڪندي انهيءَ طعني ڏيندڙ حاڪم کي تنبيهه ڪئي. چنانچہ هن صبح جي سفيدي ظاهر ٿيڻ کان اڳ پنهنجي نوڪرن کي حڪم ڏنو تہ جيڪو حافظ خط کڻي آيو آهي ان جي چڱي طرح خذمت ڪيو ۽ بنا دير جي هن دربار ۾ آڻي ڪامياب ڪيو وڃي. چنانچ حڪم جي تعميل ڪئي وئي.

چون ٿا تہ عبدالرزاق نالي هڪ سوداگر ملتان جو هو. ان جو بيان آهي تہ شيخ جي رحلت يارهين شوال هجري سنہ نو سؤ انهتر ۾ ٿي هئي. سندن رحلت کان پوءِ مان هندستان ۾ خريد و فروخت لاءِ ايندو ويندو هوس. هڪ دفعي هيٺن ٿيو جو مون سڀ سامان وڪڻي نقد روپيہ حاصل ڪري ورتا هئا ۽ سفر جو سامان ٻڌي رهيو هئس تہ هڪ بدنيت غلام جيڪو ان وقت حاضر هو. سڀ نقدي رقم جيڪو وڪري کان پوءِ جمع ڪري رکيو هئم کڻي گم ٿي ويو. هڪ تہ دل ۾ نقصان جو غم هو ۽ ٻيو هوشياري ۽ احتياط کان ڪم نہ وٺڻ جا تير لڳي رهيا هئا. ان ڪري همت ۽ عاطفت جي غرض سان شيخ جي پاڪ روح ڏي متوجہ ٿي ويس. رات جو خواب ۾ ڏٺم تہ پاڻ سجاده ڪنڌ تي رکي مسجد ڏي وڃي رهيا آهن مون جلدي گستاخيءَ سان پنهنجو مٿو سندن پيرن تي رکيو. فرمايائون تہ ايتري خوشامند نہ ڪر اطمينان ڪر تہ ڀڳل شخص ۽ کڻي ويل شي ٻنهين جا پير تنهنجي روزيءَ جي زنجير ۾ قاتل آهن لهذا جلد واپس ايندا. عبدالرزاق جو بيان آهي تہ ٻن ڏينهن کان پوءِ هن خوشخبريءَ جو ظهور ٿيو ۽ اڌ ڪوڙيءَ جي برابر بہ ان مال ۾ خيانت نہ ٿي.

سندن خوابگاه آگري جي اتر طرف حدن ۾ آهي.

## شيخ مبارڪ سنڌي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن پيدائش جي جاءِ ڳوٺ پاٽ آهي جنهن جي آباديءَ جو بنياد قائم ڪرڻ ۾ سندن ڏاڏو، مسيح القلوب جي ڏاڏي ۽ شيخ طاهر جي والد بزرگوار سان متفق هئا. پاڻ رسمي علم ۾ مخدوم عباس ابن جلال جا شاگرد آهن. تقدير جي لکئي کين وطن کان احمد آباد ۾ آڻي ڇڏيو. ۽ ڪجهہ سال پاڻ هن شهر ۾ ناصرالملڪ جي مسجد ۾ درس جي مسند تي ويٺا رهيا. آخر ۾

سياحت جو ڪم پيش آيو جيڪو سفر جو سبب بڻيو جڏهن برهانپور پهتا تہ ان صوبي جي حاڪم کين جوڀڙهہ قصبي جي قضا جي منصب تي مامور ڪيو. لاچار پاڻ قبول فرمائي قضا جي چادر سان پنهنجي اندروني حالت کي لڪايو ان وقت صوبي برار جو فرمان روا وزيراعظم تفاول خان هو. ان جي درخواست قبول ڪري ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ پاڻ ايلچپور روانہ ٿيا. وزير اعظم وڏي عزت سان سندن استقبال ڪيو ۽ شهر آٽي تخت گاه جو مدرس مقرر ڪيائين. چون ٿا تہ پاڻ ڪافي ڳائڻ تي شيخ لاڏجيو سنڌيءَ جي نغمن تي ڏاڍو خوش ٿيندا هئا. هميشہ اکين ۾ پاڻي ڀريل رهندو هئن. بيداري سندن اهڙي تہ عادت ٿي وئي هئي جو رات بہ ڏينهن وانگر گذرندي هئي. آخرڪار پاڻ اتان شيخ طاهر يوسف جي دوستيءَ جي خيال سان برهانپور وري واپس آيا ۽ سيني شين کان دل هٽائي شيخ لشڪر محمد عارف جي خدمت ۾ لڳايائون. شرح قيصريءَ جو مقدمو پڙهڻ شروع ڪيائون ۽ پورو ڪيائون. انهيءَ فرصت جي اندر مسيح القلوب ڪجهہ متداولہ علم ڪانئن حاصل ڪيا. مطلب تہ جمع جي ڏينهن سن نو سؤ انهتر ۾ ملڪ مقدس ڏانهن روانہ ٿيا. خوابگاه برهانپور شيخ ابراهيم ابن عمر سنڌيءَ جي حظيره مقدس ۾ آهي- قدس سرهم.

مصرع: مبارڪ بر مبارڪ باديدار.

# سيد مرشدالدين ولد مير رفيع الدين محدث صفوي رحمة الله عليه جي ياد ۾

کين عقلي- نقلي علم ۽ ظاهري و باطني تصرفات ڪمال درجي جا حاصل هئا. صوفي بزرگن وارا سڀ اوصاف ۽ اخلاق سان گڏوگڏ سيرت- سخاوت ۽ ايثار بہ موجود هئن. هڪ ڏينهن جو ذڪر آهي تہ هڪ ضرورتمند کي ايتري قدر نقد ڏنائون جو اهڙي ماڻهوءَ کي ايترو مال ڏيڻ عقل ۾ هرگز نہ پئي آيو انهيءَ سبب ڪري خزانچي ۽ ٻين ڪارندن ان بخشش ڪيل رقم کي گهر جي اڳڻ ۾ سيد صاحب جي آمدورفت جي رستي ۾ آٽي انبار ڪيو. جڏهن سندن نگاه انهيءَ ڍير تي پئي تہ پڇائون تہ هي مال ڪهڙي مطلب سان هتي وڌو

اٿو. عرض ڪيو ويو تہ بخشش جو مال آهي جنهن لاءِ فلاڻي شخص کي ڏيڻ جو حڪم ڪيو اٿو هتي ان لاءِ رکيو اٿئون تہ جيئن اوهان ڏسڻ فرمائيو. فرمايائون تہ اسان سمجهو تہ جيڪو مال اسان ڏنو آهي ڪافي هوندو مگر هي تہ بلڪل ٿورو آهي. ايترو ٻيو بہ ڏنو وڃي تہ جيئن همت ۽ بيخوديءَ جي ناموس هٿ ۾ رهي. سندن خوابگاه پنهنجي والد جي مزار سان لڳ آگري ۾ آهي.

## مولانا ناصر مفتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ جمال سادات هرويءَ مان آهن. سندن مرتبو عشق ۽ عرفان ۾ مٿاهون هو. ۽ سندن سند حديث ۽ فقه ۾ مٿاهين هئي. هڪ ڏينهن مشڪواة شريف ۾ هڪ حديث نظر مان گذرين جنهن جو مطلب هو تہ الله تعاليٰ جلشانہ پنهنجو بي مثال ديدار قيامت جي ڏينهن ان شخص کي ڏيکاريندو جنهن جي ظاهري اک بُري ۽ ناجائز شيءِ کي نہ ڏٺو هوندو. پاڪ هوندي. پاڻ انهيءَ مجلس ۾ دعا لاءِ هٿ کنيائون تہ اک جي ضرورت ناهي. فوراً نابينا ٿي پيا. ان کان پوءِ ٽيهن سالن تائين طالبن کي فيض پهچايائون. هجري سنہ نو سوٰ اَسيءَ ۾ سندن تدريس آسماني ٿي. پوءِ سندن فرزند رشيد مولانا مير سندن جانشين ٿيا. مير فروغي اشرف ٻڌايو تہ جڏهن مان فقه هدايہ سندن خدمت ۾ پڙهندو هئس تہ پاڻ فرمايائون تہ فقه پڙهڻ جو غرض جيڪڏهن فتويٰ- قضا نذرستاني آهي تہ پوءِ توکي هن مان ڪوبہ فائدو نہ پهچندو ۽ منهنجي تعليم توڪل تي نہ هوندي. هجري سنہ نو سوٰ نوي کان ڪجهہ مٿي هو جو وصال جي خوشخبري آئي. چنانچہ بنادير جي حقيقي محبوب جي حضور ۾ روانہ ٿي ويا.

## شيخ عبدالحڪيم گوشہ نشين ڪالپي رحمة الله عليه جي ياد ۾

شروع ۾ پاڻ سپاهيانہ زندگي بسر ڪندا هئا. جڏهن حاجي عبدالوهاب جي خدمت ۾ بيعت ٿيا تہ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ خلافت جي خلعت سان سرفراز ٿيا. شمسي ستاري وانگر سندن هستي آفتاب احديت جي تجليات ۾ منتشر رهي ۽ مجذوبن جهڙو حال رهيو. آخر ۾ هڪ گمنبذ هو. محمود خان جي مسجد جي برابر، اتان جي حاڪمن پنهنجي آباءَ ڪرام جي واسطي تعمير

ڪرايو هو ليڪن انهن ڪي نصيب نہ ٿيو. انهيءَ گنبذ ۾ پاڻ چاليهن سالن تائين گوشي نشين رهيا. انهيءَ مسجد ۾ خواجہ خضر عليہ السلام جي خذمت مان فيض حاصل ڪيائون جڏهن پاڻ رحلت ڪيائون تہ لفظ "حڪم خدا شده" جنهن جا عدد نو سؤ ٻياسي ٿين ٿا. تاريخ ٿي. ڪين هڪ فرزند آهي شيخ عبدالشڪور. فضيلت ۽ پرهيزگاريءَ ۾ مشهور ۽ گوشي نشينيءَ ۾ پيءُ وانگر نامور- ڪنهن بہ مالدار ڪان نذر جي صورت ۾ ڪڏهن بہ ڪجهہ نہ ورتائون ۽ محض توڪل ۽ آسماني روزيءَ تي گذر اوقات رکيائون.

## شيخ قصاب رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ ميرزا شاهہ جا باڪمال مريد ۽ صاحب حال خليفا آهن. بخارا شهر ۾ صاحب خانقاهہ ۽ صاحب خانواده هئا. سندن گهڻو وقت جذب ۽ جلال ۾ گذرندو هو. سندن عجيب عجيب ڪرامتون گهڻيون آهن. رفتار ۾ ۽ قيام ۾ اڪيلائي پسند ڪندا هئا. جيڪڏهن ڪجهہ دوست يا مريد سير لاءِ سندن وڃڻ وقت پويان پهچي ويندا هئا تہ پري ڪان ئي واپس ٿي ڪاوڙ ۾ پڪاريندا هئا تہ توهان آواره گرد آهيو هن طرح پيچو ڪري توهان اهو ٿا ٻڌائڻ گهرو تہ "جيڪا توهان جي آرزو آهي. اُها مون ۾ ڪانهي ۽ جيڪي ڪجهہ توهان چاهيو ٿا اُهو مونکي نہ مليو." چون ٿا تہ هجري سنہ نو سؤ اَسيءَ ۾ پاڻ هن فاني دنيا کي ڇڏيائون.

## شيخ راجي محمد عيني رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ خان جا پٽ هئا. جيڪو ٻن پشتن ڪان پوءِ شيخ محمد همداني کي پهچي ٿو. رسمي ۽ حقيقي قسمن جا علم سندن وٽ جمع هئا. اندروني فروغ- آزادگي- بيخودي- فيض رساني- سلامت روي- بردباري ۽ مشڪل ڪشائي اهي صفتون حد درجي جون موجود هئن. چون ٿا تہ ٻارهن سالن جي سندن عمر هئي جو وطن مان پير ۽ استاد جي تلاش ۾ حيران ۽ سرگردان نڪري پيا. ڳوليندي ڳوليندي برهانپور خانديس ۾ اچي پهتا. ٻن سالن تائين رسمي علمن جي حاصل ڪرڻ ۾ مشغول رهيا ليڪن اندريون جوش ٿڌو نہ ٿيو لهذا

اتان دکن جي طرف سفر اختيار ڪري شهر بيدر ۾ پهتا ۽ هتي شيخ محمد ملتانيءَ جي خذمت ۾ شرفياب ۽ مريد ٿيا. ٻارهن سالن تائين هڪ حجري ۾ پنهنجي مخدوم زادي شيخ مخدوم سان گڏ صوفين جي مشغلن ۾ گذاريائون. ۽ پير جي پرورش ۽ حضوري سان ڪسبي دانش ۽ وهبي جنبش ۾ ڪمال ۽ تڪميل جي درجي تي پهتا.

پاڻ فرمائيندا هئا تہ هڪڙي رات مونکي ڪشف جي ذريعي معلوم ٿيو تہ اڪمل الاولياءَ شيخ محي الدين جيلاني قدسً سرهُ مصلي تي ويٺا آهن ۽ ٻي انتها ماڻهو ۽ پرندا وغيره سندن چوڌاري جمع آهن. هنن سيني مان پاڻ منهنجو نالو وٺي سڏ ڪيائون ۽ مصلي جي هيٺان جيڪا مٽي وغيره هئي ان کي پنهنجي مبارڪ هٿن سان صاف ڪيائون ۽ فرمايائون تہ جيڪو ٻيائيءَ جو زنگ عنصري آثارن سان تنهنجي دل جي آئيني تي هو اُهو صاف ٿي ويو. هاڻي مصلي تي ويهہ ۽ هن يڪتابي نياز جي نماز پڙهہ ۽ قطبي والايت جي خوشخبري انهيءَ هجوم ۾ مونکي ڏنائون. ان کان پوءِ پير بہ خلافت جو خرقو عطا فرمائي اُجين ۾ رهڻ ۽ ماڻهن جي رهنمائي ۽ تعليم ڏيڻ جي اجازت ڏني.

هجري سنہ نو سؤ ٽيهہ هو جو پاڻ اُجين ۾ آيا. ڪجهہ ڏينهن منهن تي برقعو رکيائون انهيءَ خيال سان تہ ڪاٿي حوس جي نگاهہ نہ پوي ۽ ڪنهن ڇار ۾ نہ ڦاسائي ڇڏي. آخر ۾ هڪ صاحب سيد صفي سلاطين خلج جي اعظم ميرن مان هو ۽ کين شريف خاني خطاب بہ هو. سيد صاحب دانشمند ماڻهن جي وچ ۾ وهاري پنهنجي نياڻيءَ جو نڪاح شيخ صاحب سان ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ خانہ داريءَ جي سازو سامان جي فڪر جي شروعات ٿي. خانقاہ- مسجد ۽ مقبرو نئي شيون تيار ٿيون. پنجاهہ سالن تائين درس ڏنائون ۽ طريقت جي تلقين ڪري گهڻن درويشن کي اعليٰ مقامات تي پهچايائون ۽ پوءِ ستاويهين رمضان هجري سنہ نو سؤ ٻياسيءَ ۾ ملڪوتي ملڪ ڏي رواني ٿيڻ جو نغارو وڄايائون.

سندن ڇهہ پٽ هئا. عبدالرحمان- عبدالرحيم- عبدالڪريم هي هڪ ماءُ مان هئا ۽ عبدالحميد- عبدالمجيد ۽ عبدالحليم هي ٻئي ٻئي نڪاح مان هئا.

عبدالرحمان پيءُ کان اڳ ئي ڪوچ ڪري ويو. سندن بہ پٽ رهيا هڪ محمد ۽ ٻيو محمود. پوئين پٽ محمود کي هجري سنہ هڪ هزار ڏهہ ۾ جذب ٿيو ۽ مفقودالخير ٿي پيا. ڀائرن کي ڌوڪو ڏئي هڪ رات نڪري ويا. اچڻ

وارا حجاز ۾ تا ٻڌائن.

شيخ عبدالڪريم پيءُ کان پوءِ ان جي جاءِ تي سجاده نشين ٿيا. پنهنجي صاحب ولايت بزرگن جي روش کي زنده ڪيائون. اخلاق ۾ پسنديدگي ۽ وصفن ۾ سنجيدگي گهڻي هئن. جوان مرد- پرهيزگار- حق شناس- خدا پرست- پاڪيزه باطن- مهمان دوست- زنده دل ۽ فارغ البال هي سڀ صفتون موجود هئن. هجري سنہ هڪ هزار پنج ۾ عالم دنيا کان رخصت ٿيا. والد بزرگوار جي گمنبذ جي ٻاهران دفن ڪيا ويا. ٻہ پٽ ڇڏيائون هڪ شيخ عبدالعزيز جيڪو مختلف علمن سان آراستہ هو. پاڻ ڦهريائين رسمي علمن کي شيخ عبدالڪريم نهرواليہ جي خذمت مان حاصل ڪيائون. پوءِ بعد ۾ وجيہ الملتہ والدين علوي احمد آباديءَ جي درس ۾ ويهي ڪتابن جي تصحيح ڪيائون. پاڻ بيڪسن ۽ مستحقن جي معاملات کي حل ڪرائڻ لاءِ بظاهر نواب ڪامگار سپهہ سالار عبدالرحيم خان خان خانان ابن بيرم خان خانان جي جاگيري ملڪ جي صدارت جو منصب ۽ نواب جي مجلس جي مصاحبت قبول ڪئي اٿن. مگر باطن ۾ ذرو بہ وابستگيءَ کي ويجهو اچڻ نہ ٿا ڏين. مصنف چڱي طرح سندن حالات کي جاچيو آهي. شيخ عبدالڪريم جي ٻئي فرزند عبدالقادر پنهنجي وڏن بزرگن جي وطن ۾ گهر ۽ خانقاه جو ڏيو ٻاريو وينا آهن.

## حافظ عبدالڪريم بصير رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ عبدالمالڪ قاريءَ جا شاگرد آهن قدس سرهما. سٺئي قرائتون معہ چوڏهن روايتن جي ۽ قصيدو شاطبيہ معنيٰ سان ۽ انهيءَ طرح جيڪي ان تي وارد آهي بلڪل ياد هئن. سندن قرآن خوانيءَ ۾ گهڻو تاثير ۽ دل ربائي هوندي هئي. سندن بينائي اکين جي ڪارڻ مان گهٽ ٿي دل ۾ هلي وئي هئي. سندن باطن قرآن جي نور سان اهڙو تہ منور هو جو هميشہ گڏ وينلن جي ضمير جون ڳالهيون آيتن جي پردي ۾ ظاهر ڪندا هئا سندن خوابگاه آگري ۾ آهي.

حافظ صاحب جن جا حالات بيان ڪندي هيءَ ڪرامت ياد اچي وئي تہ هجري سنہ هڪ هزار چوڏهن هو شاهزادي شاه مراد اڪبر شاه دکن فتح ڪرڻ لاءِ چڙهائي ڪئي هئي. راقم بہ انهيءَ مهم ۾ شامل هو. جڏهن احمد نگر جي

قلعي جو محاصرو ٿي ويو تہ معلوم ٿيو تہ انهيءَ سرزمين تي هڪ شريف نالي مجذوب مشهور آهي جيڪو زيارت ڪندڙن جا حالات قرآني آيتن جي مضمونن مان ظاهر ڪندو آهي. هڪ ڏينهن فقير مولانا محمد رضا شڪيبي ۽ فصيح البيان انيسي جن جو نالو بويقلي بيگ هو، اسين ٽئي شخص گڏجي مجذوب صاحب جي خدمت ۾ وياسين سلام جو جواب ڏيندي پاڻ **اِن كُنتُم جُنُباً فَاطهرُوا** ترجمو: اگر تون پاڪ آهين، تہ پاڪ ٿي وڃ. آيت پڙهيائون. جڏهن اسين اٿي آياسين تہ بويقلي بيگ چيو تہ مون کي غسل جي ضرورت آهي توهان جي گهبراهٽ سان اچڻ ڪري فرصت نہ ملي ورنہ غسل لاءِ تيار هوس.

## مرزا شاهہ نقشبندي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن پير بيعت مولانا خواجگي آهن. پاڻ پنهنجي بخشش سان مال جي گوشمالي ڪندا هئا. ۽ درويشاڻي دل تي مرهم رکندا هئا. سخاوت کي فقر جو سرمايو ڪيو هئائون. ۽ الفقر فخريءَ جي ڏاڪڻ ڪان وحدت جي عالي شان محل تي چڙهي ويا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا تہ مان پنجين پشت ۾ حضرت خواجہ بزرگ سان وڃي ملان ٿو ۽ انهن جي باطن ڪان مون فيض ۽ ڪمال حاصل ڪيو آهي. البتہ ظاهر ۾ هر ارادت مولانا سان ضرور رکان ٿو. هجري سنہ نو سوءَ اَسيءَ ڪان ڪجهہ مٿي هو جو خاڪ جي منزل تي مقيمن کي خيرباد چئي روحاني پاڪ مقام ڏي روانا ٿيا.

## شيخ حسن محمد رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ ميان جي احمد جا پٽ آهن. عالم- عارف- عاشق- عابد ۽ پنهنجي ڏاڏي مڪرم شيخ جمال چشتيءَ جا مريد هئا. شيخ نصيرالدين چراغ دهلويءَ قدس سرہٗ جي نسل مان آهن. جمڻ جي جاءِ ۽ آخري آرامگاه بئي احمد آباد آهن. سندن حالات جي روزنامچي جي فهرست هن طرح آهي تہ فجر جي نماز پڙهڻ ڪان پوءِ بغير ناغي جي منجهند تائين تلاوت ۽ رسمي درس ۾ مشغول رهندا هئا. ان ڪان پوءِ خانقاه جي درويش سان گڏجي ڪجهہ کاڌو کائيندا هئا. قيلولي ڪان پوءِ ظهر نماز ادا ڪندا هئا ان ڪان پوءِ واعظ ۽ نصيحت جي مجلس شروع ٿي ويندي هئي ۽ عصر نماز تائين رهندي هئي عصر ڪان پوءِ ورد ۽ دعا

۾ شام تائين مشغول رهندا هئا ۽ مغرب نماز پڙهڻ کان پوءِ ذکر جهر (بلند آواز سان) شروع ڪندا هئا جيڪو عشا تائين جاري رهندو هو ۽ عشا نماز ادا ڪري حجري ۾ اندر هليا ويندا هئا. نماز انتهائي نياز سان ادا ڪندا هئا. رات جو اڪيلائيءَ ۾ بيدار رهندا هئا. جڏهن صبح جي سفيدي ظاهر ٿيندي هئي ته پوءِ وري اُهي ئي معمولات از سرنو شروع ڪندا هئا. مطلب ته هڪ اک ڇنڀ جيترو وقت به زندگيءَ ۾ بيڪار ضايع نه ڪندا هئا. هجري سن نو سؤ ٻياسيءَ جي شوال مهيني ۾ رحلت جي وقت وصيت ڪيائون ته عبادت جي زمين درويش سان آشنا آهي مونکي انهيءَ ئي خاڪ ۾ سپرد ڪجو. سندن وڏو فرزند شيخ محمد جنهن ۾ گهٽو ڪري پنهنجي پيءُ بزرگوار واري خوشبو موجود آهي. اڄ تائين سندن جانشين آهي.

## شيخ جوئباري رحمة الله عليه جي ياد ۾

خواجه جوباري- جوئبار وحدت جا سرو هئا. ۽ خضر صورت اجايلن لاءِ چشما هئا. بيعت مولانا خواجگيءَ سان هئا. قاسم شيخ جا همعصر هئا. چون ٿا ته جيڪو ماڻهو قاسم شيخ جي خدمت ۾ ويندو هو ته قاسم شيخ ڀهريائين ان جي ازلي استعداد تي نظر وجهندا هئا. جيڪڏهن اُهو شخص سعادتمندن مان هوندو هو ته خواجه جوئباريءَ جي خدمت جي طرف متوجه ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته طالبانِ خدا جي ڪشائش جي ڪنجي خواجه جوئباريءَ جي هٿن ۾ ڏني وئي آهي ۽ جيڪڏهن طالب اهڙو نه هوندو هو ته دعا ڪري رخصت ڏئي ڇڏيندا هئس. هجري سن نو سؤ اَسيءَ ۾ ناسوتي سراءِ کان ملڪوتي گلشن آباد ڏي ڪوچ فرمايائون.

## شيخ لهره رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن نالو عبدالرزاق هو. شيخ عبدالفتح مڪيءَ جا ننڍا پٽ آهن. ڪمالات جا صاحب ۽ سخي مرد هئا. چون ٿا ته هڪ شخص کان ڪنهن ڪم ۾ خيانت ٿي وئي پاڻ نصيحت ڪندي خيانت ڪندڙ کي چيائون ته اهڙي نالائق ڪم جي تهمت تو ڇو گوارا ڪئي. هُنَ سندن بابرڪت مٿي تي هٿ رکي ڪوڙو قسم ڪنيو ۽ چيائين ته جي هي ڪم مون ڪيو هجي ته ڪرڻ واري جون اکيون انڌيون ٿي وڃن.

ٻن هفتن کان وڌيڪ عرصو نہ گذريو هو تہ بغير ڪنهن بهاني يا تڪليف جي نابينائيءَ جي آفت ان جي اکين تي پهچي وئي. جمع جي رات ويهہ جماد الآخر هجري سنہ نو سؤ چوراسيءَ ۾ فنا جي منزل کان بقا ڏي رحلت فرمايائون.

## شيخ محمد ابن طاهر نهروالہ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن ذات سان ورع ۽ تقويٰ جي محفلن کي زينت هئي. ۽ ڪتاب و سنت جو نقد امتحان ٿي ويندو هو. حديث ۾ شيخ علي متقيءَ جا شاگرد آهن. ان فن ۾ هڪ بينظير ڪمال حاصل ڪيو هئائون مجمع البحار نالي هڪ مشڪل ڪشا شره احاديث جي صحاح ستہ تي جيڪا آهي اُها سندن ئي قلم جي لکيل آهي. چون ٿا تہ پاڻ فرمائيندا هئا تہ منهنجو استاد پنهنجي وقت جو افضل البشر ۽ خداوند ولايت صديق اڪبر هو. اُهي فرمائيندا هئا تہ مون کان پوءِ تون بہ انهيءَ بلند شان واري درجي تي پهچندين. مهدويہ گروه جيڪو سيد محمد جونپوريءَ جو پيروڪار آهي. هن گروه جي شڪست ڏيڻ ۾ پاڻ پنهنجي استاد وانگر هميشہ ڪوشش ڪندا هئا. هجري سنہ نو سؤ ڇهاسيءَ ۾ اُجين ۽ سارنگ پور مالوه جي وچ ۾ هڪ جماعت رستي ويندي سندن مٿان اچي ڪڙڪي ۽ کين شهيد ڪري ڇڏيائين.

هڪ واقعي جي شروعات ۽ پڄاڻي هن طرح آهي تہ بوهرن جو گروه سندن هم قوم هئا. پاڻ واعدو ڪيو هئائون تہ جيستائين بوهره قوم جي پيشاني ۽ دل مان تشيع ۽ بدعت جي ڪاراڻ سنت جي آب زم زم جي تلقين سان نہ ڌوئيندس تيستائين مٿي تي پڳ نہ ٻڌندس. جڏهن هجري سنہ نو سؤ اَسيءَ ۾ بادشاهہ زمانہ اڪبر شاه گجرات فتح ڪيو ۽ نهروالہ ۾ شيخ سان ملاقات ڪيائين تہ بادشاه پنهنجي هٿ سان سندن مٿي تي پڳ ٻڌي ۽ چيائين تہ مون توهان جي پڳڙي نہ ٻڌڻ جو سبب ٻڌو آهي ۽ انهيءَ ذهني صورت جو ظاهر ۾ ظهور واليءَ زمانہ جي امداد ۽ دستگيريءَ تي موقوف آهي ۽ هاڻي انهيءَ سراپا خير تي عمل ڪرڻ منهنجي ذمي لازم آهي. جيئن تہ صوبو گجرات ۽ دارالخلافہ احمد آباد جي حڪومت انهن ڏينهن ۾ نواب مستطاب خان اعظم ميرزا عزيز ڪُوڪہ جي نالي تي ٿيل هئي. انهيءَ سبب ڪري نواب صاحب جي

مدد جي ڪري انهيءَ قوم جي گمراهي ۽ ڪج رفتاريءَ جون گهٽيون رسمون بنياد کان اُکڙي ويون. ليڪن تاج جي صاحب کي پنهنجي محفل مان خان اعظم جي جدائي پسند نہ هئي. لهذا شهنشاه نواب صاحب کي پاڻ وٽ گهرائي ورتو ۽ وڏن اميرن مان هڪ ايراني باشندي کي ذڪر ڪيل صوبو جاگير ۾ ڏئي ڇڏيو. پوءِ ڇا ٿيو جو هن جماعت بنا دير جي نئين جاگير سان مخفي طور موافقت پيدا ڪري سنت جي راه کان انحراف ڪيو. هيءَ حالت ڏسي شيخ مٿي تان پڳ کولي ڇڏي ۽ دارالسلطنت آگري ڏي وڃڻ جو عزم ڪيو. انهيءَ خيال سان تہ حضور ۾ وڃي پيش آيل واقعات عرض ڪندس. اُستادي شيخ وجيہ الدين احمد آباديءَ جي خذمت ۾ پهچي سڄو احوال پيش ڪيو. استادي وجيہ الدين انهيءَ عزم کان منع فرمائي عزم کي ختم ڪرڻ لاءِ فرمايائون. مگر جيڪو شخص سفر جي واسطي بلڪل تيار هجي. جيئن تہ ان کي صاف طريقي سان باز رکڻ عوام جي نزديڪ مبارڪ نہ هوندو آهي لهذا انهيءَ قاعدي جي موافق پاڻ هن طرح اها ڳالهہ ٻڌائي:

”گرامي برادر جي حقيقت شناس ضمير کي چڱي طرح معلوم آهي تہ هن نظم ۽ نسق سان جيڪا عالم جي ڪارخاني جي آفرينش ٿي آهي ان جو سبب هي آهي تہ اسمائي ڪمالات جو اظهار جمالي ۽ جلالي مظاهر سان ٻڌل آهي ۽ پنهنجي مربيءَ جي آثار ۽ احڪام جي طرز تي هر هڪ اسم جي مظهر جي ڪجهہ رفتار آهي. اها ئي رفتار هن جي لاءِ صراط المستقيم آهي. گو ان جي مقابل تي نظر ڪري اُها رفتار مخالف ۽ منحرف معلوم ٿيندي هجي ۽ انهيءَ مقام تي هر موسيٰ کي پنهنجي فرعون سان آشتي رکڻ گهرجي.

واضع هجي تہ صراط المستقيم حقيقت شناس مفسرن وٽ ٻن قسمن جي آهي هڪ ايجابي ۽ ٻي ايجادي. قرآن مجيد ۾ صراط المستقيم جو ذڪر جتي بہ بلفظ نڪره نازل ٿيو آهي اُتي گهڻو ڪري مراد ايجادي آهي ۽ جنهن آيت ۾ لفظ معرفہ وارد ٿيو آهي اتي گهڻو ڪري مقصد ايجابي آهي.

ٻي هيءَ ڳالهہ آهي تہ انسان جيڪو عالم ڪبير جو نمونو آهي ان جي عنصري پيڪر مان دقيقہ شناس شخص هيءَ عبرت چو نہ ٿو حاصل ڪري تہ ان جي هستيءَ انهيءَ بندوبست ۽ متعارف اعتدال سان ڪجهہ لطيف ۽ ڪثيف

عضون تي پڌل آهي. ان ڪري ڪنهن بہ ڪثيف عضوي کي ڪابہ تڪليف پهچي وجي تہ سڄي بدن جي باغيچي جي تازگيءَ ۾ تڪليف ظاهر ٿيندي.

هاڻي منهنجا پيارا ياءُ سياست فراست جي ڳالهہ نہ آهي ۽ حق سان مشغول هجڻ ئي زيبا آهي نہ خلق سان. ڇو تہ هي زمانو خاموشي ۽ گهرن ۾ ويهڻ جو آهي.

استادي شيخ وجيہ الدين ڇڻ تہ ڪين فهمائش ڪئي ليڪن تعصب جو بنياد استحڪام سان قائم هو ان ڪري هن ڪي نصيحت قبول نہ ڪيائون ۽ جيڪو سفر دل ۾ ڪري نڪتا هئا ان ڏي هلڻ لڳا. پوءِ تہ رستي ۾ پيش آيو جيڪي پيش اڇٹو هئن. مقصد جو خلاصو هي تہ سندن پاڻ شيخ نور محمد سندن تابوت کي مالوه کان نهروالہ ڪٽي ويو ۽ آبائي قبرستان ۾ سپرد خاڪ ڪيائين.

## سيد عبدالله آنندي ملتاني رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

ڪين ايزدي توفيق جي بدولت- تعلقات جي بار کان سبڪدوشي حاصل ڪري آزادي ۽ فارغ الباليءَ جي حضور ۾ باريابي حاصل ٿي هئي. سندن حالات جو ڪجهہ بيان هن طرح آهي ڪين داٽي پاٽيءَ جي ڪشش سلطان محمود خرد جي زماني ۾ پيدائش واري هنڌ کان گجرات ڏي ڇڪي آئي. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ پاڻ مناسب سمجهي سيد مبارڪ بخاريءَ جي خذمت اختيار ڪئي ۽ نوڪري ڪرڻ لڳا. سيد مبارڪ بخاري جلال الاولياءَ مخدوم جهانيان جي نسل مان آهن جيڪو مالوه جي حاڪم جي اميرن مان هو. جڏهن سندن مخدوم سيد مبارڪ جي عمر جو زمانو آخر ٿيو تہ نوڪري ۽ سپاهگيريءَ جو خيال پاڻ بلڪل لاهي ڇڏيائون. سندن خيال ۾ هاڻي اميرن جي ملازمت جي ڪا حقيقت ڪانہ هئي. هڪ ڏينهن وڏي غم ۾ هئا پنهنجي مزاج شناس گهر واريءَ کان پڇائون تہ معاش جون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ ڪهڙو حيلو ڪرڻ گهرجي. گهر واريءَ هيءَ راءِ ڏني تہ سپاهيانہ طريقو ترڪ ڪري بينوا درويشن جي حلقي ۾ داخل ٿي وڃڻ گهرجي. هن کي هين لفظن ۾ ائين ئي چئجي تہ همت جي هٿ سان فقر اختيار ڪرڻ جو سندرو سيد جي چيلهہ ۾ ٻڌي ڇڏيائين ۽ سندن بيقرار دل کي تسلي ڏئي مطمئن

ڪيائين. ان کان پوءِ ٻنهين جي راءِ اها ٿي تہ هتان ڪنهن ٻئي هنڌ هلي رهڻ کپي. ڪاٿي ائين ئي نہ ٿئي تہ هتي ننگ ۽ ناموس جو خيال پيدا ٿئي ۽ فقر جي نئين قائم ڪيل بنياد کي پاڙ کان پٽي ڪڍي. پوءِ گجرات کان مالوه روانہ ٿيا ۽ هڪ ڳوٺ بنزيہ نالي آهي جنهن کي مالوه جي مقامات جو بهشت چئجي، انهيءَ ڳوٺ جي تلاءُ وٽ رهڻ شروع ڪيائون ۽ توڪل ۽ تسليم جا عادي ٿي ڪيترا سال سني وقت سان گذاريائون. جيئن تہ هي ڳوٺ اچڻ وڃڻ وارن جي عين وچ ۾ آهي ان ڪري سندن گهر مهمانن کان خالي نہ رهندو هو. مصنف بہ ڪڏهن منڊو (مانڊوءَ) کان عزيزن اُجين جي ديدار لاءِ ويندو هو تہ هڪ ڏينهن سندن بافيض صحبت ۾ قيام ڪندو هو. گهڻائي محبت ۽ مهمان نوازيءَ جون رسمون ادا ٿينديون هيون ۽ ايزدي معرفت جي صفائي ۽ وجدان جي ڪيفيت جي روشنيءَ سان معنوي ذيافت بہ فرمائيندا هئا. مطلب تہ جيستائين سندن زندگي رهي تيستائين جاگيردارن کان وظيفي جي صورت ۾ ڪڏهن هڪ درهم بہ قبول نہ ڪيائون، ۽ آسماني روزيءَ تي شاڪر ۽ قانع رهيا. ڪين آنندي انهيءَ ڪري چوندا آهن جو هميشہ شگفتہ منهن ۽ خوش دل رهندا هئا. آنند هندي زبان ۾ خوشيءَ کي چوندا آهن. هجري سنہ نو سؤ نوي ۾ عالم قدس ڏي رحلت فرمائي اتي ئي خوابگاه اختيار ڪيائون جتي زندگيءَ ۾ رهندا هئا.

## فقير علي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن پيدائش جي جاءِ ماهم ڪيلمي آهي ۽ آخري آرامگاه بندر سورت آهي. جيڪو گجرات جي پرڳڻن مان آهي. چون ٿا تہ درسي ڪتاب تحصيل ڪرڻ ڪانپوءِ پڙهائيندا هئا. اڪثر درياه جي ڪناري تي رهڻ وارا سندن شاگرد هئا. چون ٿا تہ ڏهين صديءَ جي چوٿين حصي ۾ عالم صورت کان حقيقي عالم ڏي روانہ ٿيا.

## قاضي عبدالقادر بن علي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ ميان جي چشتي منڊويءَ جي روضي تي مجاور هئا. رسمي علمن کان گهٽي قدر آگاه هئا. قرائت سني ڄاڻندا هئا. ڪجهه جريب ٻني ڳوٺ ڪاٽا ۾

ڪندا هئا. جيڪو ديپال جي ويجهو آهي ۽ ديپال پور مندو (ماندوءَ) کان اُجين جي عين رستي تي واقع آهي. گهر بہ انهيءَ ڳوٺ ۾ ناهيو هئائون. ٻنيءَ مان جيڪي ڪجهہ حاصل ٿيندو هئن ان کي اچڻ وڃڻ وارن جي ميزبانيءَ تي خرچ ڪندا هئا. آخري سفر تي وڃڻ کان چوڏهن ڏينهن اڳ کين خبر پئي هئي. سفر جو سامان ڪيائون ۽ چيائون تہ بس هاڻي هيءَ زندگي باقي رهي آهي. اٺين شعبان هجري سنہ نو سؤ چوراسيءَ تي گذاري ويا. کين پنج پٽ ۽ هڪ نياڻي هئي. قطب الدين- عزيزالله- موسيٰ- حسن- عائشہ ۽ شرف جهان. پهرئين پٽ دل ماڻهن کان ٽوڙي خدا سان جوڙي درويشيءَ ۾ پيءُ جو جانشين ٿيو ۽ ٻيو پٽ قضا جي ڪم ۾ پيءُ وانگر مشهور ٿيو ۽ جوانيءَ ۾ ئي فوت ٿي ويو. ٽيهن سالن کان ڪجهہ مٿي قضا جي منصب جي نگراني سنڀالي ڪيائين. تاريخ ويهين شعبان هجري سنہ هڪ هزار نَوَ ۾ اجل جي گهري ننڊ ۾ وڃي سمهيو. هاڻي موسيٰ هٿ پير هڻي پيو ۽ حسن حسرت ٿو ڪري. عائشہ جوانيءَ ۾ ئي بيوه ٿي وئي. بيوه ٿيڻ کان پوءِ هن پنهنجي زندگيءَ ۾ مڙس جي خدمت ڪي خالق جي بندگيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ نہ ڏنو ۽ مردانہ وار زندگي گذاريائين. هجري سنہ هڪ هزار ويهن ۾ هي بہ فاني دنيا کي ڇڏي ويو.

## شيخ نجم الدين رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن نالو چايلده آهي. عزيزالحق جا وڏا خليفا آهن. دهليءَ جي هڪ ڳوٺ نالي سهند ۾ گهر هئن. پاڻ رياضت جي درياهہ ۾ ٻڏل ۽ مجاهدي جي باهہ ۾ پگهريل هئا. گهڻن ئي رياضتن وارن سندن خدمت مان فائدو حاصل ڪيو.

## خواجہ محمد عبدالله رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ خواجہ جا خواجہ مشهور آهن. سندن بزرگوار والد جو نالو خواجہ ناصرالدين عبدالله آهي جيڪو خواجہ احرار جي نالي مشهور آهي. ظاهري علم ۽ معنوي ڪشف سان سندن ظاهر ۽ باطن ٻئي آراستہ هئا. ان جي باوجود جو کين ڪمالات حاصل هئا. پنهنجي حقيقت شناس نظر سان شريعت جي آداب ۽

طريقت جي هر هڪ دقيقي جو لحاظ نظر ۾ رکندا هئا ۽ پنهنجي جسم ۽ جان کي فروگذاشت جي اجازت نہ ڏيندا هئا. سندن ڏاڏو چئڻ واسطن سان حضرت بابا ماچين کي پهچن تا. چون ٿا تہ خواجہ احرارالاولياءَ سان سلطان ابوسعيد مرزا کي عقيدت هئي لهذا انهيءَ کين نهايت خواهش- آداب ۽ خدمت گذاريءَ سان تاشقند کان استدعا ڪري سمرقند ۾ رهڻ لاءِ طلب ڪيو هو. خواجہ احرارالاولياءالتماس کي قبول ڪرڻ مروت سمجهي ۽ سمرقند ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي هن قصي جو تفصيل سميت تقريبات جي ڪتاب رشحات ۾ لکيل آهي. خدا ڪري شوقينن کي ڏسڻ نصيب ٿئي.

چون ٿا تہ انهيءَ عرصي ۾ مير تقي الدين محمد سان سهري ۽ نائي ٽيڻ جي نسبت ٻنهين طرفن کان ٿي وئي يعني خواجہ احرارالاولياءپنهنجي صبيہ عزيزه جي نسبت مير جي فرزند امير عبدالله امام سان ڪئي ۽ مير جي صبيہ جو عقد پنهنجي وڏي پٽ سان ڪيائين. چون ٿا تہ مير جي نياٽيءَ مان ٽي پٽ ۽ ٻہ نياٽيون ٿيون جن جا نالا هي آهن. خواجہ عبدالهادي- خواجہ خاوند محمود- خواجہ عبدالحق- محبوبہ سلطانہ بيگم- زينت سلطانہ بيگم. جڏهن مير جي هستيءَ جي منهن کي فنا جي برقعي لڪايو تہ خواجہ احرارالاولياء پنهنجي پٽ جو عقد خواجہ نظام الدين جي نياٽيءَ سان ڪيو. خواجہ نظام الدين- خواجہ عصام الدين- شيخ الاسلام جو پاءُ ۽ صاحب هدايہ فقہ جي اولاد مان آهن. هنن جو ڪرسي نامون هن طرح آهي. نظام الدين ابن خواجہ عبدالملڪ ابن خواجہ عماد الدين ابن خواجہ جلال الدين محمد ابن مولانا زين الدين عبدالرحيم ابن مولانا برهان الدين علي مصنف هدايہ- انهيءَ نياٽيءَ مان ٻہ ٽي پٽ ۽ ٻہ نياٽيون پيدا ٿيون. خواجہ عبدالعليم- خواجہ عبدالشهيد- خواجہ ابوالفيض- ڪلان بيگم- خانزاده بيگم. ان کان علاوه ٻہ هڪ گهر واري هئڻ جنهن مان هڪ پٽ خواجہ محمد يوسف هو.

جيئن تہ خواجہ جي خواجہ پنهنجي والده ماجده جي وفات کان پوءِ والد بزرگوار جي اجازت ۽ خوشي سان محلہ درسن ۾ عبادت خانو ۽ رهڻ لاءِ گهر تجويز ڪيو هو. خواجہ احرارالاولياءجي خدمت ۾ اتان مقرر وقت ۾ ئي اچڻ ٿيندو هو. خواجہ احرارالاولياءساڻن ڪمال مهربانيءَ سان بلڪ اعزاز سان سلوڪ فرمائيندا هئا. پيءُ ۽ پٽ وانگر برتاءُ نہ ڪندا هئا بلڪ پٽ جي عزت

گهڻو وڏيڪ ڪندا هئا. مولانا علي صفي رشحات ۾ لکي ٿو:

”هڪ ڏينهن مان سندن خدمت ۾ بمحلہ درسن ويٺو هئس. هڪ تقريب مان آيت ڪريمہ **يَانَارُ كُونِي بَرْدًا وَّسَلَامًا عَلَىٰ اِبْرَاهِيْمَ** جي تفسير جو ذڪر نڪتو تہ پاڻ ظاهري ۽ باطني عالمن جا گهڻا اقوال ۽ عمده تقريرون بيان ڪيائون ۽ حڪيمن جيڪا اها تاويل ڪئي آهي تہ باهہ مان مراد نمرود جي غضب جي آتش ۽ ٿڌي ٿيڻ مان مراد غضب جو شعلو ٿڌو ٿيڻ آهي. انهيءَ تاويل جي روشنيءَ ۾ معقول ۽ حڪيمانہ دليلن سان ثابت ڪيائون تہ اُها باهہ عنصري باه هئي ۽ ٿڌاڻ ان جي ماهيت تي حائل ٿي“.

هڪ هدايتي فرمان جنهن ۾ والد بزرگوار کين تلقين فرمائي آهي هي آهي تہ:-

”فرزند نورچشم توکي اهڙي همت رکڻ گهرجي تہ ڄڻ جن ڳالهين جون ڄاڻڻ تنهنجي مٿان فرض آهي ۽ جن کان بغير قطعاً ممڪن نہ آهي. جيئن اعتقاد صحيح رکڻ ۽ علم جو ۽ احڪام الاهيءَ جو ڄاڻڻ انهن ڳالهين کان تون جلد پاڻ کي فارغ ڪري وٺ ۽ ظاهري و باطني دائمي ۽ عبادت ۾ مشغول ٿي وڃ انهيءَ اميد تي تہ حق سبحانہُ و تعاليٰ تنهنجي دل مان پنهنجي غير جو اعتبار- تعظيم ۽ ڏسڻ دوري ڪري توکي هر وقت انهن ڪمن ۾ مشغول ڪري ڇڏي جيڪي تو مان مقصود اٿس. خداوندا جن صاحبن کي تو محض پنهنجي عنايت سان پنهنجي غير جي اعتبار- تعظيم ۽ ڏسڻ کان نجات ڏني آهي انهن صاحبن جي قرب جي طفيل حقير ۽ ضعيف بنده زادي کي جنهن جي لاءِ تنهنجي عنايت- رافت ۽ رحمت کان سواءِ ڪا اميد جي جاءِ ڪانهي. سيني گرفتارين کان ڇوٽڪارو عطا فرماءِ.“

سندن حالات جو بيان مختصراً هن طرح آهي تہ جنهن شاهہ بيگ خان جو تسلط ۽ ظهور ٿي ويو هو تہ پاڻ ماڻهن جي آثارن ۽ طور طريقن مان زماني جي تباهي معلوم ڪري پنهنجي وطن کان بحڪم: **الفرار مما لا يطاق من سنن المرسلين** (جن تڪليفن کي برداشت ڪرڻ جي طاقت نہ هجي، انهن کان ڀڄڻ رسولن جي سنت آهي) اندجان جي طرف هجرت فرمائي ويا. پر انهيءَ جاءِ کي بہ سندن طبيعت پسند نہ ڪيو ان ڪري جلدي عالم فردوس ڏي وڃڻ لاءِ آخرين سفر جو سامان ٻڌائون. سندن نعش کي ماڻهن انهيءَ ملڪ کان تاشقند شهر ڏي آڻي سندن والده ماجده جي قبر جي پاسي ۾ دفن ڪيو.

## انجمن فرزندان خواجہ محمد عبداللهؒ

خواجہ عبدالهادي: پاڻ همٿ ۾ فطرت ۾ درياه وانگر فياض ۾ بخشش ۾ بادل وانگر باهمت هئا. فقر ۾ تجريد ۾ خزان نما شاخ جي شڪل ۾ حقائق ۾ معارف بيان ڪرڻ ۾ پُر بهار نوجوان وڻ جهڙي صورت رکندا هئا. جد امجد يعني خواجہ احرارالاوليا جي زندگيءَ ۾ ئي ڪين حجاز جي سفر جي توفيق ٿي هئي. حرمين شريفين زادهما الله شرفاً جي ارڪانن کان فارغ ٿيڻ بعد روم ۾ شام جي زمين ۾ بحڪم **سِيْرُوْا فِي الْاَرْضِ** هليا ويا. جيڪو قدم رکيائون آگاهي ۾ عبرت سان رکيائون ۾ انهيءَ طرف جي سلطانن ۾ حاڪمن سان صحبت ۾ مجلسون ڪرڻ جا ڪيترا دفعا اتفاق ٿيو. هميشہ خواجہ جي طرفان برتاوَ ڪرڻ ۾ ۾ ڪلام ڪرڻ ۾ گهڻو وقار ۾ بي نيازي نظر آئي. ڪنهن وڏي دولت مند جي طرف کان ٿورو ڪجهہ نقد يا جنس بہ نذر يا سوغات جي طور تي پاڻ قبول نہ ڪيائون. بلڪ جيڪو بہ خذمت لاءِ ايندو هو هر هڪ سان ان جي مناسبت جي لحاظ سان برتاوَ ڪندا هئا. روم جي طرفان ٽيڪس سيني تاجرن تان معاف ڪرائي ڇڏيائون ۾ بزرگانِ دين ۾ ملت اسلاميہ جي پيروڪارن سان ملاقات ڪري فيضياب ٿيا. چون ٿا تہ حقائق پناهي مولانا نورالدين جاميءَ سندن سير و سلوڪ جي روش ۾ سفر و حضر جو طريقو پسند ڪيو هو. جڏهن تقريب ٿيندي هئي تہ تعريف ڪندا هئا جڏهن پاڻ ذڪر ڪيل سفر کان واپس پنهنجي وطن ۾ خواجہ احرارالاولياءَ جي قدم بوسي ڪيائون تہ خواجہ احرارالاوليا ڪارندن کي حڪم ڏنو تہ بہ لک اسي هزار مثقال جيڪي سفر جي دوران خواجہ عبدالهاديءَ ماڻهن کان قرض وٺي ضروري ۾ شرعي مصارف ۾ خرچ ڪيو آهي. اُهي قرض ڏيندڙ کي فوراً ادا ڪيا وڃن ڇو تہ هن فرزند دور دراز ملڪن ۾ اسان جي درويشي ۾ خواجگيءَ جي ننگ ۾ ناموس جي ڪامل طرح نگهباني ڪئي آهي. خواجہ عبدالهاديءَ جا بہ پٽ هئا. خواجہ عبدالڪافي ۾ خواجہ قاسم پهريون پٽ بلند همٿ۔ بلند فطرت۔ شجاعت جو صاحب ۾ اهل ڪرم هو جنت آشياني همايون شاهہ تيموريءَ جي خذمت ۾ هئو. جنگ خوشاب ۾ تير لڳڻ سان پاڻيءَ ۾ ٻڏي ويو. ٻئي فرزند کي حرمين شريفين جي زيارت

جي توفيق ٿي. جيڪا عمر باقي بچن سا عبادت ۽ رياضت ۾ گذاري ڇڏيائون. روم وغيره ۾ هلي ڦري جيڪي بہ اولياءَ زنده يا آسوده هئا انهن جي قلبن ۽ قبرن جي زيارت کان مشرف ٿيا. مولوي اسماعيل شيرواني، خواجہ احرارالاولياء جا بزرگ خليفا صاحب ڪرامات ۽ مقامات هئا ۽ اهل علم ۽ معاملات هئا. سندن خذمت ۾ پاڻ بيعت جي رسم ادا ڪري رابطي جي تلقين سان پنهنجي باطن ۾ صفائي پهچاياڻون. ليڪن پنهنجي نسبت ۽ نسل جي حقيقت مولانا جي خذمت ۾ لڪل رکيائون. ڪافي عرصي کان پوءِ فرمايائون تہ مان خواجہ عبدالهاديءَ جو فرزند آهيان. جڏهن مولانا اسماعيل عالم ارواح ڏي ڪوچ فرمائي ويا ۽ مخدوم خواجہ محي الدين عبدالحق مڪي معظمہ ۾ آيا تہ خواجہ قاسم پنهنجي چاچي سائين جي خذمت ۾ تجديد بيعت ڪئي ۽ سندن اولاد مڪي معظمہ ۾ هئي.

**خواجہ خاوند محمود:** پاڻ خواجہ محمد عبدالله جا ٻيو نمبر پٽ هئا. شهاب الدين سندن لقب آهي. ظاهري علم ۽ باطني بصيرت سان آراستہ هجڻ سان گڏ منزلن ۽ مقامات جا صاحب هئا. سندن جذبو سلوڪ سان مليل هو. ڪين طريقت جي تلقين سان ۽ پنهنجي ڏاڏي بزرگوار جي دعا سان گهڻو ڪجهہ فيض حاصل ٿيو هو. حجاز جي سفر جي سعادت ۽ حج و عمري جي دولت سان بہ دفعا مشرف ٿيا هئا. اصحاب حجاز جي قبرن جي زيارت سان ۽ انهن جي قلبن جي قبول سان پنهنجو باطن منور ڪيو هئائون. حقائق پناهي مولانا عبدالرحمان جامي ۽ حلال و دقائق ۽ ڪشاف حقائق مولانا جلال دوانيءَ جي خذمت مان درسي علوم حاصل ڪيا هئائون. علم طب ۾ رئيس الاطباءمولانا عمادالدين محمود جا شاگرد آهن. هن باب ۾ مسيحائي اعجاز سندن خذمتن مان نمايان هو. اهل تصوف جي قولن جي شرح ڪرڻ ۾ سندن زبان اهل زمانہ جي نفس ناطقہ کي حقيقت گوئي سيکاريندي هئي. هند جي فتح کانپوءِ پاڻ دهليءَ ۾ آيا. جنت آشيانيءَ مناسب ارادت ۽ عزت سان پيش اچي اخلاص جو اظهار ڪيو. سندن ٽي فرزند هئا. خواجہ نورالدين- خواجہ جلال الدين- قاسم- خواجہ معين الدين. پهريون پٽ درويش سيرت- فقير دوست- غريب پرور هو. ٻئي پٽ کي جذب- استغراق- ڪرامتون ۽ سنجيده حالتون حاصل هيون. هن گروه جي باعرفان اقوالن جي حقيقت کي چڱي طرح پهتل هئا. جڏهن سندن

بيان مان گوهر فشائي ٿيندي هئي تہ زماني وارن جا ڪَنَ حقائق ۽ معارف جي موتين سان پرجي ويندا هئا. حالانڪ پاڻ رحلت هندستان ۾ ڪيائون ليڪن سندن لاش مبارڪ ابن ڏاڏن جي مزارن وٽ سمرقند پهچائي وئي. ٽئين فرزند کي جاه وجلال مال ۽ حال ۽ بخشش ۽ بخشائش سڀ ڪجهہ حاصل هو. پيءُ ۽ پٽ جي وچ ۾ يعقوبي ۽ يوسفي معاملو رهندو هو. هميشہ سفر ۽ حضر ۾ گڏ رهندا هئا. ڪين طريقت جي تلقين پيءُ ڪان ئي مليل هئي. مرزا شرف الدين حسين سندن ئي فرزند آهي. هند ۾ خلافت پناهي اڪبر شاه ابن همايون شاهہ تيموريءَ جي ملازمت ۾ مرزا جو ستارو شهنشاهي عنايت جي آفتاب سان سعادت جي شرف کي پهتو هو. هنن جي حق ۾ رعايت ڪئي وئي جو دولت جي وڏي درجي کي پهتا. مرزا جي والد بزرگوار ڪاشغر ڪان خانہ ڪعبہ جي طواف جو ارادو ڪري عبدالرشيد خان والي نواح ڪاشغر ڪان رخصت ورتي هئي. رخصت وٺي هند ۾ آيا. خلافت دستگاه خلائق پناه عرش آستانيءَ مرزا جي پيءُ جي آمد کي غنيمت سمجهو. انهيءَ عرصي ۾ حاسد ۽ ڪوتاهہ نظرن جي شرارت سبب سلطان جي دل ۾ مرزا کي هن ڳالهہ جي خبر پئي تہ پير اڪڙي وئن ۽ راءِ ۾ استحڪام نہ رهين. پنهنجي جاگير ڏي وڃڻ لاءِ رخصت ورتائون ۽ اهو بهانو ڪري دارالسلطنت ڪان علحدگي اختيار ڪيائون. مرزا جي جاگير گجرات جي آس پاس هئي. لهذا گجرات جي سرحد ۾ پهتا. خلافت پناهہ خواجہ جي ادب ۽ رعايت ڪان باز نہ آيو. خواجہ ڪجهہ ڏينهن تہ پريشانيءَ ۾ گذاريا ليڪن بعد ۾ حجاز جو سفر اختيار ڪيائون. جڏهن خواجہ بندر جي نزديڪ پهتا تہ رب العزت جو فرمان صادر ٿيو جنهن کي قبول ڪري خواجہ سفر اختيار ڪيو. ماڻهن سندن لاش کي مختلف قسمن جي قيمتي عطرن سان خوشبودار ڪري هڪ صندوق ۾ رکي جهاز ۾ روانہ ڪيو. جهاز اجا ٿورو مفاصلو بہ نہ هليو تہ ٻڏي ويو.

**خواجہ عبدالحق:** سندن لقب محي الدين آهي. پاڻ خواجہ محمد عبدالله جا ٽيون نمبر فرزند آهن قدس الله اسرارهم. سندن ظاهر گهڻن پسنديده آثارن سان آراستہ ۽ سندن باطن معرفت ۽ الاهي تجليات جي انوارن سان پيراستہ هو. پاڻ خواجہ احرارالاولياءڪان بلا توسط باطني سبق ورتو هو ۽ طريقت جي تلقين حاصل ڪئي هئي ۽ انهيءَ ذريعي سان ڪمال ۽ تڪميل کي پهتا هئا. هن

اجمال جو تفسير هي آهي تہ هڪ ڏينهن خواجہ احرارالاولياء سمرقند کان باغ بايزيد جي سير ڪرڻ جو ارادو ڪيو. ڪين چيائون تہ تون اسان سان گڏ باغ ۾ هَلُ. پاڻ عرض ڪيائون تہ مون اجان تائين سبق نہ پڙهيو آهي. خواجہ فرمايو تہ اڄ سبق اسين توکي پڙهائيندا سين. مطلب تہ انهيءَ ڏينهن سبق جي عيوض هن مضمون کي لکي سندن حوالي ڪيائون:

فرزند نورچشم (1) پنهنجي سچي همت کي هن طرح رکجانءِ جو تنهنجي دل ۾ حق سبحانہُ کان سواءِ ٻي ڪابہ خواهش نہ هجي (2) حق سبحانہُ کان سواءِ جيڪا بہ شيءِ تنهنجي دل کي پاڻ ڏي متوجہ ڪري تہ لا الہ الا الله چئي ان شيءِ کي دل کان پري ڪجانءِ. ۽ هيئن ڪجانءِ تہ انهيءَ شيءِ کي پنهنجو دشمن سمجهہ (3) هميشہ حق سبحانہُ کان نهايت نياز ۽ انڪساريءَ سان هي طلب ڪجانءِ تہ هو پاڻ کان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ ۾ توکي نہ ڦاسائي (4) پاڪائيءَ سان طهارت ڪجانءِ ۽ اڪيلائيءَ ۾ نماز پڙهجانءِ. زمين تي سر رکي حق سبحانہُ کان هيءَ دعا گهرجانءِ تہ هو پنهنجي خاص بندن جي دل ۾ تنهنجي محبت پيدا ڪري ۽ انهيءَ ڪانسواءِ ڪنهن ٻيءَ شيءِ ۾ سعادت نہ سمجهجان تہ حق سبحانہُ جا خاص ٻانها پنهنجي دل ۾ توکي جڳهہ ڏئي حق سبحانہُ کان اِهو چاهين تہ هنن جي محبت تنهنجي دل ۾ گهر ڪري.

پاڻ بہ هندستان فتح ٿيڻ کان پوءِ جنت آشيانيءَ جي خدمت ۾ آيا هئا. مرزا ڪامران سندن ئي مريد هو. خطن ۾ جيڪو سوال جواب جنت آشيانيءَ سان ٿيو آهي. اهو ڪجهہ مير عبدالحي جي ڪتاب "جمع" ۾ لکيل آهي. گهڻو ڪري سندن عمر جو حصو ڪمزوري- مٿي جي سور ۽ ڪنگهہ جي مرضن ۾ گذريو آهي. ايتري ڪمزوري ۽ بيماريءَ جي باوجود نفل عبادات جي ادا ڪرڻ ۾ خواهہ سفر هجي يا حضر ڪمال جي چستي- چالاڪي ۽ توانائي ڪم آڻيندا هئا. ايتري قدر جو سندن ڪمن ۾ ڪنهن مستحب جو بہ ترڪ نظر نہ آيو. چون ٿا تہ جڏهن ڪين آخري غسل ڏنو پئي ويو تہ ان وقت مولانا مصطفيٰ رومي فرمايو تہ هن کان وڌي ٻي ڪهڙي وڏي ڪرامت هوندي جو جسم هيتري لاغري ۽ ڪمزوريءَ جي باوجود آخري سفر جي وقت تائين پنهنجي ڪنهن بہ عبادت يا رياضت ۾ سستي نہ ڪئي. حرمين شريفين جي زيارت جي توفيق ٿي تہ ٻنهين

مقدس جڳھين تي اڪابرن ۽ فقيرن جي عمدي خدمت ۽ نذر ۽ نياز جو انتظام ڪيائون. فرمائيندا هئا تہ جڏهن مڪي معظمہ ۾ حرم شريف ۾ طواف لاءِ ويندو هئس تہ جنهن ڪي اتن بهشتن جو نمونو چوڻ گهرجي تہ اتان جي خادمن جي طرف کان ناهمواريون ۽ بي ادبيون ڏسڻ ۾ ايندڀون هيون. ۽ اهو ڏسي دل ۾ خلش ٿيندي هئي. تہ اهڙن مقدس مقامات جا خادم گهٽو شائستہ هئڻ گهرجن. هيءَ ڪنڊن جهڙي کهٽڪ هميشہ دل کي زخمي رکندي هئي. هڪ رات طواف ڪندي ڪجهہ خلوت ۽ فرصت نصيب ٿي تہ هڪدم ڪَنَ ۾ هڪ آواز آيو ۽ ڪنڌ تي هٿ رکڻ جو بہ احساس ٿيو آواز جو مضمون هي هو تہ هن جماعت جا ماڻهو اسان جي درگاه جا خانواده آهن. اعتراض ڪرڻ جي بجاءِ اعزاز ڪرڻ بهتر آهي. هي ٻڌندي ئي طبيعت مان تشويش بلڪل رفع ٿي وئي ۽ سڀ عضوا ۽ حواس تواضع ۽ فرمانبرداريءَ ڏي متوجہ ٿي ويا.

**غوثي:** هن واقعہ مان اها سند ملي تہ بارگاه ۾ جيڪي خدام حاضر رهندا آهن. انهن سان پنهنجي معاملات ۽ حقوق ۾ مروت ڪرڻ گهرجي. قاضيءَ جي حڪم ۽ مفتيءَ جي فتويٰ تي نظر نہ رکڻ گهرجي ڇو تہ جرم معاف ۽ پنهنجو حق ساقط ڪرڻ جائز آهي.

**خواجہ عبدالعليم** : پاڻ خواجہ محمد عبدالله جا چوٿين نمبر جا فرزند هئا. سندس صورت ۽ سيرت بلڪل پنهنجي والد بزرگوار وانگر هئي. والدين شريفين ۽ برادران مڪرم جي خدمت ۾ حقوق جي ادائگيءَ ۾ گهڻي ڪوشش ڪندا هئا. پنهنجن ڪمن کي ڇڏي ٻين جي مشڪل معاملن کي حل ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويندا هئا. بيڪسن جون حاجتون پوريون ڪرڻ لاءِ وڃڻ- گرمي- سردي- سفر ۽ حضر کي خيال ۾ نہ آڻي ڏينهن رات مشغول رهندا هئا.

خواجہ محي الدين عبدالحق فرمائيندا هئا تہ برادرم عبدالعليم خواجن جي خاندان ۾ مضبوط جبل ۽ ثابت قطب جي مثل آهن. هن جي ڪمن ۾ تردد ۽ تنزل کي دخل ڪونهي ۽ سندن پسنديده صفتون- ڳڻڻ کان گهڻيون آهن. جڏهن شاه بيگ خان جي لڙائيءَ جي سبب هن خانوادي جي درويشن ۽ فقيرن کي درماندگيءَ جون تڪليفون آيون تہ ڪين هي حالتون ڏسڻ ۽ برداشت ڪرڻ کان ٻاهر ٿي ويون. لاچار ڪاشغر جي سفر جو ارادو ڪيائون ۽ جيڪي عمر جا بہ ٽي سال باقي هئن اُهي اُتي بسر ڪيائون ۽ پوءِ عالم ملڪوت ڏي روانہ ٿي ويا.

## خواجہ عبدالشهيد رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ خواجہ محمد عبدالله جا پٽ آهن. جيڪو خواجہ جو خواجہ ڪري مشهور هو. الاهي اخلاقن سان آراستگي ۽ شين جي حقيقت جهڙي چٽجي رکندا هئا. ڪسبي ۽ لدني علم، حقيقي ۽ ظاهري بصيرت سلوڪ ۾ هي ٻئي سندن رفيق هئا. جڏهن سندن ولادت سان محلي ۾ بلڪ سڄي سمرقند ۾ خوشي ملهائي وئي تہ خواجہ احرارالاولياءَ بہ هيءَ خوشخبري ٻڌي ۽ انهيءَ محلي ۾ تشريف وٺي ويا. والدبزرگوار فوراً ٻار کي پنهنجي والد ماجد (خواجہ احرارالاولياء) جي خذمت ۾ پيش ڪيو دين ۽ دنيا جي دولت خواجہ احرارالاولياء جي آستين ۾ هئي. پاڻ هن ولايت جي باغ جي ٻوٽي کي پنهنجي ٻنهين هٿن سان گهڻي محبت سان کنيو ۽ هن عرفان جي گوهر جي ڪَنَ ۾ بانگ چئي. وات ۾ ماکي چٽائي ۽ نالو رکيائين. جڏهن ٻئي دفعي خواجہ جي نظر هن عالي فطرت ڇوڪري جي منهن تي پئي تہ فرمايائون تہ هن فرزند جي اکين ۾ عرفان جو فيض ۽ حضور الاهيءَ جو نور عيان آهي. ماڻهن جو بيان آهي تہ حضرت خواجہ عبدالشهيد جا ڪمالات جڏهن ترقيءَ تي هئا تہ هي فرمائيندا هئا تہ جنهن حضور ۾ شهود جي خوشخبري ڏاڏي سائينءَ ڏني هئي ان جو ڪو اثر اجا تائين فقير جي ادراڪ ۾ نہ آيو آهي. ليڪن جيئن تہ خواجہ احرارالاولياء جي بشارت آهي ان ڪري واپسيءَ واري سفر تائين بہ ان جي اميد ضرور باقي رهندي.

بيشڪ اها اميدواري تہ آهي جنهن سان گهڻي ڪشائش ٿيندي آهي. چون ٿا تہ سندن اوقات چئن قسمن ۾ تقسيم هئا هڪ حصو قرآن مجيد جي تلاوت ۽ احاديث نبوي عليہ السلام جي ذڪر ۾ گذرندو هو ٻيو حصو فنن جي ڪتابن جي مطالعي ۾ ٽيون حصو فوائد ۽رسالن جي ڪتابت ۾ ۽ چوٿون حصو رات جي نماز ۽ باطني شغل ۾ ۽ باقي وقت جيڪڏهن ڪو رهجي ويندو هو تہ اهو مراقبي ۾ گذرندو هو. مطلب تہ هجري سنہ نو سؤ چاهٺ ۾ تقديري ڪرشمو ۽ هند جي ارباب سعادت جو جذبو کين هندستان ڏي ڇڪي آيو. انهن ڏينهن ۾ وقت جو فرمانروا اڪبر شاهہ دارالسلطنت آگري ۾ سلطنت ۽ ڪامرانيءَ جو مزو ماڻي رهيو هو. گهڻو ڪجهہ عاجزي نياز ۽ ڪمال درجي جي تعظيم ۽ تڪريم

جو اظهار ڪري سندن استقبال ڪيو ويو ۽ اهڙي تہ سهڻي سلوڪ سان پيش آيو جو هڪ عقيدتمند مريد بہ پنهنجي روشن ضمير ۽ پير سان اهڙي طرح پيش نہ اچي سگهندو. پاڻ اٽڪل پندرهن سال هن ملڪ جي ماڻهن جي رهنمائيءَ سان فيض بخشو. چون ٿا تہ هڪ رات سندن ڏاڏي بزرگوار معاملہ جي حالت ۾ هڪ جزوان سندن سپرد ڪيو جيڪو خطن سان ڀريل هو. تعبير هن واقعي جي هن طرح ظاهر ٿي جو آخر ۾ خدا شناس ماڻهن جن جو تعداد ڏهن هزارن کان بہ گهڻو هو بيعت جي ذريعي سندن ڪلاه پنهنجي سرن تي رکي توبہ و دعا جي توفيق حاصل ڪري سلوڪ ۾ داخل ٿيا. معلوم ٿيو تہ اهو ڪاغذ جو پرچو انهيءَ جماعت جي نالن جو هو. قصو ڪوتاهہ جيئن تہ عمر رسيدي عالم روحانيءَ ڏي باز گشت جو مقدمو آهي لهذا آخري عمر ۾ پيءُ ڏاڏن جو اُخروي وطن ياد ڏياريو. هجري سنہ نو سوءُ بياسيءَ ۾ واپسي جو عزم ۽ سفر جي تياري ڪري هندستان کان سمرقند روانا ٿيا. منزلن تي قيام ڪرڻ سامان کولڻ وغيره ۾ دير تي دير ٿيندي وئي ۽ سواري و سفر جو اهتمام فرمائڻ ۾ پاڻ رفتار ۽ گفتار سان نهايت عجلت ظاهر پيا ڪن. خاص ڪري آمو درياہ جي ڪناري تي پهچي پاڻ سيني ماڻهن کان اڳ ۾ لهي پيا. جنهن مان سمجهو ويو تہ ڪا اندروني ڪيفيت ان جو سبب آهي. جيڪي خادم ۽ خاص محرم همراه هئا. انهن هن بيتابيءَ جو سبب معلوم ڪيو ۽ اصلي حقيقت معلوم ڪندي سندن جواب گهريو. ليڪن پاڻ سواءِ هن جي ڪوبہ جواب نہ ڏنائون تہ مون کي هنن ڏينهن ۾ هر لمحي شوق جي سبب اهڙي حالت پيش ٿي اچي جنهن جو سمجهائڻ ممڪن نہ آهي. ۽ جيڪي ڪجهہ بيان ڪري ٿو سگهجي اهو بہ ٻڌڻ وارن کي حيرت ۾ وجهندو.

۽ وڌيڪ فرمايائون تہ آخري سفر آخرت جو آغاز هن ظاهري سفر جي انجام سان مونکي مليل ٿو معلوم ٿئي ۽ غالب گمان اهو آهي تہ هنن ٻنهين سفرن جي وچ ۾ اقامت واري مدت ۾ خلل پيدا نہ ٿيندو. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ منهنجي ڪن ۾ منهنجي بزرگن جي طرف طلب جو مضمون پهچي رهيو آهي. بلڪ هاڻي هنن ڏينهن ۾ حضرت قطب الواصلين خواجہ بزرگ هڪ رات عالم مثال ۾ صاف فرمايو تہ پٽ! هاڻي سستي ۽ درنگ نہ ڪر. پاڻ کي نهايت تيزيءَ سان اسان وٽ وني اچ. انڪري مان چاهيان ٿو تہ جيترو ٿي سگهي

پنهنجي طرف ڪان جلد از جلد پنهنجي آباءِ ڪرام جي بافيض مزار جي قدمن ۾ پهچان ۽ انهن جي پاڙي ۾ آخري آسائش اختيار ڪيان. چون ٿا تہ جڏهن سمرقند جي سرحد ۾ پهتا تہ فرمايائون تہ هتي پنهنجي مٽي جا وار ڪوڙائڻ کپن شايد سمرقند ۾ مٽو ڪوڙائڻ يا مٽي کي ڪنهڻ جي بہ فرصت نہ ملي ۽ پنهنجي وطن ۾ پهچڻ بعد هڪ مهيني ڪان ڪجهہ گهٽ زنده رهيا ۽ اهو وقت ڪوچ ڪرڻ جي انتظام ۾ گذريو. مير عبدالحي پنهنجي ڪتاب "جمع" ۾ لکي ٿو جمع جي ڏينهن ستين تاريخ رمضان المبارڪ جي هئي جامع مسجد ڪان موٽي ماٿهو حضرت خواجہ جي خدمت ۾ آيا. سڀ پٽ پنهنجا- پراوا- متعلقين- اندريان ۽ ٻاهريان خادم واري واري سان رخصت ٿيندي سندن خوشنودي طلب ڪندا رهيا. ايستائين جو شام جو وقت آيو. پاڻ تيمم فرمائي مغرب جي نماز اشارن سان ادا ڪيائون ۽ مون کي پنهنجي ويجهو سڏي پنهنجو هٿ مبارڪ ڪامل مهربانيءَ سان منهنجي مٿي منهن ۽ ڪنڌ تي ڦيريائون انهيءَ دوران طبيعت تي ضعف غالب ٿيو. خواجہ هاشم سيرانديءَ ڪان وينا هئا. حافظن کي فرمايائون تہ يٰسين ختم ڪيو پاڻ اکيون کولي فرمايائون تہ جڏهن وقت ايندو تہ ان طرف اشارو ڪبو. ان تي هڪ منٽ گذريو فرمايائون وقت ٿي ويو آهي. خواجہ هاشم سمجهو تہ عشا جي نماز جو وقت ٿا پڇن. جواب ڏنائون تہ اجا شام آهي. وري فرمايائون تہ نہ وقت ٿي ويو آهي. ان وقت ذهن ۾ آيو تہ پاڻ ڇا ٿا فرمائن. حافظن يٰسين سڳوريءَ جي تلاوت شروع ڪئي ۽ حاضرين الله الله جي ذڪر ۾ مشغول ٿيا. ٿوري دير انهيءَ حالت ۾ گذري هئي تہ حرڪت جو احساس ختم ٿيو. مون خواجہ هاشم کي عرض ڪيو تہ شايد پاڻ رحلت فرمائي ويا. جڏهن اسان تحقيق ڪئي تہ ائين ئي هو يعني ڇنڇر جي رات تاريخ ائين رمضان المبارڪ هجري سنہ نو سؤ ٺياسي ۾ پاڻ پنهنجا ظاهري نقش زماني جي ظاهري نمائشي صفحي تان مٽائي، علم الاهيءَ جي صورت خاني ۾ باطني نقش وجي ڄمايو. چون ٿا تہ جمع جي ڏينهن صبح جي وقت پاڻ خواجہ هاشم کي فرمايائون تہ قلمدان گهرائي منهنجون ڪجهہ ڳالهيون لکو جيڪي وصيت جي صورت ۾ آهن:

"ڀهرين اها تہ جيڪو منهنجو جانشين منهنجي پيروي ڪرڻ گهري- ان کي

گهرجي تہ منهنجي طريقي کي پنهنجو پيشوا بنائي ۽ ماڻهن کي گهرجي تہ اُهي
بہ هن سان اهڙي طرح آداب ۽ خدمت سان پيش اچن جيئن باالخصوص مون سان
پيش ايندا آهن. ٻي اها تہ تڪفين ۾ تڪلف نہ ڪيو وڃي. هن ڪَلَ کي جيڪا
حرم شريف ۾ پهچائي وئي آهي هڪ چادر ۾ ويڙهيو وڃي ۽ جيڪڏهن ڪاجاءِ
ڪليل رهجي وڃي تہ ان کي ڪنهن هم رنگ ڪپڙي سان ڍڪي ڇڏيو ۽ سندن
ميزان جي دالان ۾ مونکي دفن ڪجو. تہ جيئن احرارالاولياءَ جي زائرين جي
روضي جو ڦيريون قدم فقير جي خاڪ تي پوي منهنجي ياد انهن جي دلين ۾
اچي ۽ منهنجي روح تي فاتحہ پڙهي اڳتي وڌن ٽين هي تہ دل ڪتاب خاني جي
وقف ڪرڻ ۾ لڳي پئي آهي. مناسب آهي تہ بنا دير جي ڪتاب خانو وقف
ڪيو وڃي (چوٿون هي تہ) حافظن کي ٽي دفعا ختم قرآن ڪرڻ گهرجي.
(پنجون هي تہ) فرزندن دوستن ۽ آشنائن کي گهرجي تہ صبر ۽ رضا کي پيشوا
بنائي قطعاً رئڻ پٽڻ کان باز اچن جيڪو ماتم جو بنياد آهي ڇو تہ هن سفر ۾
گهڻا مطلب ۽ مرادون منهنجا رفيق آهن."

جڏهن پاڻ اهو فرمايائون تہ درويش جي جاءِ ميزان جي دالان وٽ آهي تہ
فرزندن ۽ دوستن عرض ڪيو تہ خواجہ احرارالاولياءَ جي دالان ۾ هڪ قبر جي جاءِ
خالي آهي. جنهن بزرگ جي هن جاءِ تي قبر ٿي سگهي ٿي حضور جن جي
بابرڪت ذات کان سواءِ اهڙو ڪو بہ ٻيو ڪونهي. جيئن تہ عرض کي قبول ڪرڻ
مروت جو جز آهي لهذا پاڻ قبول ڪندي فرمايائون تہ دالان جي مٿئين حصي ۾
قبر اهڙي طرح رکجو جو هن خاڪسار جو مٿو وڏي ڀاءُ خواجہ عبدالحق جي قدمن
جي برابر اچي. چنانچہ انهيءَ طرز سان سندن قبر جي صندوق تيار ڪئي وئي.
انهيءَ دوران وڏي ڀاءُ جي قبر مان هڪ سِرَ جدا ٿي پئي. حاضرين ماهو المطلوب
جو تماشو ڪري سِرَ کي وري ساڳيءَ جاءِ تي لڳائي ڇڏيو.

جناب خواجہ عبدالشهيد جا ٻہ فرزند هئا. هڪ تہ ننڍپڻ ۾ ئي وصال
ڪري ويو ٻيو پٽ سعيد خواجہ عبدالرشيد هو. جنهن والد بزرگوار جي رحلت
کان پوءِ خاندان جو ڏيو ٻاريو هو. خواجہ عبدالرحمان عرف بادشاهہ خواجہ-
خواجہ عبدالرشيد جائي فرزند رشيد هئا. گهڻو آرام و اطمينان جون نشانيون ۽
درويشاڻا اخلاق سندن عادتن ۾ نمايان آهن. اميد تہ پنهنجي وڏن جي درجن
تي پهچي ٻنهين جهانن جي سرفرازي حاصل ڪندا.

# شيخ محمد بن شيخ عبدالملڪ قاري خالديؒ جي ياد ۾

چون ٿا تہ درسي ڪتابن تي عبور پنهنجي والد بزرگوار ڪان حاصل ڪيائون ۽ قرائت جي علم ۾ زماني جا استاد هئا. پاڻ فرمائيندا هئا تہ مان پنهنجي والد بزرگوار جي خلافت واري خرقي تي دل کي مطمئن ڪري ويهي نہ رهيس ۽ هميشہ عارفن جي غوث جيلاني قدس سرهُ جن جي باطن ڪان پرورش جي تلاش جاري رکيم. قادري سلسلي سان گهڻي دل لڳي وئي هئي. پنهنجي باطني پير جو مون ڪڏهن بہ بنا وضوءَ جي نالو نہ ورتو. جڏهن بہ غوث العرفا جي روح مبارڪ ڏي اڏورو توجہ بہ ڪندو هوس تہ سڀ مشڪل حل ٿي ويندا هئا. هميشہ پاس انفاس جي ذڪر ۾ دل مشغول رهندي هئي. پنهنجي سڄي عمر ۾ ڪنهن بہ قسم جي مدد اهل دنيا ڪان نہ ورتم. مولانا محمد بيان ٿا ڪن جيڪي ڪوتوال جي مسجد ۾ گوشي نشين هئا تہ مون هڪ ڏينهن نماز ۾ ڪين شهباز وانگر اڏامندي ڏٺو ۽ سلام ورائڻ ڪان پوءِ دستور مطابق صف ۾ ويٺل ڏٺم ان جي باوجود جو نَوَ نَوَ ڏينهن مسلسل روزو هوندو هئن. مگر عبادت گذاريءَ لاءِ طاقت ۾ گهٽتائي ڪانہ ايندي هئن. ۽ تيراندازيءَ ڪان بغير هڪ ڏينهن بہ نہ گذرندو هو. چادر ۽ گوڏ ڪان سواءِ سبيل لباس ڏي ڪڏهن بہ توجہ نہ ڪندا هئا. ڪاڌو ڪائڻ مهل سندن هٿ پنهنجي سامهون ڪان اڳتي نہ وڌندو هو. حالانڪ دسترخوان تي مختلف ڪاڌا برابر وارن جي سامهون هوندا هئا. جيڪڏهن گهر وارن مان ڪو پڇندو هو تہ اڄ توهان ڇا ڪاڌو تہ جواب ڏيندا هئا تہ جيڪي ڪجهہ اوهان ڏنو. هڪ ڏينهن ڪين گهر واريءَ چيو تہ بادشاهہ ڪان پگهار ونو نہ ٿا ۽ جيڪي ڪجهہ فتوح جي رستي سان اچي ٿو اهو تقسيم ٿي ٿو وڃي تہ پوءِ ضرورت جي وقت سواءِ تڪليف جي ٻيو ڇا پيش ايندو. پاڻ مسڪرائيندي فرمايائون تہ هن وقت ڇا جي ضرورت آهي. جواب ۾ ڪجهہ روپين جي ضرورت ظاهر ڪئي وئي. اجا ڳالهہ ختم ئي نہ ٿي هئي تہ در تي ڪڙڪو ٿيو. هڪ ننڍو ٻار در تي ويو. هڪ ماڻهو در تي بيٺو هو جنهن مقدار جي ضرورت ظاهر ڪئي وئي هئي اوترو ئي مقدار ڇوڪري جي هٿ ۾

ڏئي پاڻ جلدي هليو ويو. جڏهن طلب ڪيل شيءِ گهر واريءَ جي سامهون آئي تہ فرمايائون تہ تونگريءَ ڪان درويشي گهڻو بهتر آهي. خدا جي حڪم جي طرف موٽڻ گهرجي. جڏهن آخري وقت آيو تہ چيائون تہ محمد ڪي هڪ جاءِ تي مقرر ڪري ڇڏيو ويو هو. ليڪن هاڻي ڪا ڏي ويندس اها خبر ڪانهي اٿن ڏينهن ڪان پوءِ چوڏهين رجب هجري سنہ نو سؤ چوراسي تي رحلت فرمايائون. آخري آرامگاه آگري ۾ اٿن.

## شيخ محمد ابن ابي اللطف رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ شافعي مذهب ۽ قدس خليل جا شيخ الاسلام هئا ۽ عقلي و نقلي علمن جا ماهر هئا انوار شافعيءَ تي هڪ وڏي شرح لکي اٿن. شيخ قطب الدين نپواري چئي ٿو تہ مون هڪ ڏينهن شيخ جي سامهون درد دل جي شڪايت ڪئي تہ مون گهڻيون دعائون گهريون- وظيفا پڙهيم- تعويذ ڪيم انهيءَ اميد سان تہ ختم نبوت جي صاحب عليہ السلام جن کي هڪ دفعو خواب ۾ ڏسان. مگر نصيب نہ ٿيو. فرمايائون تہ اها سعادت هُنَ طرف جي عنايت سان وابستہ آهي. پوءِ وري معلوم ڪيو تہ يا شيخ ڇا توهان انهيءَ دولت سان مشرف ٿيا آهيو؟ فرمايائون تہ ڪيترا دفعا ۽ بيان ڪيائون تہ هڪ رات خواب ۾ مونکي خبر ملي تہ نوراني شڪل پيغمبر عليہ السلام جن پنهنجي قدمن سان مسجد اقصيٰ کي منور فرمايو آهي. مان ڊوڙي وڃي حاضر ٿيس تہ ڪين ويٺل ڏٺم. صلواة سلام جو مونکي جواب مليو. ۽ فرمايائون تہ شيخ محمد تون خوش آهين؟ مون عرض ڪيو تہ هائو هاڻي جو حضور ﷺ جن جو ديدار ڪيو اٿم. جڏهن مون حضرت جن جي هٿ کي چميو تہ حضور ﷺ جن دعا فرمائي تہ الله تعاليٰ تنهنجي علم ۽ اولاد ۾ برڪت ڏئي ۽ ٻئي دفعي جو مون ڏٺو تہ حضور جن شناسا ڇاڻي فرمايو تہ اي شيخ محمد اسان کي هن مقام تائين ڪٺي هلو ۽ مان آنحضرت ﷺ جن کي انهيءَ جاءِ تي ڪٺي ويس ۽ جيڪي چاهين سو پُڇُ. مون ٿوري دير تحمل ڪري عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ قيامت ڪڏهن ايندي. حضور جن فرمايو تہ منهنجي ويجهو اچ. جڏهن مان سندن قريب ويس تہ آنحضرت صلي الله عليہ وسلم جن منهنجي ڪَنَ ۾ فرمايو جيڪ ي بہ فرمايائون. سندن پيدائش جي جاءِ ۽ آخري آرام گاه قدس خليل ۾ آهي.

## شيخ ابوالنصر طبلاولي مصري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شافعي مذهب ۽ پنهنجي وقت جا دانشمند هئا. سندن ذات کان عالم کي جمال حاصل هو. ازلي علم جي جهلڪ پڻ سندن ذات ۾ هئي. مهذب اخلاق وارا ۽ ڪشاده پيشانيءَ وارا هئا. ۽ ٻيا بہ گهڻا بزرگيءَ جا آثار موجود هئن. شيخ قطب الدين پنواري چئي ٿو تہ ستاويهين رجب معراج جي رات مصر جي جامعہ الازهر ۾ جتي سندن درسگاه آهي معراج جو بيان عشا جي نماز کان پوءِ صبح تائين طرح طرح جي معنيٰ ۽ عمدي تفسير سان ڪيائون ۽ هر هڪ ٻڌڻ واري کي ان جي سمجهہ جي موافق تعليم ڏنائون ۽ هن بيان کي پوري ڪرڻ جو واعدو ٻئي وقت تي موقوف ڪيائون. عجيب علمي انداز هو. سندن آخري آرامگاه مصر ۾ آهي.

## شيخ علي قدسي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ حنفي مذهب جا هئا. بيت المقدس کان مصر ۾ وجي وطن ڪيو هئائون. سندن ڪتابي درس وڏي رونق وارو هو. علم سيميا جو قانون بہ ڄاڻندا هئا. شيخ محمد ابن ابي اللطف مقدسيءَ شيخ قطب الدين پنواريءَ کان روايت ڪئي تہ منهنجو پيءُ ابوالبرڪات توهان جي درس ۾ ايندو هو ان دوران توهان جي سيميائيءَ جي نمائش ڏني هئائين. شيخ قطب الدين اهڙي قسم جي هڪ ڳالهہ لکي شيخ عليءَ جي سامهون پيش ڪئي. پاڻ قسم کاڌائون ۽ چيائون تہ جنهن ڏينهن سيميا جي مذمت ۾ ابو يوسف رحہ جي هڪ روايت منهنجي نظر مان گذري. انهيءَ ئي ڏينهن اُن جا وَرَقَ باهہ ۾ ساڙي ڇڏيم ۽ ان جي ياداشت ئي وساري ڇڏيم. ورنہ اڄ ان جي ٻڌائڻ کان ڪابہ رڪاوٽ ڪانهي.

هن علم جي ڄاڻڻ وارن کي واضح هجي تہ علم سيميا ٻن طريقن سان هوندو آهي (هڪ مجازي) يعني هڪ ممڪن جي صورت ۽ ٻيو ممڪن جي شڪل ۾ نمايان ڪيو وڃي ۽ هيءَ ڳالهہ افسانن جي ذريعي پيدا ٿيندي آهي. ۽ (ٻيو حقيقي) يعني ممڪنات جي صورت ۽ ايزدي صفتن جو جلوو ڏيکاريو

وجي ۽ هيءُ ڳالهہ اشغال- اذڪار- ۽ تصورات جي ذريعي سان علم طريقت جي ذريعي هٿ ايندي آهي. مطلب تہ عالم جيڪو هڪ جوهر ۾ ڪجهہ اعراض سان عبارت آهي. هڪ سيميائي صورت آهي ان شخص جي نظر ۾ جيڪو اهل بصيرت آهي. مصرع: بنيش اهل دل نصيبش باد-

## شيخ معروف رحمۃ اللہ علیہ ۽ شيخ عثمان رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

هي ٻئي حضرات ذوق ۽ وجدان جا خزانا ۽ علم و عرفان جي جواهرن جي کاڻ هئا. ٻئي مسيح القلوب جي ماءُ جا چاچا ۽ شيخ طاهر يوسف جا سوٽ آهن. هنن جي پيدائش جي جاءِ ڳوٺ پاٽ آهي. ليڪن تقدير جو ڪرشمو هنن کي وطن کان ڪڍي آيو ۽ هڪ جاءِ صيت پور ملتان ۽ بکر جي سرحد تي واقع آهي، ان سرزمين جي درويشن جي رهنمائيءَ لاءِ هنن ٻنهين کي وٺي ويو. انهيءَ جاءِ جي باشندن هنن ٻنهين بزرگن جي آمد کي قيمتي گنج سمجهي غنيمت ڄاتو ۽ نيڪ اعتقاديءَ سان پيش آيا. هي ٻئي بزرگ سيني ننڍن وڏن جا پشت پناه ۽ مرشد ٿي ويا. قاضي قاضن سنڌيءَ جا صحبتي هئا. شيخ طاهربن يوسف فرمائيندو هو تہ مان هنن ٻنهين صاحبن کان سنڌ ۾ وحدت الوجود جون ڳالهيون ٻڌندو هوس ۽ مرصاد العباد پڙهندو هئس ۽ نہ سمجهندو هئس. جيستائين غوث الاولياءَ جي خذمت ۾ گجرات ۾ نہ پهتس. ٻنهين بزرگن جي مزار صيت پور ۾ آهي جتي نيازمند ۽ مريدن جي بازگشت آهي.

مصرع: سواد باغ رضوان خاڪ شان باد-

## شيخ محمد فقيہ تبصغيہ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

فقيہ، تعرڪ ۾ هڪ ڳوٺ آهي جيڪو دارالملڪ يمن ۾ داخل آهي. صلاحيت- صدق- صفا- بدل ۽ رياضت هي سڀ صفتون سندن ڪامل درجي جون هيون. ان جي باوجود جو يمن وارن تان تنگي ڪڏهن بہ جدا نہ ٿي ٿئي مگر پاڻ هر روز ٻن پهرن جو ۽ شام جو مختلف قسم جا ڪاڌا ڪارائيندا هئا. ۽ هڪ معلم کي ڪجهہ حق ڏيندا هئا تہ جيئن هو ڇوڪرن کي قرآن ۽ نماز ياد ڪرائي. ڏسڻ وارن کي هي حال ڏسي حيرت ٿيندي هئي. هڪ بزرگ دريافت

ڪيو تہ هيءَ حالت هن پراڻي ڳوٺ ۾ ڪيئن حاصل ٿي. پاڻ فرمايائون تہ هڪ هندي نسل ماڻهو هتي آيو ۽ مون کي علم تڪسر سيکاريائين.

## شيخ زائراللهؒ جي ياد ۾

پاڻ شيخ عمر مانڊوءَ واري جا فرزند آهن. سندن ڏاڏي وٽ غاليچن ناهڻ جو ڪارخانو هو. خليج جي سلطان جو زمانو هو جو مانڊوءَ ۾ آيا هئا. مطلب تہ شيخ عمر وڏن جو ڌنڌو ڇڏي درويشي لباس اختيار ڪيو هو. گهڻا ڪمالات حاصل ڪري دنيا مان رحلت فرمايائون. سندن فرزند بہ پيءُ وارا طريقا ادا ڪيا. پرهيز- توڪل- خوشنودي- ڪوشش- سپاس ۽ راستي هي سڀ صفتون سندن خمير ۾ داخل هيون. ۽ انهيءَ ئي رفتار سان عمر اسي سالن تائين پهتن. ماهہ رمضان هجري سنہ نو سؤ پنجاسيءَ ۾ روزانہ رات جو مسجد ۾ قرآن ٻڌڻ ۽ تراويح پڙهڻ ايندا هئا. جيئن تہ سندن گهر ڪافي پري هو ان ڪري رات اتي ئي ترسندا هئا ۽ فرمايائون تہ هي اسان جون آخري تراويحون آهن. ٻئي سال رمضان المبارڪ کان اڳ ئي وصال جي عيد نصيب ٿين. آخري آرامگاہ مانڊو اٿن.

## ميان ميانجي بن داؤدؒ جي ياد ۾

پاڻ گلزار ابرار جي مصنف جا ماما آهن. سندن پيدائش جي جاءِ مانڊو آهي. سندن والد بزرگوار سلطان ناصر الدين خلج جي زماني ۾ نهر والا کان مانڊوءَ ۾ آيا هئا. جڏهن سندن عمر ٻارهن سالن جي ٿي تہ والد دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. مطلب تہ پاڻ گهڻن مشائخن جا مقبول ٿيا خاص ڪري ارادت جو ڪلاهہ سيد جلال ابن سيد احمد جعفر کان حاصل ڪيائون جيڪو سيدي احمد ڪبير رفائيءَ جي نسل مان هئو. سندن قبر احمد آباد ۾ آهي ۽ خلافت جي خلعت شيخ صدرالدين ذاڪر کان مليل هئن جن جي آخري آرام گاہ ٻڙوده ۾ آهي. هميشہ تجارت جي ذريعي سان قوت حاصل ڪندا هئا ۽ پاڙي جي درويشن ۾ تقسيم ڪري ان کي مقبوليت جي درجي تي پهچائيندا هئا. اسي سالن جي عمر هئن. ان کان علاوه ٽيهہ سالن کان وڌيڪ سندن اڌ رات نماز ۾ ۽

سحري دعا وغيره ۾ گذري. هجري سنه نو سؤ پنجاسيءَ ۾ خاڪي جسم کي قبر جي سپرد ڪري امر ربيءَ جي لطيف جنس دارالملڪ علیين ۾ پهچايائون. سندن ٻه فرزند آهن وڏو تاج محمد هو جنهن سپاهگيري اختيار ڪئي گهڻو ڪجهه حاصل ٿين. ننڍو شيخ حسين صاحب حال وقال اهلِ رضا ۽ تسليم آهن. تصوف ۽ وحدت جو شان سندن ذات ۾ ظاهر آهي. بردباريءِ فروتنيءَ جهڙيون وصفون پريل اٿن. پيءُ وانگر رهندا هئا. گهر کي ظاهري ۽ باطني چراغ سان روشن رکندا آهن. خدا ڪري عمر ۾ ترقي ٿئين.

## شيخِ برهان رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن پيدائش جي جاءِ احمد آباد گجرات آهي. هجري سنه نو سؤ ٻياسيءَ ۾ پنهنجي وطن کان شيخ صدرالدين محمد ذاڪر جي خدمت ۾ گواليار جي مقام تي ويا هئا. ۽ واپسيءَ ۾ شيخ ذاڪر سان گڏ مانڊوءَ ۾ آيا هئا. تصوف جو طريقو ۽ ذڪر و شغل جي سند شيخ ذاڪر جي تلقين سان حاصل ڪيائون. عقلي ۽ نقلي علمن ۾ قوت استعداد روان هئن. گلزار ابرار جي مصنف جي دوستيءَ جي سبب جيڪو نحو ۾ سندن شاگرد آهي. مرشد جي اجازت سان ۽ شيخ محمود جلال جي مصاحبت جي خيال سان مانڊوءَ ۾ رهائش اختيار ڪئي هئائون. جڏهن مالڪ مُلڪ اڪبر شاهه سير ۽ شڪار جي بهاني سان رعيت ۽ سپاهين جا مخفي حالات معلوم ڪندو هجري سنه نو سؤ پنجاسيءَ ۾ مالوه جي طرف آيو ته قطب الاقطاب غوث الاولياءَ جا فرزند مخدوم زاده گرامي شيخ ضياءُالله به شاهي لشڪر ۾ هئا. شيخ محمود جلال- شيخ برهان- حافظ صالح ۽ فقير غوثي حسن هي چار ڄڻان مخدوم زادي جي خدمت جو ارادو ڪري مانڊوءَ کان ديپال پور ڏي روانا ٿيا جتي شاهي خيما لڳل هئا. مطلب ته جڏهن لشڪر دارالسلطنت آگري ڏي موٽيو ته شيخ برهان ۽ حافظ صالح، مخدوم زادي سان گڏ هليا ويا. رستو اجمير ڏي وڃي نڪتو اتي شيخ برهان ظاهري جهان کان رخصت ٿيو رحمته الله عليه سندن آخري آرامگاه انهيءَ بزرگ مقام ۾ آهي. مصرع: باد هم آغوش بابرهان وحدت جان او

# شيخ ابو جيو رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ خضر جا پٽ آهن. قدس الله سرهما ڄمڻ جي جاءِ گجرات ۽ آخري آرامگاه برهانپور جو قلعو آهي. توڪل ۽ همٿ جا صاحب هئا. پسنديده اخلاق سان سندن زندگي گذرندي هئي. جيڪي صاحب گوناگون موجودات ۾ وحدت الوجود کي مڃڻ وارا ۽ بيشمار مظاهر واحد مطلق کي ڏسڻ وارا آهن. انهن اصحابن ۾ پاڻ بہ داخل هئا. شيخ فضل الله گجراتيءَ جا مريد آهن ۽ شيخ نعمان آسيريءَ سان ويجهڙائيءَ جو رشتو هئن. ڪلام جي بندش ۾ صوفين جي طرز تي هلندا هئا جيئن پير تبريزي- شيخ مغربي ۽ شاهہ انور آهن. سندن نظم اڪثر ڪري درد مندن جي حق ۾ علاج جو حڪم رکندي هئي.

مصرع: زيور گوش دل او حلقہ الهام باد-

# شيخ ناهر بياباني رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن پيدائش جي جاءِ "دهار" آهي، جيڪا مانڊوءَ کان سٺن ڪوهن جي فاصلي تي آهي. سندن بزرگ سهرورد جا آهن، هن ڳوٺ ۾ اچي گوشي نشين ٿي ويا هئا. چون ٿا تہ ننڍائپ ۾ ئي کين الاهي جذبو ٿي ويو هو. ليڪن فرائض ۽ نوافل جا اوقات محفوظ هئا. آخرڪار سترهن سالن جي عمر ۾ پاڻ پير طريقت جي جستجوءَ ۾ اجمير شريف جي طرف روانہ ٿي ويا. ۽ اُتي وڃي خواجہ حسين رحہ جي خدمت ۾ مريد ٿيا جن کي ماڻهو خواجہ معين الدين چشتي اجميري رحہ جي نسل مان سمجهندا آهن قدس الله سرهما.

پير جي خدمت ۾ هڪ چلو ڪڍيائون ۽ مندسور ۾ رهڻ جي اجازت ملين قصو مختصر مندسور جي ڪناري تي هڪ تمام وڏو وڻ هو ان جي ٿُڙ کي اندران خالي ڪري گهر ٺاهيائون ۽ انهيءَ وڻ جو خشڪ نہ ٿيڻ سندن ڪرامت آهي.

مطلب تہ يارهن چلا انهيءَ حجري ۾ اندر رهي لڪل دشمن (نفس) سان لڙائي ڪرڻ ۾ ڪڍي آخر فتح حاصل ڪيائون.ان کان پوءِ مسلسل سترهن سال رياضت ڪندڙ درويش وانگر اتي گذاريائون. چوٽيهہ سالن جي عمر ۾ سن نو سؤ ڇهاسي هو جو فاني جهان مان لاڏڻو ڪيائون ۽ انهيءَ ئي وڻ جي هيٺان آخري آرامگاه اختيار ڪيائون. هجري سنہ هڪ هزار چوڏهن جي ختم ٿيڻ وقت

شيخ ابوالخير مبارڪ بارڪ الله في عمله مالڪ اقليم نور الدين جهانگير شاهه ولد اڪبر بادشاه جي حڪم سان سلطان بدخشان ميرزا شاه رخ وٽ مالوه ۾ آيا هئا تہ جيئن ميرزا شاه رخ کي حڪم موجب چيتور جي قلعي جي طرف وٺي وڃن جڏهن لشڪر تيار ٿي مندسور ۾ پهتو تہ هڪ ڏينهن شيخ صاحب جن بياباني‌ءَ جي قبر تي بہ وڃي زيارت ڪئي هئي ۽ وڻ ۾ ناهيل گهر ۾ بہ داخل ٿيا هئا. شيخ جي حڪم سان انهي‌ءَ گهر کي اندران ۽ ٻاهران پيمائش ڪيو ويو تہ ٻاهر کان ٽڙ چوٿيهہ گز ۽ اندر کان ان جو اڌ جيترو هو. ويهہ ماڻهو ان ۾ آرام سان ويهي ٿي سگهيا.

## شيخ فتح الله راج گڏهي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ وقت جي وڏي بزرگ شيخ نظام اميٺي‌ءَ جا مريد آهن. جڏهن سماع ۾ پاڻ گرم ٿي ويندا هئا تہ حيرت ايترو تہ غالب ٿي ويندي هئي جو زمين تي ڪري پوندا هئا. ايتري قدر جو هٿ پير چورڻ جي بہ طاقت نہ رهندي هئي. هڪ دفعي راج گڏهي‌ءَ کان سير لاءِ فتح پور آيل هئا جيڪو آگري کان ٻارهن ڪوهن جي فاصلي تي آهي ۽ انهن ئي ڏينهن ۾ قاضي ابراهيم بہ پنواري‌ءَ کان اُتي وڃي پهتا. ۽ سندن ديدار لاءِ بہ ويا اندر گهڙڻ کان اڳ ئي ڳائڻ وارن کي شيخ صاحب ڳائڻ کان روڪي ڇڏيو. پاڻ رنگين قميص پاتائون جنهن تي گهڻو عطر ڇڙڪيل هو. ۽ چيائون تہ اي جمالِ شريعت پنهنجون خواهشون ڇڏي ڏيڻ ۽ بيخودي‌ءَ سان مشيئت الاهي‌ءَ ۾ رهڻ اها بندگي آهي. ڪڏهن بادشاهي لباس پارائي عزت جي صدر مقام تي ٿو وهاري ۽ ڪڏهن پراڻن وارن جي ميري بغير آستين ۽ گريبان جي ڪفني گلي ۾ وجهي ذلت جي خاڪ تي ٿو ليٽائي. اسين تماشائي هئڻ ۽ حيرت کانِ سواءِ ڪهڙو فائدو حاصل ڪري ٿا سگهون. ان کان پوءِ هي‌ءَ آيت **لَا يُسْـَٔلُ عَمَّا يَفْعَلُ** (الله تعالىٰ جيڪي ڪجهہ ڪري ٿو ان جي باري ۾ پڇي نہ ٿو سگهجي) پڙهيائون ۽ اکين مان ڳوڙها وهي آين. ان کان پوءِ پاڻ شيخ عبدالنبي صدر جي ملاقات لاءِ بہ ويا هئا. شيخ عبدالنبي حديث جي درس ۾ مشغول هئا. سندن طرف توجہ نہ ڪيائون. فارغ ٿيڻ کان پوءِ فرمايائون تہ درس جي ڪري رسمي تواضع نہ ڪري سگهيس. پاڻ جواب

ڏنائون تہ درويش مخدوم کان حالات جي اعتبار کان ننڍو آهي مخدوم جي طرفان صرف مهرباني ئي ڪافي آهي ۽ هيءَ حديث پڙهيائون. من لم يرحم صغيرنا ولم يوقر ڪبيرنا فليس منا- (يعني جيڪو شخص اسان جي ننڍن تي رحم نہ ڪري ۽ اسان جي وڏن جي عزت نہ ڪري اُهو اسان مان نہ آهي). صدرالصدور هي ٻڌي خوش ٿيا ۽ دعا ڪيائون.

مصرع: خدائي مهربانش مهربان باد-

## شيخ موسيٰ رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ اُجين جا باشنده آهن. شيخ چندن مندسوري جا مريد ۽ وڏا خليفا آهن. رياضت- تن گذاري ۽ نفس سان لڙائي ڪرڻ ۾ سيني اهل زمانہ ۾ اڪيلا هئا. گهڻ ڪائيندي ڪائيندي هي حال ٿي ويو هئن جو سندن بدن ڪي ڪَلَ رڳن ۽ هڏين ڪي شمار ڪرڻ ۽ ڏسڻ ۾ پردو نہ ڪندي هئي. ساهہ کڻڻ مهل سندن پاسرين جون هڏيون آواز ڏينديون هيون. جنهن سال دارالسلطنت آگري ڪان حڪومت جي مالڪ اڪبر بادشاه مالوه ڏي ڪوچ ڪيو ۽ ديپالپور ڪان ئي واپسي ٿي اُن وقت خداشناسن جي ملاقات جو خيال ڪين سير و سياحت ڏي وٺي آيو. شيخ ضياءُ الدين غوثي- قاضي صدرالدين لاهوري- قاضي جلال الدين ۽ صدرن جو صدر شيخ عبدالنبي. انهن صاحبن جي ملاقات سان ڪين قلبي سڪون حاصل ٿيو. صدرن جي صدر ڪين متوڪل ۽ مستحق سمجهي سمجهہ مناسب رقم مقرر ڪئي. ليڪن پاڻ ڪو عذر ڪري ان ڪي قبول نہ ڪيائون ۽ نفس جي واپسيءَ تائين جيڪو هجري سن ڇهاسي هو. باقي زندگي موليٰ جي ڪمن ۾ گذاريائين.

## شيخ ولي محمد رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ لشڪر محمد عارف جا ماما هئا. ڄمڻ جي جاءِ قلعو جانپانير هئن. جيڪو گجرات جي اڳين حاڪمن جو دارالخلافہ هو. وحدت الوجود جو جوش گهڻو هئن. جنهن جي سبب ڪري پاڻ ڪائنات ۾ ذات جو مشاهدو صفتن جي نقاب ۾ ڪندا هئا. سندن پهريون پير طريقت شيخ قطب جهان ذاڪر نهروالہ آهي بعد ۾ پاڻ قطب الاولياءَ شيخ محمد غوث قدس اسرارهم جي خدمت مان ظاهري و باطني ڪمالات جو حصو ورتو هئائون. هجري سن نو سؤ

ٻياسي هو جو احمدآباد کان برهانپور آيا. تقريباً پنج سال ماڻهن جي رهنمائيءَ جي فرصت ملين. پوءِ هجري سنه ستاسيءَ ۾ اجل جو سڏ ٿين. نهايت تازگي ۽ منهن جي ڪشادگيءَ سان قبول فرمائي قرب ڏي روانه ٿي ويا. سيد حسين قدس سرهُ جي "نزهت الارواح" تي پاڻ هڪڙي شرح لکي اٿن جنهن ۾ سيني عبارتن کي توجيه ۽ تاويل جي ذريعي وحدت الوجود ڏي ڦيرائي ڇڏيو اٿن. شرح نهايت دقيق لکي اٿن. حقيقت ڄاڻندڙ عالم جي نگاه نهايت غور و خوض سان ان جي مقصدن جي ته تائين شايد پري کان پهچندي. شيخ لشڪر محمد عارف چئي ٿو ته پاڻ هڪ دفعي رات جو مون کي پنهنجي مجازي معشوق کي سڏي اچڻ لاءِ موڪليائون. هُنَ اچڻ کان انڪار ڪيو. مون واپس اچي خدمت ۾ اطلاع ڏنو. پاڻ روئي ڏنائون. مان پنهنجي پٽڪي جي ڪنڊ سان سندن ڳوڙها اگهڻ لڳس. اوچتو منهنجي نظر پٽڪي جي ڪنڊ تي پئي ته ڇا ٿو ڏسان ته هر جاءِ تي رت جا داغ لڳل آهن. شيخ ابراهيم قاري جيڪو غوث الاولياءجو امام هو. چئي ٿو ته سندن باري ۾ مونکي حد درجي جي حيرت تي ته مظاهر جميله (خوبصورتي ظاهر ڪندڙن) سان ايتري تعلق هجڻ جي باوجود سندن هڪ مستحب به ضايع نه ٿيندو هو.

## شيخ حميد لار رحمة الله عليه جي ياد ۾

جيڪو شخص ننڍائپ مڪتب ۾ جواني مدرسي ۾ ۽ ڪراڙپ خانقاه ۾ گذاري ٻنهين جهانن جو مالڪ ٿي ويو هجي اُهو غوث الاولياءَ جو خليفو آهي جنهن جي والد جو نالو لار آهي. جنهن زماني ۾ احمد آباد جي عالمن غوث الاوليا جي وجداني ڳالهين تي اعتراض جي زبان کولي هئي ته پاڻ ۽ شيخ وجيه الدين علوي احمد آباديءَ ۽ اعتراضن جي رد ۾ منقولي ۽ معقولي جواب ڏئي ظاهر بينن جون دراز زبانون روڪيون هيون. سندن ڄمڻ جي جاءِ گجرات آهي. ليڪن تقديري ڪرشمون کين گجرات کان برهانپور ۾ ڇڪي آيو. برهانپور جي حاڪم کين عزت ۽ وقار سان ضرورتون پهچائڻ ۾ گهڻي دلچسپي ورتي. سندن عمر اسي سالن کان به مٿي ٿي وئي هئي. ليڪن لٺ جي سهاري کان سواءِ هلندا هئا. مسيح القلوب چون ٿا ته هڪ عرس ۾ پنهنجي پير سان گڏ

شيخ حميد جي خذمت ۾ ويو هئس. سماع جي مجلس ختم ٿيڻ کان پوءِ موڪلائڻ مهل منهنجي پير شيخ جي قدمن تي متو رکي گهڻي عاجزي ۽ نياز جو اظهار ڪيو هو. جيڪي مريد گڏ هئا انهن به پير جي پيروي ڪئي. مگر عرض ڪيائون تہ ايتري گهڻي تواضع جو سبب ڇا آهي. پير فرمايو تہ اهڙو درويش جنهن ننڍپڻ کان وٺي ڪراڙپ تائين حقيقي محبوب جي خيال ۾ دل ۽ان جي ياد ۾ زبان کي مصروف رکيو هجي ۽ ان کان سواءِ ڪاڏي بہ توجہ نہ ڪيو هجي. سندن جهڙو ناياب آهي. جواب ٻڌڻ وارن کي گهڻو وجد ٿيو ۽ رقت پيدا ٿي. سندن آخري آرامگاه انهيءَ ئي اسلامي شهر ۾ آهي.

## شيخ جمال ابن شيخ الاسلام رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن ولادت جي جاءِ چنديري آهي. والده جي همراه اُجين ۾ آيا هئا. تصوف جي رسالن جو درس محققانہ ڏيندا هئا. خاص ڪري سيد حسين جي نزهتہ الارواح تي شيرين ۽ تازين تاويلات سان گهڻو ڪجهہ لطيفا ۽ رمزون بيان ڪندا هئا. سندن باطن گوناگون الاهي معرفتن سان آراستہ ۽ ظاهر جسماني ڪاروبار کان معطل هو. ايتري قدر جو سوئيءَ ۾ ڌاڳو ڪنهن جي ٻڌائڻ کان سواءِ سندن هٿ سان نہ پئجي سگهندو هو. سائل سندن اڳيان خالي نہ موٽندو هو ۽ مهمان سان دوستي ڪرڻ ۾ حضرت ابراهيم خليل الله جي عادت ڪم ۾ آڻيندا هئا. هڪ ڏينهن گهر جي خادميائي ڪجهہ کاڌو سندن سامهون آندو. پاڻ پُلَ ۾ چند گرهہ کائي ويا. هيترو مزيدار کاڌو اڪيلو کاڌم. انهيءَ خيال ڪين پريشان ڪيو لاچار باقي کاڌو هٿ تي رکي ٻاهر آيا ۽ ٻاهر وارن کي چيائون تہ هن کاڌي ۾ ايتري تہ لذت معلوم ٿي آهي جو قيامت جي ڏينهن هن جي شڪر گذاري يا عذر ان کان علاوه خيال ۾ نہ ٿو اچي تہ هي کاڌو اوهان سان گڏ کاڌو وڃي.

شيخ تقي الدين محمد سندن پيڻ جو پٽ هو. چوندو هو تہ هجري سنہ نو سؤ ڇهاسيءَ ۾ شهنشاهہ زمان جي طرف کان شيخ منور صدر مالوه هو ان جي خواهش تي ۽ ان سان گڏ شيخ جمال ماندو جي سير لاءِ ويو هو. اُتي صبح جي وقت پاڻ فرمايائون تہ انسان کي بيمار وانگر صحت جو عاشق نہ هئڻ گهرجي تہ جيئن نفس جي واپسيءَ وقت ناروا علاج ۽ ڪم ۾ ايندڙ ڪوڙي دوا بيمار

جي حق ۾ زهريلي گاهه وانگر نہ لڳي. بلڪ تسليم جي عادت سٺي آهي تہ جيئن ايزدي ثنا ۽ دعا کي توشو ۽ تعويذ سمجهي ۽ کنهن بہ علاج کي صحت جو دستاويز نہ سمجهي. انهيءَ نصيحت جي ذريعي پاڻ پنهنجي جلد وڃڻ جي خبر ڏنائون. ۽ وڏيڪ اهو طريقو بہ ٻڌايائون تہ بيمار داري ڪيئن ڪئي وڃي.

شيخ تقي الدين محمد چوندو هو تہ جڏهن پاڻ ماندوءَ کان وري اجين ۾ آيا تہ رمضان شريف ۾ صبح جي وقت خانقاه جي اڱڻ ۾ مٿو گوڏن تي رکي عالم استغراق ۾ هئا ۽ منهنجي هلڻ جي آواز تي آگاه ٿيا ۽ پڇائون تہ تون ڪير آهين. مون عرض ڪيو تہ اوهان جو فرزند تقي- ارشاد فرمايائون تہ بابا تقي- اهو چوڻ ۾ بہ منهنجي جانشين ٿيڻ ڏي اشارو فرمايائون ان کان پوءِ اُٿي کڙا ٿيا ۽ هڪ پٿر مونکي ڏيکاريائون تہ هن پٿر جو اڌ حصو اڳ ننڍي پاءُ عبدالقادر جي قبر تي لڳي چڪو آهي ۽ هي ٻيو اڌ حصو انتظار ۾ آهي تہ جمال جي مزار تي لڳي. قبر جي جاءِ بہ تجويز ڪيائون انهيءَ جاءِ تي ڏاڙهونءَ جو هڪ وڻ هو ان جي ڪڍڻ جو اهتمام فرمايائون ۽ انهيءَ ئي ڏينهن مزاج ۾ ٻيو رنگ ٿي ويو. شيخ منور صدر پيغام ڏنو تہ مون هڪ خواب ڏٺو آهي تہ شيخ جي طبيعت جلد تندرست ٿي ويندي. پاڻ ٻڌائون. تعجب ٿين ۽ فرمايائون تہ بيشڪ صدر جي خبر درگاه جي آهي ۽ درويش جي ڳالهہ بازاري آهي. اهو بہ فرمايائون تہ گهڻي تعجب جي ڳالهہ تہ اها آهي تہ صوفي آخري سفر جي وقت کي نہ سڃاڻي ۽ ان کان بہ وڌيڪ تعجب جي اها ڳالهہ آهي تہ آگاهہ ٿي وڃي ۽ خوشحاليءَ سان آماده نہ ٿئي ۽ ان کي وصال نہ سمجهي. تاريخ ستاويهين رمضان جي صبح جو هجري سنہ نو سؤ ستاسيءَ ۾هي مصرع پڙهيائون. پرده برادر- کہ من عارض زيبا نگرم- ۽ فرمايائون تہ ٻئي مصرع جي گنجائش ڪيئن ٿي ٿي سگهي جو وقت ۾ ئي گنجائش باقي نہ رهي ۽ جلديءَ ۾ ٻيو مصرع بہ پڙهيائون. ورنہ از آهہ جگر پرده عالم بدرم- حسرت جو هٿ زمين تي هنيائون ۽ اک جهان کان بند ڪيائون.

## شيخ اوليا رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ سراج جا پٽ آهن. دنيا کان محويت سندن عادت هئي. سخاوت

سبب مال متاع کي کمزور رکندا هئا. ۽ جيکا شيءِ هٿ لڳندي هئن اُها حاجتمندن کي ڏئي ڇڏيندا هئا. زماني جي گردش کين ڪالپيءَ کان اُجين ۾ وٺي آئي. خاندان ۾ فرزند پيدا ٿيا. ستر سالن جي عمر ۾ حجاز جي سفر جي توفيق ٿين. مکي مکرمہ ۾ تدفين ٿين. پاڻ ٽي پٽ ڇڏيائون شيخ قطب الدين- شيخ مودود- ۽ شيخ نظام. ٽيئي پٽ کي ظاهري فضيلت ۽ معنوي سعادت حاصل آهي. حاجي الحرمين آهن. شيخ علي تقيءَ جي خليفي شيخ عبدالوهاب جي خدمت ۾ التزام ڪري حديث جي تصحيح ڪيائون ۽ تلقين حاصل ٿين. الله سندن وڏي عمر ڪري.

مصرع: بادا شمار وصف گرامي بنام او-

## شيخ احمد ابن شيخ جلال جانپانيري رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ محمود جا وڏا ڀاءُ ۽ شيخ صدرالدين ذاکر جا مريد آهن. ڪلام پاڪ مسلسل معنيٰ سان ياد هئن. جڏهن پاڻ تلاوت ڪندا هئا تہ ٻڌڻ وارن کي هوش نہ رهندو هو ۽ مستانا وار سماع ڪرڻ لڳندا هئا. سندن ننڍو ڀاءُ شيخ محمود مانڊوءَ ۾ هو. اتفاقاً ٻنهين کي هڪ ٻئي جي ديدار جو شوق ٿيو. ٻنهين طرف ضبط جي طاقت نہ رهي. هڪ ئي وقت مانڊوءَ وارو ڀاءُ گجرات ڏي ۽ گجرات وارو ڀاءُ مانڊوءَ ڏي سفر لاءِ نڪري پيا. جيئن تہ اچڻ واري ۽ وڃڻ واري جو رستو الڳ الڳ هو ان ڪري هيڏانهن وارو هوڏي وڃي پهتو ۽ هوڏانهن وارو هيڏي اچي پهتو. منٿ ميڙ ڪري گجرات واري ڀاءُ کي جلدي واپس وڃڻ کان هڪ مهيني تائين باز رکيو ويو. غوثي هن لطيفي کي پنهنجي ازلي سعادت جو ڪرشمو سمجهہ جو خدا تعاليٰ تنهنجو خالي رهڻ پسند نہ ڪيو. هڪڙي کي هتان روانو ڪيائين تہ ٻئي کي هيڏي موڪليائين تہ جيئن ڪمالات حاصل ڪرڻ ۾ تون بيڪار نہ رهين. مطلب تہ هڪ مهيني کان پوءِ گجرات ڏي ويل ڀاءُ واپس موٽي آيو ۽ ٻنهين ڀائرن هڪ ٻئي کي ڏسي خدا جو شڪر ادا ڪيو. ڪجهہ ئي ڏينهن کان پوءِ شيخ احمد کي دستن جي بيماري ٿي پئي جيڪا تمام سخت هئي انهيءَ دوران شيخ شمس الدين زنده دل شيرازي گواليار کان مانڊوءَ ۾ اچي پهتو. هي شيخ شمس الدين غوث الاولياءَ جا وڏا خليفا آهن.

بيجاپور دکن ۾ گهر بنايو اتي سندن قدمن جي برڪت سان بيمار کي ڪجهه آرام مليو. شيخ شمس الدين فرمايو ته محمود! هاڻي ياءِ احمد کي سندن فرزندن تائين پهچايو وڃي. مان به پنهنجي مقصد جو رستو ڇڏي توهان جو هم سفر ٿيو ٿيان ڇو ته هن سال مون غوث الاوليا جي باطن کان اجازت ورتي آهي ته هاڻي اچڻ وڃڻ کان عمر جي تقاضا نه ٿي ڇڏي. هيءَ زيارت درويش جي آخري زيارت آهي ۽ گهڻا ڏينهن ٿيا آهن ته شيخ صدرالدين ذاڪر سان نه مليو آهيان. ۽ شيخ وجيه الدين علويءَ کي به نه ڏٺو اٿم عمر ختم ٿيڻ تي آئي آهي لهذا انهيءَ بهاني گجرات وڃڻ ٿو گهران ته جيئن اسين هڪ ٻئي کي الوداع چئون. ٽئي عزيز گجرات پهتا ليڪن شيخ احمد کي ڪامل صحت حاصل نه ٿي. ايتري قدر جو موت جي خطرناڪ منزل کان دائمي زندگيءَ ڏي هجري سنه نو سؤ اناسيءَ ۾ روانه ٿيا. آخري آرامگاه بڙوده ۾ اٿن.

## شيخ زڪريا رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ عبدالرزاق جنجانويءَ جا مريد آهن. نوراني باطن ۽ روحاني شڪل هئن. هجري سنه نو سؤ چوراسيءَ ۾ دهليءَ جي صوبي مالوه ڏي وڃڻ لڳا جڏهن وهار ڳوٺ ۾ پهتا ته هتي هوا جي لطافت ماڻهن جي ملنساري ۽ عارف وقت شيخ معروف سعدالله جي صحبت کين پسند آئي. شيخ صدرالدين جهان چئي ٿو ته جڏهن سلوڪ جي آغاز ۾ مونکي صرف هڪ ڪرشمو ڏيکاري فيض جو دروازو بند ڪيائون ته عجيب انقباض پيدا ٿيو جنهن کان پوءِ انبساط جي ڪا صورت ئي ڪانه هئي مطلب ته جمع جي ڏينهن جامعه مسجد ۾ سندن خدمت ۾ حاضر ٿيس پاڻ منهنجي حالت محسوس ڪيائون ۽ پوءِ مهرباني فرمائي طبيعت جي انقباض ۾ ڪجهه ڪشائش فرمايائون ۽ چيائون ته غمگين نه ٿيڻ گهرجي ڇو ته معشوقي مذهب جو ڍنگ هن طرح آهي ته پهريائين هڪڙي جهلڪ ڏيکاري مزو چکائيندا آهن. ۽ پوءِ بي نيازيءَ ڪري هن جي سيني ۾ شوق جي پرورش ڪندا آهن.

سندن معاملي تي مان سلوڪ کان باز نه رهيس بلڪ پهريان کان وڌيڪ سرگرم ٿي ويس. چون ٿا ته سڄي عمر مجرد رهيا. آخر عمر ۾ هڪ مريد هڪ

ڪنيز پيش ڪئي هئي ان کي ڪجھ ڏينهن خدمت ۾ رکيو هئائون. هجري سنہ نو سؤ اناسيءَ ۾ پاڻ بهشت نشين جا همر نشين ٿيا. آخري آرامگاه مولانا غياث جي تربت جي پهلوءَ ۾ اٿن.

## شيخ صدرالدين ذاڪر رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ شمس جا پٽ آهن. ۽ نالو محمد اٿن. ڄمر جي جاءِ جانپانير ۽ آخري آرامگاه بڙوده ۾ موجود آهي. سندن وڏا سوداگريءَ جي ذريعي گذر سفر ڪندا هئا. پنجويهن سالن جي عمر ۾ ڪين ترڪ ۽ تجريد جي توفيق ٿي. هجري سنہ نو سؤ ٻاونجاھ هو جو قطب الاقطاب غوث الاولياءَ جي خدمت ۾ پهچي مريد ٿيا ۽ هميشہ خدمت ۾ رهڻ اختيار ڪيائون. جڏهن سندن پير بزرگوار گجرات کان گواليار ڏي هجرت فرمائي تہ پاڻ بہ ساڻ ٿي پين ۽ اتي جواهر خمسہ کي پوري ڪمال سان عمل ۾ آندائون. نفس سان جنگ ڪري تقويٰ کي لڙائيءَ ۾ غلبو ڏنائون ۽ نفس کي فرمانبردار بنايائون. بعد ۾ خلافت جو خرقو ۽ سيني مشهور سلسلن جو اجازت نامون حاصل ڪري پنهنجي وطن ۾ رهڻ جي اجازت ورتائون. اهڙي طرح ٽي دفعا گجرات کان گواليار ڏي ويا ۽ آيا. هڪ دفعو پير جي حياتيءَ ۾ ٻہ دفعا پير جي رحلت کان پوءِ قدس سرہٗ هر دفعي مانڊوءَ کان گذر ٿيندو هئن. آخري دفعي تقريباً هڪ سال رهي چلا ڪڍيائون ۽ گهڻن ئي استعداد جي صاحبن ماندو وارن کي بيعت ۽ تلقين جي حلقي ۾ آڻي عرفاني ۽ وجداني ڪمالات تائين پهچايائون. انهن مان هڪ شيخ امان الله ابن شيخ ڪمال الدين ڪالپوي آهي. جيڪو جهان جي پرهيزگارن جو سردار هو. شيخ عثمان ابن لادن قريشي- متوڪلن ۾ مٿاهون شيخ ڪمنہ مجرد جيڪو گهڻي عرصي تائين شاھ ميانجي مجذوب جي روضي ۾ حجري جي اندر رهيو. شيخ جمال الدين ابن شيخ ڀڪاري ۽ مصنف گلزار ابرار جي عمر بہ ان وقت پندره سال هئي. مون بہ سندن خدمت ۾ اهل زمانہ جي اسباب کان هٿ ڌوئي بلڪل بيڪارن جهڙو طريقو اختيار ڪيو هو. جڏهن پاڻ پنهنجي وطن ڏي تشريف وٺي ويا تہ خليفن مان شيخ محمود ابن جلال کي هتان وارن جي پرورش ۽رهنمائيءَ جي لاءِ قيام جي اجازت ملي. شيخ محمود سلوڪ ۽ تصوف جون

منزلون طئہ ڪرڻ ۾ زماني ۾ اڪيلو هو. سڄو گجرات سندن خليفن ۽ مريدن سان ڀريو پيو آهي. چند شخصن جا حالات ياداشت ۾ لکبا جيڪي صحيح صحيح معلوم ٿيا آهن. انشاءَ الله العزيز.

مطلب تہ سندن نظر ۾ ڪيميائي اثر ۽ ڳالهہ ۾ مقبوليت جو تاثير هو. سندن باطن شوق ۽ ولولي سان ڀريل ۽ ظاهر تقويٰ ۽ پرستش سان آراستہ هو. سندن مصروفيتون ايتريون هيون جو رات ۽ ڏينهن ۾ بيڪار هڪ ساهہ بہ نہ گذرندو هئن. سندن رياضت سلسلي ۾ داخل ٿيڻ جي پهرئين ڏينهن ڪان نفس جي واپس ٿيڻ تائين هر دم زياده ٿيندي رهندي هئي. سندن وجدان جيترو گهٽو ٿيو اوترو خاموشي بہ وڌندي وئي. اي غوثي! خاموش رهہ سندن تعريف پوري ٿيڻ جي نہ آهي. اڳتي هل تہ جيئن ڳالهہ ختم ٿئي. آخرڪار جانپانير جي ويران ٿيڻ ڪان پوءِ پاڻ گهر ۽ خانقاه بڙوده ۾ ٺاهيائون. جيڪو جانپانير ڪان ٽي منزلون پري آهي. پاڻ ڪيترن ئي بصيرت جي صاحبن جا پيشوا ٿيا آهن. هجري سنہ نو سؤ اٺاسيءَ ۾ رحلت فرمايائون.

مصرع: در جهان بــ اوندارد صدر شيخي رونقہ د-

## شيخ چاون ابن عمر چشتي ؒ جي ياد ۾

سندن ڄمڻ جي جاءِ اجمير شريف آهي. هجري سنہ نو سؤ پنجاهہ جي لڳ ڀڳ پنهنجي وطن ڪان مالوه جي سير واسطي آيا هئا. ڪجهہ ڏينهن ڳوٺ بغلجہ ۾ ماندوءَ جي قلعي جي هيٺان گذاريائون. پوءِ ماندوءَ جي جامعہ مسجد ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئائون. هڪ ٺوڪري ريتيءَ جي زمين تي ڦهلائي ڏينهن جو ان تي وهندا هئا ۽ انهيءَ تي ئي رات جو بہ سمهندا هئا. هڪ پراڻو ڪمبل چتين سان ڀريل همراه رکندا هئا. سرديءَ جي موسم ڪان سواءِ ان ڪي ڪڏهن بہ نہ ويڙهندا هئا. نہ ڪنهن جي گهر ويندا هئا نہ ڪنهن ڪان ڪجهہ گهرندا هئا. اهڙيءَ طرح تقريباً ٽيهہ سال انهيءَ جاءِ تي توڪل ۾ زندگي گذاريائون. هجري سنہ نو سؤ انهٺ ۾ جڏهن صوبو مالوه سجاول خان افغان جي قبضي مان نڪري اڪبر بادشاه جي قبضي ۾ آيو ۽ هو بد نصيب ڪوهستان بگلانہ ۾ پيجي وڃي لڪو تہ بخشيان صوبي سرڪار ماندوءَ ڪي پير محمد خان

جي نالي تي جاگير ۾ ڏئي ڇڏيو ۽ ان سان گڏ ٽي هزار سوارن جي پگهار بہ ڏنائين. ان جي ٻئي سال جاگير جو صاحب شيخ جي ملازمت ۾ حاضر ٿيو ۽ هي تہ ملڪ خانديس ستين صديءَ جي اڌ کان فاروقي طبقي جي قبضي ۾ آهي ان جي فتح جي ارادي جي متعلق ڪجهہ گذارش ڪيائين. مگر پاڻ اجازت نہ ڏنائون. بلڪ ارادو ختم ڪرڻ لاءِ اشارو فرمايائون. ليڪن هن قبول نہ ڪيو ۽ لشڪر ڪشيءَ جو اهتمام ڪيائين ۽ شڪست کائي موٽيو. خانديس جي فوج تعاقب ڪندي اهڙو تہ اچي مليا جو ايتري گنجائش بہ نہ ڇڏيائون جو ٻيڙيءَ ڪي ملاح هُن ڪناري کان هِنَ ڪناري تي وٺي اچي. لاچار گهوڙي کي درياهہ ۾ لاٿائين. پاڻي دٻاءَ ۾ هو ۽ گهڻن سوارن سان گڏ ٻڏي ويو.

متين ڪرامت ڏسي اڪبر بادشاهہ طرفان مقرر ڪيل مالوه جا جاگيردار ساڻن نهايت نيڪ اعتقاديءَ سان پيش ايندا هئا ۽ سندس ڳالهين مان حالات جو اندازو لڳائيندا هئا. هجري سنہ نو سؤ اٺاسيءَ ۾ رحلت فرمايائون سلطان هوشنگ غوريءَ جي گنبذ جي ٻاهران اڱڻ ۾ سندن قبر بنائي وئي.

## مولانا روح الدين رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن پيدائش جي جاءِ لار ۽ آخري آرامگاه برهانپور خانديس آهي. مولانا عماد طارميءَ جي پيڻ جا پٽ آهن. لار کان هرمز جي رستي آيا ۽ دکن جي بندرن مان ڪنهن هڪ بندر تي ظهور فرمايائون. احمد نگر جو فرمانروا برهان نظام الملڪ هو. ان ساڻن سنو سلوڪ نہ ڪيو. لهذا پاڻ اُتان برهانپور جو عزم ڪيائون. هتان جي سپهہ سالار ڪين نهايت دلي توجهہ سان آدر ڀاءُ ڪيو. ڀهريائين سندن لاءِ گهر ۽ مدرسو ٺهرايائين. پوءِ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ صوبي جي حاڪم ڪمال آرزو ۽ عاجزيءَ سان کين علائقي جو قاضي القضاة بڻايو. پاڻ ڪيترن سالن تائين عقلي ۽ نقلي علمن جو درس ڏيندا رهيا. گهڻن ماڻهن سندن خذمت مان فضيلتون حاصل ڪيون.

## شيخ حسن محمد رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ صدرالدين محمد ذاڪر جي پيڻ جا پٽ هئا. ڄمڻ جي ۽ آخري آرامگاه جي جاءِ جانپانير ۾ اٿن. توڪل ۽ تسليم سندن باطن کي گهر بنائي

ڇڏيو هو گودڙي ۽ پيراهڻ کي پنهنجي درويشيءَ جو نشان نہ سمجهائون. پاڻ قبا ۽ ٻيا لباس استعمال ڪندا هئا جنهن سان فقر جو ڇهرو لڪي ويندو هو. احوال کي لڪائڻ ۾ پاڻ ايتري تہ ڪوشش ڪندا هئا جو ورهين ۾ بہ ويجهن دوستن کي سندن تنگ دستي يا فاقہ ڪشيءَ جي خبر ڪانہ پوندي هئي. جڏهن سندن اسبابن کان قطع ڪرڻ جي حقيقت ظاهر ٿي پئي تہ هڪ ڏينهن سندن مامي ڇيو تہ ظاهري سببن کي هٿ لڳائڻ حقيقي توڪل جي خلاف ناهي. پاڻ جواب ڏنائون تہ ظاهري اسبابن کان جيڪا قطع اختيار ڪئي وئي آهي اها توڪل جي ڪري نہ بلڪ همٿ جي سامهون دنيا و مافيها جي حيثيت هڪ رائيءَ جي ذري جيتري بہ معلوم نہ ٿي ٿئي، ۽ بي شمار شريڪ هن ۾ دل کي الجهائي تلاش ۾ آهن لاچار غيرت ۽ شرم مونکي انهيءَ تي مجبور ڪيو تہ پاڻ کي هوس جي فرمانبردارن جو شريڪ نہ بنايان بلڪ ممتاز حيثيت سان زندگي گذاريان.

## مولانا عبدالجليل جونپوري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ عزيزالحق جا خليفا آهن. فضيلت جا صاحب- اهل ڪمال- رياضت ڪندڙ ۽ عارف هئا. ڪتابن جو محققانو درس ڏيندا هئا. گهڻو ڪري روزو رکندا هئا. جڏهن وجد ٿيندو هئن يا رقت ٿيندي هئن تہ فرمائيندا هئا تہ الله جل شانہُ منهنجي مٿان عملي مسائل جي صورت ۾ تجلي ٿو فرمائي. هجري سنہ نو سوءَ اٺاسيءَ ۾ حجاز جي مقدس سفر جو ارادو ڪيائون. اوچتو سندن پير جي خانقاه ۾ بدمعاشن جي هڪ جماعت گهڙي پئي ۽ کين شهيد ڪري ڇڏيائون. انهيءَ ئي جاءِ تي قبر ٺاهي وئي.

## شيخ حسن پور شيخ عبدالله قريشي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت جي جاءِ ۽ آخري آرامگاه ٻئي ڪالپيءَ ۾ آهن. شيخ برهان انصاريءَ جا مريد آهن. فارسي شعر ۽ نظم جو رنگ قديم طرز جو هئن. رسمي علمَ سنجيدگيءَ سان حاصل ڪيا هئائون. وحدت جي گروه جي اصطلاح تي عقلمنديءَ جي گفتگو ڪندا ۽ ٻڌندا هئا. سماع جي مجلس ۾ گهڻ ويندا هئا ۽

پنهنجي رهڻ واري جاءِ ۾ هميشہ وهندا هئا. ملڪ الشعراءُ شيخ ابوالفضل فيضي فياضيءَ سندن رحلت جو سال لفظ "فضائل پناهيءَ" مان ڪڍيو جيڪو هجري سنہ نو سؤ اٺاسي آهي.

## راجي سيد مصطفيٰ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن والد بزرگوار جو نالو سيد مبارڪ ابن سيد محمود ابن سيد نور ابن سيد حامد شاھ آهي. ۽ سيد حامد شاھ شيخ حسام الدين مانڪپوريءَ جا وڏا خليفا هئا. سندن درويشانہ اخلاق ۽ صوفياڻہ انداز هئا. سندن طبيعت ناموافق شين کي برداشت نہ ڪري سگهندي هئي. زندگي نزاڪت سان بسر ڪندا هئا. ظاهري پاڪيزگي ۽ اندروني صفائي سندن خميره ۾ داخل هئي. سرور ۽ سماع کي گهڻو پسند ڪندا هئا. ليڪن هر هڪ نغمي تي سندن دل بي قابو نہ ٿيندي هئي. جيستائين ڳائڻ وڄائڻ وارا علم موسيقيءَ جا ڪامل ماهر نہ هوندا هئا تيستائين سندن مٿان وجد ۽ رقت طاري نہ ٿيندي هئي. انهيءَ صورت ۾ سندن معنوي سڪر ڏکهو ٿي ويندو هو. غوث الاوليا جا ناني هئا. ۽ قطب الاقطاب جي نياٽيءَ مان ڪيترائي فرزند هئا انهن مان هڪ راجي سيد محمد آهي جيڪو پنهنجي پيءُ جو جانشين آهي. الله تعاليٰ جلشانہ سيني کي وڏن جي ڪمالات تي پهچائي. جڏهن هجري سنہ نو سؤ چوراسيءَ ۾ اڪبر بادشاه جو لشڪر دارالخلافہ آگري کان مالوه ڏي ڪوچ ڪري آيو تہ سڀ مشائخ فقراءَ- فضلا- قضاة ۽ شاعر لشڪر سان گڏ هئا. مصنف بزرگن جي ملاقات جو پياسو هئڻ سبب خبر ٻڌندي بيتاب ٿي گهر ۾ ويهي نہ سگهيو. جيڪي بزرگ سير لاءِ نڪتا هئا انهن سان گڏ مصنف بہ هو ۽ راجي سيد مصطفيٰ جي ديدار سان ظاهري ۽ باطني اکين کي منور ڪيو، ۽ الاهيات وارن جي انجمن ۾ ڪيترا دفعا شريڪ ٿيو. هي انجمنون اهڙيون تہ فيض واريون هيون جو ڇڻ تہ رياضت جو ڇلو هر هڪ مجلس جي شريڪ تي نثار ڪجي خاص ڪري انهيءَ مجمعي ۾ جيڪو شيخ ضياءُ الدين ابن غوث الاولياءقدس الله اسرارهم جي خيمي ۾ هو هر طرف کان الحوصلہ الحوصلہ جو آواز ۽ الاستعداد الاستعداد جو فرياد بلند ٿيندو هو. اُهو شخص عجيب سعادتمند آهي جنهن جي طلب جو پيالو انهيءَ وحدت جي شراب سان مالا مال ٿي وڃي.

## شيخ شمس الدين رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن لقب ۽ تخلص "زنده دل" هو. ۽ پاڻ شيرازي آهن. سندن مزار بيجاپور دکن ۾ آهي. سندن حالات هن طرح آهن تہ چوڏهن سالن جي عمر ۾ پاڻ علم جي تحصيل ڪري تفسير بيضاوي شريف تي حاشيو لکيو هو. پارس جي حڪمرانن جي نسل مان آهن. جڏهن سلطنت سندن سوٽن جي هٿن ۾ آئي تہ ساٽن بداخلاقي ۽ ڪوتاهہ نظريءَ سان پيش آيا. ان ڪري سندن والده ماجده پنهنجي پٽ جي سلامتيءَ واسطي اها راءِ قائم ڪئي تہ سندن هن ملڪ مان سفر ڪري هليو وڃڻ کان سواءِ چارو ڪونهي. جڏهن حڪومت نہ رهي تہ پوءِ ٻين پيشن اختيار ڪرڻ جي بجاءِ درويشي سٺي آهي. پاڻ پنهنجي والده جو فرمان قبول ڪري روانہ ٿيا. روانگيءَ وقت مهربان ماءُ کين ٻہ نصيحتون ڪيون ٻهرئين اها تہ بيعت ڪنهن اهڙي بزرگ جي ڪجانءِ جيڪو زماني جو قطب يا غوث هجي. ٻي اها تہ جيستائين زنده رهين هن ملڪ ۾ واپس اچڻ جي خواهش نہ ڪجانءِ. پاڻ والده جي حڪم موجب قلندري لباس ۾ عراق ۽ عرب جي رستي کان هر هڪ شهر ۾ سير و سياحت ڪئي ۽ انهيءَ دوران پير جي تلاش بہ جاري رکيائون. ليڪن تقدير سندن طبيعت ۾ اها ڳالهہ اچڻ نہ ڏني تہ ڪنهن بزرگ جي سامهون ويهي بيعت ٿين. هتان پاڻ ديو نالي جزيري ۾ آيا جتي هڪ درويش صاحب سان ملاقات ٿين جنهن جي ديدار سان هڪ قسم جو جذب پيدا ٿين ۽ ڪجهہ ڏينهن سندن خذمت ۾ رهي دل کي آزمائڻ لڳا تہ خبر ملين تہ شيخ محمد غوث قدس سرهُ جيڪو هن درويش صاحب جو پير آهي. گواليار کان هجرت ڪري احمد آباد ۾ آيو آهي ۽ ميدان ۾ سيني کان سبقت کڻي ويا آهن. پاڻ هي الهامي پيغام ٻڌي خوشيءَ سان احمد آباد جو رستو طئہ ڪيو ۽ خانقاه جي معلومات ڪري دربار ۾ حاضر ٿيا. هڪ اخروٽ کڻي سامهون ويا. عقل ۽ خواهش جيڪا بہ هئي سڀ هڪ ئي ديدار جي نذر ٿي وئي. خيالات ۽ سوالات جيڪي بہ ضمير ۾ ڦري رهيا هئا سڀ وسري وين. انهيءَ بيهوشيءَ جي عالم ۾ قطب الاقطاب سندن هٿ اخروٽ سوڌو پڪڙيو. ۽ فرمايائون تہ تون منهنجو مريد آهين. پاڻ جواب ڏنائون تہ هائو. آخرڪار چند سال خذمت ۽

رياضت کان پوءِ پنهنجي اخلاق ۽ اوصاف جي تهذيب تبديل ڪري مڪمل ٿيا. دکن صوبي جي باشندن جي رهنمائيءَ جي اجازت ملي. پاڻ فرمائيندا هئا تہ جڏهن مان مالوه کان هليو هئس تہ ڪجهہ سير ڪٽڪ زنبيل ۾ رهجي ويئي هئي. جڏهن بيجاپور ۾ پهتس تہ آباديءَ کان پنج ڪوهہ پري هڪ ڪليل مٿانهينءَ تي رهيس ۽ ٻچل ڪٽڪ ان مٿانهين جي بلنديءَ جي دامن ۾ ڇٽي ڇڏيم. هر سال ڄمندي هئي ۽ مان ضرورت جيتري ڪٽي وٺندو هوس ۽ باقي زمين تي ڪري پوندي هئي. وري فصل جي موسم ۾ ڄمندي هئي. اهڙي طرح گذر اوقات ان طرح مقرر ٿي وئي تہ پوءِ مان ڪنهن کان بہ ڪجهہ بہ نہ وٺندو هئس ۽ ان جي باوجود جو سيني مشهور سلسلن ۾ مون کي اجازت هئي ليڪن جيستائين پير زنده هو ڪڏهن بہ ڪنهن کي مريد ڪرڻ جو خيال نہ ڪيم بعد ۾ شيخ عبدالغفور نالي هڪ جوان استعداد جو صاحب هو ان کي پنهنجي خذمت ۾ قبول ڪيم. ۽ ان جي تربيت ۾ همٿ ڪيم. شيخ عبدالغفور کي پنهنجي گهر ۾ ڇڏي جڏهن پنهنجي پير جي روضي جي زيارت لاءِ گواليار ويندا هئا تہ وچڻ ۽ موٽڻ مهل ٻئي دفعا مانڊوءَ کان گزرندا هئا ۽ مصنف جي محلي ۾ ترسندا هئا مصنف علم تڪسير ۽ جفر جامع ۾ سندن شاگرد آهي. مطلب تہ ايزدي اسرارن جي هنگامي ۾ عجيب رونق ايندي هئي. هجري سنہ نو سؤ ڇهاسيءَ ۾ زيارت ڇڏي ٽن سالن تائين پنهنجي گهر ۾ حق پرستي ڪندا هئا پوءِ هجري سنہ نو سؤ نوي ۾ آخري سفر پيش آيو. اُهو ئي مريد شيخ عبدالغفور پنهنجي بزرگ پير جو طريقو جاري رکيو اچن خدا اجا وڏيڪ توفيق ڏئي.

مصرع: زنده دل رفت و برو زنده دلي-

## شيخ عبدالوهاب افغان رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ فضل الله ابن حسين ملتاني چشتيءَ جا مريد آهن. ڄمڻ جي جاءِ ۽ آخري آرامگاه ٻئي مانڊوءَ ۾ اٿن. جوان سپاهي هئا. اوچتو الاهي جذبو پيدا ٿين ۽ ان جي ذريعي سان باطن کي انانيت کان پاڪ ۽ صاف ڪري ڇڏيو. پنهنجي طور طريقن کي ڇڏي ڏنائون. انهيءَ خيال سان تہ مون ۾ مردانگي ڪانهي ۽ بظاهر عورت بہ نہ آهيان تہ پوءِ بهتر اهو آهي تہ پاڻ کي عورت ۽

مرد ڀنهين جي لباس ۽ زيور ۾ تقسيم ڪيان. انهيءَ بيان تي پاڻ اڌ حصي کي مردانه لباس ۽ روش ۾ رکندا هئا. عرصي تائين انهيءَ طريقي سان بسر ڪيائون. آخرڪار جڏهن جذبي جو جوش تڏو ٿيو ته گودڙي پائي سير ۽ سلوڪ ۾ داخل ٿيا. نور جا شعاع سندن پيشانيءَ مان ظاهر هئا. ڪنهن به ماڻهوءَ کان فقر جي اوقات ۾ فتوحات جي طريقي سان ڪجهه به نه ورتائون. ليڪن ڪاٺين جي ڀري جهنگ مان آڻي بازار ۾ وڪڻندا هئا ان قيمت مان ٽي حصه ڪندا هئا. هڪ حصو عيال تي صرف ڪندا هئا. ٻيو حصو پنهنجي خوراڪ تي خرچ ڪندا هئا ۽ ٽيون حصو ويچارن ۽ يتيمن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيندا هئا. انهيءَ طريقي سان معاش مان ڪائيندا هئا. هجري سنه نو سؤ نوي ۾ پنهنجو ظاهري منهن خاڪي عالم مان لڪائي روحانيت جي بزم ۾ وڃي ڪوليائون.

## شيخ منور رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ نورالله ابن قاضي معزالدين ابن قاضي الهداد ابن قاضي محمد شرعي جا فرزند آهن. قرنع جي گروه مانَ آهن سندن وڏي ڏاڏي جو وطن توران ۾ هو. ان کي زماني جي حادثن ڪري ويرانيءَ اچي گهيريو. لاچار هندستان ڏي اچڻ جو اتفاق ٿيو. سرڪار ميوات ۾ هڪ ڳوٺ جمرادت نالي آهي، موصوف سير ڪندي انهيءَ ڳوٺ ۾ اچي پهتو ۽ رسمي علوم جي حاصل ڪرڻ کان پوءِ آخرڪار انهيءَ علائقي جي ڪوهستان ۾ گوشي نشين ٿي ويو، ۽ پنهنجي اندر کي اجارڻ جي جستجوءَ ۾ مصروف ٿي ويو. چند ڏينهن به نه گذريا ته اُن ملڪ جي ننڍن وڏن جون آڱريون قاضي محمد ڏي اٿڻ لڳيون ۽ نيڪ ڪردار ڪري نامور ٿيا ايتري ۾ ڳوٺ جي قاضيءَ جي ضرورت پئي. ڳوٺ جي وڏن ۽ ٻين وڏن ماڻهن جي ذهن ۾ اها ڳالهه آئي ته فيصلن جو اختيار قاضي محمد جي اختيار ۾ ڏنو وڃي. هن تي سڀ متفق ٿي قاضي محمد جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ هن معاملي کي گهڻي منٿ ميڙ سان پيش ڪيائون مگر قبوليت جو جواب نه مليو. گهڻي مدت تائين هن گفتگوءَ جو سلسلو هليو. آخر هڪ رات عالم مثال ۾ حضرت خاتم النبيين عليه السلام جن ارشاد فرمايو ته محمد! تنهنجي نشست شريعت جي مسند تي پسند ڪئي وئي آهي ۽ لقب "شرعي" عنايت ٿيو

آهي. ان کري قاضي محمد شرعيءَ جي نالي سان شهرت ٿين. جڏهن اهو واقعو پيش آيو تہ مجبور ٿي انهيءَ منصب جو بار کنيائون ۽ ٻن نسلن تائين هڪ کان پوءِ ٻيو انهيءَ مسند تي جانشين ٿيندا رهيا.

جڏهن شيخ منور جو وارو آيو تہ قضا جي منصب کي اختيار ڪرڻ کان اڳ ئي الاهي جذبي سندن هستيءَ کي مٽي کان پيرن تائين اهڙو تہ جڪڙي بند ڪيو جو وطن کان نڪري پير جي جستجوءَ ۾ لڳي ويا. جتي بہ ڪنهن درويش جو نالو ٻڌائون خدمت ۾ پهچي فيض حاصل ڪيائون. چون ٿا تہ هڪ رات خواب ۾ هڪ ڪشادي ميدان ۾ هڪ مزار نظر آين. چاهن پيا تہ اُن خوشبودار خاڪ کي چُمن اوچتو ان قبر ما هڪ هٿ نڪتو. پنهنجي مريدن جي طريقي سان مصافحو ڪيائون ۽ مجاورن کان پڇائون تہ هيءَ قبر ڪهڙي خداشناس بزرگ جي آهي. جواب ملين تہ خواجہ معين الدين چشتي اجميريءَ جي. هيءَ خوشخبري ٻڌي بيحد خوش ٿيا. صبح ٿيندي ئي ناگور ڏي هلڻ لڳا. هتي خواجہ خانون جي خدمت ۾ ڪين فيض هدايت حاصل ٿيو. پهريون ئي ديدار ڪيائون تہ تن ڪمال سان گرويده ٿي بيعت لاءِ تيار ٿيو. اجا انهيءَ خيال کي ظاهر نہ ڪيائون تہ ضمير شناس خواجہ فرمايو تہ منور مون توکي پنهنجي بيعت ۾ سعادت جو درجو ڏنو. تعجب جي ڳالهہ آهي تہ صرف ايتري ڳالهہ ڪري بيعت لاءِ خواجہ هٿ نہ وڌايو ۽ فرمايائون تہ تون اڳ ۾ ئي دست بوسيءَ جي دولت ۾ ڪامياب ٿي چڪو آهين. خواجہ جو واقعو ياد ڪري اجا اعتقاد وڌين. هر حال ۾ پير جي خدمت ۾ رهيا ناگور کان چنديريءَ ۾ ۽ چنديريءَ کان گواليار ۾ آيا. پير ڪجهہ وقت کان پوءِ گواليار ۾ خلافت جو خرقو عطا فرماين ۽ پاڻ سان گڏ آگري وٺي ويا. ۽ جاءِ ڏيکاري تہ هن جاءِ تي پنهنجي رهائش اختيار ڪر. چنانچہ حڪم مطابق آخري ساهہ تائين جيڪو تاريخ ستاويهين ذي القعد هجري سنہ نو سوءُ نوي هو. انهيءَ جاءِ تي ئي رهيا ۽ آخر اُتي ئي دفن ٿيا.

چون ٿا تہ شيخ جنيد ابن شيخ بهاءُالدين مفتي هڪ ڏينهن اڌهم خان کي شيخ منور جي خدمت ۾ وٺي ويا. اڌهم خان دير تائين بيٺو رهيو. جڏهن عرض ڪيو ويو تہ فلاڻو خان بيٺو آهي تہ فرمايائون تہ چو نہ ٿو ويهي. هن نذر پيش ڪئي. پاڻ قبول نہ فرمايائون ۽ فرمايائون تہ شهر ۾ جيڪي ماڻهو انهيءَ جي خواهش رکن ٿا انهن کي تقسيم ڪيو. ان کان پوءِ اڌهم خان دعا لاءِ عرض

ڪيو تہ پاڻ خاموش رهيا. اچڻ وارو پريشان حاليءَ سان خدمت مان اٿيو. جڏهن وينل ماڻهن دعا نہ ڪرڻ جو سبب پڇيو تہ پاڻ جواب ڏنائون تہ هن جي مغز ۾ حڪمرانيءَ جي آرزو پريل آهي. حالانڪ هن جي جسم تي سر آهي ئي ڪونہ تہ پوءِ مان ڪيئن مدد ڪيان. چون ٿا تہ انهن ئي ڏينهن ۾ اتڪا خان هن کي آگري جي قلعي کان هيٺ ڪيرائي ختم ڪري ڇڏيو.

## شيخ يوسف بنگالي رحمة الله عليه جي ياد ۾

قرطاسي علمن جي لاءِ سندن دل ڪتابن جي صندوق هئي ۽ سندن زبان مجلد ڪتابن جو دوڪان هئي. پاڻ جوانيءَ جي شروعات ۾ علم جي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي پيدائش جي جاءِ کي ڇڏي تعليم ڏيندڙ مهربان استاد جي تلاش ۾ هڪ شهر کان ٻئي شهر ۽ هڪ ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ ڏي هلندا رهيا. آخرڪار ازلي هدايت کين احمد آباد گجرات ۾ قطب مدار شيخ وجيهہ الدين احمد علويءَ جي خدمت ۾ پهچايو. جڏهن سيني نقلي ۽ عقلي علمن کي حاصل ڪيائون تہ شيخ علويءَ جي طرفان برهانپور جي اجازت مليَن. پاڻ اُتي پهچي شيخ سالم جي پاڙي ۾ گوشي نشيني اختيار ڪيائون. طب جي علم ۾ شيخ سالم وقت جو جالينوس هو ۽ نفس کي مسيحائي حڪم حاصل هو. چند ڏينهن کان پوءِ شيخ سالم پنهنجي ذيءَ کين ڏئي ڇڏي گهر ۽ سامان ٻئي پهچايا ويا. ڪافي عرصو پاڻ درس ڏيندا رهيا، پر تصوف جي تعليم ڏيڻ کان گريز ڪندا رهيا. جيڪڏهن ڪو آرزو مند ضد ڪندو هو تہ پاڻ ان کي حقيقت کان آگاه شيخ يوسف سنڌيءَ جي درس ۾ موڪليندا هئا. مسيح القلوب ڪن علمن ۾ ۽ فضيلت جو درياه شيخ پير محمد حليم گهڻن علمن ۾ سندن شاگرد هئا. شيخ پير محمد حليم انهيءَ درجي جا انسان هئا جو ننڍا وڏا ۽ مسافر ۽ مقيم ان جي درس مان فيض حاصل ڪندا هئا. هڪ ڏينهن شيخ يوسف جي ناني شيخ سڪر جيءَ جيڪو حڪيم عثمان بوبڪائيءَ جو شاگرد آهي مسيح القلوب جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ منهنجي سهري آخري وقت ۾ وصيت ڪئي هئي تہ منهنجي پٽن کي حقائق نثار حقيقت آگاه شيخ طاهر ابن يوسف سنڌي جي درس ۾ تبرڪ جي طور تي وجي بہ ٽي حرف پڙهڻ گهرجن. انهيءَ پڙهڻ جو اثر آخر ۾

ظاهر ٿيندو. هاڻي جيئن تہ سندن ٻن پٽن عبدالله ۽ عبدالرحمان پنهنجي پيءُ جي وصيت تي عمل ڪيو آهي ان ڪري ڪين فضيلت حق شناسي ۽ خدا پرستيءَ جون سڀ فضيلتون حاصل ٿي ويون آهن. يوسفي خوابگاه برهانپور ۾ آهي.

## شيخ ابراهيم قاري شطاري رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت سنڌ ۾ ٿي. شيخ لشڪر محمد عارف جا مريد آهن. سندن عملن ۾ رعونت جي دز داخل ٿي نہ سگهي هئي. سندن مراقبي جو گريبان خودفروشي کان آجو هو. پاڻ ڪيترن ئي قسمن جا خط استاديءَ سان لکي ڄاڻندا هئا. قراءت جي علم ۾ زماني وارن کي جبرئيلي لهجو سيکاريندا هئا. چنانچ سندن پير ۽ مسيح القلوب ٻئي تجويدالقرآن ۾ سندن شاگرد آهن. سندن پير ڪجهہ ڏينهن فتوحات جي آمد پاڻ تي حرام ڪري ڇڏي هئي. پاڻ پنجويهن سالن تائين جهنگ مان ڪاٺيون آڻي وڪڻندا هئا ۽ ان جي رقم مان اُها پنهنجي پير جي خوراڪ لاءِ خرچ ڪندا هئا. مطلب تہ جڏهن پاڻ پنهنجي پير سان گڏ احمد آباد ۾ غوث الاولياءَ قدس سرهُ جي خدمت ڪئي تہ غوث الاولياء گهڻو توجہ فرمائي ڪين نماز لاءِ امام مقرر فرمايائون. ان ڪان پوءِ پاڻ يارهن سال خاص غوث الاولياءَ جي امامت ڪيائون. ۽ لاهوتي مرغ جو لقب ملين. پير جي حوالي سان روايت آهي تہ پاڻ عشا نماز جي فرض کان فارغ ٿي اٺن رڪنن جو شغل شروع ڪندا هئا ۽ صبح جي سفيديءَ تائين جاري رکندا هئا. ۽ استيلائي عشقيہ جي شغل کي هڪ ساهہ ۾ چوويهہ دفعا پورو ڪندا هئا. ليڪن آزادي ۽ بيخوديءَ کي هٿ مان وڃڻ نہ ڏيندا هئا. هن قول جي تصديق هن طرح آهي تہ هڪ ڏينهن مولانا حافظ صدر سنڌيءَ سندن خدمت ۾ عرض ڪيو تہ اسان جي حاڪم محمد شاه فاروقيءَ فرمايو آهي تہ هڪ عمر رسيده ضعيف شخص قرآن پڙهائڻ وارو جيڪو قراءت جا اصول ڄاڻندو هجي وٺي اچو تہ جيئن ان کي پرده نشين حرمن جي تعليم لاءِ مقرر ڪجي. هاڻي گهڻي ڳولا کان پوءِ مٿين صفتن وارو توهان کي لڌو اٿئون. جيڪڏهن اجازت ڏيو تہ معاملو اڳتي وڌائجي. پاڻ فرمايائون تہ مان نظر باز پير آهيان ان ڪري مونکي نامحرمن تي نگاه نہ ڪرڻ کپي. ڇو تہ منهنجون اکيون ۽ دل اڃا منهنجي قابوءَ

۾ نہ آهن. ان ڪري بهتر اهو آهي تہ انهيءَ خيال ڪي ئي ڇڏي ڏيو. مونکي ۽ پاڻ کي خطرناڪ گرداب ۾ نہ وجهو جيئن مان هم عمر وارن وٽ شرمندگيءَ جو سبب نہ بنجان. اهڙي قسم جي گفتگوءَ سان پنهنجي وضع داريءَ کي تبديل نہ فرمايائون ۽ آزاديءَ جو دامن سبز باغ ڏيکارڻ وارن جي هٿن ۾ نہ ڏنائون. توڪل ۽ تواضع ۾ استحڪام سان ثابت قدم رهيا. لباس درويش نما رکندا هئا. هر طريقي سان سبيل يا بغير سبيل ڪپڙي سان اوگهڙ ڍڪڻ جو ڪم وٺندا هئا. هڪ ڏينهن پاڻ ٻڌائون تہ هڪ شخص اهو ٿو چوي تہ ڪاڏو ڪائڻ وقت روزي ڏيڻ واري جو نالو وٺڻ گهرجي. هن جي جواب ۾ فرمايائون تہ آفرين آهي توکي- ليڪن ابراهيم جي نزديڪ تہ صوفي اهو آهي جيڪو حقيقي رازق جي مشاهدي کان سواءِ ڪاڏي ڏي هٿ ئي نہ وڌائي. هجري سنہ نو سوءِ ايڪانوي ۾ سندن زندگيءَ جو صبح موڪلائڻ واري شام سان وجي مليو. آخري آرامگاه برهانپور ۾ اهي. مصرع: صبح و شامش باد زلف وردي حور-

## شيخ قطب جهان ذاڪر نهرواله رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ اڪيلائيءَ کي پوري همٿ سان پڪڙيو هئائون. تعلقات جي پابندي ۽ خواهشن جي دوستيءَ کان انڪاري هئا. اهڙيءَ حالت ۾ الله تبارڪ وتعاليٰ جي يادگيريءَ ۾ سندن ظاهر ۽ باطن آراستہ هو. سندن فرزند شيخ عابد جو چوڻ آهي تہ منهنجي والد بزرگوار جو گهر ۾ سواءِ هڪ پراڻي تڏي جي ڪنهن بہ شيءِ سان تعلق نہ هو ۽ هميشہ در جي طاقن ۾ زنجيرون ٻڌل هونديون هيون. جڏهن بہ ڪو ماڻهو دروازي تي سندن ملاقات لاءِ ايندو هو ۽ پاڻ ڪيس اندر گهرائڻ پسند نہ ڪندا هئا تہ پاڻ نڪري دروازو کوليندا هئا ۽ حجري تائين گڏ ايندا هئا. ۽ جڏهن اُهو ماڻهو واپس ويندو هو تہ هن کي واپسي دروازي تائين ڇڏي دروازي کي زنجيرون ٻڌي ڇڏيندا هئا. اهڙي طرح اڪيلائيءَ ۾ رهندا هئا ۽ هميشہ ماڻهن سان اهوئي سلوڪ ڪندا هئا. شيخ احمد يحيٰ منيري قدس سرہٗ جي مڪتوبات جي مقابلي ۾ پاڻ مڪتوبات لکيا اٿن. هر هڪ مڪتوب ۾ الاهي اسرار ۽ معرفت پريل آهي انهن کي ڏسڻ سان حقيقت معلوم ٿئي ٿي. نہ تہ بيان جي ذريعي ڪوبہ سندن ڪمال جي منهن تان پردو هٽائي نہ سگهندو

هو. شيخ لشڪر محمد عارف ۽ سندن مامون شيخ ولي محمد پهريائين ذڪر جي تلقين انهيءَ ئي موحد بزرگوار جي خذمت مان حاصل ڪئي هئي پوءِ قطب الاولياءشيخ محمد غوث جي خذمت ۾ پنهنجي استعداد ڪي ترقي ڏنائون ۽ گروهن جا گروه ماڻهن جا هدايت ۽ ولايت جي درجي تي پهچاياڻون.

## شيخ بايزيد شرواني رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سيد ولي چرتاوليءَ جا مريد آهن. آزاد دليءَ سان زندگي گذاريندا هئا. سندن شور ۽ غل سان سماع جي محفل ۾ نمڪيني پيدا ٿيندي هئي ۽ سندن روئڻ سان سندن ساٿي ۽ ٻيا ڏسڻ وارا رقت ۾ اچي گريو ۽ زاري ڪندا هئا.

## شيخ لشڪر محمد عارف رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ ملڪ راجن ولد ملڪ پير ولد ملڪ رڪن قريشيءَ جا فرزند آهن. زمانو معنيٰ جي اعتبار ڪان سندن نظير الاهي علم جو عالم ٻڌائيندا هئا ۽ ڏسڻ وارن صورت جي اعتبار ڪان سندن شبيهه ڪي آئيني فروش جي دڪان ۾ ظاهر ٿي ڪيو جيئن تہ عبارت جو گهوڙو حقيقت جي ميدان ۾ بلڪل لنگڙو آهي. ان ڪري بهتر اهو آهي تہ سندن پسنديده حالات بيان ڪري سعادت حاصل ڪجي. گجرات جي ويجهو هڪ ڳوٺ مهلاسہ نالي آهي. انهيءَ ڳوٺ ۾ پاڻ ڏهين صديءَ جي آغاز ۾ پيدا ٿيا. سندن والده تيرهن ڏينهن ڪان پوءِ ۽ سندن والد بزرگوار ڇهن مهينن ڪان پوءِ رحلت فرمائي. ان ڪري سندن پرورش جي نوبت سندن ڏاڏي ڪي نصيب ٿي. سندن وڏا سپهہ گري ڪندا هئا. پاڻ هوش سنڀالڻ جي وقت قاضي محمود ٻيرپوريءَ جو دامن پنهنجي ارادت جي هٿن سان پڪڙيائون.

پاڻ هڪ ڏينهن فرمايائون تہ قاضي محمود ڪي پيٽ جي بيماري هئي. هڪ ميدان ۾ پردي جي ضرورت پيش آئي ايتري ۾ منهنجي ڏاڏي جو اٺ اچي پهتو. مون ان ڪي ويهاريو ۽ سامان مان تنبو ڪڍي لڳايم منهنجي انهيءَ عمل سان پير ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سندن خوشيءَ سان منهنجي حالات ۾ گهڻي درستي آئي ۽ اها ئي خوشي منهنجي صلاحيت- راست ڪرداريءَ جو بنياد ٿي- سپاهہ گري وڏن جو شيوو هو ليڪن مون ان ڪي سورهن سالن جي عمر ۾ ترڪ ڪيو.

۽ حقيقي رهنمائيءَ جي ڳولا ۾ رهيس. طلب سچي هئي اُها مون کي بحرالمعارف شيخ قطب جهان ذاڪر نهروالہ جي خدمت ۾ وٺي آئي. شيخ پهريائين مون کي ذڪر جو شغل تلقين فرمايو. تلقين ڪان پوءِ منهنجي باطن تي اُهو ذڪر ڪامل طرح غالب ٿي ويو. ايتري قدر جو ٻن سالن تائين منهنجي دل تي سيني شين جي آمد رفت جو رستو ئي بند رهيو. مان رسالي منهاج العابدين کي پڙهندو هئس. جيستائين پڙهيل سبق جو مفهوم سان متصف نہ ٿي ويندو هوس اڳتي نہ پڙهندو هوس. ان ڪان پوءِ هجري سنہ نو سؤ ايڪونجاهہ هو جو احمد آباد گجرات ۾ غوث الاوليا قدس سرہٗ جن جي خدمت ۾ پهچي حق شناسيءَ جي پسنديده سببن کي حاصل ڪيم. جڏهن غوث الاوليا جن گواليار ڏي وڃڻ فرمايو تہ مون ساڻن گڏ وڃڻ جو عزم ڪيو. ليڪن حڪم ٿيو تہ عارف! اسان توکي پنهنجي جاءِ تي معرفت جي طالبان جي هدايت لاءِ هن ئي صوبي ۾ ڇڏيون ٿا. چنانچہ حڪم پير جي تعميل ۾ ٽيهہ سال احمد آباد ۾ رهڻ جي توفيق ملي. آخرڪار هجري سنہ نو سؤ ٻياسيءَ ۾ برهانپور خانديس جي طرف ارادو ڪري هليو ويس.

هجري سنہ نو سؤ ٽيانوي تائين طالبان خدا لاءِ سندن هدايت جو دروازو کليل رهيو. گهڻن ماڻهن سندن مؤثر انفاس جي فيض سان امڪان جي تاريڪ گهر کي شهود جي فروغ سان ۽ حقيقت جي ستاري کي قيد مان ڪڍي اوج تائين پهچايو. جيڪي صاحب ساڻن نسبت رکن ٿا انهن جي ذڪر سان ناظرين کي حالات معلوم ٿيندا . انشاءَ الله العزيز- ٻي شوال نو سؤ ٽيانوي تي عالم شهادت ڪان عالم غيب جي وسيع آباديءَ ڏي رحلت فرمايائون. سندن نالو جيڪو لشڪر محمد عارف آهي. اهو ابجد جي حساب سان رحلت جو سال آهي.

مسيح الاولياءَ ڪان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن فرمايائون تہ هاڻي اعتبارات جي ڪثرت حقيقي لباس پاتو آهي ۽ حقيقي وحدت اعتبار جي پردي ۾ لڪي وئي آهي. ڇو تہ عالم (بحيثيت موجوده) ظاهر ٿيڻ ڪان اڳ عين حق هو ۽ ظاهر ٿيڻ ڪان پوءِ حق عين عالم ٿي ويو. پوءِ جڏهن اها حالت طاري ٿي ويندي هئن تہ هي حنيدي زمزم ڳائيندا هئا:

وغني لي منيٰ قلبي- و غنيت كما غنا
وكنا حثيما كانوا-
وكانوا حثيما كنا.

وڏيڪ مسيح الاولياءَ کان روايت آهي تہ پاڻ فرمائيندا هئا تہ خدا تائين پهچڻ آسان آهي ليڪن حضور خاتم النبوت عليہ السلام تائين پهچڻ دشوار بلڪ سخت دشوار آهي ڇو تہ الله تعاليٰ جلشانہ جدا جدا ۽ خاص خاص طريقن سان سيني شين تي تجلي تو فرمائي ۽ پنهنجي خاص طريقي سان الله تعاليٰ جلشانہ جي طرف هر هڪ جو رستو لڳو پيو آهي. پوءِ ان خاص طريقي سان وجود مطلق جو تعين ۽ تشخص جو ادراڪ اهو ئي خدا تائين پهچڻ آهي ۽ محمد رسول الله ﷺ جن جي حقيقت جميع الاهي ۽ امڪاني ڪمالات جي جامع آهي ۽ انهيءَ حقيقت جي سڄاڻپ سيني اسمائي ۽ صفاتي ڪمالات سان متصف ٿيڻ تي ٻڌل آهي. متفرق تعينات سان جيڪي طريقا مخصوص آهن جيستائين انهن مڙني طريقن سان وجود جي معرفت اجمالاً ۽ تفصيلاً حاصل نہ ٿئي. تيستائين طالب ذات بابرڪات احمدي عليہ السلام جو عارف نہ ٿو ٿي سگهي.

حضرت مسيح الاولياءَ کان اِها بہ روايت آهي تہ سيد عبدالغفور سنڌيءَ جڏهن سندن بيعت ورتي تہ پاڻ فرمايائون تہ عيسيٰ! شيخ ابوالعباس قصاب چوندو هو تہ منهنجو والد مونکي ٻڪرين ڪُهڻ کان سواءِ ٻيو ڪم سيکاريندا ئي نہ هئا ۽ استعداد جي تعليم ولايت جي هن عالي مرتبي تي پهچايو ۽ خود منهنجي ابن ڏاڏن جو پيشو مردم ڪشي (سپاهيانہ نوڪري) هو. ليڪن ڏسو استعداد مونکي ڪٿان ڪان ڪٿي ڪٺي اچي اڪابر ۽ سادات جي رهنمائي لاءِ معمور ڪيو آهي.

هيءَ بہ مسيح الاولياءَ کان روايت آهي تہ وقت جي رابعہ بوبو راستيءَ فرمايو تہ هڪ ڏينهن والد بزرگوار مونکي ۽ برادرم ملڪ محمد کان پهريائين راز کي مخفي رکڻ جو وعدو ورتو ۽ ان کان پوءِ هي الهامي لطيفو بيان ڪيو. تہ اڄ رات اونداهيءَ واري گهر ۾ مراقبي جي لاءِ مون مٿو جهڪائي رکيو هو تہ يا عبدالرحمٰن جو آواز ٽي دفعا مون ٻڌو. ٽئين دفعي مون لبيڪ چيو. وري آواز آيو تہ تون اونداهيءَ ۾ ويٺو آهين مان ڏيو موڪليان ٿو. فوراً ايتري تہ روشني ڦهلجي وئي جو انجي ڪيفيت بيان کان ٻاهر آهي. ۽ بوبو راستيءَ اهو بہ چيو تہ ٽيهن سالن کان پوءِ توهان جي پڇڻ تي مون هي راز کوليو آهي. پاڻ فرمائيندا هئا تہ پنهنجي قطبيت جو خطاب مان ڪيترا سال لڪائيندو

رهيس. هڪ ڏينهن قوال آيو ۽ اُهو غزل ڳايائين جيڪو قطبيت جي درجي جي خبر ڏئي رهيو هو. مسڪرائيندي فرمايائون. عيسيٰ! هن قوال ڪي منهنجي راز جي خبر ڪيئن پئي.

مسيح الاولياءِ کان ئي روايت آهي تہ شعبان جو مهينو ۽ هجري سنہ هڪ هزار تيرهن هو تہ خانخانان سپهہ سالار اڪبر شاه- شيخ ابوالخير مبارڪ ۽ مولانا صالح سنڌي ۽ قاضي عبدالعزيز عيسيٰ قادري- هي چارئي اصحاب هن درويش جي گهر ۾ راز جون ڳالهيون ڪري رهيا هئا ايتري ۾ بحرالعلوم قاضي نصيرالدين شيخ سراج محمد دروازي جي ٻاهران جهومندو آيو ۽ ڪجهہ ڳالهيون بيان ڪيائين انهن مان هڪ هيءَ هئي تہ رابعہ وقت بوبو راستي ڏيءَ شيخ لشڪر محمد عارف هڪ ڏينهن فرمايو تہ بابا تي هڪ عجيب حالت طاري هئي جيڪا تعبير ۽ تقرير ۾ نہ ٿي اچي سگهي. جڏهن اُها حالت هٽي تہ ان جي ڪيفيت معلوم ڪئي وئي. فرمايائون تہ بايزيدي مقام تي مونکي وٺي ويا ليڪن الله تعاليٰ جو احسان آهي جو منهنجي زبان "سبحاني" چوڻ کان محفوظ رهي. ان کان پوءِ مسيح الاولياءِ کان روايت آهي تہ ان ۾ شڪ نہ آهي. ائين ئي آهي. مون کي بہ ان وقت سڏيو هئائون ۽ فرمايائون تہ عيسيٰ! سبحان ربي الاعليٰ بهتر آهي يا سبحاني الاعليٰ ۽ سبحانہُ چوڻ سٺو آهي يا سبحاني چوڻ. مون عرض ڪيو تہ سبحانہُ چوڻ بهتر آهي.

گلزار ابرار جي مصنف جي ذهن ۾ اها ڳالهہ ٿي اچي تہ جڏهن صوفي فنا جي امداد سان عروجي سير ۽ امڪاني خلعت جسم تان لاهي الاهي لباس ۾ اچي ويو تہ ان وقت سبحانہُ جو آواز نڪرڻ تاويل ۽ توجيہ جو محتاج آهي. سبحاني جو آواز جيڪڏهن نڪري تہ غلط نہ آهي. ڇو تہ اها ئي هن جي مراد آهي. انهيءَ بنياد تي سبحانہُ جي بهتر هئڻ واسطي بہ توجيهات درڪار ٿينديون. البتہ ان وقت ۾ توجيهہ جي ضرورت نہ آهي. جڏهن مراد اهو هجي تہ بايزيدي مرتبي کي پهچڻ وارو شخص جيڪڏهن سبحانہُ چوندو تہ ظاهر ٿيندو تہ امڪان ۽ وجوب جي ٻنهين درياهن کي جذبات جي موجن درهم برهم نہ ڪري ڇڏيو آهي. ۽ شريعت جو برزخ جي رعايت سبب هن ۾ حفظ مراتب آهي ۽ اهوئي وچ ۾ حائل آهي ۽ انهيءَ مقام جو ڪمال بہ اهوئي آهي. يعني بايزيدي مرتبي تي پهچي سبحاني نہ چئي بلڪ سبحانہُ چئي. جيئن نزولي سير

۾ جڏهن ذات مطلق انساني مظهر مان ظهور ڪندي آهي تہ سبحانہُ چوندي آهي نہ سبحاني.

جيڪي اصحاب مبدا ۽ معاد جو رستو هلڻ وارا آهن ۽ جن صاحبن تي عروج ۽ نزول جي منزلن جا حالات منڪشف آهن. انهن روشن ضمير اصحابن کي چڱي طرح معلوم آهي تہ سوال جو عنوان هي آهي تہ سبحاني چوڻ بهتر آهي يا سبحانہُ هن عنوان مان انهيءَ جو مفهوم ٿو ظاهر ٿئي تہ جڏهن سالڪ امڪاني مراتب طئي ڪري وجوب جي مرتبي تي پهچندو آهي تہ ان وقت انهن ٻنهين صيغن مان ڪهڙو صيغو چوڻ بهتر آهي. بظاهر تہ اهو ٿو معلوم ٿئي تہ سبحاني چوڻ بهتر آهي نہ سبحانہُ پوءِ هن حالت تي نظر ڪرڻ سان اعتراض جي گنجائش آهي تہ مجيب ڪهڙي اعتبار سان سبحانہُ کي اوليٰ چيو. ليڪن جڏهن سوال جواب جي اعتبار سان مراد هي مفهوم نہ هجي جنهن جو ذڪر مٿي ڪيو ويو. بلڪ اها هجي تہ مقام سبحاني مقام سبحانہُ کان بهتر آهي يا سبحاني چوڻ وارو سبحانہُ چوڻ واري کان افضل آهي يا ان جي خلاف آهي. تہ انهيءَ صورت ۾ جواب تي هرگز اعتراض وارد نہ ٿو ٿئي. ڇو تہ انهيءَ تقدير تي جواب جي اها معنيٰ ٿئي ٿي تہ سبحانہُ جو مقام سبحانہُ چوڻ وارو افضل ۽ اعليٰ آهي.

هن ۾ ڪو شڪ نہ آهي خاص ڪري ان شخص لاءِ جيڪو صاحب دل هجي يا ڪَــن ڏئي حضور قلب سان ڳالهہ کي ٻڌي ٿو. ڇو تہ سبحانہُ چوڻ وارو الوهيت سان متصف ٿيڻ کان پوءِ امڪان سان متصف آهي جيئن حق ان کان پوءِ بہ واجب هو هاڻي امڪان سان متصف ٿي ويو ۽ سبحاني چوڻ وارو وجود سان متصف هوندو آهي جنهن ۾ امڪان سان هئڻ ڪري اعتبار کي دخل ناهي. پوءِ سبحانہُ چوڻ وارو محقق آهي ۽ سبحاني چوڻ وارو مجذوب آهي ۽ مقامِ تحقيق جذب جي مقام کا وڌيڪ روشن تر هوندو آهي.

انهيءَ سبب ڪري مسيح الاولياءجي خط تي بہ نظر پوي ٿي. جيڪو مصنف جي خط جي جواب ۾ مليو آهي. مصنف جي خط ۾ انهيءَ قسم جو اعتراض هو. خط جو حاصل هي آهي تہ جڏهن سلطان العارفين بايزيد بسطاميءَ جن مقام سبحانيءَ کان ترقي فرمائي ۽ پاڻ کي جهڙي طرح الاهيات جي تجليءَ ۾ ڏنو هئائون اهڙي طرح ممڪنات سان گڏ متلبس ڏٺائون تہ چيائون تہ جيڪڏهن مون کنهن ڏينهن "سبحاني ما اعظم شاني" چيو هو تہ پوءِ مان تہ

مجوسي ۽ ڪافر تي پيس ۽ هاڻي مان زنار ٽوڙي چوان ٿو تہ اشهد ان لاالہ الا الله و اشهد ان محمد رسول الله.

ڇو تہ انسان وجود مطلق جو خليفو آهي، واحديت جي مرتبي جي اعتبار سان. ان لاءِ تہ هن مرتبي واحديت جي اندر وجود ۾ بہ ظهور ڪيو آهي. جنهن جي خاص وصف وجوب آهي ۽ ظاهر علم ۾ بہ ظهور ڪيو آهي. جنهن جي لوازم ۾ امڪان داخل آهي.

انهيءَ ڪري ابن منصور کي برحق چيو ٿو وڃي. جيڪڏهن اسان جي زماني ۾هجي ها تہ اسين هن کي انهيءَ حالات کان ترقي ڏيون ها جيڪا هن کي حاصل هئي. ۽ اها ترقي ان کان سواءِ ناهي تہ ڪائنات سان اتصاف پيدا ڪيو وڃي ان کان پوءِ جو الاهيات سان اتصاف پيدا ٿي چڪو آهي. جيئن حق امڪان سان متصف ٿيو آهي ان کان بعد جو واجب هو.

پوءِ سبحانہُ مرتبي جي ترقيءَ سان عبارت آهي نہ سبحاني- پوءِ ان کي سمجهڻ گهرجي. واضع هجي تہ هن مقدمي جو قالب صاحب فصوص الحڪم جو ڪلام آهي. جنهن کي مصنف فص نوحيءَ ۾ وارد فرمايو آهي يعني اهو تہ قوم جو نوح عليہ السلام کان پڇڻ ان لاءِ هو جو سندن دعوت ۾ تنزيہ ۽ تشبيهہ جي وچ ۾ جامعيت ڪانہ هئي.

نوح عليہ السلام عرض ڪيو تہ مون پنهنجي قوم کي سڏيو راتين ۾ انهن جي باطني حقيقتن جي اعتبار سان تنزيہ جي طرف ۽ هڪ ڏينهن ۾ انهن جي ظاهري حقيقتن جي اعتبار سان تشبيهہ جي طرف مگر منهنجي دعا فرار کان سواءِ ڪوبہ اثر نہ ڪيو. يعني پنهنجي قوم کي جنهن ڳالهہ ڏي سڏي رهيو هئس ان کان نفرت ٿي.

پوءِ وري فصوص جو مصنف لکي ٿو تہ قوم جيڪو نوح عليہ السلام جي دعوت کي قبول نہ ڪيو تہ ان جو سبب ان کان سواءِ بيو ڪونہ هو تہ هن دعوت جي اندر تنزيہ ۽ تشبيهہ جي وچ ۾ علحدگي آهي ۽ نفس الامر ۾ تنزيہ ۽ تشبيهہ جي وچ ۾ قرب هئڻ گهرجي نہ امتياز يا عليحگي.

پوءِ وري فصوص جو مصنف لکي ٿو تہ قرآن شامل آهي فرقان کي جيئن ڪُلُ پنهنجي جزن سان شامل هوندو آهي ۽ فرقان قرآن سان شامل ناهي. ڇو تہ جـز

ڪُلَ سان شامل نہ هوندو آهي لهذا قرآن بنسبت فرقان جي زياده ڪامل آهي.

پوءِ وري فصوص جو مصنف لکي ٿو تہ جيئن تہ قرآن، فرقان جي بنسبت زياده ڪامل آهي. لهذا قرآن سان جنهن کي خصوصيت ڏني وئي اُها محمد رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي ذات اقدس آهي. ۽ اتباع ڪندڙ هيءَ امت آهي جيڪا بهترين امت آهي. انهن امتن مان جيڪي ماڻهن جي رهنمائيءَ لاءِ پيدا ڪيون ويون آهن. ۽ جنهن قرآن سان نبي ﷺ جن جي ذات پاڪ ۽ سندن امت خاص ڪئي وئي آهي. ان مان مراد اُهو قرآن آهي جيڪو اهڙي حقيقت ٿو رکي جيڪا مساوات ۽ اعتدال جو درجو رکي ٿي. ۽ تنزيہ و تشبيہ ۽ سيني متقابلات کي اهڙي طرح جامع ٿي ڪري جو بنهين متقابلن مان ڪوبہ ڪنهن تي مرتبي ۾ غالب نہ هجي. لهذا هن قرآن جي مثل ڪا شيءِ ڪانهي جيئن خود قول الله تعاليٰ جل شانہُ جو آهي تہ ليس کمثلِ شيءِ- پوءِ تنزيہ ۽ تشبيہ بئي هڪ آيت ۾ جمع آهن ۽ آيت مان مراد سڀ آيتون آهن يا تنزيہ ۽ تشبيہ بئي واحد ڪلام ۾ جمع آهن. ۽ ڪلام مان عبارت جملہ آيتن جي ٻن اڌن مان ڪوبہ هڪ اڌ آهي.

پوءِ مصنف فصوص لکي ٿو تہ جيڪڏهن نوح عليہ السلام هن آيت جي هدايت جي موجب تعليم فرمائن ها تہ قوم ان کي ضرور قبول ڪري ها.

انهيءَ طرز تي مسيح الاولياءجو بہ بيان آهي جنهن کي صاحب موصوف انوارالاسرار جي ديباچي ۾ جتي تفسير جا قسم لکيل آهن. لکن ٿا تہ:

مسيح الاوليا جو بيان آهي تہ جنهن شخص قرآن جو تفسير ڪيو ۽ صرف باطن جي طرف تاويل ڪري ڪٿي ويو ۽ ظاهر ڏي قطعي ملتفت نہ ٿيو جيئن اذهب اليٰ فرعون انہ طغيٰ مان اها مراد ورتي تہ موسيٰ ان جو روح آهي ۽ فرعون ان جو نفس آهي. سواءِ ان اصلي معنيٰ جي لحاظ ڪان جنهن لاءِ خاص قرآن نازل ٿيو آهي تہ اُهو باطن آهي. ڇو تہ قرآن جي ٻنهين معنائن مان هڪ کي ڇڏي صرف ٻيءَ کي اختيار ڪيو اٿس. جنهن قرآن جو تفسير صرف ظاهر تي ڪيو ۽ جيڪي اشارا ۽ نڪتا الله تعاليٰ جلشانہ جي نسبت ڪري تہ عين بلاغت آهن ۽ تفسير ڪرڻ واري جي نسبت ڪري تہ محض فصاحت آهن. هنن اشارن ۽ نڪات جو هي مفسر نہ ايمان رکي ٿو ۽ نہ اقرار رکي ٿو. اُهو شخص حشوي خارجي آهي جنهن کي جلال قراة مان بيروني عزت ڪانسواءِ ڪجھ بہ نظر نہ آيو

۽ ان ڪي محل قيام ۾ داخل ٿي ان جي جمال جو ڏسڻ نصيب نہ ٿيو جيڪو ان ۾ مندرج ۽ پوشيده آهي. جنهن شخص ظاهري ۽ باطني ٻنهين معنائن کي جمع ڪيو. اُهو شخص عارف ڪامل آهي. ڪتاب ۽ ان جي نزول جي مراد کان واقف آهي. انهن ئي ظاهري ڳالهين جي ڪري اُهو تحقيق بہ آهي. جيڪو لفظ انفس جي متعلق مسيح الاوليا لکيو آهي يعني انسان جي عنصري ترڪيب ۾ روح واجب جي مرتبي ۾ آهي. ڪالب ممڪن جي درجي ۾ آهي ۽ دل انهيءَ مقام تي آهي جيڪو ٻنهين جو جامع آهي. **عَبارُتنا شتّٰي وَ حَسُنک واحِدٌ** اسان جون عبارتون متعدد آهن ۽ تنهنجو حسن صرف هڪ آهي.

مطلب تہ هي طويل منقولات ان لاءِ آهي تہ جامعيت جو مرتبو افضل آهي. سبحانہُ تنزيہ جامع آهي ۽ سبحاني صرف تنزيہ واجب آهي. **مظهر المراد وزال الاعتراض** مطلب ظاهر ٿي ويو ۽ اعتراض دور ٿي ويو.

## قاضي محمود موربي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

مورپ هڪ ڳوٺ آهي گجرات جي ڀرارڙيءَ جو. پاڻ شيخ لشڪر محمد عارف قدس سرہُ جا مريد آهن. رسمي علمن جي تحصيل ڪين فضيلت جي درجي تي پهچايو هو. حڪيم عثمان بوبڪائي ۽ مولانا موسيٰ بوبڪائي جيڪي عادل پور برهانپور جا مدرس هئا. ڪن علمن ۾ مثلاً عربي ۽ نحو ۾ سندن شاگرد هئا. سندن پير کان روايت آهي تہ جن ڏينهن ۾ مان هدايہ فقہ قاضي محمود کان ۽ قاضي محمود نقد نصوص ۽ مراۃ العارفين هن درويش کان پڙهندا هئا. تہ ڪين هڪ مسئلي ڪلام ۾ سخت دشواري پيش آئي تہ هيءَ جليل القدر صفت الله تعاليٰ جل شانہُ جي نسبت ڪهڙي طرح ثابت ڪئي وڃي جيڪو اعتراض کان محفوظ رهي. مطلب تہ مٿيون مسئلو اهڙي طرح دلنشين ڪيو ويو جو تردد جي خلش سندن ذهن ۾ باقي نہ رهي ۽ عبارت وارن جي جهڳڙي کان سندن ضمير کي نجات ملي ۽ سڪون حاصل ٿين. ان وقت پاڻ چيائون مردن لاءِ هيءَ وڏي لغزش گاه آهي انهيءَ موقعي لاءِ عصا هٿ آئي ۽ وڏيڪ پاڻ فرمائيندا هئا تہ جنهن ڏينهن کان پوءِ شيخ عارف جي هٿ تي مون بيعت ڪئي آهي انهيءَ ڏينهن کان عام ۽ فن جون ڪيتريون مشڪل ۽ مخفي

ٻالهيون مون تي پير جي خدمت جي فيض سان آسانيءَ سان حل ٿي ٿيون وڃن. ۽ گهڻي وقت کان ائين ئي ٿيندو آهي جو مولانا عبدالرحمان جامي قدس الله سرهُ خواب ۾ منهنجون دشواريون حل ڪري ڇڏيندا آهن.

مصرع: باد آسان در طريقت انچه دشوارش بود.

## شيخ اولياءؒ جي ياد ۾

پاڻ هليا ته سچائي ۽ صفائيءَ جي ميدان ۾ ۽ گوشي نشين ٿيا ته فقر ۽ فنا جي ڪوچي ۾ شيخ لشڪر محمد عارف جا خليفا هئا ۽ شيخ الاسلام خواجه عبدالله انصاريءَ سان نسبت هئن قدس الله اسرارهم. هڪ ڏينهن خبر ٻڌائون ته توهان جو پٽ ۽ نياڻو لڙائيءَ ۾ شهيد ٿي ويا. هن خبر ڪي پاڻ ڪشاده پيشانيءَ سان ٻڌائون ڪوبه ماتم يا تعزيت وغيره جو رنگ قطعاً پيدا ڪونه ٿيو. هنن ٻنهين عزيزن جي رحلت جو آيل خط ڪٽي وڃي پنهنجي گهر واريءَ کي ٻڌايائون ته تنهنجي واسطي ايزدي بارگاه جو هديو آندو اٿم.

## شيخ رڪن الدين ابن محمودؒ جي ياد ۾

سندن ڄمڻ جو هنڌ بيانه آهي جيڪو دارالسلطنت آگري کان ٻه منزلون پري آهي. هتان جي ميندي ۽ نيل ٻئي بي مثل ٿينديون آهن. جهان وارا سوغات سمجهي هر هڪ ملڪ ڏي ڪٽي ويندا آهن. پاڻ فرمائيندا هئا ته اسين ٽي شخص جيڪي پاڻ ۾ ڀائر هئاسين تبريز کان هندستان آيا هئاسين شرف الدين- داؤد ۽ عبدالمجيد پهرين ڀاءُ بيانه ۾ شادي ڪئي باقي مجرد رهيا. شيخ رڪن الدين ڇوڏهين پشت ۾ شرف الدين کي پهچن ٿا. جنهن سال هيمو نالي پيڪر پرست جنت آشيانيءَ جي لشڪر سان وڙهيو هو. پاڻ بيانه کان دارالامان مندو مالوه ۾ هليا آيا هئا. صناعت خان جي بغير ٿنين جي مسجد، بادشاهانِ خلج جو جتي گمنبد آهي ان جي هڪ طرف واقع آهي. انهيءَ ئي مسجد ۾ پاڻ قيام فرمايائون. خدا پرستي ۽ بيدار دليءَ سان متوڪلن وانگر گذران ڪيائون. نحو ۽ فقه جي ڪتابن کان آگاه هئا. پرهيزگاريءَ ۾ استحڪام سان قدم ڄميل هئن. مڪمل ٻاويهه سالن تائين درويش زادن کي

بغير اجرت يا احسان جي قرآن پاڪ پڙهايائون ۽ عربي زبان ۾ استعداد پيدا ڪرائيندا رهيا. پنهنجي حجري ڪان جامع مسجد ۽ جنازي جي نماز ڪانسواءِ ڪاڏي بہ نہ ويا. تاريخ 24- جمادي الاول هجري سن نو سؤ ٻيانوي تي هن فاني دنيا کي ڇڏي ويا. هڪ ڇوڪري کي بيانہ مان پاڻ سان وٺي آيا هئا جنهن جو نالو عبدالغفار آهي. اهو اڄ تائين انهيءَ مسجد ۾ زندگي گذاري رهيو آهي. آخري آرامگاه سيد محمود جي مسجد جي اڱڻ ۾ ماندوءَ ۾ اٿن.

## شيخ يوسف قادري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سيد اسماعيل جا مريد آهن جيڪو شيخ ڪمال الدين قريشي جي خليفن مان آهي. آگري جي نئين قلعي ۾ رهندا هئا. طالبان خدا جي رهنمائيءَ ۾ گهڻي دلسوزي ۽ ڪوشش ڪان ڪم وٺندا هئا. آخرڪار پير بزرگوار کين پنهنجي ناٺي بنائڻ سان سرفرازي عطا ڪئي. انهيءَ ظاهري رشتي سان گڏ معنوي نسبت جو رشتو بہ پيدا ٿيو. سندن اولاد دارالسلطنت ۾ موجود آهي. خدا ڪري خداشناسيءَ جو شرف بہ حاصل ٿئين.

## شيخ حسن چشتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت جي جاءِ ڳوٺ ٿانسير آهي جيڪو سلطان پور نذرباد جي پرڳڻن مان آهي پاڻ تمام وڏي ضعيف عمر جا هئا ليڪن زنده دل انسان هئا. هميشہ رعبدار اکين سان گوڏن تي متو رکيو ويٺا هوندا هئا. سندن صحبت ۾ دل رباعيءَ جي صفت هئي. جيڪو شخص هڪ دفعو کين ڏسندو هو ان کي پيهر سندن ڏسڻ ڪان سواءِ آرام نہ ايندو هو. مسيح القلوب ڪان روايت آهي تہ ان جي باوجود جو کين پنج پٽ هئا جيڪي ديندار عالم هئا ۽ ارادتمندن ۽ عقيدتمندن جي هڪ جماعت هئن ليڪن درويشن ۽ عالمن جي خدمت ۾ جڏهن بہ ويندا هئا تہ اڪيلا ويندا هئا. جڏهن انهيءَ باري ۾ کانئن پڇو ويو تہ فرمايائون تہ مون کي خيال ٿيندو آهي تہ ڪاٿي ائين ٿي نہ ٿئي جو بزرگان دين جي ملاقات جي وقت منهنجي ساٿين مان ڪنهن جي دل ۾ ڪو باطل انديشو پيدا ٿئي يا منهنجي دل ۾ پنهنجي همراهن يا فرزندن ۽ مريدن لاءِ ڪا اهڙي

خواهش پيدا ٿئي جنهن ۾ طريقت جي مشائخن جي خوشنودي نہ هجي انهيءَ سبب ڪري خداشناس گروه جي خدمت ۾ اڪيلو وڃڻ بهتر لڳندو آهي.

## شيخ محمد رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ علمن جا ماهر هئا خاص ڪري علم جفر ۽ دفق اعداد چڱي طرح ڄاڻندا هئا. علم کي عمل سان رفيق بنائي پنهنجي صحبت ۾ ماڻهن کي فيض پهچائيندا هئا. هميشہ مهمان خاني ۾ آيل مسافرن سان گڏ ڪاڏو ڪائيندا هئا. محبت ۽ عشق جو ولولو هميشہ ۽ هر وقت سندن حريف هو ۽ هميشہ شگفتگي سندن مزاج جو جز هئي. "امام فضلا" 993 ھ سندن رحلت جي تاريخ آهي.

## شاهہ منجهن رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ عبدالله ابن قاضي خيرالدين جا فرزند آهن. سندن والد جي طرف کان ڏاڏو خلاصتہ العلماءقاضي تاج الدين نحوي ۽ ماءُ جي طرف کان نانو زبدة السادات قاضي سماءُ الدين دهلوي آهن. جيڪي فتويٰ لکڻ جي عالي منصب تي سرفراز ۽ قتلغ خاني جي خطاب سان مشهور هئا. سندن پير بيعت تاج العرفا سيد تاج الدين بخاري آهي. هي سيد صاحب گهڻو ڪجهہ معرفت ۽ سيرسياحت کان روشناس آهن ۽ هر هڪ ملڪ جي مشائخن کان ڪين خلافت حاصل آهي. جڏهن سيد صاحب هندستان ۾ آيا تہ غوث الاوليا جي خدمت ڪري خلعت ۽ اجازت حاصل ڪيائون. ان کان پوءِ انهيءَ شطاريہ سلسلي ۾ پاڻ کي مشهور ڪيائون. پوءِ پنهنجي مريد شاه منجهن جي سفارش حضور غوث الاوليا وٽ ڪري ڪيس خدمت ۾ ڇڏيائون. پاڻ انهيءَ فرصت ۾ مرشد جي سيني تصنيفن مان جواهر خمسہ کي پير جي خدمت ۾ پڙهي عمل ڪيائون. جواهر خمسہ هڪ ڪتاب آهي جيڪو سالڪ جي رفتار- صوفيءَ جي اعتقاد ۽ زاهد جي افعال تي مشتمل آهي. خاص خرقو جيڪو ڪوهستان چنار جي رياضت وقت غوث الاوليا کي پاتل هوندو هو ڪين عطا ٿيو. هجري سنہ هڪ هزار چوڏهن ۾ سندن فرزند ارجمند عثمان جي هٿان مصنف بہ ان خرقي جي

زيارت ڪئي هئي.

هاڻي سندن حالات پيش ڪجن ٿا. شاهه منجهن خلاصہ علماءِ زمانہ شيخ احمدي جا همدرس هئا. سڀ علمن جا محققانہ درس ڏيندا هئا. شرعي حدون ۽ ان جي آداب جو لحاظ رکندا هئا. گهڻي ڪوشش ۽ اهتمام سان سندن زندگيءَ جا ڏينهن درس- مطالعي- مراقبي ۽ محاسبي ۾ وقف هئا. جنهن سال ۾ شير خان قلعو راءِ سين فتح ڪري ان جو نالو اسلام آباد رکيو. انهيءَ سال پاڻ پنهنجي وطن لکنو کان هلي انهيءَ قلعي ۾ آيا هئا. هڪ عرصي تائين اُنهيءَ قلعي جي شيخ الاسلامي ۽ خانقاه داريءَ جو منصب سندن نالي سان رهيو. جڏهن ذڪر ڪيل قلعي جي سرداريءَ جي نوبت هنود کي ملي تہ پاڻ اُتان سڪونت ترڪ ڪري سارنگپور مالوه ۾ هليا آيا ۽ اتي ئي گهر ٺاهيائون. اهڙو عالم جيڪو علمن جي فيض رسانيءَ جو دروازو ماڻهن تي ڪشادو رکي انهيءَ زماني ۾ انهيءَ علائقي ۾ ڪونہ هو. ڪتاب بہ حادثات ۾ هليا ويا. لاچار پاڻ هر هڪ فن ۾ پنهنجي ياداشت سان هڪ هڪ رسالو لکيائون ۽ طالبان کي جيستائين ڪتاب هٿ اچن انهن ئي لکيل رسالن جي ذريعي فيض بخشي ڪندا هئا. آخرڪار سندن قدمن جي برڪت سان سارنگ پور شهر شيراز وانگر دارالعلوم بنجي ويو ۽ ڪيترن ئي اهل ڪمال جي ماڻهن لاءِ اُتان جي مٽي سڪونت جو سبب بني.

جڏهن پاڻ آخري عمر تي پهتا تہ پنهنجي دل کي اولاد ۽ عزيزن جي محبت کان پاڪ ڪيائون ۽ سارنگ پور کان بہ منزلون پري هڪ ڳوٺ آشٽہ ۾ گوشي نشينيءَ لاءِ هڪ گهر ۾ رهائش اختيار ڪيائون ۽ چند سالن کان پوءِ هجري سنہ هڪ هزار هڪ جي ربيع الاول جي مهيني ۾ پاڻ سارنگ پور ويا ۽ سيني ننڍن وڏن سان ملي موڪلائي وري واپس پنهنجي گوشي نشينيءَ جي حجري ۾ واپس هليا آيا. ان وقت سندن عمر اسي سال هئي هڪ ڏينهن پاڻ انهن اصحابن سان جيڪي ذڪر جهر جي هنگامي ۾ موجود هئا تہ فاني جهان کي الوداع چيائون.

سندن ڏاڏو بزرگوار قاضي تاج الدين نحوي شيخ محمود زنده پوش قرشي عشقيءَ جي نسل مان آهن جن جي خانقاه اسلامي شهر بلخ ۾ هئي. جنهن زماني ۾ اشرف دانشوران قاضي شهاب الدين صاحب ۽ قاضي فخرالدين جي ذات مبارڪ سان هندستان ۾ فيض جي مجلس عين رونق تي هئي. انهيءَ

زماني ۾ قاضي تاج الدين نحوي بلخ کان هندستان آيا هئا ۽ لکنوتي شهر ۾ قيام ڪيو هئائون. گهڻن ئي علم جي طالبن کي علم ۽ فضيلت سان آشنا ڪيو هئائون. جڏهن هجري سن نو سؤ ڇهاسيءَ ۾ مالڪ اقليم اڪبر شاهه مالوه ڏي ڪوچ ڪيو تہ صوبي مالوه جي سيني مشائخن کي هڪ خاص درجي سان لشڪر ۾ شامل ڪيو ويو. هن مجمعي ۾ مصنف کي شاهه منجهن جي خدمت ۾ حاضريءَ جو موقعو مليو هو. ديدار ۽ دست بوسيءَ سان فيض حاصل ڪيم. خدا ڪري سندن برڪتون هميشگيءَ سان هم آغوش رهن.

## خواجہ ڪلان پور خواجہ جوئباري رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ ديني سعادت ۾ گذريل موحدن جي هم پايہ ۽ دنيا جي تصرفات ۾ فرمان روايانِ زمانہ جا همسر هئا. طريقت جي معنيٰ ۾ بي تعلقي آزادي ۽ درويشيءَ جي قانون ۽ آئين ۾ هڪ ذرو بہ گهٽ وڌائي نہ ڪندا هئا. چون ٿا تہ حاجتمندن جا عرض ۽ هوس وارن جون خواهشون ٻڌي انهيءَ حجري ۾ گهڙي ويندا هئا جيڪو ناهي ڇڏيو هئائون ۽ پنهنجي روحاني مشغوليت ۾ لڳي ويندا هئا. انهيءَ طريقي سان سڄي عمر گذاري ڇڏيائون. جڏهن هجري سن نو سؤ ٻيانوي ۾ هن فاني دنيا مان ڪوچ فرمايائون تہ گهر مان سواءِ هڪ پراڻي تڏي جي ڪجهہ بہ نہ نڪتو.

## شيخ يوسف بن شيخ عبدالله تميمي انصاري رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ ڪتابي علمن جي تحصيل پنهنجي والد بزرگوار جي تعليم مان ڪئي هئائون. جڏهن امير سيد اسماعيل ابن سيد ابدال قادريءَ جي صحبت ۾ پهتا تہ اُتي نانيءَ هئڻ جو سبب پيدا ٿيو ۽ انهن جو ئي دامن پڪڙي الله تعاليٰ جي معرفت جو سامان فراهم ڪيائون. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ سيد اسماعيل خلافت جو خرقو پارائي ڪين پنهنجو جانشين مقرر ڪيو. دنياوي لين دين ۽ ضرورتون بشريت جي لاءِ لازمي آهن. انهيءَ ڏيتي ليتي ۾ ڪنهن بہ قسم جي مڪر ۽

فريب جو سندن عملن ۾ دخل نہ هو. هجري سنہ نو سؤ چورانوي ۾ شوال مهينو گذرڻ کان پوءِ چنڊ جي رات اچڻ واري ڏينهن عصر نماز مسجد ۾ پڙهڻ کان پوءِ معمولي وظيفي ۾ مشغول هئا. سج لهڻ کان پوءِ ڪن مسجد ۾ ويٺلن ذي القعد جو چنڊ ڏسڻ بعد اُتي هڪ ٻئي کي مبارڪباد ڏيڻ لڳا تہ سندن اکين مان لڙڪ ڪري پيا ۽ روئندي چيائون تہ جيڪڏهن چنڊ نظر اچي ويو آهي تہ درويش کي عنصري تعلقات جي بارڪان آجو ڪري پنهنجي حضور ۾ ڇو طلب نہ ڪيائون شايد خداوند جي بارگاه جي لائق نہ سمجهو هوندائون. اهي ڳالهيون ڪري رهيا هئا تہ مغرب نماز جي تڪبير لڳي پاڻ نماز پڙهي پنهنجي گهر هليا آيا ۽ انهيءَ ئي وقت وهاڻو مٿي هيٺان رکي پنهنجي جان کي شهادت جي ڪلمي سان اصلي وطن پهچائي ڇڏيائون. آخري آرامگاه آگرو اٿن.

## مولانا ڪاسڪراني ابن امير امين الدين خراساني رحمة الله عليہ جي ياد ۾

پاڻ پنهنجي مامي مولانا فخرالدين علي واعظ جا مريد آهن. سندن دل ۾ عشق ۽ عرفان جا جواهر ڀريل هئا. سندن زبان جي چاٻيءَ سان عقل ۽ نقل جا خزانا کلندا هئا. ڪنهن بہ مقام تي بلڪ پنهنجي ڪرامتن جي مڪان ۾ بہ رهڻ پسند نہ هئن. هميشہ فنا جي آرزو رهندي هئن. چون ٿا تہ گهڻا ماڻهو سندن درس مان استادي ۽ مُدرسيءَ جي درجي تي پهچي ويا. پاڻ فرمائيندا هئا تہ منهنجو مامو باغ ۾ هميشہ اڪيلو ويندو هو هڪ ڏينهن مون عرض ڪيو تہ مونکي بہ ساڻ وٺي هلو فرمايائون تہ توکي باغ جي ڏسڻ جي طاقت ڪانهي. ليڪن منهنجي دل رکڻ لاءِ مونکي ساڻ وٺي ويا. جڏهن باغ ۾ قدم رکيائون تہ سڀ وڻ قيام جي حالت کان رڪوعَ ۾ هليا ويا. مون کي سخت حيرت جي ڪري بيهوش ٿيڻ وارو هئس تہ پاڻ منهنجي پنيءَ تي هٿ ڦيرايائون تڏهن منهنجي دل ۾ انهيءَ حالت کي ڏسڻ جي برداشت پيدا ٿي. هجري سنہ نو سؤ چورانوي ۾ فاني جهان کي الوداع چيائون.

## مخدوم جعفر رحمة الله عليه جي ياد ۾(٦)

سندن ڄمڻ ۽ آخري آرامگاه ٻئي بوبڪ ۾ آهن جيڪي سيوهڻ جي ويجهو آهي. سيوهڻ کي سنڌ جو سيستان به چوندا آهن. زبان کي رسمي فضيلت ۽ دل کي حقيقي معرفت حاصل هئن. پاڻ ضمير جي ڳالهين کان آگاه هئا. شيخ طاهر ابن يوسف سنڌيءَ جي استاد جا پٽ آهن جيڪو مجمع البحار طاهري ۽ رياض الصالحين جا مصنف هئا. مسيح الزمان شيخ عيسيٰ قاسم مد ظلہُ جن کان روايت آهي تہ حڪيم عثمان بوبڪائيءَ کان مون ٻڌو آهي تہ مخدوم صاحب جن آخر عمر ۾ منطق جا ڪتاب درياه ۾ لوڙهائي ڇڏيا هئا ۽ احياءُ العلوم عوارف المعارف۔ فصل الخطاب ۽ اهڙي قسم جا ٻيا ڪتاب سندن مطالعي ۾ رهندا هئا ان کان علاوه ٻيو ڪو شغل ڪونہ هئن.

## مخدوم بايزيد لاڪو رحمة الله عليه جي ياد ۾

لاڪا هڪ سنڌ جو قبيلو آهي. مرزا عبدالرحيم خانخانان مسيح الزمان جي خدمت ۾ بيان ڪيو تہ جڏهن مان ٺٽي جو صوبو فتح ڪيو تہ ان کان پوءِ مخدوم جي خانقاه ۾ ويس تہ صوفين جي هڪ جماعت ڏسڻ ۾ آئي جن جا هٿ تہ ظاهري ڪمن ڪارين ۾ مصروف هئا ليڪن سندن زبانون تلاوت ۽ ذڪر ۾ مشغول هيون. انهن جا قلب نفساني خطرات کي دور ڪرڻ جي فڪر ۾ مشغول هئا. سندن گرامي صحبت مان گهڻو ڪجهہ باطني فراغت حاصل ٿي.

## مخدوم بلال سنڌي رحمة الله عليه جي ياد ۾(٧)

پاڻ حق جا عارف ۽ خلق جا معروف هئا. هدايت سنڌيءَ کان روايت آهي تہ هڪ رات جو ذڪر آهي تہ مخدوم صاحب جن خلوتخاني ۾ اندر مطالعي ۽ مشاهدي ۾ مشغول هئا. پياس (اُڃَ) ايترو تہ وڌي وئي جو پاڻيءَ لاءِ ٻاهر اچڻو پين. اوچتو حضرت خواجہ خضر عليہ السلام موجود ملين. ڏنائين جيڪي ڪجهہ بہ ڏنائين ۽ حاصل ڪيائون جو ڪجهہ حاصل ڪيائون.

## مولانا خرد ديوانو رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن هڻ مولانا خواجگي ڪاشانيءَ جي ارشاد جو دامن پڪڙيو هئو پاڻ دل ڪان آگاه خدا شناسن مان هئا. هميشہ فيض رسانيءَ جي مسند تي معرفت الاهيءَ جو بيان ڪندي جذبي جي سبب سندن چهرو مبارڪ سرخ ٿي ويندو هو ۽ معانيءَ جو نشو مٿي مان جوش سان نڪرندو هو. اهڙيون تہ گهريون ۽ بلند ڳالهيون ڪندا هئا جو ان جو ادراڪ ڪرڻ مشڪل تي پوندو هو. ڪوبہ دانشمند سندن بيان جو تفصيل نہ ٻڌائي سگهندو هو. چون ٿا تہ دارالاسلام بلخ جي حاڪم پير محمد خان اوزبڪ پنهنجي زماني ۾ هڪ اهڙي خليفي لاءِ عرض ڪيو جيڪو نقشبندي سلسلي تي ماڻهن جي قلبن کي ڇڪي اچي. چنانچہ مولانا پنهنجي يارن ڪان معلومات ڪئي هر هڪ انهيءَ ڪم لاءِ پنهنجو پاڻ کي پيش ڪيو. ان وقت مجلس ۾ مولانا خرد موجود ڪونہ هو. پيربزرگوار سڀني جي راءِ کي مسترد ڪري ڇڏيو ڇو تہ انهن مان خود نمائيءَ جي بو اچي رهي هئي. قلبي توجہ سان مولانا خرد کي گهرائي ورتائون ۽ فرمايائون تہ ديوانہ تون ئي بلخ جي درويش جو پيشوا ڪيو ويو آهين. اٿي روانگيءَ لاءِ تياري ڪر. جڏهن اُتي پهچي وڃين تہ رهنمائيءَ جو طريقو اختيار ڪجانءِ ۽ طالبن کي پنهنجي مقصدن ۾ ڪامياب ڪجان. پاڻ حڪم جي تعميل ڪيائون. ۽ رهنمائيءَ جو ڪم سنجيدگيءَ سان سرانجام ڏنائون. هجري سنہ نو سؤ نوي ڪان ڪجهہ مٿي هو سندن روحاني عالم ۾ طلب تي پاڻ قبول فرمائي بلخ ۾ ئي پنهنجي لاءِ آخري آرامگاه اختيار ڪيائون.

## شيخ صديق برودره (بڙوده رحمة الله عليه) جي ياد ۾

پاڻ عطار جا فرزند هئا. جڏهن توفيق جي بزم ڪان ڪين ڪيفيت حاصل ٿي تہ پنهنجي والد جي عطاريءَ جو دوڪان ڇڏي پنهنجي پير جو شطاري طريقو اختيار ڪيائون. ٿوري عرصي ۾ ذاڪر- شاغل- عابد- عارف- فاني- متوڪل ۽ پوءِ گوشي نشين ٿي ويا. خلافت جو خرقو ۽ بيعت جو ڪلاه شيخ صدرالدين ذاڪر ڪان مليو هئن. هميشہ سر توڙ ڪوشش ڪندا هئا تہ پنهنجي پير جي ئي خدمت ۾ رهجي. پير جي رحلت ڪان پوءِ لاچار تي هڪ مسجد جي ڪنڊ وٺي ويهي رهيا ۽ اُتي ئي رهيا جيستائين ناسوتي ڇت جو پيالو ٽوڙي لاهوتي شراباً

طهورا جو پيمانو وات سان نہ لڳايائون ۽ وحدت جي بزم ۾ ٿيون نہ هنيائون. هجري سنہ نو سوَ ٻيانوي ۾ جيڪو مظفر گجراتيءَ جي خارج ٿيڻ ۽ خان خانان جي فتح جو سال هو. راقم ظاهري علمن جي حاصل ڪرڻ جي ارادي سان پنهنجي وطن ڪان احمد آباد گجرات وڃي رهيو هو تہ جڏهن بروده شهر ڪان گذر ٿيو تہ پنهنجي مرشد شيخ صدرالدين ذاڪر جي روضي جي زيارت لاءِ ۽ اتان جي مشائخن جي خذمت جي نيت سان ٻہ ٽي ڏينهن اُتي قيام ڪيم ۽ پنهنجي مشتاق اکين کي انهن جي ديدار سان منور ڪيم. انهيءَ دوران شيخ صديق جي خذمت ۾ ڪيترا دفعا رازداريءَ جون ڳالهيون ٿيون. پوءِ هجري سنہ هڪ هزار ٽي ۾ استادي شيخ وجيہ الدين علويءَ جي روضي مقدس جي خاڪ کي چمڻ لاءِ گجرات ويس تہ هن دفعي ڪين انهيءَ مسجد ۾ نہ ڏٺم. مسجد جي پاسي وارن ڪان سندن حالات معلوم ڪيم تہ انهن ٻڌايو تہ هجري سنہ نو سوَ ستانوي ۾ پاڻ هن فاني دنيا مان رحلت فرمائي ويا. ڪن سن ڇهانوي بيان ڪيو. العلم عندالله الملڪ العلام.

## شيخ عبدالرحمان صوفي سرهندي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ ترين گروه مان آهن. عاشق منش- مبتلا سرشت- سوختہ دل- حسن پرست- فراخ مشرب- همدرد ۽ بلند همت- گوشي نشين- نياز مند- آرزوءَ جا دشمن- قناعت جا دوست ۽ ڪشف جا صاحب هئا. ڪين سيد ٻڌو بلگراميءَ جي خذمت ۾ ارادت هئي. جڏهن پنهنجي ڳوٺ ڪان پاڻ دارالسلطنت آگري آيا تہ غوث الاوليا جي فرزند مخدومي شيخ ضياءُ الله جي خانقاه ۾ هڪ هجري ۾ رهيا. قدس سرهم ۽ ٿورن ئي ڏينهن ۾ منور صحبتن زندگيءَ جو باغ پُر بهار ڪري ڇڏين. عائشہ نالي واري هڪ حسين ۽ جميل عورت تي پاڻ عاشق ٿي پيا ۽ مزي جي ڳالهہ اِها آهي تہ انهيءَ عورت بہ درويش ۽ درويشيءَ تي دل ڏئي ڇڏي هئي. مطلب تہ ٻنهين طرفن ڪان اجازت ۽ رضامنديءَ سان نڪاح جي رسم ادا ٿي. ڪيترن سالن تائين ٻئي هم راز هئا. سيد احمد قادري سندن هم رازن مان هو ۽ هميشہ چوندو هو تہ شيخ صاحب انهيءَ عورت سان گڏ ايترو تہ گهرو مراقبو ڪندو هو جو رات گذري ڏينهن ٿي ويندو هو ۽ **زين للناس حب**

**الشهوات** (يعني ماڻهن کي مرغوب شين سان دل لڳائڻ سٺو ٿو لڳي) انهن ماڻهن کان پري هئا. ڇو تہ سندن نظر زماني جي رنگينين کي ڏسي ڪڏهن بہ پنهنجي جاءِ کان نہ هٽندي هئي ۽ سندن دل روزگار جي طلسمي هنگامي کان ڪڏهن بہ ڌوڪو نہ کائيندي هئي. بلڪ نهايت گهٽ درجي جي کائڻ ۽ پهرڻ سان بک ۽ اوگهڙ کي دلاسو ڪشادي پيشانيءَ سان ڏيندا هئا. هجري سنہ نو سؤ پنجانوي ۾ پنهنجي عنصري صورت خاڪ جي سپرد ڪري اصل وطن ڏي روانہ ٿيا.

## شيخ طيب طاب ثراه رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ حافظ- عالم- قاري- بي تڪلف- شڪستہ دل ۽ وهنڊڙ اکين وارا هئا. پنهنجي گهر جون ضرورتون خريد ڪرڻ لاءِ بازار ويندا هئا. هڪ ڏينهن هڪ حسين کي جيڪو خوبصورتيءَ ۾ مشهور هو مسيح القلوب سان گڏ ڏٺائون. ڪِليا ۽ مذاق ۾ چيائون **اهذا الذي يذڪر الهتڪم** (يعني ڇا اهي ئي آهن جيڪي توکي ياد ٿا ڪن) ۽ اهو چئي هليا ويا. مخدوم هارون هڪ بزرگ هو سنڌ جي سڄي زمين ان جي وجود سان روشن هئي ۽ نٽي جي اردگرد هن جي باعلم اولاد ۽ شاگردن سان منور هئي ڇون ٿا تہ شيخ طيب بہ انهن ئي مخدومن جي اولاد مان هو. ظاهري علمن ۾ سندن استاد مُلا يونس مفتي سنڌي آهن. تقدير جي ڪرشمي کان لاچار ٿي پاڻ پنهنجي وطن کان دلبر داشتہ ٿي پيا. ۽ ايلچپور جي طرف سفر اختيار ڪيائون. انهيءَ زماني ۾ شيخ طاهر يوسف هتي رهندو هو. هڪ ٻئي کي ڏسي خوش ٿيا ۽ الله جو شڪر بجا آندائون. ۽ ٻنهين ۾ ايتري تہ محبت وڌي وئي جو شهر جا ماڻهو ڪين پاڻ ۾ يائر سمجهندا هئا. ليڪن هي شيخ طيب اُهو شيخ طيب نہ آهي جيڪو هن جو ياءُ هو انهن جي زندگيءَ جو پيمانو هجري سنہ نو سؤ پنجاهہ ۾ لبريز ٿي چڪو هو مطلب تہ پاڻ هڪڙي مفيد شرح رسالي غوثيہ تي لکي اٿن. ۽ سندن عمدا عمدا حاشيہ مشڪواة حديث تي بہ آهن. مسيح القلوب اصول فقہ ۽ ڪلام ۾ سندن شاگرد آهن. بـرار جي حادثي ۾ شيخ طاهر سان گڏ پاڻ بہ حاڪم جو عرض قبول ڪري برهانپور ۾ اچي ويا هئا ۽ گهڻو فيض هتان جي ماڻهن کي

پهچايائون ۽ ڏهين صديءَ جي ڏهين حصي ۾ پاڻ هُن جهان جو عزم فرمايائون. آرامگاه شيخ ابراهيم عمر سنڌيءَ جي احاطي ۾ اٿن.

## شيخ عربي ديانہ (ڏنو) سنڌي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن اهڙي تہ عجيب حيران ڪندڙ ڪرامت زماني جا ماڻهو بيان ٿا ڪن جو ان کي تحرير ۾ نہ ٿو آڻي سگهجي. ٻين ڪرامتن کان علاوه ذڪر قربان کي ڪمال درجي تي پهچايو هئائون. جڏهن پاڻ ان جو شغل ڪندا هئا تہ جسم جا سيئي حصا الڳ الڳ ٿي ويندا هئن ۽ پوءِ وري ملي ويندا هئا. ڪيترن جو اهو گمان آهي تہ مخدوم نوح سندن مريدن مان هو. والله اعلم.

## شيخ سعدالله دهلوي چشتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن روزانو جو خرچ- زراعت- تجارت يا سپاهگيريءَ تي ڪونہ هو. بلڪ في السماءِ رزقكم (توهان جو رزق آسمان ۾ آهي) جي جاگيردارن جي نالي ازل جي ديوان مان وظيفو جاري ٿي ويو هئن. انهيءَ ڪري پاڻ انهيءَ آسماني روزيءَ تي بسر ڪيائون. ڪنهن بہ ظاهري سبب کي هٿ ڪونہ لڳايائون ۽ آزادگي ۽ گوشي نشينيءَ جي دامن کي هٿ سان پڪڙي قرب جي واصلن کان فيض حاصل ڪيائون. پاڻ کي شيخ چايلده دهلوي قدس سرهُ جي خانقاه نشين مان بيان فرمائيندا هئا. شيخ عبدالعزيز يحيٰ دهلويءَ سان قريبي نسبت رکندا هئا. شيخ محي الدين مسيح الملڪ کي عادل شاه برهانپور جي حضور ۾ منصب حاصل هو ۽ هي سندن فرزند هو ۽ عادل شاه جي عرض ڪرڻ تي پاڻ مهرباني فرمائي دهليءَ کان سڪونت ترڪ ڪري برهانپور هليا آيا هئا. ڪجهہ سالن کان پوءِ انهيءَ شهر جي حدن ۾ شيخ ابراهيم سنڌيءَ جي تربت جي ويجهو آخري آرام گاه اختيار ڪيائون.

## سيد حيدر قدس سرهُ رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن سلوڪ جي شروعات هئي تہ شيخ بلال جي خدمت ۾ پهتا ۽ ڪائنن

تلقين گهريائون. شيخ بلاول فرمايو تہ پنهنجي نفس ۾ سير وڏو بلند درجو آهي. اهو توکي حاصل آهي. تنهنجو رهنما مون جهڙو گودڙيو فقير جيڪو ڪجھ بہ نہ ٿو ڄاڻي، ڪري تہ سنو نہ ٿو لڳي. لهذا بهتر اهو آهي تہ ڪنهن اهڙي بزرگ جي تلاش ۾ همٿ سان سفر ڪر ۽ پنهنجي مقصد ۾ ڪاميابي حاصل ڪر جيڪو تنهنجي نسبت ۾ هڪجهڙو هجي. مطلب تہ پاڻ سير ۽ سفر شروع ڪيائون. پاڻ فرمائيندا هئا تہ سفر جي دوران جنهن بہ بزرگ جي صحبت ۾ پهتس اتي اميد پوري نہ پئي ٿئي. جواب ملندو هو تہ تنهنجي هدايت شيخ بلاول جي حصي ۾ اچي وئي آهي. لاچار گهمندو ڦرندو شيخ بلاول جي آستاني تي آيس ۽ بيعت ڪيم. وڌيڪ فرمائيندا هئا تہ جڏهن مان ڇهن ڏينهن جو هئس تہ ان وقت جا حالات ياد آهن تہ ڪهڙي طرح ۽ ڪٿي هئس.

## شيخ ڪتين لاڪو رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن طريقت جو پير شيخ بلاول آهي. چون ٿا تہ پاڻ دولتمند ۽ مالدار هئا. ايتري قدر جو ڪجھ گروه سندن حڪم هيٺ رهندا هئا. اوچتو هن مال ملڪيت جي ترڪ ڪرڻ جو خيال آين. سڀ ڪجھ ڇڏي ڪمبل جي ڪفني گلي ۾ وجهي پير جي خدمت ۾ شغل اختيار ڪيائون. هڪ ڏينهن ڪانئن پڇو ويو تہ عزت ۽ اقتدار کي ڇڏي فقيري ۽ نياز جي دوستي ڪهڙي حد تائين پهتي آهي. پاڻ فرمايائون تہ گدائي ۽ ظاهري خواريءَ سان مون کي ايتري قدر تہ آرام معلوم ٿو ٿئي جو جيڪڏهن مان پنهنجي فرمانبردارن جي گهرن تي وڃي مانيءَ جو ٽڪر پنان تہ منهنجي طبيعت تي بار پيدا نہ ٿو ٿئي. بلڪ آرام وڏي ٿو. جڏهن پاڻ قبر ۾ رکيا پئي ويا تڏهن ذڪر جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي رهيو هو.

## شيخ محسن ڪانہ رحمة الله عليه جي ياد ۾

ڪانہ هڪ ڳوٺ جو نالو آهي جيڪو دهليءَ کان چاليھ ميل پري آهي. توڪل ۽ خاموشي هي ٻئي وصفون سندن ولايت جون شاهد آهن. هڪ بزرگ

لکي ٿو تہ پاڻ پنهنجي ڳوٺ کان ڪاڏي بہ نہ ويندا هئا. البتہ چند ڏينهن کان پوءِ درويشن جي ديدار لاءِ اسان جي ڳوٺ ۾ ايندا هئا. هتان جا باشندا ننڍا وڏا سڀ سندن استقبال لاءِ ويندا هئا ۽ سني طريقي سان آٿي هر هڪ پنهنجي گهر ۾ رهڻ لاءِ عرض ڪندو هو. پاڻ سيني کان معذرت ڪري جتي دل چوندي هئن اُتي لهي پوندا هئا. سواءِ ضروري ڳالهائڻ جي زبان نہ کوليندا هئا. اهڙي طرح هڪ ٻہ هفتا اُتي رهي پنهنجي وطن ڏي موٽي ويندا هئا.. ڪيترا سال اهڙي طرح گذاري ڇڏيائون. آخري آرامگاه ڳوٺ کانہ ۾ اٿن.

## شيخ ظهور الدين محمود بن جلال رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ گجرات جا رهاڪو هئا. قطب الاقطاب غوث الاولياءجا مريد- شيخ صدرالدين ذاڪر جا خليفا- مصنف جا دوست- ڪلام الله جا حافظ بي يارن جا يار ۽ ڪمزورن لاءِ طاقت هئا. هر هڪ سلسلي جي پيرن ۾ دعوت جو علم ۽ ذڪر جو طريقو مختلف هوندو آهي ۽ اهڙي طرح مشهور سلسلن جي مشائخن ۾ اشغال ۽ اسرار جا طرز گونا گون هوندا آهن. انهن سيني ۾ ڪين ڪمال حاصل هو. مرشد سان گڏ گهڻي مدت تائين سير ۽ سفر ۾ ساڻ رهيا. مطلب تہ پير جي اسرار ۽ افعال جو پاڻ آئينو هئا. يعني پير جي صورت مان رنگ ۽ پير جي معنيٰ مان خوشبو پهچائي هئائون. جڏهن مرشد ڪي گجرات وڃڻ جو خيال ٿيو تہ ڪين پاڻ منڊو (مانڊو) وارن جي هدايت لاءِ هتي ڇڏيائون. تقريباً ڏهہ سال شهر جي باشندن ڪي فيض رسانيءَ کان پوءِ تاريخ ارڙهين شعبان هجري سنہ نو سؤ ڇهانوي ۾ منزل قدس ڏي روانہ ٿيا. خانقاه ۾ ئي قبر ٺاهي وئي. شهر وارا جو عمر گهڻ تا ٻڌائن. ان جو سبب پنهنجي گهٽ واقفيت ٻڌائيندا هئا. رنج ۽ افسوس جي زيادتيءَ جو حال ڇا لکان جو هن وقت جي علامہ جا نہ لکيل واقعن جو هڪ انبار اهڙو آهي جنهن جي ڪنهن ڪي خبر ناهي. رحلت وقت سندن چند ڪم ڪار وارا خليفا حاضر هئا. پاڻ حاضرين مان شيخ داؤد

ڪي منتخب ڪري پنهنجي جاءِ نشين ٿيڻ لاءِ اجازت فرمائي. شيخ داؤد جيئن ظاهر ۾ برگزيده هو ائين ئي باطن ۾ بہ برگزيده هو. انهن شيخ عبدالله ۽ شيخ ضياءُ الله مخدوم زادن جي خدمت ۾ رهي فضيلت ۽ وقت جي صفائي حاصل ڪئي. هاڻي انهن ٻنهين صاحبزدگان جي طرف ڪان گواليار هليو وڃڻ کان پوءِ پاڻ هجري سنہ هڪ هزار ويهہ ۾ مندوءَ جي طرف واپس آيا آهن. الله تعاليٰ جل شانہُ ڪين قيام ۽ راست رويءَ جي توفيق عطا فرمائي.

مصرع: همچوا و انجام ڪارماوتو محمود باد.

## شيخ محبت رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ بني اسرائيل گروه مان هئا. ڄمڻ جي جاءِ دهلي ۽ آخري آرامگاه سارنگ پور مالوه اٿن. سپاهيانہ روش هئن. نستعليق خط استادن وانگر لکندا هئا. هجري سنہ نو سؤ پنجاهہ هو مالوه جي هڪ ڳوٺ وهار ۾ هڪ حسين مظهر تي عاشق ٿي پيا. خلعت ڪي گودڙيءَ جي بدلي ۽ عقل ڪي ديوانگيءَ جي عيوض وڪڻي ڇڏيائون. انهيءَ دوران ۾ حجاز مقدس جي سفر جو ولولو باطن ۾ پيدا ٿين ۽ حرمين شريفين زادهما الله شرفاً جي طواف سان سرفراز ٿيا. بحر اعظم جي ڪنارن جو سير ڪندا مالوه ڏي موٽي آيا. هڪ عرصي تائين مصنف سان صحبت رهي. انهن ئي ڏينهن ۾ هڪ دوست جي گهر ۾ خوشيءَ جو جلسو هو ۽ ان ۾ بہ قوال پاڻ ۾ وڙهي پيا پاڻ صفائي ڪرائڻ چاهيائون ليڪن تقدير ناموافق هئي. سندن صلح جون ڳالهيون هنن مان هڪ کي ناگوار لڳيون. انهيءَ خنجر ڪڍي ڪين هنيو. محفل ۾ حاضرين انصاف ۽ حق جي حمايت ۾ هن بدڪردار کي مارڻ چاهيو مگر پاڻ پڪاري چيائون تہ درويش جو خون سلسبيل آهي. ديت ۽ قصاص وٺڻ جي لائق ناهي. جيڪي حاضرين منهنجي خوشنوديءَتا چاهين. انهن کي گهرجي تہ پنهنجي تڪليف ۽ دشمن کي آزار گوارا نہ ڪن چو تہ ازلي دفتر ۾ خنجر مارڻ وارو ۽ زخمي ٿيڻ وارو ٻئي هڪ ئي اصل

جا حصہ آهن ۽ڪنهن کي بہ تقدير ۾ لڪيل کي دگرگون ڪرڻ جي طاقت ناهي. هجوم کي شائستگيءَ سان منتشر ڪيائون. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ زخم صحيح ٿي ويو ۽ پاڻ اجين کان سارنگ پور هليا ويا اتي هڪ نانگ جي ڏنگ سبب سندن عنصري عمارت ۾ هجري سنہ نو سؤ ڇهانوي ۾ خرابي پيدا ٿي پئي. وقت جي عارف سيد محي الدين پسر سيد چاند سارنگ پوري جن جو ظاهر ۽ باطن ٻئي آراستہ آهي. بيان تا ڪن تہ هڪ ڏينهن امير سيد علاؤالدين جي روضي ۾ شيخ محبت سان رازداريءَ جون ڳالهيون ڪري رهيو هئس تہ هڪ طرف هڪ جنازو ايندي معلوم ٿيو ۽ ٻئي طرف هڪ جميل مظهر ظاهر ٿيو منهنجي نظر جنازي تي پئي جنهن مان مون کي حيرت ۽ عبرت گهڻي ٿي ۽ سندن نظر انهيءَ محبوب جي منهن تي پئي جنهن سبب پاڻ مشاهدي ۾ مستغرق ٿي پيا. مون چيو تہ جنازي ڏي نظر ڪرڻ سان عبرت ٿي پيدا ٿئي ۽ خوبصورت چهري ڏي ڏسڻ سان نفساني خواهش وڌي ٿي. پاڻ فرمايائون تہ درويش جي نظر ۾ هي ٻئي ڳالهيون برابر آهن. ۽ جيڪو شخص فنا ٿي ويو هجي موت ۽ زندگي ان جي اختيار ۾ آهن. چنانچہ انهيءَ ئي رات پاڻ پنهنجي ساٿين کي ٻڌايائون تہ مون کي نانگ ڏنگيو آهي. جڏهن علاج ۽ جنتر منتر ڪرڻ شروع ڪيائون تہ پاڻ مسڪرائي فرمايائون تہ درويش کي انهيءَ عمل جي ضرورت ناهي پوءِ اهوئي بهتر آهي تہ پاڻ کي خدا کي سپرد ڪري بلڪل راحت جي ابدي ننڊ ۾ سمهي پوان. صبح جي وقت ماڻهن ڪين حق جي رحمت ۾ آسودو ڏٺائون ۽ سندن پوري جسم تي نانگ جي ڏنگڻ جو ڪوبہ نشان ڪونہ هو ۽ سندن مراقبي واري گهر مان هڪ شرعي گوڏ کان سواءِ ڪابہ رقم وغيره ڪانہ ملي. هن بيان مان معلوم ٿيو تہ نانگ جي ڏنگڻ جي روايت عام ماڻهن ۾ مشهور آهي دراصل سندن رحلت جي حقيقت هن طرح هئي جيئن بيان ڪئي وئي. ان کان پوءِ سندن هڪ ديرينہ رازدار ۽ غمگسار شيخ صدرالدين جهان خواب ۾ ڏٺو تہ ڪائنئن الاهي عالم جي ماجرا پڇيائون. پاڻ ڪليا ۽ فرمايائون المومن مراة المومن ۽ وات بند ڪري ڇڏيائون.

مصرع: آئينہ خداي نما باد جان او۔

## سيد بدرالدين ابن سيد جلال متوڪل رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ڪامل ۽ مڪمل همت شريعت جي حدن جي نگهبانيءَ ۾ ۽ سچي نيت حقيقت جي اسرارن جي پاسبانيءَ ۾ مصروف هئي. پاڻ هميشہ رهنمائي ۽ نصيحت جي وقت معرفت ۽ ڪشف جا انوار شريعت جي لباس ۾ لڪل عبارت جي ذريعي بيان ڪندا هئا. تصوف جون مخفي ڳالهيون گهڻو ڪري گهٽ ڪندا هئا. حقائق ۽ اسرار بيان ڪرڻ وقت دلچسپ اشارن ۽ دل کي وڻندڙ نڪتن جي جواهرات کي نظم ۽ نثر جي ڌاڳي ۾ پوئي ٻڌڻ وارن جي ڪن ۽ ڳچيءَ جو هار ناهيندا هئا. ظاهري علم جي تحصيل شيخ ابوالفتح تانسيري ۽ شيخ جلال انصاريءَ جي فيض بخشيءَ سان ۽ باطن جي پرورش پنهنجي والد بزرگوار جي توجہ سان ڪري هنن ڪمالات ۽ حالات کي پهتا هئا. سندن ولادت جو سال نو سؤ ستيتاليهہ آهي. جوانيءَ جي شروعات کان پوءِ فرض- سنتون ۽ نفلن جي ادائگي ۾ هر ممڪن ڪوشش ڪندا هئا. شيخ محمد صوفيءَ کان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن مان جهنگل مان وڃي رهيو هئس تہ ٻہ عرب مرد سامهون آيا ۽ سلام ڪيائون. مون سلام جو جواب ڏنو انهن پڇو تہ ڇا توهان سيد بدرالدين ابن جلال متوڪل کي سڃاڻو ٿا. مون چيو تہ هائو مان سندن سلسلي جو غلام آهيان. انهن چيو تہ اسان کي ان سان ملڻو آهي. مان انهن ٻنهين شخصن کي سيد وٽ وٺي ويس. انهن قدم بوسيءَ کان پوءِ عرض ڪيو تہ فرزند رسول الله عليہ الصلواة والسلام سان بيعت ٿيڻ جي آرزو اسان جي دل ۾ هئي. معاملي ۾ حضور ﷺ جن اسان کي اجازت ڏني آهي تہ هندستان ۾ وڃي آگري ۾ سيد بدرالدين جا مريد ٿيو اگرچہ اسان جا فرزند هن ملڪ ۾ ٻہ آهن ليڪن توهان جو حصو ازل ۾ انهن جي ئي حصي ۾ مقرر ٿيل آهي. پاڻ فرمايائون تہ هن شهر ۾ توهان جي انهيءَ مطلوب نالي وارو ڪو ٻيو شخص هجي. چڱي طرح تحقيق ڪري پوءِ بيعت ڪجو. هنن عرض ڪيو تہ جن دلربا خصلتن جي ذريعي سان جيڪي خصلتون اسان کي ٻڌايون ويون هيون اهي تہ توهان ۾ ئي ملن ٿيون. خير- بيعت جي رسم بجا آڻي انهيءَ ئي رات اجازت حاصل ڪيائون. راوي ٻہ ٻاهر تائين انهن سان گڏ ويو هو. انهن فرمايو تہ جنهن سال سيد جي ڏاڙهيءَ ۾ سفيدي شروع ٿيندي اهوئي سال سيد جي ڪمال جو

هوندو. چون ٿا تہ جڏهن سندن عمر پنجونجاهہ تي پهتي تہ ڪراڙپ جي سفيدي ظاهر ٿي ۽ انهي ئي سال صفر مهيني ۾ استسقا جي بيماري ڪين لڳي ۽ ڪامل ٻہ مهينا لڳاتار رهي ليڪن عبادت جي وظيفن ۾ ڪجھہ بہ قسم جو فتور واقع نہ ٿيو. تاريخ چويهين ربيع الاول هجري سنہ نو سؤ اٺانوي ۾ پاڻ شهر جي بزرگن کي سڏائي انهن جي روبرو خرقو ۽ سجاده پنهنجي پٽ سيد باريءَ جي حوالي ڪيائون. حاضرين دعا لاءِ هٿ کڻي چيو تہ الله تعاليٰ جلشانہ هن وصيت کي مبارڪ ڪري. پاڻ فرمايائون تہ هر هڪ طريقي سان مبارڪ آهي. آخرڪار انهيءَ ربيع جي چنڊ رات واري ڏينهن دنيا جي ويران جاءِ کان رخصت فرمائي عالم غيب جي عمارت جي طرف سفر ڪري ويا. آخري آرامگاه آگري ۾ آهي.

## شيخ راجي محمد برودره (بڙوده) رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ رند هئا. مگر ساده، آزاد هئا سؤ زنجيرون پيرن ۾ پيل هئن. ديوانہ هئا مگر ڪم سڀ علقمندن جهڙا. فنا في الشيخ کي فنا في الله کان وڌيڪ دوست رکندا هئا ۽ ترجيح جو سبب بيان ڪندا هئا. سڀ ڪردار گفتار ۽ رفتار ۾ پنهنجو خاڪي نقش لوح کان مٽائي سڀ شيخ ڏانهن منسوب ڪندا هئا. انهيءَ ئي انديشي ۾ سندن آمدرفت رهندي هئي. ۽ مستانہ وار نعرو هڻڻ کان سواءِ ڪوبہ قدم رستي ۾ نہ رکندا هئا. هجري سنہ نو سؤ نوي کان ڪجھہ مٿي هو جو سندن نالي الاهي طلب جو پيغام پهتو. پاڻ قبول ڪري عِندَمَليڪ مُقتَدرُ جي حضور ۾ روانہ ٿي ويا. پاڻ هڪ فرزند پويان ڇڏيائون جنهن جو نالو شيخ ولي محمد هو. ان کي سلوڪ کان پهريائين هوش سنڀاليندي ئي توحيد جي قوي جذبي اچي پڪڙيو. گهڻي تعجب جي هيءَ ڳالهہ آهي تہ توحيد کان سواءِ ٻئي ڪلام لاءِ ڄڻ تہ گونگا هئا. هجري سنہ هڪ هزار هڪ ۾ احمد نگر دکن جي مقام تي نظر آيا هئا پوءِ سندن ڪابہ خبر ڪانہ آئي. سندن برگزيده مريدن مان شيخ صدرالدين ذاڪر آهي. هي هميشہ پنهنجي پير سان آخري ساهہ تائين سفر ۽ حضر ۾ رفيق رهيا.

# شيخ ميان آبا رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن نالو ابراهيم آهي. صاحب حال و قال ۽ اهل مقامات وڪرامات هئا. ڄمڻ جي جاءِ قلعو ڀروچ گجرات ۽ آخري آرامگاه برهانپور محمد شاهه فاروقيءَ جي حظيره ۾ اٿن. ڇون ته ته پاڻ گهڻن ئي مشائخن جي خدمت ڪري فيض حاصل ڪيو هو ليڪن خلافت جو خرقو ڪين غوث الاوليا قدس سرهُ جن جي خدمت مان ئي مليو. جڏهن گجرات ڪان برهانپور آيا ته محمد شاهه اتان جو حاڪم هو ۽ سيد زين الدين ان جو وزيراعظم هو جنهن غوث الاوليا جي خدمت ۾ هڪ عرصي تائين رهي ڪم ڪيو هو. هي ٻئي ڄڻان قلب جي صفائيءَ سان سندن مريد ٿيا. جڏهن حاڪم ۽ وزير مريد ٿيا ته پوءِ پاڻ مريد ڪرڻ ترڪ ڪري ڇڏيائون. ان جو سبب معلوم ڪيو ويو ته جواب ڏنائون ته ڪاٿي ائين نه ٿئي جو هاڻي جيڪي ماڻهو مون ڏي ارادت جو اظهار ڪن ٿا انهن جو اهو خيال ٿئي ته هن صوبي جي حاڪم جو مان پير آهيان. ان ڪري اهوئي بهتر آهي ته مان پنهنجي طرفان انهيءَ خطرناڪ شيوي ڪان پاسو ڪيان ته جيئن جيڪي ماڻهو ارادت جو استعداد رکن ٿا مان انهن جي گمراهيءَ جو سبب نه بنجان ۽ ڪنهن جي خالص عمل کي ريا جي آرائش سان خراب نه ڪيان. هجري سنه نو سؤ اٺانوي يا نوانوي ۾ اعليٰ عالم ارواح ڏي رحلت فرمايائون. خليل الرحمٰن 999 ھ سندن وفات جي تاريخ آهي.

# حاجي ابراهيم سرهندي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن رنگين طبيعت جو شاهد مختلف علمن ۽ معرفتن جي زيور سان آراسته هو. شيخ المحدثين ابن حجن تيمي جي خدمت ۾ پاڻ حرم محترم ۾ رهي حديثن جي تصحيح ڪيائون. حديث ۽ تفسير جي سند ۾ ڪين مٿاهين نسبت حاصل هئي. سندن ڪلام جي قوت اثرائتي ۽ واعظانه اشعار جي زبان ڪان آشنا هئي. جنهن زماني ۾ سڄي ملڪ هندستان کي اڪبر بادشاه فتح ڪيو هو ته ان جي دل ۾ هيءَ خواهش پيدا ٿي ته سيني عالمن جيڪي وڏي تعداد ۾ گاديءَ جي هنڌ واري شهر ۾ موجود آهن. هڪ هڪ ڪري سڄي ملڪ ۾ مقرر ڪيا وڃن جيئن ظاهري فوج ۽ اميرن سان ملڪ ۾ امن و امان ۽ آرائش

آهي. ساڳي طرح هن باطني گروه جي بابرڪت انفاس جي برڪت سان به ملڪ جي هر حصي جي باشندن کي پنهنجي پنهنجي استعداد جي موافق فيض پهچي. ۽ هر هڪ شخص پنهنجي حوصلي جي مطابق هن جماعت جي خدمت سان معرفت جو فروغ حاصل ڪري. انهيءَ خيال جي بنياد تي هر هڪ شخص مختلف حصن ۾ مقرر ڪيو ويو. جنهن حصي ۾ پاڻ موڪليا ويا هئا اتان بغير اجازت جي دارالسلطنت ڏي موٽي آيا هئا اها ڳالهه بادشاه کي ناگوار گذري ۽ ان ڪري کين قلعي ۾ بند ڪرائي ڇڏيائين. هتي اڪيلائي ۽ پنهنجي حالت تي سختي ڏسي ڏاڍو پريشان ٿيا. هڪ عرصي تائين ته آزاد ٿيڻ جو انتظار ڪيائون مگر جڏهن آزاد نه ڪيا ويا ته پوءِ هڪ رات رسي قلعي جي ديوار تي لٽڪائي ته ان تان هيٺ لهي ۽ پڇي وڃي ڪجهه ڏينهن گمناميءَ ۾ گذاريان پر اڌ تائين مَسَ پهتا ته رسي ٽٽي پئي جنهن سبب سندن رحلت ٿي وئي.

## شيخ ودوداللہ شطاري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ معروف صديقيءَ جا فرزند آهن ۽ نالو شيخ لاد اٿن. هميشه درويشي ۽ فقر ۾ زمانو گذاريائون. سندس وڏا شيخ عبدالرحمان تائين پهچن ٿا جيڪو حضرت صديق اڪبر جو پوٽو هو رضي الله عنه- غوث الاولياءجا مريد ۽ خليفا آهن. اندازاً ٻارهن سال متواتر پنهنجي پير بزرگوار جي خدمت ۾ رهي شطاري مشرب جي اشغال ۽ ذڪر جا طريقا ۽ دعوت جي سند حاصل ڪيائون ۽ سيني کي علم ۾ به آنڌائون. حضرت غوث الاولياءجڏهن گواليارڪان گجرات جي طرف هجرت فرمائي هئي ۽ ان جو سبب متي لکجي چڪو آهي. ته کين ڪنهن سبب ڪري منع فرمائي وئي ۽آيت ڪريمه **لا عَلَى الَّذِينَ إِذَا أَتَوْكَ لِتَحْمِلَهُمْ قُلْتَ لَا أَجِدُ مَا أَحْمِلُكُمْ عَلَيْهِ تَوَلَّوا وَأَعْيُنُهُمْ تَفِيضُ مِنَ الدَّمْعِ حَزَنًا أَنْ لَا يَجِدُوا مَا يُنْفِقُونَ** (يعني: نه انهن ماڻهن تي ڪو الزام آهي جو جڏهن تو وٽ آيا ته توهان هنن لاءِ سواري مهيا ڪيو. ته تو جواب ڏنو ته مون وٽ ڪا سواري موجود ئي ڪانهي جو توکي ان تي سوار ڪيان. هو ماڻهو واپس هليا ويا ۽ خرچ ميسر نه اچڻ جي غم ۾ اکين مان ڳوڙها جاري هئا) وانگر معذورن مان ٿي پيا. لاچار پاڻ ڪجهه سالن تائين

ڳوٺ آشٽہ ۾ گوشي نشين رهيا. هي ڳوٺ مالوه جي ويجهو آهي. پوءِ جڏهن باز بهادر افغان اڪبر بادشاه جي فوج کان ڀڄي بگلاڻہ جي ويجهو آيو ۽ ملڪ مالوه کي اڪبر فتح ڪيو ۽ افغانن جي جيڪا جماعت اعتقاد سبب هنن وٽ ايندي هئي رڪجي وئي تہ پاڻ هجري سنہ نو سوءُ چوهتر ۾ هن ڳوٺ مان لڏي خانديس ڏي هليا ويا ۽ جامود نالي ڳوٺ ۾ وڃي رهيا. ان وقت هي ڳوٺ ان صوبي جي حاڪم ميران محمد شاهہ فاروقيءَ جي حڪم سان سيد ميران شڪر ڪوٺيءَ جي جاگير ۾ هو انهيءَ سال ۾ شيخ ودوداللہ جي عمر شريف هڪ سوءُ سال کان بہ وڌي چڪي هئي. مسيح الاولياء فرمائن ٿا تہ هڪ دفعي مون کي ڪنهن تقريب ۾ پنهنجي مرشد شيخ لشڪر محمد عارف سان گڏ جامود جي ميدان ۾ وڃڻ جو اتفاق ٿيو. اتي شيخ ودوداللہ جي خدمت بہ حاصل ٿي هئي اسان هڪ نوراني پير ڏٺو. جنهن جي پيشانيءَ مان ولايت ۽ ڪرامت جا انوار ڏسڻ وارن جي سامهون ظاهر هئا. هجري سنہ نو سوءُ ٽيانوي ۾ فاني دنيا کي ڇڏي پاڪ ملڪ ڏي روانہ ٿيا. آخري آرامگاه جامود ۾ اٿن. پاڻ هڪ فرزند ڇڏيو اٿن شيخ اسماعيل نالو اٿس انهيءَ ويهن سالن تائين مسيح الاولياءجي خدمت ۾ رهي ظاهري ۽ باطني تڪميل ڪئي هئي ۽ فقر ۽ فاقي سان اهڙي طرح يگانگت پيدا ڪيائون جو جيڪڏهن سڄي جهان جي دولت سندن بي نيازيءَ تي قربان ڪجي تہ بہ مناسب آهي. هجري سنہ هڪ هزار ويهہ ۾ مرشد جي اجازت سان والد بزرگوار جي پراڻي مقام ڏي وڃي رهيا هئا جيڪو ڳوٺ آشٽہ نالي آهي ۽ جيئن تہ آشٽہ وڃڻ واري کي مندو (ماندو) مان لنگهڻو پوندو آهي. لهذا شيخ اسماعيل کي مندوءَ ۾ اچڻو پيو ۽ مصنف جي غريب خاني تي ڪجهہ ڏينهن مهمان رهيا. گهڻا دلاسا ۽ تسليون ڏنيون ويون تہ اللہ جي دَرَ جي فقير لاءِ گوشي گزين ٿيڻ لاءِ آشٽہ کان مندو بهتر آهي. تہ پاڻ اهو عذر ڪيائون تہ مرشد جي اجازت آشٽہ ۾ ئي رهڻ جي واسطي ٿي آهي ۽ اهڙي طرح مصنف جي التماس کي قبول نہ فرمايائون. تاريخ پندرهين ربيع الثانيءَ تي آشٽہ روانہ ٿيا.

## مِيان وجيہ سنڌي رحمة الله جي ياد ۾

سندن ولادت هڪ ڳوٺ ۾ ٿي جيڪو ٺٽي جي نزديڪ آهي هڪ ڏينهن مسيح الزمان چون پيا تہ هجري سنہ هڪ هزار ست ۾ برگزيده صاحب دلان-

مردم چشم کيميا نظر خانخانان ابدولتہ جڏهن برهانپور خانديس ۾ نزول فرمايو تہ پهريائين خانخانان خيمہ گاه ۾ نہ لٿو. سڌو سنئون سامان سوڌو فقير جي مسجد ۾ هليو آيو. سڀ کان پهريائين سندن ڳالهہ هيءَ هئي تہ جڏهن ميان وجيہ جي ڳوٺ ۾ لشڪر جا خيما نصب ٿيا تہ ان جي باوجود جو ميان سان منهنجو اعتقاد درست هو. مگر ننڊ جو اهڙو تہ غلبو ٿيو جو بغير وقت جي غنودگي پيدا ٿي. انهيءَ سال ۾ ميان صاحب جو ڳوٺ لٽ ڦر ۾ اچي ويو جنهن جي ڪري منهنجي دل هر وقت هڪ عجيب انقباض ۾ آهي ۽ انهيءَ خوف ۽ خيال ۾ خيمي گاه ۾نہ وڃي سڌو توهان جي ديدار لاءِ آيو آهيان. ۽ ميان وجيہ جا ڪجهہ حالات بيان ڪيائين جن جو خلاصو هي آهي تہ هڪ شخص آهي جنهن جي دل هميشہ طلب جي درد سان مالا مال آهي. اکيون پشيمانيءَ جي ڳوڙهن سان ڀريل هيون ۽ زبان خدا جي ياد ۾ مصروف هئي.

## شيخ احمد متوڪل اُجيني رحمة الله عليه جي ياد ۾

اُجين صوبي مالوه جو هڪ شهر آهي. کين خلافت جو خرقو غوث الاولياءَ کان حاصل آهي قدس سرهما- پاڻ هميشہ زباني ۽ مخفي ذڪر پاس انفاس رکندا هئا. معاملات جي باريڪ باريڪ تدبيرن کي پاڻ ڪڏهن هڪ جَوَ جي برابر بہ نہ سمجهائون پيدائش هندستان ۾ ڪنهن مشرقي شهر جي آهي. شيرشاه سوريءَ جو زمانو هو جو پاڻ وطن کان هلي اجين ۾ آيا ۽ رهائش اختيار ڪيائون. ڪنهن بہ شخص کان روپيہ پئسا هڪ ڏينهن جي خرچ کان وڌيڪ ڪڏهن بہ نہ ورتائون. هميشہ آخري ساهہ تائين سندن روزي آسمان تي رهي. اهل روزگار جي دانائيءَ تي نادانيءَ کي ترجيح ڏيندا رهيا. مصنف کي سندن ذات سان نهايت ويجهڙائي ۽ دلبستگي هئي. هجري سنہ نو سؤ اٺانوي ۾ سندن نوبتِ زندگاني پوري ٿي. آخري آرامگاه انهيءَ حوض جي ڪناري تي آهي. جيڪو قلعيَ اُجين جي ٻاهرئين حصي سان مليل آهي. هڪ جانشين ڇڏيو هئائون جنهن جو نالو شيخ عبداللطيف هو. انهيءَ رياضت جي ذريعي خلافت جي چراغ ۾ گهڻي روشني وڌائي هئي ۽ مسيح القلوب جي خذمت ۾ برهانپور وڃي حقيقت ۽ معرفت جو سرمايو پهچايو هو ۽ هجري سنہ هڪ هزار ست ۾ فاني جهان کي ڇڏي ويا.

مصرع: شد روزيش الله لطيف بعباده

## شيخ معروف ابن قاضي سعدالله رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ صديقي خاندان جا هئا. شيخ نظام الدين نارنوليءَ جا خليفا هئا. ڄمڻ جي جاءِ دهار ۽ آخري آرامگاه مدينہ منور- سندن وڏا بغداد کان آيا هئا ۽ هندستان جي صوبي جونپور جي متعلق هڪ شهر بهار نالي آهي ان کي پنهنجو وطن بنايائون. بهار کان سندن ڏاڏو شيخ محمود سلاطين خلجيءَ جي دور ۾ مندو (ماندوءَ) ۾ آيو هو. ۽ اتي ئي رهائش اختيار ڪيائين. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ڳوٺ مجيره جو قاضي ٿي ويو. جيڪو مندوءَ کان ٻارهن ڪوهہ ۽ وهار کان پنج ڪوهہ پري آهي. هن ڳوٺ ۾ پان اهڙا خوشبودار ۽ عمدا ٿيندا آهن جو ٻين صوبن ۾ ماڻهو سوغات طور وٺي ويندا آهن. جڏهن شيخ محمود کي آسماني قضا جو سڏ ٿيو تہ سندن پٽ سعدالله شريعت جي مسند تي ويٺو. جڏهن انهن بہ دنيا جي عالم کي ڇڏيو تہ ان وقت شيخ معروف ننڍو هو. جڏهن شيخ معروف جي هوش جو زمانو آيو تہ طريقت جي پير جي جستجوءَ ۾ ڀڄ ڊڪ شروع ڪيائون. انهيءَ دوران پير شيخ نظام نارنوليءَ جي فيض رسانيءَ جي شهرت ٻڌائون. دل کان صبر ويندو رهيو ۽ نارنول وڃي مريد ٿيا. ۽ چند سال خذمت حضور ۾ رهي فيض حاصل ڪيائون. فرمائيندا هئا تہ پير سان گڏجي نارنول کان دهليءَ ويندو هئس. هڪ سيلاني شيخ عبدالله هو ان کي عالم ارواح جون رمزون ۽ عالم شهود جا حقائق چڱي طرح معلوم هئا. رستي ۾ هڪ ڳوٺ جي اندر ان جي خذمت بہ نصيب ٿي. هر قسم جون ڳالهيون ڪيوسين. گهڻي ڪجهہ نوازش ۽ دلجوئي حاصل ٿي ۽ مون کي هر هڪ سلسلي جي پيرن جي خلافت جو خرقو عطا فرمايائون. سواءِ اجازت سلسلہ چشتيہ قدسيہ جي جيڪو مونکي پير کان حاصل ٿيو هو. ڪجهہ سال بعد ڳوٺ وهار ۾ موٽي آياسين ۽ انهيءَ ئي ڳوٺ جي حدن ۾ هڪ ڪوٺڙي پسند ڪئي جتي نفس سان لڙائيءَ ۾ مشغول ٿي ويس ۽ هن گهر جي چور ۽ همر نشين جي اچڻ وڃڻ جا رستا بند ڪيم. ٿوري ٿوري غذا گهٽائڻ سان نفس تلهو ٿيڻ کان رڪجي ويو ۽ انهيءَ طريقي سان سمهڻ ۽ کائڻ جي پابندين کان نجات ملي. سبحان الله- جيڪڏهن پاڻي يا شربت پاڻ نہ پئندا هجن ها تہ **وَمَا جَعَلْنٰـهُمْ جَسَدًا لَّا يَأْكُلُوْنَ الطَّعَامَ** جي نفي ۾ شامل ٿي وڃڻ کان پاڻ مستثنيٰ ٿي وڃن

تا. هڪ پراڻي گودڙيءَ ۾ لپيٽيل پيراهڻ ۾ هميشہ رهندا هئا ۽ سڄي عمر نماز معڪوس ۾ راتين کي ڏينهن ڪندا هئا. هجري سن نو سؤ ڇهانوي ۾ صوبي مالوه جي حاڪم نواب خان اعظم مرزا عزيز بزرگ کي جيڪو اڪبر شاهہ هو. انهيءَ سال شيخ اُجين کان عمره جو احرام ٻڌو ۽ حجاز جو رستو انهيءَ طرح طئہ ڪرڻ جو عزم ڪيو جو دل ۾ ارادو ڪيائون سِر هيٺ ڪري ويندس. ليڪن نواب سان دوستي هئن. نواب کين روڪيو ۽ پين دوستن ۽ عقيدتمندن بہ اهو ئي عرض ڪيو لهذا پاڻ سال رڪجي پيا جڏهن ڪعبي جي زيارت جي شوق جو غلبو ٿين تہ پنهنجي اکين تي پٽي ٻڌائون تہ جيئن پيون ڏسڻ جون شيون ڏسڻ ۾ ئي نہ اچن ۽ پاڻ تي لازم ڪيائون تہ جيستائين ڪعبي جو جمال نہ ڏسندس پٽي نہ کوليندس. ٻئي سال ارادي جي موافق زاد راه ۽ سفر جي خرچ لاءِ جيتري ضرورت هئي ۽ اها بہ صرف ايتري قدر جو درويشيءَ ۾ بہ خلل اندازي نہ ٿئي نواب عزيز جي خزاني مان ورتي سفر جو انتظام ڪيائون هڪ ماڻهوءَ جي قد جي برابر هڪ حجرو تيار ڪرايائون ۽ ٻن اٺن تي ٻڌائي، انهيءَ حجري ۾ اندر پنهنجو پاڻ کي الٽو لٽڪايائون اهڙي طرح سمنڊ جي ڪناري تي پهتا. بعد ۾ حجري کي جهاز ۾ ٻيهاري چڙهيائون ۽ پاڻ ان ۾ بدستور لڙڪيا رهيا. چون ٿا تہ رستي ۾ پاڻ گهڻو رُنا ۽ ڳوڙهن جي گرمائش سان پٽيءَ جي مٿان سڙڻ جو داغ ماڻهن ڏٺو آهي. اهڙي طرح بيت الحرام جو ديدار کين ٿيو جنهن جي سبب ڪري سندن اکين تي نظاري جي لذت حلال ٿي. عمري ۽ حج جا ارڪان ادا ڪيائون ۽ مديني منوره جو طواف ڪري روشن ضميري حاصل ڪيائون. پنجن مهينن جي فرصت ملين. جڏهن تاريخ ٽين ربيع الاول هجري سنہ نو سؤ اٺانوي تي فرمان صادر ٿيو تہ ڪمال آرزو شگفتگي خاطر ۽ خنده پيشانيءَ سان عالم قدس ڏي روانہ ٿيا.

## مولانا اسماعيل سومرو رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾ (٦)

سومرو سنڌ ۾ هڪ خاندان جو نالو آهي. پاڻ انهيءَ ملڪ جي نامور مشائخن مان آهن. سندن خانقاه ڇا هئي هڪ زاهدستان هو. ڪيترا هزار ڳوٺيون ڪٽڪ زراعتي ٻج هوندو هو جنهن جي پيداوار خانقاه نشينن جي

احتياج ۾ خرچ ٿيندي هئي. سندن خاص طريقو درويشن جي خذمتگاري ڪرڻ هو. هجري سنہ نو سؤ اٺانوي ۾ يا نوانوي ۾ رحمتِ حق سان وڃي مليا.

## شيخ عبدالله ڪتواسن رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن پير بيعت ۽ مرشد طريقت ڪتي بہ بيان ۾ نہ آيا آهن. غالباً سندن مشرب اويسيہ هو. پنهنجي توڪل ۽ آزادگيءَ جي محل ڪي نهايت مضبوط رکيو هئائون. ڪڏهن بہ زماني وارن جي روبرو احتياج جو منهن ڪڻي نہ ويا. آخري آرامگاه دارالخلافہ آگره ۾ آهي.

## ملا دوست صحاف رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

جيڪي محرم هم نشين هئا اُهي کين ڪاڪا چوندا هئا. پاڻ مولانا خواجگي ڪاشاني جي خاص عقيدت مندن مان هئا. سندن درياه جهڙي ضمير جي عرفاني دَٻي ۾ الاهي اسرار ۽ تصوف جا بيشمار جواهرات ۽ موتي پريل هئا. هڪ عرصي تائين بلخ ۾ ماڻهن جي رهنمائي ڪيائون. گهڻا ئي طالب سندن خذمت ۾ رهي پنهنجي مطلوب ڪي پهتا. هڪ ڏينهن پراڻو رازدار صوفي شادي سندن عبادت خاني ۾ آيو ۽ چيائين تہ ڪاڪا توهان ڪي ياد هوندو تہ جڏهن مقصد جي تلاش ۾ توهان جي ڪوشش تيز هئي ۽ جلد سازيءَ جو حڪم ڪندا هئا. انهن ڏينهن ۾ توهان ڪهڙا نہ خوش وقت ۽ خوش دل رهندا هئا. هاڻي مونکي معلوم ٿيو آهي تہ جيڪي ماڻهو خانقاه ۾ رهن ٿا انهن توهان ڪي قرب جي خلوت ڪان پري ڪري ڇڏيو آهي ۽ توهان ڪي پريشان رکن ٿا. پاڻ هيءَ ڳالهہ ٻڌي اکين ۾ آب آڻي جواب ڏنائون تہ بيشڪ صحيح آهي جيئن توهان فرمايو ٿا. چون ٿا تہ هجري سنہ نو سؤ نوي ڪان ڪجهہ مٿي هو تہ پاڻ عنصري منزل ڪي ڇڏي اصل وطن ڏي روانہ ٿيا. آخري آرامگاه بلخ ۾ اٿن.

## شيخ جنيد مفتي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ بهاؤالدين قريشي اسدي هاشميءَ جا فرزند آهن. علم جا صاحب

درست احوال- پاڪيزه اخلاق- سهڻين صفتن ۽ زاهدانہ افعال جا مالڪ هئا. علم جي تحصيل پنهنجي والد بزرگوار کان ڪئي هئائون. مهمان کان بغير ماني نہ کائيندا هئا. اهل طريقہ سان پاڻ خليلي رسم زنده ڪري رکي هئائون. ضرورتمندن لاءِ سندن سفارش اثرائتي هوندي هئي. اهل ضرورت جو تعلق جتي بہ هوندو هو اُهو چاهي ڪيترو بہ نامهربان يا پٿردل هوندو هو مگر بنادير جي نتيجي تي پهچي ويندا هئا. اهڙي طرح سندن دعائون واقفن يا غيرن جي مشڪلات ۾ مقبول ٿي ويندڙيون هيون. مطلب تہ سندن گفتار جي پيشاني ناڪاميءَ جي داغ کان پاڪ صاف هئي. تاريخ چوٿين شعبان هجري سنہ نو سوءَ اٺانوي ۾ پاڻ روحاني باغ جي سير لاءِ هليا ويا. آخري آرامگاه آگري ۾ اٿن.

## شيخ نظام ابن عبدالڪريم نارنوليؒ جي ياد ۾

پاڻ حضرت فاروق اعظمؓ جي نسل مان آهن ۽ الهداد نالو اٿن. ڄمڻ جي جاءِ ۽ آخري آرامگاه نارنول ۾ اٿن. جوانيءَ جي شروعات ۾ پاڻ محقق رهنما جي ڳولا ۾ وطن کان نڪري پيا ۽ هڪ همدرد دوست سير فيروز جي همراه گهڻا ڪجهہ سفر ڪيائون. گهڻيون آباديون ۽ جهنگ جهر ڏٺائون ۽ گهڻن ئي سالڪن ۽ مجذوبن جي خدمت ڪيائون. ليڪن منزل تي پهچائڻ وارو هٿ نہ آين. انهيءَ دوران پاڻ گواليار پهتا ۽ ڪجهہ ڏينهن غوث الاولياءقدس سرهُ جي بين خانقاه ۾ رهندڙ صوفين سان گڏ رهيا. تقدير ۾ جيئن لکيل هو ان جي مطابق خواجہ خانون تاج ناگوريءَ جي خدمت مان پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيا ۽ خلافت جي نور سان قلب جي روشني حاصل ڪيائون. خواجہ صاحب جي صحبت ۽ خدمت جي برڪتن سان ڪمال ۽ تڪميل تي پهتا ۽ پير جي اجازت سان پنهنجي وطن ۾ اچي رهنمائيءَ جي مسند تي ويٺا. پاڪ ذات ۽ استعداد جي صاحبن گروهن جا گروه سندن پرورش ۽ فيض سان الاهي معرفت جي مٿاهن درجن تي پهتا ۽ هر هڪ صوبي ۽ سرڪار ۾ وڏي نندي جي هدايت لاءِ سندن فيض يافتہ باخبر اصحاب مان هڪ هڪ ڪري مقرر ڪيا ويا. سندن ولايت جي صاحب خليفن جي فهرست گهڻي وڏي آهي. هن ڪتاب ۾ نہ ٿي اچي سگهي مطلب تہ سندن فيض رساني- نورپاشي- رهبري ۽ رهنمائيءَ جي شهرت

ايتري تہ تي جو هندستان جي چئني طرف ڦهلجي وئي. سندن زماني ۾ سلطان مشائخ نظام الاولياءقدس سرهُ جو مبارڪ دور حاصل ٿي ويو هو ۽ نارنول جي زمين ڪان دهليءَ تائين فيض عام ٿيو هو. تاريخ اناويهين صفر هجري سنہ نو سؤ ستانوي ۾ عالم ناسوت ڪان عالم ملڪوت جي سير لاءِ روانہ ٿي ويا.

## شيخ بياره نور ظهور رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ مجذوب هئا. جمالي مظاهرن سان عشق رکندا هئا. ڪجهہ سال ديوانگيءَ جو عيش ڪيائون. اندروني بي آرامي گهٽي رهندي هئڻ انڪري هڪ گهڙي بہ هڪ جاءِ تي نہ وهندا هئا ۽ زبانِ حال سان ماڻهن کي ٻڌائيندا هئا. هن ۾ شڪ نہ آهي تہ عشق ۽ ديوانگي هي ٻئي جڏهن دل ۾ جمع ٿي ويندا آهن تہ نظر بازيءَ جو شوق اڀرندو آهي ۽ دوراانديشي، عقل ۽ فهم ڪوچ ڪري ويندا آهن. انهيءَ ڪري سندن پردو فاش ٿيو ۽ پاڻ هر هڪ شمع تي پروانن وانگر ڪري تڪليف ۽ مصيبت برداشت ڪندا هئا. هڪ ڏينهن مصنف ساڻن گڏ رستي ۾ بيهي ڳالهائي رهيو هو ايتري ۾ پالڪيءَ وارو هاٿي اچي پهتو پاڻ ڇلانگ لڳائي هاٿيءَ جي ڏند تي وجي پير رکيو ۽ پالڪيءَ جي پردي سان لڙڪي هڪ پرده ڪشا نغمو ڳائڻ لڳا. پالڪيءَ ۾ اندر جيڪي عورتون وينيون هيون انهن بيتاب ٿي پردو ڪٽي ورتو ۽ ديواني کي پنهنجي ناز ۽ ڪرشمي جو نشانو بنائي خود بہ هن جي راز ۽ نياز تي موهجي پيون. مطلب تہ ٻنهين طرفان حيرت حد ڪان وڌي وئي ايترو جو ان حيرت جي بيهوشيءَ هاٿيءَ ۾ بہ اثر ڪيو بي اختيار فيلبان (هاٿيءَ کي هلائيندڙ) پالڪيءَ جو پردو هيٺ ڪري ۽ ڪاوڙ ۾ لٺ هڻي هاٿيءَ کي رستي تي آندو.

ان ڪان پوءِ ڪجهہ ڏينهن ۾ پاڻ ماڻهن جي نظرن ڪان لڪي ويا. ايستائين جو هجري سنہ هڪ هزار سورهن ۾ شيخ دولت جي زباني جيڪو ديپالپور جي تلاءَ جي ڪناري هڪ ڪوٺڙيءَ ۾ رهندو هو ڪجهہ حال ٻڌڻ ۾ آيو. انهيءَ بيان ڪيو تہ هجري سنہ نو سؤ ستانوي هو فقير ان وقت اُجين ۾ شيخ عبدالغفور داؤد جي مسجد نور ۾ رهندو هو. شيخ بياره بہ انهيءَ ئي مسجد ۾ اچي گوشي نشين ٿيو هو ۽ ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ ڪين دستن جي

بيماري ٿيڻ ۽ اهائي بيماري هن عالم مان سندن ڪوچ ڪرڻ جو سبب بني ۽ انهيءَ ئي مسجد جي اڱڻ ۾ دفن ڪيا ويا.

## سيد ابراهيم بڪري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ جلال متو جا خليفا آهن. جيڪو شاه شاهباز جو وڏو جانشين هو قدس سرهم. پير جي دوستي ۽ مهرباني ۽ وقت جي حاڪم جي آرزو ۽ نياز سان پيش اچڻ سندن برهانپور ۾ رهڻ جو سبب ٿيو. گهڻن سالن تائين هن دارالسلام ۾ پاڻ قيام فرمايائون ۽ گهڻن ماڻهن کي جيڪي تلاش جي رڻ پٽ ۾ پٽڪي رهيا هئا تن کي عرفان ۽ وجدان جي آباديءَ ۾ پهچايائون. مسيح القلوب ڪان روايت آهي ته هڪ ڏينهن مان سيد جي خدمت ۾ ويٺو هئس پاڻ فرمايائون ته شيخ لشڪر محمد عارف قدس سرهُ جن ڪان مون ٻڌو آهي جنهن وقت هو ايجادي حڪم جو نظارو ڏسي زبان سان ترانې جي صورت ۾ ڳائيندا هئا.

### اطاعڪ العاصي في عصيانڪ
### وذڪرڪ الناسي فـــي نسيانڪ

(يعني نافرمان تنهنجي نافرمانيءَ ۾ ڇڻ ته فرمانبرداري ڪئي ۽ وساري ڇڏڻ واري تنهنجي وسارڻ ۾ ڇڻ ته توکي ياد ڪيو). حالانڪ هن ڪلام کي ٻڌندي هڪ زمانو گذري ويو ليڪن اڃا تائين دل جي اندر هن ڳالهه جو ذوق باقي آهي. هي ذوق ڇڏي ئي نه ٿو. هڪ ڏينهن هڪ سپاهي عرس جي مجلس ۾ هڪ ڪنڊ ڪان اٿيو ۽ ٻئي هٿ ادب سان ٻڌي اچي بيٺو ۽ روئندي فاتحه ۽ دعاءِ خير لاءِ عرض ڪيائين. جواب مليس ته ابراهيم جو باطن ته نمرود جي باهه ڪان به وڌيڪ آهي. جيڪڏهن توکي ان جي خبر پئجي وڃي ته سوَ دفعا لاحول پڙهي هن جي صحبت ڪان پاسو ڪرين ۽ هزارها مهربانين ۽ دلسوزيءَ سان هن جي بخشش لاءِ دعا گهرين. هي جواب ٻڌي انجمن ۾ جيڪي ماڻهو وينا هئا انهن ۾ هڪ جوش پيدا ٿيو. هجري سنه نو سوَ اناڻوي ۾ پاڻ عنصري قيد خاني ڪان آزاد ٿي بهشت جي سير لاءِ روانه ٿيا. آخري آرامگاه برهانپور ۾ اٿن. ٿي پٽ خليفا ۽ گهڻا ٻيا خليفا ڇڏيائون جيڪي پڻ سلف جي روش سان متصف آهن.

## شيخ عبدالله رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن پراڻو نالو ڀهيڪاجي آهي. سندن والد قطب خان ضراب خان جا داروغا ۽ خزانچي هئا. پاڻ بہ پنهنجي والد جي ڪارخاني جو ڪم ڪندا هئا. شروع جوانيءَ ۾ شادي شده ٿي ويا ۽ پنهنجي زال سان حد کان وڌيڪ دل هئن. جڏهن ناز ۽ نياز هڪ ٻئي جي قريب ٿيا تہ شوق ۽ ڪرشمي ۾ ڪاميابي ٿي. ايتري قدر جو اجل جو سڏ نئين شادي ٿيل زال کي ٿيو ۽ انهيءَ فراق جي داغ سندن ٽٽل دل کي ديوانو بنائي ڇڏيو. پريشانيءَ سبب ڪم ڪار ڇڏي ڏنائون. زماني وارن جو لباس لاهي هڪ ڪمبل کي ڪفني ٺاهي پاتائون. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ طريقت جي پير جي هدايت سان سندن مجازي محبت حقيقي عشق ۾ تبديل ٿي وئي ۽ ڪيترائي سال گهر ۾ اندر ئي اڪيلائيءَ ۾ گذاريائون. ۽ خداشناسيءَ جو رستو بلند همتيءَ سان طئہ ڪيائون. پاڻ هڪ خزانو هئا جنهن ۾ دل کي وڻندڙ گفتار جا جواهرات ڀريل هئا. هجري سنہ نو سؤ نوانوي ۾ پنهنجي عبرت جي اک کي دنياوي نمائش گاه کان بند ڪيائون. آخري آرامگاه منڊوءَ ۾ اٿن.

## شيخ ابويزيد رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ لشڪر محمد عارف جا فرزند هئا قدس سرهما. جيڪي صاحب سندن والد بزرگوار جي دعوت قبول ڪري آيا هئا جڏهن اُهي زندگي پوري ٿيڻ سبب هڪ هڪ ڪري واپس ابدي زندگيءَ ڏي موٽيا ۽ پيءُ جي جاءِ تي پاڻ جانشين ٿيا تہ ان وقت جي حاڪم نوجوان پٽ جي حيثيت پيءُ کان گهٽ سمجهي امداد کي ضبط ڪيو. جيئن تہ توڪل ۽ تسليم سندن خمير ۾ ڀريل هئي ان ڪري پاڻ پيشانيءَ تي ڪو پريشانيءَ جو نشان بہ اچڻ نہ ڏنو ۽ لنگر تي کائڻ وارن لاءِ سندن دل ۾ ڪوبہ فڪر جو غبار پيدا نہ ٿيو. ان جي باوجود جو هڪ هڪ هفتي تائين ڪاڏو نہ ملندو هو مگر عبادت جي طاقت زائل نہ ٿيندي هئن. سندن خاندان تي هر طرف کان فقر چاهي ڪيتري ئي چڙهائي ڪئي ليڪن پاڻ پنهنجي خلوت خاني کان پير ٻاهر نہ ڪڍيائون. مگر وصيت مطابق مسيح القلوب جي درس ۾ سج ايرڻ کان اڳ روزانو پهچي فيض حاصل ڪندا

هئا. مطلب تہ سلامتي سندن حصو هو. هڪ ڏينهن جو ذڪر آهي تہ پاڻ مسيح القلوب سان گڏ سيد ابراهيم بڪري قدس سرہُ جي خدمت ۾ وڃي رهيا هئا تہ رستي ۾ هڪ خدمتگار گهر کان دل آزار خبر آندي ۽ واپس ٿيڻ لاءِ جلدي ڪيائين. پاڻ فرمايائون تہ هڪ بزرگ جي ملاقات جي ارادي سان درست نيت مطابق هلي رهيو آهيان لهذا رڪجندس ڪونہ ڇو تہ شروع ڪيل ڪم پورو ڪرڻ کان اڳ نفس جي پڙڪائڻ سان ڪنهن ٻئي ڪم ۾ مشغول ٿيڻ صوفيءَ لاءِ نہ ٿو سونهين. ٿوري زندگيءَ ۾ ئي پاڻ تمام گهڻو رباني عرفان حاصل ڪيو هئائون. هجري سنہ نو سؤ نوانوي ۾ پاڻ جهان وارن کان دل کڻي ويا.

## مخدوم نوح هالا ڪنديؒ (هالا) جي ياد ۾

پاڻ سنڌ جي بزرگ مشائخن مان آهن. مسيح القلوب کان روايت آهي تہ شيخ يوسف رسمي علمن جي شروعات ۾ سندن همدرس هو. ۽ اُهي چوندا هئا تہ ڪين هڪ دفعي جذب ٿيو ان کان پوءِ ڪجهہ ڏينهن بعد سندن زبان ۾ ڳالهائڻ جي طاقت پيدا ٿي. ان جي باوجود جو علم نحو نہ ڄاڻندا هئا مگر قرآن پاڪ جو تفسير پاڻ ڪيترن ئي طريقن سان بيان ڪندا هئا. سنڌ جا ۽ گهڻو ڪري ٺٽي جا عالم امتحان لاءِ اچي هر هڪ فن جا مشڪلات سندن سامهون پيش ڪندا هئا. پاڻ فوراً هڪ روشن جواب سان خدشات ڪي ختم ڪري ڇڏيندا هئا ۽ معترضن کي معتقد بنائي ڇڏيندا هئا. حڪيم عثمان بوبڪائيءَ کان روايت آهي تہ مان هڪ ڏينهن مخدوم جي خدمت ۾ ويس ۽ چاهيم تہ علم جا ڪمالات حاصل ٿيڻ لاءِ دعا لاءِ عرض ڪيان. اجا اها ڳالهہ مون بيان ئي ڪانہ ڪئي تہ پاڻ فرمايائون تہ ﴿وَاتَّقُوا اللّٰهُ يُعَلِّمُكُمُ﴾. (الله کان ڊڄندو رهہ هو توکي علم نصيب ڪندو) ان ڏينهن کان منهنجو خوف ۽ علم ڏينهون ڏينهن وڌندو ٿو رهي. ڪي چون ٿا تہ قرآن جي معنيٰ جي تعليم ڪين الله جي طرف کان آهي. ۽ ڪن جو هي بيان آهي تہ خضر عليہ السلام کان اٿن. ۽ ڪي روايت ٿا ڪن تہ هڪ بزرگ خراسان کان هن ڳوٺ ۾ آيو هو. ان جي تلقين سان ملين جو ڪجهہ ملڻو هئن.

## شيخ مبارڪ مجذوب رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن حالات دل فريب ۽ صحبت خوش گوار هئي. آگري ۾ ڊولي ڪال دروازو ۽ ڪڪائين گهر ۾ مدتن تائين گذاري ڇڏيائون. جيئن ته دل جي تعمير جو ڪم درپيش هئن ان ڪري پاڻ ٻئي طرف متوجه نه ٿيا. دنيا مان واپس وڃڻ بعد هاڻي قبر تي پڪين سرن جي هڪ عمارت ٺاهي وئي آهي.

## سيد حبيب رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن جذبو سلوڪ سان شامل هو ۽ مستي هوشياريءَ سان مليل هئن. لڪل واقعات ۽ حالات جو سندن بصيرت جي آئيني ۾ عڪس پوندو هو. دارالسلطنت آگري ۾ شاهه قلي خان محرم جو هڪ باغ آهي جيڪو دولت ۽ فقيرن جي محبت ۾ مشهور آهي. انهيءَ باغ جي پهلوءَ ۾ سندن گهر هو.

## شيخ نظام مجذوب رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ زماني وارن وانگر ڪائين ۽ رسيءَ جو هڪ وڏو ڇپرو ٺاهيو هو جنهن تي ڏهه ماڻهو آرام سان سمهي سگهن. پاڻ هميشه ان تي وينا هوندا هئا ۽ ان تان گهٽو ڪري هيٺ نه لهندا هئا. جيڪي ڪجهه سندن زبان مان نڪري ويندو هو اُهو دير يا جلد ٿي ويندو هو. چون ٿا ته جنهن زماني ۾ شيخ ابوالفضل مبارڪ جي هوش ۽ عقل کي ڏينهون ڏينهن ترقي ٿيندي هئي. انهن ڏينهن ۾ عقلي ۽ نقلي علمن جي حاصل ڪرڻ ۾ پڻ اضافو ٿئي ٿو ۽ اڪيلائي ۽ آستانن جي حاضريءَ ۾ پاڻ ڪمال ڪوشش ورتائون. ان زماني ۾ جڏهن هو شيخ جي خدمت ۾ حاضر ٿيندو هو ته پاڻ وڏي آواز ۾ چوندا هئا ته اچو وزير ڇغتائي اچو. آخر شيخ ابوالفضل مبارڪ ٿوري ئي عرصي ۾ اڪبر بادشاهه جي خدمت مان وڏي عهدي تي سرفراز ٿيو ۽ بادشاه جي همنشيني جي خلعت پاتائين ۽ گهڻن صوبن جو جاگيردار ٿيو. شيخ ابوالفضل مبارڪ جو ننديو ڀاءُ شيخ ابوالبرڪات مبارڪ آگري ۾ سندن قبر تي هڪ گنبذ تعمير ڪرايو آهي. خدا تعاليٰ ڪيس جزائي خير عطا ڪري.

# شيخ عبدالجليل ناگوري رحمة الله عليه جي ياد ۾

کين ارادت ۽ خلافت چشتيه معينيه سلسلي کان مليل هئي. سندن سڪر سندن هوش تي غالب هو. جڏهن پاڻ هوش ۾ ايندا هئا تہ پنهنجي ساٿين کي قيل و قال جي گفتار عالمن ۽ دانش خريدار جي طالبن سان نشست برخواست کان منع فرمائيندا هئا. جڏهن حالت هوش کان پوءِ وري استغراق جي حالت ڏي ايندا هئا ۽ کنهن بہ قسم جي ڳالهين جي گنجائش نہ هوندي هئي تہ سواءِ انهيءَ جي جو سيني کي دعا ڪري بيخوديءَ ۾ محو ٿي وڃن ٻيو ڪو چارو ڪونہ هو.

# ملڪ محمود بياره رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ خانديس ملڪ جا وزير زاده هئا. ۽ سندن ڪري زماني جي فاضلن کي اعتبار حاصل هو. رباني ڪلام جو حفظ- عربي زبان ۽ فارسي عبارت جو علم- ماڻهن جي نالن جي يادداشت- طبيعت جي موزوني- سنجيدگي- ساھ جي پاسباني- جوهر شناسي ۽ اندروني صفائي هي سڀ صفتون سندن ذات ۾ ڪمال درجي تي پهتل هيون. فرمائيندا هئا تہ جڏهن والد بزرگوار جن کي سفر جي واپسيءَ جي اجازت آئي تہ وزارت مون کي ملي ۽ هي ڪم شروع ڪان ٿي مون کي ڏکيو معلوم ٿيو ۽ ڇڏڻ جو خيال دل ۾ آيو. انهيءَ دوران هڪ ڏينهن شاھ منصور مجذوب جي خدمت ۾ ويس تہ شاھ صاحب فرمايو تہ محمود فارسي قرآن جيڪو تو هنن ڏينهن ۾ پهچايو آهي ڪٿي اچ. پاڻ چون ٿا تہ مون انهن ڏينهن ۾ مولويءَ جي مثنوي خريد ڪئي هئي اُها شاھ صاحب جي خدمت ۾ ڪٿي ويس فرمايائون تہ کول ۽ پڙھہ- جڏهن چند بيت پڙهيم تہ فرمايائون تہ هميشہ انهيءَ ڪتاب کي ساڻ رک تمام آسان طريقي سان منصب کان آزادي حاصل ٿيندي. مون شاھ صاحب جي فرمائڻ تي گهڻي ڪوشش ڪئي ۽ جلد ئي ظاهري منصب کان دل هٽائي بيڪاري اختيار ڪيم. ان کان پوءِ شاھ صاحب جي حڪم سان سيد عرب شاھ بخاريءَ جي خدمت ۾ احمدآباد ويس ۽ انهن جي خدمت مان گهڻو فيض حاصل ڪيم. سيد عرب شاھ بخاري قطب عالم بخاريءَ جا پوٽا ۽ سجاده نشين آهن. انهن ئي ڏينهن ۾ حجاز جي سفر

جي سعادت حاصل ٿي ۽ حرمين شريفين زادهما الله شرفاً جي زيارت سان مشرف ٿيس. هن مبارڪ سفر جي سعادت کان پوءِ ڪجهه ڏينهن اجمير ۾ رهيس. انهن ڏينهن ۾ معين الاولياءَ جي روضي جو متولي بہ ٿي ويس. هتان هجري سنہ نو سؤ پنجاسيءَ ۾ احمد آباد جي طرف منڊو (مانڊو) واري رستي کان ويس. ان وقت مصنف بہ سندن هٿ چمڻ جي سعادت حاصل ڪئي. چون ٿا تہ ڪين سيني ناليوارن سلسلن کان خلافت ۽ نسبت حاصل هئي خاص ڪري مغربي مشائخ ۽ بخاري سادات جي سلسلي سان استحڪام سان دل لڳل هئڻ هجري سنہ هڪ هزار ۾ دائمي عالم ڏي هليا ويا. آخري آرامگاه احمد آباد اٿن.

مصرع: جملہ ڪارش رابنا برعاقبت محمود باد -

## سيد مصطفيٰ محبوب الله ﷺ جي ياد ۾

پاڻ سيد حسين چشتيءَ جي پوٽن مان آهن. هميشہ قيمتي لباس پائيندا هئا. شيخ المشائخ جي پٽ ملڪ شير ٻڌايو تہ هڪ رات عرس مبارڪ هو اُن رات سيد حسين مون کي قطب زمان شيخ عبدالملڪ کي سڏي اچڻ لاءِ موڪليو. پر جيئن تہ شيخ عبدالملڪ هڪ مرض ۾ مبتلا هئا ۽ رات هئي ان ڪري نہ آيا چو تہ اهڙيءَ بيماريءَ ۾ ڏينهن جو سڏائڻ ئي بهتر آهي ۽ جيڪڏهن رات جو سڏائڻ جو موقعو اچي تہ سڏائڻ واري ۾ مردانگي هئڻ گهرجي. ملڪ صاحب پيغام سيد جي روبرو پيش ڪيو تہ سيد ٿورو سوچي فرمايو تہ ملڪ شير! وڃ ۽ چوءِ تہ جيڪو اشارو فرمايو ويو آهي ان جي مطابق سڏائڻ ٿو چاهيان. جڏهن شيخ عبدالملڪ جو هي جواب ٻڌو تہ بنادير جي عرس جي مجلس ۾ هلي آيا ۽ صبح تائين وجد ۽ سماع ۾ مصروف رهيا ۽ استنجا وغيره جي ڪابہ ضرورت نہ ٿي ۽ سيد کي فقير هڪ سؤ کان ڪجهه وڌيڪ رقم ڏني ۽ جنهن وقت مان نہ هٿس تہ ٻيا خادم پهچائيندا هئا. مطلب تہ پاڻ متي ذڪر ڪيل بيماري شيخ عبدالملڪ کان سلب ڪري ڇڏي ۽ پاڻ تي وٺي ڇڏيائون. مسيحائي تصرف ڪي پاڻ منهنجي ايوبي ولايت سان ملائي ڇڏيائون. سندن آخري آرامگاه احمدآباد گجرات ۾ آهي. مصرع: وصل حق تا ابد بڪاش باد-

# محمد نابلوسي رحمة الله عليه جي ياد ۾

نابلوس شام ملڪ جو هڪ ڳوٺ آهي هتان جي آب و هوا خوش گوار آهي. سياح هن زمين کي بهشت جي زمين چوندا آهن. هن ڳوٺ جا رهاڪو هن کي بهشت ئي سمجهندا آهن. آفاقي مسافر عارضي بهشت سمجهندا آهن ۽ جيڪي ماڻهو پري هئڻ سبب محروم آهن اُهي بہ هن کي بهشت وانگر ئي مڃيندا آهن. پاڻ پنهنجي ولادت واري جاءِ تان هلي مصر پهتا هتي سعادتمند اولياءَ الله جي دوستي ۽ ڪشش جي سبب هن کي ئي وطن اختيار ڪيائون. پاڻ پنهنجي زندگيءَ جي هر سال کي عبادت لاءِ ٽن حصن ۾ تقسيم ڪندا هئا. چار مهينا درس ۾ گذاريندا هئا ۽ ٻيا چار مهينا حجاز جي سفر ۾ گذاريندا هئا ۽ باقي چار مهينا جهاد لاءِ اسڪندريہ ۾ وڃي رهندا هئا. اهڙيءَ طرح پاڻ هوش سنڀالڻ واري وقت کان وٺي نفس جي واپسيءَ تائين عمل ڪندا رهيا.

# شيخ قاسم رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ يوسف سنڌيءَ جا فرزند هئا ۽ شيخ طاهر محدث جا ننڍا ڀاءُ ۽ مسيح القلوب جا والد هئا. تقويٰ- توڪل ۽ تصرف هي سڀ سٺيون وصفون سندن ذات ۾ موجود هيون. سندن پير شيخ بهاءُالدين والد شيخ ڪبير آهن. جيڪي ڏهين صدي جي آخر ۾ شيخ الاسلام شيخ بهاءُ الدين زڪريا ملتاني جانشين هئا. مسيح القلوب (شيخ عيسيٰ سنڌي) بيان ٿا ڪن تہ اجا منهنجي هوش جو زمانو نہ آيو هو جو سندن سايو منهنجي مٿي تان هٽايو ويو. مون پنهنجي والد بزرگوار جي ساٿين کان ٻڌو آهي تہ توحيد داني- خداشناسي ۽ وحدت الوجود جي اعتراف جي باري ۾ ماڻهو سندن تعريف ڪندا هئا ۽ سندن گهڻيون ئي ڪرامتون ۽ آزاديءَ جون ڳالهيون بيان ڪندا هئا انهن کان علاوه هڪ واقعو مون کي ياد آهي تہ هڪ ڏينهن منهنجي والده مڪرمہ چاچي شيخ طاهر رحہ جي گهر وئي هئي. چاچا سائينءَ جو گهر ٻن ٽن گهٽين کان پوءِ هو. والد صاحب جن بہ اوڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪيو ان ڪري مون گهر کي تالو لڳائڻ چاهيو. مگر پاڻ اجازت نہ ڏنائون ۽ فرمايائون تہ اهل حقيقت جو اهو

شيوو نہ آهي. اِهو بڌي مان ائين ئي دروازي کي بغير تالي جي ڇڏي هليو ويس. الله تعاليٰ جو احسان آهي جو واپس اچي سڀني شين کي دستور موجب پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ڏٺم. ۽ سندن توڪل جي ڪري ڪنهن بہ چور جو هٿ ڪنهن بہ شيءِ کي نہ لڳو ۽ هاڻي هن زماني ۾ مون پنهنجي چاچي استاد کان ٻڌو. فرمائيندا هئا تہ منهنجي نندي پاءُ شيخ قاسم رحہ جو مشرب صوفي هو ۽ سندن دل کي وڻندڙ ڳالهيون ۽ پسنديده ڪمن مان مقربين جون علامتون ظاهر هيون.

وڏيڪ مسيح القلوب رحہ جن چوندا هئا تہ جڏهن اڪبر بادشاه مونکي منهنجي مرضيءَ جي خلاف ازلي مشيئت مطابق برهانپور کان دارالسلطنت آگري ۾ وٺي آيا تہ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ مون پنهنجي والد بزرگوار کي خواب ۾ ڏٺو پاڻ هڪ سنڌي زبان ۾ بيت پڙهيائون جنهن جو مطلب هي هو تہ "اي پٽ توکي لفظ "لا" سان وچ مان هٽائي نيست ڪري ڇڏيو. مگر تون اجا تائين پنهنجي ذات ۾ هستي ٿو رکين". جڏهن بيدار ٿيس تہ انهيءَ اشاري سان دل ۾ هي خيال پيدا ٿيو تہ پنهنجي آزاد ٿيڻ لاءِ تفڪر جي ذريعي تدبيرون ڪيي زبان سان بيان ڪرڻ سان فنا جو مطلب حاصل نہ ٿو ٿئي بلڪ ائين ڪرڻ دراصل پنهنجو پاڻ کي تسليم ۽ رضا جي مرتبي کان شڪن ۽ شرڪ جي پستيءَ ۾ وجهڻ آهي. لهذا اها ڳالهہ ڇڏي ڏيڻ گهرجي. انهيءَ خيال جي بنياد تي مختلف قسمن جا خيالات دل مان دور ٿي ويا ۽ آرام ملي ويو. ۽ هڪ هفتي کان بہ گهٽ عرصي ۾ وطن ڏي اچڻ جي اجازت ملي وئي. هي بيشڪ سچ آهي تہ حضرت يوسف عليہ السلام جيڪا غير کان مدد گهري هئي اها قيد ۾ بِضعَ سنين (ڪجهہ سال) رهڻ جو سبب بني هئي.

## شيخ پول مجذوب رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن ذات ۾ ڪرامتن جي قوت حاصل هئي ۽ جذب الاهي بہ موجود هئن. ڪجهہ سالن تائين مٽيءَ جي محل ۾ زمين جي هيٺان غار کوٽي ان جي مٿان ڪک پن رکي گذر ڪيائون (مٽيءَ جو محل آگري ۾ هڪ مشهور جاءِ آهي) هن وقت ان جاءِ تي هڪ عاليشان محل آهي.

## سيد جمال رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ ابراهيم ميان آبا جي مسجد ۾ مدرس هئا. وقت جا عابد ۽ زماني جا زاهد هئا. احيا ءالعلوم ۽ عين العلم جي مطالعي سان خاص تعلق رکندا هئا. شيخ محي الدين عربيءَ جي تصنيفن تي سندن دل مائل نہ ٿيندي هئي ليڪن انصاف ڪان ڪم وٺندي باطن ۾ انڪار نہ ڪندا هئا. علم حديث سان گهڻي دل هئن. جڏهن شيخ طاهر يوسف برهانپور ڪي نوراني فرمايو تہ سيد پنهنجي بزرگيءَ ڪي ڇڏي ڪجهہ سالن تائين جيستائين زندگي باقي رهي پنهنجي مسجد ڪان هر روز شيخ جي درس ۾ پهچندا هئا. شيخ جو قيام سندي پوره ۾ هو جيڪا سيد جي مسجد ڪان هڪ ميل جي فاصلي تي هئي. صحيح بخاري شروع ڪان آخر تائين پڙهيائون. مولانا حافظ سندي ساڻن شريڪ ۽ بڏنڊڙ هو. جڏهن سندن زندگيءَ جو ورق ورايو ويو تہ آخري آرامگاه شيخ ابراهيم عمر سنڌيءَ جي مقبري ۾ بنائي وئي.

مصرع: جمال حق فروع ديده اش باد-

## شيخ الهداد مارهره رحمة الله عليه جي ياد ۾

ڪين هميشہ تلاوت سان هڪ خاص تعلق هو. پاڻ هميشہ توڪل- تسليم ۽ حق جي رضامنديءَ ۾ گذاريائون. چون ٿا تہ جوانيءَ جي شروعات ۾ هڪ حسين ۽ جميل عورت سان دل لڳي وئن. چند سال نظر بازيءَ ۾ گذاريائون بعد ۾ شادي ڪيائون. مطلب تہ هميشہ ظاهري حسن تي نظر بازيءَ سان زندگي گذاريائون. ليڪن ظاهر ۾ جيڪو مشاهدي جو ذوق حاصل ٿيو هو اِهو بصيرت جي ذريعي ٿيو هو.

## شيخ محمود بنجاره رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ آگري جي ڳوٺ خوبان جا هئا. مبدء ۽ معاد جي سڃاڻپ ۾ سندن مرتبو مٿاهون هو. سندن ڪرامتن مان هڪ هيءَ بہ هئي تہ ديوءَ يا پريءَ جو ڪنهن کي آسيب ٿيندو هو تہ جڏهن سندن نالو ان جي آڏو ورتو ويندو هو يا

سندن هٿ مان گل وٺي وڃي ان کي سنگهائبو هو تہ اهو شخص فوراً هوشيار ۽ تندرست ٿي پوندو هو جڻ تہ سليماني ولايت کين حاصل هئي.

## شيخ عبدي رحمة الله عليه ساڪن آگره جي ياد ۾

پاڻ عابد- متوڪل ۽ زماني جا عارف هئا. سردار پيغمبران عليہ السلام جن جي محفل ميلاد ترتيب ڏيڻ ۾ استطاعت کان وڌيڪ ڪوشش ڪندا هئا ۽ عمده طريقي سان انجام ڏيندا هئا. غالباً سندن اُخروي ڪشادگي انهيءَ ئي پسنديده ڪم جي ڪري حاصل ٿي هئي. اِها ئي خذمت سندن بزرگيءَ جو سرمايو ۽ مخدوميءَ جو سبب بني هئي. هن ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ آنحضرت صلي الله عليہ وسلم جن جي ذري جيتري محبت بہ آخرت ۾ سڄي اهل عالم جي ڇوٽڪاري لاءِ بس آهي.

## شيخ شهاب الدين واصل رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ عالم باعمل ۽ حضوري رکندڙ ڪامل هئا. شيخ طاهر يوسف ۽ ان جي پاءُ شيخ طيب جڏهن انهن جي احوال جو درميانو زمانو هو. منهاج العابدين سندن درس ۾ پوري ڪئي هئي ۽ سندن خذمت مان گهڻو ڪجهہ فيض حاصل ڪيو هئائون. مسيح القلوب پنهنجي چاچي مڪرم شيخ طاهر جي حوالي سان بيان ڪيو آهي تہ مان هڪ دعوت ۾ دسترخوان تي شيخ ڪان پري ويٺو هئس. ان وقت منهنجي دل ۾ آيو تہ ڪهڙو نہ چڱو ٿئي ها جو مان شيخ جي پيالي ۾ شريڪ ٿيان ها. فوراً سندن خيال جي آئيني تي ان جو عڪس پيو ۽ مون کي اتان سڏي پنهنجي برابر جاءِ ڏنائون پوءِ منهنجي هيءَ خواهش تي تہ شيخ هڪ لقمو پنهنجي هٿ سان مون کي ڏين. پاڻ ائين ئي ڪيائون ۽ مسڪرايائون. انهيءَ قسم جون عجيب و غريب روايتون گجرات ۽ سنڌ وارن جي زبان تي آهن. سندن اولاد بہ بزرگيءَ جي لحاظ کان پنهنجي وڏن جي خانقاه آباد رکن ٿا. خدا ڪري آباد رهي.

# شيخ عبدالملڪ رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ وقت جا علامہ ۽ شيخ ابراهيم جا فرزند هئا. ڪيترن سالن تائين ظاهري علمن جو درس ڏنائون. همايون بادشاه جو زمانو هو. آخري ڏينهن تي بہ معمول مطابق درس ڏنائون ليڪن فرزندن ۽ طالب علمن کي فرمايائون تہ جلدي نماز لاءِ اچو چنانچہ حڪم جي تعميل ڪئي وئي. فرض کان فارغ ٿي سر سجدي ۾ رکيائون ۽ **وَاعْبُدْ رَبَّكَ حَتىٰ يَاتِيَكَ اليَقِين**. پڙهيائون ۽ ترجمي جو خاتمو آخري ساهہ سان گڏوگڏ ٿيو. آخري آرامگاه ڪالپيءَ ۾ والد بزرگوار جي گمنبذ جي ٻاهران آهي.

مصرع: بادا نصيب سينئہ او نورِ معرفت

# شيخ الله بخش چشتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ابن ڏاڏن جو سلوڪ چشتيہ سلسلي جي بيعت ۽ خلافت تي هو. مشيئت الاهيءَ ڪين شطاريہ سلسلي ڏي ڇڪي حضرت غوث الرحمان جي تصرف ۾ ڏئي ڇڏي هئي. سندن فيض سان منزلون طئہ ڪرڻ ۾ تيزي ۽ مقامات جي سير ۾ استغراق ايترو تہ ٿيو جو مناظرو ڪرڻ ۽ قيل و قال جي درس مان دل هٽي وئن، ۽ تحقيق جي طرف وڌڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو زماني وارن جي رسمن کان آزادي ملي وئن.

چون ٿا تہ جڏهن سماع ۾ مَحو ٿي ويندا هئا تہ غوث الرحمان سندن هٿ پنهنجي هٿ تي رکي گهمندو هو. سوين قسمن جون نوازشون ۽ اڪرام ڪندا هئا. جيئن تہ پاڻ مغلوب الحال گهڻو هئا. ان ڪري سندن وقت ۽ حالات گهڻو وجد ۽ تواجد، سُڪر ۽ بيخوديءَ ۾ گذرندا هئا. اگرچہ ملڪن ۾ اختلاف ڪري نقش ۽ صورت جي بندش ۾ هر جاءِ تي راڳ جو رنگ الڳ الڳ هوندو آهي ۽ صوفين مان اڪثر اهڙا آهن جو جيڪا روش سندن ملڪ ۾ معمول هوندي آهي انهيءَ هڪڙيءَ ئي روش جا عادي ٿي ٻين طريقن ڏي گهٽ مائل ٿيندا آهن. ليڪن ڪين سرود جي هر هڪ روش رقت ۽ شورش پيدا ڪري خوش وقت ڪندي هئي. سندن سماع ڪنهن طريقي کي ڇڏي ڪنهن خاص طرز سان خصوصيت نہ رکندو هو. سندن فهم ۽ همٿ سماع ۽ سرود جي سيني روشن تي

پهچي ويندي هئي ۽ سماع جي عين جوش ۾ جيڪا بہ ڳالهہ خوشخبري يا ڊيڄارڻ واري سندن زبان مبارڪ مان نڪرندي هئي اها جلد ئي ظاهر ٿي مشهور ٿي ويندي هئي.

چون ٿا تہ گواليار ۾ هڪ ڏينهن شيخ نظام نارنوليءَ پنهنجي مجلس ۾ چيو هو تہ رياضتون ۽ مجاهدا ڪرڻ جي باوجود غيب جي خرانچيءَ انهيءَ دروازي جي ڪنجي اسان جي هٿ ۾ ڪانہ ڏني جنهن جو ڪولڻ درويشيءَ جو مقصد آهي. پاڻ فرمايائون تہ اي شيخ! انهيءَ دعويٰ جي دروازي جي ڪلڻ تي خاص ۽ عام سڄي جهان جو جهان تنهنجي بيعت جو طوق پنهنجي عقيدت جي گردنن ۾ وجهي انهيءَ ڳالهہ تي ٻڌل آهي تہ مذڪوره گرفت جي صورت قلب جي گوشي ۾ بند ڪئي وڃي.

چون ٿا تہ جڏهن شيخ الله بخش جي ڪراڙپ جو زمانو آيو تہ پاڻ قرآن جي حقيقت آموز تفسير ۽ صحيح حديثن جي شرح ڏي ڪامل متوجہ ٿي اِهو شغل اختيار ڪيائون. ايتري قدر جو خاڪي جسم مان نڪري عالم ارواح ڏي ڪوچ ڪيائون. هي واقعو تاريخ ٻارهين ربيع الثاني هجري سنہ نو سؤ ستر ۾ ٿيو.

مصرع: سخن او حديث تقدير ست

## شيخ علي متقي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ حسام الدين جونپوريءَ جا فرزند آهن. خدا پرستي- پرهيزگاري ۽ نيڪوڪاري انهن سيني صفتن ۾ سندن ذات کي فروغ هو. پاڻ ظاهري علمن ۾ ڪشف ۽ عرفان ۾ ولايت جي صاحب عالمن جو درجو رکندا هئا. هجري سنہ نو سؤ ٽيونجاهہ ۾ هند کان حرمين شريفين ڏي ڪوچ ڪيائون ۽ اُتي شيخ ابوالحسن بکري شافعي مصري ۽ ٻين وڏن محدثن جي خدمت ۾ رهي سيني صحيح حديثن جي ڪامل تصحيح ڪيائون ۽ گهڻن ئي استعداد رکندڙ ماڻهن کي فيض پهچائي استاديءَ جي مسند تي ويهاريائون ۽ حديث جي فن ۾ ماڻهن جي رهنمائيءَ لاءِ ڪيترائي فائديمند ڪتاب لکيائون. انهن مان هڪ سندن ڪتاب آهي جنهن ۾ هڪ لک حديثون لکيون اٿن ۽ شيخ جلال الدين سيوطيءَ جي ڪتاب جامع الصغير تي عمدي فهرست بابن جي ذريعي بنائي اٿن. سلوڪ

۽ تصوف ۾ ٻه چند رسالا لکي جهان وارن لاءِ پنهنجي ڪمالات جو نمونو ڇڏيو اٿن. والد بزرگوار فرمائيندا هئا ته جڏهن پاڻ حجاز مقدس ڏي وڃي رهيا هئا ته منڊو (مانڊوءَ) کي به سندن عبور ڪرڻ سان شرف حاصل ٿيو هو. پنهنجي والده جي بيماريءَ سبب ڪجهه ڏينهن بغير ارادي جي قيام ڪيائون. سندن فيض پهچائيندڙ خذمت ۾ معرفت جي ڳالهين جي بيان سان گهڻن ماڻهن کي فائدو پهتو. جڏهن پاڪ دامن مريضه (سندن والده) هن فاني جهان مان رحلت فرمائي ته پاڻ کين دفنائڻ بعد ٻئي ڏينهن روانه ٿي ويا ۽ موڪلائڻ وقت چئي ويا ته پٿر اهڙيءَ جاءِ تان نه کنيا وڃن جنهن ۾ ٻئي جي ملڪيت جو وهم هجي بلڪ رستن تي پيل پٿر وغيره جيڪي ملي وڃن ڪٺي، مقبري ۾ استعمال ڪيا وڃن. پوءِ ائين ئي ڪيو ويو. پاڻ ذڪر- فڪر- شغل- مراقبو ۽ ٻين نفلي عبادتن ۾ ڪمال درجي جي پوشيدگي ڪندا هئا. انهيءَ بنياد تي ماڻهن سندن نسبت نقشبندي مشرب هئڻ جو قياس ڪيو آهي. هجري سنه نو سؤ پنجهتر ۾ جڏهن پاڻ مڪي معظمه ۾ هئا. کين سڏ ٿيو جنهن قبول فرمائي هن جهان جي قيد مان آزادي حاصل ڪيائون. گهڻي تعجب جي ڳالهه آهي ته کين سنت نبوي عليه السلام جي پيروي ۾ گهڻو اهتمام هو. انهيءَ ڪري الفاظ "متابعت نبي 975 هه" شمار ۾ سندن رحلت جو سال برابر آهي. جيئن ته اُتان جا اشراف ۽ عالم کين پنهنجي شهر جو شيخ سمجهندا هئا. انڪري الفاظ "شيخ مڪ 975 هه" به سندن وصال جي سال جي برابر ٿيو.

مصرع: پيرو خاص مصطفيٰ است علي

## شيخ خواجه عالم رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ پيءُ جي طرف کان خواجه مودود چشتيءَ کي ۽ ماءُ جي طرف کان مخدوم شيخ جلال پاڻي پتيءَ کي پهچن ٿا. حضرت غوث الرحمن جا بااخلاص مريد ۽ خاص خليفا هئا. سندن حالات جو ڪجهه بيان هيئنئن آهي ته جڏهن سيني جي عنصري طاق ۾ استعداد ۽ قابليت جي نور جو عڪس پيو ته پاڻ ديني علمن ۽ يقيني معارفن جي شاهراه ۾ همٿ جو قدم استحڪام سان رکي علم جا چمڪدار جواهر پهچاياٺون ۽ ان کي طبيعت جي خزانچي جي تحويل ۾

رکيو. باقي زندگي عالم جي طالبن جي فيض رسانيءَ ۾ صرف ڪيائون خاتم نبوت عليہ السلام جن جي سنت جي پيرويءَ ۾ خوب مشق ڪيائون ۽ هميشہ اسلام جي لشڪر سان گڏ ڪفارن جي مقابلي ۾ درست تيراندازيءَ جو امتحان مقبوليت سان ڏنائون. جڏهن فاني دنيا کي ڇڏي واپس ٿيڻ جو فرمان مليں تہ پاڻ وقت جي عارف شيخ عبدالملڪ شطاري رحہ ۽ قاضي عبدالقادر کي پنهنجي عيادت جي بهاني سان طلب ڪري ڪين چيائون تہ نبين جي سردار عليهم السلام پنهنجي اصحابن ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين سان تشريف فرما ٿي مون کي سڏيو اٿن. توهان ٻئي بزرگ آگاه ۽ گواه رهجو تہ مان اسلام ۽ ايمان کي ناسوت جي صحرا جي لٽيرن جي لٽ مار کان بچائي صحيح سالم ملڪوت جي دارالسلام ڏي کڻي ٿو وڃا ۽ حڪم آهي تہ منهنجي قبر بيرپور ۾ ٺاهي وڃي.

## شيخ جيوه رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

سندن نالو عبدالحي آهي. حضرت غوث الرحمان جا وڏا خليفا آهن. هميشہ رياضت جي گريبان ۾ منهن لڪايو ۽ قناعت جي دامن ۾ پير سوڙها رهندا هئن. توڪل- تسليم- فقر- اڪيلائي- آزادي- بيخودي- حجري ۾ بند. هي ست مقام سندن دنياوي تجريد جا ست ٿميا هئا. جيستائين سندن نوراني جسم تي زندگيءَ جو چوغو چڙهيل هو ان وقت تائين پاڻ فتوحات قبول ڪرڻ لاءِ هٿ ڊگهو نہ ڪيو. نذر نياز وٺڻ جي عادت کان استغنا جي پيشانيءَ کي داغدار نہ بنايائون ۽ نہ ئي پنهنجي همٿ کي انهيءَ عادت جي رنگ ۾ رنگيائون.

شيخ داؤد شطاريءَ کان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن حضرت غوث الرحمان چانور ۽ ڪڻڪ وغيره سندن گهر وارن جي استعمال لاءِ موڪليا. پاڻ اُهي نہ ورتائون. حضرت غوث الرحمان فرمايو تہ وري کڻي وڃو ۽ اهو چئوس تہ پير جي موڪليل شيءِ نہ وٺڻ ادب جي خلاف آهي. پاڻ جواب ۾ چيائون تہ ڪنهن جي بہ هجي هي مريد جيوه معذور آهي- نہ وٺندو- وري حضرت غوث الرحمان فرمايو تہ هڪ دفعو وري کڻي وڃو جيڪڏهن نہ وٺي تہ کيس چئجو تہ تنهنجي

پير چيو آهي تہ خلافت جي دفتر تان تنهنجو نالو ڪاٽي ڇڏيندس پاڻ جواب ڏنائون تہ پير جي رهنمائيءَ جي صدقي رد ٿيڻ جو خوف ۽ قبول ڪرڻ جي اميد جو نقش درويش جي خيالن تان بلڪل ڌوپجي چڪو آهي. ان ڪري هي پيغام بہ پاٽيءَ تي نقش آهي. جڏهن هي جواب حضرت غوث الرحمان جي خدمت ۾ عرض ڪيو ويو تہ وڏيڪ رقت ۽ توجہ جو باعث بنيو. حضرت غوث الرحمان بي اختيار پنهنجي خلوت خاني مان نڪري مريد وٽ آيا ۽ گهڻيون ئي نوازشون ۽ مهربانيون ڪيائون ۽ نهايت گرم جوشيءَ سان هم آغوش ٿي هيءَ خوشخبري ٻڌايائون تہ عبدالحي استقامت ۽ ثابت قدميءَ جو منصب اڄ تنهنجي نالي تي مهر ۽ صحيح سان مڪمل ٿي ويو. هاڻي تون الاستقامت فوق الڪرامت جو علم طريقت نصب ڪري. **فَاسْتَقِمْ كَمَا أُمِرْتَ** (بيهي رهو جيئن حڪم ڪيا ويا آهيو) جو تاج پنهنجي عملن جي مٿي تي ۽ فقر جي سلطنت پنهنجي مٿان سمجهہ.

چون ٿا تہ جڏهن گواليار ۾ ماڻهن جي هجوم جي ڪري سندن اوقات ۾ خرابيءَ جو نقصان پيدا ٿيو تہ پاڻ هتان جلد ئي دهليءَ هليا ويا. ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ اُتي بہ اِها ئي صورت پيش آئي ان ڪري اُتان بہ جلدي هليا ويا ۽ وچي پاٽي پت ۾ ترسيا ليڪن هتي بہ اُهائي آفت پيش آئي لهــذا هتان جي رهائش ڪان بہ دل برداشتہ ٿي پيا ۽ بدولي نالي ڳوٺ ۾ وچي جمنا درياہ جي ڪناري خداپرستيءَ لاءِ هڪ حجرو اختيار ڪيائون. پوءِ جيڪا ظاهري زندگي هئن ان کي ظاهري ۽ باطني طهارت ۾ صرف ڪري انهيءَ ئي پاڪ خاڪ ۾ گوشي نشين ٿي اُتي ئي پنهنجو آخري آرامگاه اختيار ڪيائون.

مصرع: باد خاڪ پاڪ اورشڪ بهشت

## شيخ وجيہ الدين احمد رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ نصرالله علويءَ جا فرزند هئا پيدائش ۽ آخري آرام ٻئي احمدآباد گجرات ۾ اٿن. پاڻ ٻنهين جهانن جا قطب- ٻنهين جهانن جي حقيقتن جا مرڪز حصولي ۽ حضوري علمن جا مالڪ- اڪتسابي ۽ وهبي فنن جا ڄاڻندڙ ڪتابي منقوش شين جي رمزن جا ڄاڻو ۽ لوح محفوظ جي اسرارن جا رازدار هئا. چون ٿا تہ پاڻ علمي صورت مان نڪري هجري سنہ نو سوءِ ٻن ۾

عنصري صورت ۾ ولادت جي جلوي سان منور ٿيا. ولادت کان پوءِ پنجن سالن جي عمر کان ٽيٽيهه سالن جي عمر تائين مختلف علمن جي حاصل ڪرڻ ۾ مشغول رهيا. ايستائين جو سڀ علمن کان بہ وڌيڪ ڪين حاصل ٿي ويا. جڏهن هن مجازي ڪثرت کان حقيقي وحدت گاه ڏي آخري سفر ڪيائون تہ تاريخ اٺيهہ مهينو صفر ۽ هجري سنہ نو سوءُ ستانوي هو. ان وقت تائين پاڻ سيني علمن جي درس ڏيڻ ۾ مشغول رهيا ۽ الله تعاليٰ جل شانہُ جون بخششون سندن شامل حال رهيون. هن ٻاهٺ سال جي مدت ۾ سندن فيض جي بدولت ڪيترن ئي استعداد جي صاحبن شاگرديءَ مان استاديءَ جي خلعت پاتي. گهڻن بلند همٿ صوفين سندن دلنشين تلقين سان خلافت جا خرقا حاصل ڪيا.

مولانا عالم گلبهاري پنهنجي تذڪري ۾ لکي ٿو تہ هجري سنہ نو سوءُ ٺياسي هو جو مون وجيہ الحق جي خانقاه ۾ اچي مريدن وانگر فيض حاصل ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو هو. پاڻ فرمايائون تہ توکي ظاهري علم ڪامل طريقي سان حاصل آهي ان ڪري تون ٻين کان وڌيڪ حاصل ڪرڻ جو محتاج نہ آهين پنهنجي معلومات کي ڪم ۾ آڻڻ گهرجي. مون عرض ڪيو تہ انهيءَ مقصد کان سواءِ ڪنهن شغل جي آرزو آهي. پاڻ فرمايائون تہ ان کان وڌيڪ ڇا بهتر آهي جو باطني سعادت جا اسباب بہ هٿ اچي وڃن. مطلب تہ پاڻ موقعو ڏسي هي فرمايائون تہ ”جن مقدمات تي الاهي حقائق ۽ ڪشف موقوف آهي انهن مقدمات جي حاصل ڪرڻ جو شوق منهنجي دل ۾ بہ انوقت پيدا ٿيو هو جڏهن مان درس تدريس ۾ مشغول هئس. اوچتو ايزدي مشيئت جنهن جي هر هڪ مقدر شيءِ ۾ سوءُ سوءُ نڪتا آهن، حضرت غوث الرحمان کي گواليار کان گجرات ڏي ڇڪي آئي ۽ اِها صورت مونکي حضرت غوث الرحمان جي قدم بوسيءَ جي شرف حاصل ڪرڻ جو باعث بني. تمام ٿوري وقت ۾ سندن ڪيميائي پرورش جي ذريعي منهنجو اسلام ٺامي وانگر ڪُندن سون بڻجي ويو. رسمي عقيدن جي قيد مان نڪري حقيقي ايمان جي بهشت ۾ سير ڪرڻ لڳس ۽ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ خلافت مطلق جي خلعت پائي سرفراز ٿيس ۽ حاصل ڪيم جيڪي ڪجهہ مون وٽ نہ هو.

خاص مسيح الاولياءِ جي خط جي مضمون مان بہ هڪ شڪل سندن ڪرامت جي ظاهر ٿئي ٿي. ان واقعي جو بيان هن طرح آهي تہ هڪ ڏينهن خواجہ

عبدالشهيد جي هڪ مريد وجيہ الحق جي خدمت ۾ هيءَ ماجرا عرض ڪئي وئي تہ فقير پنهنجي وطن ۾ هڪ سخت مرض ۾ مبتلا هو ايتريقدر جو ماڻهن ۾ صحتمند ٿيڻ کان مايوسي اچي وئي. خير- مان پير جي اجازت سان پير جي آستاني تي وڃي ڪريس. انهيءَ خيال سان تہ هن جاءِ تي موجود هئڻ جيڪڏهن زندگي آهي تہ جلد تندرست ٿيڻ جو سبب آهي ۽ جي موت آيو تہ بہ بيشڪ آسائش جو باعث ٿيندو. ڪجهہ دير سان هڪ ڏينهن پير مراقبي لاءِ گوڏن تي سر رکيو تہ ٿوري دير کان پوءِ هڪ نوراني شخص اهڙي لباس ۾ جيڪو اسان جي ملڪ جي لحاظ کان اڻ واقف هو. حجري ۾ آيو. ٿوري دير کان پوءِ پير صاحب هن فقير کي بہ حجري ۾ سڏايو. ان آيل نوراني شخص پاڻيءَ تي دم ڪري بيمار لاءِ شفا جو شربت ناهيو. فوراً مون کي صحت جا آثار جسم ۾ معلوم ٿيڻ لڳا. انوقت اُهو مسيحا حجري مان نڪتو ۽ منهنجي اکين کان سندن مبارڪ چهرو غائب ٿي ويو. مون پير صاحب کان معلوم ڪيو تہ هن بزرگ جو نالو ڇا آهي جيڪو مسيحا مشرب آهي ۽ سندن رهائش ڪٿي آهي. فرمايائون تہ سندن نالو وجيہ احمد ۽ رهائش احمد آباد گجرات ۾ اٿن ۽ هن زماني ۾ اسم "المحي" جا مظهر پاڻ ئي آهن. جڏهن منهنجي نظر تنهنجي بيماري جي شدت تي پئي تہ نااميديءَ جو اثر دل تي محسوس ٿيو علاج لاءِ محبت پيدا ٿي لهذا ضرورت محسوس ڪندي مون کين عرض ڪيو ان کان پوءِ تو پاڻ ڏٺو جيڪي ڪجهہ ٿيو ۽ معلوم ٿي ويو جو ڪجهہ پيش آيو. جڏهن پير جي زبان سان مون هيءَ ماجرا ٻڌي تہ پوءِ پير جي اجازت سان ان ملڪ ڏي سفر لاءِ روانو ٿيس طلب ۽ ارادت سچي هئي ان جي برڪت سان قدم بوسيءَ جي سعادت نصيب ٿي ۽ الحمد لله مون حاصل ڪيو جيڪي چاهيم پئي.

شاهہ شيخ جو هڪ مريد شيخو نالي سان ڪپرنج ڳوٺ ۾ رهندو هو ۽ احمد آباد جي سير لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ايندو هو. هڪ دفعي سندن دل ۾ اها ڳالهہ آئي تہ هن شهر ۾ اچڻ ۽ وجيہ الحق جي خدمت ۾ حاضري ڏيڻ کان سواءِ واپس وڃڻ سعادتمنديءَ جي نشاني نہ آهي. انهيءَ بنياد تي ملاقات جو ارادو ڪري اهڙي وقت پهتو جو شيخ طالب علمن جي درس مان فارغ ٿي گهر هليا ويا هئا. جڏهن کين اطلاع مليو تہ فلاڻو درويش دروازي تي قدس بوسيءَ لاءِ بيٺو آهي تہ گهر کان ٻاهر نڪري آيا. مصافحي کانپوءِ زيارت ڪندڙ آرزو

ڪئي تہ ملاقات جو اثر ظاهر ٿيڻ ڪپي. پاڻ فرمايائون تہ شيخو! مون ڏي نهار پوءِ پڇائون تہ فقير جي صورت مان ڪنهن جي صورت توکي نظر اچي ٿي؟ عرض ڪيائين تہ حضرت غوث الرحمان جو حليو مبارڪ تو نظر اچي. وري فرمايائون تہ ٻيهر ڏس. هاڻي ڪنهن جي شڪل درويش جي صورت مان ظاهر ٿي رهي آهي. عرض ڪيائين تہ حضرت خاتم النبيين عليہ الصلواة والسلام جن جو باڪمال جمال ظاهر آهي. وري ٽيون دفعو فرمايائون تہ ٿورو ترسي وري ڏس ۽ هاڻي ٻڌاءِ تہ ڪنهن جي تجلي آهي ۽ ڇا آهي؟ زيارت ڪندڙ سبحان الله چئي ان وقت سر سجدي ۾ رکيو ۽ چيائين "جامي".

سيد خواجہ عالم جي گذارش بہ بلڪل انهيءَ گذريل بيان وانگر آهي. ان جي ڪيفيت هن طرح آهي تہ سيد خواجہ عالم اڪبر بادشاه جي وڏن اميرن مان هو آخرڪار سيني عهدن ۽ دولت تان همت ڪري لت هڻي فقر جي توڪل ۾ اچي ويا ۽ پير جي تلاش ۾ سفر شروع ڪيائون. جڏهن پاڻ احمد آباد گجرات ۾ آيا تہ وجيہ الحق جي خدمت ۾ حاضر ٿي شغل ۽ ذڪر جي تلقين لاءِ عرض ڪيائون پاڻ ارشاد جي هر هڪ باب جي متعلق جيڪو بہ فصل بيان فرمائيندا هئا ان جي جواب ۾ سيد خواجہ عرض ڪندو هو تہ ڪا ٻي ڳالهہ فرمايو ڇو تہ اهو مرشدن جي مدد سان عمل ڪري چڪو آهيان. ان تي فرمايائون تہ سياڻي درويش کي درس ڏيڻ مهل اچي مشاهدو ڪجانءِ. خير- حڪم جي تعميل ڪئي وئي ۽ اُهوئي ڪجهہ نظر آيو جيڪو پهرئين شخص ڏٺو هو. چون ٿا تہ هي ٻئي شخص انهيءَ مشاهدي جي بدولت پنهنجي مقصد کي پهتا.

شيخ عثمان بن شاهہ منجهن سارنگ پوري مالويءَ کان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن منور ابن شيخ عبدالمجيد لاهوريءَ بيان ڪيو تہ وجيہ الله دورانديش ۽ بلند نظر نقطہ دانن جي نظر ۾ علميت جي ڪمال جو رنگ ڪونہ ٿا رکن. راويءَ جواب ڏنو تہ بزرگوار جو انداز تعليقات جي لکڻ ۾ هن طرف همت کي صرف ڪرڻ نہ آهي تہ دقت ۽ عميق نظريءَ سان ڪو ڪم ڪري سخن جي پائي کي اُچو ڪيو وڃي. بلڪ سندن طبيعت ۽ همت کي جيڪو منظور آهي اُها اها ڳالهہ آهي تہ جڏهن عبارت جي دشواري شرحن ۽ متن ۾ طالب جي نظر ۾ نہ اچي تہ پاڻ آسان تحرير ۽ ترڪيب سان انهيءَ نقاب کي طالب جي نظر جي سامهون ڪٽي ڇڏن. حالانڪ هي جواب واقعي جي لحاظ سان موافق آهي

ليڪن اعتراض ڪرڻ واري ان ڪي اهميت نہ ڏني. اتفاقاً چند ڏينهن ڪان پوءِ درس جي وقت هڪ شرح جي عبارت تي نظر پئي ۽ ان جي حل ڪرڻ جي طاقت شيخ منور پنهنجي خيال ۾ بلڪ ڪنهن بہ حاشيہ لکندڙ جي عبارت ۾ نہ ڏٺي. لاچار ٿي وجيہ الملتہ جي حاشيہ ڏي رُخ ڪيائين ۽ ٿوري توجہ سان اُهو مسئلو حل ٿي ويو ۽ انهيءَ واقعي ڪي شيخ منور حاشيہ لکندڙ جي ڪرامت سمجهو ۽ گلزار ابرار جي لکندڙ توجہ ڪرڻ واري ڪي بہ ڪرامت جو صاحب سمجهو آهي.

شيخ عبدالقادر بغداديءَ رحمۃ اللہ جن چون ٿا تہ پاڻ شاديءَ واري رات پنهنجي ڪنوار جي گهر ماڻهن جي ميڙ سان گڏ ويا هئا جيئن رسم آهي. صبح جي وقت دستور مطابق گهوٽ ۽ ڪنوار ڪي ويس وڳا پارائي هڪ سينگاريل تخت تي ويهاريو آهي ۽ ڪجھ رسمون عمل ۾ اينديون آهن پر پاڻ ان وقت مدرسي ڏي هليا ويا. ماڻهو هن رسم ڪي پوري ڪرڻ لاءِ کين ڳوليندا رهيا. سندن والد بزرگوار فرمايو تہ وجيہ الحق ڪي علم حاصل ڪرڻ جو شوق آهي انڪري مدرسي ۾ هوندو اتان سڏايو وڃي. هن واقعي ڪي وجيہ الحق علم جي مطالعي ۽ تحصيل جي ترغيب واسطي پنهنجي پٽن ۽ شاگردن جي روبرو ڪيترا دفعا بيان ڪندا هئا.

هڪ ڏينهن درس جي دوران هڪ طالب العلم اُن وقت جي هڪ جاگيردار جو حال بيان ڪرڻ شروع ڪيو ۽ هن جي تنگ دلي ۽ بخل وغيره جو ذڪر ڪيو. پاڻ فرمايائون تہ هن جي اِها صفت سيني ماڻهن لاءِ عام طرح ۽ خدا پرستن واسطي خاص طرح سٺي آهي ڇو تہ هو انهيءَ صفت جي ذريعي دلين جي طمع- طلب ۽ خواهش ڪان محافظت ٿو ڪري. هي بلڪل سچ آهي.

هي تفصيل سندن تصنيفات جي آهي. حاشيہ فوائد ضيائيہ- شرح ارشاد قاضي- شرح ابيات منهل دما ميني علم نحو ۾- حاشيہ مطول و مختصر تلخيص علم معانيءَ ۾- حاشيہ عضدي و تلويح و بزودي اصول فقہ ۾- حاشيہ شرح تجريد و اصفحاني- محقق دوانيءَ جي قديم حاشيہ تي حاشيہ علم ڪلام ۾- حاشيہ بيضاوي علم تفسير ۾. حاشيہ شرح وقايہ و هدايہ فروع فقہ ۾- حاشيہ قطبي شرح شمسيہ فن منطق ۾- حاشيہ شرح ڪلمتہ العين مرگ چنگي فن حڪمت ۾- شرح نجنتہ الفڪر اصول حديث ۾- شرح جام جهان نما و ڪليد مخازن غوث الاولياءِ و رسالہ حقيقتہ محمديہ بيان تصوف ۾ علي صاحبها افضل الصلواة واتمها.

# قاضي جلال الدين ملتاني رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ هندستان جي نامور عالمن مان آهن. ڪجهہ وقت شيخ وجيہ الدين احمد علوي احمد آباديءَ جي درس ۾ ويهي علم حاصل ڪيائون ۽ ان سان گڏوگڏ فقر ۽ تصوف جي چاشني پڻ چکيائون. پوءِ ڪيترن سالن تائين دارالسلطنت آگري ۾ خاموشيءَ سان گوشي نشيني اختيار ڪري توڪل ۾ وقت گذاريائون. ان کان پوءِ معمولي قسم جي تجارت ڪري ضروريات زندگي پوريون ڪندا رهيا. پوءِ علم جي برڪت سان درس ڏيڻ شروع ڪيائون. گروهن جا گروهہ عجمي ۽ هندي ماڻهن سان خذمت ۾ رهي علم ۽ فن حاصل ڪري عقل فهم کي تازگي پهچايائون. قاضي ڪمال الدين يعقوب، فقہ جي اصول ۽ فروع ۾ ان زماني ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا ۽ ڪيترن سالن تائين اڪبر بادشاهہ جي لشڪر جا قاضي پڻ هئا پوءِ جڏهن ڪين هٽايو ويو تہ لشڪر جي قضا جو عهدو قاضي جلال الدين ملتاني رحہ جي نالي ٿيو. ڪافي عرصي تائين زماني جي گردش شريعت جي طريقي تي رهي پر جڏهن ظاهري عالم ۽ فاضل خود نمائي لاءِ پاڻ ۾ وڙهڻ لڳا تہ ڪجهہ بئي قسم جون ڳالهيون ٿيڻ لڳيون. فقہ ۽ اجتهاد جا اختلافات ۽ پاڻ ۾ جهڳڙا عليٰ لاعلان پيدا ٿيا. اقتدار جي مالڪن اختلافات ۽ باهمي جهڳڙن جي اصليت ڏي توجہ نہ ڏنو بلڪ شڪ ڏي خيال ڊوڙائي مذاڪرات ۽ صلح ڪُلُ جو طريقو اختيار ڪيو جيڪو اهل فنا وٽ بادشاهن جو اصل طريقو آهي ليڪن انهيءَ طريقي کي ڪرسيءَ تي وهڻ نصيب نہ ٿيو انهيءَ سبب ڪري ڪجهہ تعصب سان پريل عالمن جي صحبت جي بدمزگيءَ جي شربت پٽو پين يعني سلطان پنهنجي راءِ سان انهن گروهن کي جدا جدا طرفن ڏي ڪري ملازمت کان منتشر ڪري ڇڏيو. هن ۾ شڪ ناهي تہ سلطنت جي ڪنوار جي ڳچيءَ ۾ موتين جو هار هو جنهن کي ڪاوڙ ۾ اچي نادانيءَ جي هٿن ٽوڙي موتين جي هڪ هڪ داڻي کي الڳ الڳ ڪري ڇڏيو. مطلب تہ انهيءَ ڪري سندن روانگي بيجاپور دکن جي طرف تي پاڻ ڪافي عرصي تائين ان جاءِ تي گذاريو ان صوبي جو حاڪم سندن حد کان وڌيڪ عزت ۽ احترام ڪيو. هجري سنہ نو سؤ نوانوي ۾ سندن زندگيءَ جو وقت پورو ٿيو. آخري آرامگاہ اُتي ئي اٿن.

# قاضي صدرالدين لاهوري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ پنهنجي وقت جي فقھ جي وڏن بزرگ عالمن مان هئا نقلي علم ۽ ڪشفي علم جي حقيقتن مان گھڻو ڪجھ ياد هئن. صوفين جي گروه سان محبت ۽ اخلاص سان رهندا هئا. خاص ڪري شيخ موسيٰ حداد (لوهار) لاهوريءَ جي صحبت ۾ ويهي گھڻو فيض حاصل ڪيو هئائون ۽ طريقت جو سلوڪ رکيو هئائون. شيخ موسيٰ حداد هوش وارو مجنون ۽ پنهنجي وقت جي خاص ۽ عام ۾ مقبول هو. شهر جا بزرگ ڪي تہ سندن باري ۾ نيڪيءَ جو گمان رکندا هئا ۽ ڪي وري اجايا بهتان هڻندا هئا. ليڪن پهريون گروه ظاهري طرح صحيح ٿو معلوم ٿئي ۽ ٻئي گروه جي سچائيءَ ڳولڻ ڏکي لڳي ٿي. وقت جي حاڪم اڪبر بادشاه جي حڪم سان هجري سنہ نو سوءَ ڇهاسيءَ ۾ لاهور کان سندن قضا جو عهدو گجرات ڏي منتقل ڪيو ويو. پاڻ مقرر ٿيل منزل ڏي وڃي رهيا هئا تہ منڊو (مانڊوءَ) جي رستي کان گذر ٿين. مصنف بہ سندن ديدار ڪيو هو. هڪ ڏينهن قاضي صدرالدين- عارف سيد احمد قادري ابن سيد اسماعيل جي خذمت ۾ شيخ محمود ابن جلال شطاري- شيخ امان الله قريشي ۽ فقير غوثي حسن سان ڪجھ راز جون ڳالهيون ڪري رهيا هئا تہ انهيءَ دوران قاضي صاحب روئڻ شروع ڪيو ۽ اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳا. اُتي جيڪي ماڻهو ويٺا هئا انهن انهيءَ رئڻ ڪي الاهي جذب تصور ڪيو جڏهن جوش ٺڏو ٿيو تہ پاڻ چوڻ لڳا تہ وطن جي ياد ۽ ان جي الفت اکين مان ڳوڙها ڪڍي ڇڏيا. هني ٻڌي ٻڌڻ وارن ڪي حيرت ٿي ڇو تہ پاڻ باوقار ۽ فضيلت وارا پير ۽ معزز مهمان هئا لهذا زبان سان نصيحت ڪرڻ جو موقعو نہ هو. ٻئي ڪنهن طريقي سان طبيعت گوارا نہ ڪيو. لاچار صبح جي وقت بحڪم سِيرُوا في الْاَرَض ڪَيفَ ڪان عَاقِبَتہ الّذِيَنَ مِنَ قَبُلِڪُمُ. منڊوءَ جون عاليشان عمارتن جي پسنديدگي ۽ فراوانيءَ ۾ سڄي هند ۾ اڪيلو آهي. جڏهن سندن نظر بلند ۽ خوبصورت محلاتن ۽ وڏن دالانن تي پيئي تہ دل تي هڪ عبرت جو اثر ٿين ۽ پنهنجي گهرن جي ياد نڪري وئن. مسڪرائيندي چيائون تہ هن قسم جون جيڪي اسان شيون ڇڏيون اُهي هنن محلات جي ٿلهن جي قيمت جي برابر نہ هيون. پوءِ چيائون تہ اِها ڳالهہ بلڪل سچ آهي تہ جيڪي نڪتہ آفرين دانشمند هوندا آهن اُهي

دوستن جي غم وقت اهڙين ئي نصيحتن سان ٽيڪو ڏئي نڪاٽي لڳائيندا آهن.
ٻئي ڏينهن جاڏي وڃڻ وارا هئا هليا ويا. ٽن سالن تائين قضا جي عهدي تي
ڪم ڪيائون ۽ جڏهن سندن عمر ستر سال کان مٿي ٿي تہ تاريخ پندرهين
رمضان المبارڪ هجري سنہ نو سؤ نوي ۾ سج لهڻ وقت قضا اچي وئي ۽ سندن
زندگيءَ جو سج لهي ويو. چون ٿا تہ غسل وقت جڏهن سندن جسم شريف کي
پلٽائڻ جي ضرورت پوندي هئي تہ پاڻ خود ئي هڪ پهلوءَ کان ٻئي پهلوءَ ڏي
ڦري ويندا هئا ۽ شرمگاه کي پنهنجي هٿن سان ڍڪن پيا هيءَ حالت سندن
فرزند قاضي محمد جي ذريعي ماڻهن کي ٻڌائي وئي. قاضي محمد سيني
علمن ۽ فنن فقر ۽ فنا جي سيني ڳالهين ۾ ۽ سلوڪ ۽ تصوف ۾ ڪامل آهن.

## ملڪ شير خلوتي رحمۃ اللہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ المشائخ جا فرزند ۽ شيخ بهاءُ الدين ذڪريا جي پوٽن مان آهن.
سيد مصطفيٰ چشتي رحہ جن جا مريد هئا. ولادت جي جاءِ احمد آباد گجرات
آخري آرامگاه ڳوٺ بودور اٿن. جيڪو خانديس جي علائقي ۾ آهي. پاڻ
درويشيءَ کي سپاهيانہ لباس ۾ لڪائي رکندا هئا. ليڪن ڦهريائين مهائدو
ڪندا هئا تہ سيني رسمن کان آزاد رهندس. ٻين سپاهين وانگر هر روز سلام
ڪرڻ ڪونہ ايندس. بلڪ جڏهن لشڪر جو سردار شڪار لاءِ يا لڙائيءَ لاءِ يا
ڳوٺ ۽ ملڪ ڏسڻ لاءِ سوار ٿيندو هو ان وقت پاڻ بہ گڏ هوندا هئا. انهن وقتن
کان سواءِ باقي وقت پاڻ باطن جي صفائي ۽ ظاهري اطاعت ۾ مشغول رهندا
هئا. وقت جي مشائخن جي رحماني برڪتن سان معرفت تي معرفت وڌائيندا
ويندا هئا. طريقت جي سالڪن کي منزلن جون رسمون ۽ علامتن جي تعليم
ڏيندا هئا. ان طرح پنهنجو قيمتي وقت معمور ڪندا هئا. سڄو ڏينهن ۽ رات
نفل نمازن ۽ نبي عليہ السلام جن تي درود پاڪ موڪلڻ سان گذاريندا هئا.
ڏهين صديءَ جي گهڻن مشائخن جي صحبت مان فيض حاصل ڪيائون. ۽ شيخ
بدها چشتيءَ جي خدمت سان خاص طريقت جو علم حاصل ڪيائون. ۽ انهن
جي ئي ارشاد سان منزلن ۽ مقامات تي پهتا. هجري سنہ نو سؤ ٻياسيءَ ۾
گجرات کان خانديس آيا. ڪجهہ ڏينهن هن ملڪ جي وڏن اميرن جي نوڪريءَ

۾ بسر ڪيائون. جڏهن سندن بزرگي ۽ آزاديءَ جي شهرت عادل شاهه فاروقي وٽ پهتي تہ هن حڪم فرمايو تہ لشڪر جو سردار سندن هن نسبت جي شرف مان سعادت حاصل ڪري. ملڪ بہ لشڪر جي سردار جو عرض قبول فرمايو. هجري سنہ هڪ هزار چار ۾ جڏهن عادل شاه شهزادي شاهه مراد لاءِ دڪن جي لڙائيءَ تي ويو تہ پاڻ گڏ نہ وڃي سگهيا. نوڪري ڇڏي ڏنائون ۽ ظاهري چاڪريءَ ڪان دل برداشتہ ٿي ڳوٺ بودزر جي هڪ گوشي ۾ ويهي رهيا ۽ هجري سنہ هڪ هزار پنج جي وچ ۾ ملڪ الملڪ جي سڏ تي اصل ملڪ ڏي روانہ ٿيا.

مصرع: نزهت ڪہ وصل باد جانش

## شيخ عبدالغفور رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ داؤد ابن خان قادري جا فرزند هئا ۽ شيخ راجي محمد قادري اُجيني جا پائيٽا هئا. ڄمڻ جي جاءِ بياض اٿن جيڪو هڪ ڳوٺ آهي سرڪار سلطان پور جو. پاڻ ظاهري ۽ باطني ٻئي علم پنهنجي ڏاڏي ڪان حاصل ڪيائون. گهڻن ئي وقت جي مشائخن جي خدمت سان فيض حاصل ڪيائون. قرآن جا حافظ هئا. قرآن جي مشڪلات کي تفسيرن جي ذريعي حل ڪيو هئائون. بيان بہ خوب زبان تي هئن. هر سال رمضان شريف ۾ هڪ قرآن پاڪ جو نسخو پاڻ لکي قرآن خوان درويش کي ڏيندا هئا. ماڻهن جي ڪمن ۾ مدد ڪري پورو ڪندا هئا. گهڻو وقت مجبور انسانن جي ڪمن ۾ ڏيندا هئا. هڪ دفعي حرمين شريفين زادهما الله شرفاً جو طواف ڪري واپس آيا ۽ ان ڪان پوءِ پشيمان رهڻ لڳا وري ٻيهر وڃڻ جي خواهش دل مان نہ نڪتن. سفر لاءِ سامان بہ تيار ڪيائون ليڪن وڃي نہ سگهيا. هجري سنہ هڪ هزار پنج يا ڇهہ ۾ ظاهري ڪعبي ڪان معنوي قبلي ڏي متوجہ ٿي ويا. سندن آرامگاه ڪوه جي ڪناري تي مسجد جي اڱڻ ۾ اٿن جيڪا اُجين جي مشرق طرف سندن ئي نهرايل آهي. جيڪا نور مسجد مشهور آهي.

## شيخ زين الدين پور شيخ منور رحمة الله عليه جي ياد ۾

والد بزرگوار جي پيرويءَ جو خيال هر وقت رهندو هئن. ظاهري ۽ باطني

طرح والد صاحب جي نقشِ قدم کان سواءِ ڪنهن طرف بہ قدم نہ وڌايائون. رسمي علم گهڻي ڀاڱي قاضي جلال الدين ملتانيءَ کان حاصل ڪيائون ۽ ڪجهہ مُلا مقيم وٽان بہ حاصل ڪيائون. سندن ظاهري آرائش ڪامل طور تي هئي ۽ پنهنجي تنگ گوشي ڪي ڇڏي ڪنهن دولت مند جي وسيع دولت خاني ڏي وڃڻ جو گهٽ اتفاق ٿيو هئن. عام طرح درويشن جي خدمت ڪندا هئا. دلين تي غبار چڙهڻ کان محفوظ رکڻ لاءِ گهڻا طريقا اختيار ڪندا هئا. ان ڪري ئي ڪنهن جي دل ڪي نہ ستائيندا هئا. 17 رمضان المبارڪ سنہ هڪ هزار پنج تي حقيقي معنوي سفر ڏي هليا ويا. آخري آرامگاه آگري ۾ اٿن.

## شيخ عبدالرحيم ڪپرنجي گجراتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

هي ڳوٺ احمد آباد کان پنج ڪوه پري آهي. پاڻ اُتان هلي اچي برهانپور کان هڪ ڪوه جي فاصلي تي درياه جي ڪناري حجرو پسند فرمايائون. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ علي عادل شاهہ فاروقي صوبي خانديس جي حڪمران ان جاءِ تي هڪ جامعہ مسجد هڪ وڏي سراءِ ٺهرائي هڪ شهر آباد ڪيو ۽ ان جو نالو عادل پور رکيائين. ۽ شيخ عبدالرحيم رحہ جو حجرو جامعہ مسجد سان لڳ واقع ٿيو. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ پاڻ هڪ شخص هئا، فارغ البالي ۽ آزاديءَ ۾ همت ۽ توڪل گذار سندن ارادت جو پير معلوم نہ ٿي سگهيو ليڪن طريقت ۾ سندن مرشد شيخ ابراهيم قاري سنڌي آهن جن جو لقب لاهوتي مرغ آهي هڪ ڏينهن پاڻ مسيح القلوب جي قطبيت جي خوشخبري ماڻهن کي ڏنائون ۽ چيائون تہ مونکي خواب جي حالت ۾ اها خبر ڏني وئي آهي. سندن رحلت سنہ هڪ هزار پنج ۾ ٿي ۽ انهيءَ ئي حجري جي اندر سندن قبر ٺاهي وئي.

## سيد حسين رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت سون پت ۾ ٿي. سندن زبان رسمي علم سان ۽ سندن دل خداطلبيءَ جي شوق سان تونگر هئي. رهنما پير جي تلاش ۾ پنهنجي وطن مان دلبرداشتہ ٿي جهنگلن ۾ ڦرندا رهيا. تقدير الاهيءَ سان اجمير شريف ڏي ڇڪجي آيا ۽ خواجہ عمر بالحشيءَ جي خدمت حاصل ٿين. خواجہ صاحب بہ ڇڻ

تہ سندن اچڻ جا منتظر هئا. فرمايائون تہ توکي منهنجي فرزنديءَ لاءِ موکليو ويو آهي. اچڻ واري بہ انهيءَ ڳالهہ کي خوشيءَ سان قبول ڪيو. قصو ڪوتاهہ خواجہ صاحب کين مريد ڪري پنهنجي هڪ عزيز جي نياڻيءَ سان سندن نڪاح ڪيو ۽ خرقو مبارڪ عطا ڪري طريقت جي سجاده تي وهاريائون. شيخ گدائي پاڻي پتيءَ کان روايت آهي تہ خواجہ صاحب جن جي عمر مبارڪ ڪجهہ ڏينهن بعد پوري ٿي ۽ منهنجو پير سندن جاءِ نشين ٿيو.

مصرع: پيرو خوش بہ ز فرزند بدست

# شيخ يوسف لنڪ رحمۃ اللہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ داؤد ملتاني رحہ جا فرزند آهن. جن جي وڏن کي تقدير الاهي هن طرح آڻي دارالسلطنت آگري ۾ قيام ڪرايو. ان جي باوجود جو سندن باطن توحيد جي زيور سان آراستہ ۽ دل تحقيق جي نور سان منور هئي. پاڻ شيخ جلال ٿهانسيري رحہ جا مريد ٿيا. تصوف جي مشڪل معاملات کي اهڙو تہ فصاحت سان بيان فرمائيندا هئا جو ٻڌڻ واري جي دل ۾ ڪو شڪ باقي نہ رهندو هو. مطلب تہ سندن ضمير اسرار الاهيءَ جو خزانو هو ۽ تواضع ۽ خاڪساري جا نمونا هئا. پنهنجي گهر جون ضرورتون خريد ڪرڻ لاءِ پاڻ بازار ويندا هئا. ڪڏهن اهو ٿيندو هو تہ بازاري ڇوڪرا رستي ۾ شوخيءَ سان پيش اچي کين ڇيڙ ڇاڙ ڪندا هئا پر پاڻ پيشانيءَ تي ڪو ڪاوڙ جو نشان بہ نہ اچڻ ڏيندا هئا بلڪ مسڪرائيندا هليا ويندا هئا. مير رفيع الدين محدث لکيو آهي تہ سندن خدمت گهڻو تاثير پيدا ڪندي هئي. ڪنهن تخت جي اولياءِ دولت مان هڪ پاڻ بہ هئا. عام طريقي جو برتاءُ سندن درويشاڻي حالت جي چهري تي نقاب هو. سندن رحلت جي وقت جيڪي اصحاب حاضر هئا انهن مان ڪن سندن معتقدن جي باري ۾ دريافت ڪيو تہ پاڻ هر هڪ لاءِ هڪ جداگانہ عنايت فرمائي. ۽ جڏهن رِفيع الدين جو (مِنهنجو) وارو آيو تہ فرمايائون تہ **اَلسَّابِقُوْنَ السَّابِقُوْنَ اُولٰئِکَ الْمُقَرَّبُوْنَ** ليڪن مون اجا تائين انهيءَ اَسرار کان آگاهي حاصل نہ ڪئي آهي ليڪن اميدوار آهيان تہ سندن اثرائتي بيان ۽ فيض پهچائيندڙ خدمت جي برڪت سان دنيوي ۽ اُخروي فلاح کي پهچندس. خدا ڪري پهچي وڃن. آخري آرامگاهہ آگري ۾ مير محدث صفويءَ جي روضي جي پهلوءَ ۾ اٿن.

## شيخ آدم صوفي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ تصوف جي جمال کي سپاهگيريءَ جي لباس ۾ لڪل رکندا هئا. اوچتو سندن تعلق هڪ ڏوهڻ سان پيدا ٿيو. ان جي حسن جي تروتازگيءَ صابڻ جو ڪم ڪيو ۽ دنياوي تعلقات جي ميراڻ کان چڱي طرح پاڪيزگي حاصل ڪيائون. نوڪريءَ جو خيال نڪري ويو. لاچار نوڪري ڇڏي خرقہ پوشيءَ ۾ دل جي آرام جي جستجو ٿي. مجازي عشق کي حقيقي مشاهدي جو آئينو بنائي ڪائنات جي صحرا کان الاهيات جي باغ ۾ وڃي پهتا.

## شيخ محمد رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ ابوالحسن بڪري شافعي مصريءَ جا فرزند آهن. سندن ذات ۾ پنهين جهانن جون فضيلتون ۽ پنهين جهانن جا اسرار موجود هئا. جيستائين زنده رهيا تيستائين پنهنجي والد بزرگوار وانگر هر سال حرم محترم مڪہ معظمہ جي طواف لاءِ ويندا هئا. جڏهن سندن عمر ارڙهن سالن جي ٿي تہ پنهنجي والد بزرگوار جي حياتيءَ ۾ ئي سندن درس جي مسند تي ظاهري ۽ باطني جانشين ٿي ويا.

مؤرخن هن واقعي جي ڪيفيت هن طرح لکي آهي تہ شيخ ابوالحسن رحہ هڪ سال مڪہ معظمہ ۾ هو ۽ اُتان مصر جي اڪابرن کي خط لکيائين تہ جنهن هفتي ۾ هي خط پهچن انهيءَ هفتي جي جمعہ جي ڏينهن نورچشم شيخ محمد کي هن درويش جي درس جي مسند تي ويهاريو وڃي. جڏهن آيل خطن جا هي مضمون پڙهيا ويا تہ سيني ارباب فضيلت ۽ اصحابِ مناصب کي حيرت ٿي تہ شيخ محمد جو حوصلو اجا ايترو نہ آهي جو عبارت فهميءَ جي قانون جي اصول کي ضبط ڪري سگهن جنهن مدرسي ۾ شيخ ناصر طبلاوي- شيخ ابوالقاسم مفتي ۽ شيخ يوسف ڪرد جيڪي سندن والد بزرگوار جي درس ۾ نائب آهن انهن جي موجودگيءَ ۾ شيخ محمد رحہ هر هڪ فن جا مقدما ۽ مقصدن جي تقرير ۽ هر هڪ علم جا مسئلا ۽ تمهيد ڪيئن بيان ڪري سگهندا. ڇو تہ جنهن ٻار علم جي ميدان ۾ اجا هاڻي قدم رکڻ سکيو آهي ان کي انهن صاحبن

جي برابر هلڻ جي طاقت نہ ٿي ٿي سگهي. جيڪي دقيق علمن جون حقيقتون ۽ منزلون طي ڪري چڪا آهن. ان سبب ڪري هن عجيب و غريب قسم جي حڪم کي قبول ڪرڻ ۾ گهڻا بهانا ۽ تاخير جا آواز دلين کان زبانن تي آيا. بحرحال جيئن تہ هر ڪم جو انجام لاعلميءَ جي پردي ۾ لڪل هوندو آهي لهذا سيني دورانديش ارباب مجلس حڪم جي اطاعت جي راءِ ڏني ۽ چيو تہ هي حڪم اهڙي شخص صادر فرمايو آهي جيڪو عالم ارواح ۽ عالمِ شهادت جي رمزن کي ڄاڻڻ وارو آهي ۽ اسان کي هن عجيب و غريب حڪم جي اصليت جي پوري ڄاڻ ڪانهي. جيڪڏهن حڪم جي بجا آوري ڪرڻ کان پوءِ ڪا نامناسب ڳالهہ ظاهر ٿي تہ مامور کي معذور سمجهيو ويندو. ليڪن اهو مناسب معلوم ٿو ٿئي تہ قرآن مجيد مان ڪا هڪ آيت پهريائين اسان تجويز ڪيون جنهن جو تفسير ۽ ان جا لطائف سجاده نشين صاحب آئنده جمع ٿائين ياد ڪري ڇڏن. جڏهن هن مشوري جي ڪيفيت شيخ محمد جي خدمت ۾ عرض ڪئي وئي تہ پاڻ جواب ڏنائون تہ فرصت منهنجي ظاهري حال جي اعتبار کان هرگز ڪافي معلوم نہ ٿي ٿئي. هن فرصت ۾ غور ۽ فڪر جي گنجائش ڪانهي، ۽ اهڙي عجيب و غريب حڪم کي بجا آڻڻ جو بنياد حيلي ۽ حوالي تي نہ رکڻ گهرجي ۽ هن کان بهتر ڪا ڳالهہ ڪانهي تہ همت جو قدم توڪل جي رستي ۾ استحڪام سان رکي بظاهر دشوار مهم کي مسبب الاسباب جي سپرد ڪيو وڃي **انَّ ذالَڪ علي الله يَسِيَر** جي عقيدي تي ۽ **اِنَّہٗ عَليٰ مايَشاءُ قَدِيَر** جي يقين تي ڀروسو ڪيو وڃي، ۽ شڪ جي غبار کي ضمير جي خلوت خاني مان صاف ڪري تسليم جي صفائيءَ کي جلوه گر ڪيو وڃي. مطلب تہ جيڪا ڳالهہ منظور ٿي هئي اُها جمع جي ڏينهن عمل ۾ آندي وئي.

جڏهن شيخ محمد رحہ منبر تي چڙهيا تہ آيتہ الڪرسي شروع ڪئي. شيخ رحہ اولاً اهڙو روشن خطبو پڙهيو جنهن جي فصاحت ۽ بلاغت جي برابر ڪابہ عبارت ڪڏهن بہ معنيٰ جي درياه ۾ غوطا هڻڻ وارن ڪانہ ٻڌي هئي، ۽ اهڙو مفهوم سخن ڄاڻڻ وارن جي خيال ۾ بہ نہ آيو هو. ان کان پوءِ اهل تحقيق عالمن "ايهاالسامعون اسمعوا" جي ندا سان خطاب فرمائي چيو ويو تہ قرآني ڪلمات معنيٰ- لغت ۽ عبارت جي اعتبار سان حاضرين جي علم ۾ ۽ ارباب بصيرت جي تفسيرن جي خزانن ۾ موجود آهن. انهيءَ بنياد تي منبر تي نئين

تدريس جي سوار جي خيال ۾ اهو ئو اڃي تہ اسرار مقطعات جي ڪنجي خزانچين مترجم جي زبان جي سپرد ڪئي آهي. انهيءَ ڪنجيءَ سان جيڪر حرفن جي خزانن جا دروازا کولي ۽ حقائق جي لڪل جواهرات کي هوش طلب سامعين جي ڪنن جو زيور بنائن. چون ٿا تہ اسم الله جي الف کان شروع ڪري اهڙيون معنائون ۽ اهڙيون معرفتون بيان ڪيائون جو محقق سامعين کي پنهنجي ناداني جو اقرار ڪرڻو پيو. هر طرف کان عذر ۽ معذرت جو اظهار ٿيو. مطلب تہ سندن دلاويز تقرير جي بڌڻ ۾ ايتري تہ سرگرمي رهي جو عصر نماز جو وقت آخري ٿي ويو. پاڻ فرمايائون تہ لفظن ۽ معنائن جا قافلا لدني علم ۽ وهبي فيض سان برگزيده دلين تي متواتر اچن ٿا. **اِنْ تَعُدُّوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ لَا تُحْصُوْهَا**. ليڪن زبان جي رستي سان بيان جي لباس ۾ بڌڻ وارن جي استعداد جي موافق ڪنن ۾ پهچايا ويندا آهن. **وَاِنْ مِنْ شَيْءٍ اِلَّا عِنْدَنَا خَزَائِنُهٗ وَمَا نُنَزِّلُهٗ اِلَّا بِقَدَرٍ مَّعْلُوْمٍ**. بس بهتر اهو ئي آهي تہ باقي رهيل ذڪر کي ٻي مجلس تي رکي وقت جو فرض ادا ڪرڻ تي توجہ ڏجي.

چون ٿا تہ ارڙهين سال کان شروع ڪري آخري ساهہ تائين پنجيتاليهين سال تائين هر جمع جي ڏينهن اُنهيءَ هڪ الف جي معنيٰ منبر تي ويهي بيان ڪندا رهيا. هڪ ڏينهن هڪ شخص معلوم ڪيو تہ شاهہ دوران شيريزدان حضرت علي ڪرم الله وجهہ کان روايت آهي تہ فرمائيندا هئا تہ جيڪڏهن مان چاهيان تہ سورت فاتحہ جو تفسير قلم سان لکان تہ ستن اٺن جو وزن ٿي وڃي. پوءِ تہ جناب جو علم حضرت علي ڪرم الله وجهہ جن جي علم کان شايد گهٽو آهي. پاڻ فرمايائون تہ سلطان الخلفا برهان الاوليا جن جيڪو سورت فاتحہ جي تفسير جو اندازو بيان فرمايو آهي تہ اُهو مخاطب جي حوصلي ۽ متڪلم جي فرصت تي نظر رکي ڪيو ويو آهي ڇو تہ ان وقت اسلام جي ابتدا هئي ۽ حضرت علي ڪرم اللّٰهوجهہ جن کي ان جي باوجود جو پاڻ الاهي علمن جا خزانہ هئا مگر ڪافرن سان جهاد ڪرڻ ۽ حق جا ڪلما ادا ڪرڻ کان فرصت تمام گهٽ هئي ۽ هي درويش هن زماني ۾ ڳالهين ڪرڻ کان سواءِ ڪوبہ ڪم نہ ٿو ڪري ۽ هن فقير جي معلومات حضرت علي ڪرم الله وجهہ جن جي وجداني انوار کان ئي اخذ ڪئي وئي آهي جيڪي گونا گون علمن جي قاعدن جا باني آهن.

غوثيا متين عبارت لکڻ جو سبب هي آهي تہ هن ذڪر کي پڙهڻ وارا

سندن حسنِ ادب ۽ علم جي جمال کي استعداد جي نظر سان مشاهدو ڪري پنهنجي اعتقاد کي درست ڪن ۽ دل ۾ استحڪام سان سمجهن ته مٿيءَ جي مُٺ انسان سان الله پاڪ جا ڪهڙا ڪهڙا راز آهن. سبحان الله هي چند ڪلمات سندن حقائق بياني ۽ رهنمائيءَ جو نمونو آهن ورنه سندن حالات لکڻ لاءِ قلم کي ۽ بيان ڪرڻ لاءِ زبان کي طاقت ڪٿي آهي.

سندن تصنيفون سيني فنن ۾ آهن. خاص ڪري پاڻ علم حديث ۾ استاد هئا ۽ حال جي مضمونن کي قال جي زبان سان تشبيهه ۽ تاويل جي پيرائي ۾ اهڙي طرح بيان فرمائيندا هئا جو بنادير ماڻهن جي سمجهه ۾ اچي ويندا هئا. ڏهين صديءَ جي آخري عشري ۾ علوي عالم ڏي ڪوچ فرمايائون. هن زماني ۾ سندن باڪمال ۽ هدايت ڪندڙ اولاد گهڻو آهي. انهن سيني ۾ سندن فرزند رشيد تاج العارفين نالي سندن جانشين آهي. هي بزرگ عقلي- ڪشفي ۽ ڪسبي علمن ۾ پنهنجي والد بزرگوار جي مثل بينظير آهن.

سيد احمد قادري فرمائيندا هئا ته مون شيخ محمد رحه بڪريءَ جي خدمت ۾ رهي پنهنجي عمر جا ڪجهه سال گذاريا هئا. انهيءَ مدت ۾ ڏٺو ويو آهي ته هر هڪ ملڪ جا قسمين قسمين ماڻهو سندن محفل ۾ حاضر ٿيندا هئا. جيئن ته عربي زبان تي قدرت نه هوندي هر شخص پنهنجا مقصد ۽ مسئلا پنهنجي خاص زبان ۾ عرض ڪندا هئا پر پاڻ سيني کي جواب عربي زبان ۾ ڏيندا هئا ۽ سائل کي يا ٻڌڻ وارن کي سوال و جواب جي مدعا سمجهڻ ۾ هرگز ترجمي جي ضرورت نه ٿيندي هئي. هيءَ عجيب صورت ڏسي تعجب ۽ حيرت ٿي ان ڪري مان هڪ ڏينهن بي اختيار ٿي عرض ڪيو ته جناب هر هڪ زبان جي لغت ڄاڻو ٿا ۽ عجمي ماڻهو گهڻو ڪري عربي زبان نه ٿا ڄاڻن ته پوءِ ڪهڙي طرح انهن کي جواب تي تسلي ٿي وڃي ٿي. پاڻ فرمايائون ته بيشڪ جيڪڏهن مان چاهيان ته هر هڪ زبان ۾ مقصد بيان ڪيان ته ڪري ٿو سگهان ليڪن جڏهن مراد جي معنىٰ عربي محاوري ۾ محمد بڪريءَ جي زبان سان عوام جي ذهن ۾ اچي وڃي ٿي ته پوءِ خاص زبان ۾ جواب چو نه ڏنو وڃي ۽ بغير ضرورت جي محبوب الله خاتم النبوة عليه افضل الصلواة جي زبان کي ڇو ڇڏيو وڃي ۽ پوءِ فرمايائون ته بيان جو فهم ۽ تفهيم ۽ عدم فهم ۽ تفهيم جي قوت محمد بڪريءَ جي اختيار جي سپرد ڪئي وئي آهي. جيڪڏهن محمد بڪري چاهي ته

لفظن جي معنيٰ کي روڪي ڇڏي تہ پوءِ بيان ڪنهن ٻڌڻ واري جي ادراڪ ۾ نہ اچي سگهي چاهي ٻڌڻ وارو ڪيترو ئي وڏو عالم هجي ۽ ڪلام بہ نهايت درجي جي سادگيءَ ۾هجي ۽ جيڪڏهن چاهي تہ ٻڌڻ واري کي ذهن ۾ معنيٰ اچي وڃي تہ پوءِ عبارت چاهي ڪيتري بہ دقيق هجي ۽ ٻڌڻ وارو عجمي هجي تہ بہ جلد مقصد جو ادراڪ حاصل ڪري وٺندو.

ولادت ۽ مرقد مبارڪ حضرت يوسف عليہ السلام جي مصر ۾ ۽ رحلت جو سال نو سوٴ اٺانوي چون ٿا.

## شيخ هانسا بخاري رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ مخدوم جهانيان جي نسل مان آهن. جوانيءَ جي شروعات ۾ سلوڪ ۽ شريعت جا پابند هئا. اڌ عمر ۾ الاهي جذبہ پيدا ٿيو ۽ سڀ حواس ۽ قوتون پنهنجي اصلي مرڪز ڪان پري ٿي ويون. ايتري قدر جو هنن ۾ پنهنجي هستيءَ جو خيال بہ نہ رهيو. ڏيڍ سوٴ سال جي عمر هئن. ڳالهائڻ مهل هرهڪ نيڪ ۽ بد جي نسبت هميشہ پنهنجي نفس جي طرف ڪندا هئا. ليڪن مخاطب ۾ ان سان ڳالهہ جا آثار تمام جلد ظاهر ٿي پوندا هئا. سندن زبان مان اهڙي ڳالهہ جيڪا نہ ٿيڻي هجي نڪرندي ئي ڪانہ هئي. سيد قاسم ولد محمود اڪبر بادشاهہ جي امراٴعظم مان هئا. هي سيد صاحب ڪين هجري سنہ هڪ هزار تي ۾ پاڻ سان شهر پٽڻ ڪان احمدآباد ڏي وٺي ويا. هڪ ڏينهن هڪ کوهہ جي ڪناري تي وينا هئا سيد صاحب هڪ روپيہ سندن هٿ ۾ ڏنو پاڻ انهيءَ ئي هٿ سان کوهہ ۾ اڇلائي ڇڏيائون. ماڻهن چيو تہ اوهان ائين ڇو ڪيو. فرمايائون مون کو بُرو ڪونہ ڪيو هڪ برهمڻ جي هٿان جنت کي موڪلي ڏنم. ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ سندن والده طرفان هڪ خط آيو تہ جيڪي ڪجهہ برهمڻ جي هٿان موڪليو ملي ويو آهي. چون ٿا تہ جنت سندن ماءُ جو نالو هو. ۽ اهو بہ عجب نہ آهي تہ الجنت تحت اقدام امهاتکم جي لحاظ ڪان چيو هجي. جڏهن پاڻ واپس پٽڻ آيا تہ هجري سنہ هڪ هزار پنج يا ڇهہ علوي عالم ڏي ڪوچ فرمايائون. قبر گهر جي اڱڻ ۾ ٺاهي وئي. سندن هڪ همشيره بزرگ نالي آهي جيڪا هميشہ قبر تي مجاور آهي. ذڪر فڪر ۾ زندگي بسر ڪري رهي آهي ۽ ولايت جا گهڻا آثار ان ۾ موجود آهن.

## شيخ حمزه پور شيخ سدا قريشي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن پيدائش جي جاءِ ڳوٺ ديپالپور مالوه آهي. مخدوم شيخ بهاءُ الدين زڪريا قدس سرهُ جي نسل مان آهن. پرهيزگار- نيڪ ۽ خجسته افعال هئا. پاڻ هڪ ڪارخاني ۾ ڪم ڪري ضروريات پوري ڪندا هئا. نذر نياز جي ڪنهن ڪان ڪجهه رقم وصول نه ڪندا هئا. بلڪ ضرورتمندن جي مدد پنهنجي پئسن سان ڪندا هئا. طريقت جي تلقين شيخ ضياءالدين غوث الاولياء قدس سرهما جي خدمت مان حاصل ڪيائون. راقم جي مربي شيخ محمود جلال جي خدمت مان به گهڻو ڪجهه حاصل ڪيائون. عبادت ۽ رياضت جو عجيب انداز هئن. هجري سنه هڪ هزار پنج ۾ سندن زندگي پوري ٿي قبر پيدائش واري ڳوٺ ۾ ئي اٿن. به پٽ پويان ڇڏيائون ٻئي پنهنجي پيءُ جي طريقي تي هلندڙ آهن. الله جلشانه انهن کي معرفت جي توفيق عطا فرمائي.

## شيخ امان الله رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ ڪمال الدين سليماني قريشي ڪالپي جا فرزند آهن. هوش سنڀالڻ کان وٺي آخر وقت تائين زهد- فقر ۽ توڪل ۾ زندگي گذاريائون سندن سلوڪ جو قدم شريعت جي شاهراه کان سواءِ هڪ وک به نه هليو پاڻ نهايت بلند همت هئا. شيخ صدرالدين ذاڪر شطاريءَ جا مريد آهن. ٽيهٺ سال جي عمر هئن. چاليهن سالن تائين راقم کي پنهنجي پاڙيسريءَ جو شرف بخشيائون. هجري سنه هڪ هزار پنج ۾ عنصري وجود کي ڇڏي عالم قدس ڏي روانه ٿيا. سندن به فرزند هئا وڏو شيخ منصور سٺين وصفن ۽ پسنديده اخلاقن جو مالڪ هو. پنهنجي پيءُ کان پنج مهينا اڳ هن فاني دنيا مان هليا ويا. ٻيو شيخ عبدالشڪور آهي. سيني سٺين وصفين جا مالڪ آهن. خاموشي ۽ خوش دلي سندن خمير ۾ داخل آهي. خدا دراز عمر عطا ڪرين.

## شيخ نورالدين ضياءُالله رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ غوث الاوليا جا فرزند آهن قدس سرهما. شريعت جي سلوڪ ۾ سندن

رفتار دلپسند هئي. معرفت جي دسترخوان تان بہ سني چاشني چکي هئائون. طريقت جي وجدان جي بيان ۾ سندن تقرير دلنواز هئي. ۽ حقيقت جي اسرار ۾ اهڙو تہ نشو حاصل هئن جنهن ۾ چون چرا جي ڪيفيت ڪي دخل نہ هو. سندن راز کوليندڙ زبان صاف عبارت ۾ حقيقت جون رمزون ظاهر ڪندي هئي. سندن طريقو ۽ آئين عالم وحدت ۾ هلندڙن ڪي ڪثرت جي گهاٽين مان سلامتيءَ سان ڪڍي وجڻ هو. سندن عطا ڪندڙ نظر پٿر دلين ڪي ميڻ ڪندي هئي ۽ شڪستہ دلين جي حق ۾ ڳنڍڻ جو حڪم رکندي هئي. سندن سليم فڪر ماڻهن جي افعالن ڪي صحت ڏي ڦيرائي آڻيندو هو. پاڻ پنهنجي حسن معاشرت ۽ مصاحبت سان مسافري جو غم مسافر جي دل مان دور ڪندا هئا. مقصد ۾ ڪامياب ڪري احتياج مند جي ڪلهن تان ناميدي ۽ ويچارگيءَ جو ڳرو وزن هٽائي ڇڏيندا هئا. ايتريقدر ڪمالات جو سرمايو هوندي پاڻ الله جي فقيرن سان طالبن وانگر پيش ايندا هئا.

مطلب تہ متئين تفصيل سان گڏ پاڻ زندگي گذاريندي واپس سفر تائين ٽين تاريخ رمضان المبارڪ جي ۽ هجري سنہ هڪ هزار ڇهہ هو، مڪمل استقامت سان رهيا يعني پاڻ نوافل ۽ خيرات ۽ عبادات جيتري پاڻ تي لازم ڪئي هئائون. ان ۾ ڇڏڻ جو دخل ڪڏهن بہ نہ ٿيو. هجري سنہ نو سؤ ستر هو. جو والد بزرگوار جي رحلت ڪان پوءِ پاڻ گواليار ۾ آيا هتي ڪجھ ڏينهن روضي جا مجاور رهي دارالسلطنت آگري ڏي هليا ويا ۽ اتي رهي خانقاه تعمير ڪرايائون تقريباً پنجٽيھ سال باطني لحاظ سان خداشناسيءَ جي حجره ۾ چلہ نشين رهيا. ظاهري طرح ماڻهن سان ميل ملاقات ۽ جلسن ۾ نشست برخاست ڪي پنهنجي اڪيلائيءَ جي جمال جو نقاب بنائي رکيائون. علم حديث ۾ نهرواله شهر ۾ مڪمل ڏھ سال شيخ محمد طاهر محدث نهرواله جي شاگردي ڪري ۽ شيخ وجيہ المسلم علوي احمد آباديءَ جي درس مان سڀ علم ۽ فن حاصل ڪري وقت جا استاد بنيا. اگرچہ ظاهر ۾ ظاهري سجاده نشين ٿيڻ جو شرف حاصل نہ ٿين ليڪن الولد سرلابيہ جو فروغ سندن پيشانيءَ مان ظاهر هو. جنهن زماني ۾ پاڻ حديثن جي تصحيح نهرواله ۾ ڪري رهيا هئا ان زماني ۾ احمد آباد ڪان غوث الاوليا جن شيخ نورمحمد ڪي خلافت جو خرقو ۽ اجازت نامون ڏئي سندن خذمت ۾ موڪليو هو ۽ اجازت عطا فرمائي هئي.

سندن رحلت ڪرڻ جو واقعو هن طرح آهي تہ جڏهن اڪبر بادشاهہ دارالخلافہ لاهور ۾ هئا انهن ڏينهن ۾ هرڻن جي لڙائيءَ جي هنگامي ۾ هڪ هرڻ جي سڱ جو ڪارو زخم بادشاهہ جي ران ۾ لڳو هو. بادشاهہ ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ چيو تہ هن واقعي جي اندر ويجهو ۽ پري جي سيني اڪابرن ۽ اميرن جي اچڻ سان اسان شيخ ضياءالدين کي ياد ڪيو ليڪن شيخ اسان کي ياد نہ ڪيو. شيخ ابوالفضل مبارڪ هي واقعو لکي سندن خدمت ۾ موڪليو جڏهن اِهو اطلاع پهتو تہ پاڻ لاهور پهچي سلطان جي ملاقات ڪيائون ۽ بادشاهہ بہ سندن اچڻ سان پنهنجي عافيت ۽ تندرستيءَ جي فال ورتي. ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ فرمايائون تہ شهزادي دانيال جي زال حمل سان آهي ۽ بادشاهہ کي منظور اهو آهي تہ اِها حاملہ عورت شيخ ضياءالدين جي گهَر ۾ رهي تہ جيئن ويم اُتي ٿئي. پاڻ هن حڪم جي تعميل ۾ بہ ٿي پيرا معذرت ڪئي. مگر قبول نہ ٿي. ۽ ان حاملہ عورت ويم سندن گهر ۾ اچي ڪيو. جيئن تہ شيخ هن واقعي جي اصليت ڪان معترز هئا لهذا پنهنجي زندگانيءَ ڪان تنگ دل ٿي پيا. هڪ هفتي ۾ مرض الموت پيش آيو ۽ مٿي ذڪر ڪيل تاريخ ۾ پنهنجي جان سپرد ڪيائون.

هجري سنہ نو سؤ ٻياسيءَ ۾ راقم پنهنجي وطن ڪان هلي دارالسلطنت آگري ويو هو ان وقت راقم جو سوٽ شيخ علي شمس سندن خدمت ۾ فيض حاصل ڪري رهيو هو، انهيءَ فقير کي سندن قدم بوسي ۽ خذمت جي شرف ڪان مشرف ڪيو ويو. پنج مهينا اتي رهي سندن فيض مان حصو حاصل ڪيو. انهيءَ ئي سال ۾ احرارلاولياءَ جو پوٽو مشهود العرفا خواجہ عبدالشهيد قدس سرهما آگره جي قلعہ ۾ اڪبر شاهہ جي بنگالي محل ترسيل هئا ۽ بادشاهہ فتح پور ۾ سلطنت جو ڪم هلائي رهيا هئا. فقير بہ خواجہ جي قدم بوسيءَ لاءِ انهيءَ محل ۾ ويو هو ۽ ديدار جي شرف سان پنهنجي حوصلي موافق حاصل ڪيو هو.

مصرع: خوشہ هاــئے خرمن من خوشۂ هرخرمن ستـ

## حاجي ابراهيم محدث قادريؒ جي ياد ۾

پاڻ شيخ داؤد جا فرزند آهن. ڪنيت ابوالڪلام- تخلص وصالي-

پيدائش جي جاءِ مانک پور ۽ آرامگاه آگرو آهين. سندن عملن مان شريعت ظاهر هئي ۽ اسرار ۾ طريقت جو خزانو هئا. عقلي ۽ نقلي علمن کي پنهنجي وطن ۾ حاصل ڪيائون ۽ پوءِ سير ۽سياحت جو ارادو ڪيائون. آخر بغداد ۾ رهي اڍائي سال تفسير ۽ حديث جو علم حاصل ڪري ڪمال جي درجي تي پهتا. پوءِ خانہ ڪعبہ جي طواف لاءِ روانہ ٿيا. حج جا ارڪان ادا ڪري مصر هليا ويا. هتي شيخ شمس الدين علقميءَ وٽ حديث جي تصحيح ڪيائون. شيخ شمس الدين علقمي شيخ جلال الدين سيوطيءَ جا شاگرد هئا ۽ اتي ئي پاڻ شيخ العرفا شيخ محمد بکري شافعيءَ کان سند ۽ اجازت حاصل ڪئي. ايترا ڪمال حاصل ڪرڻ بعد وري مڪي معظمہ ڏي واپس آيا ۽ شيخ عبدالرحمان ابن الفهد مغربي- شيخ مسعود مغربي ۽ بدرالاتقيا شيخ علي متقيءَ جي صحبت سان ازسرنو دوره حديث ڪيائون. صحت ۽ سچاٽپ جو وڏو مرتبو حاصل ڪيائون. ان کان پوءِ وري مصر ويا. چوويهن سالن تائين سيني علمن جو درس ڏنائون ۽ ڪو سال بہ حج ڏي اچڻ وڃڻ جو سلسلو منقطع نہ ٿيو. شام ملڪ ۾ شهري ۽ صحرائي بزرگن جي صحبت ۾ ويهي.فيض حاصل ڪيائون. ان کان پوءِ وطن جي محبت پيدا ٿي تہ پاڻ هندستان کي پنهنجي قدمن سان سرفراز فرمايائون. جڏهن دارالسلطنت آگري مان گذرڻ ٿيو تہ تقدير جو ڪرشمو ۽ آب داڻي جي ڪشش جي ڪري پاڻ هتي قيام فرمايائون. لهذا اتي گهر حاصل ڪري تفسير- حديث ۽ فقہ جي درس ۽ واعظ ۾ مشغول رهيا ۽ گهڻن ماڻهن کي فيض ۽ علم جي منزل تي پهچايائون. تاريخ اٺويهين ذوالحج هجري سنہ هڪ هزار هڪ ۾ ڇهاسي ورهن جي عمر ۾ جسماني لباس کي ڇڏي عالم ارواح ڏي روانہ ٿيا.

مصرع: پيري و علم و همت و آزادگي طلب

## شيخ امان الله افغان رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سيد ابراهيم بکري رحمة الله عليه جا مريد آهن. خودبينيءَ کان گذري ارادت ۽ شريعت ۾ محو هئا. چون ٿا تہ ديدار الاهيءَ جي آرزوءَ ۾ پاڻ هميشہ بي آرام ۽ اکيون اشڪبار رهنديون هئن. پير جي خدمت ۾ انهيءَ خواهش جو ذڪر ڪندا رهندا هئا. چوندا هئا تہ گهڻو نہ تہ صرف هڪ ئي دفعو انهيءَ آرزوءَ ۾

ڪاميابي ٿي وجي. سندن پير وعدو ڏئي تسلي ۽ تسڪين ڏيندو هئن. آخر انهيءَ انديشي ۾ آيا جو جيڪا بہ جنبش ڪرڻ واري يا اڏامڻ واري تي نظر پوندي هئن ان تي پنهنجي مطلوب جو گمان ڪندا هئا. چون ٿا تہ مان هڪ رات پير ڪي زور ڏئي رهيو هئس تہ اوچتو اُٿي وينا ۽ مونکي بغل گير ڪري فرمايائون امان تو ڏٺو جنهن جي توکي تلاش هئي؟ مون عرض ڪيو تہ هائو ڏٺم. ان ڪان پوءِ وحدت الوجود جو دروازو ڪشادو ڪري ڇڏيائون. هڪ ڏينهن جو ذڪر آهي تہ هڪ سوار پنهنجي گهوڙي کي لڪڻ هنيو ۽ پاڻ رڙ ڪيائون. جڏهن گوڏڙي لاهي ڏٺو ويو تہ سندن بدن تي لڪڻ لڳڻ جو نشان هو. ان ڪان پوءِ پير جي اجازت سان خشڪيءَ جي رستي حجاز جي سفر تي روانہ ٿيا. ماوراءُالنهر خراسان- پارس ۽ عراق جي اڪثر مشائخن جي خدمت ڪيائون ۽ انهن ڪان فيض حاصل ڪندا جڏهن مڪي معظم ڪان ٿيندا مديني منوره پهتا تہ هڪ ڇوڪريءَ جي حسن تي موهجي پيا. هڪ ڏينهن سخت بيتاب ٿي پيا ۽ انهيءَ حالت ۾ ان جي پيءُ کي چيائون تہ پنهنجي ڌيءُ جو نڪاح مون سان ڪر. هن حق مهر جي خواهش ظاهر ڪئي. پاڻ فرمايائون تہ امان الله اُهو بندو نہ آهي جيڪو پاڻ وٽ پئسا رکي. ان تي ڇوڪريءَ جي پيءُ چيو تہ جيڪڏهن تون درويشيءَ جو دم ٿو ڀرين تہ پوءِ پيغمبر آخر زمان عليہ السلام مون کي خواب ۾ اجازت فرمائين. پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن تون سڀ مال متاع جيڪو تنهنجي ملڪيت آهي محتاجن ۾ تقسيم ڪري ڇڏين ۽ دنيا جي آرائش ڪان پاڪ ٿي وڃين تہ پوءِ ان شرط تي شايد خواب ۾ توکي اُها سعادت نصيب ٿي وڃي. ڇوڪريءَ جي پيءُ چيو تہ هن مال ۽ ملڪيت سان مون کي گهڻو پيار آهي، تون پنهنجي تصرف سان مون کي هن ڪان پاڪ ۽ آزاد ڪري ڇڏ. ان تي پاڻ فرمايائون تہ مون ڪان ۽ سيني مقبولن ڪان بہ جيڪي بهتر آهن آرزو فرمائي هئي تہ ابوجهل جي دل ڪفر ڪان هٽي وڃي پر اهو ٿي نہ سگهيو ۽ اِنَّکَ تَهْدِيُ مَنْ اَحْبَبْتَ (يعني اي پيغمبر ﷺ پنهنجي خواهش جي مطابق توهان ڪنهن کي چاهيو تہ هدايت نہ ٿا ڪري سگهو) جو عتاب ٻڌائون. اهڙي طريقي سان ڪجهہ ڏينهن هنن ۾ ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي رهي. چون ٿا تہ پهريائين مدينہ مقدس جي حرم ۾ هڪ حجري ۾ پاڻ رهندا هئا. پوءِ جنت البقيع ۾ حضرت عثمان غني رضي الله عنه جن جي قبي جي نزديڪ اڪيلائي اختيار ڪيائون. ان

جو سبب پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ هر روز اڌ رات جو مديني پاڪ جو دروازو کوليو ويندو آهي ۽ سرور انبياء عليہ السلام حضرت عثمان غنيؓ جي قبي ۾ تشريف فرما ٿيندا آهن ۽ حضور جن سان گڏ چئن خليفن مان ٽي گڏ هوندا آهن ۽ هن قبي جو دروازو کلندو آهي ۽ حضرت عثمانؓ استقبال لاءِ دروازي کان ٻاهر ايندا آهن ۽ مان ان دروازي تي ويٺو هوندو آهيان. ۽ انهيءَ مقام تي شرمندو ٿيندو آهيان. ان ڪري ادب جي لحاظ سان اڳين جاءِ ڇڏي هتي حجرو تجويز ڪيو اٿم. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ پاڻ بہ هن فاني دنيا کي ڇڏي وصال فرمايائون.

مصرع: جان اوهم نشين جانان باد-

## شيخ اسحاق قلندر سنڌي رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

سير و سفر ڪندي ڪندي سندن پير گسي ويا هئا. هر هڪ ويران ۽ آباد علائقي ۾ پهچي هر ملڪ جي خاصيتن کان آگاه ٿيا. ليڪن هجري سنہ نو سؤ اٺانوي جي شروعات ۾ سير ترڪ ڪري قدوة المحدثين شيخ طاهر يوسف سنڌيءَ رحہ جن جي صحبت اختيار ڪيائون. هجري سنہ هڪ هزار ٽن ۾ شيخ طاهر يوسف رحلت فرمائي انوقت تائين پاڻ شيخ جي خدمت کان ڪڏهن بہ جدا نہ ٿيا[1]. راقم گلزار هجري سن هڪ هزار ٻن ۾ برهانپور جي مقام تي هنن ٻنهين بزرگن سان گڏ رهڻ ڪري گهڻو ڪجھ فيض جو حصو حاصل ڪيو هئائون. سندن سلوڪ استقامت جي طريقي تي هو. هجري سنہ هڪ هزار ڏهہ ۾ پاڻ بہ هن فاني جهان کي خير باد چيائون.

مصرع: روح اوهم نشين رضوان باد-

## شيخ افضل محمد رحمۃ اللہ عليہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ يوسف تميميءَ جا فرزند- مريد ۽ خليفا آهن. پنهنجي والد بزرگوار جي زندگيءَ ۾ ئي جانشين ٿي ويا هئا. رسمي علم جي گهٽي قدر

[1] هڪ هزار ٽي غلط آهي. شيخ طاهر هڪ هزار چار ۾ وفات ڪئي.

تحصيل پنهنجي ڏاڏي شيخ جلال جي خدمت ۾ ڪيائون ۽ سندن رحلت کان پوءِ شيخ ابوالفتح مفتيءَ جي درس مان فيضياب ٿيا. هميشه اهل تجرد فقير ۽ عرفان جي صاحب درويشن جي صحبت ۾ ويهندا هئا. ڪڏهن به زماني جي دولت مندن ۽ اميرن جي ديدار جي آرزو نه ڪيائون. حضرت خاتم النبيين عليه السلام جن جي خواب ۾ زيارت کان ڪيترا دفعا مشرف ٿيا هئا. ۽ حزب البحر پڙهڻ جي اجازت ملي هئن. تاريخ ايڪيهين صفر هجري سنه هڪ هزار ٽن ۾ عنصري صورت کي آگري جي مٽيءَ جي سپرد ڪري الاهي ديدار جي جلوي گاه ڏي روانه ٿي ويا.

## شيخ طاهر رحمة الله عليه جي ياد ۾ (7)

پاڻ يوسف ابن رڪن الدين ابن معروف ابن شهاب الدين سنڌيءَ (8) جا فرزند آهن. پاڻ تحقيق جي ميخاني جا پراڻا حريف ۽ توحيد جي منزل جي ديرينه سياحن جا هم قدم هئا. جڏهن فيض رسانيءَ جي مجلس ۾ علمي مسئلا بيان ڪرڻ ڏي متوجه ٿيندا هئا ته دل پذير نڪتن سان گل افشاني ۽ فصيح البيانيءَ کان ڪم وٺندا هئا ۽ جڏهن تصنيف جي معنيٰ ۽ مطلب ذريعي مطالعه حل فرمائيندا هئا ته سندن پُر بهار فطرت رنگ برنگي گل ٽيڙيندي هئي. سندن بيان رسمي علمن ۽ سندن قلم حقيقي علمن تان پردا کڻندو هو ته جيئن علمي ۽ عيني ڪمالات جي تلاش ڪندڙن کي نظاري جي امداد سان اندروني فروغ حاصل ٿئي.

غوثي سندن تعريف پوري ٿيڻ جهڙي نه آهي لهذا تون ڪجھ حالات لکڻ لاءِ قلم کڻ ۽ اهو جيڪو تو اختصار جو وعدو ڪيو آهي ان جو لحاظ ڪندي سخن جي شروعات ڪر. چون ٿا ته ڏهين صديءَ جي ٻئي ڏهاڪي جي ڪنهن سال ۾ ڳوٺ پاٽ ۾ ڄاوا هئا. ڳوٺ پاٽ سندن ڏاڏي بزرگوار جو آباد ڪيل آهي.

جڏهن پاڻ سمجهدار ٿيا ته ڪين ۽ سندن وڏي ڀاءُ شيخ طيب کي والد سان گڏ سفر جو اتفاق ٿيو. ٽئي ڄڻان- داناءِ حقيقت آگاه و شناساءِ فضيلت شيخ شهاب الدين سنڌيءَ جي خدمت ۾ هڪ ڳوٺ جي اندر پهتا. جيڪو شيخ سنڌيءَ

جي نالي هو. پاڻ شرح شمسيہ پڙهڻ لاءِ التماس ڪيائون. جيئن تہ شيخ شهاب الدين منطق جو درس پنهنجي حال جي مناسب نہ سمجهو ان ڪري حجتہ الاسلام امام غزالي رحہ جي تصنيف منهاج العابدين پڙهڻ طرف اشارو ڪيائون. تقريباً ٻن هفتن اندر ذڪر ڪيل ڪتاب کي هنن تنهين لکي سبق شروع ڪيو. ان کان پوءِ هجري سنہ نو سؤ پنجاهہ ۾ ڪين هتان سفر جو خيال ٿيو ۽ پاڻ گجرات ڏي هليا ويا. شهر بهروچ ۾ پهچي غوث العالم شيخ محمد غوث قدس سرهٗ جي بابرڪت صحبت مان گهڻو ڪجهہ حاصل ڪيائون. پوءِ هن صوبي کان دکن جي طرف روانہ ٿيا. هتي پهچي وقت جي شيخ ۽ پير ميان مخدوم جي پسر شيخ محمد ملتاني جي حلقي ۾ داخل ٿيا. شيخ محمد ملتاني شيخ بهاءُالدين قادريءَ جا وڏا خليفا آهن. بعد ۾ ايرج پور ۾ قيام فرمايائون. ۽ خلافت جو خرقو پير جي طرفان ڪين انهيءَ شهر ۾ عنايت ٿيو. گهڻو وقت پاڻ انهيءَ جاءِ تي رهيا ۽ ماڻهن کي درس ۽ تلقين جي ذريعي فيض پهچائيندا رهيا. جنهن سال احمد نگر جو حاڪم مرتضيٰ نظام الملڪ ايرج پورتي قابض ٿيو هو ۽ نرنالا جي قلعي تي فتح حاصل ڪيائين ۽ برار جي علائقي ۾ فتني ۽ فساد جي سبب اتان جي باشندن کي مجبوراً جلاوطن ٿيڻو پيو. انهيءَ وقت پاڻ خانديس جي واليءَ جي التماس تي برهانپور ۾ پهچي اُتي قيام فرمايو هجري سنہ هڪ هزار ڇئن تائين هنَ شهر جي اندر پاڻ ظاهر ۽ باطن جي صفائيءَ ۾ ثابت قدميءَ سان مقيم رهيا. ۽ گهڻيون ئي تصنيفون يادگار ڇڏي عالمِ ارواح ڏي روانہ ٿيا.

منجملہ ٻين تصنيفن جي هڪ تفسير مجمع البحار آهي جيڪا صوفين قدس الله سرهم جي نڪات ۽ اشارات تي حاوي آهي. ان مان ٿوري عبارت نقل ڪري ڪتاب جي نموني طور پيش ڪجي ٿي.

في تفسير قولہٗ تعاليٰ:-

ترجمو: الله جلشانہ جو قول آهي تہ فِيْ قُلُوْبِهِمْ مَرَضٌ الخ ان جي تفسير ۾ لکن ٿا تہ مرض هڪ حقيقي ٿيندو آهي انهيءَ لحاظ کان جو جڏهن جسم تي حاوي ٿيندو آهي تہ ان کي خاص اعتدال کان خارج ڪري ڇڏيندو آهي ۽ هن جي ڪمن ۾ لازمي خلل وجهندو آهي ۽ ٻيو مجازي مرض ٿيندو آهي. جيڪو نفساني حالتن تي حاوي ٿي ان جي ڪمال ۾ خلل انداز ٿيندو آهي.

انهيءَ حالت تي مجازي مرض جو اطلاق ٿيندو آهي. جيئن جهالت- عقيدي جي خرابي- ۽ گناهن ڏي رغبت هي سڀ مجازي مرض آهن ڇو تہ هي ڪم انسان جي فضيلت جي حد تائين پهچڻ ۾ مانع ٿيندا آهن. يا هي شيون انسان کي حقيقي ۽ ابدي حيات جي زائل ٿيڻ ڏي ڇڪي ٿيون وجن ۽ قرآن پاڪ جي آيت مان اِهائي مجازي معنيٰ مراد آهي. ڇو تہ منافقن جي هٿن مان جيڪا رياست نڪري وئي هئي ان جي غم ۾ مبتلا هئا ۽ هي ڇڻ تہ انهن لاءِ قلب ۾ مرض هو. ۽ روز بروز جيڪو رسول الله ﷺ جن جو حڪم ثابت ۽ سندن شان ۾ رفعت ٿيندي ڏسندا هئا تہ ان تي حسد ڪندا هئا ۽ انهيءَ سبب ڪري انهن جي قلبن تي سخت غم پيو محسوس ٿئي. ڇڻ تہ الله تعاليٰ انهن جي انهيءَ مرض کي زياده پيو ڪري ڇو تہ رسول الله ﷺ جن جي حڪم ۽ سندن ذڪر کي مٿاهون ڪرڻ ۾ گهٽون حصو الله پاڪ ئي ورتو ۽ منافقن جا نفس شروع کان ئي ڪفر- بداعتقادي ۽ نبي ﷺ جي عداوت وغيره وغيره جي ڪري گمراه هئا ۽ الله جل شانہُ منافقن جي غم کي زياده ڪيو يا هن طرح زياده ڪيو جو غم جي تڪليفن کي وڌائي ڇڏيو. متواتر وحي ۽ فتحن تي فتحون عطا فرمايون.

۽ تفسير رحمانيءَ ۾ لکيو اٿن تہ في قلوبهم مرض يعني منافقين جي قلبن ۾ حڪمت جي گهٽتائي ۽ شهواتي طاقتن جي گهٽائي آهي.

احياء دين ۾لکيو اٿن تہ سمجهڻ گهرجي تہ غضب ۽ شهوت جا ٻہ لشڪر ڪڏهن تہ قلب جا مطيع ٿيندا آهن ڪامل اطاعت سان. ۽ انهيءَ صورت ۾ اُهي قلب کي هن طرح هلڻ ۾ مدد ڏيندا آهن جيئن قلب هلندو آهي ۽ ڪڏهن قلب جي نافرماني ڪندا آهن بغاوت وانگر ايتريقدر جو قلب جا مالڪ بنجي ويندا آهن ۽ قلب کي مطيع ڪرڻ گهرندا آهن ۽ انهيءَ صورت ۾ قلب جي هلاڪت مقصود هوندي آهي. ۽ جنهن سفر جي ذريعي قلب ابدي سعادت کي پهچي سگهندو آهي انهيءَ سفر کان غضب ۽ شهوت جي ڪري ڪنجي ويندو آهي ۽ قلب جو لشڪر ٻيو بہ آهي جنهن جي ذريعي علم، حڪمت ۽ تفڪر آهن ۽ قلب کي اهو حق حاصل آهي تہ انهيءَ لشڪر کان مدد گهري ڇو تہ هي لشڪر مٿي ذڪر ڪيل ٻنهين لشڪرن جي مقابلي ۾ خدائي گروه آهي. هي ٻئي لشڪر شيطاني گروه سان ملي ويندا آهن تہ پوءِ جنهن شخص انهيءَ لشڪر کان مدد نہ گهري ۽ ان جي نفس تي غضب ۽ شهوت جا ٻئي لشڪر مسلط ٿي ويا. اُهو شخص يقيناً

برباد ٿي ويو ۽ ان صاف نقصان حاصل ڪيو. اڪثر مخلوق جو خيال اهو ٿي ڏسڻ ۾ ٿو اچي تہ شهوتن کي پورو ڪرڻ لاءِ حيلا ۽ بهانا سوچي ڪيندا آهن. اڪثر مخلوق جا عقل انهن جي شهوتن (خواهشن) جا تابع رهندا آهن. حالانڪ هئڻ ائين ٿي گهرجي تہ شهوت (نفس) انهن جي عقلن جي تابع هجي.

قلب جي مرض جي نشانين جو بيان هن طرح آهي جيئن جسماني عضون مان هڪڙو عضوو پنهنجي خاص فعل جي واسطي پيدا ڪيو ويو آهي. ان جو مرض هي آهي تہ جنهن ڪم لاءِ اُهو عضوو پيدا ڪيو ويو آهي اُهو فعل انهيءَ عضوي کان ظهور نہ ٿئي. اهڙي طرح قلب جو مرض هي آهي تہ جنهن ڪم لاءِ قلب پيدا ڪيو ويو آهي ان فعل جو قلب کان ظهور نہ ٿئي. ۽ قلب جا فعل هي آهن. علم- حڪمت- معرفت- الله جل شانہُ جي محبت، ان جي عبادت ۽ ان سان لذت حاصل ڪرڻ ۽ ڪمال درجي جي موافق انهن شين کي ڪم آڻڻ ۽ انسان جي نفس جي خاصيت اِها هجڻ گهرجي جنهن جي سبب انسان وهمن کان الڳ ٿي سگهي. انسان ڪائڻ ۽ وڙهڻ جي قوتن سان متاهون ٿي نہ ٿو سگهي. بلڪ شين کي انهن جي اصل ماهيت جي موافق سڃاڻڻ ٿي تميز آهي. شين جي اصل پيدا ٿيڻ ۽ تبديلي اچڻ کي سمجهڻ گهرجي. جنهن شين کي شيون ڪري ناهيو اهو الله تعاليٰ جل شانہُ آهي. ان ڪري انسان جيڪڏهن فرض ڪجي تہ سيني شين کي سڃاتو مگر الله تعاليٰ کي نہ سڃاتو تہ پوءِ چڻ تہ هن ڪجهہ بہ نہ سڃاتو سيني ماڻهن هنن علمن کي ڇڏي ڏنو آهي، هن زماني ۾ اِهي علم پراڻا ٿي ويا آهن، جيڪي خاصيتون خواهشات جي پوري ٿيڻ سان پيدا ٿين ٿيون انهن جي تصفيہ جي اندر پنهنجي اخلاق کي واسطو بنائڻ ۾ ماڻهو مصروف آهن، چون ٿا تہ فقہ اِهو ٿي آهي ۽ ان علم کي جيڪو خاص دين جو فقہ آهي سيني علمن مان خارج ڪيو ويو آهي. دنياوي فقہ جو مقصد هي هو تہ ان جي ذريعي بين رڪاوٽن کي هٽايو وڃي تہ جيئن دين جي فقہ لاءِ فراغت حاصل ٿئي مگر هاڻي سڀ انهيءَ دنياوي فقہ ڏي رخ ڪري وينا آهن چڻ تہ دنياوي فقہ ٿي دراصل ديني فقہ آهي. انهيءَ فقہ جي ذريعي سان.

ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ- واضح هجي تہ قلب حقيقت ۾ ازروءِ شريعت قالب وانگر آهي ۽ قلب کان سواءِ ڪنهن بي شيءِ تي اعتماد نہ ڪيو ويو ڇو تہ الله تعاليٰ جي نظر جو مقام قلب ٿي آهي. جيئن آنحضرت عليہ

الصلواة والسلام جن فرمايو آهي تہ الله تعاليٰ توهان جي صورتن جي طرف نہ ٿو ڏسي. جيئن انسانن کي مرض پيدا ٿيندا آهن اهڙي طرح قلب تي بہ علتون ۽ مرض پيدا ٿيندا آهن ڇو تہ قلب ئي بذاتِ خود حقيقي انسان آهي. ۽ ان جا عضوا بہ حقيقي آهن. چنانچہ قلب جو هڪ سِرُ آهي جنهن سبب هو زنده رهندو آهي. جهڙي طرح بدن پنهنجي سرَ جي سبب زنده رهندو آهي. جيڪڏهن بدن جو سرُ ڪٽي وڃي تہ جهڙي طرح بدن زنده نہ ٿو رهي سگهي اهڙي طرح قلب بہ زنده نہ ٿو رهي سگهي. قلب جو سرُ غيبي لطيفن جو ادراڪ ڪرڻ آهي، ۽ جهڙي طرح سرَ جي حواسن تي تقسيم آهي. اهڙي طرح هن ادراڪ جي بہ تقسيم آهي. ادراڪ جا قسم هي آهن. بصيرت- تذڪر- مراقبو- تميز ۽ تفڪر- بصيرت قلب جي اک آهي. تذڪر قلب جي زبان آهي. مراقبو قلب جا ڪَنَ آهن. تفڪر قلب جو خيال آهي ۽ تميز قلب جا تجربا ۽ افعال آهن. پوءِ جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن بندي کي خير پهچائڻ ٿو چاهي تہ ان جي دل جون بئي اکيون کولي ٿو ڇڏي. زبان روان ڪري ٿو ڇڏي ۽ ڪَنَ کي ٻڌڻ جي طاقت ٿو عطا فرمائي ۽ جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن بندي کي شر پهچائڻ ٿو چاهي تہ ان جي ڪن ۽ اک تي مُهر هڻي ٿو ڇڏي ۽ ان بندي کي ادراڪن کان باز ٿو رکي ۽ هي باز رکڻ روحاني مرض آهي جنهن جي ڪري قلب بيمار ٿو ٿئي ۽ هي باز رکڻ جيترو وڌندو ٿو وڃي اوتري قدر غفلت بہ گهٽي ٿيندي ٿي وڃي ۽ قلب جي غلفت بيماريءَ وانگر آهي ۽ بُرا خيال سِرَ جي لاءِ ماليخوليا جي مثل آهن. جڏهن سرُ ماليخوليا جي مرض ۾ مبتلا ٿيندو آهي تہ ان جا اعمال ضايع ٿي ويندا آهن. جڏهن قلب برن خيال تي عمل ڪرڻ وارو ٿيندو ويندو آهي تہ پوءِ ان ۾ گهٽيون فضول ڳالهيون پيدا ٿي وينديون آهن. اهڙي مجنونءَ وانگر ٿي پوندو آهي جيئن ڪا سمجهہ ئي ڪانهيس ۽ الله تعاليٰ جي سڃاڻپ کان باز رکيو ويو هجي. ۽ الله تعاليٰ سان ڪو سنو گمان نہ رکندو هجي. طمع جي فضوليات سان قلب جو لاڙو هجڻ ۽ طمع جو قلب ۾ ويهي وڃڻ سان قلب ۾ استسقا پيدا ٿي ٿو پوي ايتريقدر جو مال ۽ جاهہ مان ڍاپي ئي نہ ٿو. اها غفلت بصيرت ۾ نابينائي پيدا ڪندي آهي يعني بصيرت ۾ تاريڪي اچي ٿي وڃي ۽ ان جو نور نفساني خواهشن جي ڪري گهٽبو ٿو وڃي. جهڙي طرح اکين جي نظر ڏنڌ جي ڪري تاريڪ ٿي ويندي آهي."

اُهو شخص وڏو خوش قسمت آهي جيڪو هن معنيٰ جي درياه جي تهہ تائين پهچي اسرار جا موتي عبارتن جي ذريعي ناظرين جي نذر ڪري. هڪ ڏينهن هن تفسير جا حصا ڪشف ۽ شهود جي درياه ۾ مستغرق حضرت محمد عارف شطاري قدس سرهٗ جن جي نظر مان گذريا تہ ڏاڍو خوش ٿيا ۽ فرمايائون تہ هن رنگين ڪتاب جو مصنف پنهنجي حسنات جو اندازو شايد قيامت جي ڏينهن ئي ڪري سگهندو ڇو تہ اِهو اندازو اڄ انهن حسنات جي ڪيفيت بيان ڪرڻ سان نہ ٿو ٿي سگهي.

صوبي جي فرمانروا علي عادل شاه فاروقيءَ مولانا حسين شيرازيءَ کي جيڪو حڪمت جي فن ۽ عقلي علمن ۾ پنهنجو نظير نہ رکندا هئا ۽ نديم خاص جلال خان کي جنهن کي رسمي علمن تي دسترس هئي انهن ٻنهين کي مصنف جي خذمت ۾ موڪليو ۽ التماس ڪيو تہ جيڪڏهن خلق جي پاسبان جو دور هن ڪتاب جي تصنيف جي تاريخ ۾ لکيو وڃي تہ وڏي عنايت ٿيندي. پاڻ ان التجا کي قبول فرمايائون.

سندن ٻي تصنيف مختصر قوة القلوب آهي ۽ ٽين مواهب لدنيہ ۽ چوٿين ملتقط جمع الجوامع سيوطي ۽ پنجين موجز قسطلاني جنهن کان وڏي ڪابہ شرح بخاريءَ تي نہ آهي. وڏا وڏا ٻارهن دفتر ٻن لکن بيتن ۾ مختصر ڪيا اٿس. ڇهين تفسير مدارڪ پنهنجي ٻنهين پٽن عبدالله ۽ رحمت الله جي لاءِ لکي هئائون. ۽ ان جي شروعات هن طرح ڪيائون. قال ابوعبدالله طاهر بن يوسف عليہ الرحمتہ. ستين اسامي رجال صحيح بخاري هڪ شرح آهي ۽ سندن اٺين تصنيف رياض الصالحين آهي جنهن جي فهرست جي ترتيب ٽن حصن تي رکي اٿن. پهريون حصو انهن صحيح ۽ حسنہ حديثن جي بيان ۾ آهي جن ۾ امت جي بخشش ۽ اميدن جي ڪاميابيءَ جي خوشخبري وارد آهي. ٻيو حصو وڏن وڏن مشائخن جي نصيحت ڀريل ڳالهين تي آهي جيئن قطب الاقطاب شيخ محي الدين عبدالقادر جيلاني رحہ- حجتہ الاوليا شهاب الدين سهروردي رحہ- تاج السالڪين زين الدين خواني رحہ- ۽ اڪرم الاتقيا شيخ علي متقي هندي رحہ وغيره اڪابرين قدس سرهم ٽيون حصو ارباب توحيد ۽ وجدان ۽ عرفان جي صاحبن جون عمده عمده عبارتون ۽ اشارن سان ترو تازه آهي جيئن قافلي جي سالار شاهراه تحقيق شيخ محي الدين عربي ۽ شيخ صدرالدين ۽ ٻيا وحدت

الوجود جو عقيدو رکندڙ نفعنا الله وجميع الطالبين بانفاسهم اهڙيءَ طرح ٿئي حصا سرسبز ۽ شاداب آهن. اهو شخص نيک بخت آهي جيکو مطالعي جي ذريعي رنگ آميزيءَ کي ڏسي ان تي ڪاربند ٿئي.

## شيخ محمود بن عبدالله گجراتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت جي جاءِ گجرات ۽ آخري آرامگاه برهانپور آهي. جڏهن سماع ۾ ڪين جوش ايندو هو تہ سندن آهہ سان عشق جي درياه ۾ طوفان پيدا ٿيندو هو ۽ سندن ڳوڙهن سان لهرون پيدا ٿينديون هيون. پاڻ شيخ لشڪر محمدعارف جا خليفا آهن. قرآن پاڪ ياد هئن دل آويز لهجي ۾ داؤدي انداز سان تلاوت ڪندا هئا. انهيءَ زماني ۾ ميان جموجي محدث هو ۽ ملڪ پير محمد حسن جي درويشي فرمانرواءِ نواح گجرات جي وزارت سان مليل هئي. پاڻ هنن ٻنهين جي مصاحبت ۾ برهانپور کان حجاز جي سفر روانہ ٿيا ۽ واپس آيا. مسيح القلوب چون ٿا تہ هڪ ڏينهن مان سندن عيادت لاءِ ويو هئس. پاڻ فرمايائون تہ منهنجي راپسيءَ جي سفر جو وقت اچي ويو آهي. توهان اهڙي دعا سان منهنجي مدد ڪيو جو اربابِ شهود جي طريقي تي دفن ڪيو وڃان.

هن فقير سان گڏ ٻيا بہ ڪجهہ دوست رحلت فرمائڻ وقت سندن سرهاڻي وينا هئا. سندن اکيون اهڙي طرح عاشقانہ گردش ڪن پيون جيئن ڪو محبوب جان فشاني ۽ نظر بازي ڪندو آهي. مسيح القلوب فرمائيندا هئا تہ رحلت جي وقت اهڙي حالت ۾ ٻيا بہ شخص بہ منهنجي نظر مان گذريا آهن. منهنجو چاچو مڪرم شيخ طاهر بن يوسف ۽ شيخ الاولياءِ سندن رحلت جو هجري سنہ هڪ هزار چار آهي. چون ٿا تہ هڪ ڇوڪري کي مدتن کان سندن نظرون ڏسنديون هيون. ڪجهہ ڏينهن ۾ محمودي عشق جي ڪشش ان کي دنيا پرستيءَ جي قيد مان ڪڍي ايمان جي تاج سان سرفراز ڪيو ۽ ايازيءَ جي درجي تي پهتو.

## قاضي ابراهيم ابن قاضي محمد رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ پنهنجي والد جا شاگرد ۽ مريد آهن ۽ قاضي قطب مجذوب سندن ڏاڏو آهي. عالم- ڪاتب- فصيح البيان ۽ محبوب القلوب هئا. ڪجهہ عرصي

تائين پنواري ڳوٺ ۾ رسمي علمن جو درس ڏيندا رهيا. درس تدريس کي درويشي جمال جو برقعو بنائي رکيائون. گهڻا ماڻهو کانئن فيض حاصل ڪري عربي زبان جا واقف ٿيا. پراڻا بغير مطالعہ ڪيل ڪتابن کي سندن طبيعت پڙهيل ڪتابن کان وڌيڪ آسانيءَ سان پڙهندي هئي. هدايہ فقہ کي شهر جي استاد شيخ عبدالمالڪ جي درس ۾ پڙهيائون ۽ استاد جي اثرائتي توجہ سبب هر جاءِ تي هر قسم جي گفت و شنيد ۾ سيني ماڻهن کان گوءِ کڻي ويا هئا. نسب الانساب نالي هڪ وڏو ڪتاب پاڻ ماءُ پيءُ آبا واجداد جي نسل جي بيان ۾ فارسي زبان ۾ تصنيف ڪيائون. هن ڪتاب ۾ صورت ۽ معنيٰ جي دولتمندن جا حالات درج ڪيا هئائون. چوهتر سال عمر هئن ۽ رمضان شريف جي مهيني سنہ هڪ هزار چار ۾ هن جهان کي ڇڏيائون. آخري آرامگاه پنواريءَ ۾ اٿن.

## سيد هبتہ اللّٰہ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن وڏا رضوي سادات مان آهن. امام رضا رضي الله عنہ جي مشهد کان هند ۾ آيا. والدين ننڍپڻ ۾ کين ڇڏي مرحومين تي ويا. دائيءَ جي مهرباني ۽ قسمت جي خوبيءَ کين خواجہ حسن جي خدمت ۾ پهچايو. خواجہ حسن کي ماڻهو معين الدين ثاني چوندا هئا ۽ خواجہ حسن حضرت خواجہ معين الاوليا چشتي اجميري رحہ جي نسل مان هئا. خواجہ حسن پنهنجي پٽ وانگر سندن پرورش ڪئي جڏهن نوجوان ٿيا تہ کين پنهنجو مريد ڪيائون. جڏهن پير جي رهنمائيءَ سان تزڪيہ ۽ تصفيہ حاصل ٿين تہ خلافت جو خرقو ملي وئن. ۽ ملڪوتي سير جو درجو حاصل ٿين. هميشہ فوت تي ويلن جي ارواحن سان گفتار ۽ ديدار جو سلسلو جاري رهندو هو. سندن عمر تمام وڏي تي وئي هئي ايتري قدر جو اڇا وار وري ڪارا ٿيڻ شروع ٿيا هئا ۽ ڏند مبارڪ بہ ٻيهر نڪرڻ لڳا هئن. سندن حالات جو ڪجهہ بيان هن طرح آهي تہ جڏهن شير خان جو زمانو هو تہ پاڻ اجمير شريف کان گواليار ۾ اچي رهيا پوءِ وري هتان مالوه ڏي سفر ڪيائون. ڳوٺ چولي مندوءَ کان ٽن ڪوهن جي فاصلي تي آهي اتي قيام فرمايائون. ان علائقي جا گهڻا ماڻهو سندن مريد ٿيا. سندن پير جو

سلسلو نون واسطن سان حضرت خواجہ فخرالدين محمد تائين پهچي ٿو جيڪو حضرت خواجہ معين الاوليا جو فرزند هو. هن طرح تہ حضرت خواجہ معين الدين ثاني- حضرت بايزيد ثاني- خواجہ طاهر- خواجہ بايزيد ڪبير- خواجہ شهاب الدين- خواجہ احمد- خواجہ نجم الدين- خواجہ حسام الدين- خواجہ فخرالدين محمد قدس الله باسرارهم. سندن رحلت جو سال هڪ هزار چار آهي. سندن هڪ فرزند شاهہ محمد چولي مهيسر پرڳڻي جو قاضي آهي جتي سندن والد جي قبر آهي.

## شيخ ولي پور ملوڪ شاه صديقي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ سيد ولي بدايونيءَ جا مريد آهن. سندن وطن ۽ مرقد ٻئي چرٿاوليءَ ۾ آهن. چرٿاولي دهلي جو هڪ ڳوٺ آهي سهارنپور جي ويجهو. هڪ ڏينهن پاڻ ننڍپڻ ۾ هڪ جيڏن سان کيڏي رهيا هئا تہ سيد ولي بدايونيءَ جي پالڪي پري کان ايندي ڏٺائون. پاڻ کيڏڻ ڇڏي هڪ طرف ٿي بيٺا. اتفاقاً انوقت سيد جي نظر هن ڇوڪري تي پئي. سيد کانئن پڇو تہ راند ڇڏي تون هڪ طرف ڇو ٿي وئين. پاڻ عرض ڪيائون تہ توهان جي ديدار جي آب و تاب مون کي راند کان پري ڪيو. پوءِ پڇائونس تہ تنهنجو نالو ڇا آهي. پاڻ ڇيائون ولي- فرمايائون تہ منهنجو ۽ تنهنجو نالو ولي آهي. پاڻ عرض ڪيائون تہ ليڪن هڪ فرق آهي منهنجو نالو پيءُ جو رکيل آهي ۽ ڪوڙو آهي ۽ توهان جو ناو سچو آهي. سيد اهو جواب ٻڌي خوش ٿيو. دعا ڪيائون. مريد ڪيائون خاص نعلين عنايت فرمايائون ۽ فرمايائون تہ تنهنجي پيرن ۾ بہ اچن ٿيون. ان کان پوءِ کين سلوڪ جي توفيق ٿي. حقيقي ۽مجازي ڪمالات حاصل ڪيائون ۽ عالم ۾ محقق ٿيا.

## شيخ فتح الله ڀروچي فتح الله عليہ ابواب ماراد رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

ڀروچ صوبي گجرات جو هڪ قلعو آهي ۽ درياه جي ڪناري تي آهي. جوانيءَ جي شروعات کان رسمي علمن سان گڏ دائمي استغراق هئن. سندن ڪلام ۾ سنجيدگي هوندي هئي. آخرڪار خدا طلبي ۽ حق شناسيءَ جي آنڌي

جا هلي تہ رسمن جي پابندي ۽ حرفن سان دلبستگيءَ جا ڪَڪَ پن سندن سيني جي ميدان تان صاف ٿي ويا. ان تي وڏيڪ اهو ٿيو جو ازلي سعادت کين شيخ لشڪر محمد عارف جي فيض عطا ڪندڙ جي خدمت ۾ پهچايو ۽ کين فتوحات حاصل ٿيون. پاڻ پنهنجي هم رازن کي چوندا هئا تہ نماز جي وقت ڪيترا دفعا روحي عروجي سير حاصل ٿي نماز منهنجو معراج بنجي وئي آهي. صلواة تسبيح روزانو سندن ورد هو. جڏهن سماع جي محفل ۾ نعرو هڻندا هئا تہ گهڻن جي دلين ۾ درد پيدا ٿيندو هو. جيئن شيخ محمود عبدالله گجراتيءَ جي جدائي جو تاب نہ هئن. لهذا انهن کان پوءِ ٽئين ڏينهن ئي هجري سنہ هڪ هزار چار ۾ عالم علويءَ ڏي روانہ ٿيا.

## شيخ ڪرم الله رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ ڳوٺ سوئيءَ جا رهاڪو آهن. روايت آهي تہ انهيءَ ڳوٺ ۾ هڪ پيڪر پرست بقال وڏو دولت مند هو ليڪن پٽ جو اولاد نہ هئس. اُهو بقال هڪ ڏينهن بديع الدين شاهہ مدار جي خليفي سيد جمن جَتيءَ جي خدمت ۾ آيو قدس الله سرهما. دل ۾ درد هئس. روئي ڏنائين ۽ پنهنجي خواهش پيش ڪيائين. پاڻ فرمايائون تہ روز اول جي تحرير ۾ تنهنجي تقدير ۾ ست پٽ مقرر آهن. ليڪن هڪ شرط آهي تہ ستون پٽ هن درويش جي حوالي ڪندين. جڏهن انهيءَ خوشخبريءَ جو ظهور ٿيو تہ بقال بجاءِ ستين پٽ جي ڪوئي ٻيو هڪڙو پٽ ڪٺي آيو، ان کي سيد قبول نہ ڪيو ۽ فرمايائون تہ هي پٽ تنهنجو آهي. انهيءَ دور ۾ هن تي مصيبت ۽ سختي آئي بقال انهيءَ مصيبت کي نذر ڪيل وعدي ۾ دير ڪرڻ جو سبب سمجهو. پشيمان ٿيو ۽ اصلي ستون پٽ سيد جي بارگاه ۾ آڻي پيش ڪيائين. سيد نهايت خوشيءَ سان ان کي ونئي فرمايو تہ منهنجي نالي ٿيل اهوئي ڇوڪرو آهي ڪرم الله نالو رکي تعليم ۽ تربيت ۾ مشغول ٿيا. جڏهن پاڻ عقل ۽ هوش جي ڏاڪي تي قدم رکيائون تہ کين درويشي شيرين ڪري ڏيکاري وئي. پنهنجي مهربان جا مريد ٿيا. سلوڪ ۽ تصوف ۾ قدم استحڪام سان رکيائون. سندن عبادت تلاوت هئي. نفس تي ڪاميابي حاصل ڪيائون. خلافت جو خرقو پاتائون. هجري سنہ نو سؤ چوهٺ ۾ ڳوٺ ۽ خاندان کي ڇڏي منڊوءَ ۾ هليا آيا ۽ اتي ئي رهائش اختيار

ڪيائون. تقريباً چاليهہ سال هن ڳوٺ ۾ گذاريائون. سؤ سال کان وڌيڪ عمر هئن ۽ هڪ هزار چار هجري سنہ ۾ آخري سفر تي روانہ ٿيا. آخري آرامگاه سندن وصيت مطابق گهر جي اڱڻ ۾ ٺاهي وئي.

## شيخ عبدالڪريم رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شاهہ شهباز جا فرزند ۽ خليفا هئا قدس سرهما. پيدائش ۽ مزار مبارڪ ٻئي برهانپور ۾ اٿن. هجري سنہ نو سؤ اٺ ۾ تقدير ڪي جوڙڻ واري سندن علمي صورت کي بشري صورت ۾ نمايان ڪيو. ۽ تاريخ ٻارهين شعبان هجري سنہ هڪ هزار چار ۾ ناسوت جي اونداهين گهر کي ڇڏي ملڪوت جي دائمي رهائش گاه ڏي هليا ويا. هن ڇهانوي سالن جي زندگيءَ کي شريعت جي طريقي تي الله جل شانہُ جي پرستش ۾ اهڙي طرح گذاريائون جو زماني جي هٿ تي هڪ مستحب کي بہ ضايع نہ ڪيائون. بي تعلقي ۽ آزاديءَ جي بنياد کي ايترو تہ مضبوط ڪيائون جو روزانو آيل نقد ۽ جنس کي جيستائين ضرورتمندن کي نہ پهچائيندا هئا تيستائين آرام نہ ايندو هئن.

هڪ ڏينهن ٻاراٽي دور ۾ هڪ وڻ تي چڙهي هاٿين جي لڙائي ڏسي رهيا هئا. پير ترڪڻ سبب مٿي پر اچي هيٺ ڪريا ليڪن وار برابر بہ ڪا تڪليف نہ پهتن. خدائي حفاظت جو شڪر ادا ڪيائون ۽ عرض ڪيائون تہ ازلي عنايت نگهباني ڪئي نہ تہ جان خطري ۾ هئي. سندن والد بزرگوار فرمايو تہ ان ۾ شڪ نہ آهي مگر ازلي نسبتن جو ظاهر ٿيڻ بنان سبب جي نہ ٿيندو آهي. يقيناً سبب اِهو هو تہ مون هٿ جو ڪم اک کان وٺي توکي وڻ تان آهستگي ۽ نرميءَ سان لاٿو. هن قسم جو تصرف اُهو شخص ڪري ٿو سگهي جيڪو الله جي نالي الباسط ۽ الجامع سان متصف هجي ۽ حواسن ۽ عضون کان هڪ ٻئي جي جاءِ تي ڪم وٺي سگهي. ۽ الڪل في الڪل جو لطيفو حاصل ڪري. هي عاليشان مقام توکي بہ جلد عطا ٿي ويندو.

هڪ سال اهڙو تہ اتفاق ٿيو جو زماني جي ناموافقت سبب پاڻ پنهنجي سامان سميت هجرت ڪري ڳوٺ برار ۾ هليا آيا. جيڪو خانديس ۽ دکن جي وچ ۾ آهي. سندن ساٿين مان هڪ شخص کي ڪڏهن ڪوڙي ڳالهہ تي اٽان جي

باشندن پڪڙي ورتو ليڪن اهو شخص موقعو ملندي ئي درويشن جي پناهہ ۾ اچي ويو. نالائق ماڻهو پير ڪٽندا اچي پهتا ۽ انهيءَ بهاني سان صوفين جي گهرن ڪي لُٽي ڇڏيائون ڪجهہ ماڻهن کي زخمي بہ ڪيائون ۽ سندن مٿان بہ خنجر ۽ تلوارن جا بيشمار وار ڪيائون ليڪن زخم پهرياڻ ڪان اڳتي نہ وڌي سگهيو. جڏهن شورش تڏي ٿي ۽ بدتميزيءَ جي اوندهہ وچ مان هٽي تہ حڪمرانن تي ڳوٺ وارن جون زيادتون لڪل نہ رهيون. هنن سيني فسادين جا هٿ ٻڌرائي ۽ لٽيل سامان هٿ ڪري شيخ جي خدمت ۾ پهچايو ويو. هتي شيخ جي حڪم سان هنن جا هٿ کوليا ويا ۽ واپس ڪيل سڀ سامان انهيءَ گروه کي واپس ڪيو ويو.

هجري سنہ نو سؤ اَسي هو. پاڻ ڪجهہ رقم گڏ ڪيائون. هڪ ويجهي ماڻهوءَ جيڪو سندن عادت کان واقف هو ان سبب معلوم ڪيو. جواب مليو تہ آرزو آهي تہ زڪواة جو فرض ۽ حج جو فرض بہ ادا ڪريان. ان کان علاوه هڪ لڪل فائدو بيو بہ هو. اتفاقاً هجري سنہ نو سؤ بياسيءَ ۾ اڪبر بادشاه صوبو گجرات فتح ڪيو ۽ انهيءَ هنگامي ۾ گهڻا مصيبت زده ماڻهو اتان خانديس ۾ آيا. پاڻ گڏ ڪيل مال سان انهن مصيبت زده گروه جي مدد فرمائي.

سلوڪ جي شروع کان وصال تائين جيڪي الاهي اسرار ۽ ڪشفي اطوار مختلف وقتن تي سندن مٿان نازل ٿيندا هئا. ان مان پاڻ ڪجهہ بہ زبان تي نہ آڻيندا هئا. هوش سنڀالڻ کان وٺي زندگيءَ جي آخري لمحي تائين حضرت خضر عليہ السلام سان ملاقات رهي. اِهو حال بہ آخري وقت ۾ هڪ دوست سان ظاهر ڪيائون بيو ڪنهن کي بہ نہ ٻڌايائون.

## ميان جموجي پور ملڪ چند رحمة الله جي ياد ۾

سندن نالو جمال محمد ۽ جمڻ جي جاءِ احمد آباد گجرات آهي. آخري آرامگاه عادل پور برهانپور ۾ اٿن. دريا خان رومي رحہ جي باغ ۾ جيڪو سندن بااعتقاد مريدن مان هو. سڄ اڀرڻ کان وٺي سومهڻي نماز تائين تفسير ۽ حديث جي درس جو شغل رکيو. پاڻ ائين ڪونہ ڪيائون تہ فيض جو دروازو دشمن تي بند ڪري صرف دوستن لاءِ کليل رکن. تعليم ڏيڻ ۾ ڪڏهن بہ واقف ڪي

ناواقف تي ترجيح نہ ڏنائون. هجري سنہ نو سؤ ستانوي هو جو سفر حجاز لاءِ روانہ ٿيا. شيخ محمود عبداللہ شيخ عبدالقادر ۽ ملک پير محمد حسن- جن اولياءَ الله جا حالات لکيا آهن. هي ٽئي اصحاب ساڻن گڏ هئا. هڪ ڏينهن پاڻ مسيح الزمان شيخ عيسيٰ قاسم کان پڇيائون تہ سنڌين جي محلي ۾ گهڻا مدرس آهن. جواب ڏنائون تہ ٻہ شخص آهن ليکن شيخ طاهر يوسف قدس سرہُ دنيا مان کوچ کري ويا. هاڻي حڪيم عثمان بوبڪائي کي جيڪو معنيٰ جي اعتبار سان زماني ۾ اڪيلو آهي. ظاهري اڪيلائي بہ ٿي وئي. فرمايائون نہ نہ قاسم بہ اُن جو عمدو مد مقابل آهي. ان کان پوءِ انساني جواهرات کان زماني جي خالي هجڻ متعلق ڪجهہ بيان ڪري موتين وانگر اکين مان ڳوڙها ڪڍيائون. مسيح الزمان چون ٿا تہ شيخ طاهر يوسف جڏهن ٻڌو تہ غوث الثقلين محي الدين جيلاني رحہ جن جو پيراهڻ شيخ جموجي جي نزديڪ آهي تہ شيخ طاهر سندن ويجهو ويو فقير ۽ ٻيا ڪجهہ مشائخ بہ همراه هئا. قميس جي دامن کي چمڻ سيني کي نصيب ٿيو.

مصرع: باد ارجا د جانش تشريف لي مع اللہ

## سيد پير سيدي تخلص ؒ جي ياد ۾

سندن والد بزرگوار جو نالو سيد علي آهي. سندن والد قطب السادات سيد محمد گيسو دراز جي نسل مان آهن ۽ سندن والده قدوة المشائخ شاه باجن جي نسل مان آهي. قدس اسرارهم- سندن ولادت جي جاءِ برهانپور ۽ ابدي آرامگاه آسير خانديس جو قلعو آهي. ڪين سپاهيانہ وضع ارادت مسيح الزمان عيسيٰ قاسم رحہ مدظلہُ سان هئي. ڪين نظم سان گهڻي دلچسپي هئي هميشہ صوفياڻيون ڳالهيون نظم ۾ ادا ڪندا هئا. شطاريہ مشائخ جو شجرو پنهنجي پير کان شروع ڪري حضرت خاتم النبوة عليہ السلام تائين فصاحت سان تيار ڪيو هئائون. چون ٿا تہ پنهنجي پير ارادت کي ايترو دوست رکندا هئا جو ٻيا صوفي ڪين ڏسي حرص ڪندا هئا. چون ٿا تہ پاڻ ڪوني ۽ مڪاني مظاهرن جا تبديل ٿيل حالات مان الاهي صفتن جي تجلين جو نظارو ڪندا هئا. هجري سنہ هڪ هزار کان پوءِ ٻهرين عشري ۾ ڪوچ فرمايائون.

مصرع: بادر وحش غريق بحر ڪرم-

## خواجه ڪلان خواجه ذبيدي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ مولانا خواجگي ڪاشانيءَ جا فرزند آهن. ڪين ماڻهن جي دلين تي تصرف ۽ ضميرن جي ڳالهين ڪان واقفيت حاصل هئي. جنهن سال براق خان سمرقند جو قبضو ڇڏي بخارا ڏي ويو. انهيءَ زماني ۾ گهڻا عالم خان سان گڏ هئا. ۽ خواجه رحه کي مختلف خواهشن سان ۽ عاجزي ۽ انڪساريءَ جي ڪمال سان خان بخارا ۾ آندو هو. سندن طلسماتي سلوڪ جي ڪرشمن کي ڏسي ٿوري ئي وقت ۾ عقيدت سان گهڻا نيڪ ۽ درست عقيدي جا ماڻهو خداپرستي ۽ حق شناسي جي رستي تي آيا ۽ سعادت حاصل ڪيائون. آخرڪار هجري سنه هڪ هزار ڇهه ۾ طلب جو فرمان صادر ٿيڻ تي پاڻ مقدس ملڪ ڏي روانه ٿيا. آخري آرامگاه بخارا ۾ اٿن. مصرع: باد دهبيد جاي هشت بهشت۔

## شيخ الله بخش لميتوري رحمة الله عليه جي ياد ۾

هي هڪ ڳوٺ آهي سارنگ پور مالوه جو. سندن ڪرامتون ظاهر هيون. هڪ شخص شيخ فريد نالي لاد محمد باسر سرڪينچي گجراتي جو پٽ آهي. انهيءَ گجرات مان اچي اُجين مالوه ۾ گهر ناهيو آهي. شيخ فريد هڪ ڏينهن راقم جي سامهون بيان ڪيو ته هڪ سال مينهن وسڻ ۾ دير ٿي. ماڻهو شيخ وٽ آيا ۽ زاروقطار رئڻ لڳا ۽ مينهن وسڻ جي خواهش ڪيائون. تعداد ۾ جيترا ماڻهو هئا هر هڪ ڪان پاڻ منائي گهريائون. ماڻهن قبول ڪري خواهش پوري ڪئي. ٻه ڏينهن انتظار ڪيائون مينهن نه وسيو. پاڻ هڪ خادم کي چيائون ته مجرم وانگر رسو پيرن ۾ ٻڌي مون کي ڳوٺ جي چوڌاري گشت ڪرايو. ٻه ڏينهن ائين ئي ڪيو ويو مگر مينهن نه وسيو. پوءِ پاڻ فرمايائون ته نه مون غلط چيو. مان سنگساريءَ جي لائق ٿي ويو آهيان. چيلهه تائين هڪ کڏو کوٽرائي ان ۾ بيهي ماڻهن کي فرمائڻ لڳا ته ننڍا وڏا سڀ مون کي سنگسار ڪيو. سنگساريءَ جو اهتمام ٿي رهيو هو ته سندن دل ۾ خيال آيو ته جيڪو نادان الله جي ڪرم تي اميد ڪري ماڻهن کي مشڪل وقت ۾ بهتري ۽ آسانيءَ جي وعدي تي تسلي ڏئي ان کي سنگسار ڪرڻ آسان آهي. يا مينهن

وسائڻ- هيءَ خيال اجا دل ۾ آيو تہ آسمان مان پاڻي وسڻ شروع ٿيو ۽ پوکن کي شادابي ٿي. چون ٿا تہ هن واقعي کان پوءِ پاڻ پڳ مٿي تي نہ ٻَڌائون ۽ عورتن جي لباس ۾ زندگي گذاريائون جيستائين زنده رهيا. سندن آخري آرامگاه اُهوئي ڳوٺ آهي جنهن ۾ رهندا هئا.

## شيخ علاۂالدين ثاني مجذوب رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن گفتار غيبي علمن جو رسالو ۽ سندن زبان لوح محفوظ جي مترجم هئي. ولادت جي جاءِ ٿاسره اٿن. جيڪا احمد آباد گجرات جي قريب آهي. چون ٿا تہ جذب الاهي هڪ دفعي طاري ٿين پنهنجي وطن کان اجمير ۾ آيا ۽ چند سال هن شهر ۾ وجد جي حالت ۾ گذاري پوءِ گواليار پهتا. هتي بہ چند ڏينهن رهي دارالخلافہ آگري هليا ويا. جيڪي احتياج مند سندن خذمت ۾ حاضر ٿيندا هئا انهن جي ضمير جو علم ٿي ويندو هئن. ان کري بغير ڪجهہ عرض ڪرڻ جي هر هڪ کي سندن مدعا جو جواب سندن تقرير مان ملي ويندو هو.

سندن خادم شيخ نظام جو بيان آهي تہ ستين تاريخ جمادي الاخر ۽ هجري سنہ هڪ هزار هڪ هو جڏهن اسان جي زماني ۾ سپہ سالار مرزا عبدالرحيم خان خانان ابن بيرم خان خانان گجرات کان هلي اڪبر بادشاه وٽ دارالسلطنت لاهور ۾ حاضر ٿيو تہ حڪم ملين تہ هڪ وڏو لشڪر وني صوبو ٺٽو فتح ڪرڻ لاءِ وڃ. هي حال ٻڌي دل ۾ خيال آين تہ صوبي ٺٽي ۾ گهڻا خداشناس حق پرست ماڻهو آهن اتي فتح جي صورت ڪيئن پيدا ٿيندي. اجا اهو خيال ذهن ۾ ئي هو تہ هڪ نگاه سان مون کي ڏسي ۽ نئين نئين قسم جي گارين جي خلعت عطا ڪيائون ۽ فرمايائون تہ تون ڪير آهين جو توکي بزرگن جي قرارداد ۾ رائي زنيءَ جو منصب حاصل هجي. ٺٽي جو مالڪ علاؤالدين آهي ۽ سپاهہ وني وڃڻ وارو ان جو ويجهو دوست آهي ايترو تہ آسانيءَ سان فتح حاصل ٿيندي جو ان کان بهتر صورت ڪنهن جي بہ تصور ۾ نہ ٿي اچي سگهي. ۽ پوءِ جيئن پاڻ فرمايائون ائين ئي ٿيو. اهڙيءَ طرح جڏهن سپهہ سالار دڪن جي فتح واسطي عزم ڪيو هو تہ پاڻ خوشخبري ڏني هئائون تہ ڪارآمد قلعو هن دفعي اسان تنهنجي لاءِ فتح ڪري ڇڏيو آهي. آخر ائين ئي ٿيو. ان قلعي مان

مراد احمد نگر دکن جو تخت گاه هو. انهيءَ قسم جون گهڻيون شيخ نظام جي نزديڪ گهٽيون هيون مگر هن چند بيان ڪيون. هجري سنه هڪ هزار اٺ کان پوءِ پاڻ دارالبقا ڏي هليا ويا. آگري جي حدن اندر قبر اٿن.

## شيخ بابو جيو ابن شيخ جيو رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت جي جاءِ پٽڻ آهي ۽ مخدوم جهانيان سيد جلال شاه بخاري رحه جي نسل مان آهن قدس سرهم. ڪتابي علم ايزدي عرفان ڪين ڪمال درجي جو حاصل هو. پٽڻ شهر جي اڪثر طالبانِ علم سندن درس ۾ علم حاصل ڪيو. جوانيءَ ۾ پاڻ شيخ يعقوب چشتي نهرواله جي روضي تي متولي هئا. جيڪو شيخ برهان الدين دولت آباديءَ جو وڏو خليفو هو. ڪن چيو آهي ته ڪين خلافت جو خرقو شيخ نظام الاوليا قدس سرهُ کان مليو آهي. شيخ برهان غريب الله سان گهڻي دوستي هئن ۽ انهيءَ شهر ۾ آخري آرامگاه به اٿن. عرس گاهه ۾ گجرات جي مشائخ جو طريقو اهو آهي ته زنبيلون ريشمي ۽ زرين ڪپڙن سان ڍڪي مختلف قسمن جا حلوا ان ۾ پري ۽ بزرگانِ دين و دولت ۾ تقسيم ڪندا آهن. مگر پاڻ انهن کي بينوا درويشن ۾ تقسيم ڪندا هئا. بيا مجاور جن کي ان جي بدلي دولتمندن کان نذر ملندا هئا، هي طريقو ناگوار گذريو ۽ هنن ڪجهه ناخوشگوار گفتگو ڪئي جيڪا ڪين پسند نه آئي ۽ تصرف ۽ متولي ڇڏي هنن جي حوالي ڪري پاڻ گوشي نشين ٿي ويا ۽ باقي عمر توڪل ۽ تسليم ۾ گذاريائون. هجري سنه هڪ هزار ڇهه ۾ وصال ڪيائون.

## سيد تاج الدين قادري نهرواله رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سيد محي الدين عبدالقادر جيلاني رحه جن جي نسل مان آهن قدس سرهما. پاڻ پير ۽ حافظ حديث هئا. چون ٿا ته انهن ڏينهن ۾ جاگيردار سرڪار سيد محمود جو پٽ سيد قاسم هو ۽ وڏو عارف پرست ۽ درويش سيرت انسان هو. پاڻ سيد قاسم کي هجري سنه هڪ هزار ست ۾ چوائي موڪليو ته هنن ٽن چئن ڏينهن ۾ تاج الدين واپسي وارو سفر ڪري ويندو (رحلت ڪندو) ۽ جڏهن ٽئين ڏينهن شام جو پاڻ هن فاني دنيا کي ڇڏي عالم بقا ڏي هليا ويا ته جن به

اهو پيغام ٻڌو ھو انھن کي حيرت ٿي ۽ رُنا. کين چار فرزند ھئا. جمال- احمد- اسحٰق ۽ ابراھيم. سيني کان ننڍي کي خرقو مبارک سپرد کيائون ۽ فرمايائون تہ ھي منھنجو جانشين آھي. آخري آرامگاه پٽڻ ۾ اٿن.

## خواجہ ڪلان ابن مولانا خواجگي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن بيان اڪسير ھو ۽ سندن چھرو مبارڪ رباني مشاھدي جو نمونو ھو. خدا جي طالبن جي رھنمائيءَ لاءِ بلخ ۾ آباد ھئا. چون ٿا تہ جڏھن عبدالله خان بلخ کي پنھنجي پٽ عبدالمؤمن سلطان جي نالي جاگير طور نالي ڪيو تہ عبدالمومن سلطان جو ھي حال ھو جو جواني ۽ دولت جي نشي ۾ مدھوش ھو ۽ سيني کان پنھنجي تعظيم ڪرائڻ چاھيندو ھو. ھن حالت ۾ ھن خواجہ کان بہ ٻين عام ماڻھن وانگر تعظيم ڪرائڻ چاھي ليڪن پاڻ ان حڪم جي تعميل نہ ڪيائون. ان ڪري ڪاوڙ ۾ اچي سلطان حڪم ڪيو تہ اھو شخص ھتان ھليو وڃي. پاڻ ھجرت فرمائي تاشقند ۾ رھڻ لڳا. جڏھن عبدالمومن سلطان تاشقند بہ فتح ڪيو تہ خواجہ صاحب جن سلطان جي اجازت سان واپس بلخ ۾ ھليا آيا.

مير فروغي اشرف جو چوڻ آھي تہ مان ھن واپسيءَ واري سفر ۾ ساڻن گڏ ھئس ۽ سندن خدمت مان مستفيض ٿيس. گھڻي رياضت سبب جسماني لحاظ کان ڪافي ڪمزور ٿي ويا ھئا. جڏھن ڪاڏي وڃڻ جو ارادو ڪندا ھئا تہ ڏوليءَ ۾ سوار ٿي ويندا ھئا. جيڪو بہ ماڻھو چند ڏينھن سندن خدمت ۾ رھندو ھو ان جو خاتمو باالخير ٿيندو ھو. سندن ديدار سان گھڻن ماڻھن کي الاھي فيض حاصل ٿيندو ھو. ھجري سنہ ھڪ ھزار ست ۾ عالم قدس ڏي روانہ ٿيا. مان جنازي ۾ شريڪ ٿيس ۽ سندن وصيت مطابق بلخ جي شوقيا محلي ۾ سندن خانقاه جي اندر ئي سندن قبر تيار ڪئي وئي.

## شيخ لاڏ جيو سنڌي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ ظاھري لحاظ سان مقيد ۽ باطني لحاظ کان آزاد ھئا. سندن حجرو برھانپور ۾ مسيح القلوب جي جامع مسجد جي ديوار سان متصل ھو. لھذا ھن ڪتاب جو مصنف ڪنھن ڪنھن وقت اتان گذرندو ھو ۽ ڪوبہ گھريلو

سامان انهيءَ حجري ۾ نظر نہ ايندو هو. ڪڏهن پراڻي ڀوري وڇائي ان تي ئي سمهي پوندا هئا. پاڻ حسن پرست هئا. سنڌ جي مقبول راڳن ڪي ڳائي ٻڌڻ وارن جي دلين تي فتح حاصل ڪندا هئا. اندازاً ستر سال جي عمر جا هئا. هجري سنہ هڪ هزار ست ۾ هن فاني جهان ڪي ڇڏيائون. آخري آرامگاهہ برهانپور جي حدن ۾ شيخ ابراهيم سنڌيءَ جي روضي منور جي پرسان عادل پور جي رستي تي اٿن.

## بابا ڀهرنڪ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ هڪ شيرين مجذوب ۽ رنگين ديوانا هئا. سندن ڳالهائڻ ۽ هر فعل سان خوشي پيدا ٿيندي هئي ۽ سندن ديدار سان غم دور ٿي ويندا هئا. سندن تعريف پوري طرح ڪري نٿي سگهجي. ليڪن ڪجهہ حالات لکجن ٿا. هڪ ڳوٺ ۾ هڪ مقدم جا فرزند هئا. هڪ دفعي عقل ضايع ڪرڻ وارو هڪ جذبو پيدا ٿين. جنهن سبب هيڏي هوڏي گهمندا رهيا. پاڻ منڊو (مانڊوءَ) ۾ آيا قلعي جي هوا اهڙي تہ خوشگوار لڳن جو اُتي ئي سڄو ڏينهن گهٽين ۽ بازارن ۾ سير ڪندا ۽ ڳائيندا رهندا هئا. سڄي رات هڪ حلوائيءَ جي دڪان جي ڪنڊ ۾ گوڏن تي ڪنڌ رکي ڏينهن ڪري ڇڏيندا هئا. سندن برڪت سان حلوا فروش وڏو مالدار ٿي ويو. ڪافي وقت انهيءَ طريقي سان گذاريائون. منڊو (مانڊوءَ) ڪان ويهن ميلن جي فاصلي تي ڪوهستان جيت پور آهي ان ڪوهستان ڪي حمير نالي هڪ زميندار هجري سنہ نو سؤ پنجانوي ۾ شهر ڪي شاهي لشڪر ڪان خالي ڏسي لٽڻ جو ارادو ڪيو. هڪ رات هن ڇا ڪيو جو ٻہ سؤ سوار ۽ هزار پيادا قلعي تي چاڙهي ڇڏيائين ۽ پاڻ هڪ جماعت وٺي قلعي ڪان هيٺ بيهي رهيو. گهٽيءَ ۾ گهڙي مقابلو ڪرڻ وقت بابا ڪي ڇيڙيائون. بابا وڏي آواز ۾ پڪاري چوڻ لڳو تہ اي شهر وارؤ! آرام سان رهو هي صحرا جا رهندڙ لتن ۾ رُلي ويا. هيءَ ڳالهہ هنن جناتين ڪي ناگوار گذري انهن مان هڪڙي تلوار ڪڍي چند زخم بابا ڪي ڪيا. پاڻ ڪشاده پيشانيءَ سان انهن زخمن ڪي برداشت ڪيائون. جڏهن قدم اڳتي وڌايائون تہ تلوارن ۽ تيرن هلڻ جا تيز آواز اچڻ لڳا. لاچار هي پريشان ٿي پچڻ لڳا. انهن مان گهڻن ڪي صبح

جي وقت پهاڙن ۽ ويرانن ۾ تيرن ۽ تلوارن جي زخمن سبب مثل حالت ۾ ڏٺو ويو ۽ ڪجهہ ماڻهو اڌ مئا ٿي پيا. هيءَ سزا ڏسي خود حمير زميندار جي هٿن مان واڳون ڇڏائجي ويون. بلڪ ڪيترا ماڻهو ٻنهين طرفن کان هن ڪي گهوڙي تي جهليو پئي ويا. اُهو بہ ڪجهہ ڏينهن زنده رهيو ليڪن بيهوش ٿي رهيو. ۽ بابا ڪي جيڪي زخم لڳا پاڻ ان تي پٽي يا مرهم وغيره رکڻ نہ ڏنائون انهيءَ سبب ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ زخمن ۾ ڪيڙا پئجي ويا. جڏهن ڪو ڪيڙو زمين تي ڪرندو هو تہ پاڻ ان کي کڻي واپس ساڳي جاءِ تي رکي ايوبي طريقو اختيار ڪندا هئا. هڪ سال کان پوءِ زخم ڀرجي ويا ۽ تندرستي حاصل ٿين. سندن اهڙي قسم جون ڪيتريون ئي ڪرامتون راقم جي علم ۾ آهن. ليڪن گلزار ۾ گنجائش ناهي. هجري سنہ هڪ هزار ستن ۾ سندن طبيعت هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. قبر مندوءَ ۾ اٿن.

## حڪيم عثمان رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن والدبزرگوار جو نالو شيخ عيسيٰ ابن شيخ ابراهيم صديقي آهي رحمهم الله پيدائش جي جاءِ بوبڪ جيڪو سيوهڻ سنڌ جي ويجهو آهي. آخري آرامگاه خانديس جو هڪ ڳوٺ آهي. پاڻ علم ۽ حڪمت جي فن ۾ استاد هئا. سندن ظاهري علم ۾ تازگي شيخ وجيہ الدين علوي گجراتي ۽ قاضي محمود موربي جي شاگرديءَ مان پيدا ٿي هئي. سندن عقلي علمن جي خزانن ۾ گهڻا جواهرات شيخ حسين بغداديءَ جي شاگرديءَ مان پيدا ٿيا. وقت جي عالمن ۾ ڪوبہ عالم سندن مرتبي تي نہ پهتو. راقم گلزار حڪمت جي ڪتابن ۾ سندن شاگرد آهي. شيخ سراج محمد بنباني جو پٽ قاضي نصير الدين شيخ صالح سنڌي جيڪي استاد جا ناني آهن. قاضي عبدالسلام سنڌي جي مختصر وقايہ تي هڪ شرح لکي آهي ۽ شيخ يوسف بنگالي جا ناني ميان سڪرجي اهي سڀ سندن شاگرد آهن.

سندن حالات من طرح آهن تہ هجري سنہ نو سؤ ٽياسيءَ جي شروعات ۾ محمد شاهہ ابن مبارڪ شاهہ فاروقي خانديسيءَ جو زمانو هو جو پاڻ گجرات کان برهانپور آيا. وقت جي حاڪم سندن تشريف آوريءَ کي مبارڪ سمجهي

عزت ۽ وقار سان رکيو ۽ درس ۽ فتويٰ جي وڏي منصب تي کين فائز ڪيائين. ستاويهہ سالن تائين پاڻ درس ۽ فتويٰ لکڻ سان ماڻهن کي فيض ۽ فائدو پهچايو هجري سنہ هڪ هزار اٺ ۾ خريف جي فصل وقت پنهنجي وظيفہ ۾ مليل ڳوٺ جيڪو خانديس جي سرحد تي هو هليا ويا. جڏهن ڳوٺ ۾ پهتا تہ اڪبر بادشاهہ جي لشڪر جي اچڻ جي خبر ٻڌڻ ۾ آئي. برهانپور ڏي موٽڻ جي بجاءِ مصلحتً ڪجهہ ڏينهن جهنگ ۾ ئي گذاريائون. اوچتو انهيءَ ئي سال جي شعبان جي مهيني ۾ چورن جو هڪ گروه جن کي هندستان وارا ڪُولي چوندا هئا. صبح جي وقت اگهاڙيون تلوارون ۽ نيزا هٿ ۾ کڻي اچي ڪڙڪيا. پاڻ پنهنجي عزيزن قريبن سميت سترهن ئي ڄڻا شهيد ٿيا ۽ رت ۾ ٻڏل مصلا انهن جا ڪفن ٿيا. شيخ لشڪر محمد عارف فرمائيندا هئا تہ حڪيم صاحب جي مثل سڪون ۽ آرام سان نماز پڙهندڙ مونکي بس حڪيم ئي نظر آيو. حڪيم صاحب بہ فرمائيندو هو تہ مان اعتقاد ۾ شيخ لشڪر محمد عارف جو گرويدو ان ڪري آهيان جو منهنجو استاد قاضي مورپي سندن مريد هو. مسيح القلوب چوندا هئا تہ منهنجو ڏاڏو شيخ طاهر يوسف هميشہ چوندو هو تہ جيترو تواضع- خوشي- عاجزي ۽ گمنامي حڪيم صاحب جي آهي اهڙي مون عالمن مان ڪنهن جي بہ نہ ڏٺي. ڇو تہ علم جي مدهوشي هڪ وڏو امتحان آهي. ڏسڻ گهرجي تہ علم جي مجلس ۾ وهڻ وارن مان ڪنهن کي قلب جي هوشياري تي معلوم ٿئي. چاليهن سالن جي اندر ڪنهن جي بہ گهر جو لقمو نہ کاڌائون. ڪمال پرهيزگاريءَ سان زندگي بسر ڪيائون. سندن تصنيفات گهڻيون آهن. انهن ۾ تفسير بيضاويءَ جو حاشيو ۽ بخاري شريف جي شرح هي بہ ڪتاب نهايت اهميت وارا آهن.

## خواجہ اسحٰق ابن مولانا خواجگي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ مسيحائي معجزن ۾ جان وجهڻ وارا- ظاهر ۽ باطن ٻنهين علمن جي علم کان واقف هئا. خلافت جو خرقو ۽ اجازتنامو والد بزرگوار کان مليل هئن. ۽ بزرگ نانيءَ مولانا لطف الله جي فيض ۾ هم نشينيءَ سان گويا معرفت جو خزانو حاصل ٿي ويو هئن. جيڪو شخص هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ سندن صحبت ۾

ويٺو ڪامياب ٿي اٿيو. سندن ڪم جو طريقو اهڙو تہ موزون هو جو هر شخص جي استعداد مطابق ٿي هوندو هو. چون ٿا تہ سندن رهنمائيءَ جي زماني ۾ پاڻ دشت قبچاق جو گشت فرمائي رهيا هئا. انوقت ان جنگل جا باشندا ۽ پرڳٺي جا تُرڪ ڪفر جي گهاٽين مان نڪري اسلام ۾ داخل ٿيندا ويا. ۽ ٻيون بہ ڪيتريون ئي ڪرامتون سندن اقوال ۽ افعال سان ظاهر ٿينديون هيون جيئن بيمار جو تندرست ٿيڻ، نابينن جو بينا ٿيڻ، جذام ۽ برص ڪان صحتيابي، مطلب تہ سندن دم سان عيسوي معاملات انهن شهرن جي ماڻهن تي ظاهر ٿيندا هئا. جيئن تہ انسان انهيءَ شيوي سان فطرتاً دلداده ٿيندو آهي. انڪري سندن بزرگيءَ جو اعتراف ڪري اسلام جي رونق لاءِ ڪوشش ڪيائون. پاڻ صوفين جي هڪ جماعت کي ان ملڪ ۾ مقرر ڪيائون جنهن ڪري رهنمائي ۽ اسلامي تعليم جي رونق ڏينهون ڏينهن وڌندي وئي. حڪمران ڪاشغر محمد خان ابن عبدالڪريم خان ابن عبدالرشيد خان ابن تغلق تيمور خان سندن مريد ٿيو. ڪافي جاگيرون سندن خانقاه نشين لاءِ وقف ڪيائين. خواجہ صاحب جن بہ خان جي آرزو قبول فرمائي اشتر نامي ديواني شخص کي ڪاشغر موڪليو. چون ٿا تہ ديواني اشتر کي جذبي جوش ۽ ديوانگيءَ جو عروج حاصل ٿيندو هو تہ ان وقت ان ملڪ جي باشندن مان جيڪڏهن ڪنهن شخص کي انڪار جو خيال بہ دل ۾ ايندو هو تہ فوراً ان کي سزا ملندي هئي. عبدالمومن خان حڪمران ايران ۽ توران عبدالله خان ازبڪ جو پٽ هو. هجري سنہ هڪ هزار ڇهہ ۾ بغير ڪنهن سبب جي حڪمرانيءَ جي نشي ان جي اکين کي ڇڻ تہ انڌو ڪري ڇڏيو هو. ان خواجہ صاحب کي سمرقند مان نڪري بلخ ڏي وڃڻ جي اجازت ڏني. پاڻ آهستي آهستي هلڻ لڳا. ساٿين آهستي هلڻ جو سبب معلوم ڪيو. جواب ڏنائون تہ اسان کي عنقريب سمر قند ڏي ئي موٽڻو آهي. لهذا پري ڇو وڃجي. اجا ٿورو فاصلو هليا تہ عبدالمومن خان جي مارجي وڃڻ جي خبر پهتي. انهيءَ منزل سان پاڻ واپس وريا ۽ ٻن سالن بعد هجري سنہ هڪ هزار اٺ ۾ دارالبقا جو سفر فرمايائون.

## شيخ عثمان ابن لادن قريشي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ هن ڪتاب گلزار جي مصنف جا پاڙيسري ۽ شيخ فضل الله حسين چشتيءَ جا مريد هئا. سندن وڏا سپاهي هئا ۽ پاڻ ٽيهن سالن جي عمر ڪان پوءِ

اسبابن کي ڇڏي گهر جي هڪ گوشي ۾ ويهي رهيا ۽ سوال نہ ڪيائون. وظيفو يا پگهار نہ ورتائون. ڪنهن درويش مهمان کان سواءِ ماني نہ کائيندا هئا. هر روز ڪوشش ڪري ڪنهن نامراد کي ڳوليندا هئا. راتين جو نهايت سوز ۽ گداز سان گهڻي نماز پڙهندا هئا. جمع جي رات هڪ جهولي پر ڪٽڪ خريد ڪندا هئا ۽ چئني طرفن کان درود پڙهندا هئا ماڻهن کي تقسيم ڪندا هئا. جڏهن اناج ورهائجي ويندو هو تہ پنهنجي گهر واپس ايندا هئا ۽ ياد خدا ۾ مشغول ٿي ويندا هئا. جيستائين گوشي نشين نہ ٿيا هئا تيستائين مجذوبن ۽ سالڪن سان ملندا رهندا هئا. جيئن شاهہ منصور برهانپوري- شاهہ تاجو ۽ پير باجر منڊويءَ. جڏهن ڪيفيات جو بيان شروع ڪندا هئا تہ مٿي ذڪر ڪيل بزرگن مان هر هڪ جون دل کي وڻندڙ ڳالهيون ٻڌائيندا هئا. هندي طرز ۾ ڳائڻ خوب ڄاڻندا هئا. اڌ رات جي وقت پنهنجي حجري ۾ اڪيلو دل کي وڻندڙ راڳ ۽ دردناڪ انداز ۾ ڳائيندا هئا. ٻڌڻ وارن کي ڄڻ تہ ولايت جي واديءَ جو پيغام پهچندو هو. ڪراڙپ ۾ ڳائڻ ڇڏي ڏنائون. ليڪن سماع جي مجلس ۾ ضرور ويندا هئا. اهڙي طرح پنجاهہ سالن تائين عمل رکيائون. تقريباً اسي سال عمر هئن. هجري سنہ هڪ هزار اٺ ۾ دارالبقا ڏي روانہ ٿيا.

## شيخ ابوالفتح ابن جمال الدين رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ مڪي- عباسي ۽ قادري آهن. هر قسم جي فضائل ۽ ڪمالات کان خود بہ مستفيد هئا ۽ ماڻهن کي بہ فائدو پهچائيندا هئا. غوث العرفا گيلاني رحہ جن جو خاص خرقو ڪين پهتو هو. اُهو هميشہ پاڻ سان گڏ رکندا هئا. پيدائش شروان جي اٿن. مڪي معظمہ ۾ گهڻو وقت رهيا هئا ان ڪري مڪي مشهور ٿيا. سفر ۽ زمين جي مختلف ڪيفيتون معلوم ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيو. ان ڪري وطن کان نڪري خشڪيءَ رستي هندستان آيا جڏهن سنڌ جي ڪناري تي پهتا تہ هڪ بت پرست کي امير البحر ڏنائون ۽ اهو ناگوار گذرين ۽ چيائون تہ جنهن ملڪ ۾ اسلام وارن جي عنان اختيار ٻين جي هٿن ۾ هجي. ابوالفتح جو ان ملڪ ۾ رهڻ مناسب نہ آهي. لهذا قندار ڏي واپس موٽڻ جو عزم ڪيائون. انهن ڏينهن ۾ حڪمران سلطان سڪندر لوڌي ملتان جي قريب

هو ان کي خبر ملي تہ هڪ پرهيزگار دانشمند انسان سنڌ ۾ آيو هو ۽ اُهو فلاڻي سبب ڪري واپس وڃڻ ٿو چاهي. پاڻ هڪ خط سندن خدمت ۾ موڪليائون جنهن ۾ مختلف قسم جون خوشامنديون ۽ تمنائون لکيل هيون ۽ دارالخلافہ آگري ڏي اچڻ لاءِ عرض ڪيائين، شيخ نصيحت جي نيت ڪري اوڏانهن ويا. جڏهن ملاقات ٿي تہ سلطان جيڪي ڪجهہ لکيو هو ان کان وڌيڪ عاجزي ۽ محبت سان پيش آيو. پنهنجي فرمانروا جي دوستيءَ سبب قيام جو ارادو ڪيائون. چون ٿا تہ هڪ دولتمند شخص پنهنجي بد باطني سان سندن اکرن جي مشابهہ حرفن سان هڪ خط هڪ دشمن سلطان جي نالي لکي اهڙي طرح موڪليو جو رستي وارن جي هٿ چڙهي ويو. جڏهن اُهو خط سلطان کي مليو تہ سلطان اهو شيخ صاحب ڏي موڪلي گلا ڪئي پاڻ جواب ڏنائون تہ ابوالفتح اهڙو نہ آهي جو هئڙي نالائق تحرير لکي دل آزاري ڪري خدا جي حڪم سان اهو خط لکندڙ جلد پنهنجي ڪيفر ڪردار کي پهچندو. چون ٿا تہ هڪ هفتي اندر ان شخص جو هٿ هڪ مست اُٺ اهڙي طرح چٻاڙيو جو بيڪار ۽ خشڪ ٿي ويو. اهو بہ چون ٿا تہ جڏهن ظهير الدين بابر هندستان ۾ آيو تہ سلطان ابراهيم ان سان وڙهڻ لاءِ فوج ميدان ۾ موڪلي ۽ حڪم فرمايو تہ سڀ اهل قلم- فقير ۽ فاضل بہ هن لشڪر سان گڏ هلن. سيد رفيع الدين صفوي ۽ ٻين بزرگن ڪوچ ڪيو. پاڻ بہ لاچار لشڪر سان گڏ هليا. جڏهن دهليءَ ۾ پهتا تہ هڪ ڏينهن پوين ٻن نمازن جي وچ ۾ هڪ اڱڻ ۾ پاڻ گهمي رهيا هئا هڪ دفعو پاڻ مغرب جي طرف کان جلديءَ ۾ واپس ٿيا. هڪ شخص جيڪو اُتي ويٺو هو ان جو سبب پڇو. فرمايائون تہ هن طرف کان خدائي آفت هن لشڪر تي لکيل آهي. ان ڪري پيڇڻ لازم ٿيو. ٻئي ڏينهن ساٿين کي آگاهہ ڪري پاڻ آگري واپس هليا آيا. جڏهن لشڪر پاڻي پت ۾ پهتو تہ زبردست جنگ ٿي ۽ سلطان ابراهيم مارجي ويو ۽ گهڻي فوج ۽ فوج کان سواءِ ٻي مخلوق بہ ضايع ٿي. پاڻ آخري وقت تائين هڪ سؤ چوويهہ سال طالبان خدا جي رهنمائي فرمائي ۽ تاريخ ٻاويهہ شعبان هجري سنہ نو سؤ ٽيهتر ۾ ڪين آگري جي خاڪ جي سپرد ڪيو ويو. سيد رفيع الدين محدث سندن جنازي جي نماز پڙهائي.

## شيخ داؤد براري رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت ڳوٺ بورڪام ۾ ٿي. جيڪو خانديس ڪان ست ڪوهہ پري قلعي آسير جي طرف آهي. سپاهيءَ جا فرزند هئا. جوانيءَ ۾ ئي توفيق نصيب ٿين. سپاهگيري ۽ سببن کي ترڪ ڪري ڇڏيائون سواءِ هڪ نيزي جي جيڪو لٺ جي جاءِ تي استعمال ڪندا هئا ۽ هڪ تير ڪمان جي، رسمي ارادت ڪنهن رهنما سان ڪانہ هئن، اويسيہ فيض سندن حالات مان ظاهر هو. جذب ۽ سلوڪ جي وچ ۾ هڪ حالت ۾ رهندا هئا. ڳالهائڻ هوش جي حالت ۾ ٿيندو هئن پر آخر ۾ ڪلام ۾ انتشار پيدا ٿيندو هئن. ماڻهن سان ملڻ ۽ آباديءَ ڪان پڇندا هئا ۽ زندگي اڪيلائيءَ ۾ صحرا ۾ گذاريندا هئا. راقم الحروف جي استاد سيد شاهہ محمد سان دوستيءَ سان پيش ايندا هئا. شيخ ڀهڪاريءَ جي پٽ شيخ جمال سان گهڻو ملندا هئا ڇو تہ شيخ جو گهر سندن جهنگل جي نزديڪ هو. راقم جي ملڻ سان بہ خوش ٿيندا هئا ۽ خدمتن جي فرمائش ڪري راقم کي احسانمند فرمائيندا هئا. هجري سنہ هڪ هزار اٺ ۾ سندن جسماني جاگير تبديل ڪئي وئي ۽ روحاني عالم ڏي روانہ ٿيا. منڊو (مانڊوءَ) ۾ بابا ڀهرنگ جي پاڙي ۾ آرامگاهہ اٿن.

مصرع: باد جانش بلبل باغ ارم-

## شيخ ڪمال رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ ابراهيم ولد شيخ جمال جا فرزند آهن ۽ شيخ جمال صاحب ولايت ۽ هدايت شيخ نعمان آسيري جي پوٽن مان هئا. شروع ۾ مسيح القلوب رحہ جن سان اويسي نسبت رکنداهئا. جڏهن هجري سن هڪ هزار نو ۾ اڪبر بادشاهہ خانديس تي لشڪر ڪشي ڪئي هئي ۽ خانديس جو فرمانروا مسيح القلوب رحہ جن کي برهانپور ڪان آسير قلعي ۾ وٺي آيو هو تہ ان زماني ۾ اويس منزلت (شيخ ڪمال) خدمت ۾ حاضر ٿيو هو ۽ ظاهري طرح بہ تلقين مان حصو حاصل ڪيائين ۽ انهيءَ ئي سال جي اندر سندن روح قدسي هن عنصري قالب ڪان نڪري لامڪان ڏي روانو ٿيو ۽ اهڙو تہ خوش دليءَ سان گذر ڪيائون

جهڙي خوشي قيدين کي آزاديءَ کان پوءِ حاصل ٿيندي آهي. آخري آرامگاهه آسير قلعي جي دامن ۾ اٿن.

## شيخ ضياءُ الدين چشتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن نالو اسماعيل ۽ ولادت جي جاءِ گواليار جو قلعو آهي. ڳوٺ دسور (مندسور) ۾ گوشي نشين هئا. پاڻ سلطان لوڌيءَ جو زمانو پنهنجي ٻاراڻي ڄمار ۾ ڏٺائون. پندرهن ورهن جي عمر هئي جو سيد رضي ابن صفي حسينيءَ جي خدمت ۾ پهچي ارادت جا آداب بجا آندائون. سيد رضي حضرت غوث الاوليا جي خليفن مان هئا. تمام ٿوري وقت ۾ خلافت جي خلعت حاصل ڪري ڪامياب ٿيا. سندن گهر جي پاسي ۾ هڪ مسجد هئي. خلعتِ خلافت حاصل ڪرڻ کان پوءِ انهيءَ مسجد جي زمين ۾ حجري جي اندر حجرو کوٽي اٺڪل نوي سال خدا پرستيءَ ۾ گذاريائون. هڪ سؤ پنج سالن جي عمر هئي جو طلب جو فرمان پهتو نهايت خوشيءَ سان تاريخ پندرهين جمادي الثاني هجري سنه هڪ هزار نو ۾ الله تعاليٰ جل شانهُ جي ديدار لاءِ ڪوچ فرمايائون. انهيءَ ئي مسجد جي اڱڻ ۾ قبر ناهي وئي. سندن چار فرزند هئا انهن مان شيخ حبيب جانشينيءَ جو جهنڊو کڙو ڪيو.

## قاضي عبدالغني رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ خانديس صوبي جا قاضي القضات ۽ ڪتابي نقوش ۽ لدني علم جا عالم هئا. جوانيءَ جي وقت ۾ ڪتابن جو درس گهڻو ياد ڪندا هئا. خاص ڪري قراءة جي علم ۾ گهڻن حافظن کي فيض پهچايائون. جڏهن ضعيفيءَ جي حالت شروع ٿي تہ قيل و قال کي ڇڏي صرف پير سهرورديءَ جو عوارف المعارف، گلشنِ راز جي شرح ۽ بخاري شريف جي شرح جو مطالعو توجہ سان ڪندا هئا. هجري سنہ هڪ هزار نو ۾ عالم قدس ڏي روانہ ٿيا ۽ برهانپور ۾ ابدي آرام فرمايائون.

## شيخ نظام رحمة الله عليه جي ياد ۾

ڪين خلافت جو خرقو سيد ابراهيم بکريءَ کان مليو. ان جي باوجود جو پير جا ٻه پٽ هئا. مگر انهن جانشين ڪين ٿي بنايو هو. پاڻ علمن ۽ صوفين جي اصطلاحن کي چڱي طرح ڄاڻندا هئا. سڄو سال ڪتابت ڪندا هئا ۽ جيڪي ڪجهه ان مان ملندو هو اُهو پنهنجي پيرن جي عرس ۾ صرف ڪندا هئا. شرح مواقف ۽ مطول معانيءَ تي حاشيو، هي ٻئي ڪتاب پنهنجي قلم سان لکيل راقم گلزار کي هجري سنه هڪ هزار ۾ عنايت فرمايا هئائون. هجري سنه هڪ هزار نو ۾ مسافر خاني مان ڪوچ فرمايائون. آخري آرامگاه برهانپور ۾ اٿن. مصرع: نظام هردو عالم روزيش باد-

## شيخ عبدالرزاق طائي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت پٽڻ ۾ ٿي. زهد ۽ تقويٰ جا صاحب هئا. اوچتو الاهي جذبو پيدا ٿيو ۽ خودداري هلي وئي. جيڪو لباس بدن تي هئن ليڙون ليڙون ڪري ڇڏيائون، ان ڪان پوءِ ماڻهو سندن اگهاڙپ کي ڪفن ڪان سواءِ نه ڍڪي سگهيا. جڏهن ڪو ماڻهو عبدالرزاق چئي سڏ ڪندو هئن ته پاڻ ڪاوڙ ۾ اچي گاريون ڏيڻ لڳندا هئا ۽ چوندا هئا ته رزاق چئُو ڇو ته مان ڪنهن جو بندو نه آهيان. ۽ هميشه فرمائيندا هئا ته رزاق! تون جيستائين ٻن الاهن جو گرويدو نه ٿيندين حقيقي ايمان جي سرحد تي نه پهچندين. ۽ الاهي معرفت جي ڪمال جو رستو نه ملي سگهندو. غالباً سندن مقصد ٻن الاهن مان هي آهي ته ڪي ماڻهو الله کي منزه ڄاڻن ٿا ۽ ڪي تشبيه سان ٿا چون. لهذا جيڪو شخص تشبيه ۽ والتنزيه جو جامع نه هوندو ڪامل مومن نه هوندو. انهيءَ بنياد تي خدا پرستن جا ٽي قسم آهن. مشبه- منزه ۽ جامع. اهل تشبيه ڪافر آهن ۽ ارباب تنزيه مومن آهن ۽ اصحابِ جمع صوفي آهن. هي بحث فصوص الحڪم ۾ ۽ فتوحات ۾ هڪ دلپسند وسعت سان لکيل آهي. هن بيابان جي اڃايلن کي انهيءَ عبارت جي چشمي سان سيراب ٿيڻ گهرجي. هجري سنه هڪ هزار کان ڪجهه مٿي سندن عمر جو زمانو پورو ٿيو ۽ خوابگاه پٽڻ ۾ اٿن.

## شيخ تاج الدين رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ بهاءُالدين زڪريا ولد عيسيٰ دهلويءَ جا فرزند آهن. گهڻا ڪمالات ۽ حالات حاصل هئن. تصوف جو علم ڪجهه پنهنجي والد بزرگوار کان ۽ ڪجهه شيخ امان الله پاڻي پتيءَ جي خذمت مان حاصل ڪيائون. طريقت جي شاهراه ڪان خوب واقف هئا. آخر ۾ آرزو ٿين تہ عاجز انسانن جي مشڪلات ڪي حل ڪرڻ ۾ ڪوشش ڪرڻ ڪپي. ان ڪري اڪبر بادشاهه وٽ ملازمت ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا ۽ بهترين خدمات انجام ڏئي مقبول مقربن ۾ داخل ٿيا. هي بلڪل سچ آهي تہ ڪيترائي ماڻهو سندن همت جي ڪري تڪليفن جي پستيءَ مان نڪري تونگريءَ جي متاهين تي چڙهي ويا. حديث شريف ۾ آيو آهي تہ شريعت وارا ۽ ظاهري ۽ لڪل وحي وارا گهڻا پيغمبر پنهنجي زماني جي بادشاهن سان چاڪريءَ وارو سلوڪ ڪندا هئا انهيءَ نيت سان تہ عاجزن جا ڪم بادشاهن وٽ ياد ڪرائي سرانجام ڏياريا وڃن. ۽ ظلم جا ستايل ۽ نوڪرون ڪائي ڪريل ماڻهن جي شڪستہ دل ڪي فرياد ٻڌندڙن جي خذمت ۾ عرض ڪري دستگيري ڪجي. هڪ ڏينهن راقم جا مرشد بہ فرمائڻ لڳا تہ درويش صفت مرد ڪي دنياوي دولتمندن جي ملازمت انهيءَ نيت سان روا آهي تہ احتياج رکندڙن جي مدد ڪئي وجي.

## شيخ فيضي فياضي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن نالو ابوالفيض ۽ والد جو نالو شيخ مبارڪ خضر آهي. ڄمڻ جي جاءِ تہ آگرو اٿن. علمن جي تحصيل والد بزرگوار جي شاگرديءَ ۾ ڪري چوڏهن سالن جي عمر ۾ ڪمال جي درجي ڪي پهتا هئا. فارسي شعر گوئيءَ ۾ خسرو وارو سوز- سعدي واري ملاحت ۽ حَسَن وارو حُسن سيني زمانيٰ وارن تي وقف ڪري ڇڏيو هئائون ۽ ملڪ الشعرا تي ويا هئا. سندن همٿ دنياوي طمطراق ڪي ماڻهن جي فيض رسانيءَ واسطي پهچائي ماڻهن جي ڪمن ۾ رڪاوٽ نہ وجهندي هئي. سندن فطرت اهڙي تہ پاڪ هئي جو رسمي علمن ڪي حاصل ڪري ڪنهن بہ فن ۾ ڪابہ ڳالهه مشڪل سمجهي ئي ڪانہ. سندن هٿ ۽ زبان عاجزن ڪي سرمايو ڏيڻ واري هئي. پاڻ انهن صوفين مان آهن جيڪي

وحدت الوجود جا قائل آهن. زماني ۾ سندن ڪيترين ئي تصنيفون يادگار آهن. اِهي تصنيفون منهنجي هن بيان جا مستحڪم دليل آهن.

منجملہ تصنيفات (1) سواطع الالهام- هڪ بنان نقطي جي تفسير عربي زبان ۾ آهي. گهڻي تعجب جي اِها ڳالهہ آهي تہ اهڙي مشڪل ڪم ڪي ٻن سالن جي مدت ۾ الحمد جي الف کا والناس جي س تائين پورو ڪيائون اندازه شناس طبيعت سندن دانش ۽ بينش جي درجي جو قياس ذڪر ڪيل تفسير جي مطالعي سان ڪري ٿي سگهي (2) موارد الڪلم هڪ رسالو آهي بنا نقطي عربيءَ ۾ گهڻيون ئي عجيب ۽ غريب ڳالهيون انهيءَ رسالي ۾ لکيل آهن. (3) ديوان غزلن ۽ قصيدن جو ٻارهن هزار بيت هن ۾ آهن (4) خمسہ مان چار ڪتاب تہ هي آهن (الف) مرڪز ادوار (ب) نل و من (ج) سليمان بلقيس (د) رزم نامہ ۽ پنجون ڪتاب رسالو هزار رباعي آهي (5) ليلاوتيءَ جو فارسي ترجمو آهي. ليلاوتي هڪ رسالو آهي هندي نعت ۽ علم حساب ۾ جيڪو گهڻو عجيب و غريب آهي. جيئن تہ مدت کان پاڻ ڏي متوجہ رهڻ ۽ نفس جي معرفت لاءِ سر کي جان ۾ جهڪائي رکڻ کين پسند هو ۽ خاموش رهڻ ۽ ايزدي صفات ۾ تفکر ڪرڻ کي ڳالهائڻ تي ترجيح ڏيندا هئا. انهيءَ سبب ڪري هنن پنجن ڪتابن مان پويان ٻہ ڪتاب ڪوشش ۽ اهتمام جي باوجود پورا نہ ٿي سگهيا. مطلب تہ راقم جيڪي سندن حالات لکيا آهن اِهي ٻڌل نہ آهن بلڪ انهن حالات مان لکيا آهن جيڪو معائنو ڪرڻ يا ويهي معلوم ڪيا آهن ۽ اُهي جيڪي تحقيق ڪيا ويا آهن.

## شيخ برهان علوي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ وجيہ الدين احمد آباديءَ جا ياءُ آهن قدس سرهما. گجرات کان اچي برهانپور ۾ وطن اختيار ڪيائون. پاڻ بلند همت انسان هئا. ٻين سان سلوڪ ڪرڻ ۽ ٻين جي نفي کي پنهنجي مصلحت تي مقدم رکندا هئا. سندن ڪارخاني جي نقد ۽ جنس بي حساب هئي ۽ ڪنهن بہ شيءِ سان دل لڳائڻ نہ سندن ڪمن مان ظاهر هئي ۽ نہ قولن سان. انهيءَ طريقي سان زندگي بسر ڪري ڇڏيائون ۽ ڪمال آزاديءَ سان گذري وئن. آخري آرامگاه برهانپور ۾ اٿن.

# شيخ عبدالله صوفي شطاري رحمة الله عليه آگره جي ياد ۾

پاڻ ڪمال الدين بهلول ابن چاند ابن جنيد ابن محمد ابن برهان الدين ابن عزالدين محمود ابن نجم الدين احمد ابن مولانا شمس الدين هروي عثماني جا فرزند رشيد هئا. سندن حالات هن طرح آهن تہ ٽيهري نماز جي وقت تاريخ ٻارهين ربيع الثاني هجري سنہ نو سؤ چار تي سندن ولادت وقت ڳوٺ سنديلہ ۾ ڏاڍي خوشي ٿي. ڇو تہ خدا طلبيءَ جو جوهر ساڻن گڏ هو. لهذا نون سالن جي عمر ۾ ڪين ارادت جي پير جو شوق پيدا ٿيو. مخدوم شيخ صفي ساتي پوري رحہ جن جا مريد ٿيا ۽ سورهن سالن جي عمر ۾ ڪتابي علم حاصل ڪرڻ لاءِ گهر کان نڪتا ۽ ڳوٺ گوپامو ۾ شيخ الهداد بن سعدالله عثمانيءَ جي خدمت ۾ پهتا. ۽ صرف ۽ نحو پڙهڻ شروع ڪيائون.

شيخ بدرالدين بدايوني پنهنجي وقت جا قطب هئا. انهن خواب ۾ ڪين فرمايو تہ عبدالله تون چند ڏينهن اسان جي خدمت مان حصو وٺ. جڏهن بيدار ٿيا تہ فوراً بدايون ڏي هلڻ شروع ڪيائون. بدايون ۾ پهچڻ کان پوءِ شيخ بدرالدين جو معلوم ڪيائون ليڪن ڪنهن بہ پتو نہ ٻڌاين. رات جي وقت نااميد ٿي جامعہ مسجد ۾ سمهي پيا تہ وري شيخ خواب ۾ ٻڌاين تہ فلاڻي جاءِ تي اسان جو روضو آهي اُتي اچي مجاور ٿيءُ. پوءِ پاڻ ڪامل اعتڪاف وانگر انهيءَ مزار تي رهيا ۽ ڪامياب ٿيا.

انهيءَ اعتڪاف مان فارغ ٿيا تہ خواجہ قطب الدين اوشي چشتي دهلويءَ خواب ۾ فرماين تہ هڪ سال توکي منهنجي روضي ۾ رهڻ کپي. صبح ٿيڻ شرط دهليءَ روانو ٿي ويا. چاشت جو وقت هو جو دهليءَ جي قلعي جي دروازي تي پهتا. شيخ معزالدين بخاريءَ سان ملاقات ٿي هو ڪين پنهنجي گهر وٺي ويو ۽ مهمانيءَ جو حق ادا ڪيائين ۽ فرمايائون تہ هن شهر جي قطب توکي منهنجي سپرد ڪيو آهي. تون هتي ئي رَهُ. روضي مبارڪ جي خدمت ڪندو رهہ ۽ هن خانقاهہ جي مدرس کان سبق پڙهندو ڪر. نحو جو ڪافيو- لب ۽ ارشاد هي ٽئي ڪتاب اِتي پڙهيائين ۽ هميشہ عشا نماز کان پوءِ روضي مبارڪ تي ويندا هئا ۽ سڄي رات جاڳندا هئا. روحاني فيض سان قلب جي روشني حاصل ڪيائون. هڪ سال بہ ختم ٿيڻ تي آيو.

حضور خاتم النبيين صلواة الله عليہ مثالي عالم ۾ تشريف فرما ٿيا ۽

فرمايائون تہ مولانا برهان الدين ملتاني حصار ۾ تنهنجا منتظر آهن. انهن جي درس ۾ وجي ڪمالات حاصل ڪيو. پاڻ حڪم جي تعميل ڪيائون. ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ مولانا احمد آباد گجرات ڏي وڃڻ جو ارادو ڪيو. پاڻ بہ ان سان گڏ هلي پيا. گهڻن علمن جا ڪتاب ۽ تفسير مولانا جي خدمت ۾ رهي پڙهيائون. ۽ شرح مواقف۔ شرح مقاصد ۽ ٻيا رياضيءَ جا رسالا شيخ وجيہ الدين احمد علوي شطاري رحہ جن جي درس ۾ پڙهيائون. بزدوي۔ هدايہ فقہ ۽ عضدي جا ڪتاب شيخ دانشمند مبارڪ شطاري گواليار رحہ جي سامهون حل ڪيائون. حديث جو علم ۽ اصول حديث مير عبدالاول دولت آبادي جي تعليم سان حاصل ڪيائون ۽ فصوص جي اجازت مولانا مصطفيٰ رومي رحہ ڪان حاصل ڪيائون.

آخرڪار چوويهن سالن جي عمر ۾ جڏهن هي سڀ ڪمالات حاصل ٿين تہ هڪڙو عجيب جذبو پيدا ٿين ۽ سڀ ڪتاب ماٺهن ۾ ورهائي باغ ارم جي هڪ گوشي ۾ نفس جي اصلاح ۾ مصروف ٿي ويا. ٿوري عرصي ۾ الاهي طلب ۽ ايزدي معرفت جو اهڙو هجوم ٿيو جو سڀ حواس ۽ قوتون جڪڙجي ويون. حضرت خاتم النبوت ڏي متوجہ ٿي عرض ڪيائين تہ ڪنهن مرشد جو پتو ٻڌايو جيڪو نايابيءَ جي درد جو علاج ڪري ۽ جنهن جي فيض هدايت سان طالب عرفان جي اعليٰ مطلب تي پهچي بصيرت حاصل ڪري آخرڪار حضور جن غوث الاوليا جي خدمت جو رستو ٻڌاين. حضرت غوث الاولياء ٻن مهينن اندر مشرب عشقيہ جا سڀ افڪار ۽ اشغال سيکاري، انوار ۽ اسرار سان بهرياب ڪيائون ۽ هجري سنہ نو سوءُ پنجاهہ ۾ عيدالاضحيٰ جي عرفہ جي ڏينهن ڪين سچي خانقاه نشينن جو سربراه بنايائون. سيني صوفين جي تلقين سندن سپرد ڪيائين. ڪامل ڏهن سالن تائين هميشہ مبتدي درويش جي تربيت پاڻ ڪندا رهيا. مبتدي درويش مان جيڪو شخص ڪمال جي درجي تي پهچندو هو، غوث الاولياءَ جي خدمت ۾ عرض ڪري ارشاد جي سند وٺي ان کي ڏيندا هئا. ۽ ڪنهن طرف رهنمائيءَ واسطي اجازت ٿي ويندي هئي.

انهيءَ دوران غيب ڪان بيت الحرام جي طواف ۽ حرم سيد الانام عليہ الصلوة والسلام ابداً ابدا جي زيارت لاءِ مامور ٿيا. مدينہ منور ۾ پنج سال قيام ڪري ڪمال رياضت ۾ مصروف رهيا. ۽ هر سال حج لاءِ بہ آمد و رفت جاري رکي. پوءِ حڪم عالي جي موجب احمد آباد ۾ واپس اچي قيام

فرمايائون. تقريباً پندرهن سال هن شهر ۾ گذاريائون. هجري سنہ نو سؤ ايڪاسيءَ ۾ پير جي زيارت لاءِ گواليار ۾ آيا. هتي بہ سال روضي منور جي خدمت ڪيائون ان کان پوءِ پير جي حڪم موجب هجري سنہ نو سؤ ٺياسيءَ ۾ دارالخلافت آگري ۾ وڃي مٿيا محل گهٽيءَ ۾ حجرو ٺاهيائون ۽ ٽيهري نماز جي وقت ٽيويهين جمادي الاول هجري سنہ هڪ هزار ڏهہ ۾ عنصري منزل کي ڇڏي قدس مقام ڏي عروج فرمايائون. پاڻ گوشي نشين هئا. ڇاٽو ۽ اڻ ڇاٽو ڪنهن جي بہ دروازي تي مطلق نہ ويا. ۽ انهيءَ عبادت خاني ۾ پنهنجي خواهش مطابق خوابگاه اختيار ڪيائون. سندن تصنيفات ۾ (1) سراج السالڪين برسنن جواهر خمسہ (2) اوراد صوفيہ (3) رسالہ صوفيہ (4) انيس المسافرين (5) اسرار الدعوة (6) شرح رسالا غوثيہ (7) رسالا ڪنزالاسرار في حال اشغال الشطار آهن. سندن بابرڪت ڪلمات مان نموني طور چند ڪلمات لکجن ٿا: صوفي اهڙو وڻ آهي جنهن کي واردات جي آنڌي جنبش نہ ٿي ڏئي سگهي ۽ اهڙو پيئڻ وارو آهي جنهن کي محبت جي شراب جا پيالن تي پيالا متواتر پيئڻ سان بہ مست نہ ٿا ڪري سگهن. درياهہ کي پيئڻ کان پوءِ بہ هل من مزيد جو نعرو لڳائي ۽ ان جي گرميءَ سان پگهر جا آثار بہ هن جي پيشانيءَ تي نہ اچن. فقير کي گهرجي تہ تونگرن جي هم نشينيءَ کان هميشہ گريز ڪندو رهي. مان مجان ٿو تہ دنيا پرست جو خدمت گذار ڇاهي اهڙو شخص هجي جنهن جا افعال حضرت بايزيد جهڙا هجن، مگر هي خوف ضرور آهي تہ مرتبي ۾ عام ماڻهن کان هيٺ ٿي ويندو ۽ جيڪڏهن دولت پرستن کان پاسو ڪندڙ ڇاهي فاسق ئي هجي مگر اها اميد آهي تہ اُهو وقت جو بايزيد ٿي ويندو. صوفي کي گهرجي تہ بي آرام ۽ ترقيءَ جو طلبگار هجي، ڪنهن وارد شيءِ تي سر نہ جهڪائي ۽ ڪنهن بہ منزل ۽ ڪنهن بہ مقام تي آرام نہ وٺي. رستو هلڻ ۾ جڏهن هي ٽي شيون حاصل ٿي وڃن تہ پوءِ بيشڪ سالڪ ولايت جي ڪمال کي پهچي ويندو (1) فردوسين جهڙي پاڪيزگي ۽ صفائي (2) سهروردين جهڙي غذا (3) شطارين جهڙي مشغولي. نفساني ڪدورتن کي هٽائڻ کان سواءِ صرف رياضت سان ڪشف ۽ ڪرامات حاصل نہ ٿا ٿي سگهن. ۽ مراقبن ۽ تفڪر کان بغير فنا ۽ بقا جو چهرو نظر نہ ٿو اچي سگهي. جيستائين سالڪ پنهنجي قيد مان ڇوٽڪارو نہ حاصل ڪري تيستائين واصلن جي درجي کي نہ

ٿو پهچي سگهي. صوفيءَ جو ڪم صرف انديشي ڪي تبديل ڪرڻ آهي ۽ بس. مبتديءَ ڪي گهرجي تہ خطرات جي اچڻ ڪي روڪي تہ جيئن عرفان جا دروازا ان تي ڪشاده ٿين ۽ متوسط ڪي تخلف (خلافت الاهي) ۽ اتصاف ضروري آهي. شريعت ۽ طريقت، صغريٰ ۽ ڪبريٰ وانگر آهن. حقيقي نتيجي ڪان سواءِ. جيستائين سالڪ شريعت ۽ طريقت جي طور طريقن سان آراستہ نہ ٿيندو تيستائين حقيقت جا انوار ان تي جلوه گر نہ ٿا ٿين. ملاحضہ سان گڏ ۽ مفهوم ملاحضہ سان گڏ ذڪر ڪشائش جو سبب ٿيندو آهي ۽ ان ڪان علاوه ثواب جو سبب. بس هي ڳالهيون سمجهڻ گهرجن. سندن فرزند رشيد شيخ عبدالنبي آهن مدظلہُ گهڻن علمن تي ڪين دسترس آهي انهن پنهنجي والد جا حالات رسالي جوامع ڪلم الصوفي جيڪو انهن جي تصنيف آهي تفصيل سان لکيا آهن. ناظرين ڪي گهرجي تہ مذڪوره ڪتاب جو بہ مطالعو ڪن.

## شيخ ولي محمد رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ قاضي زاده احمد آباد گجرات واري جا فرزند آهن. چون ٿا تہ هجري سنہ نو سؤ ايڪاسيءَ ۾ جڏهن شيخ صدرالدين ذاڪر جانپانير ڪان غوث الاوليا قدس سرہُ جي مزار جي زيارت ڪرڻ لاءِ احمد آباد جي رستي ڪان گواليار ڏي روانہ ٿيا هئا تڏهن سندن عمر ارڙهن سال هئي. ان وقت ۾ سلوڪ طريقت جي آرزو ڪين شيخ ذاڪر جي خدمت ۾ وٺي وئي. گهر ٻار ڇڏي انهيءَ سفر ۾ پاڻ بہ همراه ٿيا. واپسيءَ وقت مندو (ماندو) وٽان شيخ ذاڪر جو گذر ٿيو هو. هتان جي ماڻهن جي محبت ۽ ان جاءِ جي سرسبز ۽ شاداب هئڻ سبب چلي نشينيءَ جو شوق دل ۾ پيدا ٿين ۽ ٿي چلا پورا ڪيائون. جڏهن وطن جو ارادو ڪيائون تہ شيخ محمود جلال ڪي راقم جي پرورش لاءِ ۽ شيخ ولي محمد ڪي محمود العاقبۃ جي اڪيلائيءَ جو رنج مٽائڻ لاءِ هتي رهڻ جي اجازت ڏني. پاڻ چند سال هن شهر ۾ خداءِ يڪتا جي پرستش ۽ اسباب ڪمال جي تحصيل ڪيائون. بعد ۾ ان رهنما (شيخ محمود جلال) جي اجازت سان روانہ ٿي برهانپور خانديس ۾ قيام فرمايائون. هجري سنہ هڪ هزار ڏهہ ۾ مسڪرائيندي هن جهان مان رخصت ٿيا. راقم ۽ حافظ صالح ان وقت برهانپور ۾ موجود هئا. ۽ سندن جنازي نماز ۾ گهڻا ئي ولايت جا صاحب شامل هئا.

## شيخ ماکو رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ حضرت غوث الاولياءجا مريد آهن. ۽ سڄي زندگي حضرت مسيح عليہ السلام وانگر بنان شاديءَ جي (تجرد) ۾ گذاريائون. ولايت جي جاءِ برهانپور ۾ اٿن. ڪنهن بہ سبب ڪي هٽ نہ لڳايائون. مدتن تائين توڪل تي بسر ڪيائون. سرود ۽ سماع جي جلسي ۾ عارفانہ سلوڪ ڪندا هئا. سٺي آواز ۽ داؤدي لهجي تي قوالن ڪي مناسبت سان استعداد ڏسي جدا جدا انهن سامعين جي نالي ڪندا هئا جن ۾ رقت ۽ وجد جي استعداد ڏسندا هئا. سندن تجويز ۽ تدبير سان حال جي پرورش ٿيندي هئي. جيڪو وقت جي صوفين جو طريقو آهي. انهيءَ بنياد تي دوستن سندن نالو وجد ۾ ايندڙ درويشن جي دائي رکي ڇڏيو هو. سندن عمر چاليهن سالن جي هئي. جڏهن چاليهن سالن جا ٿيا تہ هڪ حسين عورت تي پاڻ عاشق ٿي پيا. سندن توجہ جي برڪت ۽ باطني ڪشش سان محبوب ڪي توبہ جي توفيق ٿي ۽ هن درويشي لباس ۾ اچي عاشق جي خدمت دل و جان سان ڪئي ۽ سندن هدايت ۽ ارشاد مطابق سڌي رستي تي هلڻ شروع ڪيائين. سندن گلي ۾ داؤدي لهجو هو خانديس جو والي علي عادل شاه درويش دوست هو زين آباد جامعہ مسجد ان جي ئي تعمير ڪرايل آهي. انهيءَ مسجد ۾ خطابت جو عهدو خانديس جي واليءَ جي التماس تي چند ڏينهن لاءِ پاڻ قبول ڪيو هئائون. هجري سنہ هڪ هزار ڏهہ ۾ جڏهن اڪبر بادشاه جي لشڪر خانديس ڪان دارالخلافہ آگري ڏي رجوع ڪيو تہ پاڻ بہ واپسيءَ جو سفر اختيار ڪيائون.

## شيخ سراج محمد بنباني رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ هر قسم جي ظاهري ۽ باطني علمن جا عالم هئا. خلافت جو خرقو حضرت غوث الاولياءَ ڪان مليو هئن. شيخ نظام گنج جي مخزن تي هڪ حقيقت آميز شرح لکي اٿن. بلڪ ائين چوڻ ناموزون نہ ٿيندو تہ ان خزاني جي ناپيد دروازي جي مشڪل ڪشا ڪنجي اربابِ زمانہ جي حوالي ڪري ڇڏي اٿن. هجري سنہ نو سؤ ٻياسي هو جو پاڻ احمد آباد ڪان خانديس ۾ اچي زين آباد ۾

گھر تجويز ڪيائون. هڪ ڏينهن راقم گلزار سيد احمد قادريءَ سان گڏ واپس وڃڻ واري سفر جي بيماريءَ ۾ سندن عيادت لاءِ ويو هو. پاڻ فرمايائون تہ الله معبود جو تصور بهتر آهي يا الله موجود جو. مون عرض ڪيو تہ الله موجود جي معنيٰ جو تصور ڪرڻ بهتر معلوم ٿو ٿئي. ڇو تہ هن معنيٰ ۾ احاطو ۽ شمول گهڻو آهي. هن جواب ڪي ڏاڍي خوش ٿي فرمايائون تہ تنهنجي نہ اچڻ ۽ نہ پڇڻ ڪري مون کي ڪجهہ شڪايت هئي. هاڻي اهو مناسب آهي تہ هنن ٻن ٽن ڏينهن ۾ منهنجي حال جي خبر لهندو رهہ. هن ملاقات کان پوءِ ٽئين شعبان مهيني ۾ هجري سنہ هڪ هزار ڏهن ۾ عالم قدس ڏي روانہ ٿيا.

## سيد حسين رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ جلال جا چوٿون نمبر فرزند آهن. حافظ- زاهد- عارف ۽ درويش هئا. گهڻو وقت درود ۽ تلاوت ۾ گذرندو هئن. گجرات کان هجري سنہ نو سؤ ٻياسيءَ ۾ خانديس آيا هئا. هتان جي حاڪم ڳوٺ جوڪامہ ۾ وظيفو مقرر ڪيو. جوڪامہ پرڳڻي جوبرهہ ۾ هڪ ڳوٺ آهي. پاڻ اتي گوشي نشين ٿي ويا. ٽيهہ سال خداپرستي ۽ تن گذاريءَ ۾ گذاريائون. پوءِ رجب جي مهيني ۾ هجري سنہ هڪ هزار يارهن ۾ محمد پور ڏي هليا آيا. ڳوٺ محمد پور سرڪار سارنگ پور ۾ آهي. محمد پور جو جاگيردار پنهنجي وقت جو ناليوارو هو سندن نالو ناهر خان هو. ساڻن پراڻي واقفيت هئن ۽ طبيعت بہ درويش دوست هئن ان ڪري هن بزرگ جي اچڻ تي جاگيردار ڏاڍو خوش ٿيو.

ناهر خان راءِ سلهديءَ جي نسل مان هو جيڪو تلوار بازي- جان بازي- سپهہ سالاري- دليري ۽ دلاوريءَ ۾ پنهنجي زماني ۾ يڪتا هو. رايسين جي قلعي ۽ ان جي مضافات تي قابض هو. ان ڪري ان جو قصو ڪهاڻين وانگر هندستان ۾ ٻڌايو ويندو آهي. تقدير جو ڪرشمو جو سندن پيءُ جهان خان کي بزرگن جي سرزمين کان خانديس جي طرف ڇڪي آيو. لاچار هتي ئي قيام ڪيائين ۽ ان ملڪ جي وڏن اميرن مان ٿيو. هجري سنہ نو سؤ ٽياسي هو جو هتان جي فرمانروا کي جهان خان جي نسبت بدگماني پيدا ٿي. جنهن ڪري ڪاوڙجي پيو. جهان خان کي ٻڌڻ بہ برداشت نہ ڪيائين. پنهنجي صاحب جي

روبرو مياڻ مان تلوار ڪڍي ڪجھ ماڻھن کي خاڪ خون ۾ ملائي ڇڏيائين. پھري وارن ۽ حاشيہ بردارن جھان خان کي گھيري ورتو ۽ ڪم ختم ڪري ڇڏيائونس. جھان خان جي وڏي پٽ ھي دنگو فساد ڏسي سيني گھر وارن کي گھر ۾ بند ڪري باھ لڳائي ڇڏيائين. ان وقت ناھر خان جي عمر تقريباً ٻہ سال ھئي ان ڪري ناھر خان کي دائي ڪڍي ٻاھر نڪري وئي. آخرڪار ماڻھو ان کي حاڪم جي روبرو ڪڍي ويا. انھن ڏينھن ۾ ھڪ حبشي بہ جھان خان نالي ھو. اھڙو بامروت ۽ مردم شناس شخص ھو جو ان جي مثل حبش ملڪ جو ڪو ٻيو ماڻھو ھندستان ۾ نہ ھو. پيءُ جي نالي جي مناسبت ڪري ناھر خان کي حبشي جھان خان جي حوالي ڪيو ويو. ان بہ پرورش جو پورو حق ادا ڪيو. جڏھن سمجھدار ٿيو تہ ھڪ دانشمند استاد جي سپرد ڪيائين ٿورن ڏينھن ۾ ناھر خان خوبصورتي ۾ مشھور ٿيو سبحان الله عجيب يوسف نما صورت ھئس. جيڪڏھن باالفرض يعقوبي يا زليخائي نظر عالم ملڪوت کان آٽي نظر بازن جي اکين کي ڏجي تہ ھي ماڻھو پھرئين ئي نظاري ۾ محو ٿي اھڙا تہ بيخود ٿي وڃن جو ٻيھر ڏسڻ جو تاب پنھنجي عقل ۾ نہ آڻي سگھن. غوثي تعريف جو دروازو وڏيڪ نہ کول.

مطلب تہ ناھر خان جي روشن ضمير پير شاہ لطيف محمد جيڪوقطب عالم بخاري قدس سرہٗ جي پوٽن مان آھي. مريد جي جمال تي فريفتہ ٿي پيو ۽ مريد بہ ھڪ حسين ۽ سھڻي آواز ۽ سھڻي صورت تي عاشق ھو. ھي عجيب بندو آھي جيڪو يوسف پيڪر ۽ يعقوبي روح رکي ٿو. ظاھر ۾ محبوب ۽ باطن ۾ محب آھي. ھي تماشائي داستان گھڻو وڏو آھي. ھجري سن ھڪ ھزار ڏھن ۾ جڏھن اڪبر بادشاھ جو لشڪر برھانپور ويو تہ ان صوبي جي جاگيردارن کي ٻيون جاگيرون ڏنيون ويون ۽ ناھر خان کي محمد پور ۾ مضافات سارنگ پور مالوہ ڏنو ويو.

نوجوان ۽ سعادتمند ناھر خان سيد جي تشريف آوريءَ کي مبارڪ سمجھي جيئڻ مٿي لکيو ويو. سڀ مراسم ادا ڪيا. ۽ مسافر سيد دنيا کان دل ھٽائي ھڪ مھينو ڏھ ڏينھن کان پوءِ تاريخ ٻارھين شعبان تي ھن دنيا مان ڪوچ ڪيو ۽ ڳوٺ جي ڪناري تي قبر ٺاھي وئي.

# قاضي عبدالقادر رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شاهه عبدالرزاق جا مريد ۽ خليفا ۽ قاضي محمود جا فرزند آهن. قاضي محمود حاجي عبدالصمد جا پوٽا ۽ شيخ امان الله پاڻي پـتَ وارن جا سوٽ آهن. قاضي عبدالقادر تصوف جي علم جي تحصيل شيخ امان الله جي خذمت ۾ ڪئي هئي. جواني شروع ٿيڻ شرط سير ۽ سفر جي لحاظ سان هر هڪ لباس بدلائي هر هڪ ملڪ ۾ سير ۽ سياحت ڪيائون. ٽي دفعا حرمين شريفين ۽ بيت المقدس جي زيارت ڪري سعادت تي سعادت ڪان بهرياب ٿيا. سفر جي دروان پيڪر پرستن جي وضع اختيار ڪري وڏن وڏن پرستش گاهن ۾ پهتا. ۽ هتي بہ حقيقت جي ڳولا ۾ رهيا. ۽ سفر ۾ زادِراهه يا سامان ڪي هٿ بہ نہ لڳايائون. رستي ۾ عاشقانہ قدم رکي سيني درياهن ۽ جهنگلن ۾ هلندا رهيا. ان ڪان پوءِ اُجين مالوه ۾ اچي ڪجهہ سال گوشي نشينيءَ ۾ گذاريائون. آخرڪار عزيزن جي عاجزي ۽ خواهش سبب سارنگ پور مالوه ۾ اچي رهيا. سندن ڏاڏو سارنگ پور جو قاضي هو. انهن جي رحلت ڪان پوءِ قضا جو منصب سندن نالي ٿي ويو هو. ليڪن پاڻ بدستور آزاديءَ جي جوش ۾ رهڻ ڪري ڪيترا دفعا قضا جي مسند ڪي ڇڏي هليا ويندا هئا. هڪ دفعي ائين ٿي ٿيو جو ڏهن سالن ڪان پوءِ دوست احباب گهڻي جستجو ڪري ڏورانهن ملڪن ڪان واپس وٺي آيا. مطلب تہ ڪنهن بہ شيءِ سان ذري برابر بہ دلبستگي نہ رکندا هئا. الله تعاليٰ جيَ ذات اقدس ڪان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ ڏي سندن رخ نہ هو. قديم عربي ۽ فارسي شعر جيڪي صوفيانہ عبارتن سان آراستہ هوندا هئا فصيح البيانيءَ سان انهن جي اهڙي تہ تشريح فرمائيندا هئا جو ٻڌڻ وارا وجد ۽ سلوڪ ۾ گم ٿي ويندا هئا. چون ٿا تہ جيئن دنيا ۾ اچڻ وقت پاڻ هر طرح مجرد آيا هئا اهڙي طرح واپسيءَ جي وقت بہ بدن لباس ۽ احساس سان ۽ دل تعلق ۽ خيال سان سبڪدوش ڪري عالم قدس ڏي روانہ ٿيا. قاضي زنده دل جنهن مان هڪ هزار يارهن جو عدد نڪري ٿو. 1011هه سندن رحلت جي تاريخ آهي. شيخ عثمان ولد شاهه منجهن بيان ڪندا هئا تہ تفسير جا حافظ هئا. متشابهات ۽ تاويلات ناسخ ۽ منسوخ جي تقديم ۽ تاخير- مشڪلات جو حل-

مجملات جو بيان- اعرابن جي تخصيص- تعميم ۽ وجوه- حقيقت ۽ مجاز جو شانِ نزول ۽ قرآن جي عبارتن ۽ استعارات کي خوب ڄاڻندا هئا. هر جمع جي ڏينهن جامع مسجد ۾ تفسير قرآن بيان فرمائيندا هئا. جنهن ۾ مفسرن جي گهڻن قانونن جي رعايت رکندا هئا. رحلت واري ڏينهن به عادت مطابق سورة مزمل جو تفسير بيان ڪيائون. سندن بدن ۾ ڏکٽي پيدا ٿي ٿوري دير وصيت فرمايائون ان کان پوءِ هن فاني جهان مان ڪوچ فرمايائون.

## شيخ مبارڪ صديقي شطاري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ مريد ته شيخ جلال لوهانڪيءَ جا هئا. مگر خلافت جو خرقو مبارڪ شيخ عبدالملڪ شطاريءَ سارنگ پور مالويءَ کان حاصل ڪيائون. شيخ عبدالملڪ خليفه وجيه الملته احمد آبادي جا هئا. پاڻ تصوف جا ماهر ۽ عرفان جا صاحب هئا. هجري سنه نو سؤ ايڪاسي هو جو منڊوءَ ۾ آيا. راقم جي رهنما شيخ محمود شطاريءَ جن جي خدمت ۾ دعوت جو جوهر سکيا- ۽ اجازت حاصل ڪئي. ڪجهه چلا به ڪيائون. دعوت جي جزويات ۽ ڪُليات کي عمل ۾ آندائون. استغنا جو بنياد گهڻو استحڪام سان رکيو هئائون. ڪنهن به حاڪم وقت کان نقد يا زمين وغيره قبول نه ڪيائون. ٽيهن سالن تائين منڊو (مانڊوءَ) ۾ رهي توڪل سان احتياج جي بيماريءَ جو علاج ڪيائون ۽ هجري سنه هڪ هزار ڏهن ۾ عنصري گودڙي جسم تان لاهي ڇڏيائون. آخري آرامگاه منڊوءَ ۾ اٿن.

## شيخ علم الدين مجذوب رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ رهتڪ جا باشندا آهن. سندن ڳالهه ايزدي تقدير جو نسخو هئي. هڪ ڏينهن مولانا منڪن مفتي مهم جا به گهوڙا گم ٿي ويا. مهم هڪ ڳوٺ جو نالو آهي جيڪو رهتڪ کان ٻارهن ڪوهن جي فاصلي تي آهي. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ مفتيءَ جي ڪجهه ساٿين چيو ته هن مجذوب کان گم ٿيل مال جي حقيقت پڇڻ گهرجي جيئن ته گم ٿيڻ کي هڪ عرصو گذري ويو هو ان ڪري مال جي مالڪ جي راءِ اجازت نه ڏئي. ان جي باوجود مفتي صاحب مجذوب جي

خذمت ۾ حاضر ٿيو مجذوب هڪدم پڪاريو تہ فلاڻي دروازي تي ڏسو. حڪم جي تعميل ڪئي وئي ۽ اُتان گم ٿيل مال ملي ويو. آخري آرامگاہ رهتڪ ۾ اٿن. رحلت ڏهين صدي جي آخر ۾ هئن.

## شيخ علي افغان رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ اويسيہ مشرب ۾ چشتہ سلسلي جا مريد هئا. سندن پير ارادت معلوم ناهي تقريباً پنجاهہ ورهن تائين مولانا مغيث اُجيني رحہ جن جي روضي جا مجاور رهيا. سؤ سالن جي عمر هئن. خوبصورت مناظرن سان تعلق خاطر رکندا هئا. قلندرن وانگر تجرد ۾ زندگي گذاريائون. ڪنهن بہ مخلوق ڏي احتياج ڪٿي نہ ويا. پنهنجي گوشي ڪان تمام گهٽ ڪاڏي نڪرندا هئا. هجري سنہ هڪ هزار ٻارهن ۾ راقم اُجين ويو هو تہ پاڻ چوائي موڪليائون تہ مونکي ڪراڙپ هلڻ نہ ٿي ڏئي ليڪن شوق ۽ آرزو دل ۾ جوش هڻي رهيا آهن. مهرباني فرمائي جيڪڏهن چند قدم هلي فقير جي حجري ۾ اچو تہ آرزو پوري ٿئي. ڪاتي ائين نہ ٿئي تہ آخري سفر پيش اچي وڃي. مان انهيءَ اشاري تي خذمت ۾ حاضر ٿيس تہ بي انتها خوش گفتي ۽ خوشي ٻنهي طرف محسوس ٿي. موڪلائڻ مهل فرمايائون تہ هيءَ درويش جي آخري ملاقات آهي. ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ سندن رحلت جي خبر ٻڌڻ ۾ آئي. آرامگاہ روضي مغيثيہ قدس سرهما.

مصرع: باد جانش روشن از انوار عشق-

## شيخ ڪمال محمد عباسي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت احمد آباد گجرات ۾ ٿي. شيخ وجيہ الدين احمد علوي احمدآباديءَ جا شاگرد ۽ خليفا آهن. عالم- عارف- عابد- حافظ ۽ محدث هئا. حديث جي سند شيخ عبدالملڪ بنباني ڪان حاصل ڪيائون. هجري سنہ نو سؤ ٻياسيءَ ۾ وطن ڪان خانديس جي رستي ڪان اُجين مالوہ ۾ آيا هئا. اتي ئي گهر تجويز ڪيائون. شيخ الاولياءَ ڪالپويءَ جي نياڻيءَ ڪان فتويٰ نويسيءَ جو منصب ملين. ڪامل ٽيهہ سال انهيءَ مقام تي شرعي ۽ حڪمي علمن جو درس ڏنائون. ۽ مفتي بہ روايات تي فتوائون لکيائون. بيڪاري ڪڏهن بہ سندن

ويجهو اچي نہ سگهندي هئي. ڇو تہ رات ۽ ڏينهن پاڻ هن طرح تي مقرر ڪيائون. رات جي ٽئين حصي ۾ اُٿي غسل ڪندا هئا ۽ تهجد جي نماز ۾ ڪڏهن ڇهہ ڪڏهن ست سيپارا قرآن پڙهندا هئا. ايتريقدر جو صبح جي سفيدي ظاهر ٿيندي هئي تہ پوءِ دعائن ۽ ذڪر جهر کان فارغ ٿي فجر جي نماز ادا ڪندا هئا. پوءِ اشراق جي وقت تائين تلاوت ڪندا رهندا هئا اشراق جا نفل پڙهڻ کان پوءِ زوال تائين برابر درس ڏيندا هئا. پوءِ اهل سبق سان گڏجي ماني کائيندا هئا. پوءِ ٿوري دير قيلولہ ڪري ظهر جي نماز ادا ڪري عصر جي نماز تائين ماڻهن جا مشڪلات- فتويٰ نويسي سان حل ڪندا هئا. وري شام کان پوءِ درويش دوستن سان تصوف جا راز ۽ تحقيق تي گفتگو ڪندا هئا. عشا نماز پڙهي گهر هليا ويندا هئا. رات جي پهرئين حصي ۾ ٻئي ڏينهن جي سبق جي مطالعي ۾ مشغول رهندا هئا. رات جي ٻئي حصي ۾ ڪجهہ گهر وارن سان ۽ ڪجهہ آرام ڪرڻ ۾ گذاريندا هئا. يارهن سالن جي شروعات کان چوونجاهہ سالن تائين انهيءَ طريقي سان زمانو گذاريائون. هجري سنہ هڪ هزار تيرهن ۾ هڪ خط فقير غوثي حسن جي نالي هڪ مضمون جو موڪليائون تہ عمر جو بنياد نهايت ناپائدار آهي اعتماد جي لائق نہ آهي شوق انهيءَ ڳالهہ ڪي چاهيو پئي تہ منڊوءَ جي دوستن جي ديدار لاءِ اُتي اچان ليڪن ڪنهن سبب ڪري نہ اچي سگهيس. جيڪڏهن مانڊوءَ وارن کي ڪو عذر نہ هجي تہ اُجين جو اچي سير ڪن تہ جيئن هڪ ٻئي جي ديدار کي غنيمت سمجهي ٿوري دير ملي ويهون. مان ان تي عمل ڪندي سندن خذمت ۾ ويس. ڪجهہ ڏينهن حقائق جي عيد ۽ معارف جو نور رهيو. باالآخر انهيءَ ئي سال ڏهين شعبان جي رات، هر رات جي معمول مطابق مصروف رهيا راقم بہ ان وقت حاضر هو. ٻن ڪلمن تي وصيت پوري ڪري ۽ رات جي آخري حصي ۾ ناسوتي مجلس کان منهن ڦيرائي دائمي زندگيءَ ڏي روانہ ٿيا. آخري آرامگاه انهيءَ ئي دالان ۾ اختيار ڪيائون جتي درس ڏيندا هئا.

## شيخ تاج العاشقين عبدالله سنڌي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن نالو محمد آهي. ولادت برهانپور ۽ شيخ لشڪر محمد عارف قدس

سرهم جا خليفا آهن. سهڻي آواز ۽ سهڻي سيرت تي شيدا رهندا هئا. هجري سنہ هڪ هزار هڪ جي شروعات ڪان ڇٺن سالن تائين راقم گلزار سندن ۽ مسيح الزمان جي همسائگيءَ جي سعادت حاصل ڪندو رهيو. انهيءَ دوران ڪيترا دفعا فرمايائون تہ مان نندپڻ ۾ مسيح زمان جو هم مڪتب ۽ هوش سنڀالڻ وقت عربي زبان جي علمن جي تحصيل وقت سندن ساٿي هئس. عين شباب ۾ اڪ جي مردم فريب نگاه منهنجو قدم رستي ۾ روڪي ڇڏيو ۽ مسيح زمان جي ثابت قدمي گوناگون علمن جي دروازن جي ڪنجي ثابت ٿي. آخرڪار عقلي علمن ۾ حڪيم عثمان بوبڪائي جي شاگردي ۽ نقلي اصطلاحات ۾ شيخ طاهر يوسف سنڌيءَ جي شاگردي ڪيم ۽ شرح منازل السائرين- نقد نصوص- شرح گلشن راز- ۽ ڪجهہ شرح موافق مسيح الزمان جي درس ۾ حاصل ڪيم. هڪ حسين مظهر جي حسن تي عاشق هو ۽ انهيءَ دوران چلہ نشين ٿي ويو ۽ نفس سان لڙائيءَ جي واسطي ڪوشش لاءِ تيار ٿي ويو. هڪ رات خواب ۾ حقيقي معشوق ڪي مجازي محبوب جي صورت ۾ ڏنائين.

جنهن سال اڪبر بادشاهہ صوبي خانديس ۾هو ان وقت خانديس جي حاڪم جي دوستيءَ جي تهمت لڳائي ڪين قيد ۾ وڌو ويو پوءِ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ دوستن جي تدبير سان نجات ملين. ان کان پوءِ دارالخلافہ آگري ڏي روانہ ٿيا. قليچ نالي سردار شهنشاه جي وڏن اميرن مان هو. ۽ عقلي ۽ نقلي علمن سان آراستہ هو. هي سردار تعظيم ۽ وقار سان پيش آيو ۽ سندن خذمت جو بار پنهنجي ذمي ڪنيائين. هجري سنہ هڪ هزار يارهن ۾ خان جي لاهور روانگي ٿي. ۽ هجري سنہ هڪ هزار تيرهن ۾ پاڻ پنجاب ۾ پيڪر پرست راجپوتن جي لڙائيءَ ۾ شهيد ٿي ويا.

## شيخ ابوسعيد پور شيخ جگن ڪنڌوتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن رسمي علمن جي تحصيل ڪمال درجي تي پهتل هئي. هجري سنہ هڪ هزار چوڏهن ۾ عالم ناسوت کان رخصت ٿيا. ملا ڪلامي ڪالپيءَ جي فصيح شاعرن مان آهن. انهن سندن واپسيءَ جي سفر جو سال مصرع فرياد زبوسعيد ثاني 1015 هہ مان ڪڍيو. ۽ چيائون تہ ابوسعيد جيڪو صحابہ ڪبار

مان هو. رضي الله عنہ. انهن جي نسل مان سندن هجڻ سان لفظ ثانيءَ کي معنيٰ بہ برابر ڪري ڇڏيو آهي. آخري آرامگاه ڪالپيءَ ۾ پنهنجي والد بزرگوار جي مزار جي پيرانديءَ ۾ اختيار ڪيائون. رحمهما الله تعاليٰ.

## شيخ ڪبير برهنہ مالوي ديپالپوري رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن والد درزي ۽ پيڪر پرست هو. پاڻ ماءُ جي پيٽ مان ئي مجذوب پيدا ٿيا هئا. ننڍپڻ ۾ ئي يتيم ٿي پيا. ماءُ پرورش جي زماني ۾ تنگ رهندي هئي ان ڪري ڳوٺ ديپالپور جي قاضي شيخ عبدالقادر سندن ڪفالت پنهنجي ذمي ڪٽي نالو ڪبير رکيو. تقريباً پنجويهہ سال پنهنجي ولادت واري جاءِ تي رهيا ۽ هڪ هزار ٻارهن ۾ هتان هلي وڃي دولت آباد ۾ رهيا. جيڪا ديپالپور کان ڇئن ڪوهن جي فاصلي تي آهي. ماڻهو سندن خرق عادتون گهڙيون بيان ٿا ڪن. راقم بہ ڪئي بار سندن ديدار ڪيو آهي. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ سندن بيخوديءَ ۾ انبساط جي آثارن سبب بهرياب ٿيا آهن. ليڪن ڪوئي حرف يا ڪا حرڪت اهڙي ظاهر نہ ٿي جيڪا سندن خرق عادت تي ٻڌل هجي. يا راقم جي ئي علم ۾ نہ آئي هجي. هجري سنہ هڪ هزار سورهن ۾ دنيا کان ڪوچ فرمايائون.

## شيخ مرتضيٰ رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سيد محي الدين ابن سيد يحييٰ گجراتيءَ جا فرزند آهن سندن ولادت بروده جيڪو هڪ وڏو شهر آهي احمد آباد ۽ ڀڙوچ جي وچ ۾ اُتي ٿي. پاڻ بلند همت- نيڪ نيت- درست عقيده- صاف دل- تجريد دوست ۽ پير پرست هئا. سندن پير بيعت سيد ڪالي شطاري رحہ بروده وارا هئا. جيڪي غوث الاولياءَ جي خلفاءِ ڪرام مان هئا. پاڻ حقيقي رهنما جي جستجوءَ ۾ وطن کان سفر اختيار ڪيائون سفر جي دوران ۾ برهانپور کان بہ گذر ٿيو. تقدير ۾ لکيل هو جنهن سبب شيخ لشڪر محمد عارف جي خدمت مان فيض حاصل ڪيائون. شيخ لشڪر محمد عارف جي رحلت کان پوءِ سادات جي تلقين مسيح القلوب جي هٿ ۾ آئي. موليٰ جي عشق ۾ بي انتها آرام حاصل ڪندا هئا.

ڪجھ چلا ڪڍيائون ۽ اڪيلائيءَ ۾ به ويٺا. انهيءَ آرزو ۾ ته ڇا ننڍا ۽ ڇا وڏا سين سادات کي ايزدي محبت نصيب ٿي. ڪين فنا في الشيخ جي مقام ۾ ڪمال جو استغراق حاصل هو. ان ڪري پاڻ پيغمبر آخرزمان عليہ السلام جن کي پنهنجي مرشد جي صورت ۾ خواب ۾ مشاهدو ڪيائون. هجري سنہ هڪ هزار ٻن ۾ عنصري عالم کان ملڪوت آباد ڏي ڪوچ ڪيائون. آخري آرامگاه برهانپور ۾ شيخ ڀڪاري قدس سرهُ جي سامهون اختيار ڪيائون. ملا يونس سنڌي چئي ٿو ته گذريل ماڻهن ۾ ته سلطان ابراهيم اڌم رح ترڪ جي دائري ۾ قدم رکيو هو ۽ هن زماني ۾ سيد يحيٰ برودہ وارا بيخوديءَ جي رستي تي هليا آهن.

## شيخ نصير خان رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ قريش خان جا فرزند ۽ ميان جموجيءَ جا نائي آهن. سندن آباء واجداد سپهداريءَ جي وضع ۾ گجرات ۾ رهندا هئا. جنهن زماني ۾ اڪبر بادشاهه گجرات فتح ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو انهيءَ ئي سال ۾ پاڻ خانديس هليا ويا. ۽ آهستگيءَ سان ترڪ ۽ تجريد ۾ ڪمال پيدا ڪيائون ۽ توڪل اختيار ڪيائون ايتري قدر جو ڪنهن به ڪم کي هٿ نه لڳائيندا هئا. ڪنهن به سبب تي دل ۾ خوش نه ٿيندا هئا. نيستيءَ جي ذريعي دل ۾ فروغ وڌائيندا هئا. آرزو ۽ حرص جو دروازو آشنا ۽ بيگاني ٻنهين لاءِ بند رکندا هئا. گهڻي ڊوڙ ڊڪ کان پوءِ خوش قسمتيءَ ميان جموجيءَ جي خدمت جي طرف سندن رهنمائي ڪئي هئي. احياءُ العلوم جي مطالعي تي عاشق هئا. انهيءَ پيماني تي پنهنجي اندروني عقائد ۽ بيروني علمن کي جاچي وٺندا هئا. هڪ ڏينهن پاڻ مسيح الزمان جي خدمت ۾ عرض ڪيائون ته دنيا جو ترڪ ڪرڻ حقيقت فهميءَ جي لحاظ کان نه آهي بلڪ ان جو سبب هي آهي ته مان گجرات جي مقام تي مغلن ۾ ڦاسي پيو هئس ته سپاهيانہ وضع ترڪ ڪري آزادي حاصل ڪئي هئم. هاڻي درويشيءَ جو سبب ان جي وفا آهي. جنهن ڏينهن پاڻ آخري سفر اختيار ڪيو اتن ان ڏينهن شيخ وجيہ الدين علوي گجراتي جي پاءُ جي پٽ شيخ محمد بهاءُ الدين فرمائن پيا ته اڄ شيخ علي متقي دنيا مان جمال تقوي قبر ۾ پاڻ سان ڪٺي ويا.

## شيخ عبداللطيف پور ملڪ شاه گوري رحمة الله عليه جي ياد ۾

معرفت- حقيقت- صفا ۽ صلاح انهن سڀني صفتن جا پاڻ مالڪ هئا. سندن حالات حافظ صالح محمد گهٽا ڪجهه بيان ڪيا آهن. انهن مان ڪجهه حالات جيڪي ياد آهن اُهي هي آهن ته سندن پيدائش جي جاءِ نهرواله آهي. اجا پاڻ هوش نه سنڀاليو هئائون ته والدبزرگوار رحلت فرمائي. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ خدا طلبيءَ جي شورش سندس سر ۾ پيدا ٿي. انهن ڏينهن ۾ شيخ صدرالدين محمد شمس ذاڪر جانپانيريءَ جي شهرت ٻڌڻ ۾ آئي ان ڪري قلعي جانپانير ۾ اچي هدايت جا طلبگار ٿيا. شيخ صدرالدين جي خدمت ۾ درويشي ۽ صفا جو طريقو حاصل ڪيائون. ۽ رياضت جي ذريعي نفس جي گوشمالي ڪري ڪمال جي مرتبي تي پهتا. هجري سنه نو سؤ ستر ۾ اجازت ملين ته حضرت غوث الرحمان جي مقدس روضي جي آستانه بوسيءَ لاءِ گواليار وجو. رستي ۾ جڏهن نارنول پهتا ته شيخ نظام ابن شيخ عبدالڪريم نارنوليءَ جي خدمت ۾ به حاضر ٿيا. حال احوال وٺندي سفر جو مقصد پڇيو ويو. جواب ڏنائون ته حضرت غوث الرحمان جي مزار مبارڪ جي زيارت جو شوق آهي. ان تي صاحب مڪان پنهنجي ڪيفيت بيان ڪئي جيڪا سير و سلوڪ جي آغاز ۾ پيش آئي هئي. ۽ ٻڌايائون ته "فقير نظام ڪجهه عرصي لاءِ غوثيه خانقاه ۾ گوشي نشين رهيو هو. حضرت غوث الرحمن جي عنايت سان ظاهري ۽ باطني گهڻو فيض حاصل ٿيو ۽ سندس احسان جي بار ۾ منهنجي گردن هميشه دٻيل رهندي".

شيخ نظام کان رخصت ٿي دهلي ۾ پهتا. انهيءَ شهر ولايت جي مشائخ جي ملاقات ۽ مقبرن جي زيارات کي قدس الله اسرارهم پنهنجي حسن نيت جي علامت سمجهي غنيمت سمجهائون. پوءِ دهليءَ کان دارالخلافه آگري ۾ آيا. هتي حضرت غوث الرحمان جي فرزند شيخ ضياءالله موجود هئا. انهن جي مشڪل ڪشا فيض سان گهڻو ڪجهه شرف ۽ سعادت جو حصو حاصل ڪيائون. جڏهن مخدوم زاده کان اجازت وٺي گواليار پهتا ته پنهنجي گرد آلود ڳلن کي روضي پاڪ جي آستاني جي خاڪ سان رڳڙي ان ۾ سچ جهڙي روشني پيدا ڪئي. ۽ اتي رهڻ وارن جي صحبت سان ڪامياب ٿي ذڪر فڪر سان متواتر به چلا ڪڍيائون. اِهو مقام سنيچرا ۾ ٿيو جيڪو جبل جي دامن ۾ هڪ غار آهي ۽ گواليار جي عمارتن کان ست ڪوهه پري آهي. ۽ حضرت غوث

الرحمٰن بہ سلوڪ جي ابتدا ۾ اُتي ئي چلا نشين ٿيا هئا. ان جاءِ تي ڪجهہ حجرا- نهر- حوض ۽ چانو وارا وڻ آهن. جڏهن چلي ڪان فارغ ٿيا تہ باحقيقت سجاده نشين شيخ عبدالله ولد غوث الاوليلاءجي خدمت سان ۽ بين عظمت وارن مخدوم زادن ۽ خليفن جي خدمت سان واپسيءَ جي اجازت ورتائون. سندن همٿ جي انتها اها هئي تہ مرشد جي قدم بوسي ڪئي وجي. ان ڪري جانپانير پهچي ڪامياب ٿيا. جڏهن جانپانير شهر ويران ٿيڻ لڳو تہ پاڻ شهر بروده ڏي هليا ويا ۽ اتي صاحب مڪان ٿيا. هڪ دفعو وري هجري سنہ نو سؤ چوراسيءَ ۾ مالوه جي رستي سان گواليار جي طرف روانہ ٿيا. جڏهن منڊو (مانڊوءَ) پهتا تہ سندن قدمن سان راقم جي مهمانخاني کي بہ شرف صفا حاصل ٿيو هو. ان ڪان پوءِ باقي عمر پنهنجي حجري ڪان سير ۽ سفر جو ارادو سندن خيال ۾ ئي ڪونہ آيو ۽ توڪل ۽ تسليم ۾ خوش رهي ڪشاده پيشانيءَ سان وقت گذاريائون مگر مسيح الاوليا جي ديدار جو شوق ڪين هڪ دفعي برهانپور ڏي چڪي آيو هو. ۽ حسن اتفاق هو جو انهن ڏينهن ۾ فقير بہ اتي موجود هو. ڪجهہ ڏينهن دوستانہ گفتگو ڪري پنهنجي وطن ڏي موٽي آيا. هي سندن محققانہ ڪلام آهي فرمائيندا هئا تہ سلوڪ جي جنگل ۾ نئين سفر ڪرڻ وارن کي مرشد جي نسبت وجود ۾ پيچ دُڪَ ڪرڻ سير الي الله جي منزل طئہ ڪرڻ ۾ داخل آهي. ۽ مرشد ڪامل ذڪر ڪيل سير جو واسطو آهي. هجري سنہ هڪ هزار ست ۾ جسماني تنگ ڪوچي ڪان روحاني وسعت آباد ڏي روانہ ٿيا. آخري آرامگاه بروده ۾ اٿن.

مصرع: سالڪ مالڪ طريقت بود-

## شيخ پير محمد رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ عبدالحڪيم ابن شيخ جلال محمد قادري برهانپوريءَ جا فرزند آهن. فضيلت ۽ دانشمندي ۽ اصلاح و پرهيزگاريءَ جا چشمہ هئا. شيخ يوسف مفتي بنگالي- استادي شيخ وجيہ الدين احمد علوي احمد آبادي جي سيني شاگردن ۾ مقدم ۽ پيش رو هئا. انهن جي درس ۾ پاڻ رسمي علم حاصل ڪيا هئائون. جڏهن تحصيل مڪمل ٿي ان وقت ڪان وٺي آخري ساهہ تائين درس جو سلسلو

انهيءَ روش سان جاري رکيو جو صبح جي نماز کان فارغ ٿيڻ بعد شام تائين طالبن جي درس ڏيڻ ۾ مشغول رهندا هئا. سندن مدرسي ۾ ڪڏهن بہ موڪل ڪانہ ٿيندي هئي. گهڻا ماڻهو سندن خدمت مان عالم ٿيا. هڪ ڏينهن خانديس ملڪ جي والي ڪين بي انتها تعظيم سان پنهنجي مجلس ۾ تشريف آوريءَ جي تڪليف ڏئي اها ڳالهہ ڪئي تہ بادشاهہ جي خواهش آهي تہ اوهان جهڙا ماڻهو هتي دربار ۾ اچن. پاڻ جواب ڏنائون تہ مان اهڙن ماڻهن جي خدمت سان جيڪي علم جا حاجتمند هجن، پنهنجي وقت جي فرصت ڪونہ ٿو ڏسان جو فرصت جي وقت اچي سگهان. ان ڪري جيئن سڄي عمر گذري آهي اهڙي طرح جيڪڏهن مونکي آزاديءَ جو حڪم رهي تہ اهو توهان جي خسروي طبيعت کان پري ناهي. وري فرمان ٿيو تہ اسين هر روز توهان کي سڏائڻ نہ ٿا چاهيون نہ ئي فقيرن کي فائدو پهچائڻ کان باز رکڻ ٿا چاهيون. ليڪن اهو ضروري آهي تہ جڏهن موقعي سان طلب ڪيو وڃي تہ حاضر ٿيڻ کپي. پاڻ ان جو جواب خاموشيءَ سان ڏئي گفتگوءَ جو سلسلو ئي ختم ڪري ڇڏيائون. مسيح القلوب جن فرمائن ٿا تہ پاڻ وري ٻئي دفعي ملڪ جي واليءَ جي دولت خاني تي نہ ويا. ۽ منهنجي روبرو اچي اهو ظاهر ڪيائون انهيءَ شرم سان تہ مان بہ بادشاهن جي دربار مان ٿي آيو آهيان. ديني دوستن جي روبرو نہ ٿو ٿي سگهان. چون ٿا تہ گهڻو وقت ڪونہ گذريو تہ ملڪ جو والي ۽ پاڻ ٻئي هن فاني جهان مان ئي هليا ويا.

ارباب عبرت ۽ قياس کي چڱي طرح سمجهڻ گهرجي تہ سعيد دولتمندن کي جيڪڏهن خلوت نشين درويشن جي صحبت جي آرزو ٿئي تہ اجازت گهري پاڻ انهن جي گهر وڃي ملاقات ڪجي. پنهنجي گهر ۾ گهرائڻ جي انهن کي تڪليف نہ ڏيڻ کپي. هجري سنہ هڪ هزار تيرهن ۾ رحلت فرمايائون. خوابگاه برهانپور ۾ اٿن.

## شيخ عبدالله ابن شيخ وجيہ الدين احمدآباديؒ جي ياد ۾

سندن ذات ۾ سڀ عقلي ۽ نقلي علم جمع هئا. ڪسبي ۽ ڪشفي سڀ دقيق مسئلا حل ڪري ويندا هئا. ملڪ ۽ ملڪوت (عالم شهادت ۽ عالم

غيب) جي حقيقتن جو جلوو سندن مٿان ٿيندو هو. ظاهري صورتن جي جهان ۽ معنوي عالم جي معرفت حاصل هئن، ان سان گڏوگڏ پنهنجي والد بزرگوار جي ظاهري ڪمالات ۽ باطني خزانن جا بہ وارث هئا. ڪيترا سال سندن والد ماجد جي درس جو دور هليو. انهيءَ مدت ۾ هڪ گهڙي بہ سندن خدمت ۽ حضور کان پري نہ رهيا. هميشہ پيءُ جي ڪم ايندڙ عقل و دانش مان فائدو حاصل ڪيائون. ٻنهين جهانن جو ڇوٽڪارو ۽ معرفت حاصل ڪيائون. ڇون تا تہ جڏهن امڪان جي عارضي چادر لاهي اچلائڻ جو وقت وجيهہ الملڪ جي ويجهو اچي پهتو تہ پاڻ خلافت جو خرقو ۽ اجازت نامون کين عنايت فرمايو ۽ اهڙي طرح کين ظاهري ۽ باطني پنهنجو جانشين مقرر ڪيائون. جڏهن پاڻ مسند تي جلوه فرما ٿيا تہ عنصري لباس کي ايترو تہ ڳاريائون ۽ روحاني لطيفي جي پرورش ان حد تائين ڪيائون جو سندن روزاني جي غذا صرف شربت جو هڪ پيالو ۽ مصريءَ جي هڪ ڳڙي هئي. سبحان الله هنن ٻنهين بزرگن ۾ عجيب قسم جي هڪجهڙائي هئي جو ڪنهن مقيم يا مسافر کي اهو محسوس ئي نہ ٿيو تہ مقام ڪنهن ٻئي جي سپرد ٿي ويو آهي. اهائي ساڳي روش جاري رهي. هڪ شخص تاش بيگ نالي سعادتمند دوجهاني نواب ڪامياب اعظم خان جي پراڻن ملازمن مان آهي ۽ اهو اڄڪلهہ سندن خدمت جي برڪت سان سرداريءَ جي درجي تي پهچي شهنشاهي منصب دارن ۾ داخل ٿي ويو آهي. ان جو بيان آهي تہ جنهن سال نواب صاحب سورت ۽ ان جي اردگرد فتح حاصل ڪرڻ لاءِ لشڪرڪشي ڪئي تہ اتي هڪ وڏي جنگ ٿي ۽ لشڪرن جي مقابلي ۾ مون تي ڏکيو وقت آيو تہ مون اعتقاد ۽ سچي نيت سان شيخ عبدالله کي پنهجي دل ۾ ياد ڪيو. ان جو نتيجو اهو ٿيو تہ هنگامون ٿڌو ٿيڻ تائين سندن صورت مبارڪ کي مون پنهنجي اردگرد هر وقت ڏٺو. مختصر ڪلام هي تہ سندن نگهبانيءَ جي برڪت سان جنگ جي ميدان ۾ جتي سوُ جانيون هڪ جَوَ جي حيثيت نہ پيون رکن صاف سلامتيءَ سان نڪري آيس ۽ مقابلي ۾ لڙڻ واري تي فتح حاصل ٿي. روايت آهي تہ صادق محمد خان جو هڪ عملدار خيانت جي تهمت ۾ ڦاٿو ۽ قيدخاني ۾ پهچي ويو. ان جو هڪ ڀاءُ هميشہ شيخ جي خدمت ۾ ايندو ويندو هو. اهو پنهنجي ڀاءُ جي آزاديءَ لاءِ عرض ڪندورهندو هو جيئن تہ هر ڪم جي ٿيڻ جو وقت مقرر آهي ان ڪري پاڻ ڪا دعا نہ گهريائيون.

اهڙي طرح ڪافي وقت گذري ويو. هڪ ڏينهن بغير موسم جي هڪ صوف شيخ جي هٿ ۾ هو ۽ اهو صوف شيخ قيديءَ جي پائرن ڪي ڏنو ۽ فرمايائون تہ مايوس قيديءَ کي وجي ڏيو. اجان ان ڇوڪارو ڏيندڙ ميوي جي خوشبو قيديءَ جي دماغ تائين نہ پهتي تہ صادق محمد خان انتهائي نرمي ۽ مهربانيءَ سان ان کي ياد ڪيو ۽ فرمايو تہ هي ويچارو ناحق قيد خاني ۾ پيو آهي. چنانچ انهيءَ ئي وقت بيڙيون پيرن مان ڪٽي حاضر ڪيو ويو ۽ هڪ عمري خدمت ان جي سپرد ڪئي وئي.

## شيخ منور رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ عبدالمجيد ابن عبدالشڪور ابن حاجي سليمان ابن اسرائيل جا پٽ آهن. پنهنجي ڏاڏي سائين جا مريد هئا. صورت ۽ سيرت ۾ دلفريبي، بيان ۽ نظر ۾ دلربائي گهڻي قدر هئن. گهڻو ڪري زماني جي عالمن جي جلسن ۾ پنهنجي خوبصورت تقرير سان مناظري جي الجهن کي تحقيق جي درجي تي پهچائيندا هئا. جڏهن مير فتح الله شيرازي دکن کان اڪبر بادشاه جي فرمان موجب دارالسلطنت آگري ۾ آيو تہ هڪ ڏينهن شيخ منور سان بہ عقل ۽ دانش جون ڳالهيون ڪيائين. گهڻيون ئي پراڻيون اجايون ڳالهيون سندن بيان سان سڌي رستي تي آيون. شيرازي عالم سندن تعريف ۾ فرمايو تہ هندستان جو سير ڪندي عرصو ٿي ويو آهي ليڪن اڄ شيرازيءَ جي آرزو پوري ٿي آهي. چون ٿا تہ ان کان اڳ جو فرمانروا ۽ اقليم جي خدمت ۾ پاڻ حاضر ٿين چاليهن سالن تائين متواتر ڪتابي درس کي جاري رکيائون. ان جي باوجود جو فتويٰ ڏيڻ جو وزن بہ سندن ڪلهن تي هو ليڪن درس ڏيڻ جي جمع جي ڏينهن بہ موڪل نہ ڪندا هئا. چون ٿا تہ عزيز الحق شيخ عبدالعزيز محدث دهلويءَ جي وڏي پٽ شيخ قطب عالم کي سير و سياحت جو گهڻو شوق هو ۽ انهيءَ شوق ڪين قلندراڻو لباس پارائي سفر ڪرايو. جڏهن شيخ قطب عالم لاهور ۾ آيو ۽ هڪ ڏينهن منوري درسگاه کان گذر ٿيس، جيئن تہ علم جو مزو چکيل هئس سندن شيرين بيانيءَ تي موهجي پيا. اِهو ٿوري دير جو گذر دلدادگيءَ جو سبب بنيو ۽ اصول فقہ جو سبق شروع ڪيائون ۽ چند سالن ۾ فيض ۽ فضل جو سرمايو گهڻو

جمع ڪيائون. ۽ ڪمال حاصل ڪري پنهنجي وطن وريا ۽ پنهنجي وڏن جي طريقي کي رونق بخشيائون ۽ سجادگيءَ جي چراغ کي روشن ڪري ڇڏيائون.

شيخ منور رحہ جن جو فرزند شيخ ڪبير چوي ٿو تہ شمس الدين علي گيلانيءَ کي اڪبر بادشاه طرفان حڪيم الملڪ جو لقب مليل هو ۽ هو مولانا شاه محمد شاه آباديءَ ڏي پنهنجي شاگرديءَ جي سند رکندو هو. هڪ ڏينهن هن بادشاه جي دربار ۾ چيو تہ تفسير بيضاوي ۽ ٻين ڪن ڪتابن تي شاه آبادي استاد کي اعتراض آهن ۽ گهڻن عالمن انهن اعتراضن کي حل ڪرڻ بدران خاموشي اختيار ڪئي آهي. اهڙي طرح شاه آبادي استاد سيني تي غالب اچي ويو آهي. ۽ بادشاه کي ان ڳالهہ تي آماده ڪيائين تہ عالمن جو جلسو گهرائي انهن اعتراضن مطابق ترميم ڪرائي وڃي. چنانچہ عقلن جي امتحان جو جلسو مقرر ڪيو ويو. گيلانيءَ چيو تہ **اِذِابْتَلٰٓي اِبْرٰهٖمَ رَبُّهٗ بِكَلِمٰتٍ فَاَتَمَّهُنَّ** انهيءَ آيت جي تفسير تي اعتراض آهي. شيخ منور اعتراض ڪرڻ واري کان اعتراض جي صورت معلوم ڪئي ۽ بيان دوران جواب ڏنائين تہ ضمير جي راجع ۽ مرجع کي متعين ڪرڻ ۾ سستي ٿي آهي. جيڪڏهن هيئن چئجي تہ اعتراض پيدا نہ ٿيندو ۽ مراد ۾ بہ خلل واقع نہ ٿيندو. حڪيم الملڪ نانصافي ڪندي جانبداي ڪئي ۽ تقريب تي نظر ڪري اهڙي گفتگو ڪئي جيڪا ادب جي حد ٽپي وئي. شيخ منور بادشاه کي چيو تہ قرعہ اندازيءَ ڪئي وڃي ان ۾ قاضي صدرالدين لاهوريءَ جو نالو نڪتو. قاضي صاحب بيضاويءَ جي عبارت. اعتراض ۽ جواب انهن سيني ڳالهين کي منصفانہ نظر سان ڏسي فرمايو تہ اڄ جيڪڏهن قاضي ناصرالدين بيضاوي زنده هجي ها تہ شيخ منور جي دوربين طبيعت جي داد ڏئي ها . هي معمي جي مثل نمائش جي ڳالهہ اسم جي تعين ڪانسواءِ ان لاءِ لکي وئي آهي تہ جيئن فنون ۽ علوم ۾ شيخ منور جي دقيقہ شناسي ۽ سخن آفريني ظاهر ٿئي تہ علم ۽ مجلس ۾ ويٺلن جو مقابلو ڪهڙي طرح ٿيو.

هجري سن نو سؤ پنجاسيءَ ۾ صوبي مالوه جي صدارت جو منصب کين عطا ٿيو پاڻ عالمن- درويشن ۽ عاشق مزاج رکندڙن سان سهڻي نموني پيش آيا ان ڪري سڀ ماڻهو دعا جي قبوليت جي وقت سندن لاءِ خير جي دعا گهرڻ لاءِ آسمان ڏي هٿ کڻندا هئا. ڪجهہ سال سارنگ پور مالوه ۾ قيام فرمائي ان صوبي جي طالبن کي علم جو فيض پهچايائون. هجري سنہ نو سؤ پنجانوي ۾

عضد الدولہ علامہ عصر مير فتح الله شيرازيءَ کي جيکو دانشور مليو اهو مرزا جان جو همر کلاس ۽ مير غياث الدين منصور جو سڏو شاگرد مشهور هو. صوبي مالوه جي صدارت جو منصب مليو تہ جڏهن مير فتح الله سارنگ پور ۾ پهتو تہ شيخ منور مقدمي طوالع جي شرح علامہ جي سامهون رکي جنهن کي خود عقيم ۽ منتج اشکال جي مطالب ۾ لکيو آهي ۽ جنهن کي هو پنهنجي سخن آفرين فکر جو نتيجو سمجهندا هئا. ٻئي ڏينهن علامہ صاحب فرمايو تہ مون هن باب ۾ چند ڳالهين جو مسودو کيو آهي جن سان جواب تي اعتراض ٿو ٿئي کنهن ماڻهوءَ کي مون سان گڏ موکليو مان ان کي صاف کري انهيءَ ماڻهوءَ هٿان توهانجي خدمت ۾ موکليندس. شيخ جو موکليل ماڻهو ٻہ ٽي دفعا ويو پر بغير جواب جي واپس آيو.

مختلف علمن جي تحصيل ۾ وٽن وڏي سند هئي سندن چاچو شيخ سعدالله پنهنجي وقت جا عالم ۽ خداشناس هئا. پاڻ ان جا ئي شاگرد هئا. شيخ سعدالله جن جا حالات هن گلزار ۾ اڳ تحرير ٿي چڪا آهن. ٻيا هي آهن تہ شيخ سعدالله اجا علم حاصل ڪرڻ شروع ئي ڪيو هو تہ کين پنهنجي والد بزرگوار شيخ ابراهيم جامع جي شاگردي نصيب ٿي. پوءِ جڏهن سندن والد کي آخري سفر جو سڏ ٿيو تہ باقي علم دارالسلطنت لاهور ۾ اچي مولانا عبدالرحمٰن ملتانيءَ جي درس ۾ پورو ڪيائون جن کي امام اعظم ثاني چوندا آهن. مولانا عبدالرحمٰن پنهنجي والد ماجد شيخ عزيز جا شاگرد هئا. ۽ شيخ عزيزالله جن اتفاق سان شيخ ابراهيم جامع جي والد بزرگوار مولانا فتح الله جي خدمت ۾ علم حاصل ڪيو هو.

شيخ جمال ڪنبوءَ سيرالعارفين ۾ مولانا فتح الله جي تمام گهڻي تعريف لکي آهي تہ ان زماني جا سڀ فاضل مولانا کان علمي استفاده حاصل ڪندا هئا. وري مولانا مير سيد شريف جرجانيءَ جي شاگردن مان هئا. شيخ سعدالله جي تحقيق اها آهي تہ مولانا فتح الله دهليءَ ۾ بہ مولانا موسيٰ جعبريءَ کان بہ گهڻا علم ۽ فن حاصل ڪيا ۽ انهن جي ئي اجازت سان درس جي مسند تي جلوه نما ٿيا هئا. ۽ مولانا موسيٰ جعبريٰ وري علامہ تفتازاني جي وڏن شاگردن مان هئا.

مصنفات منوريءَ جا تفصيل هي آهن. (1) شرح طوالع (2) شرح البديع البيان مسمي بہ حدائق البيان (3) رسالہ موسوم بحق صريح هي رسالو سڀ ڪنندگانِ رسول عليہ السلام جي توبہ قبول نہ هئڻ جي باري ۾ آهي العياذ باالله

۽ رسالو ذڪر ڪيل رسالو مخدوم الملڪ مولانا عبدالله لاهوري جي رد ۾ لکيو ويو آهي جنهن ۾ مٿين سياه باطن جماعت جي توبہ قبول ٿيڻ ڪي ثابت ڪيو ويو آهي. (4) شرح قصيده برده شريف (5) تفسير دررالنظيم في ترتيب آلاي والسورالڪريم (6) تعريب بحرالمواج تفسير قاضي شهاب الدين جيڪي پنجن سالن تائين گواليار جي قلعي ۾ قيد رهيا هئا. انهيءَ دوران انهن ٻنهي تفسيرن جو مسودو تيار ڪري ورتو هئائون. چاهيائون پئي تہ نظر ثاني ڪري تصحيح ڪري صاف ڪيو وڃي. مگر انهيءَ وچ ۾ فرمانروا جي دل سندن لاءِ تمام سخت ٿي وئي هئي ۽ سندن سب ڪتاب جيڪي اندازاً ڏيڍ هزار جلد هئا. بادشاهي ڪتب خاني ۾ ڪٽي ويا ۽ سندن جملہ تصنيفات ختم ٿي ويون. مگر هڪ ڪتاب دررالنظيم بچي ويو جيڪو مصنف وٽ قيدخاني ۾ رهجي ويو. انهيءَ ئي سلطاني قهر جي جوش ۾ حڪم صادر ٿيو ۽ کين گواليار کان دارالخلافہ آگري وٺي ويا پوءِ جيڪي چند ڏينهن زندگيءَ جا باقي هئا اُهي نهايت تنگي ۽ اونداهيءَ ۾ گذاريائون ۽ تاريخ ٻارهين ذوالقعد هجري سن هزار يارهن ۾ هن فساد جي جهان کي ڇڏيائون. غريبن ۽ فقيرن جي قبرن جي وچ ۾ دفن ڪيا ويا. پر وري محرم جي مهيني ۾ سن هڪ هزار پندرهن ۾ سندن فرندانِ ڪرام ڪنهن خاص ترتيب سان سندن نعش آگري مان ڪڍي لاهور کڻي آيا ۽ پنهنجي ابن ڏاڏن جي روضي ۾ دفن ڪيا ويا.

مصرع: رنج خمار باده دانش چنين بود-

## شيخ داؤد حلاج رحمة الله جي ياد ۾

سندن وطن عمادپور آهي. جيڪو احمدآباد گجرات جو هڪ حصو آهي. سندن ننڍو ياءُ شيخ خليل جو بيان آهي تہ پيشو ڇڏڻ جو اولين سبب اهو ٿيو جو هڪ ڏينهن پنهنجي هم عمرن ٻارن سان گهٽيءَ ۾ راند ڪيڏي رهيا هئا تہ ان گهٽيءَ ۾ شيخ ٻڌن گودڙيو اچي گذريو ۽ آواز ڏنائين تہ جنهن وٽ ڪجهہ هجي اهو هن گداگر کي اچي ڏئي. سب ڇوڪرا ڀڄي ويا پر پاڻ همٿ ڪري هڪ ٽامي جو پيسو پنهنجي هٿ تي رکي نهايت ادب سان اچي پيش ڪيو. شيخ ٻڌن اِهو پئسو ورتو ۽ پنهنجي وات مان لعاب مبارڪ ڪڍي ان ڇوڪري جي

وات ۾ وڏائون. بس کين ملي ويو جيڪو ڪجهہ بہ نصيب هئن. ان وقت کان خدا طلبيءَ جي چڻنگ سندن دل ۾ لڳي وئي ۽ دنيا پرستيءَ جي عادت ۽ خيال کي ان ۾ ساڙي خاڪ ڪري ڇڏيو. خدا شناسيءَ جي شورش دماغ ۾ پيدا ٿي. دنياوي محبت جي رسم ۽ عادت کي ٿورو ٿورو گهٽ ڪري خداشناسي ۾ گهڻو ڪيائين. ايتريقدر جو ان چڻنگ ۾ شعلو پيدا ٿيو ۽ شورش جنون سان وڃي ملي جنهن سبب هنديءَ ۾ شعر- عشق ۽ اڪيلائي ۽ توحيد ياد ڏياريندڙ هيون. انهن جي پڙهڻ، ٻڌڻ ۽ ڳائڻ جو هميشہ ولولو هو ان ڪري سندن غريب خانو ڄا هو ڇڻ تہ سرود ۽ سماع، رقص ۽ رقت جو معرڪو هو. جڏهن هيءَ ڳالهہ زماني جي فرمانروار اڪبر بادشاه کي پهتي تہ سندن ملاقات جي آرزو هر روز وڌندي رهي.

هڪ ڏينهن بادشاه فرمايو تہ ڪهڙي طريقي سان مان کين گهرايان جو سندن دل آزاري بہ نہ ٿئي. هڪ مزاج شناس ڪارندي عرض ڪيو تہ بادشاه سلامت جي اقبال سان اها مهم آسانيءَ سان حل ڪئي ويندي. فوراً حڪم ٿيو تہ جيترو جلد ٿي سگهي قول کي فعل ۾ تبديل ڪري ڏيکار. جڏهن انهيءَ ڪارندي سندن ديدار سان پنهنجون اکيون ٺڏيون ڪيون تہ ٻن ڏينهن تائين سندن مزاج ۽ طبيعت جي جاسوسي ڪندو رهيو ۽ سندن هم زبانيءَ جو طريقو سمجهڻ کان پوءِ کين عرض ڪيائين تہ الله تعاليٰ جو سير ۽ سفر ڪرڻ جو بہ حڪم آهي ان جي تحت توهان آگري جو سفر اختيار ڪيو. پاڻ فوراً تيار ٿي آگري ڏي هليا ۽ چند ڏينهن ۾ دارالخلافت آگري ۾ اچي پهتا. جڏهن درويش جي آمد جي خبر بادشاه کي پئي تہ پاڻ شيخ ابوالفضل کي چيائون تہ کين استقبال ڪري وٺي اچ پر جيڪڏهن تو راءِ ڏني تہ ماڻ پاڻ بہ هلي سندن روبرو حاضر ٿيندس. ورنہ درويش کي انتهائي عزت ۽ احترام سان دربار ۾ وٺي اچو شيخ ابوالفضل جڏهن خذمت ۾ حاضر ٿيو تہ معرفت ۽ حقيقت جون ڪجهہ ڳالهيون ٿيون ان دوران شيخ ابوالفضل پڇو تہ توهان الله تبارڪ و تعاليٰ کي ڪيئن سڃاتو. جواب ۾ فرمايائون تہ الله تعاليٰ جي ذات تہ سڃاڻپ جي درجي کان گهڻو ارفع ۽ اعليٰ آهي. معرفت يا عرفان جو هٿ صرف سادي صفتن جي دامن تائين پهچي ٿو سگهي. متاثر جنهن اثر جو ظهور موثر جي طرفان پاڻ ۾

بہ نہ ٿو لهي انهيءَ جي مناسبت سان ڪو اسم الله تعاليٰ جي ذات جلت عن الادراک جي واسطي قرار ٿو ٿئي. ۽ انهيءَ ئي اسم طرفان دعوت ۽ عبادت ٿو ڪري. ان کان اڳتي هڪ مقام تي اسم ۽ مسمي ٻنهين جو رستو بند ڪيو ويو آهي. اي! ابوالفضل تون ان راز کي هن طرح سمجهہ تہ مِٺي ميوي کي کنڊ يا مصريءَ سان تعبير ڪيو ويندو آهي ليڪن اها ڪليل حقيقت آهي تہ انهن ميون کي نہ تہ ذات کنڊ يا مصري آهي ۽ نہ نالو کنڊ يا مصري اٿن. شيخ ابوالفضل گذارش ڪئي تہ سلطان جي خواهش آهي تہ ان کي خدمت جو موقعو ڏنو وڃي. پاڻ جواب ڏنائون تہ جيڪو شخص ارادو ڪري ٿي سؤ ڪوهہ هليو هوندو اهو باقي چند قدم هلڻ کان نہ ڪيٻائيندو ۽ پنهنجي جاءِ تان اُٿي شيخ سان گڏ بادشاهي دربار ۾ هليا آيا. جڏهن بادشاه کين ڏٺو تہ درويش دوستي ۽ محبت جا آداب بجا آندا. ۽ عرض ڪيائين تہ ڪا ڳالهہ چئو. درويش چيو تہ توهان ڪا ڳالهہ پڇو تہ ان جو جواب ڏيان. بادشاه عرض ڪيو تہ معرفت جو گنج اوهان وٽ آهي، ان مان ڪجهہ مون کي بہ عطا فرمايو ۽ الله تعاليٰ جيڪي خزانہ مونکي عطا فرمايا آهن انهن مان ڪجهہ طلب فرمايو. درويش جواب ڏنو نہ مون وٽ ڪجهہ آهي جو توکي ڏيان ۽ نہ وري توهان وٽ ڪجهہ آهي جيڪو مان طلب ڪيان. پوءِ ڪجهہ ڏينهن دارالسلطنت ۾ رهيا. جڏهن وطن واپس وريا تہ رستو هلندي هلندي ڳوٺ سانير ۾ پهتا جيڪو هندستان جو سرسبز علائقو آهي. جاءِ سٺي معلوم ٿين ان ڪري اتي ئي ترسي پيا. هجري سن هڪ هزار ٻارهن ۾ سفر آخر ڏي روانہ ٿيا. آخري آرامگاه سانبهر ۾ اٿن. جيڪو راجہ مانسنگهہ ڪڇوا جي جاگير ۾ قديم الايام کان مقرر آهي. راجہ مانسنگهہ اڪبر بادشاه جي وڏن اميرن مان آهي. جنهن کي شهنشاهہ جي عالي توجہ ۽ عنايت صوبي مالوه جي اترئين حصي جو آفيسر بنائي ڇڏيو. هڪ لک سوارن جي جاگير آهي.

مصرع: نمکين باد نقش گفتارش-

## مولانا خواجہ محمد باقي رحمۃ اللہ جي ياد ۾

پاڻ قاضي عبدالسلام جا فرزند ۽ مولانا خواجگي آمڪنگيءَ جا مريد آهن جيڪي اصحاب الامن اتي الله بقلب سليم جي استثنا ۾ داخل آهن ۽

جيڪي ارباب عِبَادُ الرَّحمٰن الّذِين يَمشُونَ عَلي الاَرضِ هَوناً جي صفت سان موصوف آهن. انهن جي رمزي ۾ پاڻ داخل آهن. ولادت جي جاءِ ڪابل اٿن جيڪو ماوراءُالنهر جي شهرن مان آهي. ڪتابي علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ هندستان جي هوا- غربت جي راهه ۾ سندن قدم فرسائي جو سبب بڻي. جڏهن پاڻ دارالسلطنت لاهور ۾ پهتا ته شيخ فريد بخاري جيڪو اڪبر بادشاه جي بخشيل بيگي جيڪو نهايت غريب دوست شخص هو انهيءَ سندس روزمره جي خرچ جي ذميداري پاڻ تي ڪنئي. هتي اڳين برگزيدگانِ بارگاه الاهيءَ جا تذڪرا مطالعي ۾ آين جنهن سبب سلوڪ جي شورش سندن باطن ۾ موجزن ٿي. چنانچه گرد و نواح جي بزرگن جي خدمتن ۾ هلي ڦري پنهنجي حوصلي ۽ وقت جي موافق معرفت ۾ اڳتي وڌيا. پين ڪان مخفي رهي نقشبندي نسبت پيدا ڪرڻ ۾ گهڻي مشق ڪيائون. بزرگوار خواجگان جي پاڪ روحن معنوي مدد ڏئي ڪرامت ۽ ڪرامت ڪان مٿي سعادت عطا فرماين. ايتري قدر جو نقشبنديه نسبت جي آثارن سندن باطن ڪي مٿي ڪان پيرن تائين جڪڙي بند ڪري ڇڏيو. خاص ڪري خواجه بزرگ ۽ خواجه احرار سندن هر هڪ مشڪل کي جيڪو به پيش ايندو هو حل ڪري ڇڏيندا هئا. ايتري قدر جو سندن سلوڪ اويسيه طريقي تي پهچي ويو مگر طريقي جي مقصدن ۾ ٻن مسئلن جي تنقيح نه ٿي سگهي.

گهڻي توجه جي باوجود مٿيان ٻه مسئلا حل نه ٿيا. انهيءَ نگرانيءَ ۾ تمام گهڻي مدت گذري وئي. ان ڪان پوءِ هن طرح آگاه ڪيو ويو ته ارباب طريقت جي خاص عادت اها آهي ته ظاهري سبب ۾ پير سان بيعت ڪندا آهن انهيءَ ڪري هي ٻه مسئلا بغير حل جي پيا آهن. شرط هي آهي ته جيڪو رهنما هن انقباض کي معلوم ڪرڻ کان اڳ دور ڪري ڇڏي ان جي ئي هٿ مبارڪ تي بيعت لاءِ پنهنجو هٿ وڌائجي. لاچار پاڻ اهڙي انفسي ۽ آفاقي رمزن ڄاڻڻ واري بزرگ جي خدمت ڪرڻ لاءِ سفر شروع ڪيائون ۽ هندستان جي گهڻن شهرن کي پنهنجي پيرن سان ڪوٽي ڇڏيائون ليڪن ڪنهن به بارگاه جي برگزيده جي حاصل ڪرڻ ۾ ڪاميابي نه ٿين. جڏهن طلب جي پريشانيءَ ڪان نجات ملين ته پوءِ پاڻ ماوراءُالنهر جي سفر لاءِ ڇيلهه تي سندرو ٻڌائون ۽ اتي پهچي گهڻن ئي بزرگن جي خدمت ۾ رهيا ليڪن ڪنهن وٽ به ضمير شناسيءَ جو

ظهور نہ ٿيو. اتفاقاً اتڪنہ ڳوٺ مان گذر ٿين، اتي مولانا خواجگي جن جي ديدار جي سعادت نصيب ٿين ۽ اڪين ۾ روشني محسوس ڪيائون. ان ڪان اڳ جو باقاعده گفتگو ٿئي. مولانا سندن روبرو متئين دشواري واضع عبارت سان حل فرمائي انهيءَ ئي وقت بيعت جي رسم بہ ادا ٿي. ڪجهہ ڏينهن خدمت ۾ رهڻ ڪان پوءِ ڪين واپس هندستان وڃڻ لاءِ حڪم ڏنائون ۽ فرمايائون تہ هندستان ۾ هڪ شهباز تنهنجي هٿ ۾ ايندو جيڪو ظاهر ۾ تہ توکان فيض حاصل ڪندو ليڪن باطن ۾ هو توکي منزل مقصود تائين پهچائيندو ۽ اڄ رات اهو سڄو واقعو ۽ پنهنجي طفيلي ٿيڻ توکي خواب جي حالت ۾ نظر ايندو. چون ٿا تہ انهيءَ رات پاڻ خواب ۾ ڏٺائون تہ هڪ طوطي هٿ تي ويٺي آهي ۽ پاڻ پنهنجو لعاب ان جي چهنب ۾ وجهن ٿا ۽ طوطي وري پنهنجي چهنب سان ڪا شي سندن وات ۾ تي وجهي. جڏهن سجاڳ ٿيا تہ تعبير جي خوشخبري محسوس ٿين تہ پاڻ اجازت وٺي هندستان ڏي روانہ ٿيا. ڪافي وقت لاهور ۾ بسر ڪيائون پوءِ دهليءَ ڏي هلي پيا جڏهن سرهند جي حدن ۾ پهتا تہ سج جهڙي نوراني روشني ان شهر جي اردگرد محسوس ٿين هي حال ڏسي سخت حيرت ۾ اچي ويا. رجال الغيب مان ڪنهن آواز ڏنو تہ پير بزرگوار جنهن مرد جي خبر ڏني اُهو هتي هن ئي شهر ۾ آهي ۽ خدا پرستيءَ ۾ مشغول آهي. ليڪن ازلي حڪم اهو آهي تہ دهليءَ جي مقام تي ان ڪي توهانجي صحبت ۾ پهچائيندا سين. هاڻي وڌيڪ جستجوءَ جي اجازت نہ آهي. پاڻ ڪجهہ وقت دهليءَ ۾ ترسي ان جو انتظار ڪندا رهيا. شيخ احمد سرهندي رحہ کي حرمين شريفين جي طواف جو شوق پيدا ٿيو. ان شوق کين پريشان ڪري سفر ڪرڻ تي آماده ڪيو. جڏهن دهليءَ ۾ پهتا تہ خواجہ رحہ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا تہ خواجہ رحہ کي پهرين ئي ملاقات ۾ معرفت جو نور نظر آيو ۽ سمجهي ويا تہ اُهو مرد هي آهي. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ هڪ هفتي جي اندر ئي اچڻ واري جو ڪم ٿي ويو. مگر انهيءَ دوران مقيم کي هڪ عزيز جي خير جي ڪم سبب هڪ ڳوٺ ڏي وڃڻو پيو ۽ شيخ احمد رحہ کي دهليءَ ۾ ترسڻو پيو. چند ڏينهن کان پوءِ جڏهن خواجہ صاحب جن خانقاه ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ ڪمال عروج جي حالت ۾ شيخ جو نظارو ڪيائون تہ ازروءِ خواهش هي فرمايائون تہ اهو وقت اچي ويو آهي جو ڪنڊ جي چَپٽي طوطي درويش جي وات ۾ وجهي. ڪجهہ

عرصي تائين انهيءَ طريقي سان رازداريءَ جون ڳالهيون ٿينديون رهيون. هن واقعي کان پوءِ هڪ محرم عزيز دريافت ڪيو ته حضرت خواجه جي مشرب جو رنگ هن کان اڳ ڪجهه ٻيو هو ۽ هاڻي معارف جي بيان ۾ جيڪي ڪجهه فرمايو ٿو وجي. اهو اڳين روش کان بلڪل مختلف آهي. فرمايائون ته توحيد تنگ گلي هئي. هاڻي شيخ احمد جي ملاقات ۽ صحبت جي برڪتن سان شاهراه ملي آهي. اميدوار آهيان ته سيني حقيقت جي طالبن کي هيءَ شاهراه نصيب ٿيندي.

چون ٿا ته هجري سن هڪ هزار ٻارهن ۾ خواجه پنهنجي والده ماجده کان دريافت ڪيو ته هن فقير جي عمر چاليهه سال هئڻ ۾ باقي ڪيترو وقت آهي. فرمايائين ته ٻارهن ڏينهن. هن معلومات ڪرڻ کان پوءِ اجان ٻه ڏينهن به نه گذريا ته بيماريءَ جو اثر پيدا ٿيو. جنهن ڏينهن چاليهه سال پورا ٿيا انهيءَ ئي ڏينهن منزل قدس ڏي روانه ٿيا. خوابگاه دهليءَ ۾ اٿن. سندن هڪ مريد صوفي محمد صديق هدائيءَ سندن رحلت جي تاريخ هنن لفظن سان ڪڍي.

هادي شريعت بود (1014هه) ۽ هي سڄو بيان صوفي صاحب جي تحرير تان نقل ڪيو ويو آهي.

مصرع: گفت و گوئي طوطي من حرف استاد من ست-

## شيخ دولت گجراتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

گمنامي ۽ خاموشيءَ جا افعال سندن پيشانيءَ تي نقش هئا. بيخودي ۽ انڪساري سندن شعار هئا. شيخ ڪپور مجذوب مداري گوالياريءَ جا مريد هئا ۽ شيخ ڪاجا مجذوب سارنگ پوريءَ جي خدمت ۾ به پهچندا هئا. شيخ ڀهڪاري گواليارِي جيڪو سارنگ پور ۾ مقيم هو انهن جي منور باطن کان ڪين گهڻو ڪجهه مليو هو. سندن پير هميشه چڪر ۾ رهندا هئا. انهيءَ سياحيءَ جي بدولت چڻ ته پاڻ روءِ زمين کي ماپي ڇڏيو هو ۽ زماني جا نشيب و فراز گهڻا ڏٺائون. هجري سن نو سؤ ستاسيءَ ۾ ڳوٺ دسور (مندسور) ۾ اچي هڪ حجرو اختيار ڪيائون ۽ هجري سن هڪ هزار پندرهن تائين زندگيءَ جو گوڏڙي جسم تي پاتل رهين ۽ پاسي ۾ ويٺل دشمن (نفس) سان لڙائي جاري رکيائون.

# شيخ صدرجهان ابن ابوالفتح رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن پيدائش موال نالي ڳوٺ ۾ ٿي، جيڪو مانڪ پور جي قريب ۽ هندستان جي مشرقي حصي ۾ آهي. ظاهري انجمن آرائي سندن باطني خلوت ۾ خلل نہ وڌو ۽ دنيا جهڙي شيءِ جي وسعت سندن معنوي گوشي نشينيءَ ۾ رخنو پيدا نہ ڪيو. هميشہ هنگامي ۾ گوشي نشين ۽ سيروسياحت ۾ چلہ نشين رهيا. جيستائين پاڻ زندگيءَ جي امانت واپس سپرد نہ ڪيائون تيستائين سندن اهل و عيال جي روزي مِن حَيثُ لاَ يَحتَسِبُ پهچندي رهي. جهان وارن ۾ جيڪي اسباب تعارف ٿيل آهن. انهن مان ڪنهن بہ سبب ڪي ڪنهن بہ وقت خواهش جو هٿ ئي نہ لڳايائون. اهڙي طرح جيڪي بہ خشڪ يا تر منجهند جو يا شام جي وقت نصيب ٿي ويندو هئن. ڪنهن بينوا مسافر مهمان کي ڪارائڻ کانسواءِ پاڻ نہ کاڌائون. ۽ جڏهن پنهنجي وطن ۾ ڪنهن بہ بکايل جي خبر پين ان جي غم خواريءَ کي پنهنجي دلسوزيءَ جي ذمي سمجهائون. ايثار (يعني ٻين جي نفعي کي پنهنجي نفعي تي ترجيح ڏيڻ) اخوت ۽ خير جو ڪم ڪري وساري ڇڏڻ سندن خاص عادت ۽ خمير ۾ سمايل هو. هڪ عجيب و غريب حالت سندن وجدان سان گڏ هوندي هئي. راقم هر چند ڪوشش ڪئي مثلاً زبان کي آراستہ ۽ قلم کي روان ڪيو ليڪن سندن سلوڪ جي خلاف هڪ حرف بہ لکي نہ سگهيس.

جوانيءَ جي شروعات هئي ۽ حرمين شريفين جي طواف جي واسطي شَرَّفَنَا اللهُ وَاِيَّاكُمْ بِزِيَارَتِهِمَا- جي شوق پنهنجي وطن کان درياهہ جي ڪناري تي ڇڪي آندن. اتفاقاً ان سال درياهہ ۾ اهڙي تہ شورش هئي جو ڪوبہ جهاز انهيءَ بندر تي بيهي نہ سگهيو. حالتن کي ڏسي سمجهي ويا تہ شايد هن سال غيب جي طرف کان اجازت نہ آهي. ان ڪري واپس موٽي ملڪ مالوه ۾ آيا ۽ وهار نالي ڳوٺ مان گذر ٿيو. هڪ تہ وهار جي زمين ترو تازه هئي ٻئي طرح خداشناس بزرگن جا مقبرا بہ هتي هئا. جيئن شيخ ڪمال مالوه. مولانا غياث برادر مولانا مغيث جن جي آرامگاه اُجين درياه جي ڪناري تي هئي. شيخ عبدالله چنگال ۽ شيخ جوهر (انهن ذڪر ڪيل بزرگن جا ڪجهہ حالات هر هڪ

جي ياداشت ۾ لکيا ويا آهن) انهن جي ميت کين هيڏي هوڏي وڃڻ نہ ڏنو ۽ هي ٻئي سبب سندن اتي رهڻ لاءِ ڪارگر ثابت ٿيا. اهڙي طرح شيخ معروف غريب الله جي خدمت ۾ آمد و رفت گهٽي ٿي جنهن جي سبب جي ڪري پاڻ درويشي ۽ بينوائيءَ جي روش اختيار ڪيائون ۽ استعداد جي موافق الاهي تجليات کين پاڻ ڏي ايترو ڇڪيو جو پنهنجي خوديءَ کان ئي بي خود ٿي ويا. ان کان پوءِ شيخ معروف کي ازلي توفيق قبر جي خاڪ جي ڪشش حرمين شريفين ڏي ڇڪي وئي ۽ سندن صاحبزادي شيخ تاج الدين عطاءُالله جي لاءِ اِها راءِ ٿي تہ جيئن تہ شيخ تاج الدين ٻار آهي لهٰذا ان جي پرورش منهنجي شيخ (صدر جهان) جي سپرد ڪرڻ گهرجي ان سبب ڪري سندن هن سفر مبارڪ ۾ شريڪ سفر جي خواهش پوري نہ ٿي سگهي. ۽ کين (شيخ صدرالدين) شيخ معروف پنهنجي خانقاه ۾ جانشين مقرر ڪري روانہ ٿي ويا.

شيخ معروف جو هيٺ ڏنل خط جيڪو مڪي معظم کان شيخ صدرجهان جي نالي آيو اهوئي مٿي ذڪر ڪيل مضمون کي ظاهر ٿو ڪري.

"محب جان يار دوجهاني بالصدق والايقان شيخ صدرجهان. معروف غريب الله جي طرف کان عارفاڻا سلام و دعا قبول فرمائي خدا ڪري هميشہ خير سان بمع عشق ۽ عرفان رهو. والله ثم باالله هڪ ساه ۽ هڪ قدم بہ توهان کان بغير نہ ٿو گذري. اگرچہ بظاهر صحبت ۽ قريب کان جدائي آهي ليڪن معنيٰ هميشہ هن عظيم طريقي ۾ رفيق بني پئي آهي. ضروري مدعا هيءَ آهي تہ فرزندان ارجمند تاج الدين عطاءُ الله کي مون توهان جي سپردگيءَ ۾ ڇڏيو آهي. ۽ توهان کي پنهنجي جاءِ تي ڇڏي آيو آهيان. جيڪو بہ ماڻهو منهنجي طرف ارادت رکي اچي ان کي بيعت ۽ حق سبحانہُ جي رونمائي ڪجانءِ ۽ بابشارت خلافت نامون عالي مقام بيت الحرام کان روانو ڪيو اٿم. مشائخ رحمهم الله تعاليٰ جي طريقي تي ثابت قدم رهجانءِ. هن حج ۽ عمري جو ثواب توهان کي انهيءَ مقدار کان بہ وڌيڪ نصيب ٿيندو

جيترو منهنجي ساٿين کي حاصل ٿيو آهي. والسلام."

جڏهن کين خبر پهتي تہ شيخ معروف جي خاڪ پاڪ مديني منور ۾ دفن ٿي وئي ۽ هتي سندن فرزند رشيد کي بہ علمي ڪتابن پڙهڻ جو استعداد مليو آهي ۽ شيخ صدرجهان جي نيازمندي جيڪا معنوي رهنما سان گڏ هئي جوش ۾ آئي ۽ جستجوءَ جي رستي ۾ تيزيءَ سان قدم رکڻ شروع ڪيائون. تقديري سعادت کين مسيح الاولياءَ جي خدمت ۾ وٺي وئي. ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ مسيح الاوليا جي تلقين سان نايافت جي درد جو علاج ٿي ويو ان کان پوءِ رحلت جي وقت تائين هر سال پنهنجي وطن کان هڪ دفعو مسيح الاولياءجي خدمت ۾ برهانپور ويندا رهيا. برهانپور سندن وطن کان سٺ ڪوهہ پري آهي. اتي هڪ اعتڪاف ڪري بازگشت فرمائيندا هئا. سندن رحلت جي تاريخ سترهين ربيع الاول هجري سن هڪ هزار چوڏهن آهي. سندن وطن کان جيڪو رستو برهانپور ٿو وڃي. مندو (ماندو) انهيءَ رستي تي ئي آهي ۽ راقم جي اقامت گاه اتي آهي. پاڻ هميشہ وڃڻ وقت يا موٽڻ وقت چند ڏينهن هن شهر ۾ بہ ترسندا هئا ۽ انهيءَ آمد و رفت جي سلسلي کان علاوه بہ سال ۾ ٻہ ٽي دفعا پنهنجي سعادت بخش قدمن سان غريب خاني کي منور فرمائيندا هئا ۽ رازداريءَ جي ڳالهين ۾ اسان کي هڪ ٻئي جا حالات معلوم ٿيندا هئا ۽ هڪ ٻئي جي عيب ۽ هنر بہ گهڻا ڪجهہ نگاهن ۾ اچي ويندا هئا سندن صحبت جو مزو بس ذوق ورائي حاصل ڪندا هئا جيڪو الفاظن ۾ بيان نٿو ٿي سگهي. جنهن کي زبان قلم جي حوالي ۽ قلم ڪاغذ جي حوالي ڪري.

## شيخ حميد تپا رحمة الله جي ياد ۾

سندن پير ارادت شيخ نظام الدين نارنولي آهن. سندن همٿ جي اکين ۾ زماني جي قيمتي نقد يا جنس جو ڪوبہ قدر ڪونہ هو. ۽ سندن هٿ مبارڪ چڙهي تہ ڇاٽي هو جيڪو ملندو هو فوراً تقسيم ڪري ڇڏيندا هئا ۽ ڪمال جي تيزيءَ سان ڪنهن بہ شيءِ کي اک ڇنڀ ۾ ملڪ جي هن ڪناري کان ٻئي ڪناري تي پهچائي ڇڏيندا هئا. جنگ جي دوران رکجڻ جوانمرديءَ جي خلاف سمجهندا هئا. جڏهن جذب جي ڪيفيت پيدا ٿي تہ دارالسلطنت آگري ۾ اچي هڪ وڻ

جي هيٺان ويهي رهيا. چند ڏينهن اندر انهيءَ وڻ جون ٽاريون ايترو تہ تيزيءَ سان وڌيون جو سج جا ڪرڻا سندن مٿان نہ ايندا هئا. هميشہ پنهنجي سامهون باھ ٻاريو ويٺا هوندا هئا. انهيءَ سبب ڪري ڪين هندڪي زبان ۾ تپا چوندا آهن. هجري سن هڪ هزار اٺويھ هو جو عنصري پيڪر جي آتش خاني کي ترڪ ڪري جاويد باغ بهار جي سفر لاءِ روانا ٿيا.

مصرع: رخت هستي آتش افروز شتاي عشق باد-

## شيخ امين ابن احمد نهروالہ رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ ظاهري علمن جا ماهر هئا. مولانا محمد طاهر محدث نهروالہ جي وڏن شاگردن مان آهن. هجري سن نو سؤ ٽياسيءَ ۾ گجرات کان مالوه جي طرف آيا هئا. هڪ سال کان ڪجھ وڌيڪ دارالفقر مندو (ماندوءَ) ۾ رهيا. ان کان پوءِ اُجين جي طرف هليا آيا. هتي شيخ راجَي محمد قادري- شيخ عبدالغفور- شيخ الاسلام شيخ جمال الدين ابن احمد- قاضي بابا خواجہ ميان ڪاري- ميان امين مالوي ۽ ٻين سرزمين جي ٻين مشائخن جي صحبت ۾ رهيا. نفعنا الله وجميع الطالبين ببرڪاتهم (آمين)- هي صحبتون ڪجھہ اهڙيون تہ دلچسپ معلوم ٿين جو جهان جي سير ۽ گهر جي معاملات کان فڪر کي هٽائي اُجين ئي قيام فرمايائون. هن يادداشت کي لکڻ جي شروعات هجري سن هڪ هزار چوڏهن ۾ ٿي انهيءَ سال تائين پاڻ زندگيءَ جي مسند تي ويٺا رهيا ۽ درس ڏيندا رهيا. هميشہ وضو وهندڙ پاڻيءَ سان ڪندا هئا- بارش جي تيزي- سج جي گرمائش ۽ سرديءَ جي فراواني ۽ گهر کان نديءَ تائين وضوءَ لاءِ وڃڻ ۾ هنن مان ڪابہ شيءِ رڪاوٽ نہ ڪري سگهندي هئي. قاضي عبدالعزيز ابن شيخ عبدالڪريم ابن شيخ راجي محمد قادري برهانپور ۾ ظاهري ۽ معنوي ڪمالات سان مالا مال هئا. پاڻ سندن ديدار لاءِ هجري سن هڪ هزار سترهن ۾ برهانپور ويا هئا. اتفاق سان جيئن تہ سندن پاڪ خاڪ اتان جي ئي هئي ان ڪري ربيع الاول جي پهرين تاريخ ساڳي سن ۾ انهيءَ ئي جاءِ تي سپرد خاڪ ڪيا ويا.

# شيخ محمود ابن سيد ملڪ رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت باسعادت قلعي سورت ۾ ٿي جيڪو دارالحڪومت گجرات جي بندرن مان هڪ بندر آهي. هجري سن نو سؤ اسي ۾ پنهنجي وطن کان پير جي تلاش ۾ نڪتا. ڪجھ ڏينهن سيد احمد بخاريءَ جي خدمت ۾ رهي مريد ٿيڻ جي آرزو ڪيائون. سيد احمد بخاري جن مراقبي ۾ ٿورو خاموش رهڻ بعد فرمايو تہ تنهنجو نالو منهنجي يارن جي لسٽ ۾ ڪونهي. ليڪن صبر ڪر. مان جنهن ڏي اشارو ڪيان ان سان تون وڃي مريد ٿجانءِ. هتان پاڻ وري سفر شروع ڪيائون ۽ دولت آباد جي قلعي وٽان گذر ٿين. ۽ هتي پاڻ سيد احمد بخاري جي اجازت سان شيخ عبداللطيف مجاور جا مريد ٿيا. شيخ عبداللطيف جو واسطو سلطان برهان الدين غريب قدس سرهٗ تائين پهچي ٿو. ڪين پير جي خدمت ۾ رهڻ جي توفيق نہ ٿي. خوشيءَ سان سفر جي اجازت ورتائين ۽ مالوه جي رستي کان نارنول تائين پهتا. اُتي قطب الاولياءنظام نارنوليءَ جي خدمت ۾ رهيا. ۽ شيخ جمال کي بہ ڏٺائون. مطلب تہ هر مقام تي زنده ۽ مدفون آستانن تي خدمتون سرانجام ڏنائون ۽ باطني ڪشادگيءَ لاءِ دعائون گهريائون. قلعي مندو (ماندوءَ) کان ٻن ڪوهن جي فاصلي تي هڪ ڳوٺ ۾ دالان ۽ مسجد جو بنياد رکيائون. اٺويهن سالن کان وٺي برابر اڄ تائين پاڻ رستي تي ٿڌي پاڻيءَ جا دلا رکندا آهن ۽ اچڻ وڃڻ وارن کي ٿڌو پاڻي پياريندا آهن. حرص ۽ حوس کان آزاد زندگي بسر ڪندا آهن. فرمائيندا هئا تہ هڪ ڏينهن هڪ شخص هڪ تتر ذبح ڪري درويش جي لاءِ پچائي ڪٺي آيو. پهريائين لقمي مان اهڙي لذت ملي جو هوس بيدار ٿي ۽ دل ۾ خيال آيو تہ وري بہ ڪو تتر رڌي آڻي کائجي. وري خيال آيو تہ ان کي ذبح فلاڻي ماڻهوءَ کان ڪرائيندس. پوءِ خيال آيو تہ هي نفس جي چار ۾ ڦاسائڻ ٿو چاهي. وري خيال آيو تہ زنده کي ذبح ڪرائي پنهنجي جسم کي پالڻ درويشن جي روش نہ آهي. اهوئي مزو دال چانورن ۾ بہ آهي. اهڙي طرح غفلتاً کان بيدار ٿي اُهو پڪل تتر ڪنهن ٻئي کي ڏئي ڇڏيم ۽ سڪل ماني کائي بک کي رخصت ڪيم.

سال ۾ هڪ بہ دفعو مندو (ماندوءَ) جي قلعي ۾ ايندا هئا. ۽ گلزار ابرار

جي مصنف جي گهر کي منور فرمائيندا هئا. هڪ هزار اٺويهن ۾ ظاهري زندگيءَ کي ڇڏي انهيءَ ڳوٺ نعلجه جي ميدان ۾ ابدي آرامگاه اختيار ڪيائون. مصرع: ظل رحمت برسرش ممدود باد-

## ڀائي اسحٰق حضور رحمۃ اللہ جي ياد ۾

پاڻ حافظ اسماعيل سنڌيءَ جا فرزند آهن. جوانيءَ جو گهڻو حصو سپاهگيريءَ ۾ گذاريائون. جڏهن ٽيهن سالن جي عمر تي ته جذب الاهي پيدا ٿين. هي جذب هستيءَ جي سامان کي درويشيءَ جي منزل تي ڇڪي آين ۽ بينوائيءَ جو شناسائي بنايائين. متفرق انداز ۾ مختلف قرآني صورتون ياد هئڻ انهن کي هميشه سهڻي آواز سان پڙهندا هئا ۽ ٻڌڻ وارن کي لوڏي ڇڏيندا هئا. ۽ جيڪڏهن ڪنهن وقت پنجن نمازن مان ڪنهن نماز جو وقت اچي ويندو هو ته اتي بلند آواز سان بانگ ڏيندا هئا. مسجد ۽ بت خاني ۾ ڪو تفاوت نه ڪندا هئا. مهيسر ڳوٺ ۾ شيخ عبدالله چشتيءَ جي روضي مبارڪ جي چارديواريءَ اندر رهندا هئا. هجري سن هڪ هزار جي ذي الحج جي مهيني ۾ مصنف جي برخوردار شيخ عبدالاول زاد عمرهُ جي شاديءَ جي شروعات هئي. شهر منڊو (مانڊوءِ) جي اردگرد جي ڳوٺن جا گهڻا دوست درويش مهمانخاني ۾ تشريف فرما ٿيا هئا. طبيعت ڪمن ۾ مشغول هئي. ان ڪري ڪين سڏ ڏيڻ وسري ويو. خيال آيو پئي ته مبادا ڪنهن دوست کي دعوت ڏيڻ رهجي نه وئي هجي. سندن دل ۾ پراڻي دوستيءَ جو خيال هو ان ڪري بنا تڪلف جي اچي شريڪ ٿيا ۽ هڪ گلدستو به ساڻ کڻي آيا. شاديءَ جي مجلس کي رونق بخشائون. فرمايائون ته جنهن جو ڪٺڪو تنهنجي دل محسوس پئي ڪيو اهو غالباً اسحٰق آهي. تقريباً ٽي مهينا رهيا. هڪ ڏينهن بنا ٻڌائڻ جي ئي واپس گهر هليا ويا. سيد شاهه محمد ولد سيد هبته الله مهيسريءَ کان روايت آهي ته سندن مرض الموت اسهالن جي ڪري هو ۽ جڏهن هٿن پيرن جي طاقت هلي وئي ته اڪيلائيءَ کان تنگ ٿي پنهنجو حجرو ڇڏي ڏنو هئائون ۽ روايت ڪندڙ جي گهر هليا آيا. ان کان پوءِ ڪجهه ڏينهن تائين بغير ڪجهه کائڻ پيئڻ جي هجري سن هڪ هزار چوڏهن جي رمضان المبارڪ مهيني ۾ حقيقي محبوب جي ديدار سان روزو کوليائون. مصرع: شام افطارش به صبح وصل باد-

## شيخ محمد جي برهنہ سر ﷫ جي ياد ۾

سندن ولادت جي جاءِ احمد آباد گجرات آهي. شيخ صدرالدين ذاڪر جي فارغ البال صوفين مان آهن. سندن سلوڪ جذبي سان مليل هو. ليڪن سندن اڪثر حالت جذب ۾ گذري هئي. وڏيڪ تعجب جي ڳالهہ اها آهي تہ سندن فرض نماز ۽ روزن جا سڀ وقت ازلي حفاظت ۾ محفوظ رهندا هئا. سندن پير بزرگوار حضرت غوث الاوليا جي روضي مقدس جي طواف واسطي هجري سن نو سؤ نياسيءَ ۾ بروده گجرات کان گواليار ڏي ويا هئا. ان وقت پاڻ پير جي خذمت مان رخصت حاصل ڪري شيخ حبيب شطاري رحہ سان گڏ مالوه جي رستي کان پنهنجي وطن ڏي واپس آيا. شيخ حبيب شطاري حضرت غوث الاوليا جا وڏا خليفا آهن. انهيءَ سلسلي ۾ سندن گذر مندو (ماندو) ڏي بہ ٿيو هو جيڪو مصنف جي ولادت جي جاءِ آهي. ڪجهہ ڏينهن هڪ ٻئي جي صحبت غنيمت شمار ڪئي وئي هئي. جڏهن پاڻ پنهنجي وطن ۾ پهتا تہ ٿورن ئي ڏينهن جي اندر سندن زندگانيءَ جو آفتاب غروب ٿي ويو. جنهن گفتگوءَ سان انانيت يا هستي جي علامت بہ هجي اهڙن مضمونن کان سندن روزمره جي محاورن ۾ قطعي نا آشنا هئي. هميشہ پاڻ عرفاني مقصدن ۽ موحدانہ عبادت سان بيان ڪندا هئا. سخت افسوس آهي جو روزمره جي روش جي خصوصيات تحرير جي ذريعي سان ادا نہ ٿي ٿي سگهي. ۽ تقرير جي عصا انهن خصوصيتن کي دل کان ٻاهر نہ ٿو ڇڪي آڻي سگهي ورنہ آشنا جي ڪنن کي انهيءَ لذت ۾ شريڪ ڪيان ها. جيڪا اجا تائين فقير جي دل آويز تقرير جي اثر کي حاصل ڪري رهي آهي. واه عجيب تعبير ۽ تصوير جي نارسائي آهي.

## شيخ عبدالواحد تارڪ الماء ﷫ جي ياد ۾

سندن والد جو نالو شيخ محمد آهي جيڪو هيٺ ذڪر ڪيل چئن واسطن سان شيخ وجيہ الدين چنديريءَ کي پهچن ٿا. يعني شيخ عبدالڪريم- شيخ ابراهيم شيخ نعمت الله شيخ سالار- والد بزرگوار ڪين خواجہ حسين چشتي

اجميريءَ جن جو مريد ڪرائي ڇڏيو هو. جڏهن سندن هوش جو زمانو آيو تہ گهڻو علم پاڻ شيخ محمد جي شاگرديءَ مان حاصل ڪيائون جيڪي مير عبدالاول شيرازيءَ جا شاگرد هئا. پوءِ ڪجهہ وقت ڪان پوءِ شيخ عبدالله صوفي شطاري اڪبرآبادي ۽ شيخ مبارڪ دانش مند گوالياريءَ جي خدمت ۾ پهچي شطاريءَ طريقي تي تلقين طريقت حاصل ڪئي. متي ذڪر ڪيل ٻئي اصحاب حضرت غوث الاولياءَ قدس سرهُ جن جا بزرگ خليفا آهن. ڪين ٻنهين سلسلن ڪان خلعت خلافت سان سرفرازي تي. ۽ اگرچہ آخري ذڪر ڪيل شيخ جي درس مان ڪين سيني علمن جا ڪمالات حاصل تي ويا هئا. ليڪن ان زماني ۾ سيني علمن ڪان درگذر ڪري صرف فقہ ۽ تڪسير جي علم ۾ رُذل هئا. هجري سن هڪ هزار چوڏهن جي آخر ۾ مصنف بہ مندسور جي مقام تي سندن خدمت ۾ پهتو هو. هڪ رات رازداريءَ جون ڳالهيون ٿيون گهڻيون ئي معنيٰ واريون ڳالهيون ٻنهين طرفن ڪان چيون ۽ ٻڌيون ويون. انهيءَ دوران پاڻ فرمايائون تہ جڏهن منهنجي عمر ٽيهن سالن جي هئي تہ ان زماني ۾ مونکي ٻن ٽن سالن تائين جذب جي ڪيفيت رهي هئي. هينئر ستر سال جا آهن اجا تائين اُها ئي چال- جنون ۽ بيخوديءَ جو رنگ سندن پيشاني ۽ ڪاروبار مان ظاهر آهي. تقريباً ستاويهہ سالن تائين پاڻ پاڻي بلڪل نہ پيتائون. چاهي ڪيترو ئي پاڻي جي طلب ڪندڙ ڪاڏو معدي ۾ پهتو. هجري سن هڪ هزار سترهن ۾ پاڻ هن آب ۽ خاڪ جي سراءِ مان ڪوچ فرمايائون.

مصرع: خشڪ بر سيراب ديده زندگاني ڪردو رفت۔

## شيخ بدها رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن نالو عبدالله آهي. حضرت غوث الاولياءَ جا وڏا فرزند ۽ سجاده نشين آهن. سندن والده ماجده حضرت گنجشڪر جي پاڪ نسل مان آهي. **ڪُنْتُ ڪَنْزًا مَخْفِيًّا** جي رمز جي ۽ **وَاِنْ مِّنْ شَيْءٍ اِلَّا عِنْدَنَا خَزَائِنُهٗ** جي قبا سندن ئي جسم تي پاتل هئي. دنيا ۽ آخرت جي سعادتمندي سندن همت سان وابستہ هئي ۽ سندن نسبت جي آستين تي ذاتي شرافت جو ٿپو لڳل هو وجيہ الملتہ احمدآبادي ۽ مولانا مبارڪ دانش مند

گواليارِيءَ جي شاگرديءَ سان گهڻو ڪجهہ رسمي علمن جو سرمايو هٿ آيو هئن. ايتري قدر جو استاديءَ جي درجي تي پهچي ويا هئا. سيني فنن ۾ درس ڏئي پاڻ طالبن جي استعداد جي موافق فيض ۽ فائدو پهچايو هو. جڏهن حضرت غوث الاولياءَ عالم قدس ڏي روانہ ٿيا تہ پاڻ پنهنجي بزرگوار جي مسند ۽ رهنمائيءَ کي رونق بخشي. ان زماني ۾ اڪبر بادشاه اِهو منظور ڪيو تہ غوثيہ روضي جي عمارت تيار ڪئي وڃي. شيخ بدها عرض ڪيو تہ اِها خدمت هن فقيرزادي جي سپرد ڪئي وڃي تہ بهتر آهي تہ جيئن شاهي خزاني مان جيڪي ڪجهہ منهنجي لاءِ مقرر آهي ان مان درويشانہ معاش تي خرچ ڪدي باقي جيڪي بچي اُهو روضي مبارڪ جي تعمير تي خرچ ڪجي ۽ ان کان پوءِ بہ جيڪا ضرورت پوي تہ اهو شاهي خزاني کان وٺان. اڪبر بادشاه سندن همٿ ڏسي داد ڏنو ۽ گهڻو ڪجهہ عنايت ڪيائون. جيئن تہ بادشاه کي اهو منظور نہ هو تہ پاڻ صرف گوشي نشين درويش تي رهن. ان ڪري حڪم ڏنائون تہ مخدوم زاده چند ڏينهن ظاهر ۾ چيلهہ سان تلوار ٻڌي اولياءِ دولت ۾ شامل رهن تہ جيئن سندن باطني توجہ تي ظاهري امداد اضافو ڪري ۽ هي ٻئي امدادون شايد غوث الاولياءَ جي باطني پرورش جي ثمرات جي برابر ٿي وڃن ۽ هر جاءِ تي اوهان جي همراهي منهنجي قلبي سڪون جو باعث ٿي مونکي ڪامياب ڪن. اهڙي طرح پاڻ عالي منصب تي فائز ٿيا ۽ چاليهن سالن تائين صورت ۾ سپاهي ۽ معنيٰ ۾ درويش رهيا. چون ٿا تہ جڏهن اڪبر بادشاه کين وڪالت نامون ڏئي مرزا شاهرخ ڏي بدخشان ڏي روانو ڪيو هو تہ مرزا هڪ منزل جي مسافت تي سندن استقبال ڪيو هو. پنهنجي دولت خاني تي وڏي عزت ۽ اڪرام سان وٺي ويو ۽ شاهانہ مهمانداري ڪئي. ان ملڪ جا امير ۽ عالم سندن سپاهيانہ شڪل ۽ مرزا جو ايتري قدر تواضع ۽ تعظيم ڏسي حيرت ۽ تعجب ۾ هئا. سندن حوصلي جي آزمائش لاءِ علمي گفتگو سان مشڪلات جو هڪ چار وچايو ويو، ليڪن پاڻ ان مشڪل چار کي درهم برهم ڪري ڇڏيو. هن واقعي سان سندن شهبازيءَ جي حقيقت امتحان وٺڻ وارن تي روشن ٿي ۽ انهيءَ علائقي جي طالبن جيئن جيئن فرصت ملي سندن خدمت سان مختلف فنن ۾ فائدو حاصل ڪيو. وري جڏهن ملڪ ۾ ملت جو تخت ۽ تاج هجري سن هڪ هزار چوڏهن ۾ جهانگير جي سپرد ٿيو تہ نشاط ۽ ڪامرانيءَ

جو دور شروع ٿيو. سندن عمر بہ وڌي ٿي وئي هئي ۽ ناتوانيءَ عذر پيش ڪري بادشاه کي عرض ڪيائين تہ زندگيءَ جو پويون وقت اچي ويو آهي. اگر سلطاني اجازت ملي تہ مان پنهنجي صورت کي معنيٰ جي هم رنگ بنايان ۽ هڪ رنگي ۽ يڪجهتيءَ سان باقي آخري عمر مشائخ جي طريقي تي گوشي نشينيءَ ۾ گذاريان ۽ هڪ دل جي يڪتائيءَ سان دنيا مان هليو وڃان تہ جيئن گذريل عمر جو تدارڪ ۽ تلافي ڪري سگهان. بادشاه سندن حقيقت نما راءِ تي آفرين چيو ۽ قبول ڪيائين. ان کان پوءِ پاڻ هجري سن هڪ هزار تائين جيڪو سندن رحلت جو سال آهي پنهنجي وطن ۾ فارغ البال- عبادت ذوالجلال ۾ مشغول رهيا، ۽ پنهنجي والدبزرگوار جي مزار مبارڪ جي مجاورت سان عزت حاصل ڪيائون. شيخ ظهور الدين محمود جلال شطاريءَ جو خليفو شيخ داؤد جيڪو ارباب طريقت ۾ هڪ خاص مقام ٿو رکي روايت ٿو ڪري تہ پاڻ رحلت کان ڇهہ مهينا اڳ کائڻ پيئڻ بلڪل ڇڏي ڏنو هو ۽ صرف هڪ پيالو پاڻيءَ جو پي **وَمَا جَعَلْنَاهُمْ جَسَدًا لَّا يَأْكُلُونَ الطَّعَامَ وَمَا كَانُوا خَالِدِينَ** جي تصديق فرمائيندا هئا. جڏهن ارڙهين تاريخ محرم ۾ جمع جي رات آئي ۽ خذمت ۾ حاضرين کي رخصت ڪري پاڻ دارالبقا ڏي روانہ ٿيا، ۽ حضرت غوث الاولياءَ جي نورانيءَ آسائش گاه جي پهلوءَ ۾ خوابگاه اختيار ڪيائون. سندن درويشيءَ جو هي وڏو شاهد آهي تہ آخري سفر کان پوءِ سندن نقد رقم تڪفين لاءِ ڪافي نہ ٿي ۽ متاع ۽ جائداد سندن قرض لاءِ ڪافي نہ ٿي. حالانڪ چند سال کي پرڳڻا بہ سندن جاگير ۾ رهيا. هميشہ فرمائيندا هئا تہ حقيقي فقر واري جي دل صاف هوندي آهي ۽ هٿ ڇاٽيءَ وانگر هوندو آهي. اگر بلفرض مشرق ۽ مغرب جي سلطنت جي دستگاه ان کي ملي وڃي. تڏهن بہ هو ظاهري تعلقات ۾ مبتلا نہ ٿيندو. انهيءَ بنياد تي ئي چيو آهي. جنهن بہ چيو آهي.

مصرع: گدا اگر همہ عالم بدود هند گداست۔

## شيخ نورمحمد خليل جانپانيري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ بوهره قوم مان آهن. سٺ سالن جي عرصي تائين قناعت- توڪل ۽ رضا بہ قضا سان نعمت حاصل ڪندا رهيا. بازار ۾ کائڻ پيئڻ جون شيون

فروخت ڪرڻ باوجود مقام خلوت درانجمن کي منهن جو نقاب بنائي رکندا هئا. جڏهن حضرت غوث الاولياءکان هجرت فرمائي پنهنجو جهان افروز جمال گجرات نشينن کي ڏيکاريو تہ هڪ ڏينهن بازار جانپانير جي رستي ۾ حضرت غوث الاوليا جي ڪيميا اثر نگاه شيخ جي استغراق تي وجي پئي. فرمايائون تہ اي شيخ ڪيستائين فطري نور کان مخفي رکندؤ. گهڻي مدت ٿي تہ لوح محفوظ کان تنهنجو خطاب شيخ نوراللہ ٿي ويو آهي هي چوندي حضرت غوث الاولياءسندن هٿ پنهنجي ولايت بخش هٿ ۾ پڪڙي دوڪان تان اُٿاريائونس ۽ دوڪان کي فقيرن ۾ ورهائي کين خانقاه ۾ وٺي آيا انهيءَ ئي وقت خلافت جو جبو پارائي رهنمائي ۽ شيخوخيت جي مسند تي وهاريائونس. پوءِ آخر عمر تائين پاڻ سواءِ مسجد ڏي وڃڻ جي حجري کان ٻاهر نہ نڪتا ۽ اللہ نورالسمٰوات ولارض جا مظهر بنجي ويا. خوابگاه احمد آباد ۾ اٿن.

## تمهيد عذرگذاري

جيئن تہ ڪتاب گلزار ابرار طوالت کان مطلق خالي ۽ اختصار کان بلڪل مالا مال آهي. چئن چمنن جا چار ننڍا تنبو ٻڌل آهن ان ڪري گهڻن ئي دانش ۽ بينش جي اصحابن جي حالات جا باغيچا تفصيل سان نہ لڳائي سگهيو آهيان. بلڪ اجمال جي قلم سان جيڪي نہ لکي سگهيس ۽ ان نہ لکڻ جي خلش هميشہ دل ۾ خراش پيدا ڪندي رهي ها. جيڪڏهن پنهنجي پنهنجي وقت جي تذکري نويسن مٿي ذکر ڪيل اصحابن جا بابرڪت حالات نہ لکيا هجن ها تہ دل ۽ جان کي تسلي ۽ تسڪين نہ ٿئي ها. لاچار هر هڪ ملڪ جا چند اصحاب جيڪي هن چئن چمنن جي انجمن ۾ نہ لکيا ويا هئا انهن جا نالا آخر ۾ لکي راقم بہ هن رسالي کي مڪمل ۽ مرتب ڪيو آهي.

## شيخ ابوالفتح دهلويءَ رحمۃ اللہ جي ياد ۾

پاڻ سيد محمد گيسو دراز جا خليفا آهن. سندن درجا ۽ مقام گهڻا آهن. گلبرگ شهر کان پيربزرگوار جي اجازت سان گجرات ۾ آيا. گهڻن معرفت جي اصحابن جا ڪمالات سندن رهنمائيءَ جي ڪري عمل ۾ آيا جيئن (1) شيخ

علي خطيب احمد آبادي ۽ (2) شيخ سراج الدين- شروع شروع ۾ هي بئي صاحب سلطان السادات قطب عالم بخاري جا مريد هئا. مگر آخر ۾ شيخ ابوالفتح جي صحبت مان فيض حاصل ڪيائون. (3) شيخ محمد پيارا هن جي پرورش سيد محمد گيسو دراز پنهنجي پوٽي شاه يدالله حسيني جي حوالي فرمائي هئي. خرق عادتن ۾ هنن کي پورو ڪمال هو ۽ (4) شاه جلال گجراتي جيڪو شيخ منڪن جا پير آهن ۽ جيڪي سنبهل جي ملاده ۾ مدفون آهن. هي چارئي اصحاب سندن مريد هئا.

## مولانا مسعود بيگ رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ عراق ۽ تبريز جي ترڪ قوم مان آهن. چون ٿا ته سندن هٿ ۾ معرفت جو ميوو ڪتابي علم جي باغيچي ۾ ڪمال جي شاخ ڪان آيو هو. ليڪن صحيح روايت اها آهي ته مسعود بيگ شيخ نصيرالدين محمود چراغ دهليءَ جا مريد آهن. ترڪماني هئا. سپاهيانه وضع هئن. ظاهري علم ۽ فضيلت جي تحصيل مان ڪو حصو ڪونه مليو هئن. چراغ دهلويءَ جي خدمت سان سندن دانش ۽ بينش جي شمع روشن ٿي هئي. ۽ پاڻ ڪاملن جي درجي تي پهتا. گهڻا ئي رسالا عربي ۽ فارسيءَ ۾ لکيائون. سندن تصنيفون جيڪي گهڻو مشهور آهن مرآة العارفين ۽ غزلن جو ديوان آهي جنهن کي پاڻ پير تبريز جي طرز تي لکيو اٿن.

(1) شيخ شهاب الدين لکنوي- حاجي الحرمين ۽ محرم اسرار ڪونين هئا. (2) مولانا حجته الدين ملتاني سندن پرستش ۽ پرهيز ڪيترن طريقن تي هئي. اقوال ۽ شوق ظاهر هئن. چشتيه جي وڏن وڏن سلسلن کي عربي زبان ۾ منظم ڪيو اٿن. (3) مولانا بدرالدين تولا. (4) مولانا رڪن الدين (5) خواجه عبدالرحمن سارنگ پوري (6) خواجه احمد بدايوني (7) خواجه لطيف الدين ڪندسالي (8) مولانا نجم الدين محبوب عرف شڪر خاني ٿانسيري (9) خواجه شمس الدين وهاري جنهن پنهنجي پير جي ملفوظات کي صحيفن جي شان ۾ محفوظ ڪيو آهي (10) مولانا سراج الدين حافظ بدايوني (11) مولانا قاضي شاه پائلي (12) مولانا قوم الدين يڪدانه اوڏي جن جي نسبت سندن

شيخ مخاطب ٿيڻ مهل کين هميشہ نيڪ مرد چئي خطاب ڪندا هئا. (13) مولانا برهان الدين سادي (14) خواجہ عبدالعزيز بانگرموي (15) مولانا جمال اوڌي جيڪو تحصيل علم ۽ تعليم فنون ۾ ماهر هئا (16) مولانا بحاث جيڪو دهليءَ جي سيني عالمن ۾ مناظري جي اندر سبقت رکندا هئا.

مطلب تہ: مٿي ذڪر ڪيل بزرگان نالي وارا حقائقِ الاهيءَ جا نمونا ۽ ايزدي تجلين جا مظاهر آهن هنن مان گهڻن ڪي خلافت جو خرقو شيخ نصير الدين محمود چراغ دهليءَ کان حاصل آهي ۽ هر هڪ پنهنجي پنهنجي مقام تي گروهن جا گروه ماڻهن ڪي حسن عمل- هدايت بخش تلقين سان سلوڪ ۽ رهنمائيءَ جي خزانن جو مالڪ بنائي ڇڏيو. مطلب تہ طريقت جو سلسلو آخر وقت تائين جاري رکن. ۽ هنن تمام گهڻن انسانن ڪي تعليم جي فيض سان علم ۽ دانائيءَ جي بالاخاني تي چاڙهي ڇڏيو آهي انهيءَ نيت سان تہ عنصري ۽ فلڪي صحيفن تان موجودات جي نقشن جي مٽجڻ واري ڏينهن تائين تعليم جي ڪتابي تصوير خاني ۾ رنگ آميزي جاري رهي.

## مولانا عالم دهلويءَ رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن لقب فريدالدين آهي. سلطان فيروز ابن رجب خلجيءَ جي زماني ۾ سندن نياڻو ملڪ تہ باز خان جو مصاحب هو. ڪيترن قسم جي علمن ۽ فنن ۾ ماهر هئا. خاص ڪري فقہ جي اصول ۽ فروغ ۾ سندن مهارت جو ڏونڪو وڄندو هو. فتاوا تاتارخاني سندن ئي تاليف آهي. عجيب ڪتاب آهي فقہ جي سڀ جزوي روايتون جيڪي فتويٰ لکڻ ۽ لکائڻ وارن ڪي درڪار هونديون آهن هن فتاوا جي بابن ۾ لکيل آهن. چون ٿا تہ سلطان ڏاڍي ڪوشش ڪئي تہ فتاويٰ تاتارخانيءَ جو نالو فتاوا فيروزشاهي لکيو وڃي. ليڪن مصنف ان ڪي قبول نہ ڪيو. ۽ پنهنجي محسن مصاحب جي نالي ڪري ڇڏيائين. هن ڪتاب جي تاليف انهيءَ ئي سال ۾ آهي جنهن جون اڪايون- ڏهايون ۽ صديون ست ست آهن.

## مولانا سماءُ الدين جونپوري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ قاضي شهاب الدين زابليءَ جا شاگرد آهن. سلطان حسين ابن سلطان

ابراهيم شرقي سندن ئي شاگرد آهي. جيئن تہ سندن راءِ ملڪي معاملن ۾ قيمتي هوندي هئي. لهٰذا سلطان کين وزارت جي مسند تي وهاري قتلق خاني خطاب عطا فرمايو هو. جڏهن سلطان بهلول لوڌيءَ سلطان حسين شرقيءَ تي لشڪر ڪشي ڪئي هئي تہ قتلق خان گرفتار ڪيو ويو ۽ دهليءَ ۾ آٽي يوسف جي مثل قيدخاني ۾ بند ڪيو ويو هو. دهليءَ جي گهڻن استعداد رکندڙ ماڻهن سندن ديدار ۽ گفتار سان قلبي فروغ حاصل ڪيو. خاص ڪري شيخ عيسيٰ ابن شيخ بدها سندن صحبت ۾ گهڻو ويندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ خان ظاهري ۽ باطني علم ۾ اهڙو ڪمال ٿو رکي جنهن ۾ نقصان ڪونهي. (1) مولانا شمس الدين (2) شيخ رڪن الدين (3) بابو تاج الدين (4) شيخ مردان (5) شيخ جهانگير ۽ (6) شيخ ڪبير. انهن محقق بزرگن شهر جونپور ۾ پرورش حاصل ڪئي ۽ انهيءَ ئي شهر ۾ سندن خوابگاه آهن. چشتيہ ۽ سهرورديہ سلسلي سان منسلڪ هئا. هن باڪمال جماعت مان هر فرد تن گدازي- جان نوازي- تحصيل علم ۽ علم سان تڪميل علم ۽ جبلن وانگر راسخ- مستقيم ۽ مستقل هئا.

## شيخ حاجي چراغ هند رحمۃ اللہ علیہ ۽ سيد اسدالدين رحمۃ اللہ علیہ جن جي ياد ۾

هي ٻئي صاحب ظفرآباد جا باشندا ۽ شيخ رڪن الدين جونپوريءَ جي خليفن مان آهن. رات ڏينهن نفس سان مقابلو رهندو هئن ۽ بيداريءَ جي بہ صف آرائي رهندي هئي جهاد اڪبر جي ميدان ۾ شهسوار هئا.

## شيخ الهداد صالح رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ عبدالواحد جي خليفن مان آهن. ظاهري ۽ باطني علمن جا جامع هئا. ليڪن ڪتابي علم ڪي هميشہ باصفا باطن جي جمال جو برقعو پارائي هميشہ درس ڏيڻ ۾ مشغول رهندا هئا. اڪثر ان زماني جا طالبانِ علم سندن خذمت ۾ فضيلت ۽ مولويت جي وڏن ڏاڪن تي چڙهي ويا آهن.

انهن مان هڪ مولانا مجدالدين محمد آهن. سيني علمن ۽ فنن ۾ سندن مشڪل ڪشا تصنيفون آهن ۽ هندستان جا وڏا وڏا علامہ سندن شاگرد آهن. ۽

مشهور سلسلن جا گھڻا مشائخ ڪائنئن ڪامل طور تي بهرياب هئا. هجري سن نو سؤ ٽيويهن ۾ فرمانرواءِ سلطنت ظهير الدين بابر هندستان کي فتح ڪيو هو ۽ ان زماني ۾ پاڻ مسند حيات تي ارباب فضل جي فيض رساني ڪري رهيا هئا. هن بزرگ دولت ۽ بزرگ دوست بادشاه جي طرف کان سندن لاءِ گهڻي تعظيم ظاهر ٿي هئي.

انهن مان ئي هڪ مولانا عبدالقادر صابوني آهن. شهر دهليءَ ۾ سيني درس ڏيڻ وارن ۾ پاڻ افضل هئا. مولانا عصام الدين ابراهيم اسفرائيءَ جي شاگردن مان هڪ شاگرد بيان ٿو ڪري ته:

"مان هجري سن نو سؤ چاليهن ۾ شرح ڪافيا مولانا الهداد جي جيڪو ميان الله ڏنو جي نالي ماڻهن ۾ مشهور آهن، دهليءَ ۾ آندي هئم. مولانا جي سيني شاگردن ۽ ٻين عالمن ان شرح جو مطالعو ڪري تعليقات ۽ حاشيہ لکيا. جڏهن مان دارالعلوم بخاراڪوٽ واپس ويس ۽ استاد جي نظر مان اهي حاشيہ گذريا ته سيني تعليق نويسن ۾ مولانا عبدالقادر جي علم نحو جي گهڻي تعريف فرمائي."

## مولانا عبدالله رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ مولانا شمس الدين انصاري لاهوريءَ جا فرزند آهن. جوانيءَ جي شروعات کان ئي ڪين مخدوم الملڪي ۽ شيخ الاسلامي جا خطاب هئا. سندن تقرير جي زبان ۽ تحرير جو قلم فصاحت ۽ بلاغت جو هڪ خوبصورت نمونو هو سندن قلم جون لکيل تاليفات ۽ تعليقات ته تمام گهڻيون آهن. ليڪن عصمتہ الانبيا. منهاج الوصول ۽ رسالو تفضيل عقل برعلم- کي عقلي ۽ نقلي دليلن سان استوار ڪيو ويو آهي. هي ٽي ڪتاب سندن ٻين سيني تصنيفن کان وڌيڪ قبول آهن. هجري سن نو سؤ چوٽيهه ۾ جڏهن مير ابوالبقا ابن مير عبدالباقي ابن مير تقي الدين محمد جيڪو ايران ۽ توران جي سيني عالمن ۽ فاضلن ۾ افضل هئا. هند ۾ آيا ۽ هتي جي عالمن سان علم آزمائيءَ جون مجلسون ٿيون ته انهن مخدوم الملڪ کي ترجيح ڏني ۽ فرمايائون ته هن نوجوان جي معنوي فطرت پختگيءَ جي رستي سان ڪمال تي آهي. ۽ استحڪام جي اعتبار سان

جوانيءَ جي شروعات ۾ آهي. تعجب جي ڳالهه آهي تہ حج جي فرضيت ساقط هئڻ جي باري ۾ معمولي فقهہ جي ڪتابن مان پاڻ سو ڪان وڌيڪ روايتون ڪڍيون آهن. گهڻين روايتن جو بنياد رستي جي غير مامون هئڻ تي رکي وئي آهي. ليڪن آخر ۾ تقرير جو ڪرشمو ڏسو تہ اڪبر بادشاه جي سلطنت جي صدر شيخ عبدالنبيءَ جي رفاقت ۾ سندن اختيار جي گردن ۾ ناخوشيءَ جي رسيءَ ۾ ٻڌي درياه جي رستي حجاز جي سفر لاءِ وٺي ويو. هڪ مدت تائين انهيءَ اسلامي مقام ۾ رهيا ۽ مدرسي واري گفتگو جي ذريعي سان مختلف علمن جي آئينن جو زنگ دور ٿي ويو. جڏهن وطن ڏي وريا تہ رستي ۾ احمد آباد گجرات ۾ آيو. هتي سندن زندگي جو زمانو تقريباً سؤ سال هو پورو ٿيو ۽ بادشاه جي دربار ۾ اچي پهتا ۽ جيئن مقدر ۾ هو زندگي پوري ڪيائون.

## مولانا عبدالرحمان لاهوريءَ رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ لاهور شهر جي وڏن عالمن مان آهن. خواجہ عبدالحق احراري جا مريد هئا. هجري سن نو سؤ پنجاهہ ۾ رحلت فرمايائون. خوابگاه لاهور.

## مولانا حسام الدين سبز رحمة الله عليه ۽ مولانا حسام الدين سرخ رحمة الله عليه جن جي ياد ۾

هي ٻئي صاحب لاهور شهر ۾ مختلف فنن جي اندر ڪمال رکندا هئا ۽ هنن جا اخلاق بہ پسنديده هئا. خواجگاهِ نقشبنديہ جي خدمت ۾ ارادتمنديءَ جي برتاءَ سان پيش ايندا هئا. هجري سن نو سؤ ستر ۾ هن عنصري ملڪ کي ڇڏي هليا ويا. خوابگاه لاهور.

## مولانا بدرالدين اسحاق رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ علم ۽ پرهيز جا خزانہ هئا. احراريہ سلسلي جي حضرات سان مريدن جهڙو اعتقاد رکندا هئا ۽ هن خانوادي جا بزرگ بہ سندن بافيض درس ۾

ڪتاب ڪولي شاگردي ڪندا هئا ۽ پنهنجي حوصلي جي مقدار ۾ علم حاصل ڪري ويندا هئا.

## مولانا عبدالسلام لاهوريءَ رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ زماني جي عالمن ۾ افضل هئا. هجري سن نو سؤ ستهٺ ۾ مولانا سعيد ترڪستاني حجاز جي سفر جي ارادي سان هندوستان آيا هئا. مگر ڪجھ آسماني واقعات پيش اچڻ جي سبب مقصد کي نہ پهچي سگهيا ۽ لاچار ولايت ماوراءالنهر ڏي واپس وڃڻ پيڻ چوندا هئا تہ هند جي عالمن ۾ هڪ ئي مولانا عبدالسلام وقت جو نشان آهن. هجري سن نو سؤ ٺياسي ۾ سندن مطمئن **نفس ارجعي اِلىٰ ربڪ** جو آواز ٻڌي هليا ۽ دارالسلام ڏي هليا ويا. خوابگاه لاهور.

"انهن جي لاءِ هنن جي پروردگار وٽ دارالسلام مقرر آهي. ڪجھ چون ٿا تہ سلام جي معنىٰ انهيءَ مقام تي سلامتيءَ جي آهي. ۽ جيڪو شخص عوارض جي يا ڪون و مڪان جي ڪنهن شيءِ جي قيد ۾ بند آهي. ان جي دماغ ۾ سلامتيءَ جي خوشبو بہ نہ پهچندي. هي خوشبو انهيءَ شخص جي دماغ کي پهچندي جنهن جو گردن مخلوقات جي قيد کان آزاد (محفوظ) هوندو هيءَ حفاظت عارضي هجي يا اصلي هجي، ظاهري هجري يا باطني هجي ۽ قرآن پاڪ جي آيت هن ڳالھ ڏي اشارو ٿي ڪري تہ اسلامي قوم جنت ۾ رهڻ واري آهي ليڪن هي ماڻهو صرف جنت جي پردي ۾ رهڻ وارا نہ آهن بلڪ ڪوني ۽ مڪاني قيد کان نجات حاصل ڪندا. جيئن الله جل شانہٗ جو ارشاد آهي تہ اصحاب نار (دوزخي) ۽ اصحاب الجنت (جنتي) پاڻ ۾ برابر نہ ٿا ٿي سگهن ڇو تہ اصحاب جنت ئي نجات حاصل ڪرڻ وارا آهن".

فوز جي معنىٰ آهي نجات حاصل ڪرڻ انهن سيني شين کان جن ۾ شڪ ڪنهن علائقي جو يارعايت ڪنهن قيد جي

هجي. ۽ چون ٿا تہ ان دارالسلام جو شرف انهيءَ ڪري آهي جو هي محل ڪرامت ۾ واقع ٿيو آهي ۽ قربت قربيءَ سان خصوصيت ٿو رکي ورنہ سڀ قطارن ۾ درن وارا گهر آهن ليڪن قدر و قيمت گهر جي پاڙيسريءَ جي ڪري هوندي آهي انهيءَ ڪري ڪنهن سڻو لکيو آهي تہ:

مان تنهنجي همسايہ تي تنهنجي همسايگيءَ جي سبب ڪري حسد ٿو ڪيان جيڪو شخص تنهنجي گهر جو همسايہ ٿي رهيو ان لاءِ گهڻي خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ تنهنجو پاڙيسري پنهنجي گهر مان ڪجهہ مون کي وڪڻي ڏئي. هڪ گراٺ جيتري زمين. مان ان کي گراٺ جيتري زمين جي عيوض پورو گهر ڏئي ڇڏيندس. چون ٿا تہ اگرچہ حقيقت جو قرب ظاهري قرب يا ديوارن جي قرب وانگر نہ آهي. بلڪ لفظ قرب جو اطلاق دوستن جي قلبن ۾ اُنس پيدا ڪرڻ وارو آهي. بلڪ جيڪڏهن قرب جي وصف مسافت جي اعتبار سان جائز مڃي وڃي تہ بہ ان جو ڪو وڏيڪ اثر ڪونهي. ۽ هن قبر سان قلبن جي حيات آهي. ڇو تہ حقيقت ايزدي هنن صفتن کان پاڪ آهي. البتہ عالم تاويلن جي جهڳڙي ۾ لڳا پيا آهن. بلڪ اهائي محبت جي نشاني آهي تہ مان تنهنجي سبب ڪري اهڙي شيءِ کي پاڻ تي حاوي ڪيو جنهن جي استطاعت نہ رکندو هئس".

## شيخ نورالدين رحمة الله عليه ۽ شيخ شمس الدين رحمة الله عليه جن جي ياد ۾

هي ٻئي اصحاب شيخ يعقوب ابن شيخ رڪن الدين جا فرزند آهن. ٻهريون صاحبزادو ظاهري علم کان گهڻو ٻهرياب هو. تڪميل علم جي ڏاڪڻ تان چڙهي آخر ۾ درياه لاهور جي ڪناري ڳوٺ مياڻي ۾ هليا ويا هئا ۽ اتي درويشي اختيار ڪئي هئائون ۽ باقي عمر انهيءَ ئي گوشي ۾ انهيءَ ئي درياه

جي ڪناري تي گذاري ڇڏيائون. ٻئي فرزند کي بہ ضرورت مطابق علم جو سرمايو حاصل هو. سلوڪ ۽ طريقت جي اندر پنهنجي وڏي پاءَ جي برابر هئا. ٻئي پٽ پنهنجي والد بزرگوار جي سڌي رستي تي ثابت قدم هئا.

مولانا قاضي شاه لاهوري شريعت ۽ طريقت جي شاهراه کان سواءِ قدم نہ رکندو هو ۽ مجاز حقيقت جي اصول کان بہ پوري معرفت حاصل هئن. بيخوديءَ جي گوشي ۾ قناعت پسند قوت سان عمرگذاريائون ۽ مرتبہ تلوين (تصوف جو هڪ مقام آهي) جي رنگ آميزيءَ کان نجات حاصل ڪري بي رنگيءَ جي مقام ۾ آسوده رهندا هئا.

## مولانا اسماعيل لاهوريءَ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ ارباب حديث جي وڏي سند ڏيڻ وارن مان آهن. فقهہ ۽ سنت جا ڪتاب ايران ۾ شيخ الاسلام مولانا سيف الدين احمد شهيد هروي ۽ حضرت مير سيد جمال الدين عطاءُ الله محدث جي خذمت ۾ تصحيح ۽ مطالعو فرمايا هئائون. نقشبنديہ سلسلي ۾ ارادت رکندا هئا. امير عبدالله هروي جيڪو مير قطبيءَ جي نالي مشهور آهي. شيخ جلال واعظ هروي بخاريءَ جا مريد هئا. امير عبدالله جي ملازمت ۾ پاڻ مريدانہ سلوڪ ۾ پيش ايندا هئا. هجري سن نو سؤ اسيءَ ۾ فرمان طلب قبول فرمائي. لاهور ۾ خوابگاه اختيار ڪيائون.

## مولانا الله داد رحمۃ اللہ علیہ ۽ مولانا شمس الدين رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ ٻئي صاحب شيخ احمد بن شيخ شمس الدين ملتاني سلطانپوريءَ جا فرزند آهن. وڏن باڪمال عالمن مان آهن. هنن جو والدبزرگوار ملتان جي بزرگانِ ولايت مان هئا. هنن جو جدامجد جناب ڪمال الدين داؤد آهن. جيڪي سيني علمن ۾ عهد جي فاضلن جا اُستاد آهن. فنون حڪيمہ جي گهڻي تحصيل سيد شريف جرجاني جي خذمت ۾ شيراز جي مقام تي ڪئي هئائون. مطلب تہ هنن جي حصي ۾ دين، دانش، ديانت، درويشي، پرهيز، پرستش، پند ۽ پذيرائي هي سڀ وصفون موروثي ۽ ڪسبي آهن.

خواجہ قطب الدين سهرنديءَ زماني جو شرف، مڪان جي سعادت، علم جو ڪمال ۽ عمل جي جمال ۾ شيخ (الله داد) صالح جا شريڪ هئا. ۽ مولانا مجدالدين محمد جي خذمت ۾ لوجہ الله محبت ۽ دوستي رکندا هئا. سراءِ مجد جي دروازي تي سندن قبر ان جي شاهد آهي.

## شيخ بدرالدين سهرنديءَ رحمۃ اللہ علیہ[1] جي ياد ۾

پاڻ شيخ يحييٰ جا خليفا آهن جيڪي مقام سنديلہ ۾ رهندا هئا ۽ وڏا بزرگ هئا. انهيءَ علائقي جي گهڻن وڏن باعزت ماڻهن ڪانئس فيض حاصل ڪيو. ۽ سندن تلقين جي روشنيءَ ۾ طريقت جون منزلون طئہ ڪيون آهن. ان کان علاوه:

هڪ ميان امان الله ابن ميان غازي سهرندي آهن جيڪي مختلف فنن جا عالم- مخفي اسرار جا عارف- ڪلام مجيد جا حافظ- سٺا شاعر- ڪاتب- موسيقي دان ۽ الله جي در جي فقيرن جا خادم هئا.

ٻيو مولانا مير علي ڪنبو آهي حڪمت جا صاحب هئا سندن ظاهر هميشہ باطن جو مغلوب رهندو هو. درويشن سان هميشہ پرستارن وارو برتاءُ ڪندا هئا. ان زماني ۾ سهرند جا اڪثر فاضل سندن شاگرد هئا. سندن سيني شاگردن ۾ افضل- جامع ڪمالات- ظاهري ۽ باطني شيخ عبدالحي آهي جيڪي شيخ جوهر جي نالي سان مشهور آهن.

## ميان علي شير سهرنديءَ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ هڪ عالم هئا جن کي سيني مشهور سلسلن سان خاص ڪري قادري خانوادي سان استحڪام سان نسبت هئي. پاڻ سڄي عمر طريقت جي مشائخن جي خذمت ۾ صرف ڪري هجري سن نو سؤ پنجاسيءَ ۾ عالم علوي ڏي ڪوچ فرمايو.

## شيخ احمد سهرنديءَ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ فقہ جي اُصول ۽ فروغ کي استادن وانگر ڄاڻندا هئا. ۽ اڪثر اهل تجريد ۽ صاحب فنا مشائخن سان صحيح اعتقاد رکندا هئا. انهيءَ مقام جا

---

[1] سرهند کي سهرند بہ چوندا آهن. هڪ شهر جو نالو آهي.

ننڍا وڏا منجهيل فتويٰ سندن محڪمي ۾ اچي پنهنجا مشڪل حل ڪندا هئا. هجري سن نو سؤ ڇهاسي ۾ مفتي قضا جي حڪم سان پاڻ پنهنجي نقد حيات ملڪ الموت جي سپرد ڪيائون.

## شيخ عبدالاحد سهرنديءَ رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ عبدالقدوس چشتيءَ جي دلي ارادتمندن مان آهن. ڪين مولويت جو شرف ۽ تصنيف و تاليف جو سليقو حاصل هو. ڪيترائي رسالا تصنيف ڪيائون. باطني شعلو پرده سوز برق هو. ان جي روشنيءَ ۾ پاڻ مجاهدي جي هنگامي مان نڪري مشاهدي جي خلوتِ خاني ۾ آيا هئا. وڏي عمر تائين خوشحال زنده رهيا. مگر **وَمِنْكُمْ مَّنْ يُّرَدُّ اِلٰٓى اَرْذَلِ الْعُمُرِ لِكَيْلَا يَعْلَمَ بَعْدَ عِلْمٍ شَيْـًٔا ط** ـ جي قبيلي ۾ داخل نه ٿيا.

”بعض محققين فرمايو آهي ته رذيل ترين حصو عمر جو اُهو زمانو آهي جنهن ۾ مجاهدي ڪان پوءِ فتور اچي وڃي. يا اُها حالت آهي جنهن ۾ مشاهدي ڪان پوءِ حجاب واقع ٿئي. ڪي چون ٿا ته رذيل ترين حصو عمر جو اُهو آهي جنهن ۾ انسان اهڙو قاسي وڃي جو پنهنجي عمر جو قدر نه سڃاڻي سگهي. ڪي چون ٿا ته رذيل ترين حصو عمر جو اُهو زمانو آهي جنهن ۾ انسان هن خيال جي واديءَ ۾ خوشي سان هلي ته ڪا شيءِ الله جل شانهُ ڪان سواءِ به آهي.“

## شيخ علاؤالدين سارني رحمة الله عليه ۽ شيخ خيرالدين سارني رحمة الله عليه جي ياد ۾

هي ٻئي صاحب الاهي تجليات جا مظهر هئا. پرهيز ۽ صبر جا مرڪز- توڪل ۽ محويت جي چادر- دانش ۽ بينش جو خرقو ۽ فقر و فاقي جي گوڏڙي پنهنجي مشرب جي قد تي پاتل هئن. سيني تعلقات ڪان آزاد خاطر ۽ آزادانه رهندا هئا.

# شيخ اختيارالدين سارنيؒ جي ياد ۾

کين سيني شين جا روحي تصرفات آهن. جاندارن جي ضميرن کي معلوم ڪرڻ ۾ ڪامل اختيار هئن. روايت آهي تہ عزيزان ڳوٺ سارن چشتيہ ۽ سهروردیہ سلسلي ۾ ارادت ۽ خلافت جون رسمون ادا ڪندا هئا. موحدانہ ولايت احمديءَ جي چادر ۽ فقر محمديءَ جي عبا عليٰ صاحبها افضل الصلواة پنهنجي همٿ جي ڪلهن تي رکندا هئا. ۽ انفسي و آفاقي (عالم ارواح ۽ عالم شهادت) جي رمزن کان واقف هئا.

بصيرت جي صاحبن کي تحقيق جي طور تي معلوم ٿيو آهي تہ آدم عليہ السلام ۽ ان جي بني نوع جي پيدائش ذات ۽ صفات جلت عن احاطتہ جي معرفت جي واسطي آهي. پهريائين معرفت هن مقدمي تي قائم آهي تہ عارف ۽ معروف جي وچ ۾ اشتراڪ ۽ اتحاد- صورت ۽ معنيٰ جي اندر پيدا ٿي وڃي. ان جو مثال اهو آهي تہ جيستائين ڪو شخص بادشاہ نہ ٿي وڃي اُهو بئي بادشاہ جي حالات ۽ وصفن جي حقيقت ۾ عارف نہ ٿي سگهندو. پوءِ انسان انهيءَ مرتبي جي بغير حقيقي مالڪ الملڪ ۽ اصلي ملڪ الملوڪ کي ڪيئن ٿو سڃاڻي سگهي. ان ڪري الله جلشانہ جيڪو انسان کي پيدا ڪيو تہ پنهنجي سلطنت کي صورت ۽ ملڪيت کي صفت تي پيدا ڪيائين تہ جيئن انسان انساني سلطنت جي مطابقت- الاهي سلطنت سان اهڙي ترتيب ڏئي جو دل عرش- دماغ ڪرسي- قوة خيال لوه محفوظ روح حيواني اسرافيل- بين ظاهري حواسن ۽ باطني قوي ملائڪ- دماغ جيڪو عضون ۽ قوت جو مرڪز آسمان ۽ ڪواڪب- هڪبئي سان جڙيل عضوا رعيت ۽ انساني روح جيڪو يگانگي- بيچوني ۽ بيچگونگي جي عالم کان اصل خلقت ۾ حصو پاڻ سان آندو اٿس تہ سيني تي بادشاہ ۽ حڪمران آهي.

مطلب تہ عالم ارواح تي عالم شهادت جي قياس جا شرط انسان کي حاصل ڪرڻ گهرجن. ۽ معلوم ڪرڻ گهرجن تہ جيڪو شخص عنايت جي مدد سان جنهن جو نمونو پير جو حڪم ۽ مريد جو شغل آهي. پنهنجي سرداريءَ جا اسباب درهم برهم ڪري ناآشنا ويران جنگل ۾ وڃي مقيم نہ ٿيندو ۽ اهو تہ **مَن ڪَانَ فِي هٰذِهٖ اَعمیٰ فَهُوَ فِي الاخِرَتِ اَعمیٰ**- جي گروه ۾

داخل نہ ٿيندو. اهو شخص الاهي معرفت جي سعادت سان سرفراز ٿيندو ۽ اهوئي شخص من عرف نفسہُ فقد عرفہ ربہُ جي دائري ۾ داخل ٿيندو. ليڪن هن معرفت جو چهرو فڪر ڪانسواءِ نظر نہ اچي سگهندو ۽ فڪر ذڪر سان ۽ ذڪر محبت سان پيدا ٿيندو آهي ۽ سالڪ طالب جيستائين دنيا جي خرابي- خواري- تباهي ۽ انتها معلوم ڪري ان کي دشمن قرار نہ ٿو ڏئي ۽ ان جي محبت کي جيڪا بغض- حسد- ڪينو ۽ ٻين خسيس عادتن کي ناقص سيرتن جو سرمايو آهي بلڪ سيني جي اندران ٻاهر ڪڍي بلڪل پاڪ ۽ صاف نہ ٿو ڪري. تيستائين ان جو گردن هن مڪار دنيا جي محبت جي طوق کان آزادي نہ ٿو حاصل ڪري سگهي ۽ ايزدي محبت ان جي انساني سلطنت ۾ پيدا نہ ٿي ٿي سگهي. اميد تہ توحيد جي توفيق بخشڻ وارو الله جل شانہُ پنهنجي سيني دوستن کي نفس ۽ آفاق (عالم ارواح ۽ عالم شهادت) جي بيگانگي ۽ اصل جي اندر پاڇي جي فنيٰ جو مڪاشفو فرمائيندو.

هن انفاس فروشيءَ جو مطلب، هن ڳالهہ جو ظاهر ڪرڻ آهي تہ هن مقبول جماعت جا ڪجهہ ماڻهو تہ ظاهر ۽ باطن سان آراستہ ۽ بيروني و اندروني گذشتگي سان پيراستہ هئا. جيڪي فنا ۽ بقا جي مرحلي ۽ جمع ۽ تفرقہ جون منزلون طئہ ڪري اهل ڪشف ۽ ڪرامات ٿي ويا. ڪجهہ ماڻهن ڪاغذي نقشن جي شناخت ۽ تحصيل جي سير ۾ سخن آفرينيءَ جو منصب حاصل ڪري علم جو دروازو دنيا وارن لاءِ کولي ڇڏيو. ۽ ڪجهہ ماڻهو درويشي- قناعت- گوشي نشين ۽ تن گذاري جي طريقي ۾ مشغول ٿي تفريد ۽ تجريد جي شاهراه تي هليا.

## شيخ يحيٰ ڪبير بختيار رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ مخدوم جهانيان جا خاص مريد ۽ وڏا خليفا آهن. جيڪو ڪوهستان ملتان ۽ قنڌار جي وچ ۾ آهي اتي رهندا هئا. سيادت ۽ شرافت جي نسب سان خلافت ۽ مشيخيت جو شرف پاڻ حاصل ڪيو هئائون. صحرا ۾ رهندڙ سڀ افغان ساڻن اعتقاد ۽ ارادت سان پيش ايندا هئا. هاڻي سندن نسل جا سڀ فرد بختيار جي لقب سان مشهور آهن. انهن مان هڪ شيخ محمد بختيار آهي. سڄي هند جي رهڻ وارن افغانن جي گردنن ۾ سندن بيعت جو طوق پيل آهي.

جيئن شيرخان سور پاڻ کي سندن مريدن ۾ شمار ڪندو هو ۽ پنهنجي ظاهري سلطنت ۽ ان جو تسلط سندن باسعادت دعا جو ثمر سمجهندو هو. شير خان سور نو سؤ ستيتاليهن ۾ هند جي سيني صوبن جو فرمان روا ٿي چڪو آهي. شيخ محمد جو فرزند خواجہ خضر دارالسلطنت آگري ۾ گوشي نشين هو. انهن پنهنجي آباء و اجداد جو طريقو ۽ مشرب تعليم ڏيندي ڏيندي زندگيءَ جي شام کي اجل جو صبوح ڪري ڇڏيو.

سلسلہ بختياريہ جي ٻين پرهيزگارن مان شيخ محمد حسن ۽ شيخ ابابڪر هئا. جن جوانيءَ جي آغاز ۾ ئي ترڪ و تجريد جي توفيق حاصل ڪري پنهنجا بابرڪت اوقات خدا پرستيءَ ۾ گذاريا.

## سيد حسين مشهديءَ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن وڏا نجف جا آهن. ۽ خوابگاه پروچ گجرات ۾ اٿن. مخدوم جهانيان جا سعيد خليفا آهن. گهڻو ڪري سفر ۾ گڏ رهڻ جو شرف حاصل هئن. سندن باحقيقت ڳالهيون بلڪل سيد محمد گيسودراز جي هم رنگ هيون. غالباً هنن ٻنهين بزرگن جو باطني باغ هڪ ئي نديءَ جي پاڻيءَ سان آباد ٿيو آهي.

مطلب تہ هي ٻئي اعليٰ فطرت نامور پنهنجي وقت ۾ ڪمالات اسمائي جي عيش محل جي رونق هئا ۽ رهنمائيءَ جي صفائيءَ سان فروغ معرفت جي تلاش ڪندڙ پنهنجي اکين ۾ خداشناسي ۽ حق بينيءَ جو سرمو لڳائي نوراني رکندا هئا. نفعا الله والمسلمين ببرڪات آثارهم اجمعين.

## سيد شيخ ابن شيخ عبدالله عند روسي صادقي يمني حضرموتي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ عالي نسب سادات مان آهن. نسب ۾ حضرت امام جعفر صادق رضي الله عنہ کي پهچن ٿا. حديث- اسماء رجال- ۽ انساب جي علم ۾- سير و تاريخ ۾- اصطلاحات تصوف ۾ ۽ بيان عرفان ۾ ڪامل طور مهارت رکندا هئا. داد و دهش جي همٿ جي ۽ درگذر ڪرڻ جي مشق اعليٰ درجي تي پهچائي هئن.

پنهنجي عمر جي مدت ۾ ڪنهن بہ امير يا وزير جي دروازي تي ڪونہ ويا پنهنجي عالي خاندان آبا و اجداد جو سلسلو صحيح هجڻ جي باوجود قادريہ خانوادي ۽ مغربيہ خاندان ۾ پنهنجي ادارت ۽ خلافت جي نسبت قائم ڪندا هئا.

## شريف شيخ رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

ذاتي ۽ اڪتسابي ٻنهين طريقن جي شرافت ڪين حاصل هئي. ڏهين دور جي آخر حصي تائين حيات رهيا. راقم گلزار بہ شريف جي شريف ملاقات مان بهرياب ٿي چڪو آهي. احمدآباد جي محلن مان هڪ محلو جوهري واڙهہ آهي ان ۾ سندن خوابگاه آهي.

## شيخ عبدالمعطي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ پنهنجي وقت جي وڏن محدثن مان آهن. حديث جي تصحيح ۽ سند سندن هڪ واسطي سان امام سخاوي مصريءَ جي خدمت ۾ پهچي ٿي. احمدآباد ۾ رهندا هئا. قادريہ ۽ مغربيہ خانواده ۾ اعتقاد ارادت رکندا هئا. هجري سن نو سؤ چوراسي ۾ عالم علوي ڏي ڪوچ فرمايائون.

## شيخ عبدالله رحمۃ اللہ علیہ ۽ شيخ رحمت الله رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

هنن ٻنهين بزرگن جي ولادت سيوستان (سيوهڻ) سنڌ ۾ آهي ۽ هڪ تہ هنن مديني شهر زادها الله شرفاً ۾ علم حديث حاصل ڪيو ۽ ڪجهہ شيخ علي متقي سان شيخ ابوالحسن بکري شافعي مصريءَ جي خدمت ۾ ۽ ٻين ڪيترن محدثن جي ملازمت ۾ حاضر ٿي احاديث جي تصحيح ڪيائون ۽ وڏيون سندون حاصل ڪيائون لهذا هي ٻئي بزرگوار شيخين مدنيءَ جي لقب سان مشهور هئا. آخر گجرات ۾ اچي ٻنهين احمدآباد ۾ رهڻ جي جاءِ تجويز ڪئي. ليڪن شيخ عبدالله ڪي حجاز جي طرف واپس موٽي وڃڻ جي توفيق ٿي ۽ هجري سن نو سؤ چوراسي ۾ مدينہ معظمہ جي اندر اُخروي خوابگاه اختيار ڪيائين.

# سيد عطا محمد رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن لقب علاؤالدين آهي. صحيح النسب سادات ۽ سلسلہ قادريہ جي عالي مرتبي مشائخن مان آهن. احمدآباد گجرات ۾ رياضت ۽ عبادت جي لاءِ هڪ حجرو تجويز ڪيو هئائون. هجري سن نو سو ايڪيتاليهہ هو جو همايون بادشاه جڏهن صوبي گجرات کي فتح ڪيو تہ سلطان بهادر ابن مظفر گجراتي شڪست کائي جزيرن جي ساحلي علائقن ۾ پهچي ويو. ان وقت سيد بہ بهادر جي لشڪر جي همراه هجرت جي تقديري ڪرشمي سان درياه جي هڪ ڪناري تي فرنگ جو اسير ٿي پيو ۽ جڏهن اتان آزادي ملي تہ حرمين محترمين زادهما الله شرفاً جي طواف سان سعادت حاصل ڪئي. پوءِ اتان وري ٿوري ئي مدت ۾ قديمي وطن ڏي واپس آيا. سندن حالات جو بيان ڪجهہ هن طرح آهي سال جي اڪثر ڏينهن ۾ روزا رکندا هئا. روزي ۾ افطار جو سبب ضيافت کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ هوندو هو. سندن رات جو کاڌو صرف هڪ پيالو شوروو ۽ هڪ پيالو کير جو قهوو مليل هو. ٻنهين پيالن جو وزن پنج يا ڇهہ چمچن کان وڌيڪ نہ هوندو هو. چشتيہ- سهروورديہ- مغربيہ ۽ بخاريہ خانوادن کان بہ اجازت- خلافت ۽ ارشاد جو خرقو مليل هئن. عربي شعر شيخ ابن فارض مصريءَ جي روش تي چوندا هئا. اعجوبتہ الزمان ۽ نادرة الدوران هي بہ ديوان سندن ارباب سخن ۾ مشهور آهن. ماه ربيع الاول هجري سن نو سؤ ڇهاسي ۾ آخري سفر فرمايائون. سندن قبر انهيءَ ئي خانقاه ۾ بنائي وئي جنهن ۾ رهندا هئا. پنج پٽ ۽ ٽي خليفا ڇڏيائون سڀ رشيد هئا. پهريون پٽ سجاده نشين هئن سيد عبدالرزاق نالو ۽ ابوبڪر ڪنيت هئي. ٻيو پٽ سيد نصير نام ۽ ابوصالح ڪنيت هئن. ٽيون فرزند سيد محمد چوٿون فرزند سيد علي ۽ پنجون سيد احمد هئا. پهريون خليفو شيخ بهاءُالدين- ٻيو خليفو شيخ محمد ۽ ٽيون خليفو شيخ ابراهيم هئا. هي سڀ اولاد ۽ خليفا رهنمائيءَ جي مسند تي ظاهري ۽ باطني ڪمالات- ديني ۽ دنياوي سعادت ۽ علمي و عملي شرف سان آراستہ هئا. ۽ زماني جي مشائخ ۽ اوليا جي حلقي ۾ ڪامل طور امتياز رکندا هئا.

## شيخ ڪليم الدين موسي گجراتي ﷫ جي ياد ۾

پاڻ نامور عالمن مان آهن. تقرير ۽ تحرير ۾ فصيح زبان ۽ شيرين قلم هئا. ڪيترن قسم جي عبادات ۾ پنهنجي وقتن کي منضبط رکندا هئا. شمس عالم ۽ قبر عالم سندن فرزندن مان آهن. هي ٻئي صاحبزادگان حقاني انوار ۽ رباني تجليات جا مظهر هئا. هنن ٽنهين اصحابن جي خوابگاه احمدآباد ۾ آهي.

## شيخ نصير جمال ﷫ جي ياد ۾

سندن خوابگاه نوساري ۾ آهي. جيڪا گجرات جي پرڳڻن مان آهي. پاڻ شيخ الشيوخ سهروردي جي پاڪ نسل مان آهن پنهنجي زماني جا قطب هئا. گهڻا ئي ماڻهو سندن هدايت سان ڪمال تي پهتا.

## شيخ شريف محمد ﷫ جي ياد ۾

پاڻ هجري سن نو سؤ چوراسيءَ ۾ مندو (ماندوءَ) ۾ هئا. تصوف جو آغاز، علم جي تحصيل، جواهر خمسه جو عمل، دعوات جي استجازت، اذڪار جي سند ۽ اشغال ورثته الحق جي تعليم هي سڀ ڪم پاڻ شيخ محمود جلال شطاريءَ جي خدمت ۾ ڪيا هئائون. جيڪو راقم گلزار جو مربي هو. شيخ نصير جمال جي نسل مان آهن. ڪشائش (ڪشف هجڻ) کان پوءِ ڪجهه ڏينهن پاڻ ڳوٺ ديواس مالوه جي جبلن ۾ رياضت ڪيائون ۽ هتان کان حضرت غوث الاوليا جي زيارت لاءِ گواليار ويا. گواليار پهچي شيخ عبدالله سجاده نشين جي خدمت سان ۽ شيخ ضياءُ الله ۽ هتان جي ٻين مشائخن جي خدمت مان فيض حاصل ڪيائون. پوءِ هتان کان دهليءَ جي سير لاءِ روانه ٿيا. دهليءَ ۾ دهليءَ وارن جي قلبن ۽ قبرن جي زيارت ڪيائون. پوءِ گجرات ڏي موٽي آيا. هاڻي پنهنجي وڏن جي وطن ۾ معرفت جو چراغ روشن ڪري گوشي گزين آهن. هجري سن هڪ هزار ارڙهن تائين خبر ملي آهي ته زندگيءَ جي مسند تي ويٺا آهن. خدا ڪري عمر وڏي ٿين.

# هي ترانو درپرده شڪر گذاريءَ جو آهي

الحمد الله المعين علي اتمام ما اراد ظهوره في الازل منا تہ چئني صدين جي بيدار دل اصحاب جيڪي اخروي خوابگاه جي تھ خانن ۾ آسوده آهن. انهن ۾ موحدانہ حالات جي لکڻ سان فراغت تي ۽ جيڪي شب زنده داران خلافت ظاهري زندگاني ۾ تلقين و ارشاد جي انجمن هنن ڏينهن ۾ گرم تا رکن. انهن جا بابرڪات حالات لکڻ لاءِ ايزدي تجليات جي دربار ۾ مون کي شروع ڪرڻ جي توفيق ملي اعلموا ايهاالجالسون عليٰ بساط القرب و الحيوٰة تہ هيءَ ڳالهہ ڪنهن اهل دانش جي يقين ۾ نہ تي اچي تہ ارباب سير ۽ تاريخ- اصحاب تذڪره ۽ تبصره ۽ اهل نساب و اسماءٔ رجال هن ڳالهہ جو شڪر چو نہ ادا ڪن تہ محي عليٰ لاطلاق هنن جي خام تصنيف جي ذريعي سان نفس ڪتابت ۾ ڪرامت جي طور تي عادتً احياءِ اموات ۽ ابقاءِ نسل انساني جي اها خاصيت عطا فرمائي آهي جيڪا ڳالهائڻ جي ذريعي سان انفاس مسيحائيءَ کي معجزي جي طور عطا فرمائي هئي. يا هينئن چئجي تہ اها خاصيت رعايت ۽ شفقت جي طور تي رحماني نفس سان گڏ مخصوص آهي. ۽ من احياها فكانما احي الناس جمعيا جي ثواب جي خلعت مصنفن کي پارائي گهڻو امتياز بخشو آهي.

هن ۾ شڪ نہ آهي تہ طبيعت ۽ فطرت جا اهل حقيقت ۽ صاحب طريقت گروهہ ارواح ۽ عالم اجسام جي رموزدانيءَ جي درياهہ ۾ جيڪو پنهنجي ادراڪ جو ڄار وڌو آهي. هن تلاش مان انهن جو غرض هن ڪان سواءِ ڪجهہ نہ آهي تہ عالم شهادت ۽ عالم ترڪيب جي بياباني شڪار جي باري ۾ تہ حلال ۽ حرام- منع و اجازت جي نسبت ڪتي اختلاف ۽ ڪتي اتفاق آهي. لهذا پنهنجي فرصت جو وقت انهيءَ شڪار جي ڪم ۾ صرف نہ ڪرڻ ڪپي تہ جيئن روز پرسش جي ڪشاڪش سان جواب دهيءَ جي ڪشمڪش ۾ گرفتار نہ ٿيڻو پوي. بلڪ ان جي بجاءِ فنا ۽ استغراق جي درياه ۾ مراقبي جي شڪار جو موقعو ڏنو وڃي ۽ ڪشف ۽ عين اليقين جي ذريعي سان مرڪبات ۽ مجردات جي حقائقن جو شڪار ڪري حقيقتہ الحقائق جي دسترخوان تي الاكل علي ملك المبيح جي فتويٰ جي موجب پنهنجي لاءِ مباح ڪيو وڃي تہ جيئن فرقان مجيد جي عرفاني مجلس ۾ آيت اُحِـل لكم صيد البحر جي مخاطب هئڻ جو شرف حاصل ٿئي.

ڇيو ويو آهي تہ بحر مان مراد فنا في الله ۽ صيد مان مراد موجودات جون حقيقتون ۽ ڪائنات جا مرڪز آهن. جيئن ڪيترن مفسرن هن آيت جي تفسير ۾ فرمايو آهي تہ بحر جو حڪم بر (جنگل) جي حڪم جي خلاف هوندو آهي. جڏهن بندو حقائق جي درياهن ۾ غرق ٿيو تہ حڪم بَري ان جي مٿان ساقط ٿي ويو ۽ ان وقت ۾ درياه جو شڪار ان لاءِ مباح ٿي ويندو آهي. ڇو تہ بندو جڏهن غرق ٿيو تہ اهو محو ٿي ويو تہ پوءِ ڪابہ ڳالهہ نہ ان جي طرف آهي نہ ان سان گڏ آهي ۽ نہ ان جي طرف ڪان آهي ڇو تہ هو محو آهي ۽ الله جل شانہُ پنهنجي حڪم تي غالب ۽ قادر آهي.

انهيءَ بنياد تي اعتقاد ۽ اخلاق جي منزلن جي رهڻ وارن ۽ هلڻ وارن جي حال ۽ قال جي مناسب هي آهي تہ هن جماعت جي جنهن حال ۽ قال کي پنهنجي ادراڪ جي تارازي سان صحيح صحيح وزن نہ ڪري سگهن. يا جنهن حال ۽ قال کي پنهنجي حوصلي جي ظرف ۾ نہ آڻي سگهن، ان حال ۽ قال جي تحقيق ۽ تصحيح ڪان معترض نہ ٿين. ڇو تہ جنهن شي کي هن جماعت ڪشف جي آفتاب جي روشنيءَ ۾ حاصل ڪيو آهي ان کي هي ماڻهو عقل جي چراغ جي روشنيءَ سان نہ ٿا ڏسي سگهن.

مسلمانو! گهڻيون ڳالهيون (ڪوٺي ڪوٺي) نہ پڇندا ڪيو جو جيڪڏهن توهان تي ظاهر ڪيون وڃن تہ توهان کي بريون لڳن. هن آيت جي تفسير ۾ ڪن محققن فرمايو آهي تہ جڏهن تنهنجي اڪين تي (مصلحتاً ڪنهن معاملي کي مخفي رکڻ لاءِ) مهربانيءَ جو پردو وڌو وڃي تہ جيڪو امر تنهنجي لاءِ مخفي رکيو ويو آهي ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ پويان نہ پئو. ڇو تہ هن تلاش سان تنهنجي مٿان توهانجو عيش ختم ٿي ويندو ۽ ڪن جو چوڻ آهي تہ توهان اڪابرن جي مقامات، تي وقوف حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪيو ڇو تہ اڪابر هي علم توکي ڏيڻ واجب نہ ٿا سمجهن ۽ پوءِ توهان کي پنهنجي مرتبي جي گهٽتائي بُري معلوم ٿيندي. پوءِ بهتر اهوئي آهي تہ اصحاب دعوت هن ڪتابي ڪهف (غار) جي اندر عبارت جي قيلولہ گاه ۾ بي اعتبار اغيار جي نظر کان پاڻ کي پوشيده رکڻ ۽ حقائق ۽ معارف بيان ڪرڻ جي مقام تي بظاهر راحت جي تخت تي سمهڻ وارن وانگر خاموشي ۽ باطن ۾ زندگيءَ جي محفل جي مسند نشينن وانگر ڳالهائڻ اختيار ڪن تہ جيئن انهن جي رهنمائيءَ جي هميشہ رهڻ واري بهار- طالب افسرده دلين جي زمينِ استعداد سان ملي ان زمين کي الرضوان عنهم وعنہ جو باغ بنائي ڇڏي. الیٰ يوم الوقت المعلوم.

# شيخ عيسيٰ ابن شيخ قاسم رحمة الله عليه

# سنڌيءَ جي ياد ۾ (۹)

جڏهن سندن عقيدت جي سج کان وحدت جا شعاع نڪتا مقبوليت جي چنڊ ۾ معائني جو اقتباس ٿيو. مراقبو مشاهدي جي جهان تي حاوي ٿيو. همت جي ڇانو واري وڻ بدنصيب درويشن جي مٿن تي ڇپر جو ڪم ڪيو. ارادت جو هنگامون سندن هٿ ڇمي ايزدي عرفان جو سرمايو بخشي، تلقين جي گوهر فشان زبان الاهي وجدان جي خزاني جو رستو ڏيکاري. هڪ گهڙيءَ جي باطني توجه سان ملڪ ۾ ملوڪت (عالم شهادت ۽ عالم ارواح) جا ڪم ناهي ڇڏي ۽ سندن ڪشاده پيشاني، رباني ماڻهن جي دلربائي ڪري ته پوءِ ڪيئن ٿو ڇئي سگهجي ته سندن وجود جو باغ صرف علمن ۽ فضيلتن جي بهار سان سرسبز آهي. بلڪ هينئن چوڻ نهايت موزون آهي ته سندن فيض پهچائيندڙ وجود سيني عقلن ۽ سيبي علمن جي چمنستان جو نوروز آهي. پاڻ شيخ لشڪر محمد عارف جا مريد ۽ خليفا آهن. جيڪڏهن تصوف جي شهر ستان کي شيخ لشڪر محمد عارف جي بصيرت جو فرسوده قدم ۽ سلوڪ جي سنسان جهنگل کي مدح ڪيل صاحب جي دانش جي قدمن سان لتاڙيل گهاٽي چيو وڃي، ته ناموزون نه ٿيندو قدس سره.

شيخ عيسيٰ جي ولادت جي جاءِ ايرج پوردار السلطنت صوبو برار آهي. هڪ ڏينهن پاڻ فرمايائون ته:

”جن ڏينهن ۾ آءٌ پنهنجي ماءُ جي پيٽ ۾ هئس. انهن ڏينهن ۾ والد بزرگوار جي استاد خواب ڏٺو ته حضرت سليمان عليه السلام اسان جي گهر ۾ تشريف فرما ٿيا آهن. انهن ئي ڏينهن ۾ منهنجي ماءُ خواب ڏٺو ته مولانا يونس اسان جي گهر آيا آهن جيڪو هڪ وڏو عالم ۽ استغراق وارو درويش هو. انهن ڏينهن ۾ والد بزرگوار هڪ ڳوٺ ۾ ويل هئا جيڪو ايرج پور جي نزديڪ ئي آهي. والده ماجده صبوح ٿيڻ شرط منهنجي چاچي مڪرم ۽ استاد شيخ طاهر محدث جي خدمت ۾ حاضر ٿي هي خواب ٻڌايو. چاچي مڪرم فرمايو ته تنهنجي پيٽ مان هڪ فرزند پيدا ٿيندو جنهن کي ٻنهين جهانن جون رياستون

نصيب ٿينديون. آخرڪار چاچي مڪرم جي مؤثر انفاس جي فيض سان تاريخ پنجين ذي الحج هجري سن نو سوءِ ٻاهٺ يا ٽيهٺ ۾ هن عنصري خاني ۾ منهنجو نقش نمودار ٿيو. چاچا سائين پنهنجي چاچي جي هم نالي منهنجو عيسيٰ نالو رکيو. منهنجي چاچي سائينءَ جا چاچا محترم ٻنهين جهانن جي فضائل ۽ ڪمالات جا صاحب هئا. قرآن جا حافظ ۽ قرائت جا ناليوار قاري هئا، ۽ سخاوت ۾ وڏو نالو رکندا هئا. ان ڪانپوءِ والد بزرگوار جن ان ڳوٺ کان واپس آيا جا ڏي ويل هئا، تہ انهن منهنجو نالو پنهنجي استاد جي خواب جي بنياد تي چاهيو تہ سليمان رکن ليڪن وڏي ياءُ جي بزرگي ۽ ادب جي لحاظ جي ڪري باز آيا پوءِ تاريخ پنجين محرم هجري سن نو سوءِ ايڪاسي تي والد بزرگوار جو سايو منهنجي مٿي تان هٽي ويو. انهيءَ ئي سال پنهنجي چاچي مڪرم سان گڏ سامان ڪٽي برهانپور[۱۰] خانديس ۾ هليو آيس، ۽ اسان ٻنهين هتي گهر پسند ڪيو هجري سن نو سوءِ پنجاسي هو جو پير جي تلاش جي لاءِ جيڪو معرفت جي آباد ۽ فروغ واري بستيءَ ۾ پهچائي ڇڏي. سياحت جي شورش دل کان پير ٻاهر ڪڍيا جڏهن گهر مان نڪري مسافرت جي رستي تي هليس تہ ٻي منزل تي هڪ ڳوٺ آيو ان جي قريب پهچي ڪنهن عزيز يا آشنا جو مهمان ٿيڻ جو خيال آيو ليڪن هڪ گهاٽيءَ ۾ رستو ڀلجي ڪوهستان ۽ بيابان ۾ گهڻو سرگردان رهيس. ايتري ۾ هڪ ويرانو نظر آيو. مون سمجهو تہ قاتل پراڻا ڪپڙا جيڪي تن تي آهن اهي بہ لٽجي ويندا. هي خيال ڪندي فقير ۽ رفيق ٻئي شڪستہ دل سان دعا ڪندا پاڻيءَ جي تلاش ۾ ڳوٺ ۾ وني آيا ۽ جيڪي بہ انهن ڪان تي سگهيو اسان جي خدمت ڪيائون. ان ڪانپوءِ ايندڙ منزل جا واقعات بہ اهڙي طرح پيش آيا. هي بہ قوي ثبوت ڏسي توڪل جو خيال دل ۾ پيدا ٿيو.

مطلب تہ جڏهن مان اُجين مالوه ۾ پهتس تہ شيخ عبدالڪريم ابن شيخ راجي محمد قادريءَ جي خانقاه ۾ لٿس. انهن ڏينهن ۾ مالوه جي جاگيردار ۽ وڏن اميرن هڪ اهم ڪم جي لاءِ شهر جي حدن ۾ خيما لڳائي هڪ جاءِ تي گڏ ٿيا هئا. شهر جي مشائخن ۽ عالمن چاهيو تہ منهنجي ملاقات انهن سان ڪرائجي ۽ مون علم، پرهيز، فقر ۽ فنا مطلب تہ جيڪي ڪجهہ الله تعاليٰ جلشانہ جي خوشنوديءَ لاءِ گڏ ڪيو ان کي گهٽ مقدار واري تنخواه جي عيوض وڪٽي ڇڏيم سبحان الله راقم گلزار بہ انهن ڏينهن ۾ اتي موجود هئو. سنڌن

ديدار ڪيو هئم ۽ وڪٽڻ وارن خلاف راءِ ڏني هئي. جيئن تہ ماڻهن جي قرارداد ڪي سندن الهام پذير ضمير پسند نہ ڪيو. ان ڪري ٻئي ڏينهن پيغام جي ذريعي سيني کي رخصت ڪري سارنگ پور جو رستو ورتائون. پاڻ چوندا هئا تہ:

جڏهن مان سارنگ پور پهتس تہ شيخ عبدالملڪ شطاري رح جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. شيخ عبدالملڪ شطاري شيخ وجيہ الدين علوي گجراتيءَ جا خليفا هئا ۽ سالڪ هئا. مگر اهل توحيد و تحقيق گهڻي مهرباني فرمائي ۽ معرفت جون ڳالهيون ٻڌايائون. منهنجو هڪ رفيق هئو جنهن جو سچو هٿ ڪم جو نہ هئو. جڏهن ڪاڏو سامهون آيو تہ هن کبو هٿ خرقي ڪان ٻاهر ڪديو ۽ مذاق ۾ چيائين تہ روايت موجب عيسيٰ سان گڏ انڌو شخص بہ هئڻ گهرجي ۽ ٿوري دير تائين اهڙين ڳالهين سان دل وندرائيندو رهيو. پوءِ جڏهن مان گواليار ويس، تہ دل ۾ سوچيم تہ الاهي مجذوب سيد کپور حسيني جي قبر تي وڃان. فوراً دل ۾ هيءَ ڳالهہ آئي تہ جيستائين حضرت غوث الاولياء جي روضي جي آستانہ بوسيءَ جي سعادت حاصل نہ ڪيان تيستائين ڪنهن ٻي جاءِ تي نہ ويندس. جڏهن مان خدا پرستن جي قبلہ حضرت غوث الاوليا جي روضي مبارڪ ۾ پهتس تہ دل ۾ آرام ۽ بصيرت پيدا ٿي ۽ ڪجهہ اهڙو رنگ ڏيکاريائين جو هميشہ فاتحہ حضرت غوث الاوليا جي روح جو تحفو ڪندو رهندو آهيان. پوءِ گواليار ڪان روانہ ٿي دارالسلطنت آگري ۾ آيس. هتي قاضي جلال الدين ملتاني علمي مدرسي جو استاد ۽ خانقاهہ جو صوفي هو. ان سان مليس. انهن شروع ۾ ئي منهنجي چاچي رئيس المحدثين شيخ طاهر جا

حالات پڇا مون جواب ۾ سندن ڪيفيت بيان ڪئي. ان وقت مولانا ابوبڪر عطاءُ الله ۽ حڪيم اسحاق لاهوري ويٺا هئا. انهن چيو تہ مهمان شيخ طاهر جي ياءُ جو پٽ آهي. گھڻو خوش ٿيا ۽ گھڻي دلجوئي ڪيائون. مون بہ ڪجھہ ڏينهن تارڪانِ دنيا سان گڏ گذاريا. هر روز ڪجھہ نقد هٿ ايندو هو ۽ کائڻ پئڻ تي خرچ ٿي ويندو هو. هي ڏسي دل ۾ خدشو پيدا ٿيو تہ شايد منهنجي درويشي ايزدي بارگاه ۾ قبول نہ ٿي. جو هر روز تونگرن وانگر پيٽ پري کائڻ ٿو نصيب ٿئي. هن انديشي تي مان دليرانہ آزمايو ويس. هن آزمائش ۾ ظاهر ٿيو تہ هن طرح جي توڪل بہ شرڪ خفي آهي، ۽ قوت القلوب ۾ جيڪو توڪل جو بيان آهي اُهو اتان ئي آهي. جڏهن هن تصفيہ ۾ بہ خوب انديشو ڪيو ويو تہ تسلسل جي صورت معلوم ٿي. پوءِ حيرت ٿي تہ توڪل ڪهڙي شي آهي. الله جي حڪم سان نفس ملهم آگاه ڪيو تہ اسم قوي ۽ متين جي ان تجليءَ کي توڪل چئبو آحي جيڪا سالڪ جي دل تي پوي يعني جيستائين درويش جي دل انهن ٻنهين اسمن جو تجلي گاه نہ ٿو ٿي وجي. تيستائين ان کي توڪل نہ ٿا چون ۽ هي توڪل، توحيد حق ۽ فنا سان خلق جي معنيٰ ۾ آهي. اهڙي طرح مان برهانپور ڏي واپس آيس ۽ هتي اچي هڪ حسين مظهر جي حسن تي دل مائل ٿي ۽ محويت جي نوبت ايتري قدر پهتي جو ڪتاب پڙهڻ وقت صحيفن جا حرف ۽ خطن مان محبوب جي نالي جي نقش ڪانسواءِ ڪجھہ بہ نظر ۾ يا خيال ۾ نہ پيو اچي ۽ نماز جي محراب ۾ محبوب جي صورت

صنم هجڻ جو شان اختيار ڪيو بلڪ ادراڪ ۽
حواس بلڪل بيڪار ٿي ويا ۽ محبوب کانسواءِ
ڪجھ معلوم نہ پيو ٿئي. ذائقي جي قوت پاڻيءَ
کي کير کان جدا نہ پئي ڪري سگھي ۽ ڪن نغمي
کي ماتم کان الڳ نہ پيا سڃاڻي سگھن. منھنجي
هن حالت جي ڪجھ ڪيفيت استاد چاچي مکرم
کي معلوم ٿي تہ فرمايائون تہ اهڙي استعداد وارو
جيڪڏهن رسمي علم جي طلب ڇڏي خدا شناسيءَ
جي دامن سان لڳي پوي تہ سيني کان وڌيڪ جلد
مقصد ۾ ڪامياب ٿي وڃي. جيئن تہ محبوب جي
صورت نظر جي سامهون ۽ خاص ڪري نماز غفلت
پيدا ڪرڻ ۾ لاحول پڙهڻ جي باوجود پري نہ ٿي ۽
مون انهيءَ ڳالھ کي شريعت جي روءِ کان ناجائز
سمجهو ان ڪري شيخ لشڪر محمد عارف شطاري
قدس سره جي خدمت ۾ حاضر ٿي گمراهيءَ جي
اصليت بيان ڪيم. انهن ڏينهن ۾ طالبان هدايت
جي واڳ شيخ لشڪر محمد عارف جن جي هٿ
هيٺ رهنمائيءَ ۾ هئي. شيخ لشڪر محمد عارف
جن فرمايو تہ ٽي ڏينهن روزا رک ۽ چوٿين ڏينهن
ذڪر جي تلقين وٺ. ذڪر جي نور سان هي وسوسا
نيستيءَ ڏي ڪوچ ڪري ويندا. چنانچہ مون ائين
ڪيو. اڃان ٽيون روزو افطار بہ نہ ڪيو هئم تہ
منهنجي دل انهيءَ تعلق کان هڪدم هٽي وئي ۽
تلقين واري ڏينهن دل تي ذڪر اهڙو تہ اثر ڪيو جو
گهر جي طرف واپس ايندي بازار جي چراغن مان الله
جل شانہ جي نالي کانسواءِ ڪجھ بہ نظر نہ آيو.
پهرئين چلي جي شروعات ۾ سڀ بدن جا عضوا
بلڪ هر هڪ وار جي پاڙ مان اهو ذڪر مون

پنهنجي خيال جي ڪنن سان ٻڌي ورتو. انهيءَ چلي
جي پوري ٿيڻ بعد توحيد جو ٻج دل جي زمين تي
ڇٽيو ويو ۽ ٻئي چلي جي بهار مان گلستان بنائي
ڇڏيو ويو. هاڻي مان انهيءَ گلستان مان بي شمار
گل تصنيف ۽ تلقين جي ذريعي سان دوستن جي
حال ۽ استقبال لاءِ ذخيرو ٿو ڪيان.

هڪ ڏينهن ياد ڪري پاڻ فرمايائون ته:

رمضان جو مهينو ۽ هجري سن هڪ هزار تيرهن هو. هڪ
رات اعتڪاف ۾ مون کي خيال آيو ته هن وقت سيني اصحابن
کي جميعت ۽ حضور حاصل آهي. حصن حصين جي حديث ۾
لکيل آهي ته قلب جي رقت جو وقت دعا جي مقبوليت جو محل
آهي. لهذا مون کي دعا جو هٿ قبوليت جي اميد تي کڻڻ کپي.
اجان اهو خيال اڳتي وڌي منهنجي زبان تائين نه آيو هو، ته مون
حق سبحانه تعاليٰ کي انهن سيني مظهرن سان صاف ڏسي ورتو
جيڪي نظر اچي رهيا هئا. ان وقت سوال جو خيال هن بنياد تي
دل کان پري نه ٿيو ته عبوديت جو مرتبو انهيءَ صورت ۾ ثابت
ٿيندو آهي.

بندو دعا صرف حڪم جي تعميل جي واسطي ڪندو آهي. جيڪو
الله جلشانه جي قول ادعوني استجب لڪم ۾ واقع ٿيو آهي ڇو ته خالص
الله جلشانه جو بندو اهوئي ٿي ٿو سگهي جنهن ۾ ربوبيت جو لڳاءُ ۽ الله تعاليٰ
جلشانه کانسواءِ ڪنهن ٻي شيءِ سان تعلق نه هجي. متئين سائل جو قصد ۽
ارادو ان شيءِ جي متعلق نه ٿيندو آهي ۽ الله جل شانه، کانسواءِ ڪنهن ٻئي
مطلوب ڏي تجاوز نه هوندو، آهي ڇو ته غير الله کي مطلوب بنائڻ جائز نه آهي.
ان ڪري جو مطلوب جو شان هي آهي ته اهو نفس الامر ۾ضرور موجود هجي.
مگر طالب جي نزديڪ ان جي اعتبار کان مفقود هجي. غير الله ۽ ماسواءِ الله
في نفسہ معدوم آهن. لهذا انهن جي شان ۾ اها ڳالهه داخل نه آهي ته مطلوب
بنايا وڃن. پوءِ هرگز هيءَ ڳالهه درست نه آهي ته ڪو به شخص الله جلشانه
کانسواءِ ڪنهن ٻي شيءِ کي مطلوب بنائي. هن صورت ۾ جيڪڏهن حال لفظي

سوال جي تقاضا رکندڙ هجي تہ عبوديت جي رستي کان سوال کري ۽ جيڪڏهن حال تفويض ۽ سکوت دعا جي تقاضا کري تہ دعا سان سکوت حاصل کري.

وري خيال سوال سان گڏ بہ تميز ۽ تفريق جي طور تي منهنجي دل ۾ پيدا ٿيو تہ جيڪڏهن تمام موجودات بمقتضاءِ رحمتي وسعت کل شيءِ رحمت رحمانيہ سان متصف آهي ۽ دليل ان جو اهو آهي تہ جڏهن کاشيءِ رحمتہ رحمانيہ سان متصف ٿي چڪي جيڪا عبارت نفس رحمان سان آهي ۽ نفس رحماني بعينہ وجود واجب تعاليٰ جي تجلي آهي تہ پوءِ اها ڳالهہ کيئن موزون ٿي سگهي ٿي تہ اها شيءِ قهر ۽ عذاب ۾ مبتلا هجي. پر ڇا هي ممکن نہ آهي تہ جهڙي طرح موجودات رحمت رحمانيہ سان متصف ٿيون آهن اهڙي طرح اُهي رحمتہ رحميہ سان بہ متصف ٿيون هجن. ڇو تہ حق سبحانہ جي واسطي صفت رحمت بالذات ۽ بالقصد ثابت آهي ۽ صفت قهر بالعرض ۽ بالتبع ۽ انهيءَ اصول تي مبني آهي. هي جو قاضي بيضاويؒ فرمايو آهي تہ الله جلشانہ جي قول پاک ان تعذبهم فانهم عبادک وان تغفر لهم فانک انت العزيز الحکيم. جي تفسير ۾ وعدم غفران شرک مقتضي الوعيد (ترجمو) يعني شرک جو نہ بخشڻ تقاضاءِ وعيد آهي. هن بيان ۾ بذاتہ کوبہ تناقص کونهي جنهن جي کري ترديد ۽ آخري کلمات ربک بالحسنيٰ سان تعليق ممتنع هجي.

سندن تصنيفات هي آهن (1) روضتہ الحسنيٰ (2) عين المعاني هي ٻئي رسالہ الله تعاليٰ جي نوانوي نالن جي شرح آهن. اول اوز آهي ۽ ثانيءَ جو کو ثاني کونهي (3) انوار الاسرار، قرآني تاويلات جي باري ۾ ٻين تاويلن ۽ حقائق نما تفسيرن تي نظر کري ثاني نقش آهي جنهن کي سندن فطرت جي نقاش معنيٰ جي قلم سان لکي اهل زمانہ جي سامهون پيش کيو آهي (4) رسالو حواس پنجگانہ جنهن ۾ پاڻ حضرات خمس سان مطابقت ڏني آهي. شيخ صدر جهان وهار وال سندن برگزيده خلفائن مان آهن ان جو عرض قبول کري لکيو ويو هو. (5) حاشيو اشارة غريبہ کتاب انسان کامل جيکو شيخ عبدالکريم جيلي قدس سره جي تصنيفات مان آهي. هي حاشيو پاڻ ان وقت لکيو هئائون جڏهن پاڻ شيخ وجيہ الدين علوي گجراتيءَ جي خليفي سيدا احمد دکنيءَ جي شاگرديءَ ۾ هئا. (6) شرح فارسي بر قصيده برده شريف (7) رسالتہ قبلتہ المذاهب الاربعہ مع

اشارات اهل تصوف (8) حاشيه بر شرح ضيائيه. هڪڙي شرح آهي جنهن کي حقيقت آگاهه مولانا عبدالرحمن جاميءَ ڪافيه ۾ لکي هئي. انهيءَ شرح تي پاڻ حاشيو لکيو اٿن. هي ان وقت جي ڳالهه آهي جڏهن پاڻ پنهنجي وڏي پٽ شيخ عبدالستار کي درس ڏيندا هئا. مولانا عبدالغفور ۽ مولانا عصام الدين جي حاشين جي مقابلي ۾ تمام منيون منيون ڳالهيون لکيون اٿن (9) فتح محمدي در علوم تفسيرهي ڪتاب شيخ فتح محمد جي لاءِ تاليف فرمائي هئائون جيڪو سندن ننڍيو فرزند آهي (10) تتميم شرح ماته عامل جنهن کي مير فتح الله شيرازيءَ شروع ڪيو هو. مگر زماني جي بيوفائيءَ جي سبب ڪري پوري نه ٿي سگهي. هن ڪتاب کي پاڻ مير سيد علي ابن عم قاضي نورالله جي آرزوءَ تي آغاز وانگر انجام تي پهچايو آهي. قاضي نورالله اڪبر بادشاهه جي لشڪر جو قاضي هو. (11) رسالو عقود جنهن کي سڀ کان زياده مختصر عبارت ۾ لکيو اٿن. ارباب حديث ڳڻڻ جو شمار پنهنجي هٿ جي آڱرين تي ڪندا آهن. ان کي عقود چوندا آهن. (12) ٻن رباعين جون ٻه شرحون (13) ترجمو اسرالوحي ٻه سندن ترتيب ڏنل آهي. تقدير جي ڪرشمن مان اميد آهي ته هنن سر تاپاڪشف سان پريل رسالن جا نالا ٻڌڻ وارن کي جيڪڏهن انهن ي مطالعي جو شرف حاصل ٿيندو ته منهنجي هن بيان کي اجايو يا وڌاءُ نه سمجهندا.

ان ۾ شڪ ناهي جيڪڏهن سچو معاملو انصاف ڪندڙ گروه سان ٿئي هجي ها ته ڪا انديشي جي ڳالهه نه هئي. ليڪن ڇا ڪيو وڃي ڪجهه غربان منش ۽ صافي طنيت جي ماڻهن سان ٻه ڪم پوڻ وارو آهي. ان ڪري هر هڪ رسالي مان نموني جي طور تي هڪ هڪ نقل تحرير ڪيان ٿو ته جيئن جن اصحابن دعوت قبول ڪئي آهي اهي منهنجي هن ڪوشش سان پنهنجو وات منو ڪري سگهن.

هي انوار الاسرار جي ديباچي جو نقل آهي:

اي مقدس ۽ بابرڪت خداوندا تعريف جا مڙئي قسم تنهنجي ئي شان وٽان ۽ توکي ئي موزون آهن. جنهن صفتن واري ذات جي طلب سندس طالبن واسطي هن جي خزانن جي دروازن جي ڪنجي ٿي سگهي ٿي ۽ جنهن جي طلب بيحد گهٽي آهي اُهو تون ئي آهين.

۽ اي گهڻين نعمتن جا عطا ڪندڙ شڪر جا سڀ قسم تنهنجي لاءِ ئي زيبا ۽ لائق آهن. جنهن نعمتن جي عطا ڪندڙ جي نعمتن جي اظهار جي واسطي قلبي ڪوشش ڪانپوءِ ڪو به وسيلو نه ٿو ٿي سگهي. اهڙو حقيقي نعمتن جو عطا ڪندڙ تون ئي آهين ۽ هيءَ حقيقت آهي ته جيڪو شخص دل سان ڪوشش ڪندو آهي اهو ڏسندو آهي ته ان جي ڪوشش مقبول ٿئي ٿي.

(2) لامحدود صلواتون ۽ سلام الله تبارڪ و تعاليٰ جي طرفان نازل ٿين توهان تي اي ذات پاڪ محمدي. جنهن شخص جي حقيقت سيني مرتبن ۽ وسيلن جو مجموعو آهي. جنهن جو روح فتحون حاصل ڪيل سيني عالمن ۽ بلندين جو سرچشمون جنهن جو وجود سخي سيني عالمن جي ظاهر ٿيڻ لاءِ، الله جل شانه جي رحمت ۽ جنهن جو ڪتاب واضح ۽ ڪليل آهي. اها توهان جي ئي ذات تمام مٿاهن درجن واري آهي.

۽ سندن اصحابن تي به صلواتون ۽ سلام نازل ٿين جيڪي ظاهري ۽ باطني طرح مٿاهين شان واري صحبت سان فضيلت وارا آهن. جن جي صحبت رسول مقبول ﷺ جن سان رهندي هئي ۽ رسول مقبول ﷺ جن جي بزرگي حاصل ڪيل اولادتي به صلواتون ۽ سلام نازل ٿين ۽ هي صلواتون ۽ سلام سيني آل ۽ اصحابن لاءِ سرور پهچائڻ جو سبب بنجن.

حمد ۽ صلواة ڪانپوءِ گذارش آهي ته هي مضمون ڇڻ ته انوار الاسرار جون مشعلون آهن جيڪي محلن ۾ نه پهچي سگهڻ وارن هٿن ۾ انهن جوان مردن جون اکيون منور ڪرڻ واسطي رکيون ويون آهن جيڪي تقليد ۽ ڪدورتن جي قيد کان آزاد آهن. مٿيان اسرار جناب باري تعاليٰ جنهن جو وڏو نالو آهي جي طرف کان هن گنهگار فقير تي بنا محنت ۽ ڪوشش جي وارد ٿيا آهن بلڪ هيئن چوڻ غلط ناهي ته الله تعاليٰ جلشانه پنهنجي عين عنايت سان لکڻ وقت مٿيان اسرار الهام فرمايا ۽ اهڙي حالت ۾ الهام فرمايا جو هي فقير گنهگار پنهنجي نفس کي ورائي ورائي چوندو رهيس ته اي ابوالفضول ڪاڏي ٿو وڃين، ڇا تون ڄاڻين ٿو ته ڪتاب ڇا آهي ۽ ظاهري ۽ باطني ايمان ڇا آهي جو ان تائين پهچي توکي وقوف (عرفان) حاصل ٿئي ۽ نفس مون کي جواب پئي ڏنو ته مان نه ٿو ڄاڻان ته مون سان ڇا ڇا ڪيو ويندو. اهڙي حالت ۾ الله تعاليٰ جلشانه، مون کي الهام فرمايو يعني منهنجي باطن مان آيت ڪريمه

**مَاكُنْتَ تَدْرِيْ مَالْكِتَابُ وَلَا الْاِيْمَانُ وَلٰكِنْ جَعَلْنَاهُ نُوْراً نَهْدِيْ بِهٖ مَنْ نَّشَاءُ مِنْ عِبَادِنَا وَاِنَّكَ لَتَهْدِيْ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ صِرَاطِ اللّٰهِ الَّذِيْ لَهٗ مَافِي السَّمٰوٰتِ وَمَافِي الْاَرْضِ اَلَا اِلَى اللّٰهِ تَصِيْرُ الْاُمُوْرُ** جي ندا مونکي ٿي ۽ هيءَ ندا ان لاءِ ٿي تہ مان بشارت ڏيڻ واري ۽ ڊيڄارڻ واري ڪتاب (قرآن مجيد) جا ڪي اسرار بيان ڪيان جن ۾ فصاحت جا اسرار ۽ بلاغت جا انوار بيان نہ هجن نہ غريبہ ۽ عربيہ لغت جي تشريح ڪئي وڃي ڇو تہ اها ضرورت وڏن وڏن ظاهري عالمن جي ڪوشش سان پوري ٿي چڪي آهي ۽ اهو تہ جنهن شخص قرآن پڙهي ان جي تاويل صرف باطن تي ڪئي ۽ ظاهر ڏي قطعي متوجہ نہ ٿيو جيئن آيت اذهب الیٰ فرعون انہ طغیٰ ۾ اصلي معنیٰ جو لحاظ ڪرڻ کانسواءِ جنهن لاءِ هيءَ آيت ڪريمہ نازل ٿي آهي هيءَ معنیٰ ورتي ويندي آهي تہ موسیٰ عليہ السلام انسان جو روح آهي ۽ فرعون انسان جو نفس آهي. اهڙي تاويل ڪرڻ وارو شخص باطني آهي ڇو تہ هن ٻن معنائن مان صرف هڪ معنیٰ ڪي ورتو ۽ جنهن شخص تفسير قرآن صرف ظاهر تي ڪيو جيڪي اشارا ۽ نڪتا الله جلشانہ جي طرف نگاہ ڪري عين بلاغت ۽ انساني نفس ڏي نظر ڪري تہ اهي محض فصاحت آهن انهن اشارن ۽ نڪتن تي انهيءَ نہ ايمان آندو نہ اقرار ڪيو. اهو شخص فرقي حشوي ۽ خارجي مان آهي ۽ قراۃ کانسواءِ ڪجهہ نہ ڏسي سگهيو ۽ جيڪي خوبيون قرآن مجيد ۾ اندر يا ان جي هيٺان درج آهن انهن جي واقفيت حاصل نہ ڪري سگهيو، ليڪن جنهن شخص ظاهري باطني ٻئي معنائون گڏ ڪيون اهوئي ڪامل عارف آهي جيڪو ڪتاب کان ۽ ڪتاب جي نازل ٿيڻ جي مطلب کان واقف آهي انڪري جتي بہ اشارن سان ذڪر ڪيو ويو آهي لفظ لعل سان گڏ ڪيو ويو آهي ممڪن آهي تہ ائين ادب جي خيال سان ڪيو ويو هجي جنهن جي تعليم الله سبحانہ و تعالیٰ انهن عالمن کي فرمائي آهي جيڪي مادي صنعتن ۽ مخلوق جي مشابهت جي سيني مرتبن کان واقف آهن ۽ مان الله جل شانہ کان دعا ٿو ڪيان تہ هو مون کي ۽ منهنجي پيروي ڪندڙ دوستن کي انهن ماڻهن جي گروهہ ۾ شامل ڪري ڇڏي جن تي شيطان جو زور نہ ٿو هلي سگهي.

اعوذبالله مان الله تعالیٰ جلشانہ جي پناهہ ٿو گهران جيڪو جمال ۽ جلال جي صفتن جو مالڪ آهي. من الشيطان شيطان کان يعني دوري (بعد) کان

مطلب اها دوري آهي جيڪا ٻانهي ۽ ان جي رب جي وچ ۾ خيال واقع آهي مگر حقيقت ۾ ڪجهہ ڪونهي. يا دوريءَ مان مطلب اها دوري آهي جيڪا خيالي خلا آهي جيڪا وجود عالم جي محل ۾ ملي ٿي يعني عالم اهو ظاهري مقام آهي جيڪو حضرت غيب کان خارج ۽ خيالي خلا ۾ نمايان آهي.

**الرجيم**: اُها دوري جيڪا مردود (رد ڪيل) يعني اصلي وجود جي حد کان حقيقت ۾ ٻاهر آهي. حالانڪ وجودي اعتبارات جي لحاظ کان ظاهر آهي.

**بسم الله**: مان الله تعاليٰ جي ناليٰ سان شروع ٿو ڪيان حالانڪ مان علم اليقين سان الله پاڪ جي نالي سان وابستہ ٿو ٿيان جنهن اهڙن نالن سان تجلي فرمائي جيڪو اسماءِ ڪونيہ جي حقيقتن جو مقتضي آهي يعني مون اهڙي حالت ۾ شروع ڪيو آهي جو جنهن حالت ۾ منهنجو علم الاهي نالن سان ذوق ۽ وجدان سان ڳنڍجي ويو آهي يا هيئن چئجي تہ مان الله جلشانہ جي نالي سان شروع ٿو ڪيان حالانڪ مان عين اليقين سان الله پاڪ جي نالي سان لازم ٿو ٿيان جنهن الاهي نالن ۽ رباني صفتن سان تجلي فرمائي آهي يعني مون اهڙي حالت ۾ شروع ڪيو آهي جو جنهن حالت ۾ منهنجو ذاتي يا عيني تحقق اسماء الوهيہ ۽ صفات ربانيءَ سان ٿيو آهي يا هيئن چئجي تہ مان الله جلشانہ جي نالي سأن شروع ٿو ڪيان حالانڪ مان حق اليقين سان الله پاڪ جي نالي سان چنبڙان ٿو جنهن وجوبي نسبتون ۽ فعلي صفتن سان تجلي فرمائي آهي يعني مون اهڙي حالت ۾ شروع ڪيو آهي جو جنهن حالت ۾ اسماءِ الاهيہ فعليہ جو فعل حقائق- ڪونيہ انفعاليہ تي بالخلافتہ صفتن ظاهر ۽ تحقيق ٿو ڪريان چو تہ ممڪن ڪي چاهي اهو ڪهڙي وقت تائين رهي وجوب ذاتيءَ جي اندر قدم نہ ٿو ٿي سگهي ۽ هي تلبس بس مڪمل ڪي ئي حاصل ٿيندو آهي ۽ جيڪو تلبس ان کان مٿانهون آهي اهو ڪامل ڪي حاصل ٿيندو آهي ۽ جيڪو تلبس ان کان بہ مٿاهون آهي اهو انهيءَ شخص ڪي حاصل ٿيندو آهي جيڪو واصل آهي. انهيءَ احديتہ ذاتيہ جي عرفاني مقام ۾ قدم رکڻ جي هاڻي شروعات ڪئي آهي.

**اسم**: انهن جي يعني اهل تصوف جي اصطلاح ۾ صرف لفظ نہ آهي بلڪ ذات آهي جيڪا وجودي صفت جي اعتبار کان عليم ۽ قدير جي مثل آهي ۽ عدمي صفت جي اعتبار کان قدوس ۽ سلام جي مثل نالي ڪئي ويندي آهي.

حرف(ب) ۽ لفظ (الله) جي وچ ۾ لفظ (اسم) داخل ڪرڻ اهل ظاهر وٽ

تہ شڪ ڪي دور ڪرڻ لاءِ آهي ۽ جيڪا (ب) قسم ڪٽڻ سان هوندي آهي ۽ هڪ ٻئي سبب جي ڪري بہ آهي جيڪو صوفين جي ڪتابن ۾ مشهور ۽ ذڪر ڪيل آهي ليڪن منهنجي نظر ۾ لفظ (اسم) داخل ڪرڻ جو سبب هي آهي تہ گڏجڻ. چنبڙڻ ويجهو ٿيڻ ۽ برڪت حاصل ڪرڻ جيڪي ڪجهہ بہ ٿيندو آهي محض الوهيتہ جي مرتبي سان ٿيندو آهي- جيڪو بذاتہ- حقائق عالم جو مقتضي آهي ۽ ان جي تعبير اسم سان ڪئي ويندي آهي پوءِ جيڪڏهن لفظ اسم داخل نہ ڪجي تہ وهم پيدا ٿيندو تہ چنبڙڻ ۽ گڏجڻ وغيره الله سبحانہ جي ذات سان آهي. حالانڪ الله سبحانہ و تعاليٰ جلشانہ جي ذات انهيءَ ڪان متاهين آهي جو ان سان ڪنهن بہ وصف جي نسبت ڪئي وڃي يا ان ڪي ڪا حد رکي ان ۾ محدود ڪيو وڃي يا ان ڪي ڪا رسم گهيري ونئي ڇو تہ الله پاڪ جل شانہ جي ذات وجود مطلق آهي ۽ الله جلشانہ جي ذات ان ڪان متاهين آهي جو ان ڪي ڪو علم يا عقل يا ڪشف گهيرو ڪري سگهي، حالانڪ الله جل شانہ جي ذات انهيءَ ڪان پاڪيزه تر آهي تہ ڪو مادي صفتون بيان ڪندڙ شخص ڪنهن بہ طريقي سان ان جو بيان ڪري سگهي يا ڪو تشبيهہ بيان ڪرڻ وارو شخص سيني طرفن ڪان ڪنهن بہ طرف ڪان ان ڪي محدود ڪري سگهي. الله جلشانہ انهن سيني ڳالهين ڪان تمام گهڻون متاهون آهي ۽ هو هر شيءِ جي حقيقت جي اعتبار ڪان مخفي تر ۽ ظاهر ڪان ظاهر تر آهي. ۽ جيئن تہ ذات باري تعاليٰ جل شانہ ڪي ممڪنات تي انبساط ۽ الاهي مرتبن ۽ ڪائنات تي ظهور حاصل آهي انهيءَ لحاظ ڪان هن جا ڪيترائي درجا آهن پوءِ پهرئين تعين جنهن جي ذريعي الله جلشانہ بذات خود پنهنجي ذات جي اندر متعين ٿيندو آهي اها وحدت آهي پوءِ ان ڪان بعد وحدت ٻن قسمن ۾ تقسيم ٿيندي آهي هڪ قسم احديت آهي ۽ ٻيو قسم واحديت آهي. ان ڪانپوءِ واحديت جون بہ شاخون ٿينديون آهن هڪ ظاهر الوجود ۽ ٻي ظاهر العلم آهن. هنن ٻنهين شاخن جي وچ ۾ جامع حقيقت يا هينئن چئجي تہ هنن ٻنهين جي وچ ۾ حد فاصل بس انساني حقيقت آهي ٻيو ڪجهہ بہ نہ ۽ اولين قسم جي واجبات ۽ وجوب ذاتي تاثير ۽ فعل وغيره داخل آهن انهيءَ جو نالو الله آهي. لفظ الله جو اطلاق انهيءَ مرتبي تي تہ ايندو ئي آهي مگر لفظي اشتراڪ جي ڪري هي لفظ وجود مطلق تي بہ چيو ويندو آهي ۽ ٻئي قسم جي لوازم ۾ استعداد،

قابليت، انفعال ۽ تاثر وغيره شامل آهن. انهيءَ جو نالو اصطلاح ۾ غير الله يا موسويٰ الله چيو ويو آهي. پوءِ جڏهن موثر درجو تفصيل سان ظاهر ٿيو تہ ان جو نالو رب ٿيو.

**الرحمن:** جيڪو رحملـن آهي. يعني جنهن پنهنجي مرتين ۽ ڪمالات سان گڏ سيني ممڪنات ۾ تعين فرمايو. سمجهڻ گهرجي تہ جڏهن واحديتہ احڪام ۽ آثار جي ذريعي فيض مقدس ۽ نفس رحمانيءَ سان تجلي فرمائي تہ ان وقت ان جو نالو رحلمن رکيو ويو. وجود باري تعاليٰ جل شانہ جڏهن ممڪنات جي مرتبن تي جيڪا ڪشائش فرمائي آهي ان سان ئي نفس رحمانيءَ جي عبارت آهي. جهڙي طرح انساني ڪلمات عبارت آهي حرفن جي مخرجن تي نفس جي ڪشائش سان ۽ هر مخرج مان ان جي استعداد جي موافق حرف ظاهر ٿا ٿين ۽ پوءِ جڏهن حرف جمع ٿي ٿا وڃن تہ ان جو نالو ڪلمات ٿيندو آهي.

ساڳي طرح نفس رحمانيءَ جو حال آهي جو ممڪنات جي مرتبن تي ان جي ظهور مان اسنعداد جي مطابق هرهڪ مرتبي مان جزوي ۽ ڪلي تعينات ظاهر ٿيندا آهن پوءِ وري هنن ڪلي ۽ جزوي تعينات جي جمع ٿيڻ سان مرتبہ ڪليہ اوليہ جو نالو روح مثال شهادة يا شخص جـامع رکيو ويندو آهي ۽ انهيءَ مرتبي ڪليہ جو وجود خارج ۾ نہ ٿيندو آهي. جيڪو پنهنجي تعينات سان خارجي اعتبار کان وجود هئڻ جي لائق ٿي سگهي جيئن مثلاً سلطنت جي هرهڪ سلطان جو تعين سلطنت جي اندر هوندو آهي ۽ اهڙي طرح سلطنت جو ان کان ڪو الڳ وجود ڪونهي.

**الرحيم:** جيڪو رحيم آهي يعني جنهن مؤمنن تي پنهنجي خاص رحمت سان تجلي فرمائي.

(**الف**) يا تہ هن طرح جو رحيم مؤمنن کي انهن مرتبن کان آگاهہ ڪيو جيڪي اسماء الاهي جي ڪمالات سان ظاهر ٿيا آهن ۽ اسماءَ الاهي خود ظهور جا مقتضي آهن اهڙيءَ طرح جيئن ذات باري تعاليٰ جل شانہ پنهنجي سيني مرتبن ۽ ڪليتہ ۾ جاري وساري آهي.

(**ب**) يا اهڙي طرح تجلي فرمائي جو رحيم مومنن کي مذموم نفسانيت کان عبوديت جي مقام ۾ حقيقت جي طرف رجوع ڪرڻ جو علم تعليم فرمايو.

(ج) يا هن طرح تجلي فرمائي جو رحيم مؤمنن کي آگاهہ ڪري ڇڏيو تہ ڪليتہً ۽ جزويتہً هي سڀ مرتبا وجود سان ڪل جي اندر جاري وساري آهن يا ڪليتہً جزُيتہً هي مرتبا ڪامل انسان جي حقيقت ۾ مشاهدي جي اندر ظاهر آهن ۽ ڪامل انسان پنهنجي ڪماليت جي اعتبار ڪان سيني ڪوني شين ڪان متاهون آهي.

(د) يا هن طرح تجلي فرمائي جو رحيم مؤمنن کي آگاه فرمايو تہ جڏهن ڪامل انسان انتهائي ڪمال تي پهچندو آهي جيڪو حق بشر ۾ ممڪن آهي تہ پنهنجي ذات کي سيني عالمن ۽ مرتبن جو تدبير ڪندڙ ڏسندو آهي ۽ الله سبحانہ جي اوصافن کي ذاتي وجوب ڪانسواءِ پنهنجا ذاتي اوصاف ڏسندو آهي ۽ اهو مرتبو جمع الجمع آهي ۽ اهو هڪڙو اهڙو راز آهي جنهن جو ڪشف اهل ڪمال ڪانسواءِ ٻئي تي جائز نہ آهي. اهل ڪمال بہ اهو هيٺ گهرجي جيڪو رجال الغيب جي مرتبي تي پهتل هجي.

الحمدلله. سڀ تعريفون الله تبارڪ و تعاليٰ کي ئي جڳائن جنهن ممڪنات جي وجود کي پنهنجي نور سان منور فرمايو ۽ پنهنجي وجود ۾ پنهنجي شرف منزلت جي اسرارن کي مطالعو فرمايو ۽ جيئن تہ حمد ۽ ثنا ڪمال تي ٿيندي آهي ۽ حقيقي ڪمال سواءِ الله سبحانہ تعاليٰ جي ڪنهن کي بہ حاصل نہ آهي ان ڪري حمد صرف الله جلشانہ جي خصوصيات مان آهي.

پوءِ حمد جي تعريف اهل ظاهر وٽ اِها آهي تہ زبان جي ذريعي تعظيم جي ارادي سان ثنا ڪئي وڃي ۽ انهن جي ويجهو هن جا چار مرتبا آهن (1) الله تبارڪ و تعاليٰ جلشانہ جي ثنا پنهنجي بندي جي لاءِ هجي هن جي سٺن قولن ۽ سٺن فعلن تي (2) ٻي اها تہ بندي جي ثنا الله سبحانہ جي لاءِ هجي هن جي ڪمالات تي جيڪي بندي جي طرف واصل ٿا ٿين جيئن وجود ۽ بقا (3) اهو تہ الله سبحانہ جي ثنا خود پنهنجي لاءِ هجي جهڙي طرح خود الله تعاليٰ جلشانہ فرمائي ٿو تہ الحمدلله رب العالمين (4) چوٿين اها تہ بندي جي ثنا بندي جي لاءِ هجي هن جي انهن ڪمالات تي جيڪي ان جي ذات ۾ سبحانہ جي حڪم سان ظاهر آهن. هن مٿي ذڪر ڪيل بنياد تي سڀ تعريفون الله سبحانہ ڏي ئي رجوع ٿيون ڪن.

تعريفون ۽ حمد سلوڪ وارن جي ويجهو فعلي قولي ۽ حالي آهن ۽ اهي

ٽئي قسم ٻنهين طرفن جي اعتبار سان ڇهہ قسم تي ٿا وڃن. (1) بندي جي طرف کان قولي حمد هن طرح آهي تہ بندو الحمدلله اهڙي حالت ۾ چئي جو الحمدلله چوڻ وقت هن جو قلب بہ هن جي موافق هجي. (2) بندي جي طرف کان فعلي حمد هن طرح آهي تہ هو عبادتون ۽ خيرات وغيره ۽ بدني اعمال صرف الله جي لاءِ ۽ هن ڪريم ذات ڏي متوجہ ٿي ڪري ڇو تہ بندي تي جهڙي طرح حمد زبان سان لازم آهي اهڙيءَ طرح هڪ هڪ عضوي سان بہ حمد ڪرڻ لازم آهي ۽ هرهڪ عضوي سان حمد ڪرڻ ممڪن نہ آهي جيستائين بندو هرهڪ عضوي کي جنهن ڪم لاءِ ٺاهيو ويو آهي ان ڪم ۾ شرعي حدن اندر استعمال نہ ڪري. هي استعمال صرف حق سبحانہ جي عبادت جي واسطي ۽ احڪام الاهيءَ جي بجاآوريءَ لاءِ هئڻ گهرجي ڪنهن نفساني لذت يا غرض لاءِ نہ هجي، جنهن جي ڪري دنيا ۾ عجيب غريب لذتون ۽ آخرت ۾ جنت ۽ جنت جون نعمتون آهن. (3) بندي جي طرف کان حالي حمد هن طرح آهي تہ اهو روح ۽ قلب جي ذريعي سان هجي. جيئن علمي ڪمالات حاصل ڪرڻ ۽ رباني اخلاقن سان مزين هجڻ آهي، طاعات جي اندر رضا ۽ عطيات ملڻ تي سخا ڪرڻ ان ۾ شامل آهي. (4) الله تبارڪ و تعاليٰ جلشانہ جي طرف کان قولي حمد هن طرح آهي جو هن پاڻ پنهنجي ڪتابن ۾ پنهنجي نبين عليہ السلام کي مخاطب ٿي پنهنجي ذات جي تعريف ڪئي آهي تہ مان نقص کان پاڪ آهيان (5) الله سبحان جي طرف کان فعلي حمد هن طرح آهي تہ هو پاڻ کي شر جي افعالن کان پاڪ ٿو قرار ڏئي فعسيٰ ان تکر هوا شيئاً وهو خير لکم و عسيٰ ان تحبوا شيئا وهو شرلکم (6) ۽ الله سبحانہ جي طرف کان حالي حمد هن طرح آهي تہ هو سيني ممڪنات ۾ سيني خوبين سان ظهور فرمائي رهيو آهي.

حمد جي تعريف اهل معرفت جي ويجهو بہ ڇهن قسمن جي آهي قولي فعلي ۽ حالي، اهل معرفت جن جو سفر سندن نفس کان سندن رب جلشانہ جي طرف هجي ۽ حمد جي تعريف معرفت جي صاحبن وٽ ڪمالات خداوندي جو ظهور آهي (1) عبد جي طرف کان قولي حمد هن طرح آهي جو عبد جو ڳالهائڻ چاهي هن جي نفس جي طرف کان هجي يا هن جي غير جي طرف کان هجي علم اليقين سان سمجهي تہ هي سڀ ڪمالات ڪلام جي صفت ذريعي حق جي طرفان ظاهر ٿا ٿين (2) بندي جي طرف کان فعلي حمد هن طرح آهي تہ ڪو

ڪم ڪرڻ وقت جڏهن عضوا حرڪت ڪن تہ هي فعل چاهي عبد جي نفس جي ذريعي هجي يا ان جي غير ڪان عبد پنهنجي ذات ڪان عين اليقين سان اهو سمجهي تہ هي ڪمالات سالڪ جي حواسن ۽ عضون جي ذريعي قرب نوافل حاص ٿيڻ سبب حق جي طرفان ظاهر ٿا ٿين جيئن صحيح حديث ۾ وارد ٿيو آهي تہ بي يسمع وبي ينطق، الحديث (3) عبد جي طرف ڪان حالي حمد هي آهي جو بندو پوري ۽ ڪامل توجہ سان حق اليقين سان پنهنجي ذات کي هن طرح پنهنجي رب ڏي موٽائي جو عبد جي ذات ۾ سڀ حواس قوتون ۽ عضون جي ذريعي قرب فرائض حاصل ٿيڻ، الله سبحانہ ئي ڪم ڪرڻ وارو آهي. جيئن خود الله جل شانہ جو فرمان آهي تہ وما رميت اذرميت ولاڪن الله رميٰ (4) الله سبحانہ جي طرف ڪان قولي حمد هن طرح آهي تہ هو پنهنجي وجود جا ڪمالات خود بنفس نفيس ظاهر فرمائيندو آهي ۽ چيو اٿس تہ هو الاول ولاخر و الظاهر والباطن وهو بڪل شيءِ عليم آهي (5) الله سبحانہ جي طرف ڪان فعلي حمد هن طرح آهي جو سيني فعلن کي پاڻ ڏي منسوب ٿو ڪري (قرآن ڪريم ۾ هن قسم جون ڪيتريون ئي آيتون موجود آهن والله خلقڪم وماتعملون، ما ڪان لهم الخيرة، سبحانہ و تعاليٰ عما يشرڪون من نسبة الفعل الي الغير(6) الله سبحانہ جي طرف ڪان حالي حمد هي آهي جو حق سبحانه هر انهيءَ لذت مان لذت ٿو حاصل ڪري جنهن جي ظاهري ڪرڻ سان تفرقي جي مرتبي ۾ ممڪن ٿو ڏسي ۽ اي مخاطب غالباً تون اهو چوندين تہ حق سبحانہ، پاڪ آهي ۽ لذت تہ ممڪنات ۽ حادثات جي لوازم مان آهي تہ پوءِ لذت کي حق سبحانہ ڏي ڪيئن ٿو منسوب ڪري سگهجي. ان جو جواب هي آهي تہ هيءَ ڳالهہ متشابهات مان آهي انشاءَ الله العزيز تون عنقريب سورة بقر جي شروع ۾ ئي انهيءَ رمز ڪان آگاهہ ٿي ويندين ۽ اي مخاطب تون غالباً ڪنهن کي بہ اهڙو نہ ڏٺو هوندو جنهن هن قسم جي بيان ڪيل قسمن جي بيان ڏي هن ڪان اڳ هئڙي عبارت سان سبقت ڪئي هجي. حالانڪ وجداني حالت ۾ يا اشارن سان سبقت ڪئي آهي.

هن جاءِ تي هڪ ٻيو راز بہ آهي. جهڙي طرح ان جو ڪشف جائز نہ آهي ساڳي طرح ان جي اهل ڪان ان جو لڪائڻ بہ جائز نہ آهي ۽ اهو آهي تہ قولي فعلي ۽ حالي حمد ۾ هڪ ٻي معنيٰ بہ نڪري ٿي يعني (1) قولي حمد کي هن طرح سمجهيو وڃي تہ عارف خليفو هر انهيءَ شخص جي ذريعي ڳالهائي ٿو

جيڪو ازلي ڪلام وغيره سان ڳالهائي (2) فعلي حمد هن طرح سمجهيو وڃي تہ عارف خليفو هر انهيءَ شخص جي ذريعي سان فعل ڪري ٻڌي ۽ ڏسي ٿو جيڪو فعل ڪري ٻڌي ۽ ڏسي (3) ۽ حالي حمد هن طرح سمجهڻ گهرجي تہ عارف خليفوهر انهيءَ شخص جي ذريعي لذت حاصل ٿو ڪري جيڪو نرم طبيعت جي لذتن کان لذت حاصل ڪري ٿو سگهي ۽ غالباً حمد جي هنن قسمن جي بيان جي طرف بہ مون کان اڳ ڪنهن بہ سبقت ڪانہ ڪئي آهي يا جيڪڏهن سبقت ڪئي بہ هجي تہ اهو بيان مون تائين نہ پهتو آهي. والله اعلم بالصواب.

جمهور صوفيہ رضي الله عنہ جي ويجهو حمد جي معنيٰ بيان ڪرڻ جون چار صورتون آهن جمع بجميع تفرقہ بتفرقہ جمع بتفرقہ ۽ تفرقہ لجمع.

(1) حمد جمع الجمع هن طرح آهي تہ حق سبحانہ جي ذات پاڪ پهرئين ۽ ٻئي تعين ۽ تجليءَ تي متعين ۽ متجلي ٿيندي آهي ۽ هي تعين ۽ تجلي فيض اقدس جي ذريعي سان جن شين ۽ اعتبارات تي پهريائين ۽ جن حقائق ڪونيہ تي ثانيا شامل آهن, انهن سان تعين ۽ تجلي فرمائيندي آهي. (2) حمد تفرق علي التفرقہ هن طرح آهي جو ظاهر ٿيڻ ڪمال خلقت سان ۽ هڪ جو ظاهر ٿيڻ ٻئي جي جمال ۾ سبحانہ جي علم سان آهي. هن طرح جو هي جمال الله تعاليٰ جل شانہ جي جمال پال جو پاڇو آهي بلڪ عين اهوئي آهي (3) حمد جمع عليٰ التفرقہ ان طرح آهي تہ باري تعاليٰ جل شانہ جي وجود جو نور ممڪنات جي حقيقت ۽ موجودات جي اعيان تي فيض مقدس جي ذريعي فائض ٿيندو آهي (4) حمد تفرقہ علي الجمع هن طرح آهي تہ وجود جا سڀ مراتب ڇا روح ڇا مثال ۽ ڇا شخص قولاً فعلاً ۽ حالاً پنهنجي استعداد جي مطابق حضرت حق سبحانہ جا ثناخوان جسم بنجن.

۽ منهنجي ويجهو حمد جمع عليٰ التفرقہ هن طرح آهي تہ حضرت حق سبحانہ پنهنجي ذات ۽ صنعتن کي غيب جي مرتبي کان سيني عوالم ۽ مراتب جي آئينن ۾ تفصيل سان مجموعي طور تي فرداً فرداً شهادت جي عالم ۾ ڏسي ۽ حمد تفرقہ علي الجمع هن طرح آهي تہ تفرقہ مراتب ۽ مجاليءَ ۾ جمع جو مشاهدو ڪري.

هن مقام تي ڪجهہ سبب ٻيا بہ آهن جيڪي قديم ۽ قدير حق سبحانہ جي طرف کان هن فقير (مصنف) جي دل ۾ محض عنايت ۽ تقدير سان القا ٿيا

آهن انهن ۾ (1) حمد الجمع في تفرقہ الكل عليٰ نفسہ هن طرح آهي تہ حق سبحانہ پنهنجي ڪمالن ڪي مع پنهنجي ذات جي اهڙيءَ حقيقت جي اندر ڏسي جيڪا صفات جمعيہ مظهريہ تفرقيہ ڪليہ ۽ انسانيہ سان شامل هجي (2) حمد تفرقہ الكل علي عين الجمع هن طرح آهي تہ انسان ڪامل سيني تعينات ڪي مع نفس جي عين واحد ڪري ڏسي (3) حمد تفرقہ الكل علي التفرقہ المطلقہ، هن طرح آهي تہ انسان جيڪو سيني ڪمالن جو ڪامل آهي پنهنجي ذات ڪي سيني تعينات ۽ اعتبارات جو مدبر ۽ انهن تعينات ۽ اعتبارات جي استعداد جي موافق ۽ هنن سيني جو بلڪليہ جامع سمجهي. (4) حمد التفرقة المطلقة عليٰ عين تفرقة الكل، هن طرح آهي تہ سڀ ممڪنات ۽ موجودات انسان جي ذات ۾ جيڪو ڪامل ۽ سالڪ آهي محو ٿي وڃن. بس اي مخاطب تون انهي ڪي سمجهہ.

**تنبيهہ:**

الحمد حامد ۽ محمود جو مصدر آهي معروف ۽ مجهول ٻنهين صيغن ۾ انهيءَ ڪري حمد ڪڏهن تہ مرتبہ جمع ڪان عين تفرقي جي نسبت ٿيندي آهي. انهيءَ صورت ۾ الله سبحانہ مرتبہ جمع جو حامد ۽ مرتبہ تفرقہ جو محمود هوندو ۽ ڪڏهن وري ان جي برعڪس ٿيندو آهي. انهيءَ صورت ۾ حقيقت اها آهي حق سبحانہ ئي حامد ۽ حق سبحانہ ئي محمود هوندو آهي پوءِ حمد جا اٺيهہ قسم ٿيا ۽ جيڪڏهن هي اٺيهہ قسم نوانوي نالن سان ضرب ڏجن تہ ٻہ هزار اٺ سؤ ايڪهتر قسم حمد جا حاصل ٿين ٿا ۽ جيڪڏهن هڪ هزار هڪ نالن سان ضرب ڪجي تہ اٺيهہ هزار اوٺيهہ قسم ٿي وڃن ۽ اسم جي معنيٰ اهائي آهي جيڪا مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون. اي مخاطب ڪاٿي تون هن ڪان غافل ٿي نہ وڃجان تانجو ضرب ڏيڻ ۾ سلام ۽ قدوس جهڙيون عدميہ صفتن جي ڪري تو ٿي شڪ واقع نہ ٿئي.

هنن ٻن ٽن نقلن ڪانپوءِ هڪ نقل عين المعانيءَ مان ناظرين جي پيش ڪجي ٿو. اسم الولي جي شرح ۾ پاڻ لکن ٿا تہ:

عالي شان امام المحدثين شيخ محي الدين عربيءَ
جي ڪلام مان اهو مفهوم ٿو ملي تہ اسانجي نبيءَ
ڪي خاتم الانبيا عليہ وعليهم السلام ٿا چون. اهو
انڪري آهي جو آنحضرت ﷺ جن جي

بعثت جي وقت تائين انسان ذات مان جيڪو
شخص ڪمال کي پهچندو هو ان کي نبي چوندا
هئا. جو هي نالو الله جي نالن مان هڪ آهي. مگر
پاڻ سڳورن جي بعثت کانپوءِ سندن امت ۾ جيڪي
اصحاب ڪمالات جي درجن تي پهچن ٿا انهن کي
انهيءَ نالي (نبي) سان نہ ٿو نامزد ڪيو وڃي. ڇو
تہ آنحضرت ﷺ جي بعثت خاتميت جي مهر
انهيءَ نالي جي چوڻ واري وات تي لڳائي ٻيو نالي
جي تجويز جيڪو اسم الاهيءَ جي موافق آهي.
فرمايو آهي ۽ اهو ولي آهي. يعني آنحضرت ﷺ
جي بعثت کانپوءِ ڪامل کي ولي چوندا آهن.

جيڪي اصحاب انفس ۽ آفاق (عالم ارواح ۽ عالم اجسام) جي رمزن کي ڄاڻن ٿا اُهي مٿئين ڪلام جو اصل ۽ خلاصو چڱي طرح ڄاڻن ٿا تہ آنحضرت ﷺ جن جي بعثت جي زماني تائين ڪاملن کي نبي يا رسول جي نالي سان نامزد ڪيو ويندو هو. ليڪن جڏهن کان نور معرفت جي اولين چراغ جي روشنيءَ جي بدولت هر قسم جون اونداهيون دنيا مان نڪري ويون. ايتري قدر جو اسمي ضرورت بہ باقي نہ رهي جنهن سان دوئي جو وهم ٿيندو هجي يعني جڏهن کان سندن عنصري وجود کي نير اعظم جمال ۽ جلال جي افق کان الاهي اسماءَ جي آسمان ۽ ڪون ومڪان جي منزل ۾ طلوع فرمايو آهي تڏهن کان سندن امت ۽ ملت جي خاص بزرگن کي ولي چوندا آهن. جيڪو ايزدي اسم جي مطابق آهي ۽ خليفو ۽ خليفو ڪرڻ واري جي درمياني مغائرت پري ڪرڻ جو واجب التعميل فرمان اسمن ۽ رسمن خاتم النبوت عليہ السلام جي مهر ۽ نالو ولايت جي نگ سان مڪمل ڪري عطا فرمايو ويو آهي. اڄ کانپوءِ ڪنهن بہ شخص لاءِ مغائرت جو ڪاغذ نہ لکيو ويندو.

**الله رحمان ۽ رحيم.** هي ٽي جليل الشان نالا سڀني معاملن جي دروازن جون ڪنجون آهن. انهن جي شرح جتي ختم ڪئي اٿن ان جاءِ تي لکن ٿا تہ:

”حديث جي موجب هنن ٽنهين نالن جي تقديم ڪانسواءِ اقوال يا افعال کي

شروع ڪرڻ حسن ادب ڪان پري آهي ۽ سڀ تصوف جا صاحب چاهي عروجي هجن يا نزولي توحيد جي درياهہ جا غواص هوندا آهن. انهن جي اصطلاحن جا جواهرات هنن ٿنهين نالن جي دٻي ۾ رکيل آهن. واضع هجي تہ اسم الله جو جئن اطلاق مرتبي الوهيت تي اچي ٿو اهڙي طرح مرتبي لاتعين تي بہ اچي ٿو. ۽ لاتعين سان پهريون تعين پيدا ٿيندو آهي ۽ جڏهن تعين اول جي تعين ٿي وئي تہ اهوئي فيض اقدس آهي ۽ فيض اقدس جا بہ طرف هوندا آهن هڪ احديتہ ۽ ٻيو واحديتہ. انهن ئي ٻن طرفن جي اعتبار سان فيض اقدس وحدت سان گڏ موصوف ٿيندو آهي. احديتہ جيڪو وحدت جي باطني طرف آهي هي اولين درجو ۽ باطني رخ قبول ڪري نالن ۽ صفتن جي علاقہ ڪان بلڪل مجرد ٿي وئي ۽ واحديتہ جيڪا وحدت جي ظاهري طرف آهي هيءَ ٻئي درجي ۾ آهي ۽ اهائي ظاهري ميدان ۾ سير ۽ سلوڪ ڪندي آهي، ۽ الاهي ڪمالات ڪي پنهنجو مقدمو بنائي ٿي ڇو تہ فعليہ صفتن جو تعلق انهيءَ ئي مقام ڪان آهي پوءِ جڏهن فعليہ صفتن ڪي اهو منظور هوندو آهي تہ سلطنت جي لوازم ۽ پنهنجي مقتضيات ڪي ظاهر ڪن تہ اهي فيض مقدس جي مدد سان نفس رحمانيءَ جي درمياني حصي لشڪر ڪي ترتيب ڏئي اڳتي روانو ٿي ڪري ۽ عدم جي فوجن ڪي درهم برهم ڪري ڇڏينديون آهن تہ جيئن سلطان وجود جو فيروزي علم نصيب ٿئي. يعني فعليہ صفات ماهيات ڪي خارجي وجود جي شان ۾ آڻن ٿيون، ۽ متقابلہ نالن ڪي جلوه گرڪن ٿيون. جڏهن فتح جي صورت نمايان ٿيندي آهي تہ لوازم ۽ مقتضيات جيڪي اسما جي زبردست لشڪر جو پويون حصو آهي ۽ هر طرف ڪان متو ڪٽي ظاهر ٿا ٿين ۽ جنهن رستي ڪان منزل بہ منزل آيا هئا انهيءَ رستي سان وحدت جي دارالسلطنت ڏي واپس وڃن ٿا. ڇو تہ رحيمي تجلي هن گروهہ جي حال جي پاسبان آهي. ان وقت ۾ ڪنهن شخص ڪي غنيمت، اموال، انفال، خودرايءَ ۾ مشغول نہ ٿيڻ گهرجي ڇو تہ اهڙن معاملن ۾ مشغول ٿيڻ سان وڏي شڪست پيدا ٿي ٿئي. جيئن جنگ احد ۾ ڪن اصحابن ڪي خودرائي جي ڪري پيش آئي. جيڪي ڪجهہ بہ پيش آيو. لهذا مناسب اهو آهي تہ نبي عليہ السلام يا نائب نبي (ولي) جي قراردار ڪي جيڪو صراط المستقيم آهي ان تي استحڪام سان قدم ڄمائي پنهنجي مقام تان هٽڻ نہ گهرجي ۽ انهن جي حڪم ڪان هڪ قدم بہ اڳتي يا پوئتي نہ رکجي.

سندن حالات جو ڪجھ بيان هن طرح آهي تہ جن پردن جي سبب اخفا ۽ امتياز هو انهن پردن جي ڪجي وڃڻ سان جڏهن سندن وجود شريف تي ذات احمدي عليہ السلام جي حقيقت جامعہ جو عڪس پيو تہ قرآن شريف جنهن شان سان لوح محفوظ تي عالم غيب ۾ هو. انهيءَ ئي شان سان سندن ياد ڪرڻ سان وري عالم شهادت ۾ سندن دل جي لوح محفوظ تي اچي ويو. بلڪ ايزدي نالن ۽ الاهي صفتن جي سبب سان آثار ۽ احڪام جيڪي ڪمالات اسمائي جي حصول لاءِ عالم امڪان ۾ آيا هئا ۽ انهن آثارن ۽ احڪامن کي پنهنجي وطن ڏي واپس وڃڻ ميسر نہ ٿيو هو اهي سندن وجود عزيز ۾ قيد جي عالم مان نڪري ۽ پنهنجي مقصد کي پهچي عالم اطلاق جي طرف رجوع ٿيڻ جو استعداد انهن ۾ پيدا ٿي ويو هو جن جي سبب وجوبي ۽ امڪاني مرتبن ۾ اتصال نمايان ٿيو. هن سخن جو ماحصل هي آهي تہ جيڪي اهل سفر الاهي علم جي آباد بستيءَ مان نڪري امڪاني مخلوق آباد جي قيد ۾ بند هئا. اهي سڀ اصحاب سندن ولايت ۽ ارشاد ۽ هدايت و تلقين جي زماني ۾ ازروءِ ۽ دانش و بينش عروجي ۽ نزولي سير و سلوڪ جو سرمايو فراهم ڪري فرق جي صحرا کان جمع جي شهر ۾ آمدورفت ڪرڻ لڳا. هي عجيب و غريب لطيفو آهي تہ مٿيون واقعو لکڻ وقت جڏهن مان هيءَ ڳالھ تہ سندن دل قرآن مجيد جي نور سان لوح محفوظ تي وئي ۽ قرآن بہ پنهنجي اصلي وطن ۾ پهچي ويو جيڪو عالم صورت ۾ مسافر هئو. اجان لکي رهيو هئس تہ اوچتو شيخ صدر جهان جو پٽ شيخ فريد برهانپور کان راقم جي گهر ۾ اچي لٿو ۽ مسيح[11] الاوليا جو گرامي نامو مون کي ڏنو جڏهن خط کوليم تہ ان جي عنوان ۾ هي بيت لکيل هو.

لوح محفوظ ست پيشاني يار    هست دروي سر جانان آشڪار

آخر ۾ گلزار ابرار جي نسخي جي خواهش هئي. اميد آهي ساڻن يڪجهتي ۽ اتحاد جو راز المؤمن مراة المؤمن جي رمز هن بيان جي پڙهڻ سان اهل دانش تي واضح ٿي ويندي.

پڇاڙي: جيڪي صاحب تاويلن ۽ توجيهن جا جوهر شناس آهن، انهن تي واضح هجي تہ الولايتہ افضل من النبوة- ان قول جي معنيٰ ۾ حالانڪہ گهڻو ڪجھ لکيو ويو آهي. پر انهن سيني جي باوجود ان کان وڌيڪ ٻي کهڙي توجيھ اقرب بہ صواب ٿي سگهي ٿي تہ نبيءَ جي نبوت تي نبيءَ جي ئي ولايت

مراد آهي. ھِر طرح سان وليءَ جي ولايت نبيءِ جي ولايت جي تابع آهي. البت نبوت تي ولايت جي افضليت جو سبب ولايت جو قرب حق سان عبارت هجڻ آهي. نبوت حڪم پهچائڻ سان تعلق رکي ٿي. مجعزو قدرت مطلق جو اثر آهي. جڏهن ته نبي حق سبحانه ۽ خلق جي وچ ۾ برزخ آهي. اها ڳالهه ثابت ٿي چڪي ته جيستائين ٻانهي کي قرب نصيب نه آهي تيستائين قدرت مطلق جي مقتضيات جو ان تي ظهور نه ٿو ٿئي ۽ هو فيض مطلق مقيد کي نه ٿو پهچائي سگهي ۽ مقيد کي هدايت جي مدد سان عالم مطلق جو رستو نه ٿو ڏسي ۽ ولايت جي وچ ۾، ان معنيٰ سان نبوت صرف الــهي حقيقتن جي خبر امت تائين پهچائڻ آهي، يعني ذات، صفات ۽ اسماءَ جي معرفت سان بهرياب ڪرڻ آهي. اها خبر ڏيڻ ٻن طرحن جي آهي (1) صرف علم ڏئي ڇڏڻ ۽ ذڪر ڪيل معرفت جي ذريعي محض خبردار ڪرڻ، ۽ اهو قسم ولايت مطلق سان مخصوص آهي. (2) سڀ خبرون ڏيڻ جن سان شريعت جا احڪام به پهچائڻ، اخلاق سيکارڻ ۽ حڪمت جي تعليم ڏيڻ وغيره وغيره جا ڪم به ان ۾ شامل آهن. اهو خاص رسالت سان ڳنڍيل آهي. ان ٻئي قسم کي نبوت تشريعي چوندا آهن، جڏهن ته پهرئين جو نالو نبوت تعريفي آهي. جيئن ته تشريعي نبوت پاڻ ڪريم ﷺ جن کان پوءِ ختم ٿي وئي. جو پاڻ ڪريمن ﷺ جن فرمايو ته لانبي بعدي ۽ تعريفي نبوت جيڪا مطلق ولايت کي لازم آهي باوجود حضور ڪريم ﷺ جن جي خاتم الولايته هجڻ جي باقي رهي.

ڇو ته پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو علماءَ امتي ڪانبياءَ بني اسرائيل ان تمهيد سان اها ڳالهه واضح ٿي ته ولايت ته رسالت ۽ نبوت سان عام آهي. ۽ نبوت رسالت سان عام ۽ ولايت سان خاص آهي. ڇو ته هر رسول نبي آهي، ۽ هر نبي ولي آهي، ۽ اهو لازم نه آهي ته هر ولي نبي هجي. بس! لفظ نبي جو اطلاق ڪامل انسان تي منسوخ ٿيو ۽ نبوت جي دعويٰ ڪفر قرار ڏنو ويو. جڏهن ته اسم ولي جو اطلاق حق سبحانه جي ٻانهن تي ٿيندو آهي. ڇو ته اهي اخلاق الــهي سان گڏ فنا في الله کان پوءِ بقا باالله جي درجي تي پهتا آهن. اهي محو کان پوءِ صحو جي درجي ۾ هوندا آهن. ولايت عبارت آهي حق سان بنده جو تعلق قائم ٿيڻ. اها هڪ عظيم نعمت ۽ وڏي سعادت آهي. عام اصطلاح ۾ ولي جو اطلاق ان فرد تي ٿيندو آهي. جنهن کي حق سبحانه جي حفاظت

عصيان ۾ مخالفت جي ارتڪاب کان باز رکي. جيئن اها ان فرد کي "وجود جي جنگ" کان بچائي ولايت جي انتهائي درجي تي پهچائي ڇڏي. جيڪو حق سبحانه تائين وڃيو رسائي. ان لحاظ کان ولي فعيل مفعول جي معنيٰ ۾ اچي ٿو. ان اعتبار کان ولي قائم بحق هوندو آهي. فعيل فاعل جي معنيٰ ۾ آهي. ان بنياد تي مناسب معلوم ٿو ٿئي تہ ولي قربِ فرائض ۾ اولين معنيٰ ۾ سمجهيو وڃي. جڏهن تہ قربِ نوافل ۾ ٻي معنيٰ ۾ تصور ڪيو وڃي.

ٻيو تہ نبي جي تصرفات جو مرجع ۽ ماخذ پنهنجي ولايت جي اندازي تي هوندو آهي. نبيءَ جو قرب حق سان بہ نبي جي ولايت آهي. **هُنَالِكَ الْوَلَايَةُ لِلّٰهِ الْحَقِّ** ۽ ولي جو تصرف ان مقدار تي ٿيندو آهي. جنهن مقدار ۾ هن کي پنهنجي نبي سان قرب هجي. اهوئي هن جو پنهنجي نبيءَ سان قرب جي ميزان آهي جيڪو هن کي حق سان آهي. **قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ**- بس! آفتاب مثل نبي سمجهڻ گهرجي جيڪو پنهنجي ذاتي نور سان منور آهي، ۽ چنڊ کي ولي تصور ڪجي، جيڪو سج جي روشنيءَ سان روشن ٿئي ٿو. والعلم عندالله.

مجدد الف ثاني

# شيخ احمد ابن شيخ عبدالاحدؒ جي ياد ۾

پاڻ فاروقي سرهندي آهن. محبوبيت وحدانيت ۽ فرديت جي محفلن ۾ بالا نيشينيءَ جو مرتبو کين حاصل آهي. صوفي محمد صديق هدايت تخلص ظهير الدين حسن کسميءَ جا فرزند ۽ مولانا خواجه باقي نقشبندي اويسيءَ جا مريد آهن. پاڻ هجري سن هڪ هزار ارڙهن ۾ دهليءَ کان سياحت لاءِ نڪتا ته جيئن خير بلاد شرفنا الله واياکم بطوفه جي زيارت سان ۽ هرهڪ سرزمين جي مشائخن جي صحبت سان فيض حاصل ڪيو وڃي جڏهن صوفي صاحب ملڪ خانديس ۾ پهتا ته اڳتي وڌڻ جي توفيق نه ٿين واپسيءَ وقت مندو (ماندوءَ) جي عبرت ڪده ۾ جتي غوثيءَ جي چمڻ بجي جاءِ آهي ڪجهه ڏينهن ترسيا هڪ ڏينهن شيخ احمد جا با ڪمال حالات مون دريافت ڪيا ته صوفي صاحب سندن تصنيف ڪيل هڪ رسالو جنهن ۾ مصنف پنهنجون خاص وارداتون ۽ مڪاشفات ڪي لکيو هو راقم جي مطالعي جي واسطي ڏنو. رسالي جو خلاصو هي آهي ته:

"درويش جي دل ۾ جڏهن خدا شناسي جو شوق پيدا ٿيو ته ايزدي عنايت سلسله نقشبنديه جي هڪ خليفي جي خذمت ۾ مونکي پهچايو ۽ ان جي دل کي وڻندڙ تقرير جي ڪري انهيءَ خانوادي جي بزرگن جو طريقو اختيار ڪري ڪجهه ڏينهن انهن جي خذمت ۾ بسرکيم. سندن ساهه ۽ توجه جي برڪت سان ۽ بزرگوار خواجائن جي جذبي سان جيڪو قيوميت جي وصف ۾ پاڻ کي فنا ڪرڻ سان پيدا ٿيندو آهي. طالب جو حال پلٽجي ويو ۽ النهايته في البدايه جي به چاشني چکيم. جڏهن هي جذبو متحقق ٿي ويو ته سلوڪ جي نوبت اچي پهتي. سلطان ولايت محمد امير مردان علي ابن ابي طالب ڪرم الله وجهه جن جي روحاني پرورش مون کي ان اسم جي مرتبي تي پهچايو جيڪو ان بزرگوار خليفي جو رب هئو. ۽ انهيءَ نالي سان خواجه بهاءُ الدين نقشبنديءَ جي روحاني امداد ۽ رهنمائي جي بدولت قابليت اوليٰ ڏي عروج ڪيم. جنهن مان مطلب حقيقت محمدي ﷺ آهي عليٰ صاحب افضل الصلواة ۽ حضرت فاروق اعظم رضي الله عنه جي روحاني امداد هئڻ سبب هن اعليٰ قابليت کان به ترقي ميسر

تي. پوءِ حضور خاتم النبوت عليه السلام جن جي روحاني پرورش جو فيض حاصل ٿيو تہ اڳين قابليت ۽ مرتبي کان اهڙي مقام ڏي ترقي ٿي جيڪو اقطاب محمدي جي واسطي مخصوص آهي. گذريل مقام گويا هن مقام جو تفصيل آهي ۽ جڏهن هن مقام تي پهتس تہ ان وقت ڪجهہ امداد خواجہ علاؤالدين عطار جي روحاني حقيقت کان بہ هن درويش کي پهتي هئي. خواجہ علاؤ الدين عطار خواجہ بزرگ نقشبند جا وڏا خليفا آهن، ۽ پنهنجي وقت جا قطب هدايت هئا ۽ قطبن جي عروج جي نهايت انهيءَ مقام تائين آهي ۽ ظلميت جو دائرو بہ انهيءَ جاءِ تي پورو ٿو ٿئي. ان کان اڳتي اصل خالص آهي. فردن جي جماعت کي ان مرتبي تائين پهچڻ جو شرف حاصل ٿيندو آهي ۽ فردن جي صحبت جي ذريعي سان ڪن قطبن کي مقام ممتزج تائين عروج ميسر ٿيندو آهي، ۽ امتزاج جي مرتبي تان اصل تي بہ نظر پوندي آهي. ليڪن اصل خالص تائين پهچڻ يا ان تي نظر وجهڻ ۽ درجات جو تفاوت فردن جو ئي خاصو آهي. **ذَٰلِكَ فَضْلُ اللَّهِ يُؤْتِيهِ مَن يَشَاءُ وَاللَّهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيمِ**. پوءِ قطبن جي مقام تي پهچڻ کانپوءِ هن درويش کي دين ۽ دنيا جي سردار عليه السلام جن قطبيت ارشاد جي خلعت عنايت فرمائي انهيءَ مبارڪ منصب تي سرفراز ڪيو. ان کان پوءِ ازلي عنايت دستگيري فرمائي ۽ انهيءَ مقام تان هڪ دفعو ترقي اصل ممتزج تائين عطا فرمائي. فنا ۽ بقا جيئن هرهڪ گذريل مقام تي پيش ايندي هئي. هن جاءِ تي بہ پيش آئي ۽ هتان کان اصل جي مقام تي ترقي حاصل ٿي. حتيٰ ڪ اصل الاصل تائين پهچي ويس. هن آخري عروج ۾ جيڪو اصل جي مقامات ۾ واقع ٿيو. اسوة العرفا غوث الثقلين شيخ محي الدين عبدالقادر جيلانيءَ جي روحانيت سان مدد ملي. انهن ڪامل تصرف جي طاقت ڪم آڻي هنن مقامات تان عبور ڪرايو، ۽ اصل الاصل کان آگاهہ ڪري هتان کان عالم شهادت جي طرف مراجعت جو حڪم فرمايو. اهڙي طرح سان جو مان هرهڪ مقام کان هيٺي مقام جي نزول جي طور تي واپس ٿيان. اگرچہ هن درويش کي فرديت جي نسبت جيڪا آخري عروج سان مخصوص آهي پنهنجي والد بزرگوار کان ۽ والد بزرگوار کي هڪ قوي الجذبہ عزيز کان ۽ هڪ بزرگ کان جيڪو خرق عادات ۾ نامور هئو حاصل ٿي هئي. ليڪن سلوڪ جون منزلون قطع ڪرڻ کان اڳ پنهنجي ضعف بصيرت جي سبب يا احساس جي

قلت جي سبب انهيءَ نسبت جو پنهنجي ذات ۾ قطعاً ظهور نہ ڏٺو هئم ۽ نفل عبادت خاص ڪري نفل نماز جي توفيق والد بزرگوار جي مدد سان آهي ۽ والد بزرگوار کي پنهنجي شيخ کان هئي جيڪو چشتيہ سلسلي ۾ هئو. هن درويش جو علم لدني خضر عليہ السلام جي روحانيت جي فيض سان حاصل ٿيندو رهيو. ان وقت تائين قطبن جي مرتبي کان اڳتي ڪونہ وڌيس. ليڪن جن عالي مقامات جو ذڪر لکيو ويو آهي انهن مقامات کان عروج ۽ عبور ڪانپوءِ سڀ وهبي ۽ ڪسبي علم هي درويش هميشہ پنهنجي حقيقت کان اخذ ڪري وٺندو آهي. يعني سڀ علم پنهنجي ذات ۾ خود بخود حاصل ٿو ڪري ڪنهن غير کي دخل ڪونهي ۽ هن درويش کي نزول جي وقت جيڪا عبارت السيرمن الله بالله سان آهي سيني ٻين سلسلن جي مشائخ جي مقامات تي عبور حاصل ٿيو ۽ هرهڪ مقام تي ڪجھہ نہ ڪجھہ حصو هٿ آيو ۽ هر مقام ۽ سلسلي جي مشائخن کان بيشمار امداد ملي. ۽ هرهڪ صاحب پنهنجي نسبتن جي خلاصي کان مون کي آگاهہ ڪيو ۽ ڪرم فرمايو ٻهريائين بزرگان خانواده چشتيہ قد سنا الله تعاليٰ بذڪرهم جي مقام تي گذر ٿيو ۽ انهيءَ مقام کان ۽ اصحاب مقام کان گهڻو فائدو حاصل ڪيم ۽ انهن سيني ۾ خواجہ قطب الدين بختيار ڪاڪي اوشيءَ جي روحانيت سيني کان گهڻيون التفات ڪيون. هي بلڪل سچ آهي تہ خواجہ جي ذات شريف جو شان هن مرتبي ۾ نهايت رفيع آهي. جڏهن هتان اڳتي وڌيس تہ اڪابر سلسلہ ڪبرويہ جي مقام جي طرف روحنا الله تعاليٰ برياحين اسرارهم رستو مليو. هي ٻئي مقام عروج جي اعتبار سان برابر آهن ليڪن ذڪر ڪيل مقامات کان نزول جي وقت. اولين مقام هن صراط المستقيم جي ڪبي پاسي ۽ ٻيو مقام ساڄي پاسي رهندو آهي ۽ هيءَ شاهراه اهڙو تہ رستو آهي جو ڪي اڪابرين دين اقطاب ارشاد فرديت جي مقام تي انهيءَ رستي کان ويندا آهن ۽ نهايتہ النهايتہ تي پهچندا آهن. اڪيلن فردن جو رستو ٻيو آهي. قطبيت کانسواءِ هن شاهراه تان گذر نہ ٿو ٿي سگهي ۽ هي مقام هڪ قسم جو برزخ آهي. هن شاهراه جي ۽ مرتبي صفات جي وچ ۾ يعني ٻنهين طرفن کان ٻهرياب آهي ۽ اولين مقام. هن مبارڪ رستي جي ٻئي طرف واقع آهي جنهن کي مرتبہ صفات سان آميزش ۽ مناسبت گهڻو گهڻ آهي. سلسلي ڪبرويہ جي مقام کان اڳتي وڌي مشائخ سهرورديہ جي مقام جي

نفعنااللہ ببرکات حقايقهم اچڻ ٿيو جيکو شيخ الشيوخ شهاب الملت شيخ شهاب الدين عمر سهروردي کان هن طرف آهي. هي مقام پيروي سنت نبوي عليه السلام جي فروغ سان آراستہ ۽ جمال فوق الفوق جي مشاهدي سان پيراستہ آهي. عبادات جي توفيق ۽ خدا پرستيءَ جي طاقت هن مقام سان گڏ آهي. ڪي نارسيدہ سالڪ جيڪي نفلي عبادت ۾ سخت منهمڪ آهن ۽ انهيءَ خشڪ پرستش ۾ آرام حاصل ڪري رهيا آهن انهن ڪي حصو مناسبت سان انهيءَ مقام تي ملندو آهي. مطلب تہ نفل عبادت سان هي مقام ملندو آهي. مطلب تہ هي هڪ بينظير مقام آهي. ايزدي فروغ جيڪو هن مقام تي نظر اچي ٿو ٻين مقامن تيءَ نظر نہ ٿو اچي. ۽ هن مقام جا ماڻهو ڪمال متابعت ۽ سنت جي پيرويءَ جي ڪري ٻين عالي مقام خداشناسن کان قدر ۽ شان ۾ اعظم ۽ ارفع آهن. اگرچہ عروجيت ۽ فوقيت جي اعتبار سان ٻيا مقام گهڻو بلند آهن ليڪن جيڪي ڪجهہ هن مقام وارن کي حاصل آهي ٻين مقام وارن کي ميسر نہ آهي. سهروردیہ مقام کان پوءِ جذبي جي مرتبي تي لهي آيس. هي مقام بي شمار جذبات جي مقامات جو جامع آهي پوءِ مون کي وري هن مقام تان بہ لهڻو پيو. مراتب نزول جو نهايت مقام قلب تائين آهي جيڪا جامع حقيقت آهي ۽ ارشاد تڪميل انهيءَ مقام تي لهڻ سان وابستہ آهي. هن مقام تي تمڪين حاصل ٿيڻ بعد وري هڪ دفعو عروج واقع ٿيو. هن دفعي اصل کي بہ ظل وانگر ڇڏڻو پيو جڏهن وري نزول ٿيو تہ هن ٻئي دفعي ۾ مقام قلب تي تمڪين حاصل ٿي وئي. الحمد اللہ عليٰ ڪل حال و مقال".

هڪڙو ڪتاب معارف لدنيہ سندن تصنيف آهي. ان ۾ پاڻ تحرير تا فرمائين تہ:

خداشناسن جي جماعت کي ڪامل توجہ ۽ خاص حضور جي اعتبار سان بحڪم فطرة اللہ التي فطرالناس عليها اهڙو عالي درجو حاصل آهي جو جنهن ۾ سالڪن مان نہ ڪنهن سالڪ جو گذر آهي ۽ نہ نظر آهي. هن تفرقي جو اصلي راز هي آهي تہ جيستائين ارواحن جو تعلق ۽ تعشق بدن سان نہ ٿيو هو تيستائين ارواحن کي حق سبحانہ سان حضوري حاصل هئي پوءِ جڏهن فرمان مطابق اعيان ثابتہ ارواحن جو تعلق ۽ تعشق بدنن سان ٿيو تہ بہ صورتون پيدا ٿيون. (1) ڪن جو تہ گذريل حضور بلڪل موقوف ٿي ويو ۽ توجہ ۽ ان جا

لوازم صرف پيڪر سان رهجي ويا (2) ۽ ڪن جو اهو اڳيون توجہ جيڪو مبدء سان گڏ هو. اهو بلڪل فراموش نہ ٿيو يعني عالم اجسام سان وابستگي هئڻ جي بعد بہ ان نسبت جو اثر باقي رهيو. انهيءَ بنياد تي جڏهن قديمي توجہ جو فراموش ڪندڙ پهريون گروهہ. وري مبدء ڏي رجوع ٿو ڪري تہ ان کي حق سان اهڙي خاص نسبت قرب ٿو حاصل ٿئي. جو پوئين گروهہ کي عروج ۽ سلوڪ جي ذريعي سان اگرچہ ترقي حاصل ٿي وڃي ٿي. ليڪن ان خاص مرتبي جي هوا بہ انهن جي دماغ ۾ نہ ٿي پهچي. ڇو تہ مٿي ذڪر ڪيل معاملہ ۽ مقولہ مان اهو مفهوم ٿيو تہ اولين فرقي جو طريقو استعداد هن طرح آهي جو جنهن شيءِ جي توجہ ٿو ڪري ان جو رنگ پڪڙي ٿو وٺي ۽ گذريل احوال جو ڪو اثر ان سان باقي نہ ٿو رهي ۽ ٻئي فرقي جي صور علميہ جي تقاضا انهيءَ طرح جي نہ آهي بلڪ جنهن امر ڏي رخ ڪري ٿو تہ گذريل حالت جو ڪجهہ حصو پاڻ سان محفوظ رکي لائق لباس ۾ ظاهر ٿئي ٿو. هن عقلي دليل جو خلاصو هي آهي تہ هن گروهہ جي سرشت قصور توجہ تي آهي ۽ ٻئي جماعت جي خلقت ڪمال تعشق تي واقع آهي.

ارباب معرفت جيڪي دوربين نظر رکن ٿا اهي چڱي طرح ڄاڻن ٿا تہ هن تفرقي جي راز جو بنياد ڪشفي شهادت جي بجاءِ صرف عقلي دليلن تي قائم ڪرڻ ڪا استحڪام جي ڳالهہ نہ آهي. حالانڪہ عقل انهيءَ مدعا جي خلاف هن قضيہ ۽ تفرقي ۾ هن طرح دليل قائم ٿو ڪري تہ مبدء کي بلڪل فراموش ڪرڻ سان ۽ عنصري بدنن جي لوازم جي طرف متوجہ ٿيڻ سان ائين ٿو معلوم ٿئي تہ عالم وجوب سان مناسبت قليل ۽ عالم ڪون و مڪان سان خصوصيت گهٽي آهي ۽ جتي امڪان ڏي نزول ڪرڻ ڪانپوءِ حضرت باري تعالىٰ سان تعلق باقي رهڻ سان ائين معلوم ٿو ٿئي تہ ذات باري عزاسمہ ڪان حد درجي جو اتصال ۽ عالم امڪان جي طرف بلڪل بي تعلقي آهي. ليڪن هن گروهہ جي حقائق جو عالم امڪان ۾ نزول حڪمت الاهيءَ جي تقاضا سان آهي. پوءِ هن تقدير تي عقل جي لحاظ سان عروج ۽ صعود ڪانپوءِ خاص مقام کي ٻئي سبب وارو شخص پهچي ٿو سگهي. نہ پهرئين سبب وارو. والله اعلم تحقيقتہ الحال. مطلب تہ ٻئي سبب هڪ ٻئي کي هٽائن ٿا. لهٰذا هنن ٻنهين فرقن مان ڪنهن فرقي کي عقلي دليلن سان مٿي ذڪر ڪيل وحدت سان مخصوص نہ ٿا ڪري

سگهون. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ تخصيص جي پوئين سبب ۾ ازروئي تحقيق علم ازليءَ جو شان پيدا آهي. وهو اعلم بمن ضل عن سبيلہ وهو اعلم بالمهتدين ۽ ٻنهين گروهن جي فردن ۾ متئين خاص مرتبي کي عام ڪرڻ ۽ دائر رکڻ سان اعتقاد رکڻ. اقرب بہ صواب آهي.

ٻئي ظاهري حال تي ۽ مايشاهد من الا فراد تي قياس ڪري ائين مناسب ٿو معلوم ٿئي تہ سڄي نوع انسان کي ڇئن قسمن تي تقسيم سمجهڻ گهرجي هن طرح تہ متي ذڪر ڪيل ٻن گروهن مان جيڪو گروهہ بدن سان تعلق پيدا ٿيڻ ڪانپوءِ گذريل سڀ حالات وساري ٿو ڇڏي اُهو ڇئن قسمن مان پهريون قسم آهي ۽ هن مقام وارا عام ماڻهو ۽ اهل تقليد آهن ۽ ترڪيبي صورت سان تعشق پيدا ٿيڻ ڪانپوءِ جن اصحابن جو حضور پنهنجي مبدء سان باقي ٿو رهي. اهي اصحاب تعلق جي مقدار جي اعتبار سان ٽن قسمن ۾ تقسيم آهن. يعني انهن ماڻهن جو تعلق ٻنهين طرف برابر آهي يا نہ. جن ماڻهن جو تعلق طرفين سان برابر نہ آهي انهن جا ٻہ قسم آهن يو تہ راحج تعلق يا تہ قدم جي طرف ڏي هوندو يا حدوث جي طرف هوندو. پوءِ جيڪي حدوث جي طرف تعلق راجح رکن ٿا. اُهي استدلال جا صاحب آهن ۽ ارباب براهين علميہ و عقليہ آهن ۽ جيڪي ماڻهو قدم ڏي گهڻو تعلق رکن ٿا. اُهي ذاتي احديتہ جي اندر مستغرق ۽ اهل جذبہ آهن ۽ جيڪي ماڻهو ٻنهي پاسي برابر تعلق رکن ٿا. اهي صاحبان ڪشف ۽ تحقيق آهن ۽ انهيءَ شڪل جي تقسيم آيت ڪريم ثم اور ثنا الڪتاب مان بہ مفهوم آهي. انهيءَ طور تي اولاً اصطفيٰ جي لفظ سان جمهور ناليي جا ٻہ قسم ڪيا ويا. هڪ جماعت غير مختار. ٻي جماعت مختار ۽ پوءِ وري مختار جماعت کي ٽن قسمن تي تقسيم ڪيو. **فَمِنْهُمْ ظَالِمٌ لِّنَفْسِهِ وَمِنْهُمْ مُّقْتَصِدٌ وَّمِنْهُمْ سَابِقٌ بِالْخَيْرَاتِ**. پوءِ غير مختار پهريون قسم آهي. جو اهي تقليد ۾ گرفتار آهن ظالم لنفسہ اُهي اصحاب آهن جيڪي جذب ۽ استهلاڪ جي دريا ۾ مستغرق آهن ۽ مقتصد اُهي ماڻهو آهن جيڪي اعتقاد ۽ استدلال جي پرفضا محل ۾ آسوده آهن. سابق بالخيرات اُها جماعت آهي جيڪي مشاهدي ۽ معائنہ جي گلزار جا تماشائي آهن."

هن ۾ شڪ نہ آهي تہ نقل جي مڪڙي نظر ۽ عقل جي امداد سان جيتري قدر چار ناهي ٿي سگهي ان جو طول عرض ان کان گهڻو نہ هوندو. جيڪڏهن

ڪنهن شخص جي دل ۾ هن مقام جي تحقيق جو درد هجي ۽ اهو چاهي تہ مجرب علاج سان ڪامل شفا حاصل ڪري تندرست ٿي وڃي تہ ان کي مسيح الاوليا جي خذمت ۽ ارشاد سان چاره جوئي ڪرڻ گهرجي ڇو تہ اڄڪلهہ دراصل اهڙن دردمندن جا حاذق حڪيم اُهي ئي آهن ۽ حضرت غوث الاوليا جي خليفن مان هڪ ٻي جماعت بہ هن شماريہ سلسلي ۾ ٿي چڪي آهي جنهن جي ولايت ۽ هدايت جا آثار باقي آهن جيئن وجيہ الملتہ والدين علوي گجراتي شيخ لشڪر محمد عارف، شيخ شمس الدين شيرازي شيخ صدرالدين محمد شمس بڙوده گجرات شيخ عبدالحي جيڪي شيخ جيوه مشهور آهن ۽ ٻيا بزرگان اصحاب ارباب شهود ۽ اصحاب يقين جا ڪجهہ حالات هن مختصر ڪتاب جي گنجائش جي موافق هرهڪ بزرگوار جي ذڪر خير ۾ لکيا ويا آهن.

## شيخ خدا بخش منڊوي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ابا ڏاڏا هجري اٺين صدي ۾ عربستان کان هند ۾ آيا هئا سندن پير بيعت شيخ فضل الله ابن شيخ حسين ملتاني چشتي آهن. پاڻ اڪيلائي ۽ گمنامي سان محبت ڪرڻ وارا گوشي نشيني ۽ خلوت نشيني جا مشتاق مراقبي ۽ محاسبي جي درياهہ ۾ مستغرق ۽ سوزو گداز جي آثار جا مجموعہ هئا. سلمہ الله تعاليٰ اگرچہ علوم جي مختلف فروع ۽ اصول جي ميدان ۾ سندن طبع پرواز نہ ٿي ڪري ليڪن اعتقاد جي معنيٰ ۽ عبادت جي ارڪان جي اصلاح جي واسطي جيئن ڪائڻ ۾ لوڻ ايترو علم فقہ کان آگاهہ ضرور آهن. سندن تجريد جو بيان- تفريد جو اظهار مخلوق سان بيگانگي ۽ حق سان يگانگت جي تحريرن مان ڪابہ شيءِ عبارت، اشارات، بيان، يا زبان ۾ نہ ٿي اچي سگهي. محض معنيٰ ۽ معقول آهن. ان ڪري سندن ادراڪ اهل حال ۽ عرفان ۽ اصحاب ذوق ووجدان جي حوالي ڪري سندن حالات تي ڪجهہ ڳالهيون لکيون ٿيون وڃن.

شروع شروع ۾ پاڻ تجارت ڪندا هئا. ۽ الڪاسب حبيب الله جي لباس ۾ يڪتا درويش هئا. سرمائي مان روزانو محنت جو فائدو حاصل ڪري هڪ حصو تہ مستحق فقيرن جي نذر ڪندا هئا. هڪ حصو عيال لاءِ ۽ هڪ حصو

پنهنجي قوت ۽ مهمانن جي ضيافت جي نالي ڪندا هئا. هن درويشائي انتظام سان پندرهن سال جي عمر کان چاليهہ سال تائين بسر ڪيائون ۽ گوشي نشيني جي آرزوءَ کي دل ۾ پرورش ڪندا هئا. انهيءَ ڪشمڪش ۾ جڏهن سندن عمر چاليهہ سال تي وئي تہ اڪيلائيءَ ۾ رهڻ جو نشو اڀريو. خدا طلبي ۽ حق شناسيءَ جو جوش آيو ۽ ان سندن دل کي شوق جو ڦوهارو بنائي ڇڏيو جيڪي ڪجهہ گذر اوقات جي واسطي هئن اهو سڀ ڪجهہ بي اختيار تي عام محتاجن ۾ لٽائي ڇڏيائون ۽ پاڻ خاص درويشيءَ جو چوغو پائي مقصد ۽ الاهي معرفت لاءِ هر هڪ دل ۽ هرهڪ دروازي تان گدائي ڪرڻ لڳا. هڪ مدت تائين انهيءَ طريقي تي عمر گذاريائون پوءِ آخرڪار هجري سن نو سوءَ ايڪاسي ۾ خضر سيرت مرشد جي بابرڪت صحبت سان ڪنهن طرح اضطراب جو جوش تسڪين ۽ تمڪين سان دل ۾ تڏو تين. ساگر تلاءَ جي ڪناري هڪ پراڻي مسجد هئي ان جي مرمت ڪرائي قبر وانگر هڪ ننڍو حجرو ان جي ڇت تي پويان ناهيائون. هي حجرو آباديءَ کان هڪ ڪوهہ پري آهي. انهيءَ تاريخ کان هجري سن هڪ هزار ٻاويهہ تائين ايزدي عنايت سان حجري مذڪور ۾ استقامت سان اڪيلا وينا رهيا. ۽ آخرڪار فقر ۽ بينوائيءَ جي باري ۾ جنهن جا پاڻ متلاشي هئا اهو درجو سندن استعداد جي موافق حاصل ٿيو. هاڻي سندن زبان حال تي **ليس في حببتي سوي الله** جو ترانو ڳائڻ شروع ڪيو. چند سالن کان سندن آستانو اڪابرن جو مرجع بنجي ويو آهي. ليڪن سندن ملازمت حاصل ٿي وڃي عالي شان سلطان ۽ سپهہ سالار ۽ امراءِ اعظم جي بہ اختيار ۽ قبضي قدرت ۾ نہ آهي. بلڪ سندن عنايت ۽ ارادت جي متعلق آهي تہ اڪيلو ويٺو رهڻ ۽ ماڻهن سان نہ ملڻ جي عادت جيڪا شروع ڪئي اٿن اهائي عادت اڄ تائين اٿن. يعني ملاقات ڪرڻ وارن سان هڪ لمحي لاءِ بہ ملڻ پاڻ تي جائز نہ ٿا سمجهن. ضرورت وقت صرف هڪ فاتحہ پڙهڻ جيترو وقت اخلاص سان اچڻ وارن وٽ ويهڻ بلڪ اڪثر بيٺا رهندا آهن ۽ جيڪي ڪجهہ ان وقت هٿ ۾ هوندو اٿن پيش ڪري رخصت ڪري ڇڏيندا آهن. زياره تعجب جي ڳالهہ آهي تہ پاڻ مخلوقات کان الڳ رهڻ کي تنهائي ۽ گمناميءَ جو جز ڄاڻن ٿا. آخرڪار اهوئي شيوو سندن ناموري ۽ شهرت جو باعث ٿيو. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ ظاهري ۽ باطني موجودات جو مبدع اهوئي آهي جيڪو تنور کان طوفان ڪڍڻ وارو

آهي ۽ هميشہ تقدير سان تدبير منفعل رهندي آهي. **عَسٰى اَنْ تَكْرَهُوْا شَيْئًا وَّهُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ وَعَسٰى اَنْ تُحِبُّوْا شَيْئًا وَّهُوَ شَرٌّ لَّكُمْ.**

الحمدلله جوازلي محافظت، مصاحبت گهرڻ وارن ۽ خذمت ڪرڻ وارن لٽيرن جي لٽ مار کان سندن وقت جي نگهداشت فرمائيندي آهي ۽ ڪين صرف ياد حق ڏي متوجہ ۽ مشغول رکندي آهي. سبحان الله سواءِ گوشي نشينيءَ جي مريد ڪرڻ. خانقاهہ ٺاهڻ. خادم رکڻ. عرس جي هنگامي رونق ڏيڻ ۽ سرود ۽ سماع جي مجلس گرم ڪرڻ وغيره سلسلہ دوست مشائخ جي ڪنهن بہ طور ۽ طريقي کان سندن آزاد ۽ اڪيلائي پسند طبيعت مقيد نہ آهي. هنن سيني حقائق جي بيان جو خلاصو هي آهي تہ پاڻ مشيخت جي سينگار بي تعينيءَ جي سادگيءَ جي عيوض فروخت ڪري ميدان فنا جا شهسوار ۽ رسوم شڪنيءَ جي معرڪي ۾ صف شڪن آهن.

سندن سعيد اولاد ٽي پٽ ۽ ٻہ نياڻيون آهن. وڏو شيخ عبدالرحيم آهي جنهن عين جوانيءَ ۾ پيريءَ جا ڪمالات حاصل ڪيا آهن ۽ جيڪو مشائخ ۽ صوفين جي طبقي عليهم الرحمة جا اصطلاحات ۽ روشن فهم سان گڏ استعداد بہ رکن ٿا. وچون فرزند عبداللطيف آهي. حسن سيرت ۽ حسن صورت ٻنهين ۾ متوسط آهي ۽ سيني ۾ ننڍو محمد لطيف آهي. باادب نوجوان آهي ۽ پنهنجي والد بزرگوار جي خذمت باعظمت ۾ قبوليت جو مرتبو حاصل اٿن. ننڍي نياڻي مريم نالو اٿس ۽ راقم جي فرزند برخوردار عبدالاول جي نڪاح ۾ آهي. ان جي پهرئين فرزند جو نالو شيخ ماهہ رکيو ۽ ٻيو فرزند رمضان المبارڪ هجري سن هڪ هزار ايڪيهہ ۾ تولد ٿيو ان کي نالي رکڻ لاءِ شيخ جي خذمت ۾ ويس پاڻ فرمايائون تہ نالو تون رکيس مبارڪباد آءٌ ڏيندس. حڪم جي تعميل ڪندي مون ان جو نالو "عيسيٰ" رکيو. پاڻ مسڪرائي دعا ڏنائون ۽ فرمايائون تہ تمام مبارڪ نالو رکيو اٿو ڇو تہ ان جي والده جو نالو مريم آهي. پوءِ فرمايائون تہ شيخ ماهہ اوهانجو آهي ۽ شيخ عيسيٰ منهنجو آهي. هي ڇئي ٻنهين کي سعادت بخش دعائن سان سربلند فرمايائون. الله ڪري سيني کي علم ۽ عمر نصيب ٿئي. بحرمة النبي واله الامجاد صلوات الله عليه و عليهم اجمعين الي يوم الرشاد.

## شيخ عبدالقادر رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ ابي محمد ابن ابي احمد ابن ولي هامون بغداديءَ جا فرزند رشيد ۽ سيد جمال جا مريد آهن ولادت جي جاءِ باب اللزج جنهن کي هاڻي بغداد جديد تا چون. انهيءَ ۾ ئي قطب الاقطاب سيد محي الدين عبدالقادر جيلانيءَ جي خوابگاهه آهي رحمة الله عليه ۽ پل جي هن طرف واريءَ آباديءَ کي بغداد قديم تا چون. ان ۾ امام موسيٰ ڪاظم جي آسائش گاهه آهي رضي الله عنه ۽ اهل بغداد ان کي برج اوليا چوندا آهن. جنهن ۾ هڪ روايت مطابق چوويهه هزار نالي وارا مشائخ ستل آهن. ان ۾ شڪ نه آهي. جڏهن با حقيقت خداشناس انسان. چند ۽ سچ وانگر سالڪ درويشن جا رهنما آهن ته ان با فروغ گروهه جي آسائش گاهه جو نالو برج رکڻ تمام سنو تو لڳي. غوثي اگرچه سن ۾ دلربائي جي طرز ضرور آهي ليڪن نغمو هم آواز نه آهي. هڪ ڏينهن سندن حالات راقم معلوم ڪيا ته فرمايائون ته:

ايزدي مشيئت مطابق مان پنهنجي ولادت واري جاءِ تي اڍائي سالن جو ٿيس ته والد بزرگوار جو سهارو هٽي ويو. ان ڪري چاچي مڪرم منهنجي پرورش ڪئي. نون سالن جي عمر ۾ قرآن حفظ ڪيم. جڏهن يارهين سال جو آغاز ٿيو ته چاچو مڪرم مونکي پاڻ سان گڏ بندرگودهه ڏي وٺي ويو. اتان چاچو مڪرم آخري سفر جو سامان ٻڌي هليا ويا. مان جيستائين سورهن سالن جو نه ٿيس ان بندر کان ٻاهر نه نڪتس. هجري سن نو سو چاهٺ ۾ جو اهوئي سال سلطان مظفر ابن محمود جي احمد آباد گجرات ۾ اچڻ جو آهي. مان به هتي آيس ۽ هتي سرڪيج جي مدرسي ۾ فقيه عرب وٽ علم و ادب جي تحصيل ڪيم. فقيه صاحب دايول نالي سان مشهور آهي. ان ڪانپوءِ شيخ حسين بغداديءَ جي شاگرديءَ ۾ عقلي علم حاصل ڪيم ان دوران قاضي علاؤالدين عيسيٰ احمد آبادي جي خذمت ۾ علم ڪلام حاصل ڪيم. آخر پنهنجي جمله تحصيل ڪي شيخ وجيهه الدين علوي شطاري جي خانقاهه ۾ رهي ڪمال جي درجي تي پهچايم. هجري سن نو سوءِ ٻياسي ۾ جڏهن اڪبر بادشاهه گجرات فتح ڪيو. مون علم حاصل ڪرڻ لاءِ درالسلطنت آگري جو سفر اختيار ڪيو ڪجهه ڏينهن کان پوءِ شرح تجريد جو قديم حاشيو، تحرير اقليدس محبطي-

تذڪره مولانا اعرج ۽ ٻيا عربي علم- علامي مير فتح الله شيرازي جي درس ۾ حاصل ڪيم. پوءِ هجري سن هڪ هزار هئو ملڪ الشعرا شيخ فيضي فياضي ابن شيخ مبارڪ مون کي پاڻ سان دکن وٺي ويو.

راقم بہ پنهنجي وطن کان جيڪو دکن جي عين رستي تي آهي هن سفر ۾ همراهہ رهيو. جڏهن واپسي ٿي تہ پاڻ اُجين ۾ ملڪ الشعرا سان گڏ رهي پيا هئا ۽ هتي هن شهر جي طالبن کي فيض ڏيڻ شروع ڪيائون. هجري سن هڪ هزار ايڪيهہ تائين سندن وجود سان فيض جاري آهي اتي ئي نڪاح بہ ڪيو اٿن. ٻہ فرزند ۽ هڪ نياڻي انهيءَ گهر واريءَ مان اٿن. ابو علي فياض ۽ ابا حسن فياض نالا اٿن. وڏو پٽ هجري سن هڪ هزار اٺويهن ۾ روحاني عالم ڏي روانہ ٿيا ۽ ٻيو فرزند حال حيات اٿن.الله تعالىٰ جلشانہ عمر طبعي نصيب ڪرين.

عربي قصيدن جو هڪ ديوان عربيءَ ۾. هرهڪ فن تي ڪتابن جي حاشيہ، عربي عبارت ۾ هڪ رسالو ملڪ الشعراءجي بعض حالات جي بيان ۾ ۽ هڪ رسالو علم جي تعريف ۾ متڪلم ۽ حڪيم جي طرز تي جيڪو شيخ ابوالفضل مبارڪ جي نالي منسوب آهي

## سيد احمد افغان رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پنجاب جي پرڳڻن ۾ هڪ ڳوٺ بجواره آهي. اتي پاڻ گوشي نشين هئا. شيخ محمد ابن الياس شيون غرغشتيءَ جا فرزند آهن. هر قسم جي فضيلت ۾ پاڻ پنهنجو استعداد پورو ڪيو هئائون. جڏهن سندن والد بزرگوار هجري سن هڪ هزار هڪ ۾ دنيا کي ڇڏي آخرت ڏي روانہ ٿيا تہ پاڻ جا نشينيءَ جي مسند تي ويٺا. پاڻ پنهنجي آباء اجداد جي سلوڪ جي رسمن کي پنهنجو دستور العمل بنايائون. چون ٿا تہ پاڻ دانش بينش جو گهڻون حصو پنهنجي والد بزرگوار کان ۽ ڪجهہ شيخ الهداد لاهوريءَ جي شاگرديءَ مان حاصل ڪيائون. هجري سن هڪ هزار پندرهن ۾ اڪبر بادشاهہ هن دنيا کي ڇڏيو تہ ان جو پٽ نورالدين جهانگير تاج ۽ تخت جو وارث ٿيو جنهن جي نالي تي هي ڪتاب رکيو ويو آهي. انهيءَ دوران شهنشاه نورالدين جي پٽ سلطان خسرو کي چند

امیرن جیکي عقل ۾ جوان مگر قوت ۾ گھٽ ھئا. دارالسلطنت مان کڏي لاھور ڏي ونی ويا. پويان ھوشيار فرمانروا بہ تعاقب ڪندو وڃي پھتو تہ جيئن نصيحت ڪري ھنن کي بي راھہ رويءَ کان باز رکي ۽ ادب ۽ فرمانبرداريءَ جي رستي تي آڻي مگر سلطان خسرو حقوق جو ڪو لحاظ نہ ڪيو ۽ جنگ شروع ڪيائين ۽ ان جي نتيجي ۾ شڪست کاڌائين مطلب تہ ھن فتني انگيز سال ۾ بادشاھي دربار ۾ مختلف قسم جون ڳالھيون ھلڻ لڳيون ڪنھن چيو تہ ھن وقت کي درويش صورت انسان اھڙا آھن جن وٽ فرمانبردار معتقدن جي فوج آھي انھن مان انھيءَ جماعت جو سرواڻ سيد احمد افغان آھي. جيڪو بجواره جي افغان قوم جي اندر جنگ وشورش جو سبب ٿي سگھي ٿو ۽ سڄي جماعت سندن فرمانبردار آھي. ان تي فرمان صادر ٿيو تہ سيد احمد افغان کي دربار ۾ حاضر ڪيو وڃي. جڏھن پاڻ شاھي حضور ۾ پھتا تہ شاھي آداب بجا نہ آندائون. بادشاھ فرمايو تہ ھن ديواني کي ڪجھہ ڏينھن قلعي گواليار ۾ محفوظ رکو. ٽن سالن تائين پاڻ ان عاليشان قيد خاني ۾ ڪشاده پيشانيءَ سان خدا سان مشغول رھيا ۽ ولايت جي متعلق گھڻيون فتوحات ۽ دشمن نفس تي ڪاميابي حاصل ڪئي. اتفاقاً ھجري سن ھڪ ھزار اٺوويھن ۾ خان جھان جنھن جو پراڻو نالو پير خان ولد دولت خان لوڏي آھي. صوبي خانديس ۽ دکن جو حاڪم مقرر ٿيا. ۽ کين لشڪر ڪشيءَ جي ذميداري ڏني وئي. جڏھن خان جھان گواليار جي قلعي جي ھيٺان پھتا تہ بادشاھ کي لکي موڪليائون تہ ھن يورش ۾ سيد احمد منھنجي حوالي ڪيو وڃي. ھيءَ گذارش قبول پئي. ان ڪري پاڻ خان جھان سان گڏ خانديس ويا ۽ ڪجھہ ڏينھن برھانپور ۾ رھيا. آخرڪار دارالسطنتہ جي فرمان تي خان جھان کي برھانپور کان آگري اچڻو پيو پاڻ بہ ان سان گڏ ھئا. جڏھن تاريخ چويھہ شعبان ھجري سن ھڪ ھزار ويھہ ۾ پاڻ پنھنجي قدمن جي برڪت سان مندو (مانڊوءَ) کي سرفراز فرمايائون تہ راقم بہ سندن ملاقات مان بھرياب ٿيو ھو. جڏھن راز جون ڳالھيون ٿيڻ لڳيون تہ پاڻ ھن طرح فرمايائون تہ:

”ھڪ ڏينھن خان جھان ولد دولت خان لوڏي احمد
جي گھر آيو ۽ شيخ علاؤالدين سمنانيءَ جي ڇھل
مجلس ان جي ھٿ ۾ ھئي. ھن ڪتاب ۾ شيخ

محي الدين عربيءَ جي روايت لکيل هئي تہ مون
پنهنجي رب کي ڏٺو تہ ڪرسيءَ تي ويٺو آهي
(مون کي ڏسي) منهنجي سامهون اُٿي بيٺو ۽ مون
کي وهاريائين ۽ چيائين تہ تون منهنجو رب آهين ۽
مان تنهنجو بندو آهيان."

هي تاويل بيان ڪرڻ ڪانپوءِ فرمايائون تہ:

مون مڪاشفہ ابن عربيءَ جي عبارت شيخ عيسيٰ
جي خدمت ۾ موڪلي هئي. شيخ عيسيٰ بہ پنهنجو
مافي ضمير ڪيترين تاويلن سان مون کي لکي
موڪليو. جيئن تہ انهن تاويلات جي نا مقبوليت جو
حرف منهنجي زبان مان نڪتو ۽ هي حال شيخ
عيسيٰ کي معلوم ٿيو تہ انهن پنهنجو لکيو واپس
طلب ڪيو ۽ طلب جي پيغام سان گڏ ان کي قاڙي
ڇڏڻ جو بہ التماس ڪري ناراضگي ظاهر فرمائي.
ليڪن ڪافي تلاش ڪرڻ جي اها لکت نہ ملي
سگهي ۽ نہ قاڙي سگهيس. هينئر اهو لکيو مون
وٽ آهي. جيڪڏهن توهان چئو تہ گهرايان.

مون جواب ڏنو تہ توهان کي اختيار آهي. مطلب تہ مسيح القلوب جو لکيو مون پڙهيو. هن ۾ شڪ ناهي تہ مسيح القلوب جي جامعہ دل وحدت الوجود جي فروغ سان نور آهي جنهن جي ڪمال جو شاهد هي لکيو آهي. هن لکت جي پڙهڻ سان حسن اعتقاد جي بنياد ۾ چڻ تہ استحڪام جي مضبوطي ٿي وئي. ۽ جيڪي اعتراض تاويل ڪيل ظاهري روايت تي شريعت ۽ طريقت جي حوالي سان وارد ٿين پيا. انهن اعتراضن کي نقلي ۽ عقلي دليلن ۽ ڪشفي ۽ يقيني برهانن سان دفع ڪرڻ سان ابن عربيءَ جي ڪشف جي صحت تي هڪ حجت ۽ هڪ لکيل دليل هٿ ۾ آيو:-

"سيني قسمن جا حمد ان الله جلشانہ کي جڳائن جنهن اسان کي هيءَ هدايت ڪئي اگر الله اسان کي هدايت نہ ڏي ها تہ اسين هدايت حاصل ڪرڻ وارا نہ هجون ها. واضع هجي تہ سيد احمد جي توجيہ مان هي معلوم ٿو ٿئي تہ هن

متشابہ قول جو چوڻ وارو اهڙو شخص آهي جيڪو سلوڪ جي راه ۾ مبتدي آهي. تزڪيہ نفس کان فارغ آهي. تصفيہ قلب سان متصف آهي ۽ جنهن روح جي جلا ۽ اسرارجي لڪائڻ جو ڪم شروع ڪيو آهي ۽ اسانجي مسيح القلوب جي تاويل هي چئي ٿي تہ جنهن شخص کان هيءَ عبارت صادر ٿي آهي اهو شخص ڪامل آهي ۽ ڪمال جي درجي تي پهتل آهي. فنا ۾ ڪمال جي درجي تي پهتل آهي امڪاني لوازمات کي ڇڏي بقا جي اندر ڪمال جي درجي تي پهتل آهي حقيقت ربوبيت سان جمع جي مقام تي ۽ تهذيب اخلاق ۾ بہ ڪمال جي درجي تي پهتل آهي اخلاق رحمٰن سان جيڪو عرش تي آهي جيڪو اصحاب متشابهات جي خلوت ۾ تاويل جي جوانمرديءَ سان ڪلام جي لذت حاصل ڪرڻ وارو آهي. ان تي اهو نڪتو مخفي نہ آهي. جيڪو هن تعين ۽ تفريق ۾ آهي. ۽ اهو اُهو آهي متشابہ ڪلام چاهي موڪلڻ واري الله تعاليٰ جل شانہ جي طرف کان مرسل اليہ بندي تي نازل ٿيو هجي يا مرسل اليہ بندي کان صحابہ رضہ تائين پهتو هجي يا صحابہ کان تابعين کي پهتو هجي. تابعين کان اسانجي مشائخن کي ۽ مشائخن کان اسان کي پهتو هجي مطلب تہ متشابہ ڪلام هڪ آئينو آهي جنهن جي اندر درجات جون حقيقتون ڪلام جي مفهومن جي ذريعي منعڪس ٿين ٿيون. ۽ متشابہ ڪلام هڪ ڪسوٽي آهي جنهن سان طبع آزمائي ڪرڻ وارن جي انتهائي پرواز جو مقدار. ڪلام جي معنيٰ جي رو سان ظاهر ٿي ٿو پوي. متشابہ ڪلام اهو مطلب نہ آهي جيڪو اهڙي ڪلام سان تڪلم ڪرڻ سان ارادو ڪيو ٿو وڃي ڇو تہ متشابہ ڪلام جو مطلب الله تعاليٰ جل شانہ کان سواءِ ڪير نہ ٿو ڄاڻي. ان جو دليل خود الله تعاليٰ جل شانہ جو ارشاد آيات متشابهات جي باري ۾ آهي لايعلم تاويل الله پوءِ انهن ٻنهين تاويلن مان جو ڪجهہ ظاهر ٿيو. اهو مٿي ذڪر ڪيل ٻنهين اصحابن جي درجات جي حقيقت آهي. الله تعاليٰ هنن ٻنهين کي سلامت رکي ۽ هن ڳالهہ کي سمجهيو بہ اهو شخص آهي جيڪو مصنف آهي. جنهن انصاف ڪيو. الله تعاليٰ ان تي رحم فرمائي.

واضح هجي تہ مسيح القلوب جي خط جو نقل انڪري هن ڪتاب ۾ شامل نہ ڪيو ويو جو هيءَ ماجرا سيد احمد جي خذمت ۾ آخر صحبت جي وقت پيش آئي هئي ۽ رات گهڻي گذري وڃڻ جي ڪري مجلس برخواست ٿي وئي.

تڪليف ڏيڻ جو خيال بہ هو. حالانڪ نقل ڪري ونڻ ممڪن هو. ليڪن پيهر مجلس ٿيڻ جو بہ گمان هو. ليڪن مسافر عزيز جو ڪوچ صبوح ئي ساڻ ٿي ويو. ان ڪري هي انديشو جيڪو دل ۾ هو پورو ٿي نہ سگهيو. ڪافي عرصي تائين هيءَ دورانديشي دل ۾ ڪٽڪندي رهي (1) مسيح القلوب جي خط جو نقل نہ ونڻ جي پشيماني (2) ان خط تي سيد احمد جو اعتراض. الحمدلله جو غيبي صفائي ۽ ارادت جي برڪت سان مٿيون مسئلو سلوڪ جي رستي سان دور ٿيو. بلڪ هن تجربي جي ڪري هي هوش پهريائين ڪان بہ وڌيڪ ٿيو تہ جيڪو شخص زماني حال جو قدر نہ ڄاڻي شڪ ۾ رهي ڪري نيڪ ڪم ڪرڻ کي زماني مستقبل تي ڇڏي ڏئي ۽ اڄ جو ڪم سڀاڻي تي ڇڏي اُهو جلد عظيم نقصان جي پشيماني حاصل ڪندو. باقي عمر ان کي ناياييءَ جي حسرت ۾ گذارڻي پوندي ۽ ان وقت سيف قاطع جو زخم ڪائي مرهم نہ ملڻ جي سبب آرزوءَ ۾ هميشہ گرفتار رهندو ۽ وقتاً فوقتاً هميشہ آگاهي ملڻ تي هيءَ هدايت ٿي تہ جنهن جي قول ۽ فعل جو مضمون توکي ناگوار گذري ان کي نڪتہ چيني ۽ اعتراض جو ذريعو نہ بنايو ۽ عقيدت جي بازار ۾ جَوَ فروش ڪڻڪ نما نہ بنجي ڇو تہ مايدب علي الارض سڀ الاهي تقدير جي قدرت ۾ آهن. ڪنهن بہ چرپر ۾ خود کو اختيار نہ ٿا رکن خاص ڪري انسان ذات جيڪو ڪمال اسماء جو مظهر آهي ۽ پوءِ جيڪي بزرگوار اصحاب ايزدي اخلاق سان تهذيب يافتہ آهن انهن جي حالات ۽ افعال کي الاهي شان ۽ الاهي اوامر سمجهي دل ۾ ڙوگردانيءَ جو خيال نہ اچڻ ڏجي ڇو تہ باحقيقت خداشناسن جا اقوال ۽ افعال مخاطبين جي مختلف ادراڪات ۽ استعداديت جي لحاظ ڪري گهڻن لاءِ نقصانڪار ۽ گهڻن لاءِ فائديمند ٿا ٿين. هنن جو مثال قرآن مجيد جهڙو آهي جنهن جا مخصوص حڪم ڪن لاءِ نفعو ڏيندڙ ۽ ڪن لاءِ نقصانڪار آهن. يضل بہ ڪثيراً ويهدي بہ ڪثيراً. پوءِ هن جاءِ تي دوربينيءَ جو ڪم ورتو وڃي تہ جيئن معلوم ٿي وڃي تہ جيتري قدر قرآن جي ورقن ۾ وعدن ۽ وعيد جون آيتون اڄ موجود آهن هي سڀ خاتم النبوي عليہ السلام تي جبريل عليہ السلام جي ذريعي پروردگار جل اسمہ جون موڪليل آهن. هاڻي انصاف جي گريبان ۾ سرجهڪائي ڏسجي تہ هنن لکيل قرآنن جا دشمن مجڻ، ان جي ساڙڻ ۽ ذوئڻ سان دل ۾ ڪيتري قدر ڪفر ۽ گمراهي جو نتيجو پيدا ڪندو. ۽ هي

سمجهڻ گهرجي تہ هرهڪ شخص جي حالات جون حقيقتون ان جي صور علميہ جي موافق هونديون آهن انڪري ماڻهن جي اقوال ۽ افعال جي عيب جوئي ڪئي ويندي آهي. پوءِ ظاهر آهي تہ هن سان ڪيتري قدر گمراهي ۽ دل جي ڪاراڻ پيدا ٿيندي ۽ ان جو نتيجو ڇا ٿيندو ڇو تہ نبوت جي صاحبن جي آيات ۽ معجزات جو نزول. ظاهري ۽ باطني ٻنهين طرح جي وحي سان ٿيو آهي ۽ اصحاب ولايت جي معاملات ۽ مڪاشفات جو ورود صرف باطني وحي سان ٿيندو آهي.

چون ٿا تہ سلطان سادات ۽ برهان مشائخ شاهہ محمد بخاري جنهن جي آخري آرامگاهہ لاهور ۾ آهي. هڪ دفعي شيخ محمد افغان جي ملاقات لاءِ ڳوٺ بجواره ۾ آيا هئا. جڏهن معرفتن جي بيانن جو هنگامو گرم ٿيو تہ هڪ تقريب مان هن قسم جي ڳالهہ نڪتي تہ باوجود شرف سيادت حاصل ڪرڻ جي پاڻ ڪي قوم غرغشتي مان ظاهر ڪرڻ ڪهڙي مطلب لاءِ آهي ۽ اهو بہ پڇيو ويو تہ هيءَ خبر هن طرف جي آهي يا هن طرف جي. جواب ڏنائون تہ فقير دو طرفيءَ جي بجاءِ هڪ طرف آهي سڀ معاملا حق جي طرفان سمجهي يڪجهتيءَ جي ڳالهہ ڪندو آهي ۽ اڄ ڪانپوءِ جيڪو فرزند پيدا ٿئي ان جو نالو سيد احمد رکيو وڃي اهوئي سبب آهي جو هي خدا پرست برزگوار انهيءَ لقب سان مخصوص آهن. سندن حالات جي متعلق مختصر بيان هي آهي تہ پاڻ وحدت والوجود جي باغ جي فضا سان عقيدو رکندا آهن سندن سلوڪ جو طريقو شيخ علاو الدين سمنائيءَ جي پيروي آهي ۽ پاڻ کي اويسيہ سلسلي ۾ شمار ڪندا آهن.

## سيد ابراهيم نوري رحمۃ اللہ جي ياد ۾

سندن اڳوڻو نالو شيخو آهي' ولادت جي جاءِ غياث پور جيڪو ڪيهانہ ڪري مشهور آهي. حويلي حصار سان تعلق اٿن. هجري سن هڪ هزار سورهن ۾ ربيع الثانيءَ جي مهيني ۾ هڪ ڏينهن راقم سندن گهر وڃي سندن حالات معلوم ڪيا هئا تہ فرمايائون تہ:

"ابراهيم جي ٻارهن سالن جي عمر هئي جو مڪتب ۾ ڪلام ربانيءَ جي تصحيح ڪندو هو. اوچتو سياحت جي, شورش ۽ الاهي طلب دل ۾ پيدا ٿي.

لهذا وطن کي ڇڏي ديوانن وانگر نڪري پيس. دهليءِ پهچي بهاءُ الاولياءبخاري جي صوفين جي هڪ جماعت سان لاهور هليو ويس. اتي مولانا اسحق جي درس ۾ فقہ سکيس. هتان ملتان ويس شيخ ڪبير بخاريءَ جي خدمت ۾ ارادت جي رسم بجا آڻي وري دهليءَ هليو ويس ۽ حضرت غوث الاولياءُ جي ملازمت سان مشرف ياب ٿيس. حضرت غوث الاولياء مونکي شيخ مبارڪ دانشمند جي حوالي ڪيو جڪو سندن وڏو خليفو هو. شيخ مبارڪ جي نزديڪ جواهر خمسہ پڙهي طريقت جا ڪمالات حاصل ڪيم. پوءِ حجاز مقدس جي ارادي سان لاهور ملتان ايران توران ۽ شيراز کان ٿيندو لار جي رستي بغداد پهتس اتي سيد زين العابدين امام ۽ متولي روضہ محي الملتہ غوث العرفاجيلانيءَ جي ديدار سان گهڻو فيض حاصل ڪيم. هتان کان مرسل ۾ پهچي حضرت يونس عليہ السلام جي روضي جي زيارت ڪيم ۽ شام ۾ جنتہ النسلہ ۾ شيخ حسن چشتيءَ جي ديدار سان باطني فروغ حاصل ڪيم. مدين ۾ حضرت شعيب عليہ السلام جي روضي جي زيارت ڪري تخت رب العالمين ڏي نڪري ويس. هتان قدس خليل ڏي وڃي مسجد اقصيٰ ۾ نماز پڙهيم. ان ڪانپوءِ زمين جي سيني حصن جي سياحت ڪندو اسڪندريہ جي رستي کان مصر ۾ وڃي پهتس. هتي ڪجھ ڏينهن رئيس المحدثين شيخ محمد بڪري جي ملازمت سان حديث ۽ تفسير جو استفادوڪيم پوءِ مصر کان درياءِ شور ۾ قدم رکيم. رستي ۾ شيخ ابوالحسن شاذلي جي خاڪ پاڪ جي زيارت ڪيم ان ڪانپوءِ درياءِ شيرين کان عبور ڪري مدينہ مکرمہ ۾ حضور جي آستاني جي خاڪ تي پيشاني رکيم پوءِ هتان قافلي سان گڏ مڪہ معظمہ ڏي روانو ٿي حج جا ارڪان ادا ڪيم. شيخ علي متقيءَ جي ملازمت سان هتي مشرف ٿيس. جيئن تہ ڪوه نور ۾ ٻارهن سال اڪيلائيءَ ۾ رهيو هئس لهذا شيخ جلد ئي خلافت جو خرقو پارايو ۽ ابراهيم نوري خطاب مليو. ان ڪانپوءِ جده جي رستي کان جهاز ۾ سوار ٿي وڃي باب مندب جي جزيره ۾ لٿس. يمن ڏسڻ جو شوق ٿيو. تہ ان سرزمين جو بہ سير ڪري عدن جي جهاز ۾ سوار ٿي ايڪيهن ڏينهن ۾ ديوبندر وڃي پهتس ڪجھ ڏينهن سورت جو سير ڪيم. ان سير جي اندر شيخ جمال نوري ۽ سيد حبيب جي ملازمت ۾ جونہ ڳڙهہ ۾ فيض حاصل ڪيم. ڳوٺ لائيءَ ۾ هڪ بزرگ سيد جي قبر تي فاتحہ پڙهي سلطان خواجہ احمد دانشمند سان بہ ملاقات

ڪيم جيڪو سيد گيسودراز جو بالواسطہ خليفہ اعظم آهي. هتي غيبي اشارو ٿيو تہ ان جي تلقين سان گهڻو فائدو حاصل ڪيم. پوءِ ڊونگرپور جي رستي سان بانسواره کان ٿيندو مندسور ڪي ڏنم ۽ هجري سن نو سؤ انهتر ۾ اجين مالوهہ ۾ اچي ويس ۽ هتي پوري وچائي قيام ڪيم. ان ڪانپوءِ ٽي دفعا هتان کان پنهنجي قديمي وطن ڏي قدم وڌايو اٿم. هڪ دفعو والدين جي قدم بوسيءَ لاءِ ٻيو دفعو ماءُ جي رحلت وقت فاتحہ لاءِ. ٽيون دفعو والد بزرگوار جي وفات ڪانپوءِ هنن ٽن سفرن کان علاوه ڪڏهن بہ پنهنجي خلوت خاني کان نڪري ڪنهن بہ شخص جي گهر نہ ويو آهيان.

الله تعاليٰ جلشانہ جو شڪر آهي تہ دل ۽ پير ٻئي شڪستہ آهن ۽ معاش جي سلسلي ۾ صوبي جي حاڪم جي طرف کان ڪابہ شيءِ قبول نہ ڪري روزيءَ جي طرف کان پوري عمر آسانيءَ سان پوري ڪئي. سندن دلافروز ڳالهين مان هيءَ بہ آهي تہ خداوندا قبلي ڏي يا قبيلي (اباڻن ڏي) قدم کڻي وڃڻ جي توفيق عطا فرماءِ ۽ ان کان سواءِ ٻي جاءِ ڏي وڃڻ کان بندي جا پير لنگهڙا ڪر. پاڻ نسب ۾ سيد شاهہ اجملي ساماني ترميذي کي پهچن ٿا ۽ اها ڳالهہ تحقيق آهي تہ سيد شاهہ سادات ترميذ وارن مان آهن سندن بزرگوار آباء و اجداد جا نسب ۽ حالات جي تفصيل تاريخ اشتروشتي ۾ لکيل آهي. خدا عمر دراز ڪري.

## شيخ عبداللطيف رحمۃ اللہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ نور محمد احمد آباديءَ جا پٽ آهن جڏهن پنجن ڇهن سالن جي عمر هئي ان وقت حضرت غوث الاوليا جن شيخ نور محمد کي خدمت جي لاءِ پنهنجي فرزند شيخ ضياءالله جي پرورش لاءِ شهر نهروالہ موڪليو هو. چون ٿا تہ شيخ عبدالطيف جي ولادت فقر ۽ فاقي جي زماني ۾ ٿي هئي. جڏهن سندن هوش جو زمانو آيو تہ اها باراٽپ جي زماني ۾ فقر ۽ فاقي جي اندر حاصل ڪيل پرورش سندن سلوڪ جي لاءِ ڪم آئي. ۽ انهيءَ سندن پيرن ۾ ثابت قدمي پيدا ڪئي. شب وروز جي گردش ۽ نفس جون شرارتون بہ پنهنجي فريب سان سندن استقامت پسند پيرن جي لاءِ رستي جي رڪاوٽ جو باعث نہ ٿيون. هوش ۽ درويشي اختيار ڪرڻ جي وقت کان هجري سن هڪ هزار ارڙهن تائين

جو سندن عمر چوهٺ سالن تائين پهتي آهي. پنهنجي حجري کان معاش جي تلاش لاءِ هڪ قدم بہ ٻاهر نہ نڪتي آهي ۽ نہ وري ان علائقي جي والي يا سمير کان معاش لاءِ ڪو روپيہ بہ قبول ڪيو اٿن. چون ٿا تہ سندن عيال ۽ اولاد جي روزانہ ضرورتن لاءِ جيسين شيخ ضياءُ الله مسند حيات تي جلوه فرما هئا. تيستائين سندن سپرد هئي يعني دارالسلطنت آگري کان دارالسلام احمد آباد پهچندي هئي. ان ڪانپوءِ جي چند سالن جو حال معلوم نہ آهي.

شيخ داؤد شطاري بيان ٿا ڪن تہ هڪ ڏينهن شيخ عبداللطيف فرمايو جيئن تہ قوت پهچائڻ جي رستي ۾ ظاهري بي سببي جي اندر لاهيون چاڙهيون گهڻيو آهن. ان ڪري ڪجهہ ڏينهن تائين آزمائش آئي ليڪن مون بدستور پنهنجي همت جا پير صبر جي دامن ۾ قابو جهليا. ليڪن متعلقين تي رحم ايندو هو. هڪ رات خواب ۾ حضرت غوث الاوليا فرمايو تہ عبداللطيف فلاڻي طاق ۾ هڪ سڪي جهڙي شيءِ آهي اُها ڪڻ. جڏهن صبوح جي عبادت ۽ وظيفن کان فارغ ٿي ان طاق کي وجي ڏٺائين هڪ درم مليو. جنهن سان ٻن ٽن ڏينهن جو گذر اوقات ٿيو ليڪن ان ڪانپوءِ ڪاتنگي نہ ٿي. پوءِ معلوم ٿيو تہ روزي آسمان ۾ آهي. روءِ زمين تي ڪو بہ جنبش ڪرڻ وارو اهڙو ڪونهي جنهن جي روزي پروردگار جي جامع الڪمالات ذات تي ان جي فضل تي ۽ ان جي وعدي جي موجب نہ هجي. اهو هر جنبش ڪندڙ کي چاڙي ٿو تہ ڪٿي پيدا ٿيو آهي ۽ ڪٿي آرام ٿو ڪري جڏهن مري ٿو تہ ڪاٿي ٿو مري غرض هر حال ۾ پنهنجي مخلوق کان واقف آهي.

## شيخ عبدالستار رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ علم ۽ عمر کان برخوردار رباني دانش جا حاڪم- پسنديده افعال ۽ مسيح القلوب جا وڏا فرزند آهن. اِمر ايجاديءَ جي رهنمائي سان عالم جوانيءَ ۾ ئي ترڪ ۽ توبہ جي توفيق هئن. سندن سلوڪ جو طريقو خُدا طلب رياضت مند جي لاءِ دستور العمل ٿيو آهي. سندن ننڍو ڀاءُ شيخ فتح محمد آهي. فتح الله عليه ابواب ڪل خير ڪما فتح علي اوليآئہ بر خورداري ڪاميابي ادراڪ ۽ فراست جا آثار ۽ احڪام انجي پيشاني مان گهڻو نمايان آهن. مصرع: باد عمرش عمر شيخ المرسلين-

هڪ شخص صوفي ڪرد علي عرب. مسيح الاوليٰ جي برگزيده درويشن مان آهي. هڪ ڏينهن ٻڌائي پيو ته هڪ عرصي تائين شيخ عبدالستار رياضت جي غرض سان کائڻ پيئڻ بند ڪري ڇڏيو هو. جڏهن اها خبر سندن والد کي پهتي ته هڪ پيالو شوربي جو ڏئي مون کي ان ڏانهن موڪليائون ۽ **وَمَا جَعَلْنَاهُمْ جَسَداً لَّا يَأْكُلُوْنَ الطَّعَامَ** جي مضمون سان متنبہ ڪيائون ۽ مسنون رياضت جي لاءِ پيغام فرمايائون. جيڪو افراط ۽ تفريط جي وچ ۾ هجي. لاچار تي پاڻ هي ارشاد قبول ڪيائون ۽ تورو تورو کائڻ شروع ڪيائون ته جيئن جسم جي مشق به قائم رهي. جيڪا خاص سندن نيت هئي. پاڻ ظاهري علوم ۽ معنوي معارف جي اڪثر تحصيل ته پنهنجي والد بزرگوار جي خدمت مان ڪيائون ۽ رياضي جا ڪجھ فن ميرزا شڪرالله شيرازيءَ جي شاگردي ۾ حاصل ڪيائون. جڏهن ميرزا شڪرالله ملڪ فارس کان هندوستان آيا هئا ته چند سال برهانپور ۾ علم ڏيڻ ۽ علم حاصل ڪرڻ جي انجمن گرم ڪئي هئائون. عبدالرحيم خان خانان انهن ڏينهن ۾ صوبي دکن جا حاکم ۽ ڇئني فضيلتن جا مالڪ هئا. هوڏانهن وري مسيح الاولياء ولايت. معرفت جا والي ۽ اجاين رسمن کي مٽائڻ وارا موجود هئا. هنن ٻنهين اصحابن جي محبت ۽ همسائگيءَ جي شوق ميرزا کي برهانپور جي قيام تي مجبور ڪيو. هجري سن هڪ هزار ويھ ۾ سپھ سالار جي هم رڪاب دارالسلطنت آگري ڏي هليا ويا ۽ هتي فرمانروا جي ملازمت ۾ پهچي ان جي اقبال جو درجو ترقي ڪري ويو، خدا ڪري عمر دراز ڪرين.

## شيخ فيض الله نارنوليءَ رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ جيستائين ترڪ ۽ تجريد اختيار نہ ڪئي هئائون. تيستائين پاڻ محنت مزدوري ڪري گذر اوقات ڪندا هئا. هڪ دفعي توفيق ڪين شيخ نظام نارنولي چشتيءَ جي دربار ۾ وني وئي. هتي پاڻ مريد ٿي درويشيءَ ۾ سرگرم ٿي ويا ۽ پير جي روشن تلقين جي مدد سان پنهنجي اباڻي پيشي کي ترڪ ڪري خرقو پاتائون. اوچتو هڪ پيشہ ور جي حسن سان دل لڳي وئن ۽ وڌندي وڌندي آخرڪار ان جي سوداء ۾ بي خودي، گرفتاري ۽ عاشقيءَ جي نوبت هن

حد تائين پهتي جو ننگ ۽ ناموس جو خيال بہ ڇڏي. ان پيشہ ور جو طبلو ۽ سارنگي ڪنڌ تي کڻي ان سان گڏ هلڻ لڳا. انهيءَ صورت ۾ پاڻ هڪ ڏينهن پير بزرگوار جي خدمت ۾ بہ پهتا. جيئن تہ عشق جي شورش ۾ محو ۽ حسن جي تلاطم ۾ مضطرب هئا مجلس جي ڪيفيت بہ معلوم ٿين ۽ هي بہ نہ سمجهائون تہ مان ڪير آهيان. ڪٿي آيو آهيان. ڪنهن سان گڏ آهيان. ڪنهن جي سامهون بيٺو آهيان. منهنجو ڪهڙو طريقو هو ۽ هاڻي ڇا حال آهي. پير بزرگوارهيءَ محويت ڏسي حيران ٿيا ۽ فرمايائون تہ فيض الله تون پري هليو وئين ۽ دير ڪري ڇڏيئي. واپس اچ. اسانجي ياد توکي هاڻي تنهنجي مٿان نہ رهڻ ڏيندي. هي دل آويز گفتار ٻڌي معنوي دلدار جي قدمن تي مٿو رکيائون ۽ ڪافي دير تائين خودي مان گذرندا رهيا. جڏهن هوش آين تہ سر کڻي ارشاد پير جي حڪم تي گرويده ٿي ويا ۽ سلوڪ جو قدم بزرگن جي رستي تي استحڪام سان رکي فريبي نفس جي لڙائي ۽ هوس سان ڀريل جسم کي درست ڪرڻ ۾ لڳي ويا. رهنما پير هنن لفظن سان ڪين دلاسو ڏنو تہ جنهن گروهہ جي معشوق سان تنهنجي دل لڳي وئي هئي. هاڻي اُهو گروهہ هميشہ تنهنجو مطيع فرمان رهندو. چنانچہ اڄ تائين جو هجري سن هڪ هزار ڪان بہ ڪجهہ مٿي آهي. گروهہ مذڪور سندن پرستاريءَ ۾ مال ۽ متاع خرچ ڪري سندن خوشنوديءَ جو طالب رهندو آهي. خدا وڏي عمر ڪرين.

## شيخ نعمت الله شيخپوري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ وحيدالعصر شيخ فريد گنجشڪر جي نسل مان آهن. قرآن مجيد جا حافظ ارباب توحيد ۾ منتخب ۽ ظاهري و باطني مسلڪن جا واقف ڪار آهن. جوانيءَ جي آغاز ۾ حرمين شريفين جي زيارت جو شوق سندن آئينہ نما صاف طبيعت ۾ پيدا ٿيو تہ والدين جي اجازت سان توڪل ۽ تسليم کي مضبوط ڪري درياهہ جي رستي روانہ ٿيا. ۽ طواف حرمين زادهماالله شرفا جي سعادت حاصل ڪري قبول ۽ اقبال ٻئي حاصل ڪري چند سالن ڪانپوءِ جزيره داڀول جي جهاز ۾ سوار ٿي هند ڏي واپس موٽي آيا. مٿي ڇاٽايل بندر ۾ مسيح الاولياء جو خليفو شيخ محمد نالي ان علائقي جي ماڻهن جي رهنمائي لاءِ موجود هو. ان

جي ديدار سان اکين کي ٺنڊو ڪيائون. جڏهن مرشد جي اوصاف جو ذڪر شيخ محمد خليفي جي اثرائتي تقرير سان ٻڌائون تہ انهن جي ملازمت ۽ قدم بوسيءَ جي سعادت حاصل ڪرڻ جو ولولو پيدا ٿين. بي اختيار خانقاهہ جي صاحب ڪان برهانپور جي سفر جي اجازت گهريائون جتي مسيح الاولياؒ جو هدايت خانو هو. مقيم انهيءَ خيال سان مسافر وٽ چند ڏينهن لاءِ ڪجهہ هئڻ گهرجي ڪجهہ نقد پيش ڪئي ليڪن سندن همٿ ان ڪي قبول نہ ڪيو ۽ چيو تہ توهان مون کي درويشيءَ جي باسعادت گهر ڏي رهنمائي فرمائي آهي. جتي سڀ کان پسنديده شيد فقر ۽ نيستي آهي. لهذا اهوئي بهتر آهيٰ تہ توهان مون سان قناعت ۽ توفيق جي نقد عطا ڪيو. هي چند پٽر چيلهہ سان ٻڌي منهنجي دل کي صنم خانو نہ بنايو. مطلب تہ پاڻ نهايت عقيدت مندانہ انداز سان هلي اچي مسيح الاولياؒ جي خدمت ۾ پهتا ۽ ديدار سان مسرت حاصل ڪيائون. ڪجهہ ڏينهن صحبت ۾ رهي اذڪار ۽ اشغال جي مشق، دانش، بينش ۽ ظاهري و باطني صفائيءَ جو سرمايو حاصل ڪري پنهنجي وطن موٽڻ لاءِ اجازت ورتائون. حسب اجازت پير- سامان معرفت جي قافلي سان گڏ پنهنجي وطن آيا. الحمدلله والمنتہ جو اهڙي آراستگي سان هڪ عمر جي انتظار ڪانپوءِ والد بزرگوار جي قدم بوسي حاصل ڪري بهرياب ٿيا ۽ انهيءَ قديمي اباڻي گهر ۾ هڪ هجرو تجويز ڪيائون. چون ٿا تہ گهڻا سمجهدار ۽ استعداد وارا ماڻهو سندن مريد ٿيا. جيئن تہ ماڻهن سندن ذات ۾ آثار گنج شڪري مشاهدو ڪيا انڪري ان علائقي ۾ سڀ ننڍا وڏا سندن ولايت جا گرويدهہ ٿي پيا ۽ فريد ثاني لقب ڏنائون. خدا ڪري مبارڪ هجي.

## شيخ صالح حافظؒ جي ياد ۾

پاڻ خان محمد ابن تاج جا فرزند ۽ شيخ نورالدين ضياءُ الله ابن حضرت غوث الاولياءِ جا مريد آهن. ولادت جانپانير گجرات ۾ اٿن. صلح. نگهداشت ۽ برگزيدگي طريقت جي طلب هي خوبيون سندن خمير ۾ شامل هيون. حفظ قرآن، اوراد، اذڪار، اشعال ۽ مراقبي جي مداومت رکي پنهنجي زندگيءَ جا اوقات زندهہ رکندا آهن. هميشہ رباني ڪلام جي تلاوت ڪندا آهن. جنهن جي ڪري

موسيٰ عليه السلام وانگر ڪليم الاهي جي خلعت پاتل اٿن. روايت آهي ته پاڻ عيسوي ڪلمات جا حافظ ۽ ولايت موسويءَ جا والي ثاني آهن. جڏهن کان پاڻ عاقل بالغ ٿي خدا طلبيءَ ۾ قدم رکيو اٿن تڏهن کان هميشه شريعت جي رستي تي هلندا رهيا آهن. ۽ هميشه استقامت سان توڪل، قناعت ۽ تسليم مدنظر رکي اٿن. چاليهه سالن تائين عالم تجرد جو تماشو ڪيائون. ان ڪانپوءِ محمود العاقبته شيخ محمود جلال شطاريءَ جي خدمت ۾ رهي مندو (ماندو) ۾ شادي ڪيائون. اولاد ٿيو ۽ خانه داريءَ جو سامان به پهچي ويو. تقريباً پندرهن سالن تائين درالسلطنت آگري ۾ پنهنجي پير جي ملازمت ۾ رهي فقير ۽ درويشيءَ جا اسباب حاصل ڪيائون. جڏهن پير بزرگوار جو وصال ٿيو ته روح پرفتوح کان اجازت وٺي مندو (ماندو) ۾ هليا آيا. هتي اچي سفر جو خيال دل مان ڪڍي ڇڏيائون ۽ گوشي نشيني اختيار ڪيائون. ڪين چند اوليا الله کان خلافت جا خرقه مليل آهن انهن مان ٿي حضرت غوث الاوليا جي فرزندن کان مليل اٿن. (1) پنهنجي پير کان (2) شيخ اڪمل الدين برهان کان (3) شيخ اويس کان (4) شيخ محمود جلال کان (5) مسيح القلوب جي خدمت مان. انهن اصحابن کان علاوه ٻين مشائخن جي طرف کان به مقبوليت جو درجو حاصل آهين. هجري سن هڪ هزار ٻاويهن ۾ چاليهن سالن کان زياده عرصو گذاريائون پاڻ راقم گلزار سان سفر ۾ شفيق رفيق ۽ وطن ۾ همسايه مهربان آهن.

## سيد احمد قادريءَ رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سيد الاولياءجيلاني جي نسل مان آهن قدس سرهما پاڻ پنهنجي وقت جا پيشوا ۽ رهنما آهن. ظاهري علم مان بقدر ضرورت جيترو حصو مليو اٿن. شهر ٿاندهه ۾ وطن اختيار ڪيو اٿن ۽ هتان وارا سندن فيض پرورش کان روشن ضميري حاصل ڪندا آهن. سندن درويشن جي رهڻ جي خانقاهه عرفان ۽ عبادت جو خزانو آهي، خدا ڪري وڏي عمر ماڻي.

## سيد حسن حسيني مندوي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ الله بخش چشتيءَ جا پٽ ۽ سيد علي چشتيءَ جا مريد آهن جيڪو

ڇهن واسطن سان سيد محمد گيسودراز کي پهچي ٿو. ولادت جي جاءِ منڊو (مانڊو) هجري سن نو سؤ انهٺ ۾ پير خان جيڪو اڪبر شاهي امرا اعظم مان آهي پهريائين مالوه کي ۽ پوءِ دارالخلافه منڊو (مانڊوءَ) کي فتح ڪيو. شهر جا باشندا مغلن جي ڏپ کان پريشان ٿي ڀڄا انهيءَ شورش ۾ سيد جو والد بزرگوار به پنهنجي فرزندن کان ڪاٽي الڳ وڃي پهتو. ۽ گهڻي ڪوشش جي باوجود هڪ ٻئي کي نه ڳولي سگهيا. ان وقت سندن عمر ڏهه سال هئي. ان ڪانپوءِ سندن پيٽيوي شيخ فيروز نالي سندن پرورش ڪئي. ان ڪري پاڻ رسمي فضيلتون حاصل نه ڪري سگهيا جڏهن عقل ۽ هوش جو زمانو آيو ته خدا طلبيءَ جو ولولو ڪين پيدا ٿيو. مريد ٿي ويا مگر سندن پير جلد دنيا مان ڪوچ فرمايو. سندن طلب وڌي ان ڪري جمال اوليا شيخ محمود جلال شطاريءَ جي خذمت ۾ پهتا. طريقت جو علم حاصل ڪيائون جڏهن پنجويهن سالن جا ٿيا ته ماڻهن کان ڪناره ڪشي ڪيائون. شهر کان ٻاهر هجرو ٺاهيائون اڄ ڏينهن تائين اناويهه سال ٿيا آهن توڪل تي گذران آهي. امير يا فقير جيڪو به سندن خذمت ۾ ويندو آهي ان کي لسيءَ جو هڪ پيالو پيش ڪندا آهن. انهيءَ مدت ۾ ڪڏهن به دولت مندن جي دروازي تي نه ويا. ڪانيون ۽ گاهه جهنگ مان آڻي وڪڻندا آهن ۽ ان مان پنهنجي عيال جو خرچ ڪندا آهن. سڄو سال روزو رکندا آهن ۽ افطار جي وقت خشڪ مانيءَ سان روزو کوليندا آهن. انهيءَ طرح زندگي بسر ڪري رهيا آهن. گهڻا ئي ولايت جا آثار موجود اٿن.

## شيخ بابو ابن جيون ابن بهائي خان پليم رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سيد راجن ابن شاهوءَ جا مريد آهن ۽ شاهه عالم بخاري گجراتيءَ جي پوٽن مان آهن. عقيق فروش جا پٽ آهن. برهانپور ۾ ڪجهه ڏينهن انهيءَ پيشي سان زندگي گذاريائون. ان ڪانپوءِ ايزدي جذبات جي سبب فقيري لباس پاتائون. جوڳين واري رنگ جا ڪپڙا پائيندا هئا. ڪائڻ جي ڪابه شيءِ پنهنجي ڪشڪول ۾ بچائي نه رکندا هئا. تعظيم جي لحاظ کان ڪتي سان به جمع ۾ ڳالهائيندا ۽ خطاب ڪندا هئا. ڪائنات جي ذرن سان ادب سان رهندا هئا. هڪ ڏينهن هڪ ماڻهوءَ ساڻن اعتراض ڪيو ته جڏهن توهان ڪتي ۽ ماڻهوءَ

سان جمع ۾ تا ڳالهايو تہ پوءِ انهن ٻنهين جي مرتبي ۾ توهان وٽ ڪو فرق ڪونهي انهيءَ طريقي سان حفظ مراتب جي رعايت نہ رکڻ جي بو اچي ٿي. فرمايائون تہ جمع جي مقام تي ڪوفرق ڪونهي. حفظ مراتب جي رعايت جيڪا بہ آهي فرق جي مقام تي آهي ۽ هي اعتراض صرف لفظ جمع تي وارد ٿو ٿئي ۽ جيڪڏهن ٻنهين ڪلامن جي مجموعي تي ۽ ان جي مقصدن تي نظر رکي وڃي تہ لامحالہ ڪوبہ فرق ڪونهي. حسين نظارن تي ڪين مزو ايندو هو ۽ ادنيٰ حسن صورت تي سندن دل نڪاٽي تي نہ رهندي هئي. عرس ۽ سماع جي هنگامن کان- رقص ۽ جشن جي معرڪي کان ۽ حسينن جي مجلس مان ڪين گهٽ وڌ ڳالهائي يا زنجيرن ۾ ٻڌي بہ باز نہ رکي سگهبو هو ۽ هميشہ سندن صحبت سان دوست خوش وقت رهندا هئا.

## زندہ حاجي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ ذي عقل مجذوب شيخ معروف دهاروال جا مريد ۽ پايڪ رامراج جا پٽ آهن جيڪو بيجانگر جو راجہ هئو. بيجانگر هڪ وڏو شهر آهي دکن جي آخري حد تي ملڪ سرانديپ سان مليل. جنهن سال ۾ شاهہ احمد نگر حسين نظام الملڪ رامراج کي ماري وڏو ۽ ملڪ لٽي ڇڏيو هو ان سال ۾ پاڻ ننڍا ٻار هئا ۽ قيد ۾ وڃي پيا. جڏهن بلوغت جي حد تي پهتا تہ بندوقچين ۾ نوڪري ڪيائون. هتي محنت معلوم ٿي تہ فقر جي پناهہ ۾ اچي وينا. دارالملڪ گجراتي جي آستانہ بوسيءَ سان شرف حاصل ڪيائون. ڳوٺ وهار مالون ۾ آيا ۽ شيخ معروف سعدالله چشتيءَ جا مريد ٿي ويا. پوءِ پير کان هند جي آرامي بزرگن جي زيارت واسطي اجازت ورتائون ۽ انهيءَ شرف کان مشرف ٿي واپس آيا. هجري سن نو سوءُ ستانوي ۾ پير سان گڏ حجاز جي سفر تي نہ وڃي سگهيا. لهذا پير جي اجازت سان راقم جي همراهي قبول ڪيائين. عجيب مزيدار ماڻهو آهي. پاڻ کي ستن ولايتن جو بادشاهہ ٿو سمجهي ۽ ان تي ناز ڪري ٿو. ڪنهن بہ شخص کي مرتبي ۾ پاڻ کان وڏو تصور نہ ٿو ڪري. سيني کي هيناهين نظر سان ڏسندو آهي. دنيا جي وڏن ماڻهن جي سامهون متو نٿو جهڪائي. گفتار مان ڪڏهن وحشت ۽ ڪڏهن نشاط پيدا ٿو ٿئي. پريشان گوئيءَ ۾ بہ نفس الامر جي خبر ملي ٿي. بي نيازيءَ ۾ بناوٽ ناهيس. جڏهن راقم سندن

حالات قلمند ڪري رهيو هو تہ پاڻ فرمايائون تہ لکڻ جي قابل بزرگن جا حالات هوندا آهن. حالات لکجڻ سان مان بزرگ نہ ٿو ٿي سگهان ۽ ڪاغذ تي سوار ٿي شهسوارن جي هم رڪاب نہ ٿي ويندس.

## شيخ عبدالله مجذوب قادري بغدادي رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن اقوال ۽ افعال هوش ۽ ديوانگي جي هٿن ۾ رهندا آهن ۽ سندن دماغ مستي ۽ هوشياريءَ جي آمدورفت جي سراءِ آهي. پاڻ دولت مند زماني ساز ماڻهن کان ڪجھ نقد ونئي احسان جو بار نہ کڻندا هئا. پنهنجي نياز ۽ آرزو جي چهري تان نقاب کڻڻ نہ ڏيندا هئا. ڪلام مجيد جي تلاوت ۾ خوشيءَ سان وقت گذاريندا هئا. قرآن جو ترجمو ڪجھ اهڙين عبارتن ۾ نظم قرآنيءَ جي نزديڪ آهن ۽ ڪجھ قدر اهڙن اشارن ۾ جيڪي فهم کان بلڪل پري آهن. بيان ٿا ڪن تہ شيخ محمد برقع پوش جا مريد آهن. جيڪو سيد محي الدين جيلاني قدس سره جي نسل مان آهي. جڏهن بغداد کان هند جي طرف آيا تہ ڪافي مدت سيالڪوٽ ۾ ۽ ڪجھ ڏينهن فتح پور ۾ بسر ڪيائون. هجري سن نو سوءَ پنجاسيءَ ۾ ڳوٺ دسور (مندسور) ۾ پهچي رهڻ جو حجرو ناهيائون. چون ٿا تہ هڪ رات هڪ حسين و جميل عورت انهيءَ ارادي سا سندن گهر جي اڱڻ ۾ پهتي تہ شيخ جي خلوت ۾ وجي هوا ۽ حوس جو پيمانو شهوت جي نشي سان لبريز ڪري. چا ٿي ڏسي تہ هر طرف ڪي ماڻهو بلڪل ڪنل ۽ ڪي اڌ ڪنل زخمي رتو چاڻ ٿيا پيا آهن. متي کان پيرن تائين ڏڪٽي اچي ورايس ۽ اڱڻ ۾ هڪ قدم بہ نہ رکي سگهي. وري ٻئي ڏينهن آئيني تان رنگ صاف ڪري پاڪ دل سان خدمت ۾ وئي تہ پاڻ فرمايائون تہ ڪالھ رات جيڪو وحشت جو منظر ڏٺئي اهو نفس جي وسوسن جو عڪس هئو ۽ اڄ جيڪا ديدار جي حلاوت ۽ آرام حاصل آهي اهو توبھ ۽ پشيمانيءَ جي صورت آهي الحمدلله هجري سن هڪ هزار پندرهن تائين سندن وجود سان شهر وارن جي دل سعادت سان آباد آهي.

## شيخ چندن رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت لاهور ۾ ٿي. شروع شروع ۾ صابڻ وڪڻندا هئا جڏهن خدا طلبي جي روشني هر روز وڌندي وئي ۽ ان آخرڪار متي کان پيرن تائين گهيري ورتن تہ پاڻ

صابڻ وکٽڻ کان قطعي هٿ کڻي درويشي اختيار ڪئي. اوچتو اهڙو اتفاق ٿيو جو ازلي هدايت جي موجب پاڻ وطن مان ڪوچ ڪري شهر بردوان ۾ هليا آيا. جيڪو بنگال صوبي جو بارونق شهر آهي ۽ شيخ بهرام سقا جي روضي جي برابر هڪ اڳڻ ۾ عبادت لاءِ مقيم ٿي وينا. ليڪن هميشہ اها آرزو دل ۾ ايندي هئي تہ هتي ڪو وڻ هجي ها جنهن جي ڇانو ۾ سج جي گرميءَ کان بچڻ جو موقعو ملي ها. ڪجھ ڏينهن ڪانپوءِ ان زمين ۾ هڪ ٻوٽو ڄائو ۽ اهو ڇانو وارو وڻ ٿي ويو. پاڻ ان جي پاڙ ۾ هڪ دالان بنايائون پوءِ اهڙي طرح هڪ هڪ درجي جي عمارت بلند ٿيندي وئي چنانچہ هاڻي ويھ ڏاڪا آهن جن تي چڙهي مٿي پهچندا آهن پاڻ ان جاءِ تي پنهنجي قبر بنائي اٿن ۽ هر جمعہ جي رات ان ۾ گهڙندا آهن انهيءَ اميد سان تہ شايد انهيءَ ئي رات ان ۾ وڃڻو پئي.

مير فروغيءَ جو بيان آهي تہ هڪ ڏينهن مان سندن خدمت ۾ پهتس گهڻي تعجب جي اها اها ڳالھ آهي تہ ٻئي ڏينهن وڃڻ کان مان پاڻ کي روڪي نہ سگهيس ۽ بغير ارادي جي پهچي ويس. ان جاءِ تي مظاهر جميلہ ۽ شاهدان دلربا جو گذرگاھ آهي، جيڪو ڏسي نظر ۾ گرمي پيدا ٿي. انهيءَ دوران پاڻ فرمايائون تہ شروع زماني ۾ جڏهن مون هي گوشو اختيار ڪيو هو تہ گهڻن نظر باز بوالهوس ماڻهن کي درويشن جي موجود هئڻ سان هن چمنستان ۾ اچڻ جو بهانو ٿي ويندو هو ۽ مونکي هميشہ اهو خطرو رهندو هو تہ ڪاٿي ائين نہ ٿئي تہ اچڻ وڃڻ وارن کان ڪا نامناسب حرڪت ٿي وڃي جيڪا اُخروي حساب گاه جي اندر جواب دهي ۽ گرفتاريءَ جو سبب بنجي. راويءَ جو بيان آهي تہ هيءَ تقرير ٻڌي مون کي سخت پشيماني ٿي. جڏهن منهنجي هيءَ حالت ڏٺائون تہ فرمايائو تہ مون ڪو اعتراض ڪونہ ڪيو آهي. ڏسڻ ڏسڻ جو فرق آهي.

تقريباً چاليھ سال انهيءَ گوشي ۾ توڪل تسليم اطاعت ۽ طهارت سان گذاريائون. ڪنهن شخص کان ڪنهن قسم جو نقد پنهنجي اختيار سان نہ ورتائون. ان ڪري ماڻهو نقد ۽ جنس نذر ڪري دلان جي اڳڻ ۾ رکي ويندا هئا ان کي ڪير کڻندو هو تہ ڪو بہ پڇندو نہ هئو. اگر اتفاق سان ڪين بہ ضرورت احتجاج ٿيندو هو تہ دلان ڏي ڏسندا هئا ۽ ضرورت جيتري شيءِ کڻندا هئا.

## شيخ تاج رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت جي جاءِ فتح آباد آهي. تقديري ڪرشمي سان پاڻ شهر

ٽانده ۾ وڃي رهيا. سلطان محمود فتح آباديءَ جي نسل مان ۽ سلطان غياث الدين بنگالہ جاهم عصر آهن. سندن روش سنجيده ۽ پسنديده آهي. زماني جي مشائخن جي بازگشت سندن تلقين ۽ رهنمائي جي طرف ۽ توڪل ۽ ايثار ڪي اهڙو تہ مضبوط ڪيو اٿن جو زمانو ان تي گواهہ آهي. مصرع: توڪل بر خدا تاج سرش باد-

## شيخ همايون مجذوب بهاري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ افغانان سور جي گروهہ مان آهن. عمر اسي سال ڪان بہ مٿي اٿن سندن گفتار مناڻ سان ڀريل تقديري نسخو آهي ۽ اثرائتن انفاس ۾ اثرات ان ڪان بہ گهڻا اٿن. هجري سن هڪ هزار پندرهن ۾ مير محمد اشرف فروغي ابن نظير الدين علي اشرف بلخي جو گذر مندو (ماندو) مان ٿيو هو. هڪ ڏينهن بيان ڪيائون تہ فروغي شهر بهار ۾ انهي مجذوب جي خدمت ۾ ويو هو پاڻ تمام گهڻو مهربانيءَ سان پيش آيا جنهن جي اميد مجذوبن ڪان نہ ٿي ڪري سگهجي. منهنجي دل ۾ سفر جو پڪو ارادو هو ليڪن پاڻ سختيءَ سان منع فرمايائون. سندن پير بيعت جي ماڻهن ڪي خبر ڪانهي. گهڻو ڪري پاڻ دردناڪ نغما چوندا رهندا آهن جن جي ٻڌڻ سان عام ماڻهو هوش وڃائي وهندا آهن ۽ محويت پيدا ٿي ويندي آهي.

## شاهہ عمر خوشت گري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ چشتيہ سلسلي ۾ مريد آهن ۽ اصلي ورسمي علمن جا خزانہ آهن خانقاهہ ۽ مدرسو بہ اٿن. هن صوبي ۾ اڪثر ماڻهو علمي ۽ عملي معاملات ۾ سندن فرمان مطابق ڪم ڪندا آهن. سندن جذبي جي زور ڪري شهر وارن جي دل جي ڪشش هميشہ سندن مجلس جي طرف رهندي آهي. جيڪي ماڻهو سندن مجلس ۾ ويٺا هوندا آهن اُهي سندن بزرگي ۽ ڪرامتن جون گهڻيون ڳالهيون ٻڌائيندا آهن. مير فروغي اشرف چوندو هو تہ مولانا مغيث ڪاڪو جي نسل جو هڪ نوجوان مون سان گڏ هو. جڏهن شاهہ جي خدمت ۾ پهتو تہ سندن ملازمت مان ڪيس اهڙو ذوق حاصل ٿيو جو اهو منهنجي همراهيءَ ڪان رهجي ويو ۽ ٿوري عرصي ۾ فيض حاصل ڪري انساني ڪمالات حاصل ڪيائين، الله عمر وڌائيس.

## شيخ جمال بياباني رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ اعليٰ پور بنگالہ ۾ گوشي نشين آهن. دنيا جي علم ۽ زباني محاورات سان ايتري قدر واقفيت اٿن جو ديني مطالب ۽ دنياوي مقاصد صحيح صورت سان ذهن ۾ اچي ويندا آهن. گهڻون وقت آباديءَ کان عليحده تي صحرائن ۾ وقت گذاريو اٿن. جڏهن ايزدي اسماء جي تجليات سان هي جذبو هوشياريءَ سان تبديل ٿيو تہ پاڻ سلوڪ جي رستي ۾ قدم رکيائون ۽ ماڻهن سان صحبت رکڻ کان جيڪا ناگواري هئي سا دور ٿي وئي ۽ ان سبب کري شهر جي ڪناري تي پاڻ گهر ٺاهيائون. مير فروغي الله جلشانہ پنهنجو فروغ سندن رستي ۾ شمع بنائي. هجري سن هڪ هزار پندرهن ۾ راقم گلزار سان مليو هو. جڏهن اها خبر مير صاحب کي پئي تہ مان خدا پرستن جا حالات لکي رهيو آهيان تہ جن چند باصفا درويشن سان مير صاحب سياحيءَ جي دوران فيضياب ٿيا هئا انهن جي حالات بيان ڪرڻ جي تحريڪ مير صاحب ڪئي. بيان ڪيائون تہ شيخ بياباني هڪ خوبصورت ٻلي مونکي ڏني هئي جنهن کي مان هر حال ۾ پاڻ سان گڏ رکندو هئس. هڪ سال مونکي غازي کهتہ جي طرف وڃڻ جو اتفاق ٿيو. هن رستي ۾ شينهن جو خوف گهڻو هو. پشيمان ٿيس رات جو خواب ۾ شيخ صاحب مونکي اهڙيون نصيحتون فصيح البيانيءَ سان ڪيون جو مون ڪنهن بہ فصيح کان اهڙيون ڳالهيون نہ ٻڌيون. پوءِ فرمايائون تہ قافلي جي آزمودگارن کان هيءَ ڳالهہ ٻڌل آهي تہ جنهن رستي ۾ شينهن جو خوف هجي تنهن رستي ۾ ٻلي ساڻ ڪڻجي. جڏهن اُها توسان گڏ آهي تہ پوءِ شينهن جو خوف نہ ڪرڻ کپي. آخرڪار مان ٻئي ڏينهن رستو امن سان طئي ڪيو ۽ خيروعافيت سان مقصد کي پهچي ويس.

## شيخ الهداد ساڪن ٽانڊهہ رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ چشتيہ سلسلي جا آهن. ڪتابي علم جي سمجهہ ڪين ايتري حاصل آهي جنهن سان اعتقاد ۽ عبادت جي درستگي ٿي وڃي. شروع ۾ ڪين جذب هو هاڻي سلوڪ ۾ اچي شريعت ۽ طريقت جي عقيدن جي واقفيت ٿي وئي آهي.

ماڻهن کي سندن صحبت ۾ دلبستگي ۽ ڪين ماڻهن سان مهرباني گهڻي آهي، الله عمر ۾ اضافو ڪرين.

## شيخ ڪرم الله ملتانيءَ رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ سهروردي سلسلي ۾ شيخ داؤد ملتاني جا مريد آهن شروع شروع ۾ سندن سلوڪ جذبي جي لڳاءَ ڪان خالي نہ هو حسين مناظر تي نظر رهندي هئي. خوبصورتن جي خوشي ايترو تہ پسند هئن جو پنهنجي شيخي جي طرف قطعي نظر نہ ڪندا هئا. آخرڪار پاڻ پنهنجي ولادت واري جاءِ ڪان ٿانڊهءَ جي طرف هليا ويا. هتان جي ماڻهن جي دوستي دامنگير ٿين ۽ اتي رهي پيا هن صوبي جو جاگيردار راجہ مانسنگهہ هو ان سندن تمام گهڻي عزت ڪئي. هن وقت انهيءَ جاءِ تي اڪابرن جو رجوع آهي ۽ سندن شيرين حالات گهڻا آهن.

## شيخ گدائي پاڻي پتيءَ رحمة الله عليه جي ياد ۾

ڪين جوانيءَ جي شروعات ۾ ئي خدا طلبيءَ جي شورش ۽ پير ڪي ڳولڻ جو شوق پيدا ٿيو. جنهن جي ڪري پاڻ وطن کي ڇڏي نڪري پيا. جڏهن سندن گذر اجمير مان ٿيو تہ هر ڪنهن جي زبان مان ڪين اهوئي ٻڌڻ ۾ آيو تہ اڄ ڪالهہ رهنمائي ۽ خدا شناسيءَ جي روشني سيد حسين جي حالات مان ظاهر آهي جيڪو خواجہ عمر بال جتيءَ جو جانشين آهي رحمت الله.

پاڻ نهايت ئي خواهش سان ملازمت ۾ پهچي پهرئين ئي ديدار ۾ مريد ٿيا. ڪجهہ ڏينهن پير جي خدمت ۾ رهيا آخرڪار پير جي اجازت سان سفر جي لاءِ سندرو ٻڌائون. تقريباً ويهہ سال ٿيا آهن جو ڳوٺ برادره دسور (مندسور) جي پرڳڻن مان آهي. راقم هجري سن هڪ هزار چوڏهن جي آخري حصي ۾ سندن ملاقات ڪئي هئي ۽ حالات بہ معلوم ڪيم. هڪ مجذوب هئا محفوظ الاوقات ليڪن ڳوٺ وارن سندن ڪيترين ئي ڪرامتون بيان ڪيون. هڪ هي بہ بيان ڪئي تہ اسان جي انبن جي باغ ۾ هڪ وڻ آهي جنهن چاليهن سالن ۾ هڪ انب بہ نہ ڏنو آهي. هڪ ڏينهن نمبردار جي حڪم سان اسين ان وڻ کي ڪاٽڻ لاءِ وڃون پيا تہ پاڻ چوائي موڪليائون تہ هن سال نہ ڪاٽيوس جيڪڏهن هن سال موسم ۾

ڦر نہ ڏئي تہ پوءِ پلي ڪائجو. چون ٿا تہ ان موسم ۾ ئي انهيءَ وڻ ٻين سيني وڻن کان وڏيڪ ڦر ڏنو ۽ هاڻي ان وڻ جا انب فقيرن لاءِ وقف آهن.

## شيخ برخوردار گجراتي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ صاحب تجريد و تفريد آهن. هميشہ سياهيءَ ۾ زمانو گذاريندا آهن. اڪثر مختلف اديان جا اصول ۽ فروع کان واقف آهن. هجري سن نو سؤ ٻيانوي جي شروعات ۾ راقم جي دل ۾ هن باصفا ذات جي آشنائيءَ جو بنياد استحڪام سان رکيو ويو آهي. اتفاقاً هجري سن هڪ هزار ويهہ ۾ پاڻ حاجي پورپٽنہ کان سير ڪندي شهر برهانپور ڏي ويندا هئا. انهيءَ سلسلي ۾ ماهہ صفر جي چند رات واري ڏينهن سندن گذر منبو (مانبو) کان ٿيو. پراڻي دوستيءَ سبب فقير جي مسجد ۾ اچي لٿا. محبوب القلوب شيخ داؤد شطاري بہ انهن ڏينهن ۾ انهيءَ ئي حجري ۾ عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول هئا. هڪ رات ڪجهہ تونگر ۽ ڪجهہ درويش حجري ۾ حاضر هئا. جيئن تہ شيخ برخوردار پنجگانہ فرائض ادا ڪرڻ جا پابند نہ هئا. لهاذا حاضرين مان هڪ شخص نصيحت شروع ڪري ڪجهہ بيوقتي ڳالهيون ڪيون. پاڻ جواب ڏنائون تہ مونکي پنهنجي حالات معقول بنائڻ جي طاقت نہ آهي ۽ توکي بہ انهن مقدمات جي قابليت ۽ قوت ۽ طاقت نہ آهي. انڪري اهوئي بهتر آهي تہ هن قسم جي گفتگو جو دروازو بند رهي. منهنجي گناهہ تي تنهنجي گرفت ڪانہ ٿيندي.

فقير تہ هن باب ۾ حڪمت جي زبان سان ٻنهين کي تقويت ڏيندو رهيو. اگرچہ ظاهري صفائي ۽ شگفتگيءَ جي نگهباني تڪلف سان ڪئي وئي. ليڪن حاضرين انجمن جي دل ۾ بيوئي رنگ پيدا ٿي ويو هو. باقي رات شورش ۾ گذري علي الصباح انهيءَ ارادي سان تہ دل جي ميراڻ صاف ڪئي وڃي راقم تذڪره مشائخ عليهم الرحمۃ کولي پڙهڻ شروع ڪيو. پهرئين صفحي جي شروعات ۾ شيخ شرف الدين بو علي قلندر جي ماجرا نڪتي جنهن ۾ شيخ شرف پنهنجي مقامات جي باري ۾ هن طرح لکيو آهي.

”هڪ ڏينهن شيخ نظام الاوليا سان منهنجي
ملاقات ٿي اتفاق سان انهيءَ ڏينهن شيخ جي هڪ

فرض نماز قضا ٿي وئي هئي ان سبب ڪري شيخ
جي مزاج ۾ غصي ۽ غم جون لهرون اچي رهيون
هيون. اهو ٻڌائڻ لاءِ ته منهنجي فرض نماز قضا ٿي
وئي آهي شيخ نظام الاولياءِ هڪڙو هندي بيت هن
مضمون جو پڙهيو ته مونکي محبوب کان هڪ
لمحي جي جدائي بہ بي انتها بي آراميءَ جي
شڪنجي ۾ دٻائي ٿي. افسوس آهي انهن ماڻهن
جي جان تي هميشہ دوريءَ ۾ خواريءَ جي خاڪ ۾
ڪريا پيا آهن ۽ جن بيڪاريءَ ڪي پنهنجو شعار
بنائي ڇڏيو آهي جيئن ته همدرد آشنا جي طرف کان
منهن ڦيرائڻ ڏکيو ٿو معلوم ٿئي لهاذا عشق جي
شورش کان مجبور ٿي مون بہ هنديءَ ۾ هڪ شعر
پڙهيو. جنهن جو مضمون هي آهي ته تنهنجي آگر.
خوان وصال جي لوڻ کان واقف نہ آهي نہ تنهنجي
نگاه جو آئينو ان جمال جي عڪس کي قبول ٿو
ڪري. ڇو ته اهڙي ڪمالات جي صاحب جي
ڳالهين جو رنگ ڍنگ ڪجھ ٻيو ئي هوندو آهي.
ٻيائيءَ جي بو وجدان وارن جي دماغ ۾ نہ ٿي اچي.
مان اميدوار آهيان تہ الله جلشانہ توکي ذري جيترو
محبت جو سوز عطا فرمائي. انهيءَ ئي رات عشق
جي باهہ مشتعل ٿي ايتري قدر جو سڙڻ جا آثار
شيخ جي جسم اقدس تي ڏٺا ويا ۽ ڪنهن بہ تدبير
سان دل ۾ صبر نہ آيو. مير خسرو هي حال ڏسي
سخت بيتاب ٿيو. معذرت جي طور تي هڪ رنگين
شعر چيائين ۽ هن ويچاري ڪي ٻڌائي دعا لاءِ عرض
ڪيائين. آخرڪار انهيءَ ئي وقت ايزدي بخشش
شيخ جي باطن ۾ تمڪين ۽ ظاهر ۾ تسڪين
بخشي."

باقي شيخ شرف جا حالات شريف سندن ذڪر ۾ لکيا ويا آهن مطالعي ۾ ايندا. هن هوش آفرين بيان جو خلاصو هي آهي تہ انسان کي گهرجي تہ پهريائين پنهنجي اکين کي ٻين جي عيب ڏسڻ کان بند ڪري. پوءِ هنر بينيءَ جي عينڪ لڳائي نندو هنر جيڪو غبار وانگر افعالن جي ورقن تي لکيل هوندو آهي. وڏن اکرن وانگر پڙهي. خاص ڪري ان گروهہ جي حالات جو مشاهدو جيڪي پشمينہ پوش آهن تجسس جي نظرنہ ڪري بلڪ اعتقاد ۽ حسن ظن جي نظر سان ڏسي ۽ ڏيکاري. اميد آهي تہ اهڙي نظر برادران طريقت جي اندروني ۽ بيروني شست ۽ شو جو سرمايو بنجي عقل ۽ اعتبار کي چمڪ ۽ رونق جو باعث ٿيندي ۽ جيڪو شخص ايزدي محبت ۾ سڙيلن جي اسرارن جي نسبت حسن عقيدت پنهنجي دل ۾ قائم ڪندو. اُهو شخص توفيق جي برڪت سان پنهنجي ٻنهين جهانن جي مرادن ۾ ڪامياب ٿيندو. جنهن شخص جي دل ۾ الجهيل وارن واري درويشن جي نسبت ناقص انديشو پيدا ٿئي. ان کي گهرجي تہ هميشہ الله جلشانہ کان پناهہ گهرندو رهي ۽ پنهنجو باطن توبہ جي پاڻي ۽ پشيمانيءَ جي ڳوڙهن سان ڌئندو رهي تہ جيئن ان جي حجات جو سبب ٿئي.

صحبت جي طالبان کي واضع هجي تہ گدڙي پوشن جي مصاحبت ۾ سلامتي سان رهڻ وارن جو رستو هي آهي تہ جيڪڏهن خاڪساران نيستيءَ سان نشست برخاست جي خواهش ڪنهن شخص جي دل ۾ استحڪام سان قائم هجي تہ ان کي گهرجي تہ پهريائين محبت جي فوج کي عقل ۽ خيال جي لشڪر تي غالب ۽ فتح مند ڪري. جنهن کي حقيقي تميز تي مطلق نگاهہ نہ آهي. هن فوج ڪشيءَ ۾ خيرانديشيءَ کان مدد گهري ۽ ان فوج تي نگراني بہ درڪار هوندي. ۽ هي ڪم ماڻهن جي لکل حالات کان وٺي. ٻيو اهو تہ دوست هم نشينن جي عيب ڏسڻ ۽ ٻڌڻ کان پنهنجي اکين ۽ ڪنن کي بند رکي.

## شيخ نظام انبيٺي رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ عالم، عامل، عابد، عاشق ۽ عارف هئا. خواجہ مودود چشتيءَ جي پاڪ نسل مان ۽ شيخ معروف جي بامراد مريدن مان آهن. پاڻ هميشہ اخلاق جي درستيءَ ۾ ايزدي حفاظت ۽ اخلاق جي بلنديءَ ۾ مصطفائي بصيرت ڪم ۾

آٿيندا هئا ۽ سيني ڪمن جي شروعات ۾ بسم الله خيرالاسماء بسم الله الرحمن الرحيم پڙهندا هئا. هر وقت ائين ئي تيار رهندا هئا ڄڻ ته هاڻي ڪاڏي سفر ۾ وڃڻو اٿن. مهمان جي خدمت پنهنجي ذات خاص سان ڪرڻ هي سندن تواضع جو طريقو هو بلڪ سيني دنيا وارن سان پاڻ مشفقانه عام مهرباني ۽ مرشدانه خاص عنايت فرمائيندا هئا. نيڪيءَ جو حڪم رحمت جي طريقي سان ۽ برائيءَ روڪڻ وقت مروت جي لباس ۾ ڪندا هئا. سندن صحبت ۾ چاشني ۽ خذمت ۾ حلاوت هوندي هئي. سندن باصفا حالات جي شرح لکي نه ٿي سگهجي. سندن اوصاف جي حقيقت ڏنل آهي پڙهيل يا ٻڌل نه آهي.

امير سيد شاهه محمد هڪ بزرگ هو. اڪثر ڪتاب محقق استادن وٽ پڙهيا هئائون عرب، عجم ۽ هند جي سيني مشائخن جي فيض بخش صحبت مان پورو پورو حصو حاصل ڪيو هئائون. ظاهر ۽ باطن ٻئي آراسته هئن. جڏهن حرمين الشريفين جي زيارت کان واپس آيا ته ڪجهه ڏينهن ملڪ گجرات ۾ گذاريائون. انهن ئي ڏينهن ۾ هند جي سير سياحت ڪري مندو (ماندو) ۾ آيا. دل ۾ قيام ڪرڻ جو شوق پيدا ٿين. مير جمال الدين ترڪستاني شهر مندو (ماندوءَ) جا قاضي آهن. ان جي نياڻيءَ سان نڪاح ڪيائون. تقريباً ستن سالن تائين راقم جي مسجد ۾ درس ڏنائون. هن فقير به ڪشف منار ۽ تلويح اصول فقه جا ڪتاب انهيءَ عرصي ۾ سيد جي باعظمت خذمت ۾ پورا ڪيا. سيد صاحب هڪ ڏينهن فرمائڻ لڳو ته:

> "مسافرت جي زماني ۾ ڳوٺ انبيٺيءَ مان گذر ٿيو جيڪو شيخ نظام جو وطن آهي. مان سندن خذمت ۾ ويس. جڏهن شام ٿي ته نماز ۾ پاڻ امام ٿيا. پهرين رڪعت ۾ سورة ڪافرون پڙهيائون ته منهنجي دل ۾ هي خيال آيو ته جيڪي ٻيون صورتون نسخ کان سالم آهن انهن مان جيڪڏهن ڪا سورة ملائن ها ته بهتر ٿئي ها. پاڻ نماز مان فارغ ٿي فرمايائون ته سيد اگرچه هيءَ سورة نسخ ۾ شامل آهي ليڪن قراۃ جي رو کان قرآن جي چوٿين حصي جي پڙهڻ جو ثواب هن جي

پڙهڻ سان ملندو آهي. جيڪڏهن انهيءَ ڪري هي
سورة نماز ۾ پڙهي وجي تہ بهتر آهي. وڌيڪ
فرمايائون تہ تنهنجي پيشانيءَ مان ايمان جي
فراست جو نور ۽ مصطفائي ڪرامت جي صفائي
معلوم ٿئي ٿي. تخلقوا باخلاق الله جو دروازو
توهانجي چهري تي ڪشادو آهي."

هجري سن نوسوءُ نوي ۾ هن عالم مان اخروي سفر اختيار ڪيائون قبر انهيءَ ئي ڳوٺ ۾ ناهي وئي ان ڪان علاوہ سندن باصفا حالات معلوم نہ ٿيا ۽ طبيعت هميشہ مفصل حالات معلوم ڪرڻ ۾ مصروف آهي. اهڙي طرح خيال ۾ آيو شيخ علم الله سلمہ الله جيڪو ظاهري ۽ باطني علم جو عالم عبدالرزاق جو فرزند ۽ شيخ نظام جو سالو آهي. شايد شيخ نظام جي حالات ڪان واقف هجي. ان جي خدمت ۾ خط لکي احوال جي تحقيق ڪرڻ ڪپي. جڏهن خط شيخ علم الله ڪي مليو تہ جواب ڏنائون تہ هن درويش ڪي ابتدائي زماني هوش ڪان ڪتاب پڙهڻ جو شوق ۽ خداشناسيءَ جو جوش هو. جنهن مون ڪي پنهنجي وطن ڪان ڪدي جهان ۾ سرگردان ڪيو. آخرڪار ڪامل ارڙهن سال عربستان ۾ رهي ديني علوم ۽ يقيني معرفتن حاصل ڪرڻ ۾ گذاريم. جڏهن اتان واپس اچڻ نصيب ٿيو تہ گجرات جي رستي ڪان خانديس ۾ آيس. انوقت علي عادل شاهہ فاروقي والي برهانپور هئو. ان جي ملاقات جي گرمي ۽ اخلاق جي شيريني دارالاسلام برهانپور ۾ قيام ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو. جڏهن گهڻو حيلن بهانن ۽ حوالن ڪان ڪم وٺندي وطن جي اجازت وٺي اُتي پهتاسين تہ اتي اهڙي حالت جو خيال بہ نہ آيو. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ زبانن تي رسمي حڪايتن ڪان سواءِ ڪجهہ بہ نہ مليو ۽ ڪيتريون ئي ڳالهيون رهجي ويون. هاڻي جو توهان ڪي هي خيال آيو آهي تہ هتي اچڻ وڃڻ وارن ڪان معلومات ڪري لکي موڪليندس سبحان الله اهو وعدو بہ پورو نہ ٿيو. ڇو تہ سفر حجاز جو خيال شيخ علم الله جي دل ۾ پيدا ٿيو ۽ ان جي تياريءَ ۾ مصروف ٿي ويا ۽ دکن جي بندر ڏي روانہ ٿي ويا. وري هن سال هجري سن هڪ هزار ٻاويهہ آهي. جيئن تہ جهاز جي موسم گذري وئي هئي. لهاذا بيجاپور دکن ۾ قيام فرمايائون. هتان جو حاڪم سندن تشريف آوري ڪي ملڪ لاءِ سعادت سمجهي عقيدت مندانہ پيش ايندو آهي.

## شيخ جلال محمد ٿانسيري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ عالمانہ ڪمالات ۽ درويشانہ مقامات جا جامع. توحيد جي درياھ جا غواص ۽ تحقيق جي ڪشتيءَ جا معلم هئا. شيخ عبدالقدوس حنفيءَ جا مريد آهن. رسمي علمن جو فروع ۽ اصول ۾ سندن مطالعہ ڪي وڏو مقام حاصل هئو. اڪثر ڪتابن تي مشڪل ڪشا حاشيہ لکيا اٿن. ڏينهن روزي سان ۽ رات نماز ۾ گذرندي هئي. نماز تهجد ادا ڪرڻ ڪانپوءِ ڪاڏو ڪائيندا هئا. هر روز رات ۽ ڏينهن ۾ خانقاھ جي حافظن سان گڏ بہ دفعا قرآن پاڪ ختم ڪندا هئا. ظهر جي نماز ڪان فارغ ٿيڻ ڪان پوءِ درس ۾ مشغول ٿي ويندا هئا. سندن صحبت باطني فروغ ۽ ظاهري فيض گهڻو عطا ڪندي هئي. پاڻ درويشانہ سماع جا حريص هئا. سندن وجد ۾ سندن سوزناڪ حالت سان حاضرين جي دل کي بہ حصو ملندو هو. جڏهن عمر جو دور ضعيفي کي پهتو تہ استغراق جي حالت سندن سيني حالتن تي حاوي ٿي وئي. ليڪن جڏهن نماز جو وقت ايندو هو تہ جيڪو پرستار حاضر ٿيندو هو اهو بلند آواز سان حق حق چوندو هو. انوقت پاڻ عالم استغراق مان مٿو مٿي ڪري نماز جي تياري ڪندا هئا. جماعت سان فرض ادا ڪري وري ساڳي حالت ڏي موٽي ويندا هئا. چون ٿا تہ تقريباً هڪ سوءَ ڏھ سال عمر هئن هجري سن نو سوءَ ڪان ڪجھ مٿي هو عالم صورت ڪان معنوي روضي جي سير لاءِ هليا ويا.

سندن پير بزرگوار حضرت شيخ الاسلام بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني کي پهچن ٿا. هن ترتيب سان تہ شيخ عبدالقدوس. شيخ درويش قاسم ابن شيخ برهان الدين اوڏي شيخ بدن بڙائچي. شيخ سيد اجمل. مخدوم جهانيان سيد جلال بخاري شيخ. رڪن الدين ابوالفتح شيخ، ابوھ شيخ صدرالدين عارف شيخ، ابوھ بهاءُ الاوليا قدس اسرارهم شيخ عبدالبصر شيخ جلال جا فرزند رشيد آهن. والد صاحب جا سجاده نشين بہ اهي ئي آهن ۽ سندن ڪامل مريدن مان شيخ بهاءُ الدين احمد سرهندي آهن.

## شيخ نظام ٿانسيري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پڻ توڪل ۽ تسليم جا صاحب آهن. لدني علم جي ذريعي تعليم حاصل ڪيائون هجري سن هڪ هزار ست ۾ پنهنجي وطن ڪان حجاز جو سفر درياھ

جي زريعي ڪيائون ۽ حرمين شريف جو طواف ڪري سعادت دارين حاصل ڪيائون. پوءِ هجري سن هڪ هزار ويهہ ۾ دکن بندر جي جهاز تي سوار ٿي شهر بيجاپور ڏي موٽي آيا. هتان جي حاڪم ۽ بين دين و دولت جي بزرگن سندن تشريف آوري کي مبارڪ سمجهي نهايت تعظيم ۽ تواضع ڪيائون. جڏهن هتان روانہ ٿيا تہ پنهنجي وطن ۾ پهتا. وري ملڪ عجم جي سير ۽ سياحت جو شوق پيدا ٿين بي اختيار بلخ ۽ بدخشان ڏي روانو ٿي ويا.

## شيخ درويش قاسم رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

چون ٿا تہ پاڻ چشتيہ خاندان ۾ شيخ سعدالدين بدايونيءَ جا مريد هئا. پنهنجي والد بزرگوار ۽ ان جي پير شيخ فتح الله بدايوني کان بہ فيض حاصل ڪيو هئائون. شيخ فتح الله کي خلافت جي خلعت شيخ صدرالدين احمد شهاب قريشي ناگوريءَ کان حاصل ٿيو هو ۽ شيخ صدرالدين احمد جو پير شيخ نصير الدين محمود چراغ دهلي جي صحبت سان بہ باطن روشن ڪري فروغ حاصل ڪيو هو.

درويش قاسم ٽن واسطن سان حضرت چراغ دهليءَ کي پهچن ٿا قدس اسرارهم. درويش خانوده چشتيہ سهروورديہ ۽ بهائيہ ۾ هڪ بلند ۽ قيمتي شان رکن ٿا.

## شيخ ڪمال الدين ڪمال مالوه رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شيخ بايزيد ابن شيخ نصيرالدين نصرالله جا فرزند آهن. معرفت ڪشف، ڪرامات، فضيلت ۽ فراست هي سڀ صفتون سندن ذات ۾ موجود هيون. سندن جدامجد حضرت گنج شڪر جا وڏا فرزند آهن. ڪين حضرت نظام الاوليا خلافت جي خلعت عطا فرمائي مالوه جي ماڻهن رهنمائيءَ لاءِ دهليءَ مان موڪليو هو. هجري سن نو سو نوي ۾ پيڪر پرست راجا پورنمل نالي صوبي مالوه جو حاڪم هو. شيخ ڳوٺ ۾ تشريف فرما ٿيا. عبادت ۽ رياضت جي واسطي حجرو تجويز ڪري رهي پيا. مجاهدو ۽ مراقبي جو سلسلو شروع ڪيائون. هميشہ مناجات ۾ رهندا هئا. غيبي فيض ۽ فتوح جا دروازا سندن

چهري مبارڪ تي روشن هئا. آخر گمناميءَ جو نقاب. شهرت جي هٿ سندن حالات جي چهري تان زندگيءَ ۾ يا رحلت ڪانپوءِ هڪ عرصي تائين نہ ڪنيو. جڏهن مالوه جي حڪومت غوري ۽ خلجي سلاطين جي قبضي ۾ آئي تہ تمام سٺا ماڻهو آيا. اسلام قوت ۽ رونق حاصل ڪئي. ننڍن ۽ وڏن سيني سندن مزار مقدس ڏي توجہ ڪيو سندن فرزندن جي عزت ۽ تعظيم ۾ ترقي ٿي. نذر نياز ۽ فتوحات ۾ گرمي پيدا ٿي. ايستائين جو حڪومت جي نوبت سلطان محمود ابن ناصرالدين خلجيءَ کي پهتي ۽ پوءِ خلج جي سلطنت جو زمانو پويون ٿي ويو. پنهنجي زماني ۾ سلطان محمود شيخ جي قبر تي هڪ گنبذ هڪ خانقاهہ ۽ صوفين لاءِ هڪ وڏو دالان ٺهرايو.

سندن نسل مان ڪجهہ رحلت فرمائي ويا آهن ۽ ڪجهہ انهيءَ ئي ڳوٺ ۾ پنهنجي آباءُ ڪرام جي قبي خوابگاهہ تي مجاور آهن.

## شيخ محمد ابن شيخ عارف چشتي رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ معروف و محمود ۽ احمد ۽ عارف هئا. سندن صورت ۽ سيرت مان ڪرامتون ۽ خرق عادات جي چمڪ ظاهر هئي. مسندنشينيءَ جو منصب پنهنجي والد ماجد جي خذمت جي برڪت سان حاصل ٿيو هئن. احوال ۽ مراقبات ۾ بہ ڪمال حاصل هئن. هجري سن اٺ سوءِ اٺاسيءَ ۾ معنوي ولايت ۽ خلافت جا ڏونڪا وڄايائون. انهن ڏينهن ۾ سلطان بهلول لوڌي دارالخلافتہ دهليءَ جي شهرن ۾ ظاهري سلطنت ڪري رهيو هو. سندن ڪلمات ۾ عيسوي معجزات جو اثر هئو. سندن ڪتاب جا ڪلمات هيٺ ڏجن ٿا.

> "اي عزيز ارادو سالڪ جي سواري آهي هي ارادو جيترو قوي ۽ مستحڪم ٿيندو. اوترو طريقت ۽ طريق ۽ طريق شريعت جو سلوڪ ۽ ان جي پويان حقيقت جي منزل جو وصول زياده آسان ۽ جلد ٿيندو. سالڪ کي گهرجي تہ ڪشش ڪانپوءِ ڪوشش ڪري پاڻ کي دانا مرشد وٽ پهچائي جنهن کي ڪامل انسان چئي سگهجي. ۽ جيڪو

حضرت رسالت پناهي ﷺ جي اقوال، افعال ۽ احوال کان آگاهه ۽ ان سان محقق هجي. سالڪ اهڙي مرشد جو فرمانبردار ٿي وڃي. پنهنجي ظاهر ۽ باطن کي مرشد کان پوشيده نه رکي ۽ تقويٰ، بک، بيداري، قلبي خاموشي ۽ باطني اڪيلائي کي عمل ۾ رکي ته جيئن ابرار جي مقام ۽ احرار جي درجي سان واصل ٿي وڃي."

الله تعاليٰ جلشانه جي فضل ۽ عنايت سان شيخ عارف کي خلافت جو خرقو پنهنجي والد بزرگوار شيخ احمد عبدالحق کان مليل هو. جن جو علم ۽ معرفت ۾ پايو ۽ استقامت ۽ ڪرامت جو سرمايو تمام گهڻو هو هميشه پنهنجو مٿو فنا جي مراقبي جي گريبان ۾ رکندا هئا. جڏهن نماز جو وقت ايندو هو ته خدمت گزار صوفي حق حق چئي کين آگاهه ڪندا هئا جڏهن نماز کان فارغ ٿيندا هئا ته وري وحدت جي سمنڊ ۾ غرق ٿي ويندا هئا. شيخ احمد خليفو شيخ جلال پاڻي پتي جو آهي جيڪي اهڙا آفتاب هئا. جنهن جا شعاع ڪمالات هئا. اوج الاهي جمال ۽ شرف ايزدي جلال هو ۽ پنهنجي وقت ۾ عاليشان درويشن جا مرڪز هئا. خوابگاهه پاڻي پت ۾ اٿن. چون ٿا ته خوابگاهه جي طواف سان ايترو فيض ۽ فتوح دلين کي پهچي ٿو جيڪو بيان کان ٻاهر آهي.

شيخ جلال جي مفيد ڪلام مان ڪجهه نمونو هي آهي:

"طريقت ۾ منزلون ۽ مقامات آهن ۽ هر منزل ۽ مقام جي هڪ ابتدا ۽ هڪ انتها آهي. نهايت کي پهچڻ ممڪن نه آهي جيستائين ابتدا صحيح نه هجي. جيڪڏهن اصول ضايع ٿي ويندا ته وصول به هليو ويندو ۽ اصول ڪن وٽ پنج آهن بعض وٽ ست."

عوارف ۾ لکيل آهي ته مريد کي گهرجي ته الله جي واسطي قومي طريق اختيار ڪري. ان جي اندر جيڪڏهن مريد قومي طريق کي پهچي ويندو ته منزل کي پهچي ويو ۽ جيڪڏهن ان کي منزل تي پهچڻ کان اڳ ۾ موت اچي ويو ته ان جو اجر الله عزوجل جي نزديڪ وڏو آهي ۽ جنهن شخص جي ابتدا مضبوط آهي ته ان جي انتها پوري ٿي ويندي.

ابونصرؒ کان روايت آهي جنهن کي اجازت ابن خلف کان ابن خلف کي ابي عبدالرحمٰن کان ابوعبدالرحمٰن کي ابي العباس بغداديءَ کان ۽ ابولعباس کي جعفر حلديءَ کان آهي تہ اهي چون ٿا تہ مون جنيد رضي الله عنہ کان ٻڌو آهي اهي فرمائن ٿا تہ گهڻا عوائق، علائق، حوائل ۽ موانع، فساد شروع کان هوندا آهن. ان کري مريد کي هن طريقي جي ابتدائي حالت ۾ نيت جي درستيءَ جي ضرورت آهي ۽ نيت جي درستي هوا ۽ حوس جي تقاضائن سان ۽ هران شيءِ کان نفرت ٿي ڏياري جنهن سان نفس جي لاءِ فوري لذت هجي. ايتري قدر نفرت ٿي ڏياري جو مريد کي خالص الله تعاليٰ جي واسطي خروج حاصل ٿي ٿو وڃي.

سالم ابن عبدالله عمر بن عبدالعزيز ڏي هڪ دفعي هن مضمون سان لکيل خط موڪليو هو: ٻڌ عمر! بندي کي الله جل شانہ جي مدد بقدرنيت هوندي آهي. جنهن شخص جي نيت ڪم جو قصد ڪندي ان کي الله تعاليٰ جي مددپوري هوندي ۽ جنهن شخص جي نيت ڪم ۾ قصور ڪندي ان ڏي الله جي مدد بہ ڪوتاهي ڪندي. هڪ صالح شخص خلوص نيت جي طرف خود هدايت نہ حاصل ڪري ان کي گهرجي تہ ان شخص جي صحبت اختيار ڪري جيڪو سٺي نيت جي تعليم ڏئي.

سهل بن عبدالله تستريءَ جو قول آهي مبتدي مريد کي جن ڳالهين جي نسبت حڪم ڪيو ويندو آهي ان ۾ پهرين ڳالهہ اها آهي تہ برين حرڪتن کان بچي. پوءِ سٺين حرڪتن ڏي اچي پوءِ صرف هڪ الله تعاليٰ جي حڪم جو ئي ٿي وڃي. پوءِ سڌي رستي تي قائم رهي پوءِ ان کانپوءِ قرب حاصل ڪري جڏهن مريد صدق ۽ اخلاص کي مضبوط پڪڙيندو ضرور رجال جي درجي تي پهچندو ۽ صدق ۽ اخلاص سان تحقيق مريد کي ٻن شين سان حاصل ٿيندي آهي. (1) شرعي حڪمن جي تابعداري (2) مخلوق جي طرف کان قطع نظر ڪرڻ ۽ جيترين بہ آفتون مبتدين کي پهچنديون آهن سڀ مخلوق ڏي توجہ ڪرڻ سان پهچنديون آهن ۽ اسانکي رسول الله ﷺ جن جي حديث پهتي آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ انسان جو ايمان ڪامل نہ ٿو ٿئي جيستائين ان جي نزديڪ سڀ ماڻهو اُٺن جي مثال معلوم نہ ٿين. ان ۾ اشارو آهي هن طرف تہ مخلوق کان قطع نظر ڪئي وڃي. مخلوقات کي پاڻ کان خارج ڪري ۽ مخلوقات جون عادتون پاڻ کان پري ڪري ۽ ان جي پابنديءَ کان آزاد رهي. ۽ رسول الله ﷺ جن صدق جي باري ۾ هڪ نقل فرمايو تہ بني اسرائيل

۾ هڪ عابد هو جنهن تي هڪ راڻي عاشق هئي. ان عابد چيو تہ منهنجي واسطي خالي گهر ۾ پاڻي رکو تہ جيئن مان ان سان جسم جي صفائي ڪيان پوءِ هن عابد انهيءَ محل جي اندر هڪ گهر مان ديوار تي چڙهي ۽ ٻاهر ٽپو ڏنو تہ الله تعاليٰ هوا جي فرشتي کي حڪم ڏنو تہ منهنجي ٻانهي کي بچاءِ. رسول الله ﷺ فرمائن ٿا تہ ان فرشتي ان کي بچايو ۽ ان کي زمين تي نهايت سهوليت سان آڻي ٻيهاريو. پوءِ ابليس کي چيو ويو تہ ڇا تون هن کي گمراهہ نہ ڪري سگهئين. ان جواب ڏنو تہ منهنجو ڪو زور هن شخص تي نہ ٿو هلي سگهي. جيڪو پنهنجي نفس جي خواهش جي مخالفت ڪري ۽ جنهن پنهنجو نفس الله جل شانہ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هجي.

هي چند ڳالهيون بہ شيخ جلال جي قولن مان آهن. علم باعمل صراط المستقيم آهي "**اللهم اهدنا الصراط المستقيم**" شيخ جلال خليفو شيخ شمس الدين ترڪ پاڻي پتيءَ جا آهن. حالات جي شغلن کي مخفي رکڻ ۽ ظاهر ٿيڻ جي اسباب کي برهم ڪرڻ شيخ شمس الدين جو مشرب هو. شيخ شمس الدين سلطان شمس الدين التمش جي زماني ۾ مفقودالخبر ٿي شهر دهليءَ ۾ معرفت جو سرمايو جمع ڪندا هئا. جيئن تہ سندن خذمت ۾ وقت جي سلطان جي آمدورفت گهڻي ٿي تہ ماڻهن جي هجوم سان سندن گمنامي ۽ خاموشيءَ ۾ خلل واقع ٿيو.

آخرڪار پنهنجي مرشد شيخ علي صابر کان اجازت وٺي دهليءَ کان ڳوٺ پاڻي پت هليا ويا ۽ اتي گمناميءَ جو گوشو اختيار ڪيائون. باقي حالات شيخ شمس الدين جا جيئن سرزمين پاڻي پت جي مشائخ علما ۽ حڪيم جو حلقہ ۾ اچڻ، زندگيءَ جا ڏينهن ختم ٿيڻ، انهيءَ جاءِ تي خوابگاهہ هجڻ ۽ ٻيا حالات مولانا علي ڪابلي گلبهاري جي تذڪري ۾ لکيل آهن اتان مطالعہ ڪجن.

شيخ علي صابر، خليفو ۽ ڀاڻج حضرت گنجشڪر جا آهن. وصال شيخ علي صابر جو هجري سن ڇهہ سوءُ نوي جي ڪنهن مهيني ۾ آهي. خوابگاهہ ڪوهپايہ جي قريب ڪنهن مقام تي آهي.

## سيد عبدالواحد رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ سيد ابراهيم قنوجي ۽ بلگراميءَ جا پٽ آهن. مجاهدي ۽ مشاهدي جا صاحب آهن. ان سان گڏ صحت حال ۽ فصاحت بہ رکندا هئا. سيد حسينيءَ جي نزهتہ الارواح تي هڪ شرح بہ لکي اٿن جيڪا قابل متن آهي. گهڻيون

تاويلات ۽ توجيهات ڪم ۾ آڻي عبارت ڪي سيني مقصدن ڪي حقيقت ڏي متوجہ ڪيو اٿن. پاڻ شيخ حسين اسڪندرآباديءَ جا مريد آهن. جڏهن هڪ دفعو ترڪ ۽ توبہ جي توفيق سان مال متاع ۽ عزوجاهہ شيخ حسين اسڪندرآبادي جي اعتقاد تي نذر ڪيائون تہ پاڻ ڪنهن عالي مرتبت صاحب معرفت جي تلاش ڪندي شيخ صفي الدين عبدالصمد جي خدمت ۾ حاضر ٿيا. مريد ٿي ذڪر، فڪر، مراقبو ۽ تصور ۾ مشغول ٿي ويا ۽ پنهنجي مطلب ۽ مقصد لاءِ ڪاميابي گهري. شيخ صفي، شيخ محمد قطب لڪنويءَ جا وڏا خليفا آهن جيڪو ان وقت ماڻهن جي زبانن تي شيخ مينامشهور هو. سهروردیہ ۽ چشتيہ سلسلن ۾ ماڻهن ڪي ڪلاه ارادت ۽ مريدن ڪي خلعت خلافت بخشيندا هئا ۽ طالبن ڪي ايزدي وصول جي ڪمالات تي پهچائي ڇڏيندا هئا.

## امير سيد صبغتہ اللهؒ جي ياد ۾

پاڻ ڳوٺ بڙوچ ۾ پيدا ٿيا. سلسلۂ شطاريءَ سان وابستہ رهيا ۽ وجيہ الملتہ احمد آبادي جا عالي فطرت شاگرد ۽ ولايت جا صاحب خليفا آهن. فضيلت ۽ فصاحت جا صاحب ڪشف ۽ ڪرامات جا مالڪ انس ۽ قرب جا گهر ۽ صدق وصفا جا سرچشمہ هئا. چند سالن تائين پنهنجي مرشد جي اجازت سان پننهنجي وطن ۾ رهي امربالمعروف ونهي عن المنڪر جي هدايت ۽ علمن جي تعليم ۾ مشغول رهيا. حجاز جي مبارڪ سفر جي توفيق حرمين شريفين جي زيارت جو سبب ٿي. جڏهن ڪين حرمين جي بهشت نما زمين ڪان داڻو پاڻيءَ جي ڪشش هند ڏي واپس آندو تہ پاڻ هميشہ دل ئي دل ۾ رئندا هئا.

اتفاق سان هجري سن نو سؤ نوانوي ۾ پنهنجي وطن ڪان سيني شين ڪي ۽ سيني ماڻهن ڪي خيرباد چئي بي اختيار اڪيلا مشيئت ايزديءَ سان مالوهہ ۾ هليا آيا. انهيءَ دوران هڪ دفعو وري مدينہ مصطفويہ جي زمين بوسيءَ جو شوق عليٰ صاحبها افضل الصلواة والسلام، جوش ۾ آيو، ليڪن اختيار هٿن مان نڪري ويو. ان ڪري هجري سن هڪ هزار ۾ خانديس جي رستي ڪان احمد نگر دڪن ۾ آيا هن ملڪ جي فرمانروا برهان الملڪ عرض ڪيو انڪري سال ڪان ڪجهہ گهٽ هتي ترسيا. اتفاقاً راقم ان زماني ۾ فقيرن ۽ فاضلن جي خدمت ۾ فيض حاصل ڪري رهيو هو. سندن تشريف آوريءَ سان چند ڏينهن

صحبت رهي جيڪا غنيمت سمجهڻ گهرجي. ٻئي سال سامان ٻڌي تيار ٿيا جڏهن ٻيجا پور پهتا ته هتان جي حاڪم انتهائي عاجزي ۽ تواضع سان هتي ڪجهه وقت رهڻ لاءِ مجبور ڪيو. ان ڪانپوءِ حجاز جي سفر مبارڪ لاءِ جهاز پيش ڪيو ته جيئن صوفين ۽ درويشن جي جماعت اطمينان سان حج ڪري. **ومن دخله كان امناً** (جيڪو شخص هن ۾ داخل ٿيو اهو امن ۾ اچي ويو) جي بشارت سان ڪامياب ٿي. مشتاق اکين سان مدينه الحرام جو ديدار ڪيائون ته پاڻ باقي عمر هتي ئي رهڻ جي نيت ڪئي ۽ اتي ئي شهر نبوت ۾ گهر ۽ خانقاهه ٺاهيائون. ان جي باوجود جو روم جي سلطان جي طرفان خط ۽ پيغام آيا ۽ عاجزي ڪئي وئي مگر پاڻ معاش جو سبب قبول نه فرمايائون ۽ باقي عمر توڪل ۽ تسليم ۾ گذاريائون.

چون ٿا ته سندن گهڻي خواهش تي نظر فرمائي هڪ رات خاتم الانبيا عليه التحيته والسلام پنهنجي حرم جي خادمن کي اجازت فرمائي ته سيد صبغته الله منهنجو فرزند ارجمند آهي. عرب ۽ عجم جي ٻين سيني زيارت ڪندڙن وانگر سمجهي هن کي اسانجي حرم کان ٻاهر نه ڪيو وڃي. ڇڏي ڏيوس ته جمع جي رات اسانجي خذمت ۾ رهي صبوح جو سفيديءَ تائين صلوٰة وسلام پڙهندو رهي ۽ اها به اجازت اٿس ته پنهنجي يارن مان جنهن کي چاهي پاڻ سان حرم ۾ رکي. جنهن ڏينهن کان حضور نبي ڪريم ﷺ جن مدينه منوره ۾ خوابگاه اختيار فرمائي آهي ان ڏينهن کان اڄ تائين ڪنهن به بني بشر کي اهڙي خاص عنايت فرمائي سرفراز نه ڪيو اٿن. الحمدلله عليٰ ذالڪ.

سندن ڪمالات. حالات ۽ خرق عادات هن ڪتاب ۾ لکڻ کان گهڻا آهن جو ته هي تفصيلي حالات لکڻ جي گنجائش نه ٿو رکي.

آخرڪار انهيءَ تفويض ۽ توڪل تي استقامت اختيار ڪري هجري سن هڪ هزار پندرهن جي ڪنهن مهيني ۾ مدينه معظمه جي زمين ۾ دفن ڪيا ويا. رحمة الله تعاليٰ.

## شيخ شمس الدين جالندري رحمة الله جي ياد ۾

پاڻ هندوستان جي مشائخن ۾ سردفتر اوليا الله جا سرگروهه ۽ دانشمندن جا سرحلقه ۽ صالح متقين جا سردار هئا. جنهن وقت انساني مظهر مراتب

الاهيءَ سان متصف ٿيندو آهي تہ ڪمال جي اعتبار سان ان جا مختلف درجا هوندا آهن. انهيءَ ڪمال جي جامعيت جي باري ۾ پاڻ فرمائن ٿا تہ:

صوفي ڪجهہ نالن ۽ صفتن سان تہ خصوصيت رکي ٿو جو اهي جناب باري تقدس وتعاليٰ شانہ جي شان جي لائق نہ آهن ۽ باقي اسماء وصفات الاهيءَ سان تهذيب يافتہ هوندو آهي. پوءِ صوفي اهو آهي جنهن جي دل ۾ غم هجي. بدن عليل هجي، ۽ اڪيون رئندڙ هجنس عمل ۾ مخلص هجي، دعا ۾ ڪوشش ڪرڻ وارو هجي، ڪپڙا ڦاٽل پراڻا هجنس، رات جو مسجد ۾ رهندو هجي، فقيرن جو رفيق هجي، گناهن جي خيال کان رئندو هجي، رب جو مونس هجي، زهد سان زينت يافتہ هجي، ڪاوڙ ڪائيندڙ هجي. طالب جو هادي هجي، قرآن جو پڙهڻ وارو هجي، مخلوق تي ڪريم هجي، شرعي احڪام جو عالم هجي، ماڻهن تي رحم ڪرڻ وارو هجي ۽ انهن تي انهن جا عيب لڪائڻ ۾ رحيم هجي. نفس اماره تي مالڪ هجي، سوال ڪرڻ کان تڪبر ڪندڙ هجي، اخلاق حميده جو خالق هجي، سيني اخلاق حسنہ جو خالق هجي، پنهنجي باطن ۾ پنهنجي قول ۽ فعل جي تصوير ناهڻ وارو هجي. ان جون ٻانهيون ۽ غلام جيڪي ان جي رعيت آهن انهن جي گناهن کي معاف ڪندو هجي. ماڻهن کي بخش ڪندڙ هجي. پنهنجي اولاد ۽ جيڪي ان جا عيال آهن انهن جو رازق هجي. خلقت تي ان جا مشڪلات حل ڪرڻ وارو هجي. پنهنجي نفس جي عيبن کي ڄاڻندو هجي. ظالمن جي حق ۾ قابض ۽ طالبن جي حق ۾ باسط هجي، جاهلن جو درجو پست ۽ ارباب علم جو مرتبو بلند ڪرڻ وارو هجي. اصحاب حقوق کي عزت ۽ ڪافرن ۽ ملحدن کي ذلت ڏيڻ وارو هجي. الله جل شانہٗ جو ذڪر ٻڌي ۽ ان جو احسان سمجهي، مخلوقات جي مٿان حق سان حڪم هجي ۽ ان جي احوال ۽ اقوال جي باري ۾ عادل هجي، انتهائي لطيف هجي، فقيرن جي احوال کان باخبر هجي، ماڻهن کان جيڪو تجاوز ٿي وڃي تہ ان تي حليم هجي، خلقت جي ظلم کي بخشڻ وارو هجي، الله تعاليٰ جي ڏنل نعمتن جو شڪر ڪري، همت مٿاهين رکي. گناهہ ٿيڻ کان محفوظ رهي. پنهنجي قول ۽ فعل جو حساب ڪندو رهي دولتمندن کان وڏو ۽ علحده رهندڙ هجي. ظالم جي ظلم کان پنهنجي رعيت جو محافظ هجي. سوال ڪندڙن جي سوال جو جواب ڏيندڙ هجي، جيڪي ماڻهو ان جي عيال ۾ آهن انهن جي رزق ۾ پنهنجي قوت سان

وسعت ڏئي. پنهنجي باري ۾ حڪيم هجي. تڪليف وارن جو دوست هجي. پنهنجي پرهيزگاريءَ ۾ بزرگ هجي، پنهنجي نيڪ افعال ۽ اقوال جو باعث هجي. سچائي سان ماڻهن جي معاملات ۾ گواهه هجي، طاعت جي اندر دوست هجي، دنيا ۽ دين جي ڪمن ۾ وڪيل هجي، پنهنجي ذات سان قائم هجي، عبادت ۾ متين هجي، ارباب خيرات جو دوست هجي، صفتن جي اندر محمود هجي، جيڪي حرڪتون ڏينهن ۽ رات ۾ نفس اماره ڪان صادر ٿيڻ واريون هجن انهن جو ضابط هجي، جڏهن شبهات جو ورود ٿئي تہ روزن ۽ نماز لاءِ تيار هجي، اخلاق حميده جو زندهہ ڪرڻ وارو هجي، بدافعالن کي نيست و نابود ڪندڙ هجي، روح سان زندهہ هجي، عبادات باقيات جي لاءِ قوي هجي، حسنات جو حاصل ڪرڻ وارو هجي، شاهوڪارن وٽ سوال ڪرڻ ڪان پري هجي، گوشي ۾ اڪيلو رهندو هجي، خلق ۾ هڪ ٿي رهي. الاهي قدرت ۾ صاحب مقدرت هجي، ماڻهن جي ضرورتن کي اڳيان رکي ۽ پنهنجي ذاتي ضرورتن کي پوئتي رکي. نيڪيءَ جي ڪمن ۾ اڳتي هجي. مسجد ڪان ٻاهر نڪرڻ وقت آخر ۾ هجي. فرض ظاهر ظهور پڙهي ۽ نفل لڪي پڙهي. پنهنجي ذاتي ضرورتن کي پوئتي رکي، نيڪيءَ جي ڪمن ۾ اڳتي هجي، پنهنجي نفس تي غالب هجي معاملات ۾ نيڪ هجي، گنهگارن جي گناهہ تي توبہ قبول ڪري، پنهنجي نفس ڪان انتقام وٺي، ۽ ماڻهن کي معاف ڪري، ننڍن تي مهربان هجي، پنهنجي معاملن ۾ نفس تي مالڪ هجي، خلق کي طاعت جي طرف هدايت ڪري، ماڻهن ڪان بي نياز هجي، سائلن جا سوال پورا ڪري، نفس کي گناهہ ڪان باز رکي، خيرات جو عمل نئين نئين طريقي سان ڪري گمراهن لاءِ سٺن افعالن جي ذريعي سان نور هجي. زمين تي صلاحيت سان وارث هجي. ارادي جي صاحبن جو مرشد هجي، انهن کي خلق تي ظلم ڪرڻ ڪان نيڪ هدايت ڏئي. اصحاب وعظ جي حقن جو محافظ هجي ۽ مٿيان اعمال عمل ۾ آڻڻ سان اهڙا اسرار ظاهر ٿيا آهن جن جي ڪري اهل تصوف الاهي اخلاق سان متصف ٿي ويا ۽ هي معنيٰ امام غزاليءَ ڪان پهتي آهي قدس الله تعاليٰ ٻانهو ربوبيت جي نالن ۽ صفتن مان هرهڪ نالي ۽ صفت ۾ شرڪت رکي ٿو ۽ ان ڪان پوءِ بہ هن اعتبار سان ٿو رهي تہ الله جنهن جو شان ۽ آيات عالي آهن ۽ جنهن جا نالا ۽ صفتون پاڪ آهن انهن کي پهچي نہ ٿو سگهي.

## شيخ جلال واصل رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ ڪالپيءَ جا باشندا. مولانا خواجگي نحوي جي نسل مان ۽ حضرت غوث الاوليا جي خليفن مان آهن. سندن دل مراقبي ۽ مشاهدي جو مرڪز ۽ سندن باخبر ضمير معارف جي پوک هو. سندن باصفا اکين کي احديت جي آفتاب ۽ وحدت جي چراغ کان بينائي ملندي هئي. سرود ۽ سماع جي بزم تي پاڻ عاشق هئا. سندن وجد ۽ حالت جو سوز قلبن جي استعداد ۽ قابليت جي موافق حاضرين انجمن ۾ سرايت ڪري انهن کي خود بينيءَ کان آزادي ڏيندو هو. هجري سن نو سو نوي کان ڪجهه مٿي هو جو سندن جسماني آئيني ۾ اسم محيي جي جمالي ڪرڻن جي جاءِ تي اسم حميت جو جلالي عڪس نمودار ٿيو. عيال جي رهڻ جي جاءِ ۽ عبادت جو حجرو ڪالپيءَ ۾ اٿن. سندن فاضل ۽ اهل فصاحت فرزند موجود آهن. خدا ڪري هنن کي وڏن وارا مڪاشفات ۽ انهن ۾ ترقي نصيب ٿئي. سيني ۾ وڏو شيخ افضل هو. درحقيقت هي پنهنجي وقت جي عالمن ۾ افضل هئا. والد بزرگوار ڪانپوءِ ڪين عالم فرق ۾ قيام لاءِ ٻه سال مهلت ملي. پوءِ هجري سن هڪ هزار هڪ ۾ عالم جمع جي جميعت آباد ڏي ڪوچ فرمايائون. ٻيو فرزند شيخ اجمل جميلي تخلص اٿن. فارسي شعر ۾ انهن جي مشق پختگيءَ کي پهچي وئي آهي. ٽيون فرزند شيخ معين الدين اٿن فضيلت ۽ دانش مندي جو فروغ سندن پيشانيءَ ۾ تابان آهي. درويشيءَ جي طريقي تي ثابت قدم آهن. توڪل، تسليم، عزلت، خلوت، گرشتگي ۽ بي نيازيءَ جا طريقا ڪمال درجي جا رکن ٿا. خدا ڪري جو اڪمليت جي درجي تي به پهچن.

## شيخ بابو سنڌي رحمة الله عليه جي ياد ۾

محبت ۽ حيرت جي بيابانن ۾ اڪيلو قدم پاڻ ئي رکيو اٿن. فنا جي صحرا ۽ بقا جي شاهراه جي اندر هلڻ ۾ ڪين دشواري نه ٿي ٿئي. شيخ لشڪر محمد عارف شطاري جا مريد آهن. شهر برهانپور ۾ سنڌين جي محلي ۾ سندن عبادت جو حجرو هو. جڏهن حجرو ٻنهين طرفن کان ڪري پيو ۽ ان جي مرمت جو دل ۾ ارادو پڪو ٿين ته پاڻ راقم گلزار سان ان باري ۾ مشورو ڪين.

ليڪن مثنوي منطق الطير ڪوليائون ۽ هڪ فارسي شعر پڙهڻ سان مرمت جو ارادو ختم ڪيائون. ان ڪانپوءِ ڪيترن ماڻهن مرمت لاءِ التماس ڪيو ليڪن قبول نہ پيو ۽ هجري سن هڪ هزار تن ڪان وني مزار جي عمارت تيار ٿيڻ تائين جنهن جو سن هڪ هزار پندرهن آهي. بغير درن ۽ ديوار جي انهيءَ ويران گهر ۾ عمر گذاريائون.

## شيخ بدها طيب بهاري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ پنهنجي زماني ۾ ظاهري معلومات جي ۽ رسمي علم جي مجلس جي هم نشينن ۾ سرحلقہ ۽ معنوي وحقيقي محفل جي محرمن جي اندر قطب هئا. محقق دانشور مولانا حاتم سنيلي فرمائيندا هئا تہ شيخ بدها جي بزرگي ۽ شان جي باري ۾ اڪثر بزرگان وقت جي طاقت جهڪيل هئي. انهن مان ڪجهہ بد انديش سياه باطن ماڻهو سندن خداداد رونق ٽوڙڻ لاءِ هميشہ بهانا ڳوليندا هئا. وقت جا فرمانروا دولت جي نشي ۽ خود بينيءَ جي مدهوشيءَ ۾ سرشار هوندا آهن. انهن سان گڏ جي هي چوندا هئا تہ امتحان جي انجمن ترتيب ڏني وڃي تہ جيئن جيڪي مدعي برهان ڪانسواءِ دعويٰ تا ڪن اهي الزام جي گوشي ۾ خاموش ٿي ويهن ۽ هرهڪ جي حقيقت جو جوهر کلي پوي. هنن جو مقصد هو تہ ان حيلي سان شيخ جي ڳالهہ ۾ فرق پيدا ڪن. ڪيترا دفعا اهڙا منصوبا زماني پرستن جي خواهش تي بنايا ويا ليڪن ڪنهن بہ شخص کي ڪنهن بہ مجلس ۾ سندن ڪلام ۾ اعتراض يا نقص جي طور تي ڳالهائڻ جي گنجائش نہ ملي. بلڪ معرفتن جي بيان ڪرڻ جي قوت سندن ذات شريف ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن کي ميسر ئي نہ ٿي ۽ سيني امتحانن جي مقامن تان پاڻ فتح حاصل ڪيائون. نتيجو اهو ٿيو جو حاضرين انجمن سندن گفتار جي موتين سان سمعنا واطعنا جو گوشوارو بنائي ارادت ۽ اطاعت اختيار ڪئي، ۽ چپن تي خاموشيءَ جي مهر لڳائي.

## شيخ بدها حقاني جونپوري رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ بدها طيب بهاريءَ جا نالي پائي آهن. علمن جي اندر سندن مطالعي سان فنن جا اعتراض ۽ مشڪل حال تي بلڪل روشن ٿي ويندا هئا

جيئن تہ سندن صحبت سان حق ثابت ۽ باطل معدوم ٿي ويندو هو پاڻ حق ڳالهہ کي نہ لڪائيندا هئا. بلڪ بلند آواز سان ماڻهن جي ڪنن ۾ پهچائيندا هئا. ان ڪري پاڻ حقاني لفظ سان مشهور ٿيا. باطني ڪمالات جو ڪسب شيخ محمد عيسيٰ جونپوريءَ جي خذمت باعظمت ۾ حاصل ڪيائون. لفظ حق مان مطلب اسلام ۽ دين آهي ۽ باطل مان مطلب ڪفر ۽ شرڪ آهي. مطلق حق موجود آهي ۽ مقيد حق اهو آهي جيڪو عقيدي فعل ۾ ۽ ڳالهائڻ ۾ نيڪ هجي. الله پاڪ حق آهي انهيءَ لحاظ کان تہ اهو موجود آهي ۽ هو ذوالحق آهي ۽ اهو احقاق حق ڪرڻ وارو آهي اهو بہ هڪ قول آهي تہ حق اهو آهي جيڪو الله تعاليٰ جي واسطي هجي ۽ باطل اهو آهي جيڪو غير الله جي لاءِ هجي، ۽ هي بہ هڪ قول آهي تہ حق اهو آهي جنهن جو رخ الله تعاليٰ ڏي هجي ۽ باطل اهو آهي جنهن جو رخ غير الله ڏي هجي.

## شيخ دولت ابن شيخ عبدالملڪ منيري رحمة الله عليه

پاڻ علم، عمل، دانش وبينش جا صاحب هئا. جڏهن پاڻ ڪتابي علم جي تحصيل ميان بدن منيري کان ڪيائون ۽ ظاهري آراستگي ڪمال درجي تي پهچائي چڪا تہ رسمي ارادت بہ ميان بدن جي خذمت ۾ ادا ڪيائون. جڏهن رهنمائيءَ جي بدولت سلوڪ ۽ طريقت جو هلي درويشي جي منزلن ۽ مقامات کي طئہ ڪري اعليٰ مقام تي پهتا تہ خلافت جو خرقو ۽ اجازت جو فرمان بہ ملين. سندن جهڙو فطرت ۾ فراست ۾، فنا ۾ ۽ نفس تي فتح حاصل ڪرڻ ۾ ميان بدن وٽ ڪو ٻيو خليفو يا شاگرد ڪونہ هئو. سندن درس ۾ هي اصحاب حاضر ٿيندا هئا. شيخ اجمل شيخ عبدالڪريم سيد احمد بهاري، شيخ احمد چشتي جيڪو حضرت گنجشڪر جي نسل مان آهي. شيخ خليل پٽني جنهن جي نالي تي ڳوٺ نواده منسوب آهي. شيخ حافظ سارني شيخ يعقوب، جنهن جي نالي هڪ عرصي تائين دارالخلافتہ آگري جي قضا جو عهدو رهيو ۽ اهڙا ئي ٻيا بہ ناليوارا بزرگ حاضر ٿيندا هئا. هن حلقي ۾ پاڻ مرڪز جو مثال هئا. شاهہ ابوالفتح هديت الله سرمست ابن شيخ قاضن شطاري جي خذمت ۾ ملازمت مان گهڻو ڪجهہ فيض ۽ ڪاميابي حاصل ٿي هئن.

سندن هڪ واقعو اختصار سان هن طرح آهي تہ هڪ ڏينهن پاڻ ڪنهن ضروري ڪم سان قلعي رهتاس ڏي ويا هئا. رستي ۾ هڪ شخص مليو ان چيو تہ منهنجي نياڻي جي شاديءَ جو وقت ويجهو اچي ويو آهي جنهن مونکي سوال تي مجبور ڪيو آهي، ۽ اوهان جي منهن مبارڪ تي مان الاهي بخشش جو مشاهدو ڪري رهيو آهيان. لهاذا توهان منهنجي حق ۾ چا ٿا فرمايو. پاڻ مرحبا چئي خادم کي فرمايائون تہ جيڪا بہ نقد رقم ڪيسي ۾ موجود آهي هن سائل جي سامهون رکو. خادم عرض ڪيو تہ هڪ سو درهم موجود آهن. جيڪڏهن اجازت هجي تہ سياڻي لاءِ ڪجھ رقم رکي باقي هن سائل کي ڏجي. پاڻ فرمايائون تہ غم نہ ڪر سياڻي جو اچڻ ۽ روزيءَ جو پهچڻ ٻئي گڏ گڏ آهن. ڪابہ سياڻي بنا روزيءَ جي ڪانہ ٿيندي. سڀ رقم هن شخص کي ڏئي ڇڏ. اڃان اهو شخص رقم وٺي ٿوري فاصلي تي بہ نہ ويو هو تہ ٻہ سوار سامهون کان ڊوڙندا آيا ۽ شيخ جي خذمت ۾ حاضر ٿي ويھ دينار زر سرخ سياڻي جي خرچ لاءِ ڏئي ۽ بجليءَ جي چمڪ وانگر نظر کان غائب ٿي ويا.

ٻيو هڪ قاضي عبدالله نالي هڪ عالم ڳوٺ منير ۾ رهندو هو. طريقت جي مشائخ جي روشن بيعت خلافت ۽ خرقي پوشيءَ کان انڪار ڪندو هو. هڪ رات قاضي صاحب خواب ۾ ڏٺو تہ ڪوني تي متي مخدوم شيخ شرف الدين شيخ احمد چرم پوش، مولانا عبدالرحمن جامي ۽ امير خسرو وينا آهن ۽ معرفت جون ڳالهيون ڪري رهيا آهن. هي فقير ۽ شيخ دولت اسين ٻئي هيٺ بيٺا آهيون. مولانا جاميءَ پنهنجي ساٿين کان شيخ دولت جي متي چڙهي اچڻ لاءِ اجازت گهري جڏهن شيخ دولت متي چڙهي ويو تہ انهن چيو تہ قاضي عبدالله بہ حاضر آهي حضور جي خذمت جي ڪين آرزو آهي. شيخ شرف الاوليا فرمايو تہ هي ازل کان سائل جي حوالي آهي. پنهنجو مريد ڪريس. چنانچہ شيخ دولت حڪم مطابق منهنجي متي جا وار ڪتريا ۽ مريد ڪيائين. صبوح جو جڏهن مان مريد ٿيڻ لاءِ شيخ جي خذمت ۾ ويس تہ پاڻ مسڪرائي فرمايائون تہ عبدالله ٻيهر بيعت جي ضرورت ڪانهي، انهيءَ سلسلي ۾ مشائخن جون جيڪي رسمون هيون رات ادا ٿي چڪيون. هيءَ لڪل ڳالھ ٻڌي سخت حيران ٿيو آخرڪار شجرو ۽ ٽوپي جيڪي ظاهري ارادت جا قاعده آهن. حاصل ڪري اعتقاد ۽ اخلاص سان خوش ۽ سيراب ٿيو.

چون ته ته شيخ دولت سڄي عمر آسماني روزيءَ تي گذر ڪيو هن ملڪ جي حاڪمن ۽ فرمانروائن ساڻن معتقدانہ سلوڪ رکيو ۽ معاش لاءِ ڪجھ قبول ڪرڻ لاءِ التماس ڪندا هئا. سندن فاقہ پرور ۽ فقر دوست طبيعت ڪجھ بہ وٺڻ کان انڪار ڪيو. بلڪ گذريل زماني جون سندون ۽ اراضي جي باري ۾ جيڪي ڪاغذ سندن وڏن وٽ هئا انهن سيني کي لپيٽي باھ ۾ اڇلائي ڇڏيائون ۽ دل کي الله جي سپرد ڪري ڇڏيائون. چون ٿا تہ جڏهن ڪين اڪيلائيءَ ۾ اسم القابض جي تجليءَ سان دل تي تنگيءَ جو پاڇو پيو تہ پاڻ پري پري جھنگل بيابانن ڏي نڪري ويندا هئا ۽ مراقبي ۾ مشغول ٿي ويندا هئا تہ جيئن سابق تجلي پنهنجي مقابل ڏي تبديل ٿي وڃي.

جڏهن ڪامل طرح ڪشادگي حاصل ٿيندي هئن تہ پوءِ پنهنجي مقام تي واپس ايندا هئا. جڏهن عمر رسيدھ ٿيا تہ استغراقي حالت طاري رهندي هئن نماز جي وقت ماٺھو حق حق چوندا هئا تڏهن وجي هستيءَ جو ادراڪ لاتعين جي مرتبي کان نزول فرمائي تعلق پڪڙيندو هو ۽ انوقت ماهو المڪتوب جي ادا ڪرڻ ۾ مشغول ٿيندا هئا. هڪ سؤ ست سال عمر هئن جيڪا انهيءَ نشست برخواست سان پوري ڪري هجري سن هڪ هزار اٺويھ جي ڪنهن مهيني ۾ رباني بهشت جي سير لاءِ روانہ ٿيا. سندن آخري آرامگاھ منير ۾ آهي.

## شيخ محمد ابن فضل الله رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت جي جاءِ گجرات آهي. پرورش احمد آباد ۾ ٿين. تسليم توڪل تقويٰ ظاهري ۽ معنوي علم جي فضيلتن جا مالڪ آهن. رسمي علم ۾ وجيہ الملتہ احمد آباديءَ جا شاگرد آهن ۽ طريقت ۾ شيخ ماھ بيرپوريءَ جا مريد ۽ خليفا آهن. جن کي خلافت جي خلعت ۽ اجازت جو خرقو شيخ من الله عرف شيخ اوهن ابن شيخ بهاءُ الدين جونپوري جي خذمت مان مليو هو شيخ محمد. - محمد شاھ ابن مبارڪ شاھ فاروقي جي دور ۾ گجرات کان خانديس ۾ آيا آهن. ۽ برهانپور ۾ مسجد ۽ خانقاھ بنائي اٿن. هميشہ حديث تفسير ۽ ٻين ديني علمن جي درس ۾ مشغول رهندا آهن. گھڻا ئي طالب سندن رهنمائي جي برڪت سان حق شناسيءَ جي درجي تي پهچي ويا. سندن حالات ڪجھ هن

طرح آهن. پاڻ روضہ نبوي عليه السلام جي زيارت تي قربان آهن. ان ڪري هر سال پنهنجي وطن کان جهاز جي موسم تي ديوانہ وارا ٿي درياهہ جي ڪناري تي پهچندا آهن. جيڪڏهن ڪو مانع پيش ايندو آهي تہ ايندڙ موسم تائين صبر ڪندا آهن. نہ تہ پنهنجي مطلوب مقصد ڏي روانہ ٿي ويندا آهن. انهيءَ طريقي سان ڪيترائي دفعہ حجاز جي سفر تي درياهہ جي رستي ويا ۽ حرمين شريفين جي طواف سان ٻنهين جهانن جي سعادت حاصل ڪري پنهنجي وطن واپس آيا. همٿ جو قدم سنت جي رستي ۾ استواريءَ سان رکي صراط المستقيم تي هلي رهيا آهن. سماع ۽ سرود ڏي ميلان نہ ڪندا آهن. ربيع الاول جي مهيني ۾ ٻهريان ٻارهن ڏينهن هررات حديثون ۽ آنحضرت ﷺ تي نعت ۽ عربي فارسيءَ ۾ قصيدا ذاڪرين جي جماعت سهڻي آواز سان پڙهندي آهي ۽ جيڪي ڪجهہ موجود هوندو اٿن انهن ڏينهن ۾ حلوا، صلحا، عطر، فقرا ۽ مجلس ميلاد جي ذاڪرين ۽ حاضرين جي خدمت ۾ خرچ ڪري ڇڏيندا آهن ۽ پئسا وغيره جيڪي ڪجهہ پاڻ بچائيندا آهن ان جو سبب هنن چند ڏينهن ۾ انهن چند مبارڪ ڏينهن جو خرچ آهي يا ڪنهن معتمد ماڻهوءَ جي هٿان حرمين شريفين ڏي موڪليندا آهن جيڪو ڪٺي وجي ان ملڪ جي فقرا کي تقسيم ڪري ڇڏيندو آهي. انهن ٻن ڪمن کانسواءِ ٻي ڪا آرزو جمع ڪرڻ جي نہ هوندي اٿن. سندن عمر عزيز هن هجري سن هڪ هزارٻاويهن ۾ ستر سالن کي پهچي وئي آهي. اميد تہ باقي ماندهہ سال گذريل سالن کان زياده بهتر هوندا. سندن ڪارندا ۽ ذي معرفت ڪجهہ فرزند ۽ مريد آهن. الله تعاليٰ جلشانہ سيني کي مرشد جي بلند مرتبي تي پهچائي.

شيخ اوهن جيڪو شيخ ماهہ جو پير هو. مشائخ وقت جا انيس اولياءَ زمانہ جا جليس ۽ بزرگان دين و دولت ۽ رئيس هئا. چون ٿا تہ مولانا علاؤالدين محمد لاري، نوع انسانيءَ جا جوهر شناس ۽ سخندانيءَ ۾ وار جي کل لاهڻ وارا هئا. فرمائيندا هئا تہ شيخ ادهن پنهنجي زماني ۾ بينظير آهن. مولانا محمد برغلي جا پاءُ مولانا حافظ برغلي کي بادشاهہ جي رڪاب ۾ جڏهن هجرت جي توفيق نہ ٿي ۽ جونپور ۾ رهجي ويا تہ ارادت مندانِ شيخ اوهن جي حلقي ۾ داخل ٿي هميشہ سندن خدمت ڪرڻ پنهنجي مٿان لازم ڪيو هئو. بادشاهہ جي اميراعظم ۽ عالي فطرت خان زمان علي قليءَ جڏهن هجري سن نوسو پنجهٺ ۾

جونپور کي افغانن جي قبضي مان ڪڍي ورتو هو تہ شيخ اوهن جي خدمت ۾ حاضر ٿي گهڻيون ئي ڪجهہ عقيدت جون رسمون ادا ڪيون هيون. هرقسم جي ماڻهن شيخ اوهن جي ارادت اختيار ڪئي هئي. هجري سن نو سؤ ٻاهتر ۾ حقيقي محبوب جي وصال جي مجلس ۾ وڃي داخل ٿيا. خوابگاهہ جونپور ۾ اٿن.

## شيخ عبدالحق حقي تخلص رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ حقي تخلص، قادري مشرب، دهلوي مسڪن، علمن ۽ فنن ۾ ماهر، عالم ارواح ۽ عالم اجسام جي رمزن کان واقف آهن سلمہ الله تعالىٰ. سندن حالات مختصراً هي آهن تہ هجري سن نو سؤ پنجاهہ جي آغاز ۾ حجاز جي سفر جي شوق ۾ پاڻ پنهنجي وطن کان نڪري مالوه جي رستي کان گجرات جي بندر ڏي هليا آيا. هنن ڏينهن ۾ اڪبر بادشاهہ، حاڪم صوبہ مالوه مرزا عزيز محمدالملقب بہ خطاب اعظم خان اجين شهر ۾ قيام پذير هئا. جڏهن پاڻ مرزا جي اجازت سان رستو هلي منڊو (ماندو) ۾ آيا. تہ انهن ڏينهن ۾ راقم گلزار بہ سندن ديدار سان گهڻو ڪجهہ فائدو حاصل ڪيو هو آخرڪار پاڻ گجرات ۾ اهڙي وقت ۾ پهتا جو جهاز جي موسم گذري وئي هئي. مرزا نظام الدين احمد ان صوبي جا بخشي هئا. انهن بي حدالتماس ڪري آئنده موسم تائين ڪين ترسايو، ۽ گهڻي خوشيءَ سان سندس خدمتون انجام ڏنيون. وري جڏهن ٻيو سال آيو تہ الاهي مشيئت جي تحت حرمين شريفين جي طواف کان مشرف ٿيا. اتي مڪي معظمہ ۾ شيخ علي متقي جو خليفو ۽ جانشين عبدالوهاب رهندو هو. ان جي تلقين جي سعادت سان خلعت حاصل ڪيائون ۽ هن بلند مقام جي ٻين بزرگن کان بہ حديث جي ڪتابن جي تصحيح فرمايائون. جڏهن پاڻ واپس پنهنجي وطن مالوه ۾ پهتا تہ خلوت ۽ وحدت جي حلاوت سير ۽ سياحت جو انديشو ٿڌو ڪري ڇڏيو. اڄ تائين هجري سن هڪ هزر ٻاويهہ آهي پاڻ هميشہ صبر ۽ سڪون سان هميشہ طالبان علم وعرفان جي درس ۽ تلقين ۾ مشغول رهي پنهنجا بابرڪت اوقات گذاري رهيا آهن. ۽ الحمدالله پاڻ هن فرصت جي اندر عالم باطن جي پرده نشينن جي تصوير بہ قلم سان لکي تصنيف ڪي معرفت بيانيءَ سان جڳهہ ڏني اٿن. خاص ڪري تذڪره مشائخ جيڪو اخبار

لاخيار جي نالي سان آهي. هن ڪتاب جون خوبيون تعريف جي قالب ۾ سمائي نہ ٿيون سگهجن. جيئن تہ پاڻ هن تذڪري ۾پنهنجي ابن ڏاڏن ۽ عالي مقام قريبن ۽ حضرات مرشدين جا باحقيقت حالات تحقيق ۽ تفصيل سان لکيا آهن. سندن عالي فطرت فرزندان رشيد سڀ جا سڀ دانشوري ۽ سخنداني جي درجي کي پهچي راهہ طريقت تي هلي رهيا آهن. خدا ڪري والد بزرگوار جي سائي ۾ علم ۽ عمل ۾ اڳتي وڌن.

## مولانا محمد رضا رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

پاڻ شڪيبي تخلص ۽ خواجہ عبداصفهانيءَ جا فرزند آهن. فنون معقولہ جي مسئلن جا ڄاڻو ۽ طبقات سلف جي انهن حالات جي بيان ڪرڻ وارا آهن. جيڪي اصحاب سيرو تاريخ جي ڪتابن ۾ لکيل آهن. پاڻ فارسي شعر کي اعليٰ درجي تي پهچائي ان فن ۾ استادي ظاهر ڪندا آهن ۽ جيڪي سندن معنوي خوبيون آهن. اهي الفاظن ۾ نہ ٿيون اچي سگهن. سندن وڏا خواجہ عبدالله ناميءَ جي پاڪ نسل مان آهن. جن جا باڪمال حالات نفحات الانس ۾ حقائق پناهي مولانا نورالدين عبدالرحمن جامي لکيا آهن. خواجہ عبدالله امامي خواجہ امين الدين حسن جا وڏا فرزند آهن ۽ خواجہ امين الدين حسن اهي آهن جن جي مبارڪ نالي تي لسان الغيب خواجہ حافظ شيرازيءَ هڪ غزل لکيو هو.

بيو اهو تہ هجري سن هڪ هزار چار جي شروعات ۾ پاڻ خان خانان جي سپہ سالاري جي ملازمت ۾ دکن کان آيا هئا. مولانا نظيري نيشاپوري بويقلي بيگ انيس ملامحب علي سنڌي. شريف ڪاشمي، ملاڪامي سبزواري ملابقائي، هي سڀ اصحاب ۽ اهل سخن جي ٻي جماعت بہ گڏ هئن. هي سڀ مندو (ماندو) کان لنگهيا جيڪو راقم جو غريب خانو آهي. روحاني شناخت تہ اڳ کان هئي. هي موقعو آيو تہ مٿي ذڪر ڪيل شناسائي غيب جي تهہ خاني مان نڪري وجود جي جلوي گاهہ ۾ آئي. هجري سن هڪ هزار سترهن ۾ وري سندن گذر مندو (ماندو) مان ٿيو. هي اهو وقت هو جڏهن راقم مشائخ وقت ۽ بزرگان عهد جا باصفاحالات لکي رهيو هو. خاص خاص واقعات دريافت ڪيم. فرمايائون تہ:

”هجري سن نو سؤ چوهٺ ۾ ولادت ٿي جڏهن هوش جو زمانو آيو ته ڪجهه علم شيراز ۾ ۽ ڪجهه پنهنجي پيدائش واري جاءِ تي حاصل ڪيم. مطالعي جي ذريعي سان عبارت پڙهڻ ۾ مهارت پيدا ڪيم ۽ جوانيءَ قوت جسماني بخشي ته هندوستان جي سير جي هوا مٿي ۾ پري. دل جي فرمان جي اطاعت ڪري پنهنجي گهر ڪان لار ڪان ٿيندو هرمز آيس. هرمز ڪان بندر جيول جي ٻيڙيءَ ۾ ويهي درياهه پار ڪري ڪناري تي اچي لٿس. هتي سپهه سالاري جي ملازمت جو شوق مونکي احمد آباد گجرات ڏي وٺي ويو. انهن ڏينهن ۾ نواب ڪام بخش دارالخلافته شهنشاهيءَ ۾ هئو. جيئن ته ممڪن ٿيو احمد آباد ڪان روانو ٿي نواب صاحب جي خدمت ۾ پهتس. اچان مون پنهنجي دامن مان رستي جي مٽي به صاف نه ڪئي ته همرڪاب دولت نٿي جي لشڪر ۾ فوراً وڃڻ جو عزم ٿيو. الاهي تائيد شامل حال هئي جو فتح جو منهن نظر آيو. ۽ ان صوبي جي والي مرزا جانيءَ ڪي ساڻ ڪري شاهي دربار ۾ حاضر ٿيس. انهن ڏينهن ۾ دڪن جي لڙائي به حسب مشيئت ايزدي نواب جي خدمت ۾ پوڳٽي هئي انڪري بنا دير اوڏانهن وڃڻو پيو. هجري سن هڪ هزار ڇهه ۾ سهيل مقهور جي لڙائيءَ ڪان پوءِ قرارداد مطابق هتان فارغ ٿي لشڪر سرونج ۾ آيس. اوچتو پيٽ جي رت جي بيماري لڳي. ايتري قدر جو دوست زندگي ڪان نااميد ٿي آخري سفر جوسامان گڏ ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويا. انهيءَ حالت ۾ اهو پڪو ارادو ڪيم ته جيڪڏهن صحت بحال ٿي ته آئنده دنيا جي ڪنهن ڪم ڪي هٿ نه لڳائيندس ۽ آخروي سامان ڪي راهه حجاز ۾ صرف ڪندس. انهيءَ ڏينهن ڪان تندرستي بحال ٿيڻ شروع ٿي جيئن ته تعلقات جو سلسلو بي انتها مستحڪم هو انڪري تدبيرون ڪندي ڪندي منقطع ڪيم ۽ دل ڪي ڪامل طور تي دنياوي گرفتاري ۽ آرائش ڪان نجات ڏنم. وري هجري سن هڪ هزار ٻارهن ۾ حجاز جي سفر جو ارادو ٿيو ٽن سالن تائين دشوارين ۽ سختين ڪان نڪري هي باسعادت سفر سرانجام ڏنم. اتان واپسيءَ ۾ بند سورت جي ڪناري تي لٿس جڏهن برهانپور آيس ته اهائي خانخانان جي محبت جي زنجير آزاديءَ جي پيرن ۾ پئجي وئي. بي اختيار هڪ عرصي تائين ملازمت ۾ جيئن مقدر هو بسر ڪيم. جيئن ته هيءَ ڳالهه تجربي ۾ اچي وئي آهي ته جيڪو ڪم طبيعت جي صفائيءَ سان ڪيو وڃي ان جو تاثير ضرور ٿئي تو لهاذا هجري سن

هڪ هزار اٺويهہ ۾ نواب صاحب منهنجي گوشي نشينيءَ جي درست خواهش جي ڪري آزاديءَ جي اجازت ڏني، ۽ جهانگيري عالي شان دربار ڪان معيشت جي واسطي ڪجهہ حاصل ڪري دهليءَ ۾ گوشي نشيني اختيار ڪئي اٿم."

هاڻي پاڻ صدارت جي خلعت پائي فقراءِ دهليءَ جي خذمت ۾ فروغ دل سان خدا سان مشغول آهن. الله تعاليٰ کين نشاط حضوري نصيب فرمائي.

## شيخ فريد رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ شيخ عبدالحڪيم ابن شاهہ باجن چشتي برهانپوريءَ جا فرزند آهن. فضل ۽ فراست جي نوبهار، رضا ۽ رياضت جا نوروز، ڪشف ۽ ڪرامتن جي ڪتاب جا شاگرد ۽ حالات ۽ مقامات جا صاحب آهن. هوش سنڀالڻ واري زماني ڪان پاڻ مسيح القلوب جي خذمت تي قربان آهن. علمن جي تحصيل انهن جي درس مان ڪري ڪمالات تي پهتا آهن. فارسي ۽ عربي ڪتابن جا اختصار ۽ انتخاب ڪيترائي ڪيا اٿن. پاڻ فارسي شعر درويشانہ چوندا آهن. سندن حالت ڏسي ائين ٿو معلوم ٿئي تہ فڪر جي زبان. شعر ڪي ذڪر ۾ ٿي ادا ڪري. يعني ذاڪر تيڻ شاعر تيڻ ڪان بهتر آهي. اڪثر سرود جي محفلن ۾ ڏٺو ويو آهي تہ پاڻ جڏهن سماع جي وقت وجد ۾ اچي هٿن ڪي جنبش ڏيندا آهن تہ اهل محفل جي چپن تي شوق جو نعرو ۽ متي تي حيرت جو هٿ هوندو آهي. سندن ظاهري صفائي ۽ باطني نور سان ابن ڏاڏن جي معرفت جي چراغ ۾ ازسرنو روشني پيدا ٿي وئي آهي.

مسيح القلوب پنهنجي وڏي فرزند عبدالستار جي پرورش ۽ سندن تربيت گڏ ڪندا آهن ۽ پاڻ بہ پنهنجي مرشد جي نسبت اطاعت ۽ ادب جي مقام ۾ رهندا آهن. خدا ڪري هنن ٻنهين جو اوج ۽ سعادت جا سايہ اثرائتا تين.

## خواجہ علي مسيحي تخلص رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن ولادت احمدآباد ۾ ٿي آهي. قادري سلسلو. حسين روميءَ جا فرزند ۽ گجرات جي وڏن دولتمندن مان هئا. طريقت جي تلقين مسيح الاولياء ڪان تين. راقم سان گهٽي دوستي هئن. رسمي علوم جي ڪليات ڪان آگاهہ

هئا. فارسي زبان ۾ صوفيانہ شعر چوندا هئا. آزاد خيال ۽ فارغ البال هئا. پنهنجي مرشد جي ڪرامتن بابت ڪجهہ لکي راقم ڏي موڪليا هئائون. انهن مان چند بيانن جو خلاصو تہ عبارت ۾ آڻي راقم پنهنجي گلزار جي بهار بنايو. باقي چند بيانن لاءِ عذر ڪري ٻين تذڪري نويسن جي ڪتابت تي ڇڏيم.

رومي نگارخانہ ۾ هڪ هي ڳالهہ آهي تہ سيد محمد قادريءَ جي پٽ سيدعبداللطيف شيخ عبدالرحيم چشتي عادل پوري جي روايت جي حوالي سان فرمايو آهي تہ شيخ عبدالرحيم چوندا هئا تہ هڪ رات اعتڪاف دوران خواب ۾ بيداريءَ جي درميان مونکي ائين معلوم ٿيو تہ چار نوراني شخصن مسيح الاولياءجي وهڻ لاءِ سندن گهر ۾ هڪ تخت رکيو آهي ۽ سندن نالي سان قطبيت جو ترانو ڳائن پيا ۽ مسيح الاولياءمسڪرائيندي فرمائن پيا تہ مون جهڙي شخص کي هن تخت تي وهڻ جي لائق نہ سمجهو. ليڪن هنن ڇئني ڄڻن مسيح الاوليٰ کي تخت تي وهاريو ۽ سڀ ادب سان هٿ ٻڌي خوشيءَ سان مبارڪباد جا آواز بلند ڪيا. جڏهن مان صبوح جو مسيح الاولياءجي خدمت ۾ ويس تہ پاڻ درس کان فارغ ٿي جڏهن خلوت ۾ ٿيا تہ انهيءَ ئي خواب کي پاڻ ٻڌايائون ۽ مون الله جلشانہ جو شڪر ادا ڪيو تہ منهنجو خواب پريشان خوابن مان نہ هئو.

## شيخ ڪاجا رحمۃ اللہ علیہ جي ياد ۾

سندن نالو الهداد آهي ۽ اغوان نسل مان آهن. بي خودي، بي نيازي ۽ آزادي سندن شعار آهن. جڏهن جوان هئا تہ پاڻ ڪافي عمر سپاهگيريءَ ۾ گذاريائون انهن ئي ڏينهن ۾ هڪ حسين عورت تي بہ نظر وجي پئي هئن ۽ ان تي پاڻ نگاهہ جا اسير ٿي پيا هئا. مجازي محبت جو غلبو ظاهري روزگار جي سبب کي ڇڏڻ جو سبب ٿيو ۽ آهستي آهستي نوبت جذب تي وڃي پهتي. سارنگ پور مالوه ۾ رهندا آهن. ماڻهو هميشہ سندن خدمت ۾ ويندا آهن ۽ اهڙا عجائبات ڏسندا آهن جو ڇڻ تہ ڪرامتون آهن. پاڻ جذب جي شراب ۾ مست ۽ ميخانہ آزادگيءَ ۾ مدهوش آهن. جڏهن راقم سندن حالات لکڻ لاءِ وقت جي عارف سيد مولانا محي الدين سارنگپوري جي خدمت ۾ ياد ڏياريو تہ مولانا صاحب سندن اسرار ڪجهہ اهڙا لکيا جيڪي تعجب خيز هئا.

## شيخ داؤد شطاري رحمة الله عليه جي ياد ۾

سندن والد بزرگوار جو نالو خان محمد آهي. سندن حقيقت حال صبر ۽ شڪر جي مرتبي کان مٿاهين آهي. راقم سندن حال ڇا بيان ڪري. پاڻ شهر ۽ جهنگل کي بغير تفاوت جي هڪ سمجهندا آهن. درويش ۽ تونگر ۾ فرق نہ ڪندا آهن. آباد ۽ ويران کي هڪ ڄاڻندا آهن. سيني سان ڪشاده پيشانيءَ سان پيش ايندا آهن. احتياج کي ظاهر ڪرڻ طريقت جو ڪفر سمجهندا آهن. ايثار ۽ نثار کي فرض سمجهندا آهن. سندن پير خرقہ ۽ پير صحبت محمود العواقب شيخ جلال محمود شطاري آهن. عين جوانيءَ ۾ ترڪ ۽ توبهہ جي توفيق حاصل ٿين ۽ رهنما بزرگ جي تلاش ۾ گهر کي ڇڏي سفر اختيار ڪيائون. هرهڪ آبادي ۽ ويراني ۾ پهچي انهن بزرگن جي ملازمت حاصل ڪيائون. جيڪي طالبن جي هدايت تي مامور هئا. ڪنهن بہ شخص جي ديدار سان ڪين تسلي نہ ٿي. اهڙي طرح گهمندي گهمندي شهر مندو (ماندو) ۾ آيا ۽ ازلي عنايت جي پاڇي ۾ رستو محمود العواقب جي خدمت ۾ ملين ۽ پهرئين ئي ملاقات ۾ دلبستگي محسوس ڪيائون. پوءِ حق شناسيءَ جا آثار روزبروز وڌندا ويا. چنانچہ تمام ٿوري عرصي ۾ اذڪار ۽ اشغال جي تعليم ۽ مراقبن جا نشيب وفراز طئہ ڪري شطاري راه کان آشنا ٿيا. ٿن سالن ڪانپوءِ محمود العواقب صورت جو برقعو حقيقت جي چهري کان پري ڪيو ۽ سندن آفتاب عمر وارو غروب ٿي ويو. وقت جي تقاضا مطابق مرشد جي گهر ۾ رهيا. جڏهن حضرت غوث الاوليا جي زيارت ۽ عالي قدر مخدوم زادگان جي ملازمت جو شوق پيدا ٿيو تہ پاڻ باطني جذبات سان گواليار ڏي روانہ ٿيا. اتي پهچي ڪافي سالن تائين شيخ عبدالله ۽ شيخ ضياءُ الله جي صحبت سان الاهي معرفت جو فيض حاصل ڪيائون. انهي دوران صوبي دهلي ۽ ٻين ڪيترن ملڪن جي سيرو سياحت ڪري شهرن جي دانشورن ۽ صحرا ۾ رهندڙ خدا پرستن جي ديدار سان باطني سڪون حاصل ڪيائون ۽ قلب جي صفائيءَ جي بدولت وحدت جي سرچشمي جي ڪناري کان ڪاميابيءَ سان سيراب ٿيا. تقريباً ويهن سالن کان پوءِ هجري سن هڪ هزار اٺويهہ ۾ پير بزرگوار جي زيارت جو خيال آيو چنانچہ

پاڻ منڊو (مانڊو) ۾ آيا هتي تقريباً هڪ سال گذارڻ کانپوءِ وري گواليار هليا ويا جڏهن گواليار پهتا تہ حضرت غوث الاولياءِ جا جانشين شيخ عبدالله کي مرض الموت ۾ مبتلا ڏٺائون ۽ ڏهن ڏينهن کانپوءِ شيخ عبدالله آخري سفر ڏي روانہ ٿيا. پاڻ ڪجهہ ڏينهن تہ شيخ عبدالله جي فرزندن ۽ ملازمن سان افسوس ڪندي گذاريا پوءِ اجازت وٺي منڊو (مانڊو) ڏي آيا. هجري سن هڪ هزار ايڪيهن ۾ ذي القعد جي مهيني ۾ پنهنجي شهر مالوف ۾ داخل ٿيا. جيڪو سندن ظاهري ماجرا جو خلاصو هو اختصار سان لکيو ويو ليڪن سندن باطني حقيقت جيڪا ڪجهہ بہ آهي ان جي بيان ڪرڻ جي طاقت قلم ۾ ناهي.

## شيخ اويس پور غوث الاوليا رحمة الله عليه جي ياد ۾

پاڻ ڦوهہ جوانيءَ ۾ عربي زبان جي مهارت حاصل ڪري ظاهري علم جي تحصيل ڪئي ۽ سلوڪ جي رستي ۾ قدم رکي پنجن ئي جوهرن کي جيڪي هي آهن (1) عبادت (2) اوراد (3) دعوات (4) اذڪار (5) اشغال. عمل ۾ آڻي چڪا آهن ۽ پنهنجي سيني وقتن کي مشائخن جي معمولي ڪمن ۾ ورهائي هڪ منٽ بہ بيڪار نہ ٿا وڃڻ ڏين. احمد آباد جي مسجد ۽ خانقاهہ سندن والد بزرگوار جي تعمير ڪرايل آهي ان کي ظاهري ۽ باطني مرمت سان معمور رکن ٿا. سندن طبيعت اخفا دوست واقع ٿي آهي. انهيءَ مشهوري جي مقابلي ۾ گمنامي کي اختيار ڪيو آهي. ظاهر ڪرڻ وارين رسمن کي دل ۾ داخل ٿيڻ ئي نہ ٿا ڏين. سندن والده ماجده افضل و اعلم روزگار امير شاهہ مير شيرازيءَ جي سادات نسل مان آهي جنهن بزرگ سلطان محمود جي سلطنت جي زماني ۾ گجرات ۾ اچي جانپانير ۾ قيام فرمايو هو. امير شاهہ مير، صدرالدين محمد شيرازي ۽ مولانا جلال الدين محمد دواني هي ٽئي بزرگ هڪ ئي زماني جي مجلس ۾ صدر نشين هئا. جڏهن راقم گلزار هجري سن هڪ هزار ٽن ۾ وجيہ الملتہ جي روضي مبارڪ تي حاضري ڏيڻ لاءِ خانديس کان احمد آباد ويو هو. تہ ان وقت شيخ اويس سان مليو هئس حالات بيان ڪرڻ جي سلسلي ۾ گذارش ڪيم تہ عام مشائخ ۽ خاص ڪري هندستان جي باڪمال احوال جمع ڪري تاليف جو خيال هڪ مدت کان دل ۾ اچي رهيو آهي. دعا

سان امداد فرمايو. پاڻ دعا ڪندي فرمايائون تہ اگرچہ هي منصوبو دير سان ظاهر ٿيندو ليڪن تمام سنو ٿيندو. اهوئي سبب آهي جو ڏهن سالن تائين هن مسوده کي تيار ڪرڻ لاءِ قلم کڻڻ جي توفيق ئي نہ ٿي. آخر جڏهن هجري سن هڪ هزار چوڏهن ۾ شيخ ابوالخير مبارڪ خضر جن جي پيشانيءَ مان فلاح ۽ اخلاق جا گهڻا آثار ظاهر هئا. بطريق سفارت مرزا شاهہ رخ والي ملڪ برخشان جي ملازمت ۾ وڃڻ لاءِ اجين مالوهہ ۾ آيا تہ غوثي بہ انهن ڏينهن ۾ مولانا ڪمال محمد عباسي جي عرس جي واسطي اجين ويو هو. جيئن تہ شيخ ابوالخير مبارڪ خضر کي راقم جي مٿئين ارادي ۽ ان جي آغاز ۽ انجام پذير نہ ٿيڻ جي خبر هئي. ان ڪري ملاقات ۾ ڪامل آرزو ۽ اخلاص سان زماني جي بيوفائي ۽ عمر جي ڪوتاهي وغيره گهڻيون ڳالهيون ڪري هن جي اهتمام واسطي راقم کي آماده ڪيو. جيئن تہ اهتمام تي آماده ڪرڻ واري شيخ ابوالخير جي گفتار الاهي تقدير جي موافق هئي تہ ڪوشش جو دامن خدمت گذاريءَ جي هٿ پڪڙي ورتو ۽ شيخ جي همٿ ۽ امداد جي برڪت سان پهريون نسخو ٻن سالن اندر ڪتابت جي صورت ۾ آيو ليڪن ان جي تصحيح ۽ صاف ڪرڻ ۾ وري اٽڪاءَ جي شڪل پيدا ٿي آخرڪار مسيح القلوب جي پيغام ۽ زباني تازيانہ جيڪي پرپٺ ۽ روبرو وقت بہ وقت لڳندا رهيا اهي تازيانہ صحيح قلم جي روانيءَ جو سبب بنيا ۽ مسيع القلوب جا تاثير سان پريل انفاس جي برڪت سان بياضي نسخو هجري سان هڪ هزر ٻاويهہ ۾ رجب مهيني ۾ پورو ٿيو هن ماجرا بيان ڪرڻ جو مطلب هي آهي تہ فرزند غوث الاولياء (شيخ اويس) جي فرمان موجب هن مجموعي کي فراهم ڪرڻ جي تخم نما انديشي، نوبهار زبان جي امداد ۽ دوستن جي مدد سان ڪاغذ جي صفحن تي هن باغيچي ۾ ارڙهن سال ڪانپوءِ وڻ وانگر ظاهر ٿيو.

سيني قسمن جا حمد ۽ تعريفون الله جلشانہ جي واسطي آهن جيڪو معين آهي ۽ ان جو حسن ديدار انهن اصحابن جي واسطي آهي جن انلاءِ ڪوشش ڪئي. جيئن الله تعالىٰ جو قول آهي تہ جيڪو شخص آخرت جو طالب هجي ۽ آخرت جي واسطي جهڙي ڪوشش ڪرڻ گهرجي اهڙي ڪوشش بہ ڪري ۽ اهو ايمان بہ رکندو هجي تہ اهي ئي ماڻهو آهن جن جي محنت الله وٽ مقبول ٿيندي. جنهن شخص حقيقت ۾ آخرت گهري ان جي نشاني اها آهي تہ آخرت

جي لاءِ ڪوشش ڪري ۽ آخرت جو ارادو آخرت جي عمل کان خالي هوندو تہ هي صرف تمنائي ارادو آهي.

قولہ تعاليٰ وهو مومن ۽ اهو ايمان بہ رکندو هجي يعني عاقبت جي باري ۾ جيئن اهو ايمان رکندو آهي حال ۾. اهو چئي ٿو سگهجي تہ اهو ايمان رکندو هجي هن طرح جو ان جي نجات فضل الهيءَ سان وابستہ آهي نہ ان جي سعي سان.

چوندا آهن تہ سعي مشڪور اها آهي جيڪا مقبول هجي ۽ قبول سان گڏ زياده هجي. جيئن بندي جو صدقو مقدار صدقہ کي وڌائي ٿو ۽ زياده ڪري ٿو. اهڙي طرح بندي جي طاعت جڏهن بندو شڪرگذار هجي تہ نتيجو طاعت کي وڌائي ٿو ۽ زياده ڪري ٿو.

## شيخ حسن ابن موسيٰ احمد آباديؒ جي ياد ۾

پاڻ راقم گلزار جا والد بزرگوار آهن. ڪلام مجيد جا حافظ ۽ رسمي علم جا عالم هئا. سندن والد بزرگوار کين چار سال عمر ٿيڻ ڪانپوءِ استاد جي سپرد ڪيو. انين سال ۾ ڪلام رباني حفظ ڪيائون. ۽ رسمي علمن جي تحصيل ۾ مشغول ٿي ويا. انهن ڏينهن ۾ سندن والد بزرگوار جو موسوي روح پرواز ڪري عالم ارواح ڏي هليو ويو. جنهن سبب جي ڪري سندن همٿ، جميعت ۽ ڪوشش جي چارديواري ۾ ڏار پئجي ويا. بس پاڻ نحوفقہ ۽ حديث ڪانسواءِ ڪجھ تحصيل نہ ڪري سگهيا. سيد جلال ابن سيد احمد جعفر رفاعي جي خذمت ۾ رهي بيعت ڪري سندن خانقاه ۾ رهندا هئا. هجري سن نو سؤ ايڪيتاليھ ۾ جڏهن سندن عمر چوويھ سال هئي همايون بادشاه گجرات فتح ڪرڻ لاءِ لشڪر ڪشي ڪئي هئي. ۽ سلطاني خيما احمدآباد ۾ اچي ڪوڙياهئائون. هن صوبي جو حڪمران سلطان بهادر دريا پار ڪري ڀڳو. انهن حادثات جي ڪري گجرات جي باشندن تي پريشانين جا پهاڙ ڪري پيا انڪري سندن پريشانيون بہ وڌنديون ويون آخرڪار پاڻ همايوني لشڪر سان گڏ خانديس کان هلي مالوه جي طرف آيا. شهر مندو (ماندو) جي ويجهو هڪ ڳوٺ لونهره نالي ۾ قيام ڪرڻ جو ارادو ڪيائون. چنده ڏينهن تائين رسمي سببن کي هٿ بہ نہ لڳايائون. صرف ظاهري توڪل تي گذران ڪيائون ۽ نوباره

نالي عمارت ڳوٺ ۽ آباديءَ کان پري آهي ان ۾ پاڻ قيام فرمائي راتين جو جاڳي ڏينهن کندا هئا ۽ ڏينهن جو آباديءَ ۾ اچي زماني کان آزاد ماڻهن جي صحبت ۾ گذاريندا هئا. جيڪو لقمو بغير سوال جي ملندو هو اهو کائيندا هئا. آخر روزيءَ لاءِ لاچار ٿي هيءَ تجويز ڪيائون جو رات جو ڪاغذ جو ڏنڊو ڪرڻ وارن جي محلي مان قرض تي ڪاغذ خريد ڪري اهو فروخت ڪري گذر اوقات ڪندا رهيا. انهيءَ پيشي جي ذريعي رزق جي وسعت جو دروازو کليو ايتري قدر جو انهيءَ ملڪ جي سيني سوداگرن جي معاملات جو انحصار سندن مشوره تي پيو. دوستن سندن اڪيلائي کي محسوس ڪندي سندن شادي خانہ آبادي ڪرائي ان ڪانپوءِ پاڻ مستقل طرح اچي منڊو (ماندو) ۾ رهڻ لڳا. ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ هڪ فرزند پيدا ٿيو جنهن جو نالو نور محمد رکيو ويو ۽ ٻن سالن جي عمر کي پهچي گذاري ويو. ان ڪانپوءِ هڪ وڏي عرصي تائين ڪنهن بہ پٽ جي اولاد ٿيڻ جي خبر نہ ٻڌائون. هجري سن نوَ سوَ سٺ ۾ شيخ ميان جيو ﷫ جيڪو سيد جلال ابن سيد احمد جعفر جو مريد شيخ صدرالدين ذاڪر جو خليفو ۽ راقم گلزار جو مامون آهي تجارت لاءِ احمد آباد گجرات ويو هئو. هڪ دفعي جمع جي رات پنهنجي پير جي روضي ۾ ويا ۽ مراقبي ۾ گوڏن تي ڪنڌ رکي محو ٿيا ان ارادي سان تہ منهنجي پيڻ جيڪا ٻارهڻ کان نا اميد ٿي وئي آهي ان لاءِ هن بزرگوار جي برڪت سان اميدواريءَ جي خوشخبري ملي. عالم مثال ۾ ڪين نظر آيو تہ هڪ نهايت منور فانوس سندن هٿ ۾ ڏنو ويو آهي جنهن جي روشنيءَ سان ان جاءِ تي آسانيءَ سان پهچي ويو آهيان جتي پهچڻو هو ليڪن رستي جي ناهمواري تاريڪي ۽ خوف جي ڪري نہ پئي پهچي سگهيس. الله جل شانہ جو شڪر حد کان گهڻو ڪيائون. شيخ ميان جيو جڏهن وطن واپس آيو تہ انهيءَ بشارت سان پيڻ جي غمگين دل کي مسرور ڪيائين ۽ انهيءَ واقعي جي تعبير جيڪا تقدير جي موافق هئي راقم گلزار جي علمي صورت کي جمع جي رات تاريخ يارهين رجب هجري سن نو سوَ ٻاهٺ ۾ عنصري لباس پارايو.

انهيءَ خوشيءَ کي عزيزن قريبن ڏوم ڏام سان ملهايو ۽ نالو محمد رکيو ويو ۽ گهر جا ڀاتي محبت ۾ تعظيم سان راجہ محمد چوڻ لڳا. هندي لغت ۾ راجہ شاهہ کي چئبو آهي ۽ والد بزرگوار يعقوبي محبت سبب يوسف نالو رکيو. جيڪو ڪجهہ نقد جنس وغيره هئو سڀ ڪليل دل سان معززن جي تواضع وغيره

۾ صرف ڪيو ويو ۽ هن همت آزما خوشيءَ ۾ مال لٽائڻ جو جيڪو ٻنهين هٿن سان ڪرتب ڪيو ويو اهو هڪ مثالي هو ۽ ان ڪانپوءِ پاڻ مال متاع گڏ ڪرڻ لاءِ ڪڏهن ٻه پيچ ڊڪ ڪري پنهنجا پير ميرا نه ڪيا. جڏهن راقم جي عمر تقريباً پنج سال ٿي ته زماني جي گردش سان سلطنت ۾ تبديلي آئي. انهيءَ شورش جي سبب ڇا سوداگر ڇا سپاهي، سڀ جا سڀ هجرت ڪري هليا ويا ۽ پاڻ گوشي نشيني اختيار ڪيائون.

سندن واپسي سفر جمع جي رات تاريخ چوڏهين صفر هجري سن نو سؤ ٺيهتر ۾ ٿيو. انوقت تائين ڪنهن ضرورت يا حاجت لاءِ پنهنجي گهر ۽ مسجد ڪانسواءِ بازار يا ڪنهن ٻه گهر ڏي نڪري نه ويا.

## مصنف گلزار جا حالات

پنجن سالن جي عمر ۾ منهنجي مامي (شيخ ميان جيو) مونکي شيخ ڪمال الدين قريشيءَ جي مڪتب ۾ داخل ڪيو. هنن ٻنهين بزرگن جو احوال چوٿين چمن ۾ گذارش ٿي چڪو آهي. انين سال جي آغاز ۾ تجويد قرآن نصيب ٿي. پوءِ فارسي خوانيءَ ۾ ڪوشش ڪئي وئي. جڏهن زبان داني جي ڪوچي ۾ هلڻ سکيم ۽ عمر يارهن سالن کي پهتي ته والد صاحب جن جي رحلت جو وقت آيو. هلڻ وقت فرمايائون ته منهنجي دل ۾ اهو خيال هو ته هن پٽ کي هوشيار ۽ دانا دلين جي خذمت ۽ اهل علم عالي فطرت وارن کان پري نه رکندس ته جيئن گوناگون فنن ۽ مختلف قسمن جي علمن جي تحصيل ۾ سرگرم ٿي تقديري جوهر کي متاهين درجي تي ظاهر ڪري. ليڪن اُخروي سفر پيش اچڻ سبب اهو خيال ظاهر نه ٿي سگهيو ۽ دل جا ارمان دل ۾ ئي رهيا. هي بلڪل سچ آهي ته پنهنجي پنهنجي قلبي نقش جي قراردار کي زباني تقرير ۾ اهڙي خوش اسلوبيءَ سان ادا ڪيو جو ٻڌڻ واري کي بانسريءَ وانگر اندران خالي ڪري پنهنجي با اثر ترنم سان مالا مال ڪري ڇڏيو ۽ راقم جي دل ۾ استحڪام سان اها ڳالهه ويٺي ته جيڪڏهن تقدير تدبير سان موافق اچي ته والد ماجد جي قائم ڪيل خيال مطابق ڪار بند ٿي انهيءَ ڪم کي مان اهڙي طرح انجام ڏيان جيئن پاڻ گهرن پيا ته جيئن سندن روح انهيءَ تعلق کان آزاد ٿي آسودگيءَ سان بهشت ۾ خرامان خرامان گهمي.

آخرڪار سواءِ انهن چند ڏينهن جي جيڪي لوازم سوگواري ادا ڪرڻ ۾ گذريا

راقم هڪ ساهہ بہ طلب علم جي رستي تي هلڻ ۾ خالي نہ ڇڏيو. حالانڪ والده ماجده ناخوش رهندي هئي شايد اهو حال ڏسي تہ مان درويش جي خدمت ۾ مدرسن جي ملازمت کان دل برداشتہ ٿي دنيا دارن جي ڪم ۾ الجهي وڃان ۽ انهيءَ ئي خيال سان مونکي سترهن سالن جي عمر ۾ شادي بہ ڪرائي تہ شايد ان زنجير جي سبب هي علم و ادب لاءِ جيڪا آمدرفت رکي ٿو ان ۾ سست ٿي ويندو. ليڪن ان جنتر منتر بہ ڪو ڪم نہ ڪيو ۽ اُها استغراقي حالت جيڪا معرفت جي تحصيل لاءِ هئي ان ۾ وار برابر بہ فرق نہ آيو. جڏهن ويهن سالن جي عمر ٿي تہ ظاهر ۾ جيڪا تونگري هئي اها هزار حصہ زياده ٿي باطن ڏي متوجہ ٿي ۽ فقر ۽ نيستي جنهن دل جي اندر ادراڪ ۽ علم جو دامن هٿ سان پڪڙي رکيو هو. صرف ڏهون حصو باقي رهي ۽ باقي معاش جي ذريعي سان لٽڪي پئي. ايتري قدر جو ڏينهن جو اڪيلو ۽ لڪي وڃي جهنگ مان پن ۽ گاهہ آڻيندو هئس ۽ ان ذريعي سان ذريعہ معاش فراهم ڪندو هئس ۽ رات جو گهر ۾ اندر دل جي روشني چراغ جو ڪم ۽ هٿن جي ٽٽول بينائيءَ جي نيابت ڪندي هئي. آخر منهنجي هن استغنا ۽ بي نيازيءَ جي سبب ڪجهہ ماڻهو تاجرن سان منهنجي ملاقات ڏسي مونکي مالدار تاجر سمجهڻ لڳا. ڪي ماڻهو منهنجي موزون طبيعت ڏسي مونکي پئسا ڪمائيندڙ شاعر سمجهندا هئا. ڪي ماڻهو جوهرين سان منهنجي ملاقات ۽ همراهي ڏسي مون کي ڪيمياگر تصور ڪندا هئا. گهڻا ماڻهو منهنجي آشنائيءَ دولتمندي سان ڏسي مون تي انهن کان فائدا حاصل ڪرڻ جو گمان ڪندا هئا ۽ ڪي ماڻهو آفيسرن سان منهنجي امداد ڏسي مال گذاريءَ جي ڪمن ۾ شريڪ سمجهي مونکي مرتشي چوندا هئا. مطلب تہ لباس پرست ماڻهن جي نزديڪ هر قسم جي ماڻهن سان انهن جي صورتن ۾ منهنجي آميزش انهيءَ قسم جي گمانن ۽ خيالات پيدا ڪندي هئي. ليڪن جيڪي رازدار ڪرم دوست هوندا هئا انهن سان رازداريءَ جون ڳالهيون ٿينديون هيون ۽ مان هميشہ تسليم ۽ رضا جي گلستان ڪي انهيءَ تصور جي بهار سان قائم رکندو هئس.

سڀ تعريفون انهيءَ ذات لاءِ آهن جنهن هن گذريل واقعي ۾ اصحاب صفہ رضي الله عنهم جي اوصافن سان مون کي متصف فرمايو ۽ عام مفهوم ۾ اتباعَ شامل ڪيو ۽ هزارين شڪرن جو باعث بنايائين. گهڻو تعجب جي ڳالهہ اها آهي تہ مهمان داري ۽ مروت وغيره پنهنجي ۽ پراڻي سان آشنا ۽ بيگاني سان معاملو جهڙي طرح والد بزرگوار جي زماني ۾ ۽ فراغ دستيءَ جي وقت ۾ هو بلڪل ساڳي طرح رهيو. ايزدي پوشش جي وسيع پرده داري جي ستائش ڪان

ڪيئن ٿو الڳ ٿي سگهان جو ان وقت بي وقت ڪمال ضرورت جي موافق نقد ۽ جنس من حيث لايحتسب عطا فرمائي. ڇو تہ جيڪڏهن سابقہ طريقي تي ڪو ڪم نہ ٿو ڪيو وڃي تہ ناداري ۽ درويشيءَ جي منهن تان نقاب دور ٿي ٿو وڃي. العياذ باللہ ڪڏهن قدم لڙڪڙائيندو هو جو عزيزن ڏي رخ ڪندو هئس حالانڪ معاشي زندگي بہ نہ هوندي هئي. پر من يؤت الحکمتہ فقد اوتي خيراً ڪثيراً جي پيشگاهہ ڪان ثم رددنہ اسفل سافلين. جي گمراهيءَ جي ڪڏ ۾ وڃي ڪرندو هئس. پوءِ تقديري ڪرشمي سان ان دشوار زماني ۾ والده ماجده جي خوشنوديءَ جو باعث آهي جو مقلب القلوب مدد فرمائي جو ماءُ پنهنجي پٽ ڪي درويشي اختيار ڪرڻ تي دلاور ڪيو جنهن جي ڪري خدا شناسي ۽ علم جي تحصيل جي شاهراهہ ۾ اڳي ڪان وڌيڪ استواري سان قدم رکيم.

اللہ جلشانہ جو بہ عجيب شان آهي. جنهن خوف نما شورش والده ماجده جي دل جي تنگيءَ جي سبب جنهن پٽ ڪي متي ڪان پيرن تائين گهيري ڇڏيو هو ان جو اجان پورو پورو انڪشاف نہ ٿيو هو تہ هڪ وبال ۾ گرفتار ٿي ويس. يعني اڪ هڪ خوبصورت جي ديدار سان نگاهہ گرم ٿي ۽ هڪ وڏي عرصي تائين طرفين ڪان سوال جواب جو ڪم ڪن ۽ زبان جي بجاءِ نگاهہ ڪندي رهي. هن آفت جي نازل ٿيڻ سان ڪونين جا اسباب ۽ پنهين جهانن جي ڪاميابي حاصل ڪرڻ ڪان دل سرد ٿي وئي. صدرالذاڪرين شيخ صدرالدين محمد شمس ذاڪر. بروده (بڙوده) گجرات ڪان غوث الاوليا جي آستانہ بوسيءَ جي واسطي گواليار ويا هئا. هتان انهن ڏينهن ۾ تاج العرفاشيخ سراج الدين خان پنهنجي پير صدر الذڪرين جي خذمت مان واپسيءَ جي اجازت وٺي براستہ مالوه پنهنجي واطن وڃن پيا جڏهن شهر مندو (ماندو) مان گذر ٿيو تہ راقم گلزار جي گهر ۾ نزول فرمايائون. راقم ڪي سوز عشق ۽ شوق ۾ بلڪل مستغرق ڏٺائون. هڪ رات منهنجو هٿ پڪڙي مريد ٿيڻ جي دعوت ڏنائون. جيڪا مون بہ قبول ڪئي ۽ رسمي بيعت ٿي وئي. مونکي ڏسي منهنجا گهڻا هم عمر بہ مريد ٿيا. تاج العرفا عرض ڪرڻ تي ٻہ ٽي ڏينهن مهمان رهي وطن واپس ٿيا. ۽ هاڻي اصل واقعي ڏي ٿا اچون تہ اجان هڪ سال بہ نہ گذريو هو تہ ان حسينہ جي مڙس جو ارادو دارالسلطنت آگري جي سفر جو ٿيو. راقم ڪي ڪوبہ اهڙو بهانو نہ مليو جو سفر اختيار ڪري انڪري لاچار گڏ وڃي نہ سگهيو. صبر ۽ سڪون جي ديوار سان تڪيو لڳائي ۽ تحمل جي ران تي متو رکي جدائي جو غم ۽ بي انتها بار حوصلي سان

براداشت ڪندو رهيو. جيڪو گاه جي ڪک جو وزن بہ نہ ٿي کڻي سگهيو. ڪجھ عرصي تائين خون جگر پي عمر گذاري. آخرڪار معلوم ٿيو تہ محبت جي درد ۽ دوريءَ جي تڪليف جي واسطي نصيحت جون گوليون- شرم جو لعوق- وطن دوستي جو ضماد- والده جي ديدار جو شربت- هم نشينن جي مفارقت جو داغ، عزت جي معجون، عقل جو ترياق- طعنن جو نشتر هي سڀ شيون فائدو پهچائيندڙ نہ آهن ۽ ڪنهن بہ قسم جي انساني تعويذ يا صدقي ۽ خيرات سان هن درد ۽ تڪليف کان نجات جي صورت ممڪن نہ آهي. لاچار هيءَ ڳالهہ دل ۾ آئي تہ جيڪا سمت مسافر جي آهي انهيءَ طرف آوارگيءَ جو سامان ڪرڻ گهرجي. اهي خيال اڃي رهيا هئا تہ صدرالذاڪرين بہ غوث الاولياءِ جي روح پر فتوح کان ۽ ان جي حقيقي جانشين شيخ عبدالله قدس سرهما کان رخصت ٿي مالوه جي رستي کان گجرات ڏي واپس آيا جيڪو سندن وطن آهي. جڏهن منڊو (مانڊو) پهتا تہ غريب خاني کي پنهنجي بابرڪت قدمن سان سعادت خانو بنايائون. راقم پنهنجا گذريل واقعات، علم حاصل ڪرڻ جي ڪيفيت ۽ والد ماجد جا وصيت جي وقت زبان مان نڪتل الفاظ ۽ ان جي تعميل ۾ جيڪي واقعات پيش آيا ۽ برداشت ڪرڻا پيا. عشق جي بلا ۾ مبتلا ٿيڻ جي ماجرا جدائيءَ جي آفت همراه نہ وجي سگهڻ جو ڏک ۽ انهن حالتن جي ڪري جو ڪجھ ٿي گذريو ۽ انهيءَ دوران شيخ سراج الدين جي پهچڻ ۽ پنهنجي مريد ٿيڻ جي ڪيفيت ۽ ان سلوڪ دوران جيڪي ڪجھ ٿيو عرض هي سڀ حالات هڪ هڪ ڪري تفصيل سان ان بزرگ جي سامهون عرض ڪيم. صدرالذڪرين فرمايو تہ جيستائين آب وگل جي دوري (ظاهري بعد) وچ ۾ هو. تيستائين تنهنجي سراج الدين سان ارادت صورت ۽ معنيٰ جي اعتبار سان سراج ۽ صدر جي وچ ۾ تقسيم هئي. جڏن تقسيم جو سبب جيڪو مڪاني بعد آهي باقي نہ رهيو تہ اهانسبت بہ جيڪا صورت جي اعتبار سان هئي صدر جي طرف ٿي موٽي آئي. هتان ظاهر ٿيو تہ جنهن شخص جو شيخ زندهہ هجي ان شخص جو مريد جيستائين شيخ (ڏاڏا پير) کان پري آهي تيستائين صدالذڪر شيخ ڏاڏا پير سان ارادت معنيٰ ٿو رکي ۽ جڏهن اهو مريد شيخ (ڏاڏاپير) جي صحبت ۾ پهچي ٿو وجي تہ ظاهري تصرف بہ انهيءَ شيخ (ڏاڏا پير) جي طرف موٽي ٿو اچي. ۽ اهو شخص (مريد جو اصلي پير) هن معاملي ۾ محض سفير رهجي ٿو وجي.

دريش جي اعيان ثابتہ (صور علميہ) جي بہ عجيب سعادت آهي. جو وطن ڏي موٽندڙ مسافر جنهن جو هڪ ڏينهن جو قيام بہ ڪنهن ذي عزت

صاحب جي التماس يا ڪنهن مانع جي پيش اچڻ سان ئي ظهور پذير ٿي سگهي ٿو. مسبب الاسباب ان بهاني ڪان سواءِ ئي هڪ سال رهڻ جي توفيق عطا فرمائي، ۽ ان جي زبان ڪي هن دل نواز بيان سان شڪر فشان ڪيو تہ هن شهر ۾ قيام ان نيڪ مزاج جوان جي خوشقسمتيءَ منهنجي حق ۾ ڪري ڇڏيو آهي. ۽ مسافر جي معنوي تصرف جي عجب ڪرامت آهي، جو ڪوچ جو ارادو ڪرڻ وارو مهجور جيڪو سفر تي ويل پنهنجي دلدار جي پنيان آوارگي جو ارادو رکندڙ هو. ايترو تہ عرصہ دراز تائين پنهنجي ملازمت ۾ مشغول رکيو. باوصف ايترو جو پراگنده دلي ۽ پريشان خاطري جي باوجود ان جي ادراڪ جي دهي ڪي پنجگانہ جواهر جي اسرار سان مالامال ڪيو جيڪو حضرت غوث الاولياءَ جي عمده تصنيف ۾ ڇاٽايل آهي. ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ دل تي ڏڪ هڻندڙ هڪ خبر صدر الذاڪرين ڪي پئي تہ "گجرات وڃڻ جو پراڻو عزم جيڪو ضمير جي تهخاني ۾ اندر خاموش هو، بيدار ٿيو. مرغ دل ڦتڪيو ۽ دماغ چڪرائجي ويو. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو ڪالبد جي قفس ڪي جنبش ٿي. لاچار سڪون جو پلڙو سفر جي پلڙي ڪان هلڪو ٿي پيو. صدرالذاڪرين محمود العواقب مسعود المآرب شيخ ظهورالدين محمود جلال ڪي درويش جي باطني پرورش لاءِ هميشہ مندو ۾ رهڻ جي اجازت ڏني.

مسبب الاسباب جي الطاف جي ستائش ڪان ڪيئن ٿو پري رهي سگهان جو جن ڏينهن ۾ ظاهري ۽ باطني حواسن جي يائرن منهنجي روح جي يوسف ڪي نفساني هوا ۽ هوس جي ڪوهہ ۾ وڌو هو انهن ڏينهن ۾ صدرالذاڪرين جي دل ۾ پنهنجي وطن ڪان حضرت غوث الاولياءجي زيارت جو عزم قائم ڪري گواليار روانو ڪيو، ۽ پوءِ قافلي وارن وانگر گواليار ڪان براستہ مالوه ڏي موٽائي هن تباهہ ڪاريءَ جي ڪوهہ ۾ ٻڏل شخص جي مٿان آٽي بيهاريو تہ جيئن صدر الذاڪرين توجہ جي ڏول ۾ تلقين جي رسيءَ سان غرق ٿيل ڪي مجازي گرفتاريءَ جي ڪوهہ مان ڪڍي ۽ مصر حقيقت جي طرف رهنمائي فرمائي. هاڻي راقم اميدوار آهي تہ اهوئي مسبب الاسباب وري رياستن جي صاحب ڪي مهربان ڪري جو هن گرفتار جي حق ۾ ٿورو توجہ فرمائي انانيت جي قيد خاني مان آزادي بخشن ۽ خلافت جي تخت جي ڪرسيءَ تي پهچائي ڇڏن ۽ مٿي ذڪر ڪيل يائرن ڪي سجدو ڪندڙ بنائين. سبحان الله هن ڪم لاءِ

ڪيتري قدر اسباب انگيزي ۽ پرده داري ڪم ۾ آندي وئي آهي. انهيءَ معنيٰ ۾ ئي ڪنهن چيو آهي تہ رُب ساع لقاعد ترجمو: هڪ وهڻ واري لاءِ ڪيترائي خذمت ڪرڻ وارا هوندا آهن.

اهو تہ سڀ ڪجهہ ٿيو، پر اها پراڻي پريشاني جنهن دل کي مڪ وانگر عنڪبوتي ورن وڪڙن ۾ ويڙهي رکيو هو. ان پريشانيءَ جو هر هڪ تار آزاديءَ جي گردن واسطي ڦاسيءَ جي رسي ٿي پيو. ۽ اها پراڻي باهہ جيڪا شوق ۽ جدائي جي بجلي سان هستيءَ جي خرمن ۾ اچي ڪري هئي ان باهہ کي پير بزرگوار جي مرشدانہ تصرف مٿي پيڙو ڪيو. نتيجي طور بدن جي هرهڪ مسام مان پگهر جي بجاءِ شعلا نڪرڻ لڳا. ان مجازي عشق کان بچڻ خاطر جواهر الخمسہ جا اوراد، اذڪار، اشغال ۽ تمام اعمال عمل هيٺ آندا. پر دل کي سڪون نصيب نہ ٿيو. پوءِ سوچيم تہ جيڪڏهن پريشانيءَ جي چهري تي نقاب وجهي هن ديوانگي سان مٿي اگهاڙي پنهنجي سفر تي ويل دلدار جي پويان ٿو پوان، تہ ناتوان والده جي حياتي جو سرمايو جيڪو ڪجهہ آهي، اهو صرف ۽ صرف پنهنجي ڇوڪري جوئي ديدار آهي، لاچار هتان ڀڄڻ جي تدبير رفتار زمانہ ۾ ڳولڻ لڳس. سواءِ ان جي ٻي واٽ نہ ملي تہ پهرئين واري طرز معيشت ۽ روش سان ماڻهن آڏو پشيمان ظاهر ڪيان ۽ قبيلہ قرابت جي طرف توجہ ڪري ٻيهر تجارت ڪرڻ ۽ سامان تجارت پهچائڻ جي خواهش ظاهر ڪجي. جڏهن ماڻهن کي خبر پئي تہ خواهش جي مقدار کان وڌيڪ سوداگريءَ جو سامان ملي ويو. هجري سن نوسو ٺياسيءَ ۾ ديار يار طرف روانگي ٿي. بجلي وانگر ڊڪڻ کي زحل جي سست رفتاري جي عيوض وڪٽي ان بلبل وانگر جنهن کي قفس ۾ بند ڪري باغ ڏي وٺي ويندا آهن. او...هو....ڳالهہ وڏي وئي، جڏهن دارسلطنت اگره پهتس تہ ڳولڻ ۾ وڏو ڪشٽ ڪٽڻو پيو. اوچتو ڪو سجاڻو ٽڪريو. هتان هتان جي ڳالهين ۾ اصل ڳالهہ ڪرڻ ڪان محروم رهيس. ٻئي ڏينهن علي الصباح خواهش جي نقد تريءَ تي رکي سراغ رسان جي گهر پهتس هوبہ ڪشاده پيشانيءَ ۽ شگفتگي سان مليو ۽ رهنمائي ڪري منزل مقصود تائين رسايائين. خدا سخن جي وڏي عمر ڪري، جنهن جي مدد سان ٻنهي پاسن جي سرگذشت ظاهر ٿي دل دهي، دل بري، دلسوزي ۽ دل آويزي سان هڪ ٻئي پنيان واقفيت حاصل ٿي. ۽ خوشي سان ملاقات ۽ ملاقات سان گڏ

دلاسو ۽ ديدار نصيب ٿيو، اهڙي طرح هلالي پنج دورن تائين رازداريون وڏنديون رهيون. جدائي جا داغ جيڪي دل ۽ جگر ۾ موجود هئا. اهي ٿي ڦري آخر ۾ آسودگي جا هيولا بڻيا جنهن رنگين کان وڌيڪ رنگين شان ۾ يڪ رنگي جا گل، خفيہ رازداريءَ جي دامن ۾ پريا. پنجن سالن تائي مجازي محبت جي رونق افزائي رهي. ان عرصي ۾ طبيعت طرحين طرحين جا عاشقانہ نظم ترتيب ڏيندي رهي.

غوثي! شاعراڻہ تقرير کي لاف ۽ گراف جي منصب کان معزول ڪيو ۽ وقائع نگار قلم کي آگرين جي حوالي ڪر. هن افساني جو خاتمو اهڙي لفظن سان ڪر جيڪي هجن تہ ٿورا پر معنيٰ ۽ مطلب سان ٿمٿار لڳن.

القصہ: جڏهن داراسلطنت اگره کان پنهنجي وطن موٽ ڪاڌم، تہ محمود العواقب جي صحبت دل ربائيءَ جو بنياد وڌو. جنهن سان اجائي سوداع کان نجات ملي هاڻي راقم ايزدي معرفت جي دروازه جي زنجير کي لوڏيو جهري ذڪر زبان تي جاري ٿيا ۽ شڪاري مشرب جي اشغال ۽ افڪار جي مشق دل جي وسيع آباديءَ تي قبضو ڪيو. پر مون قبا کي گودڙيءَ جي عيوض وڪٽي ۽ صورت کي بگاڙي سيرت جي پرده دري نہ ڪئي. البتہ اهو ضرور ٿي گهريم تہ مان خدا شناسن جهڙو اندر ۽ دنيا پرستن جهڙو ظاهر رکان ۽ اهڙي برزخ نما دورنگي سان صلح ڪل جي باغيچي لاءِ شگفتہ ۽ شاداب ڪرڻ واري نسيم بڻجان تہ جيئن اهل دل ماڻهن وٽ ويهڻ جو اتفاق ٿئي ۽ اهڙي طرح باطن جي ذريعي سان آشتي جي بزم آرائي ڪيان ۽ اگر صورت پرست ماڻهن سان هلڻ جو موقعو ملي تہ ظاهر جي ذريعي موافقت خلق جي صورت رهي. هن عالم کي جنهن جو ظاهر خلق ۽ باطن حق آهي.معڪوس ڪري جيئن هجي تيئن ڏسان ۽ احسن ڪما احسن الله اليڪ جي فرمان تي ڪاربند يعني الله تعاليٰ جل شانہ تي احسان ڪريو اهڙي طرح جيئن الله تعاليٰجل شانہ توهانتي احسان ڪيو آهي يعني اندر لڪايو آهي تون بہ پنهنجي اندر لڪل کي ظاهر ڪر. ۽ ڏسڻ ۾ پنهنجي پر ۾ ظاهر ڪر تہ جيئن ڪل شيءَ يرجع الي اضليہ جو مشاهدو نور بصيرت عطا فرمائي.

**گجرات جي لڙائي جو بيان:** جڏهن راقم گلزار جي عمر 26 سال ٿي تہ هڪ نوزاد مهمان جو راقم جي ظاهري پرورش خانہ ۾ ورود ٿيو. جنهن جو

نالو عبدالاول رکيو ويو. جڏهن عمر جو 27 سال ٿيو جيڪو هجري سنہ نو سئو نوي جي برابر هئو تہ رهيل علم حاصل ڪرڻ لاءِ احمدآباد ويس. ٻن سالن کانپوءِ سلطان محمود گجراتيءَ جو پٽ سلطان مظفر پنهنجي صوبي تي قابض ٿي ويو شهاب الدين احمد خان حسيني نيشاپوري جاگيردار احمدآباد هو جيڪو ڳولا کان اڳ ئي پنهنجو دارالحکومت ڇڏي پٽن هليو ويو. قطب الدين محمد خان عرش آستاني اڪبر شاه جو اتڪہ هو ۽ قلعہ ڀڙوچ ۽ بڙوده جو جاگيردار هو. هن جي لشڪر جا سردار ۽ امراءَ بد نصيبي سان روگرداني ڪري سلطان مظفر سان وڃي مليا جڏهن اها ناگوار خبر اگره پهتي تہ فوراً اتڪہ جي وڏي پٽ نورنگ خان ۽ قليچ خان کي گجرات وڃڻ جو حڪم ڪيو مالوه جي سيني سپاهين ۽ خوانينن جي نالي فرمان جاري ٿيو. مرزا خان ابن بيرم خان خانان کي پڻ ان شورش کي ختم ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو اتڪہ پنهنجو خير ۽ چڱائي سلطان مظفر جي چاڪريءَ ۾ سمجهندي ساٿس شامل ٿي ويو. جنهن تي گجراتين کيس قتل ڪري ڇڏيو نورنگ خان ۽ قليچ خان مالوه جي سردارن کي پاڻ سان ملائي گجرات روانہ ٿيا. پر آتڪہ جي قتل جي خبر ٻڌي شش و پنج ۾ ستي جو شڪار ٿيا ٻئي سالار مرزا خان احمد آباد کان ويهن ڪوهن تي شهاب الدين احمد خان جاگيردار احمد آباد ۽ گجرات جي ٻين سپاهين کي ملائي لشڪر جو تعداد وڌايو دريا سانيرمتي احمدآباد قلعہ وٽ سلطان مظفر سان جنگ لڳي جنهن ۾ شهنشاهي لشڪر کي فتح ٿي ۽ گجراتي سلطان قلعي ڀڙوچ ڏي ڀڃي نڪتي.

راقم بہ جنگ احمدآباد جي تماشائين مان هڪ هو. القصہ جڏهن 31 سالن جو آغاز ٿيو تہ وطن واپس وريس. جنهن جي ٻئي سال الهيٰ علم جي خلوتخانہ مان عين (وجود) جي بزم ۾ هڪ فرزند ڄائو جنهن پاڻ سان خوشيون آنديون ۽ هر طرف کان مبارڪ باد جا لفظ ٻڌڻ ۾ آيا سندس نالو حسن محمد رکيو ويو.

واقعہ گجرات جو خاتموان طور ٿيو جو جڏهن هن فتح جي خوشخبري اڪبر شاه وٽ پهتي تہ سپہ سالاري ۽ خانخاني خطاب جو طغرو جيڪو پنجن ڪرسين کان موروثي آهي صوبہ گجرات جي جاگير نام زد ٿيڻ جي خوشخبري ۽ ٻيو ڪيتريون نوازشون مرزاخان جي نالي صادر ٿيون.

**مرزاخان خانان جي تعريف:** سبحان الله گهٽي عرصي کان اها

خواهش هئي تہ گلزار ابرار ۾ ميرزا خان خانان سپہ سالار جا حالات ظاهر ڪيان جنهن جي ذريعي ملڪ و ملڪوت (عالم شهادت ۽ عالم غيب) جي آرائش آهي چناچہ هن خواهش جو دامن هٿ ۾ اچي ويو آهي لهذا چند دل آويز جملا لکي قلم کي گوهر فروش بنايان ٿو.

اول اهو تہ ڏهين ۽ يارهين صدي جي دور ۾ عدم ڏانهن روانا ٿيل انسانن جا حالات جڏهن ڏنا ويا تہ محمدي ڪمالات سان متصف ۽ ايزدي اخلاق سان موصوف ٿيڻ ۾ ڪنهن ٻئي کي نہ ڏٺو ويو.

ثانياً تہ سندس ڪان علاوه ڪنهن ٻئي کي اهڙو نہ ڏٺو ويو جنهن دولت جي عالي دستگاه کي اخروي نشاط پهچائڻ جو بازو معنوي فقر جو پرده دار بڻايو هو. پاڻ انهن کان بلڪل مختلف آهن، جيڪي ويئل تہ خلوت ۾ آهن پر سندن دل بازار بڻيل آهي. ثالثاً اهو تہ نظم ۽ نثر ۾ ڪيترن ئي قسمن جا مرڪب ترتيب ڏنائين وري انهن ۾ مختلف قسمن جي فصاحت جي جوهر شناسي ۽ حقيقت ۽ مجاز جا مختلف انواع- بلاغت ترڪيب جي عياردانيءَ- جنهن حد تائين سندس فڪر ۽ فطرت جو زيور ٿاهي وئي آهي ان مان هزار حصو بہ ان شخص کي نہ ٿو ملي سگهي جنهن پنهنجي سڄي عمر سخن آرائي ۽ نڪتہ طرازيءَ جي درياهہ ۾ غوطازني ڪئي هجي

رابعاً: بيان جي ذريعي مدعا جي تصوير چڪڻ جي، وقت جيڪا عبارت جي رنگيني- سندس معجزه نما ڳالهائڻ جي زبان مان پيدا ٿيندي آهي چڱو ٿئي جيڪر سيئي بلاغت جا صاحب ۽ ارباب معاني. پنهنجي صنائع ۽ بدائع جي قلم سان ان جي نقل وٺي سخن سنج حوصلي جو سرمايو ٿاهي، جيئن ايندڙ نسلن لاءِ اهو رهنمائي جو سبب بڻجي.

**خامساً**

اهو تہ سندس خاص همٿ ۽ عطا جي هٿ کي بخشش ۽ بخشايش ۾ جيڪو مرتبو زر ۽ جواهر لٽائڻ ۾ حاصل آهي. اگرچہ خار ۽ گل تي بنا ڪنهن فرق جي ابروسي ٿو پوءِ بہ هن جي سخاوت هن سخي آڏو شرمسار آهي.

سادساً اهو تہ دشمن ڪشي- خصم افڪني- نبرد آزمائي ۽ جهان ڪشائي جي ميدان ۾ دليري دلاوري سندس شمشير ۽ ڪمان سان گڏوگڏ آهن، تيزي وتندي سندس حملي ۽ شوڪت سان ڪلهو ڪلهي ۾ هنيو بيٺا آهن اهڙي طرح جو قديم

زماني ۾ بہ ڪنهن شجاعت شمار جي ڪارنامہ ۾ بہ ان جي نظير نہ ٿي ملي.

**سابعاً**

اهو تہ سندس حبتہ لله جيڪا عام سان آهي ۽ انهن جي دلين جي باسباني پنهنجي ذمي واجب سمجهي هر هڪ سان اهڙي طرح تہ مهربانيءَ سان پيش اچن ٿا جو زبون ترين مخلوق جي وار برابر آزادي سندس نرم دل تي هڪ جبل جيان وزن دار ٿي وڃي ٿي.

**ثامنا**

اهو تہ تمام موجوده جواهر ڪان سندس بي نيازي ۽ بي خودي حد ڪمال کي پهچي وئي آهي.

تاسعا: اهو تہ سندس قوت حافظہ جي آئيني جي صفائي ان حد تائين پهتل آهي، جو عڪس جا اهي تمام شرط ختم بہ ٿي وڃن جيڪي ڪنهن آئيني ۽ عڪس ۾ تين ٿا تڏهن بہ سندس قوت حافظہ جي آئيني ۾ صور ۽ معنيٰ جو عڪس زائل نہ ٿئي ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ سندس دل جو صحيفو قرآن حڪيم جي لفظن ۽ معنيٰ ياد ڪرڻ سان لوح محفوظ ثاني آهي. غوثي جن قيميتي گڻن جو شمار عقل نہ ٿو ڪري سگهي انهن جي بيان ڪرڻ کان پنهنجو عجز ڏيڪارڻ عقلمندي جو ثبوت آهي الحمدالله والمنتہ جو اسانجي زماني جو شهنشاه ابو الظفر نورالدين محمد جهانگير بادشاه غازي خلد الله ملڪہ ۾ سلطانہ ابدا انهن ٻن آباد سلطنتن جي سعادتن مان ۽ جن صدر الذڪر ٻن عروسن کي ارث واستحقاق جي آرزو ناز سان پروش ڪيو آهي انهن جي هم خوابگي جي نشاط سان ڪامياب ۽ ڪامران آهي ۽ مڙني مقصدن جي حاصل ڪرڻ ۾ ضرورتمند طالبن جو ڪم روان آهي لہ الحمد في الاولي ولاخرة تي جو هن گلزار جو آغاز ۽ انجام شهنشاهي ستايش ۽ مدح جي هوا خوري سان نوبهار تازگي جي آغوش ۾ ۽ سعادت جي ابر هيٺ آهي.

تاريخ اتمام

بي حجابانہ خلوتي دارند- چون بزرگان درين چهار چمن

خلوت بي حجاب گشت ازان- سال اتمام اين حديقہ من

1036 14

## تعليق نمبر(1) ورتل صفحو 256

تاريخ معصوميءَ ۾ مسيح الاولياءُ جي جد جو نالو مخدوم رڪن الدين عرف "مخدوم متو" لکيل آهي. واضح رهي تہ متو لفظ دراصل هڪ راءِ موجب سنڌي لفظ "منو" آهي. قديم سنڌي طرز تحرير ۾ اهڙا لفظ پڙهڻ لاءِ ملن ٿا جن جي لکٽي هاڻي تبديل ٿي وئي آهي. جيئن "ڏ" کي "ڙ" وانگر بہ لکيل ڏنو ويو آهي. اهڙي طرح منو کي متو ڪري لکڻ ۾ ڪو عجب ڪونهي. انهيءَ ڪري اغلب اهوئي آهي تہ متو اصل ۾ منو آهي. جيڪڏهن لفظ متو کي متوئي پڙهو وڃي تہ اهو جلال يا جلاليءَ جي معنيٰ ۾ سمجهيو ويندو.

برهانپور ۾ جلال متو جو مزار مرجع خلائق آهي. پاڻ شاهہ شهباز رحمة الله عليہ جا خليفہ ارشد هئا. اهي بزرگ احمدآباد گجرات جا رهاڪو هئا.

جيڪڏهن اسان ان ڳالهہ کي تسليم ڪيون تہ شيخ جلال متو يا منو متي بيان ڪيل مخدوم رڪن الدين عرف مخدوم متو جا فرزند آهن تہ پوءِ ان کي شيخ يوسف سنڌي جي شخصيت يا ان جو پاءُ تسليم ڪرڻو پوندو. ان ضمن ۾ اسان کي هيٺين حقيقتن کي نظر ۾ رکڻ لازم آهي.

(1) متو سنڌي لفظ آهي. سنڌ ۾ مخدوم رڪن الدين ان لقب سان عرف عام ۾ مشهور معروف هو. ۽ شيخ جلال بہ پنهنجي والد جي حوالي سان متو مشهور ٿيو.

(2) شيخ جلال متو گجرات ۾ رهيو ۽ اتان برهانپور آيو. شيخ يوسف سنڌي ابن شيخ رڪن الدين عرف مخدوم متو بہ گجرات ۾ رهيو.

(3) شيخ جلال متو جي اصل وطن سنڌ هجڻ سبب شيخ ابراهيم بکري السنڌي سان تعلق پيدا ٿيو.

(4) گلزار ابرار جهڙي طرح شيخ قاسم شيخ عبدالستار ۽ بين متعلقين جو احوال ناڪافي ڏنو. ساڳي طرح همعصر بزرگ شيخ جلال متو جو مختصر ذڪر حتمي راءِ قائم ڪرڻ ۾ دشواري جو سبب بڻيو آهي.

(5) احمدآباد مان شيخ طاهر جو مستقلاً برهانپور ۾ لڏي اچڻ جو هڪ سبب شيخ يوسف سنڌي جو اڳ ۾ اتي قيام ۽ مقبول عام هجڻ هو.

(6) زمانہ حيات پڻ هڪ وڏيڪ ثبوت مهيا ڪري ٿو. شيخ جلال متو جي مريد شيخ ابراهيم بکري جي وفات جو سن 998هہ آهي. جنهن مان شيخ

جلال متو جو زمانہ حيات ۽ شيخ يوسف سنڌي جو دور ساڳيو معلوم ٿئي ٿو.

(7) حبيب الله سيوهاڻي، موجب مخدوم عباس هنگورجائي جو والد شيخ جلال (غالباً جلال متو) ۽ شيخ يوسف سنڌي (جد مسيح الاولياءَ) هڪ ئي شخصيت جا نالا آهن. ڇو جو مخدوم عباس حضرت مسيح الاولياءَ جو چاچو ٿئي. اهوئي سبب آهي جو غوثي گلزار ابرار ۾ مخدوم عباس جي وفات تي مسيح القلوب (مسيح الاولياءَ) کي بہ سبب رشتيداري ان جي مدرسي ۽ مسجد ۾ جاءِ نشين ڏيکاريو آهي. ممڪن آهي تہ شيخ جلال ۽ شيخ يوسف سنڌي ٻئي پائر هجن پر اهو سڀ تاريخ مان ڪنهن ثبوت حاصل ڪرڻ ڪانسواءِ چوڻ آهي.

**تعليق نمبر (2) صفحو 323**

**قاضي قاضن:**

تاريخ معصوميءَ ۾ سندس احوال موجود آهي، پر ان ڪتاب ۾ سندس شاعريءَ بابت ڪو احوال يا اشارو نہ ٿو ملي. البت گلزار ابرار ۾ سندس وحدت الوجودي ۽ صوفي شاعر هجڻ بابت لکيل آهي. قاضي قاضن جا چارئي سنڌي بيت جن جو ترجمو هن ڪتاب ۾ موجود آهي. يقيناً غوثي اتي ويل سنڌي بزرگن کان ٻڌا هوندا.

گلزار ابرار کان پوءِ بيان العارفين ٻيو ڪتاب آهي جنهن ۾ قاضي قادن صاحب جا ست بيت مليا آهن، جيڪي شاه عبدالڪريم پنهنجي مريدن آڏو پڙهيا. سال 1978ع ۾ صوبي اوپر پنجاب ۾ پراڻي ديوناگريءَ صورتخطيءَ ۾ لکيل قاضي قادن جا وڏيڪ ڪجهہ بيت هٿ آيا آهن، ۽ بعد ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ خان جي کوجنا سان ٻين ماخذن مان پڻ ڪجهہ بيت مليا آهن، جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ هو نالي وارو شاعر پڻ هو.

تاريخ معصوميءَ موجب هو هڪ وڏو عالم فاضل شخص هو ۽ سيد محمد جونپوريءَ جي سلسلي ۾ داخل هو. سن 926هہ ۾ جڏهن شاه بيگ ارغون ٺٽي تي ڪاه ڪئي تہ قاضي قاضن اتي ترسيل هو. جنگ جي نتيجي ۾ شهر ۾ قتل عام جاري هو. شاه بيگ سان قاضي قاضن جي خط و ڪتابت ڪري ناپر ٿي ۽ آخر ۾ ان رابطي سبب قاضي قاضن شاه بيگ جو اعتماد حاصل ڪري ورتو. سال 927هہ ۾ شاه بيگ کيس بکر جو قاضي القضات جو

عهدو ڏنو. شاهہ بيگ کان پوءِ شاهہ حسن جو بہ مٿس اعتماد هو. پر سال 947هہ ۾ قضا جو منصب ڇڏي، حج تي روانو ٿيو ۽ اتي ئـي 958هـ /1551ع ۾ وفات ڪيائين.

## تعليق نمبر(3) ورتل صفحو 343

محمد غوث گواليارِيءَ جي تصنيفن ۾ تمام گهڻي شهرت رکندڙ ڪتاب آهي. شطاريہ سلسلي جي صوفيا جو جواهر الخمسہ تي باقاعده عمل رهيو آهي. شاهہ محمد غوث جي شيخ طريقت حاجي حميدالدين حصور (م 1523ع/ 930هہ) پهرئين دفعي مطالعہ ڪانپوءِ چئي ڏنو تہ:

"هيچ ولي نباشد کہ برين اسرار مطلع نہ گردد"

شاهہ وجيہ الدين پنهنجي خليفي سيد صبغة الله بروجي جنهن پنهنجي خليفي شيخ احمد شناوي جنهن پنهنجي خليفہ شيخ احمد قشاشي کي جواهر الخمسہ جي اجازت ڏني. جنهن شيخ ابراهيم کي جنهن پنهنجي فرزند شيخ ابوطاهر جنهن پنهنجي شاگرد رشيد حضرت شاهہ ولي الله کي اجازت ڏني.

شاهہ ولي الله پنهنجي ڪتاب "انتباہ في سلاسل اوليا الله" ۾ حضرت شاهہ محمد غوث گواليارِي جو ذڪر ڪيو آهي.

جواهر الخمسہ جي ديباچہ ۾ مصنف جي تحرير مان ان تصنيف جو سال 928هہ بمطابق 1521ع لڳي ٿو. جڏهن محمد غوث گواليارِي 1549ع/ 956هہ ڌاري ان ڪتاب ۾ ترميمون ۽ اضافہ ڪيائين. اهي اضافا ايترا تہ هئا جو ڪتاب نئين ۽ بهتر صورت وٺي سامهون آيو.

جواهر الخمسہ اصل فارسي زبان ۾ ئي تحرير ڪيو ويو. پر انسائيڪلوپيڊيا آف اسلام جي مقالہ نگار عبدالمقتدر شيخ محمد غوث گواليارِي جو ذڪر ڪندي لکي ٿو:

"علم تصوف ۾ سندس ڪيترين ئي تحريرون آهن جواهر الخمسہ کي تمام گهڻي شهرت حاصل ٿي جيڪو عربيءَ ۾ تحرير ٿيل آهي. 1549ع/956ع ۾ پاڻ ان کي مڪمل ڪيائون. جنهن بعد ان ۾ ترميمون ۽ اضافا ڪري ان کي فارسيءَ ۾ منتقل ڪيائون.

انڊيا آفيس لائبرري لنڊن ۾ موجود "پرشن قلمي نسخا" جي عنوان تحت

چپيل پهريون جلد 1903ع ۾ جواهر الخمسه جي فارسي قلمي نسخي 1173هه جو تعارف ڪرائيندي ايئن رقمطراز آهي تہ:

"شيخ محمد غوث عربيءَ ۾ علم تصوف جي متعلق جيڪو ضخيم ڪتاب لکيو آهي ان جو فارسي ترجمو آهي."

شيخ موصوف لاءِ اسٽوري جيڪو "فارسي ادب" جلد اول ۽ ثاني جو مصنف آهي. لکي ٿو:

"Author of the Arabic sufi work al-Jawahir al khamsa."

اهي جلد 1953ع ۾ لندن مان شايع پڻ ٿيا. اسٽوري پنهنجي تائيد ۾ بروڪلمن جو حوالو ڏئي ٿو. جنهن پڻ جواهر الخمسه کي عربي الاصل لکيو آهي. مگر ڪنهن بہ عربي نسخي نہ ملڻ ڪان علاوه خود جواهر الخمسه جو مطالعو ان ڪتاب کي فارسي الاصل هجڻ ثابت ڪن ٿا.

محمد غوثي شطاري گلزار ابرار ۾ جواهر الخمسه مان جيڪي اقتباسات ورتا آهن، سي پڻ ان جي فارسي الاصل هجڻ جو دليل ڏئي رهيا آهن. هن همعصر بزرگ ڪٿي بہ اهو نہ ڄاڻايو آهي تہ اهو ڪتاب اصل عربي ۾ تحرير ڪيو ويو ۽ بعد ۾ ان جا فارسي ترجما ڪري نسخا تيار ڪيا ويا.

البت! ڪتاب ۾ عربي ٻوليءَ ۾ دعائون ۽ لفظن جو استعمال ڪنهن اهڙي ماڻهو لاءِ مغالطي جو سبب بڻجي سگهي ٿو. جنهن کي عربي ۽ فارسي لفظن جي فرق ڪرڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي هجي.

اها ڳالهہ واضح ٿيڻ کان پوءِ سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ ان فارسي ڪتاب جو عربيءَ ۾ ترجمو ڪڏهن ۽ ڪنهن ڪيو جو اها غلط فهمي پيدا ٿي. نواب صديق حسن خان شيخ وجيه الدين گجراتي (م 1589ع/998هہ) جي شاگرد سيد صبغة الله البروجي (م 1606ع/1015ع) جي حالات ۾ لکي ٿو:

"شيخ وجيه الدين گجراتي کان مختلف علم حاصل ڪيائين پوءِ ڪجهہ عرصو درس و تدريس ۽ بيعت ۽ ارشاد ۾ مشغول رهيو. مڪه مڪرمه ۽ مدينہ منوره بہ ويو ان کان علاوه ٻين مقامن جي بہ زيارت ڪيائين. تنهن کان پوءِ پروچ واپس وريو. (999هہ) ۾ مالوه بہ ويو ۽ بلاد دکن ۾ احمدنگر جي بادشاهہ برهان الملڪ وٽ ترسيو. حرمين جو ٻيهر سفر ڪيائين، دوران سفر جڏهن بيجاپور آيو تہ سلطان ابراهيم سندس وڏي خدمت ڪئي ۽ سفر جو

سامان مهيا ڪيو، پاڻ وري سفر تي روانو ٿيو ۽ بالآخر مديند منوره ۾ پهتو، جبل احد جي پير ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. موصوف جواهر الخمسہ کي فارسيءَ مان عربي ۾ منتقل ڪيو. 1015هه ۾ مدينه منوره ۾ وفات ڪيائين ۽ اتي ئي دفن ڪيو ويو.“ (نواب صديق حسن خان ابجد العلوم جزء ثالث رحيق المختوم مطبوعہ ڀوپال 1295هه ص 898)

سبحة المرجان ۾ غلام علي آزاد بلگرامي بہ اهو لکيو آهي تہ سيد صبغة الله (1015هه) جواهر الخمسه جو معرب آهي.

بيان ڪيل حوالن جي پيش نظر اهو چئي ٿو سگهجي تہ شيخ محمد غوث گواليارِي 1521ع / 928هه ۾ جواهر الخمسه فارسيءَ ۾ تحرير ڪئي. گجرات اچڻ کان پوءِ ڪجهہ دوستن جي چوڻ تي 956هه ۾ ان ۾ اضافو ۽ ترميم ڪيائين. ان کان پوءِ صبغة الله البروجي (م 1015هه) ان جو عربي ترجمو ڪيو.

## قلمي نسخا:

جواهر الخمسه جي ڇاپي ڪتابن کان علاوه ڪيترائي قلمي نسخا پاڪ ۽ هند ۾ ڏسڻ لاءِ ملن ٿا: جنهن مان ڪتاب جي مقبوليت جو اندازو ٿئي ٿو.

### (1) سينٽرل لائبريري سنڌ يونيورسٽي:

جواهر الخمسه جو هي نسخو ڪرم خورده آهي ۽ ناقص الاول والآخر آهي. ساڳئي جلد ۾ هڪ ٻيو قلمي نسخو ڪشف الاسرار آهي. جنهن کي فقير محمد بن شيخ عبداللطيف 26 جمادي الثاني 1120هه تي ڪتابت ڪيو. جواهر الخمسه جي نسخي متعلق گمان آهي، تہ ساڳي مس ۽ قلم سان تحرير ڪيو ويو آهي.

### (2) نسخہ اسلاميہ ڪاليج پشاور:

هڪ نسخو اسلاميہ ڪاليج پشاور جي لائبريري ۾ موجود آهي.

### (3) اسلامڪ ريسرچ انسٽيٽيوٽ بمبئي:

هي نسخو 1085هه جو ڪتابت ٿيل آهي.

### (4) دار المصنفين اعظم ڳڙهہ:

هي نسخو 1097هه جو ڪتابت ٿيل آهي، جيڪو ڪتبخانہ دارالمصنفين

اعظم ڳڙھ ۾ موجود آهي.

**(5) فورٽ وليم ڪاليج لنڊن:**

هي نسخو 1825ھ ۾ انڊيا آفيس لائبريري لنڊن ۾ آندو ويو، هن کي 8 صفر المظفر 1173ھ ۾ محمد واصل بيگ قادري ڪتابت ڪيو. هي نسخو ٽيپو سلطان شهيد جي ملڪيت ۾ رهي چڪو آهي.

**(6) انڊيا آفيس لائبريري:**

هي نسخو انڊيا آفيس حيدرآباد دکن مان حاصل ڪيو ويو ۽ جان سن جي مجموعي ۾ شامل آهي.

**(7) نسخہ بيجاپور لنڊن:**

هي نسخو بہ انڊيا آفيس لائبريري ۾ موجود آهي.

**(8) نسخہ خدابخش لائبريري:**

هڪ نسخو خدا بخش لائبريري پٽنہ ۾ پڻ موجود آهي.

**(9) برلن يونيورسٽي جو نسخو:**

شيخ صبغة الله البروجي جو عربي ترجمو آهي، جيڪو برلن يونيورسٽي جرمنيءَ ۾ موجود آهي.

ان کان علاوه سنڌ ۾ ڪامل ۽ نامڪمل نسخا ڪيترين ئي خانگي لائبريرين ۾ موجود آهن. جن مان ڪجھ جو ذڪر بنده "خزينة المخطوطات" ۾ ڪيو آهي. مسيح الاولياءُ شيخ عيسيٰ جندالله جيئن تہ حضرت غوث محمد گوالياريءَ جي خليفي شيخ لشڪر محمد عارف جو خليفہ ارشد هو ان ڪري يارهين صدي يا ان کان بعد جي ڪجھہ قلمي نسخن ۾ مسيح الاولياءُ جي حوالي سان پڻ ڪجھہ وظائف شامل ٿي ويا آهن. جن ۾ لکيل آهي تہ هن وظيفي شروع ڪرڻ کان اڳ هيترا نفل پڙهي ان جو ثواب حضرت مسيح الاولياءُ کي بخشيو وڃي.

**تعليق نمبر: (4) صفحو 429**

بوبڪن جي عباسي خاندان مان مخدوم جعفر بوبڪائي نالي وارو بزرگ ٿي گذريو آهي، سندس جنم جو سال اندازن 930ھ ٻڌايو وڃي ٿو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد مخدوم ميران کان حاصل ڪيائين جيڪو پڻ

معقولي ۽ منقولي علمن جو وڏو عالم هو شاهہ حسن کي بہ ڪجھہ وقت تعليم ڏني هئي. سن 949ھ ۾ گذاري ويو ۽ مڪليءَ تي سندس مزار آهي.

مخدوم جعفر رحمة الله عليه جي ابتدائي زندگي جو احوال ڪو گهڻو ڪونہ ٿو ملي. ديني علم سان گڏ نجوم، جعفر، رمل ۽ حڪمت ۾ بہ نالو ڪڍيائين 958ھ ڌاري حج تي روانو ٿيو ۽ اتان جي عالمن ڪان پڻ استفادو حاصل ڪيائين.

تاريخ معصومي مقالات الشعراء ۽ تحفتہ الڪرام ۾ سندس احوال موجود آهي روايت آهي تہ مخدوم صاحب آخري ايامن ۾ منطق ڪان پاسيرو ٿي ويو رڳو حديث ۽ تصوف سان گهڻو شغف رهڻ لڳس. تصوف ۾ بہ احياءُ العلوم ۽ سهروردیہ سلسلي جي ڪتاب عوارف المعارف جي مطالعي ۾ گذاريائين ٿي. مخدوم صاحب پنهنجي هڪ تصنيف "حاصل النهج" جي تاريخ 976ھ تحرير ڪئي آهي، جنهن مان اندازو لڳايو ويندو آهي تہ سندس وفات ڏهين صديءَ جي آخر ڌاري ٿي. مخدوم صاحب جون هن وقت تائين هٿ آيل ڪجھہ تحريرون هي آهن: المتانة في مرمة الخزانة، البشاره في العمل بالا شاره، الصادق المنصف المحق، عجالتہ الطالبين فتح الدارين حل العقود في طلاق السنود قرنتہ في مرنتہ نهج التعليم ۽ حاصل النهج.

**تعليق نمبر (5) صفحو 429**

مخدوم بلاول رحمة الله عليه متعلق ڪا ٺوري ڄاڻ ئي همعصر ۽ بعد جي ڪتابن ۾ ڄاڻائي وئي آهي. روايتن جو هڪ انبار آهي جنهن کي ڇنڊڇاڻ جي وڏي ضرورت آهي. هيءُ بزرگ نائين صدي جي پوئين اڌ ۾ ڄائو هو. ڪن سندس ڄم جي تاريخ 4 ربيع الاول 856ھ /1454ع تحرير ڪئي آهي. انهن ايامن ۾ پاٽ ٺلٽي سيوهڻ ۽ ٺٽو علمي مرڪز طور مشهور هئا. پاڻ ابتدائي تعليم ٺٽي مان حاصل ڪئي. جنهن بعد مخدوم عمر وٽ ٺلٽيءَ ۾ پڻ رهي گهڻو ڪجھہ پرايائين. انهيءَ شهر ۾ ئي شادي ڪيائين. پوءِ پرسان ئي باغبان جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو. سندس تفسير حديث ۽ تصوف جي ڄاڻ متعلق پڻ حوالا موجود آهن. گذر سفر خاطر پاڻ ڪورڪو ڪم اختيار ڪيائين. طريقت ۾ سندن تعلق سلسلہ ڪبرويہ سهرورديہ سان هو. عام طرح سان هن بزرگ کي "بلاول" لکيو پڙهيو ۽ اچاريو وڃي ٿو. پر اهو "بلال" لفظ تي سنڌي

لهجي جو رنگ آهي.

مخدوم عليه رحمة جي والد جو نالو مخدوم حسن بن مخدوم ادريس هو جيڪو سنڌ جي حڪمران ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي جو پاءُ هو؛ سنڌ جي سلطان ڄام نظام الدين سنڌي تي پنجاهه سال شرعي قانون مطابق حڪومت ڪئي. هن جي زماني ۾ سنڌ امن سڪون، علم ۽ عرفان جو ڄڻ ڳڙهه هو. هن جي علم دوستي سبب عالم فاضل سندس گرد جمع ٿيڻ لڳا. سندس ذاتي دلچسپي سبب ملتان جي پسگردائيءَ جو هڪ عالم شيخ شهاب الدين السهروردي ثاني (802- 894) پاٽ جي علائقي ۾ اچي رهيو. جنهن کي اهو علائقو سندس ئي فرمان تحت جاگير طور مدد معاش لاءِ ڏنو ويو. جيئن هو دنياوي فڪر کان اجو ٿي دين جي خدمت سرانجام ڏئي. جنهن سبب پاٽ جو هڪ غيرآباد علائقو هڪ علمي گهواري طور ابريو ۽ دنيا ۾ مشهور ٿيو. ڄام نندي جي وفات کانپوءِ سندس فرزند ڄام فيروز تخت نشين ٿيو. جنهن جي انتظامي ڪمزورين ۽ نااهلي سبب ارغونن کي سنڌ ۾ داخل ٿيڻ جو وجهه مليو. هو ملڪ فتح ڪندي ٺٽي پهتا. درياهه خان سن 927هه 1520ع ۾ شهيد ٿي ويو. ڄام فيروز جي پيش پوڻ تي شروع ۾ لکي کان هيٺ وارو حصو سندس حوالي ڪيو ويو. بيگ ٺٽي فتح ڪرڻ کانپوءِ سيوهڻ فتح ڪيو. مخدوم صاحب هنن کي سنڌ جي مفاد خلاف سمجهندي. سندن خلاف تحريڪ جو آغاز ڪيو. نيٺ ٺلٽي جي ميدان تي جنگ لڳي جنهن ۾ ڪيترائي جوان شهيد ٿي ويا. اهڙي طرح سڄي سنڌ ارغونن جي هٿ اچي وئي. جنهن بعد شاهه بيگ مخدوم صاحب ۽ سندس ساٿين ڪڙي نظر رکي ۽ ڪيس شهيد ڪرڻ جا سانباها ڪيا.

مخدوم صاحب حڪمران سمه خاندان جو هڪ باوقار فرد هجڻ ڪري سماجي حيثيت رکندڙ هو. ان جي باوجود سندس طبيعت ۾ درس و تدريس ڏانهن لاڙو رهيو. ۽ سهرورديه سلسلي جو هي طالب مدرسي سان گڏ خانقاه جو به شيخ ٿيو جنهن ڪري سندس شاگردن ۽ خليفن ۾ ڪيترن ئي ناليوارين شخصيتن جو ذڪر اچي ٿو. هندستان جو نامور مصنف ۽ شاعر حامد بن فضل الله جمالي دهلوي عربستان ويندي سنڌ ۾ به ترسيو هو ۽ مخدوم بلال سان ملاقي ٿيو هو لکي ٿو ته: "اڄڪلهه ٺٽي جي علائقي ۾ هن خاندان جا اڪثر

مريد آهن. جيڪي مجاهده ۽ رياضت ڪن ٿا." هو وڌيڪ لکي ٿو. "سيوهڻ جي پر ۾ هڪ ڳوٺ آهي جنهن ۾ هڪ بلال نالي درويش رهي ٿو هو تمام گهڻي رياضت ڪندڙ ۽ پاڪ اعتقاد رکندڙ آهي. جڏهن مان اتي پهتس ته ساڻس ملاقات ڪيم. سندس سامهون "عوارف المعارف" رکيو هو. هن حقير (جمالي) کان چند مقامات پڇيا. هو صاحب دل انسان هو." مخدوم بلال وانگر خود جمالي دهلويءَ جو تعلق به سهروردیہ سلسلي سان هو.

سيد ميران محمد جونپوري جڏهن مهدويت جي دعويٰ ڪري سنڌ ۾ آيو ته ڄام نظام الدين ۽ درياهه خان سندس تحريڪ ۾ حصو وٺڻ ڪانسواءِ صرف مهماني جا فرض انجام ڏيندا رهيا. پر مخدوم بلال ۽ سندس ساٿين جي سخت مخالفت سبب کيس نه صرف هتي ناڪامي ٿي پر هو ترت سنڌ ڇڏڻ تي مجبور ٿيو.

**مخدوم بلال جا ساٿي ۽ همعصر:**

1- **مخدوم هنگورو سهروردي:** پاڻ مخدوم بلال جي اهم خليفن مان هو. سندس اصل نالو محمد عثمان هو پاڻ 871 هه 1466ع ڌاري ڄائو. مخدوم بلال کان سهروردي سلسلي ۾ بيعت هو. وقت جو وڏو عالم باعمل هو. ارغونن خلاف تحريڪ ۾ پنهنجي مرشد سان گڏ هو. پاڻ ڳچيرن ۾ سهرورد خانقاه سان گڏوگڏ هڪ ديني مدرسي جو پڻ بنياد رکيو. سندس مدرسو علم ظاهر ۽ باطن خصوصن حديث جي هڪ جامع هو. جنهن جو هڪ فيض ورهين تائين جاري رهيو. مخدوم صاحب جي وفات ڪانپوءِ کيس سندس مدرسي واري عمارت جي احاطي ۾ دفن ڪيو ويو. پاڻ 936 ڌاري وفات ڪئي. سندس مزار تي قبو اڏيل آهي.

2- **مخدوم رڪن الدين:** هن بزرگ کي ڪن ڪتابن ۾ مخدوم متو ۽ ڪن ۾ منو لکيو ويو آهي. جيڪو ممڪن آهي ڪتابت جي غلطي سبب ٿيو هجي. گذريل دور جي فارسي جي ماهر تاريخدانن آڏو "ٺ" جو لفظ تحرير ۾ آڻڻ جو سواءِ ان جي ٻيو ڪهڙو رستو هو جو هو ان کي "ت" جي صورت ۾ ئي لکي جان ڇڏائن. جيڪي متو کي انهيءَ صورت ۾ ئي پڙهڻ جا قائل آهن. سي ان کي جلالي هجڻ جي معنيٰ ۾ وٺن ٿا.

مخدوم رُڪن الدين عالم باعمل زهد و تقويٰ جو صاحب شريعت جو

پابند پنهنجو وقت وظائف، طاعات ۽ عبادات ۾ صرف ڪرڻ وارو سالڪ هئڻ سان گڏ علم حديث ۾ پنهنجو ثاني نہ رکندڙ صاحب قلم انسان هو. جنهن جون تصنيفون شرح اربعين، شرح ڪيداني ۽ ٻيا رسالا موجود آهن. جيئن تاريخ معصومي ۾ ڇاپايل آهي. سندن اهي شرحون ولهار جي ڪتب خاني مان منتقل ٿي محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب وٽ پهتيون آهن.

مخدوم رڪن الدين پاٽ شهر جي مشهور برگزيده خانواده صديقي سان تعلق رکندو هو. هي گهراڻو علمي لحاظ کان هنڌ ۽ سنڌ ۾ مقبوليت رکندڙ هو. هن خاندان ۾ ڪيترائي جيد عالم نامور بزرگ درويش ۽ حڪيم پيدا ٿيندا رهيا. جيڪي پنهنجي ڄاڻ ۽ ڏاهپ سان علمي شمع کي روشن رکندا پئي آيا آهن. مخدوم صاحب سڄي عمر مخدوم بلال جو صحبتي، ۽ ساٿي رهيو. ظلم ۽ ڏاڍ خلاف سندس تحريڪ جو حامي هو. مخدوم بلال ڪانپوءِ پاٽ جي هيءَ سهروردي صديقيہ خانقاه ۽ مدرسو پڻ ارغونن جي نظر ۾ ڪڪندو رهيو. مخدوم رڪن الدين پاٽ ڇڏي ٺٽي ۾ رهائش اختيار ڪئي جتي هن هڪ مدرسو پڻ قائم ڪيو. ٺٽي ۾ رهائش دوران پاڻ ارغون ۽ ترخان حاڪمن جي درٻاري حالتن ۽ عسڪري قوتن کان واقفيت حاصل ڪندو رهيو تہ جيئن ٻيهر خلاف تحريڪ کي منظم ڪري سگهجي. پر اهو مقصد ماڻڻ کان اڳ پاڻ ٺٽي ۾ ئي 949 هہ ڌاري وفات ڪئي ۽ کيس مڪلي جي تاريخي مقام ۾ دفنايو ويو. سندس فرزند شيخ يوسف سنڌي پڻ تاريخ ۾ پنهنجو نالو ڇڏيو.

3 - **مخدوم سعد الله عرف ملان ساند:** وقت جو وڏو عالم فقيہ ۽ تفسير جو ڄاڻو. مخدوم بلال جي ويجهن خليفن مان ٿي گذريو آهي. سندس مزاحمتي تحريڪ ۾ ساٿس گڏ رهيو. مخدوم سعد الله سانگهڙ ۽ نوابشاهہ ضلعي جي سوڍن کي مخدوم بلال جي حڪم موجب درياهہ خان جي پٺن سان ساٿ ڏيڻ لاءِ همٿايو. راڻي رئمل سوڍي جي اڳواڻيءَ ۾ سوڍن جو لشڪر تيار ڪيو ويو. سخي ڄام ڏاتار جي پرسان ارغوني حڪومت سان مزاحمتي تحريڪ جي مجاهدن جو پهريون معرڪو لڳو. جنهن ۾ مخدوم صاحب ۽ راڻيءَ کي فتح نصيب ٿي. جنهن سان تحريڪ جي سپاهين جي همٿ وڌي. سخي ڄام ڏاتار جي پرسان جنگ جي انهيءَ جاءِ کي اڄ بہ "بلاولي ٽڙ" سڏبو آهي ,جنهن بعد انهن ٺٽي طرف پيش قدمي شروع ڪئي، جتي مجاهدن جو هي جٿو ڄام

منڻ ۽ محمود خان سان اچي مليو. مخدوم بلال ڪانپوءِ بہ حيات هو ۽ سڪرنڊ ۾ مدرسو قائم ڪيائين. جتي ان وقت جي مروج اعلي ديني تعليم جو نصاب پڙهايو ويندو هو. سندس مزار سڪرنڊ تعلقي ۾ روهڙي ڪئنال جي اوپر ۾ ڳوٺ جمال ڪيريو جي لڳ هڪ قديم قبرستان ۾ موجود آهي.

4- **مخدوم حسن:** هي بزرگ پاٽوٺ جي علائقي ۾ ڄائو. مخدوم حسن سيد مير شاه سنائي جي معرفت مخدوم بلال جي صحبت اختيار ڪئي بعد ۾ ڪانئس تصوف جو درس وٺي سهرور ديہ سلسلي ۾ داخل ٿيو. مخدوم بلال رحمت الله عليہ سهرورديہ بزرگن جي. انهيءَ جماعت ڪي ڌارين جي ظلم ۽ ڏاڍ خلاف منظم ڪيو. انهيءَ تنظيم ڪاريءَ ڪي ٿي بلاولي تحريڪ جو پڻ نالو ڏنو ويو آهي. مخدوم بلال جي وڇوڙي ڪان پوءِ هن پنهنجي حياتيءَ جا ڏينهن دين جي خدمت هڪ درسگاه قائم ڪري ڪئي.

5- **مخدوم ساهڙ لنجار:** پاڻ سنڌ جي قديم سماٽ قبيلي جي لنجار شاخ مان هئو. پر مخدوم ساهڙ ۾ علم لاءِ چاهہ ۽ عالمن جي صحبت جو ذوق بدرجہ اُتم موجود هو. ڪيترن ئي عالمن ڪان علم پرائڻ ڪانپوءِ آخر ۾ مخدوم بلال رحمة الله عليہ جي صحبت ۾ اچي رهيو، ۽ ڪانئس پڻ گهڻو ڪجهہ پرايائين. مخدوم بلال ڪانپوءِ پنهنجي اباڻي ڳوٺ انڙ پور ۾ اچي رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين.

6- **شيخ مخدوم دانيال:** پاڻ اصل جيپور مان اچي سنڌ ۾ رهيو هو. مخدوم بلال جي صلاح تي باغبان ۾مدرسو قائم ڪيائين. صاحب قلم ۽ وقت جي وڏن عالمن ۾ سندس شمار ٿئي ٿو. مخدوم بلال پڻ سندس درس ۾ رهي فيض ورتو. مخدوم دانيال باغبان ۾ ئي وفات ڪئي ۽ اتي ئي سندس مزار آهي.

7- **سيد حيدر شاه سنائي:** پاڻ ابتدائي تعليم مخدوم عمر هالڪندي واري عالم وٽ ورتي. ان بعد ايران عراق جو سفر ڪندو مڪي شريف پهتو ۽ حج جي سعادت ماڻيائين. وطن واپس ورڻ ڪانپوءِ مخدوم بلال جي حلقي ۾ داخل ٿيو ۽ سندس خليفن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. سيد ميران جونپوري جڏهن ٺٽي مان درياه وسيلي باغبان وڃي رهيو هو تہ سيد حيدر سنائي سنڌ مٿان ايندڙ خطري ڪي محسوس ڪندي سن وٽ سيد ميران محمد جونپوري جي

پيڙين تي پنهنجن ساٿين سان حملو ڪرايو. جنهن سبب سيد ميران محمد پنهنجي جان بچائي افغانستان روانو ٿيو. انهيءَ واقعي کان پوءِ جلدي شاهه بيگ ارغون سنڌ تي حملو ڪيو. سيد حيدر سنائي سياسي تبديلين کي محسوس ڪندي خفيہ طور تي سن مان فرار ٿي گجرات هليو ويو. جتي ٽن سالن تائين جلاوطن رهي واپس موٽيو ۽ 937هه ڌاري وفات ڪيائين.

8- **قاضي ڏتو سيوهاڻي:** ابتدائي تعليم پنهنجي والد قاضي شرف الدين عرف مخدوم راهو کان حاصل ڪيائين. جنهن بعد مخدوم بلال جي شاگردي اختيار ڪيائين. سنڌ ۾ مزاحمتي تحريڪ دوران انقلابي قوتن سان ساٿ ڏيڻ بجاءِ سرڪاري نوڪريءَ کي ترجيح ڏنائين. جنهن سبب مرزا شاهه بيگ کيس پنهنجي پٽ مرزا شاهه حسين جو استاد مقرر ڪيو.

**مخدوم بلال جي شهادت:** مخدوم بلال رحمة الله جي شهادت جو مسئلو هميشہ بن راين ۾ ورهايل رهيو آهي. هڪڙا تاريخ جي ڪتابن کي سامهون رکندي سندس شهادت جا انڪاري آهن، جڏهن تہ عوامي تاريخ ۽ روايتون ڪجهه بيوئي ٻڌائن ٿيون، ۽ سندس شهادت جي تاريخ 2 رجب 930هه مطابق 4 مئي 1523 ٻڌائي وڃي ٿي.

**تعليق نمبر (6) صفحو 445**

گلزار ابرار ۾ غوثي سنڌ جي ڪجهه بزرگن جو احوال حضرت مسيح الاولياءَ شيخ عيسيٰ يا ساڻس متعلق ماڻهن کان ٻڌي تحرير هيٺ آندو آهي. ائين ڪٿي چئجي تہ اڪثر اهڙن ئي سنڌي بزرگن جو احوال هن ڪتاب ۾ نظر اچي ٿو جن جو سڌي يا اڻ سڌي طرح هن خانواده سان تعلق رهيو آهي. جيئن: شيخ مبارڪ پاٽائي، مخدوم عباس پاٽائي ثم هنگورجائي، مخدوم نوح، شيخ جلال متو، مخدوم جعفر، شيخ طيب طاب ثره، شيخ اسحاق قلندر، شيخ لاڏ جيوَ سنڌي، تاج العاشقين پور عبدالله سنڌي ۽ اسماعيل سومرو وغيره.

شيخ اسماعيل سومرو بلندپائي جو بزرگ هئڻ باوجود ايڏي شهرت جو حامل نہ هو جو پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي هندستان ۾ مشهور هجي، سندس شهرت نہ رڳو غوثي تائين پهچي بلڪ هو سندس وفات جو سن 998هه بہ معلوم ڪري وٺي. ملا اسماعيل سومره جو سنڌ ۾ رهائش دوران مسيح الاولياءَ ۽ سندس خاندان سان وابستگيءَ جو هجڻ ئي ملا غوثيءَ تائين سندس ذڪر جي پهچڻ جو

سبب بڻيو. ملا اسماعيل سومري جو ذڪر خير گلزار ابرار ڪانسواءِ تاريخ تحفة الڪرام ۽ تذڪره مشاهير سنڌ ۾ پڻ موجود آهي. هي بزرگ سنڌ ۾ ئي مقيم هو هتي ئي رهي دين جي خدمت ڪيائين ۽ سنڌ ۾ ئي وفات ڪيائين. سندس ايرج پور وغيره وڄڻ جو ذڪر ڪنهن تصنيف ۾ نہ ڏنو ويو آهي.

تحفة الڪرام ۾ چاٽايل آهي:

”وڏو ولي ۽ نالي وارو بزرگ هو. چون ٿا ننڍپڻ کان پيريءَ تائين رياضتون ڪيائين. امير بہ هو. طرحين طرحين جا طعام ۽ شربت ناهي حقدارن طالب علمن ۽ مسافرن کي ڏيندو هو. پاڻ جوَن جي مانيءَ سان افطار ڪندو هو. سندس ڪرامتون گهڻيون آهن 998هہ ۾ وفات ڪيائين.“

غوثي پڻ سندس الڳ عنوان تحت ذڪر ڪندي سخا ۽ خانقاه جو ذڪر ڪيو آهي.

سندس مزار ضلع حيدرآباد سنڌ جي هڪ ڳوٺ گلاب لغاري جي ويجهو اگهم ڪوٽ ۾ آهي. سندس ايرج پور وغيره وڄڻ جو ذڪر ڪونہ ٿو ملي. جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ همشيره صاحبہ حضرت زينب رحمة الله عليها کي خواب جي بشارت حضرت اسماعيل پاڻ سنڌ ۾ ئي ڏني. جنهن سان حضرت مسيح الاولياءَ جي زاد بوم پاڻ سنڌ ئي ثابت ٿئي ٿي. حضرت مسيح الاولياءَ جي پيدائش جي وقت بشارت ڏيڻ کان سندس نون سالن جي عمر تائين درس قرآن ۾ رهڻ قرآن جي حافظ تيڻ تائين ڪيترا ئي سال ملا اسماعيل جو سنڌ کان باهر وڃڻ ممڪن نہ ٿو لڳي ڇو جو انهن ايامن ۾ پاڻ هتي مدرسہ قرآن قائم ڪري چڪو هو. جنهن جي سنڀال هو پاڻ ڪندو ٿي رهيو. سندس مختلف ملڪن جي سير جو زمانو بہ گهڻو اڳ جو آهي. حضرت مسيح الاولياءَ جي پيدائش ۽ بعد جي زماني ۾ تہ پاڻ تعليم القرآن ۽ مدرسہ قرآت جي حوالي سان وڏي شهرت ماڻي. سندس اهي مشغلا سنڌ ۾ ئي هئا. درس قرات کان علاوه پاڻ سلسلہ سهروردیہ ۽ قادریہ سان بہ منسلڪ هئا. وفات کان پوءِ درسگاهہ جو انتظام سندس فرزند مخدوم حامد الله سنياليو. والله عالم بالصواب. والله عالم بالصواب.

تعليق نمبر (7) صفحو 485

## "تفسير مجمع البحار"

تاريخ ۾ ڪيترين ئي شخصيتون ۽ ڪتاب. نالن جي هڪجهڙائپ سبب احوالن ۽ تفصيلن جي گڏ وچڙ ٿيڻ جو ڪارڻ بڻيا آهن. انهن مان هڪ "شيخ طاهر محدث سنڌي" ۽ سندس تحرير "تفسير مجمع البحار" بہ آهن.

ڏهين صدي هجريءَ ۾ شيخ محمد طاهر محدث (پٽني) ۽ شيخ محمد طاهر محدث (سنڌي) بہ وڏي ناليوارين شخصيتون ٿي گذريون آهن. لفظ "مجمع البحار" انهن ٻنهي بزرگن جي تصنيفات ۾ پڻ شامل رهيو آهي. اهوئي سبب آهي جو سندن سوانحعمريون پڻ هڪ ٻئي ۾ گڏ وچڙ ٿي ويون آهن. انهيءَ ڪري اسين ٻنهي شيخ طاهر صاحبان جي سوانح ۾ فرق ڪي سمجهڻ ڪان پوءِ ئي سندن تصنيفن ۽ مجمع البحار جي فرق کي بهتر انداز ۾ سمجهي سگهنداسين.

**شيخ محمد بن طاهر پٽني:** هندستان جي ممتاز محدثن مان هڪ آهي. پاڻ 910هه / 1504ع ۾ گجرات جي هڪ واهڻ پَٽن (نهروالہ) ۾ پيدا ٿيو. پٽن کي عربيءَ ۾ فتن ڪري لکيو ۽ پڙهيو ويندو آهي. قرآن حفظ ڪرڻ ۽ ابتدائي علم حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ 944هه ذاري حجاز روانو ٿيو. جتي شيخ علي متقي ڪان فيضياب ٿيو. 950هه ذاري وطن واپس وريو ۽ بوهرن ۾ هندواڻيون رسمون ڏسي، اُنهن جي اصلاح لاءِ جدوجهد شروع ڪيائين ۽ مهدوين خلاف پڻ آواز اٿاريائين. جنهن تي هو سندس مخالف ٿي پيا. 980هه ۾ جڏهن اڪبر گجرات تي حملو ڪيو ۽ پٽن فتح ڪيائين تہ شيخ طاهر سان پڻ ملاقات ڪيائين. ڪيس شيخ الاسلام جو عهدو ڏنائين ۽ پنهنجن هٿن سان سندس مٿي تي عمامو ٻڌائين. جڏهن عبدالرحيم خان خانان گجرات جو ناظم بڻجي آيو ۽ مهدوين جي تحريڪ زور ورتو، تہ هن پهريائين خان خانان جو ڌيان ان ڏانهن ڇڪايو، پوءِ پاڻ آگري وڃي اڪبر سان مليو، ان کي ختم ڪرڻ جي تياري

ڪيائين. 986ھ ۾ سارنگ پور اُجين جي ويجهو مهدوين ڪيس گهيري ورتو ۽ تهجد نماز ۾ ڪيس شهيد ڪري وڌو.

سندس تصنيفن مان "مجمع البحار" مشهور آهي، جنهن جو سڄو نالو "مجمع بحار الانوار" آهي. هيءَ غريب القرآن ۽ غريب الحديث جي تشريح ۽ بين ڪيترن ئي باريڪ علمي نڪتن ۽ بحثن تي مشتمل آهي، ڇڻ تہ هڪ حيثيت سان صحاح ستہ جي شرح آهي، اختصار سبب همعصر اهل قلم بہ ان ڪتاب کي صرف مجمع البحار ئي لکندا رهيا. اخبار الاخيار (999ھ) ۽ گلزار ابرار جي اردو ترجمي اذڪار ابرار ۾ بہ هن ڪتاب جو نالو اختصار سان 'مجمع البحار' ئي لکيل آهي.

## شيخ طاهر محمد پٽني جو بوهره هجڻ:

محدث صاحب پنهنجي تصنيف تذڪره الموضوعات جي ابتدا ۾ لکي ٿو: اصغب عباللہ القوي محمد بن طاهر بن علي الفتني الهندي مڪناً ونسباً و البهرة لقباً الحنفي مذهباً يعني محمد بن طاهر بن علي پٽن جو باشندو سڪونت ۽ نسب جي اعتبار کان هندي ۽ لقب بوهره آهي ۽ حنفي مذهب رکي ٿو.

محمد بن طاهر جي حنفي ۽ سني هجڻ ۾ ڪنهن کي اختلاف ناهي، اڪثر عالم ان تي متفق آهن تہ پاڻ بوهره قوم مان هئا. پر بوهره جن کي اسان اڪثر شيعہ مذهب جو هڪ فرقو سمجهندا آهيون، تنهنجي اسين ڇنڊڇاڻ ڪنداسين تہ ان مان مراد ڇا آهي؟

سلطان محمد تغلق جي زماني ۾ ابن بطوط جڏهن گندهار پهتو تہ راجہ کان علاوه بوهرن جي سردارن جا ڇوڪرا سندس استقبال لاءِ آيا. ان مان ثابت ٿيو تہ ان زماني ۾ بوهره موجود هئا. مجالس المؤمنين ۾ قاضي نوراللہ شوستري المتوفي 1019ھ ۾ لکيو آهي تہ اڄ کان ٽي سوءُ سال اڳ هن مذهب جو هڪ فاضل علي نالي هندستان ۾ آيو ۽ تبليغ ڪيائين.

پر بوهري ان کان گهڻو اڳ موجود هئا. بهرام جي ملاباري "گجرات

ائنڊ گجراتي" ۾ ڄاڻايو آهي تہ بوهري دراصل هندو هئا اهو ئي سبب آهي جو اڄ تائين منجهن هندو عقيدا ۽ رسمون موجود آهن ۽ بوهرن جا نسلي پائر مارواڙ، راجپوتانا ۽ يوپي ۾ آباد آهن ۽ هندو بوهره سڏائن ٿا.

مسٽر آرنلڊ پريچنگ آف اسلام ۾ لکي ٿو تہ هي 1100ع ۽ 1300ع دوران مسلمان ٿيا.

مٿئين حوالن مان سندن قديم تاريخ جا اهڃاڻ ملن ٿا. مير نورالله شوستري وڏيڪ لکي ٿو تہ بوهره پنهنجو معاش حرفت ۽ تجارت جي ذريعہ حاصل ڪن ٿا. جيئن تہ بوهره جو لفظ پنهنجي معنيٰ تي دلالت ڪري ٿو. جنهن جي هنديءَ ۾ معنيٰ تاجر آهي.

303هہ ۾ مشهور مورخ مسعودي پروچ ۽ ڪنائت آيو هو ڄاڻائي ٿو چي مور (متصل بمبئي) ۾ بغداد ۽ بصره ڪانسواءِ ڏهہ هزار بياسره مسلمان آهن. قاموس ۾ آهي والبياسره جيل بالسند ليتا جرهم النواخذ لمحاربتہ العدو والواحد بسيري يعني بياسره سنڌ ۾ هڪ قوم آهي جن کي ناخدا ڪرائي تي دشمنن سان وڙهڻ لاءِ رکن ٿا.

ممڪن آهي ابتدا ۾ جيڪي تاجر جهازن تي انهن کي نوڪر رکي هند-سنڌ ۾ آڻيندا هئا، انهن کي بياسره چوندا هجن بعد ۾ اهو لفظ انهن لاءِ مخصوص ٿي ويو هجي، جيڪي عرب مان اچي مقيم ٿيندا هجن. جيڪو بعد ۾ بوهره ٿيو، گجراتي ۾ "س" کي "هہ" ڪرڻ ۾ دير نہ ٿي لڳي جيئن "سارو" کي "هارو" بوهره لفظ جي معنيٰ عام تاجر هجي يا عرب مان ايندڙ تاجر الغرض اهو لفظ مسلمان تاجرن لاءِ ئي استعمال ٿيندو آيو آهي. واضح رهي تہ مسلمان تاجرن جو پيڙو ڦرجڻ ئي محمد بن قاسم جو سنڌ ۾ اچڻ جو مهڙ بڻيو.

مولانا آزاد بلگرامي ۽ ڪجهہ ٻين مورخن بوهرن کي نو مسلم لکيو آهي. جڏهن تہ عام راءِ اها آهي تہ ڪجهہ نومسلم ۽ ڪجهہ خاندان عربي النسل آهن. هندستان ۾ اڄ بہ ڪيترائي اهڙا علمي عربي النسل خاندان بوهره سڏجن ٿا.

المختصر بوهره قوم هڪ اهڙي جماعت آهي، جيڪا مختلف نسلن ۽ قومن تي مشتمل آهي. ان ۾ سني بہ آهن تہ شيعا بہ عربي النسل بہ آهن تہ هندي النسل بہ ايراني ۽ عراقي بہ آهن تہ قديم الاسلام بہ آهن تہ نو مسلم بہ. تاجر بہ آهن تہ موجوده دور ۾ غير تاجر بہ غرض اها مختلف قومن ۽ نسلن جو مجموعو آهي.

شيخ محمد بن طاهر جو ڏاڏو علي پٽڻ جي وڏن تاجرن مان هو. انڪري اهي بوهره سڏجڻ لڳا. شروع ۾ سني ۽ اسماعيلي بوهره معاشرتي طور هڪ هئا. ان جو نتيجو اهو نڪتو تہ جو اسماعيلي بوهرن جي رسمن جو اثر سنين تي بہ پيو جيڪي هو پنهنجي مذهب مطابق ادا ڪندا هئا. پر قرابت داري ۽ معاشرتي اتحاد سبب خاموش رهيا تي. شيخ پٽني هر ان رسم جي خلاف وعظ ڪرڻ شروع ڪيو جيڪي سني مذهب جي خلاف هيون. جنهن سان اسماعيلي بوهرن ۾ هل چل مچي وئي ۽ سندس مخالفت ڪيائون.

**شيخ طاهر محدث سنڌي:** شيخ محمد طاهر پٽني جي همعصر معروف شخصيت الشيخ العالم الڪبير المحدث العلامة مجد الدين طاهر بن يوسف الحنفي الپاتري السندي الهندي جي آهي. پاڻ 920هـ ڌاري پاٽ سنڌ جي مشهور علمي گهراڻي ۾ تولد ٿيو. ڪحل الجواهر (اردو) قلمي ۾ سندن نسب متعلق هيٺئن لکيل آهي:

> ”شاہد عادل حضرت نعمان ثانی (مخدوم عبدالواحد سیوستانی)
> صاحب البیاض قدس سرہ کتاب کشف الحق تصنیف کی ہوئی
> حضرت مخدوم جعفر بن مخدوم میران عبدالکریم بوبکانی کے حاشیہ پر
> نسب اس حضرت شیخ طاہر قدس سرہ کا مندرج فرماتے ہیں، شیخ
> طاہر بن شیخ یوسف بن شیخ رکن الدین بن شیخ معروف بن شیخ
> شہاب الدین صدیقی سہروردی قدس اللہ سرہ العزیز۔“

هي شجرو مسيح الاولياءَ شيخ عيسىٰ جي عين المعاني ۾ بين خانداني شجرن سان مڪمل مطابقت رکندڙ آهي. سندن والد شيخ يوسف سنڌي نہ صرف سنڌ بلڪ هندستان جي علمي حلقن ۾ وڏي شهرت رکندڙ هئا. پاڻ ويهہ حج ڪيائون.

هندستان جي مختلف شهرن ۾ سندن ارادت جو وسيع حلقو موجود هو. هن "سيلاني عالم" جي شهرت ۽ هندستان جي مختلف شهرن ۾ رابطا، سندس فرزند شيخ طاهر محدث لاءِ برار ايلچ پور (ايرج پور) ۽ برهانپور ۾ آڏرياءُ ۽ بعد ۾ مستقل سڪونت جو باعث بڻيا.

تذڪره گلزار ابرار ۾ حضرت شيخ يوسف سنڌيءَ ڪي ڪجهه رسمي علمن جي حاصل ڪرڻ دوران حضرت مخدوم نوح هالائيءَ جو همدرس ڏيکاريو ويو آهي. پاڻ ۽ سيوهڻ جي خانداني قلمي دستاويزن مان ان حقيقت جي تصديق ٿئي ٿي ته شيخ طاهر محدث سنڌيءَ جي والده ماجده بيبي ڪزبانو حضرت مخدوم نوح جي قريبي عزيزه هئي.

تذڪره مشاهير سنڌ ۾ لکيل آهي ته محدث طاهر بن يوسف سنڌي ڪجهه ظاهري علم پنهنجي والد وٽ حاصل ڪيا، جڏهن ته ڪجهه مخدوم ميان جي ۽ مخدوم جعفر کان پڙهيائون.

غوثيءَ گلزار ابرار ۾ ڄاڻايو آهي ته شيخ طاهر محدث، پنهنجن سَوٽن شيخ معروف ۽ شيخ عثمان، جيڪي سيت پور مظفر ڳڙهه ۾ وڃي رهيا هئا ۽ اتان جي ننڍن وڏن جا مرشد ۽ مُربي هئا، تن کان تصوف ۾ وحدت الوجود جون ڳالهيون سکيون ۽ "مرصاد العباد" جو درس ورتائون. مگر انهن کي صحيح طرح تڏهن سمجهيائون، جڏهن گجرات اچي غوث العالم گواليارِيءَ جي خدمت ۾ رهيا.

## شيخ طاهر جو سنڌ مان هِند وڃڻ:

شيخ طاهر محدث جي مريد ٿيڻ جو واقعو ڪيترن ئي قلمي ۽ ڇاپي ڪتابن ۾ ٿوري گهڻي ڦيرگهير سان موجود آهي. پاڻ ڪنهن سفر دوران جڏهن احمدآباد ۾ لٿل هئا ته کين غوث العالم شيخ محمد غوث گواليارِي قدس سره جي ان شهر ۾ موجودگيءَ جو اطلاع مليو. محدث صاحب ظاهري علمن ۾ وڏي مان مرتبي تي پهتل هئا. ڏينهن رات علمي مشغلن ۾ مڪمل ڌيان سبب روحاني رمزن وارو پهلو ڇڻ رهجيو رهجيو پئي ويو، تنهنڪري غوث گواليارِيءَ سان ملڻ لاءِ فوراً روانا ٿيا. محفل ۾ غوث گواليارِي جڏهن ڏانهن متوجهه ٿيا ته فرمايائون:

شيشه ايشان خوب پاک است چه نيکو
بود اگر شراب درين انداخته شود

يعني: اوهان جو شيشو چڱيءَ طرح پاڪ آهي. ڪيترو نه سٺو ٿئي، جيڪڏهن انهيءَ ۾ شراب وڌو وڃي.

تقويٰ ۽ شريعت جي صاحب شيخ طاهر محدث جي دل تي اها ڳالهه ناگوار گذري ته بزرگ ڪي ماڻهن جي ڀري مجلس ۾ "اُم الخبائث" جو نالو نه وٺڻ ڪيندو هو. طبيعت ۾ محسوس ٿيندڙ ڳراڻ سبب مجلس مان واپس ايندي ئي سفر جي تياري شروع ڪيائون. ڪجهه رستو اڳتي هليا ته ڪين هڪ نئَين کي پار ڪرڻو پيو. جيڪا مينهن جي ڇَرَ جي غلبي سبب ڇولان ڇول وهي رهي هئي. ان نئَين جي ڪناري تان هڪ ٻوٽ ڏٺائون، جتي ترسي پيا، پر ڪجهه ڏينهن گذرڻ جي باوجود نئَين جو پاڻي نه گهٽيو. علائقي جي ماڻهن جو چوڻ هو ته اسان پنهنجي عمر ۾ مينهن جي اهڙي ٻوڏ ۽ نئَين ۾ اهڙو جوش نه ڏٺو آهي. پاڻ موسم سبب ايندڙ خطرن جي پيش نظر جلدي احمد آباد واپس اچي رهڻ جو فيصلو ڪيائون ته پلي مينهن جي پُڇاڻي ٿئي.

هڪ ڏينهن سندن دل ۾ خيال آيو ته الله تبارڪ وتعاليٰ جلشانه قرآن ڪريم ۾ خمر جو نالو وٺڻ فرمايو آهي ۽ رسول پاڪ ﷺ جن به حديث شريف ۾ خمر جو ذڪر فرمايو آهي. پوءِ جيڪڏهن حضرت غوث العالم ماڻهن جي مجلس ۾ خمر جو نالو زبان تي آندو ته ڪهڙي خطا ٿي؟ اهو سوچي شيخ طاهر محدث هڪ دفعو وري غوث العالم جي مجلس ۾ ويا، جن ڪين ڏسندي ئي فرمايو ته: "اوهان ته هليا ويا، پر اسان اوهان کي نه ڇڏيو." پوءِ ته پاڻ سندن صحبت ۾ ڪجهه عرصو رهي پيا ۽ روحاني مقامات ۽ عالي مراتب احسن طريقي سان طئه ڪرڻ فرمايائون. پاڻ نه رڳو خلافت جي منزل تي فائز ٿيا، پر هن عالم بي بدل کي چوڏهن خانوادن جي خلافت پڻ عطا ڪئي ويئي.

راشد برهانپوريءَ پنهنجي ڪتاب "برهانپور ڪي سنڌي اولياءَ" ۾ مٿئين واقعي کي بيان ڪندي انهيءَ ۾ اهو اضافو پڻ ڪري ٿو ته شيخ طاهر سنڌي جو اهو

سفر اهل و عيال ۽ متعلقين سان گڏ هو. ان ڏس ۾ هو كشف الحقائق (قلمي) کي بنياد بڻائي ٿو. ٻنهن لاءِ پاڻ ٿي راءِ قائم ڪري ٿو تہ اهو نسخو خبر ناهي تہ ڪڏهن جو ڪتابت ٿيل آهي.

سليمان بن شيخ سعد الله جو ڪتاب "احوال مشائخ ڪبار" تاليف (حدود 1050ھ کان 1091ھ) جيڪو مرڪز تحقيقات ايران و پاڪستان اسلام آباد مان شايع ٿيو. ان جي صفحي 56 تي لکيل آهي تہ:

"ملا فرحي که بدو واسطه از مريدان فيض آستان..... شاه وجيه الدين است در رساله ڪ مشتمل بر احوال مرشد حضرت شيخ عيسيٰ سندهي تاليف نموده...."

يعني ڪتاب ڪشف الحقائق جو مصنف اسماعيل فرحي، شيخ عيسيٰ سنڌيءَ جو ٻن واسطن سان مريد آهي.

ساڳئي ڪتاب جي آخر ۾ تعليقات اندر فرحيءَ جي پيدائش جو سن 1005ھ ڄاڻايو ويو آهي. جڏهن تہ راشد برهانپوري ڪيس شيخ عيسيٰ (المتوفي 1031ھ) جي صحبت ڪامل ۾ 20 سال رهڻ ۽ ان جي آگاهيءَ سان ان ڪتاب تحرير ڪرڻ جي دعويٰ ڪندي تڪميل جو سن 1061ھ ڄاڻايو ٿو.

متضاد بيان ذهن ۾ رکڻ سان گڏوگڏ مسيح الاولياءَ جي سجادگي ۽ توليت تي انهيءَ دَور ۾ تڪرار واري حقيقت کي پڻ نظر ۾ رکڻو پوي ٿو. پاڻ کي صحيح ۽ حقيقي وارث ثابت ڪرڻ جي جنون ۾ تحريف ۽ تخفيف جي عمل کي رد نہ ٿو ڪري سگهجي. نتيجي طور ڪشف الحقائق جي موجود قلمي نسخن ۾ بيان ڪيل حالتن پٽاندر گهربل نتيجا حاصل ڪرڻ لاءِ تحرير ڪيل احوال کي هڪ پاسي رکي محض نصيحت ۽ وعظ مان استفادو حاصل ڪري سگهجي ٿو.

شيخ طاهر محدث جي هڪ ٻئي همعصر سوانح نگار محمد غوثي شطاري مانڊوي هن مشهور ڪتاب "گلزار ابرار" ۾ سنڌ کان هِند ڏانهن سفر کي "اتفاقي خيال" سان ڳنڍيندي هن طرح بيان ڪري ٿو. اردو ترجمي جا لفظ هي آهن:

آپ کواور آپ کے بڑے بھائی شیخ طیب کو باپ کے ہمراہ سفر کا اتفاق پیش آیا۔ تینوں اشخاص دانائے حقیقت آگاہ شناسائے فضیلت دست گاہ شیخ شہاب الدین سندھی کی ملازمت (خدمت) میں ایک گاؤں کے اندر پہنچے جو شیخ سندھی کے نام زد تھا۔ آپ نے شرح شمسیہ پڑھنے کی التماس کی۔ چونکہ شیخ شہاب الدین نے منطق کا درس اپنے مناسب حال نہیں سمجھا اس واسطے حجۃ الاسلام امام محمد غزالی کی منہاج العابدین پڑھنے کی طرف اشارہ فرمایا۔ کم وبیش دو ہفتہ کے اندر کتاب مذکور کوان تینوں شخصوں نے لکھ کر سبق شروع کر دیا۔ اس کے بعد ہجری سنہ نوسو پچاس (۹۵۰) میں آپ کو یہاں سے خیال سفر ہوا۔ چنانچہ آپ گجرات کی طرف تشریف لے گئے۔ شہر بھروچ میں پہنچ کر غوث العالم شیخ محمد غوث قدس سرہ کی بابرکت صحبت سے بہت کچھ حصہ لیا۔ پھر اس صوبہ سے ملک دکن کی طرف روانہ ہوئے۔"

واضح رهي تہ راشد برهانپوريءَ "برهانپور ڪي سنڌي اولياءَ" جي صفحي 38 تي لکي ٿو تہ: مولانا غوثي حسن پنهنجي تذڪره گلزار ابرار ۾ مسيح الاولياءَ جا حالات ڪشف تان ورتا آهن. جڏهن تہ ڪشف الحقائق جي تڪميل جو سن 1061هہ ٻڌائي ٿو ۽ گلزار ابرار 1022هہ ۾ مڪمل ٿيو. انهيءَ ڪان علاوه ڪشف ۾ سفر جا ڪارڻ بيان ڪندي ٻڌايو ويو آهي تہ: شيخ طاهر محدث ۽ سندس ننڍي ڀاءُ شيخ قاسم مع متعلقين همايون جي آمد سبب پيدا ٿيندڙ خراب حالتن جي پيش نظر اڻ ڇاتل منزل طرف هندستان جو رخ رکيو. جڏهن تہ همعصر غوثي، ڪشف جي برعڪس شيخ يوسف، شيخ طاهر محدث ۽ سندس ڀاءُ شيخ طيب جو علم عرفان جي جستجو ۾ شيخ شهاب الدين واصل جي ڳوٺ مان "اتفاقاً" گجرات وڃڻ جو خيال لکيو آهي. يقيناً اهو سندن اختيار ڪيل هندستان ڏانهن ڪيترين ئي مسافرين مان ڪنهن هڪ سفر جو احوال آهي.

راشد برهانپوري جي چواڻي جيڪڏهن "گلزار" ۾ بيان ڪيل احوال ڪشف تان ورتل آهي تہ پوءِ چئبو تہ اهو ڪشف الحقائق اسان تائين پهچڻ بجاءِ تحريف ۽ تخفيف ٿيل نسخو پهتو آهي، جنهن ڪي بنياد بڻائي "برهانپور ڪي سنڌي اولياءَ" لکيو ويو. ڇو جو گلزار ۽ ڪشف جي راشد برهانپوريءَ

واري نسخي ۾ هِند ڏانهن سفر متعلق واضح تضاد موجود آهي.

اهوئي سبب آهي جو سنڌي ادبي بورڊ، "برهانپور کے سندهي اولياء" کي تعليقات سان شايع ڪرڻ جو بندوبست ڪيو.

غوثي شيخ طاهر کي گجرات پروچ ۾ غوث عالم جي صحبت ۾ رهڻ کان پوءِ سندن سفر دکن طرف ڏيکاري ٿو، جتي هو مخدوم "ميان جي" جي ارادت جي حلقي ۾ داخل ٿيا. اتي ڪيترو عرصو رهيا ۽ انهيءَ وچ ۾ پاڻ ۽ سندس والد شيخ يوسف ۽ پاءُ شيخ طيب پنهنجي وطن پاٽ (سنڌ) ۾ ڪيترا دفعا آيا ويا. تنهن جي ذڪر ڪرڻ کان سواءِ هو ڪين ڪجهہ عرصي کان پوءِ ايرج پور (ايلچ پور) ۾ قيام ڪندي ڏيکاري ٿو ۽ خلافت جو خرقو بہ انهيءَ شهر ۾ مرشد کان وٺندي ڏيکاري ٿو، پر اهو واضح نہ ٿو ڪري تہ ذڪر ڪيل ٻن مان ڪهڙي مرشد کان ورتائون. ان شهر ۾ پاڻ ڪجھ عرصو رهيا، جڏهن احمد نگر جي مرتضيٰ نظام الملک ايرج پور تي قبضو ڪيو ۽ ڪيترا ماڻهو برار ڇڏڻ تي مجبور ٿيا. انهن ڏينهن ۾ شيخ طاهر محدث خانديش جي واليءَ جي درخواست تي برهانپور ۾ اچي رهيا. 1004هہ ۾ اتي ئي وفات ڪيائون، ڪين سندن عبادت جي حجري ۾ دفن ڪيو ويو. ڪجهہ عرصي کان پوءِ عبدالرحيم خان خانان حجري جي جڳهہ تي پختي پارهن دري نهرائي. اها پارنهن دري حضرت مسيح الاولياءَ شيخ عيسيٰ جنداللهؒ جي احاطي ۾ مرجع خلائق آهي. سندن وصيت هئي تہ مٿن ڪوبہ مقبرو يا گنبذ نہ تعمير ڪيو وڃي. پاڻ ڪيتريون ئي تصنيفون ڇڏيائون، جن مان "تفسير مجمع البحار" مشهور آهي. هن تفسير متعلق غوثي لکي ٿو تہ: لطائف قشيري جي طرز تي تحرير ٿيل آهي، جنهن ۾ طائفہ صوفيہ قدس سرهم جا نڪات ۽ اشارات تمام گهڻا موجود آهن. هن ناياب تفسير جا ڪجهہ صفحا غوثيءَ "گلزار ابرار" ۾ ۽ مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ (المتوفي 1031هہ) پنهنجي "تفسير انوار الاسرار" ۾ نقل ڪيا آهن.

شيخ طاهر محدث سنڌيءَ جي پائٽي مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ جندالله پڻ هڪ معرڪة الآرا تفسير "انوار الاسرار" جي نالي سان لکيو. اداره پاٽ

هائوس (حيدرآباد) 1998ع ۾ سورة الطور کان سورة الحديد تائين ڪل ڇهه سورتون ۽ ارڙهن رڪوع ڇپرايا. جنهن ۾ شيخ عيسىٰ پڻ جابجا تفسير "مجمع البحار" جا حوالا ڏنا آهن. انهن جا اقتباس هتي پيش ڪرڻ سان هڪ تہ ان ڳالهہ جي تصديق ٿئي ٿي تہ تفسير "مجمع البحار" شيخ طاهر ابن يوسف محدث سنڌيءَ جن جو ئي تحرير ٿيل آهي، جيڪي حضرت مسيح الاولياءُ رح جن جا چاچا پڻ ٿين. ٻيو تہ همعصر عالمن آڏو تفسير "مجمع البحار" جي اهميت بہ ثابت ٿئي ٿي.

**تفسير انوار الاسرار مان ڪجهہ اقتباس:**

**صفحو 53:**

(1) وفي مجمع البحار عن بحر الحقائق الكلام يشير الي ان طبيعة الانسان متنفرة عن حقيقة الدين مجبولة علي حب الدنيا وشهواتها والجوهر الروحاني الذي جعل علي فطرة الاسلام في الانسان مودع بالقوة كالجوهر في الجسد....

ترجمو: "تفسير مجمع البحار ۾ تفسير بحر الحقائق جي روايت نقل ڪئي وئي آهي تہ ڪلام هن ڳالهہ ڏانهن اشارو ٿو ڪري تہ بيشڪ انسان جي طبيعت دين جي حقيقت کان نفرت ڪندڙ آهي جا دنيا ۽ ان جي خواهشات جي محبت تي خلقيل آهي ۽ روحاني جوهر اُهي آهن، جيڪي اسلام جي فطرت تي انسان ۾ پيدا ڪيا ويا آهن....."

**صفحو 112:**

(2) وفي مجمع البحار للشيخ المختار طاهر الاطهار عن التفسير المعيني فلما بلغ فوق السموات في مكان مرتفع وصحبه جبرئيل حتي جاوز سدرة المنتهيٰ فقال له جبرئيل اني لم اجاوز.

ترجمو: "تفسير مجمع البحار طاهر الاطهار شيخ طاهر محدث جو لکيل آهي، تنهن تفسير مغينيءَ کان روايت ڪئي آهي تہ: "جڏهن رسول الله ﷺ جن آسمانن جي مٿان بلند مڪان تي پهتا ۽ سندن رفاقت ۾ حضرت جبرئيل عليه السلام پڻ هو- ايتري تائين جو سدرة المنتهيٰ کان لنگهيا. پوءِ

حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ عرض ڪيائون تہ آءٌ هن جاءِ کان اڳتي نہ هلندس....“

صفحو 217:

(3) وفي مجمع البحار للعم المختار عن العرش اذا جاهدوا النفس وقهروها بتائيد الله او صلي الله عليه وسلم الىٰ مقام مشاهداته وهي جنة العارفين فاذا بلغوا الي درجات المعرفة لم يحتاجوا الي نهي النفس....

ترجمو: ”ءِ چاچا سائين جي تفسير مجمع البحار ۾ ڄاڻايل آهي تہ: جڏهن الله تعالىٰ جل شانہ جا ٻانها الله رب العزت ءِ سندس رسول مقبول ﷺ جي تائيد ۾ مقامات مشاهدات تائين نفس سان جهاد ڪندا آهن ءِ متس ڏاڍ ڪندا آهن تہ اهو عارفن جو بهشت آهي، پوءِ جڏهن معرفت جي درجن کي پهچندا آهن تہ نفس کي خواهشات کان روڪڻ لاءِ محتاج نہ ٿيندا آهن... .“

صفحو 286:

(4) وفي مجمع البحار للعم المختار اكثر المفسرين علىٰ انه اشارة الىٰ انة تعالىٰ يصون من عذاب الدنيا كل من شكر نعمة الله بالطاعة والايمان....

ترجمو: ”چاچي محترم حضرت شيخ طاهر محدث جي تفسير مجمع البحار ۾ مذڪور آهي تہ اڪثر مفسرين جو هي خيال آهي تہ الله تعالىٰ جل شانہ هر ان ماڻهوءَ کي جنهن سندس نعمت جو شڪر فرمانبرداري ءِ ايمان سان ادا ڪيو، تنهن کي دنيا جي عذاب کان بچائي ٿو.....“

صفحو 295:

(5) وفي مجمع البحار عن عائشة رضي الله عنها ان النبي صلي الله عليه وسلم قال مجوسي هذه الامة القدرية....

ترجمو: ءِ تفسير مجمع البحار ۾ حضرت بيبي عائشہ رضي الله عنها کان روايت نقل ڪئي ويئي آهي تہ: حضور انور ﷺ جن فرمايو تہ: قدرية هن امت جا مجوسي آهن.

صفحو 298:

(6) وفي مجمع البحار عن اللطائف في الحديث لكل امـة مجوس ومجوس امتي القدرية الذين يقولون لا قدر...."

ترجمو: ۽ تفسير مجمع البحار ۾ ڪتاب لطائف مان نقل ڪندي لکي ٿو تہ حديث ۾ آهي تہ (حضور ﷺ جن فرمايو تہ) هرهڪ امت ۾ مجوسي هوندا آهن ۽ منهنجي امت جا مجوسي قدريہ آهن، جيڪي چون ٿا تقدير ڪانہ آهي....

صفحو 351

(7) وفي مجمع البحار للعم المختار الشيخ طاهر الاطهار سئل رسول الله صلي الله عليه وسلم عن ذالک الشان فقال من شانه ان يغفر ذنبا ويفرج كربا ويرفع قوما ويضع آخرين.

ترجمو: "چاچي سائين شيخ طاهر جن مجمع البحار ۾ فرمايو آهي تہ: رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جن کان سوال ڪيو ويو تہ اهو شان ڇا آهي؟ (قرآن جي آيت کل يوم هو في شان) پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعاليٰ جل جلاله جي شان مان هيءَ ڳالهہ آهي تہ گناهن کي بخشڻ، ڏک ڏور ڪرڻ، ماڻهن کي ترقي ۽ تنزل تي آڻڻ يعني هڪ قوم کي بلند ڪرڻ ۽ ٻيءَ قوم کي پست ڪرڻ......"

صفحو 378 (8):

وفي مجمع البحار للعم المختار عن جامع البيان لا ينظرون الي الغير.

ترجمو: چاچي سائينءَ جي تفسير مجمع البحار ۾ جامع البيان کان روايت آندل آهي تہ: هو (جنتي زالون) پنهنجي مڙسن سان پيار ۽ محبت ڪرڻ کري غير مردن ڏانهن نہ ڏسنديون.

صفحو 389

(9) وفي مجمع البحار للعم المختار قدس سره عن النيسابوري اسفل منهما في المكان او في الفضل او فيهما وهو الاظهر.

ترجمو: منهنجي پياري چاچي شيخ طاهر محدث قدس سره پنهنجي تفسير مجمع البحار ۾ تفسير نيشاپوري کان هڪ روايت آندي آهي تہ: هي ٻئي باغ ٻهرين ٻن باغن کان جاءِ جي اعتبار کان يا فضيلت جي اعتبار کان يا جو ڪجھہ انهن ٻنهي باغن ۾ آهي، مرتبي ۾ گهٽ آهن ۽ اها ظاهر ڳالھہ آهي....."

**صفحو 395**

(10) وفي مجمع البحار عن ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنه الخيمة درة مجوفة فرسخ في فرسخ فيها اربعة آلاف مصراع من ذهب....."

ترجمو: تفسير مجمع البحار ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنه کان روايت مرقوم آهي تہ: جنت ۾ هڪ خيمو کوکلي موتيءَ جو هوندو، جنهن جي ويکر ۽ ڊيگھہ هڪ هڪ فرسخ هوندي، ان ۾ چار هزار دروازا هوندا ۽ سيني جون چائنٺون سون جون هونديون.

(11) وفي مجمع البحار مرفوعا ان ارتفاعها کما بين السماء والارض.

ترجمو: مجمع البحار ۾ مذکور آهي تہ اهي بسترا وڏا اوچا هوندا ۽ ٻنهي بسترن جي وچ ۾ ايترو مفاصلو هوندو، جيترو آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ آهي.

غوثي، تفسير مجمع البحار جي متعلق وڌيڪ لکي ٿو تہ، "هڪ ڏينهن ان تفسير جا ڪجھہ جزا ڪشف ۽ شهود ۾ مستغرق شيخ لشڪر محمد عارف شطاري قدس سره جي نظر مان گذريا تہ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ فرمايائين تہ هن رنگين ڪتاب جو مصنف پنهنجي حسنات جي جزا جو اندازو شايد قيامت جي ڏينهن ئي لڳائي سگهي ٿو، ڇو جو اهو اندازو اڄ ان حسنات جي ڪيفيت بيان ڪرڻ سان ادا نہ ٿي سگهندو."

ان تفسير جي شهرت جو اندازو ان مان بہ لڳائي سگهجي ٿو تہ فاضل مصنف جڏهن ان کي لکي رهيا هئا تہ غوثيءَ جي تحرير مطابق وقت جي حاڪم عادلشاھ فاروقي [راجہ علي خان] عرضداشت پيش ڪئي تہ ان عظيم تفسير جي ڪنهن

کند ۾ جيڪڏهن منهنجو نالو لکيو وڃي تہ اهو سندس لاءِ دارين جي برڪت جو باعث ٿيندو.

شيخ طاهر محدث سنڌي طفال خان جي نالي هڪ "ابتدائيه" تفسير ۾ تحرير ڪري چڪا هئا. انڪري خطبه ثاني راجہ علي خان جي استدعا تي تحرير ڪيائون. ان واقعي جو "گلزار ابرار" جي اردو ترجمي ۾ تفصيل هن طرح ڄاڻايل آهي:

> "فرمانروائے صوبے (خاندیس) علی عادل شاہ فاروقی [راجے علی خان] نے مولانا حسین شیرازی کو جو حکمت کے فنون اور عقلی علوم میں اپنا نظیر نہیں رکھتے تھے اور ندیم خاص جلال خان براری کو، جن کو رسمی علوم میں دستگاہ تھی، مصنف (شیخ طاہر محدث سندھی) کی خدمت میں بھیجا تھا اور التماس کی تھی کہ اگر اس پاسبان خلائق کا عہد اس کتاب میں درج کیا جائے تو غایت درجہ عنایت ہوگی۔ آپ نے یہ التماس قبول فرمائی، اس وجہ سے کتاب ہٰذا کا خطبہ دوطرح پر واقع ہوا۔"

ان معرڪة الاراء تفسير جي اشاعت ۽ حفاظت کان برهانپور وارن جي عدم دلچسپي حيرت جوڳي آهي. جيڪڏهن علامه غوثي ان عظيم تفسير جا نمونا پيش نہ ڪري ها تہ سنڌ جي هڪ عالم فاضل جي اها ڪاوش بنان ڪنهن تعارف جي تاريخ جي گمنام گوشي ۾ هلي وڃي ها. ان جو هڪ وڏو سبب يقيناً شيخ طاهر محدث ۽ سندن پائنٽي مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ جندالله پاٿائي ثم برهانپوري جن جي وفات کان پوءِ سندن لائق فائق حقيقي اولاد ڪي عظيم ڪتب خانہ مسيحي ۽ خانقاه جي معاملن کان رفتہ رفتہ دور ڪرڻ هو.

راشد برهانپوري، 'برهانپور ڪي سنڌي اوليا' ۾ 1265هہ ڌاري سنڌي پوره جي تباهي هڪ وڏي باهہ لڳڻ سبب بيان ڪري ٿو. جڏهن ڪيترين ئي عمارتون سڙي خاڪ ٿي ويون. سواءِ حضرت مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ جندالله ۽ سندس چاچي مڪرم شيخ طاهر محدث جي مزارن ۽ ان سان لاڳاپيل مزار ۽ مسجد، جيڪي محفوظ رهيون. ڪجهہ ماڻهو انهيءَ سانحي ۾ سنڌي پوره جي علمي خزاني جي ختم ٿيڻ جي پڻ ڳالهہ ڪن ٿا. جڏهن تہ برهانپور ۾ موجود ذڪر ڪيل

بزرگن جي ڏھناڻ ۽ عزيزن، بنده تي خطن ذريعي واضح ڪيو آھي تہ اھو علمي خزانو ورھاڱي وقت سندن عزيز سيد شريف الدين پيرزادو پاڻ سان (پاڪستان) کڻي ويو. والله اعلم.

### "مجمع البحار" متعلق اقتباسَ:

"گلزار ابرار" جي مصنف باوجود ملاقي ۽ همعصر ھئڻ جي مغالطي سبب ڪيترئي غلطيون ڪيون آھن. تفسير "مجمع البحار" ۽ "مجمع بحار الانوار" جا مڪمل نالا ڏيڻ بجاءِ سهواً صرف "مجمع البحار" لکندو رھيو- پوءِ پڻي اھو شيخ طاھر محدث سنڌيءَ جو ذڪر ھجي يا شيخ محمد طاھر پٽنيءَ جي سوانح جو.

همعصر سوانح نگار غوثي، "گلزار ابرار" ۾ ياد شيخ محمد ابن طاھر (پٽني) نهروالہ جو ذڪر ڪندي لکي ٿو: "مجمع البحار نالو ھڪ مشڪل ڪشا شرح احاديث جي صحاح ستہ تي آھي، جيڪو سندس ئي قلم سان لکيل آھي."

شيخ طاھر محدث سنڌي جي احوال ۾ وري غوثي ھن طرح رقمطراز آھي: "ذڪر ڪيل تصنيفن مان ھڪ تفسير 'مجمع البحار' آھي، جيڪو لطائف قشيريءَ جي اسلوب تي طائفہ صوفيہ قدس سره جي نڪتن ۽ اشارن تي مشتمل آھي."

ھڪ ٻيو همعصر مصنف شيخ عبدالحق محدث دھلوي پنھنجي تصنيف اخبار الاخيار ۾ شيخ طاھر پٽني متعلق ڄاڻائي ٿو: "و در علم حديث تواليف مفيده جمع کرد از انجملہ کتابي است کہ متکفل شرح صحاح است مسمي بہ "مجمع البحار" و رسالہ ديگر الخ"

مولانا غوثي گلزار ابرار ۾ مجمع البحار جي مصنف جو نالو شيخ محمد ابن طاھر نهروالہ لکيو آھي. غلام علي آزاد بلگرامي مآثر الڪرام ۾ مجمع البحار جي مصنف جو نالو شيخ محمد بن طاھر الفتني (پٽني) لکيو آھي ۽ ان ڪتاب جو نالو غرائب الحديث لکيو آھي. علي شير قانع تحفة الڪرام ۾ ۽ مفتي غلام سرور لاھوري خزينة الاصفياء ۾ جيڪو شيخ طاھر لاءِ لکيو آھي، اھو اخبار الاخيار جو نقل آھي.

مولوي خليل الرحمان برهانپوري "تاريخ برهانپور" (مطبع مجتبائي دهلي 1327هه) ۾ شيخ علي متقي رحمة الله عليه جي خليفن جو ذڪر ڪندي بين نالن سان گڏ شيخ محمد طاهر پٽني (مصنف ڪتاب مجمع البحار) جو پڻ ذڪر ڪيو آهي، مگر ڪتاب جو نالو صرف مجمع البحار لکيو اٿس. سندس موضوع کھڙو آهي، تنهن جو ذڪر ئي نہ ڪيو اٿس.

ساڳئي ڪتاب ۾ حضرت مولانا شيخ قاسم (والد مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ جندالله پاٽائي سنڌي) جي ذڪر ۾ تاريخ الاولياء جو حوالو ڏيندي چوي ٿو:

''وہ (شیخ قاسم سندھی) فرزند مولانا سندھی برہانپوری کے اور بھائی شیخ محمد پٹنی صاحب مجمع البحار کے تھے۔ حضرت شاہ عیسیٰ جنداللہ خلف الصدق حضرت شیخ محمد قاسم کے ہیں۔''
(تاریخ برہانپور ص۱۲۶ طبع ثانی مطبوعہ کوثر پریس برہانپور)

تاريخ برهانپور جي انهيءَ اقتباس مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ نہ رڳو اهل سنڌ جي ڪجهہ عالمن ۾ شيخ طاهر سنڌي پاٽائي ۽ شيخ طاهر پٽني متعلق مغالطو رهيو، بلڪ اهل برهانپور پڻ سندن متعلق احوال کي گڏ وچڙ ڪري ويا آهن ۽ سندن تصنيفن متعلق پڻ غلط فهميءَ جو شڪار ٿي ويا آهن. مخدوم محمد روشن 1356هه / 1937ع ۾ تاريخ پاٽ لکي تنهن ۾ پڻ ٻنهي طاهر صاحبان جو احوال پاڻ ۾ ملائي ويو آهي. اهو ڪتابڙو تحرير ڪرڻ وقت فاضل مصنف يقيناً تاريخ برهانپور ۽ ٻيا اهڙا ڪتاب سامهون رکيا هوندا.

علي شير قانع ٺٽوي تحفة الڪرام جلد اول ۾ لکي ٿو:

"و در علم حديث تواليف مفيد جمع کرد از انجمله ڪتابي است ڪہ متکفل شرح صحاح ستہ مسمي بہ مجمع البحار و رساله ديگر."

هي اخبار الاخيار جو لفظ بہ لفظ نقل آهي.

غلام علي آزاد بلگرامي مآثر الڪرام ۾ شيخ طاهر الفتني قدس سره جو ذڪر ڪندي لکي ٿو:

"تواليف مفيده وارد مثل البحار و غريب الحديث.... الخ"

خزينة الاصفياءَ جلد اول ۾ غلام سرور لاهوري شيخ طاهر گجراتيءَ جو ذڪر ڪندي هينيان لفظ استعمال ڪيا:

"و در علم حديث تواليف مفيد جمع کرد از انجمله کتابي است کہ متکفل صحاح است مسمي مجمع البحار و رساله ديگر.... الخ"

شيخ طاهر محدث سنڌي ۽ شيخ طاهر پٽني لاءِ تاريخ اولياءَ (اردو) ۾ هن طرح لکيل آهي:

""محدث بے بدل مفسر بے عدیل فقیہ لاثانی تھے اور مکہ میں شیخ علی متقی سے خرقہ خلافت حاصل کیا اور پھر اپنے وطن کی جانب آ کر تمام بدعات کو ملک گجرات سے دور کیا۔ تصانیف آپ کی متکفل شرح صحابہ [يقيناً هي لفظ صحابہ نہ صحاح آهي] مسمی مجمع البحار""

هڪ ٻئي هنڌ شيخ محمد طاهر پٽني [پاٽائي] محدث جي حالات ۾ لکي ٿو:

""شیخ برخوردار سندی و شیخ اجل علی ابن حسام الدین متقی سے فیض کثیرہ حاصل کیا۔ بڑے متقی پرہیزگار صاحب تصانیف کثیرہ ہیں۔ چنانچہ مجمع البحار تذکرہ موضوعات وغیرہ......""

ڪجھ مصنفين آڏو پٽني (پٽڻ) ۽ پاٽائي (پاٽ) لفظ پڻ مغالطي جو سبب بڻيا آهن.

آزاد بلگراميءَ جي "سبحة المرجان" ۾ ڏنل شيخ طاهر محدث ۽ سندس ڏهٽي شيخ عبدالقادر مڪي مفتي مڪه شريف جو احوال ڪڏهن شيخ طاهر پٽني ۽ ڪڏهن پاٽائي سان گڏ وچڙ ڪيو ويو آهي. اهو پڻ واضح ڪندو هلجي تہ اڪثر تاريخن ۾ شيخ پٽنيءَ جو نالو شيخ محمد بن طاهر پٽني گجراتي ڄاڻايل آهي. گلزار ابرار جو صاحب غوثي پڻ شيخ پٽنيءَ جو همعصر آهي. هن جي ڪتاب ۾ اسماء الرجال جي فهرست حروف تهجي جي حساب سان ترتيب ڏنل آهي. "ط" جي باب ۾ صرف شيخ طاهر محدث پاٽائيءَ جو نالو ڏنل آهي. شيخ طاهر پٽنيءَ جو موجود ڪونهي. جڏهن تہ "م" جي عنوان ۾ شيخ محمد بن طاهر پٽني موجود آهي. ڪنهن نثري مضمون جي ڪتابت جو معاملو هجي تہ

ڪتابت جي غلطيءَ جو گهڻو امڪان رهي ٿو. جڏهن تہ اهو امڪان نالن جي فهرست جوڙڻ ۾ گهٽ ٿي ٿئي ٿو. ان ڪان علاوه اڪثر تذڪرن ۾ شيخ طاهر پٽنيءَ جو نالو شيخ محمد بن طاهر پٽني نظر اچي ٿو. تازو اداره اسلاميات لاهور جو ڇپايل ڪتاب "المغني" نظر مان نڪتو، جيڪو شيخ محمد بن طاهر پٽنيءَ حديث جي راوين جي نالن جي صحيح تلفظ ڄاڻڻ لاءِ تحرير ڪيو هو. ان تي پڻ سندس نالو محمد بن طاهر الحنفي گجراتي صاحب مجمع بحار الانوار لکيل آهي. ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ صاحبِ مجمع بحار الانوار جو اصل نالو شيخ محمد بن طاهر پٽني گجراتي آهي، جيڪو سهواً شيخ طاهر پٽني لکيو ۽ پڙهيو وڃي ٿو.

**شيخ طاهر سنڌيءَ جون تصنيفون:**

(1) مختصر قوة القلوب

(2) منتخب مواهب لدنيه

(3) ملتقط جميع الجوامع سيوطي

(4) موجز قسطلاني: غوثي لکي ٿو تہ ان ڪان وڌي بخاريءَ تي ڪابہ شرح موجود نہ آهي. وڏا ٻارنهن دفتر ٻن لکن ٻيتن [سطرن] ۾ مختصر ٿيل آهن.

(5) تفسير مدارڪ: غوثيءَ جي بيان مطابق اهو ڪتاب پنهنجن ٻن فرزندن شيخ عبدالله ۽ رحمة الله واسطي لکيائين ۽ اُن جي شروعات هن طرح ڪيل آهي: "قال ابو عبدالله طاهر بن يوسف رحمة الله"

(6) اسامي رجال صحيح بخاري: هيءَ شرح ڪرمانيءَ جي طرز تي آهي.

(7) رياض الصالحين: هن جي فهرست ٽن حصن ۾ ورهايل آهي، جن کي روضن جو نالو ڏنو ويو آهي.

**روضۂ اول:** احاديث صحيح جو بيان

**روضۂ ثاني:** مشائخ عظام، غوث پاڪ، امام غزالي، ابو طالب، شيخ الشيوخ عمر بن محمد شهاب الدين سهروردي، زين الدين، شيخ علي متقي

**روضۂ ثالث:** اهل عرفان ۾ وجدان متعلق عبارتون.

حضرت شيخ طاهر کي پنهنجي دور جو ڪامل ولي ۽ عالم بي بدل تسليم ڪيو وڃي ٿو. ان دور جا وڏا وڏا عالم ۽ صوفي سندن صحبت ۾ چند گهڙيون ميسر ٿيڻ کي سعادت دارين تصور ڪندا هئا. ڪين ٽيهہ هزار حديثون زباني ياد هيون.

مددي ڪتاب:

(1) تفسير انوار الاسرار
(2) ڪحل الجواهر اردو قلمي (ڪتب خانہ ذاتي)
(3) گلزار ابرار
(4) پاٽ پراڻيءَ جي تاريخ
(5) تاريخ باب الاسلام
(6) انساب مشائخ سيوستان
(7) برهانپور کي سندهي اولياءَ

**تعليق نمبر(8) صفحو 485**

## شيخ شهاب الدين السهروردي الپاٽائي (ثاني)

## (802- 894هہ) مدفن بکر

نسب:

شيخ شهاب الدين السهروردي ثاني الپاٽائي بن ابو محمد عبدالله نورالدين (786- 849هہ / 1384- 1445ع) بن شيخ سراج الدين ابراهيم (732- 811هہ / 1336- 1408ع) بن شيخ وجه الدين (699- 780هہ / 1299-1378ع) ابن شيخ مسعود (739- 848هہ) ابن شيخ رضي الدين (632-695هہ / 1234-1295ع) بن شيخ قاسم (589- 652هہ) ابن شيخ محمدو هو معروف شيخ احمد عمادالدين عمادي (ڄم 558هہ-659هہ) ابن الشيخ الشيوخ سيدنا عمر بن محمد شهاب الدين السهروردي البغدادي البکري ڪبير 539-632هہ)

مٿي ڄاڻايل شجرو نہ صرف پاٽ ۽ سيوهڻ جي علمي "صديقي خاندان" جي ڪرسي نامہ. جاگير جي سند ۽ ٻين دستاويزات ۾ موجود آهي، بلڪ پير حسام الدين راشدي صاحب "تذڪره مشاهير سنڌ" ۾ مخدوم عبدالواحد ڪبير جي ذڪر جي حواشيہ طور جيڪو شجرو ڏنو آهي، سو پڻ مٿئين شجره سان مطابقت رکندڙ آهي. تحفة الڪرام واري ملتان شهر جو ذڪر ڪندي بهاء الدين ذڪريا ملتاني سهرورديءَ جي احوال ۾ سندس نسب بيان ڪيو آهي ۽ سندس ٻہ مختلف شجرا ڏنا آهن، جنهن مان پهريون شجرو جيڪومٿئين شجره سان مطابقت رکندڙ آهي. تنهن ڪي لکڻ کان پوءِ چوي ٿو تہ: "پهرئين لکئي موجب شيخ صديقي گهراڻي مان آهي ۽ ٻئي شجري موجب اسدي."

حقيقت ۾ پهريون شجره شيخ شهاب الدين ثاني سهرورديءَ سان تعلق رکي ٿو، نہ ڪي بهاءَ الدين ذڪريا ملتاني سهروردي جو آهي، تحفة الڪرام بهاء الدين السهروردي ملتاني جي پهرئين شجره طور ڏنل نالا جيڪي سندس چواڻي تہ "صديقي گهراڻي" جا آهن، سي اصل ۾ شيخ شهاب الدين صديقي پاٽائي ثاني ۽ شيخ الشيوخ عمر بن محمد شهاب الدين بغدادي سهروردي (اول) جي وچ وارين پيڙهين جا آهن. اهي ئي نالا پير حسام الدين راشدي تذڪره مشاهير سنڌ ۾ حواشيہ طور جيڪو شجرو ڏنو آهي، ان ۾ ٿوري ڦير گهير سان موجود آهن.

جديد تحقيق موجب جنهن ۾ ملتان جي بزرگن جا پنهنجا دستاويز ۽ شجره پڻ شامل آهن، حضرت بهاء الدين ذڪريا سهروردي ملتاني "صديقي گهراڻي" سان تعلق نہ ٿو رکي. البت تحفة الڪرام واري ڪي سندس "صديقي گهراڻي" سان مغالطو ٻن سببن جي ڪري ٿي سگهي ٿو. هڪ تہ ملتان جي بزرگن جو تعلق پڻ عرب جي قريش سان ڏيکاريو وڃي ٿو ۽ هو قريشي مشهور العصر آهن ۽ صديقي پڻ قريش جي هڪ شاخ آهن. ٻيو تہ تاتارين جي هٿان عروس البلاد بغداد جي تباهي ۽ افراتفري سبب عراق جي عالمن ۽ خاندانن بغداد ڇڏي "بغداد ثاني" ملتان ۽ سنڌ هند جي ٻين شهرن ۾ آباد ٿيڻ شروع ڪيو. انهن مان هڪ "صديقي گهراڻو" شيخ الشيوخ شهاب الدين السهروردي بغدادي جو هو. اهو گهراڻو جيئن تہ ملتان جي بزرگن جو مرشد گهراڻو هو،

انڪري ڪيس هن علائقي ۾ آباد ٿيڻ ۾ نه رڳو آساني ٿي بلڪ انهن پنهي گهراڻن جون مٿيون مائٽيون پڻ ان مغالطي جو سبب بڻيون. ايتري حدتائين جو بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني سهروردي پنهنجي مرشد شيخ شهاب الدين السهروردي بغدادي جي ويجهي عزيز فخر الدين عراقي کي نه رڳو پنهنجو داماد بڻايو، بلڪ ڪيس پنهنجو جاءِ نشين به مقرر ڪيائين، جنهن ڳالهه تي ڪن سببن ڪري عمل نه ٿي سگهيو.

"انساب مشائخ سيوستان" قلمي پڻ تحفة الڪرام جي ان مغالطي طرف اشارو ڪندي لکيو آهي ته: "شيخ شهاب الدين ثاني سهروردي پاڻائي ۽ شيخ الشيوخ شهاب الدين (اول) بغدادي سهروردي ۾ نالن جي مغالطي سبب پيڙهيون رهائي ويو آهي" جتي شيخ شهاب الدين (اول) بغدادي جو نالو اچڻ گهرجي . اتي سيدنا ابو بڪر صديق جو نالو ڏنو اٿس، اهو سمجهندي ته شايد شيخ شهاب الدين (ثاني) ئي شيخ شهاب الدين بغدادي (اول) آهي.

احوال:

تذڪره مشاهير سنڌ ۾ شيخ شهاب الدين سهروردي ثاني لاءِ چاڻايل آهي ته:

"هيءُ بزرگ سنڌ جي صديقي خاندان سيوهڻ، پاٽ ۽ برهانپور وارن جو وڏو ڏاڏو آهي، هن شهاب الدين جو مفصل احوال معلوم نه ٿي سگهيو آهي. سندس اولاد سموري هندستان ۾ علم ۽ فضيلت جي زيور سان آراسته آهي."

المڪتوب الحبيب قلمي ان سلسلي ۾ ڪجهه وضاحت ڪان ڪم وٺندي لکي ٿو ته:

"حضرت سهروردي عمر صديقي (شيخ شهاب الدين اول) قدس سره جي اولاد مان سنڌ ۾ شيخ شهاب الدين صديقي سهروردي ثاني عالم ۾ مشاهير العصر هو، جئين عمر بن عبدالعزيز فاروقي کي فاروق ثاني چوندا ويا هوا. تيئن هن شيخ شهاب الدين صديقي کي به سهروردي ثاني چوندا اسها. هر ڪنهن ڪتاب خصوص تحفة الڪرام ۽ تاريخ طاهري ۽ نعمت الهي وغيره اوراقن ۾ ڪٿس شهاب الدين صديقي (اول بغدادي) سمجهي لکندا اچن ۽ ڪن شهابي سهروردي ڪري لکيو آهي. پر سڀ ڪان اثبات حقيقت هي آهي ته

خود حضرت عين العرفاقطب الاقطاب مسيح الاولياءَ (شيخ عيسي جند اللہ) پاٽائي برهانپوري پنهنجي تصنيفات ڪتب ۾ جهڙو ڪتاب عين المعانيءَ جي ديباچہ ۾ پنهنجو نسب شيخ شهاب الدين (ثاني) تائين متفق لکي ڪٽس شهابي سهروردي ڄاڻايو آهي. 989ھ ۾ اهو ڪتاب مطبوع ٿيل آهي، گهڻن وٽ موجود آهي. اهو اهڃاڻ اهڙي ولي اڪمل عادل شاهد جو ڪافي آهي. سنڌ ڏيهہ ۾ بادشاهن جي ارادت سان ملتان کان نڪري وطن پنهنجو قبتہ الاسلام پاتر (پاٽ شريف) ۾ اختيار ڪيائون. اڪثر ڪتابن مان سندس حوالاملن ٿا. پر گلزار ابرار ڪتاب جو قديم ڪتاب گجرات ۾ بادشاهہ جهانگير جي وقت ۾ تاليف ٿيل آهي. ان ۾ آٽين ٿا تہ مسيح الا ولياءَ شيخ عيسي جو ڏاڏو ۽ شيخ ابوالفضل اڪبري ۽ شيخ فيضي جو ڏاڏو پاتر شهر جي آبادي لاءِ متفق هئا. سو اهو شيخ صديقي سهروردي ثاني هو، جهنهن کي پاتر جو پرڳڻو جاگير ۾ مليل هو"

المڪتوب الحبيب جي بيان منجهان ڪجهہ اهم نڪتا اسان کي شيخ شهاب الدين سهروردي پاٽائي جي سوانح کي سمجهڻ لاءِ ملن ٿا. جيڪي سنڌ جي تاريخ ۾ پڻ اهميت رکن ٿا ۽ شوق رکندڙ جي سامان جو سبب بڻبا.

1. شيخ شهاب الدين پاٽائي بکري (ثاني)شيخ الشيوخ شهاب الدين عمر بن محمد السهروردي بغدادي جي اولاد مان سنڌ ۾ مشهورهو. اهو نڪتو اسين نسب جي عنوان تحت بحث هيٺ آٽي چڪا آهيون.

2. شيخ شهاب الدين سهروردي ثاني مسيح الاولياءَ شيخ عيسي جنداللہ پاٽائي ثم برهانپوري جو وڏو ڏاڏو آهي. "برهانپور کي سنڌهي اولياءَ" واري مسيح الاولياءَ جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ هن بزرگ پنهنجو نسب معرڪتہ الارا تصنيف عين المعاني جي ديباچہ ۾ هن طرح ڏنو آهي: عيسي ابن قاسم بن يوسف بن رڪن الدين بن معروف بن شهاب الدين المعروف شهابي.

3. شيخ شهاب الدين ثاني ملتان مان وقت جي حڪمرانن جي ارادي سان پاٽ شريف جي علائقي ۾ اچي رهيو، جيڪو ڪيس جاگير طور ڏنو ويو هو ۽ ان شهر کي آباد ڪرڻ لاءِ ابو الفضل ۽ فيضي جو ڏاڏوپڻ ساڻس شامل هئا.

انهيءَ حقيقت جي تصديق تجليات اسرار معاني قلمي پڻ ڪندي لکي ٿو:

"مختصر تہ حضرت شيخ شهاب الدين صديقي سهروردي ثاني جيڪو مسيح الاولياءَ شيخ عيسي جند الله جو ڏاڏو هو، انهيءَ کي پيمائش ٿيل زمين جاگير حاڪمن ڏني هئي"

مقالات قاسمي [1] ۾ "مخدوم محمد مراد علي" جي عنوان تحت لکيل آهي تہ:

"هن خاندان جو مؤسس اعلي شيخ شهاب الدين صديقي سهروردي (ثاني) چيو وڃي ٿو، جنهن جي ولادت (803هـ ۽ وفات 894هـ) ۾ ٿي. هن بزرگ جو مزار بکر ۾ ريل جي بند ويجهو (شيخ نوح بکري سان گڏ) ٻڌايو وڃي ٿو حضرت مسيح الاولياءَ پنهنجي تاليف ڪتاب عين المعاني ۾ هن بزرگ جو نالي وٺندي آخر ۾ المعروف شهابي سهروردي لکن ٿا. چو تہ سنڌ ۾ اهو صديقي خاندان، حضرت شيخ الشيوخ ابو حفض عمر شهاب الدين سهروردي ڪبير (539-632) جو اولاد آهي."

عوارف المعارف جي سنڌي ترجمي [2] جي آخر ۾ "بہ اکر" لکندي هڪ دفعو وري مولانا قاسمي هن ريت مهر تصديق ثبت ڪري ٿو:

"عوارف المعارف جو مترجم مخدوم عبدالجبار صديقي پڻ شيخ الشيوخ شهاب الدين السهروردي جي اولاد مان آهي. هي خاندان پهريائين ملتان ۾ اچي مقيم ٿيو. بعد ۾ جڏهن شيخ شهاب الدين (ثاني) جنهن جي مزار بکر ۾ اڄ بہ موجود آهي. سن (803-894هـ) کي پاٽ شريف جو علائقو جاگير ۾ مليو تہ سندس فرزند شيخ معروف نہ رڳو پاٽ ۾ مستقل منتقل ٿيو، بلڪ علم و عرفان جي اها شمع ٻاريائين جنهن نہ رڳو سنڌ ۽ هند کي روشن ڪيو بلڪ ڏورانهين ڏيهہ جي ماڻهن بہ لاڀ پرائي."

تجليات اسرار معاني [3] قلمي ڄاڻائي ٿو:

"حضرت ميان شيخ شهاب الدين صديقي سهروردي ثاني قدس سره: آنجناب بمجب رشد روحي حضرت عثمان مروندي نور الله مرقده از ديار ملتان

---

[1] مقالات قاسمي تحرير مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب صفحہ 524.

[2] ترجمہ بہ زبان سنڌي عوارف المعارف مڪمل ناشر اداره پاٽ هائوس ۽ پبلشر حيدرآباد 1998ع.

[3] تجليات اسرار معاني قلمي مصنف ميان ولي محمد سيوستاني موجود ڪتبخانہ مخدوم حڪيم محمد حسن سيوهاڻي.

بجائي پرگنہ رسول آباد بہ موضع مکان قلندريہ سومران حاکمان آن مکـانرا بادب محضر تي آرا ستندوي... از ممد جاگير انعام شهر رسول آباد بنام پات يعني پاتر مشهير العصر کرديد- المختصر"

ترجمو: حضرت شيخ شهاب الدين صديقي سهروردي ثاني کي جيکو حضرت سيد عثمان مرندوي عرف حضرت قلندر لعل شهباز کان "رشد روحي" موصول ٿيو ۽ سومرن حاکمن (دراصل سما حکمران ڄام نظام الدين). جيڪو حضرت جي ادب وڃان پاٽ کي شهر کي آراستہ کيو ۽ بالآخر اهو پورو پرڳڻو رسول آباد پاٽ جو ميان شهاب الدين سهروردي ملتاني کي جاگير ٿي مليو. " انهيءَ ڏس ۾ اسان کي "تاريخ باب الاسلام " [1] تسلسل جي هڪ وڌيڪ ڪڙي مهيا ڪندي ڄاڻائي ٿو تہ:

"ميان شهاب الدين سهروردي ثاني جو پاٽ ۾ آمد جو زمانو سنڌ ۾ سما حکمران ڄام نظام الدين عرف ڄام نندو جو دور حکومت (866هہ /1461ع-923هہ-1517هہ) آهي.ا ن وقت تائين شيعہ اسماعيلي دعوت سنڌ ۽ ملتان ۾ سرگرم هئي. پاٽ جيڪا سنڌو نديءَ جي هڪ اهم تجارتي مرڪز هئي، اتي اسماعيلي خواجا ۽ هندو لهاڻا، ڪوري، جت ۽ ٻيون ذاتيون رهندڙ هيون. ڄام نظام الدين سمون انهيءَ ڳالهہ کان مشهور آهي تہ هن ٻاهريان عالم گهرائي سنڌ ۾ سني اسلام جي تبليغ ۽ تعليم کي زور وٺايو. معلوم ٿئي ٿو تہ هن ملتان جي حاڪم کان ميان شهاب الدين سهروردي جي گهر ڪئي جيئن مير معصوم بکري ڄاڻايو آهي تہ ڄام نظام الدين ملتان جي حاڪم سلطان حسين لانگاهہ جو همعصر هو، سندن وچ ۾ دوستي ۽ محبت جو رشتو قائم هو ۽ هڪ ٻئي ڏانهن هميشہ تحفا ۽ سوکڙيون موڪليندا هئا."

حضرت شيخ شهاب الدين السهروردي ثاني جو بکر ۾ وفات ٿيڻ تہ اتفاقي هو مگر سندس مدفن يقينا انهيءَ ڪري شيخ نوح بکري جي مزار کي منتخب ڪيو ويو جو اهوئي هنڌ هن ڏيهہ ۾ پهريون سهروردي خانقاهہ طور ڄاتو وڃي ٿو.

**مدفن:**

انساب مشائخ سيوستان ۾ ان جي مؤلف مخدوم حسن الله شاهہ

[1] تاريخ باب الاسلام صفحو 66- ڊاڪٽر حبيب الله صديقي.

الصديقي پاٽائي (المتوفي 1920ع) حاشيہ طور ڇاٽايل شجره ۾ حضرت شيخ شهاب الدين السهروردي پاٽائي (ثاني) جو آخري آرامگاهہ بکر ڏيکاريو آهي، جنهن جي تصديق بزرگ جي اولاد پاٽ ۾ سيوهڻ جي "صديقي خاندان" جي ٻين شجرن ۾ دستاويزات مان پڻ ٿئي ٿي.

پير حسام الدين راشدي مرحوم تذکره مشاهير سنڌ ۾، مخدوم عبدالواحد ڪبير جي حاشيہ طور ڏنل شجره ۾ مدفن جي جڳهہ پڻ بکر ٻڌائي ٿو، حضرت مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب پنهنجي هڪ مضمون بعنوان "مخدوم محمد مراد علي" مقالات قاسمي ۾ سنڌي ترجمہ عوارف المعارف جي آخر ۾ بہ اکر لکندي شيخ شهاب الدين سهروردي ثاني جو مدفن بکر ڏيکاريو آهي. راقم جو پڻ انهيءَ سلسلي ۾ قاسمي صاحب سان بحث ٿيو تہ پاڻ سندن مدفن شيخ نوح بکري سان لڳ ٻڌايائون ۽ سندن معلومات جو ذريعو خود حسام الدين راشدي مرحوم ئي آهي. سهروردي بزرگ جي اولاد جي هڪ شاخ جيڪا ٽريچاٽيءَ ۾ آباد آهي. اها پڻ ڪيترين پشتن کان انهيءَ قبر جي زيارت ڪندڙن ۾ شامل آهي. انهن مان الشيخ محمد حسن اليحيىٰ الصديقي ٽريچاٽوي راقم سان گڏ جڏهن شيخ شهاب الدين ثاني جي آخري آرامگاهہ جي زيارت لاءِ ويو تہ قبر جي زبون حالي ۽ زماني جي انقلاب تي اڇرج وچان خاموش نگاهہ صدين جي مفاصلي کي لمحن ۾ طئہ ڪندي رهي. معلوم ڪرڻ تي خبر پئي تہ ڪو "بنده خدا" جيڪو ڪنهن مقامي ڪورٽ وغيره ۾ روزگار سان آهي ۽ هنن قبرن جو پاڻ کي خادم ٿو سڏرائي تنهن هتان جي قديم قبرن جا ڪتبن وارا پٿر ڪٽي وجي پاڻ وٽ رکيا آهن. جنهن ۾ شيخ نوح بکري ۽ شيخ شهاب الدين سهروردي ثاني جي قبرن جا پٿر پڻ شامل آهن. مقامي روايت آهي تہ شيخ شهاب الدين ثانيءَ قبر تي عاليشان چبوترو ٺهيل هو جيڪو زماني جي گردش جو شڪار ٿي ويو. راقم قبر جي مرمت سان گڏ متس سنگ مرمر جو نالي وارو پٿر پڻ هڻايو، مگر معلوم ٿيو آهي تہ اهو بہ هن وقت غائب آهي.

**اولاد:**

سنڌ ۾ شيخ الشيوخ عمر بن محمد شهاب الدين السهروردي بغدادي ڪبير جي اولاد ۽ خاندان جي آمد ۽ موجودگي جا بہ دور نظر اچن ٿا. پهريون

سندس حياتيءَ ۾ شيخ نوح بکري ۽ نياڻيءَ جي اولاد جو بکر ۾ آباد ٿيڻ. پيو دور شيخ الشيوخ جي وفات کان پوءِ بغداد جي تباهي سبب سندس اولاد جو بغداد ثاني ملتان ڏي رخ ۽ کوٽ کروڙ ۾ آباد ٿيڻ جتان کجھ پيڙهين گذرڻ کان پوءِ شيخ شهاب الدين ثاني جي زماني ۾ سنڌ ۾ مستقل سکونت اختيار ڪرڻ آهي. شيخ شهاب الدين السهروردي ثاني جي هڪ فرزند شيخ معروف کان علاوه هڪ ٻئي فرزند[1] برهان الدين جو پڻ پتو پوي ٿو. هن بزرگ جو مقبرو پاٽ شريف کان 25 ڪلوميٽر اتر- اولهہ طرف ڪڪڙ ۽ خيرپور ناٿن شاهہ جي پڪي روڊ کان ٿوري پنڌ تي خانپور ۽ ڪلي جي ڳوٺن جي واٽ جي وچ تي اڄ بہ موجود آهي. سندس مقبري لاءِ روايت آهي تہ دولهہ درياهہ خان جوڙايو هو. هن وقت مقبري جي پرسان ڪجھہ شاهن جا گهر آهن. جيڪي سندس سارسنيال لهن ٿا. هن بزرگ جي مزار ڏانهن ويندڙ رستي تي جيڪو بورڊ لڳل آهي، ان تي سندس نالي سان گڏ "مخدوم قاضي" جا لقب لکيل آهن. مقامي روايتن پٽاندڙ هي بزرگ سما حڪمرانن طرفان علائقي جو قاضي مقرر ڪيو ويو هو پر ان سان گڏ سندس قائم ڪيل خانقاهہ ۽ مدرسن ۾ علم پرائيندڙ شاگردن سندس نالي سان مخدوم جو لفظ پڻ منسلڪ ڪيو.

"بياض واحدي جلد 2" ۾ پڻ هڪ سوال بزرگ جي ان وقت موجود اولاد قاضي اشرف بوبڪائي طرفان مخدوم عبدالواحد سيوستاني (1150هـ-1224هـ) کان ڪيو ويو آهي، ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ ان وقت صديقين جو جيڪو خاندان بوبڪن ۾ سکونت پذير هو سو مخدوم قاضي برهان الدين بن شيخ شهاب الدين جي اولاد مان هو. قاضي اشرف بوبڪائي ۽ مخدوم عبدالواحد سيوستاني جو سوال جواب بياض واحدي ۾ هن طرح ڏنل آهي:

"سوال: هيءَ روايت مون پنهنجي ڏاڏي قاضي برهان الدين بن شهاب الدين صديقي جي بياض ۾ بہ ڏٺي آهي. ان مان علم ۽ سمجھہ حاصل ٿي تہ جنهن، عورت سان بغير شاهدن جي شادي ڪئي ۽ ان سان همبستري بہ ڪيائين تہ الله وٽ گنهگار نہ ٿيندو. توهان علم ۾ پنهنجي وقت ۾ امام ابوحنيفہ جهڙا آهيو. پنهنجي راءِ بيان ڪريو.

---

[1] تاريخ باب الاسلام ڊاڪٽر حبيب الله صديقي

جواب: جنهن مذهب (حنفي) جي تابعداري ڪرڻ اسان تي واجب آهي، ان ۾ شاهدن کان سواءِ نڪاح ڪرڻ حرام آهي....."

بياض واحدي ۾ موجود مٿئين سوال جواب مان ظاهر ٿئي ٿو تہ مخدوم قاضي برهان الدين بن شهاب الدين صديقي جي اولاد مقيم بوبڪ وٽ سندس بياض موجود هو جنهن مان سندس علمي فضيلت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

مخدوم قاضي برهان الدين ۽ سندس والد شيخ شهاب الدين جون ڪيتريون ئي ڪرامتون ۽ ديومالائي قصا خاندان ۽ خاندان کان ٻاهر ماڻهن ۾ بزبان عام آهن. جيئن ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي بخار ٿيندو هو تہ اُن کي شيخ شهاب الدين وٽ وٺي ويندا هئا. جيڪو پرسان رکيل ڪنهن ٺڪر جي ڪوٺري کي ڍڪ ڏئي بخار کي ان ۾ بند ڪري ڇڏيندو هو. اهو عمل ٽي ڏينهن مسلسل دهرائڻ سان بخار مريض کي ڇڏي ويندو هو جنهن مان پوءِ چوٽي جنم ورتو تہ: "جتي شيخ شهاب الدين اتي بخار جو ڪمترو."

ممڪن آهي تہ مٿيون قصو ڪنهن بيمار کي نفسياتي طرح همت ڏيارڻ لاءِ بعد ۾ گهڙيو ويو هجي، پر ان مان شيخ شهاب الدين جي بزرگي ۽ شهرت جو اندازو ضرور ٿئي ٿو. اهڙي طرح ميان برهان الدين جا قصا پڻ آسپاس جي ڳوٺن ۾ مشهور آهن. ڪجهہ سالن کان پوءِ تازو جڏهن ان مزار وٽان لنگهہ ٿيو تہ اچرج جي حد نہ رهي جو آسپاس جي چند بي روزگارن مزار تي نالو مخدوم قاضي بجاءِ سيدنا برهان الدين شاهہ لڪرائي ڇڏيو آهي. مزار سنڀاليندڙ مان ڪنهن کان پڇيم تہ هن بزرگ متعلق ڪا قديم لکت سجهيوَ؟ تہ وراڻيائين "ها تحفہ القرانؒ (تحفة الڪرام) ڪو ڪتاب آهي ان ۾ هن جو ذڪر پڙو اٿئون."

مخدوم وقاضي برهان الدين کان سواءِ شيخ شهاب الدين جو هڪ ٻيو فرزند شيخ معروف پاتائي پڻ مشهور آهي. سندس اولاد پاٽ ۾ وڌيو جنهن مان هڪ گهر سنڌي پوره برهانپور ۾ وڃي آباد ٿيو. هن مان مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ جندالله پاتائي ثم برهانپوري هندستان ۾ نالو ڪڍيو.

هن بزرگ جي ننڍپڻ جي ٿيل شادي مان ڪجهہ اولاد پاٽ ۾ مقيم هو ۽ ڪجهہ برهانپور ۾ ساڻس گڏ هو. شيخ عيسيٰ جي برهانپور ۾ مقيم اولاد

مان شاهہ غلام ياسين پنهنجي هڪ تحرير "شرح آيات سليمانيہ" جي منڍ ۾ پنهنجو تعارف هنن لفظن ۾ لکي ٿو:

"شاهہ غلام يسين عين الله وارث رسول الله الصديقي الجعفري القادري النقشبندي العيسوي الفتحي الشاهيب البرهانپوري"

مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ جي اولاد مقيم برهانپور مان بابا عبدالستار ۽ بابا فتح محمد گهٽي شهرت ورتي، مگر جلدي اها گادي مقامي سازشن جو شڪار ٿي وئي. ايتري قدر جو بابا فتح محمد جهڙو اهل پر رقيق قلب انسان اولاد کي ملڪيت ورهائي ڏيڻ کان پوءِ برهانپور ڇڏي پنهنجي باقي زندگي مديني ۾ مستقل گذارڻ جو فيصلو ڪيو. بعد ۾ اها گادي مسيح الاولياءَ جي ڏهٽاڻ ۾ وئي آهي، جيڪي سيد آهن.

مسيح الاولياء پاٽائي ثم برهانپوري جي اولاد مان هڪ شاخ جيڪا هن جي پهرئين شاديءَ مان هئي، پاٽ شريف ۾ مقيم رهي، جنهن مان ڪجهہ گهر ڪلهوڙن جي زماني ۾ سيوهڻ ۾ آباد ٿيا. سندن محلو اڄ تائين لعل شهباز قلندر جي مزار سان گڏ آهي. انهن متعلق ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو تہ:

"اڄ بہ ان خاندان جا فرد سيوهڻ ۽ پاٽ ۾ رهائش پزير آهن. ٻنهي شهرن ۾ ان خاندان مان ڪئي عالم، فاضل، اهل الله، اهل قلم ۽ حڪيم ٿي گذريا آهن. ان خاندان مان مخدوم عبدالواحد صغير سيوستاني بن مخدوم دين محمد وڏو عالم ٿي گذريو آهي ۽ فقہ ۽ فتويٰ نويسي ڪري ڪيس نعمان (امام ابوحنيفہ) ثاني چيو ويندو آهي."

ان کان علاوه بہ ڪيترائي جڳ مشهور شخص ان خاندان مان پيدا ٿيندا رهيا آهن، جيئن مخدوم محمد شفيع پاٽائي، ميان احمدي صديقي قاضي آف پاٽ، مخدوم محمد عارف سيوهاڻي، مخدوم محمد سيوهاڻي، مخدوم بصرالدين سيوهاڻي، مخدوم ميان علي گوهر اول ۽ ثاني پاٽائي، مفتي اعظم مخدوم حسن الله شاهہ صديقي پاٽائي وغيره. قضا جو عهدو پڻ ان خاندان ۾ ئي هلندو آيو. هن دور ۾ سندن ڪجهہ گهر حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ پڻ آباد ٿيا آهن.

مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ جي ڇاچي مخدوم عباس پاٽائي ثم

هنگورجائي جنهن ڏهين صديءَ ۾ پاڻ ڇڏي هگورجن ۾ پنهنجي خانقاهه ۽مدرسو قائم ڪيو. تنهن مان خاندان جي هڪ شاخ هالائين مان ٿيندي ٽريچاٽي (سڪر) تائين وڃي پهتي. ان خاندان جا فرد پشت بشت شيخ شهاب الدين سهروردي (ثاني) جي بکر ۾ موجود مزار جا پانڌي آهي.

## تعليق نمبر (9) صفحو 569

غوثي حضرت مسيح الاولياء جي حوالي سان لکي ٿو: "جن ايامن ۾ منهنجي امڙ مون سان اميدوار هئي. انهن ئي ڏينهن ۾ پاڻ خواب ڏنائين تہ مولانا يونس اسان جي گهر آيو آهي."

مولانا يونس سمرقندي مرزا شاهہ حسن ارغون جي دور ۾ ماوراء النهر مان اچي سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي. مرزا شاهہ حسن ڪي پاڻ، سيوهڻ نئہ ۾ رهي شرح موافق جو درس ڏنائين. پاڻ 951هہ /1544ع ۾ وفات ڪري ويو. حضرت مسيح الاولياء کان ڏهہ سال اڳ هيءُ بزرگ سنڌ ۾ ئي گذريو. پر صاحب گلزار ابرار جو اهو اصرار آهي تہ شيخ عيسيٰ جي زاد بوم ايلچ پور يا ايرج پور دارالسطنت صوبہ برار آهي.

غوثي هي سڄو ذڪر وڏي اهتمام سان ڪيو آهي، پر منجهس هڪ نقطو نمايان نظر اچي ٿو. پاڻ حضرت مسيح جي پيدائش سان منسلڪ روايت بيان ڪئي تہ خود سندس حوالي سان پر روايت شروع ٿيڻ کان اڳ جڏهن زاد بوم ايرج پور لکيائين تہ حضرت مسيح الاولياء جي حوالي سان اها ڳالهہ بيان ڪرڻ کان اجتناب ڪري ويو. هو اهو چوڻ کان گريز ڪندو نظر اچي ٿو تہ حضرت مسيح فرمايو تہ مان ايرج پور ۾ پيدا ٿيو هئس، پاڻ لکي ٿو: "شيخ عيسيٰ جي زاد بوم ايرج پور دارالسلطنت صوبہ برار آهي. هڪ ڏينهن پاڻ فرمايائين..............." (پوءِ پيدائش جي وقت خواب ۽ ٻين واقعن ڪي بيان ڪري ٿو).

سندس بيان ڪيل روايت مطابق ولادت جي وقت شيخ قاسم ڪنهن ڳوٺ ۾ ويل هو، جيڪو ايرج پور جي ويجهو هو. اگر اهو ڳوٺ ويجهوئي ڪٿي هو تہ فرزند ارجمند جي خوشخبري ڪيس ڇو نہ پهچائي وئي. نالو بہ رکجي ويو پوءِ موٽ کاڻائين. راشد برهانپوري، "برهانپور ڪي سنڌهي اولياءَ" ۾ لکي ٿو تہ حضرت زينب بنت شيخ قاسم کان روايت آهي تہ: "جڏهن حضرت مسيح الاولياء

جي ولادت ٿي، والد ڏهن ٻه واپس ڪونہ آيو هو. لهذا عم مڪرم حضرت جو نالو شيخ عيسيٰ تجويز ڪيو.... چند ڏينهن ڪان پوءِ والد صاحب موٽ ڪاڏي."

مسيح اولياءِ جي ولادت 962هه ۾ ڏيڪاري وئي آهي. جنهن بعد سندس ٻئي نمبر ڀاءُ شيخ عثمان 963هه /1556ع ۽ ٽئين نمبر ڀاءُ شيخ سليمان سيفي 966هه /1560ع ۾ جنم ورتو. اگر هي ٻئي ڀائر ايرچ پور ۾ پيدا ٿيا تہ پوءِ فرحي ۽ غوثي ڪان سندن احوال ڪيئن پوشيده رهيو؟

تاريخ باب الاسلام جي مصنف ڊاڪٽر حبيب الله صاحب جي تحقيق موجب: شيخ عثمان پنهنجي ننڍي ۽ وڏي ڀاءُ وانگر پاٽ سنڌ ۾ ڄائو. پر صغرسني ۾ وفات ڪري ويو. اهوئي سبب آهي جو حضرت شيخ عيسيٰ پنهنجي ٽئين پٽ جو نالو شيخ عثمان رکيو ۽ مذڪوره تذڪره نگار مغالطي ۾ رهيا.

درگاهہ مسيح الاولياءُ جي متولي ۽ سجاده حڪيم غلام خواجہ صاحب قادري برهانپوري فرزند حڪيم لاڏلي صاحب پنهنجي ڪمال محبت سان ڪتاب "جواهر هاشميہ" مصنف اختر محمد خان سن تاليف 1938 برهانپور، بنده ڪي ارسال ڪيو. ان ۾ صفحہ 38 تي حضرت مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ رحمة الله عليہ جو ذڪر هن طرح ڏنل آهي.

"جامع معقول و منقول حاوي فروع واصول علوم ظاهري و باطني مين وحيد عصر و فريد دهر تهے. تمام علوم اپني والد ماجد شيخ محمد قاسم اور عم مڪرم بزرگوار شيخ محمد طاهر سے حاصل ڪئے، اپنے وطن مالوف ملڪ سندهہ سي آڪر برهانپور اقامت گزين هوئے."

اختر محمد صاحب اِڳتي لکي ٿو تہ سندس زماني ۾ حڪيم لاڏلي صاحب ابن جناب بسم الله صاحب درگاهہ مسيح الاولياءُ جو متولي آهي. جنهن مان اندازو ٿئي ٿو تہ سندس معلومات جو ذريعو بہ حڪيم لاڏلي صاحب ئي آهي.

مسيح الاولياءِ جي ولادت باسعادت پاٽ سنڌ ۾ ٿي. ان جي تصديق خود هندستاني تذڪري مآثر الامراءُ مان پڻ ٿئي ٿي. جنهن جو مؤلف صمصام الدولہ شاهنواز خان شيخ عيسيٰ جندالله لاءِ هيٺيان لفظ استعمال ڪري ٿو:

"شيخ عيسيٰ جندالله سنڌي ثم برهانپوري"

معارج الولاية جو هڪ نادر قلمي نسخو پروفيسر خليق احمد نظامي، علي ڳڙهہ جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي، شيخ عيسيٰ جي متعلق ان ۾ تحرير آهي:

"خليفہ و مريد شيخ لشڪر محمد عارف است- جامع علوم ظاهري و باطني بوده- اصل او از سند است واز آنجا آمده در برهان پور سڪونت گرفتہ وسندي پوره در برهانپور بہ نام او است و شيخ لشڪر محمد عارف ڪہ خليفہ شيخ محمد غوث است بہ محبت او از گجرات آمده در برهانپور رفت اقامت انداخت دراستي پوره بہ نام بي بي راستي منڪوحہ او است و شيخ عيسيٰ مردي بزرگ و شخصي متبرڪ بود و برمسلڪ او توحيد غالب بود و اتباع شيخ محي الدين برڪمال داشت و توحيد را آشڪارا گفتي و ڪتب شيخ محي الدين را درس و تدريس نمودي و مواضح مشڪلات راتوجيحات فرمودي."

سوانح مسيح الاولياءبيان ڪندي "برهانپور ڪي سندهي اوليا" جو صاحب لکي ٿو:

"طفوليت جي زماني ۾ قرآن مجيد ملا اسماعيل ڪان پڙهيو، جيڪو ان زماني ۾ تعليم قرآن پاڪ جي فيض رساني ۾ ثاني نہ رکندو هو. سندس ئي درس ۾ نون سالن جي عمر تائين صحيح ۽ پختہ ياداشت سان حافظ قرآن ٿي چڪو هو."

ملا اسماعيل (سومري) جو ذڪر اسين اڳ ڪري چڪا آهيون، تاريخ ۾ اهڙو ڪوبہ ذڪر ڪونہ ٿو ملي تہ ملا اسماعيل ايرچ پور وڃي شيخ عيسيٰ جندالله کي نو سال قرآن حڪيم جو درس ڏنو، سنڌ ۾ ئي سندس مدرسو هو ۽ هتي ئي سندس مزار آهي. حضرت عيسيٰ ڪانئس هتي ئي تعليم قرآن حاصل ڪئي. ان ڪان پوءِ والد گراميءَ جي وفات بعد هو وڌيڪ علم پرائڻ لاءِ پنهنجي چاچي شيخ طاهر محدث وٽ ايرچ پور برار اچي رهيو. جيڪو اڳ ۾ ئي مدرس مقرر ٿي چڪو هو. اهڙي طرح پاڻ برهانپور ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪرڻ ڪان اڳ هندستان ايندو ويندو رهيو.

راشد برهانپوري، 'برهانپور ڪي سندهي اوليہ ۾' مسيح الاولياءجي زاد بوم کي ثابت ڪرڻ لاءِ ٻن ماخذن جو ذڪر ڪري ٿو. (1) اسماعيل فرحي جو

كشف الحقائق (2) گلزار ابرار. انهن متعلق سندس راءِ آهي تہ:

(1) اسماعيل فرحي كامل 20 سال حاضر خذمت رهي كشف الحقائق قلمبند كيو. 1020هہ ان نسخي جو سن تاليف آهي. گلزار ابرار واري بہ كشف الحقائق تان حالات نقل كيا آهن. پر هڪ ٻئي هنڌ كشف الحقائق جي تكميل جو سن 1061هہ يعني شيخ عيسيٰ كان 30 سال بعد ٿو ڏيكاري.

(2) سندس چواڻيءَ موجب گلزار ابرار جيكو 1022هہ ۾ مكمل ٿيو ان ۾ گهڻو ڪري كشف الحقائق تان حالات ورتا ويا آهن.

كشف الحقائق جي تكميل جو سال 1060هہ آهي. جنهن تان اڳ ۾ مكمل ٿيل كتاب كيئن ٿو نقل كري سگهي. ان كان علاوه گلزار ابرار ۾ شيخ طاهر محدث، طيب ۽ سندن والد شيخ يوسف جي هندستان ڏانهن سفر جو تہ ذكر موجود آهي، مگر هو كتي بہ انهن ڏينهن ۾ شيخ عيسيٰ جي والد شيخ قاسم جي هندستان ڏانهن سفر جو ذكر نہ ٿو ڄاڻائي.

مسيح الاولياءشيخ عيسيٰ جندالله جي زاد بوم متعلق كجهہ بہ چوڻ كان اڳ اسان كي هيٺين حقيقتن كي نظر ۾ رکڻو پوندو.

1- گلزار ابرار ۾ شيخ قاسم جو 950هہ يعني شيخ عيسيٰ جي ڄم كان اڳ هندستان ڏانهن سفر جو ذكر ئي موجود كونهي. بلك 977هہ ۾ حضرت عيسيٰ جي ڀيڻ امتہ الله حبيبہ سلطان بنت قاسم محدث جو سنڌ ۾ كتابت ٿيل تفسير يعقوبي هن گهر جو هتي موجود هجڻ جو دليل پيش كري رهيو آهي.

2- گلزار ابرار، شيخ قاسم جي وفات ايرچ پور ۾ نہ ٿو ڏيكاري ان جي برعكس سنڌ ۾ شيخ قاسم جي وطن پاٽ ۾ ان زماني كان موجود "قاسماڻي" قبرستان سندس آخري آرمگاهہ طرف واضح اشارو كري رهيو آهي.

3- گلزار ابرار شيخ عبدالستار جي ڄم جو هنڌ ايرچ پور ۾ نہ ٿو ڏيكاري ان جي برعكس سنڌ جا مقامي ماخذ ۽ قلمي مواد سندس جنم پاٽ ۾ ڏيكاري ٿو.

4- پيدائش جي وقت ذكر كيل واقعات ۽ ملا اسماعيل كان درس قرآن سنڌ كان علاوه ٻيو كٿي ممكن نہ آهن.

5- جيئن تہ اصول عام آهي تہ لقبن كان پوءِ وطنيت جو ذكر ٿيندو آهي. حضرت مسيح سان گڏ بہ لفظ سنڌي سندس وطن ڏانهن واضح اشارو

آهي.

6- سنڌي عالمن فاضلن جو حضرت مسيح الاولياءَ جي برهانپور ۾ مستقل اقامت (998) کان پوءِ بہ تعلق ۾ رهڻ ۽ سندس پويان وجي برهانپور وسائڻ ذاتي شناسائي کي ثابت ڪري ٿو.

7- سندس خانقاه تي سنڌي تاجرن جو مدد لاءِ ايندو رهڻ، مسيح الاولياءَ جي سنڌ ۾ رهائش دوران سڌي سنئين تعلق جو هڪ بيو دليل آهي.

8- والد گرامي شيخ قاسم جي وفات کان پوءِ پاڻ هڪ وڏو عرصو تڪميل علم لاءِ چاچي سگوري شيخ طاهر وٽ ايرج پور اچي رهيو ننڍپڻ ۽ جوانيءَ جا گذاريل اهي ڏينهن ڪيترن ئي نزديڪ ۽ پري جي ماڻهن لاءِ سهو نظر جو سبب بڻيا جو سندس ڄم جو هنڌ ئي ايرج پور سمجهي ويٺا. انهن ڏينهن ۾ سندس خاندان جا فرد بنهي هنڌ ورهايل هئا. يعني ايرج پور ۽ پاٽ سنڌ ۾، سندس اچڻ وڃڻ بدستور جاري هو. صاحب گلزار ابرار بہ سائنس چاچي وٽ رهائش دوران ايرج پور ۾ ملاقي ٿيو هو. جڏهن ڪنهن خانواده جا بيڪ وقت هڪ کان وڌيڪ شهرن ۾ مڪان موجود هجن تہ اهڙي قسم جا مغالطا جنم وٺندا آهن. راقم جي والد محترم سٺ جي ڏهائي ۾ اولاد جي اعليٰ تعليم لاءِ حيدرآباد رهڻ جو ارادو ڪيو ۽ هتي هڪ گهر حاصل ڪيائين راقم ڪجهہ سالن جو هو جو حيدرآباد اچي رهياسين. پر پنهنجي وطن پاٽ مستقل اچڻ وڃڻ جاري رهيو، جيڪو اڄ تائين جاري آهي. هڪ دفعي اسان جو ويجهو عزيز بضد ٿي بيو تہ بنده حيدرآباد ۾ ڄائو هو نہ ڪي پاٽ ۾ گهڻو سمجهائڻ کان پوءِ وڃي سمجهيو.

اهڙي طرح سيد صبغت الله شاهہ پير ايراني المتوفي 1984ع ايران مان سنڌ ۾ اچي رهيو. ڪجهہ عرصو والد گراميءَ جو مهمان ٿي پاٽ ۾ پڻ سڪونت اختيار ڪيائين. وڏو عالم فاضل هو، هڪ وڏو عرصو حيدرآباد ۾ مقيم رهيو. سندس آخري آرامگاهہ شادي شهيد خيرپورميرس ۾ آهي. وڏي پاءُ مخدوم عبدالجبار صديقي کي خلافت سان نوازيائين. سندس همشيره سندس ملفوظات تحرير ڪيا. جڏهن سندس مطالعي هيٺ آيا تہ ان جي صفحي اول تي سندن تحرير موجود آهي تہ: "هن ۾ گهڻيون ڳالهيون غلو آهن."

مٿي بيان ڪيل مثالن مان مراد اها آهي تہ ويجهن عزيزن قريبن کان بہ

مغالطہ ۽ غلط فهميون ٿي وينديون آهن. حضرت مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ جندالله طالب علمي جو هڪ دور پنهنجي عم مڪرم شيخ طاهر وٽ برار ۾ گذاريو انهيءَ زماني ۾ غوثي ڪيس اتي ڏٺو. جنهن سبب انهيءَ هنڌ کي سندس زاد بوم سمجهي ويٺو. ٿورو غور ڪجي تہ حضرت مسيح جي پيدائش وقت خواب ۽ بيا واقعا بيان ڪندي هو اهو تہ چوي ٿو تہ شيخ عيسيٰ هيئن فرمايو پر پيدائش جي جڳہ ٻڌائڻ وقت حضرت مسيح جو حوالو ڏيڻ کان سواءِ هو اهي جملا پنهنجي طرفان پيش ڪري ٿو جيڪو ڪيس مغالطو آهي.

9- حضرت مسيح الاولياءحضرت مخدوم عباس جي وفات 998هہ کان پوءِ سندس مسجد ۽ مدرسي ۾ جانشين مقرر ٿيو. غوثي سندس سنڌي عالمن ۾ علمي فضيلت ۽ ممتاز حيثيت جو پڻ ذڪر ڪري ٿو.

10- حضرت مسيح الاولياء جون ٻہ منڪوحہ هيون، جنهن مان پهرئين سندس عزيزه سنڌ جي هئي. جنهن جو ثبوت بابا فتح محمد جي وصيت نامي مان پڻ ملي ٿو.

11- بابا فتح محمّد جو پنهنجي پائٹي شيخ حسن قاري پاٹائي وٽ اچي رهڻ جو احوال پڻ موجود آهي.

## گلزار ابرار جو تنقيدي جائزو:

گلزار ابرار جو تنقيدي جائزو ٻڌائي ٿو تہ هن ڪتاب جو ڪجهہ مواد 990هہ /1590ع ۾ گڏ ڪيو ويو. پوءِ 1010هہ تائين ان ۾ اضافو ڪندو رهيو، پر گهڻي پاڳي هي ڪتاب 1020هہ کان 1022هہ جي سالن ۾ تحرير ٿيو.

گلزار ابرار متعلق راشد برهانپوري "برهانپور کي سندهي اولياء" ۾ لکي ٿو: مؤلف (غوثي) ڪشف الحقائق جي اخذ ۽ اقتباس کان علاوه حضرت مسيح اولياء سندس متعلقين سان بالمشانہ ملاقاتون ۽ خط و ڪتابت ذريعي معلومات حاصل ڪئي.

راشد برهانپوريءَ جو اهو اصرار تہ غوثي ڪشف الحقائق تان اقتباس ورتا تحقيق جي دائري ۾ نہ ٿو اچي. جيئن تہ بيان ڪيو ويو تہ گلزار ابرار جي تڪميل جو سال 1022هہ آهي. جڏهن تہ اسماعيل فرحي لاءِ پاڻ کي ٻڌائي ٿو تہ هن پنهنجي مختصر تحرير 1061هہ ۾ مڪمل ڪئي. ان کان علاوه غوثي ڪٿي بہ فرحي جو ذڪر نہ ڪيو آهي.

ان کان علاوه راشد برهانپوريءَ جو چوڻ تہ هن "بالمشافہ" ملاقاتون ڪري معلومات حاصل ڪئي: حضرت مسيح الاولياء ۽ سندس چاچي شيخ طاهر محدث جو خاندان علم ادب تحقيق ۽ جستجو جي حوالي سان پوري هندستان ۾ هڪ منفرد مقام جو مالڪ هو. انهن کان براه راست معلومات حاصل ڪرڻ کان پوءِ بہ غوثي ڪڏهن اندازن تي مبني سال ۽ ڪڏهن "يا" جو لفظ استعمال ڪري ثابت ڪيو آهي تہ بالمشافہ ملاقاتن جي باوجود سندس هن خاندان متعلق معلومات سطحي آهي. جيئن تہ سندس اندازو آهي تہ:

1. شيخ طاهر قصبہ پاٽ ۾ ڏهين صدي جي ٻي ڏهائي جي ڪنهن سال ۾ ڄائو آهي.

2. سندس وفات لاءِ بہ ڪڏهن 1003هہ ۽ ڪڏهن 1004هہ لکيو اٿس.

3. شيخ قاسم جهڙي شخصيت جو مدفن ۽ وفات جو هنڌ نہ لکيو اٿس.

4. حضرت مسيح الاولياءَ جي ولادت لاءِ بہ 962هہ يا 963هہ لکي ٿو.

5- ملا حسن غوثي جو پنهنجي همعصر شخصن متعلق غير تحقيقانہ رويي جي شڪايت خود راشد برهانپوري "برهانپور ڪي سندهي اولياء" ۾ بہ ڪئي آهي. راشد لکي ٿو:

6- "ملا غوثي ان عهد جي بادشاهہ ڪي هر جڳهہ تي "علي عادل شاهہ" لکيو آهي اهو سندس سهو نظر آهي، ان بادشاهہ جو نالو راجي علي خان آهي. جيڪو 984هہ "عادل شاهہ" جو لقب اختيار ڪري خانديس جي دارالسلطنت برهانپور ۾ تخت نشين ٿيو ۽ ان عرفيت سان ئي مشهور رهيو، علي عادل شاهہ بيجاپور جو بادشاهہ هو جيڪو فاروقي نہ هو."

غوثي جو برهانپور اچڻ ۽ مسيح الاولياءسان بالمشافہ ملاقاتن جي باوجود خليفہ تاج العاشقين ڪي حضرت شيخ لشڪر محمد عارف جو خليفو لکي ويو آهي. ان قسم جي مغالطي ۽ غلط اندازن جو سبب تحقيقي معيار جو سطحي هجڻ آهي. ڪو شخص جيڪڏهن ڪنهن سان چند ملاقاتون ڪري تہ ضروري نہ آهي تہ هو ٻئي متعلق صحيح معلومات بہ حاصل ڪري چڪو هجي.

7- حضرت مسيح الاولياءجي ڪجهہ تصنيفن جا نالا گلزار ابرار ۾ ڏنا ويا آهن. پرانهن جي مڪمل فهرست ڏيڻ جو غوثي شرف حاصل نہ ڪري سگهيو. بزرگ جي اوائلي دور جي هڪ تصنيف جو ذڪر ڪندي راشد

برهانپوري افسوس وچان گلزار ابرار ۾ ان جي نالي نہ هجڻ جي شڪايت ڪئي آهي، هو وڌيڪ لکي ٿو:"هڪ رسالو وحدت الوجود جيڪو حضرت شيخ عبدالله بلياني رح حديث نبوي: من عرف نفسه فقد عرف ربه جي شرح ۾ عربي زبان ۾ تاليف ڪيو. ان جي فارسي شرح مسيح الاولياءُ پنهنجي مرشد جي ايما تي تحرير ڪئي، ۽ غالباً اها سندس پهرئين تاليف آهي. يعني حضرت شيخ لشڪر عارف بالله 993ھ جي زمانہ حيات ۾ واقع ٿي."

ان کان سواءِ بہ غوثي حضرت مسيح الاولياءُ ۽ سندس متعلقين سان وابستہ اهم معلومات ڏيڻ کان قاصر رهيو آهي. شيخ يوسف جهڙي قدآور شخصيت کانسواءِ شيخ طاهر جي الاد جو ذڪر ۽ شيخ عبدالستار جي زادوبوم جي بئي اولاد جو احوال تہ درڪنار نالا بہ نہ ڏئي سگهيو پوءِ ڪٿي اهي برهانپور ۾ هجن يا پاٽ ۾.

گلزار ابرار ۽ ڪشف الحقائق کانسواءِ هندستان جي بين ڪتابن ۾ بہ اهڙي قسم جون غلطيون موجود آهن. حيدرآباد دڪن جي دائره المعارف العثمانيہ جي شايع ڪيل هڪ عربي تذڪري "نزهتہ الخواطر" مطبوعہ 1378ع ۾ "شيخ عيسيٰ بن قاسم السندي" جي باب ۾ سندس اولاد (ابناؤه) جو ذڪر ڪندي لکي ٿو: اخذ عنہ ابناؤه عبدالستار وفتح محمد وبرهان الدين البرهانپوري واسماعيل بن محمود الشطاري السندي وخلق ڪثير" جا لفظ استعمال ڪيا آهن. ڪشف الحقائق جي منصف اسماعيل فرحي ۽ خليفہ ومريد شيخ برهان الدين راز الهيٰ شيخ عيسيٰ جي فرزندن سان گڏ ڏيکاريا ويا آهن. جڏهن تہ برهانپور ۽ پاٽ ۾ موجود بئي اولاد جو ذڪر ئي نہ ڪيو ويو آهي.

اردو جامع انسائڪلو پيڊيا جنهن جي مترجمن ۽ مرتبين ۾ پير حسام الدين راشدي جو نالو بہ اچي ٿو.مطبع غلام علي پرنٽر لاهور بہ اشتراڪ موسسہ مطبوعات فرينڪلين نيوپارڪ جي جلد ثاني جي هڪ ئي صفحي تي "عيسيٰ جندالله" ۽ عيسي برهانپوري بہ مختلف شخصيتون ڏيکاري انهن جو احوال الڳ الڳ ڪالمن ۾ هن طرح ڏنو آهي.

ترجمو.

عيسيٰ جندالله حضرت شيخ (962ھ -1031ھ) عيسيٰ برهانپوري شيخ (1554-1621ع)

سنڌ جو ممتاز صوفي بزرگ نون سالن ۾ | قادريہ ۽ شطاريہ سلسلي جي مشهور

قرآن حفظ ڪيائين- چاچي شيخ طاهر محدث کان فقہ، حديث، تجويد ۽ ٻين علمن ۾ تعليم حاصل ڪيائين-ان ڪانپوءِ شيخ يوسف جي درس ۾ شامل ٿيو- پوءِ برهانپور هليو ويو. ۽ حڪيم عثمان بوبڪائيءَ جي درس ۾ شرڪت ڪيائين- ۽ معرفت وعرفان جون منزلون طئہ ڪيائين ۽ مرشد جي ڳولا شروع ڪيائين، بالآخر شيخ لشڪر محمد عارف جي ملاقات سان پاڻ اهو محسوس ڪيائين تہ ڪيس جنهن مرد ڪامل جي ڳولا هئي اهو شيخ لشڪر محمد عارف ئي آهي چنانچہ ٻن ملاقاتن ۾ ئي مرشد ڪامل شيخ لشڪر محمد عارف جي هٿ تي بيعت ڪيائين. مرشد جي ارشاد تي درياهہ تاپتي جي ڪناري هڪ چلو ڪڍيائين. سماع کي برو نہ ڄوندا هئو. هڪ عرصو درس وتدريس ۾ مصروف رهيو فارسيءَ عربي ۾ متعدد ڪتاب تصنيف ڪيائين جيڪي علمي دنيا ۾ اهم مقام رکن ٿا روضة الحسنیٰ، شرح اسماءَ الهيٰ، عين المعاني، انوارالاسرار، رسالہ حواس پنجگانہ، شرح قصيده برده، حاشيہ براشاره غريبہ، ڪتاب انسان ڪامل رسالہ قبلتہ المذاهب، اربع معہ اشارات اهل تصوف، رسالہ غفور اهم تصنيفون آهن. پنهنجي حجره عبادت ۾ دفن آهي. خانخانان عبدالرحيم مزارتي گنبذ تعمير ڪرايو.

صوفين مان هو. سندس وڏا تعلقہ سيوهڻ (سنڌ) جي هڪ ڳوٺ پاٽ جا رهاڪو هئا. شيخ جي والد شيخ قاسم 1554ع ۾ سنڌ ۾ بدامنيءَ سبب ترڪ وطن ڪري ايلچ پور برار) ۾ اقامت اختيار ڪئي. اتي ئي شيخ عيسيٰ پيدا ٿيو. ۽ پاڻ پنهنجي چاچي ۽ ٻين استادن کان علوم رسميہ جي تعليم ورتي 1574ع ۾ برار جو نظم ونسق خراب ٿيڻ سبب شيخ عيسيٰ ۽ سندس خاندان برهانپورمنتقل ٿي ويو. هن شهر ۾ هن بزرگ شيخ محمدعارف جي هٿ تي بيعت ڪري خرقہ خلافت حاصل ڪيو. فارسي ۽ عربي ۾ سندس تصنيفن جو تعداد تيرهن آهي شيخ برهانپور ۾ وفات ڪئي نواب عبدالرحيم خانخانان سندس مزارتي گنبذ تعمير ڪرايو.....

ان جي بر عڪس سنڌ جا علمي ذريعا ۽ تاريخ نالي سان گڏ لفظ سنڌي

لکي ان امر تي متفق نظر اچن ٿا تہ شيخ عيسيٰ جنداللہ جو زاد بوم پاٽ ئي آهي. سندس فرزند شيخ شھراللہ آهي. مغل بادشاھ اورنگزيب عالمگير سندس اولاد مان مخدوم عبدالواحد ڪبير پاٽائي صديقي ڪي شيخ عيسيٰ جنداللہ جي اولاد مان تسليم ڪندي شاهي فرمان جاري ڪيو ان فرمان جو انگريزي ترجمو ڊاڪٽر گربخشاڻي ڪيو جيڪو شايع ٿيل آهي. پاٽ ۽ سيوهڻ جي صديقي خانواده جو شيخ عيسيٰ جنداللہ جي اولاد مان هجڻ هڪ ٻئي فرمان شاهي حڪمنائي مان بہ ثابت آهي. هي حڪم نامون شاهجهان بادشاھ جو جاري ڪيل آهي.

انهن حقيقتن مان ثابت ٿئي ٿو تہ نہ صرف شيخ قاسم جي آخري آرمگاھ پاٽ ۾ آهي بلڪ شيخ عيسيٰ ۽ سندس فرزند شيخ عبدالستار شيخ شھراللہ ۽ شيخ عثمان جي جنم ڀومي بہ پاٽ ئي آهي حضرت مسيح االاولياءَ جا بہ حرم هئا جيئن تہ راشد برهانپوري بابا فتح محمد جي بيان ۾ تحرير ڪيو آهي تہ:

"مذڪوره فرزندن کي پنهنجي ٻي گھرواريءَ سان مهرباني ڪرڻ جي ترغيب ڏيندي خود پنهنجو مثال پيش ڪيو تہ جيئن پنهنجي مادر عارضي (ماٽيلي ماءُ) سان حسن سلوڪ ڪندو رهيو آهيان توهان بہ ڪجو تہ منهنجي خشنودي، خدا ۽ رسول صلي اللہ عليہ وسلم جي رضا جا باعث ٿيندؤ".

سندس سڳي ماءُ جو اسم مبارڪ بي بي خديجہ هو. جيئن تہ عرس مبارڪ جي داخلہ ۾ اها يادداشت موجود آهي. حضرت بي بي صاحبہ والده بابا فتح محمد شايد اهائي شخصيت آهي. جنهن متعلق غوثي هڪ واقعو برهانپور پهچڻ ڪانپوءِ جو بيان ڪيو آهي تہ ڪيئن برهانپور پهچڻ ڪانپوءِ حضرت شيخ عيسيٰ جي دل هڪ حسين مظهر ڏي مائل ٿي.

راشد برهانپوري پاڻ بہ حضرت مسيح الاوليا جي عقدثاني جو قائل هو. ۽ بابا فتح محمد جي ذڪر ۾ مفتاح الصلواہ جي وضاحت ڪندي حرفي اشارن جو تعارف هنن لفظن ۾ ڪيو اٿس.

"فقہ ۾ مفتاح الصلواۃ کي هر دور ۾ قبول عام رهيو آهي هي ڪتاب فارسي زبان ۾ نماز جي فرضن واجبات ۽ سنن جي تفصيل تي مبني آهي. ڪنهن سنڌي بزرگ جي حرفي اشارن ۾ ٿي شعر مشهور هئا ۽ ايتريقدر مشهور هئا جو تعليم آفتہ گهرائڻ ۾ مستورات کي بہ ازبر ياد هئا. ۽ اهي اولاد کي ننڍپڻ ۾ ئي ياد

ڪرائي ڇڏينديون هيون. خود حضرت شيخ فتح محمد بہ اهي پنهنجي والده محترم (ويڳي سنڌي ماءُ) کان سکيا هئا جيئن مفتاح ۾ مذڪور آهي"

يقينن سنڌي بزرگ جا حرفي اشارن تي ٻڌل شعر جيڪي سنڌ جي عورتن ۾ مشهور هئا بابا فتح محمد پنهنجي سنڌي والده کان سکيا. جيڪا حضرت مسيح الاولياءجي منڪوحہ اول هئي. پاڻ سنڌ مان برهانپور لڏي اچي رهي هئي. جن لاءِ مقامي روايتن ۽ قلمي نسخن ۾ درج آهي تہ هو حضرت مخدوم عباس پاٽائي ٺٽم هنگور جائي جي نياڻي هئي جنهن بزرگ جي وفات متعلق غوثي لکيو آهي تہ:

"هاڻي با استحقاق جا نشين ان مسجد ۽ حال جي مدرسي ۾ مسيح القلوب (شيخ عيسيٰ) آهي"

حضرت مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ جو ٻهرئين ۽ ٻي منڪوحہ مان اولاد هن طرح ٿئي ٿو:

| (الف) منڪوحہ اول جيڪا سنڌي هئي | (ب) منڪوحہ ثاني جيڪا برهانپور جي هئي |
|---|---|
| 1. شيخ عبدالستار | 1. شيخ عبدالرحمٰن عرف بابا فتح محمد |
| 2. شيخ شهر الله | 2. شيخ طٰہ |
| 3. شيخ عثمان | 3. شيخ هاشم |
| 4. بي بي امتہ الرحمٰن | 4. فاطمہ بي بي |

مٿي بحث ڪيل واقعات ۽ حالات ڪانپوءِ اهل سنڌ جي اها دعويٰ درست معلوم ٿي ٿئي تہ (1) شيخ قاسم جي وفات پاٽ ۾ ٿي (2) شيخ عيسيٰ، شيخ عبدالستار، شيخ شهرالله ۽ شيخ عثمان جي زاد بوم پاٽ شريف ئي آهي، البتہ شيخ عيسيٰ پنهنجي چاچي شيخ طاهر وٽ تحصيل علم جي سلسلي ۾ ايرج پور اچي رهيو سندس طالب علميءَ جي دور ۾ شيخ طاهر محدث وٽ اچي رهڻ سوانح نگارن لاءِ مغالطي جو سبب بڻيو جو سندس زاد بوم ئي ايرج پور سمجهڻ لڳا. انهيءَ عرصي دوران شيخ عيسيٰ جو پنهنجي وطن مالوف اچڻ وڃڻ بدستور قائم رهيو. انهيءَ دوران ئي سندس ٻهرئين شادي ٿي. خوشحال مذهبي گهراڻن ۾ 12-13 سالن جي عمر ۾ شادي سنڌ ۾ ڪا عجيب ڳالهہ نہ آهي. پير حسام الدين راشدي "تذڪره مشاهير سنڌ" جي حواشيہ ۾ جيڪو شجرو حضرت مسيح الاولياء جو ڏنو

آهي، تنهن ۾ مختلف پيڙهين جا سن پيدائش ۽ وفات بہ پاڻ مقرر ڪيا اٿس ان مان
بہ اندازو ٿئي ٿو تہ علم و عرفان جي جستجو ۽ ڏورانهن علائقن ۾ سالن جا سال
اقامت سبب حضرت مسيح پنهنجي فرزند شيخ شهرالله جي بہ نو عمري ۾ شادي
ڪرائي ڇڏي. هي نيڪ فرزند پنهنجي پويان حضرت مخدوم حسن قاري ڇڏي
جوانيءَ ۾ وفات ڪري ويو.ان پشت مان حضرت مسيح الاولياءجا صحيح
جانشين، اجل علماءَ، شاعر، اديب، مفتي، قاضي، صوفي ۽ موجود دور ۾ بہ اعليٰ
تعليم تافتہ فرد پيدا ٿيندا رهيا آهن. جنهن سبب پاٽ کي هر زماني ۾ لازوال علمي
شهرت حاصل رهي. موجوده دور کان شيخ عيسيٰ جند الله تائين ۽ ان کان اڳ جو
شجروهر دور ۾ همعصر تحريرن انهن جي حواشين، شاهي فرمانن ۽ گزيٽيئرس مان
تصديق ٿيندو آيو آهي.

حضرت مسيح الاولياءجي نو عمري ۾ عقد اول جو ثبوت سندس وفات
کان پوءِ جلدي سندس فرزند شيخ عبدالستار جو طبعي عمر کي پهچي وفات
ڪرڻ آهي. اندازو آهي تہ شيخ عبد الستار ۽ شيخ شهر الله رمضان جي پيدائش
وقت سندس عمر 20 سال يا ان جي لڳ ڀڳ هئي.

هن کان اڳ اسين حضرت مسيح الاليا‌ءجي پهرين سنڌي منکومہ جي دليل
۾ بابا فتح محمد جي وصيحت نامہ ۽ مفتاح الصلواة ۾ ڏنل حرفي اشارن جي
ضمن ۾ سنڌي والده کان سکيل شعرن جو ذکر ڪيو. پر سندس هڪ ٻي تحرير
بہ ان ضمن ۾ روشن دليل جي طور پيش ڪئي ويندي آهي. بابا فتح محمد جڏهن
پاٽ آيو تہ ڪيترائي ڪتاب معدوده بہ طريق هبہ پنهنجي ڀائيٽي مخدوم حسن
قاري ابن شهر الله کي لکي عنايت ڪيا شرح المواقف جي آخري صفحي تي
سندس تحرير غور طلب آهي. جيڪا المڪتوب الحبيب قلميءَ ۾ درج آهي.

"شجر مبارڪ بہ موا هر علما وامرا هندستان شرح آنڪہ هذة شجرتہ اصلها
ثابت و فرعهافي السماءَ وکتبتها مطابق لا صلها ماثبت بمواهير المتدينين وسلمتها
لابن اخي الشيخ محمد حسن القاري ابقاءُ الله تعاليٰ وهو ابن الشيخ رمضان وهو ابن
ابي قطب الاقطاب الشيخ عيسيٰ الباتائي البرهانپوري وهو ابن الشيخ قاسم نورالله
مرقده وهو ابن الشيخ يوسف" شيخ شهرالله رمضان پاتائي سان گڏ "ابن ابي" جا لفظ
استعمال ڪري پاڻ سندس ماٽيلي هجڻ طرف اشارو ڪيو آهي.

بابا فتح محمد سنڌ جي مختلف شهرن، سيوستان، سن، پاٽ وغيره ۾ سايہ

اصلي جي موسمي اختلاف جو عالم ۾ رخ مٿڻ ۽ انهن تبديلن جي اندازي جو تعين ڪري پاڻي جي فرق سان نماز جي اوقات جو نقشو تيار ڪيو ان ڪان علاوه ڪتاب مفتاح الصلواة سندن حيات طيبہ ۾ ئي سنڌ جي مدرسن ۾ پڙهايو ويندو هو. اڄ بہ ان جا ڪئي قلمي نسخا مختلف خاندانن جي قديم ڪتب خانن ۾ موجود آهن انهن مان ڪجھ اهڙا بہ آهن جيڪي سڌا مصنف جي نسخي تان نقل ڪيا ويا آهن.

محترم رضيہ عباسي پرنسيپال هڪ مضمون بہ عنوان "Makhdoom Abdul Wahid Sewistani and his Ancestors" تحرير ڪيو. جيڪو شاھ ولي اللہ اڪيڊمي حيدرآباد جي انگريزي رسالي "Al-Hikma" شمارو 1964ع ۾ شايع ٿيو. ان ۾ محترم رقمطراز آهي.

"Baba Fateh Allah Alias Abdul Rahman was the son of Msih-ul-Auliya. he was the father of Makhdoom Abdul Wahid al-Kabir and great grand father of Makhdoom Abdul Wahid sewistan. His name is Abdul Rahman and kunyah Abdul al-Mmjad but he was wel! known by the title of fateh Muhammad so much so that his Kuniyah and name are unknown to many people this name Baba Fatah Allah was given to him by his father on account of great love for him, so much so that he even wrote a book and gave it the litle "Fateh Muhammad", Baba Fateh Muhammad was a great scholer and spiritual leader. He died in A.H 1080 at Madina and was buried in Jannat-ul-Baqi"

محترم مضمون جي Footnote نمبر 23 ۾ لکي ٿي:

"See the old Ms. Leaves in the Sindh University Library"

ممڪن آهي بابا فتح محمد جو سنڌ ۾ عارضي قيام سندن لاءِ مغالطي جو سبب بڻيو هجي جو مخدوم عبدالواحد ڪبير ڪي سندس فرزند ڏيکاريو ويو آهي. مخدوم عبدالواحد ڪبير خانواده صديقي سيوهڻ ۽ پاٽ وارن جو جدامجد آهي. محترم عباسيءَ جي چوائي تہ هي خانوادو حضرت شهر الله رمضان ابن شيخ عيسيٰ جندالله جي پشت مان نہ بلڪ سندس نندي ويڳي ياءُ بابا فتح محمد جي نسل مان آهي محترم عباسي تادم تحرير حيات آهن. بنده ڪائنس هڪ ملاقات ۾ هي اهم سوال ڪيو ۽ اهي اهم دستاويز ڏسڻ جو اصرار ڪيو. ليڪن پاڻ پنهنجي استاد علامہ ڊاڪٽر عمر بن محمد داؤد پوٽہ مرحوم جو حوالو ڏيندي چيو تہ هڪ عرصو ٿيو اهي دستاويز هن مونکي ڏيکاريا هئا هي مضمون بہ مون سندس ئي رهنمائي ۾ لکيو هو. هيءَ غلط فهمي ممڪن آهي ان ڪري پيدا ٿي هجي جو حضرت مخدوم عبدالواحد ڪبير جي والد جو نالو بہ عبدالرحمن آهي ۽ بابا فتح محمد جو اصل نالو

۽ عبدالرحمٰن ٿي لکيو ويندو آهي.

مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ

جندالله

شيخ عبدالستار | شيخ شهرالله | عبدالرحمٰن عرف بابا فتح محمد

مخدوم حسن قاري

شيخ عيسيٰ ثاني

مولانا محمود

مولانا عبدالرحمٰن

مخدوم عبدالواحد ڪبير پاتائي

هڪ ئي نالي جو مختلف پشتن ۾ دهرائجڻ. اڪثر شجرن ۾ مغالطي جو سبب بڻبو آهي صديون گذرڻ بعد ياداشت جي بنيادتي ماٺهو وچ وارا الا وساري ويهن ٿا جنهن سان مغالطا جنم وٺن ٿا.

**تعليق نمبر (10) صفحو 570**

برهانپور مڌيا پرديش (هند) جو شهر جيڪو 11- 18 عرض البلد شمال ۽ 76- 12 طول البلد مشرق تي تاپتي درياهہ جي اترئين پاسي واقع آهي. سندس تعمير ۽ ترقي ۾ وقت بہ وقت حاڪم حصو وٺندا رهيا. 1141هہ / 1728ع ۾ نظام الملڪ آصف جاه اول درياهہ وارو پاسو ڇڏي، باقي پاسن کان وڏي ديوار ڪٽائي هئي. جنهن جو اندريون رقبو اڍائي مربع ميل آهي. جڏهن تہ پراڻي شهر جا آثار ديوار کان ٻاهر بہ ڦهليل نظر اچن ٿا. هن شهر جو نالو هڪ بزرگ برهان الدين غريب جي نالي پٺيان مشهور ٿيو. شهر جو بنياد خانديش جي فاروقي خاندان جي باني نصير خان الفاروقي 801هہ يا ان جي لڳ ڀڳ ڪنهن سال ۾ رکيو. برهانپور جي قديم تاريخي عمارتن ۾ مبارڪ شاهہ فاروقي ۽ راجي علي خان ملقب عادل شاهہ فاروقي جا مقبرا وڏي شهرت رکن ٿا. موخر الذڪر جي 992هہ ۾ تعمير ڪرايل جامع مسجد ۽ تاپتي درياهہ جي

ڪناري واقع پراڻو قلعو اڄ تائين پنهنجا آثار ظاهر ڪيو بيٺو آهي.

پاٽ شريف (سنڌ) وانگر برهانپور (هند) جي عظمت ان مان ظاهر ٿئي ٿي جو مختلف دورن ۾ صوفين، بزرگن، عالمن، فاضلن، شاعرن ڏيهه پرڏيهه مان سفر ڪري هتي اچي ترسيا. جن مان حضرت مسيح الاولياءُ سندس چند رفقا جڏهن برهانپور اچي وسايو ته ان جي شهرت اجا وڌي. شيخ برهان الدين غريب خليفو حضرت نظام الدين اولياءُ، حضرت شاهه ابوالعلا اڪبرآبادي، مير معصوم بکري سنڌي انهن چند هستين مان آهن جن برهانپور سان تعلق رکيو. شاهان وقت تي نظر ڦيرائجي ته اڪبر يارنهن مهينا برهانپور جي فتح لاءِ مصروف نظر اچي ٿو. اڪبر جي مقرر ڪيل گورنر خانخانا عبدالرحيم خان ٻاويهه سال برهانپور ۾ گذاريا. شهزادو خرم دکن جي مهم تي پيءُ جي حڪم موجب پهتو ته ڳچ عرصو اتي رهي پيو ۽ هتان فوج ڪشيءَ جي نگراني ڪندو رهيو. هتان جي عمارتن ۾ آهو خانه، شهزادي نيلم جو مقبرو، خرم محل، محل گوهر آدرا ۽ بي شمار باغ ۽ آثار ماضي جي عظمت کي ظاهر ڪن ٿا. شاهجهان برهانپور کي "باب دڪن" ۽ "دارالعلوم" جو نالو ڏنو بلڪ ممتاز محل جڏهن برهانپور ۾ وفات ڪئي ته ڪيس تاپتي درياهه جي ڪناري شاهي باغ ۾ بطور امانت دفن ڪيو ويو. پوءِ ان امانت کي تاج محل ۾ منتقل ڪيو ويو.

عظيم مغل شهنشاهه اورنگزيب عالمگير پنهنجي عمر عزيز جو هڪ وڏو حصو برهانپور ۾ گذاريو. هتي ئي پنهنجي ماسات سان شادي ڪيائين. پاڻ حضرت مسيح الاولياءُ شيخ عيسيٰ جندالله سنڌيءَ جي مزار تي حاضري ڏيندڙن مان آهي بلڪ هو حضرت مسيح جي خليفي برهان الدين رازالهي وٽ دعا لاءِ پڻ ايندو رهيو.

هي شهر ڪيترين صنعتن جو پڻ مرڪز رهيوآهي، هتي اوني سوٽي ۽ ريشمي ڪپڙا خصوصاً نفيس قسم جي ململ جا ڪارخانا مغليه دور ۾ به وڏي شهرت رکندڙ هئا. برار جي نظام درهم برهم ٿيڻ کان پوءِ والي برهانپور محمد شاهه فاروقي شيخ طاهر محدث سنڌي کي هتي اچي رهڻ جي دعوت ڏني. انهيءَ دور ۾ ئي حضرت شيخ عيسيٰ سنڌي مجازي عشق جو شڪار ٿيو، ڀهرئين خانداني شادي سنڌ ۾ ڪرڻ کان پوءِ برهانپور ۾ ٻي شادي ڪيائين، پر

حضرت شيخ لشڪر محمد عارف جي صحبت ڪيس هتي مستقل رهڻ لاءِ مجبور ڪيو. سن 998ھ ۾ حضرت مخدوم عباس پاٽائي ٺٽم هنگورجائي جي وفات کان پوءِ سندس سنڌ اچڻ جو اشارو ڪونہ ٿو ملي. البت سندس فرزندن، رفيقن عزيزن جو اچڻ وڃڻ بدستور جاري رهيو. ان جو ثبوت اهل سنڌ وٽ اهو نادر قلمي نسخو آهي، جيڪو 1035ھ ۾ ڪتابت ٿيو. ان جو نالو "غايتہ التحقيق شرح الڪافيہ" آهي. ان جو ڪاتب نصيرالدين روح الله بن بابوجي بن موسيٰ سنڌي آهي. هن پاڻ کي شاهہ عيسيٰ جندالله جو غلام ظاهر ڪيو آهي. ڪتاب جي آخري صفحي تي حضرت مسيح الاولياءَ جي شان ۾ هڪ شعر تحرير ڪيو اٿس. جنهن کي راشد برهانپوري، "برهانپور ڪي سندهي اولياء ۾ سوانح حضرت مسيح اولياءَ ۾ بيان ڪندي محمد قاسم فرشتہ ڏانهن منسوب ڪيو آهي، هو تاريخ مان ڪو مستند حوالو ڏيڻ کان سواءِ لکي ٿو:

محمد قاسم فرشتہ فرط ارادت سان چيو آهي تہ:

دو عيسيٰ است فرخنده درنسل آدم

يکي ابــن قاسم يکي ابــن مريم

جڏهن حضرت شيخ عيسي سنڌي ابن شيخ قاسم جي وفات حسرت آيات 1031ھ کان ڪجهہ سالن بعد 1035ھ جي مذڪوره تصنيف جي آخري ورق تي ڪاتب جيڪو پاڻ کي غلامان شيخ عيسي لکي ٿو ساڳيو شعر وڏي ڏاهہ ڏوهہ کانپوءِ ساڻئي صفحي تي قلمند ڪري ٿو. جڻ هن ان وقت ئي اهو شير جوڙيو آهي ۽ سندس وزن بحر جي لفظن کي ڪٽي آخري شڪل ان صحفي تي ئي ڏني اٿس لکي ٿو:

دو عيســـي اســـت جـــان بخـــش درنســـل آدم

يکي عيسي است بن قاسم دگر است بــن مريــم

وضاحت سان نہ ٿو چئي سگهجي تہ ڪاتب حضرت شيخ عيسيٰ جو سنڌ ۾ مريد ٿيو هو يا برهانپور وڃي غلامي جو شرف حاصل ڪيو هئائين. پر غالب گمان سندس سنڌ ۾ ئي مريد ٿيڻ جو آهي نہ تہ راشد برهانپوري سندس ذڪر ضرور ڪري ها. يقينن اهو شعر بعد ۾ برهانپور پهتو آهي.

بعض علماءَ صوفياءَ بعد ۾ بہ سنڌ مان ايندا رهيا ۽ سندس فيض

صحبت مان مستفيض ٿيندا رهيا. بلڪ ڪيترن سنڌي واپارين شيخ عيسيٰ سنڌيءَ جي شخصيت سبب برهانپور سان تجارتي رابطہ قائم ڪيا هنن بزرگن جي آباد ٿيڻ ڪري اهو محلو"سنڌي پوره" سڏجڻ لڳو. هن خانواده جي علمي شهرت سبب غير سنڌي بہ هندستان جي مختلف علائقن مان اچي هتي آباد ٿيا ۽ علم ادب ۽ تصوف جي شمع روشن ڪندا رهيا. اهوئي هن خانواده جو مقصد هو تہ هتي رهي علم جي جوت جلائجي. سندن اسلاف بہ پاٽ شريف مرڪز هجڻ جي باوجود مختلف هنڌن تي وڃي اهو فرض ادا ڪندا رهيا ٿي. جهڙي طرح برهانپور ۾ رشدو هدايت جي مسند وڇائي وئي جنهن جو فيض ۽ برڪت سڄي هندستان ۾ محسوس ڪيو ويو.

جڏهن محلو سنڌي پوره انساني آباديءَ سان پرجڻ لڳو تہ ان جي ويجهو "صحت ڪنوان" جي نالي هڪ بيو محلو آباد ٿيو جيڪو بعد ۾ نواب ابوالخيرخان جي نسبت خيرخاني مشهور ٿيو هتي ٺٽي سنڌ مان آبل آباد ٿيا. جيڪي ڪپڙي جي ڇپائي ڪرڻ جي فن ۾ ماهر هئا اڄ تائين سندن اولاد اتي آباد آهي ۽ ڪيرا ساڳئي ڌنڌي سان منسلڪ آهن. سندن دستڪاري منفرد حيثيت سان سڃاتي وڃي ٿي.

**تعليق نمبر (11) صفحو 5٣9**

مسيح الاولياءجو لقب حضرت عيسيٰ کي ڪنهن ڏنو يا ڪڏهن کان عام ٿيو. ان سلسلي ۾ گلزار ابرار يا ڪنهن ٻئي همعصر ڪتاب ۾ ان جي وضاحت نہ ٿي ملي. المڪتوب الحبيب قلمي 1332هہ ۾ لکيل آهي تہ:

"حضرت مسيح الاولياء اهو مرد عبادالله الصالحين مان مقرب الله العظيم هو جو ملفوظات خواجہ سيد قاسم نقشبندي جيمان معلوم ٿو ٿئي تہ سڀ ڪنهن مجلس معرڪہ ذڪر قال الله قال رسول صلي الله عليہ وسلم جيم جڏهن بہ حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره جي معمور هئي تہ انهيءَ هر ڪنهن وقت ۾ سندن درجلہ دهان گوهر افشان مان ذاران لقب مسيح الاولياءَ جي چڙهو نالو شيخ عيسيٰ قاسم سنڌي جو نہ ٿي زبان مبارڪ تي آندائون سبحان الله"

ساڳي طرح سندن هڪ ٻيو لقب جندالله پڻ آهي. جيڪو پير و مرشد شاه لشڪر جي نسبت هو، جند ۽ لشڪر مترادف المعنيٰ لفظ آهن. پاڻ اهو

لقب حضرت شيخ لشڪر محمد عارف جي حلقہ ارادت ۾ اچڻ ڪان پوءِ اختيار ڪيو. 982ھ ڪانپوءِ سندن ملاقات شيخ لشڪر محمد عارف سان ٿي جنهن ڪانپوءِ 998ھ ۾ حضرت مسيح الاوليا جي سنڌ ۾ موجودگي گلزار ابرار مان ثابت آهي. يقينن پاڻ انهن ڏينهن ۾ هتي آيل هئا. جڏهن سندن سهري ۽ چاچي حضرت مخدوم عباس پاتائي ٺٽ هگورجائي وفات ڪئي. غوثي بعنوان ياد مخدوم عباس ۾ مائٽي سبب جانشيني جو ذڪر ڪندي سندس ٻه ٻيا لقب پڻ تحرير ڪيا آهن يعني "مسيح القلوب" ۽ "حبيب الله" جنهن سان گڏوگڏ سنڌ جي جملہ فضلا ۾ سندس فضيلت جو پڻ ذڪر ڪيو آهي.

تحفة الڪرام ۽ ان ڪانپوءِ "معيار سالڪان طريقت" ۾ سندس وطنيت سنڌ ڏيکارڻ سان گڏ لقب جندالله پڻ ڄاڻايو ويو آهي. علي شير قانع "معيار سالڪان طريقت" ۾ رقمطراز آهي:

"شيخ عيسيٰ سندي، جندالله لقب مريد شيخ لشڪر محمد عارف."

تحفة الڪرام جا لفظ هي آهن:

"شيخ عيسيٰ سنڌي: لقب جندالله - شيخ محمد غوث گوالياري جي خليفي شيخ محمد لشڪر جو مريد هو. شيخ برهان شطاري برهانپوري سندس مريد ۽ خليفو هو. سندس تصنيفات ۾ تفسير انوار الاسرار مشهور آهي. پاڻ 1031ھ ۾ وفات ڪيائين. سندس فرزند شيخ عبدالستار فضيلت ڪمال ۽ عمده حال جو صاحب پنهنجي والد جي مسند ارشاد تي ويٺو ۽ وفات ڪري ويو."

تاريخ تحفة الڪرام ۾ شيخ عبدالستار جو ذڪر انهن مقامي روايتن ۽ قلمي مواد جي تائيد ڪري ٿو. جنهن ۾ شيخ عيسيٰ جي هڪ ٻئي فرزند شيخ شهرالله جو عالم جوانيءَ ۾ وفات ڪرڻ جو ذڪر آهي. شيخ عبدالستار ۽ بابا فتح محمد ڪانسواءِ ٻئي نرينہ اولاد نياڻين ۽ همشيره جو ذڪر هندستاني تذڪرن ۾ نہ هئڻ برابر آهي. پير حسام الدين راشدي تذڪره مشاهير سنڌ جي حواشيہ ۾ جيڪو شيخ عيسيٰ جندالله جو شجرو ڏنو آهي ان ۾ موجود پيدائش ۽ وفات جي سال مان اندازو ٿئي ٿو تہ شيخ شهرالله جوانيءَ ۾ ئي پنهنجي والد شيخ عيسيٰ جي حياتيءَ ۾ ئي وفات ڪري ويو، ۽ پنهنجي ٻنيان هڪ فرزند شيخ حسن قاري ڇڏيائين. جنهن جو اولاد سنڌ ۾ موجود آهي.

حضرت مسيح الاولياءجي شهرت جو زمانو حضرت شيخ لشڪر محمد عارف جي خليفہ ٿيڻ ڪان گهڻو بعد جو آهي جڏهن پاڻ فرزند شيخ عبدالستار جي همراهہ پنهنجي چاچي ۽ سهري مخدوم عباس جي وفات ڪان پوءِ مستقلا برهانپور منتقل ٿي ويا. پيءُ پٽ جي گڏجي برهانپور روانگي سبب ٻنهي جو نالو گڏگڏ تذڪرة الڪرام ۽ ٻين تحريرن ۾ شامل ٿي ويو.

مسيح الاولياء پنهنجي معرڪة الارا تصنيف عين المعاني جي تمهيد ۾ هيٺين عبارت لکي آهي:

عيسىٰ بن قاسم بن يوسف بن رڪن الدين بن معروف بن شهاب الدين المعروف الشهابي الجندي السندي الهندي البراري العشقي الشطاري القادري ڪہ ملقب بہ عين العرفا و مڪني بہ ابوالبرڪات است ميگويد (عين المعاني)

بزرگان دين جي اها روايت اڪثر مشاهدي ۾ آئي آهي تہ پنهنجي نالي ۽ لقب ڪانپوءِ فورا پنهنجي زاد بوم جو ذڪر ڪندا آهن. اهو ئي اصول عام بہ آهي. حضرت مسيح الاولياء بہ پنهنجو لقب الجندي لکڻ ڪانپوءِ فورا السندي لکي پنهنجي وطن جو ذڪر ڪري ٿو. جنهن بعد الهند لکي سنڌ ڇڏڻ سفر جو اشارو ڏئي برار ۾ پنهنجي چاچي وٽ ابتدائي علوم لاءِ ڪجھ عرصو رهڻ جي ڳالهہ ڪري ٿو. جنهن بعد پنهنجي طريقت جي سلسلن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. شيخ عيسىٰجو پنهنجي والد جي وفات، نو عمري ۾ قرآن جي تعليم ۽ حفظ ڪانپوءِ پنهنجي چاچي وٽ برار ۾ اچي رهڻ ۽ ڪيترن ئي علوم ۾ مهارت حاصل ڪرڻ وارو زمانو غوثي لاءِ پڻ ان مغالطي جو سبب بڻيو جو هو سندس زاد بوم اهائي سمجهي ويٺو. ڇو جو انهي نوعمري جي زماني ۾ هن ڪيس اتي ڏٺو ۽ غلط فهمي جو شڪار ٿيو.

گلزار ابرار غوثي حسن مانڊوي 1022ھ ڌاري مڪمل ڪيو. سندس فارسي ٻولي صوفياڻن نڪتن سان ڀريل آهي. مصنف پنهنجو مختصر احوال پڻ ڪتاب ۾ بيان ڪيو آهي. هن جو اردو ترجمو اذڪار ابرار جي نالي سان 1326ھ ۾ شايع ٿيو، اصل فارسي متن ڇاپي هيٺ ڪونہ آيو آهي. فارسيءَ جا قلمي نسخا ايشيا ٽڪ سوسائٽي ڪلڪتہ، آصفيہ حيدرآباد دڪن، بانڪي پوره، لينڊسينا ۽ برٽش ميوزم جي ڪتب خانن ۾ موجود آهن.

ايرج پور ۽ برهانپور ۾ سنڌ جي عالمن ۽ صوفين سان مصنف جي ملاقات سبب ڪيس هتان جي مشاهيرن جو تعارف ٿيو. سندس معلومات جو گهڻي ڀاڱي ذريعو برهانپور ۾ لڏي آيل حضرت مسيح الاولياء شيخ عيسيٰ جي خاندان جا فرد ۽ متعلقين معلوم ٿين ٿا حالانڪ بالمشافہ ملاقاتن جي باوجود غوثي کان ڪجھ مغالطہ ۽ غلط فهميون پڻ ٿيون آهن. ويسر سبب ڪجھ احوال غير مڪمل ۽ خلط ملط ٿيل پڻ محسوس ٿئي ٿو. اهڙي علمي ڪاوش جنهن ۾ سوانح حيات جيڪا ڪنهن هڪ بزرگ جي نہ بلڪ سوين بزرگن جي هجي تنهن کي غلطين کان بلڪل پاڪ رکجي سو ڪنهن طرح ممڪن نہ آهي. اهڙا ڪتاب چند نشستن ۾ ويهي مڪمل نہ ٿا ڪري سگهجن. مهينن بلڪ سالن جا وقفا ذهن ۾ وڻندڙ تاثر، سن ۽ ٻڌسڌ سبب احوال گڏ ڪرڻ ۾ خامين جو قوي امڪان رهي ٿو. جن کي اسان تعليقات ۾ درست ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. بيان ڪيل معمولي خامين جي باوجود هن ڪيترن ئي بزرگن جي نالن ۽ سوانح حيات جي مختلف پهلوئن کي محفوظ ڪرڻ جو شرف حاصل ڪيو آهي. سندن ان ڪاوش جي قبوليت جو اندازو صديون گذرڻ بعد بہ ڪتاب جي اهميت مان لڳائي سگهجي ٿو.

– مخدوم سليم الله صديقي